# مهراڻ

سنڌي ادبي بورڊ جو ٽماهي علمي ۽ ادبي رسالو

۳ ۽ ۴ ۱۹۵۷



سنڌي ادبي بورڊ

ڪراچي * حيدرآباد

# مهراڻ

سنڌي ادبي بورڊ جو ٽه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

١٩٥٧ع

ايڊيٽر

شمس العلماء ع . م . دائود پوٽو

سيد حسام الدين شاه راشدي

اسسٽنٽ ايڊيٽر

شمشير الحيدري

# "مهراڻ"

ـ تلڪ چاڙهي، حيدر آباد (سنڌ).



سالانو چندو ۱۰-۰-۰ روپيا    في ڪاپي ۷-۰-۰ روپيا

اشتهار في صفحو ۳۰-۰-۰ روپيا

Printed and Published by Mohammed Ibrahim M. Joyo B.A., B.T., Secretary, the Sindhi Adabi Board, at the Board's Printing Press, Tilak Incline, and Book Stall, Station Road, Hyderabad Sind.

# ڳذارش

## "سوانح نمبر"

ڳذريل پرچي ۾ اداري طرفان "مهراڻ" جو 'سوانح نمبر' پيش ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو هو. اعلان مطابق، سال ١٩٥٧ع جو ٽيون ۽ چوٿون نمبر پرچا ڳڏي، هيءُ اٽڪل سوا سؤ سوانح عمرين تي مشتمل خاص نمبر، پنهنجي بهترين تمنائن، خلوص ۽ قرب سان، "مهراڻ" جي عزيز پڙهندڙن، محترم اديبن ۽ مڪرم عالم حضرات جي خدمت ۾ پيش ڪري رهيا آهيون. ست سؤ کن صفحن جي هن ضخيم پرچي ۾ جيڪي ڪجهه مواد ميسر آهي، ادارو ان جي تياريءَ ۽ ترتيب لاءِ محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو ٿورائتو آهي، جنهن جي ئي خاص توجهه، دلچسپيءَ ۽ ڪاوش سان سنڌ جي اڪثر تاريخي شخصيتن جا سوانح هن طرح ڪٺا ٿي سگهيا آهن.

"مهراڻ" جو هيءُ 'سوانح نمبر' سنڌ جي مختلف تاريخي طبقن جو ڪو سلسليوار سوانحون آهي، يا سنڌ جي مڙني قابل ذڪر شخصيتن جو ذڪر هن ۾ سمايل آهي، سو ان جي دعوا ته خود فاضل مرتب به ڪانه ڪئي آهي: ۽ سچ پچ ته سنڌ ۾ جيتريقدر باڪمال عالم ۽ اولياءِ، سنت ۽ صوفي، اديب ۽ شاعر، فيلسوف ۽ مفڪر، استاد ۽ دانشور، سگهڙ ۽ سالڪ، مخلص قومي ۽ سماجي ڪارڪن، برک ليڊر ۽ سياستدان، مشهور حڪيم ۽ ڊاڪٽر، وزير ۽ وڪيل، ڪامورا ۽ واپاري، مُکي ۽ منشي، پنچات ۽ راڄ جا چڱا مڙس، وغيره- هندو ۽ مسلمان- ٿي گذريا آهن، يا موجود آهن، تن سڀني جا سوانح جيڪڏهن هڪڙي هنڌ سٽ ڪري ڇپائجن، ته هونئن هتي اهڙا اُها به ڪيئي ڪتاب درڪار ٿين. اداري کي اعتراف ۽ افسوس آهي جو هن پرچي ۾ ڪيترين ئي اهم سوانح عمرين شامل ٿي نه سگهيون. ان هوندي به، جيڪي ڪجهه سهيڙجي سگهيو آهي، سو نه صرف سنڌ جي اڪثر مُک شخصيتن بابت معلومات جو خاصو ڀنڊار ثابت ٿيندو، بلڪ هيءُ پرچو يقيناً ايندڙ علمي ۽ ادبي حلقن لاءِ مختلف وقتن جي قومي ۽ سماجي حالات جو معتبر مواد پڻ مهيا ڪندو رهندو. ارادو آهي ته "مهراڻ" جا ايندي پيا به اهڙا 'سوانح نمبر' شايع ڪجن: ان لاءِ هن قسم جو مواد جيڏهن به ۽ جيترو به اداري کي ميسر ايندو، اوترو قدرتي جلد ۽ بهتر صورت ۾، اداري لاءِ مقصد جي تڪميل ممڪن ٿي سگهندي.

اڳئين پرچي ۾ "مهراڻ" جي هلندڙ سال جي ساليانو چندي گهٽائڻ بابت جيڪو اعلان ڪيو ويو هو، زير نظر پرچي - "سوانح نمبر" - جي ضخامت اندازي کان وڌي وڃڻ سبب، اداري کي ان تي نظرثانيءَ جي ضرورت پيش آئي: ضرورت جي پيش نظر، هلندڙ سال جو پورو چندو ڏهه روپيا بحال رکيو ويو، ۽ ان طرح هن 'سوانح نمبر' جي قيمت پڻ اڳ اعلان جي ٽن روپين عيوض، ست روپيا رکڻي پئي آهي.

٠مهراڻ

٣-٣-١٩٥٧ع

زير نظر شماري ۾ صفحن جي ڳڻپ ۾ هيٺ مٿاهين ٿي ويئي آهي: ٻه ٻن چند صفحن تي ١٠٧ کان ١٣٠ انگ هڻيا ويا آهن، حالانڪ اهي ٧ کان ٣٠ تائين شمار ٿيڻ کپندا هئا: اميد ته پڙهندڙ حضرات هن سهو کي ڌيان ۾ رکندا.

## انعام

"مهراڻ" جي اڳئين پرچي، نمبر ١-٢/١٩٥٧ع، ۾ آيل ٻهريان ني افسانا جيئن ته اڳي ئي ڪراچيءَ جي "سنڌي ادبي سنگت" جي چٽاڀيٽيءَ ۾ انعام حاصل ڪري چڪا هئا، تنهنڪري الهن ۾ پيهر انعام ورهائڻ مناسب نه ڄاتندي، ۽ بورڊ جي ٻنهنجي ملازمن جي مضمونن کي ويچار هيٺ نه آڻيندي، انعامن جي آخري ترتيب هيٺينءَ ريت رکي ويئي آهي:

شعر: "وائي" (ص ٢٤)، —شيخ "اياز" ١٠-٠-٠

"وائي" (ص ٢٤)، —"بردو" سنڌي ١٠-٠-٠

"شاعر ڏالهن" (نظم، ص ٣٥)، —گووردڌن محبوباڻي ١٠-٠-٠

"اڃو ته ڪو بلو ڪريون" (نظم، ص ٣٧)، —"لياز" همايوني ١٠-٠-٠

"او مرليءَ وارا جوڳي" (نظم، ص ٤١)، —"تنوير" عباسي ١٠-٠-٠

"ترغيب" (نظم، ص ٤٣)، —عبدالقيوم "صائب" ١٠-٠-٠

"الجزائر" (نظم، ص ٤٨)، —"بشير" موريائي ١٠-٠-٠

"تارنامو" (مثنوي، ص ٥٤)، —"حامي" خيرپوري ١٠-٠-٠

مضمون: "جنگنامو مياڻي" (ص ١٤٢)، —مرزا گل حسن "احسن" ٢٥-٠-٠

"پلا اهو لکيئي؟" (ص ٢٢٢)، —تيرٿ و سنت ١٠-٠-٠

## هن کان پوءِ

هن پرچي سان، "مهراڻ" جي ٽئين دور جو ٻيون سال خيرن سان ختم ٿيو. ٻنهنجي روايتي خصوصيتن کي برقرار رکندي، مسلسل ٽن سالن تائين جاري رهندي، "مهراڻ" جنهن لموني سان سنڌي ادب جي تعمير ۾ هڪ سرگرم خادم جي حيثيت سان حصو وٺندو رهيو آهي، سو صرف سنڌ جي سڄاڻ ۽ باذوق پڙهندڙن جي خلوص، ۽ سنڌ ۽ ڀارت جي اديبن ۽ شاعرن جي دلي تعاون جي سهاري. الهيءَ خلوص ۽ تعاون تي اعتماد رکندي، اسين وڏيءَ دل سان ائين چئي سگهون ٿا ته "مهراڻ" جي موجوده معيار کي ڪڏهن به ڪو ضرر نه پهچندو، ۽ هن کان پوءِ بڻ باقاعدي ٻنهنجي دستوري شان سان شايع ٿيندو رهندو. هن بعد، اسان جي اهائي ڪوشش رهندي ته سال سال جا پورا چار پرچا، ٻنهنجي مقرر وقتن تي، باقاعدگيءَ سان شايع ٿيندا رهن: ٽئين سال جي ايندڙ دستوري پرچي لاءِ، اداري جو هڪو ارادو آهي ته ايندڙ اپريل جي آخر ڌاري جي شايع ڪري ڇڏجي. اميد ته اسان جا محترم ڪرمفرما—پڙهندڙ ۽ اديب—اسان جي اوڻاين ۽ اوپلاين کي ٻنهنجائپ جي پرده پوش نگاهن سان نوازي، ٻنهنجي پرپور خلوص ۽ تعاون سان "مهراڻ" کي هميشه سرافراز ڪندا رهندا. —ش. ح.



# سنڌي ادبي بورڊ جو ٽه ماهي علمي ۽ ادبي رسالو

نمبر ۳ ۽ ۴ ] [ سال ۱۹۵۷ع

## ”سوانح نمبر“

مرتبه

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ



سنڌي ادبي بورڊ

ڪراچي : حيدرآباد

سنڌ

(باسمہ تعاليٰ)

# "سوانح نمبر"

تقريباً ٽي سال ڪن ٿيا، جو "بورڊ" جي اسٽئنڊنگ ڪميٽيءَ آڏو تجويز پيش ڪئي ويئي هئي ته رسالي "مهراڻ" جو "سوانح نمبر" شايع ڪيو وڃي، جنهن ۾ سنڌ جي سربرآورده بزرگن- عالمن، سياسي ڪارڪنن، راڄ جي چڱن مڙسن، اديبن، شاعرن، هنرمندن ۽ سگهڙن- جي زندگيءَ ۽ ڪارنامن بابت حالات گڏ ڪري شايع ڪيا وڃن، تان ته هڪ طرف سنڌ جي مشهور شخصيتن جا نالا ياد رهن، ۽ ٻئي طرف سنڌ جي علمي، سياسي ۽ سماجي تاريخ روشن ٿي سگهي. اسٽئنڊنگ ڪميٽيءَ اها تجويز منظور ڪئي، ۽ بالاخر ١٩٥٦ ۾ "سوانح نمبر" جي مواد گڏ ڪرڻ ۽ ان کي مرتب ڪرڻ جي خدمت بنده جي حوالي ڪئي ويئي. شڪرالحمدلله جو ١٢٨ سوانح تي مشتمل هيءَ 'سوانح نمبر' آخري طور ڇپجي شايع ٿي رهيو آهي.

شروع ۾ نئي مواد گڏ ڪرڻ لاءِ هڪ سوالنامو تيار ڪيو ويو، جنهن موجب هر شخصيت بابت گهربل حالات جمع ڪرڻا هئا. انهيءَ سوالنامي جو نقل اخبارن ۾ جناب سيڪريٽري "سنڌي ادبي بورڊ" طرفان شايع ڪرايو ويو، ۽ پڻ اپيل ڪئي ويئي ته جنهن به صاحب کي ڪنهن بزرگ يا نيڪ مرد بابت خبر هجي ته سندس سوانح، ذيل هدايتن موجب، لکي موڪلي. ڪن دوستن احبابن کي عرض ڪيو ويو ته هو ڪن مشهور نيڪ مردن جون سوانح لکي ڏيڻ ۾ مدد ڪن. عالمن جي سوانح گڏ ڪرڻ جو بار جناب مخدوم امير احمد صاحب جن پنهنجي ذمي ڪيو.

هن 'سوانح نمبر' کي معياري بنائڻ لاءِ تجويز هئي ته نه صرف هر طبقي جي مشهور هستين جون سوانح عمريون شايع ڪيون وڃن، پر خود سوانح لکندڙ به اهڙا اهل قلم حضرات هجن، جن کي مخصوص بزرگن سان ذاتي واسطو هجي- انهيءَ لاءِ، ته سندن زندگيءَ بابت نوان معلومات مهيا ڪري، سوانح نگاريءَ جو حق پوريءَ طرح ادا ڪري سگهن. افسوس جو اسان جي اها تمنا پوري نه ٿي سگهي: وقت گذرندو ويو، ۽ سيڪنهن کي پنهنجن مشغولين مشغول رکيو، انهيءَ ڪري نه صرف خاص معلومات رکندڙ حضرات جي مدد کان محروم رهڻو پيو، پر سنڌ جي ڪن مشهور هستين جي سوانح بابت ڪوبه لکڻ وارو ڪونه مليو. جناب مخدوم

امير احمد صاحب، ۽ بعد ۾ مولانا دين محمد صاحب ”اديب“ جي ڪوشش سان صرف عالمن جي طبقي جو قدري حق ادا ٿي سگهيو. سنڌ جي زنده مفڪر، مغربي ۽ مشرقي علوم جي ماهر، قبلہ علامہ آءِ. آءِ. قاضيءَ جي سوانح ڪماحقه هن نمبر لاءِ تيار نہ ٿي سگهي. ٻئي طرف، ڪن مشهور سياسي ڪارڪنن ۽ قومي خادمن - جهڙوڪ مرحوم غلام محمد خان ڀرڳڙي، سيد الله آندي شاهہ، مرحوم مير غلام محمد خان ٽالپر، ۽ ٻين - جون سوانح قلمبند ٿي نہ سگهيون. اهڙيءَ طرح، ڪيترن ئي مشهور قومي سردارن، راڄ جي چڱن مڙسن، سنڌ جي هنرمند ڪاريگرن، اديبن، شاعرن، سگهڙن، تعليم کاتي جي آفيسرن ۽ ٻين نيڪ سرڪاري عملدارن جون سوانح رهجي ويون. خود 'بورڊ' جي ميمبر صاحبان جون سوانح ديرسان پهتيون، ۽ ڇهن پنجن لائق ميمبرن جون سوانح آخر تائين پهچي نہ سگهيون. اميد تہ آئيندي هن قسم جا 'سوانح نمبر' شايع ٿيندا رهندا، ۽ رهجي ويل سوانح جي تلافي ٿي سگهندي.

هن 'سوانح نمبر' لاءِ جنهن بہ صاحب وٽان جو بہ مواد پهتو، تنهن کي قبول ڪيو ويو: ڪن صاحبن وٽان صرف ڪنهن بزرگ جي سوانح جو مختصر خاڪو پهتو، جنهن جي بناء تي سڄو مضمون تيار ڪيو ويو؛ ڪن صاحبن وٽان نهايت طول طويل تفصيلات مليا، جن کي قدري اختصار سان دوباره لکيو ويو؛ اڪثر صاحبن وٽان جيڪي حالات پهتا، تن ۾ فن سوانح نگاري جو لحاظ خيرڪو رکيل هو: انهيءَ ڪري ڪوشش ڪئي ويئي تہ هر سوانح کي سوڌي سنواري اهڙي نموني ۾ پيش ڪجي، جيئن سهڻائيءَ ۽ سنجيدگيءَ جو معيار بلند ۽ بالاتر بيهي. بهرحال، هن نمبر ۾ تقريباً ستن سون صفحن جي مواد جي وڏي حصي جي تصحيح ڪري، ان کي دوباره لکي، پريس جي لائق بنايو ويو.

مواد جي نقل ڪرڻ ۽ ان کي صاف ڪري لکڻ ۾ سنڌي لغت ۽ لوڪ ادب آفيس جي ڪارڪنن، محترم محمد اسماعيل شيخ ۽ سندس رفيقن، وڏي مدد ڪئي. محترم علي بخش احمد زئي، مئنيجر پريس، شمشيرالحيدري اسسٽنٽ ايڊيٽر ”مهراڻ“، ۽ بورڊ جي پريس جي ٻئي عملي هن 'سوانح نمبر' جي ڇپائيءَ ۾ دلچسپيءَ سان ڪم ڪيو، ۽ بورڊ جي سيڪريٽري محترم محمد ابراهيم جويي، هميشه وانگر پنهنجي گرانقدر ۽ مفيد مشورن سان وقت بوقت مدد ڪئي. آءٌ انهن دوستن توڙي ٻين سڀني صاحبن جو شڪرگذار آهيان، جن پنهنجي پيا ٻين بزرگن جي زندگيءَ جا حالات لکي، هن 'سوانح نمبر' کي معياري بنائڻ ۾ مدد ڪئي.

خادم العلم

نبي بخش

سنڌ يونيورسٽي

فبروري، ٨، ١٩٥٨ع



”حميرن حساب، ڪه ڄاڻان ڪيڙو ڏيهه!“

— شاهه




هڻ ڀالا، وڙهه ڀاڪرين، آڏي ڍال مَ ڍارا!
— شاهه

● آري ڄام:

الله ڪارڻ لڪ سٺين، مان جڏي جالي،
عيب مٿون ۾ اڳرا، مان لرمل نڪالي،
آهيان آريءَ ڄام جي هيٺ هٿ حوالي،
پرين سا پالي، ڪامل ٿيندو ڪيچ ڏي.

● ممت ابڙو:

ابڙو اڳهامن ۾، سڀو جٺن ٻيلي،
سي هٿ ڪنهن نه پوريا، جي ٿو پڙ پيلي،
سڄڻ سانوڻ مينهن جئن رڃون ٿو ريلي،
اڇن جي ويلي، تن پور بخشي پٽ ڏني.

● ڄادم جکرو:

هٿان ڄادم جکري، وٽي وڃ نه پوءِ،
ايي ايي سو اٿر ٿئي، جو حاتم پاسي هوءِ،
ڪيف ڏاران ڪوءِ، جني ڪوم جهان ۾.

● جسودن آگرو:

ڏور ڌ اگھيءَ ڏار، مهند ملاحن لکيو،
موڙي چڙهائون سڪُڙا، ٿَسي هاٿيءَ ٻار،
جسودن جيها يار، پيا وير وماس ۾.

● لاکو ڦلاڻي:

لاکا لک سُجن، ڦُلاڻيءَ ڦير پيو،
جنهن ۾ راڻا راڄيا، ڪوٽن ڏڻي ڪئين،
جنهن جو جاڙ ٻجن، سُتي سَنچُو ڌ لهي.

● سپڙ رونجهو چوٽائي:

سُڪا سالگ ٻَري، چوٽائي چوٽ وَهي،
ڏوڙا ڏان ڏَڏن ڪي، سپڙ سخي ڏي،
ان راهه متي رونجهي، ماڻڪ اڇليامينهن جيئن.

● ٻڍامائي ٻُنرو:

اڄ کهَرجين تون، ٻڍامائي ٻُنرا،
ستان اڃي مون، ويرين وائون لائيون.

# مهراڻ

"سوانح نمبر"

سال ١٩٥٧ع

خاص عنوان

# تصويرن جي فهرست



مرحوم مخدوم غلام حيدر صديقي
(صفحو ١٨٨)



مرحوم سيد شهاب الدين شاهه
(صفحو ١٠٥)



مولانا عبدالڪريم چشتي
(صفحو ٢٤٠)



مولانا مخدوم امير احمد
(صفحو ٢٤٤)



مولوي محمد صادق
(صفحو ٢١٣)



مرحوم رئيس المهاجرين جان محمد جوڻيجو (صفحو ٢٨٣)



آخوند لطف الله مرحوم
(صفحو ٢٨٤)



مرحوم حاجي پير بخش فاروقي
(صفحو ٤٧٢)



حافظ محمد حيات شاهه مرحوم
(صفحو ٢٩٣)



سيد نور محمد شاهه "نورل"
(صفحو ٥٥١)



ماسٽر عبدالله "خواب"
(صفحو ٥٥٦)



خليفو محمد امين ٻلي
(صفحو ٥٦٦)



رحيمداد خان مولائي شيدائي
(صفحو ٥٣٥)



ميان حاجي جام خان لغاري
(صفحو ٦٢٢)



شيخ نور محمد ننگرپارڪري
(صفحو ٦٣٠)



محترم جي. ايم. سيد

(صفحو ٦٤٩)



مخدوم محمد زمان "طالب المولىٰ"

(صفحو ٦٥٢)



سيد ميران محمد شاهه

( صفحو ٦٦٣ )



محمد عثمان ڏيپلائي

(صفحو ٥٤٤)



حيدر بخش جتوئي

(صفحو ٢٩١)

ٻي صدي هجريءَ جي شروعات کان وٺي ١٨٤٣ع تائين، سنڌ ۾ علم جي روشني محض علماءِ ڪرام جي مخلصاڻي ڪوشش سان هئي. عربي دور ۾ "ديبل" حديث جو مرڪز بڻيو، ۽ "منصوره" فقه جو. انهن ٻنهي مرڪزن سنڌ مان اهي تہ روشن خيال عالم پيدا ڪيا، جن عرب ملڪن ۾ بہ پنهنجو نالو ڪڍيو. ابو جعفر ديبلي پهريون عالم هو، جنهن نبي صلعم جي لڪيل خطن تي تحقيق ڪئي. تعليم ۽ تحقيق جي اها روايت پوءِ مسلسل طور سنڌ ۾ هلندي آئي، تان جو ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور ۾ 'سنڌ جو سيوطي' مخدوم محمد هاشم، صوفي ۽ فلسفي مخدوم محمد معين، محدث ۽ شارح ابوالحسن، مفتي عبدالواحد سيوستاني ۽ ٻيا نامور عالم ۽ فاضل پيدا ٿيا.

١٨٤٣ع کان پوءِ، انگريزن هن ملڪ جي ماڻهن کي ذهني طور غلام بڻائڻ خاطر نئين يوروپي تعليم جو بنياد وڌو، ۽ سندن پاليسي آهستي آهستي سنڌ جي ٻارهن سون ورهين جي تعليمي نظام کي ختم ڪري ڇڏيو. ان جي باوجود، بزرگن پيٽ کي پٽر ٻڌي بہ پنهنجا مڪتب ۽ مدرسا هلايا، جن مان ڪي اڄ ڏينهن تائين جاري آهن.

سنڌ جي عالمن، پنهنجي اوج ۽ عروج واري زماني ۾، علمي ۽ ديني خدمت سان گڏو گڏ، سوسائٽيءَ ۾ چڱائي پکيڙڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هر قسم جي نقصانڪار عمل جي مخالفت ڪئي. جهانگير جي ڏينهن ۾ جڏهين پنجاب جي عالمن تماڪ ڇڪڻ جي فائدي ۾ فتوائون ڏنيون، تڏهن فقط سنڌ جي عالمن ئي تماڪ پيئڻ کي هر پهلوءَ کان نقصانڪار ڄاڻائي ان جي مخالفت ڪئي.

سياست جي ميدان ۾ سنڌ جا عالم آزاديءَ جا علمبردار رهيا: خلافت تحريڪ ۾ انگريزي حڪومت خلاف سنڌ ۾ ڪم ڪندڙن جو وڏو تعداد عالمن جو هو. علماءِ ڪرام جي هيٺ ڏنل سوانح ۾ هڪ طرف علم جي روشني، حق جي تلاش، نيڪيءَ لاءِ ڪوشش ۽ آزاديءَ لاءِ جدوجهد جا آثار نمايان طور نظر ايندا، تہ ٻئي طرف سنڌ جي تعليمي توڙي ادبي تاريخ جا اهم باب مطالع ڪري سگهبا.

مخدوم امير احمد

# مخدوم عبدالرحمان الشهيد کھڙوي

رياست خيرپور جي هڪ ننڍڙي شهر ڪَھڙا تعلقي گنبٽ ۾ مخدومن جو خاندان آباد آهي. هن خاندان جو سلسلو نسبت رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن جي چاچي سيدنا عباس رضي الله عنه سان ملي ٿو. هن خاندان جو مورث اعليٰ سيدنا محمد ابراهيم، ٽين صدي هجريءَ جي شروعات ۾، بغداد جي خليفي معتصم بالله عباسيءَ جي دور خلافت ۾، سنڌ ۾ حڪم سان، دين جي تبليغ لاءِ سنڌ ۾ تشريف فرما ٿيو. انهيءَ وقت سنڌ ۾ دولت عباسيه سان وابسته هئي.

سيدنا محمد ابراهيم حيدرآباد (جو انهيءَ زماني ۾ "نيرن ڪوٽ" جي نالي سان مشهور هئي) جي اتر ۾ "ڪلور" نالي هڪ ٽڪر تي اچي رهيو، ۽ تبليغ جي فريضي ۾ مشغول رهي، سال ۲۴۸ھ ۾ جان جان بخش جي حوالي ڪيائين.

سيدنا محمد ابراهيم جي اولاد مان هڪ بزرگ سيدنا اسدالله، جنهن کي "مخدوم الملڪ" سڏيندا هئا، اڪبر اعظم جي زماني ۾ سنڌ جو قاضي القضاة مقرر ٿيو، ۽ سنڌ جو دورو ڪندي موجوده رياست خيرپور جي حدن اندر هڪ شهر پيريءَ ۾ پهتو. اهو شهر هن وقت کھڙن جي قريب هڪ ننڍڙو واهڻ آهي، مگر انهيءَ وقت چڱو آباد شهر هو. پيريءَ جي شهر ۾ اسدالله توقف ڪيو، ۽ اتي هڪ مسجد جوڙايائين. اڃا ضروري ڪمن کان فارغ ئي ڪونہ ٿيو هو، تہ سندس روح پرفتوح اعليٰ عليين ڏانهن پرواز ڪري ويو. سندس وفات جي تاريخ ۹٦٦ هجري آهي- (تذڪره مخاديم ڪَھڙا).

مخدوم اسدالله جي وفات کان پوءِ، سندس وڏي فرزند مخدوم جمال الدين پيريءَ جي شهر ۾ سڪونت اختيار ڪئي. مخدوم جمال الدين کان پوءِ، سندس فرزند مخدوم يحيٰ بہ پيريءَ ۾ رهيو، ۽ اڃا تائين سندس مزار اتي آهي، جنهن کي اتي جا عام ماڻهو "پيراجيو" ڪري سڏيندا آهن. مخدوم يحيٰ جي وفات کان پوءِ، سندس فرزند مخدوم عبدالخالق پيريءَ مان هجرت ڪري اچي ڪَھڙن ۾ رهيو، ۽ اڄ تائين سندس خاندان جا فرد اتي ساڪن آهن. "تذڪرهٔ مخاديم ڪھڙا" هڪ روايت نقل ڪئي آهي، جنهن مان معلوم ٿو ٿئي تہ مخدوم عبدالخالق جي فرزند مخدوم محمد عاقل کي حضور پُرنور رسول اڪرم صلي الله عليه جي طرفان، سنڌ

جي مشهور اهل‌الله قلندر شهباز رحمة‌الله عليه جي معرفت، دين جي دستار عطا ٿي. ”رئيس‌العلماءِ“ پڻ کين لقب عنايت ڪري، مٿن قضا ۽ فتوا جو ڪم رکيو ويو. جنهنڪري، هن خاندان ۾ اڄا تائين اهو دستور هلندو اچي ٿو ته جيڪو به انهن‌سر گاديءَ تي ويهندو ته پهرئين سال جي اندر اندر، قلندر شهباز جي روضي مبارڪ تي ضرور حاضر ٿي دستاربنديءَ جي رسم اتي ادا ڪندو.

مخدوم عبدالرحمان الشهيد، مخدوم محمد عاقل رحمت الله عليه جو پوٽو هو. هو هڪ عارف، ڪامل ۽ عالم باعمل بزرگ هو. ظاهري خواه باطني علوم پنهنجي والد بزرگوار مخدوم محمد عليه الرحمت کان حاصل ڪيائين، ۽ سندس وفات کان پوءِ سندس مسند تي ويهي اسلام جي تبليغ، ۽ شرڪ ۽ بدعتن جي پاڙ پٽڻ ۾ مشغول رهيو. ”تذڪره مخاديم کهڙا“ جي مصنف، مخدوم عبدالرحمان شهيد جي مذهبي صلابت ۽ احڪام شريعت جاري ڪرڻ تي استقامت جا ڪيترا واقعا ذڪر ڪيا آهن، جن مان هڪڙو واقعو هت لکجي ٿو.

هڪ دفعي، رمضان شريف جي ٢٧ تاريخ، هڪ مجذوب شخص، مسمي اميداس، غيرمسلمانن جو لباس پهري، ڏڳي تي سوار ٿي، کهڙن جي شهر جي بازار مان ھلندو اچي لنگهيو، ۽ بلند آواز سان چوندو ٿي ويو، ”منهنجو نالو اميداس آهي! ... منهنجو نالو اميداس آهي!“ ماڻهن کيس رمضان شريف جي ادب ۽ احترام ڏانهن توجهه ڏياريو، ۽ کيس سربازار حقي پيئڻ کان منع ڪيائون، مگر مجذوب تي ڪو اثر نه ٿيو. آخر مخدوم صاحب کي اطلاع ڏنو ويو. مخدوم صاحب انهيءَ خليفي کي، جو هن ڪم تي مقرر هوندو هو، حڪم ڪيو ته وڃي هن کي منع ڪريو؛ جيڪڏهن منع سان نه سمجهي، ته کيس شرعي تعزير ڏيڻي سڌو ڪريو. خليفو جماعت سان گڏجي ويو ۽ وڃي مجذوب کي منع ڪيائين، مگر هو باز نه آيو؛ تعزير ڏيڻ جي ڪيائون، مگر جيڪا به لڪڙي يا پٿر مجذوب کي هنيائون ٿي، سو ڪانئس هڪ وال پري ٿي ڪريو. مخدوم صاحب جي خدمت ۾ احوال عرض ڪيو ويو. پاڻ فرمايائون ته ”هاڻي وڃو ۽ وڃي کيس گرفتار ڪريو: اسان هيڏانهن ڪلام پڙهي دم ڪريون ٿا، انشا الله هن جو هيءُ استدراج هن کي ڪابه پناهه نه ڏيندو“. خليفي اچڻ سان اچي هن کي پٿر هنيو، ۽ اميداس پهرئين پٿر سان ڏڳي تان اچي پٽ تي ڪريو. هن کي پڪڙي اچي مخدوم وٽ حاضر ڪيائون. مخدوم صاحب حڪم ڪيو ته کيس به سئو اٺ درا لڳايا وڃن. مجذوب چيو ته ”هڪ هڪ دري جي عيوض هڪ ماڻهو شهيد ٿيندو!“ تنهن تي مخدوم صاحب به سئو پاويهه درن لڳائڻ جو حُڪم ڏنو، ۽ اهو به حڪم ڏنائون ته سندن ڏڳو ڪُهي خيرات ڪيو وڃي. مجذوب چيو ته ”جيڪو اسان جي ڏڳي جي گوشت مان بوٽي کائيندو، سو قتل ٿيندو!“ مخدوم صاحب فرمايو ته ”جيڪو بوٽي کائيندو، تنهن تي دوزخ جي باهه حرام آهي!“ مجذوب جو هي قول ٻڌي، ڪي ضعيف الاعتقاد ماڻهو ڊڄي ويا ۽ ڏڳي جو گوشت ڪونه کاڌائون؛ مگر مخدوم صاحب ۽ راسخ الاعتقاد مؤمنن ڏڳي جو گوشت به کاڌو ۽ مجذوب کي به سو پاويهه درا به لڳايا. اتفاق الاهي ڏسو، جو انهيءَ کان پوءِ جلد مخدوم صاحب

جي شهادت جو حادثو پيش آيو، جنهن ۾ پورا ٻه سو پاويهه مومن شهيد ٿيا! (شهادت جو ذڪر اڳتي ڪيو ويندو.)

مخدوم عبدالرحمان جذبي ۽ حال جو صاحب، ڪشف ۽ ڪرامت جو مالڪ بزرگ هو. ”تذڪره“ وارو بزرگ لکي ٿو ته جڏهن مخدوم صاحب تي جذبي ۽ سڪر جي حالت طاري ٿيندي هئي، تڏهن سندن زبان مبارڪ مان اڪثر هي لفظ نڪرندا هئا ته ”آءٌ ملڪ جو مالڪ آهيان!“ انهيءَ حالت ۾ ڪيترن ماڻهن کي ملڪ ۽ ولايتون بخشيندا هئا. وري جڏهن هوشياريءَ جي حالت ۾ ايندا هئا، ته انهن لفظن کان استغفار ڪندا هئا، ۽ جن ماڻهن کي ملڪن جا پروانا لکي ڏيندا هئا، تن کي پيسا ڏيئي، اهي پروانا واپس وٺي ڦاڙي ڇڏيندا هئا.

مخدوم صاحب جون ڪرامتون به ڳاڻاٽي کان ٻاهر آهن؛ تذڪري ۾ به ڪيئي لکيل آهن؛ هتي بڻ بطور ”مشتي نمونه خروار“ هڪڙي ڪرامت ذڪر ڪريون ٿا.

اجڻ قوم جو هڪ غريب شخص، چنيي نالي، مخدوم صاحب وٽ پيلي هو ۽ گهوڙن جي خدمت ڪندو هو. اتفاقاً، هڪ ڏينهن گهوڙي چنيي فقير جي مٿي تي اهڙي زور سان لت هنئي جو چنيو بروقت مري ويو. مخدوم صاحب کي جڏهن هن واقعي جي خبر ملي، تڏهن چنيي جي پيءُ کي گهرائي فرمايائون ته ”تنهنجي پٽ جو موت هڪ اتفاقي حادثو هو، جو ٿي چڪو. هاڻي جيڪڏهن تون چاهين ته توکي خون-بها پري ڏيون؛ پر جيڪڏهن چاهين ته الله پاڪ جي دربار ۾ دعا گهري، توکي اهڙو فرزند وٺي ڏيون، جيڪو پنهنجي ساريءَ قوم جو پير ٿئي، ۽ سندس قوم جا ماڻهو ڪٿي به هجن ته اچي سندس مريد ٿين“. انهيءَ پڌڻ سان، اجڻ فقير، مخدوم صاحب جي پيرن تي ڪري پيو، ۽ هٿ ٻڌي عرض ڪيائين ته ”جيڪڏهن ائين ٿي پوي ته نهايت احسان ٿيندو!“ مخدوم صاحب دعا گهري. انهيءَ ئي سال کيس فرزند عطا ٿيو، جنهن جو نالو به ساڳيو ”چنيو“ رکيائون، ۽ کيس بروقت مخدوم صاحب جي حضور ۾ حاضر ڪيائون. مخدوم صاحب پنهنجي لب مبارڪ، آگر تي وٺي، سندس وات ۾ وڌي- ۽ انهيءَ ٽينگر کي ننڍي هوندي کان ئي ولايت جو درجو عطا ٿيو. مخدوم صاحب فرمايو ته ”اسان جي وفات کان پوءِ صاحبڏني نالي هڪ فقير درازن جي شهر ۾ پيدا ٿيندو- هن ٽينگر کي باقي فيض اُتان حاصل ٿيندو“. مخدوم صاحب جي وفات کان پوءِ ميان چنيو صاحبڏني فقير جي صحبت ۾ بڻ حاضر ٿيو، ۽ باقي فيض اتان پرايائين.

مخدوم صاحب جي لفظ مبارڪ موجب، ميان چنيي جي پوري قوم سندس مريد ٿي. ميان چنيو اگرچ ظاهري علم ڪنهن وٽ ڪونه پڙهيو هو، مگر مخدوم صاحب جي توجهه جي برڪت سان خداوند ڪريم کيس وڏو علم عطا ڪيو هو. هو نهايت متبرڪ، ۽ شريعت تي مُستقيم بزرگ هو. ڪو به ماڻهو وٽس دعا تعويذ لاءِ ايندو هو، ته خالي ڪاغذ ڦاڙي ڪٽي کيس ڏيندو هو ته ان سان کيس مطلب حاصل ٿي ويندو هو. گهڻو ڪري سندس زبان تي لفظ ”فَفِرّوا الي الله“ (الله تعاليٰ ڏانهن ڊوڙو) جاري هوندو هو. آسٽي هجڻ ڪري

"ف" جو تلفظ صحيح نہ ڪري سگھندو هو. سندس اولاد اڃا تائين ڪُھڙن جي شهر ۾
موجود آهي، جي فقير صاحب سڏجن ٿا. منجهن هن وقت ۾ بہ چڱا چڱا بزرگ، علم ۽ عمل
جا صاحب موجود آهن. پوري اڄڻ قوم سندن مريد ۽ نهايت معتقد آهي. مخدوم خاندان
سان سندن اهوئي معتقدانہ رستو هلندو اچي ٿو.

مخدوم شهيد نهايت حق پسند ۽ متواضع هو. هڪ دفعي پاڻ ڪا شرعي فتوا ڏنائين.
ڪچهريءَ ۾ هڪ مسڪين عالم ويٺو هو، تنهن اٿي عرض ڪيو تہ "مخدوم صاحب! توهان
جو فيصلو صحيح نہ آهي- بلڪ صحيح هن طرح آهي". مخدوم صاحب خاموشيءَ سان ٻڌي
فرمايو تہ "بيشڪ حڪم ائين آهي، جئن توهان فرمايو". پوءِ يڪدم هڪ دستار ۽ لنگي گھرائي،
مولوي صاحب کي عطا ڪيائون.

سنڌ جو مشهور فاضل ۽ عالم مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليہ، مخدوم شهيد
جو گھاٽو دوست هو. صاحبن جي لوءِ عرف گھوٽڪيءَ ۾ انهيءَ وقت پير ميان مبارڪ شاهہ
عادلپوريءَ جا فرزند، پير محمد جعفرشاهہ ۽ پير موسيٰ شاهہ، رهندا هئا، جي پڻ ظاهري
خواهہ باطني علم ۾ ڪمال جا صاحب هئا- انهن سان بہ مخدوم شهيد جو گھرو ۽ گھاٽو رستو
هو. خصوصاً، پير موسيٰ شاهہ، جو ننڍو هو، تنهن جي مخدوم شهيد سان نهايت الفت ۽ عقيدت
هئي. هو هر چوٿين مهيني مخدوم شهيد جي زيارت لاءِ ضرور ايندو هو، ۽ سندس هيءَ
دستور هو تہ شاهہ جاڙيہ (رياست خيرپور جو هڪ مشهور معروف ولي الله، جو ائين صديءَ
۾ ٿي گذريو آهي، ۽ سندس درگاهہ ڪُهڙن جي شهر کان اٽڪل ٽي چار ڪوهہ پري عوام
خواهہ خاص لاءِ زيارتگاهہ آهي) جي درگاهہ وٽ اچي گھوڙن تان لهي پوندا هئا، ۽ پاڻ
خواهہ سندن خليفا پيادا اچي مخدوم صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيندا هئا، ۽ انهيءَ فيض کان
مستفيض ٿيندا هئا.

مخدوم شهيد عليہ رحمة فطرتاً حق گو ۽ مجاهد مرد هوندا هئا. اگرچ سندن طبع ۾
عجز تمام گھڻو هو، تاهم جابر کان جابر ۽ ظالم کان ظالم امير کي بہ، حديث شريف "افضل
الجهاد ڪلمة حق عند امير جائر" جي فرمان موجب، حق چئي ڏيندا هئا.

جيئن تہ هڪ دفعي جو قصو آهي تہ ميان نورمحمد ڪلهوڙي، پنهنجي حڪومت جي
زماني ۾، سڀ جاگيرون ۽ معافيون رد ڪري، انهن جا پروانا منسوخ ڪري ڇڏيا. سيد
حيدرشاهہ حقاني، جنهن جو مقبرو روهڙي شهر ۾ اڄ تائين آهي ۽ عام خاص ماڻهن جو
زيارتگاهہ آهي، تنهن جي اولاد مان سيد مير يعقوب شاهہ ۽ ٻيا، جن جو مخدوم شهيد سان
بلڪل مخلصانہ رستو هو- انهيءَ حد تائين جو سندن باغن ۽ زمينن ۾ جڏهن بہ ڪو ميوو
وغيره پيدا ٿيندو هو، تہ اڳ ۾ مخدوم صاحب جي دروازي تي پهچائي پوءِ پاڻ کائيندا
هئا، بلڪ پنهنجي معصومن ۽ لينگرن جو عقيقو بہ اچي مخدوم شهيد جي مسجد جي دروازي
تي ڪندا هئا- تن جا بہ سڀ معافين ۽ جاگيرن جا پروانا رد ٿي ويا. جنهن تي اهي سڀ

سيد، مخدوم شهيد کي ملتجي ٿيا ته پاڻ قدم رنجه فرمائي، ميان نورمحمد کي هدايت ڪري، سندن سڀ پروانا دستور موجب جاري ڪرائي ڏين. مخدوم شهيد عذر ڪيو ۽ فرمايو ته نورمحمد بينئور آهي، هن وٽ هلڻ جي تڪليف اسان کي نه ڏيو؛ مگر سيدن زياده اصرار ۽ الحاح ڪيو، جنهن تي لاچار مخدوم صاحب تيار ٿيو. پرچه‌نويسن هيءَ خبر ميان نورمحمد جي حضور ۾ پهچائي. ميان نورمحمد جڏهن ته پاڻ به هڪ پير ۽ وقت جو حاڪم هو، تنهنڪري سندس دربار ۾ ڪهڙو به شريف خاندان سيد يا اهل الله ماڻهو ايندو هو، ته هن جي تعظيم و تڪريم لاءِ اٿڻ يا ساڻس بغلگير ٿيڻ جي تڪليف گوارا نه ڪندو هو. مخدوم شهيد جي تشريف آوريءَ جي خبر پڌي، نهايت پريشان ٿيو. پنهنجي وزيرن ۽ مقربن سان صلاح ڪيائين ته ”مخدوم صاحب هڪ جذبي ۽ حال جو صاحب ۽ سيّدنا عباس جي آل مان آهي، ۽ ڪڏهن به اسان وٽ نه آيو آهي: جيڪڏهن سندس آڌو ڪماحقه تواضع بجا نه آڻي ڪري رنج ٿي ويو ته ڳالهه خراب ٿي پوندي؛ پر جيڪڏهن سندس خاطر جوئيءَ لاءِ اٿي ساڻس بغلگير ٿياسين، ته اسان جي دربار جي رسم ٽٽي پوندي!“ آخر هيءَ صلاح پيهاريائون ته مخدوم صاحب جي اچڻ وقت ميان نورمحمد توشاخاني جي معائني ڪرڻ جي بهاني سان توشاخاني ۾ هجي: جنهن وقت مخدوم صاحب، ميان صاحب جي ڪچهريءَ ۾ تشريف فرمائي، انهيءَ وقت ميان صاحب توشاخاني مان قدم رنجه فرمائي، جيئن پنهي جي بيٺي بيٺي ملاقات ٿي وڃي ۽ انهيءَ حالت ۾ السلام عليڪم، خوش آمديد ۽ مرحبائيءَ جون سڀ رسمون ادا ٿي وڃن؛ باقي مخدوم صاحب جي موڪلائڻ وقت جيڪڏهن اٿي بيهڻ جو اتفاق ٿيو ته ڪو مضائقو نه آهي. آخر جڏهن مخدوم صاحب ڪچهريءَ جي ٻاهران حاضر ٿيو، تڏهن ميان نورمحمد، مقرر ڪيل ٺهراءَ موجب، پاڻ اٿي توشاخاني ڏانهن هليو ويو ۽ دربان کي حڪم ڪيائين ته مخدوم صاحب کي اندر وٺي اچي. مخدوم صاحب مسند تائين پهتو، مگر ميان صاحب توشاخاني ۾ ٿورو توقف ڪيو- انهيءَ خيال سان ته پاڻ ٿورو دير سان ويندو ته مخدوم شهيد سندس اڳيان اٿي تواضع بجا آڻيندو. هوڏانهن، مخدوم صاحب جڏهن مسند خالي ڏٺي، ته يڪدم مصلو ٻٽاري نفل پڙهڻ ۾ شروع ٿي ويو. ميان نورمحمد پليان اچي مسند تي ويٺو؛ ۽ جڏهن مخدوم صاحب نماز ۽ دعا کان فارغ ٿيو، تڏهن مرحبا ۽ خيرعافيت پرسيءَ جا آداب بجا آندائين. مخدوم شهيد، ميان نورمحمد ڏانهن متوجه ٿي فرمايو ته ”پڌڻ ۾ آيو آهي ته توهان وٽ ڪتا تمام سٺا سٺا موجود آهن!“ ميان صاحب سمجهيو ته شايد مخدوم صاحب کي شڪار جو شوق ٿيو آهي، سو حڪم ڪيائين ته مختلف ملڪن جا ڪتا- جهڙوڪ خراساني، گجراتي، هندستاني، وغيره وغيره- هڪدم حاضر ڪيا وڃن. تنهن تي مخدوم صاحب فرمايو ته ”اسان کي ڪتن جي ڪابه کهرج ڪانه آهي، مگر حديث شريف جي ڳالهه ياد آئي، جنهن ۾ حضور پرنور عليه الصلواة والسّلام فرمايو آهي ته ’جيڪو ماڻهو خيرات يا صدقو ڏيئي واپس ٿو ورائي، ته اهو ماڻهو ڪتي مثل آهي، جو قَي ڪري وري ٿو کائي‘؛ ۽ خيال ڪيوسون ته

شايد ميان صاحب وٽ ڪتا گهڻا هجن، ۽ هيءَ عادت انهن جي صحبت مان پراڻي هجيس جو جيڪي جاگيرون ۽ معافيون اڳين حاڪمن، شريف خاندانن، بزرگن ۽ سادات کي بطور خيرات عنايت ڪيون هيون، سي واپس ورتيون اٿن- ڏٺوسون ته اسان جو گمان صحيح نڪتو!"

ميان نورمحمد، جنهن جا وڏا پڻ پيري مشائخيءَ مان حاڪم ٿيا هئا، تنهن جو مخدوم صاحب جي هيتري بيباڪي، دليري ۽ جرات ڏٺي، ۽ تنهن سان گڏ هي خبرون به سندس ڪنن تائين پهچنديون ٿي رهيون ته نه فقط سنڌ پر بلوچستان، پنجاب ۽ ٻين ملڪن ۾ به مخدوم صاحب جو ڪافي اثر ۽ رسوخ آهي، سندن مريدن ۽ معتقدن جو حلقو تمام وسيع آهي، خود دهليءَ جو بادشاهه به سندس ارادتمند آهي، ۽ مخدوم صاحب جي وري هيءَ حالت آهي جو جڏهن وجد ۽ جذبي جي حالت طاري ٿئي ٿي ته ملڪ ۽ پرڳڻا ماڻهن کي عطا ڪيو ڇڏي، سو سندس دل ۾ هيءُ وهم جاءِ ڪري ويو ته ڪڏهن نه ڪڏهن مخدوم صاحب جي هٿان سندس حڪومت کي جوکو آهي! بظاهر ته مخدوم صاحب کي راضي ڪرڻ خاطر نهايت تڪريم ۽ تعظيم سان پيش آيو، مهمانيون ڪيائين، ۽ رخصت وقت پنهنجي منشيءَ کي حڪم ڪيائين ته "منهنجي مهر کڻي مخدوم صاحب جي خدمت ۾ حاضر ٿيءُ، ۽ مرضيءَ موجب پروانا ۽ معافي ناما لکي سندس حوالي ڪر"؛ مگر دل ۾ مخدوم شهيد کان ڊپ رکڻ لڳو، ۽ اهڙا بهانا ڳولڻ لڳو جيئن مخدوم صاحب کي دفع ڪري ڇڏي. آخر ظاهر ۾ هيئين بهانو ٿي آيو.

## شهادت جو قصو

کهڙن جي پرسان سيدن جو هڪ ننڍو ڳوٺ آهي، جنهن کي "سائدي" چوندا آهن. اتي هڪ غريب مگڻهار رهندو هو، جنهن جي زال نهايت حسين هئي. ڳوٺ جي سيدن مان هڪ نوجوان سيد انهيءَ عورت تي عاشق ٿي پيو، ۽ پنهنجي زميناريءَ جي نشي ۾ پاڻ اها عورت سندس مسڪين مڙس کان زبردستيءَ کسي پاڻ وٽ ويهاري ڇڏي. مگڻهار ٻيو ڪو وسيلو ۽ بچاءُ نه ڏسي اچي مخدوم شهيد وٽ فرياد ڪئي، ۽ پنهنجي زال وٺي اچي مخدوم صاحب جي شهر ۾ رهيو.

مخدوم صاحب، سيد جي وڏن کي هن سموري قصي کان آگاهه ڪري لکيو ته هو کيس هدايت ڪري ان بري ڪم کان باز آڻين: ۽ جيڪڏهن شاهه صاحب کي ضرور اها عورت پنهنجي هٿ ۾ رکڻي آهي، ته ڪنهن نموني سان سندس مڙس کي راضي ڪري، کانئس طلاق ڏياري، پوءِ ڀلي پنهنجي نڪاح ۾ آڻي؛ باقي زور زبردستيءَ سان کسي پاڻ وٽ پرائيءَ عورت کي رکڻ شريعت موجب حرام ۽ ڪبيرو گناهه آهي. وڏن سيدن، نوجوان سيد کي گهڻو سمجهايو، مگر هو اصل باز نه آيو. لاچار، مخدوم صاحب ساري حقيقت لکي، مگڻهار ۽ سندس زال کي، پنهنجي هڪ زيرڪ نالي غلام سان گڏ، روهڙيءَ جي ڪاردار معين ڏيٿر ڏانهن موڪلي ڏنو. عاشق سيد کي جڏهن اها خبر پهتي، تڏهن يڪدم پنهنجا نوڪر، لوفر ۽ اوباش سنگتي وٺي، شاهه جاڙي رحمة الله عليه جي درگاهه وٽ انهن کي اچي پهتو، ۽

مگنهار جي زال زبردستيءَ کڻي لڳو. زيرڪ شاهه کي گهڻوئي سمجهايو ته ”هيءَ بازو آهي روهڙيءَ جي ڪاردار ڏانهن وٺي ٿو وڃان؛ جيستائين اتي نه پهچائيندس، تيستائين اوهان کي نه ڏيندس؛ ڪاردار وٽ پهچائڻ کان پوءِ منهنجو ڪو به واسطو نه آهي، توهان ڄاڻو ۽ ڪاردار ڄاڻي“؛ مگر شاهه نه مڙيو ۽ فساد شروع ڪري ڏنائين. نيٺ قصو وڃي تلواربازيءَ جي حد تائين پهتو. ٻنهي ڌرين مان ڪي ماڻهو ڦٽجي پيا. زيرڪ جي هٿان واصل شاهه نالي هڪ سيد کي سخت گهاءُ رسيو، ۽ سخت ڦٽجي زمين تي ڪري پيو. فسادي سيد، هيءَ وجهه وٺي، ڦٽيل سيد کي کٽ تي کڻي، روهڙيءَ جي ڪاردار وٽ پهچي، مخدوم شهيد ۽ سندس ماڻهن تي دانهي ٿيو. روهڙيءَ جي ڪاردار معين ڏيڻ کي اها خبر هئي ته ميان نورمحمد اندروني طرح مخدوم صاحب جو حاسد ۽ مخالف آهي، ۽ ڪجهه طرح ڪيس مخدوم صاحب جي برخلاف بهانو تلاش ڪرڻ جو اشارو ٿيل هو، تنهن اصل واقعي کان قطع نظر ڪري، وڃي مخدوم صاحب جي برخلاف لکيو ۽ مٿس ظلم زبردستي، فساد، خونريزي، وغيره وغيره جا الزام رکيائين.

ميان نورمحمد، جو اڳيئي ڪنهن موقعي جو منتظر هو، تنهن دائود نالي هڪ قصائيءَ کي (جو چون ٿا ته سيوهڻ واري هنود قصائيءَ جي اولاد مان هو) حڪم ڪيو ته لشڪر وٺي وڃي مخدوم ۽ سندس ساري خاندان کي قتل ڪري اچي. هيءَ ظالم يڪدم هڪ وڏو لشڪر ساڻ ڪري اچي ڪهڙن وٽ پهتو، ۽ شهر کي گهيرو ڪري لڙائيءَ جو انتظار ڪرڻ لڳو؛ ڇاڪاڻ ته ڪيس خبر هئي ته بيشمار ماڻهو مخدوم جا مريد ۽ معتقد آهن، مبادا مخدوم جماعت ساڻ ڪري جنگ لاءِ سنبري اچي.

هوڏانهن، مخدوم جو اهو حال هو جو جڏهن هيءَ شورش شروع ٿي ۽ ميان نورمحمد جي ارادي جون خبرون پهچڻ لڳيون، ته هزارها ماڻهو ٽولين جون ٽوليون ٿي مخدوم صاحب وٽ ٿي آيا، ۽ اسلام جي راهه ۾ قربان ٿيڻ لاءِ پنهنجا سر ٿي آڇيائون؛ مگر مخدوم صاحب سڀني کي دعائون ڪري واپس ٿي موٽايو، ۽ فرمايائون ٿي ته ”اسان الله پاڪ جي درگاهه مان نهايت عاجزي ۽ زاريءَ سان شهادت جي دعا گهري آهي: جيڪڏهن واقعي اها دعا قبول ٿي آهي ۽ هيءَ عظيم سعادت اسان کي نصيب ٿي، ته ان کان وڌيڪ ٻيو ڇا گهرجي جو قيامت جي ڏينهن حضرت سيدنا امام عليه و علي آبائه السلام جي جهنڊي هيٺ شهداي ڪربلا جي جماعت سان گڏ اٿنداسون! هيءَ دربار ڪبريا جو اسان تي هڪ عظيم الشان احسان ۽ لطف ٿيندو– ۽ جيڪڏهن سنڌ جي حاڪم جي هيءَ فوج ڪنهن ٻئي غرض سان ٿي اچي، ته به اسان جون اکيون ٺريون.“

خير، قصو ڪوتاهه، پيا ماڻهو ته سڀ مخدوم صاحب جون دعائون وٺي ۽ نصيحتون ٻڌي واپس ٿيندا ويا، باقي خاص ۲۰۸ (۱) ماڻهو، جن ۾ ست سيد هئا ۽ ڪيترا عالم، حافظ،

(۱) ”تذڪره مخاديم کهڙه“ ۾ ۲۰۸ لکيل آهي، مگر مخدوم غلام محمد ٻگائيءَ پنهنجي سنڌيءَ ۾ ۳۲۲ بيان ڪيا آهن.

عابد ۽ زاهد هئا، سي مسجد شريف ۾ موجود رهيا. اتي ظهر جو وقت اچي ٿيو. مخدوم صاحب انهن کي هدايت ڪئي ته "نماز ادا ڪري سڀ قبلي شريف ڏانهن متوجهه ٿي مراقبي ۾ ويهي رهو: جڏهن توهان تي تلوارن جا وار ٿين ته صبر ۽ شڪر کان سواءِ پيو زبان مان ڪوبه لفظ نه ڪڍجو ۽ هٿ يا پير هرگز نه هلائجو، ڇاڪاڻ ته اسان هيءَ ذبح پنهنجي رضا خوشيءَ سان تسليم ڪئي آهي". ايتري ۾ مخدوم شهيد جي ڀاڻي مخدوم محمد عاقل، جو پڻ نهايت پرهيزگار ۽ ولي ڪامل هو (جنهن جو ذڪر ڪنهن ٻيءَ صحبت ۾ ڪنداسون)، تنهن عرض ڪيو ته "جيڪڏهن اجازت فرمايو ته الله کان پنهنجي انهيءَ زمين کي حضرت لوط جي قوم جي ڳوٺ وانگر اونڌو ڪري ڇڏيان، جنهن تي ظالمن جو لشڪر اچي منزل انداز ٿيو آهي! يا، پنهنجي هن ڪوزي مان ڪهڙن جي ڇوڏاري هڪ اهڙو درياهه وهايان، جنهن ۾ بيقياسن جي سڄي چل فرعون ۽ سندس لشڪر جي طرح غرق ٿي وڃي!" مگر، مخدوم صاحب فرمايو ته "ادا، اها طاقت اسان کي به آهي، مگر الله جي واٽ ۾ شهيد ٿيڻ جي دعا سالن جا سال الله پاڪ کان گهرندا رهيا آهيون، ۽ انهيءَ جي قبوليت جا آثار هن وقت ظاهر ٿيا آهن: هاڻ عين موقعي تي انهيءَ نعمت عظميٰ کان محروم رهڻ دل نٿي گهري: ڇو ته مولا جي واٽ ۾ سر ڏيئي سرها ٿيون- ۽ يقين اٿئون ته قربانيءَ جي عيوض اسان کي الله پاڪ جي دربار ۾ سرخروئي نصيب ٿيندي؛ جنهنڪري رسول الله جي امت جي ڪجهه حصي جي شفاعت به اسان جي هٿان ٿي سگهندي، ۽ اسان جي پوين کي پڻ گهٽي قدر برڪتون ۽ ثواب حاصل ٿيندو!" هن کان پوءِ رخصت لاءِ حرمسراءِ ڏانهن روانا ٿيا، ۽ اتي وڃي پنهنجن ننڍڙن ٻنهي فرزندن- مخدوم محمدي ۽ مخدوم احمدي کي سيني سان لائي، سندن لاءِ خير ۽ برڪت جي دعا گهريائون. پهرئين صاحبزادي جي عمر ٻه سال، ۽ ٻئي صاحبزادي جي عمر هڪ سال هئي. تنهن بعد گهر وارن کي گڏ ڪري، ڪين، ڪربلا جي واقعي ۾ اهل بيت ڪرام جو مثال ڏئي، صبر ۽ الاهي رضا تي راضي رهڻ جي نصيحت ڪيائون. آخرڪار، سڀني کي رب پاڪ جي سپرد ڪري ٻاڻ ٻاهر نڪري آيا؛ ۽ مسجد جي دروازي تي قبلي ڏانهن منهن ڪري وضو سارڻ لڳا، ته ايتري ۾ لشڪر جا ماڻهو به اچي سهڙيا ۽ مخدوم شهيد تي حملو آور ٿيا. مخدوم شهيد ان وقت هي لفظ پنهنجي زبان مبارڪ مان ڪڍيا: "بسم الله رضينا بقضاءِ الله"(١). تلوار جي ڌڪ لڳڻ سان، الله اڪبر جو نعرو هنيائون- سر مبارڪ بدن کان جدا ٿي ويو، ۽ سندن روح پرفتوح "اللهم الحقنا بالرفيق الاعلیٰ" (٢) پڙهندو، اعليٰ عليين ڏانهن پرواز ڪري ويو(٣).

---

(١) معنيٰ: اسين الله تعاليٰ جي قضا تي راضي آهيون. (٢) معنيٰ: اي منهنجا الله، اسان کي مٿاهين دوستن يعني ملائڪن سان ملاءِ. (٣) "تذڪره مخاديم ٺٽو" - مخدوم غلام محمد بگائيءَ وري هن طرح لکيو آهي:

"سالڪ پهرينءَ سيف سان ڇڄي طالب تڪبيرا، صاحب ثانيءَ سيف سان ڪيو شاڪر شڪرانا،
تان پوءِ نئين وار سان سورهيه ڏنو ساهه."

مسجد شريف جي دروازي تي، مخدوم صاحب جي شهيد ٿيڻ واريءَ جاءِ تي دڪي ٺاهي وئي، جا اڃا تائين (١٩٥٧ع) موجود آهي. ٻوءِ ظالم ڪاهي پيا مسجد ۾ اندر، ۽ مخدوم صاحب جي پاءُ مخدوم محمد عاقل عليه رحمة ۽ ٻين مسجد ۾ ويٺل مومنن کي مراقبي ۾ ويٺي ئي شهيد ڪيائون. ڪنهن مومن هٿ ڪونه هلايو، بلڪ صبر ۽ شڪر سان في سبيل الله سر صدقو ڪري، سورهيه وڃي سرها ٿيا.

"تذڪره" جو مصنف لکي ٿو ته ٽي ڏينهن لاشا مسجد ۾ پيا رهيا. ڪهڙن جي ڳوٺ ۾ اهڙو ڪو ماڻهو ڪونه بچيو، جو لاشا دفنائي- مگر ڪنهن لاشي مان بدبوءِ نه آئي. رات جو مخدوم شهيد، سر مبارڪ هٿ ۾ کڻي، شهيدن جي لاشن تي ڦيرو ٿي ڏنو. ٽين ڏينهن مخدوم شهيد جو يار غار، پير سيد موسيٰ شاهه، صاحبن جي لوءِ عرف گهوٽڪيءَ کان آيو، ۽ اچي مخدوم پاڻن ۽ شهيدن جا لاشا دفن ڪرايائين.

"تذڪره مخاديم کهڙا" جي مصنف هڪ روايت حضرت مخدوم عبدالخالق کان آندي آهي ته انهن شهيدن مان هڪ سخت ٿڦيل آدمي علاج معالجي سان چڱو ڀلو ٿي پيو، مگر جيستائين زنده هو، پنهنجي هيٺين چپ کي چٻيندو رهيو- ايتريقدر جو سندس چپ مان خون جاري ٿي پوندو هو. جڏهن ڪانئس سبب پڇيو ويو، تڏهن نهايت حسرت ۽ ارمان سان قسم کڻي ڳالهه ڪيائين ته "جڏهن مان سخت ٿڦجي، بلڪل بيهوش، شهيدن جي لاشن ۾ پيو هوس، ته ڇا ٿو ڏسان ته نهايت حسين ۽ جميل حورون شراباً طهورا جا پيالا ڀَري کڻي آيون، ۽ اچي شهيدن کي پياريائون. هڪ حور پيالو کڻي منهنجي مٿان به اچي بيٺي،- ۽ جيئن پيالو چپ تي رکي مون کي پيارڻ تي هئي، ته مٿانئن جيڪو نگران ملڪ هو، تنهن کيس هڪل ڪري چيو ته 'خبردار! هي آدمي اڃا حيات آهي- انهيءَ کي هن پيالي پيارڻ جو حڪم نه آهي!' مگر...... هڪ قطرو انهيءَ شراب جو منهنجي هيٺين چپ تي اچي ڪريو، جنهن جي لذت اڄ تائين مون کي انهيءَ چپ مان اچي رهي آهي، ۽ مان چپ جي چٻڻ ۽ چپاڙڻ کان پاڻ کي روڪي نٿو سگهان!"

مسجد ۾ مخدومن ۽ مومنن کي شهيد ڪرڻ بعد، ظالمن، مخدوم جي نسل ۽ بنياد کي ختم ڪرڻ جي ارادي سان، مخدوم جي حويليءَ ڏانهن رخ رکيو: پر اڪياري سيدن مان سيّد پيرو شاهه، جو پنهنجي وقت جو ڪامل بزرگ ۽ صحيح النسب سيد هو، سو پنهنجي اولاد سميت اچي حويليءَ جي دروازي تي ٿي بيٺو، ۽ ظالمن جي لشڪر کي چيائين ته "توهان جي گمان ۾ جيڪي ڏوهي هئا، سي قتل ٿي چڪا: هنن معصومن ڪوبه ڏوهه نه ڪيو آهي: جيستائين اسان جي سِريءَ ۾ ساهه آهي، تيستائين توهان کي اندر هرگز هرگز نه وڃڻ ڏينداسون!" جنهن تي ظالم توقف ۾ اچي ويا، ۽ اندر پير نه رکيائون.

مخدوم صاحب جي ٽنهي صاحبزادن مان وڏي صاحبزادي مخدوم محمديءَ کي، جنهن جي عمر ٻه سال هئي، شهر جي وڏيري ميان ٺاري خان سهتي وڃي پاڻ وٽ لڪايو: ۽ پٽي

مبان احمديءَ کي، جنهن جي عمر هڪ سال هئي، مائي گلي نالي حجامڻ کپڙن ۾ لڪائي پنهنجي گهر ڏانهن کڻي ني ويئي، ته وات تي ڪيس فساد بن وجي پکڙيو ۽ چوڻ لڳا ته "تون مخدوم جو نينگر پاڻ سان کڻي ني وڃين!" جنهن تي مائيءَ پنهنجي نياڻي ڪلهي ڏني، جنهن کي انهن ناترسن قتل ڪري ڇڏيو. انهيءَ ڪارگذاريءَ ڪان پوءِ، مخدوم صاحب جي سڀني خليفن ۽ متعلقين - جهڙوڪ خليفو رحم الله، خواجه ۽ خليفو عباداللهبانگو، وغيره - جي گهرن ۾ ڪاهي پيا ۽ سڀني جا گهر ڦري لٽي ويران ڪري سڀ مال کڻي ويا.

هن واقعي ڪان پوءِ ميان نورمحمد جي دربار جا ٻه مکيه امير، ڏوتي ۽ انگرکو ٻهري، پيشانيءَ تي تلڪ لڳائي، ميان نورمحمد جي دربار ۾ ويا، ۽ سلام جي بدران وچي 'رام رام' چيائون. ميان ڏاڍو ڪاوڙيو ۽ چيائين ته "ڇا (نعوذ بالله) توهان مون کي ڪافر ٿا ڄاڻو، جو اهو طريقو اختيار ڪيو اٿوَ؟" ٻنهي بلڪل بيپرواهيءَ سان پنهنجي سر تان آسرو کڻي جواب ڏنو ته "اي ميان صاحب! توهان شرع جي تنبُ کي ڪهي ڇڏيو - اج اسين 'رام رام' نه چئون ته ٻيو ڇا چئون؟" هن ڳالهه کان ميان صاحب ڏاڍو متاثر ٿيو، ته مٿان وري مخدوم غلام محمد بگائي، جو ٻڻ مخدوم صاحب جو همعصر ۽ ولي ڪامل، مداح رسول الله صلي الله عليه وسلم جو هو، تنهن شهادت جو سچو قصو آزاد نظم (Blank verse) ۾ ٺاهي تيار ڪري، ان جي آخر ۾ ميان نورمحمد کي سخت ڦٽ جٽ لکي، جمعي ڏينهن وچي ميان جي مسجد ۾ سندس روبرو پڙهيو. جنهن کان ميان ڏاڍو پشيمان ٿيو، ۽ ارمان ڪاڏائين - مگر تير اڳ ۾ ئي ڇُٽي چڪو هو، تنهن کي موٽائڻ سندس وس کان ٻاهر هو.

هت مناسب ٿيندو ته مخدوم غلام محمد بگائيءَ جي سنڌيءَ مان انهيءَ حصي جا ڪي اقتباس نقل ڪريون، جن ۾ ميان نورمحمد کي خطاب ٿيل آهي. "تذڪره" وارو لکي ٿو ته مخدوم غلام محمد هيءُ نظم حضور اڪرم صلي الله عليه وسلم جي اشاري تي لکيو هو.

ناحق بيدينيءَ ڪيئي نُورو نا وجها، — خطا جو خون سٺي تان ڪر تحقيقا.
جي هوند مارائيين حق تي ڪذريو گواها، — ته ٻڻ مارينڌ ماراءِ تون ڪڍي، ڪتابا.
ان النفس بالنفس ڪاريو قصاصا، — ٻه سا ۽ ٻاويه ڪيئن مومن مارياءِ.
خائن هڪڙي خون ۾ اڇي مت موڙهيا، — جيئن هاچو ڪن هڪوا، ڏجن پاڻ پيا.
سي ماوا ئي سڪي وڃن، ٿين پينگ پونڪا، — جي قاضيءِ قريشيءَ سان هوءِ تعصب تپت تاءِ.
ته چوڪيائين دين جي رونق روءِ جاءِ، — ته مارائي مخدوم کي پنهنجي ڳالهه پڄاءِ؟
ڇا ڪي غازي غربا مومن مارياءِ، — ثابت شرع جنهن تي ڪاريو قصاصا؟
انهيءَ عيوض ۾ اهو ڪوئي هوند ڪهاءِ، — "ولاتزو وازرة وزراخريٰ" ٻير پرجهي پاءِ.
چٽ چنئي ترهو ڏنئي پيڙي پوڙاياءِ، — شال نه هوند ين سرخرو، ڪوڙهيا ڪان پيا!
پارون پيغمبر پاڪ جي اويالا ايذاءِ، — شافيءِ جي شرع ۾ جيڏي جاڙ ڪياءِ.

ويني حڪومت هٿ مان، پاپي، پٽ مرنداءِ، ڌنين ڏاءِ نہ رب جي سو ربا سچ ڪياءِ.

آبرو اسلام جي ڪوڙهيا ڪوهہ ڪڍياءِ، هٿل حاوبلي چڙهيئي، سچي ٿيئي سزاءِ!

ٺوروٺ! هٿئون نڪري ڀِڀلا ڳالهہ وياءِ، جي ٿي شمع شرع جا پربا، سي ڪيئن اجهاياءِ!

مشعل مومنن جا قاضي ڪوهہ ڪٺاءِ، ڪاتي پوندءِ ڦهر جي، پٽيا ڪا پرندياءِ!

جوڙي ڪيئي جهان ۾، آڏي سا ايندياءِ، اڄي ڪڙڪي ڦهر جا گهوڙا گهر پوندياءِ!

هيڏي ڦر نہ ڦبندءِ، جي پيلارا پاڻياءِ، سارو مگر ظلم جي ڀارڻ ڀارياءِ.

ظالم! زور زبان سان سنڌ ساري سڪاياءِ، اصفهان ۽ ايران جا گهوڙا گهر ايندءِ!

سگها زنجير ظلم جا ڳٽ ڳانا ڳل پوندياءِ، اڄ يا سڀاڻي مرندين پاپي ڏ ينهن پناءِ!

شاد بون شڪرانا ڪيو، ڪيو خير خداءِ، ماريو مفسد، مومنو! ويهو جوڙي جاءِ بجاءِ.

چوي غلام محمدي تـالي غـلاما، ويندا سي ايمان سان جي ڪلمو چون سدا.

مخدوم عبدالرحمان جي شهادت جو واقعو سن ١١٣٥ هجريءَ ۾ ٿيو.

هٿي هٿي ستون سند قتاد — بـــل احـــيـــاء

عند ربهم يرزقون فرحين — كـانــوا غـــازيـــن

در مسجد قـتـل شـد — شمع هديٰ ڪشتہ شد

مٿين جملن مان اهو سن نڪري ٿو.



حڪيم شمس الدين

# مرحوم مولوي قاضي حاجي محمد عثمان*

ميان مولوي حاجي محمد عثمان، بن مولانا محمد شريف، بن حافظ محمد صادق، انصار خاندان مان هو. ميان محمد عثمان جا وڏا حجاز مان سنڌ ۾ آيل هئا. اڄ ڏينهن تائين هن خاندان جا گهڻا افراد حجاز ۾ موجود آهن.

ميان صاحب جو وڏو ڀاءُ مولانا حبيب الله نوشهري فيروز مان هجرت ڪري مڪي شريف وڃي رهيو، ۽ ساڻس گڏ ميان صاحب به هجرت ڪئي، جنهن جي عمر ان وقت ٩-١٠ سال کن مس هئي. پوءِ اتان پاڻ يمن ۾ وڃي حضرت علامہ شوڪاني جا شاگرد ٿيا، ۽ بلاواسطہ سندن تلامذت جو شرف حاصل ڪيائون.

تڪميل تعليم کان پوءِ، پاڻ ٢٤ ورهين جي عمر ۾ سنڌ ڏانهن واپس آيا، ۽ هتي اچي متاهل زندگي اختيار ڪيائون. نوشهري فيروز کان هڪ ميل اوڀر طرف، ”ڪاهي راهو“ جي ڳوٺ ۾ سڪونت پذير ٿيا، جتي پاڻ تعليم جو سلسلو جاري رکيائون ۽ ان سان گڏ معاش ۽ روزگار لاءِ اناج جو واپار ڪندا رهيا.

انهيءَ وقت سنڌ ۾ پير صاحب پاڳاري ۽ مير علي مراد خان جا ٻئي خاندان ڏاڍا علم دوست خاندان هئا-ساڻن سندن چڱا گهرا تعلقات رهيا. خصوصاً، پير صاحب پاڳارا ديني نقطہ نظر کان روشن خيال، ۽ سياسي نقطہ نظر کان آزاديءَ جا علمبردار هئا؛ انهيءَ ڪري سندن آزاديءَ جي منصوبن ۽ تحريڪن کان مولوي حاجي محمد عثمان ڪافي متاثر هو. اڳ ۾ ئي حضرت سيد احمد ۽ مولانا محمد اسماعيل سکن خلاف اعلان جهاد بلند ڪيو هو، ۽ سنڌ مان پير پاڳاري صاحب انهيءَ تحريڪ جي پوريءَ طرح مدد ڪئي. سکن سان لڙائي هلندي، پير صاحب پاڳاري طرفان جيڪي مجاهدن جا دستا مدد لاءِ ٿي ويا، انهن مان هڪ دستي ۾ ميان حاجي محمد عثمان صاحب پڻ شامل هو. سنڌي مجاهدن جي هن دستي کي منزل مقصود تي پهچندي معلوم ٿيو ته حريت ۽ آزاديءَ جا علمبردار سيد احمد ۽ مولانا اسماعيل-ٻئي ”بالاڪوٽ“ ۾ شهيد ٿي ويا ۽ مجاهدن جي فوج منتشر ٿي وئي. انهيءَ تي سنڌ واري هن دستي جا

---

* هن سوانح جو مواد جناب حڪيم شمس الدين صاحب پنهنجي حافظي مان لکايو، ۽ حافظ محمد صاحب، اسسٽنٽ لئبررين سنڌ يونيورسٽي، قلمبند ڪيو، جنهن کي ڪن اضافن سان شايع ڪيو وڃي ٿو. -مرتب

جملي سپاهي واپس موٽيا. ميان صاحب انهيءَ جهاد ۾ شامل ٿيڻ لاءِ جيڪي پاڻ سان هٿيار کڻي ويو هو، انهن مان هڪ تلوار ۽ هڪ خنجر اڃا تائين سندن خاندان ۾ بطور يادگار موجود آهن.

ڪلهوڙن جي دور حڪومت ۾ سندن وڏن کي جاگير مليل هئي، جا نوشهري فيروز ۽ ناروشاهه جي وچ ڌاري "مولهڻ" ڳوٺ جي آسپاس هئي. پر، جڏهن ته پاڻ ننڍيءَ عمر ۾ وطن کي خيرباد چئي مڪي مڪرمه هجرت ڪري هليا ويا ۽ پويان خاندان جو ڪو پيو ماڻهو سنڀال لاءِ نه هو، تنهنڪري اها جاگير ضايع ٿي ويئي-انهيءَ ڪري ئي پاڻ وطن ورڻ بعد تجارت جو سلسلو شروع ڪيائون.

نوشهري فيروز جا قاضي خاندان، سندن تعليمي حلقي ۾ داخل ٿيا. قاضي محمد عالم، قاضي محمد اڪرم، قاضي محمد فاضل ۽ حافظ جان محمد نوشهراڻي سندن خاص شاگردن مان هئا. سنڌ ۾ سندن ٻيا به گهڻا شاگرد هئا. بالآخر پنهنجي شاگردن-نوشهراڻي قاضين-جي مجبور ڪرڻ تي پاڻ نوشهري فيروز ۾ اچي رهيا، ۽ باقي زندگيءَ جو وقت نوشهري ۾ ئي گذاريائون. تقريباً ١٨٧٥ع ڌاري وڏيءَ عمر ۾ وفات ڪيائون، ۽ نوشهري فيروز ۾ "ميان عبدڙ"* جي قبرستان ۾ مدفون ٿيا.

وفات وقت پنج پٽ ڇڏيائون-مولانا عبدالڪريم ۽ مولانا عبدالحميد هڪ گهر مان، حافظ عبدالله ٻئي گهر مان، ۽ ٽئي گهر مان قاضي عبيدالله ۽ قاضي عبدالواحد. وفات وقت قاضي عبيدالله جي عمر ننڍ-ڏهه سال هئي ۽ عبدالواحد جي اڍائي سال، انهيءَ ڪري هي ٻئي عربي تعليم حاصل نه ڪري سگهيا؛ باقي مولانا عبدالڪريم ۽ عبدالحميد وقت جا نهايت زبردست عالم ٿي گذريا آهن. موجوده مولانا عبدالڪريم پنهنجي والد مولانا محمد عثمان وٽ پڙهيو؛ ڪجهه وقت شايد مولانا عبدالقادر پنهواري واري وٽ به پڙهيو. نهايت ذهين ۽ قوي الحافظه هو. پاڻ هڪ وڏو ڪتبخانو به جمع ڪيائين. سندن ڪيترائي شاگرد سڄيءَ سنڌ ۾ ٿيا. تقريباً ١٩٠٥ع ڌاري پنهنجي سڪونت واري شهر ناروشاهه ۾ وفات ڪيائين، ۽ نئون لڪي واهه جي الهندي ڪناري واري مشهور مقام ۾ مدفون ٿيو. مولانا عبدالحميد به وڏو عالم هو. حاجي محمد عيسيٰ وٽ پڙهيو هو، ۽ ناروشاهه کان اولهه "مچڪ" طرف وفات ڪيائين. مولانا عبدالڪريم توڙي مولانا عبدالحميد-ٻنهي بزرگن شادي نه ڪئي، تنهنڪري بي اولاد گذاري ويا. مولانا عبدالڪريم، وفات وقت، شرعي هدايتن موجب، ڪتبخاني جو ٽيو حصو پنهنجي هڪ سيد شاگرد خوش محمد شاهه بن سيد امام بخش شاهه ناروشاهيءَ جي سپرد ڪري ويا. باقي ٻه حصا سندن ٻن ننڍن ڀائرن، قاضي عبيدالله ۽ قاضي عبدالواحد، کي ورهاست ۾ آيا.

---

*ميان عبدالرحمان، عرف "ميان عبدڙ"، نوشهري فيروز جي پيرزادن صاحبن (پير قربان علي صاحب وارا) جو وڏو هو. نوشهري فيروز جي اسٽيشن کان اوڀر طرف، سندس نالي سان مشهور قبرستان اڄ تائين موجود آهي.

قاضي عبيدالله (وفات ١٩٣٩ع) کي چار فرزند هئا: تن مان ٻن وڏن، ميان عبدالحڪيم ۽ ميان نورالدين، کي انگريزي پڙهائڻ لاءِ سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي ۾ داخل ڪيائون: ٽئين نمبر فرزند حڪيم شمس الدين کي عربي پڙهڻ لاءِ وهاريائون. اهو علمي خزانو (ڪتبخانو) ئي هو، جنهن کي ڪارآمد ڪرڻ لاءِ حڪيم شمس الدين کي عربي تعليم حاصل ڪرڻي پئي. انهيءَ ڪتبخاني مان ڪيس مليل حصي وارا ڪتاب، هينئر حڪيم صاحب جن سنڌ يونيورسٽيءَ جي لئبرريءَ کي هديہ طور ڏنا آهن. حڪيم صاحب جن عربيءَ کان فارغ التحصيل ٿيڻ بعد دهليءَ وڃي اتي جي طبيه ڪاليج مان طبي سند حاصل ڪئي. هاڻ هن وقت حيدرآباد سنڌ ۾ سڪونت پذير آهن، ۽ حڪمت ۽ طبابت ۾ سنڌ اندر چوٽيءَ جو درجو رکن ٿا.

چوٿين نمبر فرزند، قاضي فضل الله، کي سنڌس پاءُ حڪيم شمس الدين صاحب انگريزي پڙهائي، جو اڄڪلهه مغربي پاڪستان گورنمينٽ طرفان آبپاشي وزير آهي. مولانا محمد عثمان صاحب جي ڏوهٽن مان قاضي عبدالرحمان زنده آهي، جو حيدرآباد ۾ رهي ٿو؛ ۽ سنڌس پٽ قاضي عبدالمنان لاڙڪاڻي رهي ٿو، جو ڪنهن وقت سنڌ جو وزير رهي چڪو آهي.

سنڌ ۾ سڀ کان اول توحيد جي اشاعت مولانا حاجي محمد عثمان ئي ڪئي. وقت جي ڪن عالمن جي سائن انهيءَ مجاهدانہ سرفروشيءَ ۽ توحيد جي عَلم جي بلنديءَ ڪري علمي نوڪ جهوڪ پئي رهي. سندن تصنيف ٿيل ڪي تحريرون ۽ رسالا هئا، پر زماني جي دستبرد سبب ضايع ٿي ويا.

---

(١) سرورق ڪتاب ”رسائل امام ابن تيميه“ (ڏسو نمبر ٣) جنهن جي مٿان قاضي حاجي محمد عثمان ۽ سندس فرزند مولوي عبدالڪريم جون هٿ اکيل تحريرون موجود آهن.

هذا الكتاب موقوف ... الفقير إلى الله ...

الكلام على آيات أشكلت حتى لا يوجد لأهل التفسير فيها نص ...

قاعدة في ...

جواب سؤال في القدر ...

(٢) ڪتاب رسائل امام ابن تيميه جو هڪ نهايت قيمتي قلمي نسخو، جو علي ابن الشيخ محمد ابن عبدالوهاب جي ملڪيت رهي چڪو آهي، ۽ جو پوءِ قاضي حاجي محمد عثمان سنڌي ۽ آندو ۽ هينئر حڪيم شمس الدين صاحب سنڌ يونيورسٽي لئبرريءَ کي عطيه طور ڏنو آهي.

ملكه من فضل ربه الكريم الوهاب علي ابن الشيخ محمد ابن عبد الوهاب

بسم الله الرحمن الرحيم

لشيخ الإسلام ابن تيمية رحمه الله في تفسير آيات أشكلت حتى لا يوجد ...

(٣) قلمي نسخو ڪتاب ”اغاثة اللهفان“ جنهن جي سرورق تي قاضي حاجي محمد عثمان جي هٿ اکيل تحرير ۽ هيٺان دستخط موجود آهن.

إغاثة اللهفان

هذا الكتاب موقوف ... الفقير عثمان السندي ...

عبدالرؤف ڪنڊوي

# مرحوم مولانا نورمحمد شهداد ڪوٽي

مولانا نورمحمد صاحب جي ولادت شهر ڪنڊي، علائقي ڀاڳناڙي، رياست قلات بلوچستان ۾ ٿي. سندس ولادت جي تاريخ معلوم نه آهي. پاڻ تحصيل علم پنهنجي ڳوٺ ڪنڊي ۾ مولانا عبدالحليم صاحب جي درسگاهه ۾ ڪيائون. تحصيل علم کان پوءِ، سندن پهريون وقت پنهنجي ڳوٺ ۾ عربي تعليم ڏيڻ ۾ گذريو. عمر جو پويون وقت، خان قلات (خان خداداد خان) جا قاضي ٿيا. باقي عرصو اتان لڏي، سرائي پيربخش کهاوڙ جي اصرار تي، اچي شهر شهداد ڪوٽ ۾ رهيا، جتي اچي درسگاهه کوليائون، ۽ ونن سنڌ ۽ بلوچستان جا تشنگان علم اچي علمي فيض حاصل ڪندا رهيا. ان ئي درسگاهه مان قدوة العارفين، زبدة السالڪين، حضرت مولانا غلام صديق عليه رحمة (سندن ننڍا صاحبزادا) گوهر شهوار پيدا ٿيا، ۽ ٻيا ڪيترائي صاحب دستار بنديءَ کان سرفراز ٿيا، جن مان چند نالا سنڌ جي معروف علماءِ ڪرام جا هيٺ ڏجن ٿا:

١- مولانا مخدوم محمد قريشي صاحب، ڳوٺ پير، ڊويزن قنبر، ضلعو لاڙڪاڻو؛
٢- مولانا نورمحمد صاحب ڀٽي، ميرپور بي بي، علائقو ڀاڳناڙي؛
٣- مولانا حاجي احمد صاحب بوهڙ، ڳوٺ بوهڙ، تعلقو قنبر، ضلعو لاڙڪاڻو؛
٤- مولانا گل محمد صاحب شهدادڪوٽي (سندن وڏو صاحبزادو)؛
٥- مولانا ميان غلام صديق صاحب (سندن ننڍو صاحبزادو)، جنهن جي درگاهه شريف شهداد ڪوٽ ۾ آهي؛
٦- حضرت سيد پيربخش شاهه حڪيم پير ڳوٺ راشدي (نئون ديرو، ضلعو لاڙڪاڻو)؛
٧- مولانا حاجي احمد صاحب "حلوي"، شهر ملان ابڙو، ضلعو لاڙڪاڻو؛
٨- مولانا محمد حسن صاحب، شهر جوهي، ضلعو دادو؛
٩- مولانا، مجاهد اسلام، حاجي تاج محمد شاهه عليه الرحمة، امروٽ شريف؛
١٠- مولانا مولوي محمد هاشم صاحب، ڳڙهي ياسين، ضلعو سکر؛ وغيره.

سندن همعصر علماءِ عظام مان، جناب حضرت مولانا عبدالرحمان صاحب (سکر) ۽ جناب فيض مآب حضرت مولانا محمد يعقوب صاحب "همايوني" (سکر) جا نالا قابل ذڪر آهن، جن سان سندن ڪافي تعلق ۽ لاڳاپو هو.

سندن طريقت جو سلسلو قادري، جناب حضرت ميان محمد حسن صاحب ڪنباري رحه (تحصيل لهڙي، رياست قلات) سان وابسته هو.

پاڻ ١٢ ذوالحج ١٢٩٦ هجري تي، نوي ورهين جي ڄمار ۾، وفات ڪيائون ۽ شهر شهداد ڪوٽ ۾ - جتي هينئر سندس صاحبزادي ميان غلام صديق رحمة الله عليه جن جي درگاهه فيض آثار آهي - دفن ٿيا.

سندن ڪا خاص تصنيف ۽ تاليف ڪانه آهي، مگر سندس ڪتبخاني جي سڀني عربي درسي ڪتابن تي قلمي حاشيا لکيل آهن، جي نهايت قيمتي آهن. سندن زبان يا ٻولي سنڌي ۽ سرائڪي هئي.

منظور احمد حليمي

# مولانا گل محمد مرحوم شهداد ڪوٽي

مولانا الحاج ميان گل محمد صاحب، علامہ مولانا نور محمد صاحب شهدادڪوٽيءَ جا وڏا فرزند هئا. ٢١ رجب ١٢٤٠ هجريءَ ۾، شهر ڪنڊو، تحصيل ٻاڳ، رياست قلات ۾ تولد ٿيا. علامہ ميان گل محمد صاحب ڪجهہ تعليم ڪنڊي (بلوچستان)، ۽ ڪجهہ شهدادڪوٽ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ حاصل ڪئي. سمورو علم پنهنجي والد مولانا نور محمد صاحب کان حاصل ڪيائون. آخر، تعليم ڏيڻ جي غرض سان، پنهنجي والد بزرگوار سان گڏ، بلوچستان مان هجرت ڪري، شهدادڪوٽ سنڌ ۾ اچي رهيا. سندن ڏاڏاڻن ۾ مشهور بزرگ علامہ عبدالعليم ڪنڊائي عليہ الرحمة هو، جنهن جي مزار شريف روهڙي ضلعي سکر جي لڳ ٽڪريءَ تي زيارتگاهہ خلائق آهي.

علامہ ميان گل محمد صاحب مرحوم ٻاويهن سالن جي عمر ۾ فارغ التحصيل ٿيا، ۽ سرائي پيربخش صاحب کهاوڙ جي اصرار ۽ طلب موجب شهداد ڪوٽ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ اچي رهيا.

مولانا گل محمد صاحب مرحوم کان ڪيترائي شاگرد تعليم حاصل ڪري فارغ التحصيل ٿيا، جن مان سندن ننڍو ڀاءُ مولانا غلام صديق صاحب شهداد ڪوٽي، مولانا قاضي داد محمد صاحب (مڪران)، مولانا عبدالحڪيم صاحب افغان (ساڪن ڪابل)، ۽ مولانا محمد حسين صاحب حيدرآبادي ڪافي مشهور آهن. سندن همعصرن ۾ مولانا عبدالغفور صاحب همايوني، مولانا محمد هاشم صاحب گهوڙهي ياسيني، ۽ مولانا عبدالرحمان صاحب سکرائيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.

مولانا جي طريقت جو سلسلو قادريہ هو. پاڻ عمدة العارفين مولانا ميان غلام حيدر صاحب قادري ڪنباري (تحصيل لهڙي، رياست قلات) واري جا مريد هئا. سندن سلسلو مخدوم محمد صديق مهيسر (تعلقو کهوڙڪي) سان ملحق آهي، جنهن جو سلسلو حضرت سلطان العارفين باهو عليہ رحمة سان ملي ٿو.

علامہ گل محمد صاحب مرحوم ڪرامت وارا بزرگ هئا. حاجي سائينداد مستوئي بلوچ ابتدا ۾ سندن سخت مخالف هو. هو اهل علم کان ٻري ڀڄندو هو. هڪ دفعي علامہ صاحب جي هڪ مريد اچي کين عرض ڪيو تہ "سائينداد خان مستوئي منهنجا سؤ رپيا ڪائي ويو آهي، سي مون کي ورني ڏيو". ميان صاحب ٿي دفعا سائينداد کي ماڻهو موڪلي گهرائڻ جي

ڪوشش ڪئي، مگر هن ٽي ٽي دفعا چوائي موڪليو تہ ”آءٌ مُلي وٽ هرگز نہ ويندس!“ ان تي ميان صاحب چوٿون دفعو چوائي موڪليس تہ ”هن مُلي جي در تي تنهنجون جتيون ضرور کسنديون!“ ٿيو بہ ائين - سائينداد اڌ رات جو سرديءَ ۾ دروازي تي حاضر ٿي ميان صاحب مرحوم کان معافي ورتي، ۽ پڇاڙيءَ تائين حضرت علامہ جو سچو مريد ٿي رهيو. مرڻ وقت اولاد کي وصيت ڪيائين تہ انهيءَ درگاهہ کي نہ ڇڏجو، ۽ بزرگن جي عرس جي خيرات ثواب خاطر ڪندا رهجو.

علامہ صاحب مرحوم ٢٧ ذوالحج ١٣٠٦هہ ۾ وفات ڪئي. شهر شهدادڪوٽ ۾ پنهنجي درگاهہ ۽ مدرسي جي حاطي اندر مدفون آهن. مرحوم حج جي سفر ۽ حرمين شريفين جي زيارت کان بہ مشرف هئا.

مولوي محمد ابراهيم صاحب گڙهي ياسين وارو، مولانا گل محمد صاحب جو شاگرد آهي ۽ وٽس مولانا مرحوم جي ملفوظات ۽ ٻيو قلمي ذخيرو موجود آهي. مولانا مرحوم فارسيءَ جا شاعر هئا. اسان کي سندن ٻہ مصراعون هڪ رباعيءَ جون، جيڪا امير خسرو دهلويءَ جي رباعيءَ جي پران جوڙي هئائون، مليون آهن، جي هيٺ ڏجن ٿيون:

امير خسرو: بيڪارم در ڪنارم چون مد بحساب اندر،
خاموش بگفتارم چون خط بڪتاب اندر،
پابستہ برفتارم چون پا برڪاب اندر،
در خانہ ببازارم چون شخص بخواب اندر.

مولوي گل محمد: مي سازم، مي سوزم، چون خون بڪباب اندر،
مي گريم مي خندم چون برق سحاب اندر.

حافظ محمد احسن

# مولانا محمد حسن قريشي مرحوم حيدرآبادي

تيرهين صديءَ ۾، درويش صفت، بزرگ صورت، بحر علم، چشمهء فيض، مرد كامل، فاضل، عالم، حضرت مولانا مولوي ميان محمد حسن صاحب جن جي هستي سرزمين سنڌ تي فخر جو باعث هئي. سندن والد جو نالو مولوي حاجي محمد، ۽ سندن ڏاڏي جو نالو محمد حسن هو. خدا جي فضل سان پشت بپشت عالم، كامل ۽ فياض ٿيندا آيا آهن. سندن خاندان قريشي صديقي هو. سندن ولادت جو هنڌ نوشهرو فيروز ضلعو نوابشاهه هو.

سندن والد ماجد ۽ چاچو بزرگ محمد صالح كامل ولي الله انگريزن جي شروعاتي دور حكومت ۾ هجرت كري اچي ڳوٺ كنڊي تعلقي دادو ۾ سكونت پذير ٿيا، ۽ اتي ئي سندن درگاهه آهي. بزرگ صاحب نير جي پوک كندا هئا. محمد حسن صاحب به انهيءَ كم ۾ مدد كرائيندو هون. تعليم جي لائق ٿيڻ تي، پنهنجي والد مولانا حاجي محمد صاحب وٽ تعليم وٺڻ لڳا. ٿوري عرصي كان پوءِ، سندن والد شهداد كوٽ ۾ استاد العلماء مولانا مولوي نورمحمد صاحب جي درس ۾ داخل كراين. شهداد كوٽ ان وقت ديني تدريس ۾ مشهور هو. مولانا نورمحمد صاحب جن زبردست ۽ جيد عالم هئا. مولانا محمد حسن صاحب جن ديني علم جي تحصيل كري، پوءِ روحاني تعليم به پنهنجي استاد وٽ وٺڻ لڳا. آخر ظاهري باطني علمن ۾ كماليت حاصل كري، استاد جي اجازت سان، اچي پنهنجي ڳوٺ كنڊي ۾ درس كوليائون. ٿوري وقت بعد ڳوٺ بقاپور تعلقي لاڙكاڻي جي معزز زميندار ميان نورمحمد شاهه پنهنجي ڳوٺ ۾ مدرسو جاري كري كين دعوت ڏيئي اچي مدرس مقرر كيو.

رفتي رفتي، مولانا محمد حسن صاحب جن جي علميت جي سڄيءَ سنڌ ۾ ناموس ٿي ويئي. ان زماني ۾ حضرت خواجه عبدالرحمان صاحب سرهندي ۽ قاضي فيض محمد ساكن "ٽنڊا" (تعلقو سيوهڻ)، جو حيدرآباد ۾ ڊپٽي كليڪٽر هو – انهن ٻنهي صاحبن جي مشوري سان حيدرآباد شهر جي مائي خيريءَ واري مسجد شريف ۾ ديني مدرسو جاري كيو ويو، جنهن ۾ مولانا محمد حسن صاحب جن كي مدرس مقرر كيو ويو. اتي سڄي زندگي تعليم ۽ تدريس جو كم كندا رهيا، ۽ سوين ماڻهو سندن علم جي درياهه مان سيراب ٿيا، جن مان هيٺيان صاحب جيد عالم ۽ مشهور ٿيا: الحاج مخدوم حافظ مولانا مولوي غلام محمد صاحب ملكاڻي (هي

صاحب وڏو عالم، فاضل، فياض، مجدد زماني جو ٿيو. هن صاحب ١٣٠٢ هجريءَ ۾ دستار بندي ڪئي هئي)، مولانا حاجي محمد صادق صاحب ٽڙڙي محبت وارو (سنڌ جي مشهور واعظ الاسلام مولانا محمد سليمان صاحب جو استاد)، مولوي خليفو عبداللطيف صاحب هالائي، مولوي ميان شاهه محمد صاحب مجاور هالائي، مولوي عبداللطيف صاحب حيدرآبادي، سيد فاضل شاهه صاحب حيدرآبادي، ۽ مولوي ميان حسن الله صاحب پاٽائي.

سندن همعصر ميان عطاءَ الله صاحب فيروزشاهي، مولوي غلام صديق صاحب ۽ مولوي ميان گل محمد صاحب (سندن استاد زادا) هئا.

مولانا محمد حسن صاحب جن جي ولادت جي تاريخ يقيني طور معلوم نه آهي؛ مگر وفات وقت سندن عمر ٦٠ ورهيه هئي، ۽ سندن وفات ١٣٠٩هه ۾ ٿي: انهيءَ حساب سان سندن پيدائشي سال ١٢٤٩هه ٿيندو. سندن فرزند، قاضي حاجي محمد جي نالي نامي اسم گرامي سان، درويش صفت ۽ صاحب علم، ٥٧ ورهين عمر جو، حال حيات آهي، جو هاڻ دادوءَ ۾ سڪونت پذير آهي.

ڀاڻ ٻجاڙيءَ جو زمانو ساڻي خيريءَ واري مسجد جي مدرسي سان ڇڏي وڃي "ڪانگن ڪاڏي"* ڀاڙي جي مسجد ۾ مدرسو جاري ڪيائون، ۽ آخر سن ١٣٠٩هه ۾ دارفاني سان لڏي دار بقا ڏانهن راهي ٿيا، ۽ اتي ئي سيٺين جي مقام ۾ مدفون ٿيا.

---

*موجوده تلاءَ نمبر ٢ ۽ ٣ واري ايراضيءَ ڏي "ڪانگن ڪاڏي" (ڍنڍ) سڏبا هئا.

# مرحوم مولانا حافظ اسدالله شاهه ٽکڙائي

سيد حڪيم حاجي حافظ قاضي اسدالله شاهه "فدا"، ولد سيد الهه بخش شاهه، تاريخ ۱۵ شعبان المعظم ۱۲۸۵ھ جي متبرڪ ڏينهن اڳينءَ ٽکڙ ۾ ڄائو. ٽکڙ جي ٿورين شخصن مان جن سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ شهرت حاصل ڪئي، اسدالله شاهه به هڪ هو.

تعليم و تربيت. سندس پهريون استاد حافظ يوسف هو، جنهن وٽ سنڌي پارسي ۽ فقه پڙهڻ بعد، صرف نون مهينن جي قليل عرصي ۾ قرآن شريف حفظ ڪيائين. حضرت صاحب جن جي مريد هئڻ سان گڏوگڏ ونن مڪتوبات شريف امام رباني مجدد الف ثاني ۽ مڪتوبات خواجه محمد معصوم عروة الوثقيٰ به پڙهڻ شروع ڪيائين. اتان فارغ ٿي، حيدرآباد ۾ مولوي محمد حسن وٽ عربي پڙهڻ لاءِ ويو، جتان تحصيل يافته ٿي نڪتو. مگر، شاهه صاحب کي اڃا به علم لاءِ گهڻي اُڃ هئي، ۽ علم حديث پڙهڻ جو ارادو ڪيائين؛ پر جيئن ته سنڌ جا عالم انهيءَ فن ۾ ڪمزور هئا، انهيءَ ڪري مائٽن کي ٻڌائڻ سواءِ ديوبند هليو ويو- چو ته ڪيس خبر هئي ته مائٽ ايڏي دور دراز سفر جي اجازت نه ڏيندا. اتي پهچي، نهايت محنت ۽ جفاڪشيءَ سان پنهنجو سبق سمجهڻ ۽ ياد ڪرڻ لڳو. اتي جو مدرس شيخ الهند مولانا محمود الحسن ديوبندي، شاهه صاحب ڏانهن خاص توجهه ڏيندو رهيو.

هوڏانهن وري مائٽن مٿن کي سندس گم ٿيڻ پريشان ڪري وڌو هو: ڪين اها خبر ڪانه هئي ته ڪو هي مائيٽو پار ايترو پري وڃي نڪرندو! اٺن مهينن گذرڻ کان پوءِ، شاهه صاحب خود پنهنجي خيريت جو خط لکيو. مائٽن اڃا ڪيس ڳوٺ آڻڻ جو خيال ٻڌي ڪيو، تنهن کان اڳ سيد ميران محمد شاهه اول، جو سرهند شريف ويل هو، ڳوٺ وٺي آيس. طب ۾ سندس استاد ميران محمد شاهه اول هو.

ڳوٺ پهچڻ سان، شاهه صاحب هٽ هٽ تي رکي اڪيون پوني ويهي ڪين رهيو، مگر علم سان اڳي کان وڌيڪ دلچسپي رکيائين. سندس هڪ عاليشان ڪتبخانو هو، جنهن ۾ پنج ڇهه هزار ڪتاب هئا. جي سندس اولاد جي ڪم توجهيءَ ڪري اڌوهيءَ جي نذر ٿي ويا.

تحريڪ خلافت. هي اهو زمانو هو، جڏهين هند ۾ هر هندو ۽ مسلمان، انگريزن مان بيزار ٿي، پنهنجي گردن مان غلاميءَ جي طوق لاهڻ لاءِ جدوجهد آزادي اڳ ئي شروع.

ڪري ڏني هئي، ته وري انگريزن جي اسلامي ملڪن تي جارحانه حملن، هندستاني مسلمانن کي هيڪاري مشتعل ڪري وڌو، ۽ خلافتِ عثمانيه جي تائيد ۾ هندستان ۾ تحريڪِ خلافت عمل ۾ آئي. خلافتين ۽ ڪانگريسين گڏجي هڪڙي پليٽفارم تي ڪم ڪيو ۽ اهي جوش خروش ڏيکاريا، جو هندستان جي وائسراءِ لارڊ ريڊنگ جا وائيسرائي ٿري ويا ۽ حڪومت کي لکيائين ته جيڪڏهن ترڪن سان صلح نه ڪندا ته هندستان ۾ بلوو ٿي پوندو. انهيءَ ڪان پوءِ ئي انگريزن ترڪن سان "لوڪارنو" وارو عهد ڪيو.

سنڌ ۾ خلافت جو باني سيد اسد الله شاهه هو. سندس دل ۾ ملتِ اسلاميه جي محبت جي آها قنديل روشن هئي، جنهن ڪيس گهر ويهڻ نه ڏنو ۽ يڪدم تائيد خلافت ۾ آئي ڪڙو ٿيو. خوش قسمتيءَ سان ڪيس نورمحمد وڪيل، عبدالجبار وڪيل، شيخ عبدالمجيد، پير غلام مجدد سرهنديءَ وغيره جهڙا مخلص ۽ بيلوث نوجوان ڪارڪن ملي ويا، جن جي قومي خدمتن ڪان سنڌ جو ٻچو ٻچو واقف آهي. شاهه صاحب سڄيءَ سنڌ جو دورو ڪري، غافل مسلمانن کي غفلت جي ننڊ مان جاڳايو.

امن-سڀا. تحريڪ خلافت کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ انگريزن وري "امن-سڀا" برپا ڪئي، جنهن جا ڪيترا ملت فروش سرڪردا ٿي پيا، جن وقت بوقت زبان توڙي قلم سان آزاديءَ جي متوالن جي راهه ۾ رنڊڪون پئي وڌيون. حيدرآباد شهر جي قاضي ابراهيم شاهه به امن-سڀا ۾ شامل ٿي مسلمانن جي دلين کي سخت صدمو پهچايو-ڪيس ڪيترو ئي سمجهايو ويو، پر بيسود.

شهر جو قاضي ٿيڻ. رمضان جي عيد هئي، قاضي ابراهيم شاهه حيدرآباد جي ڪليڪٽر گبسن کي اڳواٽ آگاهه ڪيو ته "هن عيد تي انگريزن جي خلاف ريزوليشن پاس ڪيا ويندا". گبسن يڪدم آرڊر ڪڍيو ته "جيئن ته عيدگاهه ڪنٽونمينٽ ايريا ۾ آهي، انهيءَ ڪري انگريزن جي خلاف ڪنهن جي به زبان مان هڪ لفظ نڪتو ته ڪيس يڪدم گرفتار ڪيو ويندو!" خلافتين مجبور ٿي شاهه محمد دڪيءَ واري ميدان تي نماز پڙهڻ جو فيصلو ڪيو؛ پر اتي وري ابراهيم شاهه جي ڀاءُ محمود شاهه اعتراض اٿاريو ته آءٌ نماز پڙهائيندو آهيان. نيٺ، شاهه جي قدمن وٽ نماز پڙهڻ جو فيصلو ٿيو. عيد واري ڏينهن گرمي به ڏاڍي هئي. شاهه جي قدمن وارو ميدان گند ڪچري سان پريل هو. نماز پڙهڻ لاءِ نه چانو هئي، نه وري ڪي تڏا توريون هئا؛ مگر مومنن جي دلين ۾ ذرا به جنبش نه آئي، ۽ صفون ٻڌي ويٺي رهيا. امامت جا فرائض علامه اسدالله شاهه ادا ڪيا. انهيءَ ڏينهن مسلمانن قاضي ابراهيم شاهه سان بائيڪاٽ ڪيو، ۽ انهيءَ ڏينهن اسدالله شاهه کي شهر جو قاضي مقرر ڪيو ويو.

سندس تقرير نهايت اثر واري ۽ آواز رعبدار هو. پير غلام مجدد ڳالهه ڪندو آهي ته جيڏيءَ مهل شاهه صاحب انگريزن جي ظلم و تشدد جو ذڪر ڪندو هو ته سندس منهن

غصي کان لال ٿي ويندو هو، ۽ اهڙي ته پرجوش تقرير ڪندو هو، جو ٻڌندڙن جون دليون جوش سان پرجي وينديون هيون.

انهن ڏينهن ۾ ٻئي هڪ مولوي فيض الڪريم، تحريڪ خلافت خلاف هڪ رسالو "تحقيق الخلافة" لکيو، جو حيدرآباد جي ڪليڪٽر گبسن پنهنجن هٿن سان ورهايو. شاهه صاحب، مولوي صاحب جي رد ۾ رسالو "اثبات الخلافة للدولت العثمانيه" لکيو، ۽ کيس اهڙو ته دندان شڪن جواب ڏنائين جو وري آسري نه سگهيو.

دواخانو. شاهه صاحب جو ٽکڙ ۾ هڪ عاليشان دواخانو هو. سندس دوا ٿوري پيسي واري ۽ زود اثر هئي. اڪثر مريضن جو علاج مفت ڪندو هو.

عادات و اطوار. شاهه صاحب هڪ نهايت سٺو تارو هو. هڪڙي دفعي پاڻ "جون واهه" ۾ واٽن جي گهوڙي کان ٽپي ڏنائين ته سيدن جي گهوڙي کان وجي نڪتو! انهن ٻنهي گهوڙن جي وچ ۾ اٽڪل سٺي فرلانگ جو مفاصلو ٿيندو.

سندس طبيعت نديءَ کان ئي سادي هئي. جڏهن شاهه ٺوهه ڪونه وٺندو هوس.

لطيفو: پاڻ اڃا ننڍو هو. حافظ يوسف جي مڪتب ۾ پڙهندو هو. هڪ دفعي صاحب امتحان وٺڻ آيو. شاهه صاحب جا پيا پائر به مڪتب ۾ پڙهندا هئا ۽ صاحب جي اچڻ جو ٻڌي ٺهي ٺڪي سٺا ڪپڙا ڪنديون پائي آيا، مگر شاهه جهڙو هميشه رهندو هو اهڙو ئي مڪتب ۾ آيو. امتحان وٺندي، صاحب پڇيس ته "تون هنن سيدن جو پاءُ آهين؟" چيائين ته "ها سائين". وري پڇيائينس ته "نالو؟" چيائين ته "سائين، اسدالله شاهه." صاحب کلي چيو: "نالو وڏو، شهر سڄو!"

لطيفو: ٻئي دفعي پاڻ ملا ڪاتيارن ۾ خلافت جي جلسي ۾ شرڪت لاءِ وڃي رهيو هو. ساڻس گڏ ڳوٺ جا پيا به گهڻا ماڻهو هئا. رستي جي پر ۾ هڪڙو مينهن جو ننڍو پاڏو چري رهيو هو. ٻجُو نانوائيءَ- جو آن وقت ڇوڪرو هو، ۽ ٻين پارن وانگي جهنڊو کڻي هلندو هو- چيس ته "سائين هي پاڏو ڏکيءَ سان پيدا ٿيو آهي!" پاڻ جواب ڏنائين ته "ابا، اها ڳالهه خدا جي قدرت کان بعيد ناهي- ائين هوندو."

وفات. اسدالله شاهه ٥٩ ورهين جي عمر ۾ ٢٧ رجب المرجب ١٣٤٤هه تي ٽکڙ ۾ وفات ڪئي. اها به هڪ عجيب حقيقت آهي ۽ سندس بزرگيءَ جو ثبوت آهي، جو سندس ولادت ۽ وفات جا ٻئي ڀلارا ڏينهن آهن- يعني ١٥ شعبان ۽ ٢٧ رجب.

نثر نويسي. شاهه صاحب هڪ سٺو نثر نويس هو. بقول سيد ميران محمد شاهه- "قاضي اسدالله شاهه، باوجود سادي عبارت لکڻ جي به پنهنجي مضمون ۾ دلچسپيءَ جا ڪافي جزا ملائيندو هو، جنهنڪري سندس مضمون پڙهڻ سان لطف ايندو هو."

تصنيفون. ١٩٠٦ع ۾، جڏهن "مخلص" مرحوم روپوشيءَ جي حالت ۾ ٺٽي ۾ موٽي آيو، تڏهن سندن صلاح سان شاهه صاحب هڪ رسالو "بهار اخلاق" ٺٽي مان شايع ڪيو، جنهن جو ايڊيٽر شاهه صاحب پاڻ هو، ۽ جنهن ۾ هر مهيني سندس اعليٰ مضامين ايندا هئا. هيءُ رسالو سالها سال سنڌي ادب جي خدمت ڪندو رهيو. منجهس اُن وقت جي مشهور شاعرن ۽ اديبن جا شعر ۽ مضمون هوندا هئا.

"هدية اسديه": هي ڪتاب شاهه صاحب سن ١٣٣١ هه ۾ شايع ڪرايو، جنهن ۾ رسول الله جن جي علم غيب هئڻ يا نه هئڻ جي مسئلي تي نهايت سهڻي ۽ عالمانه سمجهاڻي ڏني اٿس. "هدية اسديه" پنهنجي خرچ سان شايع ڪري، مسلمانن ۾ مفت تقسيم ڪيائين.

"الانتصار في جواب الاشتهار": هدايت الله "مشتاق" جي لکيل ڪتاب "ڪواڪب السادات في شرح مناقب السادات" تي مولوي احمد آٻڙي واري جيڪي اعتراض اٿاريا هئا، انهن جي جواب ۾ هي ڪتاب شاهه صاحب لکيو.

"فتح الهادي في رد گمنام حيدرآبادي": هي ڪتاب هڪڙي عيسائيءَ جي اسلام تي ڪيل حملن جي رد ۾ آهي.

شعر و شاعري. شاهه صاحب جنهن مڪتب جو شاگرد هو، آتي پڻ سبقن سان گڏ شاعريءَ ڏانهن به توجهه ڏنو ويندو هو. انهيءَ کان سواءِ، ٺٽي جي شاعرانه ماحول، مرحوم غلام محمد شاهه "گدا" جو ٺٽي ۾ اچڻ ۽ ڏينهن رات رس رهاڻيون ڪرڻ، حافظ "حامد" جي هر وقت في البديهه غزل گوئي، "مخلص" ۽ آغا حسين جان جي صحبت، هڪ تيز فهم ۽ سليم الطبع يار جي دل ۾ شعر چوڻ جون امنگون ڪيئن نه اٿارينديون؟

اندازي مان معلوم ٿئي ٿو ته شاهه صاحب اٽڪل تيرهن چوڏهن سالن جي عمر ۾ شعر چوڻ شروع ڪيو هو. "انيس المريدين" ۾ سندس هڪ اوائلي پارسي شعر آهي، جو پنهنجي مُرشد خواجه عبدالرحمان رحه جي شان ۾ چيو اٿس. شروعات ۾ سندس تخلص "اسد" هو.

اي که ره گم کردگان را بي گمان رهبر توئي، راست گويم سروران دهر را سرور توئي.
اي شهِ ملڪِ طريقت، وي دلم را چاره ساز! چارهٔ بيچارگان در اوّل و آخر توئي.
هاديءِ راهِ هدايت، مهديءِ دوران، بحق، آسمانِ دينِ احمد را مهِ انور توئي.
ڪن نظر بر حالِ زارِ بندهٔ مسڪين "اسد"، زانکه او را در دو عالم نافع و رهبر توئي.

شاهه صاحب جي ڪلام ۾ صاف ۽ سلوڻي سنڌي تمام گهٽ لڀندي. ڪلام تي عربي ۽ پارسي رنگ چوکيل آهي. پارسي ترڪيبون، استعارا، محاورا، تلميحون، تشبيهون، وغيره چڱي قدر ڪم آيل آهن. سندس ڪلام ۾ معياري مضمون سان گڏ لفظن جي بندش ۽ چستي ۽ وزن جي پختگي قابل تعريف آهي. هڪ نعتيه ڪلام ۾ فرمائي ٿو:

اول و آخر، هويدا ۽ نهان پيدا ٿيو،
ڏوم تي عالم ۾ شاهِ انس و جان پيدا ٿيو،
مظهرِ ڪامل، ظهورِ ڪن فڪان پيدا ٿيو:
مصدرِ اربع عناصر، نورِ جان پيدا ٿيو،
شاهِ شاهان، جانِ جان، جانِ جهان پيدا ٿيو.

فخر بطحا، فخر طيبه، فخر انس و فخر جان، فخرِ عرش و فخرِ فرش و فخرِ عز" و فخرِ جان،
فخرِ دنيا، فخرِ دين، فخرِ زمين، فخرِ زمان: فخرِ اب، فخرِ عرب، فخرِ عجم، فخرِ جهان،
فخرِ آدم، فخرِ روحِ قدسيان پيدا ٿيو.

تلميح. تاريخي واقعي کي پنهنجي ڪلام ۾ آڻڻ:

گرچ ٿـي خلقِ جهان مهرِ سليمان جـي مطيع،
آهه ٿيو ڪون و مڪان شاها سندئي زيرِ رنگين.

هتي "مهر سليمان" کي آندو ويو آهي. اهو هڪ مشهور تاريخي واقعو آهي ته حضرت سليمان وٽ هڪ منڊي هوندي هئي، جنهن جي زور تي پاڻ جن و انس کي مطيع ڪيو هئائين. ساڳئي وقت مهرِ سليمان سان رسول اڪرم جي "نگين" کي تشبيهه ڏيئي، سندن شان مٿي ڏيکاريو ويو آهي.

تشبيهه:

انهيءَ جو ورق، نزاڪت ۾ مثل لبِ دلبر،
ٿيو سو رنگ ۾ مٽ، ساڻ يار جـي رخسار.

گلاب جي تعريف ڪندي، ان جي پنن کي يار جي چپن سان تشبيهه ڏئي ٿو، ۽ رنگ ۽ روءِ کي يار جي ڳلن سان ڀيٽيو اٿس.

تخيل. شاهه صاحب جي ڪلام ۾ جتي ڪٿي فڪر جي بلندي موجود آهي-

عشق ٿيو دل کي نبيءَ جي گيسو و رخسار جو،
ڪيئن نه ڪريان روز و شب نعت و ثناي مصطفيٰ.

نبي صلعم جي وارن ۽ رخ مبارڪ تي عاشق ٿيو آهي، ۽ ڏينهن رات سندن وصف ۽ واکاڻ ڪري ٿو- هتي هي بلند تخيل جو مثال آهي. جيئن اڪثر شاعر ڳلن کي آفتاب، مهتاب ۽ ڏينهن وغيره، ۽ زلفن کي ڪاري رات، نانگ، ڪڪر وغيره سان تشبيهه ڏيندا آهن، تيئن هتي به اها حالت آهي. ڏينهن ۽ رات ڇو ٿو ثنا ڪري؟ انهيءَ لاءِ ته زلفن ۾ رات جي ڪيفيت ۽ ڳلن ۾ ڏينهن جي ڪيفيت آهي: پنهي سان عشق آهي، پوءِ ڇو نه انهن جي سودا ۾ رات وهائي ڏينهن ڪري، ۽ ڏينهن گذاري رات ڪري!

سلاست. شاهه صاحب جي شعر ۾ سلاست به ملي ٿي. تمام اوچي مضمون کي نهايت سليس پيرايي ۾ بيان ڪري ٿو، ۽ پڙهندڙ کي اڻين سمجهه ۾ ايندو ڇڻ ته نثر پڙهي رهيو آهي-

منهنجا دشمن هـجـي مـبـارڪ تـو، تيغ ابروءَ جي منهنجي گهائي دل.
ڪهڙي ڪوشش ۽ جستجوءِ ڪجي، جـا وئـي سـا نـه مـوٽ آئـي دل.
دل، جا دلبر جي دست ڪين ويئي، آهه سـچ پـچ اهـا اجـائـي دل.
آهيـان عـوام مان نه آءِ "فـدا"، دور مـنـزل سندم رسـائـي دل.

”فدا“ صاحب جو اڪثر ڪلام نعتيہ آهي. ٻنهي ڪي اهو معلوم نہ ٿي سگهيو هو تہ ڪو پاڻ عشقيہ ڪلام بہ چيو اٿس؛ مگر تازو محترم ڊاڪٽر ”خليل“ صاحب کان حافظ ”بسمل“ جو لکيل هڪ ڪاغذ مليو، جنهن ۾ فدا صاحب جا ڇهہ عشقيہ غزل لکيل هئا.

تاريخ. ڪنهن جي مرڻ يا ڄمڻ تي شاهہ صاحب جيڪي تاريخي مادا لکيا آهن، تن ۾ ڪمال ڪري ڇڏيو اٿس. تاريخ جي فن ۾ گهڻن شاعرن کان گوءِ کڻي ويو آهي. ايڏي باڪمال شاعر جي ٻوين جيڪو سندس ڪلام کي نابود ڪيو آهي، تنهن کان ڏک پهچي ٿو. پندرهن يا سورهن ورهين جي ڄمار-مون کي يا منهنجن پين پاڻرن کي ايتري بہ خبر ڪانہ هئي تہ ڪو اسان جو ڏاڏو بہ شاعر هو! اتفاق جي ڳالهہ آهي، هڪ دفعي والد مرحوم سان گڏ حضرت خواجہ عبدالرحمان رحہ جي درگاهہ تي ويل هوس. درگاهہ جي مسجد تي لکيل قطعہ تاريخ- بنا شد مسجدِ زيبا لہ الحمد،

بيا جنّاتِ عدن را بکن سير،

چو شد آغاز و انجامش بخوبي،

”فدا“ سالش بگو ”اتمام بالخير“-

ڏانهن اشارو ڪري، والد مرحوم فرمايو تہ هيءَ تنهنجي ڏاڏي جي لکيل تاريخ آهي، ۽ سندس تخلص ”فدا“ هو. والد مرحوم کان جڏهين سندس ڪلام جي پڇا ڪئي ويئي تہ جواب نفيءَ ۾ مليو. آخرڪار، ”ڳولهين -ي لهن“ جي مصداق، رلندي پنندي سندس ڪلام جو ڪجهہ نہ ڪجهہ نمونو هٿ اچي ويو.

”انيس المريدين“ ۾، حضرت صاحب خواجہ عبدالرحمان جي رحلت تي شاهہ صاحب جون چيل تاريخون، ٻين شاعرن جي تاريخن سان گڏ درج ٿيل آهن.

ٻهرين تاريخ جا چند بيت:

اے حبيبِ خالقِ يڪتا، انيس جانِ ما، — وے طبيبِ جملہ علتها و دردم را دوا،

يا انيسي يا عظيم الخلق يا ڪشف الڪروب، — يا دليلي يا ولي المجتبيٰ،

ماندہ ام جان برلب از هجرِ تو اي وجہ الجميل، — تابچند از لاز بر رويت حجاز از اختفا.

آفتابِ برجِ معني، ماهتابِ اوجِ فضل، — سروِ بستانِ ولايت، مطلعِ صبحِ صفا،

عرش و فرش و تحت و فوق از استضايش مستضئي، — شمس بازغ از درخشِ برقِ او مثل سها.

نقشبندِ نقشبندان، سرورِ سرهند بان، — قطبِ ارشادِ مدار و دورِ شاهِ اصفيا،

از اضافاتش عبوديت برحمان الرحيم، — زان بشاہِ عبدرحمان شد شہِ ارض و سما.

آہ بے سرماند از ترحيلِ آن قيومِ دين، — ”ملک و دين، علم و عمل، جود و ڪرم، فيض و هديٰ“!

هر دو مصراعِ اخير و مهملات و معجمات، — ”گر تا آيد وصالِ آن مہ افق العليٰ“.

مصدرِ امر الحقائق، فردِ عالم بي بدل، — قطبِ اقطابِ شب اعدل مڪمل مقتدا.

(انيس المريدين)

خواجه صاحب جي وفات تي ٻي تاريخ لکي اٿس، جنهن ۾ هر مصرع مان سال وفات "١٣١٥هه" نڪري ٿو.

آه از ترحيلِ آن حسن آفتاب، — بر سپهرِ علم انور ماهتاب،
مخزنِ اسرارِ حق دلدادهٔ، — بر طريق از بهرِ حق استادهٔ،
دُرِّ مکنون نقشِ او نقشِ ازل، — بحرِ عمّان، خازنِ علم و عمل،
عيسوي دم کاشفِ مکتوم راز، — بيکسان را دستگير و چاره ساز،
کوکبِ برجِ ولايت تاجدار، — سرورِ دنيا و دين عالي تبار،
کن توزع چار چند هر کلمه را، — يک بيفزا ضرب حب ده سابقا،(١)
طرح عشرين نما اے دلکشا، — زن در "اسلم" خمسه عدد ميفزا،
گير هر مصرع ز وصلِ شاهِ ما، — قدوة الارشاد محبوبِ خدا،
عامِ توليد مقرب راه رو، — آفرين طرز از "فدا" احقر شنو،

باد فايز فيض مصطفوي "فدا"،
از فيوضِ ساطع نورِ هدا.

"انيس المريدين" ۾ هن تاريخ ۾ ڪل ٢٨ شعر يعني ٣٦ مصرعون آهن، جن مان نمونتاً چند پيش ڪيم.

شاهه صاحب وري ٻي تاريخ لکي، جنهن ۾ خواجه صاحب جي ولادت جو سن ١٢٤٤ه، عمر ٧١ سال، ۽ وفات جو سن ١٣١٥ه نڪري ٿو، جا انتخاب ۾ پيش ڪبي.

شاهه صاحب جو ڪلام سندس ڪتابن سان گڏ ناپيد ٿي ويو. سندس ڪلام لاءِ جستجو جاري آهي. جو ڪجهه هٿ چڙهي سگهيو، سو اُميد ته جلد شايع ڪيو ويندو.

## انتخاب

(عشقيه)

صرف ٿي هيءَ عمر منهنجي درميانِ ڪُوي دوست،
بس ٿي آ مانوسِ خاطر آستانِ ڪُوي دوست.

روضهٔ رضوان ۾ ناهي ڪجهه نشانِ ڪوي دوست،
لامڪان جي شان سان ٿيو آهي شانِ ڪوي دوست.

قبر ۾ ڪفنِ شهيد لاز خون آلوده آهه،
ٿيو سنئو تا حشر آ باقي نشان ڪوي دوست.

هن سبب ڪان ٿي زبان بلبل سندي آهي فصيح،
روز شب جو ان کي ٿي وصفِ مڪانِ ڪوي دوست.

---

(١) صفت صنعت جامع ـ اولاً هر کلمه را ڪه خواهي ازو اخذ وصال حضرت قدس سره بنمائي. اعداد همون کلمه را چهار چند کن و يک برو اضافه کن بعده در ده ضرب ده، و از ماحصل بيست طرح کن. آنچه باقي ماند او را ضرب "اسلم" (١٣١) ده، و در ماحصل پنج اضافه کن ـ تا سال وصل مبرهن گردد.

جيسا رضا اي سوخته دل قطرهٔ مئي واسطي،
ساغرِ خون ٿيا ولن ھي ساقيان ڪوي دوست.

پورھين قاتل جو رنگين ٿيو نشان خون کان،
جي وري ھن کان پياسين، ڪشتگان ڪوي دوست.

باغِ جنت ھمسريءَ جي ان سان دعويٰ ڪيئن ڪرين،
ڪي منقش، آھ جو خون مقتلان ڪوي دوست.

آھيان ڪشته تڏھين ٿا ساز سان ڏوڙيو اچن،
لطف سان سون ڏي "فدا" ھي ڏس سگان ڪوي دوست.

(نعتيه)

ڪيئن نه ٿئي اعزاز پر آدم ملائڪ کان وڏيڪ،
ٿيو جڏھين پيدا آنھيءَ سان دودمانِ مصطفيٰ.
تن تي ٿيو شيدا خداوندِ زمين و آسمان،
جيڪي ٿيا سڀ جان سان دلدادگانِ مصطفيٰ.

مخمس بر غزل مولانا قدسي

ڪير مٽ تنھنجو پيو آھه رسولِ عربي، بي وضو نام وٺڻ آھه سندلي بي ادبي؛
آھه زيبا ٿي مٿي خلعتِ والا حسبي، مرحبا سيد مڪي مدني العربي؛
دل و جان باد فدايت چه عجب خوش لقبي!

چا جمالِ رخِ انور جو ٿيو ھي عالم، جنھن تي حيران ٿي پري حور ۽ جن* و آدم؛
مظھرِ نور الاھي آھين قران جو قسم، من بيدل بجمالِ تو عجب حيرانم؛
الله الله چه جمال ست بدين بوالعجبي!

دل کي تسڪين نه ٿئي غيرِ جمالِ انور، جلد ڏيکار تون ديدار پربِ اڪبر؛
ڪر ڪرم بھرِ خدا حال تي منھنجي سرور، چشم رحمت بکشا، سوي من انداز نظر؛
اي قريشي نسبي ھاشمي و مطلبي!

نور کان تنھنجي زمين توڙي فلڪ ٿيا معمور، ماھ شق، مھر ٿيو شمشدر ۽ پريشان ٿي حور؛
تنھنجي اعجاز لمائي ٿي خدا کي منظور، ذات پاکِ تو درين ملڪِ عرب کرد ظھور؛
زان سبب آمده قران بزبانِ عربي.

يا نبي! نور سندءِ نور کان رب جي پيدا، سو ڪلي توکي خدا پاڻ مٿي ٿيو شيدا؛
خاڪ آدم کي پلا نور سان نسبت ٿئي چا، نسبتي نيست بذاتي تو بني آدم را؛
برتر از عالم و آدم تو، چه عالي نسبي!

منبعِ رحمتِ عالم بخدا تنھنجي ذات، مرجع عام خلائق آھين اي نيڪ صفات؛
الغياث! اي شهِ ڪونين شفيع عرصات، ما ھمه تشنه لبانيم تو ئي آب حيات؛
لطف فرما که ز حد مي گذرد تشنه لبي!

شان ۾ ڪهڙي لبءِ جي تي ٻلالي لولاڪ، زينتِ عرشِ علا تنهنجي شها ذات ٿي پاڪ؛
تو سوا ڪنهن کي مليو اهڙو براق چالاڪ، شبِ معراج عروجِ تو گذشت از افلاڪ:
بمقاميڪه رسيدي، نرسد هيچ نبي.

آ محتاج آهيان تون تـ ڪريم و اڪرم، منهنجي بخشائي خطا رب کان، رسول اعظم؛
ڪر خطا منهنجيءَ تي تون جلد عطا، فخر امم! نسبتِ خود بسگت ڪردم و بس منفعلم:
زانڪه نسبت بسگِ ڪوي تـو شد بي ادبي!

عرش اعليٰ تي ڪيو خوب خدا توسان ڪلام، قد سين تو تي پڙهي شوق مان صلوات و سلام؛
اي گلِ باغِ صفا، اي دُرِ بحرِ اڪرام! نخلِ بستانِ مدينه ز تو سرسبز مدام:
زان شده شهرهٔ آفاق بشيرين رطبي.

فيض بخشِ دوجهان آهين تون اي شاه حجاز، سنڌ وارن کي ڏين هجر ۾ چوسوز و گداز؟
جلد ڪر پنهنجي زيارت کان انهن کي ممتاز، بر درِ فيضِ تو استاده بصد عجز و نياز:
زنگي و طوسي و رومي، يمني و حلبي.

هجر جي مرض کان ٿي جان سنڌ ۾ لب تي نبي! خود مسيحا بـ لکڻ نسخي ۾ ٿيو آهه غبي؛
عرض توکي هي "فدا" جو اي رسولِ عربي، سيدي انت حبيبي و طبيبِ قلبي:
آمده سوي تـو قدسي پيءِ درمان طلبي.

## بر وفات حسرت آيات آغا عبدالحليم جان رحـ سرهندي

(در صنعت مهملات)

لا اله الا الله محمد رسول الله صلي الله علي روحه وسلم.

سالِ وصل محط الرحال حاو للڪحال والاڪمال اسعد السعد اڪمل الڪملا محور سماءِ العلم والعمل حاسم مراسم طول الامد صاعد مصاعد مراحم سالڪ مسالڪ مڪارم معمّر صروح العدل هادم اساس الجهل اڪمل اهل الله اڪرم اهل الولاء وهوالاطهر سراً والاسلم سلوماً ولاحوط عملاً والاصلح حالاً اسمه المڪرم معلوم "حلماً وهدي" (۱) رَوّح روح الاطهر الاعطر سرمداً. محرره اسدالله اصلح الله حاله و مآله - در طرح مهمل.

| | |
|---|---|
| آه عبدالملڪ ڪرده الوداع | موصل الآمال مسعود و مطاع |
| الله الله حامل اسرار سمو | الله الله سلّم طارم علو |
| سر اوحد سالڪِ مسلڪ ڪرم | راس ڪمال صاعدِ مصعد همم |
| ماه عالم واصلِ سرّ العمل | سعد اڪرم حاسم طول الامل |
| صالح الاعمال آمد للڪرام | اهل دل را اڪمل و اسعد امام |
| مطلع الاسرار در عالم علم | در هدي و حلم و اعطا و ڪرم |
| سالڪ مسلڪ ولا مهر علا | مارد الحساد طارد للعدا |
| دارڪ مدرڪ صلاح و سهم سداد | طامس الحاد ها للڪل هاد |
| سالِ وصلِ او "اسد" ڪرده ادا | "سرور اسرار صدر للعلا" - (۱۳۳۱) |
| طول الله عمر اولاده | حسم الله اعدا عاده! |

(۱) اشاره باسم شريف - در "حلم" اعدادِ "هدي" زياده ڪرده شود، "حليم" مي بود.

## بروفات حضرت صاحب خواجه عبدالرحمان سرهندي رحه

(که از هر مصرع عمرسنه ۷۱، و سنه تولید ۱۲۴۴ هه و سنه وفات ۱۳۱۵ مشهود میگردد*.)

| ۱۲۴۴   ۷۱ | ۱۲۴۴   ۷۱ |
|---|---|
| هامزن آن مطلع سر ولا رفت از جهان | واه و یلا هالي رحلت کرد آن عین الیقین |
| ۱۳۱۵ | ۱۳۱۵ |
| ۱۲۴۴   ۷۱ | ۱۲۴۴   ۷۱ |
| پاکبازي زیب ده آن خازن اسرار گنج | بوي احمد سر و ناز مرشد هر انس و جان |
| ۱۳۱۵ | ۱۳۱۵ |
| ۱۲۴۴   ۷۱ | ۱۲۴۴   ۷۱ |
| بود مهدي نائب شرع محمد حق شناس | بزم ایزد کافل دنیا و دین فخر زمان |
| ۱۳۱۵ | ۱۳۱۵ |
| ۱۲۴۴   ۷۱ | ۱۲۴۴   ۷۱ |
| بدر دین بدر سماء رشد صاحب عقل و فهم | مهبط اجواد ارحم خواجهء سرهندیان |
| ۱۳۱۵ | ۱۳۱۵ |
| ۱۲۴۴   ۷۱ | ۱۲۴۴   ۷۱ |
| زبدهٔ اهل زهاد آن مورد فیض و ولا | احمدي آداب ثاني احمد و کبرا نشان |
| ۱۳۱۵ | ۱۳۱۵ |
| ۱۲۴۴   ۷۱ | ۱۲۴۴   ۷۱ |
| یا هدا محبوب قدسي خاص رحمان عبده | وجود محمد لحاظ الله علمه البیان |
| ۱۳۱۵ | ۱۳۱۵ |
| ۱۲۴۴   ۷۱ | ۱۲۴۴   ۷۱ |
| یوم مسجد دین پناه سر سبحان الذي | اطیب امجاد حق بین فائض معجز بیان |
| ۱۳۱۵ | ۱۳۱۵ |
| ۱۲۴۴   ۷۱ | ۱۲۴۴   ۷۱ |
| با احد دایم بذات حق محو لا یزال | جاه جر او حد سکندر مدحت و صاحب قران |
| ۱۳۱۵ | ۱۳۱۵ |
| ۱۲۴۴   ۷۱ | ۱۲۴۴   ۷۱ |
| با ادب این آمده رحلت ولادت سنه | تو بیاب از جان "فدا" هر مصرع اي هر کاردان |
| ۱۳۱۵ | ۱۳۱۵ |

* هيءَ تاريخ هن طرح آهي ته پهرين لفظن - مثلا "هامزن" - مان ۷۱ نکري ٿو، ۽ "آن مطلع سر ولا رفت از جهان" مان ۱۲۴۴ نکري ٿو، ۽ سڄيءَ سٽ کي گڏ ڪري مان ۱۳۱۵ نکري ٿو.

صديقي عبدالوحيد پاٽائي

# مولانا حافظ محمد شفيع صديقي مرحوم پاٽائي

قاضي مولوي حافظ محمد شفيع صديقي، ولد قاضي احمدي، دادو ضلعي جي پاٽ شهر ۾ سن ۱۸۳۵ع ڌاري ڄائو. سندن والد، قاضي احمدي، ميرن طرفان پاٽ جو قاضي مقرر ٿيل هو، ڪيس ميرن وٽان ڪجهه جاگير مليل هئي؛ ۽ پڻ مخدوم عبدالواحد صديقي مفتي سيوستان کي دهليءَ جي مغلن طرفان جا جاگير مليل هئي، ان ۾ به سندس ڪجهه حصو هو.

حافظ محمد شفيع اڃا ستن ورهين جي عمر جو هو ته سندن والد قاضي احمدي وفات ڪري ويو. اهو انگريزن جي سنڌ کي فتح ڪرڻ جو ابتدائي زمانو هو. انگريزن ان وقت ۾ اعلان ڪيو هو ته جن کي جاگيرون هجن سي پنهنجون سندون ڪڍي اچن ۽ اچي نيون ڪرائي وڃن؛ مگر حافظ محمد شفيع توڙي سندس ڀاءُ علي گوهر، جو ڪائنس ٻه ورهيه وڏو هو، ننڍي وهيءَ سبب نه وڃي سگهيا، جنهنڪري جاگيرون سندن هٿن مان هليون ويون ۽ ٻئي ڀائر مسڪين ٿي پيا. ان بعد، سندن وڏو ڀاءُ حاجي علي گوهر پنهنجي موروثي زمين ۾ پنهنجي هٿن سان هر ڪاهيندو هو ۽ حافظ محمد شفيع کي پڙهڻ تي چاڙهيائين.

حافظ محمد شفيع ابتدائي تعليم مخدوم مولوي حاجي فضل الله سيوستانيءَ (جيڪي هوءَ لاڏي اچي پاٽ ۾ ويٺا) وٽان حاصل ڪئي، ۽ پوءِ ڦلجيءَ طرف ڪن وڏن عالمن وٽان زياده علم حاصل ڪيائون. کين علم جو ايترو ته شوق هوندو هو جو اڪثر ستٽ ميل ڪن هر روز پنڌ ڪري پڙهڻ ويندا هئا. هڪ دفعي جي ڳالهه ٿا ڪن ته وٽن ڏيو ٻارڻ مطالعي ڪرڻ لاءِ چقمق ڪونه هو، انهيءَ ڪري ٽانڊي ڪڻڻ لاءِ ٻه ٽي ميل پنڌ جا ڪئي ويا ته جئن انهيءَ رات جي مطالعي ۾ رنڊڪ نه پوي.

پندرهن ورهين جي عمر ۾ ٻاڻ علم جي سڪڻ پڄي پنهنجي ڳوٺ پاٽ ۾ آيا، ۽ سورهن ورهين جي عمر يعني هڪ سال اندر پنهنجي ذهانت جو ثبوت ڏيندي قرآن شريف ياد ڪري ورتائون. سڄو پڙهيل علم بر زبان ياد هوندو هون - ايتريقدر جو تفسير، حديث، فقه وغيره جي وڏن وڏن ڪتابن جا حوالا صفحي ۽ سٽ سميت به ياد ڏيئي ويندا هئا. سندن لکيل ڪتابن جي پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو ته پاڻ سنسڪرت زبان مان به چڱيءَ پر واقف هئا.

باطني فيض وٺڻ لاءِ پاڻ ڪنياري شريف (ضلعو نوابشاهه) جي نقشبندي خاندان جي ميان محمد يوسف ڏان ڪجهه فيض حاصل ڪيائون، مگر اتان سندن تڪميل ٿي نه سگهي، جنهنڪري مخدوم بلاول جي روضي تي وڃي استخاره ڪيائون، جنهن ۾ کين جواب مليو ته

مهراڻ

ٻني ڏينهن صبح جو سوير وجي ٽـوائي تي ويهن: ”ڪو جيڪو پهريون مسافر پريان ايندو ڏسن، سوئي سندن مرشد آهي ۽ کين باطني تڪميل ڪرائيندو. چنانچه ٿيو به ائين جو پري کان هڪڙو سيد محمد نالي بخارا جي شهر مان هليل کين مليو. ان کي پنهنجو مرشد قبول ڪري، پنهنجي وطن ہالا شريف وٺي آيا. اهو مرشد وٽن هڪ سال رهيو. جنهن جون تعريفون پنهنجي شعر ۾ گهڻي قدر لکيون اٿن.

پنهنجي ڳوٺ ہالا شريف جي شهر ۾ هڪ مدرسو به قائم ڪيو هئائون، جو سندن وفات کان پوءِ بند ٿي ويو. ان ۾ سٺ ستر طالب العلم سندن ئي خرچ تي پڙهندا هئا، ۽ اهو خرچ پنهنجي موروثي زمين جي برڪت ڪري پورو ٿي ايندو هون.

سندن زهد ۽ تقوا ۽ چلن چاليهن جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي! سنڌ جي ڪيترين ئي مسجدن ۾ ڏها ڪيا هئائون. ”قصيده برده“ جو سنڌي نظم ۾ ترجمو به وار مبارڪ واريءَ جامع مسجد روهڙيءَ ۾ ڏهي اندر ويهي لکيو اٿن، جو قلمي حالت ۾ موجود آهي، ۽ جنهن مان شروع ۽ آخر جي حصي جو نقل مضمون جي آخر ۾ ڏنو ويو آهي.

نفس کي سزائون ڏيڻ لاءِ پاڻ ڏکيا ڏکيا چلا ڪيا ڪندا هئا. چنانچه هڪ دفعي پنهنجي ڳوٺ جي هڪ مسجد ۾ ٻارهن مهينا چلو ڪيائون، جنهن ۾ ائين پهر فقط هڪ ڪارڪ کائي روزو ڇوڙيندا هئا.

پاڻ عامل به لاثاني هئا. ڪيترائي مريض وٽائن شفاياب ٿي ويا. ڳالهه ٿا ڪن ته کهڙن (خيرپور رياست) جي جامع مسجد ۾ شهر ۽ آسپاس جا مريض سندن اچڻ جو احوال ٻڌي، فجر نماز بعد، صفون ٻڌي اچي مسجد ٻاهران ويهي رهيا. پاڻ پنهنجي معمول موجب، وظيفي ۽ اشراق بعد، پنهنجي لٺ تي ڪجهه پڙهي هرهڪ بيمار تي هلائيندا ويا، ۽ اهو بيمار بروقت شفاياب ٿي پنهنجي گهر هلندو ويو!

سندن چئي ۾ ڏاڍو اثر هو. جيڪي چوندا هئا سو سچ پچ ٿي پوندو هو. ڳالهه ٿا ڪن ته هڪ دفعي هڪ مسجد ٺهرائي رهيا هئا، ته ان جي ٺهرائڻ کان هڪ محب نبيءَ نالي ہالا جي سپ کان وڏي ظالم ٻني زميندار کين ڪنهن ضد سبب روڪيو، ۽ ٻن رازن ڪمين کي گهٽ وڌ ڳالهايو، جنهن تي کين جلال اچي ويو ۽ محب نبيءَ کي پنهنجي هڪ ڏکي شعر ۾ پيٺائون. ان شعر جي شروعات هن بيت سان آهي:

هن مسجد، ”محب نبيءَ“ جي ٻوڙهي ٻنائي،
وڏيرن ويچارن جي وائي وڃائي!

آخر ٿيو به ائين: ان زميندار جي زمينداري ناس ٿي وئي، ۽ ان جا پويان صفا مسڪين ٿي پيا.

شريعت جي خلاف ٿيندو جتي به ٻڌندا هئا، اتي ڪاهي ويندا هئا ۽ وڃي تعزيرون (شرعي سزائون) ڏئي ايندا هئا — پوءِ چاهي اهو هنڌ سندن ڳوٺ ہالا کان ڪيترو به پري هجي.

تبليغ به ڏاڍي ڪيائون. وڏن وڏن عملدارن کي به تبليغ کان نه ڇڏيائون. ڪيترا ته مسلمان به ٿيا. هڪ دفعي تعلقي دادوءَ جي مختيار مولچند کي فارسي شعر ۾ مسلمان ٿيڻ

لاءِ خط لکيائون، جنهن جو نقل اجا تائين موجود آهي. ان جي شروعات هيٺين مصرع سان ٿي ٿي:

مولچندا! بيا مسلمان شو،
آنچہ کردي ازان پشيمان شو.

هڪ دفعي وري ٻارومل ڊپٽي ڪليڪٽر سب ڊويزن دادوءَ کي سنڌي شعر ۾ مسلمان ٿيڻ لاءِ خط لکيائون، جنهن جو نقل هيٺيون آهي:

ٽوڙ ٽڪڙو قيد ڪفر جو، ٻارُو، ٻيڙو ٻڌ،
ڪلمي عمارت عرش جي تي آشيانو اڏ؛
روزي ۽ نماز سين روح رحمت ڳڌ،
مهماني محمد (صلعم) جي تي سنگت ساري سڏ:
جي نه ته ٻوڏو هڏ، هَي هَي وڏو هار تو.
ٻارُو ٻار لنگهيج، آڏو مَ ڏي اسلام کي،
وري وساريج، ٻرميسر ۽ رام کي.

جي ٻارُو مسلمان ٿين، ته ڪر ٻارو ٿيو چاندي،
دلوي ڪفر شرڪ کان ويتر ڪر واندي،
اسان امانت اسلام جي ريءَ اجوري آندي،
توکان گهرون ڪونه ٿا پئسو نه پاندي:
متان ڪري دل ماندي، رکين شرڪ "شفيع" سان!

انهيءَ خط تي مسٽر ٻارومل ڪاوڙجي پيو، ۽ ڪيس گهراڻي ڳهٽ وڏ ڳالهائيندي ان تي ٻاڻ فرمايائونس ته "مسلمانيءَ جي نشاني ڏيسونءَ، ٻوءِ هاڻي مسلمان ٿين يا نه ٿين." جلد ئي ان ٻارومل کي اهڙي ڦرڙي نڪتي، جو مسلمانن وانگر طهر ڪرائڻ کان سواءِ چند نه چُنس.

نثر و نظم جا ڪافي ڪتاب لکيائون، جن مان گهڻا اڏوهي ڪائي ويئي يا گم ٿي ويا. باقي جيڪي قلمي حالت ۾ موجود آهن، تن جي پڙهڻ مان معلوم ٿئي ٿو ته ٻاڻ بلند پايي جا شاعر هئا. سندن شعر جو نمونو شاهه جي شعر جهڙو آهي. ٻاڻ سنڌيءَ کان سواءِ عربي، فارسي ۽ سرائڪيءَ ۾ ٻڻ شعر چيا اٿن.

ڪين رسول الله صلي الله عليه وسلم ۽ اصحابن سڳورن سان نهايت گهڻي الفت هئي. چنانچه سندن وفات به انهيءَ الفت ۾ ٦٣ ورهين جي چمار وقت سن ١٨٩٨ع ۾ ٿي- (انا لله و انا اليه راجعون).

ٻاڻ ۾ گهر ٻرٿيا، جن مان ڪين ٻه پٽ محمد احسان ۽ عبدالواحد ٿيا. انهن ٻن پٽن مان محمد احسان جو هڪ پٽ قريشي شفيع محمد ايم. اي. ٿيو، جو گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد ۾ عربي پروفيسر رهي چڪو آهي.

حافظ محمد شفيع جي باتي بحيل ڪتابن مان چند ڪتابن جا شروعاتي ۽ آخري آڪرا پيش ڪجن ٿا.

"قصيده برده" ترجمو سنڌي نظم جو شروعاتي ٽڪرو:

أمِنْ تَذَكُّرِ جِيرَانٍ بِذِي سَلَمٍ،
ڪين سبب سار سڄڻن جي پيرين پاريچا.
مَزَجْتَ دَمْعًا جَرَىٰ مِنْ مُقْلَةٍ بِدَمٍ،
ھاربتي ھنجون ھيج سون ڪڏي رت ڦڙا؛
أَمْ هَبَّتِ الرِّيحُ مِنْ تِلْقَاءِ كَاظِمَةٍ،
يا ورنا واءِ وصال جا سڄڻن سامھان؛
أو أَوْمَضَ الْبَرْقُ فِي الظَّلْمَاءِ مِنْ إِضَمٍ،
يا چمڪي وجڙي رات ۾ پرينءَ جي پارا؟
فَمَا لِعَيْنَيْكَ إِنْ قُلْتَ اكْفُفَا هَمَتَا،
اکين کجاڙو آهه، جي چوين بس ته وهن!
وَمَا لِقَلْبِكَ إِنْ قُلْتَ اسْتَفِقْ يَهِمِ،
قلب کوهه ٿيئي چو هوش ڪر ٿئين منجهان حيران.
أَيَحْسَبُ الصَّبُّ أَنَّ الْحُبَّ مُنْكَتِمٌ،
ڪين پائين عاشق الوت ٿو ته محبت لڪندي.

"قصيده برده" ترجمو سنڌي نظم جو پويون ٽڪرو:

وَائْذَنْ لِسُحْبِ صَلَوَاةٍ مِنْكَ دَائِمَةً،
دائم ڪڪرن رحمت جي کي ڏي موڪل رب رزاق،
عَلَى النَّبِيِّ بِمُنْهَلٍّ وَمُنْسَجِمٍ،
ته وهن وسن وڏڦڙا مٿي پيغمبر پاڪ-
مَا رَنَّحَتْ عَذَبَاتِ الْبَانِ رِيحُ صَبًا،
جيسين چوري ٽاريون بانس جون سندو صبا واءُ،
وَأَطْرَبَ الْعِيسَ حَادِي الْعِيسِ بِالنَّغَمِ،
اُٺن کي ھنڪار ڏئي خوشي سرود سماع.
رَبِّ صَلِّ وَسَلِّمْ دَائِمًا أَبَدًا،
عَلَى حَبِيبِكَ خَيْرِ الْخَلْقِ كُلِّهِمِ!
اي مالڪ ملڪ ملڪوت جا، واحد لاشريڪ،
تنھنجي احسانن ۽ نعمتن جا آھن بحر عميق:

مون جهڙي مسڪين کي ڏنئي توفيق رفيق،
ترجمو ڪيم 'بردي' کي قدر طاقت ۽ تحقيق.
لفظا لازڪ عربيءَ ۾ بلڪل هئا باريڪ،
مون جيها ڪيئن سمجهندا، لايعقل لايليق.
سنڌي عربيءَ وچ ۾ طول وڏا تفريق،
ڪوڏا برابر ڪيئن ٿين سي يماني عقيق؟
حاسد هزارين اٿم، جي ڪڍن ويڪ وڏيڪ،
اي عيب پوش عالم جا، شهنشاهه شفيق!
رسائج رسول کي هي "شفيع" جي تصديق،
'پاٿائيءَ' کي پانهنجا ڏي ذڪر فڪر طريق؛
اهل عيال اولاد ڪر فرمان بردار فريق،
سنگت سڀ صالح ڪر ۽ نيڪبخت خليق؛
انهن کان آزاد ڪر جي غفلت منجهه غريق،
ترب ڏيارج ڪلمي سين ۽ طباعت جي توفيق!

هڪ ٻگهي نظم جو شروعاتي ٽڪرو:

آءُ، امام رباني! ڪر مجدد مهرباني،
تار آهي طغياني، ۽ بيحد بيفرماني،
وچهه هندن ۾ حيراني، تان سچن مسلماني:
آءُ، امام رباني!

اهنج وڏو آهي ات سين، ظلم زبوني ذلت سين،
ڪافر ڪوڙا دولت سين، هڻ ڪامل تن کي ڪاني:
آءُ، امام رباني!

ڪوڙ دغا دولاب فريب، ملڪن ۾ ٿيو ظاهر زيب،
سچ سنگت ۾ اڪثر عيب، داناؤن ڪئي نادانـي:
آءُ، امام رباني!

مومن ويچارا مسڪين، بازي بيحد لـي بيدين،
وڏ ويا سڀ لچ لعين، ملحد منڪر ۽ زانـي:
آءُ، امام رباني!

اصل نسل جن اصلي هون، دليا تن وٽ رياسون هون،
ٻي پليدي پيدا ڪون، تانڪـي تن جي لاني!
آءُ، امام رباني!

ڪافر غالب ڪل غزو،    حڪم هلي سڀ غير شرو،
اهنجو ٿيو ايمان ذرو،    لڱنگي ڏس لنگراني:
آءُ، امام رباني!

هئي حيرت عجب وڏا،    لنگورن تي لقب لڏيا،
نجس لدورا نسب جڏا،    وه واه خانن جي خاني:
آءُ، امام رباني!

"مَل" مٺا ۽ "راوَ" رليا،    "سنگ" سڙيا ۽ "چند" چڙيا،
"مصر" مٺا ۽ "داس" دسيا،    تن ولهن ڪئي ويراني:
آءُ، امام زباني!

علم ويو اسڪول ٿيا،    عالم ۾ اشڪيل پيا،
قانونن ڪيا ڪيل ڪيا،    ڪونه رهيو همراهه حقاني:
آءُ، امام رباني!

منشين ملڪ ڪيو تاراج،    رشوت روءِ رباءَ رواج،
وائين وبتر واء وياج،    در در ڪن ديواني:
آءُ، امام رباني!

ٺاهه ٺهيا ڪل ڪوڙا ڪامي،    پڻيل پڻيل هندن جا حامي،
سورين جا ٿيا سڀ سلامي،    دين فروش ديٺوث دڪاني:
آءُ، امام رباني!

هي هي حاڪم بي انصاف،    تڏهن لڳي ٿي لچن لاف،
ڪٿي ڪن ويچارا اشراف،    مشڪل جن جي ماني؟
آءُ، امام رباني!

ڪانهي پاڪائي پرهيز،    بي بليتيءَ جي پرويز،
آندي اونداهي انگريز،    شل ناس ٿين نصراني!
آءُ، امام رباني!

واهه وڪيلن ڦوڳين ڦوڪ،    ماڪن ۾ مشهور ملوڪ،
ڦوڪيا وتن ياڙي پوڪ،    ڏيهه تنين جا ڏاني:
آءُ، امام رباني!

هڪ ٻئي ڏکي نظم جو شروعاتي ٽڪرو:

هنڌي لڳي هيس،    جا آئي عرب پار جي؛
سرهي منجهه سريس،    هدايت هڪار جي؛
تا عرش ثريا تاثير،    آئي بوءِ بهار جي؛
جاهه نه عطر عنبير،    گل ڦل ۽ گلزار جي؛
ساعت منجهه سڌير،    ٿي همت دل هوشيار جي؛
اڳري ٿي اڪير،    محب مٺي منٺار جي؛
تسبيح ۽ تڪبير،    جيم جليل جبار جي؛
يا رب عليم خبير،    مرد مدح مختيار جي.

ھڪ ٻي نظم جو شروعاتي ٽڪرو:

يا سيد آھ سچا عربي، نرمل نازڪ نور نبي!

ڪل مرسل سند و تون مربي، لا شرقي انت ولا غربي؛

يا عافيتي في المنقلب، انت غياثي في الطلب؛

ڏس مسڪينن جي مضطربي، ميگريو آ ز سبب خربي-

يا سيد آھ سچا عربي!

جت شرمندو شيشو جلبي، ڪينن چال چڱي چٻي؟

آنجا ڇہ مقال ڳلال غبي، ہوء مدح مناسب تا ڳٻي-

جا سبب ڪرين ڪو موت سبين، ڪر مدح پسند عجب عجبي-

نت معاف ڪجو مون اي ادبي- يا سيد آھ سچا عربي!

ھڪ نظم جو شروعاتي ٽڪرو:

حمد هزار حڪيم جا، جو جوڙي عجب عجاب،

امير السني ناھيائين، ۽ حڪمت سين هر باب،

ساقيء جو محبوب هو، جهڙا گل گلاب،

ان جي احسانن ڪي ناهي حد حساب،

ذات ڏنائين اعزي، جا منجهہ خيال نہ خواب!

ھڪ نظم جو ٽڪرو:

الاهي، اسلام جو ڪر عزّ وڏو اقبال!

منافق مردود ٿيا، وين خام خيال-

جن قانونن تي ڪفر جي ٿي ڪيو جنگ جدال،

ڪرسيء ڪاڻ ڪمينن تي وڏو وجهہ وبال،

آهن يار يزيد جا، ۽ دوست سندن دجال:

ميران محي الدين اچي دين وڌائيو،

چائو ساڻ يقين، اجهو مهدي آيو!

الاهي، اسلام جو ڪر عزّ وڏو اقبال!

مورت چوڙيو مهتين، ڏيئي چڙن چال،

غازين غربين سين، پلي ڪيو پال،

ڏکيا ڏينهن لنگهي ويا، قادر ڪڍيو ڪال،

ڏسي دٻدٻو دين جو، ظالم ٿيا زوال:

ميران محي الدين اچي دين وڌائيو،

چائو سائو يقين، اجهو مهدي آيو!

هڪ نظم جو وچيون ٽڪرو:

هر مجلس تنهنجي حق حڪايت، اي سمنڊ سخا جا يلا نهايت!
تنهنجو ڪرم سوال ڪفايت، تنهنجي امت سان رعايت؛
تون آهين هادي عين هدايت، تون هيڻن حامي حق حمايت؛
تون آهين ابر عنايت، يا سيّد آءٌ سچا عربي!
نرمل نازڪ نور نبي، افضل اڪمل اشرف اڪرم-

صلي الله عليڪ وسلم!

سندن چيل هڪ عربي شعر جو شروعاتي ٽڪرو:

جميع المحامد لرب العباد، علي ما هدانا سبيل الرشاد؛
ولقي علي لارض و تد الجبار، وخلق السمٰوات دون العماد؛
و هو يخرج الحي من ميت، و يخرج من الحي ميتا اراد؛
سميع بصير غفور رحيم، و منه المبادي اليه المعاد؛
علي ڪل شيءٍ قدير وڪيل، حفيظ حسيب له الانقياد.

هڪ ٻئي عربي شعر جو شروعاتي ٽڪرو:

الاهي نحمدک حمداً ڪثيراً، و نشڪر شاڪراً شڪراً وّفيراً،
فانک لم تزل مليڪاً قديماً، حڪيماً حاڪماً عدلاً قديراً!

هڪ فارسي شعر جو شروعاتي ٽڪرو:

ما مقيمان شرع مختاريم، رخ بقانون دون لبي آريم.
عندليبان بيضهء اسلام، جا بجا نو بنو بگلزاريم.
مرغ شارخ درخت توحيديم، درة التاج شرع سر داريم.
باميد دليل شرع نبي، فارغ ازمڪر و شر مڪاريم.

هڪ سرائڪي شعر جو ٽڪرو:

شابس شاهه محمد ڪون، جنهه خوار ڪيتا خرمرتد ڪون!
جيڪي مومن حق دي حامي، جڳ تنان دا سڀ سلامي؛
الله ڪيتي هين انعامي، دين ايمان بهشت تمامي؛
مانسن برڪت بيحد ڪون-
شابس شاهه محمد ڪون!

لیک محمد بلوچستاني

# مرحوم مولانا حڪيم تاج محمد افغان "مشتاق"

مرحوم حڪيم مولوي تاج محمد صاحب جن ذات جا افغان هئا. سندن والد بزرگوار جو نالو حاجي خميسو هو. ڊسمبر ۱۸۹۹ع ۾ بدين شهر ۾ تولد ٿيا. پير پاون شاهه جيلاني جن جا مريد ۽ همعصر هئا. عربي، فارسي ۽ اردوءَ ۾ ڪلي مهارت هئڻ سان گڏ ڪين انگريزيءَ تي به ڪامل دسترس هئي. سندن گهرو لئبرريءَ ۾ به ڪيترائي ڪتاب هروقت مطالعي لاءِ رهندا هئا.

مولوي صاحب جن طبابت جو ڪم به ڪندا هئا، جنهن ۾ به لاجواب ماهر هو. طب جو ڪم ڪنهن استاد کان خاص طرح ڪونه پرايو هئائون، ليڪن نندي هوندي کان ئي خدائي ذهن عطا ٿيل هون. پنهنجي مطالعي ۽ ذهن ذريعي، هن فن ۾ استاد ڪامل ٿي گذريا آهن. غريبن کي دوائون مفت ڏيندا هئا. ڪيترين ئي دوائن لاءِ پاڻ اخبارن ۾ اشتهار وجهائيندا هئا ته غريب ٽپال خرچ موڪلي دوا مفت گهرائين يا روبرو وٺي وڃن.

سندن درياهه دلي ۽ مريضن سان همدرديءَ جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي! هروقت پنهنجن مريضن جي حالت جو اونو رهندو هون. سندن مريض جيسين صحتياب نه ٿيندو هو، تيسين ننڊ حرام هوندي هين. وڏي فخر جي ڳالهه هيءَ، جو جيڪڏهين ڪو پهاڙيءَ جو ماڻهو ڪين ڪنهن پرانهين پنڌ تي وٺي ويندو هو ته ڪمال خوشيءَ سان ويندا هئا، ۽ سواريءَ جو ڪرايو وغيره به پنهنجي هڙان ڀريندا هئا: جيڪو ڪين وٺڻ ايندو هو، ان کان ڪجهه به نه وٺندا هئا.

پير پاون شاهه جي وفات کان پوءِ، شهر راجي خاناڻي ۾ اچي مقيم ٿيا، جتي هڪ شاندار اسپتال پنهنجي وڏي پٽ محمد قائم نالي "قائمي يوناني دواخانو راجو خاناڻي" کوليائون، جنهن ۾ يوناني دوائن سان گڏ انگريزي دوائن جو به اسٽاڪ موجود هوندو هون. پاڻ دواخاني جا مئنيجر، ۽ ماهوار طبي رسالي "پيام شفا" جا ايڊيٽر به هئا. رسالو دواخاني جي پنهنجيءَ بريس مان نهايت آب تاب سان ڇپجي نڪرندو هو، جنهن ۾ علم حڪمت تي ڪافي کان وڌيڪ روشني وجهڻ لاءِ حڪيم صاحب جن نهايت ڇيدا ڇيدا مجربات، وڏن حاذق حڪيمن جا آزمايل نسخه جات ۽ پنهنجي مطب جا معلومات درج ڪندا هئا. رسالي جي لکائي توڙي ڇپائي بالڪل ديده زيب هوندي هئي. ٽائيٽل پيج شاندار نموني جو هوندو هو. سندن وفات بعد اهو سلسلو منقطع ٿي ويو، جو جو پوين کان اهو بارگران چڱيءَ طرح سنڀاليو نه ٿيو.

سندن دواخاني ۾ جيڪي به شيون پاڻ هٿ سان ٺاهي رکندا هئا، انهن جي ليبلن تي دوا جو پورو نسخو، ترڪيب استعمال، ٺاهڻ جي تاريخ وغيره سنڌي، اردو ۽ فارسيءَ ۾ لکي چڙهيندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن رسالي يا ڪتاب تان نسخو ڏسي ٺاهيندا هئا، ته ان جو نالو، مصنف جو نالو، ڇپجڻ جو هنڌ، صفحو وغيره باقاعدي چاڙهيندا هئا. وڏي حيرت جي ڳالهه جو هرهڪ دوا سان ان جو نسخو شامل هوندو هو- جيئن ٿورو پڙهيل ماڻهو به آسانيءَ سان ٺاهي سگهي. علم حڪمت جو ڪم پاڻ ماڻهن کي بلا بخل منٿون ڪري سيکاريندا هئا- مگر افسوس جو سندن سخا جي درياهه مان ڪو به فرد نه سيراب ٿيو ۽ نه مستفيض ٿي ٿيو!

پاڻ طبي ڪاليج ٽنڊو محمد خان جي طبي بورڊ جا ميمبر به هئا. رسالي ”پيام شفا“ کان سواءِ علم طب ۾ سندن هيٺ ذيل تصنيفون آهن، جي اڄ مفقود آهن: (١) ڪتاب الحميات (٢) شرح قانونچه، (٣) قرابادين مشتاقي المعروف به طب ساغر ساقي. پوئيون ڪتاب سندن هٿ سان لکيل قلمي بياض آهي، جيڪو راقم وٽ موجود آهي. مرحوم اهو ڪتاب پارسيءَ ۾ لکڻ شروع ڪيو هو، مگر ڪن مجبورين ڪري اڌ ۾ رهيل ٿو پائنجي. ازان سواءِ پيا به ڪيترائي قلمي ڪتاب مذهبي وغيره آهن. مذهبي، پوين جي بيپرواهي ۽ علم ناشناسيءَ ڪري گم ٿي ويل آهن.

حڪيم هڻ سان گڏ، مرحوم جن جيد عالم پڻ هئا. جامع مسجد راڄي خانائي جا پيش امام به پاڻ هوندا هئا. چون ٿا ته پاڻ وڏا بزرگ ۽ ولي الله ٿي گذريا آهن. صوم و صلواة جا سختيءَ سان پابند هوندا هئا. هر جمعي جي ڏينهن صبح جو سوير اٿي، فجر نماز پڙهائي، اوسي پاسي اوليائن ۽ بزرگن- جهڙوڪ سيد سليمان شاهه بخاري، شيخ عمر ۽ ڪموڏائي وغيره- جي زيارت ڪري، ۽ بزرگن جي روحن کي ختما بخشي، موٽي اچي جامع مسجد ۾ جمعي نماز پڙهائيندا هئا.

پاڻ شاعر پڻ هئا. شعر ۾ سندن تخلص ”مشتاق“ هوندو هو. سندن جوانيءَ جا شعر نهايت عمدا چيل آهن، مگر ارمان جو ڪي ٿورا موصول ٿي سگهيا آهن. مرحوم مير احسان علي خان ٽالپر ساڪن راڄو خانائي به سندن شاگرد هو، جو ڪين تمام گهڻي عزت ڏيندو هو. مرحوم سيد احمد شاهه ’خاڪي‘ سان به مرحوم مولوي صاحب جن جو خاص صحبت جو رستو هوندو هو.

ڪين ٽي پٽ هئا، جن مان وڏو پٽ محمد قائم ڪن سببن ڪري گهر ڇڏي جلاوطن ٿي ويو آهي؛ وچيون پٽ غلام علي عرف محمد سومار پسارڪي دڪان جو مالڪ ۽ دوا فروش آهي؛ باقي سندن ننڍو پٽ ڪمال الدين اڳي سنڌي پڙهندو هو، پر هاڻ درزڪو ڪم سکي رهيو آهي.

مرحوم مولوي صاحب جن ٥٥ ورهين جي ڄمار ۾ دل ٽٽي پوڻ ڪري رحلت فرمائي- انا لله وانا اليه راجعون. هيءَ حڪمت جو ستارو ۽ راڄي خانائي جو لقمان هميشه هميشه جي لاءِ غروب ٿي ويو، ۽ پوين کي داغ مفارقت ڏيئي ويو.

حيف در چشم زدن صحبت يار آخر شد،
روي گل سير نديديم که بهار آخر شد!

مولانا مرحوم جي فارسي، اردو ۽ سنڌي ڪلام جو نمونو پيش ڪريان ٿو:

فارسي

بہ بستان مي رود دلبر، دلي با ناز تهہ تهہ تهہ،
لبش قهہ قهہ، رخش مهہ مهہ، قدش چون سرو لهہ لهہ لهہ.
خرامان وار کب کب کب، ولي در نيم شب شب شب،
دويدم در طلب لب لب، شکسو لب گفتہ وہ وہ وہ.

شجع: (۱) چو تاج محمد بسر افراختہ،
بعالم شدہ سايہ در ساختہ.

(۲) چون تاج محمد شدہ زيب ور،
بسايہ درش آمدم بےخطر.

اردو

اے دوستو دنيا مين اسي عشق نے همکو مردانہ بنايا،
اک بوسہ کے لينے سے خفا هوگئے مجھ پر۔ جرمانہ بنايا،
کيا پيش نقدِ دل کو تيرے آگے جو همنے، قدرانہ بنايا،
قدرت نے بنائے تيرے دندان جو هر ايک دردانہ بنايا،
اس نالہ شبگير کے سننے هي تو همکو مستانہ بنايا،
روز ازل مين ميرے اسي کاسہ سر کسا پيمانہ بنايا،
فرقت نے تيرے درد کو برسون سے همارا همخانہ بنايا،
دنيا نے تيرے نالون کو سن سن کي اے "مشتاق" افسانہ بنايا،

سنڌي

الوداع اي دوستو همراز همدم همڪلام،
ڪيو اسان جي سير بستان جي زماني اختتام.
لطف لب شيرين گل ڪي تنهنجي صحبت جو سرور،
ساقيا هون ڪي سنڌ ۾ محفل ۾ رهندو هو مدام.
باغبان! اڄ ڪاڻ ڪا آهي بهاري باغ جي،
ڇهڇتو بگڙيو چنبيلي جو ۽ نسرين جو نظام.
اڄ گران خاطر ٿيا "مشتاق" مرغانِ چمن،
ڪيو تڏهن اڄ بلبلِ مسڪين پيو منزل مقام.

* * *

يا رب اچي نہ باغ سخن ۾ خزان ڪڏهين،
بيدر هجي نہ ناظم اندر جهان ڪڏهين!

رلول رقيب روسيہ شل دور هجي سدا،
نادان تنهن کي نانگ ڪائي ناگهان ڪڏهين!

از هر دو جهان شب وصل شل دراز هوءِ،
خورشيد تا قيام ڏسي نہ آسمان ڪڏهين!

هڪوار ڏسي جلوهٔ جانان عندليب،
بلبل ڪري نہ باغ ۾ شور و فغان ڪڏهين!

* * *

آهيان خوب خوشگوءِ مرغ چمن جو،
نغمہ سنج مان نرگس نسترن جو.

نسيم صبح جي بهاري ۾ بستان،
نظارو ٿيو نرگس سنبل سمن جو.

عجب بوند شبنم جي برگِ حنائي،
مثل هڪڙو قطرو هو دُرِ عدن جو.

ڏسي لعل ڳلڙا تنهنجا گلرخا! مان،
چوان گل گلابي يا سوسن سمن جو!

ڏنا سيب سون ڪي مسيحا علل ۾،
سودائي آهيان مان جو سيبِ ذقن جو.

تنهنجي ياد ۾ اي گل اندام آيس،
گلستان ۾ خواهان گلابي گلن جو.

نہ آهين چمن ۾ تون اي گل رياحين،
سجو پايان ناچيز بستان زمن جو!

اچي جي چمن ۾، چئج ان کي مالهي:
سلام آهہ توکي غريب الوطن جو.

پڙي ياد تنهنجي ويو دور هستي،
ٿيو هڪ ڪرشمو هي ابرو شڪن جو.

ڪجان گل جي نزديڪ مدفون مون کي،
ته جوڙج ڪفن منهنجو برگ گلن جو.

نہ ٿيو دور گردش جي ”مشتاق“ موافق،
نہ هيئن هوند هرگز هي دور زمن جو.

منهن مبارڪ جو مون کان محبوب اڄ موڙين بيٺو؟
تاهه ڪاني جو وري جهولي سنگت ٽوڙين بيٺو؟

حب جي پيڙيءَ ۾ چڙهي اڄ وري ڦرها ڪيئي،
غمزده غمگين ڪي درياهه ۾ لوڙهين بيٺو!

هٿ نه ورتئه ڪيئن ڪريل جو، جو ڇڏيئه ڇولين اندر،
اڄ صفا پاڄهؤن ڇڏي ننين واهه ۾ لوڙهين بيٺو!

حب جو هٿڙو گهمائين ها اتم افسوس هي،
قلب ۾ ڪمزور جي خوني خنجر کوڙين بيٺو!

حب اهڙن سان ڪئي مون، جي ويا رڻ ۾ ڇڏي،
پنهنجا اڄ "مشتاق" ڏس ڪيتا سيئي. لوڙهين بيٺو.

---

# حافظ محمد يوسف مرحوم ٽکڙائي

حافظ محمد يوسف، ولد حافظ محمد هارون، ۱۲۵۸ هه ۾ اڳين ٽکڙ ۾ ڄائو. سندس والد حافظ محمد هارون پنهنجي وقت جو هڪ جيد عالم هو. سندس مڪتب مان ٽکڙ ۽ ٻين ڳوٺن جا شاگرد دولت علم مان مالامال ٿي ويندا هئا.

حافظ محمد يوسف پنهنجي والد کان عربي، فارسي ۽ سنڌي تعليم حاصل ڪئي. قرآن مجيد جي حفظ ڪرڻ جو به شرف حاصل ڪيائين. اڳين ٽکڙ ۾ تعليم کان فارغ ٿي، پنهنجي والد سان گڏ طلبا کي تعليم به ڏيندو رهيو، ۽ گهرجي ڪم ڪار ۾ به پيءُ جي همراهي ڪندو رهيو. وڏيڪ علم جي پرورش لاءِ، پنهنجي والد جي ڪتبخاني ۾ (جو حافظ عاليءَ جي زماني کان وٺي وٽن پشت بپشت هلندو آيو) مطالعو ڪندو آيو. والد جي رحلت کان پوءِ پاڻ ئي مدرسي جو مهتمم ٿيو.

جڏهين اڳين ٽکڙ درياهه جي اٿل ڪري زيرآب آئي، تڏهين حافظ صاحب به ٻين ماڻهن وانگي موجوده ٽکڙ ۾ سڪون پذير ٿيو، ۽ هتي به پنهنجو مدرسو جاري ڪيائين.

موجوده ٽکڙ ۾ سندس مدرسو اوج ۽ ڪمال تي پهتو. ڪئي ڪئي جا شاگرد حافظ صاحب جي فيوض ۽ برڪاتِ علم مان مستفيد ٿيڻ لاءِ ٽکڙ ۾ اچڻ لڳا. سندس ئي محنت ڪري، ٽکڙ مان "مخلص"، "فدا"، "حافظ"، "دلگير"، ۽ "بسمل" جهڙا شاعر پيدا ٿيا. حضرت صاحب خواجه عبدالرحمان سرهنديءَ جي ٽکڙ ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ ڪري، ٻين ماڻهن وانگر، حافظ صاحب به سندن مريد ٿيو. ٽکڙ جي سادات ۽ عام ماڻهن جي استاد هئڻ ڪري، ڳوٺ ۾ سندس حد کان وڌيڪ عزت ڪئي ويندي هئي. خود سادات به سندس تعظيم ۽ تڪريم بجا آڻڻ ۾ ڪوتاهي نه ڪندا هئا. پاڻ جڏهين به ڪاوڙ ۾ هو، ته ڪيس ڪير به جواب ڪونه ڏيندو هو. ڪيترا دفعا وڏن سيدن — جهڙوڪ عبدالحڪيم شاهه ۽ غلام شاهه وغيره — تي به غصو ڪندو هو، مگر سيدن مان ڪير به مٿس ٺڪو ڪونه ڳالهائيندو هو.

حافظ صاحب تمام اعليٰ پايي جو خوشخط هو. سندس اکرن کي ڏسي، ڇاپي جو دوکو ٿئي ٿو. ٽکڙ جي سيدن جي شادين جا دعوتناما ۽ خط پٽ حافظ صاحب ئي لکندو هو. انهن خطن جي طرز تحرير کي ڏسي معلوم ٿو ٿئي ته حافظ صاحب هڪ سٺو پارسي دان هو.

شاعري ڪيس حافظ عاليءَ جي ورثي مان ملي. پاڻ گهڻن نڪواڻي شاعرن جو شاعريءَ ۾ استاد هو. سندس ڪلام زماني جي خرد برد ڪري ناپيد ٿي ويو آهي. سندس ڪلام اڪثر پارسيءَ ۾ هو، جو هينئر ڪوٺو ڪري آڏوهيءَ جو ڪاج ٿي ويو آهي. ڪجهه سندي ڪلام هت آيو آهي، جو پيش ڪبو. مون کي افسوس آهي جو اهڙي بزرگ انسان جو احوال معلوم ڪري نه سگهيو آهيان، ۽ نه ئي هينئر سندس لائق فرزند مرحوم حافظ "بسمل" زنده آهي، جنهن کان ڪجهه وڌيڪ معلومات حاصل ڪري سگهجي ها.

سندس ٻه فرزند هئا، جن مان وڏو "دلگير" جي تخلص سان، ۽ ننڍو ۾ ننڍو "بسمل" جي تخلص سان، ادبي دنيا ۾ مقبول ۽ شهرت يافته شاعر ٿيا.

حافظ صاحب ١٣٢٢هه ۾ وفات ڪئي.

## انتخاب

ڪڏهين نه پاڻ کان مون کي سڄڻ جدا ڪريو،
جي ڏين جان نه آن تي وري جفا ڪريو.
سڄي چمار ۾ هئي التجا اِها منهنجي،
تہ هن مريض محبت جي ڪا دوا ڪريو.
پکيڙي دام، ڪيئي قيد دل کي ڪاڪل ۾،
ڪري قياس ڪو دل ۾، وري رها ڪريو.

* * *

داد دلبر سوا نہ ڏيندو ڪير، هاڻ همراز منهنجو ٿيندو ڪير؟
تنهنجي محفل ۾ سه لقا مون کي، ساڻ ساٿي ڪري سڏيندو ڪير؟
اڪ ڦري ٿي ۽ پڻ لنيو ڪانگل، اڄ اڱڻ عاشقن جي ايندو ڪير!
جن کي مستي رهي محبت جي، تن کي ٻلبل ڇئي ٻليندو ڪير؟

---

منظور احمد حليمي

# مولانا غلام صديق مرحوم شهداد ڪوٽي

الحاج علامه غلام صديق صاحب جن مولانا نور محمد صاحب جا ننڍا فرزند هئا. سندس جاءِ ولادت ڪنڌو، تحصيل ڀاڳ، رياست قلات، ڊويزن بلوچستان آهي. سندن ولادت جي تاريخ ۴ ربيع الاول ۱۲۶۰ هجري آهي. ابتدائي زماني ۾ ڪنڌي بلوچستان ۾ رهيا، ۽ پوءِ پنهنجي والد بزرگوار ۽ وڏي ڀاءُ مولانا ميان گل محمد صاحب جن سان گڏ، سرائي پير بخش مرحوم جي طلب موجب، شهداد ڪوٽ ضلعي لاڙڪاڻي سنڌ ۾ اچي رهيا. تعليم پنهنجي والد بزرگوار ۽ وڏي ڀاءُ مولانا ميان گل محمد صاحب کان حاصل ڪيائون، ۽ مدرسه نور محمديه شهداد ڪوٽ مان، ۱۳ سالن جي عمر ۾، علمي فراغت جي سند حاصل ڪيائون. سندن طريقت جو سلسلو قادريه هو، ۽ حضرت قدوة العارفين مولانا ميان غلام حيدر صاحب قادريءَ جا مريد هئا. ۱۴ سالن جي عمر ۾ کين خلافت ملي، ۽ سندن مشهور خليفا مولانا غلام محمد ڪمال ديرائي رياست خيرپور ميرس، ميان علي شير چانڊيو ديرو غيبي خان، ۽ ميان عمرالدين صاحب، وغيره هئا.

علامه صاحب جا مکيه همعصر مولانا عبدالغفور همايوني، مولانا محمد هاشم ڳڙهي ياسيني ۽ مولانا عبدالرحمان صاحب سکرائي هئا.

سندن فارغ التحصيل شاگردن جو تعداد تمام گهڻو آهي، جن مان علامه حسن الله صاحب مرحوم پاٽائي، مولانا عطاءالله فيروزشاهي ۽ مولانا غلام محمد صاحب مهيسر (ڳوٺ ڪمال ڏيرو، تعلقو ڪنبت) مشهور بزرگ آهن.

علامه صاحب نهايت سخي ۽ فياض هئا. مسڪينن سان گهڻو قرب هون. سندن وضع قطع نهايت سادي هئي. سادات ڪرام ۽ عالمن سڳورن ۽ ديارِ حبيب جي مديني عرب باشندن جو بيحد احترام ڪندا هئا، ۽ هميشه زبان حال سان مترنم هئا:

"أمُرُّ علی الديار ديار ليلی　　اُقَبِّلُ ذا الجدارَ و ذا الجدارَ
وَ ما حُبُّ الديار شغفن قلبي　　ولٰکِن حُبُّ مَن سَکَنَ الديارَ"

(محبوب جي ملڪ مان لنگهڻ وقت سندس پٿين جو چمڻ ان ڪري نه آهي ته ڪو مون کي پٿين سان گهڻي محبت آهي - بلڪ انهن ۾ رهندڙ محبوب جي محبت ائين ڪرائي ٿي.)

پاڻ ڪرامت جا صاحب به هئا. سندن ڪيترين ئي ڪرامتون مشهور آهن، جن مان هي
به قابل ذڪر آهن:

(١) سندن خليفو ميان علي شير چانڊيو، جو نهايت ڪند ذهن هو ۽ عمر جو گهڻو وڏو هو،
ان تي مدرسي جا سڀ شاگرد ٺٺوليون ڪندا هئا. هو ويچارو نهايت صبر سان برداشت ڪندو
رهندو هو، ۽ کين چوندو هو ته "مسخريون پل ڪريو، پر سبق ياد ڪرايو". هڪ دفعي
مولانا غلام صديق مرحوم اچي ميان علي شير جي اها حالت ڏٺي. کين ڏاڍو رحم آيو.
مولانا مرحوم اوڏيءَ مهل سڀ ڪتاب آڻائي، هرهڪ ڪتاب مان شروع ۽ پڇاڙيءَ جي
هڪ هڪ سٽ کيس پڙهائي، فرمايو ته "هاڻي تون سڀني شاگردن جو استاد آهين ۽ سڀني کي
پڙهائيندو رهه". خدا جي مرضيءَ سان ٿيو به ائين - خليفو علي شير سڀني شاگردن جو استاد ٿيو!

(٢) اهڙيءَ طرح، هڪ دفعي پاڻ ڪراچي بندر مان پنهنجي مريد حاجي سائينداد مرحوم
کي شهر ڏي ڪنهن ڪم سان موڪليائون. حاجي صاحب گهڻي دير ڪئي، ۽ پاڻ گهڻو انتظار
ڪندي جهاز ۾ سنگتين سان گڏ حج جي سفر لاءِ چڙهي ويٺا. جهاز حاجين کي کڻي روانو ٿيو،
ته ڏٺائون ته حاجي سائينداد ڪناري تي بيٺو آهي ۽ سڏ پيو ڪري. ان وقت مرحوم مولانا
پنهنجي پڳ لاهي، هيٺ رکي، چيو ته "ايستائين مٿي تي نه رکندس، جيستائين هو اچي!"
بوءِ، هٿن جي اشارن سان حاجي سائينداد کي چيائون ته "هليو اچ". جهاز فوراً بيهي ويو،
۽ حاجي سائينداد مرحوم سمنڊ ۾ ٽپو ڏيئي زور سان چيو ته "منهنجا سچا مرشد، آءٌ اچي رهيو آهيان!"
جهاز اگرچ ڪناري کان پري هو، مگر حاجي سائينداد چيو ته کيس گوڏي جيترو پاڻي مس نظر
ٿي آيو! جهاز وارن پيڙي لاهي کيس کڻي ورتو، تڏهن حضرت مولانا پنهنجي پڳ مٿي تي
رکي، ۽ جهاز روانو ٿيو.

"گر قبولِ حق بود آن مردِ راست،
دستِ او در کارها دستِ خداست."

مولانا غلام صديق مرحوم فارسي ۾ "عمليات صديقي" وغيره غير مطبوع ڪتاب ڇڏيا آهن.
سندن وفات ٢٢ ربيع الاول ١٣٢٣ هجريءَ ۾ ٿي، ۽ درگاهه صديقيه شهداد ڪوٽ ۾ مدفون آهن.

مرحوم مولانا غلام محمد صاحب ڪمال ديرائي ذڪر ڪندو هو ته سندن شرعي فتوائن
جو مجموعو هڪ نهايت ضخيم جلد جي صورت ۾ موجود هو، جنهن کي "جُنگ" نالي سان
سڏيندا هئا. سندن وفات کان پوءِ اهو جُنگ پير تراب علي شاهه راشديءَ جي قبضي ۾ هو،
جنهن سان مولانا صاحب جن جي نياڻيءَ جي شادي ٿيل هئي. هاڻي خبر ناهي ته اهو جنگ
ڪٿي آهي. مولانا غلام محمد صاحب فرمائيندو هو ته "ابا! انهيءَ جُنگ ۾ نظر ڪرڻ سان
ائين ڏسڻ ۾ ايندو، گويا هڪ علم جو دريا آهي، جو چوليون هڻي رهيو آهي. مختلف فيه
مسئلن بابت عجيب ۽ غريب تحقيق ٿيل آهن". ڪاش، اهو ڪتاب ڪٿان ملي وڃي!

## علامه محمد هاشم مرحوم ڳڙهي ياسيني *

مولانا محمد هاشم جي ولادت سن ١٢٠٩ ﻫ ۾ شهر شهداد ڪوٽ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ٿي. استاد العلماء مولانا نورمحمد صاحب جي مدرسي ۾، اول ڪان آخر تائين سمورو علم پڙهي، فارغ التحصيل ٿيا. ان بعد، شهداد ڪوٽ جي ويجهو پري جي ڳوٺ ۾ ديني مدرسو کولي پڙهائڻ لڳا، جنهن ۾ ستر ڪن طالب العلم مختلف سبقن ۾ پڙهندا هئا. سندن مدرسي مان ڪيترا عالم فيضياب ٿي نڪتا. پوءِ، ڪجهه وقت بعد، مولانا کي حضرت مولانا ميان تاج محمد صاحب، پنهنجي فرزند ميان گل حسن جي پڙهائڻ لاءِ، پنهنجي ڳوٺ ڪنبار (قلات بلوچستان) ۾ وٺي ويا. اتي به سندس مدرسي ۾ ڪيترا شاگرد بلوچستاني ۽ سنڌي پڙهندا هئا. صاحبزادي ميان گل حسن صاحب جڏهن سمورو علم مولانا ڪان پڙهي دستاربندي ڪئي، تڏهن، ميان صاحبن جي مخلص مريد نواب اسدالله رئيسياڻي جي استدعا تي، ڪيترا سال رئيسياڻين جي جاگير محرم جي شهر ۾ مولانا صاحب جن قاضي ٿي رهيا. آخر ناڙي جي ملڪ ۾ پاڻيءَ جي اڻاٺ ۽ بي انداز گرميءَ جي برداشت نه ڪري سگهڻ ڪري اتان ڇڏي آيا، ۽ خانصاحب الله بخش خان دراني بارڪزئي جي طلب سان ڳڙهي ياسين ۾ اچي مدرسو کوليائون، جنهن ۾ پري پري جا طالب العلم لاڙ، سيل، بلوچستان ۽ افغانستان کان اچي پڙهڻ لڳا ۽ فيضياب ٿيا.

مولانا جا فيضياب شاگرد، مولانا گل حسن سجاده نشين ڪنبار ۽ صدر قضاة بلوچستان، مولانا مولوي عبدالله صاحب رتائي (جنهن وٽان مولانا خادم حسين صاحب ۽ ٻيا ڪيترا پڙهي عالم فاضل ٿيا)، مولانا مولوي ڪريمداد صاحب ٽيڙهي وارو، مولانا غلام عمر صاحب ڏکڻ وارو، مولانا جو فرزند مولانا محمد قاسم صاحب، مولانا تاج محمد صاحب بلوچستاني، مولانا جمال الدين صاحب صحبت پوري، مولانا حافظ نورمحمد صاحب ياسيني قاري، مولوي فقيرمحمد صاحب، مولوي ڪمال الدين صاحب سيوائي، مخدوم غلام مصطفيٰ صاحب سجاده نشين محمد پور شريف، مولوي عنايت الله صاحب آگرو، مولوي گل محمد صاحب ۽ مولوي پيرمحمد صاحب وارهه وارا ۽ ٻيا ڪيترا آهن.

مولانا محمد هاشم جن، حضرت مولانا ميان تاج محمد صاحب بزرگ ڪنبار شريف واري کان بيعت هئا. نماز روزي جا سخت پابند، سحرخيز، اشراق ۽ صلواة تي مواظبت رکندڙ هئا. شريعت جي هتڪ حرمت تي سخت غيرت کائيندڙ، بدعقيدي ۽ بدمذهب ماڻهن کان نفرت

---

* هيءَ سوانح عمري مولوي نجم الدين ۽ محمد قاسم صاحب ياسينيءَ جي موڪليل مواد تان ورتل آهي. – مرتب

ڪندڙ هئا. صوفياء ڪرام جي عزت ڪندڙ، صالحن جي صحبت ۾ خوشنود ٿيندا هئا - خاص ڪري حضرت سلطان الاولياء خواجه عبدالرحمان صاحب سرهندي ۽ سندن فرزند خواجه محمدحسن جان صاحب ۽ خواجه عبدالقدوس آغا شيرين جان صاحب جا سخت معتقد رهيا.

سندن تصنيف گهڻي ضايع ٿي ويئي آهي. هن وقت هڪ دفتر تحريرن جو (رسالہ نذر بابت، حاشيہ ۽ ترڪيب مائة عامل جي، حاشيہ هداية النحوجو، حاشيہ بديع الميزان ۽ ايساغوجي جو، صرف بهائي تي) لکيل آهي. شعر چوڻ ۾ به ڪين چڱي دسترس هئي. ڪيترئي تاريخون سندن نظم ۾ چيل آهن. مثال طور، سندن چيل تاريخ جا ٻہ بيت، جي حضرت سلطان العارفين خواجه عبدالرحمان صاحب سرهنديءَ جي رحلت بابت چيا اٿن، هيٺ ڏجن ٿا:

شد فلک ز اندوه در خونِ شفق،
شد ملک ز افسوس پنهان در شفق.
بود خاصِ حضرت رب الفلک،
"غفرلہ" تاريخ او گفتہ ملک. (١٣١٥)

مولانا جن تاريخ ١٩ شوال سال ١٣٢٢ هجري ۾ هن جهان فاني مان رحلت ڪئي. پويان ٽي فرزند - مولانا حاجي محمد صالح صاحب، مولانا محمد قاسم صاحب، ۽ مولانا محمد ابراهيم صاحب، ڇڏي ويو. سندن مزار مبارڪ ڳوٺ ياسين جي اولاهين قبرستان ۾ زيارتگاهہ عام آهي. سندن تاريخ وفات لاءِ عارف بالله عامل ڪامل سيد احمد شامي صاحب عربيءَ ۾ هي بيت چيا آهن:

| | |
|---|---|
| اسفا لفقد العالم الرباني | صدر العلوم و مفخر الاعيان |
| الكامل المفضال زبدة عصره، | شيخ الكرام و ربة العرفان |
| اعني محمد هاشم من قد بدا | ضيفا من الاضياف للرحمٰن |
| بشراه قد فازالسعادة بالرضا | تاريخه "في معدل الرضوان" - ١٣٢٢ |

ايضاً تاريخ از ميانجي عبدالله سرهندي شهداد ڪوٽي:

جست هندي چو سال رحلت او گفت هاتف "شد اندرون بهشت" - ١٣٢٢

# مولوي محمد علي "طالب" مرحوم

هي بزرگ، بکر جي آسپاس کنهن ڳوٺ جو رهاڪو هو. سندس والد جو نالو محمد پناهه هو. سندس تخلص "طالب" آهي، جنن تہ پنهنجي ڪتاب "ظهورنامہ" ۾ چوي ٿو:

نام پدر ما ست محمد پناه     ساخته در ظل" محمد پناه
حاجيء حرمين شريفين هست     زائر فرخنده مقامين هست
بر سرم اين سايهٔ پاينده باد     از سببش بختم فرخنده باد
نيز مرا نام محمد علي ست     "طالب" هم باز تخلص جلي ست

هيءَ بزرگ ڀاڱ نقشبندي سلسلي جو آهي. سندس مرشد حضرت نظام الدين صاحب سرهندي آهي. آن جي منقبت ۾ ٢٦ بيت چيا اٿس، جن مان ڪي هي آهن:

حضرت مرشد کہ شہ با صفا ست     عاشق درگاه شه مصطفا ست
لامع خورشيد ز سرهند تافت     روشني از پرتو او سند يافت
شيخ امين رهبر راه خدا     قطب احمد غوث امام هدیٰ
مرغ دل اوز حفيض صفات     ساخته پرواز سوی اوج ذات
دهن از او يافته رونق تمام     نامش زان آمده "با دين نظام"

سرور ڪائنات صلي الله عليه وسلم جن جو سُوی مبارڪ، جو روهڙي شريف ۾ قديم زماني کان محفوظ آهي ۽ سنڌ جا علماء ڪرام ۽ صوفيا عظام دل جي شوق سان ان جي زيارت ڪندا آهن، آن جو تاريخي پس منظر پنهنجي "ظهورنامہ" ۾ طالب مرحوم تمام چابڪدستيءَ سان ڇيڙيو آهي. مضمون تہ تمام ٿورو آهي، مگر هن بزرگ آن بابت جو ڪتاب لکيو آهي، آن جا سڀ بيت ٤٤٢٦ آهن، ۽ آهو ڪتاب سنہ ١٢٧٤هہ ۾ تاليف ڪري ختم ڪيو اٿس - جنن تہ آن ۾ لکيو اٿس تہ

سال وي از هاتف کردم سوال     بهر چنين نامهٔ فرخنده فال
از مدد او قلم اينجا نوشت     وه چه بود قصهٔ نيکو سرشت
بود ز هجرت بحساب و شمار     سال بهفتاد و دو صد باهزار
باز دو سال از بران بر فزود     خاتمهٔ نسخهٔ در اين سن ببود ١٢٧٤
از رمضان جملهٔ آخر بدان     روز از او بيست و پنجم عيان

ڪتاب جو سبب تاليف هن طرح ڄاڻائي ٿو ته روهڙيءَ ۾ موي مبارڪ جي مجاور ميان رحمت الله مون کي موي مبارڪ جو لکيل احوال ڏنو ۽ ان کي فارسيءَ ۾ نظم ڪرڻ لاءِ ارشاد فرمايو، جو مون قبول ڪيو. آن جو خلاصو هن طرح آهي:

شيخ عبدالباقي صديقي رحه بکر جي قلعي جو رهاڪو هو. آهو حج تي ويو. آتان وري استنبول آسهيو. آتي هڪ بزرگ شيخ نجم الدين هو- هيءَ آن جي صحبت ۾ وڃي رهيو. آن بزرگ وٽ موي مبارڪ بي بي ام سلمه وٽان واسطن سان پهتل هو. عبدالباقي آن بزرگ وٽ ڇهه سال رهيو. عبدالباقيءَ جي فضيلت نجم الدين کي پسند آئي، ان ڪري پنهنجي نياڻيءَ جي شادي آن سان ڪرايائين. عبدالباقيءَ وطن ورڻ جو خيال ڪيو ته ان کي چيائين ته "منهنجي حياتيءَ تائين اوهان کي مون وٽ رهڻو پوندو"; ان ڪري عبدالباقي ونس رهجي پيو. آن جي وفات کان پوءِ، پنهنجي زال سان، موي مبارڪ کڻي، بکر موٽي آيو- مگر موي مبارڪ کي ظاهر نه ڪيائين.

بکر ۾ حضرت حيدرشاهه حقاني رهندو هو، آن کي حضورصلعم جن کان ارشاد ٿيو ۽ پڻ غيبي خدائي آواز ٿيو ته موي مبارڪ عبدالباقيءَ وٽ آهي، آن جي زيارت ڪر ۽ آن کي ظاهر ڪرڻ لاءِ آن کي ارشاد ڪر. هيءَ بزرگ، عبدالباقيءَ وٽ ويو ۽ آن سان سارو احوال ڪيائين. عبدالباقيءَ چيو ته شريعت ۾ ٻه شاهد ضروري آهن، هڪ پيو ٻه شاهد هجي ته پوءِ موي مبارڪ ظاهر ڪندس.

بود در آن قلعهٔ بکهر بلند — قطب يقين مرد بسي ارجمند
شاه که او حيدر حقاني ست — شيخ احد مصدر نوراني ست
مايهٔ صد فيض وَلئِّي خدا — صاحب دين رهبر راهِ خدا
بود شريعت هم گفتار او — گشته طريقت هم کردار او
شيخ اجل عارف بالله خوان — قطب احد عاشق لِلّٰهِ خوان
سيّد عالي شده رضوي لقب — بود ز آلِ شهِ فخرِ عرب
قلعهٔ بکهر اگرش مسکن ست — در شهر لُوهَرِيش مدفن ست
قبهٔ عاليش زيارت گه ست — در اظير ديده بصارت ده ست
نعمت عظمي چوبه بکهر رسيد — در دلش از غيب ندا در رسيد
آمدش از درگه يزدان خطاب — هم زشهِ احمد زين سان خطاب
بندهٔ باقي کہ بود بکهري — يابي نزدش چو براو بگذري
زود خطابي برسان از منش — واقف از سرّ حقيقت کنش

القصه، حضرت حيدرشاهه حقانيءَ کي ڏاڍو انتظار هو ته غيب مان ڪو ٻيو شاهد پيدا ٿئي ته موي مبارڪ جي امين جو عذر ختم ٿئي ۽ موي مبارڪ ظاهر ڪري. تقدير کي منظور هو ته هي فيض آسٽ کي ملي. ان لاءِ هيءَ صورت پيدا ٿي جو مخدوم محمد عثمان درٻيلي

مهراڻ

جي اولاد مان مخدوم عبدالملڪ حج تي ويو. آتي حضرت صلعم جن ارشاد فرمايس تہ حيد رحقانيءَ سان گڏجي، عبدالباقيءَ کي چئو تہ وار مبارڪ ظاهر ڪري. عبدالملڪ، حيدرحقاني سان گڏجي عبدالباقي کي آن لاءِ چيو، جنهن قبول ڪيو ۽ اهو موي مبارڪ ٩٥٢ هہ ۾ ظاهر ڪيو ويو، ۽ اُمت لاءِ زيارتگاهہ بنايو ويو. طالب مرحوم چوي ٿو تہ:

سيد همت آگهي از پاک نور　　ڪامده درسنہ ڪدامي ظهور

نهصد و پنجاه ز هجرت ببود　　هم دو عدد سال برآنها فزود

بعد ازان هرسہ ڪس آن هوشيار　　آمده در لوهري از بهرڪار

همت دراو جامع مسجد بلند　　از طرفي برلب درياي سند

ڪرده معيّن ز جنوبش مڪان　　ليڪ بود چند مڪان در ميان

نيز همانجا علم افراختند　　درگهہ آثار بجان ساختند

---

نوٽ: ”ظهورنامہ“ جي جنهن نسخي تان هي اقل ڪيو ويو آهي، اُن جو ڪاتب پنهنجو نالو ۽ ڪتابت جي تاريخ هن طرح تحرير ڪري ٿو:

”محرره نيازمند درگاه الله الصمد، آخوند فيض محمد ولد مرحوم فتح محمد عفي الله عنهما، سڪنہ شهر لوهري، في التاريخ ١٨ ماهہ شوال المڪرم سن ١٣٠٦ هجري المقدسہ“

# مولانا محمد آگرو مرحوم

هي بزرگ، صورت ۽ سيرت جو محبوب، ڳوٺ فيض محمد آگري تعلقي ميهڙ جو ويٺل هو. مولانا عطاءُ الله فيروز شاهيءَ وٽ فارغ التحصيل ٿيو. مولانا محمد نهايت ڪانئي نياز ۽ نئڙت جو مجموعو هو، ۽ هميشه با ادب رهندو هو - ايتريقدر جو سندس استاد چوندو هو ته "جي ادب کي صورت هجي ها ته ميان محمد جي صورت اختيار ڪري ها". فارغ التحصيل ٿيڻ بعد، مولانا صاحب پنهنجي ڳوٺ ۾ تـوڪلاً علي الله گوڏو پيچي ويهي رهيو ۽ درس تدريس جو سلسلو شروع ڪري ڏنو، ۽ نهايت ئي ڪاميابيءَ سان طالبن کي فيض رسايو. سندس شاگردن مان مشهور هيٺيان آهن: (۱) مولوي قادربخش، ضلعو نوابشاهه؛ (۲) مولانا گلاب الدين چنو، فيروز شاهي؛ (۳) مولوي محمد علي، ضلعو نوابشاهه؛ (۴) مولوي فيض الڪريم سانڌ، ٺاروشاهي، اهلحديث؛ (۵) مولوي نبي بخش، ضلعو نوابشاهه؛ (۶) مولوي محمد صاحب آگرو، ضلعو نوابشاهه؛ (۷) مولوي محمد دائود آگرو، ضلعو نوابشاهه؛ (۸) مولوي محمد اسماعيل، ضلعو نوابشاهه؛ (۹) مولانا محمد پريل آگرو؛ (۱۰) مولوي غلام نبي، سندس پاٽئيو؛ (۱۱) مولوي ڪريمداد، ٺوڙهي تعلقي قنبر وارو؛ (۱۲) مولوي محمد مختار جاگيراڻي؛ (۱۳) حڪيم مولوي فضل محمد، نوشهري فيروز وارو؛ ۽ (۱۴) حڪيم مولوي عنايت الله، سندس پاٽئيو.

مولانا محمد صاحب، پنجاهه ورهين جي ڄمار ۾، ۱۵ رجب سن ۱۳۲۴ هجريءَ ۾ وفات ڪئي.



مولانا دين محمد اديب

# مخدوم عبدالمجيد فيروزشاهي مرحوم

هيءُ بزرگ علامه عطاءالله فيروزشاهيءَ جو ڏاڏو هو. مخدوم صاحب ننڍيءَ عمر ۾ ئي يتيم ٿي پيو. ان زماني ۾ مولانا محمد صادق ڪڇيري (تعلقو مورو) وارو انهيءَ ڳوٺ ۾ آيو. شايد مير صاحبن جو ملازم هو يا ڪو پيو ڌنڌو ڪندڙ هو. بهرحال مخدوم عبدالمجيد جي پرورش ڪندڙ، ڪيس پڙهڻ لاءِ مولانا محمد صادق جي حوالي ڪيو. مخدوم صاحب ڪڇيري ۾ مولانا موصوف وٽ فارسي ۽ عربيءَ جي تعليم نحو تائين حاصل ڪئي. انهيءَ وقت ۾ مولوي صاحب وٽ سندس سبقن ۾ ناغا پوڻ لڳا، تنهنڪري مولوي صاحب کان رخصت گهريائين، جنهن تي مولوي صاحب ڪيس تنبيهه ڪئي ۽ رخصت نه ڏني.

مولوي محمد صادق صاحب کي خواب ۾ ڪنهن مماتي واري بزرگ (غالباً سيدنا عبدالقادر) فرمايو ته هن (مخدوم عبدالمجيد) کي اجازت ڏي ته ڪٿي وڃي پڙهي. انهيءَ خواب کان پوءِ مولانا محمد صادق هن کي اجازت به ڏني ۽ هڪ رپيو راهه خرچ طور ۽ هڪ چادر ڏني. مخدوم صاحب ان کان پوءِ مٽيارين ڏانهن رخ رکيو. ان زماني ۾ مولانا محمد عثمان شهيد مٽعلويءَ جو مدرسو برڪ هو؛ ان ڪري وٽس آيو. جڏهن مولانا محمد عثمان ڪيس ڏٺو، تڏهن چيائين ته "بابا! دير سان آيو آهين، تنهنجي لاءِ ته اڳيئي مون کي سفارش ٿيل آهي"! پوءِ هن بزرگ، مخدوم صاحب کي شفقت سان پڙهايو ۽ پنهنجو خاص خادم ڪيو. آخر فارغ التحصيل عالم ٿيو. انهيءَ زماني ۾ مٽيارين ۾ الهه بندو نالي هڪ فقير هوندو هو، جنهن مخدوم عبدالمجيد کي چيو ته "بابا! هڪ هوا لڳندي، ان سان توکي سياهه ٿيندي، جنهن سان تون جانبر ٿي نه سگهندين."
خدا جي قدرت جو ٿيو به ائين.

جڏهين مخدوم صاحب ڪڇيري ۾ پڙهندو هو، تڏهن ان وقت جو ڪنيارين وارو بزرگ اتي آيو. ان وقت مولانا عبدالمجيد "هداية النحو" پڙهندو هو. ڪنيارين واري بزرگ اول پنهنجي صاحبزادي کان ڪو قاعدو پڇيو، يا ڪتاب مان ڪو مڪان هو، جنهن جو جواب صاحبزادي کي نه آيو. ان کان پوءِ مولانا عبدالمجيد کان پڇيائين، جنهن جواب صحيح عرض ڪيو. ان تي بزرگ فرمايو ته "ذالک فضل الله يؤتيه من يشاء". -(اهو الله جو فضل آهي، وٽيس تنهن کي ڏئي).

دستاربنديءَ بعد مخدوم صاحب ڀُوٽ فيروز شاهه جي پرسان ڀن ميلن پنڌ تي "ناري" نالي هڪ ڳوٺ ۾، جتي سادات عظام رهندا آهن، انهن کي پڙهائڻ لاءِ مدرسو کوليو. فيروز شاهه ۽ ناري جي وچ ۾ ان زماني ۾ رستي جي ڀنهي پاسن سخت جهنگ هوندو هو، مگر مولانا عبدالمجيد هر جمعي جي رات پنهنجي ڏاڏي مخدوم عبدالله پيروچ جي مزار تي ايندو هو، ۽ چاليهه دفعا ياسين شريف پڙهندو هو. تلاوت جي دوران ۾ هڪ ڪاريهر نانگ به ظاهر ٿي ويهندو هو، مگر هي بزرگ بنا هراس جي ورد پورو ڪري ناري ڳوٺ ڏانهن موٽي ايندو هو. سندس پٽ ميان خير محمد به وڏو عالم ٿيو، باقي سندس ٻين شاگردن جو علم نه آهي.

آباديءَ جي ڏينهن ۾ جبل ۽ ڪاڇي جا مالدار، ڳوٺ فيروز شاهه ۾ سانگ تي ايندا هئا. هڪ مسافر جو رڍن يا ٻڪرين جو ڌڻ چورائجي يا وڃائجي ويو. آن ماڻهن کي چيو ته مون کي ڪنهن مماتي واري بزرگ جو ڏس ڏيو ته اتي وڃي هن مشڪل لاءِ دعا گهران. جيئن ته هن کي "حضرت پيروچ" جو پتو ڏنائون، تنهنڪري اهو مسافر "پيروچ" جي بجاءِ وڃي مخدوم عبدالمجيد جي تربت تي دعا گهرڻ لڳو ۽ سمهي پيو. خواب ۾ مخدوم عبدالمجيد چيس ته "منهنجو شاگرد فقير محمد عيسيٰ ڪلهوڙو اگهمائين جي ڳوٺ ۾ آهي، ان کي وڃي منهنجا سلام ڏي ۽ هيءَ احوال ڪرينس، ته توکي ڌڻ هٿ ڪري ڏيندو". جڏهن شاگرد کي مماتي واري استاد جا سلام مليا ته وجد ۾ پهچي ويو ۽ انهيءَ مسافر کي ڌڻ هٿ ڪري ڏنائين. مرحوم مخدوم صاحب جي ڄمڻ ۽ وفات جي سال بابت ڪابه پڪي خبر ملي نه سگهي آهي، پر هو ٻارهين صدي جي آخر ۽ تيرهين صدي هجريءَ جي اوائل جو بزرگ هو.

---

مولانا دين محمد "اديب"

# علامه حاجي عطاءالله مرحوم فيروزشاهي

مولانا حاجي عطاءالله جن جي نسب جو سلسلو حضرت بهاؤالدين زڪريا ملتاني قدس سره جي خليفه پيروچ سان ملي ٿو. مولانا صاحب جن ڳوٺ فيروزشاهه تعلقي ميهڙ ضلعي دادو ۾ پيدا ٿيا. ابتدائي تعليم فيروزشاهه ۾ پنهنجي والد مولانا خير محمد وٽ ورتائين: مولانا عبدالرؤف مورانيءَ وٽ "شرح جامي" تائين پڙهيو: ۽ حضرت مولانا نورمحمد ۽ مولانا گل محمد شهداد ڪوٽيءَ وٽ دستار فضيلت ٻڌائين. مولوي محمد صديق، سندن شاگرد، جي روايت آهي ته ٻه سال موري ۾ پڙهيا، ۽ انهيءَ وچ ۾ ڳوٺ ڪونه آيا. شهداد ڪوٽ ويندي، نئين ڳوٺ جي ڀرسان درياءَ عبور ڪيائون. فيروزشاهه انهيءَ مقام کان چار ميل پري هو، ان هوندي به ڳوٺ والدين جي زيارت تي نه آيا ۽ سڌو شهدادڪوٽ هليا ويا. اتي ساڍا ٻه سال پڙهي تحصيل ڪيائون. سندن همدرس مولانا حسن الله صاحب پاٽائي هو، ۾ هو شادي واسطي ڪجهه ڪتاب رهائي، اڳي ئي دستاربندي ڪري ويو: مولانا صاحب سارو نصاب پورو ڪري، پوءِ دستاربندي ڪئي. سندن استاد ڪين ڏاجي ۾ حاجي حامد الله صاحب ميمڻ پيلي وارو (جو پڻ شهدادڪوٽ پڙهندو هو) ڏنو. مولانا حاجي حامدالله تمام ذڪي هو. وڏن ڪتابن جي مشڪل مقامات ۾ سندس تشفي نه ٿي، ان ڪري فيروزشاهه سان موڪلائي وري شهدادڪوٽ ۽ سکر پڙهڻ ويو. اتي جو حال ڏسي، وري فيروزشاهه آيو ۽ چيائين ته "مولانا فيروزشاهيءَ کان وڌيڪ ڪوبه تشفي ڏيئي نه سگهيو."

مولانا عطاءالله ڏينهن جو پڙهائيندو هو، ۽ رات جو عبادت ڪندو هو. سندن زبان وات ويندي به ذڪر خدا ۾ مشغول هوندي هئي. "اياڪ نعبد واياڪ نستعين" گهڻو پڙهندو هو. سندن دستاربند شاگرد اٽڪل ٻه درجن آهن، جن مان پهريون مولانا حامدالله صاحب ۽ پويون مولانا محمد اسماعيل سومرو آهي. انهن ٻنهي بزرگن خوب پڙهايو، ۽ وٽائن بيشمار شاگرد دستاربندي ڪري نڪتا. سندن شاگردن مان ميان محمد آگرو به نهايت فياض ۽ متقي هو. مولانا چوندو هو ته "جي ادب کي صورت هجي ها، ته ميان محمد جي شڪل اختيار ڪري ها". مولانا صاحب مقبول دعا ۽ صاحب همت هو. سندن مقبول دعائون مشهور آهن. هڪ دفعي باراني نماز پڙهائڻ سان ايترو مينهن وٺو جو واهه وهي هليا! درياءَ فيروزشاهه کي ڀاتو ٿي: شهر لڏي ويو، مگر مولانا نه لڏيو ـــ ۽ آخر درياءَ ڇڏي ويو!

مولوي محمد صديق هڪ خط ۾ مون کي لکيو ته مولانا صاحب پاڻ چوندا هئا ته ”منهنجي عمر، نبوي عمر جيتري ٿي چڪي آهي.“ پاڻ صاحب ڪشف هوندا هئا. چوندا هئا ته ”مخدوم پيروچ جي مزار تي وڃي، آءٌ آسانيءَ سان مشڪل ڪم حل ڪري اچان ٿو.“

سندن ڳوٺ ۾ ٻيو مکڻ نمازي شخص هوندو هو. اهو سري ويو ته ان جي قبر تي اچي چيائون ته ”ٻيو مغفور آهي!“ اهي لفظ تمام تعجب سان چئي رهيا هئا. ڪن عرب مسافرن سان ڏاڍي محبت هوندي هئي. عرب هفتن جا هفتا سندن محبت ڪري وٽن رهندا هئا. ڪانئن پڇيو ويو ته ”عربن سان ايتري محبت ڪرڻ جو سبب؟“ چيائون ته ”اهي شينهن جا پٽ آهن - سندن خدمت نه ڪرڻ ڪري متان شينهن ناراض ٿئي!“

پاڻ صاحب سوز هئا. سماع سان گهڻي محبت هوندي هين. مولوي محمد هاشم صاحب، خطيب جامع مسجد نوابشاه، جو وٽن پڙهيو هو، سو چوي ٿو ته ”تهجد جي وقت مون کي اٿاريندا هئا. پاڻ نماز ۾ مشغول هوندا هئا ۽ آءٌ غزل چوندو هوس. مون کي ننڊ وٺي ويندي هئي، ته وري مون کي جاڳائيندا هئا“.

ڪن آخري عمر ۾ آڱر ۾ ننائو نڪتو، ان جي علاج لاءِ دادو ويا هئا. ڪن ڏاڍي تڪليف هئي. اتي به مولوي حاجي محمد هاشم ساڻن گڏ هو. آخر انهيءَ بيماريءَ سان جانبر نه ٿيا، ۽ ١٦ رجب المرجب ١٣٢٥ھ جان جان آفرين جي سپرد ڪيائون. سندن مزار تي هڪ ڪوٺو ٺهيل آهي.

مولوي هدايت الله هالائيءَ سندن وفات بابت فارسيءَ ۾ قطعه تاريخ لکيو، ۽ پنهنجي هٿن سان ڪاشيءَ جي سر تي منقش ڪري، قبر تي چسپان ڪيائين. مولوي هدايت الله صاحب سندن تاريخ جو مادو ”مغفره“ (١٣٢٥) ڪڍيو آهي، ۽ مون بنده (دين محمد ”اديب“) سال وفات ”تذڪره“ (١٣٢٥) ڪڍيو آهي.

مولانا صاحب کي نرينو اولاد ڪونه ٻچيو. سندن هڪ نياڻي هئي، جنهن سان مولانا عبدالرحمان جو پوءِ نڪاح ٿيو - انهن جو به اولاد ڪونه بچيو.

مولانا مرحوم کي ظاهري حسن به هو، ۽ ان سان گڏ منجهن جاه باطني ۽ رعب يزداني هو. وٽن وڏا وڏا آفيسر به هيٺ اچي ويهندا هئا. پاڻ صاحب ڪرامت به هئا.

مولانا مرحوم جا بيشمار شاگرد هئا، جن مان هيٺين جا نالا قابل ذڪر آهن: (١) مولانا حاجي حامدالله صاحب ميمڻ، ڳوٺ پيلو، تعلقو سجاول، ٺٽو؛ (٢) مولانا مولوي احمد صاحب ڏاهري، ڳوٺ ڪرمپور، تعلقو سيوهڻ؛ (٣) مولوي حزب الله هالائي وارو؛ (٤) مولوي سرائي الله ڏتو صاحب، ٽنڊو شهبازي، تعلقو سيوهڻ؛ (٥) مولوي محمد صاحب آگرو، نزديڪ فيروز شاه؛ (٦) مولوي محمد پريل آگرو، نزديڪ فيروز شاه؛ (٧) مولوي سيد قطب شاه، نزديڪ فيروز شاه؛ (٨) مولوي محمد اسماعيل سومرو؛ (٩) مولوي مسعود صاحب ڪوڪر؛ (١٠) مولوي حافظ محمد صادق صاحب ڪنڀر، ٽوري محبت؛ (١١) مولوي الله بخش، تعلقو ڪنڊيارو؛ (١٢) مولوي محمد لقمان، تعلقو مورو؛ (١٣) مولوي محمد ادريس راڄپر، تعلقو مورو؛

(١٤) مولوي محمد صديق، ڳوٺ پنجوچنو، لزديڪ سيوهڻ؛ (١٥) مولوي رضا محمد، دولتپور، تعلقو مورو؛ (١٦) مولانا غلام محمد ملڪاڻي؛ ۽ (١٧) مولوي محمد ملوڪ، نزديڪ ميهڙ.

مولانا جي همعصرن ۾ مولانا حاجي حسن الله پاٽائي، حضرت مولانا پير سعيد حسن صاحب لواريءَ وارو، مولوي شفيع محمد پاٽائي ۽ مولانا عبدالغفور همايونيءَ جا نالا قابل ذڪر آهن.

## قصيده

در صفات و تاريخ وفات علامه زمان، فهامه دوران، ماهر فنون معقول و منقول، استاذ الفحول، حضرت اقدس مولانا الحاج عطاء الله فيروزشاهي رحمة الله عليه، که در عمر فيمابين ستين و سبعين بتاريخ ١٦ رجب المرجب ١٣٢٥هه جان بجان آفرين سپرده.

اوستادِ اوستادان يادگار — آنکه گردش حق فريدِ روزگار
آنکه فيضش منتشر در هر ديار — علمِ او چون شمس در نصف النهار
آنکه از آياتِ رحمان آيتي — آنکه کلکش بهر باطل ذوالفقار
آنکه ايزد دادش انواعِ نعم — از سعاداتِ دو عالم بيشمار
آنکه بهر قصرِ دين معمار چست — آنکه باغ فضل را فصلِ بهار
آنکه نسازد سند بر فضلش بسي — آنکه مثلش ديد کمتر روزگار
آنکه حبرِ ابن حبرِ ابن حبر — بهر دانش دارِ او دار العيار
آنکه حق مصنوع کردش بهر خويش — خالصش بنمود بهرِ يادگار
آنکه شد در صبغة الله منصبغ — بود بر شمعِ سنن پروانه وار
آنکه خانهٔ او سراپا آفتاب — بر سپهرِ دين و علمِ اعتبار
آنکه آباي کرامش متقي — اهلِ تقوي را امامِ ديندار
يعني آن علامهٔ فيروزشاه — آن عطاء الله عطاي کردگار
جاهِ دنيا دين نمودش حق عطا — در جهانِ دين و دنيا کامگار
فرِّ يزداني ز يزدان يافته — زانکه بود از حق تعالي ترسگار
بر جبينش نورِ مولي جلوه گر — زانکه بود آن عالمِ پرهيزگار
ز احتسابش شرع دارد اقتدار — ز انتسابش ورع آرد افتخار
چون ضميرش چهره اش بدرِ منير — زين دو معني در جهان او نامدار
مؤمنِ مضبوط اندر کارِ خير — بهر عاجز از جفا کيشان حصار
جبه سايان بر درش حکامِ وقت — پيشِ او گردن کشان گرد و غبار
بسته در در شب نمودي بندگي — در کشاده درس دادي در نهار
درسگاهش بوستانِ علم و فضل — طالبانش نغمه سنجان چون هزار
از حديث و فقه تفسير و کلام — کرد او جاري ينابيع و بحار

از وجودش قحطِ دانش در زوال — از علومش مردمان سرمایه دار
فیض پرور علم گستر بیحساب — ابر گشت از رشکِ فیضش اشکبار
وقف کرده زندگی در نشرِ علم — علم را دادن فروغش شاهکار
از دیارِ دور تر خلق آمدی — بهرِ دیدارش رجال و هم سوار
فیضیابانِ جنابش بی عدیل — در همه فن هریکی کامل عیار
بعضِ شان در نشرِ دین محصور ماند — ترک کرده کاروبارِ روزگار
دشتِ سند از فیضِ او رشک ارم — چید ز او اثمار اهلِ هر دیار
با وفورِ موجباتِ عیش و نار — زهد و لذت ترک کرد و اختیار (۱)
طرزِ تحریرش بدیع و دلفریب — دامِ تقریرش کند دانا شکار
در کلامِ او عمدة المتکلمین — مردِ میدان از پیء این کارزار
مُنشآتش نیک رنگین و بلیغ — در بلاغت بینظیرِ روزگار
از خطِ خوبان خطِ او خوبتر — بر خطش خوبانِ عالم جان نثار
اهلِ دل دلدادهٔ حسنِ دلش — از دمِ او مرده دل شد مردِ کار
در زمانِ اندکی تحصیل کرد — صَرف کرده صرف وقت سال چار
برخی از عبدالرؤفِ "موره" خواند — کرد در شهدادکوت آن ختم کار (۲)
مشفق و محسن برای هر فقیر — بهرِ محتاجان معین و دستیار
مر عرب را او نمودی اعتنا — احترام و خدمت و عز و وقار
گفتی "ایشان بچگانِ شیر اند — زینهار از خشمِ شیر ای زینهار"
در فزودی سوز جانش از سماع — بی مزامیر از سرودِ ریشدار
"خالی از آموختن و از اشتیاق — می نباید بود" گفتی نامدار
دست در کار و دلش در ذکرِ یار — خلوت اندر انجمن بودش شعار
بر زبانش در روانش نامِ حق — بهرِ جانش نامِ حق قوت و قرار
ورد او "إِيَّاكَ نَعْبُدُ نَسْتَعِين" — در ایاب و در ذهابش سوی دار
حق نمودش گنبدِ خضرای پاک — هم نصیبش کرد حج و اعتمار
از نماز و از دعای آن تقی — زود تر بارید ابرِ نو بهار (۳)

---

(۱) لف و نشر غیر مرتب

(۲) یعنی در قصبه موره ضلع نوابشاه نزد حضرت عارف عالم مولانا عبدالرؤف قدس سره تا شرح جامی خواند؛ بعده حسب مشوره و اجازت استاد موصوف در شهدادکوت رفته، نزد عارف کامل مولانا حضرت نور محمد صاحب قدس سره بقیه کتب خوانده فارغ التحصیل شدند.

(۳) بعد از نماز استسقا در دعا مشغول بود که ناگاه ابر متکون گردید و خیلی باران بارید که آب مانند انهار جاری شد.

بحر رخ تابید از فیروز شاه — او بحرف دیگر قریٔ هم کرد هار (۱)
وقتِ طغیانِ خلق رفت از خانها — این نرفت و بود ثابت کوه وار
بهرِ رفتن خلق اصرارش نمود — گفت "از مسجد بدرگاه ست خوار"
از دعایش قحط و طاعون دفع شد — مردم از برکاتِ او خوش روزگار
صد کراماتِ حسی هم معنوی — در وجود آمد ز جودش آشکار
از بیانِ من کمالاتش فزون — می نتانم گفت هم یک از هزار
بن بگدم ده سال چون رفت از جهان — در سه و پنج شد کنونم روزگار
منظرِ جان بخشِ او پیشم هنوز — هست تازه می شوم زان اشکبار
یافت عمرِ نبی از فضلِ حق — این روایت کرد با من دیندار
برسرِ نصفِ رجب در بست و پنج — سیزده صد سن برفته نامدار
بود چون مشغولِ ذکر و تذکره — بهر وصالش "تذکره" دان یادگار (۱۳۲۵)
از ریاضِ خلد گورِ او نما — مهبطِ انوار گردانش مزار
جنت الفردوس مثوایش نما — در جوارِ شافعِ هر دلفگار
محوِ دیدارِ خودش یا رب نما — از طفیلِ سیدِ والا تبار

* * *

بر "ادیب" عاجز و غفلت شعار — شامتِ اعمال را گشته شکار
شرمسار و قاصر و ناکرده کار — دلفگار و روسیاهِ روزگار
رحم فرما رحم فرما یا رحیم — از عذاب و قهر فرما رستگار
در گروهِ صالحان محشور ساز — بخش تقصیراتِ او آمرزگار
با عیال و آل و خویشان دوستان — والدین و مرشد و آموزگار

* * *

صلِّ سلِّم ربّنا بر مصطفیٰ — هر نفس هر لحظه بیرون از شمار
بر بنات و امّهاتِ مؤمنین — عترتِ اطهار و اصحابِ کبار
حبِّ ایشان در دلم پیوسته دار — همچو خون اندر دلم جاری بدار

نقل مکتوب بلاغت اسلوب حضرت علامہ مولانا عطاءالله فیروزشاهي، بجانب ڊپٽي ڪليڪٽر قادرداد صاحب - جهت سفارش براى ملازمة حافظ قائم الدين صاحب. *

---

(۱) بحر سند قریه فیروزشاه را مي خورد: مردم از قریه نقل نمودند، مگر مولانا عطاء الله باوجود اصرار مردم از قریه نرفت و براي واپس شدن دریا بجناب باري دعاها جاري داشت - ببرکت دعایش دریا واپس گشت. این کرامتش مشهور ست.

* اهو خط مرحوم ميان فتح محمد قريشيءَ، دائود ديري واري، پيرانه ساليءَ ۾ مون کي برزبان ياد پڙايو هو، جو پاڻ طالب عليءَ ۾ ياد ڪيو هئائين.

اباات پناه، بسالت دستگاه، بالي بناي انصاف، قالع قلائع اعتساف، مورد تلطفات فراوان، منبع اشفاقات بي پايان، جناب حشمت انتساب دپټي قادر داد خان سلمه الله المنان!
بعد از تحائف تسليمات بي غايت كه نزد فقراي باب الله بهتر ازان چيزي موجود نيست هويداي راي فطانت انتما آنكه چونكه ذكر خير و دعاي دائم خير براي حكام عدالت انتظام بر هر خاص و عام واجب و متحتم ست تا كه هيچ تشويش روزگار گرد خاطر ايشان نگردد كه مورث پراگندگي رعيت ست:

كه بر خاطر بادشاهان همي  پريشان كند خاطر عالمي

بنا بران اين مسكين بي تسكين زاويه نشين خمول رافع ايادي خير منادي در حق آنصاحب شاغل ست۔

دريده دهن بد سگالت چو زاغ  زبان سوخته دشمنت چون چراغ

الحمد لله در اين زمان ظلمت اقتران شمع وجود آن مسعود فروغ بخش ديدهٔ ملهوفان و مكروبان گرديده بي غائله تبرع و تصنع «داد» را هم از جهت تقرب اسم مبارك ايشان افتخاريست كه در لباس خود نمي گنجد۔

داد از جور فلك در غم فتاد  چونكه ديد آن نام تو گرديد شاد

چشمداشت از انجناب چنان ست كه بمطر عنايات شامله و الطاف كامله اين سوختهٔ نار فقر و فاقه را سيراب و ريان فرمايند. زياده ازين تفصيل حال در محفل اهل فضل و كمال حسن صورت نه بندد. خورشيد عز و اقبال روز بروز درخشان و تابان باد!

---

سيف الله خان شڪارپوري

# مولوي جهان خان دراني مرحوم شڪارپوري

مولوي جهان خان دراني ولد خداداد خان دراني شڪارپور جو رهاڪو هو. سندس سلسلو نواب سخي حافظ مدد خان سان ملي ٿو، جيڪو هڪ بزرگ اهل الله ۽ سخي مرد ٿي گذريو آهي. مولوي جهان خان جي ولادت جي تاريخ بابت ڪوبه احوال موجود ڪونهي. ننڍي هوندي شڪارپور ۾ ئي سنڌي ۽ انگريزيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين، ۽ جڏهن ڪجهه جوان ٿيو، تڏهن ڪراچيءَ ۾ وڃي رهيو، جتي مولانا محمد صادق صاحب کڏه واري جي والد صاحب مرحوم مولانا عبدالله صاحب وٽ عربي زبان ۾ مهارت حاصل ڪيائين. مولوي صاحب، مولانا قاضي خان محمد شاه صاحب لودين وٽان به تعليم حاصل ڪئي هئي. ڪراچيءَ ۾ عربي تعليم ختم ڪرڻ کان پوءِ مولوي صاحب پنهنجي ڳوٺ شڪارپور ۾ واپس آيو، جتي پنهنجو هڪ مدرسو کولي درس و تدريس جو سلسلو جاري ڪيائين. انهيءَ وچ ۾ مولوي صاحب، حضرت خواجه محمد حسن جان سرهندي ننڍي سائينداد تعلقي ٽنڊي محمد خان واري جي والد صاحب حضرت خواجه عبدالرحمان سرهندي نقشبنديءَ جي هٿ تي بيعت ڪئي، جنهن مولوي صاحب کي ڏاڍو فيض رسايو.

مولوي جهان خان درانيءَ جي سڄي عمر تعليم ڏيڻ ۽ وٺڻ ۾ گذري ويئي. مولوي صاحب هڪ سخي دل انسان هو، ۽ سندس دسترخوان جا دروازا هر غريب ۽ امير جي لاءِ کليل رهندا هئا. هر روز ڪيترائي مسافر سندس دسترخوان تي نظر ايندا هئا. مسافرن ۽ غريبن جي سار سنڀال لهي، سندس دل ڏاڍي خوش ٿيندي هئي. پاڻ صاحب هميشه روزي ۾ گذاريندو هو ۽ سندس ڪچهري سدائين فرش تي ٿيندي هئي، جنهن ۾ شهر ۽ ٻاهر جا وڏا وڏا عالم ۽ اڪابر اچي گڏ ٿيندا هئا. پاڻ صوم و صلاة جو ڏاڍو پابند هو ۽ سدائين وضوءَ ۾ رهندو هو.

اسلام جي تبليغ ۽ اشاعت ۾ مولوي صاحب جيڪي تڪليفون ورتيون، اهي قابل تعريف آهن. هن سلسلي ۾ مولوي صاحب کي ڏاڍيون تڪليفون ۽ سختيون برداشت ڪرڻيون پيون، پر پنهنجي صداقت ۽ سچائيءَ جي ڪري فتح جو سهرو سدائين مولوي صاحب جي ئي سر تي آيو. ان وقت شڪارپور ۾ هندن جو گهڻو زور هو ۽ مولوي صاحب جون اهي تبليغي ڪوششون هنن کي بلڪل پسند ڪونه اينديون هيون. مولوي صاحب جي عادت هوندي هئي ته جڏهن

۽ ڪنهن هندوءَ کي مسلمان ڪندو هو ته پوءِ انهيءَ جي ڏاڍي ڌوم ڌام سان سڄي شهر ۾ سرگس ڪرائيندو هو، ته جيئن غير مسلم تي ان جو اثر ٿئي. هڪ ڀيري مولوي صاحب هڪڙي ڀاٽي جي پٽ کي مسلمان ڪيو. بس، پوءِ ته هندن ۾ ماتم سڄي ويو! هنن ڏاڍي چالاڪيءَ سان انهيءَ نومسلم کي ورغلائي ڪورٽ ۾ بيان ڏياريو ته مولوي صاحب کيس زبردستيءَ مسلمان ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح، مولوي صاحب تي ڪيس ڪيو ويو، جنهن ۾ مولوي صاحب پنهنجي قابليت ۽ علم جي وسيلي اهي اهي دليل بازيون ڪيون جو ڪورٽ کي به سندس راءِ سان متفق ٿيڻو پيو، ۽ مولوي صاحب کي فتح نصيب ٿي.

مولوي جهان خان دراني نه فقط صاحب شريعت هو، بلڪ ڪرامت جو به ڌڻي هو ۽ سندس دعا ۾ ڏاڍو اثر هوندو هو. هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته رات جو ٻارهين بجي سندس ڪي عزيز ٻاهران آيا. انهن سان ڪي عزيز مولوي صاحب سان ڪجهه گستاخ به هئا. هنن اچڻ سان چيو ته ”هاڻي جو هاڻي ست-رڇيءَ جو انتظام ڪر، ڏسون تنهنجي ڪرامت!“ مولوي صاحب خاموش ٿي ويو. خبر هئس ته گهر ۾ هن وقت ڪجهه به نه هوندو ۽ مهمانن ڪان به منهن موڙڻو ڪونه هئس. ٿورو ترسي، چيائين ته ”ڀلي منٽ آرام ڪريو ته ڪاڏو اچي ٿو“. ٿوري وقت کان پوءِ هڪڙو شخص ڪاڌي جو وڏو خونچو مولوي صاحب وٽ کڻي آيو، جنهن ۾ طرحين طرحين جا طعام هئا! مهمان اهي طعام ڏسي دنگ رهجي ويا.

مولوي صاحب جا ڪيترائي دوست هئا، جن ۾ مشهور عالم، شاعر ۽ حڪيم مير علينواز علوي ۽ قاضي سيد بهادر شاهه مشهور آهن. انهيءَ کان سواءِ حضرت پير شاهه مردان صاحب پاڳاري جن جي مولوي صاحب سان ڏاڍي محبت هوندي هئي. حضرت پير ميان محمد صالح شاهه راڻيپور وارو ۽ حضرت مولانا امروٽي صاحب جي به مولوي صاحب سان گهڻي ياراني هوندي هئي. مولانا امروٽي ته ائين چوندو هو ته ”آءٌ مولوي جهان خان جي گاديءَ تي ويٺو آهيان“.

مولوي صاحب جو اولاد ٽي پٽ ۽ ٻه نياڻيون هو، جن مان هڪ پٽ مولوي عبدالرحمان خان، جو پڻ هڪ عالم هو، جوانيءَ ۾ ئي فوت ٿي ويو؛ هڪ شادي شده نياڻي به گذاري ويئي؛ باقي هن وقت ٻه پٽ ميان سيف الله خان ۽ گل محمد خان ۽ هڪ نياڻي زنده آهن.

مولوي صاحب جي علم و فضل کي ڏسي افغانستان جي بادشاهه امير حبيب الله خان کيس گورنريءَ جي آڇ ڪئي، پر مولوي صاحب ان کي قبول نه ڪيو. مولوي صاحب حياتيءَ جا پويان ڏينهن آرام سان گذاري، تاريخ ١٠ اپريل ١٩١٣ع مطابق ٣ جمادي الاول ١٣٣١هه خميس جي ڏينهن پنهنجي گهر شڪارپور ۾ گذاري ويا. وفات وقت سندن عمر ٦٣ ورهيه هئي. سندن مزار حضرت پير سنجر شاهه جي لڳ آهي.

# مخدوم الله بخش مرحوم کھڙوي

سندن نالو مخدوم عطا محمد هو، مگر عام طور کين مخدوم الله بخش سڏيندا هئا. سندن مهر تي هيءَ سجع نقش ٿيل هئي: "سعادت دوجهانم عطا محمد کرد". پاڻ عباسي خاندان جا چشم و چراغ هئا. سندن سلسلهء نسب ڪُهوڙن جي مشهور ولي الله مخدوم عبدالرحمان شهيد سان هيٺينءَ طرح ملي ٿو: مخدوم عطا محمد، بن مخدوم محمد عاقل عرف مخدوم پير محمد، بن مخدوم عبدالخالق، بن مخدوم محمد عاقل، بن مخدوم احمدي، بن مخدوم عبدالرحمان شهيد.

سندن وڏن مان هر هڪ بزرگ پنهنجي وقت جو علامہ ۽ صاحب فيض ٿي گذريو آهي. مثلاً، سندن والد ماجد مخدوم محمد عاقل رحمة الله عليه هڪ نهايت جيد عالم، قرآن ۽ حديث جو ماهر، فقه حنفيءَ جو وڏو ڄاڻو ۽ مير عليمراد خان جي وقت ۾ سموريءَ رياست جو وڏو قاضي هو. جونئا ته مير عليمراد خان سندس ايتري ته عزت ڪندو هو، جو مخدوم صاحب جڏهن به مير صاحب سان ملاقات ڪرڻ ويندو هو ته مير صاحب کيس پنهنجي سيرانديءَ کان ويهاريندو هو. ياد رهي ته مير صاحب جي ڪچهريءَ جو هي دستور هوندو هو، جو فقط مير صاحب پاڻ پلنگ تي ويهندو هو ۽ ٻيا سڀ هيٺ ويهندا هئا- مگر مخدوم محمد عاقل کي اهو امتياز حاصل هو جو نه فقط مير صاحب سان گڏ ويهندو هو، پر مير صاحب پاڻ پيرانديءَ کان ٿي ويهندو هو ۽ مخدوم صاحب کي سيرانديءَ کان جاءِ ڏيندو هو.

مخدوم محمد عاقل صاحب جا ڪيئي ڪتاب تصنيف ٿيل آهن، جن مان دنيا جي تاريخ "آئينہ جهان نما"، "رياض محفل"، "تفسير پاره عم" ۽ هڪ فقه حنفيءَ جي مشڪل مسئلن جو ڪتاب قابل ذڪر آهن. "آئينہ جهان نما" ٽن ضخيم جلدن ۾ لکيل آهي- پهريان ٻه جلد دنيا جي تاريخ سان تعلق رکن ٿا: باقي ٽيون جلد خاص سنڌ تي آهي، جنهن ۾ سنڌ جي بادشاهن، عالمن، صوفين، مشهور شهرن ۽ مشهور جاين جو ذڪر ٿيل آهي. رياست خيرپور جي درگاهن ۽ ولين جو ذڪر خاص طور تي جيترو هن تاريخ مان ملي ٿو، اوترو ڪنهن ٻيءَ تاريخ مان نٿو ملي. "رياض محفل" فارسيءَ ۾ علم مجلس تي لکيل آهي، جنهن ۾ مخدوم صاحب جا پنهنجا شعر به ڪافي داخل آهن. هڪ نهايت عجيب ڪتاب آهي، ڏسڻ سان

تعلق رکي ٿو. ”تفسير پاره عم“ ۾ قرآن پاڪ جي آخرين پاره ’عم‘ جو نهايت ولنڊڙ نموني ۾ تفسير ڪيل آهي. هي ٻئي ڪتاب مخدوم صاحب جي پڙپوٽي مخدوم عبدالخالق عرف مخدوم شفيع محمد وٽ موجود آهن. چوٿون نمبر ڪتاب به پنهنجي فن ۾ هڪ عجيب ۽ بينظير ڪتاب آهي. هيءُ ڪتاب مصنف جو دستخطي راقم الحروف وٽ موجود آهي. مخدوم محمد عاقل مرحوم، راقم الحروف جو سڳو نانو هو.

مخدوم محمد عاقل جي مفصل حالات لکڻ لاءِ خلاصي ڪتاب جي ضرورت آهي: جهڙو تهڙو مقالو انهيءَ لاءِ ڪافي نه آهي. اهڙيءَ طرح، سندن ذاتي سلسلي جو هڪ هڪ فرد پنهنجي وقت جو يگانو، مجيل رئيس العلماء ۽ تاريخ جو حامل ٿي گذريو آهي.

مخدوم محمد عاقل کي چار پٽ هئا - (۱) مخدوم فضل الله، جو مجذوب الطبع هو ۽ سندس زبان ۾ ڏاڍو تاثير هو. (۲) مخدوم عبدالخالق عرف مخدوم دين محمد، هي صاحب به نهايت قابل ۽ دانشمند هو. مخدوم محمد عاقل مرحوم جي فوت ٿيڻ بعد بالاتفاق ڪيس ئي سندس والد جو جانشين چونڊيو ويو، ۽ نهايت دبدبي سان خانداني جو ڪاروبار هلائيندو رهيو. هيءُ صاحب پڻ هڪ تاريخي هستي آهي. سندس ٻه پوٽا مخدوم شفيع محمد ۽ مخدوم فيض حيات آهن. (۳) مخدوم عطا محمد عرف مخدوم الله بخش. (۴) مخدوم دوست محمد. مخدوم فضل الله ۽ مخدوم دوست محمد لاولد فوت ٿيا. مخدوم دوست محمد جي وفات بالڪل ڀر جوانيءَ ۾ ٿي.

مخدوم الله بخش صاحب جي ولادت جي صحيح تاريخ معلوم نه ٿي سگهي آهي. منهنجي والده سائڻ، جا مخدوم الله بخش جي سڳي ڀيڻ هئي ۽ ڪانئس عمر ۾ وڏي هئي، سا ڳالهه ڪندي هئي ته ”مخدوم الله بخش ۽ انهيءَ جو ڀاءُ مخدوم دوست محمد، بابي سائينءَ کي پيريءَ ۾ ڄاول هئا، ۽ اڃا ننڍائي هئا ته سندن سر تان والد جي شفقت جو سايو کڄي ويو، ۽ هي ٻئي ڀائر، جن جي پيشانيءَ مان ننڍي ئي سعادتمندي ۽ بخت جي بلندي بکي رهي هئي، سي يتيميءَ جي زندگي گذارڻ لڳا. وري ستم بالاءِ ستم هي ٿيو، جو سندن وڏي ڀاءُ مخدوم دين محمد، جو ٻيءَ ماءُ مان هو، پيءُ جي گاديءَ تي ويهڻ سان، سڄيءَ ملڪيت ۽ جائداد تي قبضو ڪري ورتو، ۽ ڪن دنيوي خسيس فائدن جي خاطر هنن معصومڙن جو مخالف ٿي بيهي رهيو، ۽ سندن تعليم ۽ تربيت ۾ هر قسم جون رنڊڪون وجهندو رهيو. سندس دل نٿي گهربو ته ڪي هي ٻار به علم ۽ فضيلت جي زيور سان آراسته ٿي ڪنهن وقت ڪانئس گوءِ کڻي وڃن، يا ڪنهن ۾ گهٽ سائس ڪلهي هڻڻ جهڙا ٿين“. منهنجي والده مرحومه فرمائيندي هئي ته ”اسان جي امڙ، جا شڪارپور جي مشهور پٺاڻ سخي مدد خان جي گهراڻي مان هئي ۽ نهايت ناز پروردہ هئي، تنهن ويچاريءَ ڏاڍا ڏاڪڙا ۽ تڪليفون سِر تي سهي پنهنجي ٻچن جي پرورش ڪرڻ شروع ڪئي. ميان دين محمد جي مخالفت آخر هن حد تي وڃي پهتي، جو مرحوم مولانا غلام محمد مهيسر ڪمالڊيري واري کي، جو ابتدا ۾ مخدوم مرحوم محمد عاقل عليه الرحمة جو شاگرد هو، ۽ سندس وفات کان بعد شهدادڪوٽ وڃي

مولانا گل محمد مرحوم وٽ رهيل علم جي تڪميل ڪئي هئائين، ۽ انهيءَ کانپوءِ مخدوم محمد عاقل واري مدرسي ۾ شاگردن کي تعليم ڏيندو هو. تنهن کي به منع ڪري ڇڏي هئائين ته الله بخش ۽ دوست محمد کي نه پاڙهي! جنهن تي مولانا صاحب چيا ڪندو هو جو مخدوم الله بخش کي ساڻ وٺي ڪنهوڙن جي اولاهين طرف کان وهندڙ وڏو واهه ”ابل واهه“ ٽپي وڃي پير سرهنديءَ جي روضي ۾ ويهي لڪي ڪيس پاڙهيندو هو، جنهن ميان دين محمد کي خبر نه پوي“. اهو ابل واهه اڃا به هڪ مٽيءَ جي صورت ۾ ساڳئي هنڌان وهي رهيو آهي، جنهن جي اوڀارين ڪپ تي مخدومن جي عاليشان مسجد ۽ مدرسو ڦٽل حالت ۾ موجود آهن، ۽ اولاهين ڪپ تي مسجد جي سامهون سرهندي بزرگ جي درگاهه آهي.

والده سائڻ- خدا مٿس رحمت ڪري- اها به ڳالهه ڪندي هئي ته ”انهيءَ وقت اسان جي حالت نهايت تنگ هوندي هئي: هڪ طرف فقر ۽ فاقو ڪمال جي حد کي پهچي ويو هو، ته ٻئي طرف ميان دين محمد جون سختيون حد لنگهي ويون هيون“.

منهنجي پياري ۽ شفقت ڀري والده هيءَ ڳالهه ڪندي هئي ته ”اسان جي پاڙي ۾ هڪ نهايت نيڪ ۽ گڻن ڀريو شخص آخوند سهر ٿالي رهندو هو، جنهن جي گهر جو در اسان جي حويليءَ جي در جي سامهون هو. بابي سائين مرحوم مخدوم محمد عاقل جو مريد ۽ خليفو هو. اگرچ سندس حال به مسڪيني هو، تڏهن به هو هر وقت اسان جي پرگهور لهندو رهندو هو، ۽ جڏهن به ڪيس پاڻ پنهنجي ويندي هئي ته اڄ مخدوم مرحوم جا ٻچا تڪليف ۾ آهن ته پنهنجي ٻچن کي بکيو رکي به اسان جي سنڀال ڪندو هو.

والده سائڻ فرمايو ته آخر ادو الله بخش انهن سختين ۽ ڏکن کان تنگ اچي، پيرين پيادو پنڌ ڪري، دعا پنڻ لاءِ پرچوندي شريف حافظ محمد صديق وٽ ڪهي ويو. حافظ صاحب، جنهن جو مخدوم محمد عاقل صاحب مرحوم سان ڏاڍو رابطو هو، ۽ جوڻس به پيرسائين روضي ڌڻيءَ جي مريد جي حيثيت ۾، کهڙن جي مخدوم ٿهرائي لاءِ سندس دل ۾ وڏي عزت هئي- ڇاڪاڻ ته پير سائين، مخدوم محمد عاقل وڏي جو شاگرد هو- تنهن کي رات جو وڃي ٻڌايائون ته هن طرح هڪ مخدوم نينگر آيو آهي. چون ٿا ته انهيءَ وقت حافظ صاحب کي پيٽ ۾ سور هو، سو هڪدم پاڻيءَ جو پڪو موڪليائين ته مخدوم نينگر کي چئو ته هن تي ڪا قرآن پاڪ جي آيت دم ڪري ڏئي ته آءٌ پيان. مخدوم الله بخش، حڪم جي تعميل ڪندي، انهيءَ وقت جيڪي ڪيس خيال ۾ آيو سو پڙهي انهيءَ پاڻيءَ تي دم ڪري ڏنو. خدا جي فضل سان حافظ صاحب جو سور لهي ويو. حافظ صاحب پنهنجي خليفن کي سخت تاڪيد ڪيو ته هن نينگر جي سک ۽ آرام جو پورو انتظام ڪيو وڃي. آخر صبح جو نماز کان پوءِ حافظ صاحب مخدوم الله بخش کي گهرائي ڪانئس حال احوال ورتو، ۽ نهايت پيار سان پيش آيو. سندس حق ۾ دعا ڪيائين“.

مون سان مخدوم الله بخش جي استاد مولانا غلام محمد صاحب ڪمالديري واري پاڻ ڳالهه ڪئي ته پرچوندي شريف کان موٽڻ کان پوءِ مخدوم الله بخش جي ذهن جي هيءَ حالت هئي جو مون جيڪو ڪتاب سندس اڳيان کولي ٿي رکيو ته گويا ائين معلوم ٿي ٿيو ته هيءُ ڪتاب ته سندس اڳ ئي پڙهيل آهي! بهرحال، ٿوري ئي وقت ۾ فارسي ۽ عربي علوم جي تحصيل کان نهايت ڪاميابيءَ سان فراغت حاصل ڪيائين.

علم جي تڪميل کان پوءِ به فقر ۽ فاقي هن گهر جي پچر نه ڇڏي. سندس پياري والده اکين ۾ آب آڻي ڳالهه ڪئي ته ”ابا، ادي الله بخش جڏهن علم جي تحصيل پوري ڪئي ۽ اڃا ڪيس ڪٿي به روزگار نه مليو هو، تڏهن ڪنهن ڏينهن ڪا ورثي ترڪي جي تحرير لکيائين ۽ تحرير لکائيندڙ ڪيس هڪ روپيو نذراني طور ڏنو. ادي اهو روپيو ڪٺي اچي پنهنجي ڳيٽيءَ ماءُ جي هٿ تي رکيو. بس پوءِ ته ڪو امڙ جي خوشيءَ جي حالت ڏسي ها! خدا جي شڪراني مان نه ڍاپي-چوي ته ”اي الله! تنهنجا لک شڪرانا جو تو منهنجي الله بخش کي اهڙو ڪيو جو اڄ روپيو ڪمائي ڪٺي آيو آهي!“ مگر، افسوس جو والده صاحبه پنهنجي الله بخش جو اوج نه ڏٺو، ۽ پياري پٽ جي ڪمائيءَ مان پنهنجي اکين سان فقط اهوئي هڪ روپيو ڏٺائين: ٿوري وقت کان پوءِ بيمار ٿي پيئي، ۽ هن فاني جهان مان باقي جهان ڏانهن لڏي وئي“.

والده جي وفات کان پوءِ، مخدوم الله بخش رانيپور شريف جي درگاهه غوثيه جي سجاده نشين حضرت پير ابو محمد صالح شاهه افنديءَ وٽ وڃي منشي ٿيو، ۽ اتان ڪيس پورو پنو ملندو هو، جنهن مان ڏکيو سکيو پنهنجي ٻچن جو گذران ڪرڻ لڳو.

منهنجي ماسات مخدوم ميان غوث محمد مرحوم، جو مون کان عمر ۾ اٽڪل پنجويهه سال وڏو هو، تنهن مون سان ڳالهه ڪئي ته هڪ دفعي ماسون الله بخش، پير صالح شاهه صاحب جي ڪم سان، خيرپور رياست جي وزير اعظم سردار محمد يعقوب خان وٽ ويو. سردار صاحب، مخدوم صاحب جي قابليت ڏسي، پهرين ئي ملاقات ۾ مٿس مفتون ٿي پيو، ۽ ضروري ڪم پوري ڪرڻ کان پوءِ مخدوم صاحب کي چيائين ته ”اسان کي توهان جهڙي قابل ۽ دلير ماڻهوءَ جي سخت ضرورت آهي؛ توهان پير صاحب جي نوڪري ڇڏي هتي اچو ته مان توهان کي پنهنجو حاضري-منشي (Personal Assistant) ڪري رکان“. مخدوم الله بخش اهو خيال ڪري ته خانگي نوڪريءَ تي ڪو اعتبار ڪونهي، نه وري اتي ڪي ترقيءَ جا امڪانات آهن، گذر به ڏکيو ٿي رهيو آهي، پير صاحب کان موڪل وٺي اچي سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيو. پهريائين بالا آفيس (وزير صاحب جي آفيس کي انهن ڏينهن ۾ بالا آفيس چوندا هئا) ۾ وزير صاحب جي حاضري-منشيءَ جي حيثيت ۾ مقرر ٿيو. جلد ئي رياست جي قانون جو امتحان (Higher Examination) پاس ڪري ورتائين، جنهن تي ڪيس

فيض گنج تعلقي جو هيڊ منشي مقرر ڪيو ويو. سندس قانوني مهارت ڏسي، انهيءَ وقت جي وزير شيخ صادق عليءَ کيس خيرپور جو ريزيڊنٽ ماجسٽريٽ مقرر ڪيو. خيرپور ۾ مختلف هنڌن ريزيڊنٽ رهڻ کان پوءِ، کيس دڪن رليف ائڪٽ مطابق، ساريءَ رياست جو رليف جج مقرر ڪيو ويو. آخير ۾ مير امام بخش خان مرحوم جي تقاضا تي، کيس مير صاحب جو خاص مير منشي مقرر ڪيو ويو، جنهنڪري کيس مير صاحب سان گڏ هميشه گشت ۾ رهڻو پوندو هو. اتي کيس ڪا گرميءَ جي لهس اچي وئي ۽ سلهه جو شڪار ٿي پيو، جنهن مان جانبر نه ٿي سگهيو. آخر تاريخ ٢ رجب سنه ١٣٣٥هه ۾ وفات ڪيائين.

مخدوم الله بخش عربي ۽ فارسي زبانن، تفسير، حديث، فقه ۽ ٻين مروج علمن جو تمام قابل ۽ ماهر هو. جيستائين ڪنهن شرعي تحرير تي سندس صحيح نه ٿيندي هئي، تيستائين اها تحرير سڄيءَ رياست ۾ ڪٿي به قبول نه پوندي هئي. سندس لکيل قلمي تحريرون اڃا تائين موجود آهن، جن جي ڏسڻ مان ائين پيو معلوم ٿئي ته گويا علم جو هڪ سمنڊ آهيءِ جو ڇوليون هڻي رهيو آهي. هو هڪ خوش بيان واعظ به هو. گهڻو ڪري پنهنجيءَ مسجد ۾ هر جمعي تي وعظ ڪندو هو، جنهن ۾ عجيب تاثير هوندو هو ۽ پري پري کان ماڻهو سندس وعظ ٻڌڻ لاءِ هلي ايندا هئا.

فارسيءَ ۽ عربي زبانن ۾ انشاء پردازيءَ ۾ ڪمال حاصل هوس اخويم محترم ميان غوث محمد ڳالهه ڪئي ته جڏهن مامو الله بخش، سردار محمد يعقوب خان جو حاضري-منشي مقرر ٿيو، تڏهن هڪ دفعي وزير صاحب کيس گهرائي هندوستان جي ڏهن مختلف راجائن ۽ نوابن ڏانهن ڏهن مختلف مضمونن جي خطن لکڻ جو حڪم ڏنو، ۽ تاڪيد ڪري چيو ته "مخدوم صاحب، هي خط نهايت ضروري آهن ۽ اڄ جو اڄ ٽپال ۾ روانا ٿيڻا آهن، تنهنڪري جلدي تيار ڪري ڪٺي اچو". ميان غوث محمد ٻڌايو ته اهي خط اهڙا ته اهم ۽ پيچيده مضمونن جا هئا، ۽ انهن جي تيار ڪرڻ ۾ ايتري ته غور ۽ فڪر ڪرڻ جي ضرورت هئي، جو رواجي طرح ڏينهن ۾ هڪ يا ٻه خط مس تيار ڪري سگهجن ها، مگر مخدوم الله بخش صاحب ٽورن ڪلاڪن ۾ اهي ڏهه ئي خط تيار ڪري، نهايت سهڻن اکرن ۾ لکي، وڃي سردار صاحب جي روبرو پيش ڪيا. سردار صاحب اهي خط ڏسي نهايت خوش ٿيو ۽ چيائين ته "مخدوم صاحب! اڄ کان پوءِ هن وقت کنهن به راجا يا نواب ڏانهن ڪو خط لکڻو ڪونه آهي: مون فقط توهان جو امتحان ٿي ورتو. آفرين آهي توکي ۽ تنهنجي استاد کي، جنهن تنهنجي اهڙي تربيت ڪئي آهي ۽ توکي تعليم ڏني آهي!" انهيءَ کان پوءِ سردار صاحب جو مخدوم صاحب سان اهڙو ته پيار ۽ محبت اهڙو ته اعتماد ٿي ويو، جو ڪنهن به دربار، شاهاڻي مجلس يا ڪانفرنس ۾ ويندو هو ته مخدوم صاحب کي ضرور پاڻ سان وٺي ويندو هو. اهوئي حال سردار صاحب جي جاءِ نشين شيخ صادق عليءَ جو هو.

مخدوم الله بخش اگرچ ساري عمر نهايت اهم سرڪاري عهدن تي رهيو، ۽ انهيءَ ڪري ڪيس وقت تمام ٿورو بچندو هو، تاهم تصنيف تاليف کان غافل نه رهيو. سندس تصنيف ڪيل هيٺيان ڪتاب دستياب ٿي سگهيا آهن.

١- "تفسير تسهيل القرآن". هيءَ هڪ نهايت عجيب نموني جو مختصر مگر جامع تفسير لکڻ شروع ڪيو هئائين، جنهن جا فقط چار پهريان پارا پورا ڪري سگهيو. انهن مان ٽي پارا "الم"، "سيقول" ۽ "تلڪ الرسل"- سندس زندگيءَ ۾ شيخ علي محمد نو مسلم ڇپائي پڌرا ڪيا؛ باقي چوٿون پارو، "لن تنالوا البر"، راقم الحروف وٽ قلمي صورت ۾ موجود آهي. هي تفسير سنڌي زبان ۾ آهي ۽ اسرائيليات وغيره خرافات کان پاڪ آهي.

٢- "فوزالا خلاف به فيض الاسلاف عرف تذڪره مخاديم کهڙا".
هيءُ ڪتاب فارسي زبان ۾ لکيل آهي ۽ کهڙن جي مخدومن جي حالات تي مشتمل آهي. هن ڪتاب جو اصل مصنف جو لکيل نسخو راقم الحروف وٽ موجود آهي. انهيءَ جو هڪ نقل پير حسام الدين راشدي ۽ هڪ نقل سنڌ يونيورسٽيءَ جي لائبريريءَ ۾ موجود آهي.

٣- "رسول الله صلي الله عليه وسلم جي علم غيب متعلق هڪ رسالو".
هيءُ رسالو سنڌي زبان ۾ پير صاحب شاهه مردان شاهه پاڳاري جي چوڻ تي لکيو هئائين. رسالي ۾ هن معرڪة الا را مسئلي جي نهايت انوکي نموني تي تحقيق ٿيل آهي. هيءُ رسالو به راقم الحروف وٽ موجود آهي.

٤- منطق جي مشهور متن "ايساغوجي" تي فارسي زبان تي هڪ نادر حاشيو لکيو هئائين جو راقم الحروف وٽ قلمي صورت ۾ موجود هو مگر افسوس جو هڪ بيرحم دوست کڻي ويو ۽ گم ڪري ڇڏيائين.

٥- تنهن کان سواءِ عربي ۽ فارسي زبانن ۾ ڪي مختلف فقهي تحريرون لکيل آهن جيڪي هڪ طرف ادبي شه پارا آهن ته ٻئي طرف متعلقه مسائل بابت جامع ۽ مانع تحقيق آهن.

مخدوم الله بخش صاحب کي خداوند ڪريم وڏو ذهن ۽ ذڪاءَ عطا ڪيو هو. سندس حافظي جي قوت جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي، عربي ۽ فارسي ڪتابن جون عبارتن جون عبارتون ڪيس ياد هونديون هيون، ۽ جڏهن ڪنهن به وقت سندس روبرو ڪو علمي بحث ڇڙي پوندو هو ته ائين معلوم ٿيندو هو ڄڻ ته پوري لئبريريءَ جا ڪتاب سندس اڳ ۾ کليا رکيا آهن ۽ هو انهن ۾ ڏسندو، عبارتون پڙهندو ۽ صفحن جا حوالا ڏيندو ٿو وڃي- حاضر جوابيءَ ۾ خاص ملڪو حاصل هوس.

مون سان مخدوم غلام محمد مرحوم، (جو اسان جي خاندان ۾ سڀني کان فارغ التحصيل ٿي اچڻ کان پوءِ سڀني کان عمر ۾ وڏو هو. مخدوم الله بخش جي والد مخدوم محمد عاقل جو عام مختيار به ٿي رهيو هو ۽ انهن جي صحبت مان ڪافي فيض حاصل ڪيل هوس) ڳالهه

ڦيرائي

ڪئي ته هڪ دفعي مير فيض محمد خان جي دربار ۾ ڪو ايران جو مجتهد آيو، مير صاحب
جو شوق ٿيو ته مجتهد صاحب ۽ مخدوم الله بخش جو مذهبي بحث ڪرائجي. مخدوم صاحب
کي خيرپور مان مير صاحب جي ڪچهريءَ ۾ ڪوٺ ڏيڄيءَ گهرايو ويو، ڪيس مير صاحب
جي خواهش کان واقف ڪيو ويو. مخدوم صاحب عرض ڪيو ته قبلا بحث کان ته انڪار
ڪونهي پر امين ڪير ٿيندو؟ مير صاحب سيني تي هٿ هڻي چيو ته امين مان ٿيندس. آخر
خلفاء ثلاثہ رضي الله عنهم جي ايمان کي بحث جو موضوع ٺهرايو ويو. مخدوم صاحب
قرآن پاڪ جي آيت ” لاتجد قوما يؤمنون بالله واليوم الاخر يوادون من حاد الله ورسوله الايه“
پڙهي خلفاء ثلثہ جي ايمان جي ثبوت تي فارسي زبان ۾ اهڙي ته مدلل تقرير ڪئي جو مير
صاحب سڄو وقت ڪنڌ ڌوڻيندو ۽ آفرين ڪندو رهيو. جڏهن مجتهد صاحب جو وارو آيو
تڏهن فرمائڻ لڳو ته مان پنهنجا ڪتاب سکر ڇڏي آيو آهيان اجازت ڏيوم ته اتان کڻي اچان
پوءِ اچي بحث ڪندس. مير صاحب جي زبان مان بيساخته نڪري ويو ته ”مجتهد صاحب!
علم همان است ڪه در جلد خويش، علم همان نيست ڪه در جلد ميش“.

مخدوم الله بخش مرحوم طب جو علم باقاعده ڪونہ پڙهيو هو پر شڪارپور جي مير
علي نواز علويءَ جي صحبت ۽ پنهنجي مطالعي جي زور تي هن علم ۾ به وڏي مهارت حاصل
ڪئي هئائين. باقاعده طبابت ڪانہ ڪندو هو پر جيڪڏهن وٽس ڪو بيمار ايندو هو ته انهيءَ
کي نسخو لکي ڏيڻ ۾ بخل هرگز نه ڪندو هو. ۽ وڏين وڏين پيچيده بيمارين، جن جي
علاج کان وڏا وڏا حڪيم عاجز ٿي پوندا هئا، تن جو علاج به معمولي نسخن سان وڏيءَ
ڪاميابيءَ سان ڪري ويندو هو. کهڙن جي شهر ۾ ٻچل نالي هڪ ڪاسائيءَ کي جوانيءَ ۾
سله جو مرض ٿي پيو ۽ پهريون ۽ ٻيو درجو ٽپي وڃي ٽئين درجي کي پهتو. ڏگ مؤس
گري ڪندا ٿي ويو. هلڻ جي طاقت ڪانہ رهيس. سندس ڀاءُ رمضان ڪيس ٻنيءَ تي کڻي
مخدوم صاحب وٽ آيو. مخدوم صاحب هن کي هڪ نهايت معمولي نسخو لکي ڏنو، جو
بيماريءَ کان وٺي وڃي استعمال ڪيائون. الله جي مهربانيءَ سان، ڪاسائيءَ کي سله ڇڏي
وئي ۽ هو اهڙو ته سگهو جوان ٿي پيو جو ملاکڙن ۾ ملهن وڙهندو وتندو هو، ۽ شهر
جي پهلوان جوانن مان هڪ جوان شمار ٿيندو هو. اهو ٻچل ڪاسائي اڃ تائين حيات آهي،
جو هن وقت پوڙهو آهي تڏهن به هڏ ڪاٺ ۾ مضبوط آهي. مٿس وري سله جي مرض جو
حملو نہ ٿيو آهي. سندس جمع ڪيل هڪ طبي بياض جهڙي سائيز جو راقم الحروف وٽ موجود آهي.

مخدوم الله بخش شڪل شباهت جو نهايت حسين هو، قد درميانو پر ڏکائي ڏانهن
مائل، رنگ سرخ و سفيد، بدن ڀريل پر نہ ٻيڊولو ٿلهو، آواز گرجدار، چهره نهايت سهڻو
پر ساڳئي وقت رعبدار- بدن جا عضوا سڀ موزون، سنوان سڌا ۽ ڊولائتا. ڏند موتين جهڙا
سهڻا. وار شرعي، سونهاري مبارڪ ڇاپهين هوندي هيس. پوئين عمر ۾ جڏهن سندس وار
اڇا ٿي ويا هئا تڏهن انهن کي ميندي لائي ڳاڙهو ڪندو هو. ڏند به پڇاڙيءَ ۾ پيا
وجهرايا هئائين.

مخدوم صاحب نهايت بلند اخلاق-خوش طبع-شيرين زبان ۽ مجلس جو مور هوندو هو. جنهن به مجلس ۾ حاضر هوندو هو ته اها مجلس باغ جيئن ٽهڪندي هئي. سندس زبان مان هر وقت مٺا مٺا گفتا ۽ وڻندڙ ٻول پيا نڪرندا هئا. سندس زبان جو هڪ هڪ لفظ توريل تڪيل هوندو هو. ڳالهائيندو هو ته ڄڻ سندس واتان موتي پيا ڇڻندا هئا. هميشه گلاب جي گل وانگيان پيو ٽهڪندو هو. بذله سنجي ۽ لطيفه گوئيءَ ۾ خاص ملڪو هوس. چرچو ڀوڳ سندس طبع جو جزو هو پر ڪڏهن به فضيلت جي حد کان ٻاهر چرچو نه ڪندو هو. ڪاڏي ۽ ڪپڙي سان تمام گهڻو شوق هوندو هوس. عمدو ۽ لطيف ڪاڌو کائڻ، بهترين نفيس ڪپڙو پهرڻ سندس لاءِ خاص دلچسپيءَ جو سامان هو. سخي به هڪ هو. ڪڏهن به اڪيلو ويهي ماني نه کاڌائين. ڳوٺ هوندو هو ته ماني کائڻ وقت پنهنجن سوٽن، ڀائٽين ۽ ڀائيجن سڀني کي گهرائي انهن کي دسترخوان تي پاڻ سان گڏ وهاري کارائيندو هو. انهن عزيزن مان جيڪڏهن ڪوبه وقت تي غير حاضر هوندو هو ته انهيءَ جي ڳولا ۾ چوطرف ماڻهو ڊوڙائيندو هو ۽ جيستائين هڪ گره به نه کائيندو هو جيستائين اهو عزيز اچي شريڪ نه ٿئي.

پنهنجي وڏيءَ ڀيڻ، راقم الحروف جي والده سان تمام گهڻو پيار هوس، گهر جو سيڌو ٻاڌو، ڪپڙو لٽو، شئي شڪل جيڪي به وڻندو هو ته انهيءَ سان جيستائين وڏو حصو ڀيڻ کي نه ڏيندو هو تيستائين پاڻ ڪم نه آڻيندو هو. همشيره جي گهر ۾ شل نه ڪنهن ڪسي مٽي ۾ سور ٻوي. بس ٻوءِ مخدوم الله بخش کي بي قراري ٿي پوندي هئي. ڏه ڀيرا ڏينهن ۾ ايندو، ۽ جڏهن ايندو هو ته بيمار لاءِ يا ڀيڻ لاءِ ڪجهه نه ڪجهه کنيو ايندو. ڀيڻ جي گهر سگهين هئين اچڻ ٻنيءَ نه ڏيندو هوس. راقم الحروف کي ته ٻاليوني پاڻ هئائين مگر افسوس سان منجهانئس ڪوبه فائدو وٺي نه سگهيس. اڃا سنڌي چوٿون درجو پڙهي پورو ني مس ڪيم ته هيءَ لاڪيٽو قضا جي قاصد کي لبيڪ چئي ملڪ جاودانيءَ ڏانهن روانو ٿي ويو. سچ ته اٿين آهي ته مون کي پنهنجي جيجل امڙ فارسي ۽ عربي به انهيءَ ڪري پڙهائي ته جيئن مون منجهان ڪيس پنهنجي ڀاءُ واري بوءِ اچي جيئن چوندا آهن ته ”اي گل بتوخورسندم کہ توبوئي کسي داري“. سنهن جي پاڙهڻ لاءِ ڪيس هرقسم جي قرباني ڏيڻي پئي. مون کان اڳ سندس ٽي جوان پٽ فوت ٿي چڪا هئا. انهن جي ۽ ڀاءُ جي درد ۾ سندس سينو زخمن کان پرڻ جيان سوراخ هو. مون کي اکين کان پري ڪرڻ تمام مشڪل ٿي لڳس. ٻڌو اٿم ته مان جڏهن دادو ضلع جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ قاضين جي ڪنڊي ۾ پڙهندو هوس ته ٻڍيان سنهن جي پياري امڙ جنهن وقت ماني اڳيان ڪندي هئي ته سندس اکين مان ڳوڙها لڙون ڪري وهندا هئا ۽ چوندي هئي ته افسوس! پنهن جي پيارن مان ڪوبه اکين اڳيان ڪونه ٿي ڏسان، هڪڙو ٻچڙو سو به پرديسي! وري پاڻ سنڀالي چوندي هئي ته ابا ميرل! مون توکي الله جي حوالي ڪيو. اميد اٿم ته توکي جنهن مقصد لاءِ موڪليو اٿم تون

انهيءَ ۾ ڪامياب ٿي ايندين. مگر افسوس جو قربانيءَ اڻ جي دل پوريءَ طرح نه ٺري.
ماں اڃا عربيءَ جي تحصيل ڪري پوري ڪئي، دستاربنديءَ جي جلسي جي تاريخ مقرر ٿي.
انتظام ٿيڻ لڳا ته منهن جي جيجل سخت بيمار ٿي پئي. بابو سائين ۽ ٻيا عزيز وٽس ڪڏ جي
ويا ته اسان جو خيال آهي ته تاريخ ڦيرايون، جيستائين تون چڱي ڀلي ٿي پئين ۽ اسان سان هن
خوشيءَ ۾ شريڪ ٿين ته جواب ڏنائين ته نه هرگز نه - ڀلائي ڪري تاريخ نه ڦيرائجو. ماں!
اهي علماء سڳورا جي هن دستاربنديءَ جي موقعي تي اچن، سي اچي منهنجي جنازي جي
نماز پاڙهين. بهرحال پياري ۽ مهربان والده منهنجي دستاربنديءَ کان پوءِ جلدئي گذاري وئي
۽ شايد منهنجي ڪمائيءَ مان ڪيس به اهوئي رهيو يا پر نصيب ٿيو جو سندس لائق پٽ پريءَ
والده کي پنهنجي پياري پٽ مخدوم الله بخش جي ڪمائيءَ مان نصيب ٿيو هو.

ڪاش! مون کي ايتري خبر پوي ته اڄ قبر ۾ منهنجي جيجل جي روح کي ڪا تسڪين آهي!!
چاڪاڻ ته باوجود گهڻي ڪوشش جي مان پنهنجي مامي سائينءَ جي ڪڙيءَ کي ڀڃي نه سگهيو
آهيان. نه وري انهيءَ جي جتيءَ ۾ پير پائي سگهڻ جي ڪا اميد اٿم.

مخدوم الله بخش مرحوم کي صلهٔ رحميءَ يعني پنهنجن مٽن مائٽن سان ٺهي هلڻ جو
ڏاڍو اهتمام ۽ خيال رهندو هو، هو هن مقصد لاءِ ڪنهن به قربانيءَ کان ڪين گسندو هو.
هڪ دفع سندس سوٽن سندس ڪوهه جي زمين تي ڪٽي قبضو ڪيو، ڪيس پڌايو ويو ته ڪلي
ڄيائين ته غريب آهن، ڪين ضرورت هوندي تڏهن ته ائين ڪيو اٿن. آءٌ سٺين جريبن زمين
ڪاڻ پنهنجن مائٽن سان ڦٽائڻ لاءِ تيار نه آهيان. زمين اتي ٻيئي هوندي، دعا ڪريو ته ڪا
اڳتي ڪشادي زمين نصيب ٿئي.

مخدوم الله بخش مرحوم جي شڪارپور جي مشهور عالم، فاضل، شاعر ۽ حڪيم سيد
مير علي نواز علويءَ سان خاص دوستي هوندي هئي. هر سال گرميءَ جي موسم ۾ موڪل وٺي
شڪارپور ويندو هو ۽ وڃي ٻه ٽي هفتا مير صاحب سان رهائيون ڪندو هو. شڪارپور جا
جملي دوست گهڻو ڪري شام جو اچي سنڌ واهه جي ڪناري تي گڏ ٿيندا هئا، جتي سندن
ڏاڍيون علمي ۽ ادبي رهائيون ٿينديون هيون. پنهنجي هم سبق ۽ هم عمر سيد شهاب الدين شاهه
هالائيءَ واري سان به ڏاڍو قرب هوندو هوس. ٻئي صاحب رياست خيرپور ۾ معزز عهدن تي
هوندا هئا، ۽ پاڻ ۾ "لحمڪ لحمي" وارو رستو هوندو هون. علامه عبدالغفور همايوني سان
پڻ محبت ۽ عقيدتمنديءَ جو رستو هوس ۽ علامه صاحب جو نهايت ادب ۽ احترام ڪندو هو.
ازان سواءِ شڪارپور واري خانصاحب گل حسن خان نائب وزير رياست خيرپور، عاليجناب پير
رفيع الدين سرهندي شڪارپوري، مرحوم شمس الدين بلبل وغيره جهڙن اديبن ۽ فاضلن سان
خاص تعلق هوندو هوس.

مخدوم صاحب فارسي، اردو ۽ سنڌي زبان جو هڪ قادرالڪلام شاعر ۽ اديب هو.
پنهنجي زماني ۾ رياست خيرپور جو امير الشعراء پاڻ هو. رياست ۾ ڪوبه نئون ڪم ٿيندو هو

يا ڪو جلسو منعقد ٿيندو هو ته موقعي جي مناسبت تي مخدوم صاحب مرحوم ٿي فارسي زبان ۾ قصيدو تيار ڪندو هو جو انهيءَ موقعي تي پڙهندو هو. خيرپور رياست ميرواهه تي ٻه منزل پل تيار ٿي ته انهيءَ تي فارسي زبان ۾ هڪ نهايت فصيح ۽ بليغ ۽ ڪافي وڏو قصيدو تيار ڪيائين جنهن جو هن وقت مون کي فقط هڪ مصرع ياد آهي. "بحکم نص من الماءِ کل شيءٍ حي- مگو تو آب که چشمهٔ حيات حيوان است". تنهن کان سواءِ کيس فارسي غزل گوئيءَ ۾ به ڪمال حاصل هو. مثلاً سندس هڪڙي فارسي غزل جو مطلع آهي.

امشب که شوخ من از شوخي تمام رفت- صبر و تـوان و طاقت زيـن مستهام رفت

ٻئي هڪڙي فارسي غزل جي مطلع جو فقط هڪ بند ياد اٿم:

جمالش دل بغمزه برد دلـداری چنين بـايـد

هڪ لعتيه غزل سندس چيل آهي جنهن جي هرهڪ مصرع ۾ چار بند آهن. جن مان پهريون بند فارسي زبان ۾، ٻيو سنڌي زبان ۾، ٽيون اردو زبان ۾ ۽ چوٿون بند عربي زبان ۾ آهي. انهيءَ غزل جو مطلع ۽ ڪي مصرعا جيڪي ياد اٿم پڙهندڙن جي تفريح طبع لاءِ هتي لکان ٿو.

مطلع- تـو براوج فلک چـو گذشتي شها سڀ چـون مـلائڪ صـل علي
کيا خوب چلے هين محبوبِ خدا مـن مڪـه الـي السمـاء الا علي

مصرعه- بکشائـي ز چهـره حجاب بـيـا اي سچ سحاب ۾ منهن م لڪا
يه جهان هے تيرا مشتاقِ لقـا قـد قـام عـلـي الـبـاب العظمي

مقطع- تـو بـنـازو ادا ببري دلـهـا ڏيـا ملڪ فلڪ تـو تـي شـيـدا
مين هون سائل عاصي در په گدا متـوسـل سـد تـک الـعـلـيـا

مخدوم الله بخش جو سنڌي شعر به ڪافي چيل آهي. مثلاً سندس هڪ غزل جو مطلع ۽ مقطع ياد اٿم سو هتي لکان ٿو-

مطلع:- گهنڊ کول کيل سڄڻ تون منهن تان نقاب لاهي
عـاشق کـي منهن ڏيکـارڻ سائين ثـواب آهي.

مقطع:- ياسين تنهنجي تـعـريـف، طـٰه تـمـام تـوصيف
عـاصـي تنهنجي صـفـت ۾ ڪهڙو ڪتاب لاهي.

مخدوم مرحوم کي ٻنهي جهانن جي سردار، اڳين جي آڌار حضرت محمد رسول الله صلي الله عليه وسلم سان خاص عشق هو- هن عشق ۾ سندن ڪافي مولود چيل آهن- مثلاً حضور جي معراج بابت سندس چيل هڪ مولود جو مطلع هت عرض ڪريان ٿو.

١- مصطفيٰ مرسل جـي آ، معراج واري رات اڄ
ساز ۽ سامان جـي تـازي تـيـاري رات اڄ

سندس ٻئي مولود جو مطلع آهي:

٢- قدم قريشيءَ رکيو-عرش اتي هل پيو-اڄ آيو رسول‌الله ولي آيو بسم‌الله

وقت جو ڪوبہ شاعر ڪو چڱو معياري شهپارو پيش ڪندو هو تہ مخدوم صاحب ضرور انهيءَ جي تتبع ۾ پنهنجو شعر تيار ڪري انهيءَ ڏانهن موڪلي ڪنهس داد وصول ڪندو هو.

مولانا عبدالغفور همايونيءَ جي مشهور غزل- "تنهن جي زلف جي بند ڪمند وڌا زندان هزارين مان نہ رڳو"-يا پير معشوق شاهہ راشديءَ جي غزل "مت بوئي گيسوئن جي مشڪ ختن جو چاهي"-جو چرچو ٿيڻ لڳو تہ مخدوم صاحب انهن جي جواب ۾ سندن تتبع تي غزل لکي ٻنهي بزرگن ڏانهن ڏياري موڪليا، جن کيس دل کولي داد ڏنو.

مون مٿي لکيو آهي تہ مخدوم الله بخش مرحوم جي وفات وقت مان ننڍيءَ عمر جو هوس. سندس وفات کان پوءِ سال ١٩٢٢-٢٣ع ۾ فارغ التحصيل ٿي گوٺ آيس تہ انهيءَ وقت مخدوم صاحب جو ڪلام گهڻن ماڻهن کي ياد هو ۽ مجلسن ۾ عام طور ڳايو ۽ شوق سان ٻڌو ويندو هو. مون بہ مخدوم صاحب جو فارسي ۽ سنڌي ڪلام ڪافي مقدار ۾ گڏ ڪري هڪ نوٽبڪ ۾ لکي ڇڏيو هو. پر نهايت ڏک اٿم تہ هڪ بيدرد دوست اهو نوٽبڪ مون وٽان کڻي ويو ۽ وري واپس نہ ڏنائين. کيس بہ حرمان کان سواءِ ڪجهہ نصيب نہ ٿيو، پر اسان کي بہ هميشہ لاءِ حسرت جا هٿ مهٽائي ڇڏيائين. هتي جيڪي ڪن ٻچ لکيا اٿم اهي انهيءَ ئي نوٽبڪ جي هڪ محوشده ياد جي حيثيت رکن ٿا. وري ڪوشش شروع ڪئي اٿم جيڪڏهن ڪجهہ ڪلام هٿ آيو ۽ ڪريم ڪارساز ۾ اميد آهي تہ هٿ ايندو تہ پوءِ انشاءالله تعاليٰ اهو مهراڻ جي ڪنهن ٻيءَ اشاعت ۾ شايع ڪرايو ويندو.

مخدوم الله بخش نهايت خوشخط ڪاتب بہ هو. سندس اکر موتين جي داڻن جهڙا سهڻا هوندا هئا. رياست جي وزير شيخ صادق علي مرحوم جي نيڪ ڪوشش سان جڏهن ڪهڙن وارن مخدومن جي اڏايل جامع مسجد جي نئين سر مرمت ٿي تڏهن پاڻ انهيءَ نئينءَ تعمير جي تاريخ ۾ ٻہ فارسي قطعا تصنيف ڪري، پنهنجن اکرن ۾ لکي، دهليءَ جي هڪ نقاش کان انهن جي ڪناري تي نقش و نگار ڪرائي، فريم ۾ بند ڪرائي، مسجد جي ديوار تي لڳائي ڇڏيائين. اهو فريم اڄا تائين مسجد جي الهندينءَ ديوار تي وچين ۽ ڏاکڻين قبي جي وچ ۾ لڳو پيو آهي. پهرئين قطعہ جو مطلع آهي: مفيض جهان شيخ صادقعلي - کز و شد رياست چو باغ بهشت.
ٻئي جو مطلع آهي: در اقصائي عالم بگشتم بسي - نديدم چنين مسجد رشک خلد.

اکرن جي سونهن، نزاڪت، پيهڪ ۽ موزونيت ڏسي آدمي دنگ رهجيو وڃي. جيڪڏهن ڪو موقعو ميسر ٿيو تہ انهن اکرن جو فوٽو ولي مهراڻ ۾ شايع ڪرايو ويندو. نہ تہ شايد: مردي از غيب برون آيد ڪاري بکند.

مخدوم الله بخش صاحب بہ شاديون ڪيون هيون. هڪڙي شادي تہ ننڍپڻ ۾ سندس والد ڪرائي هيس مگر انهيءَ مان اولاد ڪونہ ٿيو، ٻي شادي پير ابومحمد صالح شاهہ صاحب

جيلاني پنهنجن مريدن مان ڪرايس: انهيءَ مان ڪيس ٻه نياڻيون پيدا ٿيون، انهن مان هڪڙي ته سندس حياتيءَ ۾ فوت ٿي ويئي باقي ٻي نياڻي اجا تائين حيات آهي. جنهن کي ٻه فرزند آهن، مگر هن حقيقت جو اظهار ڪندي دل ٿي ڏکر ٿئي ته ٻئي علم کان بي بهره آهن. اجا عمر جا ننڍا آهن، وقت وڃو ڪونهي - شال خداوند ڪريم کين سنئين راهه نصيب ڪري - آمين.

مخدوم مرحوم جي مزار کهڙن جي شهر رياست خيرپور ۾ مخدومن واري جامع مسجد جي صحن جي اتر ۾ هڪ ننڍي چوڪنڊي ۾ آهي. سندس تربت سان گڏ ٻي تربتون پيون ٻه آهن. انهن مان اوڀر طرف کان پهرين تربت راقم الحروف جي والد جي آهي، يعني مخدوم الله بخش جي.

چون ٿا ته مخدوم الله بخش جڏهن ننڍو هو ۽ انهيءَ ئي مسجد سان متصل مدرسي ۾ تعليم وٺندو هو، تڏهن انهيءَ ڪونيءَ ۾ گهڻو وهندو هو ۽ اتي ويهي سبق ياد ڪندو هو. جنهن وقت شيخ صادق علي مرحوم مسجد جي مرمت ڪرائي، تڏهن شيخ صاحب کي عرض ڪري اها ڪوٺي الڳ رکائي ڇڏيائين ۽ وصيت ڪيائين ته مون جهان ڇڏڻ کان پوءِ کيس انهيءَ جاءِ ۾ دفن ڪيو وڃي - اين ئي ٿيو. انهيءَ جاءِ ۾ پهريون پاڻ دفن ٿيو تنهن کان پوءِ خالي جڳهه ۾ سندس ٻين عزيزن کي سندس پٺيان دفن ڪيو ويو.

جا پوءِ پرين سون سا پون متان سڄڻين
ڏک لنبا ڏوڙ ۾ اپسي ڏنا سون
دنيا ڏينهن ڏون اني لوح لطيف چئي -

ضميمو

مخدوم الله بخش مرحوم تي مضمون لکجي تيار ٿيو ۽ اهو مهراڻ جي ڪارڪنن جي حوالي ڪرڻ وارو هوس ته ايتري ۾ منهنجي دوست ماستر ميان جان محمد قريشي صاحب رٽائرڊ هيڊ ماستر پرائمري سڪول کهڙا مخدوم الله بخش صاحب جو چيل هڪ غزل ۽ ٻه مولود لکي ڏياري موڪليا. مان مضمون ۾ رد و بدل ڪرڻ بدران مناسب سمجهان ٿو ته ماستر صاحب جو موڪليل ڪلام مضمون جي ضميمي طور پويان شامل ڪريان. هن غزل ۽ مولودن جو اجمالي ذڪر مضمون ۾ ٿي چڪو آهي:

١- غزل نعتيه

مطلع - تو بر اوج فلک چو گذشتي شها سب چون ملائک صلّ علي
ڪيا خوب چلے هين محبوب خدا من مکه الي الملاءَ الا علي
١- ز صفائي جبين خورشيد خجل رخ روشن تان قربان قمر
تيرے زلف سيه کا بيان هے مگر و الليل اذا يغشي الظلما
٢- تو بناز و ادا ببري دلها ٿيا ملڪ فلڪ توتي شيدا
اے شاهِ رسل، سالارِ جهان لِمَ لاتتلطّفَ يا آسفا

٣- ٻہ قبائي لعمرڪ چست بدن — اولاڪ لما جو تاج ٻہ سر
تيرا طٰهٰ ويٰاسين نام و لقب — سلطان عرب، مَلِڪُ البطحا

٤- بکشائي ز چهره حجاب بيا — اي سج سحاب ۾ منهن م لڪا
ٻہ جهان هي تيرا مشتاقِ لقا — قد قام علي الباب العظمي

٥- ٻہ شفاعتِ امت لب بکشا — رب خاص رکي آهي تنهنجي رضا
مين هون سائل عاصي در کا گدا — متوسل سُدُ تيکَ العليا

## ٢- مولود شريف سنڌي

مطلع - مصطفيٰ مرسل جي آهي معراج واري رات اڄ
ساز ۽ سامان جي تازي تياري رات اڄ

١- عرش اعظم تي ملائڪ، مرحبا لئه منتظر
خود خدا کي آ اچڻ جي انتظاري رات اڄ

٢- محبتي ميدان ۾ اڄ، برهہ جون بوندون وسن
ٿي کهلي خوش باغ ۾، بادِ بهاري رات اڄ

٣- سر نوائي صف بڌي، بيٺا ادب سين انبيا
ٿي لنگهي افلاڪ کان، سرور سواري رات اڄ

٤- سيرُ سبحان الذي، اسريٰ جو ٿيو اڄ آشڪار
مام ما زاغ البصر جي، صاف ساري رات اڄ

٥- واعدو وسوف يعطيڪ، پاڻ ڪيو پروردگار
عاصين لئه عام ٿي اميد واري رات اڄ

## ٣- مولود شريف بطرز قديم

مطلع - قدم قريشيءَ رکيو، عرش سنئي هل پيو
اڄ آيو رسول الله، پلي آيو بصر الله

١- چاڙهي سان جام جي ڪوٽ ڪريو ڪسريٰ جو
شامُ ڏنائون شعاع ۾ برج صفا بصريٰ جو
عالي اقبال سان اوج لڌائون اسريٰ جو
قدم قريشيءَ رکيو.........

٢- قدسي قبا لولاڪي، تاج سونهين طٰهٰ جو
خاص مُزَمِّلُ خلعت، واه وڳو والضحيٰ جو
شاهِ رسل، صدر جهان، مير مڪي بطحا جو
قدم قريشيءَ رکيو.........

٣- صحن سماوات جو، گلشن ٿيو گلزاري
شمع پريا شاديءَ جا، چار طرف چوڌاري
شاهه تنهنجو شان و شرف، بخت بلند آ ڀاري
قدم قريشيءَ رکيو.........

٤- ملڪ مقرب مڙيئي، خادم خاصا درجا
پاڪ پيغمبر سيئي، سپاهي سرور جا
سؤ صلواتون سلام، پرينءَ مٿي پرور جا
قدم قريشيءَ رکيو.........

٥- سائل سوين سدا، در اڳيان دلبر جي
عاصيءَ، امت جو ننگ مٿي تو نر جي
پاڪ ٿيندين پشت پناهه، حامي منجهه محشر جي
قدم قريشيءَ رکيو.........

## خطبه تصنيف مرحوم مغفور مولانا مخدوم الهه بخش صاحب عباسي

بسم الله الرّحمٰن الرّحيم

اَلْحَمْدُ لِذِي العِزِّ كريمٍ وَّ مَجِيدٍ
رَبٌّ وَّ رحيمٍ وَّ حَكيمٍ وَّ حميدٍ
اَلْقَادِرِ ذِي القُدْرَةِ وَالْمَالِكِ ذِي الطَّوْلِ
اَلرَّازِقِ لِلْمَخْلُوقِ شَقِيٌّ وَّ سَعِيدٍ
قَدْ بَعَثَ اِلَيْنَا بِرَسُوْلٍ عَرَبِيٍّ
مَهْدِيٍّ لِلنَّاسِ اِلَى الْحَقِّ رَشِيدٍ
اَلْبَالِغُ بِالْحُجَّةِ وَالْقَائِمُ بِالاَيْدِ
اَلرَّحْمَةُ لِلاُمَّةِ فَضْلٌ لِّلْعَبِيْدِ
خُلَفَاءُ لَهُ اَرْبَعُ الاَوَّلُ صِدِّيقٌ
فَالْعَادِلُ بِالْحَقِّ وَ فِيْ لِلتَّوْعِيْدِ
فَالْجَامِعُ لِلنَّظْمِ بَلِيغٌ بِكَلاَمٍ
فَالصَّارِمُ بِالسَّيْفِ لِجَبَّارٍ عَنِيدٍ
يَا رَبِّ تَرَحَّمْ فَعَلَىٰ حِزْبِ مُحَمَّدٍ
عَمِّيهِ وَ آلِهِ وَ عَلَىٰ كُلِّ شَهِيدٍ
اي طالب بشنو تو که در فهم وحيدي
سخني که بعمرت به بيانش نه رسيدي
بلبل که به هر صبح بر آرد گل بانگے
پندي كُنَدَت اين که تو در کتب نديدي
از عمر که باغ است بره تازه گلي چين
افسوس خوري چون گل زين باغ نه چيدي
آن چيزي که خاري بره مطلبت انداخت
دنيا است که شب و روز پئے آن بدويدي
امروز کجا سلک سليمان و سکندر
قارون بآن حشمت و دولت که شنيدي
گشتند هم خاک و بخاک اندر افتند
رخت تو همين است که دين داده خريدي
هيهات براين نفع تجارت که نمودي
صد حيف براين ذوق حرامت که چشيدي
رُو توبه کن اي «عاصي» ازين پيشه نا راست
بيجا است هم رنج و مشقت که کشيدي

بارك الله لنا و لكم ولسائر المسلمين انه تعاليٰ جوادٌ غنيٌّ قديرٌ برٌّ ربٌّ رؤفٌ رحيم.

تاريخ تعمير جامع مسجد شريف شهر کهڙا ـ که به حسن اهتمام مرحوم مغفور خانبهادر شيخ صادق علي وزير اعظم رياست خيرپور سند و کوشش خانصاحب فياض الزمان گل حسن خان مختيارڪار صاحب گمبت حال نائب وزير صاحب ڪمپ شاهي دام اقباله ازسرنو تعمير يافته جلوه‌گر گرديده است. از بنده خادم العلماء مخدوم الهه بخش عباسي عاصي عفا عنه رب الاناسي.

| | |
|---|---|
| مفيض جهان شيخ صادق علي | کزو شد رياست چو باغ بهشت |
| دگر گل حسن خان که دارد همي | دل قدسيان و دماغ بهشت |
| توجه بتعمير مسجد شريف | نمودند بادل فراغ بهشت |
| کنون مسجدي شد بنقش و نگار | که دل ميدهد زو سراغ بهشت |
| الاهي بر ايشان عطاهاي خود | بپايي رسان چون اياغ بهشت |
| سحرگه به "عاصي" ندا شد ز غيب | بگو سال مرمت "چراغ بهشت" |

ايضاً در سنه هجري مقدس

| | |
|---|---|
| در اقصاي عالم بگشتم بسي | نديدم چنين مسجدِ رشکِ خُلد |
| چو ديدم بحيرت فتادم که هان | بروي زمين مسجدِ رشکِ خُلد |
| بگفتم زماني برم سر به جيب | پيء سال اين مسجدِ رشکِ خُلد |
| که ناگه سروش از سر دعويم | بگفتا "به بين مسجدِ رشکِ خُلد" |

(ياد رهي ته، جئن مٿي لکي آيا آهيون، هيءَ ٻئي تاريخ جا قطعا مخدوم صاحب ٻنهنجي هٿ سان لکي مسجد شريف جي ديوار تي هٿي چڙهيا آهن، جيکي اڄا تائين لڳا پيا آهن.)



## مولانا حاجي محمد مرحوم هالائي

مولانا مولوي حاجي محمد صاحب مرحوم هالائي ابن آخوند محمد اسماعيل ابن آخوند دين محمد، ساڪن هالا پراڻا ضلعو حيدرآباد، تاريخ ٢٧ رمضان المبارڪ ١٢٤٦ هه ۾ تولد ٿيا. شروعات کان ئي کين تحصيل علم جو گهڻو شوق هو. چنانچه صرف و نحو جا ڪتاب مرحوم مولانا مولوي خليفي حاجي عبداللطيف صاحب ساڪن هالا نوان کان پڙهي، پاڻ ضلعي دادو ۾ مرحوم مولانا مولوي حسن الله صاحب پاٽائي جن وٽ وڃي ڪجهه وقت پڙهيائون. ان کان پوءِ حيدرآباد سنڌ ۾ اچي، مرحوم مولانا مولوي محمد حسن صاحب ڪنڊي وارن وٽ جملي درسي ڪتاب نصاب مطابق پڙهي فارغ ٿيا، ۽ اتي ئي پنهنجي مشفق استاد جي ارشاد موجب ٢-٣ سال درس ڏيندا رهيا. ان بعد پنهنجي وطن اچي درس و تدريس جو سلسلو جاري ڪيائون.

مولانا حاجي محمد صاحب مرحوم ربيع الاول ١٣٠٩ ۾ حج بيت الله جو سفر اختيار ڪيو، ۽ اتي مسلسل ١٢ مهينا قيام ڪيو. انهيءَ عرصي ۾ مولانا عبدالحق صاحب الله آبادي مهاجر ڪان اوّليات احاديث پڙهي، حديث، فقه ۽ اصول فقه جي باقاعدي سند ۽ اجازت ورتائون، ۽ پوءِ پنهنجي وطن واپس اچي ديني خدمات ۽ تدريس علم ۾ مصروف رهيا. مولانا مرحوم جو مدرسهٔ محمديه اڄ تائين موجود آهي، جنهن مان هزارين طالب فيضياب ٿي ويا آهن ۽ ٿيندا پيا وڃن.

مولانا مرحوم جي طبع جلالي ۽ بيپرواهه هوندي هئي. پاڻ وقت جا مسلمٌ عالم ۽ مفتي هئا. علاوه ازين حديث، فقه ۽ علم تصوف جا به نڪته دان ۽ نڪته سنج هئا. مثنوي مولانا روم رحه ۽ مڪتوبات امام رباني تي کين گهڻو عبور حاصل هو. وقت بوقت تصوف جي باريڪ نڪتن ۽ رموز تي حضرت مولانا و هادينا مرحوم خواجه حافظ محمد حسن صاحب سرهندي مجددي دامت برڪاتهم جن سان سندن بحث مباحثا ۽ خط و ڪتابت ٿيندي رهندي هئي. اهڙيءَ طرح سان مسائل فقه ۾ به حضرت العلامه مولانا عبدالغفور صاحب همايوني جن سان سندن نوشت و خواند بطور مباحثه رهندي هئي. پاڻ پهرين حضرت مولانا شيخ ولي محمد بن شيخ محمد اسحاق ساڪن ملاڪاتيار جا مريد ٿيا هئا، مگر انهن جي وفات بعد وري حضرت خواجه آقا مولانا حاجي عبدالرحمان صاحب سرهندي مجددي ٽکڙائي جن جي بيعت ڪيائون. مولانا مرحوم نقشبندي طريقي جا هئا. پاڻ پرهيزگار، تهجدگذار، شب خيز ۽ سچا عالم هئا. ڪنهن به صاحب ثروت ۽ مالدار جي پاسخاطري نه ڪندا هئا ۽ هميشه توڪل علي الله رهي پنهنجو وقت گذاري ويا. مولانا مرحوم جي وفات ٤ ربيع الثاني ١٣٣٦ هه فالج جي عارضي ۾

ٿي – انا لله و انا اليه راجعون. سندن مزار شهر هالا پراڻا ۾ مرجع خلائق آهي. برّد الله مضجعه و طاب الله ثراه و جعل الجنة مثواه.

مولانا حاجي محمد صاحب مرحوم پنهنجون ڪجھ تصنيفون ڇڏي ويو آهي، جن مان هيٺ ڄاڻايل ڪافي مشهور آهن:

(۱) الفتاويٰ المحمديہ في احڪام الاحمديہ (عربي ٻه جلد)، (۲) فتاويٰ احمديہ (سنڌي)، (۳) خلاصة الآثار المحمديہ والاخبار الاحمديہ (عربي)، (۴) حقوق الزوجين (سنڌي)، (۵) شرح مائة احاديث (سنڌي)، (۶) مسائل اربعين في سنة سيد المرسلين، (۷) رموز الفرقان (سنڌي)، (۸) المسائل الخمسة في دفع توهمات الشيعه (سنڌي)، (۹) تمام العناية ترجمه بداية الهداية (سنڌي)، (۱۰) رساله در امور طبعيه، (۱۱) حل التركيب منطق (عربي)، (۱۲) وودايہ (عربي و سنڌي)، (۱۳) قصہ بيبي بلقيس (سنڌي)، (۱۴) ڪشف الجان (سنڌي)، (۱۵) خلاصة الاصول، (۱۶) عشرين مسائل فارسي، (۱۷) رموز الفرقان (سنڌي)، (۱۸) فيض الصمد ترجمه "ايها الولد" (سنڌي)، (۱۹) رساله در معرفت نبض و قاروره، وغيره.

مولانا مرحوم جي همعصرن ۾ هيٺين بزرگن جا اسماء گرامي قابل ذڪر آهن: حضرت العلام مولانا مولوي عبدالغفور صاحب همايوني عليه الرحمة، (۲) مولانا مولوي حاجي لعل محمد صاحب مرحوم متعلوي، (۳) مولانا المرحوم مولوي عبدالرزاق صاحب ٻوبڪاڻي، (۴) مولانا المرحوم مولوي مفتي محمد سعدالله صاحب خيرپوري، (۵) مولانا المرحوم مولوي عبدالرزاق صاحب بختيارپوري، (۶) حضرت مولانا المرحوم مولوي غلام محمد صاحب ملڪاڻي، (۷) حضرت مولانا المرحوم مولوي قاضي سيد حاجي اسدالله شاه صاحب ٽڪڙائي، ۽ (۸) مولانا مولوي قاضي علي محمد صاحب هالائي، وغيره.

مولانا مولوي حاجي محمد صاحب مرحوم جي چند ناميارن شاگردن جا نالا هي آهن: (۱) مرحوم مولوي حاجي عبدالرحمان صاحب سٽوي ساڪن نصرپور، (۲) مولوي جان محمد مرحوم بختيارپوري، (۳) مولوي حڪيم قاضي معين الدين هالائي، (۴) مولوي خليفه حافظ حاجي محمد هالائي، (۵) مولوي ميان احمد مرحوم هالائي، ۽ (۶) حڪيم مولوي ميان عبدالله هالائي، وغيره.

مولانا مرحوم جي تاريخ وفات حضرت مولانا مولوي سيد حاجي اسدالله شاه صاحب مرحوم ٽڪڙائي جن هن طرح رقم فرمائي هئي:

جناب مولوي حاجي محمد محدث مظهر     مهر برج مڪارم مطلع الانوار علامه
به علم و حلم شرع و ورع و تقويٰ اوحد و اڪمل     قيام دين محبّ ايزد غفّار علامه
فضائل را ازو تحسين فواضل را ازو تسڪين     نجي الله سمّي سرور ابرار علامه
به معقولات بي بدلي به منقولات بي همتا     به ڪشف معضلات علم گوهربار علامه
در اين قحط الرّجال آمد وجودش مغتنم از بس     دريغا رفت از ما احسن الاطوار علامه
شنيده چون نداي ارجعي از عالم غيبي     شده واصل بحق رحلت گزين زين دار علامه
به فضل ايزدي بادا بهين صدر نشين جنّت     به ديدار خداوندي بود سرشار علامه
بچهارم ربيع الآخر و شب جمع داخل شد     بجنّت خلد تجري تحتها الانهار علامه
چو استفسار رفت از بهر سال وصل آن اقدس     "ندا" احقر رقم زد مخزن الاسرار علامه

۱۳۳۶ هجري

فقير محمد قاسم ڳڙهي ياسيني

# مولانا عبدالغفور "مفتون" مرحوم همايوني

مولانا عبدالغفور صاحب جن جي ولادت ١٢٦١ هجري ۾ ڳوٺ "همايون" تعلقي شڪارپور سنڌ ۾ ٿي. مولانا جو والد بزرگوار حضرت خليفو مولانا محمد يعقوب صاحب شهر "ڇهٽ" بلوچستان جو باشندو هو. "همايون" جي هڪ زميندار وڏيري غازي خان سومري جي استدعا موجب "همايون" جي ڳوٺ ۾ اچي ديني مدرسو کوليائين، جنهن ۾ ڍيري ڍيري جا طالبعلم پڙهي فيضياب ٿي ويا. مولانا عبدالرحمان صاحب سڪرائي، مولانا نورمحمد صاحب شهدادڪوٽي، مولانا عبدالستار صاحب ۽ مولانا عبدالله صاحب رستمي ۽ ڪيترا ٻيا، مولانا جي مدرسي جا فيضياب طالب هئا.

سنڌ جي فرزند مولانا عبدالغفور صاحب به ڪجهه علم پنهنجي والد خليفي محمد يعقوب صاحب وٽ پڙهيو. سال ١٢٧٣ هجري ۾ خليفي صاحب رحلت ڪئي. چنانچه باقي علم مولانا صاحب، مولوي سلطان محمد صاحب سيت پوري پنجابي، خليفي محمد يعقوب صاحب جي شاگرد، وٽ پڙهي فارغ التحصيل ٿيو ۽ پنهنجي ڳوٺ "همايون" ۾ مدرسو پڙهائڻ شروع ڪيائين. ان بعد مولانا کان سوين شاگرد پڙهي فيضياب ٿي نڪتا. مولوي عبدالرحيم صاحب شڪارپوري، مولوي فاضل محمد صاحب بلوچستاني، مولوي خدا بخش لهڙي، مولوي نبي بخش صاحب ڪولاچي، مولانا محمد مبارڪ صاحب ميان ڳوٺي، مولوي محمد اسماعيل صاحب شاهلي، مولوي محمد يعقوب صاحب (سبي بلوچستان) ۽ ڪيترا ٻيا شاگرد وٽانئن فيضياب ٿيا. مولانا علم جي هر فن ۾ يڪتاءِ روزگار هو. خصوصاً علم فقه ۾ سندس نظير سنڌ، هند، بلوچستان ۽ خراسان ۾ به نه هو. بلوچستان جا حاڪم شرعي فيصلن لاءِ شاهي جرڳن جي موقعن تي ڪيس ڳورائي ڪانئس وڏا وڏا معاملا فيصل ڪرائيندا هئا. مولانا جو مستجاب الدعوات هجڻ ايتريقدر مشهور هو، جو هر طبقي ۽ هر فرقي جا ماڻهو — عالم، پير، مشائخ، زميندار، ڪامورا، امير، وزير، هندو، مسلمان، پارسي، جوڳي، عوام ۽ خواص — دعا طلبيءَ لاءِ وٽس ايندا هئا. هر وقت سندس دروازي تي مخلوق خدا جو ميڙ لڳو پيو هوندو هو. مولانا مرحوم شعر ۾ به وڏي دسترس رکندو هو. سندس تخلص "مفتون" هو. غزلن ۽ ڪافين جو سنڌيءَ ۾ هڪ مجموعو "ديوانِ مفتون" جي نالي سان ڇاپي ۾ اچي

چڪو آهي*. مولانا جو فارسي مجموعہ ڪلام، جنھن ۾ سندس ۸۰-۹۰ غزل هئا، سندس هڪ معتقد جناب پير صاحب سيد ابو محمد صالح شاھ، خليفي جلال الدين ڪان ورتو هو. پير صاحب جي وفات ڪان پوءِ معلوم نہ آهي تہ اهو ڪلام ڪنھن جي هٿ آيو.

مولانا مرحوم جا ڪي نعتيہ شعر بطور نموني جي هيٺ ڏجن ٿا.

| | |
|---|---|
| مصطفيٰ و مجتبيٰ و محتشم | صاحب عز و علا و ولي جملہ امم |
| اولين ڪائنات و آخرين ممڪنات | مالڪ حوض و شفاعت صاحب تاج و علم |
| آن محمد سرور ڪونين ختم المرسلين | حاڪم جن و بشر فرماندهٔ عرب و عجم |
| آن حبيب ايزد و سالار جملہ انبيا | دستگير مستغيثان درميان موج غم |

مولانا رمضان شريف جي ۱۱ تاريخ جمعي جي رات ۱۳۳۶ ھ ۾ وفات ڪئي. سندن مزار مبارڪ سندن والد بزرگوار جي پر ۾ آهي ۽ همايون شريف ۾ زيارتگاھ خلق الله آهي. سردار گل محمد خان "زيب" سندن تاريخ وفات هنن بيتن ۾ چئي آهي:

| | |
|---|---|
| استاذي فاضل همايون | آن شمس زمان شهاب گيتي |
| روپوش چوگشت گفت هاتف | "پنهان شد آفتاب گيتي" |

۱۳۳۶

مولانا دين محمد "اديب" فيروزشاهيءَ سندن تاريخ وفات هيٺينءَ طور ڪڍي:

فرد

چو اسم و نيز مسمّاش بود عبدغفور — سن وصال بدان از سر يقين مغفور-(۱۳۳۶)

قطعہ

| | |
|---|---|
| رفت عبدالغفور سوی غفور | آنڪ در قطعہ بود مشهوري |
| سال رحلت چو جستجو ڪردم | گفت طبع اديب "مغفوري"-(۱۳۳۶) |

مولانا جي وفات ڪان پوءِ سندس ڏوهٽو عالم فاضل مولانا ميان عبدالباقي صاحب مسندنشين آهي، جنھن ڪيترن طالب علمن کي دستاربندي ڪرائي آهي. قضا ۽ فتويٰ جو شغل وٽس گهڻو رهي ٿو.

تصنيفون: مولانا مرحوم جون فتوائون هزارن جي تعداد ۾ آهن، جن مان ۴ جلد فارسي ۾ "فتاويٰ همايوني" جي نالي سان ڇپيل آهن. علم طب ۾ "فرهنگ همايوني" سنڌيءَ ۾ ڇپيل آهي. "الدرالمنثور" ۽ خراج بابت رسالو ۽ ٻيا قلمي رسائل بہ گهڻا آهن.

---

* هيءَ ديوان ڳوڙهي ياسين مان مولوي نجم الدين صاحب وٽان ملي سگهندو. - مرتب

# مرحوم مولانا محمد اسماعيل سومرو فيروزشاهي

مولانا صاحب فيروزشاهہ جي پرسان، ميل ڏيڍ پنڌ تي، "تنيا" نالي هڪ ڳوٺ جو رهاڪو هو؛ اتي ئي ڄائو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. پيروچ جي مقام ۾ آرامي آهي. جنهن جي سال جي خبر نہ آهي، باقي وفات جي تاريخ ١٩ محرم الحرام ١٣٣٦هہ آهي.

مرحوم نهايت ئي غريب هو. جيتوڻيڪ سندس والدين کي ڪمائيءَ مان من جي پڙهائيءَ تي خرچ ڪرڻ جي توفيق ڪانہ هئي، پر هنن مولانا جو ذهن ۽ علم ڏانهن لاڙو پروڙي، کيس مدرسي فيروزشاهي ۾ پڙهڻ لاءِ ڇڏيو، جتي هو محنت سان پڙهڻ ۾ لڳي ويو. آخرڪار فارسي ۽ عربيءَ ۾ مولانا عطاءالله کان عبور حاصل ڪيائين. اڃا دستاربندي ڪانہ ٿي هئي، مگر ڪتاب نصاب وارا سڀ پڙهيا هئائين، تہ سندس استاد رحلت ڪري ويو؛ تنهنڪري دستاربنديءَ جي رسم مولانا عبدالرحمان مرحوم وٽ ڪيائين.

مولانا صاحب درسيات پڙهائڻ جو قابل مدرس هو، ۽ فارسيءَ جي انشاپردازيءَ ۾ استاد جو رنگ حاصل هوس. فارغ التحصيل ٿيڻ بعد، اول اول، پياري ڳوٺ اسٽيشن جي پرسان درويشاڻن جي ڳوٺ ۾ مولوي غلام حسين کي پڙهائڻ ويٺو. اتي عربيءَ جا تمام گهڻا شاگرد وٽس پڙهندا هئا. فراغت کان پوءِ، فيروزشاهہ جي نزديڪ سوڀي خان منگسيءَ جي ڳوٺ ۾ مدرسو جاري ڪيائين. جيئن تہ هو مشهور فاضل هو، ان ڪري وٽس تمام گهڻا شاگرد پڙهيا، جن مان مشهور هي آهن: (١) مولوي غلام حسين درويشاڻي ٺٽوري، (٢) مولوي محمد چنو، ساڪن جبيرجي، ضلعو دادو؛ (٣) مولوي محمد، ڳوٺ پيان ضلعو دادو؛ (٤) مولوي نورمحمد ڪلهوڙو، دادو؛ (٥) مولوي محمد قاسم ٺٽوري، تعلقو دادو؛ (٦) مولوي محمد قاسم لانگاهہ، ۽ (٧) مولوي محمد هاشم لانگاهہ واعظ، (ٻئي پاٽر) ويٺل رڪ؛ (٨) مولوي محمد يوسف، ڳوٺ بخش لاکير، سيهڙ؛ ۽ (٩) مولوي فيض محمد سيال، ويٺل لنڊو شهبازي، سيوهڻ.

مولانا دين محمد "اديب"

# مائي فاطمه لاکير مرحوم

تعلقي ميهڙ ۾، لاڙي ڪئنال جي ڪپر تي، صفر لاکير نالي هڪ ڳوٺ آهي - مائي فاطمه انهيءَ ڳوٺ جي رهاڪو هئي. مائي فاطمه نهايت ئي پلاري، باخدا ۽ عابد عورت هئي. مسجد ۾ ٻارن کي قرآن شريف پڙهائيندي هئي. جن ٻارن کي جوانيءَ ۾ پڙهايائين، تن جي ٻارن کي پيريءَ ۾ پڙهايائين.

ٻاڻ ڪٿي پڙهي، ڪيستائين تعليم ورتائين ۽ سندس استاد ڪير هو، اها ڪابه خبر نه آهي؛ باقي مائي صاحبه جي علمي ڪمال جو ذڪر سندس شاگرد، جي مشهور عالم ٿي گذريا آهن، وقت بوقت ڪندا هئا. منهنجو استاد مولانا الاهي بخش به قرآن شريف وٽس پڙهيو. سندس قرآن جو لهجو حافظن جهڙو هو.

مائي صاحبه خدا ترسيءَ جي ڪري رعبدار هئي. رستي ۾ ايندي هئي، ته مرد ماڻهو آتي بيهي نه سگهندا هئا. آخر-رات ۾ عبادت به مسجد ۾ اچي ڪندي هئي. واقعي هن بيت جو مصداق هئي:

نه هر زن زن ست و نه هر مرد مرد، خدا پنج انگشت يڪسان نڪرد.

هڪ رات مسجد ۾ اندران ڪڙو ڏيئي عبادت پئي ڪيائين، ته اوچتو هڪ ماڻهو اندر گهڙي آيو. دروازي بند هجڻ هوندي آيو ڪيئن؟... مائيءَ سمجهي ورتو؛ پڇيائينس ته "چو آيو آهين؟" چي، "اوهان وٽ قرآن شريف پڙهندس." مائي صاحبه چيس، "نه، ٻار تو (جن) کان ڊڄندا." پوءِ هو هليو ويو.

مائيءَ جي ڪمال ڪري عالم به سندس زيارت لاءِ ايندا هئا. مائيءَ کان روايت آهي ته آسپاس جا سڀ عالم مون وٽ آيا، باقي سيد مصري شاهه خيرپور ناٿن شاهه وارو نه آيو.

---

مولانا دين محمد "اديب"

# مولانا حاجي الاهي بخش مرحوم

مولانا حاجي الاهي بخش صاحب، ولد ميان عبدالحليم، قوم بلوچ، ميهڙ کان ڇهه ميل
پري ڳوٺ منگواڻي ۽ ڳوٺ راوت خان جي وچ ۾ هڪ ننڍڙي ڳوٺ "پانهو لاکير" ۾ ڄائو.
مولانا صاحب جن جا وڏا اصل پاڳناڙي جا رهاڪو هئا، پر زماني جي گردش ڪري پنهنجي
پياري وطن کي خيرباد ڪري اچي پانهي لاکير ڳوٺ ۾ رهيا. اڄ تائين به سندن قوم جا اٽڪل
پنج ڇهه گهر اتي رهندڙ آهن، جي سڀئي زميندار آهن. منجهن حاجي ۽ نمازي گهڻا آهن.
مولانا جن ننڍپڻ ۾ ئي "صفر لاکير" جي ڳوٺ ۾ هڪ باڪمال عابده ۽ زاهده عورت مسمات
فاطمه وٽ قرآن شريف پڙهي پورو ڪيو.

مولانا صاحب نهايت ذهين هوندو هو: چوندو هو ته "پڙهڻ بابت مون کي ڪنهن به
استاد نه ڇينڀيو آهي". مولانا صاحب قرآن شريف پوري ڪرڻ بعد، سندس ڳوٺ جي هڪ پيرسن
حافظ فتح محمد جي همٿائڻ تي، ڳوٺ راوت خان لغاريءَ جي سڪول ۾ سنڌي پڙهڻ لڳو.
سنڌيءَ سان گڏ فارسيءَ جي قابل شاعر ۽ انشاپرداز مرحوم ماستر محمد اعظم وٽ فارسي به
پڙهندو رهيو. ڇهن درجن سنڌيءَ سان گڏ فارسيءَ جا ۽ ڪيترائي ڪتاب پورا ڪيائين ــ جهڙوڪ
عرفي، خاقاني، مينا بازار، وغيره. ڪيس انهيءَ زماني ۾ عالمانه شعور پڻ پيدا ٿيو. ايتري
علم حاصل ڪرڻ بعد پاڻ، ڪنهن به نوڪريءَ کي پسند نه ڪري، پنهنجي زمين آباد ڪرائي
گذر سفر ڪندو رهيو.

سندس روح ۾ صفائي هوندي هئي. اڪثر خواب ۾ حضور پاڪ جن، صحابن ۽ ولين
جون کين زيارتون نصيب ٿينديون هيون. هڪ دفعي جناب حضور جن کيس خواب ۾ فرمايو ته
"غفلت ڇڏ". انهيءَ واقعي کان پوءِ اڪثر روئندو رهندو هو. حضرت قتاده رضي الله خواب
۾ چيو ته "تون (قصص الانبيا ۾) مون کي 'قتاوه' ڪري پڙهندو آهين، پر منهنجو نالو آهي
'قتاده'." حافظ شيرازي رح خواب ۾ چيو ته "تو طلب ڪن وگرنه من هستم".

مولانا صاحب کي حضور پاڪ جن جي عشق جي آگ اندر ۾ ٻرندي رهندي هئي. هڪ
دفعي سندس عزيز حج تي وڃي رهيا هئا. پاڻ انهن سان ڪراچيءَ تائين موڪلائڻ جي بهاني
ملڻ آيو، ۽ اتان مائٽن کان موڪلائڻ بنا حج تي هليو ويو. سو روپيا ڪٿان اڌارا وٺي ڇڏيا

هئائين. وچي حضور جن جي روضي مبارڪ جي زيارت ڪيائين، جتي سرور ڪائنات جن جي ڪيس دوباره زيارت نصيب ٿي. پاڻ چوندو هو ته انهيءَ سفر ۾ مولانا عبدالرحمان صاحب سڪر واري کي به ظاهر ظهور ڏٺم (جو اڳي ئي وفات ڪري ويو هو).

عربستان جي سفر ۾ مولانا صاحب هڪ هنڌ ٽڪجي پوڻ سبب ساهي کڻڻ لاءِ ويهي رهيو. پنڌ کيس اهڙو ته ساٿو ڪري ڇڏيو هو جو ڪنڌ کڻي گوڏن ۾ هنيو هئائين. اهڙيءَ حالت ۾ کيس ائين معلوم ٿيو ته ڪو فرشتو آهي جو هڪ آيت پڙهي رهيو آهي - (ترجمو) "اي داؤد! اسان توکي زمين تي خليفو ڪيو آهي؛ پوءِ حڪم حق تي هلائج." مولانا صاحب ان وقت عربي ڪونه ڄاڻندو هو؛ اها آيت دلائل الخيرات تي لکي ڇڏيائين. ڇڏهن ان جي معنيٰ معلوم ڪيائين، تڏهن مولانا صاحب کي خيال ٿيو ته 'بلي ملڪ ۾ اها بشارت ملي آهي، سا سچي ٿي رهندي'. ان وقت ۾ مولانا صاحب کي چڪيءَ جي بيماري هئي. هڪ ڏينهن مولانا صاحب جده شهر جي هڪ گهٽيءَ ۾ ويٺو هو ته هڪ وڏي ماڙيءَ تان کيس رسيءَ جي وسيلي ماني ملي: ان جي کائڻ کان پوءِ کيس هميشه لاءِ چڪي ڇڏي ويئي ۽ وري ڪڏهن نه پيئي!

مولانا صاحب چوندو هو ته آءٌ ۽ منهنجو پاءُ بيل گاڏيءَ ۾ پاڻ کنيو پئي وياسين، ته هڪ هنڌ گاڏي اٿلي پيئي ۽ پاڻ هارجي ويو. گاڏي سڌي ڪري وري ان ۾ پاڻ پئي وڌوسين، ته اسان جي ڳوٺ جو هڪ نيڪبخت ڪٿي اتان لانگهائو ٿيو. ان مون کي چيو ته 'اڙي فلاڻا! تون ته عالمن جهڙو داناءُ ۽ عزت وارو آهين، چو نٿو عربي پڙهين؟ هن پاڻ ۾ پنهنجو حال ته ڏس- تون ان جو لائق آهين؟... افسوس!' بس، انهيءَ ڏينهن رخت سفر پڌي آڳرن ۾ مولانا محمد صاحب وٽ ويو؛ پر مولانا صاحب ان وقت بيمار هو ۽ پڙهائڻ جهڙو نه هو، تنهنڪري مولانا عطاءالله فيروزشاهيءَ وٽ پڙهڻ شروع ڪيائين. علامه صاحب جن هن جي ذهانت کان ڏاڍا خوش ٿيا، ۽ هڪ دفعي فرمايائون ته "اسان وٽان ٿوري کان ٿوري عرصي- ڇهن سالن - ۾ مولوي محمد ملوڪ تحصيل ڪري ويو آهي. هن به وڏي عمر ۾ اسان وٽ الف-ب کان پڙهڻ شروع ڪيو هو، پر توکي ٻارهن مهينن ۾ مولوي ڪندس". مولانا صاحب وٽ شاگردن کان گهڻو ڪم ورتو ويندو هو ۽ سبقن ۾ ناغو به ٿيندو رهندو هو، ان ڪري کيس خيال ٿيو ته 'ڪنهن ٻي مدرسي ۾ وڃي پڙهان، جتي الانجي ڪڏهن مقصد پورو ٿئي!' اهو خيال ڪري، هڪ دفعي اڌ رات جو اتان نڪري سڌو اچي سوڍاري پهتو، جتي مولانا شفيع محمد صاحب سجدي جي شاگرديءَ ۾ اچي تحصيل علم کي لڳي ويا.

مولانا صاحب فيروزشاهيءَ جي دعا ۽ مردم شناسي سچي ثابت ٿي، جو مولانا الاهي بخش صاحب پندرهن مهينا استاد وٽ عربي پڙهي، ۽ ان بعد اچي پڙهائڻ کي لڳو. وٽانئس چڱا چڱا شاگرد تحصيل ڪري ويا- جهڙوڪ مرحوم مولانا عبدالڪريم صاحب ڏيروي ڏيرو، مرحوم مولانا عبدالحليم صاحب بلوچ، مرحوم مولوي نورمحمد صاحب، مرحوم مولوي شفيع محمد

صاحب ڳوٺ عرضي ناٿڃ، مرحوم مولوي محمد ابراهيم صاحب جمالي، مرحوم ميرمحمد صاحب قريشي ۽ نيازمند راقم الحروف دين محمد "اديب" فيروزشاهي.

مولانا صاحب شاگردن کي مطالعي جو سخت تاڪيد ڪندو هو ۽ ڪين چوندو هو ته مطالعي بنا ڪوبه سبق نه پڙهو، مطالعي سان علم ايندو آهي. مولانا صاحب تڪراري ملڪيت جا فيصلا ڌرين جي رضامندي سان تمام قابليت سان ڪندو هو، جي ڌرين کي قبول ڪرڻا پوندا هئا. مولانا صاحب هڪ دفعي ڳڏيل ملڪيت جو فيصلو ڪيو ته هڪ پوڙهي، جا ان تي قابض هئي، ان کي تمام ٿورو حصو آيو. جنهن تي تمام درد وچان ان پوڙهيءَ مولانا صاحب کي چيو ته "اڙي مولوي صاحب! توکي قرآن پڇندو. تو مون سان ظلم ڪري ڇڏيو آهي!" پوڙهيءَ کي ان تي مولانا صاحب وراڻيو ته "پوڙهي، توکي به قرآن پڇو آهي؛ تون ته ناحق پرائو مال ڦٻايو ويٺي هئينءَ". مولانا صاحب، نورنگيءَ جو هڪ عالم سان ڪنهن مسئلي تي بحث هو. اهو بحث تمام طويل ٿي ويو. آخر مولانا الاهي بخش کي گهرائي ڪيس ڌرين جا بحث ڏيکاريائون. مولانا صاحب پنهنجي استاد الاستاد مولانا نورنگيءَ کي عرض ڪيو ته حق ٻيءَ ڌر جي طرف آهي، ان ڪري بحث ختم ڪرڻ کپي- ۽ ٿيو به ائين.

مولانا صاحب کي فارسي نثر و نظم تي ڏاڍي دسترس هئي. خلافت واري تحريڪ کان ٿورو اڳ، پاٽ جي عالم مولانا حاجي حسن الله صاحب کيس چيو ته "بابا، مون کي دادوءَ جي مختيارڪار چيو آهي ته سرڪار جو اڳيون فارسي دفتر سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري ڏيو. منهنجو انهيءَ مختيارڪار ۾ پٽن جي نوڪريءَ جو ڪم آهي. مهرباني ڪري اهو ترجمو ڪري ڏي ته منهنجي پٽن کي نوڪري ملي ويندي." مولانا صاحب ادب وچان اهو ڪم قبوليو. ڏهن سالن جو سارو دفتر مولانا صاحب بنا معاوضي ترجمو ڪري ڏنو. جيئن ته آفيس ۾ اڳين وقت جي شڪسته فارسي ڪنهن کي به پڙهڻ ۾ نٿي آئي، انهيءَ ڪري وري خيرپور ناٿن شاهه جي مختيارڪار کيس حڪم ڪيو ته اچي اسان جو به ڪم ڪري ڏيو. مولانا صاحب ڪم ڪرڻ لاءِ معاوضو گهريو، ته تپيدار کي چيو ويو ته مولانا صاحب جي زمين ڏسي ان تي ڏوڪڙ دڪيءَ جي دخل جو ڪو بيقاعدي نشان هجي ته ان تي ڪيس ڪر. آخر انهيءَ ريت مولانا صاحب کي دهمان پئي ڪانئس اهو به ڪم ورتو ويو. نه فقط ايترو، پر سڄي جي ڊپٽي ڪليڪٽر به سڄو جو سڄو فارسي دفتر سنڌيءَ ۾ ڪرايو. ويچاريءَ ۾ ان جي عيوض مولانا صاحب کي ڇا مليو؟- صرف هڪ لونگي ريشمي ۽ آفرين نامو!

مولانا صاحب جي صحبت هر خاص ۽ عام ماڻهوءَ سان هئي، پر خاص صحبت هيٺين بزرگن سان هئي: مولوي محمد علي ڏيرو زميندار ڏيرا، مولوي الله بخش مهيسر ڳوٺ پيري ۽ مولوي محمد سليمان ٽڙائي محبت جو. ان کان سواءِ، حڪيم مولوي فتح محمد صاحب سيوهاڻيءَ جي سائن غائبانه محبت ۽ دوستيءَ جو هي عالم هو، جو گورنمينٽ کان سنڌ جي هڪ عالم ۽ مصنف کي سو روپين جي گرانٽ ملندي هئي- اها گرانٽ غالباً مولوي محمد عثمان نورنگ زاده

فقه ٽيچر سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ کي ملندي هئي. ان جي وفات کان پوءِ تلاش ٿي ته هاڻ ان گرانٽ جو حقدار ڪير آهي؟ مولوي فتح محمد صاحب ميمبرن کي چيو تہ ان جو حقدار مولانا حاجي الاهي بخش آهي. سندن چوڻ تي ڊائريڪٽر صاحب تسليم ڪيو ۽ مولانا صاحب لاءِ اها منظور ڪئي ويئي. ان زماني ۾ خلافت تحريڪ جو زور هو. خلافت جا پروانا جتي ڪٿي قطع تعلقات جي تحريڪ کي زور وٺائڻ ۾ مشغول هئا. مرحوم شيخ عبدالعزيز مالڪ اخبار "الحق" سکر واري اچي مولانا صاحب کي چيو تہ "اوهان ان گرانٽ وٺڻ کان انڪار ڪريو". مولانا صاحب گرانٽ وٺڻ کان انڪار ڪئي.

مولانا صاحب وفات کان چند مهينا اڳ سڀني شاگردن کي ڌار ڌار گهرائي ديني تعليم کي جاري رکڻ لاءِ تاڪيد ۽ وَصيّت ڪئي. آءٌ (راقم الحروف) ان وقت پير جي ڳوٺ ۾ ٽلاهه پرسان پڙهائيندو هوس. ٻہ دفعا تاڪيدي خط لکي، گهرائي، فرمايائون تہ "مون مولوي عبدالحليم کي ٻہ پڙهائڻ لاءِ تاڪيد ڪيو آهي ۽ توکي بہ چوان ٿو تہ تجارت ۽ طبابت صرف روزگار جو ذريعو آهي، سو نہ ڪجانءِ. هن دور ۾ ديني تعليم ئي بهترين جهاد آهي". ٢٧ رجب المرجب ١٣٣٨ هجري ۾ سيوهڻ ۾ خلافت ڪانفرنس ٿي هئي، پاڻ اتان موٽي خيرپور ناٿن شاهہ ۾ خلافت ڪانفرنس ڪرايائين. ان ۾ ڏاڍي جانفشاني ڪيائين، جنهن کان بيمار ٿي پيو. آخر غرہ رمضان شريف ١٣٣٨ هہ ۾، جان جانان کي ڏنائين ــ انا لله و انا اليه راجعون. وفات وقت سندس عمر پنجاهہ کن ورهيہ هئي.

ڪيس هردم حرمين شريف جو شوق رهندو هو. جيئن تہ پين رفيقن سان گڏ جي، خشڪيءَ جي رستي، مائٽن کي اطلاع ڏيڻ کان سواءِ ڪراچيءَ پهتو ۽ اتان خط لکي موڪليائين. خط پڙهي، سندس پاءُ عبدالله ڪيس وٺڻ ويو ۽ ڪراچيءَ ۾ ڳولي ڳولي ٿڪجي پيو. پوءِ مڪران واري رستي تي قرنطين واري هنڌ تي ويو. اتي مولانا صاحب کي هڪڙي ڳوٺڙي ۾ لڌائين. مولانا صاحب ڪيس ڏ٘ڪايو، جنهن جي ڪري ميان عبدالله زاروزار رئڻ لڳو ۽ ساري رات رئندو رهيو. آخر ڳوٺ جي ماڻهن مولانا کي عرض ڪيو تہ "سائين، خدا تعاليٰ الائي ڇا ۾ راضي آهي، هڪ دفعو حج ڪيو اٿو، پوئتي ديني مدرسو اٿو، ان کي نہ ڇڏيو. پاءُ جي حال تي ڪهل ڪريو". آخر بادل نخواستہ مولانا صاحب موٽي آيو. ان وقت پاڻ پنهنجي حالت هن نظم ۾ بيان ڪئي اٿس:

عشق عربي چار جي آڳيون اندر ۾ لائيون
جوش جانب جي سبب وري ويون سپ وائيون
ڪيئن ڪيان ڪاڏي وڃان دلبر بنا دم نا سري
درد کان دانهون ڪريان سجدي اندر سر نائيون
اي صبا! هن عاجزان جو عرض چؤ اندر حضور
سرورا! لهہ سار تن گهورن اندر جي گهائيون

شل ملي او وقت جو سرمد بند و سنجهي صبوح
خاڪ پائت جي مجان وٺي اکين ۾ پائيون
هن طرف جي حب" دل تان وٺي ڪجهي هن وقت ۾
يار پريسن جي سنڌ يون ڳالهيون ڳڻ ۾ آڻيون
يا "الاهي، بخش" امت ڪي محبت مصطفيٰ
تان سندن تعريف ويٺا رات ڏينهان ڳائيون

سندس تاليف ڪيل ڪتاب هي آهن: نيڪ صلاح (رسمن جي اصلاح بابت، جنهن جو خلاصو "رسومات تباهي" مرحوم علي خان ابڙي ڪيو)، بهشتي باغ (اسلامي عقائد ۾)، ضرورت پرده، آرين جي رد ۾ هڪ رسالو، ۽ تعليم تي هڪ رسالو (اهو هڪ سالهوءَ چاڙهن لاءِ ورتو، سڪر مورڳو رسالوئي گم ٿي ويو). ان ڪان سواءِ تدريس ۽ فتوا نويسي، مختصر طب ۽ ڳاهي ماهي واعظ به ڪندو هو. پاڻ چوندو هو ته جوانيءَ ۾ مون سرائڪي زبان ۾ ديوان جوڙيو هو، جو به گم ٿي ويو. ان مان هي شعر پڙهائيندو هو:

"جو ملاوي مڪون مٺا محبوب     اڪبر حج دا ٿويس ثواب"

سندس سنڌي نظم مٿين ڪتابن ۾ مندرج آهن. فارسي ڪلام منتشر آهي. ٻه فارسي نظم مون وٽ محفوظ آهن، جي لکان ٿو. ڪيس ارادو هوندو هو ته يا قرآن شريف جو تفسير لکان يا "فتاويٰ عالمگيري" سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪريان، پر عمر وفا نه ڪئي.

بهای گوهر شهوار گوهري داند،
شب ڪسيڪ نديده چه جوهري داند.

| | |
|---|---|
| عروض و قافيه سنجي شرائط نظم ست، | نه هر ڪه حرف دو بند د سخوري داند. |
| براى فهم رموز ڪلام بايد علم، | نه هر ڪه ترجمه هندی و دری داند. |
| صباحت رخ، چشم سياه در ڪار ست، | نه هر ڪه سرمه ڪشيد ست دلبری داند. |
| بوقت جنگ دل خود قوی بايد ڪرد، | نه هر ڪه خود بپوشد بهادری داند. |
| جلال و شوڪت و عزت ڪمال مي بايد، | نه هر ڪه فربه جسم ست سروری داند. |
| ز نيڪ خدمت منظور مالڪ ست غلام، | نه هر ڪه حلقه بگوش ست قنبری داند. |

( ٢ )

تاريخ تعمير مسجد دربيله، جيڪا مخدوم محمد داؤد دربيلهءَ جي چوڻ تي مولانا حاجي الاهي بخش صاحب تصنيف فرمائي، اها تاريخ دربيلي جي مسجد تي لڳل آهي.

هزار شڪر ڪه بشگفت نو بهار اسلام
خزان ڪفر ز باغ جهان نمود سلام.
زمان زمان ست صلا بلبلان وحدت را،
ڪه وقت عيش رسيد ست فنا دخلوا بسلام،

کجا شگفت همان باغ عشرت جاوید،

کہ شد معطّر از بوي او مشام انام.

همان ست مسجد جامع بشهر دربیلہ،

کہ شد بنایش رشکِ جنان چو گشت تمام.

براي سال بنایش چو مصرعہ جستم،

کہ یادگار زمان باد تا بروز قیام،

بگفت از سر مهر و وفا بمن هاتف،

لِکُلٍّ وارِدِهٖ فَرْحَةٌ وَّ حُسْنُ مقام.

فارسي پهريون نظم خيرپور رياست جي هڪ حڪيم ڏي لکيو هئائون، جو ان وقت قادياني هو، پر هاڻي خدا جي فضل سان قاديانيت کان تائب آهي. ٻئي نظم جي ڪرامت بابت تفصيل جي ضرورت آهي. مسجد منزلگاهہ سکر جو قصو مشهور آهي. ان مسجد جو ماده تاريخ آهي- ”زهي جاي عشرت“ (١٠٠٦). هندن چيو تہ اهو مادهٔ تاريخ چوي ٿو تہ اها مسجد نہ آهي، بلڪ هڪ تفريحگاهہ آهي. مولانا حڪيم فتح محمد صاحب سيوهاڻيءَ وڪالت ۾ چيو تہ ”عشرت“ مان مراد عشرت روحاني آهي-جو تہ مسجد روح لاءِ عشرتگاهہ آهي. مگر هي ٽيو تاويل؛ ان ڪري مون کي خيال ٿيو تہ ان جي تائيد لاءِ اڳين بزرگن جا مسجدن بنسبت تاريخي مادا ڳولڻ کپن، جن ۾ عشرت يا عشرت جي هم معنیٰ لفظن تي شامل هجن. ان لاءِ گهڻو پريشان ٿيس-جو تہ مسجدن جا تاريخي مادا ڪٿان هٿ ڪري سگهان؟ ان بابت نہ ڪو مجموعو آهي، نہ ان لاءِ آءٌ هندستان جون مسجدون ڏسي سگهان ٿو!

آخر ”جو ينده يابنده“-اهو مطلب منهنجي بياض مان عيان ٿي پيو. يعني مٿيون قطعہ تاريخ مولانا مرحوم جو مون وٽ مندرج هو. ان جي ڏسڻ سان ڏاڍي خوشي ٿي، جو تہ ان ۾ لفظ ”عشرت“، ”عيش“ ۽ ”فرحت“ مندرج آهي. فيصلو اڃي آخري مرحلي کي پهتو هو. مون ان بابت ڪراچيءَ جي چند بزرگن کي اطلاع ڏنو. ”الوحيد“ کي بہ لکيم. شيخ عبدالمجيد صاحب اتفاق سان حيدرآباد ۾ هڪ رستي تي موٽر ۾ ڏٺم، ان کي ٻڌايم، جنهن چيو تہ ”هاڻي جا ٿيندو، فيصلو ختم ٿيڻ کي قريب آهي“. مولوي محمد دائود صاحب کان اڳ ۾ لکي پڇيو هوم تہ اهو قطعو اوهان وٽ آهي يا نہ؛ مولوي صاحب لکيو تہ مسجد تي لڳل آهي. پوءِ تہ مسلمان ليڊر، جج کي، هندن سميت، ان قطعي جي ڏسڻ لاءِ دربيلي وٺي آيا، جن ڏٺو تہ برابر اهو قطعو ڪاشيءَ جي سر تي لکيل آهي، ۽ اها سر مسجد ۾ چوني سان چنبڙايل آهي. هندن چيو تہ ”انهيءَ لاءِ ڪهڙي ثابتي آهي تہ هي قطعو قديم آهي؟ هي قطعو تہ اسان جي شڪست لاءِ هاڻي تصنيف ڪري مسجد تي لڳايو ويو آهي!“ ان تي جج چيو تہ ان جو فيصلو ماهر انجنير ڪندا. مسجد جي متوليءَ کان موڪلاڻي، قطعي جي سر مسجد تان لاهي، اهو چونو، جنهن سان سر چنبڙايل هئي، لاهي، انجنيرن کي ڏيکاريو ويو تہ اهو چولو نئون آهي يا پراڻو؟

ماهرن چيو ته اهو چوٽو پنجويهن سالن جو پراڻو آهي. آخر مخالف ڏر کي به دلجاءِ ٿي ته اهو قديم آهي، نه جديد. حاصل ڪلام ته ان قطعي جي انهن لفظن (عشرت، عيش ۽ فرحت) مسجد منزلگاهه جي ماده تاريخ (زهي جاي عشرت) کي مسجد لاءِ ثابت ڪيو. ان ڪري، هندن جو اهو اعتراض دفع ٿي ويو ته ان مادي مان مراد تفريحگاهه آهي، نه مسجد. هندن ڪلڪتي مان به هڪ وڪيل گهرايو هو، جنهن اتي جي هڪ مسجد جو قطعه تاريخ آندو هو، جنهن ۾ "بيت الحرام" ۽ اهڙا ٻيا لفظ ڪم آندل هئا. جنهن جي بنا تي ان چيو ته هيڙي قسم جا الفاظ مسجد بابت سونهن ٿا، نه "جاي عشرت" جهڙا. هندن بمبئيءَ مان به هڪ ايراني پروفيسر "خليل" پاڙي تي گهرايو هو، جنهن اچي چيو هو ته "زهي جاي عشرت" مسجد لاءِ مادو ٿي نٿو سگهي. جڏهن مٿيون قطعو مولانا حاجي الاهي بخش مرحوم جو "الوحيد" ۾ ڇپيل ڪيس ۾ پيڪاريو ويو، ته ڏاڍو شرمندو ٿيوا

جج جيڪا فتوا لکي آهي، ان ۾ اهو قطعو به لکيو اٿس. ان قطعي به مسجد جي فتوا ڏيڻ ۾ ڪيس گهڻو همتايو آهي.

هرگز نميرد آنکه دلش زنده شد بعشق،
ثبت است بر جريدهٔ عالم دوام ما!

قطعه تاريخ وفات مولانا حاجي الاهي بخش رحه

(از دين محمد "اديب" فيروز شاهي)

الاهي بخش علامهٔ زمانه — بهر فن ماهر و فرد و يگانه
بلطف خاص مولي بود مشمول — بجستي بهر او رحمت بهانه
بعشقِ مصطفي پروانه بوده — ز علم و معرفت دادش خزانه
بدل ميداشت عشقِ مصطفي بيش — ز نارِ عشق گرديدش زبانه
پيءِ عشقِ حق و عشقِ محمد — خدا دادش زياده دام و دانه
بحج و اعتمار او شد مشرف — محمد را ببوسيد آستانه
پيءِ وصلِ خداوند دو عالم — ز دنيا سوي عقبي شد روانه
بگفتم سال او "پايه فضيلت" — بفضلش حق دهد در خلد خانه

۱۳۳۸ هجري

ايضاً

پروانه خلق بود بشمعِ جمالِ تو — آشفته اهلِ فضل بحسنِ کمالِ تو
دولت حقت بداد ز علم و عمل وسيع — داند نه اهلِ علم يمين و شمالِ تو
حسنِ بيانِ تو ز بديع و بيان بليغ — مسحور گشت عقل ز سحرِ حلالِ تو
از بهر نشرِ دين شده مخصوص ذاتِ تو — تدريسِ علمِ شرع متاع و منالِ تو
حظِ کثير گشت ز حکمت ترا عطا — باشد همين دليل ز حسنِ مآلِ تو
شفقت نمودي از پدرم بيشتر بمن — اجرت ز حصر بيش دهد ذوالجلال تو

آزاد را تو بنده نمودي بحسن خُلق — محصور خلق بود بحسن خصال تو
چندین درخت علم نشاندي بدشت سند — باغ بهشت گشت ز یک دو نهال تو
خوش وقت و خوش نصیب زاخلاص تو شده — گشتند در علوم کسانیکه آل تو
شد صاحب فیوض وفیره ز یمن تو — هرکس که یافت فیض ز جود و نوال تو
از بخشش خدا ست بقاي مآثرت — در علم و فضل هست جهاني عیال تو
شیري ز شیر تربیتت شد بطبعها — در بیشهٔ ادب اسد آمد غزال تو
موهوب علم تست ز مکسوب بیشتر — در کسب گشت صرف زعمرت دو سال تو
از حسن حال تو بنود بیم حال نیک — آئینهٔ حقیقت حق سر مقال تو
از رفق طبع نیک تو بیباک مي بُدیم — مرعوب خلق عالم ز شان جلال تو
بدر سپهر علم و ادب ذات ساميت — باشد نوید عید طلوع هلال تو
قربان نقطهٔ خط تو خال خوبرو — حیران عطارد ست ز نقش کمال تو
دادي سبق بمنتهیان باکمال لطف — دیده گهي نه مبتدیان گوشمال تو
تصنیف تو بود" رسومات سیّئه — در دور فتنه هست جهاد و جدال تو
اقلام تو سهام پيء رفع دشمنان — اعلاي حکم حق" تعالیٰ قتال تو
مرقات آسمان سعادات دوجهان — بي شبه بهر خلق قبول مثال تو
تصویر صدق بود همه کارهاي تو — معیار بهر باطل و حق اعتدال تو
دادي اذان دعوت دین خداي پاک — کلک و زبان تو شده حقّا بلال تو
مجموعهٔ صفات تو در کس نیافتیم — جستیم گرچه دیده نشد یک مثال تو
عاجز "ادیب" هست ز شرح محاسنت — افزون ز سفتن ست بمدحت لال تو
بستي بغرّهٔ رمضان رخت رحلت — این است بهر رحمت حق نیک فال تو
ز اندوه مرگ تست قیامت پيء جهان — تمثال رستخیز شده انتقال تو
از موت عالم ست چو موت جهانیان — طاري ست سکته بر همه از ارتحال تو
حق بخشدت قصور و دهد در جهان قصور — در خلد بر خوریم ز نخل وصال تو
سر "پایهٔ فضیلت" تو حق کند بلند — بیني ز فضل آنکه ندیده خیال تو

١٣٣٨

روز حساب باد ترا مصطفيٰ شفیع — باشد بخلد مصطفوي اتصال تو
از حرمت رسول "الاهي ببخش" آنچه — تقصیر کرد عبد تو در امتثال تو

فرد

چون بپرسیدم ز هاتف سال او
"مورد رضوان بیحد باد" گفت

١٣٣٨ هجري

# مرحوم مخدوم ابو محمد عبدالله ولهاري

جهڙو اتر جي علماء ڪرام ۾ حضرت همايوني ۽ حضرت ملڪاڻي صاحبن کي علمي تفاخر حاصل هو، اهڙوئي مهراڻي ۾ علمائن ۾ حضرت ولهاري جو درجو هو. قديم وقت کان وٺي عمرڪوٽ جا حاڪم هندو راجپوت هوندا هئا ۽ هندن جي راڄڌانيءَ ۾ رهڻ سبب مسلمانن ۾ ڪيترين غير شرعي رسمون جاري هيون، جي حضرت ولهاريءَ جي شرعي جدوجهد سبب گهڻي قدر ميٽجي ۽ ميسارجي ويون. ڪفر ۽ الحاد جون پاڙون پٽي، ٿر ريگستان جهڙي ڪفرستان ۾ توحيد جو آواز پهچائڻ؛ حضرت مولانا حبيب الله صاحب سگهوري ۽ مولوي محمد اسماعيل ڏل جهڙا مخير عالم پيدا ڪري ٿر ۾ نئين سر شرعي احڪام جاري ڪرڻ- اهو حضرت ولهاريءَ جو ئي ڪم هو. هن مهراڻي جي مجدد کي جيڪڏهن 'قاسم الفيوض' چئجي ته بلڪل بجا ٿيندو. هن عالم ابن عالم جي زندگي ۽ خاندان جو مختصر احوال هيٺ ڏجي ٿو، جو سندن پوٽي ميان هدايت الله صاحب ولهاري، رئيس اعظم ڏورو نارو، کان معلوم ٿيو آهي.

حضرت ولهاريءَ جو اسم مبارڪ هو عبدالله، ڪنيت ابو محمد، لقب حاجي اڪبري، لوم سمان. سندن والد جو نالو هو ميان محمد ابراهيم بن ميان عبدالله. سندن اصل وطن هو ولهار. پاڻ سنڌ جي مشهور بزرگ "صابر پرند" جي اولاد مان آهن. حضرت ولهاري سن ۱۲۴۱ هه ڌاري تولد ٿيا هئا. سندن تعليم ابتدا کان آخر تائين سندن والد سگهوري وٽ پوري ٿي هئي.

آثار مان معلوم ٿئي ٿو ته سن ۱۰۸۵ هه ڌاري هن خاندان جو ئي جي عالمن مان لکپڙهه جو رستو جاري هو. پراڻن ڪاغذن مان هڪ بوسيده نڪر تي هيءَ عبارت ڏسڻ ۾ آئي، جا هيٺ نقل ڪجي ٿي: "ثم اني لصرت الفاضل الكامل مولانا مخدوم عبدالله ولهاري كما اجازني الشيخ العارف بالله العالم رباني شيخ عبدالغني مجددي دامت بركاته - و انا الفقير الي الله الكريم عبدالرحيم بن مخدوم عبدالكريم التتوي سنه الف و خمس، ثمانين، بلده تته".
ٻن هڪ مهر بيضوي شڪل جي لڳل آهي، جنهن ۾ "الله الغني و انتم الفقراء" لکيل آهي. هن مان معلوم ٿيندو ته هن خاندان جا فرد گهڻي وقت کان وٺي درس تدريس جو مشغلو جاري رکندا آيا آهن.

ولهار مان نقل مڪان جو پورو وقت معلوم ڪونهي، مگر ميان هدايت الله جي روايت موجب سندن وڏا ولهار مان لڏي وڃي سعيدپور ۾ ويٺا، جتي نڪر تي سندن مدرسو هوندو هو. سعيدپور مان نقل مڪان ڪري ڳوٺ سيد غلام نبي شاهه ۾ اچڻ جو به وقت معلوم نه

آهي؛ ليڪن گمان غالب آهي تہ حضرت ولهاريءَ جو تولد هتي هن ملڪ ۾ ٿيو هو، ڇاڪاڻ تہ هتي جا وڏيءَ عمر وارا پنهنجن وڏن کي ميان محمد ابراهيم جا شاگرد تسليم ڪندا هئا. خصوصاً راقم جو ڏاڏو درس محمد عثمان هاڙه وارو، سندن هم-سبق ۽ رضاعي نسبت رکندڙ صحبتي ۽ معتقد هو، جو مرڻ بعد بہ سندن آغوش شفقت ۾ آرامي آهي.

حضرت مخدوم ولهاريءَ، پنهنجي والد کان تحصيل علم بعد، درس تدريس جو مشغلو وڏن جي نقش قدم موجب جاري رکيو. اول سندن شاهي مدرسو، شهر حيدرآباد ۾ پائيخان جي چاڙهيءَ تي هوندو هو. اڌ عمر ۾ اتان پنهنجي ڳوٺ موٽي آيا ۽ ڪنڀري شريف ۾ اچي مدرسو جاري ڪيائون، جتان مرحوم مولانا حاجي حبيب الله ريگستاني، مولوي محمد اسماعيل دل ۽ سيد گل حسن شاهہ جهڙا مخير عالم، علمي فيض حاصل ڪري، ٿر جا مجدد مڃجڻ لڳا. سندن تصنيفات جو پورو پتو پئجي نہ سگهيو آهي. سندن ڪتبخانو بہ پورو محفوظ نہ رهيو آهي. ڪي ڪتاب حضرت شمس العلماء ڊاڪٽر دائودپوٽو کڻي ويو هو. ڪتبخاني کي چڱيءَ طرح جاچي ڪتابن جي لسٽ ٺاهڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڏينهن جو وقت گهرجي. حضرت مخدوم ولهاريءَ جو وصال سن ١٣٠٦هہ ۾ واقع ٿيو آهي. سندس مقبرو مبارڪ ڳوٺ ڪنڀرو شريف ۾ موجود آهي.

حضرت مخدوم ولهاريءَ جي فقيري طريقي ۾ بيعت نڪڙ جي مشهور عالم ۽ برگزيده صفات صوفي حضرت آغا عبدالرحمان جان مجددي ثم سرهندي عليہ رحمت سان ٿيل هئي. سندن بہ صاحبزادا ميون حاجي محمد ۽ ميون حاجي احمد هئا، جي پڻ نيڪ، پرهيزگار ۽ شب خيز هئا. ميان حاجي محمد جا بہ صاحبزادا هئا، جن مان صاحبزادو عبدالله ثاني، حضرت مخدوم عثمان قراني جي مدرسي مان تحصيل علم جي سند حاصل ڪري اچي وڏن جي مصلي درس تدريس تي ويٺو، ۽ سندس چاچي ميان حاجي احمد صاحب سگهوري وڏو خرچ ڪري مدرسي جي عمارت تعمير ڪرائي صاحبزادي جي همت افزائي ڪئي؛ ليڪن تقدير کي اهو منظور نہ هو، جو سن ١٣٢٩هہ ۾ ڦوهہ جوانيءَ جي وقت اهو نوجوان عالم پنهنجي بزرگ چاچي ۽ پائرن کي داغ جدائيءَ جو ڏيئي وڃي اعليٰ عليين ۾ آرامي ٿيو. مدرسو ۽ مسجد ڪسمپرسيءَ جي حالت ۾ اڄ تائين موجود آهن. صاحبزادي جو ننڍو ڀاءُ ميان عبدالرحمان ان واقع جان گداز بعد سالم دماغ رهي ڪين سگهيو. انهيءَ مستي واري زماني ۾ ڪيترين سنڌي ڪافين سان گڏ هڪ برادرنامو، قديم "فراق نامي" جي طرز تي ٺاهيو هئائين، جو ڏاڍو دردانگيز هو. سندن طبيعت وڌيڪ خراب ٿيڻ جي ڊپ کان اهو درناياب سندن چاچي سگهوري ضايع ڪري ڇڏيو. هينئر تازو ساڳئي ڳوٺ ۾ منهنجو وڃڻ ٿيو، جتي سندن هڪ قطعو مليم، جو پاڻ مستيءَ واري زماني ۾ مسجد جي ديوار تي لکيو هئائين تہ "بنا ڪرده شد مسجد دلپذير-بہ همت ميان شير محمد فقير." وڌيڪ سندن ڪلام هٿ ڪرڻ جي جدوجهد جاري آهي. حضرت مخدوم ولهاريءَ جي پڻ نمبر فرزند ميان حاجي احمد سگهوري جا بہ فرزند ميان هدايت الله صاحب ۽ ميان عبدالحق موجود آهن. شال رب ڪريم هنن بزرگزادن کي پنهنجي وڏن جي نقش قدم تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي - آمين!

حبيب الله مولابخش ڀٽو

# مرحوم مير علي نواز علوي شڪارپوري

مير علي نواز مرحوم، شڪارپور جي مشهور علوي خاندان جو چشم و چراغ، پنهنجي وقت ۾ علم طب جو مشهور ڄاڻو، چڱو خاصو سياستدان ۽ اعليٰ اخلاق جو مالڪ ٿي گذريو آهي. هي صاحب اڄ کان اٽڪل هڪ صدي اڳ، سال ١٨٥١ع ۾، شڪارپور ۾ تولد ٿيو هو. سندس والد بزرگوار جو نالو ميان فخرالدين صاحب هو، جو مير علي مراد خان ٽالپر جي عهد حڪومت ۾، ڪيترو عرصو، رياست خيرپور جو وزير اعليٰ ٿي رهيو هو.

علوي خاندان جا وڏا اصل افغانستان جا رهاڪو هئا، جتان هنن جو جد امجد ميان فقيرالله صاحب علوي مرحوم، جو پنهنجي وقت جو هڪ وڏو جيد بزرگ ۽ اولياء الله ٿي گذريو آهي، سن ١٧٣٢ مسيحي ڌاري، ميان نورمحمد خان ڪلهوڙي جي صاحبيءَ وقت، لڏي اچي شڪارپور ۾ رهيو هو. هن خاندان جو حسب نسب جنن تہ وڃيو حضرت علي ڪرم الله وجه سان ملي ٿو، ان ڪري هن خاندان کي "علوي سادات" جي نالي سان سڏيو ويندو آهي.

ميان علي نواز مرحوم پنهنجي تعليم و تدريس شڪارپور ۾ ئي مڪمل ڪئي هئي، ۽ کيس سنڌي زبان سان گڏ عربي، پارسي ۽ سرائڪي وغيره ٻولين تي پڻ ڪافي دسترس حاصل هوندي هئي. شعر و شاعري ۽ علم و ادب سان مرحوم علويءَ جي خاص دلچسپي هوندي هئي. سندس پيو محبوب مشغلو علم طب هوندو هو، جنهن جي ذريعي مرحوم سچي چمار عوام الناس جي چڱي خاصي خدمت انجام ڏني هئي. سندس هٿ-شفا جو اهو عالم هوندو هو، جو پنهنجي ديس کان سواءِ ڏورانهن ڏيهن جا پڻ ڪيترا لاعلاج مريض وٽس ايندي، مڪمل صحت حاصل ڪري ويندا هئا.

مرحوم پنهنجي حياتيءَ ۾ علم طب تي ڪيترا ڪتاب لکيا هئا، پر انهن جو هن وقت ملڻ يا دستياب ٿيڻ عنقا مثل آهي. سندس تصنيفات مان هڪ ٻي مشهور تصنيف "البشارة لاهل بشارة" نالي هڪ عربي ڪتاب آهي، جو پنهنجي حياتيءَ ۾ ڇپايو هئائين، ۽ ان جي ضخامت قريباً ٻي سو صفحا آهي. هن ڪتاب کان سواءِ، مرحوم جو ٻيو عالم آشڪار ڪتاب "ڪليات علوي" نالي هڪ شعر جو ڪتاب آهي، جنهن ۾ سندس ڪيترا پارسي قصيدا، سنڌي ڪافيون ۽

دوهرا، هندي ۽ اردو شعر درج ٿيل آهن. مرحوم سرائڪي ٻوليءَ ماڻ پڻ چڱيءَ طرح واقف هو ۽ ان ۾ پڻ سنڌس ڪيترو سارو شعر چيل آهي، جو فصاحت ۽ بلاغت جي نقطہ نگاهہ ڪان پنهنجو مٽ پاڻ آهي.

طبي ۽ ادبي مشغولين سان گڏ مرحوم ملڪي سياست سان ٻڻ گهرو واسطو رکندو هو، ۽ ان حقيقت جي مد نظر، سال ١٩١١ع ۾، کيس شڪارپور ميونسپل جو وائس چيرمين چونڊيو ويو هو. سال ١٩١٩ع ۾، سنڌ ۾ جڏهن پهريون دفعو "بنچ ڪورٽون" وجود ۾ آنديون ويئون هيون، تڏهن شڪارپور جي پهرين بنچ ڪورٽ جو پهريون چيرمين علوي مرحوم ئي هو. ان عهدي تي رهندي، هن صاحب پنهنجي انصاف پسنديءَ ۽ منصف مزاجيءَ جو جيڪو مثال پيش ڪيو هو، تنهن جي ٻيرين ۽ سن رسيدا ماڻهو اڄ به ساک ڀريندا آهن. مرحوم جي اعليٰ اخلاق متعلق پڻ ڪيتريون ڪهاڻيون مشهور آهن، جن مان هن جي سخا، عفو ۽ مهمان نوازيءَ جي پوري پوري خبر پوي ٿي.

سال ١٩٢٠ع جي جنوري مهيني ۾، هن عالم فاضل ۽ مشهور معروف اديب، هي فاني جامو لاهي بقا جو ويس ڍڪيو هو، ۽ شڪارپور شهر ۾ سندس مستقل مسڪن اڄ به عوام جي زيارت جو مکيہ مرڪز ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

مولانا عبدالڪريم چشتي

# مرحوم مولانا عبدالرحمان سيمڻ شڪارپوري

حضرت مولانا مولوي عبدالرحمان صاحب سيمڻ، ولد خليفو محمد بچل سيمڻ، تاريخ ۲۲ ذوالحج ۱۲۹۹ هجريءَ ۾ شڪارپور سنڌ ۾ تولد ٿيا، ۽ تاريخ ۸ ربيع الاخر ۱۳۴۰ھ ۾ شڪارپور ۾ چاليهن سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائون.

حضرت مولانا جي سموري زندگي شڪارپور ۾ گذري. پاڻ ٻاويهن ورهين جي ڄمار ۾ تحصيل علم ڪري دستار فضيلت ٻڌي. ان کان پوءِ لاڳيتو سترهن ورهيه درس و تدريس ۾ مشغول رهيا. مولانا مرحوم جن اساتذهٔ ڪرام کان فيض حاصل ڪيو، تن ۾ حضرت مولانا مولوي حافظ محمد حيات صاحب قريشي ساڪن شڪارپور، مولانا هماء همايوني ۽ علامه مفتي عبدالغفور صاحب (همايون شريف، ضلعو سکر) جا اسماء گرامي قابل ذڪر آهن.

هيٺيان بزرگ مولانا جي همعصرن مان هئا: (۱) مولانا سيد قاضي بهادرعلي شاهه چشتي، شڪارپور؛ (۲) مولانا مولوي حڪيم عبدالرحيم صاحب قريشي، شڪارپور؛ (۳) خليفو يارمحمد صاحب، شڪارپور؛ (۴) مولانا غلام رسول صاحب چشتي، شڪارپور؛ (۵) مولانا مولوي جهان خان صاحب، شڪارپور؛ ۽ (۶) حضرت مولانا مير سيد علينواز شاهه علوي شڪارپور. مير سيد علينواز سان حضرت مولانا عبدالرحمان صاحب مرحوم جا نهايت گهاٽا دوستاڻا تعلقات هئا. سندن ملاقاتن جو سلسلو هميشه جاري رهندو هو، ۽ سندن علمي مڪالمات هميشه ٿيندا رهندا هئا.

حضرت مولانا کان ڪيترائي شاگرد عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم وٺي ويا. جملي ۲۴ طالب حضرات، مولانا مرحوم وٽ تحصيل علم ڪري، دستار فضيلت ٻڌي، مولوي ٿي ويا. حضرت مولانا جو طريقهءِ تدريس بيحد دلنشين ۽ آسان هوندو هو. پاڻ شاگردن تي بيحد شفيق ۽ مهربان هوندا هئا. فطرتاً حليم مزاج، خوش اخلاق، بلند حوصلي ۽ نرم دل وارا هوندا هئا. صوفي منش ۽ اولياءالله جي ڪمالات ۽ باطني فيوضات جا قائل ۽ عقيدتمند هئا. عملاً عابد، صالح ۽ ذاڪر هئا. عقيدتاً اهل سنت جا پوريءَ ريت پابند هئا. شرڪ ۽ بدعات کان بيحد متنفر هئا، ۽ غير شرعي رسومات جو سختيءَ سان رد ڪندا هئا.

مولانا مرحوم جون سنڌي، عربي ۽ فارسيءَ ۾ هيٺيون تصنيفون مشهور آهن: (۱) فضائل سيد المرسلين صلعم (سنڌيءَ ۾)، (۲) فضائل خلفاء راشدين رض، (۳) مجموعه فتاوىٰ (فارسي مسائل)، ۽ (۴) مجموعه رسائل (عربي مسائل).

مولانا مرحوم، بلبل شيراز حافظ خواجه شمس الدين جي ديوان، ۽ طوطيءِ شيراز حضرت مصلح الدين سعدي شيرازيءَ جي "گلستان" جا عاشق هئا، ۽ انهي ڪتابن جي لطائف، نڪات ۽ رموز و اسرار جا وڏا ماهر هئا.

حضرت مولانا، قادري طريقي وارا هئا؛ ۽ حضرت پير صاحب پير سيد غلام محي الدين شاهه صاحب راشيپور شريف واري جا مريد هئا.

سندن شاگردن جو حلقو نهايت وسيع آهي، جن مان ڪن اهم شخصيتن جا نالا حسب ذيل آهن: (۱) حڪيم مولوي حاجي عبدالڪريم چشتي، شڪارپور؛ (۲) حڪيم مولوي حاجي فضل الله سومرو، شڪارپور؛ (۳) حڪيم مولوي حاجي رحمت الله ميمڻ، شڪارپور؛ (۴) مولوي خدا بخش ميمڻ، شڪارپور؛ (۵) مولوي حافظ عبدالحميد ميمڻ، شڪارپور؛ (۶) مولوي حافظ قادر بخش لاڙڪ، شڪارپور؛ (۷) مولوي پير حاجي فضل احمد سرهندي، شڪارپور؛ ۽ (۸) مولوي حافظ محمد موسيٰ خان مڪرالي، بلوچستاني.

مولانا مرحوم ۱۳۴۰ هجريءَ ۾ وصال ڪيو. بيماريءَ جي انهيءَ عرصي ۾، مولانا جو پاڻ مولانا رحمت الله ۽ سندس پيارا شاگرد مولوي عبدالڪريم چشتي ۽ مولوي فضل الله خدمت ۾ حاضر رهيا. مرحوم جي نماز جنازه ۾ هزارن ماڻهن شرڪت ڪئي. سندن وفات جو سال هن مصرع مان نڪري ٿو:

"داد حق جنت فردوس به عبدالرحمان" - ۱۳۴۰ھ

---

# مولانا فيض محمد صاحب "واعظ" مرحوم

مولانا فيض محمد صاحب ڏوڪريءَ جو رهاڪو هو. تعليم مولانا عبدالرزاق صاحب کان ورتائين، جو خيرپور ناٿن شاهه جي پرسان ونجهي نالي ڳوٺ جو رهاڪو هو، ۽ جان محمد لاکير جي ڳوٺ ۾ سندس مدرسو هو. انهيءَ مدرسي ۾ مولانا فيض محمد، مولانا عبدالرزاق وٽ پڙهيو ۽ فارغ التحصيل ٿيو. دستاربنديءَ بعد مولانا فيض محمد ڏوڪريءَ ۾ پڙهائيندو هو. حڪيم مولوي قادربخش ميرپورخاص وارو جڏهن ڏوڪريءَ جي سڪول ۾ بدلي ٿي ويو، تڏهن اتي مولوي فيض محمد وٽ عربي پڙهي فارغ التحصيل ٿيو؛ ۽ حڪيم صاحب فارسي وري خيرپور ناٿن شاهه ۾ نوڪريءَ جي دوران ۾ ماستر ميان محمد اعظم وٽ پڙهي.

حڪيم مولوي قادربخش چيو ته "مولوي فيض محمد صاحب نهايت مخلص هو ۽ فضول رسمن کي ختم ڪرڻ لاءِ هر وقت ڪوشان رهندو هو- ايتريقدر جو ملا ڪڙو لڳندو هو ته اتي ئي وڃي ماڻهن کي وعظ ڪندو هو."

مولانا فيض محمد ۽ مولانا محمد سليمان اڪثر و بيشتر گڏجي وعظ ڪندا هئا. "هر گلي را رنگ و بوي ديگر ست" جي مضمون موافق ٻنهي جي وعظ جو رنگ جدا هو، پر انهن جي وعظ ۾ فرق ڪرڻ آسان نه هو: ٻنهي مان پورو مزو ايندو هو، جو هڪڙي کي ٻئي تي ترجيح ڏيئي نه سگهبي هئي.

خلافت جي تحريڪ ۾ ڪابل ڏانهن هجرت ڪيائين، ۽ ڪابل ۾ ئي وفات ڪري ويو. پوءِ سندس ٻار موٽي آيا. سندس شايد ٽي پٽ آهن - محمد ادريس، غلام نبي مختيارڪار ۽ ٽيون نامعلوم. ٽيئي ڀائر عربي پڙهيل آهن. محمد ادريس هڪڙو ٻارن سميت وڃي مديني شريف ۾ سڪونت پذير ٿيو آهي.

سيد محمد حسين شاه

# سيد پير شهاب الدين شاه مرحوم لکياري

لکياري خاندان جو بي بها موتي، جيد عالم، اخلاق ۽ اخلاص جو مالک، فقير طبيعت، حاتم صفت، منصف مزاج، رحمدل حاکم، خوش پوشاک، خوش گفتار، فرخنده ستاره، حسين، جميل، سيد پير شهاب الدين شاه رحمت الله عليه جن هالائيءَ جي تاريخي شهر ۾ سال ١٨٦٨ع ڌاري تولد ٿيا هئا. سندن والد بزرگوار جن انهيءَ زماني ۾ مير سنڌ علي مراد خان ٽالپر رياست خيرپور ميرس جن وٽ دفترداريءَ جي اعليٰ منصب تي فائز هئا، ۽ مير صاحب طرفان تمام رياست جي حدود اندر فصلن لهڻ بعد ديرن ۾ دانبندي ڪرائي مير صاحب پاران ماڻهن کان آن" جي جنس ۾ ڍل وصول ڪندا هئا؛ مير صاحب جي آڙد وغيره جو انتظام به سندن حوالي هوندو هو. انهيءَ وقت ۾ گويا رياست جا وزيراعظم پاڻ هئا. سندن اسم گرامي سيد فتح علي شاه هو.

شروعات کان وٺي مرحوم سيد فتح علي شاه جن جي پنهنجي نينگر سيد شهاب الدين شاه سان دلي محبت هئي، ۽ پاڻ محبت سبب کين پير شهاب الدين شاه جي نالي سان سڏيندا هئا ۽ فرمائيندا هئا ته "اسان جو هيءُ نينگر وڏي اعليٰ اقبال ۽ نصيب وارو ٿيندو ۽ وقت جو يگانو عالم ٿيندو ۽ اسان جي خاندان جو نالو بلند ڪندو". الله تبارڪ و تعاليٰ سندن دعا قبول فرمائي، ۽ سيد پير شهاب الدين شاه وقت جو هڪ علامه ۽ نهايت بختاور اعليٰ عملدار ٿيو. سيد فتح علي شاه مرحوم جن پنهنجي هن همه صفت موصوف فرزند کي اعليٰ تعليم ۽ تربيت ڏيڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي، ۽ پنهنجي حياتيءَ ۾ ئي کيس دستاربند مولوي صاحب ڏٺائون. سنڌي ۾ پڙهائڻ پاڻ پارسيءَ ۽ عربيءَ جو مطالعو هالائيءَ واري مولوي صاحب مرحوم عبدالله صاحب رحمت الله عليه وٽ ڪيائون؛ تنهن کان پوءِ ڪجهه وقت مولوي صاحب مرحوم ميان غلام محمد صاحب مهيسر (ڳوٺ ڪمال ديرو، تعلقو گمبٽ، رياست خيرپور ميرس) وٽ عربي ۽ پارسي تعليم جو اڀياس ڪيائون، جنهن بعد مڪمل طور تي علم ۽ ادب پنهنجي استاد صاحب مرحوم حاجي قطب الزمان مولانا غلام صديق صاحب مدظله (شهداد ڪوٽ) جي نگرانيءَ هيٺ حاصل ڪري، باقاعدي دين جي دستار ٻڌي، پنهنجي وطن مالوف هالائيءَ وارد ٿيا. ٿوري ئي وقت ۾ سندن والد مرحوم سيد فتح علي شاه، مير صاحب جن جي تختگاه

شهر ڪونڌجيءَ ۾، تاريخ ٻارهين محرم الحرام جي، حضرت امام حسين عليه السلام جي نياز ۽ نذر جي ديڳين ونڊرائيندي، داعيءَ موت کي لبيڪ چئي دارالبقا روانا ٿيا. سندن وفات بعد، سندن نازپرورده نوجوان نينگر ۽ مولوي صاحب پير شهاب الدين شاهه تي ڄڻ ڪو ٻيا مصيبتن جا پهاڙ ڪري پيا. هڪ طرف هڙئي ٻختاور ۽ مهربان والد جو وڇوڙو، ٻئي طرف ٻچڙا ننڍڙا ۽ انهن جي پرورش ۽ قوت گذران جو نمر ۽ سامان ڪونه: جو ته سندس ماٽيلي ڀاءُ مرحوم غلام حسين شاهه، جو ڪائنس عمر ۾ گهڻو وڏو هو، تنهن نهايت جابرانه نموني ۾ مرحوم فتح علي شاهه جي تمام ملڪيت (متحرڪ ۽ غير متحرڪ) تي ايتريقدر ته قبضو ڪيو، جو يتيم شهاب الدين شاهه وٽ سواءِ غم و الم جي ٻيو ڪجهه ڪين هو جو ٻچا پالي سگهي. پاڻ هر وقت پنهنجي والد بزرگوار جي تربت تي ڪلام پاڪ پڙهندا ۽ روئندا هئا. آخر چاليهين ڏينهن، هڪ رات جو، خواب ۾ پنهنجي والد مرحوم جن سان همڪلام ٿي پڇيائون ته "ابا، هن دنيا ۾ سائين جن يتيمن ۽ غريبن تي مهربان هوندا هئا، هاڻي ڇا حال آهي؟" يعني، معنوي طرح پڇيائون ته هن دنيا ۾ سائين جن يتيمن ۽ غريبن تي مهربان هوندا هئا، مگر اوهان جي وفات بعد اوهان جي يتيم ۽ غريب نينگر شهاب الدين شاهه جي سنڀال ڪوبه ڪونه ٿو ڪري. جواب آيو ته "اسان يتيمن ۽ غريبن تي اڳي کان به زياده مهربان آهيون - يعني اسان اوهان کي وساري ڪونه ڇڏيو، ۽ اڳي کان به زياده ياد آهيو." انهيءَ خواب کان پوءِ ڪين گهڻو دلي سڪون حاصل ٿيو. پوءِ جلدئي سندن مهربان استاد ڪامل مرحوم ميان غلام صديق صاحب جن، سندن لکيل التجا تي، شهدادڪوٽ کان هالاڻيءَ پهتا ۽ نهايت مجذوبانه نموني ۾ باري تعالى جي درگاهه ۾ عرض گذاري، پير شهاب الدين شاهه کي اهو رنگ لاتائون، جو سڄي حياتي وڏي جاه و جلال سان گذاري پنهنجي خاندان جو نالو بلند ڪيائون. چيو وڃي ٿو ته جناب مولانا صاحب درگاهه ايزدي ۾ هيئين التجا ڪئي: "اي بارخدايا! يوسف عليه السلام ڀائرن جي حسد کان کوهه جي تري ۾ ويو، مگر تنهنجي نوازش سان مصر جو بادشاهه ٿيو. سندس مصيبت وقت سندس والد زنده هو، مگر شهاب الدين شاهه جو والد فوت ٿي ويو آهي ۽ سندس ڀاءُ جي حسد جي ڪا حدئي ڪانهي. ڇا، تون پنهنجي محبوب جي اولاد کي اڪيلو ڇڏيندين؛ سندس ماٽيلي ڀاءُ جي مصيبت انگيز مصلحتن جو مصداق بڻائيندين؟ مون کي تنهنجي وفائيءَ جو قسم، ۽ تنهنجي دلخواهيءَ جو قسم، ته ائين هرگز نه ٿيندو - هرگز نه ٿيندو! شهاب الدين شاهه جون سڀ مصيبتون معاف معاف... شهاب الدين شاهه حاڪم حڪمران صاف صاف!" ولين جون وراڻيون تير بهدف آهن. ٻن ٽن ڏينهن اندر مير فيض محمد خان ٽالپر، والي رياست خيرپور ميرس، پنهنجن پوٽن مير علي نواز خان ۽ مير غلام حسن خان جي پڙهائي لاءِ، پير شهاب الدين شاهه کي سڏي ماهياني پگهار تي سندن معلم مقرر فرمايو، جتان پوءِ خان قادرداد خان وزير رياست خيرپور ميرس کين مختيارڪار مقرر ڪيو - جتان پوءِ وڏي رياست جا نائب وزير ٿيا. پهريائين پاڻ خان قادرداد خان وزير صاحب رياست خيرپور ميرس

جي وقت ۾ لاڙي تعلقي رياست خيرپور جا مختيارڪار صاحب مقرر ٿيا، ۽ حضور وزير صاحب بهادر جن جي منظوريءَ سان لاڙي تعلقي جي هيڊڪوارٽر سوراهه ۾ هڪ کوهه کٽايائون، جو اڄا تائين موجود آهي. انهيءَ کوهه جو پاڻي هر موسم ۾ نهايت مٺو ۽ ٿڌو رهندو آهي. منقول مشهور آهي ته جنهن جاءِ تي هينئر سوراهه ۾ کوهه آهي، انهيءَ هنڌ تي پهريائين پير صاحب مرحوم سيد شهاب الدين شاهه جن ۾ رڪعتون نفل پڙهي، بارگاهه ايزديءَ ۾ دعا گهري ۽ فرمايو ته "هن هنڌ کوهه کوٽيو: انشاءالله تعاليٰ ته پاڻي مٺو ۽ ٿڌو لڪرندو"- الله تبارڪ و تعاليٰ جو شان، ٿيو به ائين! انهيءَ کان اڳ، انهيءَ کوهه جي آسپاس کوهه کوٽڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي هئي ته پاڻي کارو ۽ گرم نڪتو هو، مگر هن مرد سوليءَ جي برڪت سان پاڻي مٺو ۽ ٿڌو نڪتو. لاڙي جهڙي تعلقي ۾ پاڻي هڪ غنيمت آهي، جو ريگستان هجڻ سبب اتي رت جي بوءِ ايندي آهي ۽ اهوئي کوهه آهي، جتان پاڻيءَ جون ڪليون پري ويچارا ٿرن ۽ ٻَرن جا پانڌيڙا پنهنجي ڏکي سفر تي روانا ٿيندا آهن.

پاڻ پوءِ تعلقي فيض گنج جا مختيارڪار صاحب مقرر ٿيا، جتي هيڊڪوارٽر ٻڪن چانگن ۾ پڻ هڪ کوهه کوٽايائون ۽ باغ رکايائون، جي پڻ اڄا تائين موجود آهن. ٻڪن چانگن وارو کوهه به اڄا تائين مٺي ۽ ٿڌي پاڻيءَ کان مشهور آهي.

ان کان پوءِ پاڻ تعلقي گمبٽ جا مختيارڪار صاحب مقرر ٿيا ۽ گهڻو وقت اتي مختيارڪاري ڪيائون. انهيءَ وقت پير صالح شاهه سائين جيلاني سجاده نشين درگاهه رانيپور شريف، پير خميس علي شاهه جيلاني سجاده نشين درگاهه شريف گمبٽ، سخي قبول محمد سائين سجاده نشين درگاهه درازا شريف ۽ مخدوم صاحب کهڙن وارن سان سندن تمام گهرو ۽ گهاٽو ظاهري ۽ روحاني رستو هو، ۽ پاڻ پنهنجي استاد مرحوم ميان غلام محمد صاحب مهيسر جن جي زيارت فيض بشارت لاءِ مهيسرن جي ڳوٺ ۾ به پنهنجي مختيارڪاريءَ گمبٽ جي وقت ۾ گهڻو ويندا هئا. انهيءَ بعد پاڻ تعلقي ميرواهه جا مختيارڪار صاحب ٿيا، جتي پڻ کوهه کٽايائون ۽ باغ رکايائون. تنهن کان پوءِ پاڻ ميرواهه ڊويزن جا نائب وزير صاحب مقرر ٿيا ۽ سندن هيڊڪوارٽر ٺري تعلقو ميرواهه ٿيو.

نون ڏهن مهينن بعد پاڻ، فالج جي بيماريءَ سبب، سال ١٩٢٥ع مطابق ٢١ ذوالحج ١٣٤٣ هجريءَ ۾ جان بحق تسليم ڪيائون. اڄ پاڻ پنهنجي ايامڪاريءَ ۾ پنهنجي والد بزرگوار مٿان نهايت اعليٰ نموني ۾ تيار ڪرايل چوڪنڊيءَ ۾ پنهنجي نهايت شفيق والد جي آغوش ۾ خوابيده آهن. اها ڇت سان ڍڪيل چوديواري، هالائي شهر ۾، مرحوم فتح علي شاهه جي ايامڪاريءَ ۾، سندن حڪم سان تعمير ٿيل، هڪ وڏي ڪوٽ پاهران هالائيءَ جي مشهور معروف مسجد شريف، جنهن ۾ مرحوم فتح علي شاهه صاحب جن جا والد سيد محمد عاقل شاهه صاحب مفتي اعظم سنڌ پنهنجي شاگردن کي عربي درس ڏيندا هئا، تنهن مسجد شريف ۽ ڪوٽ جي وچ ۾ آهي.

مرحوم پير شهاب الدين شاهه جن جو علمي دائرو ايترو تہ وسيع هو، جو جن همعصر بزرگن سان سندن خط و ڪتابت جو رستو هو، اهي سڀ متفق راءِ ني چوندا هئا تہ پاڻ جن ڏانهن پنهنجي زندگيءَ ۾ خط لکيا اٿن ۽ جيترا بہ خط لکيا اٿن، تن سڀني خطن ۾ عبارت ۽ مضمون علحده علحده آهي: گويا پاڻ علم جي بحر عميق جا غواص هئا ۽ هرهڪ دفعي علم جي اونهي سمنڊ جي نهايت اونهي گهرائيءَ ۾ اونهو وڃي، ناياب دُرِ ۽ بي بها موتي آندا اٿن، جو ڄاڻ ۽ پڇاڻ وارن پارکن لاءِ عبرت ۽ مسرت جو باعث آهن. ڪلام پاڪ جي آيات، حديث، فقه ۽ منطق جي باريڪ نڪتن تي ايتريقدر تہ ضابطو ۽ دسترس هوندي هُين، جو وقت جا علماء سندن مقابلي ۾ دنگ رهجي ويندا هئا. سندن خوشخطي بہ اهڙي مشهور هئي جو سندن اکرن کي صدف مان تازن نڪتل موتين سان مشابهت ڏني ويندي آهي. مير فيض محمد خان والي خيرپور رياست جي ايامڪاريءَ ۾، ملڪ وڪٽوريا قيصر هند جي وفات بعد، ايڊورڊ ستين جي تاجپوشيءَ جي موقعي تي، حسب دستور جڏهن مبارڪباديءَ جي خلعت پيش ڪرڻ جي ضرورت درپيش آئي، تہ مير صاحب لکنو جا وڏا وڏا علماء گهرايا تہ مضمون نويسي ۽ خوشخطيءَ جي نوع کان مير صاحب والي رياست خيرپور طرفان پيش ڪيل سپاسنامو سڀني راجائن ۽ نوابن کان موڪليل سپاسنامن کان پهريون نمبر شمار ٿئي، مگر هڪ هفتي جي متواتر ڪوشش ۽ قصد ڏيکاريو تہ پاهران آيل علماء ۽ سندن جدوجهد رائگان ثابت ٿي: جي مضمون سٺو تہ اکر خراب، جي وري اکر سٺا تہ مضمون بي معني ۽ نامڪمل. آخر اهو سهرو بہ مرحوم پيرشهاب الدين شاهه جن جي سر تي آيو، جو پاڻ جڏهن بسم الله الرحمٰن الرّحيم ڪري سپاسنامو لکيائون، تہ مضمون خواهه خوشخطيءَ ۾ بهترين ثابت ٿيو، ۽ شهنشاهه هند کان مرحوم مير صاحب والي رياست خيرپور ڏانهن هڪ شڪريي جو ڪاغذ پهتو، جنهن ۾ ظاهر ڪيو ويو تہ هندستان جي سڀني راجائن ۽ نوابن کان موڪليل سپاسنامن ۾ مير صاحب جن وارو سپاسنامو زياده قابل ذڪر ۽ لائق تعريف آهي. اهو سپاسنامو پارسيءَ ۾ قلمبند ڪيل هو. مضمون ۽ خوشخطيءَ جي نوعيت سبب "ونڊزر ڪئسل" جي عجائب خاني ۾ رکايل آهي. مئجسٽريٽي حيثيت ۾ پاڻ جيڪي فيصلا لکيا اٿن، سي قاعدي جي پختگيءَ ۽ علم جي پلٽ کان ناياب آهن، ۽ رياست خيرپور جي رڪارڊ جو زيب ۽ زينت آهن.

مرحوم پير شهاب الدين شاهه جن جو خُلق عظيم ساري رياست ۾ مشهور آهي- ايتريقدر جو جڏهن پاڻ پنهنجي مختيارڪاريءَ واري زماني ۾ هڪ تعلقي کان ٻئي تعلقي ۾ بدلي ٿيندا هئا، تہ سندن شيرين زبان جا شائق ۽ سندن قرب جا ڪُٺل زيردست خواهه زميندار، مٺن وڇوڙي ۽ الوداعيءَ جون ڪافيون ۽ راڳڻيون ڳائي، روئي پٽيان لڳندا هئا ۽ محض محبت سبب آه و فغان مچائيندا هئا.

سنگين ڏوهن جي ڏوهارين کي ڪيسن هلائڻ وقت ۽ فتوائن ڏيڻ وقت حديث ۽ قرآن جي اهڙي تہ تلقين ڏيندا هئا، جو هو نهايت متاثر ٿي گناهه کان توبهہ تائب ٿي ويندا هئا،

۽ سزا ڀوڳڻ بعد پنهنجي ڏوهاري عادت مٽائي نهايت پرهيزگار ٿي پوندا هئا. پاڻ انتهائي
ته رحمدل هئا، جو اڪثر ڪري ڏوهارين کي هلڪيون سزائون ڏيندا، پاڻ ڏي رجوع
ڪري، کين قرآن ڪريم ۽ صوم و صلواة ڏانهن متوجهه ڪندا هئا، ۽ خوفِ خدا سندن دلين
۾ ويهاري، کين بدعادات کان باز آڻيندا هئا. ماڻهن جو منجهن وڏو ويساهه هوندو هو، ۽
تڪليف جي وقت ڪائون اچي تعويذ لکائي ويندا هئا ۽ پاڻ ڦوڪائي ويندا هئا - ۽ الله تبارڪ
و تعاليٰ جي لطف و ڪرم سان سندن مشڪل ڪشائي ٿي ويندي هئي. هڪڙي ڏينهن جي
ڳالهه آهي ته پاڻ پوتال ڪندا ڪنهن جهنگل کان اچي لانگهائو ٿيا، ۽ سائن همرڪاب
ويهن کان گهڻا زميندار گهوڙن تي سوار هئا، ته پاڻ هڪ ننڍڙي ٻار جي رڙ جو آواز ٻڌي
شترسوار کي حڪم ڪيائون ته "آواز طرف هل". پوءِ سڀ گهوڙيسوار به انهيءَ طرف
وڌيا. پاڻ ننڍڙي ٻار کي بيگاهه وقت جهنگل ۾ روئندو ڏسي اٽ تان لهي پيا، ۽ پنهنجي
پٽڪي جي رومال سان سندس منهن اگهي ڪائونس رڙ جو سبب پڇيائون: سندس ورائڻ تي
ڪيس اٽ تي پاڻ سان ويهاري سندس غريب والد جي جهوپڙيءَ ۾ وٺي ويا، جو ويچارو
هڪ عاليشان سينگاريل اٺ ۽ هيترا سارا گهوڙيسوار ڏسي ڏڄي ويو، ۽ گهر ۾ ڇپي ويو.
پاڻ کيس تسلائون ڏيئي ٻاهر ڪڍرايائون، ۽ کيس ويهه رپيا خيرات ڏنائون ته آهي پيسا
انهيءَ نينگر جي لٽن ۽ خوراڪ تي خرچ ڪري. نه فقط ايترو، مگر انهيءَ ڇوڪر کي ٺهرائي،
پڙهائي، روزگار سان لاتائون. هيءَ آهي هڪ رحمدليءَ جو زنده مثال!

پنهنجي آخرين بيماريءَ وقت جڏهن عمرالدين شر، جو فقير نصيرالدين صوفيءَ جا نينگر
پڙهائيندو هو، سو وٽن خيرعافيت پڇرسيءَ لاءِ لنگهي آيو ۽ عرض ڪيائين ته "قبلهءِ عالم!
ست سؤ روپين جي ضرورت اٿم جو ڏيل ۾ ڏيندس". پاڻ هڪدم عمرالدين شر کي ست-سؤ
روپين ڏيارڻ جو حڪم ڏنائون، ۽ حاضرين ڏانهن منهن مبارڪ ڪري فرمايائون ته "سرورڪائنات
جن کي هڪ شخص دعوت ڏيئي گهرايو ۽ کين پنهنجا دُنبا، گهڻا ۽ ٻڪرين جا ڌڻ ڏيکاري
فخر ڪرڻ لڳو، ۽ چوڻ لڳو ته 'قبله عالم، هي سڀ منهنجا آهن'. پاڻ فرمايائون ته 'انهن
مان ڪو به دنبو يا ڪابه ٻڪري خدا جي راهه ۾ ڏني اٿيئي؟' جواب ڏنائين ته 'قبلا، هڪ ٻڪري
وات خدا جي خيرات ڪئي اٿم'. پاڻ فرمايائون ته 'بس، اها ٻڪري تنهنجي آهي؛ ٻيا سڀ دنبا
۽ ٻڪريون پرايون آهن'!" انهن چئي، مرحوم پير شهاب الدين شاهه جن فرمايو ته "جيڪي
ڪي راهه خدا ۾ خرچ ڪجي ٿو، سو ٿي ڪم ايندو؛ باقي ٻيو سڀ ڪجهه پرائو آهي".

مطلب ته مرحوم پير شهاب الدين شاهه صاحب جن هر قول ۽ فعل ۾ پنهنجي موليٰ ڏانهن
رجوع هئا، ۽ تمام حياتي پنهنجي رب ۽ رسول صلعم جن جي حڪمن جي تعميل لاءِ وقف
ڪئي هئائون، ۽ خلق خدا جي خدمت سندن نصب العين هئي. الله تبارڪ و تعاليٰ شال طفيل
سردار دوجهان ۽ شهنشاه ڪون و مڪان، انهن کي غريق رحمت فرمائي ۽ سندن اولاد کي
سندن نقش قدم تي هلڻ جي توفيق عطا فرمائي- آمين، ثم آمين!

# مولوي غلام رسول عرف محمد هاشم "هاشم" مرحوم شڪارپوري

سنڌ جي سرزمين هميشه کان علم و ادب جو سرچشمو رهندي پئي آئي آهي، جنهن انهن اعليٰ ۽ بزرگ هستين کي وجود ۾ پئي آندو آهي، جن پنهنجي علم ۽ حڪمت جي وسيلي آهي آهي ڪارناما ڪيا، جيڪي رهنديءَ دنيا تائين قائم رهندا: مولوي غلام رسول صاحب به انهن مان هڪ بزرگ هستي هئي. سندن سچو نالو مولوي غلام رسول ولد خليفو پيرمحمد هو. مولوي صاحب جن حضرت رئيس العارفين خواجه امين شاهه چشتي عليه رحمة جي وڏي خليفي مولانا حافظ صاحبڏني صاحب چشتيءَ جا پڙپوٽا هئا.

مولوي صاحب جي ولادت تاريخ ٣ مارچ ١٨٦٣ع تي شڪارپور ۾ ٿي، ۽ پنهنجي سموري حياتي اتي ئي گذاريائون. سندن ٻاراڻي وهيءَ بابت ڪو خاص احوال نٿو ملي؛ البت جڏهن سمجهه ڀريا ٿيا، تڏهن قرآن پاڪ پڙهڻ شروع ڪيائون، ۽ پوءِ قاضي سيد بهادرعلي شاهه لودين، جيڪو حضرت خواجه سيد محمد گيسو دراز چشتي قدس سره جي اولاد مان هو، انهيءَ صاحب جي شاگرديءَ ۾ آيا، جنهن صاحب کين فارسيءَ جي تعليم ڏني. مولوي صاحب چشتي ۽ صابري طريقت جي سلسلي ۾ منسلڪ هئا، ۽ پنهنجي استاد قاضي سيد بهادرعلي شاهه ۽ حضرت مولانا خليفي پيرمحمد چشتيءَ جي مريدي اختيار ڪيائون.

مولوي صاحب جي طبيعت جو لاڙو دنياوي ڳالهين ڏانهن بلڪل ڪونه هو، جنهنڪري تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ شڪارپور ۾ نواب سخي مدد خان مرحوم جي مشهور جامع مسجد جا امام ۽ خطيب ٿي رهيا. سندن زبان ۾ ڏاڍي شيريني هوندي هئي، جنهنڪري سندن وعظ ڏاڍو اثرائتو ۽ زوردار هوندو هو. تنهن کان سواءِ پاڻ حڪمت جو ڪم به ڪندا هئا، جنهن جي ڪري پڻ ٻري ٻري تائين مشهور هئا. مولوي صاحب هڪ وڏو عابد ۽ عالم شخص هو. پنهنجي سموري حياتي الاهي ذڪر، تلاوت قرآن پاڪ ۽ درس و تدريس ۾ گذاريائين. پاڻ ٻي شاديون ڪيائين، جن مان پنج فرزند پيدا ٿيس. سندن وڏي فرزند جو نالو ميان شهاب الدين چشتي آهي، جيڪو شڪارپور جي هفتيوار سنڌي اخبار "شهباز" جو مالڪ ۽ ايڊيٽر آهي. مولوي صاحب ٦٣ ورهين جي ڄمار ۾ تاريخ ٢٧ جون ١٩٢٦ع تي وفات ڪئي.

مهراڻ

مولوي صاحب کي علم و ادب سان ڏاڍي چڱي دلچسپي هئي. پند و نصيحت تي سنڌيءَ ۾ ٽي ڪتاب "تنبيه المسلمين"، "معراج نامه" ۽ "ميلاد نامه" تصنيف ڪيا اٿن. انهيءَ کان سواءِ هڪ ڪلام جو ڪتاب ناليءَ "مجموعه ڪلام 'هاشم'" پڻ يادگار ڇڏيو اٿن، جنهن ۾ سنڌي، سرائڪي ۽ فارسي ڪلام موجود آهي. سندن تخلص "هاشم" هو. "مجموعه ڪلام هاشم" مان مثال طور ٻه فارسي غزل ڏجن ٿا، جن مان معلوم ٿئي ٿو ته مولوي صاحب علم عروض ۾ ماهر هو ۽ فارسي زبان تي چڱي دسترس حاصل هيس.

دلم کز شوقِ عشقِ يار شد مست،
تنم از مهرِ آن دلدار شد مست.
ازين ميخانهٔ پاکان چشيدند،
حبيب و مالکِ دينار شد مست.
ازين ميخان چشيده جرعه مقصود،
اناالحق گفته و بر دار شد مست.
بگرديدم همه گلزارِ عالم،
به نظرِ من همه گلزار شد مست.
اگر پرسي تو از "هاشم" حقيقت،
ازين مي خفته و بيدار شد مشت.

●

روز و شب طالبِ خدا مي باش،
بغم و درد مبتلا مي باش.
پنجگانه گذار مخلص وار،
هم گهي دلفگار مي باش.
"هاشما" گر تو رستگار شوي،
قاصدِ بيتِ رب خود مي باش.
چون شوي فارغ از مناسک او،
ذاهبِ روضه نبي مي باش.
روضه ديده بگو تو اي احمد،
سرورا دستگير من مي باش.
حاميم جز تو نيست [هيچ] مرا،
شافعا شافعِ حشر مي باش.
"هاشما" نيست هيچ غم دل را،
چو تو مردم يار خود مي باش.

# مرحوم مولانا الهه بخش مهيسر

مولانا مولوي الهه بخش مرحوم، ولد وڏيرو عمر، مهيسر، زميندار ڳوٺ پپري تعلقي ميهڙ ضلعي دادوءَ جا بزرگ هئا. سندن ولادت جي تاريخ جي ڪا خبر نه آهي؛ البت سندن وفات غالباً ١٣٤٦ هجريءَ ۾ اٽڪل چاليهن سالن جي عمر ۾ ٿي، ۽ ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته ١٣٠٦ع ۾ تولد ٿيا هوندا.

مولوي الهه بخش مرحوم پنهنجي ڳوٺ پپريءَ ۾ مولانا عبدالرحمان فيروزشاهيءَ کان علم حاصل ڪيو. کين ڪماليت کي رسڻ جو گهڻو شوق هوندو هو. مسائل جي تحقيق ۽ ڪتابن جي مشڪل مقامات جي حل ڪرڻ جي ولولي سان مولوي صاحب کي مطالعي جو بيحد شوق هو. موصوف، مولوي ٽيڻ کان پوءِ، مولانا همايولي ۽ مولانا مير محمد نورنگيءَ کان به ڪجهه علم حاصل ڪيو.

مولوي صاحب مرحوم نهايت متقي ۽ نيڪ بخت بزرگ هئا. هڪ دفعي هڪ انگريز مئجسٽريٽ ڪوشش ڪئي ته مولوي صاحب کان هڪ ناجائز فتوا حاصل ڪري. ان سلسلي ۾ مولوي صاحب جي والد بزرگوار به کين چيو ته اسان جا ڪيئي ڪم ڪاريون مئجسٽريٽ سان پيا پون، ان ڪري چڱو ائين آهي ته توهان ان جو رايو رک؛ مگر مولوي صاحب صاف انڪار ڪيو. مولوي صاحب جون صفتون ولين جهڙيون هيون. ماڻس نهايت سهڻو ۽ قداور هو. طبيعت جو تمام نرم هو. وصيت ڪيائين ته ”آءٌ مران، ته مون کي ڪاٺ جي صندوق ۾ وجهي دفن ڪجو“- ۽ ائين ئي ڪيو ويو.

مولانا مرحوم جي همعصرن مان مولوي حاجي الاهي بخش صاحب جو نالو قابل ذڪر آهي، ۽ مولوي محمد لاڙائي سندن لائق شاگرد هو.

# مرحوم مولانا عبدالرحمان فيروزشاهي

مولانا عبدالرحمان، ولد خليفو خدابخش مرحوم، فيروزشاه تعلقي ميهڙ ضلعي دادوءَ جا ويٺل هئا - ابتدائي تعليم پنهنجي وڏي ڀاءُ مولانا خليفي گلاب الدين ۽ مولانا عطاالله صاحب کان ورتائون؛ مگر سندن طبيعت جي پياس پوري نہ ٿي، ان ڪري ٻيهر شهدادڪوٽ، همايون ۽ ٻيءَ ڳوٺڪيءَ ۾ مولانا قمرالدين وٽ وڏيڪ علم حاصل ڪيائون. مولانا عبدالرحمان صاحب ڳوٺ ٻيڙي تعلقي ميهڙ ۾ بہ تعليم حاصل ڪئي، ۽ مولانا عطاءُالله صاحب جي وفات کان پوءِ وري اچي فيروزشاهہ ۾ رهيا.

مولانا صاحب مرحوم نهايت مسافر نواز ۽ غريب پرور هئا. سيرت ۽ صورت جا سهڻا هئا. فيروزشاهہ جي عالمن مان هي آخري چراغ هو، جنهن جي گل ٿيڻ کان پوءِ شهر اجڙي ويو. مولانا مرحوم ١٣٢٧ع ۾ وفات ڪئي، ۽ فيروزشاهہ جي قبرستان ۾ مولانا حاجي عطاءُالله صاحب مرحوم جي پرسان مدفون آهن.

مولانا مرحوم جي شاگردن ۾ مولوي الهہ بخش مهيسر (ڳوٺ ٻيڙي، تعلقو ميهڙ)، مولوي محمد قاسم ولد مولوي محمد حمزه ڏيپر (ڳوٺ ٻيڙي، تعلقو ميهڙ)، مولوي محمد صادق صاحب مورائي ۽ مولوي محمد صاحب ڇيڄاپوري (تعلقو ڪڪڙ)، وغيره ڪافي مشهور آهن. راقم الحروف بہ فارسيءَ جا ڪتاب ڪائن پڙهيا آهن. خدا مرحوم تي رحمت ڪري!

قطعہ تاريخ

| | |
|---|---|
| عبد رحمان برفت از گيهان، | آنکہ بوده بفضل حق منصور؛ |
| عالم و فاضل و فقيہِ زمان، | در سخا و کرم بسي مشهور؛ |
| کرد نشرِ علوم حق شب روز، | سعيءَ او بهر دين شده مشکور؛ |
| در رجب رفت او بہ بست و ششم، | سوي خلدِ برين ز دار غرور؛ |
| يا الٰهي! طفيلِ خيرِ رسل، | بندهٔ خويش را بکن مغفور! |

بهرِ تاريخ کرد فکر "اديب"،
گشت ارشاد: "عالمي منظور" - (١٣٢٧)

# مولانا عبدالرحمان ڏامراهو مرحوم

مرحوم مولانا عبدالرحمان جن جي والد بزرگوار جو اسم عنايت الله، ذات پنهور ۽ پاڙو ڏامراها آهي؛ مگر پاڙي سبب عام طرح سندس ذات ”ڏامراهو“ ڪوٺڻ ۾ ايندي آهي. سندن خاندان صدين کان ولي پوٽ ڏامراها تعلقي لاڙڪاڻي ۾ مقيم آهي. مولانا صاحب جا وڏا ميرن جي صاحبيءَ ۾ حڪومت جي ڪن مکيه عهدن تي فائز هئا. مرحوم خير محمد ڏامراهو ميرن جي حڪومت ۾ مختياڪار هو. سندن والد وچولي طبقي جو زميندار ۽ آبادگار هو. مولانا عبدالرحمان مرحوم ڳوٺ ڏامراهي ۾ هجري سن ۱۲۶۸ ماهه رجب تاريخ ۲۷ جي متبرڪ روز تي هن دنيا ۾ جلوه افروز ٿيو هو.

جيئن ته مولانا صاحب جي والد شريف کي عارب جي ڏندي سان شوق هو، تنهنڪري مولانا مرحوم جي ننڍپڻ واري عرصي ۾ تعليم ڏانهن ڪو خاص طرح توجهه ڪونه ڏنو ويو ۽ کين کيتيءَ جي ڪم سان لاتو ويو. مولانا صاحب جو چوڻ هو ته ”اسان پارهن ورهين کن جي عمر تائين فقط کيتيءَ جو ڪم پئي ڪيو؛ مگر پوءِ والد بزرگوار ڪن دوستن جي چوڻ سبب مون کي ڳوٺ بنگل ديري تعلقي رتيديري ۾ ان وقت جي مشهور مدرس مولانا عبدالله مرحوم وٽ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ موڪليو“- مولانا صاحب جن اتي فارسيءَ جي مڪمل تعليم حاصل ڪئي. ان بعد عربي تعليم جو فيض گهوٽڪيءَ ۾ مولانا قمرالدين صاحب وٽ حاصل ڪيائون. آخرين طور ديني سند همايون شريف ۾ مولانا جناب عبدالغفور صاحب مرحوم وٽ حاصل ڪيائون. تنهن کان بعد تدريس جو ڪم پنهنجي ڳوٺ ڏامراهن ۾ شروع ڪيائون، جتي سوين شاگرد ديني فيض حاصل ڪري ڪماليت جي درجي کي پهتا، جن ۾ مکيه هي آهن: مولانا محمد حسن جوهيءَ وارو، مولوي محمد صالح دادوءَ وارو، مولوي حاجي حافظ احمد يار ساڪن درگاهه ملان ڪاتيار، مولانا خوش محمد ميروخاني، مولانا خليفو صاحب فتح محمد ڏامراهن وارو (ستي جتي بزرگ) وغيره. ان بعد مرحوم مولانا عبدالرحمان کي بلوچستان جي مکيه جرگي جي سردارن ڪوئيٽا ۾ گهرايو ۽ کين ديني فتوائن لاءِ جرگي ۾ مقرر ڪيو ويو؛ مگر هن درويش ۽ آزاد خيال بزرگ کي اتي اطمينان حاصل ڪونه ٿيو، ۽ سنت ني جناب حضرت پيرسائين پاڳاري سيد شاهه مراد جي خدمت ۾ پير پاڳاري جي ڳوٺ وڃي حاضر

ٿيا. اتي مولانا صاحب جي حوالي ديني فيصلن ۽ فتوائن جو ڪم سپرد هو- يعني ڪين درگاهه پاران مفتي مقرر ڪيو ويو. مٿن جناب حضرت پير پاڳاري سائين جن جو وڏو راز هو. درگاهه پاڪ مان روحاني فيض مولانا صاحب کي حاصل ٿيو. مولانا مرحوم ڪافي عرصو اتي گذاريو ۽ قبله پير صاحب جن جي وفات بعد وري واپس پنهنجي وطن ڏامراهن ڏانهن واپس ٿيو. ۽ نهايت تيزيءَ سان تدريس جو ڪم شروع ڪري ڏنائون. انهيءَ عرصي ۾ ڳوٺ جي جامع مسجد نئين سر تعمير ڪرايائون ۽ ان سان اتر ۾ لڳولڳ هڪ حجرو به ٺهرايائون، جنهن ۾ تدريس جو ڪم ڪندا هئا. مسجد سان لڳ ڏکڻ ۾ هڪ ميدان ڇڏيل آهي، جنهن ۾ هينئر پاڻ مدفون آهن. انهيءَ عرصي ۾ ديني تصنيفات جو ڪم به شروع ڪري ڏنائون، جنهن ۾ "فتاويٰ رحماني" نالي هڪ وڏو ڪتاب تصنيف ڪيائون، جو فارسي زبان ۾ آهي ۽ سندن قابليت ۽ علميت جو جوهر ۽ هر اهل علم لاءِ رهبر آهي. مذڪوره ڪتاب سندن برادرزادي ميان عنايت الله ڏامراهي وٽ موجود آهي.

مرحوم مولانا صاحب عبدالرحمان جو طريقو نقشبندي هو، جو سندن تصنيفات ۾ قول ۽ فعل مان ظاهر آهي ۽ پڻ هن طريقي بنسبت سندن تصنيفات ۾ گهڻو تاڪيد ڪيو ويو آهي. شعر و شاعريءَ سان دلچسپي ڪانه رکندا هئا. ساز سرود ۽ راڳ روپ کان بلڪل پرهيز ڪندا هئا. سندن قول آهي ته "جنهن قوم جو چاهه ساز و سرود سان آهي، اها قوم روحاني طور تباهه ٿي ويندي".

مولانا صاحب عربيءَ زبان ۾ ڪافي مهارت رکندا هئا. مولانا صاحب جن سن ١٣٠٤هه ۾ فريضه حج ادا ڪرڻ واسطي حرمين شريفين ڏانهن ويا هئا، ۽ اتان ڪيترا عربي ديني ڪتاب چڱي تعداد ۾ خريد ڪري پنهنجي ذاتي ڪتبخاني ۾ آڻي رکيا هئا. سندن خانگي ڪتبخاني ۾ هزارن روپين جا ناياب ڪتاب موجود هئا، جي سندن وفات بعد سندن اولاد جي چڱيءَ طرح نظر نه رکڻ سبب درهم برهم ٿي ويا ۽ ڪيترا ڪتاب سندن شاگرد کڻي ويا.

حضرت مولانا جن اٽڪل ٢٥ سال کن حضرت پير پاڳاري سائين جن جي بارگاهه ۾ رهي ديني خدمت سرانجام ڏني؛ ان بعد موٽي ڳوٺ ڏامراهن ۾ آيا ۽ فارسي ڪتاب "فتاويٰ رحماني" آخرين منزل تي رسايائون، ۽ باقي حياتيءَ جا ڏينهن ياد خدا ۾ ۽ ديني علم پاڙهڻ ۾ بسر ڪيائون. جيتوڻيڪ حضرت مولانا صاحب جن پيرسن ٿي ويا هئا، مگر تنهن هوندي به سندن جسماني قوت ۽ روحاني قوت بيحد مڪمل هئي ۽ حواسن جي پختگي حاصل هين. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ جي هلندي، سنڌ جي ڪن حصن ۽ ان سان گڏ ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ڪالرا جي بيماري پيئي. مولانا مرحوم لاءِ به اجل جو پيالو پيئو؛ هيءُ متقي عالم زاهد پاڻهو ۽ فيض جو درياهه هن منحوس بيماريءَ جو شڪار ٿيو، ۽ پنهنجن صالح شاگردن، عزيزن ۽ دوستن کي داغ جدائيءَ جو ڏيئي هن فاني دنيا مان موڪلائي دارالبقا ڏانهن راهي ٿيو- إنا لله و انا اليه راجعون. مولانا مرحوم جي مزار مبارڪ جامع مسجد ڏامراها جي پرسان خاص قبرستان ۾ آهي.

مولانا عبدالرحمان مرحوم بردبار ۽ ڌيرج وارو انسان هو ۽ هميشه اورچ رهندو هو. تدريس جي مشغوليءَ هوندي به، والدڪانيءَ جي وقت ۾ پنهنجي ڪيتيءَ جي ڪم جي به نظرداري ڪندو هو، ۽ هميشه خوش خلق رهندو هو. هر انسان سان نرمي ۽ همدرديءَ سان پيش ايندو هو. ڪاوڙ يا غصو وٽس قطعاً حرام هو.

مولانا مرحوم بدن جو ڀريل، قد ۾ وچٿرو ۽ بالڪل پوري رنگ جو هو. پيشاني ڪشادي نور سان ٽمٽار، شڪل جو سهڻو، ڏاڙهي گهاٽي ۽ ڇاپٽين، وار شرعي نموني جا ۽ پوشاڪ هميشه سفيد ۽ صاف پائيندو هو. با رعب آدمي هو. صوم و صلوات جو تهجد سميت سخت پابند رهندو آيو. نيڪوڪار ماڻهن کي سخت پائيندو هو. هميشه گفتگو قرآن ۽ حديث موجب ڪندو هو. صحبتين جو چوڻ آهي ته اسان مولانا مغفور کي سخت اٿوڻندڙ تقرير ڪندي نه ڏٺو.

مرحوم کي هن وقت پويان هڪ پوٽو ۽ ٻه پڙپوٽا ۽ پاڻيا آهن. سندس پائنين سان هڪ نالي مولوي عنايت الله ڪافي مشهور آهي.

جيتوڻيڪ مولانا مرحوم هميشه سادو رهندو هو، سادي طبيعت جو انسان هو ۽ ڪڏهن به پاڻ کي خودپسند نه بنايائين، تاهم چند علمي فيض جون ڪرامتون ڏيکاريائين —

(۱) ڳوٺ ڏامراهن ۾ هڪ غريب جي گهر کي هڪ ڏينهن اوچتو اچي باهه لڳي. سخت گرميءَ جي موسم هئي ۽ جهولو تيز لڳي رهيو هو. ماڻهن باهه وسائڻ لاءِ وس ڪيا، مگر باهه نه اجهامين. مولانا مرحوم جن خبر پوڻ شرط آتي آيا. ٽن ڪچن پٽرن تي ڪجهه پڙهي هڪ هڪ ڪري باهه ڏانهن اڇلايائون: پهرئين پٽر اڇلائڻ سان باهه جو رخ منجي گهرن کان ٻئي خالي طرف ڏانهن ٿيو: ٻئي پٽر جي اڇلائڻ سان باهه جو دور گهٽيو: آخر ٽئين پٽر اڇلائڻ سان باهه هڪدم ٺڏي ٿي ويئي، ۽ شهر سڄو باهه جي خطري کان بچي ويو.

(۲) هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته مولانا صاحب جن تدريس جي ڪم ۾ مشغول هئا، ته ايتري ۾ هڪ ڳوٺ جي سرڪس دهلن ۽ دمامن سان مسجد شريف وٽان اچي لانگهائو ٿي. سرڪس ۾ ڪلئي منهن زالون نچي رهيون هيون. مولانا صاحب کي اهو ڏسي سخت افسوس ٿيو. پنهنجو هڪ شاگرد موڪلي سرڪس وارن کي هدايت ڪيائين ته اهو ڪم غيرشرعي آهي، تو هان اسلام وارا ٿي ڪري ائين نه ڪريو: مگر هنن طنزيه نموني جواب ڏنو، جنهن تي مولوي صاحب جن ٿڌو ساهه کنيو: رات ٿي، ڳوٺ کي لاٿون ڏنائون ـ ڪاري تي ويهڻ مهل گهوٽ بيهوش ٿي ڪري پيو! ماڻهو اچي مڙيا، ۽ ڳوڙ ۾ ڪيترين عورتن کي ڏڪ لڳا. ڳهونيتن هن کي بدسوڻ سمجهيو، ۽ مولوي صاحب کي راضي ڪرڻ لاءِ منٿون ڪرڻ لڳا. حضرت مولانا جن مرڪي چيو ته ”بابا، هيءَ مون ڏانهن نه پانيو، سڀ مالڪ سائين ٺو ڪري“. انهيءَ وقت کان اڄ سوڌو سندن خاندان جا پويان فرد ۽ اڏ شهر، شادين خواهه غمين ۾، غير شرعي فعل اصل ڪونه ڪن.

مولانا مرحوم عبدالرحمان جي وفات تي سندن هڪ شاگرد خليفي مرحوم فتح محمد جو، قطعہ تاريخ هن ريت آهي:

عـلامہ عـالمان و بلغاى دوران — سلالہ سالڪان فضلاى گيهان
محقق بـا فـکـر صـائب خـداداد — بفتوي شرع راسخ همچو نعمان
بزهد و ورع ابدالدهر گشته — ستوده همچو بوذر و شان سلمان
باسم عبدالرحمان گشت موسوم — لقب او مولوي وردِ جهان دان
بماه صفر حادي عشر تاريخ — ايام عمر او گرديد پايان
بروز جمعہ پس از پاس واحد — توجه كرد سو گلگشت رضوان
بسي اندوه واقع شد بعالم — ز رحلت مورد الطاف يزدان
قطع كن سخن "احقر" از غم دل — برايش خون از غفار غفران
خدا بخشد ورا دردار عقبى — مقام صالحان فردوس يابان
ز رحمات خدا با خود شغل ديد — ازو تاريخ سالش نيز برخوان

١٣٤٨

# مرحوم علامه محمد قاسم ڳڙهي ياسيني*

حضرت مولانا، سال سن ١٣٠٥هه ۾، مهيني ربيع الثاني جي سورهين تاريخ آچر جي ڏينهن صبح جو ڄائو. سندس ڄمڻ جو تاريخي بيت هي آهي:

پرسش از ميلاد او کردم سروش "صدر اعظم" گفت تاريخش بگوش

١٣٠٥

مولانا سمورو علم اول کان آخر تائين پنهنجي والد مولانا محمد هاشم صاحب وٽ پڙهيا: فقط ٻه ڪتاب والد صاحب جي وفات کان پوءِ علامه مولانا عبدالغفور صاحب همايونيءَ کان پڙهي فارغ التحصيل ٿيا.

علم جي دستاربندي ڪري، پنهنجي والد بزرگوار واري مدرسي ۾ پڙهائڻ لڳا. سندن طبيعت جو ذڪاءُ ۽ تقرير جي فصاحت شهره آفاق هئي، جنهنڪري پري پري کان ڪيترائي طالبعلم، سڄي سنڌ، مڪران، بلوچستان، افغانستان ۽ پنجاب مان سندن مدرسي ۾ پڙهڻ آيا ۽ چڱي استعداد وارا ٿيا. ڪيترن ئي دستاربندي ڪري پنهنجا مدرسا وڃي کوليا، جن مان هي مشهور و معروف آهن: سندن پٽ مولانا محمد ابراهيم صاحب ڳڙهي ياسيني، مولانا صاحبداد خان صاحب (مفتي اعظم پاڪستان)، مولانا احمد صاحب قاضي مڪران، مولانا ولي محمد صاحب (قاضي مڱهڙي بلوچستان)، مولوي عبدالحليم صاحب، مولوي غلام صديق صاحب خجڪي، مولانا محمد حسين صاحب (مدير "الحنيف" جيڪب آباد)، مولوي محمد حسن صاحب مڪراني، مولانا صاحبڏنو صاحب قرني، مولوي عبدالرحمان صاحب بلوچستاني ٿر جيڪب آبادي، مولوي حافظ محمد هاشم صاحب اسحاق ديرائي، مولوي فضل محمد صاحب واعظ ڳڙهي ياسيني، مولوي محمد عابد صاحب استوي ۽ مولانا نصيرالدين صاحب شهداد ڪوٽي.

مولانا صاحب فارسي جي پڙهڻ کان وٺي شعر چوندا هئا. سندن شعر نهايت شسته ۽ برجسته آهي. حضرت عارف ڪامل سيد احمد شاهي، جو اعليٰ درجي جو شاعر هو، مولانا جو شعر ٻڌي هڪ هڪ بيت تي "عجيب عجيب" جا لفظ چوندو هو. نموني جي لاءِ چند اشعار هيٺ ڏجن ٿا.

---

* هيءَ سوانح عمري، مولوي نجم الدين ۽ سندس دستخط مواد تان ورتل آهي. ــ مرتب

روي دلدار من است اين يا منور اختري،      يا يد بيضا است اين يا ماهتاب انوري.
حلقۀ لعل است يا قند است يا آب حيات،      يا لب يار است يا حوضي ز آب كوثري.
چهچهاى طوطي است اين يا نواى عندليب،      يا كلام "قاسم" است اندر ثناى سروري.

* * *

دل بتار زلف آن دلدار شد آويخته،      لي رهائي را اميد و ني شود بگسيخته.
قد و خد و روء و موء و بوء گيسوي دراز،      بر سر روى زمين شور و شغب انگيخته.
عقل "قاسم" در فراقش شد پريشان‌اي عجيب،      كي عجب چون عشق آمد عقل شد بگريخته.

* * *

دل دلداده را در درد دائم تابكي داري،      حديث هجر را هر روز قائم تابكي داري.
زلالِ وصل از جام وفا در كام تشنه ريز،      بروز عمر عطشانم چو صائم تابكي داري.
هم از بلبل شنيدم "قاسما" ميگفت با ناله،      دل دلداده را در درد دائم تابكي داري.

* * *

ساقي بيار جام جهان بين پر از شراب،      تا عكس صورتش نگرم در شراب ناب.
خضر حيات من بچشان جرعه زلال،      تشنه لب آمدم بجنابت براى آب.
ظلمت نشينم اندر ظلمات "قاسما"،      باشد كه پرتوي فگند نور آفتاب.

* * *

بهار آمد نظر بر سبزه و گلزار مي زيبد،      چو صوفي سبز پوشش بر سر اشجار مي زيبد.
بده ساقي مَيء باقي بدست عاشق مضطر،      كه جام باده گلگون در كف ميخوار مي زيبد.
بيا "قاسم" ز اوج عرش خوشخوان اين غزل خوش را،      كه چون مه در نجوم اين شعر در اشعار مي زيبد.

مولانا جو شعر فارسي ۾ بالكل گهڻو آهي- غزليات، تواريخ، رقعات، منظوم، مناجات، قصائد ۽ متفرق اشعار. سنڌيءَ ۾ به ڪجهه شعر چيو اٿن. نموني لاءِ ٻه چار شعر هت لکجن ٿا:

مت ماه روي مدني اهل زمين جو چاهي
نيڻن سندس برابر نرگس چمن جو چاهي
قدسي دهن سان دلبر زنده ڪري مئن کي
اعجاز عيسوي جي مت تنهن دهن جو چاهي
مرسل جو معجزو ڏس آگر سان چنڊ چيرڻ
حاذق عصاءَ موسيٰ بيضا هٿن جو چاهي
عربي عجيب ٻشڪ ڪوثر جو "قاسم" آهين
تشنه ڪي ڏير بخشڻ جام سڪن جو چاهي

مولانا جي تصنيف مان فتوائن جو هڪ جلد "فتاويٰ قاسمي" نالي ڇاپيل آهي، ۽ ڇهن پنجن جلدن جيتريون قلمي تحريرون موجود آهن- رسالہ در بارهء تقليد؛ الفاظ القرآن با معني فارسي، قلمي، ناتمام؛ مجموعہ اشعار (قلمي)؛ عمرة الا ... في ذكر اخيار الكتبار (مطبوعہ).

مولانا جي فتوائن کي ايتري مقبوليت هئي، جو سندس مهر ۽ صحيح کان سواءِ ٻئي کنهن به عالم جي فتويٰ تي خلق الله اعتبار نه ڪندي هئي. بلوچستان جا ڪيترا معاملات فيصلي لاءِ مولانا وٽ ايندا هئا. بعض اوقات بلوچستان جا حاڪم مولانا کي موقعي تي گهرائي فيصلو ڪرائيندا هئا.

مولانا جي بيعت سلطان الاولياء حضرت خواجه عبدالرحمان صاحب سرهنديءَ سان هئي. ساري عمر پاڪدامني، تقويٰ، صبر، استقلال، صلواة وصوم جي پابندي، حلم، خوش اخلاقي ۽ خنده روئيءَ سان گذاريائون. ٻاهر يا گهر ۾ ڪڏهن به ڪنهن تي غصو ۽ ڪاوڙ نه ڪئي هئائون.

مولانا سنڌي، فارسي ۽ عربي ڳالهائڻ ۾ نهايت فصيح ۽ بليغ قادرالڪلام هئا. جڏهن عربن سان عربي زبان ۾ ڳالهائيندا هئا، ته سندس فصاحت بلاغت کي ڏسي عرب خود حيرت ۾ پئجي ويندا هئا. ڳوٺ ياسين جو زميندار اعظم خالصاحب حاجي شمس الدين خان درانيءَ بارڪزئي، هڪ دفعي سيد جمال الدين جيلاني سيد عبدالرحمان - سجاده نشين خانقاه حضرت غوث اعظم جيلاني بغدادي - جي فرزند کي دعوت ڪري وٺي آيو؛ سندس همڪلاميءَ ۽ مجلس لاءِ مولانا جي به دعوت ڪيائين. سيد جمال الدين مولانا جي فصيح عربي ڳالهائڻ کي ٻڌي ايترو محظوظ ٿيو، جو حاضرين مجلس کي چيائين ته "مون ٽلاٽ کان وٺي سورت تائين سڄو هندستان ڏٺو آهي - ههڙو عالم ڪٿي به نه ڏٺو اٿم!" مرحوم جن ٥٣ ورهيه عمر جا پڙهڻ، پڙهائڻ، فتويٰ ۽ قضا جي شغل سان گذاري، ١٨ تاريخ ذي القعد جي سال ١٣٤٩ هجريءَ ۾ وفات ڪئي - إنّا لِلّٰه و إنّا اليه راجعون. سندس مزار ڳوٺ ياسين جي اولهه طرف هڪ صفحي جي هيٺان زيارتگاهه خلق الله جي آهي، جتي سال بسال انهيءَ تاريخ تي عالمن، حافظن ۽ ٻين صالح انسانن جي وڏي مجلس ختمي خوانيءَ جي ٿيندي آهي.

مولانا مرحوم جي وفات جو صدمو نه فقط عزيزن ۽ شاگردن، دوستن ۽ مخلصن تائين محدود رهيو، بلڪ هڪ عام ماتم هو. سچ چيو اٿن - "موت العالِم موت العالَم". ٻين ٻين کان سندن مخلصن مرثيا لکي موڪليا: سيد عبدالفتاح صاحب رضواني شيخ الدلائل في المسجد النبوي مديني منور کان عربيءَ ۾ چند ابيات لکي موڪليا، حاجي پير محمد اسماعيل جان سرهنديءَ ٿرپارڪر ضلعي مان فارسيءَ ۾ مرثيو تاريخي بيتن سميت موڪليو؛ حڪيم مولوي مطيع الرحمان صاحب اردوءَ ۾ ضلعي فيض‌آباد مان، مولوي محمد عظيم صاحب "شيدا" سنڌيءَ ۾، مولوي نذير حسين صاحب ۽ ماستر جان محمد صاحب "محسن" به سنڌيءَ ۾ مرثيا چيا؛ مولانا صاحبداد صاحب مفتي اعظم پاڪستان، قاضي محمد ابراهيم صاحب ڪاروڙائي ۽ مولوي قمرالدين صاحب مدير سپهسر ۽ ٻين ڪيترن فارسي ۾ تاريخون ۽ مرثيا چيا. انهن مان ڪي بيت هيٺ لکجن ٿا.

پير صاحب سرهندي، متخلص به "روشن":

محمد قاسم آن علامهء دهر   نکورو و نکوخو و نکونام
هزاران طالبان نزدش رسانيد   لعاب علم حقاني بانجام
ز وصلش گفت "روشن" باصد آه   بگو گل گشت شمع اهل اسلام

۱۳۴۹ هه

مولانا صاحبداد صاحب "ناصح":

آن امام محمد قاسم،   که بحسن خصال بود فريد
کس نظيرش نديد در عالم،   خلق حق را بخلق نيک خريد
گفت "ناصح" سنش بزيب جلوس،   "طائر روح او بعرش پريد" - ۱۳۴۹ هه

قاضي محمد ابراهيم صاحب کاروائي:

آن فقيه المثيل و حبر امين   مفتيء عصر فاضل ياسين
بي سر وتف گفتمش تاريخ   "فخر احناف زيب زمرهٔ دين" - ۱۳۴۹ هه

حکيم مطيع الرحمان صاحب "مطيع":

جو محمد قاسم آهل فيض تهے   عالم بيمثل يکتاى جهان
ديکے داغ غم مه ذيقعد مين   چل بسے وه جانب باغ جنان
سال رحلت تم سناؤ اي "مطيع"   "واصل رب هوگيا فخر زمان"

مولوي محمد عظيم صاحب "شيدا":

روز روشن اڄ ٿيو ديجور کان تاريڪ تر
رات ٿي تاريڪ وڌيڪ جو ٿيو خسف القمر
مان پريشان ٿي چيو شايد ٿيو يوم الحشر
غيب مان هاتف چيو روئي ته علامه بشر
يعني مولانا محمد قاسم مفتي دهر
پنهنجي رونق کان ڪري خالي ويو بر و بحر
خون گريان ٿي ويو پير ڪهن هي آسمان
غم الهيءَ ۾ مبتلا آهي ٿيو سارو جهان
هر بشر جي روح مان ماتم اهو آهي عيان
درد دل جي جو بقايان مان ڪري ڪهڙو بيان
مرض ۾ ماتم ڪندي "شيدا" گهڻو بيمار ٿيو
ابر نيسان کان زياده چشم اڄ خونبار ٿيو.

# مولانا دين محمد مرحوم بنوي

مولانا صاحب جو اسم گرامي دين محمد هو؛ سندن والد جو نالو گهٽوخان هو، ۽ ذات جو چانڊيو بلوچ هو. مولانا جن جي نسب ۾ علم جي رونق ڪانه هئي-اهوئي سبب آهي جو موصوف جي ڄمڻ جي تاريخ ملي نٿي سگهي.

مولانا صاحب جي والد کي پنهنجي اولاد کي پڙهائڻ جو خيال بلڪل ڪونه هو، ليڪن جيئن جيئن مولانا جن وڏا ٿيندا ٿي ويا، تيئن تيئن ڪين خودبخود علم جو شوق وڌندو ٿي ويو. نتيجي طور، مولانا صاحب جن پاڻ پنهنجي سر پڙهڻ خاطر ڳوٺ ڇڏيو، ۽ سندن ابتدائي تعليم پنوهرن جي ڳوٺ تعلقي ميروخان ۾ ٿي؛ ان کان پوءِ شهدادڪوٽ جي مشهور معروف عالم ميان غلام صديق جي شاگرد خاص قاضي الله بخش صاحب وٽ شاگرديءَ ۾ رهيا. قاضي صاحب جن فارسيءَ جي علم ۾ وڏو درڪ رکندا هئا. فارسي "دوايه" به قاضي صاحب جن جو تاليف ڪيل آهي. فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ مهارت حاصل ڪرڻ کان پوءِ، عربيءَ جا ابتدائي ڪتاب شروع ڪيائون. موصوف جن تمام ذهين هوندا هئا. هم‌عصر شاگرد ڪائن سبق جا گهٽمرا پڙهندا هئا. عربيءَ جي "ڪنز قافيه" تي پهچڻ کان پوءِ، تبرڪ لاءِ، مولانا غلام صديق جن کان پڙهڻ شروع ڪيائون.

مولانا جن شاگرديءَ جي زماني ۾ ئي طبع جا سادا ۽ فقيرائي خيال جا هوندا هئا. طالب علمن واري ناز نوڪ کي بلڪل پسند ڪونه ڪندا هئا. ڪپڙا گهڻو ڪري سادا ڍڪيندا هئا، جنهنڪري ڪو به ڪين بلوچ ڪونه سمجهندو هو-بلڪ سندن استاد کي به اها حقيقت پوءِ معلوم ٿي، جڏهن مولانا جن کان ڪنهن ماڻهوءَ قوم بابت پڇا ڪئي، جنهن تي جواب ۾ فرمايائون ته "مان چانڊيو آهيان". تنهن تي ميان غلام صديق جن ڪيترو وقت حيرت ۾ هئا ته "مان پنهنجي خيال ۾ دين محمد کي توڙو چانڊيو هوس"!

شهدادڪوٽ جو مشهور رئيس، خان بهادر پير بخش خان، ميان غلام صديق جن جو بيحد معتقد هو. جڏهن سندن فرزند محمد بخش خان پڙهڻ لائق ٿيو، تڏهن ميان صاحب جن کان استاد جي گهُر ڪيائون. ميان صاحب جن مولانا دين محمد کي موزون سمجهيو، ۽ کين حڪم ڪيائون ته هو ڪامل جي ڳوٺ ۾ محمد بخش خان کي وڃي تعليم ڏي. استاد

جي حڪم تي سرتسليم خم ڪندي، ڪامل جي ڳوٺ ۾ وڃي رهيا. ڪجهه وقت کان پوءِ وري دوباره علم جي تحصيل جو خيال ٿين، - بلڪ سندن زباني چوڻ آهي "ته رئيسڪي ماني کائڻ ڪري سندن جي دل ۾ نخوت ۽ غرور پيدا ٿي ويو، جنهنڪري علم کان دوري ٿيندي ٿي ويئي: خيال ڪيم ته جيڪڏهن ائين رهندس، ته حاصل ڪيل علم به هٿان ويندو". اهوئي سبب هو، جنهنڪري مولانا جن وڏيڪ تعليم وٺڻ جو خيال رکيو. ان وقت سنڌ ۾ مشهور مدرسا ٿوڙهي، همايون ۽ ابڙيجا هئا. موصوف پهريائين ٿوڙهي ۾، پوءِ ابڙن ۽ بعد ۾ همايون کان تعليم ورتي. آخرڪار، تحصيل سيالڪوٽيءَ جا پويان ڪتاب پنجاب جي پنگ شهر ۾ مولانا نظر محمد صاحب جن وٽ پورا ڪيائون. علم جي دستاربندي به اتي ئي ڪيائون.

مولانا جن دستاربندي ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي آبائي ڳوٺ ٻڍي تعلقي ميرو خان ۾ سن ١٣١٢هه ۾ اچي رهيا. ان وقت ماڻهو عالمن کان مانوس نه هئا: ڪنهن کي خبر ڪانه هئي ته اهڙي جهل مرڪب ۾ ڪو علم جي شمع روشن ٿي ويندي. پهريائين مدرسي جي جڳهه ڪکائين ٺهرايائون. سندن ننڍو ڀاءُ اميد علي ٻانهن ٻيلي ٿي پيئن، ۽ وڏو ڀاءُ فقير محمد ايترو متاثر نه ٿيو: جنهنڪري فقير محمد ايترو فيض ڪونه ورتو، جيترو اميد علي خان. اميد علي خان جا پٽ علم وارا پيدا ٿيا، ۽ فقير محمد جو پٽ جاهل رهجي ويو. مولانا جن جي حلقهءِ درس ۾ سون جي تعداد ۾ شاگرد اچڻ لڳا، ۽ ڪيترا دستاربندي ڪري مبلغ الاسلام ثابت ٿيا. طالبن جي رهائش ۽ خوراڪ جو انتظام ڳوٺ مان مليل فنڊ تي ٿيندو هو. مدرسي ۾ عربي فارسي تعليم اعليٰ نموني ۾ ڏني ويندي هئي. مولانا جن جو گذر الله جي توڪل تي هو: ڪنهن به ماڻهوءَ تي ڪو خاص وظيفو مقرر ڪونه هو.

مولانا جن جي شاگردن مان ڪن جا نالا هي آهن: مولانا خوش محمد ميروخاني، مولانا فتح محمد سيلاني، مولانا عبدالڪريم ٻٽوي، مولانا نوابالدين چانڊيو، مولانا علي انور توليو، مولانا محمد ابراهيم چانڊيو (سندن فرزند)، مولانا فتح محمد چانڊيو، حاجي محمود "خادم" لاڙڪاڻوي، حاجي محمد حسن چانڊيو، ميان فقير محمد ڪاتب، حڪيم محمد عالم چانڊيو، ۽ ٻيا به ڪيترا عالم ڪانئن فيضياب ٿيا.

مولانا جن جي زماني ۾ اگرچ اڪثر علماءَ خلوت نشين هوندا هئا، مگر مولانا جن حجري ۾ ويهڻ پسند ڪونه ڪندا هئا. موصوف تي سياسي عالمن جو پڻ اثر هوندو هو. انگريزن جي حڪومت کي اسلام لاءِ خطرو تصور ڪندا هئا. جڏهن خلافت تحريڪ شروع ٿي ته ان وقت بيباڪ ٿي تحريڪ ۾ حصو ورتائون، ۽ گورنمينٽ کان جا گرانٽ ملندي هين ان تان دستبردار ٿيا.

مولانا صاحب جن شعر نه چوندا هئا- مگر عروض جي علم سان گهڻي دلچسپي رکندا هئا. سندن شاگردن مان حاجي محمد حسن ۽ حاجي محمود "خادم" لاڙڪاڻوي مشهور شاعر

آهن. مولانا جن خوشخط هوندا هئا، جنهنڪري خوشخط شاگردن کي گهڻو پسند ڪندا هئا- خاص طرح حاجي "خادم" ۽ ميان فقيرمحمد ڪاتب مولانا جي شفقت کان وڏو فيضياب ٿيا.

سندن فرزند مولانا محمدابراهيم صاحب ٻلوي اڃا تائين ٻليءَ ۾ رهي ٿو، ۽ پنهنجي گرد ونواح ۾ ڪافي عزت ۽ شهرت جو مالڪ آهي. حج کان واپسيءَ بعد ٿورڙي عرصي گذرڻ کان پوءِ مولانا جن کي ٻليءَ ۾ "ٻلي گهڙو" نڪتو، جنهن جو آپريشن لاڙڪاڻي سول اسپتال ۾ ڪرايو ويو؛ مگر منحوس مرض پنهنجي شدت ڪري اندر نفوذ ڪري ويو، جنهنڪري دوباره به آپريشن ڪرايو ويو. مولانا صاحب جن ان منحوس مرض کان نجات حاصل ڪري ڪين سگهيا، ۽ تاريخ ٢ جمادي الاول ١٣٥٠هه، مطابق ١٥ سيپٽمبر ١٩٣١ع، بوقت چار بجا شام، هن دارالفنا کان دارالبقا ڏانهن روانا ٿيا- الله پاڪ ڪين مغفرت ڪري!



# علامه محمود مرحوم صديقي پاٽائي

مرحوم محمود صاحب جن جي ولادت ۽ خانداني بزرگيءَ بابت روايتون آهن ته مغل بادشاهت طرفان پاٽ ۽ سيوهڻ جا قاضي دهليءَ مان سنڌ ۾ موڪليا ويا هئا. فضل الله ۽ حاجي حسن الله سيوهڻ مان لڏي اچي پاٽ ۾ سڪونت پذير ٿيا. حاجي فضل الله عارف بالله ۽ يگانهٔ روزگار عالم هو؛ سندس صاحبزادو نظام الدين به درويش ۽ عالم هو. انهن جو سلسلهٔ نسب حضرت شيخ شهاب الدين سهرورديءَ سان ملي ٿو. حاجي فضل الله جي بزرگيءَ جو هڪ واقعو بيان ڪندا آهن ته سندن هڪ مريد، سچوءَ نالي، مدرسي پاٽ لاڪير ۾ آيو، جنهن جون اکيون لال هيون ۽ عمر رسيده هو؛ ان چيو ته "آءٌ حاجي فضل الله جون مينهون چاريندو هوس. مون کان نهايت خوش هئا. هڪ ڏينهن مسجد ۾ مون کي قرآن ڏيئي فرمايائون ته اسچو قرآن شريف پڙهه!' مون چيو ته 'قبلا، آءٌ الف-ب به ڪونه پڙهيو آهيان، سو قرآن شريف ڪيئن پڙهان؟' پاڻ توجهه ۽ زور سان چوندا رهيا ته 'پڙهه! پڙهه!' تيستائين ان مهل ئي مون کي قرآن شريف پڙهڻ اچي ويو"!

سندن فرزند مولانا نظام الدين جو مريد، خليفو عيسيٰ لاڪير، ڳوٺ پاٽ لاڪيو جو زميندار هو. چون ٿا ته زورآور هو ۽ زبردستيءَ جا ڪم ڪندو هو. هوءَ بزرگ نظام الدين جي خدمت ۾ وڃي رهيو، جتي سندس ڪم ڪار به سنڀاليندو هو ۽ ذڪر فڪر به ڪندو هو. آتي پيريءَ ۾ قرآن شريف به پڙهيائين. هو قرآن شريف جي تلاوت مهل بي اختيار روئندو هو، ۽ اسان جي استاد کي چوندو هو ته "مولوي صاحب، عجب آهي اوهان تي، جو اوهان قرآن شريف جي معنيٰ ڄاڻو ٿا، ته به تلاوت وقت نٿا روئو! آءٌ ته اڻ پڙهيل آهيان، ته به روئڻ کان رهي نٿو سگهان". مولانا محمود صاحب جو والد ماجد ميان محمد صالح به عالم، مفتي ۽ صوفي هو. حضرت عنايت الله راهوريءَ جو خليفو هو. هي بزرگ به گهڻين ڪمالتن جو جامع هو. هو مولانا نظام الدين جو ڏوهٽو ۽ ميان رزق الله جو پٽ هو. مخدوم محمد مجذوب سيوهاڻيءَ کيس نظام الدين جي گاديءَ تي ويهاريو، ۽ اهو فيض سندن خاندان ۾ بيشڪ رهيو.

ميان محمود ابتدائي ڪتاب مولانا حاجي حسن الله صاحب وٽ پڙهيا؛ پوءِ ٽنڊي ۾ مولانا حڪيم برڪات احمد وٽ پڙهڻ ويو-اتي ڪافي زمانو پڙهيو. ان بعد، اجمير ۾ مولانا

معين الدين وٽ به پڙهيو، ۽ دستاربندي غالباً حڪيم صاحب وٽ ڪيائين. معقول ۾ سندس بينظير مهارت هئي: فقه، حديث ۽ تفسير ۾ به قابل هو، پر معقولات ۾ قابليت جو پلڙو ڳرو هوس.

پاڻ پڙهڻ جي زماني ۾ ڏاڍيون مشقتون برداشت ڪيائين. چوندو هو ته ”جڏهن ٽونڪ ايندو هوس، تڏهن ٽي ڏينهن ريل گاڏيءَ ۾ ڪاڌو نه کائيندو هوس- چو ته ماني کائڻ کان پوءِ قضا حاجت پيدا ٿيندي ته اها ڪٿي ڪريان؟ ريل جي ڪاڪوس ۾ آءٌ لطافت مزاج جي ڪري وڃي نه سگهندس: ان ڪري برابر ٽي ڏينهن بک تي صبر ڪرڻو پوندو هوم. طالب علميءَ ۾ مون کي هيءُ سودا ٿيو ته ذهن ڪيئن وڌي؟ بلغمي ماڻهو ذهين نه ٿيندو آهي. بلغم وڌندو آهي پاڻي پيئڻ سان، ۽ پاڻيءَ پيئڻ جي ضرورت ٿيندي آهي ماني کائڻ سان، انهيءَ ڪري ماني تمام ٿوري کائيندو هوس، پر آن هوندي به آج ته ضرور لڳندي هئي: سو برابر ٽي سال پاڻي پيئڻ ڇڏي ڏنم ۽ پاڻيءَ جي بجاءِ چانهه پيئندو هوس. آن جو نتيجو هيءُ نڪتو جو مون کي خوني بواسير ٿي پيو، جنهن سيرن جي سنهن مون کان خون ورتو. مولانا برڪات احمد صاحب سنڌي هجڻ ڪري مون کي ڪو ذهين ۽ هوشيار ڪونه سمجهندو هو. هڪ دفعي حڪيم برڪات احمد صاحب کان شمس بازغه نمبر ۱ سبق پڙهندي، هڪ جاءِ تي سوال ڪيم. اهڙي ڏکئي ڪتاب ۾ منهنجي سوال ڪرڻ تي کيس عجب ٿيو، ۽ مون کي چيائين ته ”ماقبل جي تقرير ڪر ته جواب ڏيانءِ“. منهنجو اهو سوال منقح تڏهن ٿيٺو هو، جڏهن آءٌ ماقبل جي آٺن ڏهن صفحن جي مضمون جي تقرير ڪريان! آءٌ اها سڄي تقرير فرفر ڪري پڌائي ويس. حيران ٿي ويو، ۽ ڏاڍو خوش ٿيو. ان کان پوءِ مون کي به چڱو سمجهڻ لڳو ۽ مون تي گهڻو توجهه ڏيڻ لڳو- انهيءَ ڪري به، جو هو سهروردي هو ۽ سهروردي طريقو اسان جي ڏاڏي شهاب الدين ڏانهن منسوب آهي“.

سيد علي اڪبرشاهه چوي ٿو ته ”مولانا مناظراحسن گيلانيءَ سان مون جڏهن ملاقات ڪئي، تڏهن آن چيو ته ”پاڻي، سنڌ مان پاٽ شهر بندل اٿم، ۽ پاٽ جو مولوي محمود ڏٺل اٿم، جو مون سان گڏ ٽونڪ ۾ پڙهندو هو: پر هو مون کان وڌيڪ قابل هو“.“

مولانا محمود صاحب دائم المريض هو. ونس سندس غيرمعمولي قابليت جي شهرت ڪري فارغ التحصيل عالم پڙهڻ ايندا هئا. ونس سارو نصاب باقاعدي ٻن پاڻن پڙهيو- مولوي محمد اسماعيل لانگاهه ۽ مولوي غلام محمد لانگاهه، رتيديري جا ويٺل. مولانا محمود صاحب يوناني حڪمت جو ماهر هو. صوفي صافي هو. مولانا اشرف علي ٿانويءَ جو به مريد هو. آتي به هڪ مهينو رهيو هو. پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ، حضرت مولانا عنايت الله رامپوريءَ وٽ ڇهه مهينا رهيو ۽ آتي ذڪر فڪر ڪري خلافت وٺي آيو. سندس عربي مدرسو به هوندو هو. مون به ونس سادا ٽي سال پڙهايو، ۽ ونس ”سهديه سعيديه“ ۽ شرح هداية الحڪمت خيرآباديءَ جو پڙهيو اٿم. وفات کان ڪجهه اڳ، پنهنجي فرزند ميان نظام جي درسي ڪتابن جا سبق بند ڪري، کيس مولانا اشرف علي مرحوم جا مواعظ پڙهايائين. چوندو هو ته ”انهن ديوبند

جي بزرگن جو علم "كالشمس في نصف النهار" (منجهند جي سج جهڙو) آهي'. كنهن مائهوءَ چيس ته "اوهين خيرآبادين جا شاگرد آهيو، ديوبندين سان انهن جو بعض مسئلن ۾ اختلاف هو، پوءِ به اوهان ديوبندين جا موافق آهيو!" ان كي چيائين ته "حديث جو علم خيرآبادين به ديوبند مان آندو". كجهه ٽي ماهوار علمي ۽ طبي رسالا كڍرائيندو هو. آخر عمر ۾ فقط مولانا ٿانويءَ جا مواعظ "التبليغ" ۽ "النور" كڍرائيندو هو، ۽ چوندو هو ته بيا رسالا اجايا آهن.

طبع ۾ گهڻو جلال هوس، ۽ سخت متواضع هو. هك سائل كيس منهنجي روبرو گهڻو سخت سست چيو، پر ان كي كجهه به نه چيائين. سندس پالي پيئڻ لاءِ چينيءَ جو پيالو هوندو هو، جو خادم كان ڀڄي پيو؛ جنهن تي مولانا جي مزاج ۾ حرارت پيدا ٿي: قريب هو جو ان كي گوشمالي كري، پر اُن مهل هك مسافر عرب طرابلس الغرب جو عبدالقادر نالي ويٺو هو، اهو واقعو ان جي روبرو ٿيو هو: مولانا جڏهن اُن ڏانهن تيز نظر كئي، تڏهن اُن عرب چيو، "شيخ محمود! 'لِكُلِّ اَجَلٍ كِتَابٌ'" -(هر هك كمَ لاءِ لكيت آهي). اهيءَ ٻڌڻ سان سندس غصو لهي ويو. مون كي چوندو هو، "ادا، مون كي اولاد به گهڻو آهي، ان هوندي به زرعي زمين مدرسي لاءِ وقف كندس'- پر موت كيس مهلت نه ڏني.

پاڻ عربيءَ ۽ فارسيءَ جا اديب به هئا. عربيءَ ۾ امورعامه تي هك كتاب به لكيو اٿن. ان جي لكڻ ۾ سخت انهماك سان محنت كئي اٿن. فرمائيندا هئا ته "اهو كتاب لكڻ ۾ اهڙو محو ٿي ويندو هوس، جو عالم خيال ۾ پرواز كندو هوس ۽ بت كان مجرد ٿي ويندو هوس. آخر انهيءَ غيرمعمولي مشقت جي كري رت وهي چڙيو، ۽ مشكل سان ان مان جانبر ٿيس. انهيءَ كتاب جا اوراق محبوب جي زلفن وانگر پريشان پيا آهن، وري نئي همت ٿئي جو انهن كي ترتيب ڏيان'.

مولانا صاحب پنجاهه ورهين جي عمر ۾ وفات كئي. آچر ڏينهن ۲۹ جمادي الاخر ۱۳۵۱هه ۾، سج جي لهڻ وقت، هي علم ۽ عرفان جو سج به هميشه لاءِ لهي ويو. سندس مادهٔ تاريخ "غَفَرَ لَهٗ" ۽ "غَفَرَهٗ اللّٰه" آهي.

## قطعه تاريخ وفات

راح محمودنا إلى الرحمان — أعلم الناس صاحب العرفان
مطلع النور منبع الفيضان — صاحب العشق صاحب الهيمان
مسلك العلم صاحب التيجان — مثله اليوم لم ير العينان
خالف النفس مبعد العصيان — ما انفعل من مكائد الشيطان
عمدة الفاضلين فرد زمان — عمدة العصر قدوة الدوران
فاق في دهرة علي الاقران — ذاق حقاً حلاوة الايقان
أفتد الناس كان بالقرآن — سال عمّا تهاه في الفرقان
كان في الطب بوعلي سينا — في المعاني كسعد تفتازان
نال فضل الاله و الاحسان — نال عفو الاله و الرضوان
اعطه يا كريم "غفرانك" — بالنبي" الجواد ذي الاحسان
استجب يا مجيب دعوتنا — "غسننا" بالعطاء والغفران
جاء عبدك "اديب" ملتجياً — يطلب الارتحال بالايمان

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# مولوي بهاؤالدين ”بهائي“ مرحوم

ايران جو ”بهائي“ بهاؤالدين عاملي هو، ته سنڌ جو ”بهائي“ وري مولانا بهاؤالدين بن جلال الدين پتافي هو. مولانا بهاؤالدين ”بهائي“، ڳوٺ نصير ڪولي لڳ کهوڙڪي (ڇهه ميل ڏکڻ اولهه) ۾، سن ۱۲۲۹هه ۾ ڄائو. هو پتافي قوم جي ”پاوناڻي“ قبيلي مان هو. ڳوٺ ۾ مولوي سيد علي اڪبر شاهه وٽ مدرسه جامع مسجد ۾ فارسي ۽ عربيءَ جي تڪميل ڪيائين؛ ۽ ڪجهه وقت ساڳي جامع مسجد ۾ درس ڏنائين. ان بعد درياءَ جي پار ڪنڊڪوٽ تعلقي جي ڳوٺ ”هيبت شهيد“ (لڳ غوثپور) ۾ سيد رمضان شاهه جي ڪوشش سان قائم ڪيل مدرسي ۾ وڃي درس ڏنائين، ۽ ڪجهه وقت اتي رهيو. ان بعد رئيس ستا خان لغاري (لڳ داد لغاري) جي دعوت تي سندس ڳوٺ ۾ اچي تعليم ڏنائين. ان بعد، ڳوٺ داد لغاري کان پنج ميل اولهه طرف ”ڳوٺ مولوي بهاؤالدين“ نالي پنهنجو ڳوٺ ٻڌائين، جتي آخر عمر تائين درس ڏيندو رهيو. مولوي صاحب ۱۰۴ سالن جي وڏيءَ عمر ۾، پنهنجي ڳوٺ ۾، ۲۴ محرم ۱۳۵۲هه ۾ وفات ڪئي، ۽ اتي ئي سندس آخري آرامگاهه آهي.

اولاد.

مولوي صاحب کي ڇهه پٽ ٿيا، جن سڀني سندس زيرنظر تعليم حاصل ڪئي ۽ وڏيءَ لياقت جا صاحب بڻيا.

(۱) مولوي محمد يوسف صاحب: سڀ ۾ وڏو هو. فارسيءَ جو وڏو عالم هو، تقريباً ارڙهن سال کن ٿيا جو گذاري ويو. (۲) جلال الدين: حيات آهي، سندس عمر اٽڪل ستر ورهيه آهي. (۳) مولوي محمد بخش صاحب: عمر اٽڪل پنجهٺ ورهيه، حيات آهي؛ فارسيءَ جو عالم آهي ۽ پڻ شاعر آهي؛ سندس تخلص ”خيالي“ آهي؛ سندس تصنيف ”ڪريما خيالي“، مولوي حاجي رحيم بخش صاحب وزير رياست بهاولپور جي حڪم سان، ۱۹۱۰ ۾ ”صادق الانوار“ پريس مان شايع ٿي. (۴) ماستر احمددين صاحب پينشنر: عمر تقريباً سٺ ورهيه، سنڌي خواندو آهي. (۵) مولوي محمد اعظم صاحب: فارسيءَ جو عالم ۽ شاعر آهي؛ سندس تخلص ”سراجي“ آهي؛ سنڌيءَ ۾ به شعر چيو اٿس. (٦) مولوي عبدالرحمان صاحب: فارسي ۽ عربيءَ ۾ تحصيل ڪيل اٿس. فارسي ۽ سنڌيءَ جو شاعر آهي؛ تخلص ”ضيائي“ اٿس؛ هن وقت پنهنجي ڳوٺ

۾ درس تدريس ۾ مشغول آهي؛ علم عروض ۾ خاص طرح مهارت اٿس؛ فارسيءَ ۾ سندس
ڪتاب "روايح العروض شرح بدرالعروض" ڇپيل آهي؛ هڪ ٻيو ڪتابڙو به "القول الڪافي
في شرح تذڪرة القوافي" جي نالي سان فارسيءَ ۾ لکيو اٿس، جو قلمي صورت ۾ موجود آهي.

همعصر علماء ۽ شعراء.

اهي مشهور همعصر علماء، جن سان مولوي بهاؤالدين جي خاص دوستي هئي، سي هي
هئا: (۱) پير صاحب پاڳارو شمس العلماء جناب سيد شاهه مردان شاهه صاحب، (۲) مولانا
عبدالرحمان صاحب سکرواري، (۳) مولانا عبدالغفور صاحب همايوني، (۴) مولانا محمد ابراهيم صاحب
سرحدي (تعلقي گهوٽڪي جو)، ۽ (۵) پير صاحب حافظ محمد صديق ڀرچونڊي وارو.

اهي همعصر شعراء جن مولوي صاحب جي قدرداني ڪئي يا جن سان مولوي صاحب
جو لاڳاپو هو، سي هي هئا: (۱) پير صاحب پاڳارو سيد حزب الله شاهه "مسڪين"؛ (۲) مولوي
عبدالغفور صاحب همايوني "مفتون"؛ (۳) غوث بخش صاحب، نائب والي قلات، جيڪب آباد،
جو فارسي توڙي سرائڪي زبان جو شاعر هو؛ سندس تخلص "خاڪي" هو؛ اڪثر نعتيه ڪلام چيائين؛
نبي صلعم جي شان ۾ سندس چيل نعت "برات نجات خاڪي" مشهور آهي؛ (۴) مرزا قليچ بيگ
"قليچ"؛ (۵) مولوي صاحب آخر عمر ۾ هو، جو سردار گل محمد "زيب" به ساڻس مليو هو.

"بهائي" طريقت ۾، خواجه غلام فريد صاحب چاچڙان شريف وارن جو مريد هو. انهيءَ
عقيدت ۽ صحبت جو مٿس گهڻو ڪجهه اثر ٿيو. همعصر سخندانن ۽ شاعرن سان به سندس صحبتون
رهيون. پنهنجي ديوان ۾ پير صاحب حزب الله شاهه، مولوي عبدالغفور همايوني ۽ مرزا قليچ بيگ
کي خاص طرح ياد ڪيو اٿس.

تصنيفات.

مولوي بهاؤالدين مرحوم جون ننڍيون وڏيون ۱۸ تصنيفون فارسيءَ ۾ ۽ چار سنڌيءَ ۾ آهن،
جن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا. سندس اڪثر ڪتاب، رياست بهاولپور جي نواب ۽ وزراء جي
قدرداني سان، بهاولپور جي سرڪاري پريس ۾ ڇپيا. پير پاڳاري شمس العلماء شاهه مردان شاهه صاحب جن،
مولوي صاحب کي مستقل طور هڪ دستي پريس وٺي ڏني، جا "مطبع راشديه" جي نالي سان
مولوي صاحب ڳوٺ سلطان (تعلقو ميرپور ماٿيلو) ۾ قائم ڪئي. انهيءَ مطبع راشديه مان - جنهن کي
"مطبعة بهائيه" پڻ سڏيو ويندو هو - ڪي به ٽي تصنيفون شايع ٿيون، ۽ اها پريس پوءِ سيلاب ۾
ٻڏي وئي. هيٺ "بهائي" مرحوم جي جملي ڇپيل توڙي اڻڇپيل تصنيفن جا نالا ڏجن ٿا.

فارسي ڪتاب

(۱) "بدرالعروض" - مطبوعه صادق الانوار پريس، بهاولپور، ۱۳۱۳هه/جولاءِ، ۱۹۰۳ع؛
(۲) "تذڪرة القوافي" - فن عروض ۾ خاص طرح "قافيه" تي لکيل، مطبوعه راشديه دستي پريس،
ڳوٺ سلطان؛
(۳) "ياد خدا" (مثنوي) - ڇاپيل حسب الحڪم حضور نواب محمد بهاول خان "خامس" عباسي،
والي رياست بهاولپور، ڪارخانه بلالي اسٽيم پريس، سادورا، ضلعو انبالا، ۱۹۰۴ع؛

(۴) "خورد و خواب" (مثنوي) - ايضاً، ڪارخانه بلالي اسٽيم پريس، ساڍورا، ضلعو انبالا، ۱۹۰۴ع؛
(۵) "مثنوي" - ايضاً، ڪارخانه بلالي اسٽيم پريس، ساڍورا، ۱۹۰۴ع؛
(٦) "ديوان نعتيه" (در نعت نبي صلعم) - ايضاً، بلالي اسٽيم پريس، ساڍورا، ۱۹۰۴ع؛
(۷) "ديوان بهائي" - مصنف جي خرچ تي صادق الانوار پريس بهاولپور ۾ ڇپيو؛
(۸) "سرمايۀ اخلاق حسن" (ترجمه منظوم، صد پند سودمند لقمان حڪيم) - صادق الانوار پريس، بهاولپور، ۱۹۰۴ع؛
(۹) "ماشهيدان" ("صيرفي" جي مشهور ترجيع بند نظم "ساقيمان ڪوي دلدارير" جي تتبع تي) - حسب الحڪم تاجدار رياست بهاولپور، صادق الانوار پريس، بهاولپور، ۱۹۱۰ع؛
(۱۰) "مناجات بقاضي الحاجات" (رباعيات) - حسب الحڪم عاليجناب مولوي حاجي رحيم بخش صاحب بهادر، پريزيڊنٽ ڪونسل آف ريجنسي رياست بهاولپور، صادق الانوار پريس، بهاولپور، ۱۹۱۰ع؛
(۱۱) "ڪريما بهائي" - باهتمام مولوي عطاءالله، ايڊيٽر ۽ سپرنٽنڊنٽ صادق الانوار پريس، بهاولپور، ۱۳۲۱هه؛
(۱۲) "مراس العلوم يعني در منظوم" (در مفردات، فوائد حروف الف - با و استعمال اين حرف از روی لغت) - صادق الانوار پريس، بهاولپور، ۱۳۲۱هه؛
(۱۳) "مجمع القواعد" (فارسي: علم بديع ۽ معاني پر) - باهتمام مولوي محمد اعظم صاحب "سراجي" (ابن المصنف)، صادق الانوار پريس، بهاولپور، محرم ۱۳۳۹هه/آڪٽوبر ۱۹۲۰ع؛
(۱۴) "داستان عاشقانه" - باهتمام مولوي محمد اعظم صاحب "سراجي"، صادق الانوار پريس، بهاولپور، محرم ۱۳۳۹هه/آڪٽوبر ۱۹۲۰ع؛
(۱۵) "مراة الخيال" - مطبع راشديه (دستي پريس)، ڳوٺ سلطان، تعلقو ميرپور ماٿيلو؛
(۱٦) "چهل احاديث منظومه" - مطبع بهائيه (دستي پريس)، ڳوٺ "فقه آباد" (ڳوٺ سلطان جو نالو ڦيرائي فقه آباد رکيو ويو هو)؛ ۽
(۱۷) "تنبيه نجدي" - ڇپيل مگر ناپيد (قلمي نسخو مصنف جي فرزند مولوي عبدالرحمان صاحب "ضيائي" وٽ موجود).

## سنڌي ڪتاب

(۱) "تنبيه الڪاهلين" - نصيحت ۽ نماز جي مسائل پر، قلمي؛
(۲) "بلال نامه" - ڇپيل دستي پريس؛
(۳) "ڏاچي نامه" (معجزو نبي صلعم جو) - ڇپيل دستي پريس؛ ۽
(۴) "خطبن جو مجموعو (جمعي ۽ عيدن جا خطبا) - دستي پريس.

## شاعري.

ڪتابن جي مٿين فهرست مان معلوم ٿيندو ته شعر ۽ نظم ۾ "بهائي" جا ڪافي ڪتاب لکيل آهن. وقت جي شاعرن وٽ سندس وڏي عزت هئي - خاص طرح پير صاحب پاڳاري جناب حزب الله شاهه صاحب، "بهائي" جي وڏي قدرداني ڪئي ۽ کيس دل کولي نوازيو.

"بهائي" کي جناب پير صاحب جي ملاقات، پير صاحب جن جي عمر جي آخري ڏينهن ۾ نصيب ٿي. هڪ دفعي "بهائي" پير صاحب جن جي آڏو هڪ غزل پيش ڪيو، جنهن جي هن مصرع تي پير صاحب جن تحسين ۽ آفرين چيس:

"بشمشيرِ محبت سر بريدم هستيءِ خود را،
شهيدِ تيغِ عشقم پيرهن بر تن ڪفن دارم".

وري "بهائي" هيٺيون غزل پيش ڪيو، جنهن تي پير صاحب تحسين ۽ آفرين چيس، ۽ پنهنجو هاٿي پالڪيءَ سميت مولوي صاحب کي انعام طور ڏنائون. مولوي صاحب جن هاٿي وٺڻ کان معذرت ڪئي ته "آءٌ فقير آهيان، هاٿي سنڀالڻ ڪم اميرن ۽ بادشاهن جو آهي". انهيءَ تي پير صاحب جن فرمايو ته "اسان کي معلوم آهي ته اوهين فقير آهيو: پر اسين اوهان کي پنهنجو پيلبان ساڻ ڪري ٿا ڏيون، اوهين اهو هاٿي وڃي پنهنجي نواب (بهاولپور) کي تحفو ڪري ڏيو، ته جئن اهو اوهان جي پوين لاءِ يادگار رهي ته هي اولاد مولوي بهاؤالدين "بهائي" جو آهن، جنهن نواب کي هاٿي تحفي طور ڏنو هو". اهو هيٺيون غزل هو، جنهن جي ٻڌڻ سان پير صاحب پاڳاري اها نوازش ڪئي:

قُربِ حق شد منزلِ ما، عشق جانِ جانِ ما ست، ماشهِ ملکِ دل و عرشِ عظيم ايوانِ ما ست.
باعثِ ايجاد مائيم از پيءِ هردو جهان، بر دو عالم في الحقيقت منّتِ احسانِ ما ست.
ما که از روزِ ازل ما را محبت مشرب ست، عشقبازي دينِ ما و عشقِ عشق ايمانِ ما ست.
عشق يعقوب ست و عقل اخوانِ ما، ما يوسفيم، ما عزيزِ مصرِ عشقيم و خودي زندانِ ما ست.
ما بدنيا سخت نادانيم و در ديوانِ عشق، عقلِ عالم نو سبق شاگردِ شاگردانِ ما ست.
آفتابِ عالم افروز ست نورِ فيضِ ما، از "متهيله" تا "ڪراچي" جلوهٔ جولانِ ما ست.
عالمِ عقبيٰ ڪراچي و متهيله اين جهانست، هردو عالم روشن از خورشيدِ نورافشانِ ما ست.
مدحِ ما مشهور "الانسان سرّي" واقع است، برقعِ آن شاهدِ سر صورتِ انسانِ ما ست.
از ازل ما را چه دستارِ خلافت بر سر ست، شانِ ما ايمانِ ما قرآنِ ما برهانِ ما ست.
دردو عالم گوي اقبال از همه ڪس بُرده ايم، از زمين تا نُه فلڪها عرصهءِ ميدانِ ما ست.
دردو عالم گردي ار چيزي ليابي چون سخن، بارهٔ بنگر که آن هر لعل خوش از ڪانِ ما ست.
از پيءِ ما خاک گسترده بساطِ الجمن، آسمان در رقص و حالتها هم از دستانِ ما ست.
طالبِ ذاتِ خدائيم و خدا مطلوبِ ما ست، دردمندِ ايزديم و ذاتِ حق درمانِ ما ست.
اين همه اقبالها داريم از اقبالِ عشق، بندگانِ حضرتِ عشقيم و او سلطانِ ما ست.
اين نه فخريه بگفتم بلکه حمديه بود، "نحن اقرب" را ببين برهانِ ما قرآنِ ما ست.
گر ڪلامِ ما ز قانونِ خردِ خارج فتاد، باک نبود چون ڪمالِ دوستان نقصانِ ما ست.

اي "بهائي" قدرِ خود را کاش که نشناختيم،
ورنه مدحِ بيحدِ ما لي حدِ امڪانِ ما ست.

پير صاحب حزب الله شاهه پاڻ فارسيءَ جو اعليٰ شاعر هو. سندس تخلص "مسڪين" هو، ۽ "ديوان مسڪين" اڄ تائين موجود آهي. انهيءَ ڪري، سندن طرفان "بهائي" جي قدرداني، بهائي لاءِ هڪ وڏو انعام هو. پير صاحب جن وعدو فرمائي "بهائيءَ" کي چيو هو ته "اسان اوهان جي ديوان کي سونهري حرفن ۾ ڇاپائينداسون"؛ پر افسوس جو هن سخي مرد سان حياتيءَ وفا نه ڪئي ۽ هن آخري صحبت کان ڇاليهه ڏينهن پوءِ وفات ڪيائون. ان بعد، سندن جانشين پير صاحب پاڳاري علي گوهر شاهه ثانيءَ (محفي ڏني) ۽ ان بعد شمس العلماء شاهه مردان شاهه، مولوي بهائيءَ جي وڏي عزت ڪئي ۽ ڪيس پوريءَ طرح نوازيو.

هيٺ اسين "بهائي" جي ديوان مان ڪي غزل نموني طور ڏيون ٿا- پهريون غزل، "ديوان بهائي" جو شروعاتي غزل آهي.

نخستين حرفِ عشق آمد چو بسم الله قرآن را، پيءِ دفعِ گزندِ چشمِ بد عنوانِ ديوان را.
بگوشِ جان رسد چون نامِ عشق ازخود فتم بيخود، نداند کس بجز هشيارِ مست اين رازِ پنهان را.
بخاکِ آستانِ بادشاهِ عشق در هردم، ز روی عجز في الحق سجدها باشد دل و جان را.
ببازارِ حسابِ حشر چون رحمت کند جلوه، بطاعت خندها باشد لب و دندانِ عصيان را.
ز روي شاهدِ رحمت، نقابِ منع دور افتد، عجب گرمي بود آنجا، مگر بازارِ غفران را.
عنانِ اختيارِ خود سپردستم بدست او،
"بهائي" از دل وجان بنده ام آن شاهِ خوبان را.

●

من مريدِ پيرِ عشقم پيرِ من کامل بود، ناقصم در نفسِ خود، ليکن سخن کامل بود.
پيرِ عشقم ساخته فارغ ز فيکر مرد و زن، هرکه شد فارغ ز فکرِ مرد و زن کامل بود.
کاملي کنز فيضِ پيرِ عشق کامل مي شود، فارغ از خود گشته و بيخويشتن کامل بود.
جانبِ دير و حرم شد پير عشقم رهنما، شيخِ کامل ديدم و هم برهمن کامل بود.
جلوهٔ او جا بجا شد جلوه گر در چشمِ من، موجِ حسنِ او چو بحرِ موجزن کامل بود.
اى "بهائي" گرچه پيرم، ليک عشقِ آن جوان،
شکر لله در دل و در جانِ من کامل بود.

●

دلم بنورِ محبت چنان منور شد، که آفتاب بيک ذره ام برابر شد.
هزار شکر که شادم بشغلِ مستيءِ يار، که هرچه بُود بغيرِ غمش ز دل بر شد.
بسوي منزلِ مقصود راه خوش بُردم، چو خضر لطفِ خدايم رفيق و رهبر شد.
بآبياريءِ احسانِ باغبانِ ازل، درخت دوحهٔ بي برگِ من مثمر شد.
چو حسنِ صنعِ حکيمِ کريم جلوه نمود، ز کيمياي کرمهاش مس همه زر شد.
ز صيقلاتِ صفا سازِ رحمتِ مولي، دلم سنير چو آئينهٔ سکندر شد.
شده فسونِ سليمانِ فضلِ حق ياور، که ديوِ نفس بزورش مرا مسخر شد.
"بهائيا" بکرمهاى باغبانِ کريم،
درختِ دولتِ مقصودِ من ثمرور شد.

●

هزاران خنده بر خورشید دارد روي رخشانش، دوصد طعنه بمرجان میزند لعل دُر افشانش.
بمن آرد چو یزدانش بتنها از رقیبانش، دل و جان کرده قربانش زنم دستي بداماانش.
پس از عمری شوم یارب چه شیرین کام چون بوسم، لبان شکّرافشان دوای تلخکامانش.
بعشاق آن ستمگر برسر پیکار مي آید، دو ابرو تیغ و مژگان خنجرو شوخي ست سامانش.
وظائف را بجان متروک سازد عابد ار بیند، گهي از دور ابروی چو بسم الله قرآنش.
ز خود بیخود هزاران خندها دارد بعمر خضر، کسي کو بارهٔ بوسد لب چون آب حیوانش.
سیه پوشي میسر کرد شام از زلف یار من، رخ افروزی سحر آموخت از چاک گریبانش.
زلیخا وار دل ده آن عزیز مصر خوبي را، که باشد یوسف کنعان غلامي از غلامانش.

"بهائي" میرود برباد یاد چشم از دل،
چو یاد آید هوای خاک کوی چون گلستانش!

●

اي که درمن چون بدن در پیرهن جا کردهٔ، یا چو بوی خوش بگلهای چمن جا کردهٔ.
یا چو عیش میخوری در انجمن جا کردهٔ، یا چو معنیء لطیف اندر سخن جا کردهٔ.
کي توانم شد ترش از تلخیء غمهای تو، اي که چون شیرین بمن در کوهکن جا کردهٔ.
عین شد در عین، عین و درمیان غیری نماند، من شدم تو، توشدی من، تا بمن جا کردهٔ.
ای دمادم جلوه گر شد جلوهٔ تو جابجا، جلوهٔ بر دُر فگندی، در عدن جا کردهٔ.
چون نگاه لطف خود را بر اویس انداختی، گشتهٔ یا او قرین و در قرن جا کردهٔ.
من نگویم ای بهر مظهر ظهورت جلوه گر، بی تکلف می بر آید از دهن جا کردهٔ.
در چمنها جلوه گر گشتي بهر سرخ و سپید، در گل و در لاله و در نسترن جا کردهٔ.
چون زمن من رفتم من بی‌من شدم ماندي توبس، خویش را بشناختی، در خویشتن جا کردهٔ.

چون "بهائی" از تو دورم، باوجود آنکه تو-
درمیان جان من چون جان به تن جا کردهٔ.

●

اي که در روی بتان نور خدا مي بیني، مژده باد ار ز گل و آب جدا می بینی!
این بود آئنهٔ نورلما در عالم، چشم روشن کن و بنگر که چها می بینی.
نورمحض ست و بجز اور دگر چیزی نیست، هرچه زان آئنهٔ نور نما می بینی.
دیدهٔ پاک نظر داد ترا ایزد پاک، شکر این تو که کجا تا بکجا می بینی.

گر "بهائی" بدر آئی نفسي از من وما،
آنچه معنیٰ است تو در صورت ما می بینی!

مخدوم احمد مجتبيٰ "غالب" ملڪاڻي

# مرحوم مولانا مخدوم غلام محمد ملڪاڻي

"چون عاشق مي شدم، گفتم که بردم گوهر مقصود،
ندانستم که اين دريا چه موج بيکران دارد".

مرحوم مخدوم غلام احمد صاحب نه رڳو پنهنجي وقت جا جيد عالم هئا، بلڪ پنهنجي صديءَ جا چڱ مجدد هئا: قاري ۽ مجوّد قرآن هئا، حاجي الحرمين هئا، عالم هئا، عارف هئا. سندن ڪمال جهڙا بزرگ تمام ٿورا آيا آهن.

مولانا حڪيم فتح محمد صاحب مرحوم پنهنجي هڪ تقريظ ۾ - جا هن حضرت قبله گرامي قدس سره جن جي رسالي "تحفةالاقران" تي لکي آهي - هيٺينءَ طرح فرمايو آهي:

"فلا يخفي علي جناب من امعن النظر في ڪتب الشرع ورئي فيها مسائل الاصل والفرع ان ما ڪتب زبدة فضلاء الانام، عمدة العلماء الڪرام، المحقق الفاضل العلام، المجدد المقبول في جناب الاحد والاحمد، مولانا غلام محمد، مصباح القرية الملڪانيه ادامه الله تعالي متڪئا علي وسادة الافادة، و اقامه مستنداً علي مسند الافاضة، فهو مبني علي عين الانصاف، لا ينبغي عنه الاعراض، و لا يليق فيه الاختلاف، و هو سبحانه و تعالي اعلم......".

مولانا حڪيم فتح محمد صاحب جهڙا وڏا عالم پنهنجي هڪ همعصر هستيءَ لاءِ پنهنجي تحقيقاتي تقريظ ۾ "مجدد اسلام" جو غير معمولي خطاب تجويز فرمائين، سا هر ڪو اهل علم ڄاڻندو ته ڪا مبالغي آميز ڳالهه نه هئي. سنڌ جي هڪ ٻي غير معمولي هستي، جنهن کي اڄ وقت جي علماي اعلام ۾ "شمس العلماء" جو اعليٰ ترين خطاب حاصل آهي، تنهن حضرت صاحب جن جي بنسبت هڪ موقعي تي فرمايو آهي ته "اسان کي اهڙيءَ نوعيت جي اسلامي هستي اڄ تائين ڏسڻ ۾ نه آئي آهي، ۽ شايد اڳتي لاءِ به مشڪل ڏسڻ ۾ اچي".

هر ڪس بقدر خويش بجائي رسيده است،
آنجا که جائي نيست، تو آنجا رسيدهٔ.

سندن ولادت باسعادت، هڪ اعليٰ ترين بلوچ خاندان جي آغوش ۾، ١٤ رمضان المبارڪ ١٢٧٦ هجريءَ ۾ ٿي. والد صاحب سندن نالو "غلام محمد"، ۽ والده صاحب "غلام احمد"

تجويز فرمايو: ته معلوم اها ڪهڙي مبارڪ ساعت هئي، جنهن ۾ هڪ عاشق رسول ۽ پروانه جمال محمدي جو ايترو قدر موزون نالو رکيو ويو، جو حرف بحرف صحيح ثابت نڪتو. حضرت صاحب جن پنهنجي هن اسم مبارڪ تي هميشه ناز ۽ فخر ڪندا هئا، ۽ نهايت خوش ٿيندا هئا- جڏهن ته پنهنجي خاتم تي، جا پنهنجي سڀني تحريرات تي مهر ڪندا هئا، حسب ذيل مصرع اُڪرائي ڇڏي هئائون: "نازم بخت خود که غلام محمدم" (سرور ڪائنات جي غلاميءَ سبب مون کي پنهنجي بخت تي ناز ۽ فخر آهي).

سندن ولادتگاهه، جو اصل ڪان سندن آبا و اجداد جو سڪونتگاهه هو، تعلقي دادوءَ ۾ "ملڪاڻي" نالي هڪ ننڍڙو ڳوٺ هو. ستن اٺن سالن جي عمر ۾ ڪين قرآن مجيد پاڙهڻ لاءِ ڳوٺ جي نزديڪ هڪ مڪتب ۾ موڪليو ويو، جتي هڪ سال جي عرصي ۾ قرآن مجيد جي تعليم حاصل ڪيائون. سندن استاد هڪ فياض شخص، آخوند عبدالڪريم نالي، مخدوم جنيد (هڪ جيد عالم) جي پوين مان هو. ان ڪان پوءِ دادوءَ جي لڳ سيالن جي ڳوٺ ۾ "بهار دانش" ۽ "انوار سهيلي" تائين فارسي پڙهيا. ساڳئي ئي وقت ۾ دادوءَ جي پرائمري اسڪول ۾ سنڌيءَ جي ستن درجن جو امتحان پڻ ڏنائون. حضرت صاحب جن فارسي پڙهڻ ڪان پوءِ عربيءَ جي اعليٰ تعليم ۾ مشغول ٿي ويا. سن ۱۳۰۲ هجريءَ ۾، پنجويهن ورهين جي عمر ۾، حضرت مولانا محمد حسن صاحب حيدرآباديءَ جي حلقهء درس ۾ عربيءَ جي دستاربندي فرمايائون. هن مدرسي ۾ يا ان وقت تائين حضرت صاحبن جن علمن ۾ تعليم حاصل ڪئي، انهن جا مختصر نالا پنهنجيءَ هڪ تصنيف ۾ ضمناً هيٺيان ڄڻايا اٿن:

"منها علم الصرف و علم النحو و علم اللغة و علم المعاني و علم البيان و علم العروض و علم الانشاء و علم رسم الخط و علم المناظره و علم القراة و علم التفسير و علم الحديث و علم الفقه و علم الفرائض و علم الاصول و علم الكلام و علم المنطق و علم الحكمت و علم الهيئة و علم الهندسة و علم العدد و علم الطب و علم النجوم و علم المناظر و المرايا و علم الجبر و المقابله و علم جرالاثقال و علم الجفر و علم القيافة و علم التعويذات و علم التصوف و علم الاخلاق و علم التواريخ وغيره".

حضرت صاحب جن جي اساتذه جو تعداد اگرچ ايڏو گهڻو نه هو، پر ان هوندي به علمي جستجو ڪين گهڻن عالمن جي حلقهء درس ۾ زانوي ادب تهه ڪرڻ جو موقعو ڏنو. سندن استادن مان آسمان علم جا آفتاب جي بزرگ هئا، اهي آهن- حضرت مولانا حاجي حسن الله صاحب پاٽائي، حضرت مولانا عطاءالله صاحب فيروزشاهي، ۽ حضرت مولانا محمد حسن صاحب حيدرآبادي، رضوان الله تعاليٰ عليهم اجمعين. هنن ٽنهي حضرات جي حلقهء درس ۾ پاڻ اگرچ ڪجهو عرصو رهي جدا جدا علوم و فنون جي تعليم حاصل ڪئي هئائون، مگر جڏهن ته آخري عبور مولانا محمد حسن صاحب جن جي ئي حلقهء تدريس ۾ فرمايو هئائون، تنهنڪري سڀني حضراتن ڪان مولانا محمد حسن صاحب جن کي ئي پنهنجو استاد ڪري ڄاڻندا هئا، ۽ انهيءَ

ڪري ٿي پنهنجي تعليم جو مستند سلسلو ۽ سڀ ڪان وڌيڪ نسبت شهدادڪوٽي بزرگن سان ڳنڍيندا هئا؛ جو ته حضرت مولانا محمد حسن صاحب، استاذ الافاق حضرت مولانا نورمحمد صاحب شهدادڪوٽي رحه جا شاگرد هئا - جنهن هن سلسلي بنسبت حضرت صاحب جن "المنح الملک الجليل" ۾ ضمناً هڪ موقعي تي رقمطراز آهن:

"كما اجازني صدر العلماء المدقين و شمس العلماء المحققين الذي تقريراته فوائد ضيائية و تحريراته متفردات الهامية و اشاراته في الدقائق الفلسفية، هداية الي الحكمة البهية و كناياته في الحقائق الكلامية، محللات لعاقد المباحث الاعتقادية و رموزاته في علم التفسير و الحديث و الفقه و الاصول المفتقر اليهاالفحول -

"بكماله في الاوج بدر كامل، بحر محيط ذاخر بنواله؛
في كل علم عالم متبحر، في فن حلم حالم بحياله.

"مولانا المخدوم الايادي العلامة محمد حسن الحيدرآبادي كما اجازه بذالک رئيس العلماء، رافع الوية البيضاء الذي صارت ببيانه فوائد العلوم التي كانت في الاصداف المظلمة خفية كالفوائد التي كالتيجان علي الرؤس باهرة سنية المشتهر في الا قطار و الاعصار كالن كاء في نصف النهار -

"لا يدرک الانسان وصف كماله؛
و العقل في احصائه يتضعضع.

"مولانا النوري العلامة نورمحمد الشهداد پوري -

"مبارک الاسم يستقي الغمام بـه،
ما في الانام له عدل و لا خطر -

"عن شيوخه الكاملين رحمة الله تعالي عليهم اجمعين!"

حضرت صاحب جن، علم جي عبور بعد، حضر خواه سفر ۾ ڪم و بيش چاليهن سالن تائين درس تدريس ۾ مشغول رهيا. سندن حلقهء درس ۾ تقريباً سو کن شاگرد علوم و فنون متفرقه جي حاصل ڪرڻ لاءِ هر وقت حاضر ۽ موجود رهيا ٿي. مبتدي شاگردن کان علاوه ڪيترا منتهي ڪجهه وقت سندن خدمت ۾ رهي تفسير، حديث، فقه، ادب، معاني ۽ بديع جي اعليٰ تعليم حاصل ڪندا هئا.

هن کان پوءِ سندن زندگيءَ ۾ اهو انقلاب آيو جنهن ۾ زندگيءَ جو ڪجهه عرصو ٻيروني ملڪن - هندوستان، پنجاب، عراق ۽ حجاز، وغيره - جي سير و سفر ۾ گذاريائون. هن دوران ۾ حضرت جن گهڻن بزرگن جون خانقاهون ڏٺيون، ۽ گهڻن مشائخين طريقت و شريعت جي خدمت ۾ علوم ظاهري ۽ باطني ۾ ڪمال حاصل فرمايو. عراق ۽ حجاز جي سفر ۾، جو سن ١٣٠٧ هجريءَ ۾ فرمايو هئائون، بغداد شريف پهتا، ڪئين ڏينهن حضرت محبوب سبحانيءَ جي درگاهه فلک بارگاهه ۾ عبادت الاهي ۾ مشغول رهيا، ۽ خانقاهه شريف جي سجاده نشين

حضرت سيد مصطفيٰ قادري رحمة الله عليه کان، جي زماني جا قطب تسليم کيا ويندا هئا، طريقه عاليه قادريه ۾ دست بيعت ٿيا، ۽ چند ڏينهن جي محنت ۽ مشقت بعد هن سلسلي جي سند حاصل فرمايون. حضرت صاحب جن کي هن سفر ۾ هاڻي ٽيو سال ختم ٿيڻ وارو هو. سندن ارادو هو ته باقي حياتيءَ جا ڏينهن پڻ برين جي پاڙي ۾ پورا ڪرڻ بهتر آهن. ڪين مديني منور ۾ سرورڪائنات صلي الله عليه وسلم جي روضهٔ اطهر تي رهندي پورو ڏيڍ سال جو عرصو گذري چڪو هو. هن عرصي درميان پاڻ ڪڏهين مکي معظم ۾ ٻه ٽي ڏينهن جا ڏينهن وڃي حرم محترم ۾ رهندا هئا ۽ عبادت الاهي ڪندا هئا. مکي شريف جي وڏن عالم سان سندن علمي گفتگو رهندي هئي ۽ مباحثا ٿيندا هئا- خاص ڪري مکي معظم جي هڪ وڏي مفتيءَ ۽ مشهور عالم سيد احمد دحلان محدث سان سندن گهڻي رغبت هئي، ۽ مکي شريف جي مشهور عربي درسگاهه ”مدرسه صوليته“ جي باني ۽ مدرس اعليٰ شيخ رحمت الله مهاجر مکي عليه الرحمة سان پڻ سندن رشتهءِ محبت قائم هو. حضرت صاحب جن جي ڪمال علم ۽ خاص ڪري فقيهانه تحقيقات جا هي علماء ڪرام گهڻو معترف هئا، ۽ کين ”ابو حنيفه ثاني“ جو خطاب ڏيندا هئا. مڪو مکرم ساريءَ دنيا ۾ اسلامي علوم و فنون جو هڪ وڏو مرڪز هو- خاص ڪري حج واري زماني ۾ متفرق ملڪن جا ڪيترائي وڏا وڏا علماء اچي هتي گڏ ٿيندا هئا. هن دوران ۾ حضرت صاحب جن جي ’شام‘ جي وڏي عالم ابو نصر محدث سان ملاقات ٿي، جنهن بزرگ کي ساڍيون ٻارهن هزار مستند حديثون ياد هيون. حضرت صاحب جن هن بزرگ بنسبت فرمائيندا هئا ته ”اسان هن سڄي سفر ۾ ابو نصر شاميءَ جهڙو عالم نه ڏٺو“. سن ١٣١٩هه ۾ هندوستان جو سفر فرمايائون. هن دوران ۾ سرهند شريف پهچي، حضرت امام رباني صاحب جي خانقاهه جي زيارت کان مشرف ٿيا: ان کان پوءِ وري درگاهه مهڙا شريف، گولڙا شريف، ۽ ٻيون گهڻيون خانقاهون جي ان وقت هندوستان ۾ بالڪل مشهور معروف هيون سي ڏٺائون، ۽ مولي مشائخن جي خدمت ۾ ڪئين ڏينهن رهي طريقت جي چئن مشهور سلسلن جون سندون حاصل فرمايائون.

سن ١٣٢٦هه مطابق ١٩٠٨ع ۾ حضرت جن ٻيو پيرو پنجاب جو سفر فرمايو، ۽ هن دفعي ملتان پهچي سيدالقراء حضرت حافظ عبدالحڪيم رحمة الله عليه جي حلقهءِ درس ۾ ڇهن مهينن جي مختصر عرصي ۾ قرآن مجيد جو حفظ فرمايائون. حضرت صاحب جن نه صرف قرآن مجيد جا حافظ هئا، بلڪ قاريءِ قرآن هئا. ڇهن مهينن اندر سڄو قرآن حفظ ڪرڻ، حقيقت ۾ هڪ ڪرامت هئي؛ مگر پاڻ ٿوري عرصي ۾ اهڙي ته مڪمل ۽ غير معمولي تعليم حاصل فرمايائون، جو قرآن عربي ڪي عرب جي قائون موجب ترتيل ۽ تجويد سان پڙهندا هئا.

قرآن مجيد جي حفظ ڪرڻ بعد، وطن ورڻ وقت، حضرت صاحب جن ملتان مان علم تجويد ۽ قرات جا ڪيترائي ڪتاب خريد ڪيا- جن مان تحفه نذيريه، فوائد نظاميه، مفيدالقاري، مرغوب القاري، سراج القاري، هدايت القاري، ميزان القرآن، مفتاح القرآن، آداب القرآن، تقريب

التجويد، مقنع، درة الفريد، رسالہ متشابهات، مقدمہ جزري، مقدمہ فيضي، وغيره قابل ذڪر
ڪتاب آهن. اهي سڀ ڪتاب ڪين اڪثر ياد هوندا هئا - جئن تہ 'مقدمہ جزري' جا هيٺيان
ٻہ اشعار هڪ موقعي تي ڪنهن حافظ سڳوري کي قرآن مجيد جي قرات متعلق خاص سمجهاڻين
ڏيندي ارشاد فرمايو هئائون، سي راقم خاڪسار کي اڄ تائين ياد آهن:

اذ واجب عليهم متحتم، قبل الشروع اولاً ان يعلموا:
مخارج الحروف و الصفات، ليلفظوا بافصح اللغات.

(قارين کي قرآن مجيد جي تلاوت ڪرڻ کان اڳ واجب آهي تہ هو حرفن جي مخرجن
۽ سندن صفتن کي ڄاڻن، تان تہ قرآن مجيد جي لفظن کي سڀني زبانن کان هڪ وڌي
فصيح زبان - عربي - ۾ صحيح طرح ادا ڪري سگهن.)

مٿين ڪتابن مان 'مقدمہ فيضي' - جو علم قرات ۽ تجويد ۾ هڪ ناياب ۽ نادر ڪتاب
آهي - رخصت وقت استادن ڪين تحفي طور مرحمت فرمايو. هيءُ ڪتاب هڪ خوشنويس جو
قلمي لکيل پنجابي زبان ۾ آهي.

حضرت صاحب جن، عراق جي دوران سفر ۾ سيد مصطفيٰ قادري رحمة الله عليه کان
طريقہ عاليہ قادريہ ۾ دست بيعت ٿي، هن سلسلي جي سند حاصل فرمائي، جئن مٿي بيان ٿي
چڪو؛ مگر ٻين سلسلن ۾ اڃا ڪين مشائخين طريقت جي جستجو هئي. پاڻ اڃا هندوستان ۽
پنجاب جي سفر تي پوءِ روانا ٿيا هئا. ان کان اڳ، سنڌ ۾ خواجهء خواجگان حضرت خواجہ آغا
عبدالرحمان صاحب سرهندي مجددي قدس سره کان طريقہ نقشبنديہ ۾ دست بيعت ٿي، خرقہ
خلافت حاصل فرمايائون. هيءُ سن ١٣١٥هجريءَ جو زمانو هو. خواجہ صاحب جن کي ٽنڊي
مان هجرت ڪئي هي ارڙهون سال هو. سندن خانقاهہ ان وقت ٽکڙ شريف ۾ مرجع روزگار
هئي. قدرت الاهي، انهي ئي سال، جڏهن خواجہ صاحب جن رحلت فرمائي، تڏهن سندن باطني
اشاري سان وري حضرت خواجہ ولي محمد ڪاتياروي رحہ جي حلقهء ارشاد ۾ ويهي دوبارہ
طريقہ نقشبنديہ ۽ سهرورديہ جي تڪميل فرمايائون. تنهن کان پوءِ وري مهڙا شريف واري
مشهور اوليا حضرت خواجہ محمد قاسم نقشبندي قدس سره جي خدمت ۾ پڻ نقشبندي طريقي جو
گهڻو فيض حاصل ڪيائون، ۽ چشتي طريقي ۾ قطب اعظم حضرت مولانا خواجہ سيد ميهر شاهہ
جيلاني گولڙي شريف واري کان سند ورتائون. طريقت ۾ مشائخن جيڪي حضرت صاحب جن
کي سندون ۽ شجرا مرحمت فرمايا، سي اڄ تائين سندن خاندان ۾ محفوظ آهن - (انهن سڀني سلسلن
جو وڌيڪ احوال ۽ حضرت صاحب جن جي مڪمل سوانح حيات لاءِ ڪتاب "انوار احمديہ"
هن خاڪسار جو لکيل ڏسڻ گهرجي).

تصوف ۾ پاڻ اگرچ چئن طريقن جا صاحب هئا - جن جو مٿي بيان ٿي چڪو - مگر
پاڻ اجازت حاصل ڪرڻ بعد فقط طريقہ عاليہ نقشبنديہ کي ترويج ۾ آندائون، ۽ پنهنجي فيض

جي بارش اهڙي ته عام ڪيائون جو سنڌ ته بجاءِ خود، بلڪ ڪوهستان، بلوچستان ۽ ٻين ملڪن جي برن ۽ بحرن، رڻن ۽ روهن کي پڻ آباد ۽ شاداب ڪري ڇڏائون. اهڙيءَ طرح، سندن مريدن جو تعداد لکن ڪان به زياده ٿي ويو؛ مگر پيري مريديءَ جي سلسلي جاري رکڻ بعد ڪيترا سال درس تدريس ۾ مصروف رهيا. انهيءَ عرصي ۾ ڪيترائي جيد عالم پيدا ڪري ڇڏائون، جي پنهنجي پنهنجي فن ۽ نوعيت ۾ لاجواب عالم ليکيا ٿا وڃن. سندن فياض طالبن مان مولانا يمشي عليه الرحمة هڪ اهڙا پرهيزگار عالم ۽ صاحب ولايت ٿي گذريا آهن، جو انهن ڪيترو وقت خاموشيءَ ۾ گذارڻ ڪان علاوه نه ان" چکيو نه پاڻي: هميشه ڏينهن جو صائم ۽ رات جو قائم رهندا هئا، ۽ انهيءَ حالت ۾ سڄي عمر ختم فرمايائون. تعليم جي لحاظ ڪان مولانا حاجي عبدالرحيم صاحب مرحوم (سابق معلم فقه سنڌ مدرسة الاسلام، ڪراچي)، حضرت جن جي شاگردن مان اهي مشهور ۽ جيد عالم هئا، جن کي سنڌ جو هر تعليم يافته گروهه اخلاص ۽ عقيدت جي نظرن سان ڏسي ٿو. اهڙيءَ طرح، پيا به ڪيترائي جيد عالم قبله صاحب جن جي حلقه درس مان فيضياب ٿي شهره آفاق بنجي ويا- جيئن ته مولانا مولوي اميرمحمد شاهه صاحب امينائين وارو، مولانا مولوي محمد ڪامل صاحب ملڪن وارو، مولانا مولوي محمد حسن صاحب سيالن وارو، مولانا مولوي عبدالخالق صاحب جهلي وارو، مولانا مولوي خان محمد صاحب جوهيءَ وارو، مولانا مولوي محمد صاحب سڏن وارو، مولانا مولوي عبداللطيف صاحب لئلين وارو، وغيره. قبله صاحب جن جي تلاميذ مان پيا به بيشمار عالم آهن، جن جو هن موقعي تي تعارف باعث طوالت ٿيندو؛ هتي فقط انهن فاضلن جا نالا آندا ويا آهن، جيڪي صاحب عبور بعد خود درس تدريس جي ڪم ۾ مشغول ٿي ويا، ۽ انهن صاحبن ساريءَ سنڌ جي هر ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪيترا بينظير عالم پيدا ڪيا. سڄيءَ سنڌ ۾ اڄ تائين حضرت صاحب جن جي شاگردن جا شاگرد، ۽ انهن جا شاگرد- اهڙيءَ طرح سئون جي تعداد ۾ هي سلسلو قائم آهي. سندن شاگردن مان موجوده وقت ۾ محقق، مفتي ۽ جيد عالم حضرت استادي مولانا سيد اميرمحمد شاهه صاحب امينائين واري جي هستي ڪنهن ڪان مخفي ناهي، جنهن صاحب کي تقريباً پنجاهه سالن ڪان وڌيڪ عرصو درس تدريس ۾ گذري چڪو آهي. انهيءَ عرصي جي درميان هر سال ڏهاڪو کن عالم سندن دارالعلوم مان دستاربندي ڪري فارغ التحصيل ٿي نڪرندا آهن - ذالک فضل من الله يؤتيه من يشاء والله ذوي الفضل العظيم.

سندن فيض جي ڪڪرن وسڪارا ڪري سنڌ ۽ ٻين ملڪن ۾ جيڪي شاداييون ڪيون، سي ڪنهن تعريف جون محتاج ناهن. مولانا مولوي محمد سليمان "واعظ" مرحوم (اڙڙي محبت وارو) جو قول آهي ته "ڪنهن ميرن لئن واري ماڻهوءَ کي جهنگل، دريا ۽ ٻين پهاڙن ۾ جيڪڏهن خدا تعالیٰ کي سجدو ڪندي ڏسو، ته ڄاڻو ته هي فيض حضرت مخدوم صاحب قدس سره جن جو آهي". حضرت صاحب جن جو هي فيض ئي ڪافي ثبوت آهي ته سندن مريدن مان ڪنهن ماڻهوءَ جيڪڏهن پنهنجي بدقسمتيءَ سبب وڌيڪ ڪجهه نه حاصل ڪيو، تڏهن به ان ڪان

پنج وقت نماز جا ڪڏهن به هٿان نه ويندا. ازان سواءِ جن صاحبن عظيم محنتون ۽ مشقتون ڪري مڪمل فيض حاصل ڪيو، اهي خلفاء ڪاملين به درج ٿيل آهن، جن جو انداز ٿڻ بي انداز آهي؛ مگر انهن حضراتن مان جيڪي بزرگ خانقاهن جا مالڪ آهن، ۽ جن دنيا ۾ فيض الاهي جا واهڙ وهائي ڇڏيا، اهي هيٺيان حضرات آهن: (١) حضرت مولانا فقيرمحمد ويهوائي رحمة الله عليه (داد و ضلعو)؛ (٢) حضرت مولانا حافظ محمد صالح ڪرمپوري رحمة الله عليه (دادو)؛ (٣) حضرت مولانا شيرمحمد اباوڙائي رحمة الله عليه (سکر ضلعو)؛ (٤) حضرت مولانا سيد خير شاهه جلباڻوي رحمة الله عليه (دادو ضلعو)؛ (٥) حضرت مولانا عبدالهادي بوبڪائي رحمة الله عليه (دادو ضلعو)؛ (٦) حضرت مولانا محمد عبدالله المعروف به يمشي قدس سره (نوابشاهه ضلعو)؛ (٧) حضرت مولانا عبدالرحمان منڇرائي رحمة الله عليه (دادو ضلعو)؛ (٨) حضرت مولانا الحاج محمد موسيٰ منڇرائي مدظله (دادو ضلعو)؛ ۽ (٩) سرشد الاولياء و السالڪين امير الامراء حضرت مولانا اميرمحمد پسند خان قدس الله سره العزيز - هيءُ بزرگ جبل جي مينگل سردارن مان هڪ وڏا اولياء الله ٿي گذريا آهن؛ سندن مسڪن شريف "سارٺو" پٻ جبل جي پرينءَ ۾ وارو ملڪ آهي.

حضرت صاحب جن کي اگرچ سڀني علمن ۾ هڪجهڙو ڪمال حاصل هو، مگر سندن توجهه اڪثر فقه جي طرف رهيو؛ جو تہ تحقيقات لاءِ روزانو وٽن جيڪي فتوائون اينديون هيون، انهن جو انداز نهايت غير معمولي هوندو هو: ڪئين ساٿهو فقهي مسئلا ڪٺي سندن خدمت ۾ حاضر ٿيندا هئا ۽ پاڻ انهن جي تحقيقات ۾ شافي فتوائون لکندا هئا. سندن رحلت ڪان پوءِ، لاڳيتن ٽن سالن جي عرقريزيءَ بعد، راقم خاڪسار انهن سڀني تحريرن ۽ بياضن کي وقت جي پنن جيد عالمن جي مشوري سان ڪتاب وار ترتيب ڏيئي، پن ضخيم جلدن ۾ "فتاويٰ ملڪاني" جي نالي سان مرتب ڪيو آهي. ابتدا 'ڪتاب العقائد' کان اٿس. پنهي جلدن جي ضخامت تقريباً ١٥٠٠ صفحا ڪن ٿيندي. نهايت مستند 'فتاويٰ' آهي. اجا غير شايع آهي. هن فتوا کان سواءِ حضرت صاحب جن جون پيون هيٺيون تصنيفون آهن:

١- سبيل الرشاد (عربي زبان ۾ فن وعظ ۽ تاريخ جو بينظير ڪتاب، چار جلد، هرهڪ جلد ۾ ٻارهن وعظ، چئني جلدن ۾ ٤٨ وعظ آهن. حضرت جن جو دستور هو تہ مهيني جي هرڪنهن پهرئين جمع تي پنهنجي خانقاهه شريف تي وعظ فرمائيندا هئا، تنهنڪري هرهڪ جلد ۾ اهي سندن بهترين تقريرون سڄي سال جون جمع ڪيل آهن)، ٢- تنقيح المقاصد و المعاني، ٣- حسن الخطاب في اثبات البقاب، ٤- تعوهذ الله الاحد، ٥- نتيجة الافڪار والمحن في الرد علي المفتي الماجن، ٦- تحفة الاقران، ٧- تاريق عباد الله في جواز يا رسول الله ٨- السيف القهري علي عنق النو شهري، ٩- ذلاقة الڪبيره في تحقيق نڪاح الصغيرة، ١٠- عمدة الرسائل، ١١- منح الملڪ الجليل في جواز القيام والمعانقة و التقبيل، ١٢- الحق الصريح، ١٣- فتح الخلاق في الرد علي عبدالرزاق، ١٤- ايقاظ الناعس الغبي في عدم ايقاع طلاق الصبي، ١٥- زجرالغوي

البليد في تحقيق و جوب التقليد، ١٦- القول الحسان، ١٧- ترويج جنان المنصفين، ١٨- زجرالفضيح، ١٩- تحفة العارفين الصوفيه، ۽ ٢٠- ايضاح لمااشتبه علي الملاح. انهن کان سواءِ، سندن ٻيا ۾ ڪجهه مختصر رسالا لکيل آهن.

بعض وقتن تي سنڌي سلوڻو شعر به چيو اٿن. سندن شعر ڏسڻ سان معلوم ٿيندو ته پاڻ بحر وحدت جا حقيقي غواص هئا، ۽ هن قلزم بيڪنار جي پاتار ۾ پهچي اهي ته ماڻڪ ميڙيا اٿن، جن جي پوري پرک لاءِ ڪن سگهڙ صرافن جي ضرورت آهي. پاڻ ڪيتريون ئي دردانگيز ڪافيون چيون اٿن؛ مثنويءَ ۾ "سارنگ" پڻ سندن چيل آهي، جنهن کي پڙهڻ سان رقت طاري ٿيو وڃي؛ اسين هتي نمولي طور فقط ڪجهه بيت پيش ڪنداسين، جو ته ان زماني ۾ شاعريءَ جو لاڙو گهٽي قدر بيتن ڏانهن هو.

( ١ )

ڪُنَن کي قرب مان تو سڄڻ سڏ ڪري،
آنا له اشد" شَوقاً، پرين ناهه پري،
آڏيءَ سر ڏري، ووڙين چونه وصال کي.

( ٢ )

ڪُنَن کي قرب مان، تو پرين پُڪاري،
"ونحن اقرب إليه من حبل الوريد" واڳون آواري،
مدعي ماري، ووڙين چو نه وصال کي.

( ٣ )

ڪُنَن کي قرب مان تو ويجهو ووڙائي،
"وفي انفسکم افلا تبصرون"، فائق فرمائي،
پريت من پائي، ووڙين چو نه وصال کي.

( ٤ )

"عاشق ارني انظر" چئي، جيءَ ڪن جبل طور،
"إن اوليائي تحت قبائي"، تن کان دلبر ناهي دور،
ميني سانڍي سور، فنا ٿيا فڪرات ۾.

( ٥ )

عاشق اڄ تائين، آهن "الست" جي اقرار ۾،
"قالوا بلي" چئي قرب سان، جيءَ کي جلائين،
آسرو نه لاهين، فنا ٿيا فڪرات ۾.

( ٦ )

سگهو سُنيءَ کي سپرين اچي پاڻ پساءِ،
وري من وار کهين وصل سندو واءِ،
مرسل مون ڏي آءِ، متا ملڪائين ۾.

( ٧ )

سڄڻ تنهنجي سڪ ۾ ٻريا مچل ماڳ،
اچي مل مون پرين ته سولو ٿئيم سڀاڳ،
وارث واري واڳ، آ متا ملڪائين ۾.

( ٨ )

مديني جي مير ڏي ڪانگل وڃ ڪهي،
ڪنيزڪ زادڪريمن کان وسري ڪيئن وئي؟
سڄڻ سانگ پئي، آءُ متا ملڪائين ۾.

( ٩ )

برسر قدم يار جي ڪانگل پنج ڪيري،
بانهي ٻروچ تنهنجي مشفق وئي مري،
وارث آءُ وري، متا ملڪائين ۾.

( ١٠ )

صبا واءُ صبح جا، چئو پرين کي پيغام،
ته ساري توکي سپرين سُنيءَ ڪيو ماتام،
يا شافع ڏينهن قيام، آءُ متا ملڪائين ۾.

( ١١ )

صبا واءِ صبح جا، ڇنو حضرت جي حضور،
ته ڦوڙايل فراق ۾، چاڪن ڪئي دل چُور،
نرمل نبي اور، آ ملا ملڪائين ۾.

( ١٢ )

ڇتون ڪئي تون ڇهنب ۾، وڃ پروانو پرين،
پانهون پڌي پاڻهن جان، ڪج ڪرنش ڪرين،
ورءِ ورءِ ويئي وسري، هيءَ پانهي پاروچن،
سڪي لاءِ سڄڻن، ڏينديس ساه سفر ۾.

( ١٣ )

فراقن ڦٽ ڇڪائيا، سڄڻ ڪئي نه سنڀال،
هيءَ بندي بيڪار، جيڪس ويئي وسري.

( ١٤ )

فراقن ڦٽ ڇڪائيا، وريا نه مارو مير،
هيءَ بندي پر تقصير، جيڪس ويئي وسري.

( ١٥ )

فراقن ڦٽ ڇڪائيا، جگر ويو جلي،
هيءَ جا پرين در پلي، جيڪس ويئي وسري.

( ١٦ )

فراقن ڦٽ ڇڪائيا، مئي ٿي مستان،
ويچاري ويران، جيڪس ويئي وسري.

( ١٧ )

فراقن ڦٽ ڇڪائيا، هئين ٿي هيهات،
رنو ساري رات، جيڪس ويس وسري.

( ١٨ )

فراقن ڦٽ ڇڪائيا، وائي سڄڻ وات،
پيئي ٿي پرڀات، جيڪس ويئي ويئي.

حضرت صاحب جن جي ڀٽائي صاحب جي رسالي سان گهڻي رغبت رهندي هئي. پنهنجي وعظ ۽ تقرير ۾ به اڪثر "شاهه" پيش ڪندا هئا، ۽ طالبن جي حلقهءِ ارشاد ۾ ذڪر فڪر جي تلقين بعد جڏهن قرآن مجيد جون چند آيتون پڙهي طالبن تي توجهه وجهندا هئا، ته ان سان گڏ شاهه جا بيت پڻ پڙهندا هئا. گفتگوءَ ۾ به "شاهه" زبان تي گهڻو هوندو هون. روزمره جي گفتگوءَ ۾ جيڪي شاهه جا بيت اڪثر استعمال ڪندا هئا، انهن مان به هيٺ ڏجن ٿا:

ڏولئي ڏکي آهيان، نه ته هيس اڳهاڙي آءٌ،
رکي پنهنجو لاءِ، ڪنڪر ڪيائين ڪاڪ جو.

ماڻهو گهرن مال، مان سڪنهن ڏيهن گهران سپرين،
دنيا تنهن دوست تان، فدا ڪريان في الحال،
ڪيو لام لهال، سون ڪسي محبوبن جي.

اسلامي جاه و جلال ۽ شان شوڪت جي لحاظ سان جيڪڏهن ڏٺو وڃي ته حضرت جن کي فقيريءَ جي لباس ۾ بادشاهي حاصل هئي، ته بالڪل درست آهي. پاڻ نهايت دولتمند ۽ وڏا شاهوڪار هئا. جهڙا ديني ڳالهين ۾ پيشوا هئا، تهڙا وري دنيوي لحاظ سان به هڪ غير معمولي هستيءَ جا مالڪ هئا: وڏا زميندار هئا، ۽ فيض رباني جي لحاظ سان شيخ المشائخ هئا. دنيا اڄڪله اهڙي عالم ۽ مشائخ پيش ڪرڻ کان عاجز آهي. حضرت صاحب جن جي سواريءَ لاءِ محفو هوندو هو، جو ابتدا زماني ۾ گهوڙن تي کڄي هلندو هو، مگر جڏهن پاڻ پيرسن

ٿيا ته هن محفي کي ماڻهو پنهنجي گردن تي کڻي هلندا هئا، ۽ وقت جا ڪيترا علماء ڪرام ۽ مشائخ سندن محفي هيٺان پنهنجو گردن جهڪائڻ سعادت ابدي ڄاڻندا هئا. ديني تجمل ۽ دٻدٻي لاءِ، سفر ۾ پاڻ سان اعلان واسطي گهڙيال ۽ اسلامي جهنڊو کڻائيندا هئا. دوران سفر ۾ سندن سواري جڏهن ڪنهن شهر مان لنگهندي هئي، ته هن رستن جي آمد رفت بند ٿي ويندي هئي. بازار جا هندو ماڻهو دڪانن تان لهي مٺاين جا ٿالهه آڻي نذر رکندا هئا، ۽ محفو شريف پيهاري زيارت ۽ قدمبوسيءَ جا شرائط بجا آڻيندا هئا. پاڻ گهر ۾ اگرچ عامي لباس پهريندا هئا، مگر اندر ٻاهر اچڻ وقت ڪين جيڪو بزرگانه لباس زيب تن رهندو هو، ان ۾ ٻه شيون نهايت قيمتي ۽ مخصوص نوعيت جون هيون - هڪ جُبو مبارڪ، جنهن تي زريءَ جو شاندار ڪم ٿيل هوندو هو، ۽ ٻي ڪلاهه مبارڪ، جا پڻ سچي زريءَ تي تيار ٿيل هوندي هئي. انهن ٻنهي شين ۾ هڪ خاص قسم جي عظمت موجود ڏسبي هئي. جُبو مبارڪ اڪثر سبز رنگ جو پهريندا هئا، ۽ ڪلاهه مبارڪ هڪ شاهاڻي تاج وانگر ميرن جي ڪيمخوابي ڪلاهه سان مشابهت رکندڙ هئي.

پاڻ سرو قد، مضبوط بدن ۽ شڪل جا، نهايت خوبصورت هئا. اگرچ ماتا جا نشان چهرهٔ منور تي هوندا هئن، مگر اهي ٻه منهن مبارڪ تي جڻ ٻيا ٺهندا هئا. لحيه مبارڪ گهاٽي ۽ چوٻائين قبضي جي قدر هوندي هئي. مڇي مبارڪ جا وار شرعي ٺهيل هوندا هئا. دندان مبارڪ دُرآبدار وانگر سفيد ۽ درخشان نظر ايندا هئا. ابرو پيوسته، لب شگفته، ٻني مبارڪ دراز ۽ خوشنما هئي. آواز مبارڪ بلند، مگر اهڙو ته لذيذ هوندو، جو انسان خواهه حيوان لذت ۽ حلاوت جي غلبي، ڪيفيت ۽ مسرت جي ولولي کان وجد ۾ اچي بيحال ٿي ويندا هئا، ۽ وجد ڪندي بحر سڪوت ۾ غرق ٿي ويندا هئا. نگاهه روح پرور جو وري اهڙو ته اثر هو، جو وحشي خواهه طائر، جن خواهه بشر، ڪهڙو به ڪٺي پٿر دل هجي، مگر سندن نگاهه حق آگاهه جي هڪ چوٽ سان پٿر دل به پگهرجي پاڻي ٿي ويندي هئي.

تاريخ ٢٢ جمادالثاني سن ١٣٥٤هه، مطابق ٢٢ سيپٽمبر ١٩٣٥ع، آچر ڏينهن، هي آفتاب علم و معرفت هن دار ناپائدار مان هميشه لاءِ افق زمين ۾ غروب فرمائي ويو- انا لله و انا اليه راجعون. وقت جي شعراء ڪرام- نجفي، غريب، احسن، حيدري، خطائي ۽ ٻين- پنهنجا اشعار ۽ مرثيا لکيا ۽ ڪمال غم جو اظهار فرمايو.

### تاريخ رحلت

(از ملڪ الشعراء "نجفي" رحمة الله عليه)

بهت ارمان هے اور افسوس بيحد، — هوا زهد و ورع کا ملک ويران؛
قمر ايمان خسوف اندر رها هے، — هے تيره جس سے خانه دينداران؛
خدا جانے کهاں هو ان کا همسر، — جهاں کے دور ميں پيدا ز يزدان؛
ڪرامت اور امانت اور ديانت، — وفات اس کي سے هوئي هر ز نقصان؛
شعاع زهد و تقوى بن گيا نار، — صلواة و صوم کا خور هے نه تابان؛

وفاتِ حضرتِ "ملکالی"، ایسا،
کہ جس سے ہو گیا عالم مین اظہار،
نہ یارا مجھکو اظہارِ الم ہے،
جو پوچھا جا سروشِ غیب سے یون،
بصدقِ دل "غلامِ احمدا" لکھہ،
کہو در عالمِ "افضل زمان" سنہ،
کہو صبحِ طرب "قاضی السلام"،
کہو "سرمد معظم" سالِ ترحیل،
کہو کارِ جہانِ "معدن فضل"،
"چراغِ دلپسند" اظہر ہے تاریخ،
تو "نجفی" از درِ ایزد بہ الفت،

ہے حادثہ پر ز درد و رنج و حرمان،
عیان مذکورۂ بالا کا ہر شان؛
ہون لکھتا لیک سنہ ترحیل یاران۔
کہی اس نے مجھے تاریخ شایان:
سنِ ترحیلِ آن سرخیلِ ایمان؛
دگر "فرزانۂ اعظم" سنِ آن؛
دگر لکھہ "فخر عالم" کامگاران؛
"ضمیرِ معدنِ" ہم اور دگر خوان؛
کہو "امرِ عظیم" اور فوز ای جان؛
جنابِ شیخ کی رحلت کے رخشان؛
دعای مغفرت کا باش خواہان۔



حڪيم نور محمد خاصخيلي

# علامه مرحوم محمد عثمان "قراني"

علامه محمد عثمان جي ڪُنيت "ابوالسعيد" ۽ تخلص "قراني" هو. زبدة العلماء و قدوة الصلحاء، عالم رباني و مقبول صمداني، مولانا حضرت استادنا ابوالسعيد محمد عثمان صاحب قراني، فيض رحماني، عليه رحمت، قوم پنهورا، پنهنجي وقت جا وڏا عالم ۽ صاحب ڪمالات و فيوضات ٿي گذريا آهن. سندن تولد تاريخ ٢٧، بروز خميس، ماه صفرالمظفر، سن ١٢٩٦ هجري، ڳوٺ ڏينگاڻ پرڳڙي، تعلقو جيمس آباد، ضلعو ٿرپارڪر، سنڌ ۾ ٿيو.

ستن سالن جي عمر ۾ سندن والد مرحوم، حافظ چاڪر، پنهنجي ويجهي ڳوٺ اميد علي خان رند جي ۾ ميان سيد حاجي احمد شاه صاحب مرحوم وٽ کين قرآن شريف جي تعليم لاءِ ڇڏيو. ٻن ستن مهينن جي قليل عرصي اندر، پنهنجي خداداد حفظي طاقت سان، قرآن شريف ۾ ڪافي رواني پيدا ڪيائون. سيد حاجي احمد شاه صاحب جي ڳوٺ ڇڏي وڃڻ ڪري کان پوءِ، باقي ڪلام الله شريف پنهنجي گهر وٽ والد شريف وٽ پورو ڪيائون؛ ۽ فارسيءَ جي تعليم ميان محمد علي صاحب مرحوم پٺاڻ (ڳوٺ سيد لاکو شاه) وٽ ٿوري عرصي اندر مڪمل حاصل ڪيائون. ميان محمد علي صاحب مرحوم کي شعرگوئي ۽ نظم سنجيءَ ۾ ڪافي دسترس هئي، تنهنڪري انهن جي صحبت ۾ شعرگوئيءَ ۽ نظم چوڻ ۾ تمام گهڻو ملڪو حاصل ڪيائون. فارسيءَ جي تعليم کان فارغ ٿيڻ بعد، عربي تعليم حضرت مخدوم صاحب جناب قاضي القضاة مولانا مولوي لعل محمد صاحب متعلويءَ وٽ ٽنڊي مير غلام علي ۾ شروع ڪيائون؛ صرف تمام نحو شرح ملا جاميءَ تائين، ۽ علم فقه ۾ "هدايه" پڙهيائون؛ علم منطق ۽ نحو جناب مولانا مولوي خير محمد صاحب وٽ پڙهيائون؛ آخر ۾ دستاربندي ۽ سند تحصيل علم جناب حضرت مولانا مولوي لعل محمد صاحب متعلويءَ کان عطا ٿين. ٿورو وقت سماع، حديث شريف ۽ تفسير لاءِ مدرسه قاسميه دارالعلوم ديوبند ۾ به ويا؛ ازان سواءِ پنجاب ۽ هندستان جي مختلف عالمن ۽ اديبن کان به فيض ورتائون. اتان فارغ ٿي، ١٣١٥ هجريءَ ۾، پنهنجي ڳوٺ عمر پنهيري لڳ اسٽيشن شادي پلي (تعلقو سانگهڙ، ضلعو ٿرپارڪر) ۾ "مدرسه مجدديه (پنهيره)" قائم ڪري، ٿر جهڙي اڻ پڙهيل ملڪ ۾ خلق خدا کي تعليم ڏيڻ شروع ڪيائون،

پاڻ تہ جهڙي خطي کي انهيءَ ڪري پسند ڪيائون، جو هن طرف علم گهٽ هو. سندن فيض سند جي چئني طرفن کان طالب علمن کي ڇڪي ورتو، ۽ تہ جهڙي جاهل ۽ اونداهي ملڪ جا طالب علم ائين اچڻ لڳا جيئن پتنگڙا شمع تي-

"فطوبيٰ لباب ڪبيت عتيق، حواليہ من ڪل فج عميق."

جماعتن جون جماعتون مدرسي ۾ داخل ٿيڻ لڳيون. انهن مان جن دستاربندي ڪري وڃي علمي فيض پکيڙيو، تن جا نالا هيٺ جدول ۾ درج ڪيا ويندا. ازان سواءِ، ٻيا بہ ڪيترا هندستان، خراسان ۽ پنجاب وغيره ملڪن جا طالب علم تعليم پرائي ويا.

چهرو نوراني ۽ رعبدار، پيشاني ڪشادي، قد درميانو ۽ ڪجهہ ڊگهائي مائل، رنگ پڪو پسنديدو، اکيون وڏيون ۽ سرخ مگر هميشہ ليهہ-وا؛ جنهن وقت اکيون مٿي ڪندا هئا تہ حشمت پريل هونديون هيون؛ ڏاڙهي سفيد ڇڊي ۽ ڊگهي، آواز بلند ۽ دلڪش، فصاحت ۽ بلاغت ۾ سحبان هئا؛ لباس سفيد، تمام سادو ۽ ڍلهو پائيندا هئا؛ جتي سنڌي نموني جي، ۽ لٺ ڊگهي کڻندا هئا؛ پٽڪو هلڪو، ڪاري ڪني ڪلهن تي، وقتي سادي اجرڪ جو جهنڊ بہ ڪندا هئا.

مولانا مرحوم ڏاڍا ذهين ۽ قوي الحافظ، صحيح الراءِ ۽ جفاڪش هئا. وٽن هميشہ مجلس علم جلوه نما هوندي هئي. سندن رهڻي سهڻي سادي ۽ فقيراڻي هئي. پيچيدا ۽ مشڪل مسئلا مختصر لفظن ۾ سمجهائيندا هئا- حتاڪ سندن استاد بزرگ بہ فرمائيندا هئا تہ 'عثمان ۾ اسان کان بہ شرافت علم زياده آهي'. روايت آهي تہ مولانا قراني صاحب جي ولادت کان ٿورو اڳ سندن والده (جا پڻ پابند شرع ۽ پارسا هئي) خواب لڌو تہ "هڪ درياءَ ۾ مسجد بيٺل آهي، ۽ ان ۾ طالب علم ويٺا پڙهن": پاڻ سندن خاوند ميان حافظ ڄام مرحوم سان بيان ڪيائون، جنهن فرمايو تہ "انشاء الله تعاليٰ فرزند پيدا ٿيندو، جو عالم ۽ فاضل ٿيندو". آخر خواب جو اهو تعبير سچو ٿيو.

حضرت مولانا صاحب کي ٻن بزرگن جون بہ دعائون هيون، جن مان هڪ صاحب تقويٰ ميان حاجي خميسو مرحوم آهي، جنهن مولانا قراني صاحب جي والد ميان حافظ ڄام کي چيو تہ "هن نيڪبخت 'عثمان' کي ضرور مدرسي ۾ وهار، تہ وڃي ديني علم حاصل ڪري"؛ جنهن تي حافظ ڄام مرحوم کين ميان محمدعلي صاحب پلال وٽ پڙهڻ لاءِ روانو ٿيو تہ- وچ تي ڪيس هڪ سيد شاهہ محمد صاحب مجذوب مليو، جنهن قراني صاحب کي چيو تہ "پٽڪو لاهہ"- پاڻ پٽڪو لاٿائون، جنهن ۾ هڪ روپيو ٻڌل هو. شاهہ صاحب پٽڪي کي ٻہ اڌ ڪري، سندن مٿي مبارڪ تي ور ڏيئي، فرمايو تہ "وڃ اسان توکي پڳ ٻڌائي ڇڏي". بس، پوءِ تہ ترقي ڪندا ويا- تان جو ٿوري عرصي اندر ڪل علم حاصل ڪيائون.

حضرت قراني صاحب مجاهد، فقيهہ، عابد، پرهيزگار ۽ محڪم علم وارا هئا؛ سڀني عقلي، نقلي ۽ سياسي علمن جا اعليٰ ۽ وسيع النظر عالم هئا. سندن مدرسي جو تعليمي نصاب، بعينہ

دارالعلوم ديوبند وارو هو- البت کي ڪتاب زياده ئي رکيا هئائون. اول وقت ۾ فارسيءَ کان وٺي مٿي سڀ فن جا ڪتاب رات ڏينهن اڪيلو پاڻ پڙهائيندا هئا. پين طرفن جا مدرس ۽ منتهي شاگرد، امتحاناً، پاڻ کي طالب علم ڇئي يا ملڻ جو غرض پڌائي درس پڙندا هئا، ۽ آخر ۾ سڀ ائين چوندا ويندا هئا ته "برابر قراني صاحب 'بحرالعلوم' ۽ 'آيت' من آيات الله' آهن". مولانا صاحب جن تفسير حديث، فقه، صرف نحو، منطق صغرىٰ ڪبرىٰ، علم حڪمت، هئيت، فلسفو، رياضي، علم ادب، سلوڪ، تصوف، طب، وغيره سڀ پاڻ پڙهائيندا هئا: مطلب ته حضرت قيراني صاحب عليه رحمت ۾ ايتريون ته خوبيون جمع ٿيون، جو ان وقت ڪنهن به عالم ۾ نه هيون. لهاذا، هي بزرگ جامع العلم هئا ۽ ڪمال تفقہ جي ڪري ان وقت جا وڏا مفتي هئا. سندن قائم ڪيل مدرسي ۾ هر وقت ڏيڍ سَو جي قريب طالب علم هوندا هئا. پاڻ غريب گهراڻي جا فرد هئا: سڀ انتظام شاگردن ۽ مسافرن جو رب تعاليٰ جي طرفان سرانجام ٿيندو رهندو هو-

"زهد و تقويٰ چيست اى مردِ فقير، بي طمع بودن ز سلطان و امير".

ان وقت اڄا اڄي جون مشينيون ڪونه هيون، تنهنڪري سندن والده پاڻ جند پيهي ماڻيون پچائي طالبن کي کارائيندي هئي، ۽ طالب عالم به ڏکئي سکئي کان بي نياز، قيراني عليہ رحمت جي علمي فيض کي حاصل ڪندا رهيا. جيڪي وٽانئن فارغ التحصيل ٿيا، اهي به وڏا عالم ۽ علامہ ٿيا، ۽ پنهنجا اعليٰ عربي مدرسا کولي قيراني بزرگ جي طريقي تي دين الله جي تعليم ۽ تبليغ ڪندا رهيا. انشاءالله، سندن تعليمي سلسلو تاقيامت جاري رهندو- آمين! مثال طور، سندن فيض مان جاري ٿيل چند مدرسا پڌائجن ٿا، جت اڄ تائين بحمدالله تعليم دين جاري آهي: (۱) مدرسہ عربيہ، چونڙہ، تعلقو جيمس آباد، ضلعو ٿرپاڪر: قائم ڪيل جناب حضرت علامہ مولوي محمد نوح صاحب مرحوم ۽ مولانا مولوي حاجي محمد ابراهيم صاحب خاصخيلي؛ (۲) مدرسہ هاشميہ، قائم ڪيل جناب رئيس حاجي محمد هاشم خان صاحب مرحوم پرڳڙي قريہ ڪلواري، تعلقو جيمس آباد؛ (۳) مدرسہ شيرخان چانڊيہ: قائم ڪيل جناب حضرت مولانا مولوي غلام رسول صاحب، تعلقو ساماروڻ؛ (۴) مدرسہ مظهرالعلوم، والهيٽ: قائم ڪيل مولانا مولوي عبدالڪريم صاحب سانڊ مرحوم، تعلقو عمرڪوٽ؛ (۵) مدرسہ عربيہ، ڳوٺ عالم بلي: قائم ڪيل مولانا مولوي محمد علي صاحب مرحوم، صدر جمعيت العلماء ٿرپارڪر.

مولانا صاحب جي پڙهائيءَ جو وقت صبح جو فجر نماز کان پن پهرن تائين، بوءِ ماني کائي اڳين نماز پڙهي شروع ٿيندا هئا: تنهن وچ ۾ صرف نماز لاءِ اٿندا هئا، بوءِ ساڳي پڙهائي هلندي هئي- تان جو رات جو يارهين بجي کان پوءِ اخبارن جو مطالعو ڪري گهر وڃي ماني کائيندا هئا.

ڪيترن مخالفن سان مناظرا ڪري ذلت حاصل ڪئي - مثلاً غير مقلدن سان، بدين ۾، "قراة خلف الامام" وغيره موضوعن تي؛ عيساين جي پادرين سان "حيات مسيح" موضوع تي،

ڳوٺ فقير صوفي حاجي محمد صاحب عمر ڪوٽ ۾؛ ۽ "ولائتي ڪپڙي جي حرمت" بابت، شهر حيدرآباد سنڌ ۾، علماي هند، پنجاب ۽ سنڌ سان - ازان سواءِ بيا به گهڻا مناظرا ڪيائون، جن ۾ ڪين ڪاميابي حاصل ٿي. مولانا صاحب جن تعليم ۽ تدريس جي گهڻيءَ مشغوليءَ هوندي به چڱي انداز ۾ ڪتاب تصنيف ڪيا، ۽ گهڻن وڏن ڪتابن تي شرح ۽ حاشيون به لکيائون. سندن اشعار عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ موجود آهن. سڄو قلمي ذخيرو سندن ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

مولانا صاحب جا ٽي فرزند - هر هڪ مولوي عبدالحي، مولوي محمد سعيد ۽ ميان عبدالحق موجود آهن. دعا آهي تہ الله پاڪ کين علمي ذوق شوق عطا فرمائي، تہ حضرت قراني صاحب عليہ الرحمت جي ياد تازه ڪري، سندن روح پاڪ کي خوش ڪن - آمين!

"قيراني" لفظ جي معني آهي "قريب شدن چيزي بچيزي"، يعني ٻن شين جو گڏجڻ (جيئن حج ۽ عمرو گڏڻ، وغيره)؛ ۽ نجومين جي اصطلاح ۾ ٻن ستارن جو گڏجڻ، هڪ وقت ۾، هڪ برج ۾، - پوءِ ان کي 'قيران السعدين' چئبو آهي، يعني نيڪبختيءَ ۽ سعادت وارو. الهيءَ ڪري، اهل بصيرت ۽ دانا پاڻ کي اهڙن لقبن سان ملقب ڪندا آهن - هن اميد تي، تہ رب تعاليٰ انهيءَ دعا گهرڻ سان کين نيڪي ۽ سعادت حاصل ڪري. اهڙيءَ طرح، اڳے بہ ڪن بادشاهن جا اهڙا لقب ٿيا آهن - مثلاً تيمورلنگ بادشاهہ "صاحبقران" جو لقب رکندڙ هو. تنهنڪري، قيراني لفظ جي معنيٰ ٿي 'نيڪبخت ۽ سعادت وارو'. هائي سمجهڻ گهرجي تہ حضرت مولانا و استادنا محمد عثمان القيراني عليہ الرحمت بہ پنهنجو تخلص "قيراني" رکيو، هن اميد تي تہ رب تعاليٰ کين نيڪبختي ۽ سعادت حاصل ڪري. الحمدالله، جو دعا حضرت مولانا جي رب تعاليٰ قبول فرمائي، ۽ سندن علمي فيض هر طرح هميشہ لاءِ جاري ٿيو: ڪيترائي علماء ڪرام، چئني طرفن کان، وٽائن علم حاصل ڪري علمي خدمتون ڪري چڪا آهن. حضرت مولانا صاحب جي تخلص مبارڪ سان رسالو "قيراني"، مدرسہ عربيہ ولهيٽ سان جاري ڪيو ويو هو، مگر ڪن مجبورين ڪري في الحال بند ڪيو ويو.

مولانا صاحب عليہ الرحمت تقريباً ڏيڍ سال کن عام جسماني ڪمزوريءَ ۽ زياده ضعف سبب ٻاهر مدرسي ۾ ڪونہ ايندا هئا، ۽ سندن شاگرد فارغ التحصيل درس ڏيندا هئا. پاڻ اندر سندن خاص ڪمري ۾ گوشي نشين هئا، ۽ هرهڪ کي اندر ملاقات لاءِ بہ ڪونہ گهرائيندا هئا. تمام زياده ضعيف هجڻ وقت، هڪ دفعي رات ۾ سنجهي کان ئي چپ چاپ بستر علالت تان اٿي روانا ٿيا: سڄي رات هليا - اڍائي ميل فاصلي تي هڪ شاخ آئي، جنهن ۾ ڇاتيءَ برابر پاڻي هو، ان سان پار ٿي ڪري، پرسان وهندڙ سنڌونو نهر جي ڪناري تي نندي پاڻي ۾ ويٺا رهيا. سج اڀرڻ وقت سندن عزيزن ۽ شاگردن پيرا کنيا ۽ کين نهر جي پاڻيءَ ۾ ويٺل ڏٺائون. مولانا صاحب ۾ هلڻ جي بلڪل طاقت نہ هئي، تنهنڪري کين ڪپڙي جي جهوليءَ ۾ وجهي ڳوٺ آندائون، ۽ آخر تائين هميشہ نماز ويٺي ادا ڪندا رهيا. ڪجهہ ڏينهن گذرڻ بعد، تاريخ ١٥ رجب المرجب، ڏينهن سومر، سن ١٣٥٥ هجري، صبح جو، سندن فرزند ميان

محمد سعيد صاحب ڪري ۾ ويا: ڏٺائون ته مولانا صاحب بلڪل سنوان سميل آهن، ۽ ڪاري ڪنبي مٿي پاسن ۽ پيرن هيٺ مضبوط اوڍيل آهي: آواز تي جواب نه ملڻ ڪري منهن تان ڪنبي لاهي ڏٺائون، ته روح قفس عنصري مان پرواز ڪري چڪو هو (انا لله وانا اليه راجعون)؛ دفن مبارڪ سندن سيرانديءَ وٽ پيل هو، جو هميشه وٽن رهندو هو. مولانا صاحب کي سندن وصيت موجب مدرسي جي حد ۾ پڙهائڻ واري ڪوٺيءَ وٽ هميشه لاءِ سپرد خاڪ پاڪ ڪيو ويو.

"توفي المولوي ابوسعيد، بخامس عشر من رجب المعال،
سنة 'عين و شين ثم نون'، و هاء جاء علم الانتقال."

(يعني حضرت قرالي صاحب وفات ڪئي پندرهين تاريخ، رجب سڳوري جي: سن هزار ۽ ٽي سَو پنجاهه ۽ پنج ان جي انتقال جو سال آهي.)

مولانا صاحب وٽان جي شاگرد جماعتن جي صورت ۾ ڪامياب ٿي دستاربندي ڪري ۽ سند تحصيل علم حاصل ڪري ويا، تن جا نالا جدول ۾ ترتيب وار لکيل آهن، مگر طوالت سبان هت صرف دستاربند شاگردن جا نالا ڏجن ٿا:

جماعت اول: (١) مولوي نورمحمد صاحب مرحوم، حضرت قرالي صاحب جو پاٽو؛ (٢) مولوي محمد نوح صاحب مرحوم؛ ۽ (٣) مولوي عبدالحق صاحب مرحوم.

جماعت دوم: (١) مولوي دوست محمد صاحب لغاري مرحوم؛ (٢) مولوي احمد صاحب آريسر جوڌپوري مرحوم؛ (٣) مولوي عبدالواحد صاحب دل؛ (٤) مولوي حاجي عبدالحڪيم صاحب ميمڻ مرحوم؛ (٥) مولوي محمدصالح صاحب مرحوم، قرالي صاحب جو پاٽو؛ ۽ (٦) مولوي حاجي محمد ابراهيم صاحب خاصخيلي.

جماعت سوم: (١) مولوي حڪيم محمد صاحب بروهي، قلات؛ (٢) مولوي عبدالله صاحب ولهاري مرحوم، (٣) مولوي محمد قاسم صاحب مرحوم؛ (٤) مولوي محمدعلي صاحب مرحوم، صدر جمعية العلماء، ضلعو ٿرپارڪر.

جماعت چهارم: (١) مولوي جان محمد صاحب مرحوم؛ (٢) مولوي محمدحسن صاحب مرحوم، رياست جوڌپور؛ (٣) مولوي لعل محمد صاحب؛ (٤) مولوي علي محمد صاحب ريگستاني؛ (٥) مولوي محمد عمر صاحب مرحوم؛ (٦) مولوي جان محمد خان پرڳڙي مرحوم؛ (٧) مولوي احمد صاحب قريشي.

جماعت پنجم: (١) مولوي عبدالرحمان صاحب مرحوم، ريگستاني؛ (٢) مولوي محمدسليمان صاحب مرحوم، تخت آبادي؛ (٣) مولوي محمدسليمان صاحب هاليپوٽو، ريگستاني؛ (٤) مولوي محمد دائود مرحوم؛ (٥) مولوي محمد اسحاق صاحب مرحوم؛ (٦) مولوي عبدالعليم صاحب؛ (٧) مولوي عبدالرشيد صاحب، فرزند مولانا مولوي حبيب الله صاحب، ريگستاني؛ ۽ (٨) مولوي نورمحمد صاحب، سمون.

جماعت ششم: (١) مولوي محمد صديق صاحب؛ (٢) مولوي عبدالوهاب صاحب؛ (٣) مولوي علي محمد صاحب، ٻلي؛ (٤) مولوي عبد القادر صاحب، هاليپوٽو؛ ۽ (٥) مولوي قاضي نورمحمد صاحب، ٻلي، زميندار.

جماعت هفتم: (١) مولوي عبدالڪريم صاحب مرحوم، مفتي ولهيٽ؛ (٢) مولوي عبدالرحمان صاحب زنگي مرحوم؛ (٣) مولوي عبد الرشيد صاحب ٽالهي؛ ۽ (٤) مولوي نبي بخش صاحب لغاري.

جماعت هشتم: (١) مولوي مريد علي صاحب مرحوم، جوڻ پور؛ (٢) مولوي محمدعلي صاحب مشائخ پوٽو مرحوم؛ ۽ (٣) مولوي محمد اسحاق صاحب ٺاريجو مرحوم.

جماعت نهم: (١) مولوي عبد المطلب صاحب سانڌ؛ (٢) مولوي ثناءالله صاحب آريسر؛ (٣) مولوي عبد الاحد صاحب؛ (٤) مولوي علي محمد صاحب نهڙي؛ ۽ (٥) مولوي محمد عثمان صاحب مرحوم.

جماعت دهم: (١) مولوي عبد اللطيف صاحب ميمڻ؛ (٢) مولوي علي محمد صاحب، لسيلو؛ (٣) مولوي احسان علي صاحب لغاري؛ (٤) مولوي خدا بخش صاحب، رياست جوڌپور؛ (٥) مولوي محمد حسن صاحب ميمڻ؛ ۽ (٦) مولوي محمد عمر صاحب ٽالهي.

جماعت يازدهم: (١) مولوي عبد الهادي صاحب مرحوم، پنهور؛ (٢) مولوي حاجي محمد صاحب ڪوسو، جيڪب آباد. (٣) مولوي حاجي دين محمد صاحب خاصخيلي، ڊ ٻنگاڻ پرڳڙي؛ (٤) مولوي محمد صالح صاحب، ريگستاني؛ ۽ (٥) مولوي عبد الله صاحب، سال وارو.

جماعت دوازدهم: (١) مولوي يارمحمد صاحب لغاري، ٽنڊو محمد خان؛ ۽ (٢) مولوي هدايت الله صاحب، ريگستاني.

جماعت سيزدهم: (١) مولوي حافظ عبد الله صاحب، پوٽو حضرت مولانا مفتي حاجي حامد الله صاحب؛ (٢) مولوي رسول بخش صاحب، مدرسه شيرخان؛ (٣) مولوي عبد الرحمان صاحب درس، ڪڇ؛ ۽ (٤) مولوي حافظ عبد الله صاحب نابينا، لغاري.

جماعت چهاردهم: (١) مولوي عبدالحي صاحب، فرزند حضرت قرباني صاحب عليه الرحمة؛ (٢) مولوي سيد غلام علي شاهه صاحب، سولنڌا؛ (٣) مولوي ولي محمد صاحب، ڏهٽو حضرت مولانا مفتي حاجي حامد الله صاحب، لاڙ؛ (٤) مولوي محمد ادريس صاحب درس؛ (٥) مولوي محمد عثمان صاحب، لاڙ؛ (٦) مولوي محمد اسماعيل صاحب لغاري، قريه مسڻ؛ (٧) مولوي محمد يعقوب صاحب، خاصخيلي، بدين؛ وغيره.

حضرت "قرآني" صاحب جن جو ڪجهه ڪلام نموني طور پيش ڪجي ٿو.

مرحبا، آئين پلي اي احمد مختيار تون، قافلي دنيا سڀني جو صاحب و سردار تون؛
جت نبي هر هڪ ڪندو 'نفسي نفسي' جي پڪار، ات گنهگارن جو ضامن ۽ شفاعت دار تون؛
سڀ لڏڪن جو ڏٽي ۽ سڀ عليلن جي شفا، سڀ اڏن جو تون سهائو، مطلع الانوار تون؛

”في يدي كالت لواءالحمد“، ايڏو تنهنجو عروج، كنهن نہ حاصل تو سوا سڀ ڏيهہ جو ڏاتار تون؛
بيوسيلن جو وسيلو، گمرهن جو رهنما، هت جهلي اڳتي اڪارج، سڀ اڙين آڌار تون؛
يا عظيم الخُلق، نامي تو سوا ٻي ڪا پناهہ، ڪل هول هيبت جي مهل تار بن اچي ڪا تار تون؛
ڏينهن محشر ماڳ ۾ ماڙهو موٺي موٽندا جتي، ات ”قيراني“ کي تون ڪامل مل مٺا منٺار تون!

* * * *

خُلق ويڙو خَلق مان، ٿي خَلق بي خُلقي نشان، باغ مان آهي اُڏامي عندليبن آشيان؛
ڪانگ ڪلفت جا اَڏاڻا مهل جي ميدان ۾، چپ چپو سارو سڻائي درد وارو داستان؛
دل منجهان اخلاص عنقا ٿيو، امانت ڪالعدم، لس لباسي ۽ لساني ٿيو سچو سارو جهان؛
منهن مٺائي، قلب ڪيني جي ڪوائيءَ سان ڀريل، هن زماني جي هلت ڪان الامان ۽ الامان!
هيءَ دنيا باغ اي ”قيراني“ چاهہ جا ڪليا چمن، ويو وڪوڙي چوطرف بيداد جو بادِ خزان،

* * * *

مسلمانن جي پيرن ۾ ڪرامت ناهہ ڪا بلڪل،
مهنت صاحب جي مسند کي سِري سجدو ڪرڻ گهرجي.
مڪي جو سفر ٿيو موقوف، هاڻي پار گنگا هل،
پيارو پاڪ پاڻي سو پري ڀَڪڙا پيڻ گهرجي،
اجائي جبہ سائي سهت ۾ سوراً پڏڻ گهرجي،
مسائن جي مٺي مهني ڪٺي منهن تي مَلڻ گهرجي.
مُلائين بي تُڪي تعليم وڏن سان وساري ڇڏ،
برهچاري ادا بنجي سمرتي کي سکڻ گهرجي.
اجايو عورتن کي گهر اندر روڪڻ شرم آهي،
بکيءَ ۾ فيملي چاڙهي هوا کائڻ هلڻ گهرجي،
ڀريل جلسي ۾ بيبيءَ کي وٺي اسٽيج تي آڻج،
چڙن جي چاشني تقرير تنهن جيءَ سان وٺڻ گهرجي.
امامن ۽ صحابن جو ڪيل تفسير باطل ٿيو،
مٿايل حڪم گانڌيءَ جو روايت ۾ رکڻ گهرجي،
مسئلن ۽ حديثن کي وڃائي هيٺ ويڙهي ڇڏ،
اچي جيڪو مسئلو ٿي سو هونيءَ کي پڇڻ گهرجي.
مٺي گانڌيءَ جو فرمودو ڇمي چشمن مٿي رکجي،
سدا ديويءَ جي مندر ۾ ”قيراني“ هيو اچڻ گهرجي.

محمد قاسم صاحب

# مرحوم مولانا الهه رکيو عرف ڪريمداد چانڊيو معرفاڻي

ميان الهرکيو چانڊيو معرفاڻي مرحوم، سن ۱۸۵۱ ڌاري، ڳوٺ "ڏکڻ سوڍر چانڊيو"، (تعلقو قنبر ضلعو لاڙڪاڻو) ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم مقامي مڪتبن ۾ ورتائين، ۽ پوءِ سيتا شريف ۽ روهڙي شريف ۾ پڻ حصول تعليم جي خاطر ڪجهه ويو؛ مگر سندس تشنگيءَ علم اتي ختم نه ٿي، بلڪ تعليم جي تڪميل لاءِ مولانا نظر محمد (پنگ شريف، ڊويزن ملتان) کان وڃي فيض حاصل ڪيائين، ۽ سهالپور ۽ ديوبند (ڀارت) جا به سفر اختيار ڪيائين.
ميان صاحب مرحوم جن جن استادن کان فيض علم حاصل ڪيو، تن مان چند بزرگن جا نالا هي آهن: مولانا نظر محمد صاحب (پنگ شريف، ڊويزن ملتان)، مولانا سيتائي (ضلعو دادو، سنڌ)، مولانا فضل الحق صاحب رامپوري (سهارنپور)، ۽ شيخ الهند حضرت مولانا محمود الحسن صاحب (ديوبند).

ميان صاحب مرحوم کان جيڪي شاگرد فيضياب ٿيا، تن جو تعداد تمام گهڻو آهي. طوالت جي خوف کان، هتي فقط چند بزرگن جا نالا پيش ڪجن ٿا: ۱- قاضي تاج محمد بروهي (استاد واليءِ قلات، بلوچستان)، ۲- مولانا ابوبڪر لاسي (ٺٽو، سنڌ)، ۳- مولانا ابوبڪر (ميرپور ساڪرو)، ۴- مولانا محمد مختار پرڏيهي، ۵- مولانا عبدالرؤف ابڙو، ۶- مولوي علي محمد (ڊيرو غيبي خان)، ۷- مولوي محمد افضل مورو، ۸- مولوي خير محمد مگسي (سجاول)، ۹- مولوي غلام رسول چانڊيو، ۱۰- مولوي محمد موسيٰ، مڪران، ۱۱- قاضي حبيب الله لاسي، ۱۲- مولوي محمد عمر مگسي (سجاول)، ۱۳- مولوي سعد الله، ۱۴- مولوي فضل الحق (سندس فرزند)، ۽ ۱۵- مولوي عبدالحڪيم (ڏکڻ) وغيره.

هيٺيان علماءِ ڪرام ميان صاحب جا مشهور همعصر هئا: ۱- مولانا مير محمد نورلڪي، ۲- مولوي عبدالڪريم ڪورائي، ۳- مولانا خوش محمد ميرو خاني، ۴- مولانا عبدالرزاق (کهونڪي)، ۵- مولانا محمد صاحب ليڙهي، ۶- مولانا پير محمد جوڻائي (لاڙڪاڻو)، ۷- مولانا حسن الله پاٽائي، ۸- مولانا اميد علي جيڪب آبادي، ۹- مولانا شمس القمر (سابق وزير معارف، قلات، بلوچستان)، ۱۰- مولانا عبدالوهاب اوستو، ۱۱- مولانا خادم حسين (رتو ديرو)، ۽ ۱۲- مولانا عبدالحڪيم شاهل سدايو، وغيره.

ميان صاحب مرحوم نقشبندي طريقي جو بزرگ هو، ۽ محمد عمر جان مرحوم چشموي جو عقيدتمند هو. سندس سموري زندگي درس و تدريس ۾ گذري، ۽ کانئس هزارها طالبعلم بهره ور ٿي ويا. مرحوم بدعتن جي سخت خلاف هو. قومي رسمن جي اصلاح ۽ عام ديني تبليغ سندس زندگيءَ جو مقصد هو. ميان صاحب ۱۱ سيپٽمبر ۱۹۳۷ع ۾ پنهنجي جان جان آفرين کي سپرد ڪئي. مرحوم جي آخري آرامگاهه "ڏوڙهي ٻجار" تعلقي قنبر ضلعي لاڙڪاڻي سنڌ ۾ آهي.

# پير احسان الله شاهه راشدي مرحوم*

مرحوم احسان الله شاهه ولد رشدالله شاهه راشدي جن جو تولد، ۲۷ رجب سن ۱۳۱۲ھ ۾، ڳوٺ پير جهنڊو تعلقي هالا ۾ ٿيو. عمر جو اڪثر حصو پاڻ ڳوٺ پير جهنڊي ۾ ئي گذاريائون؛ پوءِ برادري تنازعي سبب اهو ڳوٺ ڇڏي، ان جي پرسان ٻيو ڳوٺ 'درگاهه شريف' جي نالي سان ٻڌائي، اتي سڪونت اختيار ڪيائون ـ ليڪن تقريباً ڏيڍ سال کن بعد ۱۰ شعبان سن ۱۳۵۸ھ ۾ وفات ڪيائون.

پاڻ تعليم پنهنجي ئي ڳوٺ (پير جهنڊو) ۾ سندن والد ماجد جي قائم ڪيل مدرسي مان ورتائون. سندن استاد ڪرام هي آهن: حضرت مولانا عبيدالله صاحب سنڌي، مولانا محمد صاحب، مولوي الاهي بخش صاحب، مولانا احمدعلي صاحب لاهوري، مولوي خدابخش صاحب، ۽ مولوي محمد اڪرم صاحب هالائي. فارغ التحصيل ٿيڻ بعد پاڻ باقاعدي ويهي ڪنهن به درسگاهه ۾ تعليم ڪانه ڏنائون، ان ڪري ڪنهن خاص شاگرد جو نالو وٺي نٿو سگهجي؛ البت پاڻ سندن معتقدن کي پنهنجي پيشرو مرشدن جي نقش قدم تي هلڻ لاءِ ارشاد ۽ هدايت ڪندا رهندا هئا، ۽ بحمدالله سندن صحبت اڪسير مان بيشمار فيضياقتا موجود آهن.

سندن حلقهءِ احباب بلڪل وسيع هو. ساري هندستان، بلڪ ان کان ٻاهر به بي انداز علماءَ سان سندن تعلق هو؛ خاص طرح اڳئين سلطان ابن سعود مرحوم سان سندن ڪافي تعلقات هئا، ۽ خط و ڪتابت جو سلسلو به باقاعدي جاري هو. سندن طريقو 'قرآن ۽ حديث تي عمل' هو. ٻي ڪنهن جي راءِ کي اهڙن ٻنهي ماخذن کان مٿي نه سمجهندا هئا. سندن طريقت جو سلسلو قادري هو، ۽ پنهنجي والد بزرگوار حضرت پير سائين رشدالله شاهه (صاحب اللواء الرابع) جي دست مبارڪ تي بيعت ڪيائون.

پير صاحب جن به ٻه ئي ڪتاب تصنيف ڪيا: جهڙوڪ (۱) رسالو "المقالة المحبوبة في الدعاء بعد صلواة المکتوبه"، جو اردوءَ ۾ آهي ۽ ڪٿي عربي عبارت به ڪم آندل آهي؛ هن ۾ فرضي نماز کان پوءِ هٿ کڻي دعا گهرڻ جو مسنون هجڻ، احاديث مان ثابت ڪيو ويو آهي. (۲) ٻيو هڪ رسالو لکيو هئائون، جنهن جو نالو ياد نه آهي، مگر ان جو موضوع هو

---

* هن سوانح عمريءَ جي اصل متن تي مصنف جو نالو ڄاڻايل ڪونه هو، ۽ اڊريس اسان کان هيٺ مٿي ٿي ويئي آهي؛ ان ڪري افسوس آهي جو سندس نالو مضمون جي سري تي اچي نه سگهيو آهي. ـ مرتب

نيڪ انسانن جي هٿن چمڻ جي جواز جي اثبات ۾: اهو رسالو ڪم آهي؛ (٣) پاڻ ابن ماجه جو شرح به لکڻ شروع ڪيو هئائون: ان جو نالو رکيائون "خيمة الزجاجة في شرح ابن ماجه"، مگر ڪين ايتري فرصت ڪانه ملي جو ان جو اتمام ڪن ها: ڪافي عرصو بيمار رهڻ بعد آخر پاڻ وفات ڪيائون، ۽ شرح رهجي ويو: جيڪو شرح لکيائون سو به ڪم آهي؛ (٤) هڪڙي سندن تقرير آهي، جا پاڻ خانپور جي جلسي ۾ ڪئي هئائون: اها تقرير اردوءَ ۾ آهي.

سندس زندگيءَ جو مقصد هو-ڪتاب الله ۽ سنت رسول الله جي نشر و اشاعت. حديث پاڪ جي علوم ڏي سڀ کان وڌيڪ توجهه هون. حديث ۽ حديث جي علوم جي ڪتابن جو ڪين ايترو ته شوق هو، جو ڪيترن ئي ملڪن-جهڙوڪ شام، مصر، مديني منور، مڪي معظم ۽ هندستان-جي ڪن شهرن مان ڪيترائي ڪتاب ڪثير رقم خرچ ڪري ماهر ڪاتبن کان لکارايائون: حيدرآباد دکن ۾ مولانا قطب الدين صاحب هاليجوي ۽ قاضي لعل محمد صاحب ڪي امائي، نظام نواب عثمان علي خان جي خاص ڪتبخاني مان ڪيترائي ڪتاب اتارايائون. پاڻ اتي جي "دائرة المعارف" جي اراڪين مان هڪ رڪن هئا. 'دائرة المعارف' جي ڪتبخاني ۾ جيڪي ڪتاب ڇپايا ويندا هئا، سي سندن ڪتبخاني عاليه علميه کي مفت ملندا هئا. سندن علمي ذوق اهڙو هو، جو مشهور "تاريخ بغداد" خطيب بغداديءَ جي اڃا مطبوع نه ٿي هئي، تڏهن پاڻ ١٥-١٦ سوَ روپيا خرچ ڪري ان جو مصر مان فوٽو حاصل ڪيائون-پوءِ ڪافي عرصي بعد اها تاريخ ڇپجي شايع ٿي. "تاريخ اصفهاني" جو فوٽو به لنڊن جي ڪتبخاني مان ڊاڪٽر ڪرنڪو، محافظ ڪتبخانه لنڊن جي معرفت حاصل ڪيائون. ڪرنڪو صاحب جي وساطت سان جرمني حڪومت تائين "صحيح ابن خذيمه" ۽ ٻين تفسيرن جي لاءِ پڻ ڪوشان ٿيا، ليڪن اتي ڪاتب ۽ فوٽو نه ملڻ سبب اهي ڪتاب حاصل ڪري نه سگهيا. حديث جي علوم مان خاص طرح رجال جي فن ۾ ڪين ڪافي درڪ هو. هڪ دفعي، مولانا ثناءُالله صاحب مرحوم امرتسري وٽن آيو ۽ ٻه ٽي ڏينهن قيام ڪيائين. پنهنجي قيام جي دوران ۾ مرحوم پير سائين جن سان رجال جي متعلق ڪافي گفتگو ڪيائين. پوءِ جڏهن مولانا صاحب واپس ويو، تڏهن چيائين ته "اڄ (هن وقت) جيڪڏهن ڪو رجال جي فن جو امام آهي ته پير احسان الله شاهه راشدي آهي".

خلافت واري تحريڪ جي وقت جڏهن سندن والد ۽ مرشد حضرت پير سائين خلافت ڏلي عليه رحمت پنهنجي دستار مبارڪ لاهي "انگورا فنڊ" ۾ ڏني، ۽ ٻئي ڏينهن جمعي نماز تي پير سائين خلافت ڏليءَ جي فرزند جناب پير محمد امام شاهه صاحب وڪڻڻ جو هوڪو ڏنو ته 'ڪير آهي جو هيءَ خريد ڪري'، تڏهين احسان الله شاهه صاحب جن اوڏيءَ مهل ٻه سو رپيا رقم ڏيئي دستار خريد ڪئي.

هڪ دفعي، پاڻ سندن چاچي پير ميان محبوب شاهه صاحب وٽ سگ لاءِ ويا: پير صاحب مرحوم چيو ته "توهين نماز ۾ رفع اليدين نه ڪريو ته پوءِ توهان کي سگ

ڏيان، مگر پاڻ فرمايائون ته ”حضرت رسول الله صلي الله عليه وسلم جن جي سنت، ڏاڙهي خاطر ڪونه ڇڏيندس: اها ته هڪڙي آهي، پر اهڙيون هزار ڏاڙهيون به سندس سنت تان قربان ڪري ڇڏجن!“ ائين چئي پاڻ وڃي هليا- ۽ پوءِ آخرڪار ڪين ٿي اهو سڱ مليو.

هڪ دفعي، پير ضياءُ الدين شاهه، ان وقت جي ڪمشنر وٽان ٿي آيو، تنهن ڪان پوءِ وري پير احسان الله شاهه جن ان ڪمشنر وٽ منزل هالا آسريا. جيئن ته سائين جماعت تمام گهڻي هئي، ۽ دستور موجب تڪبيرن جا فلڪ شگاف نعرا پئي لڳا، سو ڪمشنر صاحب پڇا ڪئي ته ”هيءُ ڪير آهي؟“ جواب مليس ته ”پير صاحب جهنڊي وارو اچي رهيو آهي“. پاڻ جنهن وقت ڪمشنر وٽ پهتا، ته دوران مجلس ۾ ان ڪانئن پڇيو ته ”توهان به تحريڪ خلافت ۾ آهيو؟“ پاڻ فرمايائون ته ”خلافت ته اسان جو مذهب آهي؛ باقي اسين حڪومت سان ته پهچي نٿا سگهون، تنهنڪري اهي دانهون ته ضرور ڪنداسين: سرڪار جيڪڏهن مقاماتِ مقدسه جي پچر ڪٽي ڇڏي، ته اسين به ماٺ ڪري ويهون، باقي خلافت ته اسان جو مذهب آهي“.
افسوس، سندن عمر ايتري ڪانه ٿي- صرف پنجيتاليهن ورهين جي عمر ۾ وفات ڪيائون- انا لله و انا اليه راجعون!

خدا بخش ٽونيو

# مولوي غلام رسول مرحوم ٽونيو

مولوي غلام رسول ولد علي بخش ٽونيو مرحوم، ابڙا قوم جو هڪ فرد هو. سندن ولادت تاريخ ٦ ربيع الاول سن ١٣١٩هه ۾، ڳوٺ بکر ٽونيي ۾ ٿي - اهو ڳوٺ ديهه ڏگائو مهر تعلقي ميرو خان ضلعي لاڙڪاڻي ۾ هن وقت ويران آهي.

مولوي صاحب ابتدائي تعليم ڳوٺ فاضل خان مهيسر جي مسلان مدرسي ۾ ورتي، ۽ ان کان پوءِ سورت ۽ لاهور ۾ عربي ۽ فارسيءَ جي تعليم مڪمل ڪيائون. مولوي عطا محمد خان عباسي سندس استادن مان هو. مولوي احمد علي مهيسر ۽ مولوي قمرالدين مهيسر وغيره سندس شاگردن مان آهن. آخرالذڪر صاحب جي ڪوشش سان شهداد ڪوٽ ۾ هڪ مدرسو قائم ٿيو، جو هن وقت به موجود آهي. مولوي صاحب مرحوم جي همعصرن ۾ محمد علي خان مهيسر جهڙا ليک مرد شامل هئا.

مولوي غلام رسول صاحب عجيب وصفن جو صاحب هو. ننڍي هوندي، ڏينهن جو مدرسي ۾ تعليم پرائيندو هو ۽ سڪل مهل گهر اچي پنهنجي والدين جي خدمت چاڪريءَ ۾ وقت گذاريندو هو. مرحوم جي مسلسل ڪوشش سان، ڳوٺ بکر مهيسر ۽ ٻين هنڌن اسلامي مدرسا قائم ٿيا - مگر افسوس جو اهي مولوي صاحب جي وفات کان پوءِ ڦٽي ويا!

مولوي صاحب مرحوم قد جو پورو پنو، رنگ جو پورو، ۽ گفتگو جو پڪو هو. مرحوم جي گفتگو ۾ ايترو ته اثر هو، جو سنگدل کان سنگدل انسان جي دل به هن جي گفتگو ٻڌڻ کان پوءِ نرم ٿي ويندي هئي.

مولوي غلام رسول صاحب مرحوم و مغفور اسلام ۽ اسلامي روايات جو عاشق هو. هن ڪيترن اهڙن هنڌن مسجدون تعمير ڪرايون، جتي رڳو وحشي انسان رهندا هئا، ۽ جن کي الله ۽ رسول جي پاڪ ذات جي ڪابه خبر ڪانه هوندي هئي. اهي ماڻهو نڪي نماز روزو ۽ نه ٻين اسلامي ڳالهين کان واقف هئا. چنانچه، مولوي صاحب مرحوم ڳوٺ نئين ڦلهڙي، ڳوٺ ٻرائي ڦلهڙي، ڳوٺ بکر مهيسر ۽ ڳوٺ خير محمد ٽونيي وغيره ۾ مسجدون قائم ڪرايون، اتي اسلامي وعظ جي ذريعي گمراهه انسانن کي خدا جي راهه تي آڻڻ جي ڪوشش ڪندا هئا.

مولوي صاحب مرحوم اگرچ هڪ غريب انسان هو، مگر هن الهيءَ حالت ۾ به وڏا خرچ برداشت ڪري دور دراز ملڪن مان عربي فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪئي، ۽ "مولوي" جي سند حاصل ڪئي. سندن وفات ١٣٥٩هه ۾ ڳوٺ بکر مهيسر تعلقي ميرو خان ۾ ٿي. سندن مزار ڳوٺ فاضل مهيسر ۾ آهي، جتي هر سال ڪيئن ماڻهو فاتحه خواني لاءِ ايندا آهن.

حڪيم حافظ نور محمد ميمڻ

# مرحوم مولوي محمد اسماعيل ميمڻ

مولوي محمد اسماعيل صاحب ولد مولوي گل محمد صاحب مرحوم، ڪچيرو پراڻو (تعلقو مورو، ضلعو نوابشاھ) ۾ تولد ٿيا. سندن تاريخ ولادت پڪيءَ طرح سان معلوم ٿي نہ سگھي آهي. مولوي صاحب مرحوم عمر جو ابتدائي حصو پنهنجي وطن ۾ تعليم ڏيندا رهيا، ۽ بعد ۾ تبليغ وغيره جي سلسلي ۾ سنڌ ۾ گشت ڪندا رهيا.

حصول تعليم جي خاطر، مولوي صاحب کي سنڌ جي مختلف ڳوٺن ۽ شهرن جو سفر اختيار ڪرڻو پيو. چنانچہ اهو شوق مولوي صاحب جن کي گچيرو ۽ دولتپور (تعلقو مورو، ضلعو نوابشاھ)، ٺرڙي محبت (تعلقو ميهڙ، ضلعو دادو)، بوبڪ (تعلقو سيوهڻ، ضلعو دادو)، ۽ ڳوٺ ملڪاڻي (تعلقو دادو، ضلعو دادو) ۾ وٺي ويو. مولوي صاحب مرحوم ان سلسلي ۾ جن جن استادن کان فيض حاصل ڪيو، تن مان هيٺين صاحبن جا نالا قابل ذڪر آهن: (۱) خليفو ميان عبادالله ميمڻ، ساڪن گچيرو؛ (۲) مولوي ميان محمد دائود، دائود پوٽو، ساڪن دولتپور؛ (۳) مولوي ميان فيض محمد، ٺرڙي محبت؛ (۴) مولوي ميان عبدالرزاق صاحب بوبڪ؛ (۵) مولوي ميان غلام محمد صاحب ملڪاڻي، نقشبندي؛ وغيره.

مولوي محمد اسماعيل صاحب مرحوم جي لائق شاگردن جو تعداد پڻ ڪافي آهي: جئن تہ (۱) مولوي محمد حيات ٻگهيو، ساڪن ساڙي، تعلقو مورو، ضلعو نوابشاھ؛ (۲) مولوي محمد افضل صاحب ڏاهري، ساڪن ڳوٺ مقيم ڏاهري، تعلقو مورو، ضلعو نوابشاھ؛ (۳) مولوي محمد صادق صاحب ولد مخدوم ميان عبدالروف قاضي، ساڪن مورو؛ (۴) مولوي محمد ايوب ڏاهري، ويٺل ڳوٺ مقيم ڏاهري؛ (۵) مولوي ميان عبدالخالق پنوهر، جهلائي، تعلقو دادو؛ (۶) مولوي رحيمداد بروهي، بلوچستاني؛ (۷) مولوي محمد سليمان نوناري، ٺرڙي محبت؛ وغيره.

مرحوم مولوي صاحب جي همعصرن جي فهرست ۾، مولوي پير محمد شاھ ذاڪري (تعلقو سڪرنڊ، ضلعو نوابشاھ)، مولوي محمد صالح پاڃوٽو (ڳوٺ دودو ٻگهيو، تعلقو

مورو)، مولوي فضل محمد صابوگر (نوشهرو فيروز)، ۽ مولوي رضا محمد ڏاهري (ڳوٺ گلڻ جام ڏاهري، تعلقو مورو) جهڙا بزرگ شامل آهن.

مولوي صاحب جو سلسلو طريقت نقشبندي هو، جو کين ڪنيارين ۽ ملڪاڻيءَ جي بزرگن کان مليو. کين شعر و شاعريءَ سان بيحد دلچسپي هئي، ۽ ڪنهن زماني ۾ پاڻ به شعر چوندا هئا. مولوي صاحب نهايت خوش الحان هئا، ۽ کين حاضرجوابيءَ جو خداداد ملڪو هو. سندن ڪابه تصنيف طبع جي زيور سان آراسته ٿيل نه آهي، البت وعظ ۽ فقه تي سندن عربي، فارسي ۽ سنڌي زبان ۾ چند قلمي نسخا موجود آهي.

مولوي صاحب مرحوم تاريخ ۽ رجب المرجب ١٣٦٠ هجريءَ ۾، اسي سالن جي عمر ۾ وفات ڪئي، ۽ پنهنجي ڳوٺ گچيري ۾ مدفون آهن.



مولوي غلام رسول لاڙڪائوي

# علامه مير محمد مرحوم نورنگي

حضرت موصوف بلوچ قوم، جاگيرائي، وڳڻ ڳوٺ راضي ڳوڙڙ تعلقي قنبر جا هئا.
سندن والد ماجد جو نالو ملان محمد هاشم هو، جو هڪ بزرگ، نيڪسيرت ۽ مسجد شريف
جو پيش امام هو. سندن والد موصوف راوي آهي ته "مون پنهنجي هن فرزند جي ولادت
کان اڳ هڪ خواب ۾ ڏٺو ته منهنجي گهر ۾ سراج (ڏيو) روشن ٿيو آهي، جنهن جي روشنيءَ
کان دور دراز پنڌ تائين چانڊوڪي ٿي ويئي آهي. ٿوري ئي وقت ۾ هي فرزند ڄائو، جنهن
جو تعبير اهو ڄاتم ته هي نونهال سراج آهي، جنهن مان علم ۽ سنت نبوي زنده ٿيندي. انهيءَ
ڪري، سندس تعليم ۽ تربيت تي خاص ڌيان ۽ توجهه ڏنو ويو".

پهريائين قرآن شريف جي تعليم پنهنجي والد ماجد وٽ پڙهيا؛ تنهن کان پوءِ جناب
مولوي عبدالله صاحب ۽ جناب مولوي فيض محمد صاحب (وڳڻ پير جو ڳوٺ، تعلقو قنبر)
کان فارسيءَ جي تعليم ورتائون؛ صرف-نحو ۾ سندن استاد جناب مولوي محمد اسماعيل صاحب
منطقي ابڙن وارو آهي، ۽ قدري منطق جي تعليم جناب مولوي محمد اسماعيل صاحب خيرآباديءَ
وٽ (جو هڪ بينظير عالم، فيلسوف ۽ نهايت درجي جو متوڪل ۽ متبع سنت عالم هو) ورتائون؛
قدري تعليم جناب مولوي عبدالله صاحب بنگل ديرائيءَ کان به حاصل ڪيائون. ان کان پوءِ،
مولوي قمرالدين صاحب (جو هڪ متبحر عالم، متقي، صوفي مزاج ۽ سهروردي طريقي جو هو)
کان به فيض حاصل ڪيائون، ۽ ٿورو وقت جناب مولوي لطر محمد صاحب (پنگ، ملتان
ڊويزن) جن وٽ رهي لاهور هليا ويا، ۽ جناب مولوي امام بخش صاحب محدث بهاولپوريءَ
جي خدمت ۾ رهي ڪري، نصاب حديث ١٣١٤ھ ۾ مڪمل ڪري، فارغ از تحصيل ٿيا،
۽ پنهنجي وطن مالوف ۾ توڪلا علي الله ڪري تدريس شروع ڪيائون.

ڪين معاش لاءِ پنهنجي زمين هئي. اهل دنيا ساڻ تعلق ڪي ڀاڻ چڱو نه ڄاڻندا هئا،
۽ انهن کان بينياز ۽ لاپرواهه رهندا هئا. پاڻ حسن خلق ۾ بينظير هئا ۽ سندن صحبت ۾
اهڙي ته جاذبيت هئي، جو هڪ دفعو ملاقات کان پوءِ هميشه سندن زيارت لاءِ دل مشتاق
رهندي هئي. ڪين وعظ ۽ نصيحت ڪرڻ جو نهايت شوق هوندو هو. سندن حق گوئي،
صلهءِ رحم ۽ مهمان نوازي قابل رشڪ هئي. سدائين سندن چهرو مبارڪ خندان هو. سندن ساري

حياتيءَ جو وقت تعليم ۽ تدريس ۾ گذريو. پاڻ شاگردن کي اولاد جيان پاليندا ۽ عزيز ڄاڻندا هئا، ۽ تعليم کي پڻ عبادتن کان اعليٰ ۽ افضل سمجهندا هئا. سندن مجلس ۽ ڪچهري ۾ هڪ علمي درگاهه هوندي هئي، جنهن ۾ قرآن ۽ حديث کان سواءِ ورلي ڪو لفظ هوندو هو. سنت نبوي لاءِ نهايت محبت رکندا هئا؛ مطلب ته سندن اٿڻي ويهڻي، کاڌي پيتي ۽ ڪلام سلام ۾ سنت جو اتباع نمايان ۽ نصب العين هوندو هو. اقامت الصلوات سندن خاص صفت هئي. نماز ۾ خشوع خضوع ۽ خوف الاهي جي ڪري ڪين گهڻو ڪري استغراقي حالت ايتري قدر ته طاري ٿي ويندي هئي، جو ماسوا الله تعاليٰ کان بالڪل فارغ ٿي ويندا هئا. نماز جا آداب ۽ تعديل ارڪان سندن ڏسي، صلواة الصحابه ياد اچي ويندي هئي. پاڻ تهجد جا سخت پابند ۽ عامل هئا، جنهن ۾ غالباً ٽي سيپارا قرآن مجيد جا تلاوت ڪندا هئا. هميشه باوضو رهندا هئا. اجابة الدعا ۾ به بيمثال هئا. پاڻ ٽي پيرا باران نماز پڙهيائون، ته ڪڪر ظاهر ٿيا ۽ مينهن وسڻ شروع ٿي ويو. سڪرات واري وقت پهچندا هئا، ته سندن دعا سان خدا تعاليٰ جي فضل سان بيمار جي زبان ڪلمي پوندي هئي، ۽ هو شهادت جو ڪلمو پڙهندي جان بحق تسليم ڪندو هو.

ڪين علم حديث سان خاص محبت هوندي هئي. سندن مذهب حنفي هو، مگر عملاً ڪوشش ڪندا هئا ته اهڙي طريقي تي عمل پيرا ٿجي، جو اختلاف کان علحدو هجي. علم جي تعظيم ۽ تڪريم سندن زندگيءَ جو خاص مقصد هو. اهل ممات کي نيڪيءَ سان ياد ڪندا هئا. قبرن جي زيارت ۽ انهن کي ثواب حاصل ڏيڻ جا قائل هئا. بدعت جي سخت خلاف هوندا هئا.

سندن روحاني تعلق فقير فيض محمد لوڙهي واري سان هو. توڪل، زهد، حُب الله ۽ حب رسول اڪرم صلعم سندن صحبت مان ظاهر ۽ آشڪار هو. پاڻ سن ١٣٢٥هه ۾ حج بيت الله ۽ زيارت رسول مقبول صلعم جي کان مشرف ٿيا، ۽ ڇهه مهينا عرب ۾ رهي ڪري اتي جي بزرگن ۽ مشائخ حضرات سان ملاقات ۾ رهيا. انهيءَ نيڪ سفر ۾ به حاجين سان امر بالمعروف جي رهبري ڪندا رهيا.

سندن شاگردن جو تعداد تمام گهڻو آهي. انڪل ٥٣ ورهيه درس ڏنائون. انهن شاگردن مان فارغ التحصيل متبحر عالم هيٺ ڏجن ٿا: (١) مولوي شفيع محمد صاحب مسجدي، تعلقو ميهڙ (هي صاحب گويا هڪ سلسلي جو مالڪ، فقيه، اديب، شاعر، صاحب فتويٰ ۽ علم خطابت جو ماهر ۽ ڄاڻو هو)؛ (٢) مولوي محمد صالح بروهي، ڪراچي (هي صاحب هڪ عمدو واعظ ۽ محدث هو)؛ (٣) مولوي حبيب الله قاضي، لس ٻيلو؛ (٤) مولوي حافظ محمد ڪامل، ڳوٺ سنهڙي؛ (٥) مولوي عبدالڪريم صاحب، ڳوٺ گهنهڙ؛ (٦) مولوي گل محمد، ترائي؛ (٧) مولوي محمد امين، تعلقو قمبر؛ (٨) مولوي پير محمد صاحب، تعلقو قمبر؛ (٩) مولوي عبدالعزيز، سندن ڳوٺائي؛ (١٠) مولوي خوش محمد، ميرو خان؛ (١١) مولوي عبدالڪريم صاحب، ڪنڊ سليمان؛ (١٢) سندن برادر عزيز مولوي عطا محمد صاحب؛ ۽ (١٣) هيءُ راقم الحروف.

سندن ولادت جي تاريخ جو پتو لڳو ڪونه، مگر وفات مورخ ۱۰ محرم سن ۱۳۶۱ھ
تي ٿي. ڪين رمضان مبارڪ ۾ نمونيا ٿي، جا ٻن هفتن کان پوء گهٽ ٿي ويئي، مگر ضعف
۽ خفيف بخار رهجي ويو. راقم الحروف سان سندن خاص الفت هوندي هئي، تنهنڪري مون
مسڪين وٽ ڳوٺ ٻيڙي چانڊين ۾ اچي رهيا. نهايت ضعف ۾ ۽ ناسازيء سان نماز خوانيء
تي مستقل هئا. رحلت کان هڪ هفتو اڳ، هن مسڪين وٽ مولوي حميدالله صاحب آخوند
کي دستاربندي ڪرايائون، ۽ علم جي فضيلت ۾ طويل تقرير ڪيائون. پوء ضعف زور وٺي
ويو. وفات کان هڪ ڏينهن اڳ، خميس ڏينهن، مسڪين جي مشوري سان ڳوٺ ويا، ۽
آءٌ بہ خدمت ۾ حاضر رهيس. ۱۰ محرم جمعي رات، مغرب جي نماز ادا ڪري، تلاوت ۽
ڪلمہ شهادت جو تڪرار ڪيائون؛ بعد ازان، ضروري وصيت ڪري، پوء بارگاهہ باري تعاليٰ
۾ دعائون گهرندي، "اللهم اغفرلي بحق محمد صلي الله عليه وسلم" چوندي، جان بحق تسليم
ڪيائون. جنازي نماز، سندن وصيت موجب، هن مسڪين پڙهائي. سندن مرقد مسجد شريف
جي اتر کان آهي. ڪين ٽي فرزند آهن، جي ٻيريء ۾ ڪين چاوا؛ اهي بہ علم جي زيور
کان مزين آهن.

سندن وفات تي مولانا دين محمد صاحب "اديب" فيروزشاهيء "قصيده ميريه" در
مدح و تاريخ وفات چيو، جو هيٺ ڏجي ٿو.

| | |
|---|---|
| کامل و اکمل و لبيب شهير، | فاضل و افضل و اديب ڪبير؛ |
| پيشوا پارسا عديم نظير، | مقتدا رهنما حڪيم خبير؛ |
| ماهر و حاويء اصول و فروع، | بحر فقه و حديث و هم تفسير؛ |
| عالم ماهر فنون دقيق، | علَم اندر زمان محمّد مير؛ |
| علَم علم تا باوج فلڪ، | برسانده بهمت و تشمير؛ |
| حاميء سنّت رسول خدا، | بهر خيرالامم بشير و نذير؛ |
| عمر او صرف گشت در تدريس، | در بلاغ بصائر و تذڪير؛ |
| لوم لائم ورا نترسانيد، | بي تحاشا بگفت حق باميز؛ |
| عمر او وقف نصرت اسلام، | ڪرد با خصم دين جهاد ڪبير؛ |
| حسن سيماش ساحر دل و جان، | منطقش ڪرد فلسفي تخچير؛ |
| ڪرد محسوس حڪمت معقول، | ڪرد تسهيل عقدهاي عسير؛ |
| قوت فڪر او چکويم بات، | لڪست شارده نمود اسير؛ |
| حججش بود مسڪت و مسڪت، | نظريات او فقيد لظر؛ |
| ربع مسڪون ز فيض او مشحون، | گشته مرهون بلطفهاي ڪثير؛ |
| چون شبيهش ڪسي نديد ڪسي، | بسکه بردند در جهان تصوير؛ |
| شڪل زيباش پيڪر اخلاص، | زان بذيرفت فيض او توفير؛ |

از اداي اداش و آن لطيف، عاجز و تنگ فكر و هم تعبير؛
مقصدِ عمرِ او بسي اعلي، بشبستانِ شش جهت تنوير؛
صدقهٔ جاري است تعليمش، تا قيامت بماندش تاثير؛
فطرتِ او شريعتِ بيضا، دينِ حق در سرشتِ او تخمير؛
زهد و تقواش عروهٔ وثقي، رهبرِ اتقيا امامِ بصير؛
مستفيدان مستفيدانش، كرد لطف لطيف جمِ غفير؛
فيضِ تعليم او محيط جهان، كرد بذلِ فيوض بي تقصير؛
چون پدر مهربان شاگردان، لطف فرماي هر صغير و كبير؛
بتو "استاد كل" لقب داده— علما، بالوفاق غير نكير.
آفرين بر عزائمِ عالي، همچو سد" سكندرت تعمير!
هيچ طوفان نمي تواند كشت، هر چراغي كه كردهٔ تنوير؛
زان كه دنيا اگر بگردد باد، نورِ حق را نمي رسد تغيير؛
بسرت تاجِ علم شد نازان، تو بملكِ علوم عالمگير؛
رعبِ حق در رخِ تو لامع بود، حكمبردارِ تو امير كبير؛
بكمالات مرجع آفاق، بر سپهرِ كمال مهرِ منير؛
شاه بودي بصورتِ درويش، بحصيرت سرير مير حصير؛
بهرِ ارواي مزرعِ ايمان، آنهرِ علم كردهٔ تفجير؛
دورِ غربت رسيد بر اسلام، از تو ترويج يافت هم توقير؛
دُرَرِ حسنِ معني و صورت، نتواند بنظم سفت ظهير؛
آنچه در سلك نظم سفت "اديب"، از كمالات، نيست عشر عشير.
كرد رحلت بيوم عاشوري، هر يكي در فراق او بنفير؛
بعد الف و سه صد، سن شصتم، روز آدينه بود اين تقدير؛
گشت قلب و جگر ز مرگش چاك، سخت بگريست نوجوان هم پير؛
كرب در كرب كر بلا افزود، شد شفق خون فشان، زمين دلگير؛
چون نباشد كه موت عالِم را، موت عالَم قرار داد قدير!
ابر رحمت بود بر او باران، مرقد او شود چو باغ نضير!
عين حق بنگرد براي العين، در جنانش شود مآب و مصير؛
در جوار رسول پاك بود، باغ رضوان كند مقام و مَسير!
"غفر الواجدُ لَهُ"— گفتم، سالِ ترحيلِ او پيء تبشير.
زه ز قرآن شنو: "لَهُم مَغفِرَة"— سالِ وصلش ولي بغرقِ يسير،
"مَغْفِرَةٌ لَهُ" هر ست تاريخش، بي سخن بخشدش خداي خبير!

# مرحوم حاجي محمد سماعيل جان "روشن" مجددي سرهندي

واء حسرتا! اڄ قلم کي انهيءَ مجسمهء علم و ڪمال جو ماتم ڪرڻو آهي، جنهن جي وصف ۽ مدح جي فرض کان ڪڏهن به سبڪدوش ٿي نٿو سگهجي. مجددي خاندان جي خانقاهه ۾ فضل ۽ ڪمال، معرفت ۽ حقيقت، زُهد ۽ تقويٰ جي جيڪا شمع پنهنجي ضياپاشين سان محفل کي روشن ڪري رهي هئي، اها بالاخر تاريخ ١٤ ماهه جمادي الثاني سن ١٣٦١هه ۾ هميشه جي لاءِ اُجهامي ويئي.

مجددي خاندان ۾ سندن ذات نمايان حيثيت رکندي هئي، ۽ بزرگ آباء و اجداد جي گهڻين روايات جي حامل هئي. پاڻ ارشاد و هدايت، علم و عمل، زهد و تقويٰ جا پيڪر هئا. انهن ظاهري ۽ باطني ڪمالات سان گڏ، دين ۽ ملت جي راهه ۾ سندن جان فروشانه جذبو ۽ مجاهدانه ولولو، سلف صالحين جي ياد تازي ڪندو هو. سرزمين سنڌ ۾ سندن ذات علماء و مشائخ، ادباء و شعراء ۾ ممتاز هئي. انهيءَ نقطہ نظر سان، سندن وفات جو حادثو نه فقط سندن عزيزن ۽ اهل خاندان، بلڪ پوري ملڪ ۽ قوم لاءِ هڪ ناقابل تلافي نقصان آهي. اهو واقعو تاريخ سنڌ جو هڪ اندوهناڪ باب ليکيو ويندو. اگرچ هن وقت اها 'روشن' شمع وسامي ويئي آهي، مگر هن جي ذُونهين جي سياهيءَ سان جريدهٔ عالم تي هميشہ جلي حروف ۾ هي لکيل نظر ايندو:

"رفتم و از رفتنِ من عالمي تاريک شد،
من مگر شمعم چو رفتم بزم برهم ساختم".

سندن اسم گرامي حضرت حاجي محمد اسماعيل جان، ابن حضرت آغا حاجي محمد حسن جان هو. نسباً فاروقي، مجددي، اولاد حضرت امام رباني مجدد الف ثاني شيخ احمد سرهندي مجددي الفاروقي رضي الله تعاليٰ عنه مان آهن. سندن شجرهٔ نسب حضرت مجدد (رح) تائين هن طرح آهي:

حضرت حاجي محمد اسماعيل جان رحمة الله عليه، ابن حضرت حاجي محمد حسين جان رحمة الله عليه، ابن حضرت خواجه حاجي عبدالرحمان رحمة الله تعاليٰ، ابن حضرت خواجه شاهه عبدالقيوم رحمة الله تعاليٰ عليه، ابن حضرت خواجه شاهه فضل الله المجددي رحمة الله عليه، ابن حضرت شاهه غلام النبي المجددي رحمة الله تعاليٰ عليه، ابن

حضرت شاهه غلام حسن المجددي رحمة الله عليه، ابن حضرت شاهه غلام محمد المجددي رحمة الله عليه، ابن حضرت شاهه غلام محمد معصوم رحمة الله عليه، ابن حضرت شيخ محمد اسماعيل المجددي رحمة الله عليه، ابن حضرت خواجه صبغت الله المجددي رحمة الله عليه، ابن حضرت عروه الوثقيٰ خواجه محمد معصوم رحمة الله عليه، ابن حضرت امام رباني مجددالف ثاني شيخ احمد سرهندي الفاروقي رحمهم الله تعاليٰ عليهم اجمعين.

انهيءَ طرح سان سندن شجرهٔ نسب، ٻارهن واسطن سان، حضرت امام رباني مجددالف ثاني رحمة الله تعاليٰ عليه تائين پهچي ٿو، ۽ چوٽيتاليهن واسطن سان خليفه ثاني امير المومنين حضرت سيدنا عمر ابن الخطاب رضي الله تعاليٰ عنه سان ملي ٿو.

سندن ولادت باسعادت، تاريخ ۵ رمضان المبارڪ، سن ۱۳۰۷هه، ڳوٺ ٽکڙ تعلقي ڪوٽڙي ضلعي حيدرآباد سنڌ ۾ ٿي. پاڻ پنهنجي تاريخ ولادت هن طرح چئي اٿن:

چو جست "روشن" سال ولادتش الحال،

بفکر........ آمد "هزار باغ کمال"- (۱۳۰۷هه)

سندن ابتدائي تعليم ۽ تربيت، سندن جد امجد حضرت خواجه عبدالرحمان رحمة الله عليه جي نظر فيض اثر هيٺ شروع ٿي. انهيءَ کان بعد، وقت جي عالمن ۽ پنهنجي والد ماجد حضرت آغا حاجي محمد حسين جان کان مروجه ديني علوم جي تڪميل ڪيائون. سندن استادن ۾ حافظ محمد يوسف ٽکڙائي ۽ ان جو فرزند حافظ هارون "دلگير" به هئا. طالب علميءَ جي زماني ۾، پاڻ علمي ۽ ادبي جستجو کان سواءِ ڪنهن بيءَ ڳالهه سان مقصد نه رکندا هئا. پاڻ اهڙي ماحول ۾ پروش پاتائون، جنهن ۾ علم ۽ معرفت کان سواءِ ٻي ڪا قيل و قال نه ٿيندي هئي. اهڙن خدا رسيده بزرگن ۽ باڪمال استادن جي نظر هيٺ تربيت وٺي، جوانيءَ جي منزل ۾ قدم پاتائون. بقول شاهه صاحب

"سي ٻوڄارا ٻَرَ ٿيا، سمنڊ سيويو جن،

آندائون عميق مان، جوتي جواهرن،

ڪانهي قيمت تن، ملهه مهانگوان جو".

سندن جد امجد حضرت خواجه حاجي عبدالرحمان رحمة الله تعاليٰ انهيءَ وقت ٽکڙ ۾ جلوه افروز هئا. اهو ننڍڙو ڳوٺ انهيءَ زماني ۾ مرجع خلائق ۽ ملجاي عالم بنيل هو. افغانستان، هندوستان ۽ سنڌ جي ڪوشي ڪوشي مان خاص ۽ عام، امير ۽ فقير، مشائخ ۽ علماء، دور دراز منزلون ۽ سفر جا ڪشالا ڪٽي ايندا هئا، ۽ حضرت خواجه صاحب عليه الرحمت جي چشمهٔ فيض ۽ برڪت مان سيراب ٿي موٽندا هئا: ڳويا ٽکڙ انهيءَ وقت روحانيت ۽ معرفت جو مرڪز بنيل هو. اسان جي ممدوح، حضرت حاجي محمد اسماعيل جان، پنهنجي زندگيءَ جا ابتدائي سال، يعني ۱۳۰۷هه تائين، اڍ سال، پنهنجي جد امجد حضرت حاجي صاحب رحمة الله عليه جي

مهراڻ

سايہ عاطفت ۾ گذاريا. سندن ظاهري ۽ باطني علوم جا استاد ۽ مرشد حضرت حاجي صاحب (رحہ) هئا. حيرت جهڙي ڳالهہ آهي تہ نون سالن جي ننڍيءَ ڄمار ۾ سندن جد امجد پنهنجي هن خوردسال فرزند کي پنهنجو مريد بڻايو. هڪ ڏينهن جي ڳالهہ آهي تہ حضرت حاجي صاحب (رحہ) جن هنن تي پنهنجي فيض جي ڀالوت ڪئي، ۽ کين قلبي ذڪر جي تلقين ڪيائون. سندن هڪ ئي اشاري سان هن لوعمر مريد جي قلب جون تارون ڇُرڻ لڳيون، ۽ ان وقت مرشد ڪامل جي فيض جي انوار ۽ تجليات مٿن اهڙو تہ اثر ڪيو، جو پاڻ بيخود ٿي ويا.

سندن جد امجد ۽ مرشد حضرت خواجہ حاجي عبدالرحمان رحمة الله عليه سن ١٣١٥ هہ ۾ لڪڙ شريف ۾ وفات ڪئي، ۽ هن گنجينۂ علوم اسرار کي گنجي ٽڪر تي لڪڙ جي لڪ ۾ دفن ڪيائون، جتي سندن مزار پُرانوار اڄڪالهہ "مقبره شريف" جي نالي سان زيارتگاه عام و خاص آهي - بقول شاهہ صاحب:

"ساري رات سبحان، جاڳي جن ياد ڪيو،
ان جي عبداللطيف چئي مٽيءَ لڌو مان،
ڪوڙين ڪن سلام، اچي آسڻ ان جي".



الاهي بخش اعوان

## مولانا خليفو يار محمد مرحوم شڪارپوري

حضرت مولانا مرحوم جي ولادت جي تاريخ معلوم نہ ٿي سگهي آهي. مولانا موصوف سموري تعليم شڪارپور سنڌ ۾ ورتي، ۽ سموري عمر شڪارپور ۾ گذاريائون. ابتدا ۾ تعليم پنهنجي ڏاڏي مرحوم حافظ خليفي الهه رکيي صاحب کان ورتائون، ۽ بعد ۾ مولوي ميان عبدالرحيم صاحب مرحوم شڪارپوري ۽ مولانا مولوي حافظ محمد حيات صاحب مرحوم شڪارپوريءَ کان تعليم حاصل ڪيائون.

مولانا يارمحمد صاحب مرحوم جي شاگردن ۾ حڪيم مولوي الاهي بخش صاحب اعوان شڪارپوري (فاضل ديوبند ۽ فاضل الطب والجراحت، دهلي)، مولوي پير فضل احمد صاحب سرهندي شڪارپوري، مولوي عبدالفتاح صاحب صديقي شڪارپوري، ۽ پير حضرت غلام مجدد صاحب سرهندي شڪارپوريءَ جا نالا قابل ذڪر آهن

مولانا مرحوم جي همعصرن ۾ هيٺيان بزرگ شمار آهن: حضرت مولانا مولوي عبدالرحمان صاحب ميمڻ مرحوم، شڪارپور: حضرت مولانا مولوي قاضي سيد بهادرعلي شاهہ مرحوم، شڪارپور: حضرت مولانا مولوي غلام رسول صاحب چشتي مرحوم، شڪارپور: حضرت مولانا مولوي جهان خان دراني نقشبندي مرحوم، شڪارپور: حضرت مولانا مولوي حافظ محمد حيات صاحب قريشي، شڪارپور: جناب اعوان مسٽر عبدالحميد صاحب درويشاڻي مرحوم، پرنسپال خيرپور ميرس: حضرت مولانا مرحوم عبدالغفور صاحب همايوني رحہ: ۽ حضرت قبلہ مولانا امروٽي رحمة الله عليہ.

حضرت مولانا صاحب مرحوم جو سلسلہء طريقت چشتيہ صابريہ هو. پاڻ حڪيم الامت مولانا شاهہ اشرف علي صاحب ٿانويءَ جا مريد هئا. نهايت عابد، صالح، ذاڪر ۽ پرهيزگار شخص هئا. هميشه مسجد شريف ۾ درس تدريس جي شغل ۾ مشغول هوندا هئا. هر هڪ ماڻهوءَ کي مولانا مرحوم جي لاءِ هڪ خاص قسم جو حسن ظن هوندو هو، ۽ هر طبقي ۽ هر گروهہ جا ماڻهو کين عزت ۽ احترام سان ڏسندا هئا ۽ بزرگ سمجهندا هئا. طبيعت جا بيحد حليم، خوش اخلاق ۽ منڪسر هئا. صوفي منش هئا، ۽ پنهنجي مرشد تي عاشق هئا- هميشه سندن هدايتن تي عمل ڪندا هئا.

هن بزرگ جي وفات ۹ نومبر ۱۹۴۳ع، مطابق ۲۹ شوال ۱۳۶۱هہ، ڏينهن سومر، صبح صادق جي وقت ٿي، ۽ کين شڪارپور ۾ سپرد خاڪ ڪيو ويو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# قاضي عبدالرؤف مرحوم موراڻي*

قاضي مولوي عبدالرؤف، ١٢٩٩ هجريءَ ۾ موري (ضلعو نوابشاهه) ۾ تولد ٿيو. هن ارين جي قاضي عبدالڪريم ۽ عبدالرحيم ٺٽويءَ وٽ تعليم حاصل ڪيائين.

قاضي عبدالرؤف تحرير جو وڏو قابل هو. سندس شاگردن جو تعداد تمام گهڻو آهي- چند لائق شاگردن جا نالا هي آهن: (١) حافظ ابراهيم نابينا، ڊکڻ، اصل ويٺل دولتپور جي آسپاس جو، پوءِ اچي دودي پاڻ پوٽي جي ڳوٺ ۾ ويٺو. هي عالم هو ۽ پڙهائيندو به هو. هن حافظ صاحب جو پٽ مولوي محمدحسين صاحب به چڱو عالم هو. انهيءَ جو پٽ مولوي محمد عمر صاحب اڄ تائين زنده آهي؛ عربي فارسيءَ کان چڱو واقف آهي، ديندار ۽ نيڪ شخص آهي. (٢) مولوي عبدالڪريم ڏاهري، ويٺل سن- هي بزرگ سگهوئي فوت ٿي ويو. (٣) قاضي خدابخش چنيجن وارو: عالم ٿيو، پر پوءِ مجذوب ٿي ويو. (٤) حيدرشاهه، مير حسن عليءَ جي ٽنڊي وارو. (٥) سيد تاج محمد صاحب امروٽي به ڪجهه وقت پڙهيو؛ اصل مولوي عبدالقادر پنهواري واري وٽ پڙهيو هو. (٦) ميان عطاءالله صاحب فيروزشاهي "شرح ملا" تائين پڙهيو، ۽ پوءِ شهدادڪوٽ وڃي پڙهيو. ميان عطاءالله صاحب جو والد ميان خيرمحمد وڏو عالم هو.

پير محمدسعيد لواريءَ واري، ميان شفيع محمد پاناڻيءَ خواه قاضي عبدالرؤف وارن ڏي چواڻي موڪليو ته ٻه اوهان اهڙا خطبا ٺاهيو، جنهن ۾ وهابيت جو رد هجي*؛ جنهن تي هي خطبو جوڙيائين:

تَخَصّ" اَلحمدلِلّٰه ذوالجلال — علي ما عم" فضلا بالنوال

الله" واحد فرد" قديم — تنزه" عن مشارکه المثال

له ملک و حمد و هو يحيي — يُميت الخلق من غيرالمقال

قدير" هُوَ علی ما کل شيءِ — جدير" هو باوصاف الکمال

---

* هڪ مختصر ملاقات (٢١ آڪٽوبر ٥٦ع) ۾ مولانا محمد صادق صاحب موراڻيءَ کان جيڪي ڪجهه احوال ملي سگهيو، سو پيش ڪجي ٿو. جناب مخدوم اميراحمد صاحب جن، قاضي حاجي عثمان ۽ قاضي محمد عالم بابت حوالن جو اضافو ڪيو ۽ پڻ عربي خطبي جي تصحيح ڪئي. -مرتب

# موري جا قاضي صاحبان

(عبدالخالق بن محمد يوسف بن محمد هاشم: محمد هاشم ۽ محمد طاهر ٻئي ڀائر، جي ٻاهران آيا ۽ موري ۾ اچي رهيا.)



تقدّس عن صفات الخلق طرّاً | و عمّا لا يليق من الخصال
فذاک المصطفیٰ إختاره الله | وَ فضّله باعلاء الکمال
صحابتهُ نجومٌ لاهتداءِ | رجومٌ هم لاصحاب الضلال
خصوصاً اربع منهم جميعاً | تجلّو بالجلال مع الجمال
تسلّطهم علیٰ اعداء دين | کَضِرغام تسلّط لاغتيال
تَرَحّمهُم لِاَهل الدين جمعاً | کَتَرَحُّمَة ربهم کُلّ العوال
هم الصّديق والفاروق ايضاً | و ذوالنّورين اسداللّه عالی
و سبطی مصطفیٰ و ابنا بتول | بصُحبة جدّهم بلغا المعالی
لَهم فضلٌ و راء الفضل هذا | لما يحويهما سفهوم آل
و عمّاه مکرمٌ کل احد | و صِنْوَالاب اعمام الرّجال
صلاة اللّه کانت مع سلامٍ | علیٰ خيرالبرايا و الزّلال
و يتبعه الصحابة بعد آلٍ | و من تَبِعٌ لهم في الاعتدال
فکُن في هذه الدنيا غريباً | تسير مُعجّلاً لِلاِنتِقال
و لا تغترّ مُفتخراً بمال | متبقیٰ مُفلساً من غير مال
و لا تشغل باولاد عن اللّه | و لا تَرْكَنْ الیٰ ما في الزّوال
و تُبْ عمّا فعلت من المعاصی | و عما قلت من شرّالمقال
و لا تنس الجحيم و لاالقيامة | و لا قبراً و مافيه سوء حال
من العبدالمضاف إلیٰ رئوف | سيبقیٰ واعظاً بعد ارتحال

مولوي محمد صادق صاحب موراڻيءَ چيو تہ خواجہ حسن جان صاحب سرهنديءَ ان کي ٻڌايو تہ مولوي فيض الکريم هک نظم عربيءَ ۾ لکي آيو، جنهن ۾ هن قاضي عبدالرؤف جي مٿين ڳالهہ واري مصرع کي هن طرح پنهنجو کيو:

”من الفيض المضاف الي الکريم — سيبقیٰ واعظا بعد ارتحال“

قاضي عبدالرؤف جون هيٺيون تصنيفون معلوم ٿي سگهيون آهن:

(١) ”إراء ارشادالحق الي اهواء افساد المشرک“ — هيءَ رسالو وهابيت جي رد ۾ لکيائين.

(٢) ”تنزيه از تشبيه“ — هيءَ کتاب فارسي نظم ۾ ”خدائي تشبيهہ“ (يعني تہ خدا تعالیٰ جي وجود کي ماڻهوءَ جي جسم سان تشبيهہ ڏيڻ) واري عقيدي جي رد ۾ لکيائين. سنڌ ۾ قاضي حاجي عثمان ۽ مولوي عيسيٰ الهيءَ عقيدي جا حامي بڻيا هئا. قاضي حاجي عثمان، اسان جي سنڌ جي نامور حکيم شمس الدين ۽ سياسي اڳواڻ قاضي فضل اللّه جو ڏاڏو هو. قاضي عثمان ۽ مولوي عيسيٰ ٻئي حج تي ويا، ۽ اتان فارغ ٿي نجد ۽ يمن جو سير کيائون. اتي محمد بن عبدالوهاب نجديءَ جي پوئلڳن کان گهڻو متاثر ٿيا، ۽ مشهور اهل حديث فاضل،

علامہ شوڪاني، مصنف "نيل الاوطار"، وٽ حديث جو علم پڙهي، سنڌ وري، واپس آيا. قاضي حاجي عثمان "مُشَبِّہ" هو، ۽ قاضي محمد عالم نوشهرائي بہ سندس صحبت ۾ سندس همخيال بڻيو. قاضي محمد عالم هڪ وڏو عالم ۽ حڪيم هو*. قاضي حاجي عثمان جي رفيق مولوي عيسيٰ جو فرزند مولوي فيض الڪريم بہ چڱو عالم ٿيو، ۽ اهل حديث جي مسلڪ تي قائم رهيو. قاضي عبدالرؤف جي ڪتاب "تنزيہ از تشبيہ" جي شروعات هن طرح ٿئي ٿي:

هر ثنائي کہ در وجود آيد، — از ورا مرورا همہ شايد؛
ذاتِ خود را کہ خود ستايش کرد، — گشت از عجزِ ما سوايش گرد؛
بينياز است با غنا از غير، — ليس ينسب اليہ الا لخير؛
هرچہ از کائنات تا ابد است، — بانيازي بدرگہِ صمد است؛
هست ذاتش منزه از تمثيل، — هم صفاتش ز تهمتِ تبديل †؛
غرض "عبدالرؤف" مي دارد، — غرض از نظم نُصح مي آرد:
کہ همي صنعت آرچہ کارم نيست، — لائق ررزگار زارم ليست:
ليک وهابيہ چو نوع فساد، — در نهادي ز جنس خويش نهاد؛
خاص عيسيٰ کہ از فضول فتن، — کرد مر عالم را اسير محن؛
هر زباني کہ داشتم معلوم، — هم دران نُسخ کرده ام مرقوم؛
سندي و پارسي دگر عربي، — بهتر است از همہ زبانِ نبي؛
تا شود انتفاعِ عام بدان، — شهره گردد بملک نام بدان؛
تا ازين قوم احتراز کنند، — باب بغضا بروش باز کنند؛
پارسي نثر هست گرچہ بس، — فهمِ آن سهل گشت بر هرکس؛
ليک چون نظم هست شيرين خوش، — بس لذيذ است بيشتر دلکش؛
گشت منظوم نسخۂ تنزيہ، — نام تنزيہ دارد از تشبيہ.

ميان محمد مسعود چوٽيارن واري، قاضي صاحب جن ڏانهن لکيو تہ "علم باطن 'فرض' ناهي"؛ قاضي صاحب لکيو تہ "فرض آهي". اها تحرير پن ٽن جزن ۾ آهي، ۽ ڪنيارين وارن جي معرفت اها لکپڙه ٿيندي هئي. قاضي عبدالرؤف تحرير جو وڏو قابل هو. مخدوم امير احمد صاحب جن پڌايو تہ وهابين جي رد ۾ سندس فارسيءَ ۾ لکيل ڪي تحريرون ۽ مسئلا مون سندس شاگرد مولوي فضل محمد مرحوم جي ڪتبخاني (نوشهرو فيروز) ۾ ڏٺا هئا. تحريرن مان موصوف جو علمي تبحر صاف ظاهر هو، ۽ ڪيس تحرير جي فن ۾ قدرت خاص ملڪو عطا

---

* قاضي محمد عالم ڪان پوءِ سندس پٽ حافظ عثمان وڏو حڪيم ۽ چڱو عالم هو؛ سندس پٽ قاضي احمدي بہ حڪيم ۽ چڱو عالم هو. قاضي احمديءَ کي اي پٽ آهن - قاضي عبدالهادي، جو حڪيم ۽ عالم آهي؛ حافظ عثمان، ۽ قاضي اڪرم. سندن سڪونت نوشهري ۾ آهي. † اصل: ترتيب.

ڪيو هو. قاضي صاحب فارسي زبان جو خاص طرح وڏو انشاپرداز هو-ا. هه. فارسي نظم ۾ به ڪافي دسترس هئس- جنهن مثنوي نظم مان ظاهر آهي. مولانا محمد صادق مورائيءَ چيو ته پير صاحب پاڳارن جي جدامجد حضرت محمد راشد رحہ جي سلسلہ طريقت بابت هيٺيان اشعار هنا:

از مجدد الف ثاني فيض عالمگير شد ۔۔۔ وز جناب شان ما را برکت و تاثير شد
شيخ آدم گشت از فيض مجدد کامياب ۔۔۔ شيخ سعدالله از و گشته منور مستطاب
زو است ايوب ولي و هم جمال الله شاه ۔۔۔ زو است مخدوم "پربالو" را بقا(۱) مانند ماه
زو شده راشد خليفة از فيوضش بهره مند ۔۔۔ در طريقهٔ عاليءِ حضرت جنابِ نقشبند

-قاضي عبدالرؤف اشعار ٻڌي، آخري شعر جي پهرين مصرع جي هن طرح اصلاح ڪئي:

"شد محمد راشد از فيض فتوحش بهره مند"

قاضي عبدالرؤف صاحب سن ۱۳۶۳هه ۾ وفات ڪئي.

---

(۱) يعني، حضرت سيد محمد بقا والد حضرت سيد محمد راشد عليه الرحمة.

حافظ قاري محمد

# مولانا حاجي شفيع محمد "مسجدي" مرحوم

مولانا صاحب جن هڪ مستند عالم ۽ محقق بزرگ هئا. سندن نالو شفيع محمد بن ولي محمد ۽ تخلص "مسجدي" هو. سوڍاري ڳوٺ جا رهاڪو هئا، جنهن کي اڪثر "مسجد سوڍاري" چوندا آهن. شهر ٺٽي کان اڳ ۾ مسجد جوڙائي وئي ۽ ان کان پوءِ ڳوٺ جي تعمير جو سلسلو شروع ٿيو، انهيءَ ڪري ان ڳوٺ جو نالو سوڍاري مسجد پئجي ويو. انهيءَ ڳوٺ ۾ مسجد جو بنياد به مولانا مسجديءَ جي وڏن وڌو. پاڻ انهيءَ ڳوٺ ۾ پيدا ٿيا، سندن تاريخ ولادت معلوم نه ٿي سگهي آهي. مولانا صاحب جن ذات جا "سوڍر" هئا، مگر جڏهن ته سندن آبا و اجداد قضا جي منصب تي فائز رهيا هئا، انهيءَ ڪري ڪين 'قاضي' به سڏيندا هئا. انهيءَ خاندان جي ڪوشش سان سنڌ جو مشهور عالم سيد مصري شاه صاحب خيرپور ناٿن شاه وارو انهيءَ ڳوٺ ۾ تعليم ڏيندو هو، جنهن جي تعليم ۽ تدريس سان سوين ماڻهو فيضياب ٿيا*.

مولانا مسجدي جن قرآن ۽ فارسي اشرف سوڍر جي ڳوٺ ۾ پڙهيا. انهيءَ ڳوٺ ۾ ٽي پائر سوڍر عالم هئا - مولانا غلام محمد، مولانا غلام رسول، ۽ مولانا غلام نبي. اهي ٽيئي عالم عربي ۽ فارسيءَ جا ماهر هئا. الهن مان پويان ٻه شاعر به هئا. مولوي غلام رسول جو عربي خطبو مشهور آهي، جنهن ۾ مطلع ۽ مقطع هي آهن:

ثَنَاءٌ وَفِيرٌ وَ حَمْدٌ كَثِيرٌ
لِمَنْ هُوَ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ
لَيَدْعُو بِبَابِكَ غُلَامُ الرَّسُولِ
فَاِنَّكَ لَهُ بِالْاِجَابَةِ جَدِيرٌ

* مولانا مصري شاه هالن مان فارغ التحصيل ٿي اچي "سوڍاري مسجد" ۾ پڙهائڻ لڳو. شاه صاحب جو وڏو ڪتبخانو هو، جو پوءِ خورد برد ٿي ويو. سندس ڪيترائي شاگرد ٿيا - مثلاً مولوي حبيب الله مولنگي، ويتل "شادي دبي" لڳ راوت لغاري، جو پوءِ روهڙيءَ لڏي ويو؛ حافظ محمد عيسيٰ پوڪ، ساڪن ڳوٺ پوڪ، تعلقو دادو، ۽ ٻيا.

ان کان پوءِ مولانا مسجدي، حافظ عبدالله رضي نابينا وٽ پيري (تعلقو ميهڙ) ۾ صرف ۽ ڪجهه نحو پڙهيا. حافظ رضي اگرچ ظاهري بصارت کان معذور هو، مگر خدا جي فضل سان باطني بصارت سان معمور ۽ پرنور هو، ۽ پڻ پُرگو شاعر هو. هيٺيان بيت حافظ صاحب جا چيل آهن:

بحمد الله اين ميمون مرقوم،
ز عبدالله رضي گرديد مختوم.
که باشد "واهه مرزا" موطنِ آن،
بلاشک و ريب، ذاتش "چانڊيه" دان.
شد از شهداد پُر* تحصيلِ علمش،
خدا بخشاد اورا عزّ حلمش.

ان کان پوءِ مولانا مسجدي، ميهڙ تعلقي ۾ منگسين جي پرسان ڳوٺ فيض محمد آگري ۾، مولانا محمد پريل آگري وٽ پڙهڻ ويو. اتي منطق ۽ ڪجهه فقه ۽ ڪجهه نحو پڙهيائين. مولانا محمد پريل جن وڏا فقيهه ۽ نحو جا ماهر هئا، ان هوندي به مولانا مسجدي کانئن رخصت وٺي، وڌيڪ منطق ۽ معقولات وغيره جي تحصيل لاءِ مولانا ميرمحمد نورنگيءَ جي خدمت ۾ تعلقي قنبر ۾ لورنگ ڳوٺ ۾ آيو، ۽ اتي باقي رهيل ڪتاب پڙهي پورا ڪري، اتي ئي دستاربندي ڪيائين. ڳوٺ لورنگ واري زماني ۾، ڪجهه وقت منطق مولانا محمد اسماعيل ابڙن واري وٽ به پڙهيا. اتي "ميبذي" وغيره پڙهيائون.

تحصيل علم جي فراغت کان پوءِ پنهنجي ڳوٺ ۾ في سبيل الله متوڪلا علي الله تعليم جو ڪم شروع ڪيائون. شب و روز درس تدريس ۾ مشغول رهيا. گهڻا ماڻهو سندن فيض جي سرچشمي مان سيراب ٿي ويا - خاص ڪري هيٺ ذڪر ڪيل وٽائون دستاربند ٿيا: (١) مولانا حاجي الاهي بخش، مدرس ڳوٺ پانهو لاکير، تعلقو ميهڙ؛ (٢) مولانا محمد عالم سومرو، ويٺل پنپور، تعلقو ميهڙ؛ (٣) مولانا الاهي بخش بروهي، ساڪن ملڪ تال؛ (٤) مولانا حبيب الله پيرزادو، ويٺل سيد جو ڳوٺ، تعلقو ميهڙ؛ (٥) مولانا عبدالرحمان تيوڻو، ساڪن ڳوٺ باڳو، تعلقو ميهڙ؛ (٦) مولوي غلام حسين، خلف مولانا الاهي بخش، پانهي لاکير وارو؛ (٧) مولانا عبدالواحد منگسي، ويٺل ڳوٺ ساهڙ؛ (٨) مولانا محمد بروهي، ملڪ خراسان؛ (٩) مولوي محمد محسن تيوڻو، ڳوٺ مرزا جو واهه (ميهڙ)؛ ۽ (١٠) مولانا نظام الدين بلوچ مرڪاني، ڳوٺ مرزا جو واهه.

تدريس سان گڏ مولانا صاحب جن تحرير ۽ فتوا نويسيءَ جو ڪم به ڪندا رهيا. سندن فتوائن جي حقانيت ڪري سنڌ ته ڇا، پر بلوچستان ۽ خراسان کان به استفتائون ايندي هيون - انهيءَ ڪري مقبولِ عام ۽ خاص ٿيا. ڪهڙا به پيچيدا مسئلا وٽن ايندا هئا، ته نور بصيرت

* انهيءَ "شهداد پُر" کي هاڻي "شهداد ڪوٽ" چئجي ٿو.

۽ خداداد لياقت سان الهن جي عقده ڪشائي جلد ڪندا هئا؛ انهيءَ ڪري وڏين خانگاهن ۽ سردارن جي طرفان ميراث جي مسئلن لاءِ امين مقرر ڪيا ويندا هئا. سندن فتوا ۽ تحرير تي ايترو قدر اعتماد هو، جو جيڪڏهن ڪنهن تحرير تي سندن تصديق نه هوندي هئي، ته ان تي ڀروسو نه ڪيو ويندو هو: مطلب ته پنهنجي آبا و اجداد جي پراڻي قضا جي منصب کي اوج ترقيءَ تي پهچايائون.

مولانا صاحب سڀني علمي فنونن ۾ باڪمال ماهر هئا: بالخصوص ادب، منطق، حڪمت، فلسفي ۽ فقه ۾ ڪمال رکندا هئا؛ نثر ۽ نظم ۾ ماهر هئا؛ عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ بيتڪلف پختا شعر چوندا هئا؛ پرگو ۽ پختہ گو هئا. ٽنهي زبانن جي شعر جو نمونو عرض آهي:

لَقَدْ ضَاقَتْ عَلَيَّ الْأَرْضُ طُرًّا،
وَ أَهْلُ الْأَرْضِ مَا عَرَفُوا دَوَائِي.
قَدِ انْقَطَعَ الرَّجَاءُ فَقُلْتُ رَبِّي،
رَجَائِي أَنْتَ، حَقِّقْ لِيْ رَجَائِي.

*　　*　　*

خوش قسمت آنکه شبلیء دوران بداو رسید، آري جيندِ وقت حسن جان من بود.
پيوسته باد رونق اسلام اي خدا، تا آسمان ست ماه درخشانِ من بود.
زين هرج و مرج باد مهون "مسجدي" کزان، مانندِ بيدِ لرزه بايمان من بود.

*　　*　　*

عمر منهنجي وئي هلي مون ڪونه ڪو توشو ڪيو، جن ڪمن کان جهل هئي تن کان نه مون گوشو ڪيو.
سڪنهن جي بار ۾ ليکيءَ سندو انبار آهه، ڪم نصيبيءَ کان ميسّر مون نه هڪ خوشو ڪيو.
ڪاميابي "مسجدي" توکي اگر منظور آهه، وٺ روش ۽ راهه تن جي، جن عمل توشو ڪيو.

١٩٣٢ع ۾ بوڏ ٿي هئي، ان بنسبت پڻ سنڌيءَ ۾ هڪ بهترين نظم لکيو اٿن. ڪين تصوّف سان به گهڻي دلچسپي هئي. تصوّف جا ڪتاب "احياء العلوم"، "فتوحات مڪيه" وغيره، سدائين سندن مطالعي ۾ رهندا هئا. اڪثر اوقات سندن گفتگو جو موضوع تصوّف جون ڳالهيون هونديون هيون. هڪ ناقص صوفيءَ سان ظاهري توجهه جي تاثير ڪري (جنهن کي عام طرح ڪمال جي علامت سمجهي ويندي آهي) مُريديءَ جو تعلق پيدا ڪيائون، پر جنهن ته هو بعضي فرضن ۾ قاصر هو، ڪانئس اهو تعلق ڇني ڇڏيائون.

مولانا مرحوم سياست ۾ ڪافي دلچسپي رکندا هئا. روزانه اردو اخبار "مدينه"، جا ان وقت هندوستان ۾ صحافت جي لقطہ نظر کان بلند درجو رکندي هئي، سا پڄاڙيءَ تائين گهرائيندا رهيا. ٻي عظيم جنگ جي وقت، هٽلرشاهيءَ جي فتح پلياف لحن ڪرڻ ڪري دنيا جي ملڪن ۾ جيڪا ردوبدل ٿيندي ٿي رهي، ان کي جاڻڻ ۽ وقت ۽ حالتن جي جائزي وٺڻ خاطر سندن اوطاق ۾ ايشيا، يورپ ۽ دنيا جا نقشا ٽنگيل نظر ايندا هئا. هڪ دفعي،

پنهنجي عقيدتمند ماستر يار محمد پنهور طرفان جنگ متعلق پڇڻ تي فرمايائون، "ابا، هي ظالم نازي دنيا مٿان وري پيهر غلاميءَ جو دور مڙهڻ ٿا چاهين - خدا کين شڪست ڏئي ۽ برباد ڪري!"

مولانا مرحوم، شاهه ولي الله محدث دهلويءَ کي پنهنجو روحاني امام تسليم ڪندا هئا، ۽ سندن طريقهءِ فڪر جا پيرو هئا: فرمائيندا هئا ته 'شاهه ولي الله جي فڪر پڙهڻ کان پوءِ قرآن ۽ حديث جي سمجهڻ ۾ ڪابه دقت نٿي ٿئي'. پاڻ غريبن تي هروقت مهربان هوندا هئا. ڪوبه ضرورتمند جڏهن وٽن ايندو هو، ته ان جي هرطرح مدد ڪندا هئا.

١٩٣٨ع ۾ حج ڪان به مشرف ٿيا. چوندا هئا ته 'حج جي سفر ۾ مصري منهنجي ڏاڙهي چمندا هئا، ۽ چوندا هئا ته مصر ۾ فقط هڪ شيخ الاسلام کي ڏاڙهي آهي، ٻيا مولوي ته ڏاڙهيءَ جو بار ڳيران ڪٿي ٿا سگهون'. چيائون ته 'مصر يا ٻين ملڪن جا چڱا مولوي به قصر نماز جي احڪامن کان پوريءَ طرح واقف نه هئا (اهي غير مقلد هئا)؛ مون انهن کي چيو ته فقه جو هڪ ڪتاب "قدوري" پڙهي ڇڏيو، ته ههڙي معمولي غلطي اوهان کان نه ٿيندي'.

مولانا جن کي موروثي زرعي زمين ڪافي هئي، مگر شروعات ۾ پاڻيءَ جي قلت ڪري زمينون آباد ڪونه ٿينديون هيون، ته به صبر سان وقت گذاريندا هئا. هڪ دفعي پنهنجي شاگرد، استاذ الاستاد مولانا الاهي بخش، ڏانهن انهيءَ قسم جو خط لکيائون، ان جي پڇاڙيءَ ۾ هي فقرو لکيائون: "فَلَا شكويٰ فَاِنَّ خَيْرَ الزَّادِ التَّقْوىٰ" - (تنگدستيءَ جي ڪري شڪايت ڪرڻ نه گهرجي، جو ته بهترين توشو تقويٰ آهي). نيٺ انهيءَ تقويٰ جي برڪت ڪري، پوئين وقت، سندن زمينون بيراج جي نڪرڻ ڪري آباد ٿيون، ۽ سندن تنگي خوشحاليءَ ۾ بدلجي ويئي. پاڻ بالڪل سخي ۽ مهمان نواز هئا.

کين ٻه صاحبزادا ٿيا - ميان محمد شافع، ۽ ميان ولي محمد. ٻيئي صاحبزادو گذاري ويو، باقي پهريون ميان محمد شافع سندن نقش قدم تي هلي رهيو آهي. شل خدا کيس وڌيڪ توفيق ڏئي ته عربي مدرسو قائم ڪري ۽ ان جي خدمت ڪري!

مولانا صاحب جن ١٣ رمضان مبارڪ ١٣٦٤هه ۾ وفات ڪئي. اهو ٻوڏ جو زمانو هو، جنهن ۾ زمين وارن تي آسمان جا دروازا کليل هئا: جابجا هرطرف موج در موج هئي، بحرن کي بُحران هو، طوفان کان طغيان هو: اوچتو موت جو سڏ ٿيو، جنهن تي مولانا صاحب جن جان جانان کي سپاري - انا لله و إنا اليه راجعون. سندن آخرين آرامگاهه مسجد جو ڏاکڻيو طرف آهي - شل مٿن رحمت جا مينهن سدائين وسندا رهن، ۽ سندن پوين کي علم ۽ عمل جو ورثو عطا ٿيندو رهي! وفات وقت مولانا صاحب جن جي عمر عزيز سٺ ۽ ستر جي وچ ۾ هئي.
مولوي دين محمد صاحب "اديب" سندن وفات تي هيٺيون قطعه تاريخ چيو:

مولوي" معنوي" مسجدي، رفت از دنياى دون سوي خدا:
صاحبِ علم و عمل پرهيزگار، حق پرست و حق نيوش و پارسا؛
در فنِ تدريس و تحرير او فريد، شاعرِ شيرين مقال و خوش لقا؛
صاحبِ سحرِ حلال و باكمال، صاحبِ صدق و صفاؤ بي ريا:
بست در رمضان بروزِ سيزده، رختِ رحلت بهرِ ديدارِ خدا.
بخشش انعام اي خداي ذوالكرم، از طفيلِ سرورِ هر دوسرا.
آرزو دارد "اديب" از لطفِ حق، "باد در محشر شفيعم مصطفيٰ"

# مولانا محمد سليمان واعظ مرحوم

مولوي محمد سليمان صاحب جي ولادت، ڳوٺ ٽرڙي محبت تعلقي ميهڙ ۾ ٿي. مولوي صاحب پنھنجي ڳوٺ جي ھڪ بزرگ مولانا حافظ محمد صادق وٽ تعليم حاصل ڪئي. ان بعد، رتيديري ۾ مولانا مولوي عبدالله صاحب جن وٽ به پڙھڻ لاءِ ويا. تعليم و تدريس ختم ڪرڻ بعد، پاڻ ميهڙ جي پرسان ٿيھن زميندارن ڪي پڙھايو. پڇاڙيءَ واري عمر ۾ ٽرڙي جي پرسان "جهتيالن" جي ڳوٺ ۾ ڪيترائي سال تعلم ڏنائون. اتي سندن خدمت، حڪم محمد موسيٰ جو والد ميان فتح محمد صاحب ڪندو ھو.

مولانا صاحب پنھنجي وقت ۾ وعظ جي فن ۾ يڪتا ھئا. پاڻ ھميشه بلند آواز ۽ خوش الحانيءَ سان وعظ ڪندا ھئا. سندن وعظ ۾ ڏاڍي ڪشش ھوندي ھئي. آسپاس جا ماڻھو جنجھي انداز ۾ سندن واعظ ٻڌڻ لاءِ ايندا ھئا، ۽ سندن وعظ جو اثر عوام تي تمام گھرو پوندو ھو. ساڳيءَ طرح سان، خواص به سندن انداز بيان کان بيحد متاثر ٿيندا ھئا: مطلب ته مولانا صاحب وقت جو لائق ۽ پُراثر خطيب ھو. رحلت کان پوءِ اڄ تائين ڪنھن به خطيب يا واعظ سندس جاءِ نه پري آھي.

مولانا صاحب چوندا ھئا ته ڪين چار پنج سؤ حديثون چڱيءَ طرح ياد آھن. منجھن تمام گھڻو اخلاص ھو. وڏن ماڻھن جا خانداني جھيڙا ۽ ضد، جي ڪيتري ئي عرصي کان ھلندا ايندا ھئا، سي ھن بزرگ پنھنجي خداداد قابليت سان لاھي ڇڏيا، ۽ سيني کي ھرچائي سرچائي ڪير-ڪنڊ ڪري ڇڏيندو ھو.

مولانا صاحب جن شب برات سن ١٣٦٧ھ ۾ وفات ڪئي. چون ٿا ته ڪين وفات جي اڳي ئي ڄاڻ ھئي ۽ قبرستان ۾ پنھنجي قبر لاءِ جاءِ ڏيکاري آيو. سندن رحلت به ھوش ۽ حواس جي حالت ۾ ٿي.

مولوي دين محمد "وفائي" مون کي چيو ته "مولانا محمد سليمان جي وفات جو قطعه تاريخ لک"; جنھن تي مون چيومانس ته "مون پنھنجي بزرگن جائي قطعا نه لکيا آھن، سو ھن لاءِ ڪيئن لکان؟" ان تي مولوي صاحب جن چيو ته "جنھن مولانا جي وعظ سان ڪھت ۾ گھٽ ھڪ ھزار ماڻھو بارگاھ الاھي ۾ گناھن کان توبه تائب ٿيا آھن، اھڙي شخص لاءِ قطعو ضرور لکڻ گھرجي". مولوي "وفائي" صاحب جي اخلاص جي برڪت سان ھيٺ ذڪر ڪيل قطعه تاريخ چيرو لکجي ويو.

## قطعه تاریخ وفات

مائیم جهان جهان پریشان ، از رحلتِ حضرتِ سلیمان .
اي ذاتِ تو بود فیض‌گستر ، فیّاض بيء عیالِ یزدان ;
موقوف بيء صلاحِ إنسان ، مشغوف بيء فلاحِ انسان ;
از لطفِ لطائفِ تو خلقي ، خندان شده گاه و گاه گریان ;
گشتي ز تو خلق در یکي وقت ، خندان چوگل و چوابرگریان ;
از وعظِ بلیغِ تو زن و مرد ، در راهِ حق اند چست پویان ;
از یمنِ مواعظِ تو لاریب ، راجع بحق اند صد هزاران ;
همپایهٔ تو ندید دیده ، در طرزِ بلیغِ خوش بیانان ;
کرده لقبِ تو «واعظِ دین» ، مخصوص برای تو مسلمان ;
مسحور و اسیر هم نمودي ، با سحرِ حلال نفس و شیطان .
اي وعظِ تو خاتمِ سلیمان ، شد دیو و پري سطیعِ فرمان ;
نقّاليء تو حریف کرده ، بي نیلِ مرامِ مانند حیران ;
در نقلِ تو جهد کرد واعظ ، از عجز شده ندیمِ حرمان ;
در نقل کمر ببست ناصح ، در گل چو حمار در بماندآن ;
در صلح اصاغر و اکابر ، حق داد مهارتت فراوان ;
دلهاي بغیض ز اهتمامت ، گردیده حمیم و مثل اخوان ;
تو دانشمند و هم خردمند ، دانش بخرد چو مهر تابان ;
جذّابِ جهان بحسنِ دلکش ، لنخچیرِ اداي تو عقیلان ;
اي مرگِ توگشت مرگِ عالَم ، این رمز بداند اهلِ عرفان ;
هرخرد و کلان ست ماتم آرا ، صف بسته بشهر و در بیابان ;
هان ، یاد ترا مدام دارد ، نسلاً مِن بعد نسلِ انسان ;
در لیل برات انتقالت ، فال است براي فضل رحمان ;
پر نور خدا کناد گورت ، در خلد برین کناد مهمان !
بخشاد حقت لنجاتِ کلّي ، از برکتِ شافعِ اثیمان !

در فکرِ "ادیب" ماده آمد ،
از بهرِ سنت ـ "بخلد رفت آن".

۱۳۶۷ ھ

# مرحوم مولانا دين محمد "وفائي" *

سنڌ جي سرزمين پنهنجي تاريخ جي مختلف دورن ۾ اهڙين بزرگ، محب وطن ۽ انسان-دوست شخصيتن کي پيدا ڪيو آهي، جن جي پرخلوص ۽ بي انتها ڪوشش سبب سنڌ جو نالو هميشه روشن ٿيندو رهيو آهي. انهن شخصيتن نه فقط سنڌ جي مخصوص تهذيب ۽ تمدن کي قائم رکيو، بلڪ انساني تهذيب جي ارتقا جو خنده پيشانيءَ سان آدر ڀاءُ ڪندي، سنڌ ۽ سنڌين کي به دنيا جي انهن سڌريل ملڪن جي درجي تي پهچائڻ جون اڻٿڪ ڪوششون ڪيون، جن جي ڪري آهي عزت ۽ وقعت جي نگاهه سان ڏسجڻ لڳا.

جيتوڻيڪ سنڌ جو هر دور ڪنهن نه ڪنهن مذهبي، تهذيبي ۽ علمي اهميت جو حامل آهي، ليڪن ويهين صديءَ وارو دور سنڌ جي تاريخ ۾ هڪ اهڙي اهميت رکي ٿو، جنهن جو مثال ملڻ مشڪل آهي. نه فقط سنڌ ۾، بلڪ سموريءَ دنيا ۾ هيءُ دور هڪ اهڙي حيثيت رکي ٿو، جنهن جي شروع ٿيڻ تي دنيا پرائيون راهون طي ڪري هڪ نئين منزل جي راهه تي قدم رکي ٿي. هن دور ۾ وڏا وڏا انقلاب ٿيا؛ شهنشاهيت جي قصرن جا ڪنگرا ڪري اچي پٽ پيا؛ علم و ادب ۾ نون نون نظرين ۽ اصولن کي قبول ڪيو ويو؛ سائنس جي گوناگون ايجادن ۽ کوجنائن انسان جي روزانه زندگيءَ ۾ اهڙا ته اثر پيدا ڪيا، جن جو نتيجو زندگيءَ جي هر هڪ شعبي ۾ ظاهر ٿيڻ لڳو. جڏهن ته سنڌ ۾ انگريزن جو اقتدار هو، تنهنڪري هتي به انهن نون اصولن ۽ نظرين جو تيزيءَ سان چرچو ٿيڻ لڳو، جن جي ڪري دنيا جي مهذب ملڪن ۾ اڳي ئي ٻرٽلو برپا هو: ويهين صديءَ جي شروع ۾ سنڌ کي هڪ ئي وقت اهڙين ديني، علمي، ادبي، سياسي، معاشرتي ۽ اصلاحي تحريڪن مان گذرڻو پيو، جن جو مثال گذريل تاريخ ۾ ملي نٿو سگهي. انهن همه گير تحريڪن سنڌ ۽ سنڌين تي آهي نقش ڇڏيا آهن، جيڪي اڄ اسان کان لڪل ڪين آهن، ليڪن انهن عالمگير تحريڪن جي پٺيان جن بزرگ ۽ مخلص شخصن ڪم پئي ڪيو، سي جيڪڏهن نه هجن ها ته سنڌ انهن ڪاميابين کي ڪڏهن به حاصل نه ڪري سگهي ها، جيڪي هن وقت ڪيس حاصل آهن.

مولانا دين محمد "وفائي" به سنڌ جي اهڙين ئي اعليٰ شخصيتن مان هڪ هو، جن جي بخشيل برڪتن تي جيترو به ناز ڪجي اوترو گهٽ آهي. مرحوم "الوحيد" اخبار ۽ ماهوار

---

* علامه "وفائيءَ" مرحوم جي سوانح عمريءَ جو مواد، مولانا جي خود نوشت سوانح عمريءَ ۽ سرشار جي مضمون تان ورتل آهي. — مرتب

"توحيد" رسالي جو هر هڪ پرچو مولانا جي قومي خدمت ۽ تبحر علمي جو بهترين مثال آهي.
انهيءَ اخبار ۽ رسالي جي ذريعي مولانا صاحب سنڌ جي ديني، علمي، تهذيبي ۽ سياسي فلاح و بهبود بابت هر هڪ سڌاري ۽ هر هڪ عملي قدم کان سنڌ جي ٻچي ٻچي کي واقف ۽ سجاڳ ڪرڻ جي لاءِ جيڪا انٿڪ ڪوشش ڪئي آهي، انهيءَ کي ڏسي سندس حب الوطني ۽ علمي بزرگيءَ جو ڌاڪو دل تي ڄمي وڃي ٿو. مولانا جو "الوحيد" اخبار سان ڏهن سالن تائين رشتو قائم رهيو، ۽ انهن ڏهن سالن ۾ مولانا جيترو مواد علمي توڙي ادبي، سياسي توڙي ملڪي حالتن تي پيش ڪيو، انهيءَ کي جيڪڏهن گڏ ڪري هڪ هنڌ ڪجي، ته هوند جلدن جا جلد تيار ٿي پون. ائين نه سمجهڻ گهرجي ته مولانا پنهنجي زندگيءَ جو سمورو عرصو "الوحيد" جي ميز تي ويهي گذاريو، بلڪ سندس سڄي حياتي سنڌ ۽ سنڌين جي سڌاري ۽ بهبوديءَ جي تحريڪن ۽ جدوجهد جي نذر ٿي وئي. سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ جتي به ڪا اهڙي خالص ديني، علمي ۽ اصلاحي تحريڪ شروع ٿيندي هئي، ته مولانا پنهنجون خدمتون ان جي حوالي ڪندا هئا، ۽ سواءِ ڪنهن پس و پيش جي ڏاڍي دلچسپي ۽ سچائيءَ سان پنهنجي فرض ادائي ڪندا رهندا هئا.

مولانا دين محمد "وفائي" جي ولادت، تاريخ ٢٧ رمضان المبارڪ سن ١٣١١ھ ۾، سندس اباڻي ڳوٺ ڪتي عرف نبي آباد تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ ٿي. سندس والد جو نالو خليفو حڪيم گل محمد هو، ۽ پاڻ ذات جو پٺاڻ هو. مولانا جي اوائلي تعليم سندس والد صاحب جي نظر هيٺ ٿي، جتي "پندنامه عطار" تائين فارسيءَ ۾ تعليم حاصل ڪيائين. اڃا ڏهن ورهين جي ڄمار مس هئس ته پيءُ جو سايو سر تان کڄي ويو، ۽ سندس پرورش جو سمورو بار سندس مادر مهربان جي ڪلهن تي پيو. اهڙيءَ حالت ۾ مولانا پنهنجي علمي سلسلي کي ختم ڪرڻ نه ڏنو، ۽ فارسيءَ جي رهيل تعليم پنهنجي عزيز ميانجي محمد عالم وٽ رهي پوري ڪيائين. ان بعد، عربيءَ جي تحصيل واسطي حضرت مولانا ابوالفيض غلام عمر صاحب جتوئيءَ جي شاگردي قبول ڪيائين. مولانا ابوالفيض پنهنجي ڳوٺ سوني جتوئي تعلقي لاڙڪاڻي ۾ رهندو هو، جنهنڪري مولانا دين محمد پڻ سال ١٣٢٥ کان ١٣٣٠ هجريءَ تائين، اتي رهي، پنجن سالن جي عرصي ۾، عربيءَ جي سڀني ڪتابن، منطق ڪبريٰ جي رسالن ۽ ملاجلال ۽ ميرزا زاهد جي تصنيفات کي پڙهي، تحصيل علم کان فراغت حاصل ڪئي. ان وقت مولانا جي ڄمار اوڻيهه سال هئي، ۽ انهيءَ دوران ۾ سندس شادي سڪر جي عزيزن سان ٿي، پر افسوس جو هڪ سال کان پوءِ مولانا جي گهر واريءَ وفات ڪئي. عربيءَ جي تعليم ختم ڪرڻ بعد، مولانا ابوالفيض کيس ڪراچيءَ جي سنڌ مدرسي ۾ تعلم ڏيڻ لاءِ مشورو ڏنو، ۽ مولانا حڪم جي تعميل ڪري سنڌ مدرسي ڪراچيءَ ۾ آيا، جتي ٻن سالن تائين تعليم ڏيندا رهيا. انهيءَ وچ ۾ مولانا جي ملاقات مخدوم حاجي حسن الله پاٽائي رحمة الله عليه سان ٿي، جنهن جي صحبت مان مولانا کي بيحد فيض حاصل ٿيو. انهيءَ وچ ۾ مولانا جي علمي بزرگيءَ

جو چرچو سڄيءَ سنڌ ۾ پکڙجي ويو، جنهن کان متاثر ٿي، سن ١٣٣٢هه مطابق ١٩١٤ع ۾، مولانا کي ڪراچي ڇڏي، جيلاني پير جي صاحبزادن کي تعليم ڏيڻ لاءِ، رائيپور وڃي رهڻو پيو: پر ١٩١٦ع ۾ اهڙو اتفاق ٿيو جو مولانا کي مجبوراً رائيپور کي ڇڏڻو پيو. رائيپور ۾ رهائش جي دوران ۾ مولوي صاحب جي سکر مان ٻي شادي ٿي، جنهن مان کيس اولاد پيدا ٿيو. رائيپور کي ڇڏڻ کان پوءِ مولانا سنت ٺي ٺلاهه شريف ڏانهن روانو ٿيو، جتي کيس پير سيد حاجي امام الدين شاهه راشديءَ جي فرزندن کي تعليم ڏيڻ جا فرائض سپرد ڪيا ويا هئا. مولوي صاحب جي هتي رهائش وارو زمانو به بزرگ ۽ علمي شخصيتن جي صحبت فيض اثر ۾ گذريو. انهن بزرگن ۾، قدوة العارفين حضرت پير سيد محمد رشدالله رحمت الله عليه صاحب العَلَم (جهنڊي وارو) جو نام گرامي قابل ذڪر آهي.

هي زمانو دنيا جي افراتفريءَ جو زمانو هو. انهيءَ وقت پهرين مهاڀاري لڙائي اوج تي هئي، جنهن جي ڪري دنيا جو هرهڪ ماڻهو حيران ۽ پريشان هو. سنڌ جي حالت به ڪا چڱي ڪانه هئي، پر جنگ جي تباهين کان البت بچاءُ هو: ليڪن سياسي نانصافيءَ جي ڪري جيڪو مواد اندر ئي اندر جمع ٿي رهيو هو، سو جنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ هڪدم ڦاٽي پيو. هن سلسلي ۾ جيڪا تحريڪ سڀني کان اڳري هئي، سا هئي "تحريڪ خلافت". جنهن ته هن تحريڪ جو تعلق خاص طرح مسلمانن جي سياسي آزاديءَ سان هو، تنهنڪري تحريڪ جي شروع ٿيندي ئي مولانا ٺلاهه شريف کي الوداع چئي تحريڪ ۾ شامل ٿي ويو. انهيءَ تحريڪ کي دٻائڻ جي لاءِ انگريز سرڪار هرممڪن ڪوشش ڪئي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو هڪ انگريز-دوست مسلمان، مولوي فيض الڪريم، ترڪيءَ جي خلافت جي برخلاف حجاز جي شريف حسين جي فائدي ۾ هڪ رسالو لکيو، جنهن جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪرائي، ڪن اسلام-دشمن ماڻهن جي اونهين چالاڪين سان، سنڌ جي ڪيترن ئي عالمن ۽ سجاده نشين کان انهيءَ تي صحيون ورتيون، هزارن جي تعداد ۾ ڇپائي، عوام تائين پهچايو ويو. جنهن ترڪيءَ جي حڪومت سان ماڻهن جي وڌندڙ همدردي ختم ٿئي ۽ انگريزن جي طرفدار شريف حسين جو بچاءُ ٿي سگهي. انهيءَ رسالي جي ڇپجڻ سبب سنڌ ۾ تحريڪ کي نقصان پهچڻ جو سخت انديشو هو، ليڪن مولانا انهيءَ ڳالهه کي هڪدم محسوس ڪيو، ۽ مولانا شيخ عبدالعزيز (مالڪ اخبار "الحق"، سکر) سان گڏجي، رسالي جي برخلاف سخت پروپئگنڊا جو ڪم شروع ڪيو. ساڳئي وقت، امروٽ شريف ۾ قدوت السالڪين حضرت مولانا سيد تاج محمود رحمة الله عليه جي نظرداريءَ هيٺ، انهيءَ رسالي "تحقيق الخلافة" جي رد ۾ "اظهار الڪرامت" نالي رسالو لکي تيار ڪيائين، جيڪو مارچ ١٩٢٠ع ۾ لاڙڪاڻي جي خلافت ڪانفرنس جي موقعي تي ڇپائي تقسيم ڪيو ويو. انهيءَ ڪانفرنس ۾ مولانا ابوالڪلام "آزاد"، مولانا عبدالباري مرحوم لکنوي ۽ مولانا شوڪت علي شريڪ ٿيا هئا. جلد ئي مولانا کي جمعيت العلماء سنڌ جو ناظم مقرر ڪيو ويو، جنهنڪري هاڻ هميشه لاءِ ڪراچيءَ ۾ رهائش اختيار ڪيائون.

ڪراچيءَ ۾ رهائش وارو مولانا جي زندگيءَ جو حصو خاص اهميت رکي ٿو- خاص ڪري سنڌي صحافت، صحيح معنيٰ ۾ انهيءَ دور ۾ ئي وجود ۾ آئي. ان وقت نه ڪي سنڌي اخبارون ۽ رسالا گهڻي تعداد ۾ ۽ اعليٰ معيار جا هئا، ۽ نه وري ماڻهن کي صحافت سان دلچسپي هئي- حتاڪ پڙهيل طبقي جو به انهيءَ ڏانهن ڪو خاص ڌيان ڪونه هو. اهو ئي دور هو، جڏهن مولانا صاحب سنڌي صحافت کي سنوارڻ جو ڪم پنهنجي سر ڪنيو. هونئن ته طالب العلميءَ جي زماني کان وٺي ئي مولانا جي صحافت سان دلچسپي هئي، پر انهيءَ دلچسپيءَ کي عملي صورت ۾ آڻڻ جو ڪارڻ- بقول مولانا صاحب- مولوي عبدالله صاحب ميرپوري (جهنڊائي) ئي هو. ٻئي طرف وري شيخ عبدالعزيز محمد سليمان، مالڪ اخبار "الحق" سکر، جي همت افزائيءَ مولانا صاحب کي مضمونن لکڻ جي مشق تي آماده ڪيو. رائپور واري زماني ۾ قاديانين جي رد ۾ هڪ رسالو "صحيفهء قادريه" جي نالي سان شايع ٿيو: ۽ للاهه جي رهائش واري دور ۾، پير سيد عبدالغفار شاهه راشديءَ جي سرپرستيءَ هيٺ "الڪاشف" ماهوار رسالو وجود ۾ آيو. هنن ٻنهين رسالن ۾ مولانا صاحب پوري دلچسپيءَ ۽ تندهيءَ سان ڪم ڪيو. مارچ سن ١٩٢٠ع ۾ ڪراچيءَ مان روزانه "الوحيد" جو اجراء ٿيو، تڏهن مولانا کي اخبار جو معاون مدير مقرر ڪيو ويو. سال ١٩٢٣ع ۾ مولانا صاحب پنهنجي ادارت هيٺ "توحيد" رسالو جاري ڪيو. انهيءَ زماني ۾ مولانا صاحب جي مصروفيت جو هي عالم هوندو هو، جو هڪ طرف "الوحيد" کي مڪمل ڪرڻ لاءِ سلپ پٺيان سلپ پيو موڪليندو هو، ته ٻئي طرف وري ماهوار "توحيد" جي لاءِ علمي ادبي ۽ ديني مباحثا ۽ تاريخي مضمون به پيو قلمبند ڪندو هو. ساڳئي وقت وري بزرگن ۽ عالمن جي ڪچهري جدا پئي هلندي هئي، جنهن ۾ ديني، ادبي ۽ سياسي مسئلن تي زبردست بحث مباحثا ٿيندا هئا. جلدئي سن ١٩٣٦ع ۾ سنڌ، بمبئي پرڳڻي کان جدا ٿي، علحدي صوبي جي صورت اختيار ڪئي. انهيءَ مبارڪ موقعي تي، "الوحيد" اخبار پنهنجو هڪ خاص نمبر پڌرو ڪيو، جنهن ۾ سنڌ جي گذريل تاريخ، تهذيب ۽ علم و ادب تي بهترين شهپارا شامل ڪيل هئا. سنڌ جي صحافت ۾ هن وقت تائين "الوحيد" جو "سنڌ-آزاد نمبر" هڪ زبردست اهميت جو حامل آهي، ۽ ان جهڙو مثال سنڌ جي سموريءَ صحافت ۾ هرگز ملي نه سگهندو. انهيءَ نمبر ۾ سنڌ جي تاريخ، علم ادب ۽ سنڌي بزرگن ۽ عالمن ۽ سنڌي معاشري جي هر حصي تي گوناگون مضمون ۽ مقالا موجود آهن، جيڪي گهڻي انداز ۾ مولانا صاحب جي قلم جا رهون منت آهن. انهيءَ دوران ۾ مولانا صاحب کي سن ١٩٢٦ ۾ سنجوڳي شڌين ۾ تبليغي ڪم جي سلسلي ۾ هڪ سال لاءِ ڪراچيءَ کان ٻاهر رهڻو پيو، جنهنڪري ماهوار رسالو "توحيد" بند ٿي ويو. سن ١٩٢٧ع ۾ مولانا صاحب مرحوم، پير سيد حزب الله شاهه عرف جيئل شاهه شهيد جي سرپرستيءَ هيٺ، سکر مان هفتيوار اخبار "الحزب" جاري ڪئي- پر اها گهڻو وقت

هلي نہ سگهي، ۽ سنت ٿي مولانا صاحب کي "الوحيد" اخبار ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ واپس گهرايو ويو.

سن ١٩٣٤ع ۾ مولانا صاحب ماهوار "توحيد" رسالو وري نئين سر جاري ڪيو، جيڪو سندن حياتيءَ جي آخرين گهڙين تائين برابر ظاهر ٿيندو رهيو. سن ١٩٣٩ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌي صاحب سنڌ ۾ واپس موٽي آيو ۽ سنڌ ۾ بہ عبداللهي تحريڪ شروع ڪيائين. مولانا صاحب انهيءَ تحريڪ جو هڪ سرگرم ڪارڪن ٿي رهيو- ايڊيٽر بہ رهيو. سال ١٩٤٣ع ۾، تحريڪ سان والهانہ محبت هئڻ سبب ڪيس "الوحيد" سان لاڳاپا ٽوڙڻا پيا. سال جي پڄاڻي رشتن کي بہ ٽوڙڻو پيو. "الوحيد" کان علحده ٿي، مولانا صاحب، مرحوم الله بخش سومري جي جاري ڪيل روزاني اخبار "آزاد" جي اداري ۾ شريڪ ٿيو.

مولانا صاحب پنهنجي حياتيءَ جي انهيءَ عرصي ۾، اخباري زندگيءَ ۾ سخت مصروف رهڻ کان پوءِ بہ، ڪيترائي ڪتاب مذهبي، علمي ۽ ادبي تصنيف ڪيا، جن ۾ هيٺيان ڪتاب قابل قدر آهن: ١- تاريخ محمد مصطفيٰ، ٢- صديق اڪبر، ٣- فاروق اعظم، ٤- سيرت عثمان، ٥- حيدر ڪرار، ٦- خاتون جنت، ٧- غوث اعظم، ٨- نومسلم هندو راڻيون، ٩- راحت الروح تذڪره مخدوم نوح هالائي، ١٠- توحيد اسلام ترجمہ تقوية الايمان، ١١- اعتقاد صحيح (مذهب اهل حديث)، ١٢- مقصد زندگي (فلسفہ علم نفس)، ١٣- الختم علي فم الخصم (رد قادياني)، ١٤- لا جواب تحرير، ١٥- قرآني صداقت، ١٦- هندو ڌرم ۽ قرباني (رد آريہ و هنود)، ١٧- الهام الباري ترجمہ تجريد البخاري، پنج جلد، ١٨- ترجمہ فتوح الغيب (تصوف- نامڪمل)، ١٩- تذڪره مشاهير سنڌ، (نامڪمل)، ٢٠- اظهار الڪرامة في مسئلة الخلافة و الامامة (اسلامي سياست)، ٢١- اذڪار حسين (رد شيعہ).

مٿين ڪتابن مان گهڻا ڪتاب ڇپيل آهن، جيڪي ناياب بہ ٿي ويا آهن. انهن کان سواءِ گهڻا ئي ڪتاب اڃا مسودن جي صورت ۾ هئا، جن مان گهڻو تعداد ضايع ٿي ويو. مولانا صاحب جي سڀ کان اهم تصنيف "تذڪره مشاهير سنڌ" آهي، جنهن ۾ سنڌ جي اعليٰ ۽ مقتدر شخصيتن جي زندگيءَ جو احوال هڪ هنڌ جمع ڪيل آهي. هيءُ ڪتاب، مسودي جي صورت ۾، سال ١٩٤٤ع ۾ چورائجي ويو. مولانا صاحب کي انهيءَ تصنيف جي ضايع ٿيڻ جو سخت صدمو پهتو، ليڪن مولانا صاحب جنوري ١٩٤٥ع ۾ انهيءَ ڪتاب کي وري نئين سر لکڻ شروع ڪيو، جنهن ۾ ١٩٤٦ع تائين اوائل اسلام کان وٺي سنڌ جي ڏيڍ سؤ بزرگن، صوفين، عالمن ۽ شاعرن جا احوال جمع ڪيا هئائين. انهيءَ کان سواءِ اڃا بہ ان سون کان وڌيڪ سنڌي بزرگن جا حالات منتشر حالات ۾ وٽس موجود هئا، جن کي هٿ ڪرڻ لاءِ مولانا صاحب سنڌ جي ڪيترن ئي قديم ڪتبخانن جي خاڪ ڇاڻي هئي. هنن ڪتابن کان سواءِ، مولانا صاحب جا اهي بيشمار علمي ۽ تحقيقي متفرق مقالات وغيره علحده آهن، جيڪي ماهوار "توحيد" جي ويهن سالن جي پرچن ۾ پکڙيا پيا آهن. مولانا صاحب فارسي ۽ عربيءَ جو جيد عالم، ۽

سنڌي ٻوليءَ جو ماهر هو. سندس سنڌي لکڻيءَ جي هڪ خاص خوبي هيءَ آهي، جو هو ڳوڙهيل توڙي اڻپڙهيل ان مان هڪجيترو فائدو وٺي ٿو سگهي. فارسيءَ ۽ عربيءَ جا اکر به اهڙيءَ طرح ته استعمال ڪيا اٿس، جو سنڌيءَ جي سونهن وڌيڪ وڌي ويئي آهي. مولانا صاحب نثرنويسيءَ سان گڏ شاعريءَ جو به هڪ سهڻو مذاق رکندو هو. سندس تخلص ”وفائي“ هو. اوائلي دور ۾ ڪجهه شعر و شاعري به ڪيائون. سندس پهريون شعر ڪراچيءَ مان نڪرندڙ قديم سنڌي ماهوار رسالي ”الاسلام“ ۾، ۱۹۱۳ع ۾، شائع ٿيو. ”امداد يتيمان“ جي عنوان سان نظم به مولانا صاحب جي تصنيف آهي. اخباري ۽ قومي مصروفيت سبب، شاعريءَ جو شغل گهڻو وقت رهي نه سگهيو؛ انهيءَ هوندي به جيڪا شاعري ڪئي اٿن، ان ۾ گهڻي قدر قومي رنگ موجود آهي. البت، رسالي ”توحيد“ ۾ جابجا تاريخي قطعات نظر اچن ٿا، جيڪي مولانا صاحب پنهنجي دوستن ۽ عزيزن جي وفات تي قلمبند ڪيا هئا. مولانا صاحب جي آخرين تصنيف ”لطف اللطيف“ آهي. اهو ڪتاب مولانا صاحب پنهنجي وفات کان اڳ، ٿورڙي مختصر عرصي ۾ – ماهه سيپٽمبر کان نومبر ۱۹۴۹ع تائين – لکي ختم ڪيو، ۽ سندس حياتيءَ ۾ ئي ڇپجڻ شروع ٿي ويو؛ ليڪن ڪتاب جي مڪمل ڇپجڻ کان اڳ ئي مولانا صاحب وفات ڪري ويو.

سن ۱۹۴۲ع ۾، سنڌ سرڪار سنڌي ادب جي سڌاري ۽ واڌاري لاءِ هڪ ”سنڌي مرڪزي بورڊ“ قائم ڪيو، جنهن سنڌي لغت تيار ڪرڻ لاءِ هڪ رٿ پيش ڪئي. انهيءَ رٿ کي پايهءِ تڪميل تي پهچائڻ لاءِ، ڇهن ميمبرن جي هڪ لغت-ڪميٽي ناهي ويئي: انهيءَ ڪميٽيءَ جو هڪ ميمبر مولانا صاحب به هو. ايتري ۾ پاڪستان وجود ۾ آيو، ۽ سنڌ سرڪار اسڪولي سنڌي ڪتابن کي نئين سر جوڙڻ لاءِ جنوري ۱۹۴۹ع ۾ هڪ ڪميٽي ناهي، جنهن ۾ ٻيهر مولانا صاحب کي شامل ڪيو ويو. هن ڪميٽيءَ کي حيدرآباد ۾ رهي ڪم ڪرڻو هو، پر حيدرآباد ۾ پهچڻ کان پوءِ مولانا ڊبل نمونيا ۾ مبتلا ٿي پيو ۽ ڪميٽيءَ ۾ شريڪ ٿي نه سگهيو. مولانا صاحب کي گهڻي عرصي تائين هيءَ بيماري هلي، پر انهيءَ مان ته آٿي ڪڍو ٿيو-ليڪن اوچتو ڪيس سندس دل گهرئي دوست رئيس حاجي علي محمد خان مريءَ جي اوچتي وفات جو اطلاع پهتو، جنهن جي صدمي مولانا صاحب جي صحت کي وري سڌرڻ نه ڏنو، ۽ آخر ۲۲ جمادي الاخر ۱۳۶۹هه، برابر ۱۸ اپريل ۱۹۵۰ع، اڱاري رات، هن دارفاني مان دارالبقا ڏانهن لاڏاڻو ڪيائين – انا لله و انا اليه راجعون.

## قطعه تاريخ وفات

(از دين محمد ”اديب“ فيروزشاهي)

اڄ هاءِ لاڏي ويو ”وفائي“، سنڌيءَ جي سنڌ، اديبِ دوران!
اي هاءِ، حبيب ٿي جدا ويو، دنيا مان ويو – ويو وڃڻ کان!
دل ڇڏ ر هئي اڳي ئي ڪيان، زخمن تي لڳو هي زهري پيڪان.
موٽي نه وري، وڃي هتان جو، ٿئي ان جو ملڻ مرڻ پڄاڻان.

دنياءِ ادب ۾ ساد نه آهي، نااهل جيئن آهي نقصان.
اڄ ڪير ڪري ادب جي خدمت، هي باغ ٿيو ادب جو ويران!
مشاطهء عروس اڪبر ساهر، هو سحرنگار سنڌي سبحان؛
منجهه اثر انهيءَ جو پايو عالي، همپايه نه ان جو ڪو نمايان؛
تاريخ نويس، علم-جويا، ان نڪتي سمجهيا پريشان؛
تازي و دَري ۾ دُرفشان هو، هو دُرِ ادب جو بحر عمان؛
هي باغِ ادب جو باغبان هو، هو باغِ سخن جو ابرِ نيسان؛
ان شاهه لطيف جو لکيو حال، ان ڪار ڪئي شاهڪار چالان؛
جرات سان چيائين حق جو ڪلمو، جرات تي سندس، جريءَ حيران؛
منجهه وقت 'خلافت' جي ڪئي جنگ، ان جنگ جي لاءِ مرد ميدان؛
پروا نه ڪيائين جيل جي ڪا، پروانه جان باهه ۾ وڌئين جان؛
هن، طرز تي پالهنجي ڪيو ڪم، ورچيو نه ڪڏهن هو پنهنجي ڪم کان؛
هو محڪم، عزم، عالي همت، مَتَ ان جو هجي ڪو ورلي انسان.
مردن جو هو ڪال اڳ ڪهڙولي، هيڪاري وڌيو سندس وڃڻ کان؛
اميدون هيون منجهس گهڻيئي، سڀ خاڪ ٿيون- دريغ، ارمان!
ماتم ٿيو محفلِ ادب ۾، ماتمڪده آهه بزمِ عرفان.
يڪالي ڪئي سندس غم، ان درد کان اهلِ ذوق لرزان.
دلِ ديده رُئن، جگر ٿيو داغ، هن سوز کان صاف سينو سوزان.
مشرب ۾ عميق فرق هوندي، ٿيا دل جا وسيع، تنگ غم کان.
بخشيس قصور پاڄهه وارو، بخشيس قصور، حور غلمان؛
ڪر لطف جو پاڇو قائم ان تي، ليت ان تي وساءِ ابر احسان؛
آغوش ڪرم ۾ وٺ، ڪريما! بديون بدلاءِ نيڪين سان.
ٿئي حڪم نجات لاءِ جاري، منجهه خلد برين وڃي خرامان؛
سال آهه - "باغهاي فردوس"، فردوس ۾ ڏينس باغ بستان.
مقبول "اديب" جي دعا ڪر، ايمان سان اللاءِ هن جهان مان!

ابوبڪر شبلي

# مولانا عبدالعزيز مرحوم ٽريچاڙوي

اسان جي سونهاريءَ سنڌ ۾ تازو جيڪي علمي ۽ ديني شخصيتون ٿي گذريون آهن، انهن ۾ مولانا عبدالعزيز صاحب ٽريچاڙوي رحمة الله عليه جي هستي بہ شامل آهي. پاڻ تعلقي ڳڙهي ياسين، ضلعي سکر جي هڪ ڳوٺ "ٽريچاڙيءَ" ۾ پيدا ٿيا، ۽ اتي ئي وفات ڪيائون. سنڌ ۽ ان کان ٻاهر، علمي ۽ ديني حلقن ۾، جيڪا شهرت ان ڳوٺ کي حاصل آهي، سا سندن وجود مبارڪ جي ڪري ئي آهي.

هن ڳوٺ تي "مهراڻ" جي مهربانين ڪري ڪيترائي انقلاب ۽ ڦيرا آيا. جنهن "ٽريچاڙيءَ" ۾ مولانا موصوف جي ولادت ٿي، سا شهر روهڙيءَ جي ويجهو هئي: درياءَ جي ڀاڃ ڪري، وري پندرهن ميل پري اوڀر ۾ آڏائي ويئي: اتي بہ جڏهن درياءَ ڪيس نہ ڇڏيو، تہ پوءِ سانگي اسٽيشن جي ڀرسان (تعلقي ڳڙهي ياسين ۾)، آباد ڪئي ويئي: اڄ تائين اتي ئي قائم آهي ۽ ان ۾ ئي مولانا موصوف جن پنهنجي رب ڏانهن لاڏاڻو فرمايو.

مولانا موصوف جو خاندان شيخ جي نالي سان مشهور آهي، پر تحقيق مطابق پاڻ قريشي آهن، ۽ سندن سلسلہ نسب حضرت ابوبڪر صديق سان وڃي ملي ٿو. عربستان ۾ وڏي ماڻهوءَ کي "شيخ" سڏيو ويندو آهي: سندن وڏا جي عربستان کان آيا، سي اتي بہ 'شيخ' جي لقب سان مشهور هئا، انهيءَ ڪري هت بہ 'شيخ' جي نالي سان مشهور ٿيا ـ ۽ اڳتي هلي اهو سندن خاندان جو خاص نالو بنجي ويو. چون ٿا تہ سندن نسبي سلسلي جو شجرو تعلقي ڪنڌڪوٽ جي ڳوٺ "شيخاڻيءَ" ۾ سندن ڪن عزيزن وٽ موجود آهي.

مولانا مرحوم جي ڄمڻ جي تاريخ معلوم نہ ٿي سگهي آهي. پاڻ شروعاتي تعليم پنهنجي والد ماجد مولوي محمد حيات صاحب وٽ ورتائون، جو خود روحانيت جو مالڪ ۽ دين جو وڏو ڄاڻو هو. ڪجهہ وڏا ٿيا، تہ ڳوٺ "پنهواري" تعلقي ڳڙهي ياسين جي هڪ ديني مدرسي ۾ داخل ٿيا، جتي مولانا عبدالقادر صاحب انڍڙ درس ڏيندا هئا. پاڻ ظاهري علم کان سواءِ طريقت جو بہ سلسلو رکندا هئا. سندن ئي صحبت ۾ مولانا عبدالعزيز صاحب جن کي بہ طريقت ڏانهن لاڙو ٿيو. ان وقت ۾ مولانا تاج محمد صاحب امروٽيءَ جي روحانيت جي شهرت هئي. مولانا عبدالعزيز صاحب جي وڏن جي، مولانا تاج محمود صاحب جي وڏن

سان عقيدت هئي. انهيءَ ڪاميابيءَ جي ڪري، پاڻ ديني تعليم جي تڪميل ڪان اڳ ۾ ئي پنهواري چڏي امروٽ هليا آيا، ۽ درگاهه ۾ هڪ خادم جي حيثيت سان رهڻ لڳا.
ان عرصي ۾ مولانا عبدالله صاحب سنڌي جن ديوبند ڪان موٽي امروٽ شريف ۾ هڪ ديني مدرسو ۽ هڪ اسلامي اشاعت-گهر کوليو. مولانا عبدالعزيز صاحب جن ان مدرسي ۾، مولانا سنڌيءَ ڪان شاهه ولي الله جو فلسفو پڙهيو، ۽ اشاعت-گهر ۾ به خاص دلچسپي ورتائون. قرآن شريف جو سنڌي ترجمو، جو مولانا امروٽي صاحب ڪيو آهي، ان ۾ به پاڻ گهڻو ڀاڱو ورتائون. جيئن جيئن علم تصوف جا مختلف درجا طي ڪندا ويا، تيئن تيئن ذڪر فڪر ۾ وڌيڪ مشغول ٿيندا ويا. ترت ئي کين خلافت جي خلعت عطا ٿي. پاڻ پنهنجي مرشد سان انتهائي عقيدت ۽ محبت رکندا هئا. سندن مرشد جي به مٿن خاص شفقت هوندي هئي. انهيءَ ڪري، مولانا امروٽي رحمة الله جن کين پنهنجو سجاده نشين به مقرر ڪيو هو، پر ڪن مجبورين سبب سندن وفات ڪان پوءِ ان تي عمل نه ٿي سگهيو.

پاڻ مولانا امروٽيءَ جي حياتيءَ ۾ ڪافي عرصو امروٽ شريف ۾ رهيا. لنگر جي خدمت ڪان علاوه، پنهنجي مرشد سان گڏ مذهبي، تبليغي، سياسي ۽ سماجي ڪمن ۾ به ڀاڱو وٺندا هئا. "خلافت تحريڪ" ۾ پاڻ خاص ڀاڱو ورتائون. پاڻ انگريزن جا سخت مخالف هئا-ان ڪري سندن خلاف سخت تقريرون ڪندا هئا. انهيءَ سببان کين جيل به وڃڻو پيو. مولانا امروٽيءَ جي وفات ڪان پوءِ، بادلِ ناخواسته، امروٽ شريف ڇڏي ٽرپٽائي آيا، ۽ اچڻ سان اشاعتِ اسلام ۽ علم تصوف جي تعليم جو سلسلو شروع ڪري ڏنائون. ٿوري ئي وقت ۾ سندن مريدن جو تعداد هزارن تائين پهچي ويو. ان ڪان سواءِ سياست ۽ سماجي ڪمن ۾ به ڀاڱو وٺندا رهيا. پاڻ ڪيترن ديني مدرسن جي سرپرستي فرمايائون، ۽ مختلف سياسي جماعتن ۾ حصو وٺندا رهيا.

پاڻ هندو-مسلم اتحاد جا وڏا حامي هئا، پر مسجد منزلگاهه جي هلچل ۾ الائجي ڇو هندن کي ڪانئن غلط فهميون ٿيون ۽ سندن خلاف حڪومت کي شڪايتون ڪيائون. حڪومت کين گرفتار ڪري رياست بهاولپور جي شهر خانپور ۾ نظربند رکيو، پر جيئن ته اهي شڪايتون بي بنياد هيون، ان ڪري ترت ئي کين آزاد ڪيو ويو.

پاڻ مهمان نواز، خوش اخلاق، همدرد ۽ خوش مذاق هئا. ڏهن ويهن مهمانن کي روزانو پنهنجي هٿن سان پاڻ کاڌو کارائيندا هئا. مهمانن ۽ غريب مسافرن جي خدمت ڪندي ڏاڍا خوش ٿيندا هئا. ڪُٺهلن مسافرن لاءِ، جيڪڏهن گهر ۾ ڪجهه نه هوندو هون، ته ٻين درن تي وڃي به ڪجهه نه ڪجهه حاصل ڪري ايندا هئا. هزارين سندن مريد هئا، پر پنهنجي لاءِ ڪا خاص مسند نه بنايائون. ڪنهن هجن يا فرش-سيني سان ساڳيءَ جاءِ تي گڏ ويهندا هئا؛ گهڻو ڪري مريدن سان گڏ ويهي کاڌو کائيندا هئا، ۽ پنهنجي لاءِ ڪو به خاص امتيازي نشان نه رکندا هئا. سنت رسول ۽ خدا جي هيڪڙائيءَ تي خاص زور ڏيندا هئا. بدعتن ۽ شرڪ جا سخت مخالف هئا.

سندن سلسلو قادري هو، جو هن طرح آهي: عبدالعزيز، تاج محمد، امروٽي؛ مولانا محمد صديق، شاهه حسن (سوئي شريف)؛ شاهه محمد راشد (پير ڳوٺ)؛ سيد محمد بقا (پير ڳوٺ)؛ سيد عبدالقادر جيلاني، خامس (پير ڪوٽ سڌان)؛ سيد محمد صالح (آچ شريف)؛ سيد شمس الدين ثاني (اچ شريف)؛ سيد حامد گنج بخش، (اچ شريف)؛ سيد عبدالقادر، رابع (اچ شريف)؛ سيد عبدالقادر، ثالث (اچ شريف)؛ سيد حامد گنج بخش، ڪلان (اچ شريف)؛ سيد عبدالرزاق (اچ شريف)؛ سيد عبدالقادر، ثاني (اچ شريف)؛ محمد غوث گيلاني حلبي (اچ شريف)؛ سيد شمس الدين جيلاني، بغدادي (حلب شريف-شام)؛ شاهه مير (حلب)؛ سيد علي (حلب)؛ سيد مسعود (حلب)؛ سيد ابوالعباس احمد (حلب)؛ سيد صفي الدين صوفي (بغداد)؛ شيخ سيف الدين عبدالوهاب (بغداد)؛ سيد عبدالقادر جيلاني اول (بغداد)؛ ابوسعيد مبارڪ مخزومي (بغداد)؛ شيخ ابوالحسن هنڪاري (بغداد)؛ ابوالفرح طوسي (اندلس)؛ عبدالواحد تميمي (بغداد)؛ شيخ ابوبڪر شبلي (بغداد)؛ شيخ جنيد بغدادي (بغداد)؛ شيخ سري مسقطي (بغداد)؛ معروف ڪرخي (بغداد)؛ خواجه حبيب عجمي (بصرو)؛ داؤد طائي (بغداد)؛ خواجه حسن بصري (بصرو)؛ ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه، خليفة المسلمين الرابع.

سندن همعصرن جو تعداد نهايت گهڻو آهي؛ جن ۾ حضرت مولانا حماد الله صاحب هاليجوي؛ حضرت مولانا احمدعلي صاحب لاهوري؛ حضرت مولانا عبدالڪريم صاحب چشتي؛ حضرت مولانا عبدالڪريم صاحب ڪهاڙو؛ وغيره. سندن ڪي خليفا به آهن - جن ۾ حاجي حضرت شفيع محمد صاحب ڀٽي، مقيم ڳوٺ جونگل، تعلقو ٺل، جو نالو قابل ذڪر آهي.

سندن چار پٽ آهن - هرهڪ مولوي محمد صاحب، مولوي محمدحسين صاحب، مولوي محمد يحيٰ صاحب، ۽ مولوي محمد هارون صاحب. سندن چارئي پٽ پنهنجي والد وانگر دين جي تبليغ، اسلام جي اشاعت ۽ روحانيت جي تعليم ۾ همه تن مصروف آهن. سندن ادارت ۾ هڪ ديني مدرسو به آهي، جو حضرت مولانا موصوف جو زنده يادگار آهي. سندن پوري خاندان جو ماحول مذهبي آهي. اهڙ سنڌ ۾ ديني هلچل ۾ هن خاندان جو وڏو هٿ آهي.

سنڌ جي هن عالم ۽ صوفيءَ، ٦ آگسٽ ١٩٥٠ع، آچر ڏينهن هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو. خدا ٿـل مٿس لک لک رحمتون تا ابد نازل فرمائي - آمين!

# مرحوم مخدوم غلام حيدر صديقي قريشي هالائي

سنڌ جو هر هڪ باشندو، عالم و فاضل خواهه چار اکر پڙهيل شخص، مرحوم مخدوم غلام حيدر صاحب جن کي بخوبي سڃاڻي ٿو: اڪثر ڪين ماڻهن ڏٺو هوندو، نه ته به ٻڌو ضرور هوندو. پاڻ صديقي قريشي خاندان جا فرد، ۽ حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليه الرحمة جي نمبر چوڏهين سجاده نشين، مرحوم مخدوم ظهيرالدين عرف پروچام صاحب، جا چوٿون نمبر فرزند هئا؛ ۽ نمبر پندرهين سجاده نشين، مرحوم مخدوم غلام محمد صاحب، جا ننڍا ڀاءُ هئا. پاڻ ۱۲ ذوالحج سن ۱۳۱٦هه ۾ تولد ٿيا. سندن اذان بعد نالو ”محمد سعيد“ رکيو ويو.

ابتدائي تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪ خاص حافظ ۽ عالم وٽ شروع ڪيائون؛ ٿوري وقت بعد هڪ ٻاهريون عالم مولانا شاهه محمد صاحب مرحوم گهرايو ويو، جنهن وٽ به ڪجهه وقت تعليم ورتائون؛ آخر سندن والد بزرگوار کين ديوبند موڪليو، جتان تعليم جو مقرر ڪورس پڙهي دستاربندي ڪري موٽيا.

ان بعد، سندن والد مرحوم پنهنجو جملي ڪاروبار سندن حوالي ڪري، پاڻ آزاد ٿي ويٺا. انهيءَ وڏيءَ مشغولي هوندي به ادبي ۽ علمي صحبتن ۽ رهاڻن کي جاري رکيو آيا. پنهنجي خانداني ڪتبخاني ۾ وڏو اضافو ڪيائون، ۽ ٻاهران عالم گهرائي، وقت بوقت وعظ ۽ نصيحت جون مجلسون منعقد ڪرائي، عوام کي مستفيض ڪندا رهيا. سنڌ جا وڏا وڏا مدرسا ۽ تعليمگاهون هميشه سندن همدرديون ۽ پيسي جي مدد حاصل ڪنديون رهيون. گهڻن تربيتگاهن ۽ مدرسن کي ساليانه مقرر ٿيل وظيفا ڏيندا هئا، جي اڃا تائين قائم آهن.

جڏهن سنڌ جدا ٿي، سنڌ اسيمبلي وجود ۾ آئي، ته پاڻ سياست ۾ بہ ڀرو وٺڻ لڳا. ابتدا کان وٺي پنهنجي آخري عمر تائين، سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر به رهيا ۽ اڳواڻ پڻ. هالا ميونسپالٽي ۽ هالا مسلم ليگ جا هميشه پريزيڊنٽ به رهيا، ۽ نهايت دانائيءَ سان انهيءَ قوم جي خدمت ۾ ڪامياب رهيا. ايڏين مصروفيتن جي باوجود به مطالعي ۾ هميشه مشغول رهيا.

چند ڪتاب به تصنيف ڪيائون، جي ڪجهه ڇپيل آهن ۽ ڪي اڻڇپيل.

حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليہ الرحمۃ جن جي درگاھہ تي ھڪ عظيم الشان ورانڊو ن ١٣٥١ھ ۾ تعمير ڪرايائون، جنھن جو ڪم ٥ جمادي الاول سن ١٣٥١ھ کان شروع ٿيو، ۽ ٣ ذوالحج سن ١٣٥١ھ تي مڪمل ٿيو.

٥ جنوري ١٩٤٢ع تي، ھالن ۾ "مخدوم غلام حيدر ھاءِ اسڪول" برپا ڪرايائون، جنھن جو سنگ بنياد آنربل وزير تعليم پير الاھي بخش رکيو. وري ھاءِ اسڪول جي ھاسٽل برپا ڪرايائون، جنھن جو سنگ بنياد بہ آنربل پير الاھي بخش وزير تعليم ٢٠ فيبروري سن ١٩٤٤ع ۾ رکيو. ان کان پوءِ، ھالن ۾ "سرورية اسلاميہ ڪاليج" برپا ڪيائون، جنھن جو سنگ بنياد بہ آنربل پير الاھي بخش صاحب ٢ مي سن ١٩٤٧ع تي رکيو. ازان سواءِ، ٻيون بہ ھر لحاظ ۾ علمي خدمت لاجواب ڪيائون.

دارفاني جي دستور موجب، ھن جھان مان ٢٦ رمضان سن ١٣٧٢ھ، مطابق ٩ جون سن ١٩٥٣ع، آچر ڏينھن، صبح جو ٿورو بجي، دارالبقا ڏي رحلت ڪيائون.



مولوي محمد قاري

# مولانا عبدالڪريم مرحوم ڏيرو

هي عالم رباني، زاهد الزمان، ساده طبع، تڪلف ۽ تصنع کان عاري، هڪ ننڍي ڳوٺ ناالي "رضامحمد ڏيرو" (تعلقو ڪڪڙ، ضلعو دادو، سنڌ) ۾، سن ۱۳۱۵ هجري ۾ تولد ٿيو. سندن والد بزرگوار جو نالو حاجي الهورايو هو، جو نيڪ ۽ تهجد گذار شخص هو. ابتدا کان انتها تائين ڳوٺاڻن مدرسن ۾ تعليم ورتائون. ابتدائي تعليم قرآن شريف، فارسي ۽ عربيءَ جا اڪثر ڪتاب، پنهنجي ڳوٺ جي مدرسي ۾، مولانا مولوي محمد اسماعيل صاحب ڪنڀي واري کان پڙهيائون، جو عربي علم، خاص طرح صرف نحو ۽ ادب جو وڏو ماهر هو. ان کان پوءِ باقي عربي علم، اديب الزمان، فصيح اللسان، رئيس الشعراء حضرت مولانا مولوي الاهي بخش صاحب، ساڪن ڳوٺ "ٻانهون لاکير" تعلقي ميهڙ جي خدمت اقدس ۾ رهي حاصل ڪيائون.

سندن طبع کي شهرت پسند نه هئي، ان ڪري ڪافي زور ڀرڻ تي به مروج دستاربنديءَ کان انڪار ڪيائون. لله في الله تعليم جو ڪم شروع ڪيائون. پنهنجي ڳوٺ ۾ مدرسو قائم ڪيائون. سندن تعليم جي عمدگي ۽ پختگيءَ کي جلد شهرت ٿي ويئي. ان ڪري طالب علم، شمع تي پتنگن وانگر اچڻ لڳا. ڪين تعليم ۾ ايتريقدر مهارت هئي، جو سندن شاگرد عربي زبان ۾ تقرير ڪري سگهندا هئا، ۽ عربي زبان ۾ مضمون نويسي چڱيءَ طرح ڪري سگهندا هئا.

انهيءَ زماني ۾ کين طريقت جو به شوق ٿيو. پاڻ خاص انهيءَ مقصد لاءِ هندستان جو سفر ڪيائون. گهڻن الله وارن سان صحبت ڪيائون، پر آخري طرح طريقت جي سلوڪ لاءِ حضرت خواجه خواجگان، مرجع اهل زمان، خواجه محمد عمر جان صاحب پشوري رحمة الله عليه جا دست بيعت ٿيا. هر سال ڪجهه وقت حضرت صاحب جي صحبت ۾ وڃي رهندا هئا.

تعليم سان گڏ، طالبن جي اخلاقي تربيت ڪندا هئا- گويا منجهن صحيح تصوف جو روح ڦوڪي ڇڏيندا هئا. علم تصوف ۽ اخلاقي ڪتابن جي پڙهائڻ جو کين گهڻو اهتمام هو: "بداية الهداية" امام غزالي جي ۽ "ڪيميا سعادت" وغيره پڙهائيندا هئا؛ "احياء علوم دين"؛ ۽ "اربعين في اصول الدين" طرف توجهه ڏياريندا هئا. حضرت سيد علي اڪبر شاهه جن "اسلامي اخلاق" نالي، "الاربعين في اصول الدين" ڪتاب جو ترجمو ڇپايو، سو حضرت ڏيروي جي توجهه سان پڙهايو ويندو هو. علم اخلاق جي رواج ڏيارڻ لاءِ پوريءَ طرح ڪوشان رهيا، ته جيئن صحيح تصوف رائج ٿئي.

قرآن شريف جي صحيح قرات جي قاعدن سان پڙهڻ جو رواج سنڌ ۾ بلڪل ڪم ٿي چڪو هو- ان کي تمام وڏيءَ ڪوشش سان رواج ڏياريائون. سنڌي زبان ۾ قرات جا ڪتاب لکيائون. پنهنجن شاگردن کي وڏن قارين وٽان قرآن ڪريم صحيح پڙهايائون- حتاڪ عربستان تائين سندن شاگرد ويا، ۽ قرآن ڪريم صحيح پڙهي آيا. انهن کي تعليم ڏيڻ لاءِ مقرر ڪيائون. قرات ۽ تجويد جا دورا قائم ڪرايائون- تان جو سندن حياتيءَ ۾ تجويد ۽ قرات رواج ورتو: ڪيترا خاص مدرسا قرات جا قائم ٿيا ۽ اڪثر عربي مدرسن ۾ قرات جي تعليم لازمي ڪئي ويئي. ٻين علمن جي معلمن وانگر هن علم جا ڄاڻندڙ قاري معلم مقرر ڪيا ويا: سنڌ لاءِ هي ڪارنامو "تجديدي" چنجي ته بجا ٿيندو.

حقوق العباد جي ادائيءَ بابت ڪين تمام گهڻو خيال رهندو هو. صفائي، معاملات ۽ آداب المعاشره وغيره جي ڪتابن جي مطالعي لاءِ پاڻ توجهه ڏياريندا هئا- انهيءَ لاءِ ته طالبن ۾ به حقوق جي ادائگيءَ جو جذبو پيدا ٿئي. پاڻ وٽ هڪ وصيتنامو رکندا هئا، جنهن ۾ حقوق لکندا رهندا هئا- حتاڪ ڪنهن ڪان ڪو ڪتاب مطالعي لاءِ وٺندا هئا، ته ان جي مٿان به مالڪ جو پورو نالو ۽ پتو لکي ڇڏيندا هئا ۽ پهچائڻ لاءِ پورو پورو انتظار ڪندا هئا.

تواضع سندن خاص شيوو هو: هر هڪ ماڻهوءَ سان تمام عزت سان ملندا هئا، ۽ پوريءَ طرح خدمت ڪندا هئا. پنهنجن شاگردن سان به مهمانيءَ وغيره ۾ پوريءَ طرح خدمت ڪندا هئا- گويا ان وقت خادم، ۽ سبق وقت استاد هوندا هئا. هر هڪ مسلمان جا پاڻ خيرخواهه رهندا هئا. ساري عمر شريعت جي ڪمن ۾ "الأهم فالأهم" تي عمل ڪندڙ هئا. ديني تعليم ۾ به اول شاگردن کي ديني فرضي علمن جي سنڌي، اردو، عربي ۽ فارسي زبانن ۾ تعليم ڏيندا هئا، ته جيئن ديني ضروري علمن جي خبر پئجي وڃين. انهيءَ لاءِ پاڻ هڪ ديني نصاب به تيار ڪيائون، جو اڃا تائين موجود آهي. اهو نصاب پوءِ سيني علمائن جي خدمت ۾ موڪلڻ جو ارادو به ڪيو هئائون، پر سندن حياتيءَ وفا نه ڪئي.

ڪنهن خصوصي مسالي سان ترديد ڪرڻ کان پرهيز ڪندا هئا، ۽ عمومي طرح عقائد باطل جي ترديد ڪندا هئا. سندن ترديد جو ڍنگ نرالو هو: علماي سلف جون عبارتون لکي ڪتاب جوڙيندا هئا، ۽ ان ۾ انهن جي ترديد ڪندا هئا- جيئن ته لواريءَ جي عقائد باطل جي ترديد؛ رسمي پيري-مريديءَ جي ترديد؛ حضرت امام رباني مجدد الف الثاني جي مڪتوبات مان عبارتون چونڊي، ڪتاب "اعتقاد نامه امام رباني" لکيائون: "ڪتاب فضائل آل و اصحاب" لکي، ان ۾ مختصر مگر قوي دليلن سان مخالفن جي ترديد ڪيائون.

پاڻ هر هڪ معاملي کي شريعت مطهره جي ميزان تي توريندا هئا ۽ ان موجب فيصلا ڪندا هئا. شادي غمي، خريد فروخت، کائڻ پيئڻ، ستر پردو، وغيره- سڀ ڳالهين ۾ شريعت موجب رهندا هئا: پنهنجي همعصر علمائن کان انهيءَ ۾ ممتاز هئا.

تصنيفات جو سلسلو اول کان ئي جاري رکيائون. هيٺيان ڪتاب سندن تصنيف ۽ تاليف ٿيل آهن.

عربي زبان ۾: (١) مقدمه تفسير قرآن؛ (٢) المکاتيب الجديده؛ (٣) صفيحة الخشوع؛ ۽ (٤) راحة القلوب في لسان المحبوب.

فارسيءَ ۾: (١) اخلاق نامهٔ امام غزالي؛ (٢) اعتقاد نامه امام رباني؛ (٣) فوائد دينيه؛ (٤) هدايت نامه امام رباني؛ (٥) تعليم قران؛ (٦) معلم القرات؛ (٧) فضائل آل و اصحاب؛ (٨) قصو پير دستگير؛ (٩) نصيحت نامه پير دستگير؛ (١٠) قصو امام رباني؛ (١١) نصيحت نامه امام رباني؛ (١٢) ڪرامات اولياءُ الله؛ (١٣) نصيحت نيڪ؛ (١٤) نصيحت قرآن، (١٥) نصيحت ذڪر؛ (١٦) ضروري مسئلا؛ (١٧) ديباچه فقه حنفي؛ (١٨) ڪتاب الصلواة سنڌي؛ (١٩) قواعد عربيه؛ (٢٠) قواعد فارسي؛ (٢١) دلائل وجوب التجويد؛ (٢٢) معجزن جو ڪتاب؛ (٢٣) مولودن جو ڪتاب؛ (٢٤) عريضہ اضعف العباد في مسئلہ الضاد؛ ۽ (٢٥) اعلام العباد في مسئلہ الضاد.

پاڻ اول پنهنجي ڳوٺ رضامحمد ڏيري ۾ مدرسو قائم ڪيائون، ۽ ڪيترا سال اتي تعليم ڏنائون. سن ١٣٤١هه ۾، حضرت خواجه خواجگان اهل زمان خواجه محمدحسن صاحب سرهندي ٽنڊي سائينداد وارن جي ڪوشش سان، هڪ مدرسو ڳوٺ ڳاهي مهيسر اڳ ميهڙ ۾ قائم ٿيو، ان لاءِ خواجه صاحب جن کي قابل عالم جي ضرورت هئي: سندن نظر انتخاب حضرت مولانا ڏيرويءَ تي پيئي ۽ ڪين خواجه صاحب جن گهڻو اصرار ڪيو، ان ڪري پاڻ مدرسي عربيه ڳاهي مهيسر ۾ آيا، ۽ اتي ١٣٤٩هه تائين تعليم ڏيندا رهيا. ان کان بعد، سيد علي اڪبرشاه صاحب جن سان مشورو ڪري، ميهڙ ۾ عربي مدرسو قائم ڪيائون، جو اڄ تائين جاري آهي ۽ هن وقت "مدرسہ دارالقرآن" جي نالي سان مشهور آهي، جنهن ۾ ڇهه مدرس ڪم ڪن ٿا ۽ سڀني علمن جي تعليم ڏني وڃي ٿي.

سندن شاگردن جو سلسلو تمام گهڻو آهي، پر ڪجهه نالا هي آهن: (١) مولانا عبدالغفور، خدابخش، بلوچ، بهاولپور، ضلعو دادو، سنڌ؛ (٢) مولانا محمد يوسف صاحب، ڏيپر، پيش امام مسجد انجمن شيدي، ڪوٽڙي؛ (٣) مولانا قاري احمد صاحب چارڻ، مدرس مدرسه اسلاميه، مولهڻ، لڳ ٿاروشاه، سنڌ؛ (٤) مولانا دين محمد صاحب "اديب" فيروزشاهي، معلم دينيات، نورمحمد هاءِ اسڪول، حيدرآباد؛ (٥) مولانا عرض محمد "اسانگي"، معلم عربي، جامعه عربيه حيدرآباد؛ (٦) مولانا درمحمد صاحب پنهور، معلم عربي، مدرسہ دارالقرآن، ميهڙ، دادو؛ (٧) مولانا علي محمد صاحب ڪلال، معلم مدرسہ ربانيه ٽانڊي، لڳ پاڊه؛ (٨) مرحوم مولانا عبدالڪريم صاحب ڊڪڻ، سابق مدرس مدرسہ عربيه، لنڊ ڳوٺ، مورو؛ (٩) مولانا حڪيم قطب الدين صاحب، ڳوٺ پڙائي، تعلقو ميهڙ، دادو؛ ۽ (١٠) راقم آثم (قاري) محمد ڏيرو، مهتمم مدرسہ عربيه دارالقرآن، ميهڙ، دادو.

سندن وفات حسرت آيات ٨ رجب المرجب ١٣٤٣ هه، مدرسه دارالقرآن ميهڙ ۾ ٿي. تاريخ ولادت جي حساب سان سندن عمر ٽيهٺ ورهيه ٿي. حضرت مولانا مرحوم، پنهنجي آخري وقت ۾، حضرت مولانا مولوي درمحمد صاحب کي فرمايو ته "هاڻي عمر حضور پاک صلي الله عليه وسلم جي عمر موافق ٿي آهي: جيڪڏهن هن وقت خاتمو ٿيو، ته موافقت عمر جو شرف به حاصل ٿي ويندو"- ٿيو به ائين. سندن مزار، ميهڙ شهر جي مغربي قبرستان ۾ آهي.

## قطعہ تاريخ وفات

| | |
|---|---|
| بشد عبدالکريم آن عالمِ دين، | ز دنيا سوي درگاهِ خدائي. |
| فقيه و مصلح و فيّاضِ دوران، | دريغ از دوستان کرده جدائي! |
| ز بدوِ عمر از پاکيءِ طينت، | بزد چنگل بحبلِ پارسائي. |
| نموده ترک لذّاتِ جهان را، | بحق مي باخت نردِ آشنائي. |
| مدرّس هم مصنّف ناشرِ دين، | ز بدعت داد مردم را رهائي. |
| کمالاتِ طريقت کرد حاصل، | دلش شد مطلعِ نورِ خدائي. |
| خدا کردش طبيبِ جسم وجانها، | عطا کردش خواصِ کيميائي. |
| فنِ تجويد را ترويج بخشيد، | نمود اين علم را مشکل کشائي. |
| "اديبا"، چون نمودم فکرِ تاريخ، | خرد گفتا: "ز خاصانِ خدائي". |

١٣١٣

( ٢ )

| | |
|---|---|
| 'عبدالکريم ديروي' آن عارفِ خدا، | رفت از جهان بجنتِ فردوس دلکشا; |
| بنمود چون "اديب" ز هاتف سوالِ سال، | ايما بلطف کرد، "بآغوشِ انبيا". |

## حاجي عمرالدين چنو مرحوم

هي بزرگ هڪ باثر عالم هو. خيرپور ناٿن شاهه جي پرسان، ابراهيم چني جي ڳوٺ (تعلقو ڪڪڙ، ضلعو دادو) جو باشندو هو. سن ١٢٨٨ هجري ۾ ڄائو. سندس منظر ۽ نظر جاذب هئا. فيروزشاهه ۾ مولانا خيرمحمد وٽ، ۽ پوءِ ان جي فرزند مولانا عطاءالله ۽ ان جي شاگرد مولوي محمد صاحب آڪري وٽ تعليم ورتائين؛ آخر ۾ گهونڪيءَ ۾ مولانا قمرالدين وٽ تعليم ورتائين، ۽ ١٣١٧هه ۾ وٽس دستاربندي ڪيائين. مولوي صاحب جي عمر پنجاهه سال هئي. اڪثر و بيشتر لاڙ ۾ پڙهايو اٿس، ۽ ڪجهه وقت عمرڪوٽ تعلقي ۾ رتي ڪوٽ ۾ پڙهايو اٿس. وٽس شاگرد گهڻا پڙهڻ ايندا هئا. ڪن مشهور شاگردن جا نالا هي آهن: مولوي محمد صاحب آڙهونو، ويٺل ڳوٺ احمدشاهه گروهڙي (ڪپرو)؛ مولوي محمد يعقوب صاحب هنگورجو، ويٺل رتوڪوٽ، ڪپرو؛ مولوي عبدالحليم ٻهنور، ويٺل ورند جا پاڙ (ميهڙ)؛ مولوي محمد علي صاحب لانڊر، سانگهڙ؛ مولوي غلام محمد صاحب پير، ڳوٺ لڏاڻ (ڪڪڙ، دادو)؛ مولوي نجم الدين صاحب مهر ريگستاني (ضلعو ٿرپارڪر)؛ ۽ مولوي عبيدالله مرحوم، (مولانا جو عزيز ۽ ڳوٺائي). آخر عمر ۾ مريد به ڪيائين. پاڻ مولانا غلام صديق شهدادڪوٽيءَ جو مريد هو.

مولوي صاحب سخن-شناس به هڪڙو ئي هو. مرحوم نورمحمد تي لکيل مرثيو مون کين ڏنو، پاڻ پڙهي چيائين ته "هن بيت ۾ ڏاڍو درد آهي"-۽ هو به ائين، جو ته مون کي ان بيت جي جوڙڻ مهل گهڻو درد محسوس ٿيو هو. مولوي صاحب منهنجي والد جو ماسات هو. مون سان ۽ سندس محبت گهڻي هئي.

تاريخ ١٦ ربيع الاول سن ١٣٧٤هه، برابر ١٣ نومبر ١٩٥٤ع تي وفات ڪيائين. مون سندس وفات تي هيٺيون قطعه تاريخ لکيو:

فاني ست اين مکان و زمان، ارض و آسمان،

باقي ست تا ابد ز ازل ذاتِ ذوالجلال؛

رفتند انبيا، نه بماندند اوليا،

تو کيستي که غره شوي بر متاع و مال!

علامۀ زمان عمر الدّین با خدا،

رفت از جهان بسوی خداوند لایزال.

عمرِ تمام صرف بتعلیمِ دین نمود،

عمرِ عزیز یافته هشتاد و پنج سال.

ای صورتت مسخّرِ دلهای مردمان،

و ای سیرتت بدام فکنده همه رجال؛

سیراب شد ز بحرِ علومت جهان جهان،

اهل جهان ز مغرب و مشرق، یمین، شمال؛

گریند در فراقِ تو دلدادگانِ تو،

هم مهر و ماه و انجم و شب روز و ماه و سال؛

وابستگانِ فیضِ تو نالند چون سحاب،

آن ذاکرانِ نامِ خداوندِ بی مثال.

گفتۀ "ادیب" سالِ تو "غَفَرَ الوَحیدُ لَه"،

یابی نعم که نامده در وهم در خیال.



# مولانا احمد مرحوم هالائي

مرحوم مولانا صاحب جن جي ولادت، حيدرآباد ضلعي جي مشهور شهر هالا پراڻا ۾، تاريخ ٤ جمادالثاني سن ١٣١٥ هجريءَ ۾ ٿي. سندن والد جو نالو مولوي محمد هالائي هو. مولانا صاحب جن ننڍي هوندي کان ئي طبيعت جا ذڪي، ذهين ۽ بالڪل هوشيار هوندا هئا. ايتريقدر جو صرف ارڙهن سالن جي عمر ۾ پنهنجي والد بزرگوار وٽ قرآن شريف فارسي جو سارو نصاب، ۽ عربيءَ جو جملي نظامي نصاب ختم ڪري دستار فضيلت پڙائون. سندن دستاربنديءَ جي رسم، تبرڪاً، حضرت مولانا و مرشدنا الحاج خواجه آقا حافظ محمد حسن جان صاحب مرحوم سرهندي جن ڪان ڪرائي وئي هئي.

مولانا صاحب جن دستاربنديءَ بعد پنهنجي ئي "مدرسہ محمديہ" ۾ درس ڏيڻ لڳا. سندن شاگردن مان مشهور شاگرد، مولوي محمد عرس، ڏهري (متصل ٽنڊو آدم)، مولوي محمود سانوڻي هالائي، حڪيم شيخ حاجي عبدالواحد متعلوي، ۽ مولوي محمد هالائي (سندن فرزند)، وغيره آهن.

مولانا صاحب جن پنهنجي مدرسي جي مهتمميءَ سان گڏ، تحريرنويسيءَ ۽ شرعي فيصلن جو ڪم به بالڪل گهڻي انداز ۾، باحسن الوجه ڪندا هئا. سندن فن افتاء ۽ تحريرنويسيءَ جي هاڪ سڄيءَ سنڌ ۾ هوندي هئي. حضرت مرحوم مولانا دين محمد صاحب "وفائي" (مشهور غيرمقلد) به بسا اوقات ڪانئس فقهي تحقيقون ڪرائيندو ۽ مسئلا لکارائيندو هو ۽ هميشه ڪين انهيءَ فن ۾ داد ڏيندو هو.

مولانا صاحب جن پنهنجي سڄي عمر پنهنجي ئي ڳوٺ هالن پراڻن ۾ بسر ڪئي، تاهم سندن صحبت ان وقت جي چڱن چڱن عالمن سان هئي. انهن بزرگن مان مرحوم مولانا محمد صادق صاحب کڏي وارو (ڪراچي)، مرحوم مولانا دين محمد "وفائي"، مرحوم مولوي فتح محمد سيوستاني، مرحوم عبدالقيوم صاحب بختيارپوري، مرحوم مولانا عبدالرؤف بختيارپوري، مرحوم مولانا حاجي عبدالله ڪبرائي، ۽ مرحوم مولانا محمد سليمان واعظ الاسلام ٽرڙائي، جن جا نالا قابل ذڪر آهن.

مولانا مرحوم جن حيدرآباد ۽ نوابشاهه ضلعن جا وڏا مفتي هئا. طريقو نقشبنديه هون، ۽ بيعت خواجه آقا حافظ محمد حسين صاحب سرهندي مجددي ٽکڙائيءَ سان هين. سندن طبع بلڪل نرم، خوش اخلاق، مزاج مرنجان، بردبار ۽ ماٺيڻي هئي. موجوده قحط الرجال جي زماني ۾ سندن شخصيت اعليٰ درجي جي هئي: مطلب ته پاڻ صحيح معنيٰ ۾ بينظير عالم باعمل، نهايت پرهيزگار، متقي، متشرع، زبردست فقيه ۽ عالم حقاني هئا. پاڻ هميشه قومي خيال رکندڙ ۽ سياست جا ڄاڻو هئا. خلافت تحريڪ کان وٺي جيڪي به سياسي ۽ مذهبي تحريڪون وقت بوقت ٿينديون ٿي رهيون، تن ۾ نه فقط همدرد ۽ معاون هئا، مگر پاڻ هڪ اعليٰ رڪن جي حيثيت سان مصروف عمل اڻ رهندا هئا.

مولانا مرحوم جن، ١٥ محرم الحرام سن ١٣٤٦ هجريءَ ۾، هالن پراڻن ۾ وفات ڪئي. سندن قبر پنهنجي والد بزرگوار جي قبر جي پرسان آهي. سندن پاٽ مولوي عبدالله صاحب، سندن تاريخ وفات هن طرح لکي آهي:

| | |
|---|---|
| دريغا از وصالِ مردِ مبرور، | مثال آمد تو گوئي "نفخ في الصور"! |
| ز هجرتِ او چراغِ فيض گل گشت، | ز رحلتِ او بر آمد ظلمت از نور. |
| ازين واقعه جدائي جيد عالم، | اهالي علم و عالم گشت رنجور. |
| جنابِ مولوي "احمد" مدرس، | ز دنيا رفت و علم دين شد دور. |
| اديب و عالم و مشفق محقق، | فقيه و فاضل و مفتي مشهور: |
| ز هر تلميذ عند الناس مشكور، | شد از تدريس عندالله ماجور. |
| بخمسة عشر تاريخ محرم، | شبِ خميس گشت آن ماه مهجور. |
| بسالِ وصلِ او "احقر" چنين گفت: | "شده مشغولِ حق و با خير ماجور". (١٣٤٦) |

مولانا دين محمد "اديب"

# مولانا محمد سلوڪ

مولانا مولوي محمد سلوڪ صاحب، اصل سهاڳ ڪمانگر تعلقي ميهڙ جا ويٺل آهن. علامه حاجي عطاءالله صاحب فيروزشاهيءَ کان تعليم حاصل ڪيائون. مولانا محمد سلوڪ صاحب راقم الحروف سان پنهنجي مختصر سوانح حيات هن طرح بيان ڪئي هئي:

"آءٌ ڳوٺ گهلو (تعلقو دادو) ۾ رهندو هوس. ڪڙمت جي ڪرت ڪندو هوس. هڪ رات خواب ۾ هڪ دلڪش صورت جي عورت ڏٺم، جا حسن و جمال ۾ بيمثال هئي، ۽ زيورن ۽ زربفت جي لباس سان آراسته پيراسته هئي. مون کي مخاطب ٿي چيائين ته 'منهنجو نالو آهي "هدايت"، ۽ آءٌ تولاءِ آهيان'. انهيءَ خواب مون کي بيخواب ڪري ڇڏيو. ڪم ڪار ڪونه پيو پُڄي! ڪانيءَ تي ويس ته ڪانيءَ کان به ڪنو ٿي پيس: يا ته اڳي سڀني کان اڳ ۾ هوندو هوس، ۽ اج سڀني کان ڪانيءَ ۾ پٺتي هوس. ساٿين کي به منهنجي هن حالت تي عجب پئي لڳو.

"انهن ڏينهن ۾ هڪ عرب مسافر گهلن ۾ آيل هو، ان سان اهو خواب ۽ پنهنجي دل جو حال بلاحجاب بيان ڪيم. ان چيو ته 'تون فيروزشاهه وڃي ديني علم پڙهه'. سان سندس صلاح موجب فيروزشاهه ويس. ڳوٺ کان ٻاهر مولانا عطاءالله فيروزشاهي مون کي مليو، ۽ مون کيس طلب علم جو مقصد ٻڌايو. مولانا صاحب مون کي ڦرهيءَ تي الف-ب لکي ڏني، ۽ پنهنجن آئن جي ڏاراپ پڻ منهنجي سپرد ڪيائين؛ چنانچه آءٌ اهو ڪم به ڪندو هوس-آئن سان گڏ پڙهندو به هوس. بزرگ باڪمال هو، ان جي برڪت سان منهنجي قسمت جاڳي پيئي. ڇهن سالن جي عرصي ۾ فارسي ۽ عربيءَ جي تحصيل ڪيم. انهيءَ کان پوءِ، مولانا فيروزشاهيءَ وٽ ڪوبه دستاربند ڪونه ٿيو هو.

"دستاربنديءَ کان ٿورو اڳ، مون خواب لڌو ته فيروزشاهه جي مسجد يا حجري ۾ سرور ڪائنات، فخرموجودات، سيدنا رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم جن رونق افروز آهن، ۽ مولانا فيروزشاهي به اتي موجود آهي؛ آءٌ به ان مجلس ۾ حاضر آهيان، ۽ گفتگو اشارن ڪناين ۾ ٿي رهي آهي. استاد صاحب مون لاءِ التجا ڪئي، جن سان ڪي سفارشون قبول ڪيون ويون، ۽ ڪي نه."

مولوي محمد سلوڪ صاحب ڪئي ڪئي پڙهايو، ان جو مون کي علم نه آهي. هالن ۾ مولوي هدايت الله ۽ سندس والد مولوي محمد حسن کي پڙهايو اٿن.

مولانا محمد سلوڪ صاحب اڄڪلهه ضلعي دادو ۾ پياري ڳوٺ اسٽيشن جي پرسان رهن ٿا؛ اتي زمين خريد ڪئي اٿن، ۽ پنهنجو ڳوٺ آباد ڪيو اٿن.

# حضرت سيد حاجي شير محمد شاهه مهاجر مدني

"باز گو از نجد و از ياران نجد،
تا در و ديوار را آرد بوجد."

حضرت حاجي شيرمحمد شاهه، ولد سيد عارف شاهه رحه، گهوڙڪيءَ وارا، خانداني پير آهن. سندن گهڻا ئي مريد آهن. فارسي ۽ عربي پڙهيل آهن. اصطلاحي 'مولوي' آهن يا نه، ان جو مون کي علم ناهي، مگر سندن علمي دستگاهه، مصطلح عالمن کان گهڻي بلند آهي. ساري عمر علم ۽ عمل ۾ آندي اٿن. فن تجويد جا ماهر ۽ قاري آهن. سندن عمر اسي سالن کي قريب آهي. سندن تاليف هيءَ آهي: (١) "القول المغتنم في زكواة الغنم" (اردو)- هن ۾ رڍن ۽ ٻڪرين جي زڪوات بابت بحث ٿيل آهي؛ انهن ٻنهي جي زڪوات ۾ ڪجهه تفاوت آهي، جنهن بابت سنڌ جي هڪ وڏي مفتيءَ کان غلطي ٿي ويئي؛ ديوبند جي عالمن ان تي روشني وڌي آهي؛ عالمن جي ڏسڻ لائق آهي؛ (٢) "جمال القرآن" جو سنڌيءَ ۾ ترجمو؛ (٣) "بهشتي زيور" جي ستين حصي جو سنڌي ترجمو؛ (٤) "قرةالعينين في زيارة الحرمين" (اردو ۽ سنڌي)- اردو وارو ڇپايل آهي.

حڪيم الامت مولانا اشرف علي ٿانويءَ جا خليفه مجاز آهن. سندن خليفن جي فهرست ۾ حاجي صاحب جو ٽالو چوٿون نمبر آهي- ان جو مطلب هي آهي ته حاجي صاحب جو تعلق حڪيم الامت سان پراڻو آهي. سندن خدمت ۽ صحبت مان گهڻو ڪجهه علم ۽ عمل جي دولت حاصل ڪئي اٿن. حڪيم الامت جي تعليم جو اثر ٿيو جو حاجي صاحب رسمي پيري-مريديءَ کي ڇڏي ڏنو ۽ بالڪل سچي فقيريءَ کي اختيار ڪيو. سندن اٺ يا نو دفعا حج ڪيل آهي، مگر جوار حبيب جي اشتياق ڪين هتي سنڌ ۾ رهڻ نه ڏنو: آل، مال ۽ دليوي اقبال ڇڏي، ڪيترن سالن کان وڃي ڪوي حبيب ۾ ساڪن ٿيا آهن. هن کان ٻه سال اڳ، سندن وڏو پاٽ ميان فخرالدين شاهه ۽ سندن اهليه حج تي ويا، انهن ڪين سنڌ ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي؛ انهن جي اصرار ڪري تيار ٿيا، پر پوءِ چيائون ته حضور جن جي قرب کي ڪيئن ڇڏيان. ماني

ٻه ڀاڱ ڀڄائيندا آهن. هڪ دفعي ماني پچائيندي اسٽوو ٽان ڪين ٻاهه لڳي ويئي، جنهن ڪين سخت زخمي ڪيو، مگر اهي تڪليفون برداشت ڪري ويا آهن. هي آهي عشق نبوي، ۽ هي آهي ترڪ دنيا!

حاجي شيرمحمد شاهه جو ڀاءُ، پير فخرالدين شاهه ولد سيد عارف شاهه، ڪهونڪيءَ وارو، عالم آهي؛ حاجي شيرمحمد شاهه کان اٺ مهينا وڏو آهي. هي بزرگ ٻه حضرت ٿانوي رحه جو خليفو مُجاز آهي. حڪيم الامت جي برڪت ڪري، هن بزرگ ٻه رسمي پيري-مريدي ڇڏي ڏني. دين جي خدمت ڪري رهيو آهي؛ وڏو عربي مدرسو هلائي رهيو آهي؛ مدرسن جي تنخواهه ۽ طالب علمن جو کاڌو سڀ سندس ذمي آهي؛ مدرسو تمام خوش اسلوبيءَ سان هلي رهيو آهي: هيءَ سندس اخلاص جي برڪت آهي.



مخدوم امير احمد

# مولانا محمد هاشم انصاري

حضرت استاذي و استاذ العلماء مولانا محمد هاشم صاحب انصاري، ١٢ ربيع الاول ١٣٠٥ هجريءَ ۾، ڦلجي تعلقي جوهي ضلعي دادوءَ ۾ ڄاوا. سندس وڏو ڏاڏو، خواجه ڪرم الله، مدينه منوره زادهاالله شرفا و تعظيما ۾ رهندو هو، ۽ مديني منوره جي انصارن مان هو.

حضرت مولانا جي وڏن ۾ اها روايت مشهور هئي ته خواجه ڪرم الله جي، لواريءَ جي مشهور نقشبندي خاندان جي مورث اعليٰ حضرت خواجه محمد زمان عليه الرحمة سان پهرين ملاقات مديني شريف ۾ ٿي، جتي هو صاحب خواجه محمد زمان جي ولايت ۽ بلند مقامات ڏسي مٿن موهجي پيو ۽ سندن مريد ٿيو. هو صاحب خواجه صاحبؒ جي محبت ۽ عقيدت جي زنجير ۾ اهڙو ته جڪڙجي ويو، جو وطن جي وڻن کي خيرباد چئي، سائن گڏجي سنڌ ۾ آيو، ۽ سندس صحبت ڪيميا-اثر ۾ رهي، رچي ريجهي ويو. سنڌ کي پنهنجو دائمي وطن بڻايائين. پير صاحب جي هڪ مريد، بلال ملاح، جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين. بلال ملاح ڦلجيءَ جو رهاڪو هو، تنهنڪري خواجه ڪرم الله انصاريءَ به ڦلجيءَ کي پنهنجو مستقل سڪونتگاهه بڻايو. خواجه ڪرم الله، حضرت خواجه محمد زمان عليه الرحمة جي وڏن خليفن مان شمار ٿيندو هو. سندس مزار مبارڪ ڦلجيءَ ۾ اڄ تائين موجود آهي، ۽ عام خاص ماڻهن جو زيارتگاهه آهي- خصوصاً لواريءَ شريف جي جماعت جي اتي تمام گهڻي آمدرفت رهي ٿي.

خليفي ڪرم الله کي بلال ملاح جي لياڻيءَ مان ٻه فرزند- حاجي هدايت الله ۽ مولوي عبدالصمد- ۽ هڪ نياڻي پيدا ٿيا. تنهي جي اولاد اڃا تائين موجود آهي. اسان جو مولانا محمد هاشم صاحب، مولوي عبدالصمد صاحب جي اولاد مان آهي. سندن سلسلء نسب خواجه ڪرم الله سان هن طرح ملي ٿو: محمد هاشم، بن ملا محمد، بن حافظ الهڏنو، بن حاجي احمد، بن مولوي عبدالصمد، بن خواجه ڪرم الله مدني انصاري.

مولانا محمد هاشم صاحب جا وڏا، خليفي ڪرم الله انصاري عليه الرحمة جي وفات کان پوءِ به اتي ئي ڦلجيءَ ۾ رهندا هئا: اگرچ سندن والد ملا محمد صاحب، ڪن سببن ڪري، ٿورو عرصو ڦلجي شهر کي ڇڏي، اچي ڦلجيءَ جي اسٽيشن جي قريب هڪ تمام ننڍڙي ڳوٺ، "اوباهي فقير جو ٿلهو"، ۾ بود و باش اختيار ڪئي هئي: اتي جاءِ به ٺهرائي هئائين، ۽ سندس

۽ مولانا صاحب جي ڪوشش سان اتي هڪ مسجد به ٺهي تيار ٿي هئي؛ مگر آخرڪار والد صاحب جي وفات ڪان پوءِ، مولانا صاحب وري وڃي پنهنجي اباڻي وطن ٺلجيءَ کي وسايو. هن وقت سندن مستقل رهائش ٺلجيءَ جي شهر ۾ آهي. ڀاڳ جي مشهور معروف نيڪ نيت انسان قاضي غلام مصطفيٰ، رٽائرڊ ڪليڪٽر، جي نيڪ ڪوشش سان ڪين سندن اباڻي زمين به واپس ملي آهي، جنهن تي سندن مائٽ ناجائز قبضو ڪري ويا هئا، ۽ مولانا صاحب خواه سندس والد مرحوم با ٻارن کي ويچهو به اچڻ اتي ڏنائون. قاضي صاحب، مولانا جي هيءَ مدد انهيءَ وقت ۾ ڪئي هئي، جڏهن پاڻ دادوءَ جو ڊپٽي ڪليڪٽر هو.

مولانا صاحب جي والد ملا محمد کي چار پٽ ڄاوا: (۱) مولانا محمد هاشم صاحب، (۲) ميان محمد حسن (۳) مولوي عبدالله صاحب، ۽ (۴) ميان محمد عيسيٰ. هن وقت چارئي خدا جي فضل سان حيات آهن. ٻيو ۽ چوٿون نمبر پٽ، زماني جي گردش ۾ گرفتار ٿي، علم جي نعمت کان بي بهره رهجي ويا؛ باقي ٻئي ٻيون ۽ ٽيون نمبر خدا جي فضل سان علم جي دولت سان چڱيءَ طرح مالا مال آهن.

مولوي عبدالله صاحب، پنهنجي ڀاءُ مولانا محمد هاشم جو شاگرد آهي. راقم الحروف سان هم سبق هو. سڄي عمر مجرد رهي گذاري اٿس. هن وقت ماتلي ضلعي حيدرآباد ۾ رهي ٿو. فارسي ۽ عربيءَ جو وڏو اديب ۽ ماهر آهي. سندس تصنيفات مان شاه ولي الله صاحب جي معرڪة الارا ڪتاب "حجة الله البالغ" جو عربي حاشيو مشهور آهي، جو قلمي صورت ۾ وٽس موجود آهي. پاڻ سنڌي ۽ فارسي زبانن جو تمام سٺو شاعر آهي. سندس مولود، ڪافيون ۽ غزل مشهور ۽ مقبول آهن.

مولانا محمد هاشم صاحب، ننڍپڻ ۾ پنهنجي شهر ٺلجيءَ ۾ قرآن پاڪ ۽ فارسيءَ جي تعليم حاصل ڪري، عربي وڃي جوهي شهر جي مشهور معروف عالم ۽ مدرس مولانا محمد حسن صاحب ڪوسي بلوچ وٽ پڙهڻ شروع ڪئي- (مولانا محمد حسن جو مدرسو انهيءَ وقت "ڍڳهه بالا" تعلقي جوهيءَ ۾ هوندو هو).

مولانا محمد حسن صاحب، مولانا عبدالرحمان ڏامراهي جو شاگرد هو. ڏامراها، هڪ ننڍڙو ڳوٺ، لاڙڪاڻي جي ڀرسان گرداليءَ ۾ آهي. مولانا عبدالرحمان رياست بهاولپور جي نامي گرامي عالم مولانا نظرمحمد صاحب پٽنگ واري وٽان فارغ التحصيل ٿيل هو. مولانا محمد حسن صاحب، هونئن ته سڀني رواجي عربي ۽ ديني علمن ۾ وڏي دسترس رکندو هو، پر خاص طرح ميراث جي علم ۾ نانءُ ڪڍيل هو.

مولانا محمد هاشم صاحب وچ ۾ سنڌ جي ٻين بزرگن کان به استفادو ڪيو: جهڙوڪ مولانا عطاءالله فيروزشاهي، جو حضرت مولانا شهدادڪوٽيءَ جو شاگرد هو ۽ وڏو صاحب فيض ۽ علم ۾ باعمل هو، مگر آخر وري به اچي مولانا محمد حسن وٽ پڙهڻ لڳو ۽ اتي ئي رواجي نصاب جي تڪميل ڪيائون.

پاڻ تمام ذهين طالب علم هئا. مولوي دين محمد صاحب "اديب" ڳالهه ڪئي ته سنڌ جو مشهور عالم، اديب ۽ شاعر مولانا الاهي بخش صاحب پالهي لاڪير وارو چوندو هو ته "مون وٽ پڙهڻ لاءِ گهڻائي طالب علم آيا، پر مولوي محمد هاشم جهڙو ذهين شاگرد ڪو ڪونه آيو". ياد رهي ته مولانا محمد هاشم صاحب جن ڪو ٿورو وقت مولانا الاهي بخش صاحب وٽ پڙهيا هئا. طالب علميءَ جي زماني ۾ کين علم جو نهايت عشق هوندو هو. پاڻ ڳالهه ڪندا هئا ته "ڪيترا دفعا ائين به ٿيو جو سومهڻيءَ جي نماز کان پوءِ آءٌ ڪنهن ڪتاب جي مطالعي ۾ لڳي ويس، ماني پر ۾ رکي رهي، پر محويت جي عالم ۾ ماني کائڻ وسري ويئي- خبر تڏهن پيئي، جڏهن مؤذن اچي صبح جي بانگ ڏني! مان ڇرڪ ڀري هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳس، ۽ عجب وچان زبان مان نڪري ويو ته "مار، هيتري ۾ رات گذري ويئي"!"

تحصيل ڪرڻ کان پوءِ، پاڻ دادوءَ ۾ قاضين واريءَ مسجد ۾ اچي درس تدريس جو شغل جاري ڪيائون. ٿوري ئي وقت ۾ سندن هاڪ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙجي ويئي، ۽ پري پري جا طالب العلم هن علم جي شمع تي پروانن وانگيان اچي جمع ٿيا. پاڻ سنڌ ۾ مختلف جاين تي تعليم جو شغل جاري رکيائون- جهڙوڪ (١) "مِيان جو ڳوٺ"، لڳ اسٽيشن همايون، ضلعو سکر: هتي پاڻ علامه عبدالغفور همايوني رحمة الله جي شاگرد، ميان مبارڪ جي فرزند ميان عبدالحي جي پاڙهڻ لاءِ آيا، ۽ انهيءَ سان گڏ ٻيا به ڪيئي علم جا پياسا پنهنجي پياس لاهيندا رهيا؛ (٢) کهڙا، رياست خيرپور: هتي پاڻ راقم الحروف ۽ کهڙن جي مخدومن جي ٻين ٻارن کي پاڙهڻ لاءِ مقرر ٿيا، مگر هتي به ٻاهريان طالب چڱي تعداد ۾ آيا ۽ فائدو وٺندا رهيا؛ (٣) قاضيءَ جي ڪنڊي، لڳ اسٽيشن ڦلجي: هتي پاڻ مولانا محمد حسن ڪنڊياني، ثم حيدرآبادي، جي فرزند قاضي حاجي محمد ۽ قاضي خاندان جي ٻگدار قاضي ميان عبدالله جي پاڙهڻ لاءِ رهيا، تڏهن به سندن علم جي درياهه مان فيض پرائڻ جي منع ڪنهن کي ڪانه هئي؛ (٤) دادوءَ جي شهر ۾ ميان جيوڻ شاهه جي مسجد: هتي ڪنهن خاص ماڻهوءَ جو پاڙهڻ مدنظر ڪونه هو، بلڪ هڪ عام مدرسو هو؛ هتي به شهر خواهه ٻاهر جا ڪافي طالب علم پنهنجي مقصود جي گوهر هٿ ڪرڻ لاءِ اچي جمع ٿيا؛ (٥) شڪارپور: هتي حضرت پير ضياءُ معصوم سرهندي عليه الرحمة جي فرزند مولوي پير غلام مجدد جي پاڙهڻ لاءِ اچي رهيا، پر سندن مفتولن هتي به سندن پٺ نه ڇڏي؛ (٦) ڪاهي ڪنڊيا، لڳ نوشهرو فيروز: هتي پاڻ سنڌ جي مشهور ولي سيد ميان نورشاهه جي درگاهه جي سجاده نشين پير ميان امام بخش شاهه جي فرزندن- سيد ميان نورشاهه ۽ سندن ڀائرن- جا استاد مقرر ٿي آيا؛ سندن فيض جو دروازو هتي به عام طرح کليل هو.

ڪاهي ڪنڊن کان پوءِ، ڪو ٿورو وقت، نوشهري فيروز ۾ اتي جي مشهور حڪيم ۽ عالم قاضي ميان احمديءَ جي فرزند ميان عبدالهاديءَ کي تعليم ڏنائون؛ پوءِ سنت ئي نوابشاهه

جي جامع مسجد جا پيش امام مقرر ٿيا، ۽ اڃا تائين اتي رهندا اچن ٿا-متعنا الله تعاليٰ وسائرالمسلمين بطول بقائه!

سندن تعليم ۽ تربيت جي ڪهڙي تعريف ڪجي-گويا اميرخسروءَ جو هيءُ مصرعو سندن حق ۾ چيل آهي:

"آفاقها گرديده ام، مهر بتان ورزيده ام،
بسيار خوبان ديده ام، ليڪن تو چيزي ديگري!"

پاڻ شاگردن جي تعليم کان وڌيڪ، انهن جي تربيت کي مقدم سمجهندا آهن. انگريزي ڪونه ڄاڻن، مگر انگريزيءَ جي هڪ مقولي-"Character lost, every thing lost" تي ڪين پورو پورو اعتقاد آهي. انهيءَ ڪري، پاڻ شاگردن جي اخلاق، اطوار ۽ عادات جي تمام سخت نگراني ڪندا آهن، ۽ ڪنهن شاگرد جي ٿوري به ناموزون حرڪت ڏسندا، ته بروقت ٽوڪڻ ۾ دير بلڪل نه ڪندا آهن.

شاگردن جي طبيعت، رجحانات ۽ استعداد کي جاچي وٺڻ جو ڪين خاص ملڪو حاصل آهي: ٻن ٽن صحبتن ۾ جاچي وٺندا آهن ته هيءُ ساڃهو علم پرائڻ جي اهليت رکي ٿو يا نه: ڪين معلوم ٿيو ته هيءُ نااهل آهي، ته انهيءَ کي هڪدم ٽڪيٽ وٺائيندا ۽ فرمائيندا- "تربيت نااهل را چون گردڪان برگنبد ست"؛ باقي جنهن کي اهل ڏسندا، پوءِ انهيءَ سان ڪيتري به محنت ڪرڻ کان ڪين ڪيٻائيندا-پلي ته ڪين ڪيتري به قيمت ڏيڻي پوي، مگر شاگرد جي حياتي وڃائڻ نه پسند ڪندا. مون کي پنهنجو مثال ياد آهي: پاڻ جڏهن اسان مخدومن جي ٻارن کي پاڙهڻ لاءِ کهڙن جي شهر ۾ تشريف فرما ٿيا، ۽ مخدومن واريءَ مسجد جي حجري ۾ رهي اسان کي تعليم ڏيڻ شروع ڪيائون، تڏهن اسين جملي پنج ڇهه ننڍڙا مخدوم، وٽن تعليم وٺڻ لڳاسين. مون کي ته پنهنجي مڙنيءَ امڙ (جا کهڙن جي مشهور عالم ۽ فاضل مخدوم ميان محمدعاقل عرف مخدوم پيرمحمد جي نياڻي هئي؛ پنهنجي پيءُ کان تعليم پرايل هيس، ۽ فارسي-عربيءَ کان به ڪنهن حد تائين واقف هئي) پهرئين ئي ڏينهن پنهنجي پر ۾ ويهاري، علم جي فضيلت، استاد جي ادب، ۽ سندس آڏو باادب رهڻ تي هڪ وڏو وعظ فرمائي، هٿ مٿي تي ڪٿايو، ۽ فرمايو ته "وڃي مولانا صاحب جي خدمت ۾ رهه، ۽ نهايت ادب ۽ اخلاص سان سندن هرخدمت جي بجاوري آڻيندو رهج. خبردار، متان ڪا تنهنجي شڪايت مون وٽ آئي آهي!" مون ته انهيءَ تي ڪاربند ٿي، دل و جان سان مولانا صاحب جن جي خدمت ڪرڻ شروع ڪئي، ۽ پنهنجن ڪان فارغ ٿي رات ڏينهن علم پرائڻ کي لڳي ويس؛ مگر ٻيا صاحبزادا...؟ انهن جي مغز ۾ مخدوميءَ جو واءُ پريل، سي ڪئي نه استاد جي خدمت ڪن، نه آءٌ ٿي پهر علم جي طلب ۾ صرف ڪن! وري خدا جي فضل سان منهنجو ذهن ۽ ذڪاءُ به انهن کان ڪجهه مٿي هو. مون ڏانهن، وڏن مخدومن وٽان مولانا صاحب کي حڪم پهتو ته "ڏسج، متان هيءُ ڇوڪرو اسان جي فرزندن کان اڳي

لکري وجي!" مگر مولوي صاحب جن فرمايو تہ "مون کان اهڙو ظلم هرگز نہ ٿيندو: مان استعداد هوندي کنهن شاگرد جي زندگي خراب ڪرڻ گناهہ ٿو سمجهان". نتيجو اهو ٿيو، جو انهيءَ گناهہ جي پاداش ۾ مولانا صاحب کي گهڻيون تڪليفون سهڻيون پيون، ۽ آخر ڪيڙن جا وڻ چڙڻا پين. پاڻ اهو سڀڪجهہ برداشت ڪيائون، مگر پنهنجو اصول نہ ڇڏيائون.

سندن اها بہ خوبي آهي، جو پاڻ تعليم ڏيڻ وقت شاگرد جي ليول تي لهي ايندا آهن: شاگرد جيڪڏهن ابتدائي ڪتاب پيو پڙهندو، تہ انهيءَ کي وڏيون وڏيون ڳالهيون ڪين ٻڌائيندا، بلڪ سبق پاڙهڻ وقت ڪيس ڪتاب جي لفظن ۽ معنيٰ وغيره متعلق مختصر ۽ واضح سمجهاڻي ڏيندا آهن، جو ڪتاب جو متن هن کي پوريءَ طرح ذهن نشين ٿي ويندو. سبق جي اڳواٽ مطالعي ڪرڻ تي تمام گهڻو زور ڏيندا آهن: جيڪڏهن ڪين معلوم ٿي ويو تہ شاگرد سبق مطالع ڪونہ ڪيو آهي، تہ انهيءَ کي ڪتاب اچلائي ڏيندا ۽ سبق بالڪل نہ پاڙهيندا آهن. منتهي طالب العلمن سان سندن پاڙهڻ جو طريقو، بحث ۽ تمحيص جو هوندو آهي: اڄ شاگردن کي سڏي چوندا تہ "سڀاڻي هن صفحي کان وٺي هن صفحي تائين پڙهنداسون، هرهڪ شاگرد تيار ٿي اچي"؛ ٻئي ڏينهن صبح جو هڪڙو شاگرد پڙهڻ شروع ڪندو، ۽ ٻين سڀني شاگردن کي عام اجازت هوندي تہ جتي بہ ڪنهن کي ڪو سوال ڪرڻو، اعتراض ڪرڻو، يا سمجهاڻي گهرڻي هجي تہ پنهنجي پڙهڻ واري رفيق کان گهري سگهي ٿو. اهڙيءَ طرح ڪتاب جي اهم مقامات تي بحث ڇڙي پوندو آهي، ۽ هرهڪ شاگرد پنهنجو خيال آزاديءَ سان پيش ڪندو ويندو آهي. آخر ۾ فيصلو پاڻ ڏيندا آهن. سندن فيصلي تي بہ شاگردن کي اعتراض ڪرڻ جو پورو پورو حق هوندو آهي. ڪيترا دفعا ائين بہ ٿيندو آهي تہ جيڪڏهن ڪنهن شاگرد سندن راءِ کي قوي دليلن سان رد ڪيو، تہ پاڻ پنهنجي راءِ کان رجوع ڪرڻ ۾ دير بلڪل نہ ڪندا آهن، ۽ نهايت خنده پيشانيءَ سان انهيءَ شاگرد کي آفرين ڪندي فرمائيندا تہ "بيشڪ توهان صحيح آهيو". مگر، انهيءَ بحث ۽ تمحيص ۾ ڪنهن بہ شاگرد کي لايعني يا اجائي ۽ بي بنياد سوال ڪرڻ جو حق نہ ڏيندا آهن - بلڪ اهڙي واهيات سوال واري تي سخت ناراض ٿيندا آهن. پاڻ ائين بہ ڪندا آهن، جو وڏن وڏن ڪتابن جي ڏکين مقامن جو شاگردن کي اڳواٽ اطلاع ڏيندا آهن تہ "سڀاڻي جيڪو سبق آهي، سو نهايت ڏکيو ۽ منجهائيندڙ آهي: اها جاءِ چڱيءَ ريت مطالع ڪجو، ڏسون تہ ڪير ٿو سمجهي اچي!" پوءِ، ٻئي ڏينهن هڪ هڪ کان پڇندا، ۽ جيڪو محنت ڪري سمجهي آيو هوندو، تنهن کي آفرين ڪندا آهن ۽ ٻين شاگردن جي اڳيان ان جي تعريف ڪندا. بعضي وقت تہ ڪنهن مشڪل مقام جي حل ڪرڻ تي انعام بہ رکندا آهن، ۽ شاگردن کي ڏيندا آهن. آءٌ هتي هڪ مثال پيش ڪرڻ تي اڪتفا ڪريان ٿو: شڪارپور ۾ آءٌ، مولوي عبدالله صاحب، پير غلام مجدد صاحب شڪارپور وارو، مولوي محمد اعظم ۽ مولوي محمد صالح صاحب، هم-سبق هئاسون. خدا جي فضل سان سڀئي ذهين ۽ محنتي هئاسون. مٿيان ڪتاب ٿي پڙهياسون. هڪ ڏينهن پاڻ "شرح عقائد نسفي"

جي حاشيه "خياليءَ" جي هڪ مقام بابت فرمايائون ته 'هيءَ عبارت نهايت مشڪل ۽ پيچيدي آهي، ۽ اڪثر طالب علمن کي سمجهائڻ کان پوءِ به سمجهڻ ۾ نه ايندي آهي: توهان مان جيڪو به اها عبارت سمجهي ايندو، تنهن کي ڏهه رپيا انعام ڏيندا سون'. ٻئي ڏينهن صبح جو اهو سبق پڙهڻو هو. رات جو تيار ٿي، ڪتابن جا ڍير گڏ ڪري، مطالعي تي ويٺاسون. انعام جي لالچ تي، ڪو ڪنهن کي ڪجهه ڏسي به ڪونه پيو- جنهن جيڪي سمجهيو، انهيءَ تي خوش. صبح جو اچي حاضر ٿياسون. ٻئي ته ڪنهن کي به استاد جي سامهون تقرير ڪرڻ جي جرات ڪانه ٿي، مون ۽ مولوي عبدالله صاحب الڳ الڳ انهيءَ مقام جي سمجهاڻي ڏني. اسان جي سمجهاڻيءَ تي پاڻ ڏاڍا خوش ٿيا. فرمايائون ته 'هينئر مون کي يقين آهي ته توهان عربيءَ جي ڪنهن به ڏکئي ۾ ڏکئي ڪتاب ۾ نه منجهندا'. اسان ٻنهي کي انعام مليو، جو استاد جو تبرڪ سمجهي ڪٿي چمي اکين تي رکيوسون.

پاڻ پنهنجن شاگردن کي اولاد کان به وڌيڪ پيارو سمجهندا آهن: شاگرد جي خوشي پنهنجي خوشي، ۽ شاگرد جو غم پنهنجو غم ڪري تصور ڪندا آهن. مون کي تحصيل ڪرڻ کان پوءِ، ابتدائي دور ۾ مائٽن جي حسد ۽ زماني جي ناسازگاريءَ ڪري ڪي تڪليفون رسيون ٿي، ته ڪين هر وقت انهن جو انتظار رهندو هو، ۽ رب جي درگاهه ۾ رات ڏينهن دعائون گهرندا رهندا هئا- بلڪ ٻين پيارن کان به دعائون گهرائيندا هئا. نيٺ، سندن دعائن جي برڪت سان، اهو تڪليفن جو ڪڪر هٽي دور ٿيو، مولا مهربان اطمينان جون گهڙيون نصيب ڪيون. اڄ تائين پنهنجي اورين خواهه پرين شاگردن جي خبرچار وٺندا رهندا آهن، ڪڏهن به ڪنهن کي وساريندا نه. خداوندڪريم شال سندن پاڇو اسان جهڙن خادمن تي گهڻو وقت قائم رکي!

مڪي شريف ۽ مديني شريف سان خاص محبت اٿن. پاڻ پهريون حج سن ١٣٤١هه ۾ ڪيائون. ان سال مون، پير غلام مجدد صاحب سرهندي شڪارپوري، ۽ مولوي عبدالله صاحب، علم جي تحصيل کان فارغ ٿي، دستاربندي ڪئي. تڏهن حجاز مقدس تي شريف حسين جي حڪومت هئي. اتي، مديني شريف جي وڏي عالم حضرت مولانا عبدالباقي انصاريءَ ('فرنگي محل' لکنؤ وارو) جي خدمت ۾ علم حديث جي سند حاصل ڪيائون. مولانا عبدالباقي انصاري اصل 'فرنگي محل' لکنؤ جو هو، ۽ لکنؤ جي وڏي ۾ وڏي عالم مولانا عبدالباري فرنگي-محليءَ جو شاگرد هو: هندستان جي گوڙ ۽ گمسان کان تنگ ٿي، هجرت ڪري، وڃي مديني شريف ۾ رهيو هو، ۽ اتي حرم نبويءَ ۾ حديث جو درس ڏيندو هو. وري ٻيو دفعو حجاز ۾، نجديءَ جي حڪومت قائم ٿيڻ کان پوءِ، حج ڪيائون. انهن ڏينهن ۾ سنڌ جو مشهور مفڪر ۽ عالم، حضرت مولانا عبيدالله سنڌي، مڪي شريف ۾ جلاوطنيءَ جا ڏينهن گذاري رهيو هو. پاڻ انهيءَ جي خدمت ۾ رهي، حڪيم الامت حضرت شاهه ولي الله محدث دهلويءَ جا ڪتاب- "حجة البالغة"، وغيره- پڙهيائون. مولانا سنڌيءَ، سندن اهليت ۽

استعداد ڏسي، کين ازخود سيني علمن جي سند عطا فرمائي. هن حج تي سندن ڀاءُ مولوي عبدالله به سائن گڏ هو. پاڻ ته حج جي موسم کان پوءِ موٽي آيا؛ باقي مولوي عبدالله صاحب اُتي سڄو سال رهيو پيو، ۽ ”حجة البالغه“ جو حاشيه به اُتي لکيائين، جو مولانا سنڌيءَ جي نظر مان اُڪتو ۽ پاڻ پسند فرمايائون.

حضرت مولانا محمد هاشم صاحب جن، تقريباً، سن ١٩٣٦ع کان نوابشاهه ۾ رهڻ لڳا آهن. نوابشاهه ۾ اچڻ کان پوءِ کين قرآن شريف جي حفظ جو شوق ٿيو، ۽ پنهنجي منهن محنت ڪري قرآن شريف ياد ڪري ورتائون. جيستائين کين طاقت هئي، تيستائين رمضان شريف ۾ تراويحن ۾ جماعت کي قرآن شريف پڙهائيندا رهيا.

گهڻي وقت کان پوءِ، جڏهن پاڻ اٽڪل سن ١٩٢١-٢٠ ۾ دادوءَ ۾ ميان جيوڻ شاهه واري مسجد ۾ پاڙهيندا هئا، تڏهن کين معدي جي بيماري ٿي پيئي هئي، ۽ رفتي رفتي انهيءَ بيماريءَ هڪ مستقل بيماريءَ جي صورت اختيار ڪئي. هاڻي اٽڪل ڏهن سالن کان، انهيءَ بيماريءَ تمام شدت اختيار ڪئي آهي. سندن هاضمو نهايت ڪمزور آهي-ڪنهن خاص نرم يا زود-هضم کاڌي کان سواءِ ٻي ڪابه شئي هضم ڪانه ٿي ٿئي. بدن ۾ نهايت نحيف ۽ ضعيف ٿي ويا آهن، تڏهن به حرمين شريفين جي محبت جي اهائي تار پيئي اٿن. هيئنر ته سائن رب پاڪ جو اهڙو لطف آهي، جو تقريباً، هر سال حج جي موسم کان اڳ غيبي امداد سان اهڙا اسباب پيدا ٿي وڃن ٿا، جو پاڻ حرمين شريفين جي زيارت جو شرف حاصل ڪري اچن ٿا. هن وقت تائين پاڻ ڏهه دفعا هيءَ سعادت حاصل ڪري آيا هوندا. تازو هن سال به حج تي ويل آهن-مولا پاڪ کين باسلامت واپس آڻيندو-هيءُ سندن ٻارهون حج ٿيندو.

تفسير حديث ۽ فقه جي علمن سان سندن خاص شغف ۽ شوق آهي. هِهڙي پيرانہ سالي ۽ بيماريءَ جي حالت ۾ به، طالبن کي مٿين علمن جو درس ڏيندا رهن ٿا. طالب عليءَ جي زماني کان ئي کين علم تصوف ۽ سلوڪ جو شوق هو. انهيءَ زماني ۾ پنهنجي والد مرحوم سان گڏ وڃي حضرت خواجه محمد سعيد مڪي لواريءَ شريف جي مشهور بزرگ جي بيعت ڪيائون. مٿين بزرگ جي فوت ٿيڻ کان پوءِ جڏهن سندن فرزند پير احمد زمان لواريءَ وارو اُبتا پير هليو، تڏهن انهيءَ جي بيعت فسخ ڪري، وڃي حضرت مولانا خادم حسين رتيديري واري سان (جو جيڪب آباد جي پرسان پليڏنه آباد ۾ رهندو هو) صحبت ڪيائين، ۽ اتي رهي نقشبندي سلسلي جي اجازت حاصل ڪيائون. حضرت مجدد الف ثانيءَ جي مڪتوبات خواهه ٻين تصوف جي ڪتابن جو اڄوڪي زماني ۾ حضرت مولانا محمد هاشم صاحب کي بهترين ڄاڻو تسليم ڪيو وڃي ٿو.

مولانا خادم حسين صاحب، مولانا الله محمد صاحب پنگ واري جو شاگرد، ۽ حضرت خواجه محمد عمر صاحب چشمي شريف واري جو خاص خليفو هو. عام طور سيني عربي ۽ ديني علمن

جو ماهر هو، ۽ خصوصي طور علم ڪلام جو وڏو ڄاڻو هو. انهيءَ وقت جي طالب العلمن ۾ هيءُ بيت مشهور هوندو هو ته

"خيالاتِ خيالي بس بلند ست، براى حل آن خادم حسين ست".

اصل بيت هن طرح آهي:

"خيالاتِ خيالي بس بلند ست، که آنجائي نه قل احمد نه چند ست".

حضرت مولانا محمد هاشم جو وجود مبارڪ اڄوڪي قحط الرجال جي دور ۾ غنيمت آهي. سندن صحبت سراسر فيض ۽ برڪت آهي. سندن صحبت ۾ ويهڻ کان پوءِ دل نه گهرندي ته ڪو اُٿجي. سندن زبان ۾ خداوندڪريم ايترو ته تاثير وديعت رکيو آهي، جو ڪيترا بدڪار گنهگار سندن صحبت ۾ اچي، بدڪاريءَ کان توبهه ڪري، تائب ٿي، پاڪبازانه زندگي گذاري رهيا آهن. هڪ دفعي نوشهري جي قاضي ميان عبدالغفور (بي. اي.، ايل. ايل. بي.) ڳالهين ڪندي ذڪر ڪيو ته "عالم اسان به گهڻا ڏٺا آهن، پر مولانا محمد هاشم صاحب جن جي صحبت ۾ ويهڻ سان اِئين معلوم ٿيندو ته واقعي ڪنهن الله واري جي صحبت ۾ ويٺا آهيون: انهيءَ وقت پنهنجو وجود قطعا وسري وڃي ٿو، ۽ سندن شخصيت اسان جي مٿان حاوي ٿي وڃي ٿي- باوجود يڪ سندن زندگي نهايت سادي آهي، ۽ سندن ڪچهريءَ ۾ ظاهري ساز و سامان جو نالو نشان به ڪونهي".

حضرت مولانا جي دعا تيربهدف آهي. سندن زبان مبارڪ مان لفظ نڪرندو، الاهي درگاهه ۾ قبول ٿيندو. هزارين عقيدتمند سندن دعا جو فائدو وٺي چڪا آهن، ۽ وٺندا رهن ٿا.

پاڻ حضرت مولانا خادم حسين جا خليفه مجاز آهن؛ مگر جيئن ته سندن خاص شوق ۽ توجهه ظاهري علم- خصوصاً قرآن، حديث ۽ فقه- ڏانهن رهيو ۽ رهندو آيو آهي، تنهنڪري سندن بيعت جو سلسلو ايڏو دراز ڪونهي- باڪ چند خاص اهل علم سندن بيعت ۾ داخل آهن، ۽ سندن رهنمائيءَ ۾ سلوڪ جون منزلون طي ڪري چڪا آهن ۽ ڪندا رهن ٿا. هتي مثال طور مولانا صاحب جن جي هڪ مريد جو جنسي خط نقل ڪجي ٿو، جنهن مان معلوم ٿيندو ته سندن نظر ڪيميا- اثر ۾ ڪيڏو نه اثر آهي.

"قبلهٔ دارين، مدظله العالى-

"بعد از تسليمات و آداب کے عرض هے که مدت هوئي، بنده حضور کي خدمت عالي مين اپني درخواست پيش نه کرسکا- معافي کا خواستگار هون.

"ظاهري زيارت کسے سوا اب کوئي خواهش باقي نهين. آپ کي غائبانه توجه سے دل مسرور هے. وه کيفيت جو دماغ سے شروع هوئي تهي، پائون تک پهنچ گئي هے. حضرت امام رباني کا خوب ارشاد هے که 'هر انتها کي ايک اور ابتدا هے: نهايت اور هے، اور لهايت النهايات اور هے'. آپ کي عالي توجه سے نسبتِ خاصه کا حصول، نعمتِ عظمیٰ هے- اور آينده اميد هے که حضور کے زير قدم باري تعاليٰ رکهکر خاص اپني رحمت سے نوازينگے- والله يختص برحمته من يشاءَ.

"وَ كل ولي له قدم و اني

علي قدم النبي بدر الكمال. (هيءَ بيت غوثيه جو آهي.)

" و اني (اي اکبرعلي) علي قدم رسولي (اي مولانا محمد هاشم) بدر الکمال.

(هيءَ ٽڪرو مولانا جي مريد جو تاثر آهي)

"مخدوما! يه سب حضور کي ذره نوازي هي، ورنه- "من معمولي مرد کمينه بنجاهيم، و ليکن صحبت آنجناب اين من خام را کندن کرده".

"مکرمي جناب قاضي جان محمد صاحب بخير و عافيت هين. انهون ني علحده عريضه ارسال خدمت کيا هي- غائبانه توجه مين شامل رکهکر ممنون فرماوين.

بروز شنبه —خاکپاي اکبرعلي عفي عنه"

(هيءَ اکبرعلي هڪ مولوي صاحب آهي. مولانا صاحب جن جو خليفو آهي. مريدن کان بيعت وٺڻ جي اجازت مليل اٿس. هن وقت ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو.)

هن وقت مولانا صاحب جن نوابشاهه جي جامع مسجد جا خطيب ۽ پيش-امام آهن. وعظ، نصيحت ۽ درس قرآن پاڪ جو سلسلو جاري رهي ٿو. سندن وعظ ۾ به الله تعاليٰ تمام گهڻو تاثير رکايو آهي. ٻري پري جا ماڻهو شوق سان اچي سندن وعظ ٻڌندا آهن. سندن وعظ نه آهي، پر هڪ صيقل آهي، جو قلب جي ڪس ۽ ڪٽ لاهي، انهيءَ کي صاف ڪري، نوراني بڻائي ٿو ڇڏي.

حضرت مولانا صاحب جن موجوده گندي‍ءَ سياست کان هميشه پري رهندا آيا آهن؛ البت خلافت تحريڪ، جا پهرينءَ عالمي جنگ کان پوءِ سال ۱۹-۱۹۲۰ع ڌاري شروع ٿي هئي، تنهن ۾ دل کولي ڪم ڪيو هئائون. سندن تقريرون ۽ تحريرون نهايت مؤثر ھونديون هيون. انهيءَ وقت ۾ منعقد ٿيل تقريباً جملي ڪانفرنسن ۾ پاڻ شريڪ رهيا- جهڙوڪ حيدرآباد واري خلافت ڪانفرنس، جا شاهه جي قدمن وٽ جناب پير غلام مجدد صاحب ۽ ميان عبدالجبار وڪيل ۽ ٻين خلافت جي گهڻگهرن جي ڪوشش سان منعقد ٿي، ۽ ٻيون لاڙڪاڻي، دادو وغيره جون ڪانفرنسون. 'خلافت' سان سندن خاص شغف هو، مگر تڏهن به پاڻ انڌي جذبي ۽ جوش جو شڪار ٿي ڪڏهن به خلافتي بزرگن جي غلط قدم جي تائيد ڪانه ڪيائون. مثلاً، انهيءَ زماني ۾ انگريزن جي مخالفت جي جوش ۾ هندستان جي مسلمانن کي افغانستان ڏانهن هجرت ڪرڻ لاءِ اڀاريو ويو هو: هڪ طرف مذهبي فتوائن سان کين ٻڌايو ويو ته جيڪڏهن هجرت نه ڪندا ته ڪافر ٿي مرندا، ۽ ٻئي طرف وري کين آهي سبز باغ ڏيکاريا ويا ته افغانستان ۾ کين گهڻا سک ۽ آرام ملندا، وغيره. اسان جي مولانا صاحب انهيءَ وقت هن تحريڪ جي زباني خواهه عملي مخالفت ڪئي- ۽ پاڻ جيئن فرمايائون ٿي، آخر آهوئي نتيجو نڪتو ۽ هجرت واري تحريڪ سخت ناڪام ٿي.

انهيءَ وقت مولانا ابوالڪلام ”آزاد“ جهڙن هندستان جي جوشيلن عالمن شرعي فتوا شايع ڪئي، جنهن ۾ قرآن، حديث ۽ فقه ڪي مروني سروني ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي ته ولايتي ڪپڙي جو استعمال ڪرڻ قطعي حرام آهي؛ سنڌ جي عالمن جي اڪثريت به انهن سان همنوا ٿي پيئي؛ مگر مولانا محمدهاشم صاحب، جو هڪ پڪو خلافتي ۽ ڪنر کدر-پوش هو، تنهن بالڪل صاف ۽ واضح لفظن ۾ اعلان ڪيو ته 'شريعت محمديءَ جي ڪنهن به دليل سان ولايتي ڪپڙي جي حرمت ثابت ڪالهي، تنهنڪري خواهه مخواهه الله ۽ رسول تي افترا پردازي نه ڪئي وڃي؛ باقي بيشڪ مسلمانن کي پڌايو وڃي ته هندستاني مائهن جي بهتري انهيءَ ۾ آهي ته ولايتي ڪپڙو استعمال نه ڪن'. پاڻ اهڙي تحرير لکي، وقت جي عالمن آڏو رکيائون، مگر مجموعي خواهه انفرادي ڪوشش جي باوجود به سندن تحرير جو جواب لکجي نه سگهيو.

شعر ۽ شاعري سندن ڪو خاص شغل ناهي، مگر حضور ڪريم صلي الله عليه وسلم جي عشق جا آڏما ڪڏهن ڪڏهن شعر جي صورت ۾ سندن زبان مبارڪ مان نڪري نروار ٿيندا آهن. سندن ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

(فارسي)

نعت شريف

شدم در عشقِ تو حيران پريشان، يا رسول الله،
فتاده خشک لب در تپ چومستان، يا رسول الله!
کسي کز عشقِ تو عاري، بلاشک بيکس و ناري،
نه زائد زين زيان‌کاري بدوران، يا رسول الله!
چو باغِ حسنِ تو ديدم، چو لاله داغ در دل شد،
ز گل وصلت بکن مارا تو خندان، يا رسول الله!
ز گريه من چه برخيزد که از صدمهٔ بکي شويد،
شفاعت کن چو بيحد شد گناهان، يا رسول الله!
'عمردين' را لشد ديگر بجز 'لا تقنطوا' تکيه،
رهائي ده تو "هاشم" را ز هجران، يا رسول الله!

('عمردين' سندن وڏي فرزند جو نالو آهي. ابتدا ۾ جيڪو شعر چولدا هئا، تنهن ۾ عمردين جو نالو شامل ڪندا هئا.)

( سنڌي )

## مولود شريف

ادا قاصد! خبر ڏج هيءَ عرب جي تون عجيبن کي،
ستائج حال تون هڪڙو، مديني جي حبيبن کي،
ادا قاصد، عرض ڪج هيءُ وڃي تون مير مرسل کي:
گهرايو سنڌ مان سائين هينئر پنهجن مريدن کي.
آهي امت متا تنهنجيي غرق غفلت گناهن ۾،
شفاعت جو دلاسو ڏيو، ڀرين، پنهنجي غريبن کي.
مرض ماري وڌو آهي، درد ڳاري ڇڏيو آهي-
وڃي ڪج ڳالهه هيءَ منهنجي مديني جي طبيبن کي.
دوا هن درد منهنجي جي، آهي ديدار دلبر جو،
ڪري ڪو حال "هاشم" جو مديني جي حڪيمن کي.

( ٢ )

ادا مؤمن، مديني ڏي هينئر هڪڙو هلڻ گهرجي،
باقي ڏينهڙا حياتيءَ جا اتي عاشق رهڻ گهرجي.
مديني ۾ اگر قسمت ادا عاشق ٿئي تنهنجي،
مٿي مرسل جي مسجد ۾ وڃي سجدو ڪرڻ گهرجي.
رقيبن کان اگر رخصت، ادا عاشق ملي توکي،
ڇپن سان يار جي چائنٺ، ادا توکي چمڻ گهرجي.
صبح سانجهيءَ سلامن سان ڪندو رهه ساهه کي سرهو،
رسول الله جو روضو اکين سان پڻ ڏسڻ گهرجي.
مديني ۾ مزا آهن، پڌايان يار ڇا توکي،
مديني جي گهٽين اندر محبت سان گهمڻ گهرجي.
ادا خاڪ قدم دلبر دوا آهي، شفا آهي،
"هاشم" جهڙن مريضن کي مديني ۾ مرڻ گهرجي.

حضرت مولانا صاحب 'بقية السلف' جي حيثيت رکن ٿا. سندن علمي فيض جي درياهه کيئي اجابل ڍاوا، ۽ ڪيئي بت ساوا ڪري ڇڏيا آهن. سندن شاگردن جو تعداد ڳڻڻ کان ٻاهر آهي- مختصر چند نامي گرامي حضرات جا نالا هيٺ ذڪر ڪجن ٿا: (١) حضرت مولانا صاحب الحاج سيد امير شاهه، ساڪن اميناڻي، لڳب دادو: هيءُ بزرگ حضرت مولانا محمد هاشم جي ڀيرين شاگردن مان آهي؛ وڏو متبحر عالم آهي؛ چاليهن پنجيتاليهن ورهن کان وٺي پنهنجي

ڳوٺ ۾ عربي مدرسو هلائي رهيو آهي، ۽ سنڌس مدرسي مان هن وقت تائين سوين شاگرد فيضياب ٿي چڪا آهن. شاه صاحب به نقشبندي سلسلي ۾ داخل آهي، ۽ حضرت مولانا خادم حسين صاحب رنيڊيري واري جو خليفہ مجاز آهي. الله تعاليٰ کيس وڏي حياتي عطا ڪري!

(١) مولوي ابوبڪر صاحب، ساڪن رياست لسٻيلو: هي صاحب به وڏو عالم ۽ فقہ حنفيءَ ۾ نهايت مهارت رکندڙ هو؛ ڪيترو عرصو رياست لسٻيلي جو مفتي ٿي رهيو، پوءِ وفات ڪري ويو. (٣) مولانا محمد قاسم صاحب پنهور، ساڪن اسٽيشن ڦلجي: هڪ نامي گرامي عالم آهي. وٽانئس ڪيترائي شاگرد فيضياب ٿيا آهن، جن مان ڪيترائي اڃا تائين تدريس جو ڪم ڪندا رهن ٿا. (٤) مولانا مولوي عبدالله صاحب، مولانا صاحب جن جو پاڻ-سنڌس مختصر تعارف ڪرائي چڪا آهيون. (٥) مولانا مولوي امام الدين صاحب ڏنڊي وارو: هن لاڙ ۾ چشمءِ فيض جاري ڪيو، جنهن مان ڪيئي فيضياب ٿيا. ازان سواءِ، مولوي قاضي حاجي محمد صاحب ڪنڊيءَ وارو (هاڻي ساڪن دادو)، مولوي علي محمد صاحب حڪيم (دادوءَ وارو)، مولوي محمد عظيم صاحب شڪارپوري، مولوي محمد صالح صاحب ڳوٺ هي خيري جماليءَ وڙو، مولوي پير غلام مجدد صاحب سرهندي شڪارپوري، وغيره بزرگن جا نالا پڻ قابل ذڪر آهن.

مولانا محمد هاشم صاحب جن ٻه شاديون ڪيون-پهريائين هڪ شادي پنهنجن مائٽن مان ڪيائون، جنهن مان هڪ فرزند نالي ميان عمرالدين پيدا ٿيو؛ انهيءَ گهرواريءَ جي فوت ٿيڻ کان پوءِ وري ٻي شادي ڪيائون، انهيءَ مان کيس ٻه فرزند آهن. دعا آهي ته خداوند ڪريم کين پنهنجي والد بزرگوار جي نقش قدم تي هلڻ لاءِ توفيق عطا فرمائي-آمين!

# مولوي محمد صادق راڻيپوري *

ٻنڌي جو هيٺيون شجرو عزيزم جناب مولوي قطب الدين ميواڻي ڪنڀرو، رهندڙ ڪنڀراڻي، تعلقي احمدپور، رياست بهاولپور، جي بياض تان ورتل آهي:

"مولوي صادق علي، عرف محمد صادق، راقم الحروف، بن مولوي الهه بخش (١)، بن صادق علي عرف ملا صادق، بن اسماعيل، بن ڄام چتو (٢)، بن ڄام قاسم (٣)، بن حافظ محمد معروف، بن ولي محمد (٤)، بن محمد اسلام، بن ميان يارمحمد، بن ميان نصيرمحمد، بن ميان الياس، بن ميان محمد دائود، بن ميان آدم شاهه شهيد، بن ميان نورشاهه عرف گنج شاهه، بن ميان صاحبڏنو، بن ميان خان محمد، بن طاهر، بن رائع (٥)، بن شاهه محمد (٦)، بن ابراهيم (٧)، بن محمد، بن طاهر، بن چنيه (٨)، بن قائم (٩)،

* مولانا صاحب جي سوانح عمري، سنڌن ڏنل مواد مان ورتل آهي. —مرتب

(١) هن کي ٻه پٽ ٿيا— هڪ مولوي صادق علي، راقم الحروف؛ ۽ ٻيو محمد ڪاظم، جو لاولد فوت ٿيو.
(٢) "ڄام" لقب جي معنيٰ 'سردار' آهي، جو سنڌين لاءِ مخصوص آهي. ياد رهي ته توڙي جو راقم الحروف جا ابا ڏاڏا دائودپوٽن جي سردارن سان گڏ ملڪ پنجاب ۾ وڃي رهيا، تاهم اُن وقت کان وٺي اڄ سن ١٣٢٦هه تائين به سنڌن زبان سنڌي آهي. لقب 'ڄام' ڪين دائودپوٽن جي سرداريءَ سبب مليو. (٣) ڄام قاسم کي ٻه پٽ، هڪ "ڄام چتو" ۽ "ڄام موسيٰ" نالي، ٿيا. (٤) ميان شفيع محمد کي ٻه پٽ ٿيا— هڪ ولي محمد ۽ ميان الله بخش. شجري ۾ ميان ولي محمد شفيع محمد جو نسب هلندڙ آهي؛ باقي ميان الهه بخش کي هڪ پٽ ميان صادق علي نالي ٿيو، جنهن کي ١١٩٤ هجريءَ ۾ ٽالپر سردارن سنڌ ۾ حاڪم مقرر ڪيو. (٥) سنڌي ماڻهو "رائع" کي 'راڻو' ڪري سمجهندا هئا. هن نالي کي سنڌي نالو سمجهندا آهن، جو ته عمرڪوٽ جي هندو سردارن جو لقب پڻ "راڻو" آهي؛ پر "رائع" لفظ عربي آهي، جنهن جي معنيٰ آهي 'ڪيڏاري'. اها پڻ عقل کان ٻاهر ڳالهه آهي، ته عربيءَ سنڌ ۾ اچڻ کان پوءِ ڪو ايترو جلدي عربي نالا ڇڏي سنڌي نالا اختيار ڪيا هوندا. (٦) اصل نالو "محمد"؛ هي پهريون ٿي بزرگ آهي، جنهن کي "شاهه" جي لقب سان سڏيو ويو. سنڌ جي محاوري ۾ گهڻو ڪري "شاهه" لقب، نالي کان اڳ ۾ استعمال ڪندا آهن— جهڙوڪ: شاهه پناهي، شاهه گودڙيو، شاهه پنجو، شاهه جاڙو، وغيره. (٧) هي حيدرآباد سنڌ جي آسپاس ڪنهن ٽڪريءَ ۾ اچي خلوت نشين ٿيو، ۽ بالڪل اڪيلو گذارڻ لڳو. هن ڪري پاڻ کي "ڪلهوڙو" مشهور ڪيو: جو ته "ڪلهو" زبان سنڌي ۽ سرائڪيءَ ۾ اڪيلي يا تنها کي چوندا آهن، ۽ لفظ "ڙو" سنڌي زبان ۾ تصغير ۽ انڪسار لاءِ مخصوص آهي— جهڙوڪ يتيم کي 'يتيمڙو'، غريب کي 'غريبڙو' ۽ مسڪين کي 'مسڪينڙو' چوندا آهن. پاڻ "ابراهيم ڪلهوڙو" جي بدران "ڪوهڪ ڪلهوڙي" مشهور ٿيو.
(٨، ٩ ۽ ٧، ڏسو حاشيه صفحي ٢١٤ تي)

بن طاهر، بن احمد، بن جاهره، بن قائم، بن عبدالرحمان، بن عباس، بن مامون، بن هارون، بن ابو عبدالله مهدي، بن ابو جعفر منصور (۱)، بن محمد، بن علي، بن عبدالله، سيد المضر بن، بن حضرت عباس - عم النبي صل الله عليه وسلم.




راقم الحروف جو ڏاڏو مولوي صادق علي، عرف ملا صادق، وڏو عالم ۽ حڪيم هو، ۽ حضرت خواجہ فخرالدين عرف فخر جهان اوحديءَ جو مريد هو. منهنجو والد مولوي الله بخش، صغيريءَ ۾ ئي يتيم ٿي پيو، جنهن کي سندس سوٽ جام وريام، چاچڙان شريف کان

(حاشيہ ۷، ۸ ۽ ۹ آندل صفحي ۲۱۳ تان)

سو الين، جئن سنڌيءَ ۾ حيدرآباد واري کي "حيدرآبادي"، شڪارپور واري کي "شڪارپوري" سڏيندا آهن. در اصل حاسدن جو هي هڪ ڪوڙ آهي، جو اهڙيءَ بزرگ هستيءَ کي "ڪوهڪ" جي نالي سڏيائون: حقيقتا هن "ڪوهڪ" کي ابراهيم 'ڪلهوڙي'، يعني ڪلهوڙا والي، سڏيائون. (۸) در اصل هي نالو "غتنيه" جي وزن تي هو، بمعنيٰ ريشمي چادر: جئن ته احمد بن عيسيٰ بن 'جنيه' محدث هو، ۽ جهالت جي سبب صورتخطيءَ ۾ "چنيه" سنڌي ٿي پيو، چو ته هو زبان عربيءَ کان واقف ڪونہ هئا- ايتريقدر جو ڪن "چنہ" (چ-ن-ه) ۽ "چنا" لکيو. جو لفظ خاص ڪفش دوزن (موچين) لاءِ آهي؛ عباسين جي شجري ۾ دائودپوٽن وري "چيني" لکيو (چ-ي-ن-ي). غالباً، نقل ڪرڻ وارن ڪاتبن غلطيءَ کان صورتخطيءَ ۾ "چيني" لفظ جي "ي" کي "ن" کان اڳ لکيو، ۽ آهستي آهستي، گهٽائيندي گهٽائيندي، "چيني" (سنڌي زبان ۾ -'ه' هوز چڏي) لکيائون. جو در اصل 'جنيه' يا 'جنيج' هو- والله اعلم. (۹) قائم ۽ امير احمد ٻئي پاڻ سن ۲۵۹هہ ۾ ڪيچ مڪران جي رستي کان سنڌ ۾ گڏيا (جدا جدا ٿي آيا)- هنن ٻنهي نالن وچ ۾ لفظ "امير' احمد"، ذڪر ڪيل مولوي صاحب جي بياض ۾ لکيل آهي. هي لفظ آهي، جو هنن ٻنهين فرزندن سان آهي، سو يا تہ سندن لقب طور آهي ۽ سندس نالو "احمد" هو، يا 'امير' بمعنيٰ حاڪم آهي؛ چو تہ "امير-قائم" يا "امير-احمد" عربي نالن سان آهن- والله اعلم بالصواب.

(۱) هن جو لقب ابوالعباس عبدالله آهي، ۽ کيس ٻني آسين "باالسفاح" سڏيو.

پنهنجي وطن، ڳوٺ عبدالواحد ڪنڀڙي تعلقي احمد پور، ۾ وٺي آيو ۽ شادي ڪرايائينس - اتي ئي هي عاجز راقم، ڳوٺ جليل ڪنڀري ۾ ڄائو. مون کي ۱۸۸۳ع ۾ چاچڙان شريف جي پرائمري اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو، ۽ انهي رجسٽر ۾ منهنجو نالو 'صادق علي' درج آهي. والد سائين جن، حضرت خواجه غلام فريد صاحب جن جا خليفا ۽ خادم هئا. ۱۳۱۲ هجريءَ ۾، حضرت پير صاحب سيد ميان غلام محي الدين شاه صاحب گيلاني، سجاده نشين رانيپور شريف جن، حضرت خواجه غلام فريد صاحب جن جي ملاقات لاءِ چاچڙان شريف فرما ٿيا هئا. حضرت خواجه صاحب جن جي طرفان جيڪي خادم خليفا سندن مهمان نوازيءَ لاءِ مقرر ٿيل هئا، انهن ۾ منهنجو والد صاحب به شامل هو. حضرت خواجه صاحب ۱۳۱۹ هجريءَ ۾ وفات ڪئي. ان سانحي کان پوءِ والد صاحب جن رانيپور شريف هجرت ڪري آيا، ۽ ان وقت جي سجاده نشين، حضرت پير ابو محمد صالح شاه صاحب گيلاني، والد صاحب کي نهايت مهربانيءَ سان پاڻ وٽ رهايو. ۱۳۲۱ هجريءَ ۾ راقم جي همشيره جو نڪاح پير صاحب جن سان ٿيو. قضا الاهيءَ سان منهنجي همشيره فوت ٿي ويئي. مرحومه درگاه شريف ۾ مستورات جي چوڪنڊي ۾ مدفون آهي.

حضرت پير صاحب قبله جن شروع ۾ پنهنجي پيش نويس ميان الهه بخش صاحب عباسي کهڙن واري کان ڪجهه فارسي تعليم ڏياري، ۽ پوءِ تبرڪاً پهريون سبق شرح جاميءَ جو حضرت علامه مولانا عبدالغفور صاحب همايونيءَ کان روبرو ڏيارايائون. عربيءَ جي تعليم مولوي عبدالرؤف کان ڏيارايائون، ۽ آخر ۾ حضرت استاذ العلماء مولانا الحاج محمد صاحب لغاري رحه کي سانگهڙ مان گهرائي، ان کان تعليم ڏيارائون، ۽ ڪانئن فارغ التحصيل ڪرائي، دستاربندي ڪرايائون.

راقم کي حضور سرڪار هزهائينس مير علي نواز خان صاحب بهادر مرحوم، والي رياست خيرپور، سان سندن ايام وليعهدي ۾ ڏيٺ هئي، ۽ حضور موصوف ۽ مير غلام حسين خان ٽالپر کي راقم جي ناچيز علمي لياقت، شرافت ۽ طبي دستگاه جي چڱيءَ طرح سان ڄاڻ هئي؛ چنانچه منهنجي خواهش موجب، سرڪار هزهائينس جي حقيقي ڄاڻ جي معرفت، شاهي خزاني مان هڪ سو ماهوار پينشن ملڻ لاءِ پروانو صادر ٿيو، جو هن وقت به مون وٽ موجود آهي.

هزهائينس مير علي نواز صاحب مرحوم جي ايماء تي، هن عاجز راقم هڪ اردو رسالو "دعوة الاعتصام بدين الله الاسلام" لکيو، جنهن ۾ امتِ مرحومه جي سڀني فرقن ۽ گروهن کي هڪ پليٽفارم تي جمع ٿيڻ لاءِ اپيل ڪئي ويئي آهي، ۽ عام مسلمانن کي توحيد پرستيءَ جي تلقين ڪيل آهي. انهيءَ رسالي ۾ هڪ خدائي تحريڪ، "دين الله"، جي قيام جو اعلان ڪيو ويو آهي، ۽ مسلمانن کي تحريڪ ۾ شامل ٿيڻ جي عام دعوت پڻ ڏني ويئي آهي - ليڪن چند وجوهات جي سبب اهو مقصد حاصل ٿي نه سگهيو. علاوه ازين، مذڪوره رسالي جو مير صاحب مرحوم جي سرپرستيءَ هيٺ انگريزي ترجمو به God's Religion جي نالي تي

چڪو آهي، مگر شيعه حضرات جي مخالفت سبب اهو ڪم بہ نامڪمل رهجي ويو. هڪ غير مطبوعه رسالو "احسن المنادي في السلام غاندي (گانڌي)" پڻ هي عاجز لکي چڪو آهي، جو انشاءالله جلدي طبع ٿيڻ وارو آهي. ان ۾ پيغمبر اسلام متعلق چند هندو دوستن جا بهترين رايا پيش ڪيا ويا آهن، ۽ راقم جي مهاتما گانڌيءَ سان خط و ڪتابت جا ڪجهه حصا بہ ذنل آهن.

۱۹۲۳ عيسويءَ ۾، راقم، حضرت قبلہ پير سيد ابو محمد صالح شاهہ صاحب ۽ علامہ دين محمد "وفائي" مرحوم سان گڏ، آريہ سماجين ۽ قاديانين جي خلاف هڪ محاذ قائم ڪيو، ۽ سنڌ جي مختلف شهرن ۽ ڳوٺن ۾ عام جلسا ڪوٺائي، شڌيءَ ۽ قاديانيت جي فتني جي سدباب لاءِ سرتوڙ ڪوشش ڪئي، ۽ الحمد الله جو راقم کي سنڌس محترم رفيقن سميت خاطرخواه ڪاميابي نصيب ٿي.

هن عاجز کي حڪمت جي فن ۾ الله جي فضل و ڪرم سان ڪافي دسترس آهي، ۽ ڪيترا لاعلاج مريض راقم جي علاج سان شفاياب ٿي چڪا آهن. منهنجي حڪيمانہ خدمات جي صلي ۾، نواب صاحب جهوناڳڙهہ، ۱۹۴۰ع ۾، هڪ سو رپيا ماهوار پينشن پڻ مقرر ڪئي هئي. علاوه ازين، انهيءَ سلسلي ۾ راقم وٽ ملڪ جي ڪيترين معزز ۽ موقر هستين جا آفرين ناما ۽ اعتراف ناما موجود آهن - ۽ هي سڀ الله جي فضل و ڪرم جي ئي طفيل آهي.

عاجز راقم کي شاعريءَ جو فطري شوق آهي، مگر غفلت شعاريءَ سبب ڪلام جو گهڻو حصو ضايع ٿي چڪو آهي - تاهم ڪلام جو ڪجهہ نمونو پيش ڪريان ٿو.

## گيتا جي منظوم ترجمي مان چند اشعار

نيل گون ضمي کہ چشم عالم حيران او ست، آسمان با اين همہ گردش بلاگردان او ست.
سرمۂ اهل نظر يا سوسن باغ بهشت، آسمان نور يا خود چهره تابان او ست.
موج دريائي چو سيما پيچ و تاب عاشقان، شرح طومار قضا يا کاکل پيچان او ست.
قطعۂ نيلم بود رخسارتش از جوش صفا، نقد جان دادن سودا قيمت ارزان او ست.
تلخيءِ مرگم بود شيرين ز شکر خنده اش، ز آنکه آب زندگاني در لب خندان او ست.
رخنه در دلها کند از جنبش مژگان تير، فتنہ انگيز دو عالم نرگس ختان او ست.

* * * *

زهي دل از غم حسن سياهت گشتہ سودائي، نگہ را همچو خال مردمک سامان بينائي.
بمشکيني ز زلف خوبرويان برده سبقت، چو خال گلرخان بر چهرۂ ايام زيبائي.
تراکان نمک خوانند خوبان جهان ليکن، بشر "ينی لب لعلت بود دکّان حلوائي.
ز حال زار مخموران کنج غم چہ هروايت، کہ چون چشم سياهي خود ز مستي باده پيمائي.
شنيدم پيش ازين در پرده کارت بود دل بردن، بنور حسن خود چون شمع اکنون محفل آرائي.
شمار جسم سا چندان کہ باشد ناتوانيها، بسرو قد دلجوئي تو باشد چشم رعنائي.

کجا شد عقدهٔ لاحل، کجا آن صعب دشواری، مبدل شد بآزادي، که میگفتم گرفتاری!
یکایک چرخ باز آمد ز عادت جور و مکاری، معطل کرد دوران یک قلم طرز ستمگاری؛
جریح خسته را راحت پدید آمد زود اکنون، که مرهم زخم دلها گشته است این فلک زنگاری؛
مزاج نازک و طبع لطیف آورده ام چندان، که ممنون کرد دلبر کند ثقل و گرانباری؛
ولے تغیر عالم چو پرسیدی سبب بشنو، باعزاز آنريبل گشت ممتاز از خبرداری.
باقبال و خورشید آسمان عزت و عظمت، سحاب بذل و احسان آفتاب زهد و دینداری.
فلاطون دانش و لقمان عقل و رستم میدان، سکندر جاه و حاتم جود و دارائي جهانداري.
رفیق مومنان خان بهادر «الله آندو شاه» کزان فیاض عالم همت ینبوع کرم جاری.
بتائیدایزدي فتح و ظفر نصرت ترا خادم، حسود سیه قسمت را میسّر شد سیه‌کاری.
سیه رو، تیره دل گوئید بمیر ذلّت سیدد، الا یا ایها المومن ببین این کوريء ناری!
چو از شوميء بخت خود مقابل هر که شد باتو، بچشم خویش مي بيند تباهي خانه سماری.
سفیه تنبد خورا آنچنان بگرفت اسرافش، که نتوان رفت جز مرگش ز دل این داغ ناداری.
شگفته خاطرت چندا لیک دشمن تنگ دل مانده، ترا خواب و سکون چندانکه اورا سحر بیداری.
توئي آن حاتم دوران که محتاج درت بینم، چه ملتاني و لاهوری چه کشمیری و تاتاری
تو آن علم آشنائي همگنان نخواند در مدحت، فقیه و قاضي و مخدوم و شیخ و عالم و قاری.
رسد افتادگانرا هردم از ذات تو پامردی، که طبع اهل همت نیست از لطف کرم و عاری.
خدا یا تاکه باشد مهر و ماه و انجم و اختر، الهي تابود گردنده چرخ پیر زنگاری.
نصیب دوستانت عیش و عشرت جاودان بادا، میسّر دشمنانت را همیشه ذلت و خواری.
زبانم راند نیروئے که مدحت سرکند یکسر، سراپا حسن اوصافي و طبع من ازان عاری.
بحال گفتن وصف تو صادق از کجا آرد، ازان رو ختم کردم این قصیده را بناچاری.

●

خوش آن گروه که با یاد حق هم آغوش اند، برنگ پیکر تصویر جمله خاموش اند.
بدل ز کیفیت عشق نشهٔ دارند، چو شیشه از سخن غیر پنبه در گوش اند.
نظر با طلس و دیبای این جهان کنند، چو اخگر از تن فرسوده پیرهن پوشند.
کجا خرابيء اهل جهان؟ دارند، سبک روان که خود از یاد خود فراموش اند.
حدیث ساقيء خود را بلب نمي آرند، بدل برنگ خم می همیشه در جوش اند.

●

بوصف خط مشکین اے سواد خامه تحریرے، بنطق لعل مشکین اے زبان کلک تقریرے!
ز درد دل بجانم اے طبیب جان و دل رحمي، زسوز سینه مردم، اے مسیحا، ساز تدبیرے!
بعزم صید رفتی اے سواد باد پیمائي، اسیر بند فراقت شد اے صیاد نخچیرے!

نہ بردی بردرش اے نالہ جا نگاہ فریادی، نہ کردی در دلِ آن سنگدل اے آہ تاثیرے!
بہ بندِ زلفِ مشکین میروی ای دل تو مجنونیے، کہ اینجا صد حریفا نند دیوانہ بز زنجیرے!

فتادہ سرنگون "صادق" بہ پیش پایت اے قاتل،
کشيدي تا بدستِ خویش اے خونریز شمشیرے!

(اردو)

●

ـ صاحبزادي فيض محمد جي وليعهد تسليم ٿيڻ جي موقعي تي–

ہم محوِ ذکرِ حق بوقتِ سحر رہے، جوش دعا تھي دل مین پیا پے اظہر رہے.
میري زبان پہ جاري تھا وہ کلام پاک، سن سن کے تھے فرشتے زمین پر آتر رہے.
سلطان 'علینواز' سے اخلاص تھا قدیم، یون تھے میري ذہن مین مقامي گذر رہے.
یا رب ہو میر 'فیض محمد' مراد مند، حامي ہمیشہ سید خیرالبشر رہے!

●

تکتي ہے رہ مجرم، رحمت کي خطا پوشي، آزردہ نہ ہو میکش، جاری رہے مي نوشي!
کھل جائو ذرا ہم سے، ہنگام یہ مستي، اس حال مین عاشق سے کیسي یہ حیا کوشي!
تمہیدِ پریشاني یہ گل کا تبسم ہے، اک راز ہے سربستہ غنچہ کي یہ خاموشي.
پیغام پریشاني لے آئي ہے کیسي یہ، کرتي ہے نسیم آکر پھولون سے جو سرگوشي.
رہ جاتي ہے بؤ باقي، مینا ہے اگر خالي، انفاس ہین رندانہ، گو ترک ہے مي نوشي.
تاوانِ محبت تھا یا قرضِ ہوا خواهي، جان دیکے ہوا حاصل مقصود سبک دوشي.
آئے میري تربت پہ وہ لے کے رقیبون کو، کچھ کم نہ ہوئي ابتک قاتل کي جفا کوشي.
آنکھون سے میري گرتے ہین لعل وگوہر پیہم، کانون مین اسے کہدو کوئي کرکے یہ سرگوشي.

ہے شوقِ سخن "صادق"، کچھ قوم کے حق مین لکھ،
بیہودہ تغزل کي یہ محنت و سرجوشي.

●

عرض کي 'غیر سے ہو بزم خالي'، تو دلوادي مجھے فوراً اکالي!
بہت ہین نازنین دل لینے والے، و لیکن ہے ادا اسکي ارالي.
سجن! برسات کي رت ہے نہ جائو، کہان پھر ایسے ایام و لیالي.
کہان جاتا ہے تو اب ہي پلاکر، ادھر تو دیکھ مین بھي ہون سوالي!
دلائے یاد جھوٹے وعدے آن کو، تو بولے 'تم ہو اک پاگل خیالي'!
دیوانہ کرکے الفت مین ہمارا، ستانا چاہتا ہے وہ دیوالي.
کمر باریک تیري پر ہون قربان، اسي سے سیکھ لي نازک خیالي.
ہے عرشِ حُسن پر پرواز اس کو، یہ شاہ ناز کي ہے تیز بالي.
ریاست حسن پر ہے ناز کا حکم، اکیلے آپ کچھ تھوڑے ہین والي!
ہے بزم سخن کا اب رنگ پھیکا، گئے اٹھ 'اسیر' و 'آزاد' و 'حالي'.

## رباعي

نااهل سے کب دادِ وفا لیتا هون،
صراف سے قدر و قیمت پا لیتا هون،
وه دوست کهان جن سے تها دل کا پیوند،
اب دشمنون سے سنکے دشنام، دعا دیتا هون.

## قطعه تاريخ وفات محمد بخش "واصف" حيدرآبادي

چون محمد بخش 'واصف' شاعرِ نازک خيال،
کرد از دنياي فاني سوي عقبيٰ انتقال،
سالِ تاريخِ وفاتش، اين چنين "صادق" نوشت:
"بادِ جنت جاي 'واصف' صاحبِ فطنت کمال". (١٣٧٢ هه)

(سنڌي)

●

ڪٿي نہ ترڪ ڇو صياد گيرودار اڃا،
رهي ٿي بلبلِ نالان چمن ڪان ڌار اڃا.

ڇپي ٿو هيءُ گل و غنچہ اکين ۾ خارجيان،
بهار آئي، نہ آئين تون گلعذار اڃا.

رهي نہ عزتِ دين ۽ نہ آبروي شرع،
روئي ٿي امتِ مرحوم زار زار اڃا.

جو خاڪ و خون ۾ غلطان ٿئي حسين مثل،
ٿيو نہ دين جو پيدا ڪو جان نثار اڃا.

ضعيف پير ٿيو آهه فقير "صادق"، پر،
جئي ٿو عشقِ محمد ۾ هوشيار اڃا!

---

# جناب مولانا محمد ابراهيم صاحب ڳڙهي ياسيڻي

سال ١٣٠٧هه ۾ سندن تولد ٿيو. ابتدائي ڪتاب پنهنجي والد بزرگوار مولانا محمد هاشم صاحب وٽ پڙهيا: پيو سمورو علم پنهنجي وڏي ڀاءُ مولانا محمد قاسم صاحب وٽ پڙهي فارغ التحصيل ٿيا. علامه مولانا عبدالغفور صاحب همايوني، پنهنجي ڏوهٽي، موجوده سجاده نشين، مولانا عبدالباقي صاحب جي تعليم لاءِ ڪيس گورايو، جنهن کي سمورو علم پڙهائي فارغ التحصيل ڪيائون. سندس مدرسي مان پيا به ڪيترا طالب العلم ڪامياب ٿيا- جيئن ته مولوي يار محمد چنا، مولوي صدرالدين صاحب صحبت پوري، مولوي خليل الرحمان صاحب جوڻ پوري، مولوي مفتي محمد علي صاحب جيڪب آبادي، مولوي جان محمد صاحب شڪارپوري، حافظ خير محمد صاحب اوحدي، مولوي عبدالعزيز صاحب دربائي، ۽ مولوي حافظ محمد موسيٰ صاحب الياسيني.

پنهنجي وڏي ڀاءُ مولانا محمد قاسم صاحب جي رحلت کان پوءِ، شهر ڳڙهي ياسين ۾ اچي پنهنجي مدرسي ۾ پڙهائڻ ۽ فتويٰ نويسيءَ ۾ مشغول ٿيا. سندن تصنيفات مان متعدد تحريرن جي علاوه، قرآن شريف جي ڪن سيپارن جو ترجمو مع تفسير، ديوان ناظم فارسي، مجموعه تاريخ، ۽ پنجاهه کن پيا ديني رسالا آهن، جن مان هيٺيان ڪتاب ڇاپي ۾ آيل آهن: (١) ترجمو مشڪواة شريف، ربع اول؛ (٢) رسالو ازالة الارتياب (فارسي)؛ (٣) رسالہ حڪم، فوٽوگراف (عربي)؛ (٤) قوت ايمان (سنڌي)؛ (٥) العقول الصواب (سنڌي)؛ (٦) مناسڪ حج (سنڌي)؛ (٧) رسالہ جماعت ثانيہ (فارسي)؛ (٨) لباس النبي (سنڌي)؛ (٩) تعليم المسلمين (سنڌي)؛ (١٠) آداب رسول الله (منظوم، فارسي)؛ (١١) 'ما مريدان' (منظوم، فارسي)؛ ۽ (١٢) هداية العباد فيمايتعلق بالضاد (فتوا متعلق ضاد بتصديق قاري مدني).

هن وقت سندن عمر ٦٩ سال آهي. سنڌ بلوچستان مان شرعي استفتاء بڪثرت ايندا رهن ٿا، جن جا جواب ڏيڻ ۽ تدريس ۾ پنهنجو وقت گذاري رهيا آهن.

# مولانا محمد يوسف عباسي

هي عالم سڳورو، ڪَڪڙ جي پرسان ”جڳ شينهن“ نالي هڪ ڳوٺ جو وينل آهي. قرآن شريف پنهنجي ڳوٺ ۾ آخوند شير محمد وٽ پڙهيائين؛ فارسي ۽ عربيءَ جي ڪجهه صرف مولانا محمد صديق ڪلهوڙي وٽ پڙهيائين، جو اهو به ڪڪڙ جي پرسان ”شولاري“ ڳوٺ جو رهاڪو هو؛ ان کان پوءِ مولانا صاحب مختلف مدرسن ۾ گهڻن وٽ پڙهيو آهي. زياده عرصو جن استادن جي شاگرديءَ ۾ رهيو آهي، آهي هي آهن: (١) مولانا شفيع محمد مسجدي؛ (٢) مولانا مير محمد لورنگي؛ (٣) مولانا عبدالوهاب؛ (٤) مولانا محمد صاحب ديري غازيخان وارو، جنهن پير جهنڊي ڳوٺ ۾ گهڻو وقت پڙهايو؛ (٥) مولانا حاجي حامد الله، وينل ٻيلو، تعلقو سجاول؛ ۽ (٦) مولانا خيرمحمد منگسي، ننڊي محمد خان وارو. پڇاڙيءَ واري استاد (مولانا خيرمحمد منگسي) وٽ فارغ التحصيل ٿيو، ۽ دستاربندي ڪيائين.

مولانا کي تحصيل علم جو ڏاڍو شوق هو؛ سخت محنتي به هو. مشڪل مقامن کي ڪوشش ڪري زياده پڪو ڪندو هو. گهڻا ڪتاب برزبان ياد به ڪيائين - جيئن ته ”فصول اڪبري“، ”ڪافيه“، ”ايسا غوجي“، ”تهذيب المنطق“، ”سلم العلوم“، ۽ ”منار متن ’نور الانوار‘“.

منطق ۽ صرف ۾ کيس گهڻي مهارت آهي. مختلف هنڌن تي پڙهايو اٿس: (١) جهرڪن ۾ پير غلام فريد جان سرهندي مرحوم وٽ، (٢) جمڙائوءَ جي پرسان حاجي قادربخش لغاريءَ وٽ، (٣) ملير ۾ پير ضياءَ احمد وٽ، ۽ (٤) هائي نورمحمد هاءِ اسڪول حيدرآباد ۾ عربيءَ جو معلم آهي. کيس مطالعي جو پڻ چڱو ملڪو آهي. ڏکيا ڪتاب به پڙهائي سگهي ٿو، ۽ پڙهايا اٿس. کيس لکڻ تي به سٺي قدرت آهي. شعر عربي ۽ فارسيءَ ۾ چئي سگهي ٿو. ”معلم الصرف“ نالي عربي صرف لاءِ فارسيءَ ۾ بهترين ڪتاب تصنيف ڪيو اٿس، جو اڃا مخطوطي صورت ۾ پيو آهي. سنڌي زبان ۾ ”قواعد فارسي“ ڪتاب تاليف ڪيل اٿس.

غلام محمد "گرامي"

# مولانا دين محمد "اديب" فيروز شاهي

مولانا دين محمد صاحب، تخلص "اديب"، تاريخ ولادت شب جمعه، ١٥ شوال ١٣١٤هه مطابق ٢١ مارچ ١٨٩٧ع آهي. تاريخي نالو "منظور حسن" آهي. سجعه (مؤلفه حضرت مولانا ٿانوي رحه): "شرف يافت دنيا ز دين محمد".

سنڌ جو مردم خيز خطو، فيروزشاهه تعلقو ميهڙ آهي. ميهڙ جيڪي چند شاعر، اديب، اهل قلم ۽ فاضل شخص پيدا ڪيا آهن، تن ۾ حضرت مولانا 'اديب' هڪ خاص خصوصيت جو مالڪ آهي. سندن نسبي تعلق حضرت غوث الحق مخدوم بهاءالدين زڪريا ملتاني رحه جي خليفي ۽ وقت جي ڪامل بزرگ ۽ عارف زمانه حضرت مخدوم عبدالله صاحب عرف پيروچ اچ واري سان لڳي ٿو. حضرت مخدوم عبدالله صاحب پيروچ کي ٽي صاحبزادا- مخدوم محمد ابراهيم، مخدوم احمد، ۽ مخدوم اسحاق هئا. حضرت مخدوم پيروچ وڏيءَ عمر وارو بزرگ هو. سندس عمر ١٢٥ سال هئي. سندس مزار پرالوار اچ به مرجع انام خاص و عام آهي. سندس وچيون پٽ، مخدوم احمد، وڏو عالم ۽ درويش هو. پاڻ مخدوم محمد عثمان درپيلي واري وٽان علم جي تحصيل ڪئي هئائون. سندس اولاد ۾ به وڏا وڏا عالم ۽ درويش پيدا ٿيا- جيئن ته مخدوم عبدالمجيد صاحب، جنهن مخدوم محمد عثمان شهيد متعلويءَ وٽان علم حاصل ڪيو هو؛ مخدوم ميان خير محمد صاحب، بن مخدوم عبدالمجيد؛ مخدوم ميان خير محمد جو فرزند، علامه دوران حضرت مولانا عطاءالله فيروزشاهي، جو پنهنجي وقت جي علماي ڪرام ۾ هڪ جيد عالم ۽ سيني فنن ۾ متبحر 'استاذالعلماء' هو. سندس استادن ۾ مولانا عبدالرؤف صاحب مورائي ۽ مولانا نورمحمد ۽ مولانا گل محمد شهدادڪوٽي مشهور آهن. مولانا عطاءالله فيروزشاهي، سنڌ جي وڏن عالمن مان هڪ وڏو عالم هو. سندس ٻهريون ۽ مشهور شاگرد، حديث ۽ فقه جو ماهر، مولانا حاجي حامد الله صاحب ميمن رحه (پيلي، تعلقي سجاول جو) آهي. ان کان سواءِ پيا به ويهارو کن سندن فارغ التحصيل شاگرد آهن، جن اطراف سنڌ ۾ وڃي الله جي آسري تي مدرسا کوليا، ۽ قرآن حديث ۽ فقه جي خدمت ڪئي. مولانا 'اديب' فيروزشاهي به مخدوم احمد صاحب جي اولاد مان آهي، ۽ ان علمي ۽ روحاني خاندان مان ڪيس هر وجهه بخرو مليل آهي.

حضرت علامه عطاءالله صاحب جن جي مدرسي ۾ مولانا ”اديب“ ابتدائي تعليم حاصل ڪئي، ۽ فارسي شروع ڪئي، جا مولانا جي وفات کان پوءِ سندن مدرسي جي ٻئي عالم مولانا عبدالرحمان صاحب وٽ ”پندنامه“ ۽ ”تحفه نصائح“ تائين پهتي. پوءِ سنڌ جي مشهور استاذ العلماء حضرت مولانا الاهي بخش صاحب رحه (ويٺل ڳوٺ ڀانهو لاڪير، تعلقو ميهڙ) جي مدرسي ۾ داخل ٿيا. حضرت مولانا الاهي بخش صاحب تعليم جي فن ۾ واقعي ماهر هو، ۽ فارسيءَ ۾ يگانهء وقت هو؛ شاعر به هو، اديب به هو: ان سان گڏ عالم باعمل، متشرع ۽ فقيه هو. سندس شاگردن مان استاذ العلماء حضرت مولانا عبدالڪريم صاحب ڏيرويءَ جهڙو يگانهء عصر عالم ۽ صوفي، محقق ۽ فقيه آهي؛ ۽ جناب سيد حاجي علي اڪبر شاه صاحب باني ”جامعه عربيه“ جهڙو سياستدان، ابوالبيان، فصيح اللسان، اديب، مقرر ۽ مذهبي پيشوا آهي. مولانا اديب صاحب، حضرت مولانا الاهي بخش صاحب جي شهرت ۽ شفقت، ڪمالات علمي ۽ فيوضات باطني ڏانهن ڇڪجي آيو. پندرهن مهينن ۾ ”گلستان“، ”بوستان“، ”زليخا“ هرسه دفتر، ”انشاء ابوالفضل“، ”بهار دانش“، ”سڪندر نامه“، ”تحفة الاحرار جامي“ ۽ ”انوار سهيلي“ وغيره وغيره تائين پڙهيا. مولانا ”اديب“ ننڍائيءَ کان وٺي ذهين ۽ صالح هو، تنهنڪري ايترن ڪتابن کي مطالب ۽ معاني، بديع ۽ بلاغت سميت تقريرن ۽ تشريحن سان پڙهي، فارسيءَ ۾ وڏو استعداد حاصل ڪيائين؛ تحرير ۽ تقرير تي عبور حاصل ڪري، فارسيءَ ۾ شعرگوئي به شروع ڪيائين. ان کان پوءِ، عربيءَ جو مروج نصاب شروع ڪري، شوال ١٣٣٤ھ ۾، پنجن سالن جي مسلسل محنت شاق کان پوءِ، دستاربنديءَ تائين پهتا.

مولانا ”اديب“ جي طبع ننڍائيءَ کان وٺي صلاحيت ڏانهن مائل هئي. سندن صحبت جن بزرگن سان رهي، سي زماني جا نه فقط عالم ۽ عارف هئا، پر وڏا شاعر ۽ اديب، سخن سنج ۽ سخن شناس هئا. حضرت علامه عطاء الله رحه کان پوءِ، حضرت مولانا الاهي بخش صاحب رحه وڏو عالم ۽ شاعر هو، جنهن جي شاعرانه فيوضات ۽ اديبانه ڪمالات مولانا ”اديب“ جي لڪل ادبي قوتن کي زندگي بخشي، ۽ گوشهء عافيت مان ڪڍي بزم شاعريءَ ۾ آندو. مولانا الاهي بخش صاحب رحه جي فارسي توڙي سنڌي تحرير، شسته ۽ شائسته هئي. سندن ڪلام فيض انجام ۾ جدت ۽ ندرت هئي، فصاحت ۽ بلاغت هئي، سلاست ۽ رواني هئي، شگفتگي ۽ سادگي هئي: اهي جوهر هئا، جي مولانا ”اديب“ کي به مليا، ۽ مولانا جي شعرگوئي ان عالم ۾ شروع ٿي. صالحن جي صحبت ڪري، مولانا ”اديب“ کي حضرت نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم - فداه امي و ابي - جن جو اشتياق مالايطاق نصيب ٿيو. ان وقت پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم جن جي شان اقدس ۾ نعتيه ڪلام چيائون، جو سوز ۽ درد، فراق ۽ اشتياق جي عاشقانه تصوير آهي. سندن نعتيه ڪلام اڄ تائين موجود آهي، جو هر وجه عروضي ۽ شاعرانه ڪمالات جو دليل ۽ سندن پخته گوئيءَ جو زنده ثبوت آهي-

"يا رسولِ خدا ترحم کن، زاريءِ من ببين تڪلم ڪن،
مشکل آسان کن از سرِ شفقت، سهءِ جبينم نما تبسم کن."

هڪ صحابيه جي هن عربي نظم جو سندن فارسي ترجمو ملاحظه ڪريو:

"يَا مَنْ لَمْ يَشْبَعْ مِنْ خُبْزِ الشَّعِيْرِ، يَا مَنِ اخْتَارَ الْحَصِيْرَ عَلَى السَّرِيْرِ،
يَا مَنْ لَمْ يَنَمِ اللَّيْلَ كُلَّهُ، مِنْ خَوْفِ عَذَابِ رَبِّ السَّعِيْرِ."

فارسي ترجمو:

(الف) نمودي نه سيري ز نانِ شعير، گزيدي به دل بوريا بر سرير،
نخفتي همه شب شفيع الوريٰ، ز خوفِ عذابِ خداي سعير.

(ب) اي نکردي سيري از نانِ شعير، اي گزيدي بوريا را بر سرير،
اي نخوابيدي همه شب تو کهي، از هراسِ بطش مولاي سعير.

تحصيل ۽ تڪميل کان پوءِ، مختلف عربي مدرسن ۾ پاڻ درس تدريس شروع ڪيائون-خاص طور پاٽ شريف ۾ حضرت علامہ مخدوم مولانا محمود صاحب صديقي رحہ جهڙي عالم ۽ عارف جي ڪشش ۽ محبت ڪين پاٽ ۾ ڪافي وقت رهايو. اتي عربي نصاب پوريءَ طرح پڙهايائون*، ۽ علوم عربيہ تي عبور حاصل ڪيائون. ان سان گڏ تحرير ۽ فتويٰ نويسي بہ ڪيائون. ان وقت کي ياد ڪري، اڄ بہ هي بيت پڙهندا آهن:

"بِلَادٌ بِهَا كُنَّا وَ كُنَّا نُحِبُّهَا، إذَا النَّاسُ نَاسٌ وَالزَّمَانُ زَمَانٌ".

(يعني، اسان ڪن شهرن ۾ رهندا هئاسين ۽ انهن سان محبت رکندا هئاسين، جنهن وقت ان جا ماڻهو ڪامل ماڻهو هئا ۽ زمانو بہ سٺو زمانو هو.)

مولانا 'اديب' جي ڪمالات علميءَ لاءِ واهڻ جي محدود زندگي موزون نہ هئي؛ قدرت گهريو ٿي تہ سندن جوهر باطن ۽ ڪمالات علمي سان ادب ۽ اهل ادب مستفيد ٿين؛ تنهنڪري ڪنهن جسماني عارضي جي علاج خاطر حيدرآباد سنڌ ۾ آيا-۽ اهڙو آيا، جو وري نہ موٽيا-اڄ تائين حيدرآباد ۾ آهن. مرحوم نورمحمد صاحب وڪيل، جو رڳو علوم ظاهري جو ڄاڻو ۽ قانوندان نہ هو، پر مردم شناس بہ هو، تنهن مولانا 'اديب' جي صحبت ۽ معيت

---

* مرحوم مولوي ميان رحمت الله ولد حافظ عبدالله چنو، ويٺل وڪڙو تعلقو ڏوڪري، مولانا 'اديب' جي ماسات، وٽس فارسيءَ ۽ عربيءَ جو سمورو نصاب پڙهي پورو ڪيو، ۽ وٽس دستاربند ٿيو. هيءَ ڏاڍو نيڪ، صالح ۽ ذڪي هو. سندس سڀ خواب سچا ٿيندا هئا، ۽ ان جون استخارائون صحيح ٿيندڙيون هيون. دستاربنديءَ کان پوءِ پنهنجي مسجد ۾ پڙهائيندو رهيو. افسوس جو سندس عمر عزيز ٿوري هئي؛ دستاربنديءَ کان پوءِ سال ٻن ۾، ١٢ شعبان المعظم ١٣٤٥ ۾ وفات ڪري ويو-انا لله و انا اليہ راجعون!

ڦول تو اپني بهار جانفزا دکهلا گئے، حسرت ان غنچون پہ هي جو بن کلي مرجها گئے!

سندس وفات جو تاريخي مادو آهي-"فارغ البال" (١٣٤٥).

کي ڀاڳ لاءِ برڪت ڀريو سمجهي، مولانا کي پنهنجي مسجد ۾ پيش امام مقرر ڪيو. اتي ساڍا ٽي سال امامت ۽ خلق جي خدمت جا فرائض انجام ڏيندا رهيا.

حيدرآباد سنڌ جي شهري زندگي، جديد علوم ۽ فنون ۽ مغربي تهذيب جي مصنوعي چمڪ دمڪ مولانا تي ڪو اثر نه ڪيو. هي پاڪ نهاد، صوفي طبع، عارفن ۽ عالمن جو صحبت يافته، صالح مرد، جو وقت حيدرآباد سنڌ ۾ مقيم هو، اهو دين جي شغف، مطالعهٔ ڪتب، مصروفيت اوراد و اشغال ۽ صالحن جي صحبت ۾ گذاريندو رهيو. نيڪيءَ جو ٻج پوکيل هو: بزرگان دين جي تصنيفات ۽ روحاني اتصال ۽ برڪت، آبياريءَ جو ڪم ڪيو ۽-

"باران که در لطافتِ طبعش خلاف نيست، در باغ لاله رويد و در بوم شور خس."

جي مصداق ۾ سندن خزينهء قلب ۾ الله جي سچي محبت ۽ رسول الله صلي الله عليه وسلم جي والهانه محبت پيدا ٿي: عشق عربي رسول، برق جان سوز، جي لمعاتي ۽ فيوضات عرفاني ڪان سندن نهانخانهء قلب "بيت المعمور" بنجي پيو. ان زندگيءَ ۾، دوباره، حيدرآباد کي ڇڏي، مرحوم نورمحمد جي والد جي استدعا تي، مرحوم نورمحمد جي ڳوٺ واپس آيا. ذڪر ۽ فڪر سان گڏ، ديني ڪتابن جي مطالعي ۽ نصاب نظامي جي درس و تدريس ۽ امامت، خطابت ۽ خدمتِ خلق ۾ وقت گذارڻ لڳا. حيدرآباد سان هجرت ۽ ڏوري، مرحوم نورمحمد لاءِ ناقابل برداشت رهي: پنهنجي ننڍڙي ڳوٺ جي اصلاح ۽ ديني خدمت جي بجاءِ، مولانا کي هميشه لاءِ انگريزي دان گروهه جي اصلاح ۽ ديني تربيت لاءِ واپس حيدرآباد آندو ويو ۽ اهو سلسلو اڄ تائين جاري آهي.

علماء اسلام ۽ صوفياء ڪرام ۾، دور جديد جو عارف ڪامل، حڪيم الامت، حضرت مولانا شاه محمد اشرف علي ٿانوي رحمة الله تعاليٰ عليه جي ذات گرامي ڪنهن به تعارف جي محتاج نه آهي. سندن تصنيفات ۾ تفسير، حديث، فقه، فلسفه، حڪمت، تصوف ۽ اصلاحي نقطه نظر سان آٺ سون ڪان زياده قابل قدر ڪتاب ۽ رسالا موجود آهن. سندن مواعظ حسنه، ترياق القلوب جي حيثيت رکن ٿا. هر طبع، هر ذوق، ۽ هر استعداد واري شيخ، معمر ۽ جوان پُر شباب لاءِ سندن تصنيف اڪسير جو ڪم ڪيو آهي. سندن معتقدين ۽ متوسلين ۾ مولانا ظفر احمد ٿانوي، عبدالماجد دريابادي، مولانا مفتي محمد حسن لاهوري، سيد سليمان صاحب ندوي، قاري محمد طيب ديوبندي، مولانا حاجي شيرمحمد صاحب گهوٽڪيءَ وارا مهاجر مدني، مولانا عبدالباري ندوي، مولانا عبدالرحمان صاحب ڪيملپوري، ۽ مفتي محمد شفيع صاحب وغيره آهن. مولانا "اديب" اهڙي عارف ۽ روحاني حڪيم جو نه فقط معتقد آهي، پر مريد صادق آهي. سندن اخلاقي ۽ اصلاحي مواعظ ۽ رسالجات جي مطالعي ڪرڻ سان، مولانا سان ڪين قلبي رابطو، روحاني ۽ مريدانه تعلقات پڪا پيدا ٿي ويا: پاڻ ارڙهن سالن جي عمر ۾ 'ٿانه ڀون' پهتا، ۽ حضرت جي دست بوسيءَ ۽ صحبت مان مستفيد ٿيا؛ بيعت لاءِ درخواست ڪيائون، جا ڪن مصلحتن ۽ طالب العلمي جي مناسب نه هجڻ سبب قبول نه پيئي- پر دور طالب العلمي کان پوءِ

قبول فرمايائون. مولانا ٿانوي، رسمي پيري - مريديءَ جي خلاف هو. نااهل، ناپختہ، هرجائي ۽ رياپسند کي ويجهو اچڻ نہ ڏيندا هئا. ان کان سواءِ، سندن معيار موجب، چڱي انداز ۾ استعداد ۽ صلاحيت وارا ماڻهو پيدا ٿيا، جن کي سندن بيعت جو شرف حاصل ٿيو آهي - باقي معتقدن جو انداز لکڻ کان ٻاهر آهي. الحمد لله، جو مولانا "اديب" اهڙي عارف ۽ حڪيم الامت جي معيار تي پورو آيو، ۽ کين حلقهءِ ارادت ۾ داخل ڪيو ويو. مولانا "اديب" ادب ۾ پاڻ کي اڃا تائين طالب العلم، ۽ تصوف ۽ طريقت جو لوسفر سالڪ سمجهن ٿا: اها سندن انڪساري آهي، ورنہ سندن باطن گهڻو چڱو آهي. پاڻ رڳو قال جو صاحب نہ آهي، پر حال جو صاحب بہ آهي؛ ۽ جذب ۽ وصال جو طالب پڻ.

<u>شعر و شاعري:</u> تصوف ۽ شاعريءَ جو تعلق، جسم ۽ جان وارو واسطو آهي. مشرقي شاعري، تصوف جي ترجمان آهي. بالخصوص، فارسي شاعريءَ ۾ "سنائي"، "عطار"، "رومي"، "حافظ"، "سعدي"، "خسرو" ۽ "جامي" جو ڪلام عارفانہ نڪات ۽ صوفيانہ تعليمات جو بيش بها خزانو آهي. مولانا هڪ صالح ۽ باذوق طالب العلم هو: نفاست ۽ نزاڪت هئي، خيالات ۾ پاڪيزگي هئي، زبان ۾ شگفتگي هئي، ڪلام ۾ رواني ۽ برجستگي هئي، سارو ماحول عالمانہ ۽ شاعرانہ هو، استادن ۾ سڀ استاد وڏا شاعر ۽ اهل زبان هئا، تنهنڪري کين شستہ ۽ شائستہ ملڪو پيدا ٿيو: رقت سان گڏ جذبات ۾ شوقيہ حدت پيدا ٿي، شاعريءَ جو چشمو جاري ٿيو. حضرت مولانا الاهي بخش مرحوم جي صحبت ۾ شاعريءَ جي شروعات ٿي، ۽ هاڻي روبترقي آهي - اللّٰهُمَّ زِدۡ فَزِدۡ!

١٣٣٠هہ ۾، فارسيءَ سان گڏ سنڌي شاعري بہ شروع ٿي. اڪثر ڪري نعتيہ ڪلام چيو ويو. ان کان پوءِ اصلاحي، قومي، اخلاقي ۽ تاريخي ڪلام چيو ويو، جو ان وقت جي سنڌي رسالن، ۽ اخبارن - "آفتاب"، "الحق"، "الامين"، "الاسلام" ۽ "الڪاشف" - ۾ شايع ٿيندو رهيو. مولانا فتح محمد مرحوم جي مدير هجڻ جي دور ۾، "الحق" اخبار ۾ نظم سان گڏ نثر بہ موڪليندا هئا. مولانا فتح محمد مرحوم، مولانا اديب جي ڪلام ۽ مضمونن کي خاص طور نمايان جاءِ تي شايع ڪندي، تعارفي ۽ تعريفي نوٽ لکي، مولانا جي همت افزائي ڪندو هو، ۽ مولانا کي مشق جاري رکڻ جو تاڪيد ڪندو هو.

هن هلندڙ دور ۾ مولانا جي سخن فهمي ۽ سخن سنجي تسليم ٿيل آهي. شاعريءَ جي هرصنف تي سندن معياري ڪلام موجود آهي. "الوحيد" "توحيد"، "اديب" ۽ ٻين رسالن ۾ سندن ڪلام شايع ٿيندو رهيو آهي، ۽ نهايت قابل تحسين، عالمانہ ۽ پختہ پايي جي شاعري آهي.

سندن فارسي ڪلام هاڻي سنڌ يونيورسٽيءَ هڪ فارسي ايم. اي. جي متعلم جي ذريعي جمع ڪرائي، يونيورسٽيءَ ۾ محفوظ رکيو آهي، جنهن کي يونيورسٽي شايع ڪرائيندي.

انهيءَ ايم. اي. جي فاضل شاگرد، مولانا 'اديب' جي گڏ ڪمل فارسي ڪلام تي فل اسڪيپ سائيز ٻني تي ايڪهٺ صفحن ۾ انگريزيءَ ۾ تبصرو لکيو آهي، اهو ٻڻ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ محفوظ آهي. اهو شاگرد خوش نصيب چئبو، جو انهيءَ ڪلام جي خدمت ڪرڻ جي برڪت سان، پنهنجن سڀني همدرسن ۾ فسٽ ڪلاس ۾ پاس ٿيو.

فن تاريخ گوئيءَ ۾ پاڻ عديم المثال آهن. سرزمين سنڌ ۾ هڪڙو تاريخگو شاعر ڪين ٿيو آهي. "مادهاي تاريخي' جا سوين مثال موجود آهن، جي لاجواب آهن. اهڙا اهل فن هندستان ۾ به ٿورا ملندا. مولانا جي همه دانيءَ جو اهو هڪ دليل آهي. اڄڪلهه غزل چوڻ ئي شاعريءَ جو ڪمال آهي، پر مولانا غزل کي به افاديت لاءِ استعمال ڪري ٿو؛ ان سان گڏ مثنوي، تاريخ، قطعه، مسدس، ترجيع بند ۽ ترڪيب بند ۾ به يدطولي رکي ٿو. مرثيه گوئي ۽ واقعي نگاريءَ ۾ به بيمثال آهي. مرحوم نورمحمد تي چيل مرثيو، هندستان جي وڏن وڏن مرثيه نويس شاعرن کان مٿي آهي.

حضرت خواجه مولانا محمد حسن جان صاحب سرهندي رحمة الله عليه، مولانا 'اديب' جو هڪ طالب علميءَ جي زماني جو غزل ڏٺو؛ پاڻ ڏاڍو خوش ٿيا، ۽ فرمايائون ته "هنوز آغاز ست، خوش ڪلاميش متوقع" (اڃا آغاز آهي، سٺي شاعريءَ جي اميد آهي). حضرت مولانا الاهي بخش 'سندن استاد' هيءَ مصرعه- "ڪار بداعمال بد سبب خجالت ڪرده ام" ڏسي، طالب علميءَ جي زماني ۾، مولانا 'اديب' تي اعتراض فرمايو ته "ڇا خجالت جي ڪري ڪار بد ڪيا اٿيئي؟" ان تي مولانا 'اديب' عرض ڪيو ته "'ڪار بد' کي خجالت جو ڪارڻ بنايو اٿم". مولانا ٿوري فڪر کان پوءِ فرمايو ته "تون سٺو شعر چوندين!" اهو سندن چوڻ مقبول ٿيو.

تصنيف ۽ تاليف: مولانا صاحب شعروشاعري، درس وتدريس، اوراد ۽ اشغال، سلوڪ ۽ طريقت سان گڏ، تصنيف ۽ تاليف جو ڪم به خاموش نموني ۾ ڪندا رهيا آهن. سندن تصنيف زياده تر مولانا ٿانويءَ جي ترجمي تي مشتمل آهي، ۽ پاڻ مولانا ٿانويءَ وانگر "بلامعاوضه" ڪتاب وقف ڪيا آهن، ۽ هر شخص کي ڪتاب بنا معاوضي ڇاپڻ ڏيندا آهن؛ جيڪڏهن ڪو سٺي ڪاغذ تي ۽ صحيح نموني ۾ ڇاپڻ جي ضمانت ڏيندو ته پوءِ ان کي اجازت ڏيندا آهن. سندن مخلصانه جذبو ۽ استغنا مولانا ٿانويءَ جي برڪت ڪري آهي. ان بزرگ به پنهنجي تصنيفات کي وقف عام فرمايو آهي. سندن ڪتابن جو مختصر تعارف ڪرائڻ مناسب سمجهان ٿو.

(١) "جزاء الاعمال": مولانا ٿانويءَ جي اصلاحي ۽ اخلاقي رسالي جو ترجمو، "اصلاح الاحوال" نالي ٿيو آهي؛ منجهس دنيا ۾ چڱن ڪمن سان فائدا ۽ برائين مان نقصان بيان ٿيل آهن. (٢) "بهشتي ڪوثر": مولانا ٿانويءَ جي مشهور معروف ضخيم ۽ مبسوط ڪتاب "بهشتي زيور" جي پهرئين حصي جو شگفته ۽ پراثر سنڌيءَ ۾ ترجمو؛ شايع ٿيل آهي؛ هينئر ڪمياب آهي. (٣) "علاج القحط والوبا": هي مولانا ٿانويءَ جي اصلاحي رسالي جو ترجمو آهي؛ نهايت

عمده ۽ پراثر آهي؛ اجا شايع نه ٿيو آهي. (٤) ”زاد السعيد في الصلواة علي النبي الوحيد“: فضائل صلوات ۾ مفيد اصلاحي رسالو آهي؛ اجا اڻڇپيل آهي. (٥) ”نور“علي نور“ ترجمه ”خاتم الانبيا“: مولانا مفتي محمد شفيع ديوبنديءَ جو سيرت نبوي ۾ هڪ معياري ۽ مختصر رسالي جو ترجمو آهي، جو اسڪولن ۾ داخل نصاب ٿي چڪو آهي. (٦) ”علم الاخلاق عرف اسلامي اخلاق“: امام غزالي رحه جي اربعين جي پوين ٽيهن فصلن جو شستہ ۽ ڪامياب ترجمو آهي؛ زبان اصليت تي قائم آهي؛ نهايت معياري ترجمو آهي، ۽ عربي يونيورسٽي حيدرآباد سنڌ جو شايع ٿيل آهي؛ قديم ۽ جديد تعليم يافته بزرگن لاءِ نهايت ڪارآمد ۽ سبق آموز، اصلاحي ۽ اخلاقي چيز آهي؛ هاڻي ٻيو دفعو ڇپيو آهي. (٧) ”چهره ڪشاي مثنوي، ترجمه ’رونماي مثنوي‘“: مولانا رومي رحه جي ”مثنوي“ جي ديباچي وارن چاليهن بيتن جو نظم ۾ شرح آهي؛ ٻه دفعا شايع ٿيو آهي. (٨) ”اختتام مثنوي“: مثنويءَ جي ڇهين دفتر جو تتمه آهي؛ مولانا الاهي بخش ڪانڌلويءَ، مولانا روميءَ جي منامي ارشاد موجب ١٢١٦هه ۾ لکيو آهي، ان جو منظوم ترجمو مولانا ’اديب‘ ڪيو آهي. (٩) ”حيات المسلمين“. حڪيم الامت ٿانوي رحه جو اصلاحي رسالو آهي؛ آيات قرآني ۽ احاديث نبوي سان پورا ٢٥ باب رٿيل آهن؛ مومن زندگيءَ جي لاءِ عارفانه دستورالعمل آهي؛ زير طبع آهي. (١٠) ”منع الانام عن وضع الايدي علي الاقدام“: فارسي زبان ۾ آهي؛ پيرن پوڻ جي تعظيمي رسم بابت عدم-جواز جو فيصلو دليلن سان ڏنل آهي؛ ٻٽيهن وڏن عالمن جون تصديقون آهن؛ اجا اڻڇپيل آهي. (١١) ”مجموعة الاشعار (فارسي)“: هي مولانا جو بياض آهي، جنهن ۾ مختلف شاعرن جا اٺ سؤ ڪن اشعار گڏ ٿيل آهن؛ تصوف ۽ اخلاق ’ادب ۽ تهذيب‘ اصلاح ۽ تربيت لاءِ نهايت مفيد مجموعو آهي؛ اجا اڻڇپيل آهي. (١٢) بهشت جي ڪنجي-نماز ۾؛ (١٣) ”معلم الاسلام“، چار حصا، عقائد ۽ اركان اسلام ۾؛ (١٤) چاليهن دعائن جو ترجمو؛ (١٥) ”ڪليات اديب“، نظم؛ (١٦) صبح ۽ شام جون دعائون؛ (١٧) ”خلفاي راشدين“؛ (١٨) ”ڪشف المحجوب“ جو ترجمو-اجا تشنهء تڪميل آهي؛ (١٩) ”اخلاق النبي“؛ (٢٠) ”اشرف العلوم“، ترجمه منظوم مثنوي مولانا روم، ڇهه دفتر: مولانا ’اديب‘ جو هي معرڪة الارا شاهڪار آهي، جو مولانا جي حيات جاودان جو ضامن آهي*.

مثنوي شريف ڏانهن توجه ۽ ذوق پيدا ٿيڻ جا ڪيئي سبب آهن: فيروز شاهه، جو مولانا جو زادبوم آهي، جتي سندس تعليم ۽ تربيت ٿي، ۽ جو علامهٔ زمان استاذ العلماء حضرت

---

* پروفيسر سعيد نفيسي ايراني، ”مولوي، در پاڪستان“ جي عنوان سان، لکي ٿو:

”در سراسر اين ڪشور بزرگ و درميان اين هشتاد ميليون جمعيت هيچ ڪتابي بشهرت مثنويء مولانا نيست. در حيدرآباد سند پيرمرد خميده، خوش سيما، با ريش سفيد و چهره گيرا، مولوي دين محمد ’اديب‘ فيروز شاهي، يڪ دوره ترجمه منظوم شش دفتر مثنويء مولانا را ڪه بهمان بحر رمل بزبان سندي منظوم ڪرده است باڪمال خضوع و مهرباني بمن يادگار داد. (صفحه ٤٧ و ٤٨، رساله ”هلال“ ڪراچي، نومبر ١٩٥٦)

مولانا حاجي عطاءالله رحمة الله عليه جي وقت، علم ۽ فضل، ادب ۽ فيض جو شهره آفاق مرڪز هو: اتي سوين اهل الله ۽ اهل دل عالم ۽ بزرگان دين ايندا هئا، ۽ حضرت علامہ جي ”فقيهانه محفل“ منجهي، ”فقيرانه مجلس“ ٿيندي هئي. پاڻ بنا ساز جي سماع ڪندا هئا، ۽ فراغت جي وقت ۾ ”مثنوي شريف“ نهايت رقت‌آميز ۽ دلڪش لهجي ۾ ويهي پڙهندا هئا، ۽ روحاني طمانيت ۽ وجدانگيز ڪيفيت حاصل ڪندا هئا. مولانا ’اديب‘ جهڙو ذڪي ۽ ذهين طالب پنهنجي استاد محترم جي ان تاثر ۽ جذب کان متاثر ٿيندو هو- غالباً ’مثنوي‘ سان قلبي رابطي جو پهريون دور اهوئي هو. ساڳئي وقت، مولانا عطاءالله رحہ، درس نظامي جي خلاف قانون، منتهي طالبن کي مطول سان گڏ مثنويءَ جي عارفانه رموز ۽ اسرار مان بہ سيراب ڪندا هئا، جنهن کي ڏسي ۽ ٻڌي، مولانا ’اديب‘ جي دل تي مثنويءَ جي عظمت ۽ جلالت جو غيرفاني اثر پيدا ٿيو. اهو سبب آهي، جو ان زماني جا عالم اڳتي هلي قال سان گڏ حال جا صاحب ٿيا- مگر اڄڪلهہ رڳو ”قال ۽ تال“ آهي، ”حال“ ڪونہ آهي.

”مصرعه ۾ لڳو لڳ ٽي اضافتون هجن، انهن جو سنڌي اضافت جي نشانين ظاهر ڪرڻ سان گڏ ترجمو ڪرڻ، حوصلي‌شڪن نہ آهي تہ ڇا آهي؟ ڏسو هڪ بيت جي پوئين مصرعه:

”عڪس مهرويان بستان خدا ست“

- ٻر انهن ڏکين چاڙهين هوندي بہ، هڪ بيت جو ترجمو هڪ بيت جي التزام سان نہ ڇڏيم: راتيون جاڳيس، اهر جو اٿيس، مشڪل جاين تي نااميديءَ ڪري رئڻ جهڙو ٿيس؛ مگر ان مبدءِ فياض عين نااميدي ۾ رئڻ نہ ڏنو، بلڪ رئڻ جي بجاءِ يڪدم کلايو، ۽ مشڪل کي يڪدم آسان ڪري ڏنو. انهيءَ ڪري، معمولي بيتن کان بہ بعضي مشڪل بيتن جو ترجمو تمام فصيح ٿيل آهي، جنهن تي نہ صرف زبان الحمد لله ٿي چيو، بلڪ ان سان گڏ قلم بہ اهو فرض ادا ٿي ڪيو.“

مولانا ’اديب‘ جي مٿين لفظن مان سندن همت، خلوص، محنت ۽ دلي شغف جو پتو پوي ٿو: ان سان گڏ ’تائيدِ غيبيءَ‘ جي بہ خوشخبري معلوم ٿئي ٿي. الله تعالى کين توفيق عطا فرمائي جو ”اشرف العلوم“ پايہءِ تڪميل کي پهچي ويو، سنڌي ادب ۽ تصوف ۾ نمايان اضافو ٿيو، ۽ مولانا لاءِ نجات آخروي جو باعث بڻيو! خدا مولانا کي حيات خضري عطا فرمائي، اعمال صالح ۾ مشغول رکي، ۽ خاتمو بالخير ڪري- بحرمت سيد المرسلين، و امام المتقين، صاحب التاج والمعراج والبراق والعَلَم. -آمين!

مولانا ’اديب‘ جي صاحبزادي محمد منير وڪيل (بي.اي، ايل.ايل.بي.- ميڊلسٽ) کي تاليف جو شوق پنهنجي والد کان ورثي ۾ مليل آهي. طالب علميءَ جي زماني ۾ هن ”اڪابر اسلامي“ نالي هڪ سلسلو شروع ڪيو آهي. آسي بزرگن جون مختصر سوانح عمريون، ستن ڀاڱن ۾، شايع ٿي چڪيون آهن. ٻہ حصا خاص سنڌي بزرگن جي حالات ۾ تيار ٿيا پيا آهن، پر اڃا ڇپيا نہ آهن. ”تعليم الدين“ جو بہ ترجمو ڪيو اٿس.

مولانا 'اديب' جي منظوم ڪلام جا جملي بيت تقريباً ايڪيهه هزار ۽ ڪجهه زياده آهن - چوويهه هزار ڇهه سؤ ۽ ست بيت "مثنوي" جي ترجمي جا؛ ٻارهن سؤ اختتام 'مثنوي' جا؛ ڏيڍ هزار سنڌيءَ ۾ مختلف نظمن جا؛ هڪ سؤ بيت عربيءَ جا؛ ڏيڍ سؤ بيت اردوءَ جا؛ هڪ سؤ ايڪيهه بيت "چهره ڪشاي مثنوي" جا؛ ۽ ڏيڍ هزار فارسي بيت.

## نمونهٔ ڪلام

### (فارسي)

عاجز از تفسير شمس و ليل تو، ابن جرير! از حديث حسن تو 'مسلم' 'بخاري' در نفير؛
عقل ڪل بلبل صفت در باغ علمت در صفير، جبرئيل از حق تعالیٰ در جناب تو سفير؛
چشم صديق از جمال و حسن تو روشن بصير، ديدهٔ بوجهل از برق جمال تو خرير؛
در صبا گشته 'علي' از عشق ذات تو جوان، 'باب شهر معرفت' زان آمده شاه شهير؛
لوح محفوظ ست تعبير دگر بهر دلت، ذرّه ذرّه کرد روشن پيش تو مهر منير؛
از ازل گل را رسيده شمّهٔ از خوشبوي تو، بلبل از سوز دلت دريافته سوز ضمير؛
دفتر پارينه ني، بل گم شده جمله کتب، در شبستان جهان قرآن بود شمع منير؛
سوي فهمي سوي فهمان را نموده بدحواس، نار را دانند نار و نور را نار سعير؛
چون شود فضل اجل شامل بحال عاصيان، گردد از يمن شفاعت نار عکس زمهرير؛
مهر تازي کرد نور 'فارسي' را بر فلک، ديدن اين نور بر خفّاش گرديده عسير؛
ذات پاکت مظهر کامل براي ذوالجلال، مُنصبغ در رنگ تو مصبوغ رنگ بي نظير؛
جِئْنٰنَا سَوّلْتنِي رَحْمَةً رّاحمآ مِن رَّبِّنَا، رَبَّنَا رَبّ كَرِيْمٌ نِعْمَ مَوْلٰينَا النَّصِيْرُ؛
از کمال فضل تو يک تار مو گفته نشد، گرچه در هر دور جهدي ميکند جمّ غفير:
التجا دارد بدرگاه رفيعت سگ "اديب"، بهر حق گردان دلم را تا ابد در حق اسير!

* * *

پر رونق و خوش آمده بازار اهل دل، باغ ارم کجاست چو گلزار اهل دل!
هرگز ز باد تند نميرد چراغ شان، مامون ز باد شمع پر انوار اهل دل.
بررنگ پوست دل مده، اي خيرخواه دل! رنگين کنش بصبغهٔ دلدار اهل دل.
دل مرده شد ز صحبت دل مردگان دهر، يا رب، مدام ساز مرا جار اهل دل!
تقليد تن پرست نمي زيبدت "اديب"! بگزين بيءَ صلاح دل اطوار اهل دل.

●

مژگان مهوش ست چسان؟ گو سنان سنان! چون در کمان سنان بکشد، گو امان امان!
تير فراق کرد مرا چون کمان کمان، اي سرو من! بيا ببر من چمان چمان!
در دور فتنه زاي تو امن و امان کجا؟ آهو ز چشم تست بصحرا رمان رمان!

بشکست بارِ هجرِ تو اعظامِ گردنم، هان، مومیاي وصل بده در زمان زمان!
چون نازنین خویش ندیدیم یک حسین، هر چند گشته ایم بسي در جهان جهان!
اي سستِ عهد و چستِ جفا، میروي کجا؟ برسینهء و سرِ من یک شب بمان بمان!
چون بسته شد بزلفِ تو شیرِ دلِ "ادیب"؟ در شیرِ دل نبود چنینم گمان گمان!

●

اي گُل، ز تست در دل من خارِ الغیاث! نالم هزار وار ز آزار، الغیاث!
در راهِ عشق فرقِ مراتب کجا شود؟ در یک صف ست بنده جهاندار، الغیاث!
مقبولِ عشق هست بعالم ذلیل و خوار، سردار مي نهند سرِ دار، الغیاث!
مردانِ عشق را نسزد زینت جهان، باشد بدلق گوهرِ شهوار، الغیاث!
خطّت بگردِ روي تو چون هاله گردِ ماه، گیسوي پیچدار تو چون مار، الغیاث!
نزدیک رويِ سرخِ تو زلفِ سیاه چیست؟ این ست برخزینهٔ زر مار، الغیاث!
هان، "لَنْ تَرَانیِ" آمده در گوش من "ادیب"، "اَرِنيِ" بگفتم ار چه من زار، الغیاث!

## قصیده نعتیه

ایمان بشود تازه ز آذکارِ محمد، کردار نبي میدهد انوارِ محمد.
گردید همین تیره زمین رشکِ سماوات، چون تافت بر او مطلعِ انوارِ محمد.
در عشقِ محمد نشوي تا که تو فاني، عارف نتوان گشت باسرارِ محمد.
ز اسلام کسادي ست ببازارِ مذاهب، شد روز فزون رونقِ بازارِ محمد.
آن ختمِ رسل، خاتمِ هر فیض و کمالات، مرحوم شده خلق ز ایثارِ محمد.
هر لحظه بعرش ست گذرِ شاهِ دو عالم، بیمثل شده همتِ افکارِ محمد.
تا روزِ قیامت بنوازند بدلیا، هر روز همین نوبتِ یک-چارِ محمد.
اسلام باقصاي جهان برد صحابه، هم معجزه شد لشکر جرّارِ محمد.
اسلام نیفزود بشمشیر و بصمصام، افزود باخلاصِ ظفربارِ محمد.
"سحبانِ عرب" گنگ زبان کرد بیانش، مغلوب شده جمله بمضمارِ محمد.
اخلاق بمعراجِ کمال آن برسانید، اي بنگر ابرار نکوکارِ محمد.
ایثارِ مجسّم همه اصحاب نموده، بین در "بدر" و نیز بانصارِ محمد.
از بَدْوِ جهان تا بهمین دورِ مؤخر، گیتي نبرزانید چو احرارِ محمد.
در غارِ حِرا کرد عبادت بجواني، از بندگیش پرس ز کهسارِ محمد.
بیخود شود و وجد کند عاقل و هشیار، از شهر مدینه، در و دیوارِ محمد.
آهنگِ حجازي ست گدازندهٔ دلها، هم نجد کنند وجد بآثارِ محمد.
تسلیم، صبا! گو ز منِ بلبلِ نالان، هر گاه شوي داخلِ گلزارِ محمد.
وه وه چه لصیب ست گر از لطفِ نگاهي، یکبار شود سوي دل افگارِ محمد!

پیدا بهمین نظم بگردید حلاوت، در آخر هر شعر بتکرار «محمد».
با من مکن ای دوست! حدیث عمرو و زید، با بنده بگو صرف ز اخبار محمد.
از دام هواء و هوس آزاد مرا کن، این بنده شود محض گرفتار محمد.
امید که بخشند بما خرقه، "ادیبا"، هستیم چو ما مطرب سرکار محمد.

(مطلع ثانی)

هر دیده‌وری می کند اقرار محمد، خفاش-صفت می کند انکار محمد.
اخلاق بگیتی ست ز آثار محمد، شد روشن تر چرخ ز انوار محمد.
از فیض نبی جهل شد و علم بیفزود، در پارس فروغ آمده ز انوار محمد.
«سندی» ز عرب دولت جاوید گرفته، این ست ثمرگیر ز گلزار محمد.
در مشرق و مغرب ز عرب شمس ادب تافت، خفاش کجا بنگرد انوار محمد؟
دادند همی با کره در نیل بهر سال، این ظلم شده ختم ز اخیار محمد.
با خاک نگیرند همه جود و سجودت، گر می کنی ای بیخبر انکار محمد!
هان، هیچ نیرزی بجز از عشق عزیزش، باید بجهان گشت خریدار محمد.
ای عشق نبی هست گرانمایه متاعی، صدیق همه داده بشد یار محمد.
در جای خطرناک علی خفت بجایش، صدیق بجان رفت سوی غار محمد.
پروانه-صفت خلق ز هر سمت در آید، بر شمع-صفت قبر پُر انوار محمد.
بشنو که خدا عفو کند مجرم خود را، اما نکنند عفو گنهگار محمد!
آزادگیم باعث آزار دلم شد، یا رب، بکرم ساز گرفتار محمد!
بیزار ز عقل ست همین خاطر مجنون، کن بند بگیسوی گره‌دار محمد!
از دوستیء خلق رهانیم دلم را، خواهم که شود بلبل گلزار محمد!
کن عرض "ادیبا"! ز خداوند تعالی:
توفیق عمل بخش بگفتار محمد!

دنیای ادب را شده معمار محمد، کرده بجهان شاعر و نثّار محمد.
فیّاض جهان مشفق و غمخوار محمد، دلجوی جهان، دلبر و دلدار محمد.
آن افصح و ابلغ ز بلیغان عرب بود، در وقت سخن بود گهربار محمد.
با شاهد مقصود هم آغوش توان شد، از مَهْر توسّل بضمانتدار محمد.
«لَولاک» پیء شان نبی شاهد عادل، از بهر جهان باعث اظهار محمد.
غم نیست گر از نقد عمل مایه ندارم، از جود غنی سازد سردار محمد.
مصلح نه چنین دید زمین و نه زمانه، اشرار بدل کرد باخیار محمد.
شیرین ز شکر شیر شده لام لذیذش، هر لحظه بگوئیم و نه صد بار «محمد»؟

در هند و اروپاست روان فیض پیمبر،
گیرند بهرکار مددگار محمد.
مي سوخت زنِ زنده بيء مرده بہ بهارت،
از لطف برون ساختش از نار محمد.
آغلال بدر کرد ز آعناق خلائق،
از اِصر جهان کرد سبکبار محمد.
اِصلاح رسومات چنین کرد فیوضش،
آزاد جهان کرد ز اوزار محمد.
«برناڈ» بگفتا که «شود امن بعالم-
گر باز کند عود دگربار محمد».
بگذاشت بيء امن، ضماني بزميني،
قرآن و احادیث و هم آثار محمد.
بنمود بما راهِ سعادات، "اديبا"،
با حُسنِ عمل، نیز بگفتار محمد.

* * *

قندیلِ فلک پرتوِ انوارِ محمد،
جبریلِ امین خادمِ دربارِ محمد!
در حجره فتد روح بگفتارِ محمد،
بر شوره دمد سبزه برفتارِ محمد!
آزاد شد آن خسته ز آزارِ دو عالم،
کان راست بجان و جگر آزارِ محمد!
تحقیرِ گنهگار مکن زانکه گنهگار-
از حب" شود مطمحِ انظارِ محمد!
اقرار خدا صرف بمیزان نہ بسنجند،
شامل نشود تا که باقرارِ محمد!
تحصیل نموده ز خدا احسن تادیب،
برتر ز همه کُمّلِ اطوارِ محمد!
در مکتبِ عشق ست همان مرد ادیبم،
گردید سره آنکه بمعیارِ محمد!

(اردو)

●

ملجائے دو گھڑي کو جو تیري نظر مجھے،
آئے فنا، کهون نہ مین باردگر 'مجھے'!
ملجائے دو گھڑي کو جو تیري نظر مجھے،
فالي رهون، رهے نہ کسي کي خبر مجھے.
هر بات مین خدا کا اگر مین رهون مطیع،
مانینگے بے تامّل سب بحر و بر مجھے.
عرشِ برین کا زینہ هے 'احمد' کي پیروي،
اسپہ سیکھا عروج کا یا رب هنر مجھے.
پرخوف راهِ منزلِ لیلي هے خارزار،
بزدل بے عقل لیکر مجنون کر مجھے.
هے اتباع پیر کا اکسیر بے نظیر،
اکسیر اشرفي سے بنا خاص زر مجھے.
زنجیرِ پا هے زلفِ بتان راه یار سے،
هے رهبرِ حقیقت شاخ و شجر مجھے.
"الله کے بنو، نہ بنو نفس کے غلام"-
کردو دعا کہ اس کا هو حاصل اثر مجھے.
کچھ هے خبر کہ دین کا سامان لُوٹ کر،
لیجاتے هین کدهر کو بهي سیمبر مجھے؟
ظالم! کبهي تو بهولے سے مجهکو بهي یاد کر،
تو دل مین یاد آتا هے شام و سحر مجھے!
سُن! نقش پاي یار کو کرتا هون مین تلاش،
کرنا نثار اسپہ هے جان و جگر مجھے.
لیجائے یار تک یہ میری کوئي روئداد،
الله سے دعا هے ملے نامہ بر مجھے!

ڪـرتـا رهيگا ڪب تڪ يـہ لن ترانيان، ڪر رشڪ ڪلون، هوڪے ذرا جلوہ گر، مجهے!
گـو جانـفـزا هے حيدرـآباد ڪي هـوا، عُريان اسي ڪا حسن هے قاتل مگر مجهے!
ڪرتي هے نونهالون ڪو تعليمِ نو خراب، دن رات اسڪا تجربہ هے خوبتر مجهے.
اردو ادب ڪا آج هوا هون مين بےادب، هے عمر ڀر مين پهلي خطا، عفو ڪر مجهے!
يـا رب، ڪـلامِ مـيرا حقيقت لـمـا بنے، خاصون ڪے سينہ سے ملے نورِ نظر مجهے!

ديدارِ ڪوےِ دوست نصيبِ "اديب" هو،
لِـلّٰه ڪـر زيـادہ نہ اب دربـدر مجهے!

(سنڌي)

## بلند اخلاقيءَ جو نادر مثال

حور و پري جي رشڪ هئي هڪ عرب ۾ زال، حسن و جمال ۾ نہ سندس ثـاني و مثال؛
مشهور ان جي سونهن عرب ۽ عجم ۾ ٿي، وردِ زبان خـلـق سندس حسن جي مقال؛
جاري انهيءَ جو حڪم ٿيو مُلڪ حسن ۾، ٿي هاڪ ان جي حسن جي منجهہ بحر، بر، جبال؛
مژگان انهيءَ جا تيرَ، ڪمان جان ڀرون ٿيا، گيسو انهيءَ جا دامِ ٿيا، دانہ ان جا خال؛
گيسو انهيءَ جا سنبل، رخسار رشڪِ گُل، بدرِ منير چهرو، ڀرون ان جا چڻ هلال؛
رمضان جي عيد چانڊ ڏسڻ هن هلال جو، ان ڪي ڏسي ٿيا ٿي ڏڻئون، چولين جان چال؛
علم و هنر نہ تاب جهلي ان جي حسن جو، عـابـد مثال شيفتہ، مجنونَ بـاڪمال؛
صاحب نظر انهيءَ جي نظر سان ٿيا شهيد، هن تيغِ حسن سان ڪيا صدها جوان حلال؛
بجلي جان ان جي جلوي ڪيا ڪيترا هلاڪ، ڪيئي رسايا زهرِ نظر ان جي، در زوال؛
ڪسيو بصر جو نور انهيءَ شمع جي شعاع، نورِ نظر ڪسڻ ۾ هئس برق جو ڪمال؛
ڀڻ گفتگو انهيءَ جي هئي جا ذبحِ قلوب، يا در حقيقت ان جو بيان سحر هو حلال؛
سحرِ بـيـان سان ڪيا مسحور ان بليغَ، ان جي سخن جي پيٽ ۾ هئا فصيح لال؛
دشمن جي قتل لاءِ سندس سيف ٿي زبان، لب دلنوازِ دوست، بدخشان جا خاص لال؛
آوازِ قوتِ روح، سندس حسن حظِّ نفس، ناسرد ڪيا ٿي زالَ انهيءَ، سحر سان، رجال؛
هر ملڪ جا حسين انهيءَ ڪان سڪڻ لڳا– ناز و خـرام، غـمزہ، اداڪاري و دلال؛
ٻوڙيا انهيءَ جي چاهِ ذقن ۾ هُنڊي ويـا، سرخيءَ گلن ڪي داغ ڏنو لالہ جي مثال؛
رخ، زلف ان جو ڪافر، مؤمن جي دل جيان، مؤمن ۽ ڪافرن جي وٽس فوج لاءِ قتال؛
هن ڪان بچاءَ جا نہ ٿيا ڪارگر اپـاءَ، تقويٰ سندي نہ جوشن، همت سندي نہ ڍال؛
آبِ گهُرِ ڪان وڌ ٿيو ڏندن جي دُرِ جو آب، آبِ حياتِ حسن جي لاءِ آهـہ هي زُلال؛
هـاروت ان جـا هـالـم، مـاروت مبتلا، زهرہ نچي فلڪ تي، ڏسي ان سند و جمال!
دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ منجهان آيا اپـار– ديـدار لاءِ شـائـق هـسـوار ۽ رجال؛
عقل و هنر جا حيلا ڪيائون هـزار، پر، ان سنگدل صنم سان ڪنهن جي آڙي نہ دال.

ڪر مختصر ڪلام "اديبا" نہ ڪر دراز،
منهنجي سخن جان حسن پري بي نهايت آهہ،
آهن انهيءَ جي وصف ۾ طومار بيشمار،
آهن 'مطوّل' ان جي ثنا مدح ۾ ڪتاب،
تون غنچہ ٿي نہ منهنجي نسيم ڪلام ڪان،
ابر بهار آهہ سندم دُرفشان سخن،
ٿي سير شعر منهنجي ڪان، بيذوق! ڪونہ تون،

روز قيامت آهہ اهو، يا شب فصال؟
عشو عشير ڪي نہ رسي منجهہ هزار سال!
هان ڏيکهہ ڪي ڇڏي تو وٺان راہ اعتدال.
نازڪ ٿين نہ تنگ، ڪيا 'مختصر' مقال:
ان ڪان شگفتہ شاد ٿين غنچا، پُر ملال!
نشو و نما انهيءَ ڪان لهن تازہ، نونهال.
بيذوق وٽ وڏي نہ سخن لاءِ ٿي مجال.

* * *

طالب انهيءَ جي عقد جا پير و جوان ٿيا،
هيءَ تاجدار حسن جيي، لالچ ڪان ٿي بلند،
هڪ نوجوان نياز سان ليلا ٿيو گهڻو،
'ليليٰ' جي عشق ۾ اهو مجنون-صفت ٿيو،
هن منجهہ طريق عشق ڏٺا رنج ۽ عذاب،
ديوانہ پنهنجي ڪار ۾ فرزانہ هو گهڻو،
هن ڪي پڇائي لال ڪيو باهہ عشق جي،
هُو نار-وار زار رُنو روزَ راتيون،
سوزن پوڻ جو سوز ڪان لائق ٿيو سگهو،

تن آڇيو انهيءَ کي گهڻو گنج، ملڪ، مال؛
هرگز ڪائيو نہ ان ڪي ڪنهن جي بہ عرض مال؛
دعويٰ ڪيائين 'عشق اٿم تنهنجو لايزال':
آواره گرد دشت جنون ڪيئي ماہ، سال؛
جيئن دين لاءِ رسول جي عاشق سچي بلال؛
حيلا لطيف خوب ڪيا، تال ۽ پخال؛
جيئن ٿانءَ ڪي پچائي نهائينءَ ۾ ٿو ڪلال؛
صد سال ان قياس ڪيا روز ۽ ليال؛
خلد وصال ۾ نہ ويو تہ بہ شڪستہ بال.

* * *

هيءَ پاڪباز شرم حيا جو مجسّمو،
ٿيي عجز ڪان انهيءَ جي پريشان پري-نشان،
هي هوشيار هوش سان ان ڪي ٿڏي ٿي هاڻ،
ان کي چيائين، 'مهر ۾ احمد جو گهوڙو ڏينم:

جيئن شڪل ان جي خوب تئين دل بہ خوش خصال:
دل ۾ چيائين، 'دفع ڪريان سرتان ڪيئن وبال':
جوڙا جوان تڏہن جئين راند ۾ ٿا بال.
هن شرط ساڻ ماڻ سدائين سندم وصال!'

* * *

احمد عرب جو گهوڙو هو مشهور ملڪ ۾،
ڪاٺي گهڻي سان ان جا خريدار آئيا،
گهوڙي جي وار وار تان احمد هئو نثار،
زر، سيم آهہ عشق جي فتويٰ ۾ نيچ خاڪ،
صدها امير گهوڙي ڪان محروم ان ڪيا،
ان نوجوان دغا سان وٺڻ گهوڙو چاهيو،
ان وات تي سٿو، جت احمد ٿي آئيو،

بجلي-صفت الهيءَ جي هئي ڊوڙ، تيز چال؛
آڇائون ان کي سونَ سان گڏ خيل ۽ بغال.
تن جي متاع مال کي چاتو نہ ان سفال.
گهوڙي جي خاڪ مَٽ ان چاتو نہ تن جو مال:
موٽائيائين ان جا خريدار باجلال.
زرسان وٺڻ الهيءَ جو ٿيو هو جڏهن محال:
ظاهر ڪيائين پاڻ کي بيمار، خستہ حال.

احمد لهيي انهيءَ کي ڪيو گهوڙي تي سوار،
ٿيندي سوار، گهوڙي کي ڊوڙائيو جوان،
"ڪنهن کي نه چؤ "فريب سان گهوڙو وٺو اٿم" –
"گهوڙو وڃڻ سهان، نه سهان داغ دين تي،
گهوڙي تان هن چوڻ سان لهي نوجوان پيو،
"آخر ته دوست! مان به مسلمان آهيان،
"مون دل ڏني انهيءَ کي، نه ايمان دين ڏنم،
نوراڻو مان تنهنجي نوازش جو آهيان،

تا ٿيڇي خير سان گهر، ٿجي نه پائمال.
احمد چيس، "ٻڌي وچ هڪ ڳالهه، اي شغال!
ڪافر ٿين نه دين کان بدظن ۽ بدخيال!
بدنام ڪر نه دين دغا سان، بدمآل!"
احمد کي سونهي گهوڙو، ڪيئين پنهنجو عرض حال:
بدنام دين؟ چو ڪيان لءِ باجمال زال؟
آهي اگرچه هوشربا سا پري جمال:
سونهون ٿئين، ورنه وڪوڙيم ها ضلال"!

*            *            *

اسلام کي عروج ٿيو صالحن سبب،
آفاق گير خُلق جي شمشير سان ٿيا،
يا رب، انهن تي فضل جي بارش وساءِ جام،
ايمان سان لڏاءِ مُنکي هن جهان مان،
هرهند آهه چار وچايل جمال جو،
ايمان جا ته "اينم" آهن پري-صفت،
مون ظلم پنهنجي نفس تي آهي ڪيو، ڪريم!
لت والدين، "اديب" سندم، مرشدن کي بخش،
موڪل رسول پاڪ تي صلوات ۽ سلام،

جي ها "اديب" دين جا، اسلام جو مثال؛
هو حُسن خلق تن جو تکي تيغ لءِ جدال.
انعام تن کي خلد ۾ تنهنجو ٿئي وصال!
ڪر عفو سڀ گناهه، پلائيون ڪريم پال!
عُريان آهه حسن، بچائيم ذوالجلال!
تن "راڪنن" کان دور رکيج نيڪ نونهال؛
ڪر صدقي مصطفيٰ جي ڪرم مون سان آل جال؛
فردوس ڏينم فضل سان بااهل و بساعيال؛
تن تي به، ان جا آهن جي يار، پاڪ آل!

# مولانا مفتي محمد صاحبداد

حضرت محمد صاحبداد، شيخ الجامعه ”جامعه راشديه“، پير جو ڳوٺ، (ضلعو سکر، سنڌ) ۱۳۱۶ هجريءَ ۾ لوٽي ضلعي سبي بلوچستان ۾ تولد ٿيا. سندن والد بزرگوار جو نالو خميسو خان هو. پاڻ جمالي بلوچ آهن. سندن آبائي وطن جهوڪ سيد قاسم شاهه (تحصيل ڀاڳ، ڊويزن قلات) آهي، جتي سندن ڪافي باراني زمينون آهن.

ابتدا ۾، حضرت مولانا، قرآن پاڪ هڪ مشهور اهل الله سيد خواجه محمد شاهه عليه الرحمة وٽ مقام انجڻ شيڊ سبي ۾ پڙهيا. ۽ ٽي درجا اردو ۽ هڪ انگريزي ”برنس سڪول“ سبي بلوچستان ۾ پڙهيا، عربي ۽ فارسيءَ جي ابتدائي تعليم حضرت مولانا محمد يوسف صاحب عليه الرحمة (متوطن لانڍي فقير صاحبان، تحصيل ڀاڳ، رياست قلات بلوچستان) کان حاصل ڪيائون، ۽ ۱۳۲۶ کان ۱۳۳۰ هجريءَ تائين اتي ئي پڙهيا. ان کان پوءِ، سنڌ جي مختلف ديني عربي مدرسن ۾ مروجه درس نظامي جي تعليم حاصل ڪندي، ۱۳۳۴ھ کان ۱۱ ذيقعد ۱۳۳۶ھ تائين، ”مدرسه قاسميه“ ڳوٺ ياسين (ضلعو سکر) ۾ حضرت علامه مفتي محمد قاسم صاحب قدس سره کان سند فراغ حاصل ڪيائون. ان بعد، علامه صاحب کين علمي سند عطا فرمائي، ۽ تمام اصول و فروع ۽ معقول و منقول پڙهائڻ جي اجازت ڏني.

حضرت مولانا مختلف هنڌن تي تعليم ڏني آهي: چنانچه ڀريائين رائيپور رياست خيرپور ميرس ۾، حضرت پير سيد علي مدد شاهه صاحب جيلانيءَ جي طلب ۽ حضرت استاد صاحب جي ارشاد موجب، ڪجهه وقت حضرت پير سيد عبدالجبار شاهه صاحب رائيپوريءَ ۽ مولانا الحاج صاحبڏني صاحب قرايءَ کي تعليم ڏنائون؛ پوءِ حضرت مولانا محمد حسن (ڪنباري، بلوچستان) جي اصرار تي، سندن استاد صاحب کين بلوچستان موڪليو. موجوده سجاده نشين ڪنباري، حضرت مولانا تاج محمد صاحب، ۽ مولانا مياں عبدالحي صاحب ۽ مولانا ميان فخرالدين صاحب مرحوم وغيره، حضرت مولانا صاحب جا شاگرد آهن. ۱۳۴۰ھ ۾ مولانا صاحب سلطان ڪوٽ ۾ مستقل توطن اختيار ڪيو، ۽ حضرت مولانا عبدالباقي صاحب همايونيءَ جي صوابديد تي باقاعدي تدريس، تبليغ، تاليف ۽ افتاء علمي جي نشر و اشاعت جو سلسلو

شروع ڪيائين. راقم الحروف الاهي بخش، مولانا ولي محمد صاحب ڪناري، مولوي ميان دوست محمد صاحب، ۽ الحاج مولوي عبدالستارصاحب، درس نظامي جي تڪميل انهي حاصل ڪئي.

مولانا موصوف، ربيع الثاني ١٣٥٣ھ مطابق جولاءِ ١٩٣٤ع ۾، سنڌ ۽ بلوچستان جي مشهور بزرگ حضرت خواجه محمد حسن صاحب مجددي قدس سره جي انتخاب موجب، خان معظم قلات الحاج مير احمد يارخان صاحب جو استاد، ۽ قاضي القضاة رياست قلات جو مقرر ٿيو، مگر خان موصوف جي شاهانه تلون مزاجي ۽ عدم استقلال ان ۾ مانع ٿي. جلدئي ٣١ مي ١٩٣٥ع جو تباهه ڪن زلزلو آيو، جنهن ڪوئٽيا ۽ قلات کي سخت نقصان پهچايو، ۽ حضرت مولانا جو ڪوئٽيا وڃڻ مشڪل ٿي پيو. آخرڪار، سندن توجهه چڪائڻ تي، خان معظم، قلات ۽ ڪوئٽيا مان سندن اڪثر قيمتي ڪتاب ڪيرائي سلطان ڪوٽ ڏياري موڪليا. خان معظم جا مولانا موصوف سان تعلقات اڄ ڏينهن تائين نهايت خوشگوار آهن. خان معظم، حضرت مولانا جي قلات ۽ ڪوئٽيا جي دوران قيام ۾، سندن شادي هڪ ممتاز سردارخاندان مان ڪرائي، جنهن مان ڪين چار صاحبزادا آهن، جي هن وقت سنڌ مدرسة الاسلام ۽ سنڌ مسلم ڪامرس ڪاليج ڪراچي ۾ تعليم وٺي رهيا آهن.

سندن تصنيفات جو سلسلو قائم آهي. اهو سلسلو هڪ ماهوار رسالي "الهمايون"- حضرت "هماءِ" همايوني عليه الرحمة جي يادگار-۾، رجب ١٣٤٢ھ کان ١٣٤٥ھ تائين جاري رهيو. حضرات علماءِ ۽ مشائخ ڪرام جي اصرار تي، ماهنامه "الاسلام"، سلطان ڪوٽ مان، ١٩٣٥ کان ١٩٣٨ع تائين، چار سال جاري رهيو، ۽ انهيءَ عرصي ۾ پيون تصنيفون به شايع ٿينديون رهيون-جن مان قابل ذڪر هي آهن: (١) البلاغ المبين، (٢) الحق الصريح، (٣) سيف الرحمٰن علي اعداء القرآن، (٤) السيف المسلول علي اعداء آل الرسول، (٥) اقامة البرهان، (٦) الصارم الرباني علي ڪرشن القاديانی، (٧) فتاوي الهمايوني، (٨) عشره عامله، (٩) مدلل فتوي جواز عرس و ميلاد، (١٠) اخلاق النبي صلي الله عليه وسلم، (١١) سماع موتي جو مدلل بحث، (١٢) وهابي شفاعت جا منڪر آهن، (١٣) گستاخ وهابين جا جواب، (١٤) التوسل به سيدالرسل الي خالق الڪل-اردو ۾، (١٥) ست پرڪاش-آرين جي ترديد ۾، (١٦) مطالبه حق-آرين جي ترديد ۾، (١٧) اردو ۾ رسالو، اهم فتوي، بابت احڪام رويت هلال ۽ نماز ۾ لائوڊ اسپيڪر جو استعمال ڪيئن آهي، (١٨) تعمير مساجد ڪا اهم فتوي-اردو ۾، ۽ (١٩) رساله تعداد ازواج.

مولانا موصوف، ١٩٣٩ ۾، مذهبي نقطه نظر کان، مسلم ليگ ۾ شامل ٿي ڪري، ڪانگريس حڪومت جي خلاف مسجد منزل گاهه سکر جي آزاديءَ واري تحريڪ ۾ وڏو حصو ورتو، ۽ اتمام حجت لاءِ سنڌ جي ڪانگريسي وزير اعلي خان بهادر الهه بخش سومري کي ١٦ آگسٽ ١٩٣٩ تي مسجد جي واگذاريءَ، مسلمانن جي حقن جي احترام ۽ تحريڪ جي نتائج کان خط لکي آگاهه ڪيو؛ مگر افسوس جو موصوف ڪوبه توجهه نه ڏنو! ان کان ٿورو عرصو بعد ۾ سنڌ ۾ ڪانگريس وزارت جو خاتمو ٿيو، مگر ليگين جن مڪروهه شرطن سان

مهراڻ

وزارت قبول ڪئي، ان ڪان ب مولانا بيزاريءَ جو ڪلم ڪلام اظهار ڪيو- چاڪاڻ جو مولانا جو مقصود خدا تعاليٰ جي خوشنودي هئي، نہ سياسي يا دنياوي مفاد.

مولانا موصوف سنڌ مدرسي ڪراچيءَ ۾ ب ڪجهه وقت تائين دينيات جي تعليم ڏيندا رهيا آهن، ۽ ١٩٥٢ع ۾ انهيءَ خدمت کان سبڪدوش ٿيا.

پاڪستان قائم ٿيڻ کان پوءِ مولانا صاحب کي سنڌ ۽ ڪراچيءَ جي "جمعية اهل سنت" جو صدر مقرر ڪيو ويو.

موجوده حضرت پير صاحب پاڳاري مدظلہ، گادي نشينيءَ کان پوءِ، پنهنجي جماعت ۽ عام مسلمانن جي ديني سڌاري لاءِ، "جامعہ راشديہ" جي نالي سان هڪ عظيم الشان درسگاهہ قائم ڪيو، ۽ حضرت مفتي محمد صاحبداد صاحب کي 'جامعہ راشديہ' جو شيخ الجامعہ مقرر ڪيو. مدرسہ 'جامعہ راشديہ'، درگاهہ شريف پير جو ڳوٺ، ضلعو سکر سنڌ، حضرت پير سائين قبلہ جي سايي هيٺ، حضرت مفتي صاحب ۽ ٻين جي ڪوشش سان، ترقيءَ جون منزلون طي ڪري رهيو آهي.

---

# مولانا عبدالڪريم چشتي

شڪارپور جو مشهور قومي اڳواڻ مولانا محمد عبدالڪريم چشتي، سن ١٨٩٨ع ۾ شهر شڪارپور ۾ ڄائو. ڇهن ورهين جي ڄمار ۾ خليفي حاجي عبدالغفور وٽ قرآن شريف جي تعليم لاءِ ويٺو: ١٩٠٦ع ۾ قرآن شريف جي تعليم پوري ڪري، ١٩١٠ع تائين سنڌي ۽ اردو تعليم وٺندو رهيو، جنهن ڪان پوءِ عربي ۽ فارسيءَ ۾ مشغول ٿيو؛ ۽ سن ١٩١٨ع ۾ سيالڪوٽي نصاب ختم ڪيائين. مولانا مولوي غلام رسول صاحب چشتيءَ صرف نحو ۽ ابتدائي مرحلا ڪيس طي ڪرايا؛ وڌيڪ حضرت مولانا علامه عبدالرحمان صاحب ميمڻ، صدر معلم "وڪٽوريه عربي اسڪول"، وٽ فقه، اصول، حديث، تفسير، ادب ۽ منطق پڙهي ختم ڪيائين. ١٩١٧ع ۾، سندن والد صاحب هن جهان فاني مان دارالبقا ڏانهن راهي ٿي ويو، پر مولانا صاحب هي صدمو سهي به پنهنجي تعليم ڪي لڳو رهيو. ان تعليم سان گڏ، مولانا چشتي صاحب طب جو علم به حاصل ڪري ورتو.

ان بعد، مولانا پنهنجو طبابت جو دڪان کوليو. سن ١٩١٧ع ۾ ڊاڪٽر اينی بيسنٽ جي "انڊين هوم رول ليگ" ۾ شامل ٿيو، ۽ ملڪ جي آزاديءَ واري ميدان ۾ قدم وڌائين. جنهن ڪان پوءِ، ١٩١٨ع جي آخر ۾، ڪانگريس ۾ شريڪ ٿيو. ساڳئي وقت، پنهنجي استاد مولانا عبدالرحمان عليه رحمة سان مشوري ڪرڻ ڪان پوءِ، "انجمن مجاهدين اسلام" برپا ڪيائين، جنهن جو مقصد هو ته "اسلامي وڏن ڏينهن تي دين جي وڏن بزرگن جون حياتيون پڌايون وڃن". انهيءَ انجمن قريباً پنج ورهيه خوب خدمت ڪئي. ١٩١٩ع ۾ جڏهن خلافت ڪاميٽي قائم ٿي، ته مولانا صاحب ان جو ميمبر ٿيو، ۽ ١٩٢٠ع ۾ مسلم ليگ جو ميمبر ٿيو. "قطع تعلقات" جي هلچل ۾ ٽي ڀيرا جيل ويو- پهريون ڀيرو فوجداري ڏوهه (بنا اجازت جلوس ڪڍڻ) ۾ جيڪب آباد مان هڪ مهينو جيل؛ ٻيو ڀيرو ١٤٤ قلم جي نافرمانيءَ سبان ٣ مهينا سيھڙ مان جيل؛ ۽ ٽيون ڀيرو ١٠٨ قلم سان بغاوت جي ڏوهه هيٺ نصيرآباد مان ٻارهن مهينا جيل جي سزا ملائين.

مولانا صاحب ٽي ورهيه، بنا ڪنهن پڳهار جي، ڪانگريس ۽ خلافت جو سڄيءَ سنڌ ۾ ڪم ڪيو. ١٩٢١ع ۾ مولانا "مدرسه محموديه" جو بنياد وڌو، جنهن کي پورا چهه ورهيه مولانا قائم رکيو، ۽ جنهن جو ڪڏهن به ڪو عيوض نه ورتائين. ١٩٢٣ع جي پٺي پيري واري

جهل جي وقت ۾، مولانا جي ڀاڻين گهر واري ۽ سندس فرزند برڪات احمد رحلت ڪري ويا. مولانا صاحب وري ٻي شادي ۱۹۲۸ع ۾ ڪئي، ۽ وري ٽين شادي ۱۹۴۸ع ۾ ٻي گهر واريءَ جي رحلت ڪرڻ سبب ڪيائين. ان ٻوئين گهر مان ٻه ڌيئون ۽ هڪ پٽ ڄائس.

۱۹۲۴ع ۾ مولانا صاحب شڪارپور جي مشهور "انجمن اشاعت اسلام" جو بنياد وڌو، ۽ اڄ تائين خدا ڪارڻ پوري جوش سان انجمن جي خدمت ڪندو رهي ٿو. مولانا صاحب ڪيترو وقت سموريءَ سنڌ ۾ سوراج، سوديشي ۽ هندو-مسلم ايڪتا جو پرچار ڪندو رهيو. 'ڪامل آزادي' سندس مٿو رهيو آهي. وطن سان بيحد محبت اٿس. هڪ طرف ڪان مٿن جو ملڪي عشق عجيب آهي، ته ٻئي طرف ڪان هي ۱۹۲۱ع ڪان وٺي تبليغ، تجارت ۽ اصلاح رسوم تي وعظ پيو ڪندو اچي-خصوصاً ۱۹۲۴ع ڪان وٺي تبليغ ۽ تنظيم ۾ مولانا ڏاڍو گهڻو ڪم ڪيو آهي. ۱۹۲۷ع ۾ آرين جي مقابلي ۾ مولانا قلم ۽ زبان سان جيڪو عظيم جهاد ڪيو سو هميشه ياد رهندو.

آگسٽ ۱۹۲۷ع ۾، مولانا جيڪب آباد مان "صداقت" اخبار جاري ڪئي، جا پنجن مهينن ڪان پوءِ مسٽر ڏانوريءَ (ايڊيٽر "الحنيف") جي حوالي ڪيائين. "صداقت"، مولانا جي ايڊيٽريءَ وقت ڏاڍي مشهور ۽ مقبول عام هئي. ان بعد مولانا ۱۹۲۹ع ۾ شڪارپور مان "پيغام" اخبار جاري ڪئي، مگر ڪم فرصتيءَ ۽ کوٽ سببان ڇهن مهينن ڪان پوءِ "پيغام" جي اشاعت باقاعدي جاري نه رهي سگهي.

۱۹۲۶ع ۾ مولوي صاحب حج تي ويو. سنڌ-خلافت-ڪاميٽيءَ جي وفد اتي رهڻ واري وقت ۾، "خدام الحجاج" جو ڪيس پريزيڊنٽ مقرر ڪيو. هن وينڌي، اينڌي، ۽ حجاز ۾، ڪل ۳۹۶ بيمار ماڻهن جي مفت دوا ڪئي، ۽ مديني پاڪ ۾ 'خلافت' طرفان تقريباً ويهه هزار رپيا تقسيم ڪيا. مولانا جي عرب جي بادشاهه، گورنرن، ۽ اتان جي عالمن، پيرن ۽ معززن ڏاڍي سرحبا ڪئي ۽ دعوتون ڪيون. ان بعد ۱۹۳۲ع ۾ ٻيو حج ڪيائون، وري ۱۹۳۳ع ۾ ٽيون حج ڪيائون، ۽ چوٿون حج ۱۹۴۴ع ۾ ڪيائون.

مولانا عبدالڪريم صاحب پنجونجاهه ڪن عمدا عمدا ڪتاب پڻ تصنيف ڪيا آهن، جن مان ست فارسيءَ ۾ لکيل آهن ۽ باقي سنڌيءَ ۾ لکيل آهن. اهي سڀ ڪتاب ڇپجي مقبول عام ٿي چڪا آهن. ڪي ڪتاب ته ٻه ٻه ۽ چار چار ايڊيشنون ڇپجي چڪا آهن-جهڙيءَ طرح مولانا مضمون نگاريءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي، تهڙيءَ طرح وعظ توڙي تقريب ۾ به لاثاني آهي: اجمير، ملتان، خانپور، لاهور، دهلي، لکنو وغيره ۾ سندس تقريرون ڏاڍيون پسند پيون. مولانا سنڌ مسلم انسوسئيشن جو ميمبر به آهي. تنهن ڪان سواءِ ڪيترا سال "سنڌ خدمت ڪاميٽي" (ڪراچي) جو نائب صدر، ڪيترا سال "جميعته العلماء سنڌ" (ڪراچي) جو نائب ناظم، ۽ ڪيترا سال "آزاد قومي پارٽي" جو نائب ناظم پڻ ٿي رهيو آهي. ان ڪان سواءِ "پيغام" هفتيوار اخبار شڪارپور، "صداقت" هفتيوار اخبار جيڪب آباد، "جمهور"

هفتيوار اخبار شڪارپور، "الوحيد" روزانه اخبار ڪراچي، "آزاد" روزانه اخبار ڪراچي، "قرباني" روزانه اخبار ڪراچي، "مجاهد" روزانه اخبار ڪراچي، ۽ "پاڪستان" هفتيوار اخبار لاڙڪاڻي جا ايڊيٽر به رهي چڪا آهن.

سن ١٩٥٠ع ۾ جيڪا پارهين "سنڌ ادبي ڪانفرنس"، ٩ نومبر ١٩٥٠ع ۾ منعقد ٿي هئي، تنهن ۾ بالاتفاق "سحبان سنڌ" جو خطاب مولانا صاحب جن کي عطا ڪيو ويو هو. ٿي سال شڪارپور ميونسپل جو وائيس پريزيڊنٽ، ۽ چار مهينا پريزيڊنٽ ٿي رهيو آهي؛ پارهن ورهين کان 'جي. پي.' جو خطاب به اٿس.

گذريل سال ۾ سنڌ ۽ هندستان ۾ ڪابه اهڙي ملڪي ۽ اسلامي تحريڪ جاري نه ٿي آهي، جنهن ۾ مولانا حصو نه ورتو هجي. مولانا جي دوستن ۽ مخلصن جو شمار ته بيان کان مٿي آهي مثلاً: حضرت علامه مولانا الحاج محمد صادق صاحب، محلو کڏو ڪراچي؛ حضرت مولانا حڪيم فتح محمد صاحب سيوستاني ڪراچي؛ حضرت مولانا مولوي دين محمد صاحب "وفائي"؛ حضرت مولانا محمد سليمان 'واعظ الاسلام'، ٿرڙي محبت، ضلعو دادو؛ حضرت مولانا محمد هاشم 'واعظ الاسلام'، رڪ، ضلعو سکر؛ حضرت مولانا قمرالدين، ڳوٺ منگي، لڳ مدئجي، ضلعو سکر؛ محمد بخش صاحب "واصف" مرحوم، حيدرآباد؛ ۽ مرحوم محمد هاشم صاحب "مخلص"، ميرپور خاص؛ وغيره.

خلد آشيان مولانا حڪيم فتح محمد سيوستانيءَ جي عبدالڪريم چشتيءَ سان محبت هيٺ ڏنل پارسي خطن مان ملاحظه فرمايو. جي اصل خطن جو سچو نقل آهن. اهي خط ٢٤-٥-٤٢ع ۽ ٣٠-٥-٤٢ع تي مرحوم لکيا هئا.

"محبتي که بذات گراميءِ شما دارم، و مودتي که بجنابِ شما وظيفهٔ قلبِ من است،- "دلِ من داند و من دانم و داند دل من". مولانا المحترم، بنده را دلي است بدرد قحط الرجال آشنا، و قلبي است بقدر فضلاي وقت و اجلال علماي عصر مملو. بناءبر اين يقين دانيد که امثالِ شما، زينتِ محلِ وقوع قلبِ من است. شما محبوبِ منيد، و من محبِ شما: من مخلصِ شمايم، و شما مطمحِ نظرم. در اين دور پرجور و زمانهٔ پراگنده و پريشان بعض شخصيات مشخصه و اکابر مخصوصه، منجمله مغتنماتِ وقت اند و از زمرهٔ نعماتِ حق. گمانم ميرود بلکه يقينم ميشود که در قرب اوقات و اسرع ساعات وجود آنها عنقا خواهد شد، و چشمهاي جوينده از لقاي آنها محروم خواهند ماند!"

(٢)-"مولانا صاحب، لدانيد که آنچه در مکتوبِ سابق از جذباتِ صادقانهٔ خود نوشته ام، گونه نمائشي کرده ام، بلکه حقا که از صميم قلب است آنچه حواله قلم نموده ام. چونکه در تهيهٔ رختِ سفرِ آخرت مصروفم، و ميدانم که پيمانه حيات بي ثبات قريب بلبريزي است و عمرم نا تمام نزديک به تمام است، مناسب دانستم که جذباتِ مخلصانه که بجانبِ دوستانِ جان و احبابِ لاثان دارم، در اظهارِ آنها دريغ نکنم......"

اهڙ سنڌ ۾ مولانا صاحب جا سوين مريد پکڙيل آهن. سندن آبائي طريقو چشتي آهي، ۽ پاڻ بيعت پنهنجي ٻيءَ بزرگوار مرحوم آخوند ميان عبدالله جي هٿ تي ڪئي اٿس-سندن خاندان پشت بپشت پنهنجي والد بزرگوار جي هٿ تي بيعت ڪندا آيا.

مولانا صاحب پنهنجي عمر جي وقت ۾ سير و زيارت مقامات مقدس-عراق، نجف اشرف، بغداد، ڪربلا معليٰ، وغيره به ڪري آيا آهن.

هن وقت مولانا صاحب ميونسپل ميمبر، جي. ٻي. شهر شڪارپور، نيو ايرا هاءِ اسڪول جو چونڊيل پريزيڊنٽ، "مدرسه محموديه" عربيءَ جو صدر، "جمعيت علماي اسلام" شڪارپور جو صدر، "انجمن اهل سنت" شڪارپور جو صدر، "انجمن اطباء" شڪارپور جو نائب صدر، ۽ سنڌ جي مشهور جامع دينيه "دارالهديٰ" ٺيڙهي شريف جو نائب صدر آهي.

مولانا عبدالڪريم چشتي پنهنجي وقت جو هڪ مشهور اديب به آهي. هن صاحب اڄ تائين ڪل پنجونجاهه ڪتاب لکيا آهن، جن مان ۴۸ سنڌي آهن ۽ ۷ فارسي آهن. مولانا صاحب جي ڇپايل ڪتابن ايتري ته مقبوليت حاصل ڪئي، جو ڪي ته، چار چار ۽ پنج ڇهه دفعا ڪتاب ڇپيا رهيا! سڀني ڪتابن جي فهرست هيٺ ڏجي ٿي.

سنڌي: (۱) هدايات محمدي، (۲) انوار محمدي، (۳) حالات محمدي، (۴) ڪمالات محمدي، (۵) احسانات محمدي، (۶) وصال محمدي، (۷) حبيب خدا، (۸) آئينه حق، (۹) تلوار حق، (۱۰) آفتاب حق، (۱۱) صراط المستقيم (۱۲) برهان رباني، (۱۳) حجت حقاني، (۱۴) اعليت المومنين (۱۵) شهيد ڪربلا، (۱۶) قضيهء ڪربلا، (۱۷) امام اعظم، (۱۸) امام شافعي، (۱۹) محبوب سبحاني، (۲۰) امام رباني، (۲۱) سلطان الهند، (۲۲) بيان المعراج، (۲۳) نور خدا، (۲۴) جواهرات، (۲۵) تعليم الاسلام (۲۶) مجاهد اسلام، (۲۷) اولياء اسلام، (۲۸) رهبر حج، (۲۹) علامات قيامت، (۳۰) امير معاويه، (۳۱) تقديس الرسول، (۳۲) پيغام محبت، (۳۳) جواب لاجواب، (۳۴) عملن جو انجام، (۳۵) مجموعه وظائف، (۳۶) ڪتاب النڪاح، (۳۷) هدايت المسلمين، (۳۸) ميلاد نبي، (۳۹) باطل نبوت، (۴۰) طاهرات، (۴۱) قرآني دعائون، (۴۲) پيغمبري دعائون، (۴۳) مجربات چشتيه، (۴۴) پنج-سوره مترجم، (۴۵) شفاءُ الاسقام، (۴۶) عبدالڪريم، ۽ (۴۷) معجزات محمدي.

فارسي: (۱) قرب قيامت، (۲) معامله باغ فدڪ، (۳) القول المقبول، (۴) القول الاظهر، (۵) التلقين والهداية، (۶) ڪشف الغطاء، ۽ (۷) رافع الحجب.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# مخدوم امير احمد

مخدوم اميراحمد صاحب جو تعلق رياست خيرپور جي شهر ڪهڙن جي مشهور مخدوم خاندان سان آهي، جن سنڌ ۾ اسلامي شريعت کي رائج ڪرڻ ۾ جاني توڙي مالي قربانيون ڪيون، ۽ هن ملڪ ۾ علم جا درياهہ وهايا. سندن نسب هن ريت آهي: اميراحمد، بن مخدوم احمدي، بن مخدوم عصمت الله، بن مخدوم احمدي، بن مخدوم محمد عاقل، بن مخدوم احمدي، بن مخدوم عبدالرحمان شهيد؛ ان کان مٿي نسب جو سلسلو حبرالامة حضرت عبدالله بن حضرت عباس، رسول پاڪ جن جي سوٽ سان لڳي ٿو*.

مخدوم صاحب، سن ١٩٠١ع ۾ ڪهڙن جي شهر ۾ ڄائو؛ ١٩١٢ع ۾ سنڌي سڪول ۾ داخل ٿي، ١٩١٦ع ۾ درجو چوٿون پاس ڪيائين. انهن ڏينهن ۾ سردار محمد ابراهيم شيخ کي ناز هاءِ سڪول کي زور وٺائڻ جو خيال هو، تنهنڪري سندس حڪم هو تہ رياست جي حدن اندر جتي بہ هوشيار ڇوڪرو ڏسجي، انهيءَ کي زبردستيءَ ولي ناز هاءِ سڪول ۾ داخل ڪرائجي، ۽ سندس سمورو خرچ، ڪاڏي پيتي ۽ ڪتابن وغيره سميت، رياست طرفان ادا ڪيو وڃي. جيئن تہ مخدوم صاحب شاگرديءَ واري زماني ۾ هميشه پنهنجي ڪلاس ۾ پهريون نمبر هوندو هو، تنهنڪري کيس بہ رياست جي انهيءَ حڪم موجب ١٩١٦ع ۾ ناز هاءِ سڪول ۾ داخل ڪيو ويو. مخدوم صاحب هاءِ سڪول ۾ فقط هڪ هفتو رهيو، ڇو تہ ٻنهي والدين جي مرضي نہ هئڻ سبب سندس نالو اتان ڪڍايو ويو. ان بعد ڪهڙن ۾ حافظ محمد سليمان وٽ قرآن شريف ياد ڪرڻ لاءِ کيس ويهاريائون، جتي هُن ٻہ سيپارا ياد ڪيا. ٻوءِ اتان بہ ڇڏائي، کيس مولوي بخشعلي صاحب وٽ فارسي پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو. مولوي بخشعلي صاحب اصل ٽنڊي شهبازي (ضلعو دادو) جو ويٺل هو، مگر انهن ڏينهن ۾ ڪهڙن ۾ رهندو هو، ۽ مخدومن جي مسجد جي لڳ مخدومن جي قديمي مدرسي ۾ پڙهائيندو هو. اٺ ٽي مهينا مولوي صاحب وٽ پڙهيو، ۽ مولوي صاحب فوت ٿي ويو. ان بعد وري بہ حافظ سليمان وٽ ڪجهہ وقت ڪي فارسيءَ جا ڪتاب پڙهيائين. انهيءَ کان پوءِ، ساڳئي مدرسي ۾ مولانا محمد هاشم

---

* ڏسو سوانح "مخدوم عبدالرحمان شهيد".

صحب انصاري ڦلجيءَ واري کي آئي وهاريائون، تنهنکري مخدوم صاحب ۽ حافظ سليمان وڻان ڇڏي وڃي مولوي صاحب وٽ پڙهڻ شروع ڪيو. جتي پنهنجي اعليٰ ذهن ۽ ذڪاوت سان مخدوم صاحب فارسيءَ جو مروج نصاب انن مهينن ۾ پورو ڪيو، ۽ عربيءَ جو سمورو نصاب صرف ڇهن سالن ۾ پورو ڪيائين. مولانا محمد هاشم صاحب، مولانا محمد حسن جوڻيءَ واري جو شاگرد آهي؛ مولانا محمد حسن وري مولانا عبدالرحمان ڏامراهي جو شاگرد هو، ۽ اهو مولانا نظر محمد پڻنگ واري جو شاگرد هو.

فارغ التحصيل ٿيڻ کان پوءِ، مخدوم، تقريباً ٻه سال پنهنجي ڳوٺ رهي، ساڳئي مخدوم صاحب واري قديمي مدرسي ۾ درس و تدريس جو شغل جاري رکيو. ونس پري پري کان شاگرد اچي جمع ٿيا. شهر جا ماڻهو دل و جان سان مدرسي جي خدمت ڪرڻ لڳا، پر مائٽن جي ناسازيءَ سبب حالتون اهڙيون پيدا ٿيون، جو شهر کي خيرباد ڇڏي، سن ١٩٢٦ع ۾، نوشهري فيروز ۾ وڃي، اتي جي مشهور حڪيم قاضي ميان احمدي جي تعاون ۽ مدد سان، قاضين جي مسجد ۾ مدرسو کوليائين. مخدوم صاحب ڇهه سال نوشهري فيروز ۾ انهيءَ عربي مدرسي ۾ پاڙهيندو رهيو، جتان ڪافي طالب علمن فائدو ورتو. سندس انهيءَ وقت جي شاگردن مان مولوي عبدالحق شڪارپوري (هي ٻه کهڙن ۾ پڙهيو)، پيرفضل احمد صاحب سرهندي شڪارپوري، حڪيم قاضي عبدالهادي نوشهرائي، مولوي محمد صادق پرڙو ناروشاهي، ۽ مولوي دائود صاحب پاڻ پوٽو ٻگهيو (هيءَ ٻه کهڙن ۾ پڙهيو؛ ويٺل ڳوٺ "دودي ٻگهيءَ جا پاڻ"، تعلقو مورو) قابل ذڪر آهن.

مخدوم صاحب انهيءَ وقت ۾ پنهنجي شوق سان قرآن پاڪ ياد ڪيو، جنهن ۾ ڪيس جملي اٺ مهينا لڳا.

١٢ مئي سال ١٩٣٢ع ۾، انهيءَ وقت جي هيڊ ماستر مسٽر انصاريءَ جي ڪوشش ۽ شوق سان، مخدوم صاحب نوشهري فيروز جي گورنمينٽ مدرسي ۽ هاءِ سڪول ۾ پهريون عربڪ ٽيچر مقرر ٿيو. نوشهري مدرسي هاءِ سڪول ۾ اهو پهريون ئي سال هو، جو چوٿين درجي انگريزي کان عربي پڙهائڻ شروع ڪئي ويئي هئي. راقم ان وقت چوٿين درجي ۾ هو، ۽ اها اسان جي ڪلاس جي خوش قسمتي هئي جو مخدوم موصوف جهڙو لائق استاد اسان کي مليو، جنهن عربي ٻوليءَ لاءِ اسان ۾ هڪ خاص ذوق پيدا ڪيو. انهيءَ ابتدائي ذوق جي ئي برڪت هئي، جو ايم. اي. تائين راقم عربيءَ جي تعليم ورتي.

سال ١٩٣٨ ۾، نوابشاهه جي لوڪلبورڊ هاءِ اسڪول جي هيڊ ماستر حاجي مهرعلي خواجا جي ڪشش ۽ ڪوشش سببان، مخدوم صاحب نوشهري مدرسي کي الوداع چئي، نوابشاهه لوڪلبورڊ اي. وي. اسڪول ۾ عربڪ ٽيچر مقرر ٿيو. هتي به مخدوم صاحب پهريون ئي عربڪ ٽيچر هو. سڪول جي ترقيءَ لاءِ مخدوم صاحب، مسٽر خواجا جو ڄڻ ته ٻيو طرح بانهن - ٻيلي

ٿي ويو. بورڊنگ هائوس جي چارج سندس حوالي هئي. هاءِ سڪول ٺهڻ کان پوءِ، اسڪول جو پهريون باغ به سندس ئي ڪوشش سان رکايو ويو.

سال ۱۹۴۴ع ۾، حيدرآباد سنڌ ۾ "جامع عربيه" (عربي يونيورسٽي) قائم ٿيڻ لاءِ ڪانفرنس ٿي، جنهن ۾ مخدوم صاحب لواشاهه لوڪلبورڊ هاءِ سڪول پاران شرڪت ڪئي، ۽ عربيءَ جي مروج نصاب ۾ ترميم تبديل ڪرڻ تي تمام مؤثر ۽ مدلل تقرير ڪيائين، جا سڀني کي وڻي؛ جنهنڪري جلدئي سال ۱۹۴۵ع ۾ کيس "جامعه عربيه" جي عربي ڊپارٽمينٽ جو سربراهه ڪري مقرر ڪيو ويو. ۱۹۴۶ع ۾، "جامعه عربيه" جو پهريون پرنسپال مقرر ٿيو، ۽ انهيءَ ئي سال مخدوم صاحب کي سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينيٽ جو ميمبر پڻ نامزد ڪيو ويو.

مخدوم صاحب ۱۹۵۲ع ۾ حرمين شريفين جي زيارت جو شرف به حاصل ڪيو. ساڳئي سال "سنڌ اورنٽيل ڪاليج" جو پهريون پرنسپال مقرر ٿيو. انهيءَ عهدي تي صاحب موصوف اڃا تائين قائم آهي. سال ۱۹۵۱-۱۹۵۲ع ۽ ۱۹۵۲-۱۹۵۳ع ۾ کيس "مسلم گرلس ڪاليج" ۾ پارٽ ٽائيم-ٽيچر جي حيثيت سان بي. اي. آنرس جي ڪلاس کي عربي پاڙهڻ تي مقرر ڪيو ويو. سندس هڪ شاگرد ياٿي سڄي يونيورسٽيءَ ۾ پهريون نمبر آئي. سال ۱۹۵۵ع ۾ سندس ڪوشش سان "اسلاميه ماڊرن هاءِ سڪول" قائم ٿيو، جنهن جو پاڻ جنرل سيڪريٽري آهي. انهيءَ کان سواءِ، حمايت الاسلام هاءِ سڪول ۽ ڪاليج، حيدرآباد، جي قيام ۾ به سندس مشورن کي ڪافي دخل آهي؛ پڻ "حمايت الاسلام" ايسوسيئيشن جو هڪ سرگرم رڪن آهي. ساڳئي وقت، "سنڌ طبيه ڪاليج" جي مجلس عامله ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي سينيٽ توڙي سنڊيڪيٽ جو به ميمبر آهي.

مخدوم صاحب سنڌ جي چوٽيءَ جي عالمن ۽ اديبن مان آهي. عربي لغت توڙي ادب ۾ ڪافي دسترس اٿس، ۽ شايدئي ڪو ٻيو سنڌي عالم اهڙيءَ اهليت جو مالڪ هجي. بنده راقم جهونا ڳڙهه ۾ پڙهندو هوس، ۽ ان وقت انٽر آرٽس جي عربي ڪورس لاءِ "اِبن دُرَيد" جو مشهور قصيدو-جو "مقصوره ابن دريد" جي نالي سان مشهور آهي-رکيل هو. هي قصيدو نه صرف ڪلاسيڪل رنگ ۾ لکيل، پر نهايت مشڪل عربي لفظن، محاورن ۽ استعارن سان پربل آهي-ڇاڪاڻ ته ابن دريد عربي لغت جو چڱو امام هو، ۽ انهيءَ ڪري گهڻا ڏکيا الفاظ ڪم آندا اٿس. مون ڪاليج جي ڪلاسن کان سواءِ پنهنجي روءِ به هن قصيدي کي سمجهڻ ٿي چاهيو؛ انهيءَ ڪري ولڪيشن ۾ لواشاهه وڃي مخدوم صاحب جن کان هن 'مقصوره' پڙهڻ جو ارادو ڪيم. البت دل ۾ اهو شڪ هو ته ميءَ ڪاليج جو ڪتاب شايد مخدوم صاحب پڙهائي نه سگهي: منهنجي حيرت جي حد ئي نه رهي، جڏهن مخدوم صاحب بنا تڪليف جي هي سڄو مقصوره مون کي لفظ بلفظ ڪري سمجهايو! مون وٽ فقط هڪ ڪتاب هو، جو آءٌ پنهنجي آڏو کولي ويهندو هوس: مخدوم صاحب سامهون ويٺو هوندو هو، ۽ انهيءَ آيتي رکيل ڪتاب کي ڏسندو ۽ پڙهائيندو ويندو هو: فقط ڪي جزوي لفظ هئا، جن لاءِ عربي لغت جو ڪتاب ڏسندو هو. سندس عربي ادب جي لياقت سببان، کين گذريل سال

سنڌ يونيورسٽيءَ طرفان، عارضي طور، يونيورسٽي جي شاگردن کي عربيءَ جي ڪن ’پيپرن‘ پڙهائڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو آهي، ۽ هو صاحب بي. اي. آنرز توڙي ايم. اي. جا ڪي ڪتاب پڙهائي ٿو.

مخدوم صاحب جن نوشهري واري زماني کان انگريزي زبان کي به سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي، ۽ آهستي آهستي پاڻ ۾ هڪ مئٽريڪيوليٽ جيتري لياقت پيدا ڪيائون. هن وقت سندن انگريزي لياقت رواجي گريجوئيٽ کان ڪنهن به حالت ۾ گهٽ نه آهي.

مخدوم صاحب جن جو سنڌي ادب ڏانهن به شروع کان ئي لاڙو هو. نوشهري مدرسي خواهه نوابشاهه هاءِ اسڪول ۾ ”بزم مشاعره“ قائم ڪيائون، جنهن جا پاڻ صدر هئا. نوشهري مدرسي ۾ آءٌ اتي جي بزم جو سيڪريٽري هوس. مخدوم صاحب جن اسان جي نظمن جي نهايت سهڻي اصلاح ڪندا هئا، ۽ پاڻ به اعليٰ نظم پڙهندا هئا. هينئر ڪانئن معلوم ٿيو ته نظم نويسيءَ جو ذوق ڪين باقي نه رهيو آهي - ايتريقدر جو پنهنجي نظمن جي ڪتاب کي محفوظ رکڻ جي به ضرورت محسوس نه ڪيائون. حيدرآباد ۾ اچڻ بعد، مخدوم صاحب جن سنڌي ادب جي اڪثر حلقن ۾ حصو ورتو آهي. سندن مضمون ’شاهه عبداللطيف يادگار مخزن‘ توڙي ٻين رسالن ۾ شايع ٿيا آهن. ’اورينٽيل ڪاليج‘ مخزن سندن رهنمائيءَ هيٺ شايع ٿئي ٿي. مخدوم صاحب جن گذريل چئن سالن ۾ ”سنڌي ادبي بورڊ“ طرفان فارسيءَ ۾ لکيل سنڌ جي ٽن مشهور تاريخي ڪتابن - ”فتحنامه“، ”تاريخ معصومي“ ۽ ”تحفة الڪرام“ جو سليس زبان ۾ ترجمو ڪيو آهي. اهو ادبي ۽ تحقيقي ڪم مخدوم صاحب جن جي علمي لياقت جي ساک ڀري ٿو. هن وقت مخدوم صاحب، سنڌي ادبي بورڊ طرفان، مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي عربيءَ ۾ لکيل مشهور ڪتاب ”حيات القاري في اطراف صحيح بخاري“ کي ايڊٽ ڪري رهيو آهي. حديث جي سلسلي ۾ هيءُ هڪ مشڪل فني ڪتاب آهي، مگر مخدوم صاحب جن حديث جي علم تي هڪ جامع نظر رکن ٿا، ۽ اميد آهي ته هن ڪتاب جي تصحيح ڪري، ان کي ڪاميابيءَ سان ايڊٽ ڪندا.

---





# سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورھ· ميرائي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488

سنڌ سوين سورهيہ ۽ سرويچ سردار پيدا ڪيا، جن ڌارين جي غلامي قبول نہ ڪئي: جيترا هٿا تہ مقابلا ڪيائون، ۽ جي سر تي آئي تہ سر ڏيئي سرها ٿيا: دودي سومري، علاؤالدين طرفان آيل فوجن جو مقابلو ڪيو؛ جام اُنڙ ۽ جام تماچيءَ، سلطان فيروزشاه جي فوجن کي شهہ ڏني؛ دريا خان، ارغونن سان جنگ جوٽي- هڪ دفعي کين شڪست ڏنائين، ۽ ٻئي دفعي شهيد ٿيو؛ ١٨٤٣ع ۾ مير شير محمد خان، نيپئر جيءَ فوجن سان مقابلو ڪيو. ان بعد، انگريزن جي حڪومت ۽ طاقت، غلاميءَ جا زنجير ايترقدر تہ مضبوط ڪري ڇڏيا جو ڪنهن کي ڇڙڻ جي بہ طاقت نہ رهي: دلاور دهاڄي ويا، ۽ سردار سهمجي ويا!

انهيءَ غلاميءَ جي هيبتناڪ ماحول ۾، پير پاڳاري سيد صبغت الله شاه ثانيءَ (جنهن کي جماعت طرفان عام طرح "پڳ-ڌڻي" جي لقب سان ياد ڪيو وڃي ٿو) انگريزن جي جابرانہ حڪومت سان سينو ساهي ٽڪر ڪاڙي، ۽ جارح ڌڻين خلاف بغاوت جو جهنڊو بلند ڪيائين: انهيءَ آڻ ۾ پاڻ سر ڏيئي سرهو ٿيو، ۽ سنڌ جي سورهيہ سردارن واريءَ سُنت کي نئين سر جياري ڇڏيائين.

ٻئي طرف، سنڌ جي سرزمين جي تعليم ۽ تربيت عبيد الله سنڌيءَ کي اُڀاريو، ۽ کيس سنڌ جي ٻئي صالح سپوٽ عبدالله لغاريءَ جهڙو رفيق ڏنو، جن ٻنهين دور ۾ انگريزي حڪومت جي خلاف بغاوت ڪرڻ ۽ هن برصغير کي آزاد ڪرائڻ واري ڀرپور منصوبي کي عملي جامي پهرائڻ لاءِ پيشقدمي ڪئي. 'رولٽ ائڪٽ رپورٽ' ۾، انگريزن طرفان، هنن باغين جا نالا نمايان طور پڌرا ڪيا ويا. خلافت تحريڪ توڙي ڪانگريس جو زور پوءِ ٿيو؛ عبيد الله سنڌيءَ ۽ عبدالله لغاريءَ بغاوت جو ٻج اڳ پوکيو، ۽ آزاديءَ لاءِ جدوجهد اڳ شروع ڪئي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# پير پاڳارو سيد صبغت الله شاهه ثاني رحه

سنڌ جي هن سورهيه سردار جي شخصيت ۽ بلند ڪردار تي انگريزي حڪومت جي هڪ-طرفي ۽ زوردار منظم پروپيگنڊا جيڪي پردا چاڙهيا، تن کي فقط وطن سان محبت رکندڙ نگاهون، چيري، حقيقت جو مشاهدو ڪري سگهن ٿيون. ان وقت انگريزي حڪومت جي اشاري تي هلندڙ ۽ سندن سرپرستيءَ ۽ سايي هيٺ نڪرندڙ اخبارن ڪي انگريز سرڪار جي هن مخالف مرد خلاف جيڪي ڪجهه لکئو هو سو لکيائون، جيڪي ڪجهه چوڻو هو سو چئي ڇڏيائون-ايتريقدر جو پوين لاءِ ان تي اضافي ڪرڻ جي گنجايش به خير ڪا ڇڏيائون. ٻئي طرف، سنڌ جي هن منير مرد جي سوانح بابت صحيح حالات ايترو روشن نہ ٿيا آهن، جو سندس بلند ارادن، ڪوشش ۽ حڪمت عمليءَ جي پس منظر توڙي سندس همت، جرات ۽ مردانگيءَ جو ڪماحقه قدر ڪري سگهجي: البته خانداني پس منظر ۽ ماحول، ۽ بعد جي خارجي حالات جي مطالعي جي بناء تي، سندن شخصيت ۽ ڪردار توڙي رٿيل پروگرام جو قدري اندازو لڳائي سگهجي ٿو.

اول تہ سيد صبغت الله شاهه جڏهن 'پير پاڳاري' جي حيثيت ۾ دستاربندي ڪئي، تڏهن شاهي تجمل ۽ طاقت، آزاديءَ لاءِ جدوجهد جو جذبو، ۽ انگريزن خلاف نفرت ڪيس ورثي ۾ مليا. پير پاڳاري، جي خاندان ۾ آزاديءَ لاءِ جدوجهد جو بنياد حضرت صبغت الله اول (وفات ١٢٤٦هه) وڌو، جڏهين سنڌ مان هو صاحب سيد احمد شهيد جو ٻانهن-ٻيلي ٿي بيٺو، ۽ ڪيس رسد جو سامان توڙي مجاهدن جا دستا مدد طور ڏنائين. انهن مجاهدن کي ٿي پوريائين "حُرُ" يعني 'آزاد' سڏيو ويو. هن خاندان ۾ اهو آزاديءَ جو جذبو موروثي طور هلندو پئي آيو، ۽ صبغت الله شاهه اول جي اولاد مان سندس تالي پوپان سڏيل سيد صبغت الله شاهه ثانيءَ ۾ انهيءَ جذبي جو هئڻ بلڪل ممڪن هو. سنڌ مان، پير پاڳاري جي خاندان طرفان، سيد احمد شهيد جي حمايت ۽ سنڌ مان حرن مجاهدن جي دستن جو جهاد لاءِ وڃڻ وارو واقعو (١٨٣٠-٢٩ع)، ان وقت هندستان ۾ انگريزن جي اسرلدڙ حڪومت کان ڳجهو ڪونہ هو. انهيءَ ڪري، جڏهين ٽيرهن ورهيه ڪن پوءِ انگريزن سنڌ تي غاصبانہ قبضو ڪيو، تڏهين پير پاڳاري جي خاندان کي خاص طور اک ۾ رکيائون: انهيءَ ڪري ئي پير پاڳاري جناب

حزب الله شاهه صاحب (١٨٤٧-١٨٩٠ع) جي وقت ۾ حرن توڙي عام جماعت جو رخ ڦري انگريزن جي خلاف ٿيو، ۽ انگريزن اهو نفرت جو جذبو آخرڪار ۾ حُر تحريڪ (١٨٩٦ع) ۾ نمايان ٿيو. انهيءَ واقعي بعد، پير پاڳاري ۽ جماعت جي خلاف انگريزي حڪومت منظم طور تي ڪارروايون شروع ڪيون: جماعت مان هر سگهي ۽ صحتي لوجوان ڪي لوڙهن اندر بند ڪيو ويو، ۽ هر چرندڙ ۽ طاقتور فرد ڪي ويساپور ضلعي احمد نگر ڏانهن جلاوطن ڪيو ويو. اهو لوڙهن (Concentration camps) جو سلسلو هلندو پئي آيو، تان جو شمس العلماء شاهه مردان (عرف ڪوٽ ڌڻي) انگريزن کي مطمئن ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ١٩١٤ع واري لڙائيءَ ۾ حڪومت آزمائش طور ڪالئن ماڻهو گهريا. پير صاحب جن پنج سؤ ماڻهو ڏنا ڪيا ۽ ٻي مالي مدد ڪئي، تڏهين وڃي لوڙهن جو خاتمو ٿيو. انهيءَ هوندي به، انگريزن هن گاديءَ کي اک ۾ رکيو. ٻئي طرف، پير صاحب پاڳاري توڙي سندن جماعت به انگريزن جي غيرمسلم ۽ ڏاريءَ حڪومت، جنهن مٿن ايتريون سختيون ڪيون هيون، تنهن کي نفرت جي نظر سان ٿي ڏٺو.

پيو ته سيد صبغت الله شاهه پارهن ورهين جي ننڍيءَ وهيءَ ۾ تخت ۽ طاقت جو صاحب ٿيو. سندن ولادت ١٣ صفر سن ١٣٢٧ھ ۾ ٿي، ۽ پنهنجي والد شمس العلماء جناب شاهه مردان شاهه جي وفات (٧ ربيع الاول ١٣٣٩ھ) بعد ”پير پاڳاري“ جي حيثيت ۾ دستاربندي ڪيائون. سندن ننڍي عمر هئڻ ڪري، هڪ طرف سندس ويجهن ۽ وڏن عزيزن کي اميد ٿي ته هيءَ ننڍڙو پير پاڳارو سندن صلاح سان اٿندو ويهندو، ۽ انهيءَ ڪري سندن ذاتي اثر رسوخ ۾ به واڌارو ٿيندو، ٻئي طرف انگريزي حڪومت جي هوشيار ڪارپردازن سوچيو ته هن ننڍي پير تي اثر وجهي سندس نشو و نما اهڙي نموني سان ڪجي، جئن هو خانداني روايات کان منهن موڙي انگريزن جو دوست ۽ وفادار ٿي رهي، ٽئين طرف دربار جي جهونن خدمتگارن ۽ جماعت جي ڪن وڏن خليفن کي آسرو ٿيو ته هو پير صاحب کي پنهنجي مرضيءَ موجب هلائيندا. مگر، ننڍي هوندي کان ئي سيد صبغت الله شاهه جي شخصيت ۾ هڪ خاص انفراديت هئي: هو هڪ آزاد طبع جو مالڪ هو، جنهن کي خارجي ضابطن خلاف نفرت هئي: هو پنهنجو پاڻ سوچيندڙ هو، انهيءَ ڪري مشورن کي محض مشورا ڪري ٿي ڄاتائين، ۽ ٻين جي صلاحن کي جئن جو تئن مڃڻ لاءِ تيار نه هو. ذاتي طور هو هڪ جرائتمند، جفاڪش ۽ محڪم ارادي جو مالڪ هو، ۽ سندس شخصيت ۽ ڪردار جو روح خوداعتمادي ۽ ارادي جي مضبوطيءَ ۾ سمايل هو.

ٻئي ڪنهن شخص جي حالت ۾ ننڍي وهيءَ ۾ اهن وصفن جو هجڻ باعث غنيمت پنجي ها، پر پير پاڳاري سيد صبغت الله شاهه لاءِ اهي خوبيون آزمايش جو سامان ڪئي آيون. خدمتگار ۽ خليفا ڪئي خاموش رهيا، پر ويجهن عزيزن توڙي انگريزي حڪومت جي ڪارپردازن جون اميدون پوريون نه ٿيون. پير صاحب پنهنجن عزيزن توڙي انگريزي حڪومت جي آفيسرن

جي اشارن موجب هاڻ کان صاف انڪار ڪيو، ۽ انهيءَ ڪري اهي ٻنهي طرف هن نئين پير پاڳاري جا مخالف ۽ هڪ ٻئي جا دوست بڻجي پيا.

پير پاڳاري ٿيڻ بعد سيد صبغت الله شاهه هڪ پيري سندن چاچي مرحوم پير پاڳاري جناب علي گوهر شاهه ثاني جي ٽالي انگريزن طرفان مليل ڪو آفرين ناموں فريم ۾ بنگلي جي ڇت تي ٽنگيل ڏٺو. چيائون ته 'اسان جا وڏا ڪهڙا نه سادا هئا: خدا تعاليٰ سندن ذاتي عزت ايترو بلند ڪئي، پر تنهن هوندي به هي رکي ڇڏيا اٿن!' ائين چئي، اهو آفرين نامون ۽ فريم لهرائي ڀڃائي ڇڏيائون. انگريزي حڪومت کي هن نئين پير پاڳاري جي لاغرض طبيعت خدشي ۾ وجهي ڇڏيو، ۽ هنن ڪيس نئيءَ وهيءَ ۾ انگريزي حڪومت جي طاقت جو چنڪو چکائي آڻ مڃائڻ جا سامان پيدا ڪيا. خوش قسمتيءَ سان حڪومت کي پير صاحب جن جي پنهنجن عزيزن مان فريادي ۽ شاهد ملي ويا، ۽ نئين ڳالهين کي وڏو ڪري، تيليءَ مان ٿنڀ بنائي، پير صاحب جن تي سکر ۾ ڪيس هلايو ويو. پير صاحب جن جي طرفان 'جناح' صاحب وڪالت ڪئي. چون ٿا ته جناح صاحب کي راز طور ٻڌايو ويو ته حڪومت هر حالت ۾ پير صاحب کي نه ڇڏيندي، انهيءَ ڪري هو سندس وڪالت نه ڪري؛ پر جناح صاحب نه مڃيو: ڪورٽ ۾ آيو، مگر جج طرفان ٿيندڙ زيادتين تي احتجاج ڪري هليو ويو. حڪومت پير صاحب کي ڏهن سالن جي سزا ڏيئي سنڌ کان ٻاهر آماڻيو.

وطن کان دور انهيءَ وڏي عرصي ۾، پير صاحب جن پنهنجن وڏن جي تعليمات کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪئي. رتناگري جيل ۾، سندن جد امجد عالي جناب محمد راشد روضي ڌڻي رحه جي ملفوظات جو خاص طرح گهرو مطالعو ڪيائون؛ ازانسواءِ پيا فارسي، اردو ۽ سنڌي ڪتاب ڪافي پڙهيائون، ۽ انهن ڪتابن مان پنهنجا انتخابات تاليف ڪيائون (ڏسو ضميمو). جڏهن رتناگري جيل مان کين مدناپور مرڪزي جيل، ڏانهن منتقل ڪيو ويو، تڏهن اتي به پنهنجو مطالعو جاري رکيائون. انهيءَ عرصي ۾ هندوستان جي سياست کي به پوريءَ طرح سمجهڻ جي ڪوشش ڪيائون، ۽ غالباً انگريزن کي ملڪ مان تڙي ڪڍڻ واري حڪمت عمليءَ تي به انهيءَ عرصي ۾ غور ڪيائون. اتي مختلف جماعتن جي سياسي ورڪرن سان به سندن تبادلهءِ خيالات ٿيندا رهيا.

پير صاحب جن جي آزاد ٿيڻ ۾ اڃا سال ڏيڍ کن هو ته ٻيهر حڪومت طرفان جماعت جي خيالات ۽ رجحانات معلوم ڪرڻ جي مهم شروع ڪئي ويئي. هرهڪ ٿاڻي جي حد اندر رهندڙ مريدن کي گهرايو ويو، ۽ بالغن جوانن کان وٺي پير مردن تائين سڀني جا نالا لکيا ويا. ان بعد، سڀني کي ضلعي جي ايس. پي. ۽ ڪليڪٽر جي آڏو پيش ڪيو ويو. غالباً حڪومت طرفان اها هڪ قسم جي پيش قدمي هئي؛ جاڪاڻ ته پير صاحب جن جي انقلابي رجحانات جو حڪومت کي پتو پئجي ويو هو، ۽ کين خدشو هو ته پير صاحب جن واپس پهچي نه معلوم

ڪوڙو رويو اختيار ڪري: انهيءَ ڪري پير صاحب سان جماعت جي عقيدتمنديءَ کي پرکڻ ۽ پير صاحب جي طاقت کي ڪٿڻ خاص اهي قدم کنيا ويا.

سنڌ ۾ واپس اچڻ بعد، پير صاحب پهريائين پنهنجي مريدن جي اصلاح ۽ تربيت طرف توجهه ڪيو. پهريائين حڪم ڪيائون ته "اسان جا مريد هرقسم جي نشي کان پرهيز ڪن". انهيءَ تي ٻيڙين ۽ چلمن جي موالين تماڪ پڻ ڇڏي ڏنو، ۽ ٻنجاهه سٺ ورهين جي ڪن موالين ڪوندا ٻيجي ڇڏيا ۽ ڏلڊا ساڙي ڇڏيا. نفساتي طور جماعت تي هن حڪم جو وڏو اثر پيو. ان بعد حڪم آيو ته "عورتون عاج جا چوڙا نه پائين"- جماعت جي سڀني عورتن چوڙا ڀڃي ڇڏيا. پيرصاحبن جن صرف اهي حڪم ڪين ڏنا، پر پاڻ پنهنجي سر جانچ ڪيائون ته ڪيتري قدر انهن جي پوئواري ڪئي وڃي ٿي. سانگهڙ جي ڀرسان گڙنگ لڳ سندن واسطي جماعت هڪ بنگلو ٺهرايو هو، جتي پاڻ مريدن جون دعوتون وٺندا هئا. هن گڙنگ واري بنگلي کي پير صاحب جن پنهنجي نئينءَ تحريڪ کي عملي جامي پهرائڻ لاءِ چڻ مرڪز مقرر ڪيو. بنگلي جي چوڌاري مريدن جا ميڙا لڳا پيا هوندا هئا. رات جو پير صاحب جن پوشاڪ بدلائي، ڪڏا اوڍي، جماعت جي ويس ۾ فقير بنجي وڃي جماعت ۾ گهمندا هئا. جيڪي ماڻهو لڪچوريءَ ٻيڙي پيا پيئندا هئا، انهن جون جايون ۽ پٿاريون جانچي صبح جو گهرائي، انهن کي پوري تنبيهه ڪندا هئا. انهيءَ پڪڙ پڇاڙ جو وڏو اثر پيو، ۽ سڄيءَ جماعت ۾ غائبانه طور حڪم مڃڻ جو مادو پيدا ٿيو. ان بعد حڪم ڏنائون ته "جماعت جو ڪوبه ماڻهو ولائتي ڪپڙو نه پائي ۽ پنهنجي ملڪ جو اڻيل ڪپڙو پائي"؛ ۽ پيو ته "ڳوٺن ۾ مسلمان توڙي هندو پاڻ ۾ متفق ٿي رهن ۽ ڪوبه فساد ٿيڻ نه ڏنو وڃي". انهن حڪمن مان ظاهر آهي ته پير صاحب جن جي ذهن ۾ پبلڪ طرفان هن ڌاري حڪومت خلاف هڪ متحده محاذ قائم ڪرڻ جا خيال هئا.

انگريزن جي بيدار مغز حڪومت کي اهي لڪيل اون هئي، مگر ولائتي ڪپڙي پائڻ خلاف لڪيل حڪمن بعد حڪومت جي سڄي مشنري تحرڪ ۾ اچي ويئي، ۽ پير صاحب جي جماعت تي چوڪسيءَ جا حڪم لڳي ويا. انهيءَ دور ۾ پير صاحب جن طرفان حڪم پهتو ته 'جماعت جا اهي ماڻهو، جي غازين جي صف ۾ شامل ٿيڻ چاهين، سي پنهنجا نالا لکائين'. جماعت جي اڳواڻ فقيرن کي حڪم مليو، جن پنهنجي حدن اندر ڳوٺ ڳوٺ ۾ وڃي غازين جا نالا لکيا، ۽ اهڙيون لسٽون تيار ڪري پيش ڪيائون. پير صاحب جن کي فقط نالن جي ضرورت ڪانه هئي، پر ڪين هرهڪ ماڻهوءَ کي نظر مان ڪڍڻو هو ته ڪيتري پاڻيءَ ۾ آهي. گڙنگ واري بنگلي تي پير صاحب جن جدا جدا وقتن ۽ موقعن تي انهن غازين جو معائنو ڪيو: پاڻ ڪرسي وجهي ويهندا هئا؛ پوءِ مختلف طرفن جا غازي، انڪل پندرهن ڪان ولي ٽيهن تائين ٽولا ٽولا ڪري، اندر گهرائيندا هئا. حڪم هوندو هو ته اندر اچڻ ته قطار ڪري ويهن پوءِ جڏهن قطار ڪري ويهندا هئا ته پير صاحب جن ڪائڻ پڇندا هئا ته "اوهان سڀ غازي

ٿيا آهيو؟“ فقير چوندا هئا ته ”هائو قبلا“. جواب ۾ پاڻ چوندا هئا ته ”فقيرو! اوهان کي مبارڪ هجي جو اوهين غازي ٿيا آهيو؛ اوهان تي صد رحمت هجي؛ انشاءالله پاڻ پار آهيون، اسان مان جيڪي هوندا سي رنگ ڏسندا!“ البت جيڪڏهن ڪنهن به شخص کي ذرا سست ۽ لڏبڏ ڏسندا هئا ته ان کي همتائيندا هئا. ڪي ٽولا اندر وچڙ وقت ٽي نعرا هڻندا جماعتي راڳ ڪندا ويندا هئا. انهن موقعن لاءِ جماعت طرفان هڪ ڪافي رائج ٿي ته:

”سورهيه سر جو سانگو لاهي،
آيا مرد ميدان تي ڪاهي؛
سر ڏنوسون مرشد ڪسي،
سوءِ عيد اسان لءِ آهي.“

اڪثر ٽولا اها ڪافي چوندا پير صاحب جن جي آڏو وچي پهچندا هئا. پير صاحب جن جي طرفان، ظاهري طرح ’غازي‘ بنجڻ ۽ سِر ڏيڻ جو مقصد بيان ٿيل ڪونه هو، پر ’غازي‘ جي لقب خود بخود فقيرن ۾ اهو خيال پيدا ڪيو ته ’غازي‘ بنجي سِر قربان ڪرڻو آهي.

پير صاحب جن انگريزن جي تسلط کان پوريءَ طرح آگاهه هئا. پاڻ اندروني طور جماعت جي اصلاح ڪندا رهيا، ۽ کين قرباني ڏيڻ لاءِ تيار ڪندا رهيا. ان وقت مسجد منزل گاهه وارو معاملو شروع ٿي چڪو هو ۽ هندن ۽ مسلمانن جي ڇڪتاڻ وڌي ويئي هئي. پير صاحب جن ان وقت غازين کي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ امن امان قائم ڪرڻ لاءِ حڪم ڏنا، ۽ انهيءَ طرح حڪومت طرفان غازين جي پرتيءَ جي آڙ ۾ جيڪي الزام گهڙجي رهيا هئا، تن کي رد ڪيو ويو. انهيءَ عرصي ۾ خود پير صاحب جن جي ڳوٺ جي هندن تي حملي لاءِ تياريون ڪرايون ويون: پس پرده مقصد اهو هو ته جيڪڏهين خود پير صاحب جن جي ڳوٺ جي هندن کي ماريو ويو، ته امن رکڻ خاطر غازين جي پرتيءَ وارو بهانو ٺهي پوندو. جنهن رات اها سازش عمل ۾ اچڻي هئي، انهيءَ کان ڏينهن اڳ پير صاحب جن کي سانگهڙ ۾ ٽنگلي تي اطلاع پهتو ۽ اتان فوري حڪم نڪتا، جنهن تي پير صاحب جن جي ڳوٺ ۾ غازين پنهنجي طاقت جو اهڙو ته مظاهرو ڪيو، جو حملي آور حملي جي همت ئي نه ڪري سگهيا. ٻئي ڏينهن، شهر جا هندو وفد ڪري سکر جي ڪليڪٽر وٽ پهتا ته پير صاحب جن جي غازين رات اسان جي جان بچائي آهي؛ اهڙيون تارون مٿي حڪومت کي به پهتيون. انهيءَ ڪري ”غازين“ جي وجود کي حڪومت طرفان ’خطرناڪ‘ ثابت ڪرڻ جي جيڪا اسڪيم هئي، سا في الحال ناڪامياب ٿي.

حڪومت طرفان هاڻي هڪ ٻي حڪمت عملي سوچي ويئي. هن واقعي کان ٿورو پوءِ، سکر جي ڪليڪٽر طرفان پير صاحب جن کي ملاقات لاءِ پيغام پهتو. پير صاحب جن خليفي احمد کي موڪليو ته وڃي ڪليڪٽر سان ملي. سکر جو ڪليڪٽر ڪوٺاوالا هو، جنهن سان خليفو احمد وڃي مليو ۽ گجراتيءَ ۾ ساڻس ڳالهايائين. ڪليڪٽر پارسي هو ۽ گجراتي سندس مادري زبان هئي. هو خليفي احمد سان نهايت سهڻو پيش آيو، ۽ کيس چيائين ته ”پير صاحب جن کي هڪ

خاص پيغام ڏيئو آهي ته ”امن قائم ڪرڻ ۾ پاڻ جيڪو ڪم ڪيو اٿن، ان ڪان خوش ٿي سرڪار سندن لاءِ هڪ تلوار ۽ هڪ بندوق انعام طور مقرر ڪئي آهي، ۽ پڻ سندن واسطي خطاب جي سفارش منظور ڪئي آهي“: اميد ته پير صاحب جن هي انعام قبول ڪندا“. خليفي احمد سچو احوال اچي پيش ڪيو. پير صاحب جن چيو ته ”ڪليڪٽر جو اسان جي طرفان شڪريو وڃي ادا ڪر ۽ کيس چؤ ته هٿيار اسان وٽ موجود آهن، ۽ ’پير پاڳارو‘ جو خانداني خطاب ئي اسان لاءِ ڪافي آهي“. خليفي احمد موٽي اچي ڪليڪٽر سان خبر ڪئي، جنهن تي ڪليڪٽر چيو ته ”پير صاحب جن وڏي غلطي ڪئي آهي ـ گورنمينٽ سندن انڪار کي شڪ جي نگاهه سان ڏسندي!“

بس، گورنمينٽ طرفان پيرصاحب جن جي خيالات ۽ رجحانات جي هيءَ آخري آزمائش هئي. هن بعد حڪومت کي يقين ٿيو ته پيرصاحب تي گورنمينٽ سان وفادار ٿي رهڻ بابت ڪوبه ڀروسو نٿو ڪري سگهجي. انهيءَ عرصي ۾ حڪومت طرفان، پوليس آفيسرن معرفت، پيرصاحب جن جي مؤثر برجستن مريدن خلاف ڪاغذي ڪارروايون مڪمل ٿي چڪيون هيون. پيرصاحب جن هينئر سالگهڙ لڳ گڙنگ واري بنگلي کي اچي مرڪز بڻايو، ۽ سڄا ڇهه مهينا اتي رهڻ جو پروگرام رکيائون ـ انهيءَ لاءِ ته هن ڏاريءَ حڪومت جي زبردستيءَ کي سڃاڻن ڏجي. پاڻ خاص برجستن ماڻهن کي سپاهيانه زندگيءَ جي تربيت ڏنائون ۽ پوريءَ طرح آزمايائون. انگريزن خلاف سڄي جماعت ۾ عام طرح، ۽ غازين ۽ ٻين چونڊ اڳواڻن ۾ خاص طرح، هڪ نفرت جو جذبو پيدا ٿي چڪو هو. چئي نٿو سگهجي ته ان وقت پير صاحب جن جي طرفان انگريزن جي مخالفت جي سلسلي ۾ ڪهڙي حڪمت عملي پيش نظر هئي. جيتوڻيڪ عام طرح اها ڳالهه مشهور ٿي چڪي آهي ته پير صاحب جن پنهنجي مريدن کي بندوقن ۽ رائفلن جي ٽريننگ ڏيئي انگريزن خلاف سنئين سڌي لڙائيءَ لاءِ تيار ٿي ڪيو، مگر انهيءَ قسم جي راءِ جي ڪابه تصديق ٿي نٿي سگهي. انهيءَ ۾ ڪوبه شڪ ڪونهي ته پير صاحب جن سڄيءَ جماعت توڙي غازين کي بيدار پئي ڪيو، ۽ ڪن خاص چونڊ فقيرن کي سندن حال آهر پوريءَ طرح ٽريننگ ڏيئي تيار پئي ڪيو، مگر اهو چئي نٿو سگهجي ته اها تياري ڪنهن فوري مقابلي لاءِ هئي. پيرصاحب جن جي پيش نظر البت جماعت بنديءَ، اتحاد ۽ طاقت پيدا ڪرڻ جا فوري نظريا هئا ـ انهيءَ لاءِ ته آئيندي واري جدوجهد ۾ ڪاميابي حاصل ڪجي. ٻئي طرف، انگريزي حڪومت پيرصاحب جن کي ذهني طور پنهنجو باغي تسليم ڪري، ڪنهن به صورت ۾ فوري ٽڪر جي صورت پيدا ڪري، پير صاحب جن کي گرفت هيٺ آڻڻ ٿي چاهيو. انهيءَ اسڪيم کي ڪامياب بنائڻ لاءِ هيٺيان طريقا اختيار ڪيا ويا: (۱) هر قسم جي ڏوهه کي ٻنا جانچ جوٽي جي حُرن ڏانهن منسوب ڪري، خاص خاص برجستن ماڻهن جي گرفتاريءَ لاءِ رڪارڊ ٺاهيا ويا؛ (۲) ننڍن وڏن حرن لاءِ حد جي پوليس ٿاڻن تي هفتيوار حاضريون مقرر ڪيون ويون ـ ڪن تي هفتي جي بدران هر ٽئين روز، ٻئي روز، بلڪ روزاني حاضريون مقرر ڪيون ويون؛ (۳) پير صاحب جن جي گڙنگ واري بنگلي تي چوڪسي لاءِ پوليس جو مختصر عملو مقرر ڪيو ويو، ته من

انهن تي حملو ٿئي ته پير صاحب خلاف ڪارروائي ڪري سگهجي. پير صاحب جن انهن تنهي قدمن خلاف احتجاج ڪيو. خاص طرح، گورنمينٽ جو توجهه روزانه حاضرين ڏانهن ڇڪايو ته ’جيڪي ماڻهو روزاني الڳ ڏهن ميلن جي مفاصلن تان پيدل هلي اچي ٺاڻن تي حاضريون ڏيندا، سي پنهنجي پارن ٻچن لاءِ ڪهڙي وقت پورهيو ڪري سگهندا: فقط ”حر“ جي نالي ڪان متنفر ٿي، غريبن ۽ اشرافن کي هن قسم جي روزاني تڪليف ۾ مبتلا ڪرڻ انصاف ناهي!‘ باوجود هن احتجاجن جي، حڪومت وڌيڪ سختيءَ کان ڪم ورتو. انهيءَ تي پير صاحب جن حاضري ڏيندڙ ماڻهن مان ڏهن کن برجستن ماڻهن کي گهرايو ۽ کين چيو ته ”فقيرو، هاڻي اڳتي لاءِ اوهين حاضري نه ڏيو!“

ڪن جو چوڻ آهي ته انهيءَ حڪم جو اهو مطلب هو ته ’اوهين حاضري ڏيڻ کان انڪار ڪريو ۽ پنهنجن ڳوٺن ۽ گهرن ۾ پنهنجو ڪم ڪار ويٺا ڪريو: پوءِ حڪومت اوهان کي گرفتار ڪري- آخرڪار ڪيترن کي گرفتار ڪري پوري پوندي!‘ ٻين جو چوڻ آهي ته پير صاحب جن حڪومت جي ضد ۽ نا انصافيءَ کان تنگ ٿي، انهن چوندڙ ماڻهن کي چيو ته ’اوهين روپوش ٿي وڃو، ۽ حاضريءَ لاءِ ٺاڻن تي هرگز حاضر نه ٿيو: ڏسون ته گورنمينٽ ڇا ٿي ڪري؟‘ بهرحال، پير صاحب جن کي يقيني طور هڪ قسم جي ’سول نافرماني‘ مدنظر هئي. اهي چوندڙ فقير انهيءَ حڪم موجب حاضرين تي ڪونه ويا ۽ پنهنجي گروهه جي مصلحت موجب روپوش ٿي ويا. جڏهن حڪومت طرفان پير صاحب تي زور پيو، ته پير صاحب جن چيو ته سرڪار انهن ماڻهن کي ڳولي هٿ ڪري. ٻئي طرف، چوندڙ سرڪاري ڪامورا هن سڄي معاملي سان وابسته ڪيا ويا، جن انتظامي تدبر کان ڪم وٺڻ جي بدران، مليل هدايتن موجب، وڌيڪ هن باهه کي ڀڙڪايو ۽ پير صاحب ۽ فقيرن خلاف هرقسم جون رپورٽون حڪومت کي موڪليندا رهيا. پير صاحب جن کي به انهن ڪامورن جي غير منصفانه بلڪ معاندانه روش بابت سڀڪجهه معلوم هو، انهيءَ ڪري جڏهين به اهي پاڻ يا سندن نائب پير صاحب جن کي ملڻ تي آيا ته پير صاحب جن به کين انهيءَ نقطہ نگاهه کان ٿي ڏٺو. پير صاحب جن کي ڪن مريدن ۽ ٻين خيرخواهن طرفان مشورا ڏنا ويا ته انهن ڪامورن کي خوش ڪجي: مگر پاڻ چيائون ته رشوت ڏيڻ اسان جي مذهب ۾ حرام آهي.

بهرحال، هيٺان موڪليل رپورٽن جي بناء تي، پير صاحب جن کي ڳوٺ بنگلي تان نظربنديءَ جي حالت ۾ ڪراچيءَ وٺي ويا، جتي کين وڏي وزير چيو ته ’اوهان کي حفاظتي قانون موجب هتي ڪراچيءَ ۾ رهڻو آهي ۽ ٻاهر نه وڃڻو آهي‘. پير صاحب جن چيو ته ’جيڪڏهن اسان جو ڪو قصور هجي ته سرڪار اسان تي مقدمو هلائي، يا هت ڪراچيءَ ۾ رهڻ بابت تحريري حڪم ڏئي ته اسين انهيءَ پابندي خلاف قدم کڻون‘: مگر انهيءَ جو ڪو به جواب ڪونه مليو. انهيءَ تي پير صاحب جن آخري طور وڏي وزير (سر غلام حسين) کي چيو ته ’هيءَ بندش بيقاعدي آهي ۽ هت اسين وڌيڪ نه رهنداسون- اوهان کي جيڪي ڪرڻو هجي سو

ڪندا“. اٿين ڇنيءَ، پيرصاحب جن راتو رات موٽر ذريعي ڪراچيءَ مان ڳوٺ جي بنگلي تي پهتا. کين يقين ٿي ويو هو ته حڪومت بهرحال سندن ذات جي خلاف ڪارروائي ڪندي؛ انهيءَ ڪري فقيرن کي حڪم ڏيئي ڇڏيائون ته جي معاملو وڌي وڃي ته ڏنل هدايتن موجب هڪ پوري نظام هيٺ جدوجهد جاري رکن. اتان درگاهه شريف تي پهتا، ۽ جيڪي ڪي مختصر حڪم احڪام ڏيڻا هئا سي ڏنائون. ٻئي ڏينهن سندن نظربندي عمل ۾ آئي، ۽ کين ڪراچيءَ پهچايائون.

ان بعد، حڪومت طرفان پير صاحب جن جي خلاف بغاوت جي مقدمي لاءِ مواد گڏ ڪيو ويو. ٻئي طرف، سرويچ حُرن ڪارروايون شروع ڪيون. حڪومت طرفان، حُرن جي همت کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ، پير صاحب جن جي ڳوٺ واري بنگلي کي گهيرو ڪرائي، سندن ڪٽنب کي نظربند ڪيو ويو ۽ ٻاهران سڀ لانڍيون ساڙايون ويون. ان بعد بنگلي تي بمباري ڪئي وئي، ۽ درگاهه شريف تي پيرصاحب جن جي حويلين ۽ ڪوٽ کي بارود ذريعي ڪيرايو ويو. پر، اهي ڪارروايون حرن جي همت کي پست نه ڪري سگهيون، ۽ هنن مردن ”مارشل لا“ کي مڙس ٿي منهن ڏنو. ان وقت سرزمين سنڌ جي هنن سورهين جيڪي پوليس ۽ ملٽريءَ سان مقابلا ڪيا، انهن ۾ سندن حڪمت عملي ۽ بهادريءَ تي هڪ جدا مضمون لکڻ جي ضرورت آهي. انهن مقابلن ۾ زالن به پنهنجن مردن جو ساٿ ڏنو، ۽ ڪن زالن جي همت ۽ بهادريءَ جا ڪارناما حيرت انگيز آهن: مطلب ته پير صاحب جن جي ڏنل تربيت انهيءَ حد تائين مؤثر ثابت ٿي، جو اڳواڻ (پيرصاحب) جي غيرحاضريءَ جي باوجود سپاهين (حُرن) پنهنجي نظام ۽ انتظام هيٺ جنگ جاري رکي. مقابلن ۾ وڏا مارجي ويا ته ٿلهن سندن جايون پُريون. انهيءَ دور ۾ ڪيترا ئي ملڪي ماڻهو، انگريزي حڪومت جي زور ۽ اثر هيٺ، جاسوس بنجي فقيرن جي پويان پيا. فقيرن جوابي حملا ڪري بدلو پئي ورتو. انهيءَ جنگ ۾ بيشڪ سُڪن گڏ ساوا به سڙي ويا: هڪ طرف ملڪ جا ڪي غريب ماڻهو بيگناهه مارجي ويا، ته ٻئي طرف ”مارشل لا“ جي آڙ ۾ ملٽريءَ وارن قهر ڪري ڇڏيا: نه فقط حُرن، پر پير صاحب جي عام مريدن توڙي سندن تعلقدارن کي ٻارين ٻچين گرفتار ڪيو ويو ۽ کين نهايت بيدرديءَ سان جيلن ۽ ڪئمپن ۾ بند ڪيو ويو، جتي سوين ٻارڙا، زالون ۽ پيرڙا، بک ۽ بيماريءَ جي وڪڙ ۾ مري ويا! حيدرآباد جيل ۾ انگريزن پنهنجن جاسوسن کي برقعا پارائي ”حُرن جي سڃاڻپ“ لاءِ ٿي موڪليو، ۽ انهن برقعي پوشن فقط پنهنجي آقائن اڳيان سرخرو ٿيڻ لاءِ نوجوانن تي هٿ ٿي رکيا، ۽ انهن نوجوانن کي محض انهيءَ ’سڃاڻپ‘ جي بنياد تي ڦاسيءَ تي لٽڪايو ٿي ويو! چون ٿا ته هڪ دفعي، هڪ اهڙي برقعي واري، هڪ اهڙي ماڻهوءَ تي اچي هٿ رکيو جو ”مارشل لا“ کان اڳ جو قيدي هو- تنهن جڏهن دانهون ڪيون، تڏهن وڃي ’برقعي پوشن‘ جي قلعي کلي.

بهرحال، انهيءَ هيبتناڪ ماحول ۾، سنڌ جي ڪن وڏيرن ۽ زميندارن کان زبانيون ڏياري، پيرصاحب جن تي جان جي سزا مقرر ڪئي وئي. چون ٿا ته پيرصاحب جن دستور

موجب هميشه شب خيز هوندا هئا. هڪ انگريز آفيسر اچي ساڻن شطرنج راند ڪندو هو، ۽ پاڻ ان ڪان سِپ رانديون ڪٽندا هئا. حياتيءَ جي آخري رات به انهيءَ آفيسر پير صاحب جن سان راند ڪئي، ته من پير صاحب جن کي پنهنجي جان جو فڪر هجي ۽ انهيءَ ڪري ڪانئن راند ڪٽي سگهي: پر پير صاحب جن ڪانئن دستور موجب وري به رانديون کٽيون، ۽ اها آخري رات پاڻ نهايت گهري ننڊ ڪيائون.

ان وقت سنڌ ۾ مارشل لا ۽ آفيسرن جي رعب تاب ذريعي اهڙو ته هيبتناڪ ماحول پيدا ڪيو ويو، جو پير صاحب جن جي حمايت ۾ ڪن ڏورن کي حق جي ڪلمي چوڻ جي توفيق ٿي. ان وقت مسلم ليگ پوري طاقت ۾ هئي. جڏهن عليگڙهه مسلم يونيورسٽيءَ مان ڪي شاگرد ان وقت وفد وٺي دهليءَ ۾ مرحوم لياقت علي خان کي وڃي مليا، تڏهن هن چيو: 'اسان کي پير صاحب پاڳاري لاءِ پوري همدردي آهي، پر سنڌ جي مسلم ليگي ليڊرن ۾ جرات ڪانهي جو پير صاحب جي حمايت ۾ ڪو هٿ ڊگهيرين، ۽ اسان کي مداخلت جو موقعو ڏين'. بهرحال، پيرصاحب جن ١٩٤٣ع ۾، اڻين بجي، ويهين مارچ تي، سر ڏيئي سرها ٿيا.

چون ٿا ته مقدمي وقت حڪومت طرفان ڪن ماڻهن کي پير صاحب جن ڏانهن موڪليو ويو ته جيڪڏهن پير صاحب معافي وٺي ته حڪومت سندن 'معافيءَ' تي غور ڪندي. پير صاحب جن چيو ته 'معافي هڪ الله ۽ الله جي رسول کان وٺبي، نصاري کان ڪهڙي معافي وٺبي!' جڏهن شروع ۾ پير صاحب فقيرن کي تربيت پئي ڏني، تڏهن ڪنهن هڪ فقير چيو ته 'قبلا، انگريزن کي تڙي ڪڍڻ ۾ ڪيئن ڪامياب ٿبو!' انهيءَ تي پيرصاحب جن چيو ته 'انشاءالله، اسان ۽ توهان مان جيڪي هوندا سي پاڻيهي رنگ ڏسندا!' بهرحال، پير صاحب جن ١٩٤٣ع ۾ پنهنجي جان جي قرباني ڏني، ۽ ١٩٤٧ع ۾ انگريزن ٽپڙ ٻڌا.

پيرصاحب جن جي ذاتي زندگيءَ بابت هيٺيون مختصر حقيقتون معلوم ٿي سگهيون آهن: (١) بسا اوقات پنهنجي ساني پاڻ پچائيندا هئا؛ (٢) صبح جو وڏي اسر اٿي ورزش ڪندا هئا ۽ ان بعد نماز ادا ڪندا هئا؛ (٣) اڪثر موقعن تي پاڻ فقيرن سان گڏجي ٻهي ڪم ڪندا هئا: هڪ دفعي ڪيٽيءَ ۾ لانڍين کي لوڙهو پئي آيو ته پاڻ به اچي پُور ڪٽي لوڙهو ڏيڻ لڳا؛ هڪ دفعي فقيرن ڪٽ جون ڳوٺيون ڪٽي مٿي گدام تي ٿي رکيون ته پاڻ به اچي ڪم ۾ شامل ٿيا، ۽ ڳوٺين کي ڪُنڍن ۾ مضبوط هٿ وجهي ٻڪي اچل سان مٿي ستيءَ تي پئي چاڙهيائون؛ (٤) جيڪڏهن سندن ڪو فقير نقد آڻي نذر طور ڏيندو هو ۽ چوندو هو ته 'قبلا، قبول پوي'، ته پاڻ چوندا هئا 'قبول'؛ پر جيڪڏهن ڪو لڪ صلواة جو اچي پيش ڪندو هو ته چوندا هئا ته 'قبول، آفرين هجيئي!' اڻين چئي مٿن دعا گهرندا هئا؛ (٥) سندن دستور هو ته پنهنجي جو نذرانو هٿ ۾ نه وٺندا هئا، پر جيڪڏهن ڪو فقير وڙهه (ڪپڙ جون پاڙون) جا ڏنڊ آلي نذراني طور پيش ڪندو هو ته هٿ ڊگهيري ڪانئس وٺندا هئا؛ (٦) هڪ دفعي سيڻارجن کان اوپر ميرواهه تعلقي ۾ "تَلي" جي

دعوت تي هڪ مالي چٹن جي پلي چتي ۾ وجهي تحفي طور ڪٹي آئي - پير صاحب جن چيس ته 'امان، اها سڀ رڏي به تون سگهندين: جونر جون مانيون ۽ اهو ساڳ رڏي ڪٹي اچ، جماعت دعوتيءَ جي دعوت ڪائيندي، مان تنهنجي دعوت ڪائيندس'; (٦) سانگهڙ لڳ گڙنگ واري بنگلي تي هڪ ڊپٽي ڪليڪٽر ڪائن پڇيو، 'ڀلا ڪهڙي سبب ڪان گورنمينٽ ۽ گورنمينٽ جي ڪامورن جي عزت نٿا ڪريو؟' پير صاحب جن جواب ڏنو ته 'عام عات چلت ۽ اطوار ڏسڻ بعد جڏهن اوهان جي عزت ڪرڻ جو رڳو خيال اچي ٿو، ته مون ڪي پنهنجي نسل ۾ شڪ ٿو پوي ته آءٌ ڪو 'حسيني' آهيان!'

سندن علمي ۽ ذهني رجحانات تي هيٺ ڏنل ضميمي مان روشني پوي ٿي.

## ضميمو

[نوٽ: رتناگري جيل ۾ پير صاحب هڪ بياض ۾ سلوڪ جي مختلف نڪتن کي منتخب ڪري قلمبند ڪيو. هن بياض جي پهرئين صفحي تي انگريزيءَ ۾ هن طرح نوٽ آهي:

Certified that this book contains 100 Pages

(?) Ellis

Superintendent R. Prison

16-4-31

ان بعد پير صاحب جن جي هٿ اکرين نوٽ: "هي ڪتاب امان کي رتناگريءَ جي جيل ۾ مليو - تاريخ ١٢ ربيع الاول ١٣٥٠ جي، مطابق ٢٨ جولائي ١٩٣١ جي".

هن بياض مان انتخاب ڪيل مواد مان خود حضرت پير صاحب جن جي مطالعي، ذوق توڙي بلند اخلاق تي روشني پوي ٿي. سنڌي نثر ۾ پير صاحب جن جي عبارت به ڪن جاين تي نهايت مؤثر ۽ دلپذير آهي. هيٺ هن بياض مان، جو خود پير صاحب جن جي هٿ جو لکيل آهي، ڪي اقتباسات ڏنا وڃن ٿا.]

"بسم الله الرحمٰن الرحيم

"هن ڪتاب ۾ امان نصيحت جهڙيون ڳالهيون لکندا سي خاص خلق جي هدايت لاءِ ته ٻڌن ڪمن ڪان بيزار ٿين، خدا پاڪ کي ياد ڪن ۽ چيل نڪتا معرفت جا ڏنهن امان جي ٻڌي ان تي عمل ڪن، ته ٻنهي جهانن جي تڪليف ڪان ڇٽن ۽ فيض باطني هٿ ڪن ۽ ڏنهن حڪم خداى پاڪ ۽ رسول جي منهن نه موڙن - بيت فارسي:

"گردن از حڪم خدايت بر متاب  تا نماني روز محشر در عذاب"

[حڪايت پهرين]. "هر جيڪو مريد ساڻ سچي ارادي جي مرشد ٿو وڃي ۽ امر مرشد پنهنجي جو بجا نٿو آڻي، اهو مريد ڏنهن فيض حقيقيءَ جي نا اميد رهندو. مريد کي جڳائي ته جو نڪتو معرفت جو ڏنهن پير جي ٻڌي، ان کي منجهه ورتن دل جي لکي ۽ عمل ڪري، ته انشاء الله تعالى ڏنهن برڪت مرشد جي فيض وارو ٿيندو. اي يار منهنجا! هي جيڪي امين چنون ٿا اهو حق آهي ۽ اوهان حق چائو. بيت فارسي:

مهراڻ



٤٠٣-٧ ١٩٥ م

"هر نقطه از شگفته باغي، افروخته تر ز شب چراغي،
لفظش چو طراوت جواني، معنيءِ چو آب زندگاني."

[حڪايت ٻي]. "اسان هي ڪتاب ناياب ان لاءِ لکيو آهي ته طالب خدا جا مطالع ڪن ۽ سير ڪن باغ حقيقت جي جو ۽ سنگهن گل معرفت جو، ڇاڪاڻ جو مغز ماڻهن جو ڏنهن زڪام بي ايرادي جي بيمار آهي، سو ڏنهن بوءِ گلِ معرفت جي مغز ۽ روح طالب جو سرهو ٿئي ۽ دل خوشحال ٿئي – جيئن جو فارسيءَ واري چيو آهي:

"چنين گفت مردِ سخندان بمن، ڪه اي باغبانِ رياضِ سخن،
درين روضهء پاڪ مي نوشان، درختِ معاني به نوعِ نشان،
ڪه هرڪو خورد ميوهٔ زين درخت، نشانند را گويد اي نيڪ بخت."

"اي عزيز، علم جو آهي سو مثال درخت ميوه دار جي آهي، پوءِ هر جيڪو اهو درخت پوکيندو، اهو عجيب حڪمت جا ميوا کائيندو. اسان اوهان مريدن لاءِ هي ڪتاب مثال درخت جي پوکيو آهي: اوهان اسان جي حڪم تي عمل ڪري هن درخت جا ميوا کائو."

[حڪايت ٽي]. "هزار نڪته باريڪ تر از موئي اينجا ست،
نه هرڪه سر بتراشد قلندري داند.

"اي دوستو! هر نڪتو جو اسان چيو آهي، ان کي سچو ڄاڻو، ڇا لاءِ جو ڏنهن هر حرف جي سؤ معنائون غيبي آهن ۽ ڏنهن هڪ هڪ ڪلمي جي هزار هزار لطيفا لاريبي آهن: ڏنهن هر عبارت جي فيض عام ۽ ذوق تمام، ۽ ڏنهن هر معنيءِ جي مفهومات بلانهايات آهي؛ ۽ ڏنهن هر ادراڪ جي مقامات بسيار، ۽ ڏنهن هر حالت جي اهڙو ذوق، جو ان کي تارازي بيان جي نه توري – يعني ڪو به ان جو بيان ڪري نه سگهي. – هتي هي بيان ختم ٿيو."

[حڪايت چوٿين]. "هاڻي هتي اسان بيت فارسي لکڻ شروع ٿا ڪيون. هي بيت گهڻن ڪتابن مان چونڊي اسان لکيا آهن، وڏيءَ تڪليف سان – خاص ڪري تڪليف واريءَ جاءِ ۾. ان لاءِ، هر پڙهندڙ تي واجب آهي ته ڪي نه ڪي بيت لکيل اسان جا ياد ڪري، ڇا لاءِ جو هرهڪ بيت عجيب معنيءَ، ساڻ سهڻي مطلب جي، رکندو آهي: ان لاءِ اوهان بيت ياد ڪيو. جنهن ماڻهوءَ کي هي بيت ياد هوندا، اهو ماڻهو هر هنڌ گفتگو ۾ اهي بيت ڪم آڻي سگهي ٿو ۽ ڪنهن به ڳالهه جي رد ۾ يا مثال لاءِ يا نصيحت لاءِ چئي سگهي ٿو. هي بيت هنن ٽالن وارن ڪتابن مان چونڊي ڪڍيا ويا آهن: هڪ انوار سهيلي، ٻيو حافظ ديوان، ٽيون بوستان، چوٿون گلستان. پهريون اسان انوار سهيلي جا بيت لکون ٿا:

" بسم الله الرحمٰن الرحيم

"بحڪمت حل هر مشڪل توان ڪرد، بحڪمت ڪام دل حاصل توان ڪرد" – الخ.

* * *

[صفحي ۳ تي سڄي پاسي نوٽ لکيل آهي تہ]. "هتان کان اڳتي ڪاٺين بہ وٽ تي سائي مس سان لکيل هجي، ان کي اسان جو چوڻ سمجهندا. اسان چڱا نڪتا ڏورن جمان ۾ هدايتن وانگر لکيا آهن، اوهان مريدن تي فرض آهي حڪم تي عمل ڪرڻ".

[ان بعد حاشيہ تي مس سان هيٺيان نڪتا لکيل ملن ٿا]

(۱) "سچي تي ڪاوڙ ڪرڻ، اها خراب ڳالهہ آهي. اي دوست، جي سچو آهين تہ سچي کي مان ڏي."

(۲) "جو شخص غير حاضر آهہ، ان جو حصو حاضر آهہ."

(۳) "اي دوست، حرص نہ ڪر، جو حرص قاتل آهي: حريص جو حرص نہ ڪر، جي مرد آهين."

(۴) "هزار عبادت هڪ گناهہ جي مقابلي ۾ نيست آهي، يعني گهٽ آهي."

(۵) "اي دوست! جي تون پنهنجي نفس کي پهتين، تہ گويا ڪ خدا کي پهتين. اي يار، نفس کي شڪار ڪر، جو عجب شڪار آهي."

(۶) "ناجنس جي دوستيءَ کؤن موت کي ڀلو ڄاڻ، ۽ ان جي دوستيءَ ۾ ڀلو نہ ڏسندين."

(۷) "علم ۽ حيا ۽ فياضي ۽ رحم-اهي مثال مان ڄاڻ: انهن شين کي هٿ کؤن نہ ڇڏ".

(۸) "اي يار، پيٽ تنهنجو دشمن آهي: ان لاءِ روزا گهڻا رکي علاج پيٽ جو ڪر، جو اهو ايذاءِ بهتر آهي."

(۹) "ڪوڙي جي حڪومت ڪن لمحن تائين علي سگهندي: سچي جي حڪومت تاقيامت آباد هوندي. اي يار، ڪوڙ کان بچ جو ڪنجي ايمان جي آهي ۽ ڪوڙي تي خدا جي لعنت آهي."

(۱۰) "اي دوست، حساب پنهنجو صاف رک، پوءِ چڪ نہ ڪر-اهو چيو ياد ڪر."

* * *

[اڳتي هڪ نوٽ]. "'حافظ ديوان' جون هن ڪتاب ۾ ڪل رباعيون اسان پاس ڪري (۶۸) اٺهٺ لکيون آهن. اهي سڀ رباعيون ۲۸ تاريخ آچر جي ڏينهن لکي ختم ڪيونسي-رتناگيري جيل ۾، مهينو جمادي الاول ۱۳۵۰هہ، مطابق ۱۱ آڪٽوبر ۱۹۳۱ع.-صحي سيد پير محمد صبغت الله هاشمي جلالي-وقت نو سادا."

* * *

-"هي سڀ بيت [فارسي] ملفوظات حضرت روضي ڌڻي واريءَ مؤن اسان چونڊي لکيا آهن. اوهان پڙهندڙن کي تاڪيد تو ڪجي تہ هنن بيتن مؤن ٿورا گهڻا بيت ضرور ياد ڪن، ڇا لاءِ جو عجب معنيٰ ۽ شوق ذوق رکندا آهن. لکي ختم ڪياسي تاريخ ۵ جمادي الاخر جي ۱۳۵۰هہ، مطابق ۱۷ آڪٽوبر ۱۹۳۱ع جي، رتناگيري جيل ۾.-صحي سيد پير محمد صبغت الله شاهہ هاشمي جلالي راشدي حسيني شاهمردان."

"هي 'بوستان' جا بيت تاريخ ۱۲- جمادي الاخر چنڇر جي ڏينهن ۱۳۵۰هه جي رتناگيري جيل ۾ اسان لکي ختم ڪيا، مطابق ۲۳ آڪٽوبر ۱۹۳۱ع جي. - صحي سيد پير محمد صبغت الله شاهه هاشمي، جلالي، راشدي، شاهمردان شاهه."

* * *

[صفحي ۲۷ تي]. "هتؤن ڪان اڳتي اسان ڪي ڳالهيون هدايتن جهڙيون ٿا لکون، جي ڳالهيون او هان مريد منهنجا سچائيءَ سان پڙهندا ۽ چڱيءَ صورت لکيلن حڪمن تي عمل ڪندا؛ ۽ مطالع ڪرڻ هن ڪتاب جو سير ڪرڻ باغ حقيقت ۽ سنگهڻ گل معرفت جي جو آهي هرڪنهن شائق طالب لاءِ، جا لاءِ جو ڏنهن زڪام بي ارادي جي مغز عام خاص جو خالي آهي: جنهن ڪي جا مثين بيماري نه هوندي، اهو ڏنهن هتن حڪمن جي ۽ پين حڪمن جي به غافل نه رهندو ۽ پنهنجيءَ قوت آهر ڪا ڪوتاهي نه ڪندو. اي دوستو، مون کي ڏنهن خزاني فراق جي انعام مليو آهي: ان انعام ۾ او هان ڪي به مون حصيدار ڇاڻي سچن ۽ ايمان وارن لاءِ هي نڪتا ڪڏ ڪيا آهن، ته من ڪنهن کي فيض رسي. اي مريد منهنجا، دل منهنجي منجهه چنبي فراق جي آهي، مثل بلبل جي، ۽ هروقت مٿي زبان جي هي بيت ورد ڪندڙ آهي:

"ڪجا شد سرو من يا رب ڪه در بستان نمي بينم،
شدم مشتاق چون بلبل، گل و ريحان نمي بينم."

معني بيت جي: ڪاڏي ويو سرو منهنجو، اي الله پاڪ، جو منجهه باغ جي نٿو ڏسان مون؛ مون ٿيس سڪايل بلبل جيئن گل ۽ بوءِ نٿو ڏسان مون.

"اي يارو، اڄ دل منهنجي نه مٿي فرش جي آهي، بلڪ مٿي عرش جي آهي. ان ڳالهه لاءِ آيت شاهد آهي: 'قلوب المومنين حرم الله'.

"هتي هي بيان ختم ٿيو، اڳتي اسان هڪ ڪافي ٿا لکون، جا اسان جي ناهيل آهي-

"ٿل: مون کي هتي ڪو جادو سهڻا يار دل لئي وئين،
ڪري چشمن سندو ڪو چالو، سرساهه پئي سٿي وئين.

۱. ڪري پهريؤن مليون تو ڳالهيون، وڌلي يسار دل ڪسي دواليون،
هٿي نيڻ سنديون دناليون، منهنجا دوست دل ڦٿي وئين.

۲. تنهنجو عشق آهي قهري، مثل، بسرا بساز بحري،
ولي بلبل جيئن ٿو سحري، تيئن جهٽ منجهه دل جهٽي وئين.

۳. 'صبغت الله' جي سڻ تون زاري، ڪر ڪا تون ستاري،
هيڪر ڏيئي ڏيکاري، تِهان پوءِ منهن مٽي وئين."

[صفحي ۲۸ تي حڪايت ۱۳]. "اي مريدوا هن وقت ۾ جو ماڻهن منجهه بيدينيءَ جي موج هلي رهي آهي، ان خراب حالت کي مدنظر رکي، اسان ڪي ڳالهيون، ڪي بيت،

ڪن ڪتابن مان چونڊي، اوهان جي فائدي لاءِ لکيون آهن. هن وقت جو سن ١٣٥٠هه ۾ بجاءِ عدل جي ظلم، بجاءِ علم جي جهل، ۽ بجاءِ ادب جي بي ادبي، ۽ بجاءِ سچ جي ڪوڙ، ۽ بجاءِ رحم جي غضب باقي رهيو آهي، اڪثر هر اخلاق موچارا سان وصفن بجوڙن جي مبدل ٿيا آهن - جيئن حافظ شيرازيءَ چيو آهي:

"اين چه شريست در دور عمر مي بينم،
همه آفاق پر از فتنه و شر مي بينم."

"اي دوستو، زمانو گهڻو خاصو آهي، پر ڪو خود پاڻ خاصو ٿئي؛ زماني کي خراب چوڻ اها خود بيجائي آهي، زماني کي خراب چوندڙ خود پاڻ خراب آهي؛ زمانو خراب نه آهي بلڪ ارڪان ماڻهن جا خراب آهن. ان لاءِ اوهان سچن ايمان وارن مريدن کي جڳائي ته جو هر لکتو ڏنهن زبان وحي ترجمان ڏنهن پير پنهنجي پڙي، ان کي منجهه ورقن دل جي، حڪم مرشد پنهنجي جا لکي ۽ عمل ڪري ته فيض وارو ٿئي ۽ منهنجي دل کي خوش ڪري، جو مان چڱيءَ نيت سان هي ڪتاب ۽ پيا ڪتاب اوهان جي فائدي لاءِ لکيا آهن. اي يارو علم جو آهي سو مثل وحشي آهي، سو ان کي منجهه ورقن ڪتاب جي لکي قيد ڪيو آهي، جيئن جو هر لفظ مثل گلاب جي معطر منجهه شيشي ڪتاب جي گڏ ڪري، مٿي دڪان اشتهار جي رکيو، جو مغز هر خاص عام جو ڏلهن زڪام بي ايرادتيءَ جي بيمار آهي. ان لاءِ اوهان وٺو بهرو هن ڪتاب مؤن، جو ڏيکاري ٿو واٽ سچائيءَ جي. هي بيان هتي ختم ٿيو. پيو ته اسان هن ڪتاب ۾ بيت سنڌي، فارسي غزل، سنڌي فارسي ڪافيون سڀ لکيون آهن، جا لاءِ جو فارسيءَ واري چيو آهي:

"سخنها ز بد مست و از خرد مند،
نظم و نثر بايد داد پيوند."

"پيو ته اسان بيتن جون معنائون ڪونه لکيون آهن، جا لاءِ جو سڀ ڳالهه جي مطلب ته ظاهر آهن ۽ معني به ظاهر پيئي نظر اچي، ۽ جي لکون ها اسان معني بيتن جي ته جيڪر ٿوري ڳالهه به وڏي ٿي پوي ها -

"جڳائي ڪرڻ يار ٿورو بيان،
ٿئي ٿو سمجهه منجهه سڀ کي عيان."

* * *

[حڪايت ١٨]. "اي مريد منهنجا، غنيمت ڄاڻ عمر پنهنجيءَ کي: ان وقت ٿوريءَ عمر جي ۾ پنهي جهان جو ڪم راس ڪيو: همت پنهنجيءَ جا گهوڙا ڏنهن طرف باغيچي بهشت جي ڊڪايو، ۽ پنهنجي منزل سان خير جي پڄايو".

[صفحي ٣٢ تي ۽ ان کان اڳتي "بيت سنڌي اسان جا ڪاهيل" جي عنوان سان پنهنجا چند بيت قلم بند ڪيا اٿن - مثلاً]

"جڳائي مدامي ذڪر سان زبان - نہ ڪوڙي دنيا جو ڪجي ڪو بيان
سجائي ۽ سندو يار ڪڻ تون قدم - چيو آ عجب دوست منهنجي قلم
پنڻ تي پريو آهي پيرن زور - پنڻ ڪر الهي ۽ جو جو گانڊو لغور
پنن پير تا پيا هميشه مدام - وجي ڪن تا مالهن جو گهر منجهہ سلام
رکن پير تا دزد مثل گرگ جي - مريدن ڪسي پائڻ مثل مرغ جي
نہ پيرن ڪئي خلق جي رهبري - پڳ ۾ پڏن تا ڪوڙن جي پري
رکج يار تون پانهنجي صاف دل - ڪري خيال ڏس جو تون آهين اصل
دل کي رکج تون هميشه صفا - ڪوڙي دنيا جا ڇڏي سڀ خفا
زبان دل جنهين جي ٿئي هڪ يار - تنهين تان سويئن سر آهن نثار"

[صفحي ٧٧ تي حڪايت ٣٩٧ نقل ڪري ان بعد لکن ٿا]-"منهنجو ڪوڻ وٺي هيستائين جو ڪجهہ لکيل آهي، سو اسان رتناگري جيل ۾ لکيو آهي. مدناپُر سينٽرل جيل بنگال ۾ ڪجهہ بہ نہ لکيو اٿسين، ۽ اسان جيل ۾ ڪتاب ٺاهڻ بند ڪيو آهي - ان جا سبب هي آهن: هڪ تہ سرڪار اوهان کي اسان جا لکيل ڪتاب نٿي ڏئي، ٻيو تہ اسان کي بہ ٺاهڻ ۾ تڪليف ٿي ٿئي - ان لاءِ اسان هتي ڪتاب لکڻ بند ڪيا آهن. جي حياتي آهي تہ ٻاهر اچي لکنداسين؛ هتي فقط ڪتاب پڙهندا وجون ٿا، ۽ جيڪي ڳالهيون يا مثال لکنا آهن، انهن تي نيشان ڏيندا ٿا وجون. اميد تہ يا اسان يا اوهان اهي سڀ ڳالهيون گڏ ڪندؤ - آمين! صحي سيد پيرمحمد صبغت الله شاهہ جلالي راشدي"

[وري ڪتاب جي آخري صفحن (١٢٢ کان ڪاپي پاسي) تي "ديوان حافظ" مان اشعار ۽ چند اردو اشعار نقل ڪيا اٿن.]



علي نواز وفائي

# سولانا عبيدالله سنڌي رحہ

مولانا عبيدالله سنڌيءَ جهڙي انقلابي، سياستدان، قرآن ۽ حديث جي عالم، تاريخ ۽ تصوف جي ماهر، شريعت ۽ طريقت جي جامع، فلسفيءَ، پاڪ دل صوفيءَ ۽ عارف بزرگ لاءِ ڇا لکجي ۽ هن جو ڪهڙيءَ زبان ۽ ڪهڙيءَ عبارت ۾ تعارف ڪرائجي!

نڪته دان، نڪته سنج، نڪته شناس،
پاڪ دل، پاڪ ذات، پاڪ صفات. —"حالي"

مولانا عبيدالله جن، ۱۸۵۷ واري بلوي کان ٿورو عرصو پوءِ، ۱۲ تاريخ محرم الحرام سن ۱۲۸۹ھ مطابق ۱۰ مارچ سن ۱۸۷۲ع ۾ خميس ڏينهن صبح جو ضلعي سيالڪوٽ جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ چيانواليءَ ۾، هڪ سک خاندان جي گهر ۾ پيدا ٿيا. مولانا جي پيءُ جو نالو رامسنگ، ڏاڏي جو نالو جسپتراءِ ۽ سندس پڙڏاڏي جو نالو گلابراءِ هو. سکن جي حڪومت جي دور ۾ گلابراءِ پنهنجي ڳوٺ جو مختيارڪار هو. سندس خاندان جو اصلي پيشو سوناري هو، پر ڪنهن وقت کان هڪ حصو سرڪاري نوڪريءَ ۾ لڳي ويو، ۽ انهن ۾ ڪيترا شاهوڪار وياج تي پيسن ڏيڻ جو ڌنڌو ڪندا هئا. مولانا جو والد، مولانا جي ڄمڻ کان چار مهينا اڳ ئي وفات ڪري ويو هو؛ ٻن سالن کان پوءِ سندس ڏاڏو به گذاري ويو؛ تنهن ڪري مولانا جي والده پنهنجي يتيم ٻارڙن سميت پيڪي گهر اچي رهي.

مولانا جو مامو جامپور ضلعي ديري غازيخان ۾ تپيدار هو. مولانا سن ۱۸۷۸ع ۾ جامپور جي هڪ اردو مڊل اسڪول ۾ تعليم وٺڻ شروع ڪئي. سن ۱۸۸۴ ۾ اسڪول جي هڪ آريه سماجي شاگرد وٽ مولانا صاحب "تحفة الهند" ۽ شاهه اسماعيل شهيد جو ڪتاب "تقوية الايمان" ڏٺو: مولانا جن ڪتابن ڏسڻ سان انهن جي مطالعي ۾ محو ٿي ويا ۽ ڪين اسلام جي صداقت تي يقين ٿي ويو.

سن ۱۸۸۷ع ۾ جڏهن مولانا ستين درجي ۾ پڙهندا هئا، تڏهن مسلمان ٿيڻ جي شوق ۾ پنهنجي گهر کان هميشه لاءِ ڌار ٿي ويا، ۽ "تحفة الهند" جي مصنف جو نالو "عبيدالله" پاڻ تي رکيائون.




مولانا عبيدالله سنڌي ۽ ظفرالحسن (استنبول ٤، جون ١٩٢٦)



مولانا عبيدالله ۽ زعماء افغانستان (ڪابل)



مولانا عبدالله لغاري
(صفحو ٢٧٠)

سنڌ ۾ پهريائين جناب حضرت حافظ محمد صديق رحه ڀرچونڊي وارن بزرگن جي خدمت ۾ حاضر ٿيا. حافظ صاحب جن پنهنجي دور ۾ مذهب جي لحاظ سان ڏاڍا مشهور معروف هئا. مولانا تي حافظ صاحب جن جي صحبت جو وڏو اثر ٿيو. مولانا صاحب جن ١٩١٠ ۾ پير جهنڊي ڳوٺ ۾ هڪ ديني مدرسو کوليو، جنهن جا پاڻ ناظم ۽ نگران هئا ۽ پڻ بطور معلم پڙهائيندا رهيا. حضرت موصوف هڪ ڏينهن پريءَ مجلس ۾ مولانا متعلق فرمايو ته "عبيدالله الله کارڻ پنهنجا مٽ مائٽ ۽ مذهب ڇڏيو آهي - هاڻي اسان هن جا ديني ماءُ پيءُ آهيون". مولانا جي دل تي انهن لفظن ڏاڍو اثر ڪيو، ۽ پاڻ به حضرت حافظ جن کي پنهنجو ديني پيءُ ڪري سمجهيائون. انهيءَ سبب ڪري، سنڌ کي مستقل طرح پنهنجو وطن سمجهيائون. مولانا جن قادري ۽ راشدي طريقن جي بيعت حضرت حافظ جن وٽ ڪئي. ڇئن پنجن مهينن کان پوءِ جڏهين مولانا جن وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ اتان روانا ٿيا، تڏهين حافظ صاحب جن دعا فرمائي ته 'خدا ڪري ته عبيدالله جو ڪنهن راسخ عالم سان لاڳاپو پيدا ٿئي!' چنانچه اها دعا قبول ٿي، ۽ الله تعاليٰ پنهنجي فضل سان مولانا کي حضرت شيخ الهند جي خدمت ۾ پهچايو.

شوال سن ١٣٠٨ھ ۾ مولانا جن حضرت ابوالحسن تاج محمد صاحب وٽ امروٽ ۾ ويا. ان وقت بزرگ امروٽيءَ خيال ڪيو ته مولانا جي شادي ڪرائجي، سو ڪين سکر ۾ اسلاميه اسڪول جي مولوي ماستر محمد عظيم خان يوسف زئي جي صاحبزاديءَ سان نڪاح ڪرايائون. مولانا جي والده کي به ان وقت گهرايو ويو. ان کان پوءِ سندن والده سائن گڏ رهي، ۽ پنهنجي اصلي سک مذهب تي محڪم هئي. حضرت امروٽي، مولانا جي مطالعي خاطر تمام وڏو ۽ ناياب ڪتبخانو گڏ ڪيو. سن ١٣١٥ھ تائين مولانا جن نهايت ئي اطمينان سان مطالعو ڪندا رهيا، ۽ حضرت جن مولانا کي پنهنجي اولاد وانگر سمجهندا هئا.

ڳوٺ پير جهنڊي ضلعي حيدرآباد ۾ راشدي طريقي جي پير صاحبن وٽ ديني علم جو بينظير ڪتبخانو هو. مولانا جن دوران مطالعي ۾ ڳوٺ پير جهنڊي واري پير صاحب ڏانهن به تمام گهڻو ايندا ويندا هئا. مولانا جي مطالعي جي اضافي ۾ ڪتبخاني جو وڏو دخل هو. ان سان گڏ حضرت مولانا جن پير رشيدالدين صاحب جي صحبت مان به مستفيد ٿيا، ۽ ذڪر "اسماء الحسنیٰ" به انهن کان سکيا. هي بزرگ دعوت توحيد ۽ جهاد جو هڪ مجدد هو. حضرت مولانا جن پير ابوالتراب رشدالله صاحب العلم الرابع سان به علمي صحبتون ڪيون. هو صاحب علم حديث جو وڏو عالم ۽ صاحب تصنيف هو. ان کان سواءِ قاضي فتح محمد نظاماڻي صاحب سان به علمي باري ۾ روح-رهائيون ڪيائون. قرآن شريف، حديث ۽ فقه جي تحقيق ۾، حضرت مولانا محمدقاسم صاحب رحه ديوبنديءَ کان وٺندي امام ولي الله رحه دهلويءَ تائين جيڪي به وچ ۾ عالم ٿي گذريا، تن کي مولانا صاحب پنهنجو امام تسليم ڪيو.

مولانا صاحب جن ١٩١٢ع ۾ دهليءَ ويا، جتي پاڻ ڊاڪٽر انصاري ۽ حڪيم اجمل خان سان گڏجي، ترڪيءَ کي بچائڻ ۽ هندستان کي آزاد ڪرڻ جي تحريڪ ۾ حصو ورتائون.

سن ۱۳۳۳ھ مطابق سن ۱۹۱۵ع ۾، حضرت شيخ الهند رح جي حڪم موجب، مولانا جن ڪابل ڏانهن روانا ٿي ويا ۽ کين اتان جو ڪو به مفصل پروگرام ڪونه ٻڌايو ويو هو. مولانا جن دهليءَ جي سياسي جماعت کي پڻ ٻڌائي ڇڏيو هو ته مان ڪابل وڃڻ وارو آهيان. انهن مولانا کي هندستان جو نمائندو ڪري موڪليو. ڪابل پهچڻ شرط مولانا کي معلوم ٿيو ته حضرت شيخ الهند رح جنهن جماعت جو نمائندو هو، ان جي پنجاهه سالن جي محنت جو حاصل سندس اڳيان غيرمنظم شڪل ۾ حڪم مڃڻ لاءِ موجود ۽ تيار هو. انهيءَ راز معلوم ڪرڻ بعد، پنهنجي هجرت ۽ حضرت شيخ الهند طرفان سندن انتخاب تي ويتر کين خوشي ٿي.

مولانا صاحب جن ست سال ساندهه ڪابل جي حڪومت ۾ شريڪ ٿي هندستان جي آزادي لاءِ انقلابي ڪم ڪندا رهيا. سن ۱۹۱۶ع ۾ امير حبيب الله خان کين هندستان جي سياسي جماعتن سان ملي ڪري ڪم ڪرڻ جو حڪم ڏنو. امير حبيب الله جي چوڻ موجب، مولانا صاحب انڊين نيشنل ڪانگريس سان رابطو پيدا ڪيو. جيئن ته مولانا صاحب جن تي ڪابل اچڻ کان اڳ انگريزي حڪومت طرفان گرفتاريءَ جا حڪم جاري ٿيل هئا، تنهنڪري انگريزن ڪابل جي بادشاهه امير حبيب الله کان مولانا جي ٻانهن گهري، پر بادشاهه مولانا جن کي موٽائڻ کان انڪار ڪيو.

مولانا صاحب ڪابل ۾ رهي انگريزن کي هندستان مان تڙي ڪڍڻ جون عملي تجويزون سٽيندو رهيو. امير امان الله جي هندوستان تي حملي ۽ ان کان پوءِ صلح ٿيڻ بعد، مولانا جن ماسڪو ويا ۽ پنهنجي نوجوان رفيقن جي مدد سان اتي سوشلزم جو باقاعدي مطالعو ڪيائون. روس جي حڪومت مولانا کي پنهنجو معزز مهمان ڪري ڄاتو، ۽ کين مطالعو ڪرڻ لاءِ هر قسم جي سهوليت ڪري ڏنائون: انهيءَ مطالعي جو نتيجو اهو ٿيو، جو مولانا جن پنهنجي مذهبي تحريڪ (جا امام ولي الله دهلويءَ جي فلسفي تي مبني آهي) کي هن زماني جي لادينيءَ جي حملي کان محفوظ رکڻ لاءِ تدبيرن سوچڻ ۾ ڪامياب ٿيا.

سن ۱۹۲۳ع ۾ مولانا جن انگورا ويا. ترڪيءَ جي سفير ۽ ماسڪو جي وزارت خارجه ـ ٻنهي گڏجي مولانا لاءِ سفر جو رستو آسان ڪري ڏنو. برطانوي جاسوسن کي انهيءَ راز جي بلڪل خبر ڪانه هئي. مولانا جن ساندهه ٽي سال ترڪيءَ ۾ رهي، تحريڪ اتحاد اسلاميءَ جو تاريخي مطالعو ڪيو.

حضرت مولانا يورپ مان ٿيندا مڪه معظمه پهتا، ۽ ساندهه ٻارهن سال مڪه معظمه ۾ رهيا؛ پر حڪومت سان سندن ڪو به تعلق ڪونه هو، نه وري مولانا جن ڪو سياست ۾ بهرو وٺندا هئا. مولانا جن فرمائيندا هئا ته "امان خانه ڪعبه ۾ اچي امن ورتو آهي". اتي مولانا صاحب جن ڀوپال جي رباط ۾ رهندا هئا، ۽ پنهنجي هميشه واري دستور موجب توڪل واري زندگي بسر ڪندا هئا. اسلامي دنيا جا ڪيترائي عالم ۽ هندستان جا انگريزي خوان ڪانئن قرآن حڪيم جو درس وٺندا هئا. مڪي معظم جي حرم جو پيش امام ۽ ٻيا علماء ڪرام، جي جامع ازهر جا فارغ التحصيل هوندا هئا، اهي به مولانا مرحوم وٽ قرآن حڪيم جو درس وٺندا هئا. روس

جو عالم موسيٰ جارالله جڏهن مڪه معظمه ۾ آيو، ته مولانا جو درس ٻڌي گرويده ٿي پيو ۽ مولانا صاحب کان درس وٺندو رهيو.

١٩٣٨ع جي شروعات ۾، مولانا مرحوم، سنڌ جي ليڊرن جي ڪوشش سان، پنهنجي وطن سنڌ ۾ پهتا. ان وقت مولانا پوڙها ٿي ويا هئا ۽ مسلسل ڏهن سالن جي سفر جي تڪليف کين ضعيف ڪري ڇڏيو هو- تاهم سندن فڪر جوان هو، ۽ همت عالي هئي؛ وطن جي خدمت جو جذبو پڻ منجهن ڀرپور هو. اهوئي سبب هو، جو مولانا جن انهيءَ پيريءَ ۾ پڻ هندوستان جي قومي ۽ ذهني آزاديءَ لاءِ عملي تدبيرون سوچيندا رهيا.

مولانا عبيدالله جي سموري زندگي، قوم لاءِ، ڏکن ڏاکڙن ۾ گذري. عموماً ننڍپڻ، ايندڙ زندگيءَ لاءِ اميدن جي خوابن جو زمانو هوندو آهي، جواني انهن اميدن جي حسرتن پوري ڪرڻ لاءِ، ۽ پيري آرام گهرندڙ آهي؛ پر مولانا سنڌيءَ جي حياتي انهن حالتن ۽ خيالن کان بنهه مختلف گذري: ننڍپڻ ۾ سندن نيڪي-طلب طبيعت ۽ نڪته رس دماغ، دل جي آرام خاطر، مذهبي عقيدن کي پنهنجي اعليٰ صلاحيت واري طبيعت جي ڪسوٽيءَ تي پرکڻ لاءِ مجبور ڪيو، ۽ پنهنجي بيقرار دل جي قرار خاطر گهر ڇڏي بي گهر ٿيا. دِيني اعتقاد کين عمل لاءِ اتاريو. ان کان پوءِ جواني آئي، پر اها به سرتاپا انقلاب ۽ عمل بڻجي آئي: ڪا جاءِ نه هئي، ڪو شهر نه هو، جتي مولانا سنڌيءَ جي پاري وانگر تڙپندڙ دل آرام ورتو! پيريءَ کين مايوس ڪرڻ بدران وڌيڪ جوش ڏياريو: پنهنجي زندگيءَ جو ڏيو وسامندو ڏسي، نهايت جوش سان ڪوشش ڪرڻ لڳا ته جيئن ڪي اهڙا نوجوان پيدا ڪري وڃجن، جيڪي پنهنجي ذهني بيداري ۽ حڪمت عمليءَ سان قوم، ملڪ ۽ ملت جي خدمت ڪن ۽ هن برعظيم کي ڌارين جي غلاميءَ کان آزاد ڪرائين. آخرڪار، ٢٢ آگسٽ ١٩٤٤ع ۾، شمع هدايت ۽ انقلاب جو امام اسان جي نظرن کان هميشه لاءِ غائب ٿي ويو. مگر، سندن علمي توڙي عملي ڪارناما اسان جي اڳو موجود آهن، جن جي روشنيءَ ۾ اڄ به اسين ترقيءَ جون منزلون طي ڪري سگهون ٿا.

---

# مولوي عبدالله لغاري*

عبدالله، بن نهال خان، بن محمد خان، بن رستم خان، بن فتح محمد خان (ھاڙو ڪالو واڻي احمداڻي) لغاري، سن ١٢٨٨ هجريءَ ڌاري، ڪوٽ داد لغاري تعلقي ميرپور ماٿيلي ۾ ڄائو. مولوي محمد يعقوب صاحب لغاريءَ(١) سندس نالو 'عبدالله' رکيو. ڀر بانين ڪوٽ داد لغاريءَ ۾ پنهنجي سؤٽ مولوي محمد امين لغاريءَ وٽ پڙهڻ ويٺو ۽ اتي 'صرف' تائين پڙهيو؛ ان بعد مولوي عبدالقادر صاحب وٽ ڳوٺ "پنهواري" (لڳ اسٽيشن 'سالڪي') ۾ پڙهيو، جتي صرف ختم ڪيائين ۽ ڪجھ 'نحو' به پڙهيائين؛ ان بعد نوشهري فيروز ۾ قاضي محمد عالم، قاضي عبدالرؤف، قاضي عبدالحفيظ ۽ مولوي فيض الڪريم وٽ پڙهيو؛ ان بعد ٺاروشاهه لڳ "ساندن" جي ڳوٺ ۾ حڪيم شمس الدين صاحب جي چاچي مولوي عبدالڪريم بن مولوي محمد عثمان(٢) وٽ پڙهيو؛ اتان وري ڏيري لڳ مخدوم حبيب الله جي پٽ مخدوم غلام محمد

---

* هن مضمون جو مدار اسان جي پنهنجي يادداشت تي آهي، جا مولوي عبدالله صاحب سان مختلف ملاقاتن جي دوران ۾ قلمبند ڪئي ويئي. —نبي بخش

(١) مولوي محمد يعقوب صاحب سن ١٢٨٩ هه ۾ وفات ڪئي. مولانا عبدالله صاحب چيو ته 'منهنجي ڄمڻ کان ٿورو پوءِ، مولوي محمد يعقوب صاحب وفات ڪئي'. چيائين ته 'مولوي محمد يعقوب صاحب وڏو عالم، فاضل، شاعر ۽ هڪ بيدار مغز قومي ڪارڪن هو. فارسي توڙي سنڌيءَ جو شاعر هو. تخلص "سامي" ڪندو هو. سندس هڪ مصرع آهي: "'سامي' از ذات است صفاتش بصفات". مولوي ڀائي صاحب هر لحاظ سان شاعريءَ ۾ مولوي محمد يعقوب جو رهين منت هو، ۽ سندس ڪيترا اشعار تضمين طور پنهنجي ديوان ۾ آندا اٿس. مولوي محمد يعقوب، پرچوندي وارن بزرگن جو خليفو هو. خدمت خلق، غريبن جي مدد ۽ مظلومن سان همدردي سندس زندگيءَ جا خاص مقصد هئا. پنهنجي ڳوٺ جي آسپاس ڏهن ٻارهن ڪوهن ۾ گشت ڪندو هو، ۽ تڪليف وارن جون تڪليفون دور ڪندو هو. هارين کي قرض کان بچائيندو هو—ڪنهن کي ڏوڪڙ وٺي ڏيندو هو، ته ڪنهن جي لاءِ ٻج جو انتظام ڪندو هو. نه فقط مسلمانن جي، پر هر مظلوم جي مدد ڪندو هو—راسو ڏيڊ کي واڻين کان آن وٺي ڏنائين. هارين کي چوندو هو ته ڪڏهن ڪم ڪريو ۽ پنهنجا جوڙا ڪڏهن وڃايو. مولانا عبدالله چوندو هو ته "مولوي محمد يعقوب جي تحريڪ جو قدر اسان کي تڏهين پيو، جڏهين اهين روس ۾ ڏٺاسون"'. (٢) مولوي محمد عثمان صاحب حديث جو حافظ ۽ ڄاڻو هو. هو علامه شوڪاني (مصنف "نيل الاوطار") جو شاگرد هو—(مولانا عبدالله).

وٽ پڙهيو: اتان ويجهو ”ٽکڻ“ جي ڳوٺ ۾ مولوي عبدالقدوس صاحب رهندو هو، جو هڪ صوفي درويش ۽ وڏو خطاط هو، ان وٽ ”شرح تهذيب“ ۽ ٻيا منطق جا ننڍا ڪتاب پڙهيائين. ان بعد، ڪراچيءَ ۾ مولوي محمد صادق جي والد مولوي عبدالله وٽ ڪي ٿورا سبق پڙهيو. اتان ٺٽي ۾ آيو، اتي جو مشهور مدرس ۽ عالم مولوي محمد علي فوت ٿي ويو هو، پر سندس شاگرد موجود هئا، جن سان ٽي چار مهينا ڪن صحبت ڪيائين. ٺٽي مان موٽي ڳوٺ آيو، پر مولوي محمد امين صاحب مٽس ڪاوڙيو ۽ چيائين ته ”تو اجايو وقت وڃايو آهي، پر پڙهڻ گهرين ته هاڻي ملتان ۽ پنجاب طرف وڃي علم جي تڪميل ڪر“.

مولانا عبدالله صاحب چيو ته

”پوءِ آءٌ سنڌ مان روانو ٿيس، ۽ هڪ سال ڪن مولوي سلطان محمود محدث (غير مقلد) ملتانيءَ وٽ پڙهيس. ان بعد، رياست بهاولپور ۾ ’صاحب السير‘ جي خانقاهه تي سال ڪن مولوي عبدالرشيد وٽ پڙهيس. ان بعد، ڪي ڏيهاڙا مولوي محمد عاقل صاحب وٽ ’جلال پور پير واري‘ (تعلقو شجاع آباد، ضلعو ملتان) وٽ پڙهيس. اتي اسان حافظ فتح محمد صاحب کي ڏٺو، جو هڪ وڏو بزرگ هو ۽ پرچوندي وارن بزرگن جو خليفو هو. اتان پوءِ جلال پور لنگهي ٻن ميلن تي ’ديهه عمرپور‘ ۾ مولوي الاهي بخش لانگاهه منطقي عمرپوريءَ وٽ حديث، فقه ۽ منطق جي آخري ڪتاب ’ملا حسن‘ (تصورات) ۽ ’حمدالله‘ (تصديقات) پڙهيس(۱)“.

”اڳ جدا جدا ڪتاب، جدا جدا استادن وٽ پڙهندا هئاسون: معلوم هوندو هو ته فلاڻو استاد فلاڻو ڪتاب سٺو ٿو پڙهائي، ۽ ان لحاظ سان، پنهنجي ذوق ۽ ضرورت موجب، شاگرد وڃي اهو خاص ڪتاب انهيءَ استاد وٽ پڙهندا هئا“.

ان بعد مولانا عبدالله جي پڙهائي ختم ٿي، ۽ واپس وطن آيو. سن ۱۳۱۶ هجريءَ ۾ شادي ڪيائين. ان کان پوءِ امروٽ ۾ مولانا عبيدالله سنڌيءَ سان سندس ملاقات ٿي. انهيءَ ملاقات سندس زندگيءَ ۾ هڪ نئون ورق ورايو، ۽ کيس انقلابي سياست ۾ مولانا عبيدالله جو رفيق بنايو. مولانا عبدالله چيو ته

”مولانا عبيدالله جي انقلابي خيالن مون تي جو ايترو اثر ڪيو، انهيءَ لاءِ هڪ خاص سبب هو: اسان جو وڏو ڏاڏو ميان احمد خان لغاري، مير شير محمد خان جي ساٿين ۽ سپهه سالارن مان هو. آخري طور جڏهن ڪونهيري واري لڙائيءَ ۾ مير شير محمد خان کي شڪست

---

(۱) اهي ٻئي ڪتاب، منطق جي مشهور ڪتاب ”سُلّم“ جون شرحون آهن. مولانا عبدالله جي راءِ ۾ – ”تڪميل الاذهان“، ”سُلّم“ کان زياده بلند آهي، ۽ ان کي مدرسن جي نصاب ۾ داخل ڪيو وڃي ته زياده مفيد ٿيندو“. ”تڪميل الاذهان“ اڳ ليٿو ۾ ڇپي هئي، پر هاڻي ناياب آهي. ان جو هڪ قلمي نقل سنڌ يونيورسٽيءَ جي ڪتبخاني ۾ موجود آهي.

آئي، تڏهن مجبوراً هنن کي هيءَ پاسو ڇڏڻو پيو. جيڪو سنڌ ۾ لشڪر ڀڄيو، اهو، ۽ توبون ۽ ٻيو اثالو ساڻ ڪري، سانگهڙ وٽان اچي ٿاري جي اتل واري پاسي ۾ ڪهڙيا، ۽ پاسيءَ واري خفيه وات ذريعي هو نڪري ويا، ۽ انگريزن جو لشڪر اچي ويهي رهيو. پوءِ، هي سڄو اثالو ايرلدي طرف ٿاري جي ٻرپان نڪري ويو، ۽ "راولي ٻند" وٽان وڃي ميرپور ماٿيلي ۾ لغارين ۽ ٻين بلوچن جي جميعت هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائون.

انهيءَ شڪست ۽ سفر ۾ ڏاڏو محمد خان، پنهنجي ٻارن ٻچن سميت، مير شير محمد خان جي ڪئمپ سان گڏ هو. اسان جي ڏاڏي اها سڄي ڳالهه اسان کي ٻڌائيندي هئي، ۽ چوندي هئي ته مياں محمد خان هميشه چوندو هو ته 'وري سنڌ فتح ڪنداسون'. انهن ڳالهين ٻڌڻ سببان، انگريزن کي ملڪ مان ڪڍڻ ۽ آزادي حاصل ڪرڻ جا خيال دماغ ۾ جاگير ٿي چڪا هئا. مولانا عبيدالله جي انقلابي خيالن ۾ اسان کي پنهنجي خواب جو تعبير نظر آيو، ۽ مولانا موصوف جي رهنمائيءَ هيٺ انقلابي سياست کي مون پنهنجو نصب‌العين بڻايو. ان کان پوءِ منهنجي زندگيءَ جو احوال، مولانا عبيدالله صاحب جي زندگيءَ جي احوال سان وابسته آهي".

مولانا عبيدالله جي پوليٽيڪل نظرين کي اڳتي وڌائڻ لاءِ هڪ اداري جي ضرورت هئي؛ انهيءَ ڪري امروٽ شريف ۾ هڪ مدرسو کوليو ويو، پريس قائم ڪئي وئي ۽ "اخوان‌المسلمين" نالي هڪ رسالو ڪڍيو ويو. لٽريچر جي اشاعت جي سلسلي ۾، "طحاوي جا عقائد" ۽ ٻيا رسالا ڇاپيا ويا. انهيءَ اداري جو باني مولانا عبيدالله صاحب هو، ۽ مئنيجر مولوي عبدالله صاحب هو. اداري تي ڪافي قرض ٿي ويو. مولانا عبيدالله مالي امداد جي تلاش ۾ هليو ويو، ۽ مولوي عبدالله کي قرض وارن اچي وڪوڙيو. امروٽ وارو بزرگ به ناراض ٿي پيو، جو قرضدارن چيو ته اوهان جي ڪري ئي اسان هن اداري کي قرض ڏنو. نهايت نازڪ حالت هئي، جو رُڪ اسٽيشن تي، جيڪب آباد جي ڪنهن صاحب خير، مولانا عبيدالله کي ٻانمرادو سڏي، ڪافي رقم ڏني، جا هو صاحب کڻي اچي امروٽ ۾ پهتو. رقم ايتري هئي جو سڀني قرضدارن جو قرض لاٿو ويو. تقريباً ٽي سال، سن ١٣١٦هه کان ١٣١٩هه تائين، هنن ٻن رفيقن اهو ادارو هلايو؛ پر امروٽ جهڙي ٻوراڙيءَ واري ڳوٺ ۾ رهي، هن اداري ذريعي رٿيل سياسي پروگرام کي ڪامياب بڻائڻ مشڪل نظر ٿي آيو. مولوي عبدالله چيو ته

"مون آخرڪار مولانا عبيدالله صاحب کي چيو ته 'جي پريس ۽ اشاعت ذريعي پروگرام هلائڻو اٿوَ، ته هلو ته ڪم از ڪم حيدرآباد جهڙي شهر کي علمي مرڪز بڻايون؛ ۽ جيڪڏهن هر وڏيرو پيرن ۾ ويهي ڪم ڪرڻ ٿا چاهيو، ته پوءِ هلو ته پير صاحب پاڳاري وٽ هلون.' "انهن ڳالهين ۽ خيالن ۾ رهياسون جو هڪ ڏينهن هڪ ماڻهو اچي پهتو، جنهن مولانا عبيدالله صاحب کي چيو ته 'مدرسي قائم ڪرڻ جي سلسلي ۾ اوهان کي پير صاحب جهنڊي واري گهرايو آهي'. امروٽ وارن بزرگن کان مولانا کي وڃڻ جي اجازت ملي چڪي هئي، انهيءَ ڪري اسان هالي امروٽ کي في‌الحال ڇڏيو. آءٌ هليو ويس دينپور،

۽ مولوي صاحب بہ وچي ٿلاهہ (ضلعو لاڙڪاڻو) ۾ پير جهنڊي وارن سان ملي آيو. پير صاحب جن ٽي سؤ روپيا ماهوار نفقي طور منظور ڪيا. مولوي صاحب اها ڳالهہ قبول ڪري ڏينهوڙ آيو. جڏهين ڏينهوڙ وارن بزرگن ٻڌو، تڏهين چيائون تہ ١٠١ رقم نفقي طور اسين ئي ڏيون ها، - ڪهڙو نہ بهتر ٿئي ها جو اوهان هت رهو ها!' بهرحال، وعدي موجب، اسان هاڻي پيرصاحب جهنڊي واري جي ڳوٺ کي مرڪز بنائڻ جو ارادو ڪيو".

مولوي عبدالله، اڳواٽ ابتدائي انتظام خاطر، 'پير جهنڊي' پهتو: ان بعد مولانا عبيدالله بہ آيو. مدرسي جو نالو "دارالرشاد" تجويز ٿيو. مولوي عبدالله جي راءِ موجب، مولوي محمد صاحب لغاريءَ کي چانهيون (ضلعو ديرو غازيخان) مان، ۽ مولوي محمد امير کي 'جهنگ' مان، گهرايو ويو. مولانا عبيدالله صاحب مدرسي جو ناظم ۽ مهتمم هو، مولوي عبدالله صاحب نائب مهتمم هو، ۽ تعليم جي نگهباني توڙي طالبن جي سنڀال سندس حوالي هئي. تقريباً ١٣١٩هہ تائين مدرسو 'دارالرشاد' هلايائون، ۽ تعليم جو هڪ وڏو مقصد "طالبن جي ذهني بيداري" ڪري ورتائون.

انهيءَ وچ ۾ سندن خط وڪتابت جو سلسلو ديوبند سان بہ رهيو. مولانا محمودالحسن صاحب نيٺ خط لکي مولانا عبيدالله کي ديوبند گهرايو. مولوي عبدالله صاحب چوي ٿو:

"مولانا محمودالحسن صاحب، 'جميعت الانصار' جي دستاربنديءَ واري جشن کان تقريباً ڏيڍ يا ٻہ سال کن اڳ، مولانا عبيدالله صاحب کي ۽ مولوي محمد صادق صاحب کڏي (ڪراچي) واري کي گهرايو. آءٌ بہ مولانا عبيدالله سان گڏجي ويس. انهيءَ ملاقات کان پوءِ اسان جي انقلابي سياسي زندگيءَ جو آغاز ٿيو.

"انهيءَ ملاقات واري موقعي تي، مولانا عبيدالله ۽ مولانا محمد صادق ٻئي مولانا محمودالحسن صاحب جي آڏو ويٺا هئا، ۽ آءٌ پويان ويٺو هوس. مولانا محمودالحسن صاحب چيو تہ 'هيءَ ديوبند جو مدرسو سن ١٨٦٦ع ۾ قائم ٿيو. آءٌ پهريون شاگرد هوس. مولانا محمد قاسم صاحب نانوتوي ان موقعي تي جيڪا تقرير ڪئي، سا مون کي ياد آهي'. چيائون تہ 'هيءُ مدرسو انهيءَ لاءِ کوليو ويو آهي تہ ١٨٥٧ع واريءَ شڪست جي تلافي ڪجي: مگر هن وقت هيءُ مدرسو انهيءَ اصل مقصد کان ڪري پيو آهي. محض پڙهائڻ لاءِ تہ هاڻي هن قسم جا پيا مدرسا بہ قائم ٿي چڪا آهن. جا ڪرڻ گهرجي، جو مدرسو پنهنجو اصل مقصد پورو ڪري - آءٌ هڪ رات خواب ۾ بہ انهيءَ خيال ۾ غرق هوس، جو ڏٺم تہ سنڌ مان هڪ شخص آيو آهي، جنهن جي ڏاڙهي چاپئين ۽ وضع قطع ۾ پوري آهي، ۽ انهيءَ شخص اچي هن اصل مقصد طرف رهنمائي ڪئي آهي. تنهن سان سجاڳ ٿيڻ تي غور ڪيم، تہ خيال ۾ آيو تہ سنڌ ۾ مولوي عبيدالله ۽ مولوي محمد صادق انهيءَ وضع قطع وارا ٻہ شخص آهن - ۽ انهيءَ ڪري اوهان کي مشوري لاءِ سڏيو اٿم'. اهو ٻڌي، مولوي عبيدالله چيو تہ 'منهنجي راءِ آهي تہ هن مدرسي جي جملي فارغشده طالبن

ڪي، جي هندوستان خواه هندوستان کان ٻاهر آهن تن کي، دستاربنديءَ جي جلسي لاءِ گهرايو وڃي. انهيءَ اجتماع ذريعي، هن مدرسي جي مرڪزي حيثيت ۽ اهميت به واضح ٿيندي، ۽ مدرسي جي اصل مقصد واريءَ تحريڪ کي ڪامياب بنائڻ لاءِ ٻي تجويز سوچي سگهبي'. انهيءَ تي مولانا محمود الحسن صاحب مولوي صاحب کي چيو ته 'اوهين هاڻي هتي رهو، ۽ انهيءَ جلسي جي تدبير ڪريو: باقي مولوي عبدالله پال واپس وڃي مدرسو (دارالرشاد، جهنڊو) هلائي".

انهيءَ فيصلي بعد، مولوي عبدالله صاحب ديوبند مان واپس ڳوٺ پير جهنڊي آيو، جتي مدرسي 'دارالرشاد' جو مهتمم توڙي ناظم ٿي رهيو. دستاربنديءَ واري جلسي جي موقعي تي ديوبند ويو، ۽ مولانا عبيدالله صاحب ۽ ٻين سان ملي وري موٽي آيو، ۽ مدرسي 'دارالرشاد' جي ڪم ۾ رڌل رهيو- تان جو ١٩١٤ع ڌاري مولانا عبيدالله کي ڪنهن سياسي مشن سان ڪابل ڏانهن وڃڻو ٿيو: انهيءَ خيال سان هو مدرسي 'دارالرشاد' ۾ پهتو، ۽ مولوي عبدالله کي آگاهه ڪيائين ته ڪيس ٻه رفيق ٿي ڪابل هلڻو پوندو.

مولوي عبدالله صاحب چيو:

"هڪ سال کن اسان کي ضروري تياريءَ ۽ تدبير سوچڻ تي لڳو ته انگريزي حڪومت جي سخت چوڪسيءَ هوندي به ڪيئن ڪابل پهچون. آڏو رمضان شريف آيو، جنهن ۾ آءٌ ڳوٺ پير جهنڊي مان پنهنجا ٻار ٻچا وٺي، ڳوٺ (ڪوٽ نواب، تعلقو سانگهڙ) ڇڏي، تيار ٿي آيس. غالباً آگسٽ (سن ١٩١٥ع) جي بالڪل شروعات هئي، جو مولانا عبيدالله خانپور طرف روانو ٿيو، ۽ مون کي چيائين ته پاڻ اتي بزرگن (عارف غلام محمد صاحب دينپوري) کان اٽ هٽ ڪري مون کي تار ڪندو. جڏهين تار پهتي، ته آءٌ به وڃي اتي پهتس. مولانا عبيدالله چيو ته 'آءٌ گهراياسون سي آيا، ۽ بزرگن کين ڏنا: باقي ڪٺڪ جو هيءَ ستون ڏنائون: پنسو به ڪونهي، هاڻي ڪهڙي تدبير ڪجي؟'. اتي مون وڃي بزرگن جي نائيءَ مولانا عبدالقادر کان ٿي گنيون ورتيون- جن مان ٻه مولانا صاحب کي ڏنم ۽ هڪ پاڻ وٽ رکيم. ان بعد، اها صلاح پئي ته مولانا صاحب سنڌ جي سرحد کان سبيءَ تائين خشڪيءَ ذريعي پهچي، جاڪاڻ ته ريل ۾ سنڌ سان پڪڙجڻ جو امڪان آهي: باقي آءٌ اڳوات انتظار خاطر ريل ذريعي روانو ٿيس. مولوي احمدعلي صاحب لاهوريءَ جو پاءُ محمدعلي (جو ان وقت لنڊو هو) به مون سان گڏ هليو، ۽ اسين اچي سبيءَ ۾ پهتاسين. مولانا عبيدالله صاحب، امروٽ شريف مان ٿيندو، جيڪب آباد کان پيدل روانو ٿي، 'جهٽ پٽ' اسٽيشن تان اچي گاڏيءَ ۾ چڙهيو، ۽ سڌو وڃي ڪوئيٽا پهتو. اتان جڏهين سنڌس پيغام اسان کي پهتو، تڏهين اسين به وڃي ڪوئيٽا پهتاسون. اهڙان اهو مهينو آگسٽ سن ١٩١٥ع هو. اسان وٽ سفر جو خرچ خيرڪو هو. سبيءَ ۾ مون چندو ڪيو، جنهن مان آسي روپيا ٿيا، جي ساڻ ڪري ڪوئيٽا پهتو هوس. ڪوئيٽا کان اڳتي پيدل وڃڻو هو. اختر نالي هڪ

پٺاڻ نوجوان کي هڪ گني ڏنيسون، ۽ هن اسان کي، عام رستن جي بدران مخفي رستن ذريعي سرحد تي پهچائڻ جو وعدو ڪيو. جنهن ڏينهن اسين روانا ٿياسين، انهيءَ ڏينهن شيخ عبدالرحيم صاحب حيدرآبادي به اچي پهتو، جو پنهنجي پارڻ جا ڳهه ڳنا وڪڻي ست سؤ رپيا ڪٺي آيو هو، جي اسان کي ڏيئي پاڻ فوراً واپس هليو ويو. اسين پوءِ خشڪي رستن سان شوراوڪ، ڪنڌ ني (چمن، افغانستان) ۽ قنڌار مان ٿيندا، بالاخر اچي ڪابل پهتاسين“.

ڪابل ۾ قيام واري عرصي ۾ مولوي عبدالله، مولانا عبيدالله صاحب جو معتمد صلاحڪار ٿي رهيو. امراء ۽ رؤساء سان ملاقاتين ۾ هميشه مولانا عبيدالله سان گڏ رهيو: صرف امير حبيب الله کي مولانا عبيدالله صاحب اڪيلو مليو، باقي ولي عهد عنايت الله خان، نادرخان، امان الله خان، محمود خان ترزي وغيره امراء سان ملاقاتين وقت، مولوي عبدالله بحيثيت معتمد صلاحڪار جي، مولانا عبيدالله صاحب سان گڏوگڏ رهيو.

تقريباً ڇهن سالن کان پوءِ، مولانا عبيدالله صاحب، مولوي عبدالله صاحب کي واپس هندوستان ڏانهن هڪ خاص ڪم لاءِ موڪليو: اهو ڪم هيءُ هو ته اول مولوي عبدالله صاحب، راجا موهندر پرتاب جا خط ۽ مولانا عبيدالله صاحب طرفان لکيل خط (مولانا محمد علي، ڊاڪٽر انصاري، حڪيم اجمل خان ۽ ٻين ڏي) سلامتيءَ سان پهچائي؛ ۽ پوءِ ته بزرگ دينپوري، بزرگ امروٽي ۽ پير جهنڊي وارن کان هڪ عبارت (جا کيس قلمبند ڪرائي ويئي هئي) سندن دستخط لکارائي، انگريزن خلاف جهاد جي اجازت وٺي، واپس ڪابل موڪلي. انهيءَ مقصد جي تڪميل لاءِ، مولوي عبدالله صاحب ڪابل مان روانو ٿيو. شيخ عبدالرحمان نالي هڪ نؤمسلم به پرڀان سائس گڏجي وطن ڏانهن واپس اچڻ لاءِ رفيق ٿيو. مولوي صاحب مارچ اپريل ١٩١٦ع ۾ هندوستان پهتو، ۽ جملي خط پهچائي، مولانا عبيدالله کي خط ذريعي اطلاع ڏنائين. ان بعد، لکيل عبارت تي دستخط وٺي، اهي جهاد جون اجازتون، ڏنل حڪم موجب، سردار عبدالرزاق ميزان العلماء* ڪابل ڏانهن سڌو روانيون ڪيائين.

مولوي عبدالله صاحب چيو:

”اسان کي پوءِ خبر پيئي ته جهاد جون اهي بيعتون ۽ اجازتون امير حبيب الله جي ڪم جون هيون. مولانا عبيدالله صاحب کي به خبر ڪانه هئي، ورنه مون کي هندوستان ڏانهن ڪونه موڪلي ها. حقيقت هن طرح هئي ته امير حبيب الله اهي جهاد جون بيعتون گڏ ڪري هندوستان جي وائسراءِ ڏانهن موڪليندو هو، ۽ کيس هرهڪ بيعت لاءِ چار پنج گنيون ملنديون هيون. انگريزن کي خدشو هو ته متان لڙائيءَ جي دوران ۾ مسلمانن طرفان ڪا بغاوت ٿئي: هتن ڇاڻي ٻجهي امير حبيب الله کي ان بغاوت جو سرڪردو بنايو؛ جهاد جون سڀ بيعتون امير حبيب الله سان ٿي ٿيون: جنهن جي معنيٰ ته امير حبيب الله جهاد

---

* سردار عبدالرزاق، مولانا رشيد احمد گنگوهيءَ جو شاگرد هو.

جو امير هو، ۽ سنڌ س طرفان ٿي جهاد جو اشارو ۽ اعلان ٿيڻو هو. مگر، امير حبيب الله سان انگريزن جو معاهدو هو، ۽ هو سائن وفادار هو. اهي ٻيئتون صوبي سرحد ۽ پين هنڌان ورتيون ٿي ويون".

هندوستان ۾ پهچڻ تي، انگريزن کي ڳوڙ ڪ پنجي ويئي ته عبدالله پهچي ويو آهي ۽ ڪابل مان ڪي شيون آنديون اٿس – پر مولوي عبدالله پنهنجو ڪم پورو ڪري ورتو. ان بعد، انگريزن جي چوڪسي محسوس ڪري، هو في الحال وري دينپور جي بزرگن جي ٻارن کي پڙهائڻ لاءِ معلم ٿي ويهي رهيو. ان بعد، مئي جو مهينو (١٩١٧-؟) هو، جو شيخ عبدالحق ڪابل مان مولانا عبيدالله صاحب کان خط وٺي اچي دينپور پهتو، ۽ بزرگن سان ذڪر ڪيائين. اهي خط مخفي طرح ريشمي رومالن تي لکيل هئا. شيخ عبدالحق کي اهي خط حيدرآباد ۾ شيخ عبدالرحيم کي پهچائڻا هئا، جنهن کي وري اهي خط مولانا محمودالحسن صاحب کي حجاز ۾ پهچائڻا هئا. شيخ عبدالحق اصل ۾ ملتان ۾ مسلمان ٿيو هو، سو ڪابل مان ايندي غالبا اڳ ۾ ملتان لٿو، ۽ اتي ربنواز(؟) نالي هڪ پٺاڻ سان ان راز جو ذڪر ڪيائين. ربنواز اها خبر فوراً انگريزي حڪومت تائين پهچائي، ۽ سڀني واسطيدارن کي گرفتار ڪرائڻ لاءِ منصوبو سٽيو ويو.

مولوي عبدالله صاحب چيو:

"شيخ عبدالحق دينپور ۾ آيو، ۽ بزرگن آڏو اچي ريشمي رومال وارا خط پيش ڪيائين. ان سان گڏ پيا خط بزرگ دينپوري، امروٽي ۽ پير جهنڊي وارن ڏانهن پڻ هئا، جي اسان ڪاٿس وٺي رکيا. مون کي سنڌس ڳالهين مان ڪجهه شڪ جاڳيو، انهيءَ ڪري جڏهن هن اجازت گهري ته هو اهي مخفي خط کڻي وڃي حيدرآباد ۾ شيخ عبدالرحيم کي پهچائي، ته مون بزرگن کي چيو ته 'هن کي خط نه ڏيو، آءٌ پاڻ پنهنجي سر وڃي پهچائيندس'؛ مگر جڏهن ته هو سڌو بزرگن وٽ آيو هو، انهيءَ ڪري فيصلو سنڌن هٿ ۾ هو – پاڻ چيائون ته 'نه، ڀلي خط ميءَ پاڻ وڃي پهچائي'. شيخ عبدالحق اسان کي ٻڌايو ته خط پهچائڻ بعد هو ڪابل روانو ٿي ويندو، انهيءَ ڪري مون کان خط ورتائين ته مون هٿ اچي چاچا ڪيو. مون اهڙو خط ڪيس ڏنو، جنهن ۾ بيعتن جو ذڪر هو. جڏهن عبدالحق روانو ٿيو ته احتياط طور اسان، بزرگن جو پٽ ۽ سنڌن نائب مولوي عبدالقادر ساڻس گڏ روانا ڪيا ته ڪيس وڃي سڌو حيدرآباد جي ٽڪيٽ وٺي ڏين. هنن ائين ڪيو، پر پانهجي ٿو ته هو اڳتي ڪنهن اسٽيشن تي لهي فوراً ملتان پهتو، ۽ جملي خط وڃي ربنواز کي ڏنائين، ۽ ساڻس سڄو احوال ڪيائين. انهيءَ وچ ۾ ربنواز سڄو انتظام رکيو هو: خط سڀئي سرڪار جي حوالي ٿيا، ۽ وڃي وائسراءِ تائين پهتا؛ ربنواز کي خانبهادريءَ جي خطاب ۽ ١٢ مربع زمين جي انعام لاءِ حڪم صادر ٿيا؛ ۽ اسان سڀني جي گرفتاريءَ جا آرڊر نڪتا. پوليس اچي بهاولپور ۾ لٿي، اتان راتو رات دينپور

پهچئي هئي، پر اتي جي ڊي. ايس. پيءَ. کين ترسايو ۽ صبح جو وڃڻ جي صلاح ڏني؛ راتو رات بزرگن کي پيغام موڪليائين ته ”پوليس اوهان وٽ ايندي ۽ کي گرفتاريون ٿيڻ واريون آهن“. بزرگن منهنجي نالي سمجهيو ته شايد آءٌ (عبدالله) گرفتار ٿيندس، سو رات جو مون کي اچي ننڊ مان اٿاريائون ۽ چيائون ته ”تون هليو وڃ!“ مون سندن حڪم مڃيو، پر سندن نالي مولوي عبدالقادر کي چيم ته ”آءٌ فلاڻي هنڌ جهنگ ۾ وڃي ٿو ويهان، جي ضرورت پوي ته مون کي سڏجو“. اسان جي خيال ۾ هو ته هي گرفتاريون بيعتن وٺڻ سببان آهن- اسان کي ريشمي رومال وارن خطن ڏانهن ته گمان ڪونه ٿي ويو! بهرحال، پوليس اچي پهتي، ۽ بالاخر منهنجي پاڻهن هٿ ڪرڻ لاءِ زور رکيائون. مولوي عبدالقادر اچي مون کي گولي لڌو، ۽ چيائين ته ”تون هل، نه ته بزرگ کي ٿا گرفتار ڪن!“ آءٌ ساڻس گڏجي آيس. اول منهنجي ڪمري جو جهاڙو ورتائون: ميز جا ٻه خانا جانچيائون، پر ٽيون، جنهن ۾ بزرگ امروٽي ۽ پير جهنڊي وارن ڏانهن آيل خط رکيل هئا، سو ڪونه کوليائون. اتي پوليس سپرنٽينڊنٽ منهنجي بدن جي تلاشي ورتي، ۽ اوچتو منهنجو پڱڪو لاٿائين. جڏهن ٿي منهنجو پڱڪو لاٿائين، ته مون ٻه هٿ سان سندس پڳڙيءَ کي ڏک هنيو، جا اڏامي وڃي پري پيئي! اتي گوڙ ٿي ويو، ۽ انهيءَ ڪري اهو ٽيون خانو، جنهن ۾ خط پيل هئا، اهو بنا تلاشيءَ جي رهجي ويو“.

پوليس اتان بزرگن کي، مولوي عبدالله کي ۽ ٻين سڀني واسطيدارن کي گرفتار ڪري لاهور وٺي ويئي. جيل ۾ سڀني کي جدا جدا رهايائون. مولوي عبدالله پنهنجي بيان ۾ چيو ته ”شيخ عبدالحق جيڪڏهين کي مخفي خط آندا، ته اهي ونس ٿي رهيا؛ باقي جيڪي خط بزرگ امروٽي ۽ پير جهنڊي وارن ڏي لکيل هئا، سي مون کي ڏنائين، جي مون وٽ ٿي رهيا ۽ مون کنهن کي به ڪين پهچايا“. سندن انهيءَ بيان تي بزرگ امروٽي ۽ جهنڊي وارا آزاد ٿيا. مولوي عبدالله کي هڪ مهينو لاهور جيل ۾ رهائڻ بعد، ملتان ڪوٽ جيل ڏانهن موڪليائون. انهيءَ سال ڊسمبر ۾، يا ٻئي سال جي شروع ۾، کيس وٺي اچي ڊيپور جي جيل ۾ نظربند ڪيائون. ڪجهه عرصي بعد کيس ڪراچي جي جيل ۾ اماڻيائون، جتان اٽڪل هڪ سال بعد وري کيس موٽائي آڻي ڊيپور جيل ۾ رکيائون. اتي نوَ مهينا يا سال کن رهيو. جو پهرين عالمگير لڙائي ختم ٿي ۽ کيس جيل مان آزاد ڪيائون. جيل مان نڪرڻ بعد، مولوي عبدالله اول ڊيپور ۾ بزرگن وٽ ويو. ۽ اتان پنهنجي ڳوٺ ڪوٽ نواب ضلعي سانگهڙ ۾ آيو. اتي پوءِ يڪدم ٿي کيس وري پنهنجي گهر ۽ ڳوٺ ۾ نظربند ڪيائون.

مولوي عبدالله چيو ته

”نظربنديءَ جي آرڊر پڙهائڻ وقت مون ڏي ڊي. ايس. پيءَ. چيو ته ”توکي نظربند ڪيو وڃي ٿو، ڇاڪاڻ ته تنهنجو استاد مولوي (عبيدالله صاحب) سرڪار سان وڙهي پيو آهي“. حقيقت هيءَ هئي جو ان وقت امان الله، انگريزن سان جنگ شروع ڪئي هئي. انگريزن

جي خيال موجب انهيءَ منصوبي جو سٿينڊڙ مولانا عبيدالله هو، جو ان وقت ڪابل ۾ وڏي حوصلي سان ڪم ڪري رهيو هو".

ڪجهه عرصي بعد، مولوي عبدالله صاحب کي گهر ۽ ڳوٺ جي نظربنديءَ کان آزاد ڪيو ويو. ان بعد کيس معلوم ٿيو ته مولانا عبيدالله صاحب حجاز ۾ اچڻو آهي، انهيءَ ڪري حج تي روانو ٿيو. هڪ سال اتي انتظار ۾ رهي پيو، پر مولانا عبيدالله ڪونه پهتو؛ انهيءَ ڪري مولوي عبدالله صاحب واپس موٽي آيو. هت پهچڻ بعد، ٻئي حج جي موقعي تي، کيس معلوم ٿيو ته مولانا عبيدالله صاحب مڪي شريف ۾ پهچي ويو آهي؛ انهيءَ تي هو وري هتان روانو ٿيو ۽ وڃي مولانا عبيدالله صاحب کي مليو. بس، پوءِ مولوي صاحب اتي ئي رهي پيو. مولانا عبيدالله صاحب سان حجاز ۾ قيام واري عرصي ۾، مولوي عبدالله صاحب وڏي علمي خدمت سرانجام ڏني: مولانا عبيدالله صاحب انهيءَ عرصي ۾ قرآن شريف، اسلامي علوم، ۽ شاهه ولي الله جي فلسفي جي تعليم ڏيندي جيڪي به تقريرون ڪيون، سي مولوي عبدالله صاحب قلمبند ڪيون؛ مولانا عبيدالله صاحب جي سياسي ڊائري به قلمبند ڪيائين؛ لاهور سان جيڪي ڪتاب مولانا عبيدالله صاحب جي افڪار ۽ شاهه ولي الله جي فلسفي تي شايع ٿيا آهن، تن جو مواد درحقيقت مولوي عبدالله صاحب جي قلمي ڪشالي جو نتيجو آهي - جيتوڻيڪ انهن ڪتابن ۾ هن بزرگ جي خدمت جو ڪماحقه اعتراف نه ڪيو ويو آهي.

١٩٣٨ع ڌاري، مولانا عبيدالله صاحب جي پنهنجي وطن ڏانهن واپسيءَ جو هوائو ٿيو. مولوي عبدالله فوراً روانو ٿيو ته اڳواٽ پهچي سڀني احبابن کي آگاهه ڪري، ۽ اڳتي جي پروگرام خاطر ابتدائي انتظام ڪري. مولوي عبدالله صاحب هت ١٩٣٨ ۾ پهتو، پر مولانا عبيدالله صاحب ١٩٣٩ع ۾ آيو. مولوي عبدالله صاحب سائس گڏ ڪڏي (ڪراچي) ۾ رهيو- تان جو مولانا صاحب هندوستان روانو ٿيو، ۽ مولوي عبدالله صاحب، سندس ارشاد موجب، ڪڏي ۾ رهيو. مولانا عبيدالله صاحب موٽي آيو ۽ وري دهليءَ روانو ٿيو، ۽ مولوي عبدالله کي چيائين "هاڻي تون پڻ وڃي پنهنجي گهر رهه". ان بعد، "مارشل لا" جي وقت (١٩٤٢ع) ۾، مولوي عبدالله ميرپورخاص ۾ لڏي آيو. مولانا عبيدالله صاحب سنڌ ۾ ايندو هو، ته وٽس ميرپورخاص ۾ ايندو هو. ان بعد چار مهينا کن وري مولانا عبيدالله صاحب ۽ مولوي عبدالله صاحب وڃي پير جهنڊي ۾ رهيا. ان بعد مولانا عبيدالله صاحب وري دهليءَ ويو، جتان بيمار ٿي پير جهنڊي ۾ پهتو. مولوي عبدالله صاحب کيس وڃي اتي مليو، ۽ اتان سائس گڏجي حيدرآباد ۾ آيو، جتي بيماريءَ جي حالت ۾ ٻڻ مولانا عبيدالله صاحب شاگردن جي هڪ جلسي ۾ قلعي اندر تقرير ڪئي. اتان مولانا عبيدالله صاحب ڪراچيءَ ويو، ۽ هيڪاري وڌيڪ بيمار ٿي پير جهنڊي پهتو- مولوي عبدالله صاحب اتي سندس خدمت ۾ رهيو. ان بعد، مولانا عبيدالله صاحب جو ڏوهٽو اتي آيو، جو مولانا صاحب کي دينپور وٺي ويو، جتي مولانا صاحب وفات ڪئي. مولوي عبدالله صاحب خبر ٻڌڻ تي دينپور پهتو، ۽ پنهنجي استاد

جي وفات جي صدمي کان نهايت متاثر ٿي واپس سنڌ آيو، ۽ هڪو ارادو ڪيائين ته تادم حياتي پنهنجي استاد مولانا عبيدالله صاحب واريءَ تحريڪ (يعني اسلامي فڪر جي اشاعت ۽ آزاديءَ جي ترغيب ڏيڻ) کي اڳتي وڌائيندو رهندو.

ان بعد مولوي عبدالله صاحب سنڌ جي علمي اداري سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ رهي، يونيورسٽيءَ جي تعليم يافته استادن ۽ نوجوان شاگردن کي قرآن شريف جي تفسير، شاه ولي الله جي فڪر، ۽ مولانا عبيدالله جي عملي تحريڪ جي تعليم ڏيڻ کي پنهنجو نصب العين بنايو. ان سلسلي ۾ اول هو سنڌ يونيورسٽيءَ جي نيڪ نيت ۽ روشن خيال وائس چانسيلر سان مليو، ۽ ۱۹۵۳ع ۾ استادن ۽ شاگردن جي مخصوص گروهه کي قرآن شريف جي حڪمت ۽ حقيقت تي ليڪچر ڏنائين.

ان بعد مولوي صاحب جن جو مستقل قيام، سنڌ يونيورسٽيءَ ۾. جناب ڊاڪٽر عبدالواحد هاليپوٽي صاحب وٽ يا بنده راقم الحروف وٽ رهيو، ۽ اسين ٻئي ٿوري ٿيا تشنگان طالب العلم وٽانئس مستفيد ٿيندا رهيا. سندس صحبت مان معلوم ٿيو ته قرآن شريف جي حڪمت خواهه اسلامي فڪر بابت مولوي صاحب جو نظريو انقلابي آهي: يعني ته مظلوم جي حمايت ڪري ظالم کي شڪست ڏيڻ، انسان ذات کي آزاد ڪرڻ، ۽ حق ۽ انصاف جي بناء تي حڪومت قائم ڪرڻ. هڪ دفعي مون ڪانئس اسلامي تصوف بابت ڪجهه سمجهڻ چاهيو، ته مولوي صاحب نهايت ئي سهڻي نموني ۾ هن مسئلي تي روشني وڌي، ۽ "وحدت الوجود" ۽ "وحدت الشهود" جي مسئلن تي فلسفيانه نڪته نظر سان بحث ڪيائين. انهيءَ عرصي ۾، مون ڪانئس مولانا عبيدالله صاحب جي سياسي ڊائريءَ ۾ ڄاڻايل ڪن مختصر حقيقتن جي تشريح پڇي، ۽ هندستان ۽ افغانستان ۾ مولانا عبيدالله صاحب جي عملي زندگيءَ بابت سوال پڇيا. مولوي صاحب جن جي جوابن مان معلوم ٿيو ته بيشڪ هو مولانا عبيدالله صاحب جو هڪ مخلص، عقيدتمند ۽ بيدارمغز ساٿي هو. انهيءَ دوران ۾ مولوي عبدالله صاحب، مولانا عبيدالله صاحب جي سياسي ڊائريءَ ۾ بيان ٿيل اشارن کي تفصيل وار لکايو، جنهن کي بنده راقم الحروف ڊوباره صاف ڪرايو. (انهيءَ مسودي تي سنڌ يونيورسٽيءَ جي پروفيسر محترم ڊاڪٽر غلام مصطفى خان نظرثاني ڪئي آهي، ۽ اميد ته هيءُ ڪتاب عنقريب شايع ڪيو ويندو.)

گذريل پنج ڇهه مهينا مولوي عبدالله صاحب جن پنهنجي ڳوٺ شهر سانگهڙ ۾ گذاريا آهن. وچ ۾ پاڻ آيا هئا، ۽ انهيءَ صحبت ۾ ڪانئن سندن سوانح حيات جو هيءُ مواد قلمبند ڪيو ويو. هن وقت سندن عمر ۹۰ سال کان به مٿي آهي، ۽ اڃا تائين مطالعي جو مشغلو باقاعدي جاري آهي. پاڻ نهايت خوش مزاج ۽ خوش خلق آهن. سندن صحبت مان سنڌ جي گذريل سياسي ۽ علمي تاريخ بابت ڪيتري مفيد معلومات حاصل ٿي سگهن ٿا.

"تان ڪي ونن ويهه، جان ڪي آهن جوءِ ۾"

قومي ۽ ملڪي خدمت جي شريف جذبي جو بنياد نيت جي صفائيءَ، خلوص ۽ ايثار جي اصولن تي آهي. هر قوم ۽ ملڪ ۾ اهڙا اصول پرست انسان هر وقت پيدا ٿيندا پئي رهيا آهن، جن پنهنجي قوم ۽ ملڪ جي خدمت جي راهه ۾ هر طاغوتي طاقت سان ٽڪر کاڌي، ڪال - ڪوٺڙين ۾ هڏ ڀڃ سزائون ڀوڳيون، اهل اولاد جون دربدريون سٺيون، بک ۽ افلاس جا ڏولاوا ڏٺا: مطلب ته هر ذهني ۽ جسماني عذاب کي خوشيءَ سان برداشت ڪيو - حتاڪ گولين جي وسڪارن ۽ ڦاهيءَ جي ڦندن ۾ به انهن کي مرڪندي ڏٺو ويو! انهن ايثار وارن اڳواڻن پنهنجون حياتيون قومي ناموس کي برقرار رکڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيون، ۽ پنهنجي ملڪ جي سرخروئيءَ کي آخر دم تائين قائم رکڻ ۾ ڪابه ڪسر ڪانه ڇڏي. ٻئي طرف، اهڙا ضمير فروش شخص پڻ هر وقت موجود رهندا پئي آيا آهن، جيڪي ٻاٽيهي پنهنجي "قومي اڳواڻ" هجڻ جي دعوا ته وڏي واڪي دهرائيندا ٿي رهندا آهن، پر پنهنجي ذاتي مفادن جي مقابلي ۾ هو اڪثر پنهنجي قوم ۽ ملڪ جي ننگ ۽ ناموس کي ڪوڏين جي مله ڌارين وٽ وڪڻي ڇڏڻ کان به ذري "ماتر" ڪين شرمائيندا آهن!

قوم ۽ ملڪ جي خدمت، حفاظت ۽ حرمت جا امانتدار ۽ دعويدار اهي ٻئي اڳواڻ ٽولا - خادم ۽ غدار - دنيا جي هر ملڪ جي تاريخ ۾ پيئو پٺ نظر ايندا: جنهن قوم پنهنجي خدمتگذارن کي صحيح سڃاتو، ان کي پنهنجا غدار پڻ نظر اچي ويا؛ ۽ جنهن قوم کي پنهنجا غدار نظر اچي ويا، ان کي پنهنجي صحيح رهنمائن جو قدر پڻ معلوم ٿي ويو.

سنڌ پنهنجي اڳواڻن سببان سدائين خوش نصيب رهي آهي. سنڌ وقت بوقت جيڪي قومي خادم ۽ رهنما پيدا ڪيا، سي نه صرف پنهنجي ماحول جي وسعتن تي اثر انداز ٿيا، بلڪ اڪثر وقتڪير انقلابن جو آغاز ٿي سنڌ جي سرزمين تان ٿيو، ۽ انهن جي پيشوائيءَ لاءِ سنڌ جا ئي سڄاڻ سردار سرگرم عمل رهيا. اهڙن مڙني محسنن جي ڪارنامن کي ور ور ڏيئي ورجائڻ جي ضرورت آهي.

سنڌ جي قومي خادمن ۽ سياسي رهنمائن جي فهرست نهايت طويل آهي. افسوس جو هن باب ۾ اسين ڪوشش جي باوجود به جڻ ڪجهه پيش ٿي ڪري ڪين سگهيا آهيون.

# رئيس المهاجرين مرحوم جان محمد جوڻيجو*

اسان جي سنڌ سونهاري انگريزن جي غلاميءَ واري زماني ۾ به اهڙا جليل القدر ۽ صاحب استقلال مرد پيدا ڪيا، جن آزاديءَ جي جدوجهد ۾ هر قسم جون قربانيون ڪيون. انهن مان رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي صاحب، مولانا عبيدالله صاحب سنڌي، مولانا تاج محمد صاحب امروٽي ۽ رئيس المهاجرين جان محمد خان جوڻيجو قابل ذڪر آهن.

خلافت جو سوال ۽ ترڪيءَ جي تباهي، سنڌ جي مسلمانن لاءِ هڪ امتحان هو، ۽ ڪين ورهين جي غفلت ۽ غلاميءَ جي گهريءَ ننڊ مان بيدار ڪرڻ لاءِ هڪ الاهي رحمت هئي. ٺيڪ انهيءَ وقت، جڏهن آزمايش لاءِ آواز بلند ٿيو، تڏهن اسان جو رئيس المهاجرين ڀريون شخص هو، جنهن سر تريءَ تي کڻي سنڌ جي سرفروش مسلمانن جي جماعت ساڻ ڪري هجرت ڪئي. خلافت-هلچل ۽ ڪابل جي هجرت ۾ سنڌ جي هن مرد مجاهد جيڪي قربانيون ڪيون، تن جي مثال ڏيڻ کان هندوستان به قاصر آهي.

مرحوم جان محمد خان جوڻيجو، سن ١٣٠٤هه ۾، لاڙڪاڻي جي ويجهو "ڏامراها" ڳوٺ ۾ ڄائو هو. سندس والد بزرگ، حاجي ڪريم بخش خان، شهر جو معزز زميندار ۽ دولتمند ماڻهو هو. هن پنهنجي فرزند کي ابتدائي تعليم لاءِ ڳوٺ جي مدرسي ۾ ويهاريو، جتي هن فارسيءَ جي نصاب ختم ڪرڻ سان گڏ عربيءَ جي تعليم حاصل ڪئي. ٻارهن ورهين جي عمر ۾ ڳوٺ خيري ديري (تعلقو رتوديرو) جي سنڌي اسڪول ۾ داخل ٿيو، ۽ سنت ٿي انگريزي تعليم پرائڻ لاءِ لاڙڪاڻي جي مدرسي ۾ اچي داخل ٿيو. مدرسي ۾ فقط پنج درجا انگريزي هئا، جي پورا ڪري، ڪراچيءَ جي سنڌ مدرسة الاسلام ۾ داخل ٿيو، جتان مئٽرڪ جو امتحان پاس ڪيائين. اتي مسٽر عبدالرحمان حسنعلي بئريسٽر ۽ مسٽر علي گوهر پٺاڻ (جو اڃا حيات آهي) سان صحبت هوندي هيس. مسٽر علي گوهر جي ولايت وڃڻ ڪري مٿس به ولايت وڃڻ جو شوق ٿيو، ۽ سندس والد کيس ١٩١٠ع ۾ ولايت موڪليو. اٽي ني سال رهي، بئريسٽريءَ جو امتحان پاس ڪيائين؛ ان بعد ٻه سال پرئڪٽس خواهه سير و تفريح لاءِ رهي پيو. سندس پوڻ جي چوڻ موجب، ڀاڻائين مرحوم کي في الحال وطن ڏانهن موٽڻ جو خيال ڪونه هو، ان ڪري سندس والدين سخت پريشان ٿي پيا. هڪ ڏينهن خواب ۾ ڏٺائين ته پاڻ لنڊن شهر جي هڪ بازار ۾ گهمي رهيو آهي، ته اوچتو هڪ فقير اچي ٿو چمات وهائي

* هن مضمون جو مدار ميان نبي بخش منگي ۽ مرحوم عبدالمجيد صاحب سنڌيءَ جي موڪليل مواد تي آهي.
— مرتب

ڪيئن ۽ ڇيائين ته ’پنهنجا عزيز روئي رهيا آهن، ۽ ٽول هتي کهي رهيو آهين!‘
هڪدم سجاڳ ٿي پيو، ۽ ڳوٺ ورڻ لاءِ نهايت پريشان ٿي پيو. پوءِ جلد ئي اچي ڳوٺ پهتو.
سنڌي مسلمانن ۾ غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ کان هي پهو نمبر نوجوان هو، جنهن بئريسٽريءَ
جو امتحان پاس ڪيو. سندس بلند اخلاقيءَ جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو، جو انگلنڊ
کان موٽڻ بعد سندس آزاد طبيعت ۾ ڪنهن به قسم جو فرق نه آيو. آزمودي وٺڻ لاءِ،
ڪجهه وقت پهريائين ڪراچيءَ ۾ رهيو، پر پوءِ لاڙڪاڻي ۾ اچي مستقل طرح وڪالت جو
ڌنڌو اختيار ڪيائين. ٿوري ئي عرصي ۾ سندس والد بزرگوار وفات ڪئي، جنهنڪري زميناري
ڪاروبار به سر تي اچي ويس. انهيءَ زماني ۾ هارين نارين سان ڏاڍا سهنج ڪري، مقروض
هارين کي قرض کان آجو ڪيائين. ان کان سواءِ، پيون به هر قسم جون سهوليتون ڏنائين:
انهيءَ ڪري ڪڙمي کيس ڏاڍو پائيندا هئا.

۱۹۱۷ع ۾، جڏهن مرحوم غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ جي ڪوشش سان ڪراچيءَ ۾
مسلم ليگ جي شاخ کُلي، تڏهن پهريائين جيڪي چند ميمبر ٿيا، تن مان هڪ اسان جو
نوجوان رئيس به هو. اتان کان سندس قومي زندگي شروع ٿي، ۽ ٿوريئي عرصي ۾
’فنا في القوم‘ کي وڃي پهتي. مارچ ۱۹۱۸ع ۾، شيخ عبدالعزيز صاحب سنڌ ۾ ”عربي-
انگريزي اسڪول“ جي قيام لاءِ سکر ۾ هڪ تعليمي ڪانفرنس سڏائي، ان ۾ جان محمد خان
فراخدليءَ سان حصو ورتو ۽ رئيل اسڪول ۾ پن شاگردن لاءِ اسڪالرشپون ڏيڻيون ڪيائين-
مگر افسوس جو خلافت-هلچل کان پوءِ اهي رٿون عملي جامو پهري نه سگهيون.

ترڪي سلطنت جي ورهاڱي جي سوال تي پهريائين پهريائين لکنؤ ۾ هڪ آل انڊيا مسلم
ڪانفرنس سڏائي ويئي هئي، جنهن ۾ هيءَ رٺ پاس ڪئي ويئي ته ۱۷ آڪٽوبر ۱۹۱۹ع تي
ننڍن وڏن شهرن ۾ ترڪي جي سلطنت جي بقا لاءِ دعا گهري وڃي: انهيءَ ڏينهن کي
’پهريون يوم خلافت‘ سڏيو وڃي ٿو. انهيءَ وقت اهڙو ڏينهن ملهائڻ سئرو نه هو: پر
اسان جي رئيس، حضرت پير تراب علي شاهه جي مدد سان، سرتوڙ ڪوشش ڪئي، پنهنجي
بنگلي جي سامهون عيدگاهه ۾ ڌام ڌوم سان هڪ عام جلسو ملهايو. نومبر ۱۹۱۹ع ۾ آل انڊيا
خلافت ڪانفرنس دهليءَ ۾ سڏائي ويئي، جتي اهو ٺهراءُ پاس ڪيو ويو ته ’ايندڙ صلح-جشن،
جو نومبر جي ۱۳ کان ۱۶ تاريخ تائين ٿيڻو آهي، ان جي خلاف بائيڪاٽ ڪيو وڃي‘-
جنهن جي تصديق ’جميعت العلماء هند‘ به ڏني. ڪانفرنس ۾ سنڌي ليڊرن جي وڏي وفد ۾
اسان جو رئيس به شامل هو، اتي لاڙڪاڻي ضلعي جي هلچل سندس ذمي ڪئي ويئي. هن موٽي
اچي پير تراب علي شاهه جي رفاقت سان زبردست هلچل هلائي. ”صلح-جشن-ڏينهن“ تي
لاڙڪاڻي مان ڪارن جهنڊن سان سرگس ڪڍي ويئي، ۽ هڙتال پڻ ڪئي ويئي.

تاريخ ۴ جنوري ۱۹۲۰ع تي حيدرآباد سنڌ ۾ پهريون دفعو خلافت جو جلسو ٿيو،
جنهن ۾ رئيس مرحوم لاڙڪاڻي ضلعي جي ظلمن متعلق هڪ ولوله انگيز تقرير ڪئي. تاريخ

Fab.

٦-٧-٨ جون تي وري سنڌس سرتوڙ ڪوشش سان لاڙڪاڻي ۾ ہي خلافت ڪانفرنس، زير صدارت پير صاحب جهنڊي واري جي، منعقد ٿي، جنهن جي استقباليه ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري پاڻ هو. هن ڪانفرنس ۾ مولانا شوڪت علي، مولانا محمد علي، مولانا عبدالجبار لکنوي، مولانا آزاد، رئيس غلام محمد خان ڀرڳڙي، سيٺ عبدالله هارون، مولانا امروٽي، مهاتما گانڌي، ڊاڪٽر ڪچلو، وغيره جن شرڪت ڪئي. ڪانفرنس جي آخري ڏينهن تي فيصلو ٿيو ته سنڌ جو هڪ وفد بمبئيءَ وڃي، سنڌ ۾ ڪامورن جي ٿيل ظلمن بابت گورنر جو ڌيان ڇڪائي. انهيءَ فيصلي مطابق، هڪ سفارت تيار ٿي بمبئيءَ ويئي، جنهن ۾ پير صاحب جهنڊي وارو، مولوي دين محمد "وفائي" ۽ ٻيا ڪيترا معزز شريڪ هئا. ان سفارت جو لسان الوفد رئيس صاحب هو. بمبئيءَ ۾ چوڏهن ڏينهن جي رهڻ کان پوءِ به گورنر کين ملاقات جو موقعو نه ڏنو، ليڪن سندن وڃڻ مان هڪ ٻيو فائدو ٿيو جو کين آل انڊيا خلافت ڪانفرنس جي اجلاس (جو غلام محمد خان ڀرڳڙيءَ جي زير صدارت منعقد ٿي رهيو هو) ۾ شريڪ ٿيڻ جو موقعو مليو.

اپريل ١٩٢٠ع ۾، سيوهڻ ۾، مولانا عبدالڪريم "درس" جي زير صدارت، خلافت جلسو ملهايو ويو هو، جنهن ۾ رئيس مرحوم ۾ ٻين زوردار تقريرون ڪيون. هجرت بابت ٺهراءُ پاس ڪيو ويو، جنهن جيڪب آباد واريءَ ڪانفرنس ۾ عملي صورت اختيار ڪئي. جيڪب آباد واريءَ ڪانفرنس ۾ رئيس مرحوم ٻهريائين ٻهريائين قطع تعلقات جو سوال آٿاريو. جيڪب آباد ۾، ساڳئي ئي سال، مولانا تاج محمد صاحب امروٽيءَ جي زير صدارت، خلافت جلسو منعقد ٿيو. جلسي ۾ تقرير ڪندي رئيس صاحب اعلان ڪيو ته "مان سرداريءَ جي ٻيو لمبر ڪرسي، ميونسپل ڪمشنري، لوڪلبورڊ جي ميمبري، ٻريسٽريءَ جي ڊگري - سڀ ترڪ ڪريان ٿو ۽ ڏل ڏيڻ کان به انڪار ڪريان ٿو!" سندن تقرير جو اهو اثر ٿيو، جو "ترڪ موالات" جو جوش اهڙو ته ڦهلجي ويو جو ڪيترن ماڻهن حيثيت سارو انگريزن سان قطع تعلقات جا اعلان ڪيا.

انهيءَ کان پوءِ، هجرت جي ساناهي لاءِ باقاعدي هجرت-ڪاميٽي مقرر ٿي، جنهن جو صدر پير تراب علي شاهه، ۽ سيڪريٽري رئيس مرحوم چونڊيا ويا. ڪيترن ماڻهن ڪابل ڏانهن هجرت ڪرڻ لاءِ دفتر ۾ نالا داخل ڪرايا. سندن بنگو هجرت-ڪاميٽيءَ جو دفتر ڪيو ويو. مئي مهني جي ٢٣ تاريخ، حيدرآباد ۾ پير تراب علي شاهه جي زير صدارت جلسو منعقد ٿيو، جنهن ۾ رئيس مرحوم جي صحيح سان بمبئيءَ جي گورنر جي پوليٽيڪل سيڪريٽريءَ ڏانهن تار به ڪئي ويئي. ان کان پوءِ حڪومت سنڌس ٻنين کي پاڻي ڏيڻ بند ڪري ڇڏيو، پر رئيس صبر ڪري هجرت جي تياريءَ ۾ لڳو رهيو. ساري هندستان ۾ هي ٻهريون سنڌي مجاهد هو، جنهن هجرت ڪئي. مٿس سنڌ ۽ سنڌي جيترو به ناز ڪن، اوترو ٿورو آهي.

جولاءِ ١٩٢٠ع تي ٻهريائين ٻهريائين لاڙڪاڻي شهر مان، اسپيشل ٽرين ڀاڙي ڪري، ساڍن ستن سون مهاجرن جو ساٿ ساڻ ڪري، افغانستان روانو ٿيو. ضلعي خلافت

ڪانفرنس جو اڻون اجلاس، جو زير صدارت رئيس الاحرار مولانا شوڪت علي صاحب جي ۲، مارچ ۱۹۲۰ع سکر ۾ منعقد ٿيو، ان ۾ ضلعي سيڪريٽريءَ عبدالستار آدم جيڪا رپورٽ پيش ڪئي (جا پوءِ ڇپائي ويئي)، ان جي صفحي ۹ تي سيڪريٽريءَ رئيس جي هجرت کي هن طرح ساراهيو آهي: "هجرت جو معاملو، جنهن گورنمينٽ کي هڪدم پريشان ڪري ڇڏيو، انهيءَ جي ڪاميابيءَ جا سهرا سڄي هندستان ۾ جنهن هستيءَ جي سر تي سونهن ٿا، سو رئيس المهاجرين نواب مرحوم جان محمد خان جوڻيجو هو، جو سنڌ مان پهرين مهاجرن جي اسپيشل ٽرين وٺي ويو". مهاجرن کي لاڙڪاڻي کان روهڙيءَ تائين سڀني اسٽيشنن تائين هزارن ماڻهن الوداع ڪئي. سنڌ کان ٻاهر پڻ هنن مهاجرن جي بلڪل چڱيءَ طرح مرحبا ٿي. هي قافلو ۹، جولاءِ جلال آباد ۾ پهتو. افغان سرڪار ڪين سهوليتون ڏنيون، مگر پوءِ گهڻن مهاجرن وڃڻ ڪري بي بندوبستگي ٿي پئي. آڪٽوبر مهيني ۾ رئيس المهاجرين هڪ وفد ساڻ ڪري اول مقصد سر انجام ڪرڻ لاءِ مولانا محمد علي "جوهر" جي ملاقات لاءِ روانو ٿيو. مولانا انهن ڏينهن ۾ "ترڪ موالات" جي ڪاليج جي شاگردن ۾ تبليغ ڪري رهيو هو، ته رئيس صاحب به وڃي ساڻن شريڪ ٿيو؛ ۽ ان بعد مولانا صاحب سان گڏجي هندوستان جي گهڻن شهرن جو گشت ڪيائين.

نومبر جي پوين تاريخن ۾ الله آباد واري ڪانگريس اجلاس ۾ شرڪت ڪري، لاڙڪاڻي موٽي آيو ته کيس سنڌ جي جڊيشنل ڪمشنر جو نوٽيس پهتو، جنهن ۾ حڪم مليل هو ته ڪراچي اچي ۽ جيڪب آباد وارين تقريرن بنسبت جواب ڏي؛ پر رئيس صاحب وڃڻ جي بجاءِ کين هي جواب موڪليو ته "جيئن ته مان افغانستان جي بادشاهه جي رعيت آهيان ۽ انجمن مهاجرين هند جي طرفان موڪليل آهيان، تنهنڪري جيڪڏهن اوهان جو حڪم ايندو ته ايندس، نه ته نه". نيٺ بمبئيءَ ويو، جتي کيس "بمبئي خلافت ڪاميٽيءَ" طرفان پنجاهه لک روپيا بروقت امداد ڏني ويئي، جا هڪدم ڪابل رواني ڪيائين، ۽ پنجن لکن رپين ڏيڻ جو واعدو ٿيو. ڪابل ويندي کيس سرحد تي روڪيو ويو، جتي کيس ويهه ڏينهن لڳا. پشاور ۾ فارسيءَ ۾ تقرير ڪيائين، جنهن ۾ پاڻ کي افغان رعيت ڄاڻايائين، ۽ وڃڻ کان روڪجڻ جو اظهار ڪندي انگريز حڪومت کي خوب ننديائين. پشاور مان به کيس نڪري وڃڻ جو نوٽيس مليو، جنهنڪري لاهور آيو ۽ اتان لکنو ۾ اوڌ خلافت ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿي فارسيءَ ۾ تقرير ڪيائين.

ان بعد، مولانا محمد علي "جوهر" جي سنگت ۾ اجمير جي خلافت ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ آيو. اتي کيس ٽورو بخار ٿي پيو ۽ جلسي ۾ اچي نه سگهيو، پر پنهنجي فارسيءَ ۾ لکيل تقرير پڙهڻ لاءِ موڪليائين. سندس بخار وڌي وڃي خوفناڪ بيماريءَ جي صورت اختيار ڪئي- تان جو ۲ رجب المرجب ۱۳۳۹هه، برابر ۱۶ اپريل ۱۹۲۱ع تي، مسافريءَ مهاجر جي حالت ۾، حضرت ولي الهند خواجه معين الدين چشتي، غريب النواز، جي درگاهه اجمير شريف ۾، صبح جي وقت، قومي شهادت جو جام نوش فرمائي، حيات جاوداني حاصل ڪيائين- انا لله و انا اليه راجعون.

سندس جنازي جي نماز خواجہ صاحب جي درگاھ ۾، مولانا حڪيم معين الدين اجميريءَ پڙھائي. سندس جنازي کي ساگر تلاءَ جي ڪناري مدفون ڪيو ويو.

"شيرل" صاحب، رئيس صاحب جي ھجرت واري قافلي ۾ شريڪ ھو، جنھنڪري سندس پيتن مان ھجرت جو سچو احوال ملي ٿو. ھي بيت "شيرل" جي شعر جي ڇاپل چوپڙيءَ "عشق جو رسالو، لينھن ۾ نرالو" عرف "فراق لامو حسمني" تان ورتل آھن.

*

جان محمد جوڻيجو سورھيہ ساماڻو،
راضي تنھن تي رب ٿيو، تنھن کي واحد وڏايو،
سخي ھو سخاوت ۾، ڪيائين روح الدر رايو،
ڳالھہ اھا ڳايو، مرد تنھن ملوڪ جي.

*

مرد تنھن ملوڪ کي ڏاتر ڏنا ڏاڻ،
عھدو وڪالت بئريسٽريءَ جو ورتائين ھمت ساڻ،
علم پڙھي عالم ٿيو، ھيس انگريزي اھڃاڻ،
ھاڻ ڪيان روح رھاڻ، ساراھ سپرين جي.

*

پڻ ساراھ سپرين جي، جنھن کي مولا ڏنو مان،
ھٿ ھوس حاڪمن جو، شاھي جنھن جو شان،
ڪامل ٿي ڪورٽون ڪيون پڌي پات بيان،
جيءَ الدر آھن جولان، سڪ تنھنجي ساھ کي.

*

سڪ تنھنجي ساھ کي اندر نہ آھي آرام،
ڪاڻ نہ آھي خوشيءَ جو، ڇش نہ ڏني طعام،
ھجرت تي سنيري ھليو ڪري اھو الجام،
اڳ ۾ ٿي امام، قافلو ڪيائين ڪيترو.

*

قافلو ڪيائين ڪيترو لکين خرچ ڪٽي،
جيڪا رضا رب، واھ تنھن کي ولي،
مھاجرن جي محبت ۾ پاڻ ڪيائين پٽي،
لاڙڪاڻي تي لقب ھٽي، ريل تي چڙھي رکن ڏي ھليا.

*

ربل تي چڙهي رکن کون ٿيا سگر روانا،
عرض ڪيائين الله ٿي اسين آهيون تنهن جا ٻانها،
داتي ڀالي نصيب جي آهي انهي ۾ معنا،
اچي ملتانان، ڏيهرو ڪيائون ڏينهن ٻه.

*

ڏيهرو ڪيائين ڏينهن ٻه، هليا چڙهي لاهور،
اتي عزت مليي امير کي سرڪارين گهور،
ڪانئن آنداٿون خوشيءَ منون ڏناٿون زور،
اهڙي دستور، روالپنڊي رڙهي هليا.

*

راولپنڊي رڙهي هليا، ڪانولپور ڪاهي،
واڳ وس نہ پنهنجي ڏور وڏي ڏاهي،
گاڏي ڇڏي چوهه مون ڏس ڇا منجهون چاهي،
پشاور ۾ لاهي، ڏينهن ڇڏيائون ڪيترا.

*

اتي ڏينهن رهي ڪيترا هليا پيادا ڪلي پنڌ،
رفيق ٿياسون راهہ منون راهي سڻي رند،
رکيائون ناسک سربسر ۾ خودي ڪيائون پند،
اچي ٿياسي هڪ هنڌ، ٻيني ڪوٽ جنهن کي چون.

*

ٻيني ڪوٽ جنهن کي چون، رکيائون جلال آباد جوش،
عقل ڇڏي ويو اڳ ۾ ڪونہ رهيو هوش،
ڪونہ وڙهي ڪنهن سان دشمن تروڙي دوس،
سڙني ڪئي خاموش، محبت رکي من ۾.

*

محبت رکي من ۾ ڪابل ڪيائون ڪاهہ،
دونهان درد دکايا، عشق اندر آڙاهہ،
پنڌ اڳانگو پنيون رهي آيا راهہ،
اهڙولي آهہ الله، امير صاحب ڏنائون اکين سان.

*

امير صاحب عزت ڏني مولوي عبيدالله صاحب سنڌيءَ،
دعوت ڪياڏائون دل سان راتيون رهائي،
سينڌن چيو سڪ سان آيا آهيون سرڙا لهرائي،
تولي وجهين ڪهائي، جان محمد چيو جوش مان.

*

امير ڪي انهن نه ڪهريو هو ڏنائين مهاجرن کي موڪل،
سيءُ رکيائين سر پر نه ڪيائين توڪل،
ڪجهه اندر جون ڳالهيون تون جوش اندر ۾ جل،
واهي تنيا رلسل، سوني پنهنجي ملڪ ني.

*

سوني پنهنجي ملڪ تي آيو جان محمد جاني،
وات ڏ پنهان روح ۾ هيبس وات اها واني،
دانهون ڪيان درد سڏن ڪونهي حال پاڻي،
نصيب دانو پاني، ڪاني هلي آيا هندستان ۾.

*

هندستان ڏي روانا ٿيا خواجه اجمير شريف،
سڪ رکيائين ساه ۾ ڪهڙي ڪريان تعريف،
ملڪ ڇڏي مسافر ٿيو سهي گهڻي تڪليف،
اکيون ڪڪوريون ڪيف، مانجهيءَ تنهن ملوڪ جون.

*

مانجهي تنهن ملوڪ جي هئي عمر ٿيه ورهيه پوري،
رضا تي راضي رهيو ڪيائين صبوري،
مرڻ سهل تي موت رکيائين منصوري،
آيا ملائڪ مفوري، سڪرات ڏنائين ڪال ڪا.

*

سڪرات ڏنائين ڪاڻ ڪا، ساه ڏنائين سهنجو،
”شيرل“ چوي شهيد ٿيو وطن ڇڏي پنهنجو،
سوال ڪريان توکي سيدا ڪرنه ڪانيارو ڪنهن جو،
هت آهي منهنجو، دامن دستگير جي.

*

جان محمد جُتوءِ مان ويو ڪسٽ منجهان ڪامي،
مال مڏيون ٽيون ڪري ويو لاڳاپا لاهي،
جنهن کي مڪ سرير ۾ ڏور وڏي ڏاهي،
اجمير ۾ آهي، مقبرو ملوڪ جو.

*

مقبرو ملوڪ جو جوڙون جوڙيائون،
جهنڊ تنهن جوان جا خوبا ڪوڙيائون،
ماتم ڪيائون من ۾ ڳل ڳوڙها ڳاڙيائون،
پريت پاڙيائون، جو صوبو هو سنڌ جو.

*

صوبو هو سنڌ جو مُلڪن جو مير،
صاحب ٿي صاحبي ڪئي جو بادشاهي وزير،
شهيد ٿيو شوق مان نيڻن وهايان لير،
اتر وارا پير، پناهه ڏيندين پرديسيءَ کي.

*

پناهه ڏيندين پرديسيءَ کي جنهن صدق ڪيو ساهه،
ميڙي محمد صلعم جام جي توکي آئيندو الله،
حضرت ٿيندءِ حامي ڪندءِ واهر،
ٻاري آهين بيپرواهه، سام اوهان جي سيدا.

ابن الياس سومرو

# حيدر بخش الهداد خان جتوئي

حيدربخش جتوئي جي شخصيت، سنڌ جي ماڻهن آڏو هڪ محب وطن شاعر ۽ هڪ دلير سياسي اڳواڻ جي حيثيت ۾ اڀري. ٻنهي صورتن ۾ سندس شخصيت جي انفراديت پيئي بکي. "حيدر" هڪ شاعر، ۽ "جتوئي" هڪ سياستدان - ٻنهي جا نظريا انوکا ۽ نرالا، ٻنهي جي شخصيت محنت ڪندڙن لاءِ قربانين ڏيڻ لاءِ هردم تيارا جي 'شاعر' حيدر، "تحفهءِ سنڌ" ۾ ڏتڙيل عوام جي حمايت ۾ شڪوو ڪندي ڪتاب ضبط ڪرائي ٿو، ته 'سياسي' حيدربخش جتوئي، هاري پارٽيءَ جي صدر جي حيثيت ۾ گرفتار به ٿئي ٿو. هن جي زندگي، شاعر توڙي سياسي رهبر جي حيثيت ۾، سنڌ ۽ سنڌ جي غريب ۽ محنت ڪش مظلومن لاءِ وقف آهي. هو جلسن ۾ وچي سنڌ جي سڪ جي چڻگ ماڻهن جي دلين ۾ دکائي ٿو، ته مشاعرن ۾ "ٻلي آئين، جي آلين، درياهه شاهه" پڙهي، ماڻهن جي دلين ۾ وطن پرستيءَ جي مقدس جذبي جون چوليون اڀاربو ڇڏي.

اصل وطن بکو ديرو ضلعو لاڙڪاڻو اٿس، هاڻ مستقل طور حيدرآباد ۾ رهي ٿو. سندس ابتدائي بود و باش ڪراچيءَ ۾ ٿي، جتي شعر چوڻ شروع ڪيائين. شعر جي شروعات ته سندس ڳوٺ ۾ ٿي ٿي، پر پڪو ۽ پختو شعر ڪراچيءَ ۾ چوڻ لڳو. ڪراچي شهر جي مجلسي ماحول ۾ جيڪي احباب مليس، سي خوش قسمتيءَ سان اڄ به آسمان ادب جا چمڪندڙ ستارا آهن. رات ۽ ڏينهن جو وڏو حصو، علمي ۽ شعري ادب جي باريڪ نڪتن کي حل ڪرڻ ۾ گذرندو هون. علامه دائود پوٽي، سيد ميران محمد شاهه ۽ ٻين اهڙن عالمن ۽ باڪمال شخصيتن جو اهو دور اڄ به ڪاليجن ۽ اسڪولن ۾ مثال موتي اچي!

حيدر جتوئي، سال ١٩٠٠ع ۾ پيدا ٿيو: ابتدائي سنڌي تعليم پنهنجي پياري ڳوٺ بکو ديري ۾ حاصل ڪيائين، جتي جي حالتن کيس گهڻو متاثر ڪيو. هن جي ابتدائي شعرن ۾ ڏسبو ته ماحول جو رنگ گهڻو نظر ايندو. چوندا آهن ته "هرهڪ انسان تي ماحول جو اثر پوندو آهي" - انهيءَ نظريي جي ماتحت، "حيدر" کي قريب قريب چئن قسمن جي ماحول سان واسطو پيو آهي. لاڙڪاڻي ضلعي جي نمايان وصف اتي جي زرعي ۽ آبي برتري آهي. وڏي ڪان وڏا زميندار ۽ ننڍي ۾ ننڍا هاري اتي اوهان کي نظر ايندا. "حيدر" جڏهين

هوش سنڀاليو، ته آسپاس رڳو سرسبز ۽ جهوليندڙ ٻنيون ۽ ٻوڪون ڏٺائين، دل کي مست ڪندڙ
باغيچي جي رواني، هن ننڍڙي لڪل شاعر کي پاڻ ڏانهن متوجه ڪيو؛ مگر رنگارنگي فضا
جي پردي پٺيان غريب ۽ بيڪس هارين جي مظلوم حالت، هن جي ڪچڙيءَ دل مان سڀ
خوشيون ڪافور ڪري ڇڏيون: اهو ننڍپڻ جو ذهني عڪس، وڏيءَ عمر تائين به سندس
دل ۽ دماغ تي قائم رهندو آيو آهي، ۽ سالن گذرڻ ڪان پوءِ به تازو پيو ڏسجي. هو انساني
زندگيءَ جا ٻه متضاد پهلو ڏسي، ذهني ڪشمڪش ۾ مبتلا ٿي پيو. ان ڪان پوءِ هو ڪراچيءَ
۾ شهري تهذيب جي روشني ۾ اچي رهيو. شهرن جا جديد ترقيءَ جا منظر ڏسي، ڪير به
ائين نه سمجهندو ته سنڌ جي اندرئين ماحول ۾ ڪا اهڙي پيانڪ بيمزگي هوندي. يقيناً، ڪو به
انسان اهڙيءَ حالت ۾ سنڌ جا دل ڏکوئيندڙ نظارا گهڻو وقت ياد نه ڪري سگهندو آهي.
اهڙي وقت به "حيدر" ڪان پنهنجي سنڌ ۽ سنڌ جا نظارا، ڳوٺ ۽ وطن، دل تان نه لٿا.
مثلاً، ڪراچيءَ ۾ ويهي قنبر کي ياد ڪري ٿو ۽ اتي جي پيهن، سگداسي چانورن، باغيچي ۽
ٻيڻ جي تعريف ۾ مست ٿي وڃي ٿو-

سگداسي سنڌي سنهڙا، چانديءَ مثل ٿا چلڪن،
مهڪار ۾ مُعطر، ڪن ٿا تمام 'قنبر'.
ملڙيون ٻيڻ جون ڏوڏيون، بهه بيشمار آهن،
ڪائڻ وڏا ننڍا ٿا، سڀ عام جام 'قنبر'.

مائهن جي ساراهه هيئن ٿو ڪري:

کهڙا نمڪ-پريا هن، قنبر جا آدمي سڀ،
پالي نمڪ-پريو ٿا، ٻيڻ سدام قنبر.
پائن سفيد ڪپڙا، چهرا هميشه چهرا،
کهڙو ڪلر جو آهي، تانير تام قنبر!

ڪراچيءَ ۾ تعليم حاصل ڪندي "حيدر" کي مطالعي جو ڪافي موقعو مليو، جنهن ۾
هن ادبيات سان گڏ سياسي ڪتاب به نظر مان ڪڍيا. تنهن ڪان سواءِ، ان وقت ڪراچي به
متحده هندستان جي ٻين وڏن شهرن وانگر سياسي مرڪز هو ۽ سياست جا چڱا چڱا ماهر ۽
علمي ڪم ڪندڙ اتي موجود ۽ ايندڙ ويندڙ هئا؛ انهن کي سمجهڻ ۽ انهن جي خيال تي غور
ڪرڻ جو وجهه به "حيدر" کي ڪراچيءَ ۾ مليو.

انهيءَ ۾ ڪو شڪ نه آهي ته شاعر کي شروع ۾ مجازي عشق لئي اڳتي وڌائيندو آهي،
۽ سندس دل جا جذبا ۽ امنگ بيدار ڪندو آهي؛ مگر "حيدر" جي شروعاتي شاعريءَ ڪان ئي
ڏسبو ته سندس ڪلام ۾ سوز ۽ عشق اڻالي ماتر به موجود نه آهي: دستِ ناز، تير مژگان،
برقِ جمال، وغيره جهڙن لفظن جي بجاءِ، هاري، هر، ڏاند ۽ ڪوڏر جهڙا لفظ نظر ايندا.
معشوق سان بيوفائيءَ جي شڪايت ڪرڻ جي بجاءِ، قومي پالڻن جي ڏک سبب خدا سان
جهڳڙو.

شڪوو ڪري ٿو. اهڙيءَ طرح، سندس ڪلام ۾ فراق ۽ عشق جي برخلاف مُلڪي ۽ قومي سوز نظر اچي ٿو-اها سندس امتيازي خوبي آهي. سندس جيڪو پهريون نظم "درياهه شاهه" آهي، تنهن ۾ سنڌو درياهه سان قومي حب ۽ محبت جو جذبو بيحد پربل آهي.

ڀلي آئين، جي آئين، درياهه شاهه!
ٿي 'راوي' اچي تنهنجي ديدار تي،
۽ 'ستلج' ۽ 'جهلم' لسڪار تي:
ٿين مست ٿيون تنهنجي للڪار تي،
ڪرن تنهنجي قدمن جي آڌار تي؛
ٿين توتي قربان، فنا پنهنجي ڪن جان، ڏين پاڻ پنهنجو، لهن وصل تنهنجو-
جو ميلو سمايل فنا اندر آهه-
ڀلي آئين، جي آئين، درياهه شاهه!
ٿي سانوڻ ۾ توکي بهاري ٿئي،
بهاريءَ ۾ خوش خلق ساري ٿئي؛
ٿي 'ساري' سان ڌرتي به ڪاري ٿئي،
ٿي هرڪا زمين پوک واري ٿئي:
پنيون ريج ڪائن، سکهو ان آهائين، پرن واهه ريلا، ڪري جهنگ ٻيلا:
ٿئي جهنگ جهر پائي ٿو چار ماهه-
ڀلي آئين، جي آئين، درياهه شاهه!

١٩٢٤ع ۾ بي.اي. امتياز سان پاس ڪري، "حيدر" سرڪاري نوڪريءَ ۾ گهڙيو، ۽ مختيارڪارجي حيثيت ۾ ملازمت ڪندو رهيو. روينيو کاتي ۾ قصو آهيئي هارين ۽ زميندارن جو، ڏلن ۽ پوکن جو: "حيدر" جي دل ۾ ننڍي هوندي ئي اهي نظارا گهر ڪري ويا هئا، ويتر سنڌ جي جدا جدا حصن ۾ تبادلي ۽ مسافري ڪرڻ سان وڌيڪ حالتن کان روشناس ٿيو، ۽ زندگيءَ جا ابتدائي جذبا ۽ گذريل نقشا وري دل تي تري آيس. دوران ملازمت ۾ به شعر و شاعريءَ جو شوق بدستور جاري هوس. جدا جدا هنڌن تي سچي چيل ڪلام کي گڏ ڪري، ١٩٣٠ع ڌاري، "تحفه سنڌ" جي نالي شايع ڪرايائين. ان وقت "حيدر" بدين ۾ مختيارڪار هو. ان ڪتاب تي ڪيترن عالمن ۽ بلندپايي شاعرن سخت اعتراض اُٿاريا. اهو ساڳيو زمانو هو، جڏهين 'شڪوه' لکڻ سبب علامه اقبال تي هندستان جي عالمن اعتراض اٿاريا هئا: سال به قريب قريب ساڳيا هئا. پاڻنجي ٿو ته خود "حيدر" کي ان مخالفت جو اڳي ئي احساس هو، جو ته ڪتاب جي پيش لفظ ۾ لکي ٿو: "مان هي ٿورا شعر پنهنجن دوستن جي اڳيان پيش ٿو ڪريان، ليڪن ڄاڻان ٿو ته هي شعر گهڻن کي پسند نه ايندا، بلڪ کي

دوست به منهنجا دشمن ٿي پون ته عجب نه آهي - مگر اهي سڀ محبت ۽ جستجوي حق جو نتيجو آهن". محبت ۽ حق جي جستجو جي نتيجي ۾ لکيل انهيءَ ڪتاب جو هر شعر صحيح قسم جي جذبات تي مشتمل، ۽ اعتدال جي اندر آهي: سواءِ 'شڪوه' جي ڪن شعرن جي، سموري ڪتاب ۾ ڪو هڪڙو شعر به اهڙو نه آهي، جنهن ۾ جذبات جو ڪو اهڙو شديد اظهار ڪيو ويو هجي، جنهن ڪي اعتراض ۽ اختلاف جوڳو ٺهرائي سگهجي.

١٩٣٤ع ڌاري، علامه عمر بن محمد دائود پوٽي "سرها گل" جي نالي سان شعرن ۽ ڪافين جو هڪ انتخاب شايع ڪرايو هو، ان ۾ حيدربخش جو احوال لکندي علامه صاحب فرمائي ٿو:

-"سندس فطري لاڙو شعر ۽ تفڪر ڏي آهي، ۽ نظم پختو ۽ سنجيده لکي ٿو. تازو پنهنجي شعر جو ڪجهه حصو 'تحفه سنڌ' جي نالي هيٺ ڇپائي، مخالفت جو طوفان اٿاريائين".

"حيدر"، 'شڪوه' جي مخالفت ڏسي، 'جواب شڪوه' لکڻ جو ارادو ڏ بڪاريو؛ ازان سواءِ، بقيه ڪلام به شايع ڪرائڻ جو خيال هوس، پر مخالفت ۽ ٻين وجوهات سبب شعر نه ڇپايائين، بلڪ خاموشيءَ سان ۽ پنهنجي وس آهر فن ۽ ملڪ جي خدمت ڪندو رهيو. انهيءَ دوران، بين الاقوامي حالتن ۾ ۽ خود سنڌ ۾ ڪيترا انقلاب آيا ۽ چڱي اٿل پٿل ٿي. سنڌ جا شاعر، يا خاموش هئا يا روزگار جي مسئلن ۾ ڦاٿل هئا. حيدربخش ان وقت مطالعي ۾ محو هو، ۽ هو عالمگير حالتن ۽ سياست جو گهريءَ نظر سان اڀياس پڻ ڪندو رهيو. انهيءَ وچ ۾ "حيدر" ترقي ڪري، لاڙڪاڻي ضلعي ۾ - جتي سندس تقرري پڻ ٿي رهي هو - ڊپٽي ڪليڪٽر ٿي آيو؛ مگر سندس آزاد طبيعت کي حقيقي سڪون بلڪل نصيب نه ٿيو. جنگ عظيم جي پيدا ڪيل حالتن ملڪ جي هرهڪ طبقي کي اڌ-منو ڪري ڇڏيو هو. غير ملڪي حڪومت عوام جو رت ئي انهن کي پيڙي ڇڏيو هو، ۽ انهيءَ جو وڏو اثر هارين تي پهچي رهيو هو: ٻين سان گڏ خود سنڌي پاڻ - زميندار - ڪين صدقي جي ٻڪري سمجهي سڏي چريءَ سان ذبح ڪري رهيا هئا. "حيدر" جي شاعرانه ۽ انقلاب-پسند طبيعت اهڙا روئداد ڪئي ٿي برداشت ڪري سگهي؟ حالتن ڪيس ايڏو ته ڏک پهچايو، جو شعر ۾ پاڻ کي ملامت ڪرڻ لڳو!

حيف "حيدر" جو ڪلام آهه، مگر آهي ڇا؟  
پاڪ آزادي مثال اهڙي نظر آهي ڇا؟  
تون ته آزاد طبيعت هئين، پر آهي ڇا؟  
هي غلاميءَ ۽ غلاميءَ جو اثر آهي ڇا؟  
— جنهن ڪرائي نظرانداز آ آزاديءَ قوم!

شعر هڙي ڪان ته هئي نوڪي خموشي بهتر،  
تنهنجي پڪ پڪ جي ڪلا تي هلي گهرگهر، د ر د ر؛  
هاڻ ڪجهه طرز سخن ٻيو ۽ آڻ اهڙو اثر،  
جو مدبر به چون مست ٿي "حيدرا" "حيدرا"  
— نظم هي لاهه، هي اعجاز آ آزاديءَ قوم!

ٻئي طرف، وڏيرا شاهي ۽ ڪامورا شاهيءَ طرفان سنڌ جي هارين مٿان لڳاتار ظلمن ۽ عقوبتن ڪي ڏسندي، سندس انسان-دوست فطرت ۽ آزاد ذهن چٿ ڊوڙي آئيا، ۽ هاڻي هو ڪنهن عملي جدوجهد جون صورتون سوچڻ لڳو. جڏهن به ڪنهن بيدار دل ۽ صحيح دماغ رکڻ واري انسان کي پنهنجي آسپاس تي سوچڻ جو ويچار ٿئي ٿو، ته ان جي رد عمل ۽ نتيجي ۾ هو ضرور اهائي راهه اختيار ڪري ٿو، جيڪا انسان جي اصل عظمت ڏانهن رهنمائي ڪري ٿي، ۽ ان کي ذلت ۽ زبونيءَ، ظلم ۽ ڏاڍ کان پاڻ ڇڏائڻ جا حوصلا بخشي ٿي: حيدربخش اهو ئي سوچيو، ۽ ائين ئي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو.

بالآخر هو، ۱۹۴۳ع ۾، انگريزي حڪومت جي نوڪريءَ مان استعفا ڏيئي، اڳوپوءِ ملڪي خدمت ۾ لڳي ويو، ۽ "سنڌ هاري ڪاميٽي" ۾ شريڪ ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. دوستن سمجهايس، پنهنجن منع ڪيس ته اهيءَ مان ڪجهه ڪين ورندو ئي، پر هن ڪونه مڃيو. پنهنجيءَ ڌُن ۾ مست رهيو. اڪثر هٿ تنگ رهڻ لڳس، ۽ بعضي ته لنگهڻ به ڪيڏا پيس: پَٽ سَٽ ڪري شعرن جو طويل مخمس "آزاديءَ قوم" لکي شايع ڪرايائين، جنهن ۾ پاڻ قوم-پرست جي حيثيت ۾ غلاميءَ تي خوب چوهه چنڊيا اٿس. لفظ لفظ ۾ هڪ جوش ۽ تلخي آهي،- اهو هن ڪري ته زماني جو تلخ تجربو ٿيس. صوبي سنڌ جي تاريخ ۾ اهو طويل نظم، قومي نقطہ نگاهه کان پنهنجي قسم جو واحد نظم آهي، جنهن جهڙو هن کان اڳ ڪنهن به نه چيو آهي. البت، دقيق ۽ ڪثرت سان عربي ۽ فارسي الفاظ جاءِ بجاءِ ڪتب آندا اٿس، جنهنڪري پڙهڻ ۾ سو ڪافي تڪليف ٿئي ٿي.

"حيدر" کي ادبيات ۽ سياست جو ڪافي ۽ وسيع مطالعو هو، ويتر هاڻ والدو ٿي عملي طرح سياست ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. انهيءَ سال هاري ڪاميٽيءَ جو صدر ٿيو، ۽ "هاري حقدار" نالي هفتيوار اخبار جاري ڪيائين، جنهن جو ايڊيٽر به پاڻ ٿيو. سندس زندگيءَ ۾ جيئن بناوت ۽ وڏائي ڪونهي، تيئن شعر ۾ به خلوص کان ڪم ورتندو آهي. هرڪا ڳالهه صاف صاف بيان ڪرڻ جي عادت اٿس. ۱۹۵۶ع ۾ "سنڌي ادبي سنگت" حيدرآباد پاران 'بيسنت هال' ۾، شاهه عبداللطيف ڀٽائي عليه رحمت جي ورسي ملهائي ويئي؛ صدارت شايد محترم عبدالله چنا ڪري رهيو هو؛ حيدرآباد جا سڀ اديب ۽ شاعر اتي موجود هئا، ۽ دستور موجب سڀني 'شاهه' جي ڪلام جون خوبيون ٻڌائيندي ان جي شخصيت سان عقيدت جو اظهار ڪيو: جڏهين حيدربخش جو وارو آيو، ته هن ڳالهائيندڙ حضرات جو هن ڳالهه ڏانهن توجهه ڇڪايو ته "شاهه صاحب تي شاعري ختم نه سمجهو، بلڪ ان کان پوءِ به بلندپايي جا شاعر ٿيا آهن، ۽ اهو هينئر به ناممڪن نه آهي جو ڪو اهڙوئي وڏو شاعر پيدا ٿئي". ان تي ڪن وڏن ادبين اعتراض ڪيو، ۽ "حيدر" کي تقرير اڌ ۾ بند ڪري ويهڻو پيو.

"حيدر" جڏهن پهرين شاعر جي حيثيت سان ادب جي محفل ۾ آيو، ته هو بلڪل نئون ۽ نرالو پئي لڳو-ائين نئون، ائين نرالو، جئن ڪنهن وڏي ساري اونداهي ميدان ۾ اڪيلو ٻيٺل

روشنيءَ جو منارو. جو طرف گلن ۽ بلبلن جا صدين کان ستيل ڪنيل موضوع، قافين ۽ رديفن جي چستيءَ جا چرچا؛ نه ادب ۾ الدر جي آٿل، نه وري ڪا جذبن جي اپتار: الين ٻني لکيو ڇڻ ادب انسانن جي زندگيءَ کان رُسي ويو آهي. "حيدر" رُٺل ادب کي پرچائي، ان کي انسانن جي محفل ۾ وٺي آيو؛ ادب ۽ انسانيت جو هڪ ٻئي سان تعارف ڪرايو. بيشڪ سنڌي ادب کي موجوده ماحول بخشڻ ۾ حيدربخش جي حيثيت نهايت اهم ۽ نهايت بلند آهي.

ساڳيءَ طرح، سياسي دنيا ۾ به هن جو وجود اوپرو ٻئي لکيو. سندس خيال نه اڳ پڌل، ۽ نه سندس تصور جي دنيا ڪنهن جي ڏٺل؛ نه ڪنهن ڪيس سمجهيو، نه سڃاتو. سنڌ جي سياست، جيڪا "وزارت جي جُوا" هئي، سا اچي ڊني. هن کي گرفتار ڪيائون، دربدر ڪيائون، ليڪن هن جي دل ۾ جيڪا هارين جي همدرديءَ ۽ سچائيءَ جي چڻگ دکيل هئي، ان سان ويو انسانن جون دليون جرڪائيندو، ڏينهن ڏينهن وڌندو ويو- تان جو اڄ هن جي تحريڪ، هاري پارٽي، سنڌ جي ستايلن جي اڪيلي همدرد جماعت آهي.

جڏهن ١٩٤٧ع ۾ ملڪ آزاد ٿيو، ته "حيدر" ڏاڍو خوش ٿيو ۽ هڪ نظم چيائين، جنهن ۾ هن طرح پنهنجي خوشيءَ جو اظهار ڪيو اٿس:

سوز ۾ جان سڙي خاڪ ٿيو، چا چا نڪتا-
"حيدر" اڪين مان سنڌ ۾ باهه جا شعلا نڪتا!
ذري ذري مان اهي خاڪ مان واڪا نڪتا:
"ديس جا جيڪي به دشمن هئا، نڪتا نڪتا!"
ڪَر آچي ملڪ هي ممتاز-آ، آزاديءَ توهر!

هاڻي "حيدر" جي زندگيءَ جو هي چوٿون دور شروع ٿيو. اهو چوٿون دور نه رڳو هن جي زندگيءَ جو آهي، پر خود سندس شاعريءَ جو به آهي؛ ڇاڪاڻ ته سندس زندگيءَ جي وڏي مدعا ۽ تمنا زندگيءَ ۾ ئي پوري ٿي، ۽ ملڪ آزاد ٿيو. هن وقت سندس خيال ۽ جذبا هاڻ فقط هڪ مقصد کي مڪمل ڪرڻ ۾ لڳل آهن- ۽ اهو مقصد آهي "سنڌي هارين ۾ اصلاح آڻڻ". هن وقت هو پنهنجي انهيءَ مقصد لاءِ قلمي ۽ عملي طور پاڻ پتوڙي رهيو آهي. ان مقصد سان، تازو هڪ گيتن جو مجموعو "هاري گيت" مرتب ڪيو اٿس، جنهن ۾ سندس مشهور نظم "هاريءَ جو زمانو" پڻ شامل آهي. هن ۾ هاريءَ سان جنهن محبت ۽ سوز سان مخاطب ٿيو آهي، اهو "حيدر" جو ئي حصو آهي. پڙهندڙ کي سنڌي هاريءَ جي مڪمل تصوير اکين اڳيان تري اچي، ۽ دل ۾ هڪ ڏک ۽ همدرديءَ جو جذبو بيدار ٿيو وڃي. هاريءَ کي "سنڌ جو سردار" سڏيندي، چوي ٿو:

سنڌ جا ساهه ۽ سردار ۽ دلبر هاري،
قوم جا هار ۽ سينگار ۽ زيور هاري،
تنهنجي احسان جي هيٺ آهه بشر هر، هاري،

ٿيا زمانو ۽ زمين تنهنجا ٿناڳر، هاري،
قوم ساري ٿي هميشه ڳالهي ترانو تنهنجو،
اٿ اي هاري، اچهو آيو آ زمانو تنهنجو!

هاريءَ جي محنت کي ساراهيندي وڌيڪ چوي ٿو:

تنهنجي محنت ٿي ڪري ڪڻڪ ۽ جوئر پيدا،
ڏوڙ مٽيءَ منجهان موتي ۽ جواهر پيدا،
باغ باغات گلستان معطر پيدا:
آهي ڇا ڇا نه ڪيو ذاتي ۽ ڪوڏر پيدا؟
هي جهان آهه ڪرامت ۽ فسانو تنهنجو،
اٿ اي هاري، اچهو آيو آ زمانو تنهنجو!

آخر ۾ هاريءَ کي دعا ڪري ٿو، ۽ سنڌ جي قديم روايت وانگر پنهنجي مادر وطن کي به دعا کان خالي نٿو ڇڏي-

هاري! تنهنجو هي نظام اشرف ۽ آباد رهي،
جو به بيڪار آ بدڪار آ، برباد رهي،
جو به مزدور آ، هاري آ، سدا شاد رهي،
ديس سرسبز رهي، زنده ۽ آزاد رهي!
سوين ”حيدر“ جيان ڳائن جنن ڳانو تنهنجو-
ڏس اي هاري، اچهو آيو آ زمانو تنهنجو!

”حيدر“ زندگيءَ جي چوٿين دور ۾ خوشيون به ڏٺيون، ته مصيبتون به سٺيون. اختلاف راءِ رکڻ سبب ٻه دفعا ڪيس بنا دريافت جيل ۾ قيد پڻ ڪيائون. پر هي مجاهد مٿس جيل جي سختين کان به سخت ۽ محڪم نڪتو. هڪ دفعي، ”هاري حقدار“ آفيس ۾ ٻاهر چٽڪار ڪرايو ڪرسيون ۽ ڪتون وڇايو ويٺو هو: آسپاس ڳوٺن ۽ ميرن ڪڇون سان هاري ويٺا هئا، جن سان اهڙي ته نموني ٻاٻيچاري جون ڳالهيون پئي ڪيائين، جو مون سان گڏ جي آيل دوست کي جڏهن اها خبر پئي ته حيدر صاحب اڄ جيل مان ڇٽي آيو آهي ۽ ٻه ساڻس گڏجڻ آيو آهيان، ته هو سخت حيران ٿي مون کي چوڻ لڳو، ”هن کي ته ڇڻ ڪو واقعوئي پيش ڪونه آيو آهي!“ حالانڪ ”حيدر“ جيل ۾ هو ته پويان سندس پٽ سخت عليل ٿي پيو هو، ۽ اخبارن ۾ سندس رهائيءَ جي تقاضا ڪئي پئي ويئي- پر ”حيدر“ جي منهن تي ملولائيءَ جو ڪو معمولي اهڃاڻ به ڪونه هجي، سو بنهه نه!

”حيدر“ جي ڪلام جو ڪجهه نمونو وٺڻ لاءِ ٻه سندس جاءِ تي هڪ دفعو ويس، ته مون کي پنهنجي ذاتي ڪتبخاني ۾ وٺي ويو ۽ اهو هٿ-لکيل بياض مون کي ڏنائين، جنهن ۾ شاگرديءَ جي زماني کان وٺي اڄ جو ڪلام پنهنجن هٿ-اکرن ۾ قلمبند ٿيل اٿس.

گھڻو ذخيرو انگريزي ڪتابن جو هو، جن ۾ به گھڻو تعداد فلسفي ۽ سياست جو هو. هن عمر ۾ به ڇهه ڇهه ڪلاڪ مسلسل مطالعي ۾ مصروف رهندو آهي. شال هي سنڌ جو سورهيه سپوت اڃا گھڻي ڄمار مائي، ۽ ان طرح سنڌ جو هنهنجي شخصيتن تي فخر قائم رهي!

نموني طور، "حيدر" جي ڪلام مان ڪي چيزون پيش ڪريان ٿو.

همه او است.

هر شي ۾ حسن تنهنجو، يا رب نظر اچي ٿو،
اندين اکين جي آڏو، پردو مگر اچي ٿو؛
گلشن ۾ حسن تنهنجو، بلبل کي تنهنجي سودا،
جنهن جي زبان مان دم دم لعل ۽ گُهر اچي ٿو.

فاني زمانو.

هرڪنهن کي هلڻو آهي هي فاني وطن ڇڏي،
پيارا عزيز دوست ۽ گلشن چمن ڇڏي؛
هن تخته زمين کي هزارين وڃن ڇڏي،
هر ڪو وڃائي وارو وڃي انجمن ڇڏي؛
جڏهين ٿو روح پاڪ معطر بدن ڇڏي،
دنيا ۾ تنهن کي ڪوڙ گوڙي عڪوي ڪن ڇڏي.

رباعي

الله جو رستو وڏي مشڪل ۾ ڏٺم،
مسجد ۾، تڪائي ۾، نه ديول ۾ ڏٺم؛
هت بحث ۽ منطق جو نه ڪجھ آهه ضرور،
مولا کي ڏٺم جي ته سچيءَ دل ۾ ڏٺم.

سنڌ سونهاري، اسلام جو در ۽ ولين جو گهر آهي: هتي هر
هر ڳوٺ ۽ شهر عابدن جي آرامگاهه آهي، بلڪ هتي جو هر
ٽوڙي بحر عارفن جو تڪيو ۽ درگاهه آهي. هتي جي هر ڪس ۽
واٽ تي درويش گهميا آهن، ۽ هتي جي هر پنڌ ۽ پيچري تي
فقير ڦريا آهن. روهڙي، مڪلي ۽ سيوهڻ ۾ سوين الله جا سو
ستل آهن، بلڪ سنڌ جي هر مقام ۾ ڪيترائي نيڪدل ۽ نيڪ نفس
مدفون آهن. رڳو هن پوئين زماني ۾ جيڪي فيض وارا فقير ٿي
گذريا آهن، تن جي سوانح لکڻ لاءِ ڀي سال گهرجن. هتي فقط س
نورڙن درويشن ۽ مجذوبن جون سوانح دستياب ٿي سگهيون
سي ڏنيون ويون آهن.

سيد عليمردان شاهه لڪياري

# فقير خيرمحمد هيسباڻي بلوچ

فقير خيرمحمد ولد رئيس غلام حيدر ولد رئيس عرض محمد، هيسباڻي بلوچ، ساڪن پڙ ڦلو تعلقو ڪنڊيارو ضلعو نوابشاهه، ويهن سالن تائين، پنهنجي ڳوٺ پڙ ڦلو ۾ رهيا؛ ان کان پوءِ باقي حياتيءَ جو عرصو، پنهنجي والد سان گڏ هجرت ڪري، ڳوٺ تگڙن (تعلقو ڪنڊيارو) ۾ وڃي رهيا. پڙ ڦلو ۾ ابتدائي تعليم پوري ڪري، پنهنجي مرشد جي صحبت ۾ نوشهري فيروز ۾ تعليم ورتائون؛ ڇيو وڃي ٿو ته جڏهن پاڻ تگڙن ۾ لڏي آيا، ته اتي پڻ به چار سال تعليم ورتائون. پڙ ڦلو ۾ سندن استاد آخوند بخشعلي خان مرحوم ڪاڏهي هو، جو وڏو قابل ۽ مڃيل ماڻهو هو. نوشهري فيروز ۾ پنهنجي مرشد جناب شهاب الدين صاحب جن وٽ تعليم ورتائون، ۽ تگڙن ۾ مولانا مولوي عبدالقدوس صاحب جن وٽ باقي تعليم ختم ڪري تحصيل ڪيائون. سندن شاگرد ڪوله هئا، مگر طالب ڪافي تعداد ۾ آهن، جن مان چتو فقير سانگي، عثمان فقير سانگي، دريا خان ڪلهوڙو، شاهه محمد فقير ديدڙ؛ ۽ قاضي محمد بريل صاحب ٽالپرن وارو، مشهور آهن.

فقير خيرمحمد جا هم صحبتي جناب فقير عبدالستار صاحب صوفي اول (جهوڪ شريف)، جناب فقير محمد يوسف عرف نانڪ يوسف صاحب اگڙن وارو، جناب بيدل فقير صاحب روهڙيءَ وارو، ۽ جناب فقير غلام حيدر صاحب شر ڳوٺ مينگهو فقير (خيرپور رياست)، وغيره هئا.

سندن وڏا اصل ۾ ميان آدم شاهه ڪلهوڙي سان گڏ سنڌ ۾ آيل هئا، ۽ مياڻوالي طريقي جا هئا؛ باقي فقير صاحب پاڻ نقشبندي طريقي جو عالم باعمل هو. سندن مرشد جناب عبدالحي صاحب هو، جن جي درگاهه نوشهري ۾ آهي. فقير صاحب جي ولادت باسعادت هجري سن مطابق ١٢٢٤هه آهي. سندن عمر ستر سال هئي، ۽ تاريخ ٢ محرم سن ١٢٩٤ هجريءَ ۾ تگڙن جي ڳوٺ ۾ وفات ڪيائون، ۽ اتي ئي دفن ڪيا ويا. سن ١٩٠٥ع ۾، سندن ولديءَ جي هانءُ ڪري، سندن ابدي آرام ڪرڻ واري صندوق، تگڙن مان ڪڍائي، ڪرونڊيءَ (تعلقو فيض گنج، رياست خيرپور) جي نزديڪ پنهنجي جاگير ۾ اچي دفن ڪيائون، جنهن ڪي هاڻي فقير ”خوش“ خيرمحمد جو ڳوٺ چيو وڃي ٿو.

سندن ۾ چار ڪتاب تصوف جي باري ۾ لکيل هئا، مگر اهي هن وقت ناپيد آهن. سندن ڪلام – بيت ۽ ڪافيون – سندن فقراء جي سيني ۾ سانڍيل آهي، ۽ ٻئي سچيءَ سنڌ ۾ مشهور آهي. فقير صاحب جي سڄي عمر خلق خدا جي خدمت ڪرڻ، ۽ وقت جي حاڪمن کان غريبن کي حق رسيءَ لاءِ جدوجهد ڪرڻ ۾ صرف ٿي؛ تنهن کان سواءِ پاڻ ۾ صاحب سخا هئا. نموني طور سندن ۾ ٿي ڪلام هيٺ ڏجن ٿا.

رلـﮇ روز شب آهـن سدا، وحدت جي واديءَ ۾ غرق،
ڪوڙ يون ڪتابن جون پڙهين، تہ بہ آهي هين هُن جو فرق.

تن کي نصيحت ڇا ڪندي، مڪ ٿـا چاڙن ليکي بدي،
هيءَ ڪا رسم آهـي رلدي، اصاؤن ملامت جـن مرڪ.

ڪرين محتسب تون ڪيترو، عاشقن کـي وعـظ ايترو،
لـاهـي تنهين تـر جيترو، لعنت ۽ رحمت جـو فـرق.

گمراهہ چـاڻـن غـيـر آ، صوفي جـو سـڀ ۾ سـيـر آ،
آهـي قسم ٻـيـو ڪـيـر آ، سوريءَ چڙهي پڙهي سبق.

آزاد ڏيا هـن اجـر کـؤن، روزي لـمـاز ۽ نظر کؤن،
خوف و رجا جي خطر کؤن، توحيد ريءَ پيو ڪن ترڪ.

عشق ڇا ڄاڻي ايمان سـان، ڇـا نفعي ڇـا نقصان مان،
ڇـا مسجد و بتخان سـان، ٿيو درس خاصي ۾ درڪ.

”خوش“ خيرمحمد ڄاڻ تون، پنهنجو نـہ آئـج پاڻ تون،
صـورت صفاتي سڄاڻ تـون، پير-سغان هـادي و حـق.

* * *

بيخودي وچ جسم نہ ڪوئي، رمز ان الحق هوئي، وہ واہ!
اربـع عناصر آڪ چڪـاسي، بيخودي او بـاس نہ باسي،
مستي تـول وڪامن ماسي، سالڪ سمجهہ ڏ ئوئي، وہ واہ!
جس دن آپ الست آ کيوئي، اُس دن اي من مست ڪيتوئي،
دلڙي اساڏي دست ڪيتوئي، اور نہ آها ڪوئي، وہ واہ!
بي مثل هين روح روحاني، اصلؤن آهوين لا مڪاني،
خيرمحمد ”خوش“ مست مشتاقي، حق دي لال رهيا وچ باقي،
دستؤن آب حيات اي ساقي، پيالا عشق پيتوئي، وہ واہ!

جوڙ مصور صورت ڪون، مُٺ خاڪ وچون ڪيتا موجود،
آدم نام رکيوٿين آسدا، خالق ويک ٿيا خوشنود.

آدم دي اي عبرت ويکو، اصاؤن آها عدم وجود،
ڪيهي سبب اهين خاڪي ڪون، ميل ملاڪين ڪيتا ڪيوين سجود.

وچ بهشتين بيحد مزي، ڪٿي ٻوڪڻ ڏا ڪيها سود،
رمز اهين دا اصلاً رايا، شوق وڏي ڪنون ٿيا مشهود.

جامع مظهر صورت دا هي، محبت واليان دا مقصود،
آپي زور ٻها وچ ذاتي، اربع عناصر وچ آلود.

ٻوتي دي وچ ٻون ٻوٹ ڪون، ساز ٿئي هن سب سرود،
حوران قصوران نال خوشي دي، گيت ڳايونهين مل مولود.

خيرمحمد "خوش" خيال ملڻ دا، ذوق زياده ٿيوي زود،
جي تون عاشق اثباتي دا هين، نال نفي دي ڪر نابود.

*   *   *

مرد ٿي ميخاني ۾ آ، "لا" جي هيٺون تون لنگهي،
هي جي سُرڪيءَ لئہ متارن ڪون مُکي سر ٿو منگي.

ڪين ترسيا تر هکو، عاشق ويا اتي سر انگي،
نشي غالب نينهن جي، وڏا وجد وحدت جي ونگي.

سُرت سڏوي ڪؤن وني، ڪُهيل ٻيو ڏورئون ڪنگهي،
ڪو عاشق ايندو اتي، سورهيہ سري چاهيون چنگي.

کيو مُکي چپ وات ۾، ٻيو ڪات ڪيائين هٿ ۾ ٻنگي،
گهيرُ تہ عاشق گهوٽ ٿئين، چنڊ اوٽ آءٌ سينو ننگي.

"خوش" خيرمحمد خيال سان، دُرس ٻيو دل دنگي،
ڏسي مردن جا مناقب، هي سر مٽي ڪؤن ڪيئن سنگي.

نيڪ محمد بلوچستاني

# مرحوم فقير محمد خان ٽالپر

فقير محمد خان ولد مراد خان ٽالپر ڳوٺ مراد خان ٽالپر، تعلقو ٽنڊو باگو (جنهن جي نالي سان ڳوٺ مشهور آهي) هڪ وڏو شاعر ۽ سگهڙ ٿي گذريو آهي. فقير صاحب کي راڳ ۽ ساز جو تمام گهڻو شوق هوندو هو. سندس ڪچهري هميشه سرود ۽ سماع سان پربل هوندي هئي. ڏوهه جواني کان ئي فقير صاحب ڪلام چوڻ شروع ڪيو. پاڻ ٻه فقيرن سان گڏ يڪتاري تي ڳائيندو هو، ۽ ڪلام چوندي چوندي جڏهن وجد ۾ اچي ويندو هو ته کيس ڪنهن به ڳالهه جي سڌ نه رهندي هئي. سماع وقت کيس ايترو ته جوش ٿيندو هو جو ڪلام چوڻ مهل اڪثر ڪري هڪ دلو پاڻي فقير صاحب لاءِ خلاصو رکيل هوندو هو، ۽ وجد حال ۾ اچڻ مهل فقير مٿانئس پاڻي ڇنڪاريندا هئا. پوءِ مس مس حال ۾ ايندو هو.

رئيس حاجي محرم خان نظاماڻي ساڪن بخشو خان نظاماڻي، تعلقو ماتلي، سان سندن ڏاڍي روح رهاڻ ٿيندي هئي. هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته فقير صاحب، رئيس حاجي محرم خان جي ڳوٺ آيا مجاڻ جو اتي علي شاهه نالي سيد اڳي ئي مهمان طور ترسيل هو، پوءِ ته ڪچهري ۾ سڄي ڳوٺ جا ماڻهو اچي مڙيا. علي شاهه چيو ته "فقير سائين عشق آهي ئي ڪونه" فقير وراڻيو ته "قبلا سائين عشق اڃا به موجود آهي ۽ تيستائين رهندو جيستائين ڪائنات جو وجود قائم آهي." شاهه صاحب چيو ته "ثابت ڪري ڏيکاريو ته ڪٿي عشق موجود آهي". فقير ڇا ڪيو جو ڀر ۾ پيل ڪوزو پاڻيءَ جو کڻي پنهنجي مٿي تي هاريائين، سندس وار ايا ئي ويا، پاڻي جو هڪ قطرو به زمين تي ڪونه ڪريو ۽ يڪدم يڪتارو کڻي هي ڪلام چوڻ لڳو.

برهه وڏي آهيان ٻن ۾ ٻيري، — عشق لڏائي چاڙهيس انڱاسين.
ڀڙڪ ڀدل ڪر آئي ٻجلي، — طورسينا جيئن ساڙي تجلي.
جيئن ڪو الڳ لوسا نيم چيري، — خاصين خبر ڀن خاص خلاصين.
هيس سڀن ۾ سگهڙ سيالي، — تينهن لماني ڪيس نماڻي.
ڦيڙو هٿي ويا دل کي ڦيري، — اوڏيم سر تي وهس سڌاسين.
سور سمهان ٿيم ڀاب ڀراڳي، — اڄ نه اڏيون منهنجي صورت ساڳي.
دعوي چڙاير ٻار تنهن ڏيري، — ڪين ڀڳيس مان نال ٻيٽياسين.
خوش ٿي پتنگ جيئن آتش آيو، — "ٽالپر" تپ ڏيئي پاڻ پڄايو.
جنهن کي جڙ لڳي ويئي جيري، — سائين محمد ڪر ڪاڄين چاسين.

اهڙيون رس ڀريون ڪچهريون ڪنديون هيون ليڪن فقير صاحب جن جون ڏٺيون، مگر افسوس جو اڄ فضا خاموش آهي، ۽ اهين اسان جا سلف سهاڄها اسان جي هيٺي حال تي هنجون هاربندي، پنهنجي وطن ڏي واڳ واري ويندا رهيا.

## ڪلام

حال محرم ويا ڇڏي، جو درد دل جو اوريان،
هاڻ ويٺي منجهه مونجهاري، چرخو سورن چوريان.
ڳڻ عجيبن جا ڳهٺا، مون وٽ لکيل جيئن ڪئين ڪتاب،
منجهه توراڙي ٿين نه پورا، اپ زمين جي توريان.
ڪئين لهوارا ڪئين اوڀارا ٿا وهن واهڙ وجود،
تن جوڙ ير تسبيح فڪر جي، ڪ سڄڻ جي سوريان.
جي خفو خفقان جو سودا مثل آ ڏينهن رات،
جيئن ڳڏيءَ سان راند ڪرٺي، ڏک اندر ٿي ڏوريان.
ڏيو واڌايون خير جون، "محمد" آيو منهنجي اڱڻ.

* * *

ڏينهن اجوڪا ڳيا گذر ٿي، ول ڪيوين هٿ آولدا،
جنهن ڀڄاڙي ڀهر ويٺي سو سدائين وقت ويندا.
ڪيئن سڪندر ڪئين قلندر، لام نادر چوڙ ڳئي،
رنگ رسالي ڪون والي، ڪل ڪشالي ڀوڙ ڳئي.
رک خزاني ٿئي بيڪالي، ڪارخالي چوڙ ڳئي،
ڪيئن اٿانهين جوڙ جائين، مار پانهين رت رولدا.

سون ساري اڌ اوناري، ٿي ويچاري هل ڳئي،
ماڪ ميران وچ وزيران، ڪل صغيران پل ڳئي.
روح رٺاهين ٿيان جٺانهين، سي ٿٺالهين ڳل ڳئي،
نال پالي ڪنهن نه چائي، ڪر صفائي دست ڌوندا.

مال مايا ٿيا پرايا، ڪون آيا ڪار ڪم،
ڳيا اجايا چار چايا، بي بقايا هار هم.
راج رائي ٿي نمائي، چوڙ مائي غار غم،
ڪنهن بلاسا ڪونه باسيا، خويش خاصا مفت ڪولدا.

جند جواني هي بيڪالي، چاڻ فالي تون ادا،
نيڪ ويسي ڪان ملسي، ساڻ ملسي تيئن ادا.
يار ياري چوڙ پياري، ڪر تياري الوداع،
"محمد" ملدا دوست دلدا خان، ڪلدا بهشت ليندا.

سوا يار جي ديدار ڪري سينگار ڪبو ڇا،
ٿئي ڌار جي دلدار جي جُهمار ڪبو ڇا.

منجهه ميدان اچو جوان ڪن چوگان گهڻيرا،
وقت تنگ لڳي جنگ ري هٿيار ڪبو ڇا.

منجهه بازار ڪن واپار شاهوڪار گهڻيرا،
قدر سون جاڻن ڪونه خريدار ڪبو ڇا.

پنهنجي حال سندي ڳالهه ڪجي پيش نه ڪنهنجي،
سٿي گوش نه گفتار تنهن اظهار ڪبو ڇا.

"مُحمّد" پاڻ ٿي غلام مٽان نام وڪائو،
جنهن جي وات نه ڪي ٻات تنهن دووار ڪبو ڇا.

* * *

ساڻن خاص، ڪرپاس، ڳيا ماس ڳل ڳل،
تيڏي ڪاڻ، ميڏي دل، پئي ساري پلپل.

لهي چرڪ، ستي خواب، اکين آب اي جاري،
صبوح شام بي آرام، الهيء سام اي ماري،
ساوڻ ڏينهن وسن مينهن، نديان جاري جاري،
اوچي ڳاٽ ڏيکي واٽ، ڪر نه ماڻڪ بلڪل.

شرف شان ڪيتس دان، ٿئي دربار غلامي،
چريتن چال چوڙي وال، سا مٿين ٽال سلامي،
اي خود مستان دي ارڪان، ٿکي تنهن ڪون جهل جهل.

وڃي ڏور ٿي وهلور، ساعت سور نه سهندي،
سڄ مذڪور وڃي ڏور، اکين لور پئي روئندي،
ڪنهن دستور موڙي نه مور، پيٽي پور پئي پوندي،
جنهن دي ڪاڻ مثل پاڻ، دکي پاهه پل پل.

ڏينهن رات وائي وات، تاوڙي تات تنواري،
ماري مات ملان ڪات، "مُحمّد" جهات پياري،
ڪونه سوال ملن شال، لکين پال پالاري،
اها آس ٿئي پاس، گهني واس بلبل.

جيءَ وچ جوڳي ياد گرو ڪر، ڪيها ڪم راڻ دا.

آپ برهمڻ ساڌ سڏاوين، سيندر رنگ ڏي تلڪ لڳاوين،
ست پڙيان لڪ روٽيان کاوين، ڪيتني پيڪ پنڻ دا.
تن وچ تيرٿ تن وچ تڪيا، جوپي طلبين سڀ ڪجهه هڪيا،
بابو منگدئين بي در بکيا، لجانين ويک لچڻ دا.
گنگا گوست گام اٺاهين، نالڪ لڇمڻ رام اٺاهين،
”مُحمّد“ مسجد مام اٺاهين، سطلب سڀ سلڻ دا.

* * *

ڏبوو يا گهنو هي سودا صاف سر دا،
نهين مال ملڪيت ذرا ايڪ زر دا.

ٻکي پيٽ ڪيتني وتا وڻ ماريندا، نہ ٽيا توت واڏو ڏونگر ڏس ڏوريندا،
-ڪنبڙ مار ڪس پيا فڪر رک فجر دا.
آٺن ۽ چاڙهن ٻاچي ڪان ٻائي، هي ڏون ڏهاڙي لاٻارا جو لائي،
سنبردي گذر ڳيا سمر بي سفر دا.
سڻي ۽ ماڻي رکن ٻار ٻاري، نہ رهندي هميشه پيسي ري پياري،
-ٻکني ٻاس پڇدا جاني يار جگر دا.
صفا سر حاضر هي نهين بيٺ ناڻان، اتر ۽ ستر دي بي طاقت نہ جاڻان،
-سهانگا مهانگا ”مُحمّد“ مال گهر دا.

ميمڻ عبدالمجيد سنڌي

# نبن فقير جيهو مرحوم

فقير صاحب جو سچو نالو نبي بخش ولد ڦتوهل ذات جيها آهي. سندس ولادت توڙي وفات ڳوٺ جيهان، تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ ٿي.

سندس عمر بابت فقير امام بخش روايت ٿو ڪري ته وڏي ليٽ (ٻوڏ، جا ١٩٤٢ع ۾ آئي هئي) کان ١٣ سال اڳ فقير صاحب وفات ڪئي. ان وقت ڪين اڍ اڍا ۽ اڍ ڪارا وار هئا. عمر اٽڪل ٨٠ سال هيس. انهيءَ روايت موجب فقير صاحب اٽڪل سن ١٨٤٩ع ۾ پيدا ٿيو ۽ سن ١٩٢٩ع ۾ وفات ڪئي.

نبن فقير جو ننڍي هوندي کان ئي فقيريءَ ڏانهن لاڙو هو. ٻهر ٻائين ٻهر ٻائين جڏهن اچا فقيريءَ ۾ پير ڪونه پاتو هئائين، تنهن زماني ۾، جڏهن ڪنهن مجلس ۾ ويندو هو، ته مجلس وارن تي ايترو رعب طاري ٿي ويندو هو، جو سڀ ماٺ ڪري ويٺا هوندا هئا ۽ سندس گفتگو ٻڌڻ لاءِ آتا هوندا هئا.

ڏاڙهي ڪاري هيس، يعني ان وقت عمر اٽڪل ٣٠ يا ٣٥ سال هيس، جو خواب ۾ حضرت غوث اعظم محبوب سبحانيءَ جو ديدار نصيب ٿيس، جن کيس هدايت ڪئي ته "محبوب جي بنگلي ۾ وڃي چتل فقير وٺ رهه". انهيءَ واقعي کان پوءِ فقير ٿي ڦيرندو رهيو، جنهن تي عزيز قريب کيس چڱيءَ نظر سان نه ڏسڻ لڳا. انهيءَ ڪيفيت جو ذڪر پنهنجي هڪ ڪافيءَ ۾ هن طرح ڪيو اٿس:

دنيا جي أسباب مان نڪري، آلله جـي آڌار آيـا سـي!

عـرب، عـجـم، ايـرانـي، يـمـن يـونـان تـوراني،
مليو دل جي اندر جـانـي، لاحق پـيـا مـلـڪ ماڻيا سـي.

ڇڏيا سي دنيا سندا سالڪا، لنگهيا سي لـڪ مونئي لانگها،
ٻڌي ڇيريون ٿيا سي لالڪا، اچي نمون ليهـنِ لايـو سـي.

چوي 'نبن' مليو هيڪاندو، ميان محبوب لاءِ من ماندو،
ورين پيارو الله ڪٿي آندو، ڪسـتـي وارو ڪات لايو سـي.

ڪجهه وقت "محبوب جي بنگلي ۾" چنل فقير وٽ رهڻ کان پوءِ، قلندر شهباز جي درگاهه تي سيوهڻ وچ رهيو. سيوهڻ ۾ کيس "لن فقير صوفي" ڪري ڪوٺيندا هئا.

سيوهڻ ۾ ڪجهه وقت رهڻ کان پوءِ سندس خيال ٿيو، ته آتي هڪڙي ڪافي ڀرائجي، جا زيارتين، خاص ڪري سندن ڳوٺ وارن، جيڪي گهڻي تعداد ۾ اچن ٿا، تن کي سهوليت ڏئي. انهيءَ خيال ماتحت ڳوٺ اچي، وڏن واري سموري زمين وڪڻي، سيوهڻ شريف ۾ وچي ٿن سؤن رپين پٽ ورتائين. آن زماني ۾ ڳوٺ وارن ذات پائين کي گهڻيءَ حد تائين معتقد ڪري چڪو هو، تنهنڪري پٽ وٺڻ کان پوءِ وري ڳوٺ آيو ۽ ڳوٺ جي معتقد جيهن جو ولر ساڻ ڪري اوڏانهن ويو. ڏکي گاڏين تي سمورو سامان ڳوڙائن کان کڻائي، آتي وچي اڏاوت جو سمورو ڪم پاڻ ڪيائين، ايتريقدر جو سرؤن به پاڻ وڌائين. امام بخش فقير جيتوڻيڪ آن وقت ننڍو هو، تڏهن به ڪم ۾ شريڪ هو. ڪافي، اڄ تائين فقير صاحب جي نالي سڏجي ٿي ۽ زيارتين کي منجهس رهڻ لاءِ هرطرح جي سهوليت ملي ٿي.

پين حقيقي عاشقن جيان، هن فقير کي به پهريائين مجازي عشق جي چڻنگ چوليءَ ۾ پيئي. فقير صاحب پنهنجي هڪ عزيز ۽ پاڙيسرڻ مائي پانيڻ تي عاشق هو. فقير صاحب جو ته مائيءَ سان حقيقي نظارو هو، پر سندس مائٽن پانيو ته ناجائز تعلق اٿس؛ تنهنڪري فقير صاحب جي مارڻ جي ڪَئي پيا. اونهاري جي مند ۾، هڪ دفعي فقير صاحب ڪوٺي تي جٺن سميو پيو هو ۽ ڪافيون ڳائي رهيو هو، تيئن مائيءَ جا عزيز ڪهاڙيون کڻي مارڻ لاءِ ڪوٺي تي چڙهي آيس. جا ڏسن ته فقير صاحب ڪوٺي تي ته آهي ئي ڪونه، پر هيٺ پيو ڪافيون چئي؛ وري هيٺ اچن ته ڏسن ته مٿي پيو ڳائي! ڪوٺي کي ڏاڪڻ به فقط هڪڙي هئي. ٻه ٽي دفعا ائين لٿا ۽ چڙهيا. آخر شڪي ٿي پيش پيا ۽ معتقد ٿيا. تنهن کان پوءِ فقير صاحب ڏي مائي به آن مائيءَ جي گهران ايندي هئي. فقير صاحب مائيءَ کي به حقيقي رنگ ۾ رڱڻ ٿي گهُريو، پر هوءَ دولت جي طالبو ٿي پيئي. انهيءَ ڪري فقير صاحب جي برڪت سان، سندس گهر تمام غريب مان چڱو آسودو ٿي پيو. آها مائي فقير صاحب جي پيرانديءَ کان پوريل آهي.

فقير صاحب شادي ڪئي هئي، جنهن مان کيس به ڄائيون ٿيون، جن جي شادي ڪرايائين - جيتوڻيڪ سندس هڪ نياڻيءَ شادي نٿي ڪئي. سندس آها نياڻي فقيري خيال جي هئي، راڳ به سٺو ڪندي هئي. گهڻو ڪري پنهنجي پيءَ جو ڪلام ڳائيندي هئي، ۽ شاديءَ کان به ڏينهن پوءِ وفات ڪيائين. پي نياڻيءَ کي هڪ ڌيءُ ڄاوس. فقير صاحب جا سندس نياڻين کي پٽيلو اولاد ڪوبه ٿيو.

فقير صاحب وٽ پري پري جا فقير سدائين مجلس ۾ رهندا هئا؛ هڪڙو ته ماستري چڙي اچي سندس طالب ٿيو هو، جو سندس ڪافيون ۽ بيت هڪ بياض ۾ قلمبند ڪندو هو. طالبن مان ڪيترا شاعر به هئا. انهن مان هيٺين جا نالا قابل ذڪر آهن: (۱) هدايت الله "نجفي" - مشهور سنڌي شاعر ۽ صاحب ِ ديوان؛ (۲) چنُو فقير - مشهور شاعر ٿي گذريو آهي؛ (۳) آچن شاهه -

هيءَ صاحب سهڪجي، لڳ رُستم، تعلقي شڪارپور جو وينل آهي، چڱو شاعر آهي؛
(٣) امام بخش فقير- فقير صاحب جي ڀاڻيءَ جو پٽ، چڱو شاعر آهي.

اڳي جاڙايو ويو آهي ته هڪ طالب ماستر، فقير صاحب جو ڪلام لکندو ويندو هو؛ امام بخش فقير جو چوڻ آهي ته هن سمورو ڪلام لکيو هو ۽ اهو بياض مون وٽ هوندو هو؛ فقير صاحب جي وفات کان ٿورو وقت پوءِ، اهو بياض وڃائجي ويو ۽ اڄ تائين ان جو ڪوبه پتو ڪونه پيو آهي. الهيءَ ڪري، فقير صاحب جو لکيل ڪلام هٿ ڪونه آيو؛ باقي امام بخش فقير ۽ ٻين جي واتان جيڪو ٻڌو ويو، اهو قلمبند ڪيو ويو آهي.

فقير صاحب جو ڪلام نهايت پُراثر ۽ مٺاج وارو آهي، ۽ تصوف جي باريڪ نُڪتن سان ڀرپور آهي. سندس ڪلام ۾ هي نظريو هرهنڌ نمايان نظر ايندو ته "پنهنجو پاڻ سڃاڻجي ۽ حق جي ڳولا لاءِ هيت هُت ڀٽڪڻ اجايو آهي. حقيقت کي پاڻ ئي ڀَسي سگهجي ٿو." "پاڻ سڃاڻڻ" کي اينرو ڏکيو ٿو چوي، جو الله سڃاڻڻ به ان کان سَهنجو ٿو سمجهي.

چوي ٿو ته

| | |
|---|---|
| الله سُڃاڻڻ سَهنجو، | آهنجو سُڃاڻڻ پاڻ، |
| حُجت ناهي هوش جي، | جي مرد ٿئين، لهين مَڪان، |
| جتي هٿ نه پُڄن پيروا، | آتي ڪيئن پُڄايان پاڻ، |
| "نبن" جڏهن عشق ٿيو امام، | تڏهن حق ڏسي 'هو' ڪيسي. |

"حق کي پاڻ ۾ ڳولڻ" لاءِ هڪ ڪافيءَ ۾ چوي ٿو-

| | |
|---|---|
| آئي 'الف' سان اور اندر ۾، | کهوٽ کهولي وَٽ پنهنجي گهر ۾، |

-ڪرَ ڪهين وَڃ واپار.

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:

| | |
|---|---|
| "عرب، عجم، ايراني، | يمن يونان توراني، |
| مليو دل جي اندر جاني، | ناحق ڀيا ماڪ ماٺياسي." |

اهو عقيدو 'وحدت الوُجُود' جي سڀني صُوفي شاعرن جي شاعريءَ ۾ ملي ٿو.
فقير صاحب جو جيڪو ڪجهه ڪلام هٿ آيو آهي، اهو هيٺ ڏجي ٿو:

(ڪافيون)

| | |
|---|---|
| ٻلي آئين پورل پيارا، | مر لوڪ ڏسي جڳ سارا! |
| راز تنهنجي مان رنگ جو لڪيو، | ڪليو آهي گل گلزارا. |
| ديدن تنهنجن دولها دکايا، | آئي آذياسي اوتارا. |
| سڪندي سڪندي سال لنگهي ويا، | نيڻن سوُن وَهن لارا. |
| توان لينهڙا لا تئي يار "نبن" سان، | صورت جنا سردارا. |

ڪو دم ڪڍ گذار دلبر، دم لءِ ٿيءُ تون ڌار دلبر!
لالو ٻُڌي مان، لينهڙو لاتو، ٻُنهي جي تہ پچار دلبر.
ڳولهي ڦولهي يار لڌو مي، نيٺين ڪري لروار دلبر.
صحيح سڃاتو مي ساڳو سيرُ هو، ڳولي ٿي تہ گذار دلبر.
نالو "نبن" نِروار تنهنجو، عرشن ۾ آهہ اظهار دلبر.

* * *

جاڳڻ سان رک جار، ڪر نہ پياري ننڊ ننڊوري!
آئي ’الف‘ سان اور اندر ۾، گهوٽ ڳولهي وٺ پنهنجي گهر ۾-
ڪر گهڻ وڻج وارپار.
’و نحن اقرب‘ ورنهہ ويجهو، ’و في انفسڪم‘ پاڻ ۾ پنهنجو-
دل سان ڏس دلدار.
"نبي بخش" سيڪ نوري نظارو، اهي پرين ٿي پل ۾ پيارو-
دم نہ جاليان ڌار.

* * *

هوت پنهنجي وطن تا وڃن ويهندا ويراڳي،
سور انهيءَ ساڙي ڪيا ڦٽي فراقي.
اوريون اورن ’الف‘ سان، پي هُوءَ نہ جن باسي،
پوريا پورب پار ڏي، آهي سامي سنياسي؛
ڪنَ چيرايو ڪاپڙي، جاجڪ ٿيا جوڳي،
لڳن هير ٿيا سُڏيں، ڪيا بِرهہ بيراڳي؛
ڪُوڪ سڻي سي سيني اندر، ’انا احمد‘ آسائتي،
ٻُڌي پول پاروچ جا، لؤن جين لاتي؛
"لبن" لائي نينهڙو، ٿيا عاشق آداسي،
آهي طالب ترسن ڪينڪي، جي پتنگ پياسي.

* * *

ڪالڳل وڃي ڏي سلام، منهنجي پارئون محبوبن کي!
لاهي آرام عاشق کي، سوا صورت ڏسڻ تنهنجي،
سڄڻ آءُ اڱڻ منهنجي، ڪيان سير گهور تو توڙون هي.
لکين ٿورا تنهنجا پانيان، ڪڏهن مان ڪين ڪي لاهيان،
سوين ڳڻ تنهنجا مان ڳايان، سڃاتُو لنگ پنهنجي کي.
چوي "نبن" مليا دلبر، لٿا غم سيني ڪولدر،
سچي صورت ڏٺم سرور، سڃاتوسي ساڳي سر کي.

رانجهن يار ڏسي اکيون اگهيون، ڏاڍي خيال سان ڪڍي ڪڍيون!
هِتِ اکين سون گهڻو سمجهايو، پير پرائي اڳ نہ پايو،
- اوک لحاظ نہ لڙيون.
هنن اکين لڳي آ لوري، ليا پائين چوري زوري،
- سيو منٿ نہ مُڙيون.
سچ محبت ۾ سچي وچي ٻيٺيون، رنگ حسن ۾ رچي وچي ٻيٺيون،
- چاڙهه عشق جي نئين وچي چڙهيون.
”نبن“ رک ليڪهن سان لاتو، هيءَ خبر انهن کي جن عشق سڃاتو،
- ماڪيون ماڪين سان جُڙيون.

* * *

ڪين پڏندا عشق وارا، هن عام جون وايون،
اسان ڏيدان نيڻي دلبر سان لايون!
مُلان پنهنجين متين منجهايا، پاڻ انهيءَ ٻولي پُلايا،
آئن عشق جي ڪين جو آيا، غير ڪنہن گمراهيون.
پيهي پورب پنڌ پچايون، چُمي ملامت سر تي چايون،
رانجهن اسين هڪ ٿياهون، رهبر رلد سڏايون.
غير جون گودڙيون ڏولي چڏبائون، سو رن سڳوا پوئي پاتائون،
سڙو محبت سوج مائيائون، سوگن ڀاليون مدايون.
”نبن“ هن ليڪهن جون، آهن عرش ۾ اوگاهيون،
هي اچن ٿا هام هنيون، سر سُوريءَ سنبرايون.

* * *

اڄ برابر عشق آيو، پرهه ڪٿي ڀار.
هتليس ڪارڻ حق جي، سون لاٿو ٿي نروار.
پلؤ لاتم پريت جو، آهي اهو اڪيچار.
راٿل آيو راج ۾، سون سوين ڪيا سينگار.
ساري ويو مومل کي، لاٿي لؤن لؤن ۾ لغار.
لڳم سند بلوچ سان، آگي سان اظهار.
سوين ڏنم سُهڻا، منٿ نہ پايان يار.
سيد ملو سيکهه ۾، جنهن ڏني خبر چار.
ٿالي لينهن ”لبن“ کي، طالب ٿيو تڪرار.

(بيت)

ڏالو ٻنهنجو لالھ ۾ ڏنا لاھوتي ليڪن،
ملڻ ڪاڻ محبوب جي ٻر ٻر ڪيو ٻرڪن،
ڪيل ۽ خوشيءَ جا اهي در ٻنيا داغن،
ورق وارئي ويجھڙو ڪيو آڏو عجيبن،
”نبن“ عاشق آهي سڏجن، جي هت ملن هوت سان.

اڱڻ آسرو ڏنديءَ جي ڪاهي آيا ڪرڳل،
لينهن نوڪان ڪوڙيون، نڪا جهل نہ پل،
”نبن“ معاف تنين تان ڀُل، جيڪي ٻڪي پيهي آئيا.

جيڪي ٻڪي پيهي آئيا، سي موٽيئي ئيا مهندار،
هاڻهي ڏي هلڻ جا، ٻودن ڪنيا ٻار،
”نبن“ سي سيڻي يار، جي ٻڪي پيهي آئيا.

جهين ۾ جاني، لوڙهو لاهوتين جو،
آتي آڏوتي ڪن، وحدت جي وائي،
قل هوالله چيو ڪاٻڻين، ڪو اشارو الاهي،
”نبن“ آهي آهجاني، جن تي فضل ٿيو فرقان جو.

اڪين ڪي آهن، عجب جهڙيون عادتون،
ڪيرايو ڪوهن توڻن، وڏيون وارا ڪن،
ملڻ ڪاڻ محبوب جي، ٻر ٻر ڪيو ٻهڪن،
”نبن“ ليڪ وڃي اڙجن، دلبر سندي دام ۾.

---

# جمال الدين فقير "جمال"

جمال الدين فقير ولد الهه اوباهيو، ذات جو سهتو، مشائخ سعدالله رحه جي اولاد مان هو، ان ڪري "سڏوپوتو" به سڏبو ويندو هو. فقير جي جنم جو هنڌ ڳوٺ "تجل"، تعلقي ناري، ضلعي خيرپور ۾ آهي. هي فقيرصاحب تاريخ ۵ فيبروري ١٩٠٧ع ۾ ڄائو هو. فقير پڙهيل ڪونه هو، باقي نماز جون سورتون ياد هئس. نماز جو پابند ۽ متشرع هو. درويشن سان دوستي گهڻي هيس. سنديس دل ڪليل هئي. ننڍي هوندي جڏهن مائٽن پڙهڻ وهاريس، تڏهن استاد جيڪو به سبق ڏيندو هوس، اهو ياد ڪري پڌائيندو هو؛ وري جڏهن اکر پڇبو هوس ته چوندو هو ته "سائين، اهو اکر ته الاجي ڪهڙو آهي، باقي برزبان ته ياد سڀني اکر اٿم"!

سندن شاعرانه صحبت، ٻچائي فقير رند سان به هئي. فقير جو وصال سال ١٩٥٢ع جي ڊسمبر مهيني ۾ "ملڪي" ڳوٺ ۾ ٿيو. آخر دم تائين نماز نه ڇڏيائين، ۽ "الله الله" ڪندي سندس روح پرواز ڪري ويو. فقير جو مقبرو ملڪي ڳوٺ واري مقام ۾ آهي. فقير جي ڪلام جو ڪجهه نمونو هيٺ ڏجي ٿو:

ساراهيان سچو ڌڻي، ساراهيان سبحان-
هڪڙو حمير سومرو هو، تنهن جو ٻڌ بيان:
"عمر" ڏاسي تنهن جو، پٽ به هو پهلوان،
شڪار جي شوق تي، ڪڙو هوندو هو خان؛
سير ڪي مليرجو، اڳ نه هو امتحان؛
ڦري "ڦوڳ" آيو، اچي شامل ٿيس شيطان:
"سوڍي" سا ماني آ سٺري، اها نار ته آ ليشان،
"ڪونج حسن جي ڪرڙي آ، جنهن جو ڌڻي ءِ رکيو آ ڏيان!"
بادشاهه ٻڌي بيان گهڻو، ٿيو حيرت ۾ حيران،
پر انهيءَ پشپان جو، سيڙو ڪيئين سامان،
تڪي لٿو اچي انهيءَ تڙ تي، وير به ٿيو ويران.

مارئيءَ کي ماءُ هئي، سڌ ڏني ساڃان:
"عمر تنهنجو پاءُ ٿئي، متان ڪوهر ڪري ڪمان!"
هوءَ مُنڌ ويندي هئي مال سان، جنهن جوهو غريبي گذران،
پهر ڏينهن لٿي اچي پاڻيءَ تي، ڏٺئين پري جو مهمان؛
عمر اتا هون وٺي هنئين ڏاڙي جو دوڦان،
هن رڙ وڌي ڪيا راهڙا، 'جيڪر ڏين جيدان!'
هن ڪڍيو وٺي پنهنجي ڪوٽ تي، سو رهيو هو سلطان —
"ڪيو ٿئي جڏو ڪم، 'جمال' چئي، ميرل تنهنجو مان:
"هاڻي قسم کڻان ٿي قرآن، پاڻ آهيون هڪ ابي امان جا!"

* * *

هن جهان ۾ "جمال" چئي، ڪهڙو جوڙيئين گهڙا،
پهرئين ڏينهن پيدا ڪيئين، آدم جا لڙا،
پوءِ رب مٽس راضي ٿيو، ڏنائينس حياءُ جا هڙا،
پرَ ڏنائين پکين کي، جن جا خوب ڪيئين ڪنيڙا،
مولا پيدا مال ڪيو، جنهن جا سڀا جوڙيئين سگڙا،
ڪک چرَن ڪريم جا، پَٽين ٿا پنيڙا،
پيا کي جانور جهنگ ۾، پيا هين پرور جا پکڙا،
ڪري "سڌو پونو" سڏڙا، بخش خطائون مون سنديون!

هن جهان ۾ "جمال" چئي، مالڪ جوڙيو مير،
لانگهو اهو لنگهي، جتان گهٽ ۽ اٿيئي گهير،
ترڪڻ اٿئي تار ۾، تون سمجهي رکجان پير،
ڪئين پُڏا آهن ڪيترا، جن اهو پيد نه آندو پير،
سمنڊ جي سير ڪي، ڏاڍو اٿئي شور،
پوءِ اگهيان درياءَ ڪريٿو زور، ڪڻ ڪو پتڻ پاڻ سان.

هن جهان ۾ "جمال" چئي، ڏس قدرت قادر جي،
پهرئين ڏينهن بيٺون پيٽ تي، پوءِ تون پڻ اچي،
بنا خرچ کاڌو اٿئي، ڏس پڙهين ڪان پڇي،
ڪور ٿيون سنديءَ غفلت ۾، ويون سڀئي مڇھ مڇي،
خالي پيلي خواب ۾، ڪٿي ڪئي اٿئي ڳالهه ڪچي،
سڌ ۾ پوندی صاحب وٽ، مٽ ٿو پهو پڇين،
متان پاڻ پڇين، رک تون خوف خداء جو.

هن جهان ۾ "جمال" چئي، تون موڳا پڌي ميڙهين،
دليا دورلگي پيو ٿو سيڙهين،

هيسيو هيسين کي، سوجون ٿو ساٿين،
مهمود يون ملميون، چوکيون ٿو چوڙين،
'عاجس' تنهنجي اها آهي، انڌي اجوڙين، -(عادت)
سچي اٿي ساري، پٺي هوندي سوڙي،
خان تو سان "جمال" چئي، هلندي کفن جي اڳڙي،
هاڻي مڻ پيو ٿو ميڙين، پر پاءُ نه هلندءِ پاڻ سان.

هن جهان ۾ "جمال" چئي، وٺي ٿو واءُ،
مزو ۽ محبت گهڻو، منجهس آ ساءُ،
خوشيون ۽ خيال، تاب گهڻو ٿس تاءُ،
رالد گڏي پئي آ رنگ ۾، کو دادلو کٺندو داءُ،
قادر جوڙيو قدرت سان، آهي بي بقاءُ،
بي سڌ سماءُ، هوندي پڙهين کي ان پير جي.

ديهه ڪرڙي تپي کهنواري تعلقي لاري ۾ شروع ۾ سرَ، پوڙا ۽ جهنگ هوندو هو، جتي بگهڙ ۽ پيا جانور رهندا هئا. تن ڏينهن ۾ ناري کي پُل يا دروازا ڪونه هوندا هئا. درياءَ جي اٿل ڪاڻ ڪري ناري ۾ به پاڻي آٿلي ايندو هو، ۽ اتان وري گهارا ڪري جهنگ ۾ وهندو هو. پوءِ جيڪو وڏو گهارو ٿيندو هو، ان کي 'سانگ' ڪري سڏبو هو، جنهن ۾ سندن چوپايو مال چرندو هو. وري ڪٿي ڪٿي جهنگ ڪڍي، ڪجهه زمين سيلابي آبادي هيٺ آڻيندا هئا، ته ان جو حقدار اهو ٿيندو هو جيڪو زمين ٺاهيندو هو. جمال فقير به مٿينءَ ذڪر ڪيل ديهه ۾ جهنگ ڪڍي زمين جو ٽڪر ٺاهيو هو. ساڻس سندس ننڍو ڀاءُ گل محمد به رهندو هو. پوءِ سرڪار جي طرفان، ٽالي سيد پير علي شاهه انڪواري آفيسر مقرر ٿيو. جنهن صاحب فرمايو ته 'جن جن ماڻهن ديهه ڪرڙي ۾ زمين ٺاهي آهي، ان سرڪاري زمين تي انهن جو ئي حق آهي، باقي زمين سرڪاري هئڻ گهرجي'. جمال فقير کي مسڪين ڏسي، ٽالي ميان جنيد ملان، وينل ملڪي ڳوٺ جي، جمال فقير کي پنهنجو ڪڙمي ٺهرايو. ۽ زمين تي پنهنجو ڪاتو وجهرائڻو ڪيو. رشوتن ڏيڻ، ۽ وڏيري غلام حسين ۽ ٻين کي پيسي جي زور تي پنهنجو طرفدار بنائڻ لڳو. شاهه صاحب جڏهن تجل ۾ منزل انداز ٿيو، ۽ فقير ڏٺو ته هاڻي وڏيرا ۽ ننڍا ڪامورا سڀ ملان جو طرف آهن ۽ زمين مون کان وينديي، تڏهن ڪجهه بيت ٺاهي، سموري حقيقت بيتن ۾ ڄاڻائي، وڃي پير علي شاهه کي اڳوات ئي ٻڌائي. آخر انڪواري ٿي ۽ سيئي رشوتي، فقير جي برخلاف بيان ڏيڻ لڳا؛ ڪن خاص خدا جي خائفن، فقير جي حقيقت کي وزن ڏنو. شاهه صاحب پورو پورو عدل ڪري، فقير کي وزن ڏياريو، ۽ اجر کٽيو. اهي بيت هي آهن:

ساراهيان سچو ڏٺي، جنهن جوڙي آهي جوڙ؛
پير علي شاهہ ٻانهن ڪنڌ ڏني، ڪر هن درخواست جو ڏوڙ؛
عزت تنهنجي الله ڪئي آهي، خاوند ڪهڙي ڪوڙ؛
ٽڪر ڪيا انهن ٽوٽا، ڪجهہ ڪيئي انهن ڪوڙ،
هڪڙا جوئر جا ٻارا "جمال" چئي، ٻي ٻرهہ انهي ووڻ؛
جڏهن ڏوڙا پڳا هن درويش، تڏهن سختي ڪهڙي هئي سوڙهہ؛
ٻوڙا ٻنڌ هي ٻانهو آهي، ٻيا غائبا ڪن ٽا ڪوڙ؛
'غلام حسين' انهي غمزي تي، ڏاڍ ڪري ٽو ڏونڻ؛
ملان انهي مطلبي، جنهن وٽ ٽڪن جا انهي ٽوڙ؛
محمد جي ميڙي ۾، سيد ٻڌنديون موڙ؛
هاڻي توکي ڪريان هٿ جوڙ، سارنگ سچي ساري جي:

سانگ سچي ساري جي، توکي سيد ڪيان سدا؛
تہ ڪاتو ڪري ڏي خوشيءَ سان، وجهہ اڪر صحيح سندا؛
جلد ڪر "جمال" چئي، وڃن ٻهر ٽا ٻوندا؛
اسين ڪٺي آڻاءِ پاڻهي، شاهدي ڪن سندا؛
اڳي بہ هر هنيل هو، يا هاڻي هي ٽا ارڙو ڪن اندا؛
جنهن مهل قسم آين ڪورٽ ۾، تڏهن خوب اتي ڪنگهندا؛
جڏهن هليا 'هافيس' ۾، تڏهن پنو ۾ پرڪندا؛ (آفيس)
ڪنهندن ڪونوار وڃي، ڪنڌ پر ڪرندا؛
ٿاٻي سان ٿوندا، جڏهن ٻڌائون واعدو وزير جو.

وزير جي واعدي جي، اوهين ڪيو ڪولہ پچار؛
هو تہ ويلا واجهہ وجهن، چاريون ٻيا چار؛
مٽلي سلڪي ۾ رڳا، اوندا ڪيا آچار؛
سو بہ ٻنيءَ جي ٻاري جي، سٽ لهڻ آيو سار؛
اڳي تہ 'فتح جا' فري ويا، جيڪي باقي هئا ٻار؛ - ('فتحجا' ذات آهي)
تن ڪي ٻن ۾ ملو چئي، هئا سوٻن سندا ستار؛
سيد هن سانگ جي، ڪهڙي ٻچين 'پير شاهہ' پچار؛
مان جو راج مسڪين انهي، تن تي ڪري وڃ ستاري سردار؛
ڪيانءِ ٿو سوالن جا ستو هزار، صاحب هن سانگ جا.

صاحب انهيءَ سانگ جو، ڪيان ٿو الڪواري تو عرض؛
هڪوا انهن ڪنڌا ڪنيا، پيو انهن مهتن جو ٿيو قرض؛

ڪندين ماڳ مسڪينن تي، ته آهي گهڻو غريبن کي غرض؛
پر مسڪينن کي مرض، اٿني مير مهاڳن جو.

اسين مير مهاڳي جا، آهيون چوڻيءَ تائين چور؛
جيئن وٺي ”جمال“ چئي، تون معافي ڏئي وچ مور؛
هاڻ ڪجان ڪاڻ چور پچور، سيد هن سانگ کي.

سيد هن سانگ کي، ڪر نه پر پيا؛
بخشي وچ بخشش ڪري، تنهنجا ٿورا ٿيا؛
هن تي ڪيئن حل هئا، ته به سيد ڏئي وچ سانگ اسان کي.

سيّد ڏئي وچ سانگ اسان کي، چئي ۽ قاڙي؛
هڪڙو غريب نالي ’گل‘ اٿئي، تنهن جو ڪاتو وچ چاڙهي؛ —(جمال جو نندو پاءُ)
’هيڪل‘ جي حد پر هڪڙو سيد سوالي وٺو آ الله توکي ڪڏهن آئي؛ —(ڳوٺ جو لالو)
سو پيو ٿو ڏينهون ڳئي، ڪڏهن پير علي شاهه ايندو هن پٽ پر.

هي جو فساد پن ڦڏو رٿيو، سو به لاهي وچ ڏنڊو،
حضرت هڙني جا ڪشي، قادر ڪم ڪندو،
ته ڪري ڏي سيد تون به سندو، پاڻ ڏيکار هلي پاهڻ تون.

پير لهماءِ هلي پاهڻ تي، تون پير علي شاهه پرڏر؛
پن جي ڪَل پوي ٿي ڪانه ڪا، هڪ تو پر پايان ڏر؛
مون ڪنهن جي سيري ماري آڪا نڪا، اتي هوندا هئا پير علي شاهه پڌر،
اڳي ته ’برا‘ هوندا هئا بگهڙن جا، برابر هئا بر؛ —(آواز)
سائين سڀڪنهن ڪان سڏي پڇي هوندا هئا تاڪر مرن جا ٿر؛
پوءِ ڪو ’آلون‘ اڏامي آيو، وٺي چيراٽي چر؛ —(باهه جي چڻنگ)
سڀڪو اتي سجاڳ ٿيو، اچي ڪنڌا ڏناٿون ڪپر؛
وندپاٿون ورچياٿون پاڻ پر، ڏٺي ڪالن جا ڪهڙ؛
پوءِ پڻي دڙيون دام هٿاياٿون، جهنگ مڙيئي جهر؛
پوءِ ڪانهن ڪڍياسون ڪنڌن نائين، صفا ڪياسون سر؛
متڳ مڙي تون چڏ اسان کي، هيلهه پڌا اٿون هر؛
جام توکي ”جمال“ چئي، خوب ڏيان ٿو خبر؛
سوالي پيو سوال ڪري، سيد تو سڌر؛
ادا ڪور به ڏئي وچ ڪَر، ڪري وچ امداد اسان تي.

ڪري وچ امداد اسان تي، تون سيد چڙهه سيج،
هيءَ ڏئي وچ جاءِ ”جمال“ کي، تنهنجي نظر ٿيندي ليج؛
پير علي شاهه تنهنجي پٽن مان، شل قادر ڪندو ڪيج؛
جڏهن پحال ٿي آهه بريج، تڏهن وربو داءُ وڏيرن جو.

# مرحوم فقير پير بخش ڪلوئي

هي فقير، نالي پير بخش ولد جيئند، ذات ڪلوئي، وڏِّل ڳوٺ بچل ڪلوئي، تعلقي ننڊي باڳي ڳوٺ عالماڻي کان اٽڪل ميل منو پنڌ ڏکڻ طرف پُراڻ جي ڪپ تي وڏِّل هو- (واضح هجي ته ضلعي ٿرپارڪر ۽ ضلعي حيدرآباد جي سرحد انهيءَ هنڌ پُراڻ تي آهي). سندس ولادت باسعادت جو سال ۱۲۸۳ هجري آهي. سندس ماءُ ننڍپڻ ۾ ئي الله کي پيارا ٿي ويا هئا. ماڻ چورو چنو، ننڍپڻ ۾ ڪڏهن ڪنهن جو مال چاريائين ته ڪڏهن ڪنهن وٽ پيٽ-گذر خاطر مهيني تي بيٺو. آخرڪار ڏڪا ڏوما ڪائي، اچي بلوغت کي رسيو. ننڍپڻ ۾ تعليم جو هڪ اکر به نه ورتائين؛ جڏهن وڏو ٿيو تڏهن سرڙيو هاري بيٺو.

ننڍپڻ کان وٺي، هاشم ولد گامون علياڻي ۽ سهراب ولد مير محمد علياڻي (حاجي جام جو پاءُ) سان سندس گهڻي صحبت هوندي هئي- پر خاص صحبت هاشم سان هوندي هيس، جو ننڍپڻ کان مال گڏ چاريندا هئا. هاشم تنهن وقت جي لحاظ کان پڻ کان سُکيو ليکجڻ ۾ ايندو هو. پوءِ، هڪ ته سنگت جو ناتو، ٻيو وري چڱو ڀيسن وارو ماڻهو هو، تنهنڪري اڪثر پير بخش هن وٽ هاريءَ طور پيهندو هو. ٻئي نڙ وڄائڻ جا شوقين هئا. رات جو ڏاڍي مجلس ٿيندي هئي. ڪي بيت چوڻ جا شوقين ته ڪي ٻڌڻ جا، سڀ اچي هاشم جي اوطاق تي گڏ ٿيندا هئا.

پير بخش فقير پهرين حقي چڪڻ ۽ ٻين نشن واپرائڻ جو عادي هو، ۽ ٻيون به منجهس ڪيتريون ئي خراب عادتون هيون؛ پر پوءِ سندس صحبت حضرت پير سائين پاڳاري جن جي مريدن سان ٿيڻ ڪري، عادتن ۾ آهستي آهستي ڦيرو اچڻ لڳو. ليڪ، سن ۱۳۰۸ هه ڌاري، حضرت پير سائين پاڳاري علي گوهر شاهه ثاني عرف "مخفي ڏٺي بادشاهه" کان ذڪر ورتائين. ذڪر وٺڻ کان پوءِ، مڙني عادتن ۽ نشن واپرائڻ کان بلڪل پاسو ڪيائين؛ دنيوي ڌنڌن کي ڇڏي، تارڪ فقير ٿي، مرشدن جي زيارت خاطر پاپادو درگاهه شريف تي وڃڻ لڳو. ڪڏهن مهينو ڪڏهن پندرهن ڏينهن ترسي، پنهنجي ساڳ تي موٽي، وري به ساڳئي نمولي کهندو ڦرلدو اچي پنهنجي ڳوٺ پهچندو هو. ڳوٺ گهڻو ڪو نه رهندو هو، رڳو پيو گهمندو ڦرندو هو. وري به جڏهن مرشد جي حب دل ۾ جاڳندي هيس، ته پيرين پيادو درگاهه شريف تي ويندو هو.

ٻورين ڇهڙو نشي وايرائي ۽ ٻين عادتن جو کهڙهو، تولاءِ تي ماءِ مريد ٿيڻ کان پوءِ نيڪ، پرهيزگار ۽ الله لوڪ ٿيو. مرشدن جي سڪ ۽ الاهي عشق ۾ غلطان رهي، هي انداز دل ڏاريندڙ ڪافيون چيون اٿس، جي پڙهندڙ تي رقت طاري ڪريو ڇڏين. سندس طبيعت ۾ خوش طبعي پڻ سمايل هئي: ڪيترائي خوش طبعي جا ٽوٽڪا جوڙيا اٿس، جي ٻڌڻ لائق آهن. انهن مان هڪڙي سيٺ مينگهواڙ ۽ سندس جتيءَ تي جهيڙي بابت چيل آهي، جا دلچسپ ۽ مشهور آهي. انهيءَ سيٺ جي خبر آهستي آهستي حضرت پير سائين پاڳاري شاهمردان شاه عرف "ڪوٽ ڌڻي بادشاه" جن جي ڪن پيئي. پاڻ پير بخش کي گهرائي اها سيٺ جوابان... فقير صاحب سيٺ چئي جڏهن بس ڪئي، تڏهن حضرت سائين جن فرمايو ته "افسوس آهي، جيڪڏهن هيترو مٺو قرآن شريف تي هڻين ها ته ڪر اهو پڙهي وڃين ها!" فقير صاحب انهيءَ کان پوءِ قرآن شريف پڙهڻ لڳو، جو ٿوري ئي عرصي اندر پڙهي پورو ڪيائين. ان بعد ڪابه خوش طبعي نه جوڙيائين: البته مرشد صاحب جن جي محبت وڌن لڳس ۽ دلسوز ڪافيون چوڻ لڳو، جي اڄ تائين جماعت مريد حضرت پير پاڳاري جي ٻر چوڻ ۾ اچن ٿيون.

پاڻ هڪ شادي جوانيءَ ۾، جڏهن اڃا پير صاحب پاڳاري جن جو مريد ڪونه ٿيو هو جو ڪئي هئائين: پر سندن گهرواريءَ جلدئي راهه رباني ورتي، جنهنڪري اولاد ڪوبه ڪونه ٿيو، ۽ نه وري ٻي شادي ڪيائين. اٽڪل ١٣٥٧هه ڌاري، هڪ دفعي، پاڻ پاپياده زيارت حضرت مرشد جي تي ٿي ويو، ته واٽ تي بيمار ٿي پيو، ۽ رب العزت جي رضا تي راضي رهي، دارالبقا جو سفر اختيار ڪيائين- انا لله و انا اليه راجعون. اها پڪي خبر نٿي پئجي سگهي ته سندن مزار مبارڪ ڪٿي آهي، پر ايترو ٻڌڻ ۾ اچي ٿو ته سندن مزار ڪنڍڙي جي پرپاسي ۾ آهي. وفات وقت سندن عمر چوهٺ-پنجهٺ ورهين جي قريب هئي.

## نمونو ڪلام جو

سڄي سيالي پوون پالي، مون آڏاڻ اڄ ڏي،
يار پياري ڏي اوناري، مون ساڻ سيج ڏي.

پنهل ڳولان، جبل ڦولان، بس کهولان سات تون،
درس ڏلان، وڃ ميلان، مين اس ولان وات تون.
ڪيچ جاوان، ڪڱ پاوان، مهندي لاوان هات تون،
پنهل پهندڙ، سيج لهندڙ، مون جا رهندڙ رڃ ڏي.

ڪيچ ٿيوان ول جيوان، سيج سيوان حق ڏي،
سيج سوڙان ول جوڙان، پڌ سوڙان پهڪدي،
پنهل تي پڳس، خادم جڳس، اهين ول ڏڳس دهڪدي.

اکين دي اوج، مرينديءِ فوج، اهين ول موج منجهدي،
کيچ ڪاهان، ڏيوان واهان، ڪر دانهان ڊڪدي،
وهان جيڪر، سيلان هيڪر، ٿيوان نوڪر نڪدي،
عشق عزت نہ عزيزت گهنان اديت لڪدي،
پنهل هي پاڪ، سين مشتاق، سر املاڪ سچ دي.
برهه باري، ڪڍ ڪناري، ميڪون ساري مار گئي،
ڏيک ڏونگر، پڏان ڊونگر، گهت گوند ر گهار گئي،
زال زادي، بيسر پهادي، اهين وادي وار گئي،
جبل چاڙي، گهاٽ گاڙي، مار ڏاڙي ڏچ گئي.
آئ گونگي، زبر زونگي، ڪر جنگي جاڙ گئي،
گهت ڏوري، ظلم زوري، هوت چوري چاڙهه گئي،
ميڏا گهن مور، پنهون گئي زور، سارا پنيور ساڙ گئي،
اندر دي اداس، ملڻ دي خواس، "پيرو" دي آس بچ گئي.

*　*　*

آيا پرين جا پروانا،

دل دوست اکر مئن واريان - ڪيتوئي دوست اکر ديوانا.

ب - بدر وچ لگي لڙائي، جنگ ڪئي ڪر جوانا،
مدد علي دي مردانا، جنهن ڪفر ڪتيا ڪفرانا.
ت - تبل وچ تاب علي دا، سر ڪلنگي تون قربانا،
منهن مبارڪ محاقي والا، صورت دا سبحانا.
ع - اندر اوطاق علي دي، م - اندر ميدانا،
لوح قلم ڪنون اڳ هويا، محمد تي مهربانا.
ج - جانب دا جهلڪا جهگ مگ، جهت پٽ ڪي جهلڪانا،
گونگهت دي وچ سرمونگهٽ، موهي محمد تي مرڪانا.
"پيرو" چوي پنجن تنن دي، هٿ هٿ زيب حقانا،
چار ئي يار چوغان علي دي، مست گهمن ميدانا.

( ريختہ )

اول نام الله دا، جنهن جوڙئي هين جهان ڏونهين،
هڪ جو نالا تهري، پيا رحمي، اهي دلبر دي هن شان ڏونهين،
لوح محفوظ ڪرسي دي نالي هين نشان ڏونهين،
جيڪو ربّي سو رسولي، اهي ثابت هن سبحان ڏونهين،

جيڪو احمد سوئي محمد، يارو من وچ هن ميخان ڏونهين،
محبوب اسادا هڪوئي ماڻهو دي هن مڪان ڏولهين،
اول آخر عاشق دي مرسل دي هن ميدان ڏونهين،
جبرئيل عزرائيل آگي دي هن اڳوان ڏولهين،
جڏان جبرئيل جواب آندي، ٿئي عاشق معشوقان ڏونهين،
عزرائيل الوٽ ڪيتي لک سڪندر بي سنان ڏونهين،
اسرافيل ميڪائيل قدرتي قربان ڏولهين،
اسرافيل چا نفيل ڏبسي ڦوڪا، ٿيسي شوڪا، ٿيسن جملي سي جهان ڏولهين،
ميڪائيل مينهن وسي هڪ ڏينهن، تڏان گڏيسن زمين تي آسمان ڏونهين،
صديق، شاه علي، اڪبر جنگي جوان ڏونهين،
پيغمبر دي پياري هن عمر تي عثمان ڏونهين،
عشق امر اولاد علي دي مئي پي ٿئي مستان ڏونهين،
محي الدين ملڪ گڏئي، استنبول تي ايران ڏونهين،
جائين هن يوسف ديان، مصر تي ڪنعان ڏولهين،
خواب وچون وچ کوه پيا، جنهن دي ماءُ پيو ٿئي حيران ڏونهين،
رو رو ليڻ زليخان دي اکين ٿيان عريان ڏولهين،
يونس پا برڪا مڇي وچ نہ ٿئي ماڻهو سي حيوان ڏونهين،
هابيل ڪابيل پٽ آدم دي، توڙلون هن تڪبان ڏولهين،
منڪيران نڪيران گهڙ آوسن سوڙي وچ سلطان ڏونهين،
اچ جواب ڏوه ثواب پڇين تُل من ترسيزان ڏونهين،
اٿان مرشد هوسي منڌا، جنهن دي اڳون شمس قمر شرمان ڏونهين،
سچ چند سهٽي دي ويکڻ لئي، هن ديوان ڏولهين،
ايڏي قطب، اوڏي قطب، وچون ڪلنگي، اهي سهٽي دي هن سخان ڏولهين.
لڪ نراڙا ليلوفر، بلبل ويک باغان ڏونهين،
پنبيان پاڪ شهيد پگهر نازڪ هن اوران ڏونهين،
ڪلهي ڪافور ڪوش وچون جوڙئي هن جلشان ڏونهين،
ڪرايان جي قوت واليان دامل وچ دستان ڏونهين،
سي گل گونئي، ڏيون جهولي، پرون سي پرڪان ڏونهين،
وات درياه وحدانت دا، لوح قلم لبات ڏولهين،
اکين ڪرن آواز الستي، لفظي هن لسان ڏونهين،
جتي جوراب جيءَ وچ سائيان، موزي سي مهربان ڏونهين،

ڏلڊ مبارڪ سونهاري، جيوين بادل سي برسان ڏونهين،
چشمان چوٽ چڪر لائي چوڏس چمڪان ڏونهين،
نوري نيڻ سڄڻ دي ويکان، چمان شال گندان ڏونهين،
ول گهتن وانگان والڪي، ٻڌ ڪريندين پاڻ ڏونهين،
ڏيون گهور، گهماني گهاون، بشيهر وانگين بان ڏونهين،
نرگس نيڻ نبوّت والي رمزي سي ربان ڏونهين،
ڪرن سنڪي، ڏيون جهنڪي، ترڪش تيرڪمان ڏونهين،
مرغ ملڪ ڪيتئي سڀ تيڏي تابع دان ڏونهين،
هڪ جو سهڻا ٻي بيپرواهي، اهي تجلي دي سي تان ڏواهين،
هڪ سڪڻ ٻيا سر ڏيوڻ، اهي عاشق دي هن ارڪان ڏونهين،
عشق لڳا اِمامان ڪون، ٿئي شير ٻه شهيدان ڏونهين،
چار ڪتابان چار مُصلّا، لٿي هن عرشان ڏونهين،
هڪ جو مُصلا هي محمد دا، ڪلما تي قرآن ڏونهين،
لا الہ۔الا للہ، اهي اڪر هن عاليشان ڏونهين،
اللہ هو حق دا نعرا، اهي مرشد دي سي مان ڏونهين،
”پيرو“ آکي پڙهو ڪلما، چٽن وهي جهان ڏولهين.

---

# فقير قلندر بخش صوفي مرحوم

فقير قلندر بخش جو نالو نامي اسم گرامي ڪنهن بہ تعارف جو محتاج نہ آهي. هو ٽاري جي مشهور درويش صوفي محمدصديق عرف صادق فقير جو پڙ پوٽو، ۽ فقير حاجي محمد صوفيءَ جو وڏو فرزند هو. فقير صاحب قرآن مجيد گهر ۾ پورو ڪري، سنڌيءَ جي تعليم صوفيءَ جي اسڪول ۾ پوري ڪئي. سنڌس فارسي تعليم لاءِ فقير صاحب وڏي، مرحوم محمد هاشم "مخلص" کي مقرر ڪيو، جنهن وٽ "سڪندر نامه" تائين فارسي ۽ عربيءَ جا ابتدائي ڪتاب پڙهيائين. فقير صاحب جي ولادت تقريباً ٩٨-١٢٩٧هہ ڌاري ٿي هئي. فقير صاحب جو ننڍي هوندي کان وٺي عبادت ۽ رياضت ڏانهن لاڙو هو. سال بسال هميشہ پڙيءَ ۾ وڃي احتڪاف ڪندو هو، جتي جس دم پچائيندي، هڪ دفعي تہ سنڌس مرڻ جو هل پئجي ويو. قلندربخش جهڙو جدي، بيباڪ، رحمدل، سخي ۽ فياض، عادل، بي ريا، سيرت خواه صورت جو سهڻو ۽ پسنديده خصلت، صوفي خاندان ۾ ڪو مشڪل پيدا ٿئي.

هن حق صداقت جي علمبردار ڪڏهن بہ حق جو طرف نہ ڇڏيو. هن جي ايمان ۽ استقلال ۾ ڪڏهن بہ رتيءَ ماتر لرزش ڪانہ آئي. ڪنهن وڏي کان وڏي عملدار جي اڳيان بہ فقير قلندربخش ڪڏهن ڪنڌ نہ جهڪايو؛ قلندربخش جو ڪنڌ هميشہ پنهنجي پروردگار ۽ خلائق عالم جي اڳيان جهڪيل هوندو هو. فقير صاحب، وڏي کان وڏي ظالم سان بہ مظلوم جي حمايت ۾ ٽڪر کائڻ لاءِ تيار ٿي ويندو هو. فقير صاحب مرحوم ارادي جو پڪو، واعدي جو وفادار، قول جو سچو ۽ مستقل مزاج هوندو هو. پنهنجي عبادت خواهہ رهڻي ڪرڻيءَ جو طريقو جيڪو شروعات کان اختيار ڪيو هئائين، تنهن ۾ ڪڏهن بہ تفاوت اچڻ نہ ڏنائين. رات جي ماني کائي، عشا جي نماز ۽ وظائف بعد وڃي آرام ڪندو هو، ۽ ٽي بجي ڌاري اٿي، تهجد ادا ڪري، صوفيانہ طريقي جو بلند آواز سان ذڪر ڪندو هو؛ ان بعد قرآن مجيد جي تلاوت ڪري، ڪو ديني يا تاريخي ڪتاب يا اخبار ڏسندو هو؛ صبح جي نماز ادا ڪري، گهڻو ذڪر ڪندو هو؛ تسبيح هميشہ هٿ ۾ هوندي هيس، ۽ ڪنهن سان ڪلام نہ ڪندو هو؛ اشراق جي نماز پڙهي، ليٽ ڪري، اچي ٻنگلي ۾ زمين تي وڇايل شيتلن جي گل تي قديم رواج موجب ڪانپ ٻڌي ويهندو هو، ۽ ماڻهن جا فيصلا بہ پيو

ڪندو هو ۽ پنهنجي نوڪرن کي ڪاروباري هدايتون به ڏيندو رهندو هو. پن پهرن جو واندو ٿي، ماني کائي، ٿورو وقت قيلولو ڪري، ٽپهريءَ جي نماز ادا ڪري، وري به اچي ڪچهري ڪندو هو، ۽ وچين نماز تائين ويٺو هوندو هو. ان بعد، وچين ۽ سانجهي هڪڙي مصلي تي پڙهي، ڪلاڪ به وري به پنهنجي گهرو معاملات مطابق هدايتون ڏيئي، ماني کائي، عشاء جي نماز ادا ڪري، وڃي آرام ڪندو هو.

فقير صاحب مرحوم، اوائل زماني ۾، ملڪي ڪمن ۾ بہ بهرو وٺندو هو. هڪ ته پيرو بمبئي ڪائونسل جو ميمبر ۽ لوڪلبورڊ جو صدر بہ ٿي رهيو؛ ليڪن فقير صاحب جي حق گوئي ۽ انصاف پسندي، حڪام وقت کي نہ وڻي، تنهنڪري مٿيان عهدا هميشه لاءِ ترڪ ڪرڻا پيس.

فقير صاحب سخي ۽ فياض به هوندو هو. ڪوبہ سوالي سندس در تان خالي نہ ويندو هو. هڪ ڀيرو دفعي تہ پنهنجي بدن جا سڀ ڪپڙا بہ لاهي سوالين کي ڏنا هئائين. ڳوٺ جي بيوهہ عورتن خواهہ يتيم ٻارن کي گهر ويٺي مدد پهچائيندا هئا. ڪنهن غريب مظلوم، ڪيس ڪنهن ظالم جي ظلم ۽ ڏاڍائيءَ جي دانهن ڏني، تہ تيستائين آرام نہ ايندو هون جيستائين مظلوم جي حق رسي نہ ٿيندي هئي. غريبن جي حمايت ۾ گهاٽي کان گهاٽي دوست سان بہ لڙي پوندو هو. فقير صاحب جو علم ۽ علم وارن ماڻهن سان بہ دلي چاهہ هو. وقتي شعر بہ چوندو هو.

سنڌ جي قديم تاريخ جو هڪ نسخو پنهنجي قلم سان لکيو هئائين، جنهن جو اختصار "ادبي سوسائٽيءَ" وارن شايع ڪيو هو. سندس علمي ۽ تاريخي چاهہ جو اڄ بہ سندس شاهي ڪتبخانو شاهد آهي، جو سندس پوٽن وٽ محفوظ آهي.

فقير صاحب بدن ۾ ڀريل، قد جو پورو پنو ليڪن مائل بہ ڪوتاهي، پيشاني ڪشادي، نڪ وڏو، اکيون سهڻيون ۽ وحدت جي نشي ۾ هميشه سرشار، چپ سنها، وات سهڻو، گفتگو نرم ۽ من موهڻي، ڏاڙهي چاپٽين ۽ سهڻي، شهرسنت تي پورا ورتل، وار پٽوڻان ۽ گهنڊيدار، آواز سنهو ۽ سريلو، رفتار تيز، پوشاڪ زرق برق امرائي طرز جي، زيڪ ۽ چلڪ يا ڪيمخواب جو ڪوٽ، ۽ مشهدي لنگي ڪُلي تي زيب سر ڪندو ۽ ٻيا ڪپڙا سڀ سفيد پسند ڪندو هو. عمر ٥٢ ورهين هولدي بہ وار سڀ سياهہ هوندا هئس. تاريخ ٩ محرم الحرام بروز جمع سن ١٣٤٩هہ ۾، بحالت روزه، سندس شهادت ڪهاڙين سان واقع ٿي. سندس قبر؛ روضي مبارڪ صادق فقير صوفيءَ جي صحن ۾ آهي. فقير صاحب مرحوم جو فقط هڪ فرزند فقير شمس الحق ثاني صالح، پرهيزگار، شب خيز ۽ عابد نوجوان هو، جو لاولد وفات فرمائي ويو.

## قصيده تاريخ وفات

اي قلندر بخش صوفي، صاحبِ عزم و قلم، لائـق، عـزّ و شرف ۽ اي اميـر محترم؛

ڪامل اڪمل مڪمل اي بهادر با وقار، عابد و شب خيز صادق جي مثل پرهيزگار؛

راتيون جاڳي خدا جي تو عبادت ٿي ڪئي، بيوسيلن بيڪسن جي تـو عدالت تـي ڪئي؛

تو اڳيان امراء ۽ مسڪين ٻئي يڪسان هئا، لالچن تي ڪين لرزئين، اي جبل ايمان جا؛

چاپلوسيءَ مان مڙو توکي نٿي آيو ڪڏهن، ڪنهن به افسر جي اڳيان تو سر نٿي نايو ڪڏهن؛

خوف خالق جي ۾ تنهنجي اک سدا هئي اشڪبار، ريءَ عبادت ۽ عدالت ڪونه آيئه ٿي قرار؛

حسن صورت، حسن سيرت، اسوه حسنه بيمثال، با وضو ۽ با خدا، ۽ با فضيلت با جمال؛

نيڪ صورت، نيڪ سيرت، نيڪ عادت، نيڪ ڪار، نيڪ عابد، نيڪ زاهد، نيڪ لالو آشڪار؛

هر بگهڙ ظالم صفت لاءِ اسم تنهنجو هو آهاڙ، بيڪسن جو پرجهلو ۽ نون صداقت جو پهاڙ؛

حيدري حشمت ۽ همت ساڻ ٿئين تون آشڪار، اي قلندر بخش صاحب، تون علي جو ذوالفقار؛

پائرن جي وڙهه ۾ آخر ٿئين مظلوم تون، صف شهيدن ۾ وڃين مسرور ٿئين مخدوم تون؛

درس مي دارد مدامي آرزو تاريخ جو، "جس قلندر بخش" صوفي - غيب مان الهام ٿيو.

١٣٤٩ھ

محمد عالم "شور" خانپوري

# صاحب فقير رڪ

هي بزرگ "صاحب"، "صاحبڏنو" ۽ "صابو" جي نالن سان مشهور آهي. سندس والد بزرگوار جو نالو محمد بخش فقير هو. ذات جو رڪ، ڳوٺ محمد عثمان رڪ تعلقي گهوٽڪي ضلعي سکر ۾ تولد ٿيا. سندن جنم خواهه وفات جي تاريخ پڪيءَ طرح معلوم ڪانهي. پهرين دست بيعت "صاحبن جي لوءِ" عرف گهوٽڪيءَ جي خاندان جو ٿيو. ان ڳالهه کي پندرهن ويهه سال گذري ويا، ان بعد حضرت محمد حسن شاهه جيلاني بادشاهه، متولي درگاهه سوئي شريف عرف حسن آباد شريف (تعلقو اٻاوڙو)، جن ان ڳوٺ ۾ مريدن جي گهر تشريف فرما ٿيا: پيا گهڻا مريد ٿيا، پر هي فقير مريد نه ٿيو. وري ڪن ڏينهن کان پوءِ جيلاني بادشاهه مذڪور ڳوٺ ۾ دعوت تي آيو: جڏهن قدم ڏيڻ شروع ڪيائون، ته هن فقير پڻ عرض ڪيو ته "جناب عالي، هن خاڪسار جي گهر به قدم رنج فرمايو." آخرڪار، جڏهن جيلاني بادشاهه جن خير سان موڪلائي ويا، تڏهن رستي تي بيهي رهيو. ان جماعت جو فقير نالي قادربخش پوئتي ڪنهن ڪم سان موٽيو، جو ان ڳوٺ جي کنڀر کان ڪوزو ڪٺڻ آيو، جو ان کنڀر جا ڪوزا تمام ڀلا هئا. اتي صاحب فقير ان قادربخش کان پڇا ڪئي ته 'ڪيڏانهن ٿو وڃين'، جنهن تي فقير سموري ڳالهه ڪري ٻڌايس: تنهن تي صاحب فقير کيس چيو ته 'چڱو، جڏهن ڪوزو ڪٺي واپس ورين ته هتان مون وٽان ٿيندو وڃج، تيستائين مان هتي بيٺو آهيان'. ڪجھ وقت کان پوءِ قادربخش فقير جڏهين ڪوزو ڪٺي واپس موٽيو، ته صاحب فقير اتي موجود هو، ۽ يڪدم ڪافي ڳاهي، آگر سان لکي، فقير کي ڏنائين ته هي وڃي حضرت سوئي شريف ۾ جيلاني بادشاهه جي خدمت ۾ عرض رک ته "صابو چاڻ 'سوئي' آيو". گهر ۾، 'صاحبن جي لوءِ'، چوائي مڪائين ته "صابو هاڻي 'سوئي' وارن جو آهي." اهين چئي روانو ٿيو. ۽ اچي سوئي شريف جي ٻاهران مست ٿي ويهي رهيو. جڏهن قادربخش فقير اهو ڪوزو جيلاني بادشاهه جي خدمت ۾ پيش ڪيو، ته سائين جن هڙهي فرمايو ته "هيءُ صابو فقير، سچل فقير جي منزل ۾ هاڻي ٿي اچي ويو آهي!"

جڏهن صابو فقير سوئي شريف ۾ وارد ٿيو، تڏهن مٽي مٽي ۾ هيس ۽ هوش کان ٻاهر هو. وڏي ڪڏ ڪٽي، ڪوئي ٺاهي، ان ۾ وڃي رهيو. جو ڪجھه اتي ٻانمراد و کير ڏيندو هوس

ته ڳائيندو هو، نه ته ڪنهن کان ڳهرندو ڪجهه به نه هو. پوءِ شوق ۽ اشتياق ۾ اندر جي تاڪي کُلي پيس، امانت جي پلٽ ٿيس، ادراڪ روشن ٿيس، ۽ ڪافيون ۽ مولود چوڻ ۽ ڳاهڻ لڳو. جمعي جي ڏينهن تڙ ڪري، ڌوتل ڪپڙا پائي، نماز به پڙهندو هو، ۽ نماز بعد، دستور موافق، زيارتن وقت، مولود شريف به ڳائيندو هو. اها خبر ٻڌي 'صاحبن جي لوءِ' جي بزرگن کي وجهي پيئي ته 'اوهان جو مريد صابو فقير، ڪو لاهور کان جيلاني پير آيل آهي ان جو وڃي مريد ٿيو آهي، ۽ ان جي اڳيان مولود ۽ ڪافيون چوندو آهي.' تنهن تي 'صاحبن جي لوءِ' جي بزرگن طيش ۾ اچي فرمايو 'اسان جو مريد ٻين جي اڳيان مولود شريف نه چئي سگهندو!' جڏهن ٻيو جمعو آيو، تڏهن فقير حسب معمول نماز پڙهي مولود پڙهڻ ويٺو، ته سندس آواز ٻاهر نه پيو نڪري! آخرڪار جيلاني بادشاهه کي عرض ڪيائين ته آواز نٿو نڪري؛ تنهن تي جيلاني بادشاهه اشارو ڪيس ته 'تون چؤ، ته زبان پاڻيهي کُلندي.' ٻيٽ چيائين، ته اڳئين کان وڌيڪ مزو ڏيڻ لڳو. اتي جيلاني بادشاهه فرمايو ته 'اسان صابو فقير کي فولاد جو ڪوٽ ڏيئي ڇڏيو آهي، – هيئنر سڀڪنهن کي موڪل آهي، اميد ته فقير جو وار به ونگو نه ٿيندو.' تنهن تي صاحبن جي لوءِ جي بزرگن فرمايو ته 'اسان وٽ فقط ڏيو ٻري ٿو، پر جيلاني بادشاهه جهنگ کي باهه ڏني آهي – هي اسان کان هرحالت ۾ زوراور بادشاهه آهي!' اهڙيءَ طرح، صابو فقير اتي حضرت سوئي شريف ۾ رهيو، ۽ حضرت جيلاني بادشاهه جو عاشق صادق ٿي رهيو، ۽ سندن هر فعل ۽ اطوار جو نقش چٽيو اٿس.

سندس عمر اٽڪل نوي ورهيه چون ٿا، ۽ وفات کي به ڪافي عرصو گذريو آهي. باقي جنم ۽ فوت ٿيڻ جي پوري تاريخ يا سن وغيره ڪونه ٿو ملي. سندن پويان اهڙا پڙهيل قابل ڪار ڪين هئا، جو سندس سوانح عمري قلمبند ڪن ها. يا مولود شريف ۽ ڪافيون لکن ها. ڪجهه جماعت ۾ ٽوٽيل پڪڙيل آهن. هيئنر هڪ فقير نالي حاجي الهه وسايو رڪ، جو چون ٿا ته سندس سنئين پيڙهيءَ ۾ آهي، مولود شريف چوندو آهي. چون ٿا ته حضرت اشرف شاهه ڪاموري واري بزرگ جو صابو فقير همعصر هو، پاڻ ۾ ڪافين رستي حال احوال ڏيندا وٺندا هئا: هوڏانهن هو ڪافي ٺاهي بس ڪندو هو، ته هي وري ان جو جواب ٺاهي عرض رکندو هو.

فقير جي تربت سوئي شريف ۾ آهي، ۽ سندس پويان هيئنر سڀ حضرت سوئي جا مروبچ ۽ سچار مريد آهن. صابو فقير، چاهٽين ڏاڙهيءَ، بلند قد، وڏ سن اکين ۽ ڇاڙن پيرن وارو سهڻو جوان ۽ زماني جو قطب ٿي گذريو آهي.

## ڪلام

### مولود شريف

سرهو سات سيد جو، مون کي ڏيکاريو ڏاتر،
سرهو سڳ مرشد جو، مون کي پسايو پرور!

جي هوند ڇاٽان جيڏيون، هن کي مون وٽ مسافر،
جاڳيس ڪين جتن لاءِ، هي هي ڏوريان ڪيچ ڏونگر.

ڀائر هوت پنهل جا، هُيڙا ساٿي سڀ سٻر،
ترس نہ آيو تن کي، ويڙا ڇڏيون منجهہ ڇپر.
ڪيچون آيا ڀنڀور ۾، ٿي سڄڻ سوداگر،
هوتن هاڻي جو ڪنهو، وٽجي سڀ وکر.
ڪانگل آيم ڪيچ ڏنهون، ڏي ڪا سندي خان خبر،
سُڻيوَ هن سڙيءَ جي، ڪا ٻرين وٽ ٻچر؟
مولا مون کي ميڙئين، تون جي هوتن سان هيڪر،
جيڙي وڃي جيءَ سان، هوند جدائي جيڪر.
سڌ نہ هيم سرتيون، تہ ڪي هن مون وٽ مسافر،
جاڳيس ڪين جتن لءِ، ڏورڻ آيم ڏونگر.
اهو اٿم آسرو، ڪا جا پيڙن ڪَنَ ڪُوڪَر،
”صاحب“ پنهنجي سات کي، ڏيندو آريائي آدر.

## ڪافيون

يار سائول، تنهنجون ڳُٺي ڳُٺي ڳالهيون،
پاڻ پنهنجو منجهہ پور وڏوسي!
بيخبريءَ جي ملڪ ۾، محڪم مستي جي مخمور وڏوسي...
آٿ ٿي پهر منجهہ اوراتي، انهي غمزن منجهہ گهور وڏوسي؟...
يار ”صاحب“ کي يڪ رنگي ۾، ساهہ سوريءَ منصور وڏوسي...

* * *

آلا شال اچن، ويا نہ وسرن، دلبر منهنجي دل جا!
عجب ڇاڻي عشق جي، الا، ڪني جا ڪيچڙن،
جن ڪاڪيون ڪم وساريا، الا، ووءِ ووءِ، ويچارن...
ٻَن حياتي هيڪوي، الا، دم ٻنا دوستن،
جيڪي جهان ڏينهڙا، هجان پاڙي سان ٻرين...
نيڻن ننڊ نہ آڇهي، الا، اکيون جار منجهان جاڳن،
ميلا ٻي جا مون ٻرين، من ڪي مهڻن وسن...
پاڻي پالڻ ڳچيءَ ۾، الا، ٿي ٻرين پوان پالڻ،
سڌڪيو ڏيان سنهڙو، الا، ڳات ٻري ڳوڙهن...
”صاحبڏني“ جي سڪڙي، الا، ٻرين سار لهن،
آس اٿم آسرو، الا، من ڪي محب ملن...

عمرا ساري رات، مون مارو سنپاريا، ووء ووء!
وجهل ويڙهيچن جي، وائي اٿم وات ...
ڪي بند ٻاٽي بند مان، ڪُهن ٿيا پيا ڪات ...
وبنديس ويڙهيچن ڏي، پرھ ڦٽي پريات ...
"صاحبڏنو" چئي سانگين جي، اٿم تن اندر تات ...

*　　*　　*

جيڏيون وس نہ سليان، هوند ڳالهيون پنهل جون - اڪين اورانپو لايو هوا

ڪاڏهون آيم ڪيچ جا ڏاڙي، ڏڪن سورن جي ڏيئي ويا اماڙي،
- ويندي ور نہ واجهايو هو ...

ڪڏهن پنهل هيون تنهنجون ڪيچ اوطاقون، ورھ وڪوڙيس تنهن ڏينهن لاڪون،
- سورن سخت ستايو هو ...

شيخ ڪري ٿو شوق شنيدان، اگر آيو پرين، اسان ڪيون عيدان،
- درد منهنجي جو ڪو دايو هو ...

"صاحب" ويھ نہ وطن وساري، هتان ويندين ڏينهن بہ ٽي گهاري،
- جم تہ پنهل جوجت جايو هو ...

*　　*　　*

ٻلي آئين تون ڪانگا، نہ آئين تون ڪالگا،
اچي ويھ تون اکين ۾، ٻول تون مٺڙي ٻولي!
ڏي ڪا خبر ڪير جي اسان کي ٻلي برھ جا ٻالگا،
- هينئڙي ۾ هردم ورھ جي هولي ...
هت هميشه آهيون اداسي، لينهن سڄڻ جي ۾ ٽانگا،
- تنهنجي ٻانهن جي مان ٻانهپ ٻولي ...
اسان ڏي اچڻ جا ڪڏهن وري ٿيندا، سندا سپرين سانگا؟
- درد جي چلن ساري آهي چولي ...
صحيون "صاحب" ڪڏيا سي ٿي، اکيون لنگهي سپ لانگها،
- ٿيون خوشيون ڏسي تن جي ڏولي ...

*　　*　　*

ساڏي ويڙهي الله آندا، ٿيون شاديون جي شاھ آيا!
لٿو فراق ويو وڇوڙو، هادي ڪيا هيڪالدا - مولي ساڳي محب ملايا...
جنهن جي ڪارڻ منهنجو، ڙي جيڏيون، من هميشه مالدا - تن پرين پير گهمايا...
ڪيو اثار عجيب الدر ۾، ٿيا ورھ ڪان واندا - جڏهن محن منجھ ڏيکاريا...
ڏسي من ناهي هوشياري، لٿا سھم سيانڊا - صاحب سيني منجھ سمايا...

خوش هوندو سدا، جند جيوي سدا،
پير ميان منهنجو، لکي لاهوري لاڏلو!
نائب ناهي سچي نبيءَ جو، ڪامل قطب ڪبير، ميان...
حاجي غازي نينهن نمازي، ولهن وارث وير، ميان...
"صاحبڏنو" چوي سچي سنگت سان، پار لنگهائيندو پير، ميان...

*　　　　*　　　　*

الا، ماڳين موٽ دلبند جاني، الا، وري آ سهڻا دل جاني،
او جاني آهيان مان ديوالي، الا!

ڪوهه وڃين تون ڪيچ ڏي، او ڪيچ ڏي، سانول سات ڪنيو، جڙيا جاني، ير منهنجا!
وڃي تون ير ولهيءَ جي، ولهيءَ جي هانيجي دل هنيو- او وري آ دلبند جاني!
ڪر سيگهڙو سپرين، او پيرو سنجهه پنهور- جڙيا جاني ير منهنجا!
اڱڻ واس عطرسان، عطرسان، او مشڪ پريائي سور- وري آ دلبند جاني!
آهيان اداسي تو ٻنا، تو ٻنا، او سانول سپ چمار- جڙيا جاني ير منهنجا!
مڻ "صاحب" جا سڏڙا، سڏڙا، او موڙي آءُ مهار- وري آ دلبند جاني!

*　　　　*　　　　*

اڱڻ آيم ٺلي، او، ٿيم پيئر عيدان!

منهنجي هاديءَ جو هرجا هوڪو، او چا وڪن ٺئن واريان،
- او چا وڪن چا دلي، او...

غم گوندر سپ ويم وڇوڙو، او مست ڪيائون ٺئن واريان،
- او مست ڪيو هنون ملي، او...

دلڙي ديواني درد ۾ هيڙي، او، خوش ڪئي ٺئن واريان،
- او خوش ڪيائون ڪلي، او...

صيحون "صاحب" کي آهي اوهان جي، او نينهن نشالي ٺئن واريان،
- او نينهن نشالي ملي، او...

سيد مظفر مديجوي

# ڪرم فقير سومرو

هي فقير، شاهه آباد ناليءَ ڳوٺ جو ويٺل هو، جو تعلقي ڳڙهي ياسين ۾ هڪ ڳوٺ آهي. فقير ذات جو سومرو ۽ ڪڻي هو، ۽ سيد فضل علي شاهه عليه الرحمة مديجيءَ واري بزرگ جو طالب هو. پاڻ فقط ڪلام الله شريف پڙهيل هو، تاهم سنڌي پڙهي ويندو هو. هن جي عمر ستر ورهيه ڪن هئي.

سندس ولادت ماهه شعبان ١٢٩٥ هجري ۾ ٿي، ۽ سندس وفات سن ١٣٦٦ هجريءَ ۾ ٿي. سندس مزار سليم شاهه عليه رحمت جي مقام ۾ آهي، جو شاهه آباد لڳ مرزاپور جو هڪ جهونو ۽ وڏو مقام آهي.

فقير طبيعت جو بلڪل سادو سودو هوندو هو، ۽ مرشد جو نهايت فرمانبردار مريد ٿي گذريو آهي. مٿس مرشد جو گهڻو راز هو، ۽ مرشد صاحب پنهنجي سخي طبيعت موجب هن کي چڱو فيض ڏنو. فقير صاحب شڪل شباهت جو چڱو هو. ڪنهن به شخص جي واتان اگر خراب لفظ ٻڌندو هو، ته فقير کي سخت مٺيان لڳي ويندي هئي. هي بلڪل هڪ سنئون سڌو مسلمان هو. مرشد جي جلالي طبيعت سبب هن ۾ به جلالي جذبو پيدا ٿي پيو هو. خدائي محبت ۾ ڪو وقت ايترو ته مست ۽ مگهن هو، جو ڪيس چريو ڄاڻي ڪجهه وقت لاءِ ڪاٺ ۾ وڌو ويو هو؛ مگر سندس مرشد جي اچڻ تي ۽ ڪيس رمز رموز سمجهائڻ کان بعد ڪاٺ مان ڪڍيو ويو.

هن فقير گهڻو شعر چيو آهي، مگر افسوس جو اهو سندس وفات بعد بلڪل ناپيد آهي. فقير صاحب جي ڪلامن مان جو هڪ ٻه ڪلام هٿ لڳو آهي، اهو درج ڪجي ٿو.

(هي ڪلام هڪ ڳوٺائي هندوءَ ناليءَ طوطي مل کي نصيحت ڪري چيو اٿن، جو طوطومل ڪڙمين کي پيڙيندو هو.)

چڏ تون طوطا اهو تال، خاصو رکجان خيال.
نالو رکائين ٻڪيءَ جو وري ميڙين مڏيون مال!
سيءَ ٻاري ڪڙمي ويچارا صبح جو ڪن سوال.
"ڪرم" چئي ڪر تون پنهنجو، چتونءَ جيئن چال.

* * *

(هي ڪلام دهقاني نوجوان جي سمجهائيءَ لاءِ چيو اٿن.)

چڏ تون نرڙا اها ناءِ، ٻڌين ڏنا، ڪرين ڏاءِ!
لنب لچو ڪين سکيو، ٻولس ٻچا وتي لڪو-ڳانڍو ڪين ڳساءِ.
نوٽ نرڙا ڪري ورڙا، مکي تيل گهمين گهرڙا-ٻاڙ ٻا انئين نه ٻاءِ.
"ڪرم" چوءِ مڃ نصيحت، واليءَ سندي وٺ وحدت-ڳالهيون چڱيون پنهنجون ڳاءِ.

پير علي محمد "اظهر" گيلاني

# مخدوم پير رکيل ريلائي

ريلائي پير، مخدوم رکن الدين جي اولاد مان آهن. مخدوم رکن الدين ۽ مخدوم فخرالدين ٻئي ڀائر، ڪوٽ ڪروڙ ۽ ديري جات مان سنڌ ۾ آيا. هنن جو خانداني سلسلو، خليفي اول حضرت ابوبڪر صديق رضه سان وڃي لڳي ٿو. مخدوم نوح رحه هالن وارو، مخدوم فخرالدين جي ڇهين پيڙهيءَ مان آهي. مخدوم رکن الدين ڳوٺ درس تعلقي موري ۾ اچي ساڪن ٿيو، جنان سندس اولاد وڌي ويجهي سنڌ جي ٻين ڳوٺن ۾ وڃي سڪونت پذير ٿيو، جي 'ريلائي پير' سڏجن ٿا. مخدوم پير خاوند ڏنو، پنهنجي سؤٽي سؤٽ مخدوم پير غلام حيدر پڳدار سان ڪاوڙجي، درسن مان لڏي اچي دادو تعلقي ۾ ويٺو، جتي هيئنر مشهور درگاهه مخدوم پير رکيل ريلائيءَ جي آهي. مخدوم پير خاوند ڏني کي ٻه فرزند هئا ـ مخدوم پير ڏوڙل اول، ۽ مخدوم پير ڪريمڏنو اول. پير ڪريمڏنو اول، درسن جي پيرسان پنهنجي عزيزن مان شادي ڪري آيو. سندس زوجه جا ٻه يتيم پالڻيا ٻڇ اتان اچي سندس سنڀال ۾ رهيا، جن مان هڪ جو نالو هو 'پير بيگن سائين'، ۽ ٻئي جو نالو هو 'پير رکيل سائين' جنهن جو اسين هت ذڪر ڪريون ٿا.

پير رکيل ريلائيءَ جي ولادت باسعادت ڳوٺ درس تعلقي موري جي پيرسان هڪ ننڍڙي واهڻ ۾ ٿي، جتي ٻئي گهر ريلائي پيرن جا هئا. سندس والد سڳوري جو نالو پيرخان محمد هو. سندس جنم جي تاريخ چڱيءَ طرح معلوم ٿي نٿي سگهي. سندس وفات کي اٽڪل چاليهه ورهيه گذريا آهن ـ اندازاً ١٥-١٩١٦ع ڌاري سندس وفات ٿي آهي. ان وقت سندس عمر اٽڪل روءِ اسي ـ پنجاسي ورهيه چئي وڃي ٿي: تنهنڪري اندازو ٿو لڳائجي ته سندس ولادت باسعادت ١٨٣٠ع جي لڳ ڀڳ ٿي هوندي.

ريلائي پيرن جو پڳدار مخدوم پير الهي بخش درسن وارو (پير ابن شير نر) جڏهن ته ايندو هو، تڏهن مخدوم پير ڪريمڏني اول ۽ مخدوم پير پليڏني اول کي پير رکيل جي ٻارت ڪندو هو، ۽ چوندو هو ته 'هن ۾ ڪي دانا موٽيونءَ ڏسجن ٿا'؛ ۽ پير خيالي اول، پير وريل اول ۽ پير پريل اول ۽ ٻين جملي پيرن کي چوندو هو ته 'آيا، هن جو موٽيوني ادب ڪجو'. پير ڪريمڏنو اول ۽ پير پليڏنو اول ٻه وڏا درويش ۽ اهالت، ڪرامت ۽ ولايت جا

صاحب هئا، تن جو سندن تي ڏاڍو راز هو. هيءُ وري سلو به انگورڙن پلو هو، سو پاڻ به خدمت چاڪريءَ ۾ ڪول ڪهنداڻين. ڏينهن تہ ٺيو ڏينهن، پر سڄيون راتيون اوجاڳا ڪري، جان کي جفا ڏيئي، خدمت ۽ رياضت جا حق ادا ڪيائين. هو پڻ بزرگ باطن جي علم ۾ وڏا ڪامل هئا، تن ڪيس رڱڻي وانگر رنگي لال ڪري ڇڏيو.

جئن جواني ايندي ويئي، تئن مستي بہ وڌندي ويئي. جوان ٿيندي، ۽ مجاز جي جوت لڳي ويئي. سندس اظارو هڪڙيءَ ميربحر نيڪريءَ تي ٿيو. جنهن جو نالو ”خيري“ هو- ان کي ’ڪنوار‘ سڏيندو هو. مجاز جي منزل مڙسيءَ سان طي ڪري، وڃي حقيقت کي حاصل ٿيو. اند کا تمام ٿورو وقت ڪندو هو. ”جي جاڳندي من ۾، سڪي پڻ سيئي“- پڻانيءَ جي بيت موجب، قلب، خدائي ذڪر ۾، جاڳندي خواهہ ننڊ ۾، چالو هوندو هوس. عشق وهب الاهي بہ هو، ۽ چنڊ ڪي ٿي جام هو. جئن بہ چوندو هو، تئن ٿي پوندو هو. مسلمان خواهہ هندو. سندس هزارين مريد ۽ معتقد هوندا هئا.

سير و سياحت سان گهڻو شوق هوندو هوس. هميشہ پيادو هلندو هو. ڪنهن بہ وقت تي سواري ڪانہ ڪيائين. ڪو ماڻهو وقت ڪاهي وٽ ايندو هوس، تہ ان کي چوندو هو تہ ’ابا، تون هل تہ مان تنهنجي پٺيان ٿو اچان‘. ڪيڏو بہ تيز رفتار اٺ خواهہ گهوڙو هجي، اهو ماڻهو ان کي تيز هڪلي جڏهن موٽي پنهنجي ڳوٺ ويندو هو، تہ ڏسندو هو تہ اڳ ۾ ئي شهر جي ٻاهران پير رکيل بيٺو هوندو هو: پيو پير چنڊيندو هو، ۽ ان ماڻهوءَ کي ڏسي چوندو هو تہ ’ابا، اڃا مان بہ هيستر تنهنجي اڳيان آيو آهيان‘! شهر جي ٻاهران جڏهن بہ پهچندو هو، تڏهن بلند آواز سان ۽ وري وري ”الله تو آهر“ چوندو هو. پوشاڪ بلڪل سادي- اڇو پٽڪو، اڇو پهراڻ، اڇي يا ليڙ جي بدران اڇانڪوڙي ڪانچ اوڍيندو هو، جنهن جا ور اڪثر ڪنجل هوندا هئا. ڪلهن تي اڇي چادر ڪندو هو، ۽ پيرن ۾ جتي پائيندو هو. ميندِيءَ سان گهڻو شوق هوندو هوس. اڪثر هٿن پيرن کي ميندي مڪائيندو هو، ۽ پجاڙيءَ ۾ ريش مبارڪ کي بہ ميندي ڪرائيندو هو. جڏهن ڪيس ميندي مڪيندا هئا، تڏهن سهرا ۽ لاڏا چوالي پوءِ ميندي مڪائيندو هو. ڪاڏو بلڪل سادو ڪائيندو هو. دل ۾ ڏاڍو قياس هوندو هوس. جانورن تي ڏاڍي ڪهل ڪندو هو. وڏائي اصل ڪانہ هوندي هيس. شڪل جو سهڻو، رنگ پڪيرو، بدن ۾ گنبو ۽ پوري قد وارو هو. جڏهن ڪو سندس تلاش ۾ لڪرندو هو، تہ بعضي تہ آساليءَ سان هٽ اچي ويندو هو، بعضي تہ ڏس پوندو ويندو هو تہ ’اڃو اڳيان ٿو وڃي، هتان هاڻي نڪتو آهي‘. پوءِ گهوڙو ڊوڙائي ڊوڙائي ٿڪجي پئيو هو، تہ بہ ساڳيو ڏس پوندو ويندو هو، باقي هٿ ڪونہ ايندو هو.

سندس ڪرامتون تمام گهڻيون مشهور آهن. درگاهہ جي اردگرد ٻارهن-ڪوهيءَ ۾ پنجاهہ سٺ ورهين ڪان مٿي عمر وارا هزارين ماڻهو، زالين مڙسين، سندس اکئين ڏٺل ڪرامتن جا اڄ تائين گيت ڳائين ٿا. تپ وارن کي موڇڙا هڻندو هو- جن جو انداز اڪثر ٿي هوندو هو.

جنهن تپيل کي موچڙا هڻندو هو ته ان کي تپ يڪدم ڇڏي ويندو هو، ۽ وري وس لڳندي ان ماڻهوءَ کي تپ نه ايندو هو.

(۱) مولوي صاحب حافظ حاجي عبدالرحمان پيرن، مدرس مدرسو پريو جوڻيجو تعلقو ڪڪڙ، روايت ڪري ڪري ٿو ته ”اسان جي ڳوٺ کل پير تعلقي جوهيءَ ۾ پيرڪيل آيو: اتي هڪڙن ٻن ٻارن کي گهڻي وقت کان ٽيجڙ تپ ايندا هئا، ۽ ويچارا سُڪي ڪانٺو ٿي پيا هئا، تن جي ماءُ گهر جي در تي ٽيي ويٺي جو اتان پيرصاحب اچڻو هو: جڏهن پيرصاحب آيو، تڏهن مائيءَ حقيقت ڪيس: پيرصاحب انهن ٻنهي ٻارن کي ٽي ٽي موچڙا هنيا، جي نوبنا ٿي پيا ۽ وري سڄيءَ عمر ۾ نيڙ تپ ڪونه آين“!

(۲) خدابخش ابڙو، ڳوٺ درمحمد، تعلقو ڪڪڙ: ڪبڙ پير، ويٺل ڳوٺ ٽرڙي جادو شهيد تعلقو جوهي: وڏيرو آڏوخان، ويٺل ڳوٺ عبدالرحيم ابڙو، تعلقو دادو: ۽ ٻيا ڪيترا ماڻهو روايت ٿا ڪن ته ’ڪيترا دفعا پيرڪيل تار وهندڙ ناري خواهه پرچرڊ واهه مان هڪڙي ڪپر ڪان ٻئي ڪپر لنگهي ويو، ته ڪيس ٻنيءَ - پوڙ پاڻي مس آيو‘! هيءَ تمام مشهور ڳالهه آهي.

(۳) ڳوٺ عبدالرحيم ابڙي تعلقي دادوءَ ۾ باغ ابڙي جو پٽ امام بخش بيمار ٿي پيو: طبيبن ۽ حڪيمن ان کي لاعلاج ڪري ڇڏيو: باغ اچي پيرڪيل کي چيو ته ’سائين، دعا ڪيو ته الله سائين مون کي هڪڙو ڪٺو رکي ڏلي‘: پيرصاحب هن سان گڏجي سندس گهر ويو، پيڪ ڪڍي امام بخش کي وات ۾ وڌائين، ۽ چيائينس ته ’ابا لينگڙو، اٿي لينگ ڏي!‘ باغ کي چيائين ته ’الله سائين تنهنجي ڪٺي مان ڪيچ ڪندو‘. لينگڙو انهيءَ ڏينهن چڱو ڀلو ٿي پيو: پوءِ هميشه پيرصاحب وٽ گهڻو ويندو هو، ۽ پيرصاحب به ڪيس ڏاڍو پائيندو ۽ دعائون ڪندو هو. اهو ڇوڪرو امام بخش، ”لينگڙوءَ“ جي نالي سان مشهور ٿي ويو، ۽ ماڻهو ڪيس اڄ تائين ’لينگڙو‘ سڏيندا آهن. اڃا به زنده آهي: عمر پنجاهه کن ورهيه ٿيندس: ڪيس ڏهه پٽ آهن، ۽ ڏاڍو سکيو ستابو ماڻهو آهي: عام خاص ڪيس عزت جي نگاهه سان ڏسندا آهن.

(۴) محمد پريل پربي (ويٺل ڳوٺ پريا، تعلقو ڪڪڙ) جي روايت آهي ته ”مان جڏهن انگريزي پڙهندو هوس، تڏهن پنهنجن پين ٻن دوستن سان گڏ فوٽو ڪڍايو هوم، جو اسان جي گهر ٽنگيو پيو هو: پيرصاحب اسان جي گهر آيو ۽ فوٽا ڏسي چيائين ته ’ابا، هي صاحب آهن!‘ ڪيس چيو ويو ته ’قبلا، اوهان جي ننڍڙي مريد پريل ۽ ان جي سنگتين جا فوٽا آهن‘، ته چيائين ته ’هائو ابا هائو، هي وڏا صاحب آهن‘- آخر اهي ٽيئي فوٽن وارا ماڻهو، گزيٽيڊ آفيسر ٿيا!“

(۵) ميان دوست محمد جوڻيجو ٻاٽاڻي ۽ ٻيا ڪيترائي ماڻهو روايت ٿا ڪن ته ’پيرصاحب ٻاٽ جي شهر ۾ مريدن ۾ تمام گهڻو ايندو هو. ٻاٽ جو هڪڙو قاضي صاحب، جو شريعت جو پابند ۽ بزرگ شخص هو (ان جو نالو راقم کان وسري ويو آهي)، سو پيرصاحب جي

مريدن کي چوندو هو ته "هن چريي مست پير ۾ ڇا رکيو آهي: شريعت جي ڪا به پابندي ظاهر ۾ منجهس ڪانه ٿي ڏسجي، هن ۾ ڪهڙي ڪرامت ۽ ولايت هوندي. هن جي پٺيان لڳي ڇو گمراهه ٿيا آهيو؟" انهيءَ قاضي صاحب تي ايترو ڪرب ٿيو، جو حضور جن جي درٻار ۾ ويو! جڏهن نماز جو ٽائيم ٿيو ۽ جماعت نماز پڙهڻ لڳي، تڏهن قاضي صاحب کي هٿ ڪونه پيو لڳي جو وضو ڪري نماز پڙهي. ڏاڍو پريشان ٿيو، ته پير رکيل اٿي اچي پاڻهن مان ورتس ۽ چيائينس ته "قاضي، هل ته توکي بنا وضوءَ نماز پڙهايان!" ۽ گڏجي وڃي جماعت سان نماز پڙهيائون. وري جڏهن پاڻ جي شهر ۾ پير رکيل آيو، ته قاضي صاحب به زيارت ۽ ملاقات لاءِ آيو. پير صاحب قاضيءَ کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي چيو ته 'يار، ايمان جو حال ته برابر اهو آهي جو ماڻهو اسان ۾ شريعت جي ظاهري پابندي ڪانه ٿا ڏسن، پر تو جهڙي شريعت جي پابند کي به ته بنا وضوءَ نماز پڙهائي ڇڏيسين!' قاضي پيرن تي ڪري چيو ته "قبلا، مون تي وڏو احسان آهي، تون بيشڪ الله جو پيارو پاڻهو، ولايت ۽ ڪرامت جو صاحب آهين'.

(٦) پير رکيل هڪڙو لاطمع درويش هو ڪيس جيڪو به نذرانو ملندو هو، سو اڪثر پير ڪريمڏني دوم – پير ڪريمڏني اول جي پوٽي – يا لونگ فقير پڙديءَ کي ڏيئي ڇڏيندو هو: هڪڙن ڪان وٺي ٻين کي ڏيئي ڇڏيندو هو. عندن وٽان پتاشا تمام گهڻا ملندا هئس، جي ننڍن ٻارن ۾ ورهائي ڇڏيندو هو: يا انهن مان شربت ٺهرائي، ماڻهن کي پياريندو هو. پاڻ مال ملڪيت گڏ ڪونه ڪيائين: نه زمين ورتائين، نه وري ڪا جاءِ جڳهه ٺهرايائين. پنهنجي ڳوٺ ۾ هڪڙو ڪوهه کٽايائين: جڏهن ڪوهه لاءِ سرون پڄي راس ٿيون، چڪ تيار ٿيو، جنهن کي مهندي مکي، ڳانا ۽ موڙ ٻڌي، ڪنڌي ۾ لاهڻ لاءِ تيار ڪيائون. دهل شرنايون پيون وڄن، مريد ۽ معتقد زالين مؤمين اچي ڪٺا ٿيا، سهرن ۽ لاڏن جو اچي ڏمچر متو، تڏهن پير خيالي وڏو اچي ناراض ٿيو ته 'ڪوهه کٽائڻ به هڪڙي پنهنجي مراد آهي، هن موقعي تي عزيزن قريبن ۽ ريلاين جي پڳدار مخدوم پير سوائي سائين درسن واري کي دعوت نه ڏني وئي آهي، سي ضرور دل ۾ ڏک ڪندا'. ماڻهن انهيءَ حقيقت ڪان پير رکيل کي واقف ڪيو، جنهن يڪدم چيو ته 'اها، آهي به ايندا ۽ ضرور ايندا: جيستائين اهي نه ايندا، تيستائين چڪ ڪنڌي ۾ ڪونه لهرائبو'. پاڻ پير خياليءَ اول کي اچي روبرو چيائين ته 'سائين، مخدوم پير سوائي سائين ۽ مٺ سالت سڀئي ايندا، ۽ انهن جي اچڻ ڪان اڳ چڪ ڪنڌي ۾ ڪونه لهرائبو، مون کي اها ڳالهه اڳي ئي آهي'. ان چيس ته 'مست! انهن کي ڪهڙي خبر، اهي ڪيئن ايندا؟' جواب ڏنائين ته 'قبلا، اجهي ٿا اچن، ۽ ضرور ايندا'. آخر ڪلاڪ کن مس گذريو، ته مخدوم پير سوائي سائين ۽ ٻيا ريلائي پير گهوڙن تي ڊَنب ڪري اچي نڪتا، جن چيو ته 'اڄ صالحپور تعلقي موري ۾ سڀ قدرتي اوچتا اچي گڏ ٿياسين، ڳالهين ڪندي ڳالهه لڳي ته اڄ سڀئي پير گڏ به ٿيا آهيون، پير خيالي ۽ پير رکيل وارن سان هلي ملي

اچون ته ڏاڍو چڱو، جو ملڻ گهڻو وقت گذري ويو آهي؛ اهڙي ڪشش ٿي، جو يڪدم تياري ڪري، گهوڙا تيز ڪري، هتي ٿي، ان ڇڻ ڪلاڪن ۾ اچي هت رسيا آهيون'.
"گهوڙا ۽ گهر، ڏور ڇو ٿو پڇين ولها" — ست آٺ ڪوهه هنڌ پلن گهوڙن جي آڌو ڪهڙي ڳالهه آهي؟ مهمان ۽ ميزبان ڏاڍو خوش ٿيا. چڪ ڪڏي ۾ لاٿو ويو، ۽ پوءِ ڪوهه تيار ٿيو.
سمورو ڪم ۽ خرچ هڪو مريدن ڪيو. پي پنهنجي ڳوٺ ۾ جامع مسجد نهايت شاندار پنج - قبائين نهرائي هنائين، جا پنج ڇهه سال ٿيندا ته شهيد ٿي پئي، ۽ ان کي وري پير ڪريمڏني دوم (منهن جي والد سڳوري) تيار ڪرايو.

(٧) هڪڙي سال ڪاڇي ۾ اڃي جوئر ۾ سوڪ ٿي؛ مريد ڪيس دعا لاءِ وٺي ويا؛ جوئر گهمندو وتي، ۽ چوندو وتي ته "ابا، هيئان پاڻي ملان آن"، سڀ پڇندي' — ٿيو به ائين، ڪاني کي ڇڪ ڏني پئيندا هئا ته پاڙن ۾ آلي ڪپ لڳي پئي هوندي هئي.

(٨) ٻئي دفعي وري ڪڪو تعلقي ۾ پوڙيءَ جي پرسان، سارنگ چانڊيي جي ارد گرد، پاڻيءَ جي کوٽيءَ سبب جُواريون سوڪ ٿي پيون؛ پير صاحب جن کي دعا لاءِ وٺي ويا، جوئر گهمندي، وٺي "پيچ! پيچ!" ڪيائين: نڪو آسمان ۾ جهڙ، نڪو ڪڪر — جهٽ پلڪ ۾ آسمان ڪڪرن سان ڀلجي ويو، ۽ ڏاڍو مينهن آئو: فصلن کي پاڻي اچي ويو، جواريون راتيئ پچي تيار ٿيون!

(٩) پير ڪريمڏني اول جي پوٽي پير ڪريمڏني دوم (منهنجي والد سڳوري) کي وڏن جي نالي جي ادب ڪان نالو وٺي ڪونه سڏيندو هو؛ ڪيس "ننڍڙو نينگر" ڪري سڏيندو هو؛ ۽ ڏاڍيون دعائون ڪندو هوس. چوندو هو ته "ابا، ننڍڙي نينگر کي هڪڙو پٽ ڄمندو، ته نالو رکندا سونس پير شاهه محمد؛ پيو پٽ ڄمندس، ته نالو رکندا سولس پير علي محمد؛ ۽ ٽيون پٽ به ڄمندس.' پر، تنين جو نالو پاڻ اڳواٽ ڪونه رکيائين. ان وقت پير خيالي اول به حيات هو. بابي سائينءَ کي پهريون پٽ پير شاهه محمد، منهنجو وڏو ڀاءُ، پير رکيل سائينءَ جي حياتيءَ ۾ ڄائو، ۽ ٻيو (پير علي محمد) پير رکيل جي وفات ڪان پوءِ ساڳئي ئي سال ڄائس؛ وري جڏهن پير خيالي اول وفات ڪئي، ته ان ڪان پوءِ ساڳئي ئي سال اسان کي ٽيون ڀاءُ ڄائو، جنهن جو نالو پير خيالي دوم رکيو ويو: پوءِ ماڻهن اندازو اهو لڳايو ته ٽئين پٽ جو نالو پير رکيل انهيءَ ڪري نه ٻڌائيندو هو، جو پير خيالي اول زنده ويٺو هو.

(١٠) سندس دعا ۽ ڪلام سان، لونگ فقير ٻوڏيءَ کي پنج پٽ ڄاوا؛ ميان دوست محمد جوڻيجي پاڻائي کي پنج پٽ ڄاوا؛ رئيس ولي محمد خان چانڊيي (لڏاڻ وارو) کي ٻه پٽ — محمد وارث ۽ صحبت خان ڄاوا.

اهڙيءَ ريت، ڪئين مثال آهن، طوالت ڪان وڌيڪ ڪرامتن جو بيان نٿو لکجي.

سندس دل وارا طالب — شامون فقير هندو جيبر جيءَ وارو، سيٺ ڏاراج مل ڪاڻين وارو، لونگ فقير ٻوڏي ڪڪو وارو، ميان دوست محمد ۽ ميان فيض محمد جوڻيجا پاٽ وارا، احمد

موچي غازيخان جي ڳوٺ وارو، وڏيرو موريو ڪاليو ڪالين وارو، ڪاڪ سوبحر چڪ وارو، پڙو جوڻيجو ٻٽي وارو، حاجي ماچي داؤد جي ڳوٺ وارو، ۽ ٻيا ڪي هوندا هئا، جن وٽ گهڻو رهندو هو، باقي مريدن ۽ معتقدن جو شمار ۽ انداز ڪونہ هو، جي اڄ سوڏو سندس درگاهہ جا پانڌ پڙو آهن. فقيرن مان فقط ميان فيض محمد جوڻيجو ۽ ڪاڪ سوبحر چڪ وارو زنده آهن.

پاڻ شادي ڪانہ ڪئي هئائون، ۽ جتيءِ ستيءِ هو. آخر عمر ۾ جڏهن بيمار ٿيو، تڏهن اولڳ فقير پڙديءَ وٽ ڪڪڙ ۾ رهيل هو، جتان عزيز ۽ مريد کيس ڏوليءَ ۾ پنهنجي ڳوٺ ڪئي آيا. پهريائين اچڻ کان انڪار ڪيو هئائون، پر جڏهن کيس عرض ڪيو ويو تہ ”حالت ضعيف آهي، مبادا هن جهان مان سفر پورو ٿيڻ وارو هجي، ان ڪري پنهنجن ڪکن ۾ هلڻ بهتر آهي“، تڏهن صبر ڪري ڪئي اڪيون پوتيائين. سندس وفات جي تاريخ ٢٧ محرم آهي. وفات جو سال مٽي چاٽايو ويو آهي. سندس رحلت جو پڪيءَ طرح سال چئي نٿو سگهجي، جو حاويلين ٻرڻ جي ڪري اڳيون سمورو دفتر سڙي ويل آهي. سندس آثار واري ڪٽ ۽ پيون سندس هٿن جون ڪي شيون هن وقت تائين سون وٽ موجود آهن. سندس رحلت کان پوءِ سنت ٿي شامون فقير هندوءَ کي حڪم ٿيو تہ ”اچي مجاور ٿي!“ هن مجاوريءَ جا فرائض تاحياتيءَ دل و جان سان بجا آندا، ۽ سڄي عمر درگاهہ تي درگاهہ جي خدمت ۾ گذاري، جو ١٩٤٢ع ۾ گذاري ويو.

پير صاحب جي وفات کان وٺي اڄ تائين سندس درگاهہ تي هر سال تاريخ ٢٧، ٢٨ ۽ ٢٩ محرم مهيني جي ٽي ڏسالون وڏو ميلو لڳندو آهي، جنهن ۾ تمام وڏي خلق ايندي آهي. واپار جو ڏاڍو چلتو ٿيندو آهي. ٽئي ڏينهن ملاڪڙو لڳندو آهي، جنهن ۾ سنڌ جا وڏا مشهور پهلوان ايندا آهن. هڪڙي پاسي عالم ۽ حافظ قرآن شريف جا ختما ڪندا آهن، ٻئي پاسي شغلي خوش الحان سان پيا غزلخواني ڪندا آهن، ٽئين پاسي صوفي فقير يڪتارا ۽ چيريون وڄائيو ٽا نچندا ۽ ڳائيندا آهن، تہ چوٿين پاسي وري ڪيريون ۽ ناچڻو پيا مجرو پريندا آهن. ٽئي ڏينهن صبح جو دهلن شرنائن ۽ لغارن تي ٻڙ ۾ ڌمال لڳندي آهي، جتي فقير نفلون لاڏ وجائي نچندا آهن: مطلب تہ جئن سنڌ جا پيا وڏا ميلا لڳندا آهن، تئن هي ميلو بہ وڏي پيماني تي لڳندو آهي. ميلي کان سواءِ، هر ڪنهن مهني ۾ ماه پهريون سومار بہ لڳندو آهي، جنهن تي پڻ راڳ لاڄ، شغلين جي غزلخواني ۽ ميالوالن جي موج ٿيندي آهي. سنڌي سازن جا فنڪار پنهنجي فن جو مظاهرو ڪندا آهن، ڪئين زوائر ۽ سوالي ايندا آهن. ان کان سواءِ بارهوئي درگاهہ تي رانگ لڳو پيو آهي. جهڙا پن مٽين جا مندل، زوائرن ۽ سوالين جي آمدرفت هميشه چالو آهي.

درگاهہ تي ڏڪراجبل ڪالين واري جي ڏهي ڪٽايل آهي. پير صاحب جي مزار تي پڪو پيل هوله هو. ١٩٤١ع ۾ سيد ڪامل شاهہ لکياريءَ آراضيءَ واري ۽ منهنجي ڪوشش سان

ويو تيار ٿيو، جو ١٩٤٣ع واريءَ ٻوڏ ۾ شهيد ٿي ويو، رهيل کهيل پڻ ١٩٥٦ع جي برسات ۽ ٻوڏ ۾ ڀُرُون ٿي ڊهي پيون آهن. مسافرن جي رهڻ جا مڪان ۽ درگاهه جي ننڍڙي مسجد ١٩٤٠ع جي ٻوڏ ۾ صفا ڊهي ويا هئا، جي فقيرن ۽ مريدن وري ٺهرايا هئا، پر اهي به ١٩٥٦ع جي برساتي ٻوڏ وري ٻوڙي ڊاهي ڇڏيا آهن. هينئر وري به مريدن ۽ معتقدن کي مڪان ۽ ننڍڙي مسجد ٺهرائڻ جو خيال ۽ تياري آهي، جي اميد ته جلد ئي راس ٿيندا. مزار مبارڪ تي چوڪنڊي ٺهرائڻ لاءِ، مخدوم المخدومين پير محمد زمان طالب المولىٰ، سجاده نشين درگاهه غوث الحق مخدوم نوح عليه الرحمة، هالن واري، حڪم ڪرڻ فرمايو آهي، ۽ پاڻ به ان تعميرات ۾ مدد ڪرڻ جو واعدو ڪرڻ فرمايو آهي. هن وقت درگاهه جو سجاده نشين مان آهيان، ساليانو ميلو ۽ ماهه پهرين-سومار کي دستور موجب چالو رکيو اچجي ٿو.



احمد خان طالباڻي عامري

# پير حاجي نظر محمد شاهه جيلاني

جناب پير حاجي نظر محمد شاهه، ولد پير چنل شاهه، ولد پير نور محمد شاهه، ولد پير نظر محمد شاهه، سن ١٣٠٧هه ۾، ڳوٺ "ناسري" (تعلقو سڪرنڊ، ضلعو نوابشاهه) ۾ ڄائو ۽ سندس گهڻو عرصو ڳوٺ ناسري ۾ رهڻ ٿيو. ١٩٢٨ع ۾، ڳوٺ ناسريءَ کي درياهه پائڻ سبب، انهيءَ ڳوٺ کان اوڀر طرف، بچاءَ-بند جي اندر، ڳوٺ چتن شاهه لڳ پنهنجو ڳوٺ بڌارائي رهڻ لڳا. اهو "ڳوٺ پير نظر محمد شاهه" اڄ تائين موجود آهي. پاڻ انهيءَ ڳوٺ جي پرسان دفن ٿيل آهن.

پاڻ ننڍي هوندي ملا محمد ابراهيم ڏونگري (ويٺل عامري) وٽ قرآن مجيد پڙهيائون، جنهنکري لکي پڙهي سگهندا هئا. شاهه صاحب جن جڏهن سورهن سالن جا ٿيا، ته سندن والد وفات ڪئي؛ پوءِ اسم-ذاتي جي حاصل ڪرڻ لاءِ ديس ڇڏي پرديس روانا ٿي ويا.

سنڌ ۾ ڪيترين ئي زيارتگاهون ڏسندو گهمندو جستجو ڪندو، 'شيخ پرڪڻي' (ضلعو حيدرآباد) جي اتر ۾ مڪان درگاهه "پوچڙائي" تي پهتو، جتي بزرگ مخدوم عبدالحميد ڪاتيار جي گادي نشين سيد محمد علي شاهه جي خدمت ۾ حاضر رهيو. پوچڙائي درگاهه شيخ پرڪڻي کان ٻه ميل اتر طرف آهي، جتي درگاهه جي گادي نشين الحاج سيد محمد علي شاهه جن، پير نظر محمد شاهه جيلانيءَ کي، حق جو طالب سڃاڻي، پنهنجي محبت ۾ محو ڪري، ذات پاڪ جي اسم اعظم ڏيڻ سان سرفراز ڪيو. اهڙيءَ ريت، پنهنجي مرشد سڳوري جي حضور ۾ حاضر رهي، جهد ۽ تڪليفون ڪري، ڪمال درجو حاصل ڪيائين.

جڏهن مرشد پير حاجي محمد علي شاهه جن برقعو مٽايو، تڏهن پير حاجي نظر محمد شاهه ويڳاڻو ٿي لڪيءَ ۾ حضرت شاهه صدر رحمت الله عليه جي درگاهه تي وڃي ذڪر ۽ فڪر ۾ محو رهيو. هر هڪ جمعي رات، مشڪلات خواهه مرض ۾ مبتلا ٿيل، ته به اچي جماعت سان صلوات سڳوري ۽ ذڪر ذاتي جي محبت ۾ مائل ٿي، هر طرح جي فائدي کان فيضياب ٿيندا رهيا. ڪين حضرت شاهه صدر رحه جي روضي شريف جي اڳيان مسجد شريف ٺهرائڻ جو شوق ٿيو، تنهنڪري پاڻ ملتان سان ڪاريگر گهرائي موجوده مسجد شريف ۽ درگاهه جو ٻاهريون دروازو تيار ڪرايو. پاڻ پڇاڙيءَ هٿان ميل ٻه پنڌ تان درگاهه شريف تي پائي پرائي،

غريب غربا مريض مسافرن جي رهائش ۽ کاڌي خوراڪ وغيره لاءِ خاص خدمتگار موجود ۽
مُهيا ڪري، رات جو جاندهه هلائي، ڪلمه توحيد جي تنوار سان، الدر اوجاريندڙ آلاپن
سان، شاهه سائينءَ جي سپرد ڪري، ڏينهن جو غرباءَ ۽ فقراءَ جي ڪالي ڪائڻ ۾ مست رهيا؛
جنهنڪري گلستان بارگاهه جي گلڙن، "جماعت" جون مڪڙيون مرڪڻ سبب، شاهه صدر
عليہ الرحمة جي نوجوان ۽ نونهال ننڍن کي اچي دل مبارڪ تي اهو وهم ويٺو ته مبادا اهو
جيلالي جوان (حاجي نظر محمد شاهه) اسان جي ڏاڏا سائينءَ تي هميشه لاءِ قبضو ڪري،
تنهنڪري هن درويش ۽ غربا جي دلين جي سوداگر، اهو سرّ سمجهي، سواءِ سبب جي،
پنهنجو سمورو فقراءَ وارو لڏو ساڻ ڪٺي، وطن واصل ٿيو. الدر ۾ اهالي آس ته ڪنهن جي
دل نه رنجائجي.

تنهن کان پوءِ، پاڻ حضرت مخدوم نوح رح جي درگاهه تي جماعت سميت ايندا رهيا،
۽ الاهي عشق ۾ دنيا کي ترڪ ڪري، عبرت جي مڪان کي لوچي لڏائون. سندن سدائين
پاٿاري پٽ تي هولدي هئي. هن درگاهه تي ڪيل خدمت ۾، مخدوم غلام حيدر سندن
سهڻيءَ سيرت تي موهجي پيا.

آخر درگاهه شريف قلندر شهباز رح جي سجاده نشين سردار ولي محمد شاهه صاحب،
لڪي شاهه صدر رح جو سرسبز ٿيل غنچو، ذرا موسم سرديءَ ڪري ڪومايل ڀَسي، پير
حاجي نظرمحمد شاهه جن ڏالهن حضرات لڪياري سادات جو وفد (جناب حاجي قادربخش شاهه،
حاجي غلام عباس شاهه صاحب ۽ سيد جئندل شاهه صاحب) دوباره درگاهه شريف تي آڻڻ لاءِ
موڪليو، جن ڪيس آڻي لڪي شريف ۾ ميان غازيخان جي اوتاري ۾ رهايو.

لنگرخاني لاءِ، رسول بخش فقير، جالبهه پيهي، مسافرن جي خدمت ڪري، ذڪر ذاتي
۾ مشغول آهي: اهو لنگرخاني جو سنڀاليندڙ، سچو سُڪي ۽ هلڻ چلڻ کان عاجز ٿي، ڪنولي
داخل هو، جو پير صاحب جي دعا سان هاڻي پاڻي پري، ڪاڏو رڌي ۽ پچائي پيهي، مسافرن
جي خدمت ڪرڻ سان، اج اولياءَ صاحب جي درگاهه جو خادم ۽ موجود آهي، جنهن جي
دعا پڻ الاهي درگاهه ۾ مستجاب آهي-(ثابتيءَ لاءِ درگاهه لڪي شاهه صدر عليہ الرحمه تي
ڏسي سگهجي ٿو).

شاهه صاحب موصوف جي حياتيءَ جو سمورو وقت ۽ زمانو، مماتي وارن جي محفل ۽
مجلس ۾ گذريو. هميشه اهو فڪر هولدو هون ته نفس امّاره کي لاپود ڪجي. هڪ دفعي،
عامريءَ ونان لنگهندي، سندن مريد چيو ته "سائين، اوهان تي خدا جي ايتري نوازش آهي
جو جيڪر نظر ڪريو ته هي جو ڪوٽ لڪپ (آنرملرف) مٽيءَ جو ڏڙو آهي، سو به هولد سولو
ٿي پوي!" جواب ۾ چيائون ته "مٽيءَ جو ڏڙو سولو ڪرڻ يا درياهه مان جيڪرا پلا پٽ سان
ونڻ واري کي پير نه چئبو؛ اهو پير آهو آهي، جو پنهنجي نفس ناقص کي ماري مات ڪري،
رت ماس خدا تعالى جي عشق ۽ ياد ۾ سڪائي". مگر، اج ٿيل تماڪ جا طالب گهڻا آهن،

۾ حق جو طالب ڪو ڪو: جو مٽي دل جياري، سو ولي عاشق الله تعاليٰ جل جلاله جو آهي. سخا جو ته اهڙو عاشق هو، جو پنهنجو مال ته بجاءِ خود، پر جسم جا ڪپڙا به خيرات ڪرڻ کان ڪين گسندو هو!

سندن مرشد سگورن جي درگاهه تي پير غلام حسين شاهه صاحب "موجوده" جي دستاربنديءَ کان پوءِ ته هر طرح خدمت ڪرڻ لاءِ ڪمر ڪشي، مانجهي مرد، ميدان ۾ لرواڙ ٿي، آن درگاهه شريف، مسجد شريف ۽ پين جاين جي تعمير ڪرائڻ ۾ مشغول رهيا، ۽ صبح شام، رات ڏينهن، قلب کي پرين جي تات ساهه پساهه، قلبي ذڪر سان ذوق ۽ شوق زياده هون؛ ۽ ساري فقراء جماعت جو جنسار، اندر اوجار سيلاني، سدائين سفر ۾ گذاريندو هو.

سندن همعصر حضرات مان هيٺيان صاحب قابل ذڪر آهن: سيد ولي محمد شاهه، سجاده نشين درگاهه قلندر شهباز رحه؛ مخدوم مولوي حيدر صاحب مرحوم؛ طالب الموليٰ جناب مخدوم محمد زمان (ان وقت ننڍا هئا، مگر سائس مجلس ڪندڙ هئا)؛ سيد قاضي محمد ابراهيم شاهه صاحب ۽ سندن ڀاءُ حاجي محمود شاهه (حيدرآباد جا قاضي صاحب)؛ پير غلام حسين شاهه صاحب درگاهه پوچڙائي؛ سيد الحاج ميران محمد شاهه صاحب؛ ۽ سيد غلام مرتضيٰ شاهه صاحب؛ وغيره. مطلب ته سندس ساريءَ سنڌ اندر هر هنڌ هم‌ڪار هئي، بلڪ اڄ تائين عربستان اندر پڻ سندس فرزند ارجمند ۽ خليفي احمد ٽُولاريءَ خواهه ساداتن جي آمد رفت ۽ سندس معتقدن سان خط ڪتابت جاري آهي.

سندن وفات تاريخ ۲۹ جمادي الثاني سن ۱۳۷۰ هه، ڇنڇر رات، نيهٺ ورهن جي عمر ۾، پنهنجي ڳوٺ ۾ ٿي، جو تعلقي سڪرنڊ ضلعي نوابشاهه ۾ آهي. سندن مزار پڻ آن ڳوٺ جي پرسان آهي.

ڪارناما: هن ڪامل درويش، مرشد صاحب، فيض بشارت، جي وطن پهچڻ تي ونس هڪ عورت دانهين آئي ته "منهنجو مڙس مجازي عشق ۾ اهڙو غلطان آهي، جو ان کي شايد ڏينهن پن ۾ مخالف ڌر، جان جو نقصان ڪري وجهن، جنهن کي دعا ڪريو ته خدا صاحب هدايت بخشيس". قد رتآ، اهو مرد (ذات جو لاکو)، پنهنجي ڏينهن، عشق جي اڏي گهوڙي تي هسوار، تاڪي جي سلوار، اٽي جي ريشمي لونگي، زريءَ سان جتي پاتو، شاهه صاحب جي اوتاري وٽان اچي لانگهائو ٿيو. سندس دل ۾ آيو ته پير لطر محمد شاهه ويٺو آهي، جو ته پيرين پولدو وڃان. پس، لاکي احمد جو پير صاحب جي ملڻ لاءِ اچڻ، ۽ درويش ڪامل جو توجهه ڪرڻ... پوءِ ته زمين تي ڪڪڙ ڪي سير وجهڻ وقت جڻ ٿڪو لنگهندو آهي، تئن سندس ڦلڙن ۾ ٿڪو ۽ جان ۾ جولان جاڳيو، جو ڪلاڪ ڪن هليو. تنهن کان پوءِ جڏهن ساٽت ۾ آيو، تڏهن آئي پير صاحب جو حضور ۾ حاضر ٿي، اکيان اچي، مولا سائين جي محبت ۾ محو ٿي ويو. ڪاڏي ويا ويس وڳا؛ عشق مجازيءَ مان ايري عشق حقيقي اهڙو حاصل ٿيو، جو ڪني جي ڪوڏ، پر اکهاڙا ۽ ڀالهن جهڙي پير جي ٽلهي لٿ ڪاهي

تي ڪٿي، ڪلمء توحيد ۽ حياتي خواهہ مماتي وارن بزرگن جي محفل ۽ مجلس لاءِ حيران پريشان، باقي وقت حياتيءَ جو خدا تعاليٰ جي خوف ڪان سمهي آرام نہ ڪيائين؛ پڻ عشق جي آتش جا آواز آچاريندو، ڪلمء توحيد جي برڪت سان ڪافرن ۽ ڪڙمن جون مٿل دليون جياريندو، شاد ۽ آباد ڪندو رهيو.

منهنجي شاگرديءَ جي زماني ۾، هڪ دفعي، ڪنهن سادات جي چورڻ تي، ذڪر توحيد جو ڪندي، منهنجي استاد ڪيمچند نالي، سندس ذڪر ٻڌي، ڪيس اهڙو تہ بدن ۾ لرزو اچي ويو، جو آن سهڻ کي چيائين تہ 'هاڻي بند ڪرائينس!' جنهن تي مذڪور سيد وراڻيو تہ هي پنهنجي مرضيءَ سان بند ڪندو، نہ ڪنهن ٻئي جي چوڻ سان، ان ڪان پوءِ استاد ڪيمچند جيترو وقت حيات هو، سو پير صاحب جي خدمت، صداقت ۽ رات جو جاڳڻ سان گذاريائين.

مٺين احمد لاڪي لاءِ ڪنهن ٻئي فقير، پير صاحب پاڳاري کان دعا گهري؛ جواب ۾ فرمايائون تہ 'ڪيس پير صاحب ڪٿي جي گوڏ ڀڏائي آهي، جا امانت وٽس قائم رهندي.' سندس پٽ گلڻ لاڪو بہ اهڙوئي درويش فقير، محبت وارو ٿي گذريو آهي.

حاجي موليڏني درس فقير تي، ڪنهن شخص، دشمنيءَ سبب، برٽس مان بلوچستان ۾ ڪيس ڪرائي، ڇهہ مهينا دربدر خاڪ بسر، بيروزگار ۽ ذليل ڪرايو، جنهن لاءِ سندس عزيز خويش خرچ ڪري ڏاڍي ڪوشش ڪئي، مگر وريو ڪي بہ ڪين. آخر، هن درويش جي دعا ۽ خدا تعاليٰ جي عنايت سان، هڪ هفتي اندرئي، هڪ مرد مولا جو، بلوچستان جو رهاڪو، سندس ضامن ٿيي، جند آزاد ڪرائي. حاڪم پڻ فرياديءَ تي ڏنڊ ڪري، ڪيس آجو ڪري، وري ساڳيو روزگار نوڪري بحال ڪيو؛ جنهن جي آزاد ٿيڻ تي هي لفظ لکيا: "ڪئن ڪريان ڪيڏانهن وڃان، ڪولهي منهنجو وس؛ جڏهن ڏاهي ڏنو ڏس، تہ ويچ وري آئيا!"

محمد اسماعيل جوڻي کي اولاد ٻچندوئي ڪونہ هو؛ پير صاحب جي دعا سان، خدا تعاليٰ مٿس راضي ٿي ڪيس چڱي انداز ۾ صالح اولاد عطا ڪيو آهي.

هڪ ڪوڙهہ جو بيمار سوالي وٽس آيو، جنهن کي چيائين تہ 'وڃي ڏيڻ جون پاڙو پسائي ڪاڙهي پيءُ' اهو هفتي کن علاج سان تندرست ٿيو. مخدوم درمحمد خان رٽايرڊ سب انسپيڪٽر پوليس بوبڪ جي کي اولاد ڪونہ هو، جنهن کي پيريءَ جي زماني ۾ ڪجهہ علاج ۽ پنهنجي دعا جي اثر سان سرفراز ڪيائين، جو سندس اولاد "مخدوم عبدالرحمان" اڄ تائين قائم آهي.

هن درويش وٽ هيندن جي ڪوڙين دعوائن سان دربدر ٿيل، ڊڪريون جاري ٿيل يا ڪوڙن ڪيسن ۾ مبتلا ٿيل جوابدار، قدم بوسي ڪرڻ سان، آزاد ٿي نماز صلوات کي هٿ ڪري، آئينده آخرت لاءِ سوغات سپرد ڪري رهيا.

مطلب تہ اجوڪي وقت ۾ اهڙو هادي رهنما جزوي ڪو ڏسڻ ۽ ٻڌڻ ۾ ايندو، جو سڀڪنهن صحبت واري لاءِ دل جو سوداگر هو، ۽ نہ دنيا فانيءَ جو طالبو. هر هڪ مريد خادم محبتيءَ کي سندس درجي مطابق پنهنجي هٿن سان ماني کارائڻ، ۽ پنهنجي فقراء جي پنهنجي درگاهہ تي پاڻ خدمت ڪندو رهيو.

# خليفو محمد خان جمالي

اسان جي سنڌ سڳوريءَ ڪيترن ئي بزرگن، شاعرن، سگهڙن ۽ سالڪن کي جنم ڏنو آهي، جن مان جناب مرحوم خليفو محمد خان، ولد غلام محمد خان، ولد مرادعلي خان، ولد دُرمحمد خان، ولد مهرعلي خان جمالي بلوچ هڪ سچو سالڪ، عالم، درويش ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. خليفو صاحب، تاريخ ٥ جمادي الاول سن ١٢٧٤ هجريءَ ۾، ڳوٺ ميوي خان جمالي تعلقي سڪرنڊ ضلعي نوابشاهه ۾ ڄائو. ڪيس ننڍي هوندي کان پڙهڻ جو گهڻو شوق هوندو هو، مگر جيئن تہ ان وقت ڳوٺن ۾ مدرسا ٻري ٻري هوندا هئا، ۽ تعليم حاصل ڪرڻ ۾ ڪيئن مشڪلاتون درپيش هيون، تنهنڪري سندس مائٽن ڪيس مال چارڻ تي ڇڏيو. هڪ ڀيري سندس ڳوٺ ۾ حضرت پيرصاحب جناب رشيدالدين شاهه جهنڊي وارو تشريف فرما ٿيا. خليفو محمد خان بہ ٻين ڇوڪرن سان گڏجي پيرصاحب جي زيارت لاءِ ويو، جنهن تي سندس والد ڪيس مال جهنگ ۾ ڇڏي اچڻ تي ڪاوڙ ڪئي، مگر پيرصاحب جن خليفي صاحب جي نمانائي ۽ لهڻائي ڏسي سندس والد کي روڪيو، ۽ ڪيس پڙهائڻ لاءِ تاڪيد ڪيو. ان کان پوءِ جلد ئي خليفي صاحب کي ڏهن ورهين جي عمر ۾ قاضي جان محمد جماليءَ وٽ، ڳوٺ ميان جان محمد جمالي تعلقي هالا جي مدرسي ۾، پارسي-عربي تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڇڏيو ويو، جتي ڪجهہ عرصي پڙهڻ کان پوءِ مدرسي "ملا ڪاتيار" جي بزرگ ميان ولي محمد صاحب جن وٽ فيض حاصل ڪرڻ لاءِ ويو، جتان ڪهڙو ئي پرابائين. پاڻ ٽيهن ورهين جي ڄمار ۾، پيرصاحب رشيدالدين جن جي فقيريءَ جي واڪاڻ ٻڌي، سندس زيارت لاءِ ڳوٺ پير جهنڊي ڏانهن روانو ٿيو. واٽ تي سندس دل ۾ اهو خيال آيو تہ سندس مقبرو ڪهڙن موزون جاءِ تي هجي. جڏهن پيرصاحب جن جي خدمت ۾ پهتو، تڏهن رواجي خوش خيرعافيت کان پوءِ دوران گفتگوءَ ۾ پيرصاحب جن خليفي صاحب کي مخاطب ٿي چيو تہ "گهڻن ماڻهن جو خيال هوندو آهي تہ سندن مقبرو ڪنهن موچاريءَ جاءِ تي هجي، مگر اسان جو ارادو آهي تہ اسان جي قبر عام رستي تي هجي، جتان ماڻهن جي اچ وڃ گهڻي هجي". خليفو صاحب پنهنجي ارادي ظاهر ڪرڻ کان سواءِ پيرصاحب جن جو جواب ٻڌي، سندس مريد ٿيو ۽ اتان ئي خليفي جو لقب عطا ٿيس.

خليفو صاحب ٻوءِ ڪيترو ئي عرصو پير صاحب جي صحبت ۾ رهي ڪيئو فيضياب ٿيو. ڪجهه وقت اتي رهڻ بعد، پنهنجي علم کي پڻ تائين پهچائڻ ۽ خلق خدا جي خدمت ڪرڻ لاءِ، ڳوٺ علي بخش خان ۾ ان تعلق هالا ۾ ننڍا ڪنهن اجوري جي پڙهائڻ جو ڪم شروع ڪيائين. ڪجھ مدت اتي تعليم ڏيڻ ڪان پوءِ، پنهنجي ڳوٺ ”ميوو خان جمالي“ ۾ اچي مدرسو کوليائين. ڪيس خداوند ڪريم ظاهر باطن جو علم عطا ڪيو هو، جنهنڪري ڪيترائي طالبعلم پري پري کان تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ وٽس ايندا هئا. سٺ ستر شاگرد هميشه وٽس رهندا هئا. پاڻ سخي مرد هو. ڪجهه ٽڪر زمين آباد ڪرائي، ان جي پيدائش غريبن ۽ مدرسي جي حوالي ڪندو هو. خليفو صاحب نهايت ئي با اخلاق ۽ شريعت جو پابند هو. ڪنهن سان به حب يا بغض محض خدائي ڪمن لاءِ رکندو هو، ۽ سڄي زندگيءَ ۾ ڪنهن به ماڻهوءَ سان شخصي ڪمن لاءِ دوستي يا دشمني نه رکيائين.

شروعات ۾ سندس طريقو ’نقشبندي‘ هو، جو درگاهه ملاڪاتيار جي بزرگ وٽان ورتو هئائين؛ ۽ بعد ۾ سندس طريقو ’قادري‘ هو، جو پنهنجي مرشد حضرت پير صاحب رشيدالدين جهنڊي واري کان حاصل ڪيائين، ۽ پڇاڙيءَ تائين سندس طريقو قادري رهيو. خليفو صاحب، آسپاس پين ڳوٺن يا سندس راڄ ۾ ڪٿي به ڪن ڌرين جي پاڻ ۾ اڻبڻت ٿيندي هئي، ته پاڻ هلي وڃي انهن جي ٺاهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هو. خدا جي فضل سان اڪثر پنهنجي ارادي ۾ ڪامياب ٿيندو هو. جيڪڏهن اتفاق سان ڪا ڌر فيصلي کان ٽارينديي هئي، ته پاڻ انهيءَ ڌر کي نصيحت ڪندو هو ته ’پٽي ڪنهن جي چوڻ تي اوهان نه هندا، ته اهو به اوهان جو مون تي احسان آهي.‘ نه رڳو ايترو، پر هڪ دفعي سرڪاري ڪورٽ ۾ سندس والد ۽ ڀاءُ جي مخالف ڌر سندس شاهدي وڌي. خليفي صاحب جي شاهدي ڏيڻ جي حالت ۾، سندس والد ۽ ڀاءُ مجرم ثابت ٿيا ٿي، مگر پاڻ حق جي گواهي ڏيڻ ۾ ماسو به نه مڙيو، ۽ مئجسٽريٽ، خليفي صاحب جي سچائي ڏسي، سندس عزيزن کي معافي ڏني. پاڻ اهڙو ته رحمدل هو، جو هڪ پيري پنهنجي ٻوڪ تي ڪانن جي پند ڪٽڻ لاءِ هڪڙو شاگرد ساڻ ڪري ويو؛ جڏهن پنيءَ تي پهتو، ته چا ڏسي جو ڪو شخص سندس ڪانا چوريءَ پيو ڪٽي؛ پاڻ ان کي ڏسي هڪڙيءَ ڪنڊ ۾ لڪي ويٺو، ۽ جڏهن چور ڪانا ڪٽي ويو، تڏهن ظاهر ٿيو. شاگرد ڪانئس انهيءَ جو سبب پڇو، تڏهن چيائين ته ”جي اهو چور مون کي ڏسي ها، ته شرمسار ٿئي ها، ۽ سندس دل ناراض ٿئي ها؛ ان لاءِ آئون لڪي ويٺس، ته هلي هو پنهنجو مطلب پورو ڪري وڃي“: مطلب ته انسانيت، سخاوت، ڪرامت ۽ عبادت جا سڀئي گڻ منجهس موجود هئا.

خليفي صاحب جا هٿ-لکيل ڪتاب گهڻائي هئا، جن مان ملفوظات جناب پير سائين جهنڊي واري جو، مدحيات جناب نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم، خطبات ۽ مولود شريف، غزل، ڪافيون، مناجات، لوليون وغيره، سيپاره عم جو ترجمو ۽ تفسير، توحيد نامو، ۽ ٻيا ڪيترائي ڪتاب هن وقت پير سائين جهنڊي واري جي ڪتبخاني ۾ موجود آهن.

سندس شعرن مان لمولي طور مختصر شعر هيٺ ڏجن ٿا. شعرن ۾ تخلص "خليفو" ڪم آندو اٿس؛ ڪٿي پنهنجو نالو "محمد" به ڄاڻايو اٿس، ته ڪٿي "جمالي" ظاهر ڪيو اٿس.

## ڪافي

مديني ملڻ جو آهي روح رايو،
سنپر ساٿ ويڙو، سهي ڪر تون سميو.

١- ڏاڍو ذوق زاري، هلي ڪر هجاري،
وتين چو ويچاري، ٻري ٻير پايو.

٢- اکين ڪاڻ غربين، چڙهيو تاب تربين،
سدا منجهه سر بين، چگو رڻ چتايو.

٣- روضي پاس روئي، دعا چڙ تون دوئي،
شرڪ شرڪ سيوئي، ڪڍي ڪُوڙ ڪايو.

٤- روضي پاس راحت، سدائين صلاحت،
مٿي سا ملاحت، حرم ۾ هلايو.

٥- خالي ڪر، "خليفا"، لعلڻ ريءَ لطيفا،
ساري ڏس صحيفا، اندر يار آيو.

## خطبو

(لمولي طور ابتدا ۽ انتها جون ڪجهه سٽون ڏجن ٿيون.)

ساراهيان سبحان کي، هردم صفت حنان کي،
مالڪ مٿي منان کي، وصفون وڏائيءَ جون وَتر.

مولي لبي ان مان مڪا، مرسل مڙيئي جي هٿا،
داور ڏنيءَ سي سپ ڏٺا، انسان آدم جا پسر.

محمد مٺو مٺار ٿيو، امت سندو آڌار ٿيو،
پاور يتيمن پار ٿيو، آکي گهرايو عرش سر.

فائق مٿي فرقان ٿيو، 'امرون' جو احسان ٿيو،
مجمع منجهس فرمان جو، روزا نمازون حج ڪر.

ضايع ۾ ڪر تن مان ذرو، ماڻين متان دوزخ ترو،
ڏ پنهڙو ايندئي ڏاڍو گرو، هٿڙا هٿندين هي حشر.

*

مي پند ناصح جي سڻو،          دل گوش ۾ تنهن کي ڏئو،
ميوا جنت جستون چٽو،          حورون هزارين ڪئين اهر.
"محمد" چگو ماڻهن چئين،          کهڙا ڪبيرا تون ڪرين،
واڌو ڪنان انهيءَ سڻين،          بيحد گهڻا بسيار تر.
رحمت پريا تون راحمين،          آڳا اللهُ العالمين،
ڪر محو مهرون مون ڏئي،          جيڪي بديون جنهن جون پتر.
اميد رحمت ۾ رکان،          توڙي گنهه ڪيڙم لکان،
لذت شفاعت جي چکان،          من ڪي ملان محبوب درا

بيت

ڏيرن چيس ڏور، ڪيچ پراهون پنڌ،
جان رڙهي ڪنيم رند، ته وک نه پوري وات ٿي.

لولي

(خليفي صاحب پا پياده ٻه حج ڪيا، ۽ مڪي شريف مان مديني منور ڏالهن ويندي جيڪي منزلون ڪيائين، تن جو احوال هن لوليءَ ۾ ظاهر ڪيو اٿس.)

بسم الله سين هل تون بندا،          منهن رک مديني ڏي مندا،
صلوات پڙهه تون ڪولا گندا،          بالڪل گهڻي بسيار تر.
هل تون هلون محبوب ڏي،          من جي مني مطلوب ڏي،
مؤنيان وڏي مقصود ڏي،          سردار سڀني سربسر.
ماءُ پيءُ کنا مشفق وڏو،          عاصين سندو آهي آڏو،
جيڙو جنهين لاءِ جڏو،          سنگت ڪري تنهن سين سير.
منت خدا جي ٿي گهڻي،          ڪئين ڪرم ڪيا قادر ڏئي،
مڪي منجهان منزل ڪئي،          منهن رک مديني مانور.
ٿرتان لنگهيا تعظيم ڪان،          عارف پڙهن عمرا جتان،
راهي مديني ره ٿيا،          جالب ٿڪي جنهن جاءِ در.
صرف ۾ سهمالي پڙهي،          چالاڪ ڪر چستان چڙهي،
ڪر قافلو قصدان ڪڙهي،          جهاڳي لڪيون جهولا اهر.
مرطهران مان ڪري منزلڻ،          وادي فاطمہ جنهن کي چون،
ندبون لهرالي جيت وهن،          عينون وڏيون ارشادور.

بير مناري جي هلي،    فجر پڙهو مهرون ملهي،
اهڙي نه ڪا آهي پلي،    واٽن منجهان واڌو ڪشر.

عارف اچو عونان تي،    چئن يارن سندا ڪوهڙا جتي،
ترتوُن نڪي تهدل تتي،    منزل ڪٺو موني مڪر.

قرآن واديءَ ۾ ڪهي،    بدوين منجهان بهرا لهي،
صالح سگهوري وٽ سهي،    قربوُن رسيا ڪئي ڪمر.

آيا هلي اڪليس ۾،    دلبر سندي سب ديس ۾،
پرسن چڏيا پرديس ۾،    پنهنجا برادر ڪئين پسر.

ڪاهي رسون قديد ڪي،    لوري نديون آهن جتي،
مڪنب پڙهي تيدل تتي،    خرم خطابي خوش سير.

شيخ حامدي وٽ هلي،    مهرون رسيا مڙيئي ملهي،
آهي سخا جنهن جي پلي،    خدمت ڪري خوش لام تر.

ڪليا مٿي ڪاهي رسون،    رابق لنگهي رڻ ۾ هسون،
پنهنجا پرين پارس پسون،    جهاڳي لڪيون جهولا اپر.

پير مستور تي منزل ڪري،    ڪاهيو ادا ڪيچين ڳري،
پر تان پرين لاهن پري،    جان تون ڪٿين سڪ جو ثمر.

شيخ البير تي شل مان رسان،    پنهنجا پرين پارس پسان،
هوتن ڏسي هردم هسان،    شمعون پسي ٿيان شادتر.

صفرا منجهان ساهي ڪري،    هل تان هلون دوستن دري،
وارث ولين سن وري،    حميرا منجهان هل هوت در.

وادي جديدان ۾ جڙي،    سنگت سندي صحبت پڙي،
محبن ڪنان دل نه مڙي،    شڪرالا ڪئين شاديون شهر.

پير عباس تان پهرا لهي،    سهٽي هلي سنگت صحي،
روما مٿي ڪاهي ڪهي،    سٻني سانداريون ڪيون سڌر.

پير شريف تي حاجي هلو،    منزل ڪري تنهن ڪان ملهو،
آهي جتي ڪوهڙو پلو،    سهندا جنهين مجنون سر.

مجنون لنگهي مهرون ميان،    ڌر تون منارن تي ڌيان،
شر شور ويو شاد جان،    الحمد چئو الفوُن اپر.

لطفان لنگهي پيرالعلي، ترسون ستان تڪرار جي،
مون کي مديني پار جي، آهي آکند ارشاد ور.

پهي مديني ۾ سلهي، جمعو پڙهون جو ڏون هلي،
جت آهي وارث ۽ ولي، سردار سڀني جو سڏر.

گهوري هيس جنهن گهوٽ کي، عربي ميئي الموت کي،
آيس هلي تنهن گهوٽ کي، جنهن ۾ ٽيڪي منهنجو جگر.

من جون مرادون مون پنيون، ابليس جون اکيون رنيون،
پوري نفس جون پکيون ڪنيون، خوش ٿي ڏنم خيرالبشر.

ڪريو زيارت ذوق سان، شب روز شاديون شوق مان،
ترتان ڪريان هلي طوق مان، بيزار پاڙوسين پڌر.

روضي اڳيان روئي چوان، دل جي دغا ڏوئي چوان،
صادق اڳيان موئي چوان، دل جو غرض داربن در.

"سيد مٺا سڻ تون سدا، گولو ڪري تو در گدا،
"انبار عاصين پدا، بخشش گهران تن جي بدر.

"ويٺي وهي منهنجي ونگي، اوجهو عمر ڪيم ڏنگي،
"رهبر رسين تو در رنگي، سڏوا سڄ منهنجا سڏر.

"اڳواڻ تون اونڌن سندو، مالڪ سدا مولڏن سندو،
"گنجو گرو جيڪو گندو، آهيو اوهان پارس پڌر.

"حامي اچو مٺي ڏي هلي، محب ساندي ڏي ملهي،
"گولي جهليم اوهان جي گلي، جگ ۾ چئي "جمالي" چئي جمر.

"هيڪر گهران هيڪاندگي، مشفق مدينى ساندگي،
"روضي اڳيان رساندگي، ڪلمو ڪهي ٿيان منجهه قبرا"

خليفي صاحب نيهٺ ورهين جي ڄمار ۾، تقريباً ١٩١٨ع ۾ وفات ڪئي. سندس والد ۾ ساڳئي ڏينهن، ساڳئي وقت تي رضا ڪئي. چون ٿا ته ڪاڪلڏن پهريائين خليفي صاحب جي جنازي کڻڻ جي ڪوشش ڪئي، مگر کڻ اهڙي ته ڳري هئي، جو ڪاڪلڏي ان کي زمين تان ۾ چوري نه سگهيا: ڪجهه سوچ ڪان پوءِ ڪاڪلڏن پهريائين سندس والد جو جنازو کنيو، ۽ بعد ۾ خليفي جو، جنازو آسانيءَ سان کڄي آيو. کين تاريخ ٢٧ صفر ١٣٣٧ هجريءَ ۾، ڏينهن سومر جي، "دوس پير قبرستان" ۾ دفن ڪيو ويو.

عبدالحڪيم ٻلي

# مرحوم خليفو چنو

خليفو چنو، ولد خليفو محمد قابل، ذات ٻلي، ڳوٺ سکھ، تعلقي ڪبري ضلعي سانگھڙ جو ويٺل هو. سندن شجرو هن ريت آهي: خليفو چنو، بن خليفو قابل، بن چنو اول، بن رتو، بن عزالدين، بن محبو، بن نورالدين، بن اويس، بن عبدالحميد، بن درس ٻلي ساڳراڻي. درويش عبدالحميد، سيد شاهه عنايت رضوي نصرپوريءَ جي يارن مان هو. عبدالحميد ۽ درويش ٻليءَ جو احوال، ميرعلي شير ”قانع“ ٺٽويءَ پنهنجي تصنيف ”تحفة الڪرام“ ۾ لکيو آهي.

خليفو چنو مرحوم، سن ١٢٧٥ هجريءَ ۾، ڳوٺ سکھ ۾ تولد ٿيو هو. ابتدائي تعليم پنهنجي ناني مولوي لاڏڻ وٽ شروع ڪيائين. قرآن مجيد جا ڏاويھ پارا، حافظ ابراهيم هاليپوٽي (ويٺل ڪپرو) وٽ ياد ڪيائين. اهو حاجي ابراهيم، حافظ سيد علي محمد شاهه دائري شريف واري جو تلميذ رشيد هو. فارسيءَ جا شروعاتي ڪتاب، حاجي گل محمد رند وٽ پنهنجي ڳوٺ واري مڪتب ۾ پڙهي، وڏيڪ فارسي وڃي مولوي محمدعلي ٻٽاڻ، ڳوٺ سيد علي حسين شاهه تعلقي ميرپورخاص واري، وٽ ختم ڪيائين - جتي حاجي ابراهيم ڏل، مصنف ”عمر-مارئي“، ۽ حافظ محمد عالم ٻلي شاعر سندس هم-سبق هوندا هئا، ۽ ڪجھ وقت مولانا قرآني صاحب جن به اتي تعليم ورتي هئي.

چون ٿا ته ميان محمدعليءَ جا سڀ شاگرد خوشخط ۽ گھڻو ڪري شاعر هئا. خليفو چنو به نهايت اعليٰ درجي جو خوشخط ڪاتب هو. قلم تراشڻ ۾ سڀني شاگردن ۾ پهريون نمبر هو: اهڙو ته باريڪ قلم تراشيندو هو، جنهن سان سورت ’ڪوثر‘ نر-انگشت جي ننهن تي مڪمل لکي ويندو هو، ۽ چانور جي داڻي تي ڪلمو شريف اهڙيءَ صفائي سان لکي ويندو هو، جو هرڪو سالم نظر وارو پڙهي ويندو هو. ازانسواءِ، حسابي ڪم ۾ به نهايت پڪو ۽ برجستو هوندو هو. هندي، سنڌي ۽ گجراتي اکر به ڄاڻندو هو. زبان سنڌي، اردو، فارسي، عربي ۽ قدري پشتو به ڳالهائي ويندو هو.

طريقي سهروردي ۾، خليفو صاحب، حضرت غوث عالم شيخ بهاءالدين زڪريا جي وڏن خليفن مان هو. سندس بيعت ملتان جي سجاده نشين حضرت مخدوم بهاول بخش سان هئي.

ڪتاب ”ذڪرالعارفين“ (سنڌ جي سهروردي مشائخ جي احوال ۽ ڪرامات ۾ لکيل)، مسئلي ’آخر ظهر‘ بابت هڪ رسالو فارسيءَ ۾، شعرن جو انتخاب، ”ڪنزالاشعار في ڪلام

"الهيار" (جنهن ۾ سنڌي مداحون، ڪافيون، بيت ۽ غزل هئا، ۽ ڪي فارسي غزل به هئا، ۽ جن مان ڪي اخبار "مفرح القلوب" ۾ به ڇاپيل هئا)- اهي سندس سڀ ڪتاب هن وقت سالم حالت ۾ نه آهن.

سندن همعصرن مان حاجي ابراهيم ڏل، فقير ڀاڳو ڏل ۽ حافظ محمد عالم سندن دوست ۽ صحبتي هئا. پاڻ شعر جي اصلاح حاجي گل محمد رند ۽ مرحوم "مخلص" کان وٺندا هئا. منثار فقير راڄڙ به سندن صحبتي هو. شمس الدين "بلبل"، سيد غلام محمد شاهه "گدا" ۽ سيد فاضل شاهه "فاضل" سان به سندس رستو هوندو هو. مرزا قليچ بيگ ۽ ميان محمد يوسف مختيارڪار (سردار يعقوب خان جو پاءُ) سان به روح- رهاڻيون هيس.

پنجاهه يا پاونجاهه ورهين جي عمر ۾، خليفو صاحب، هڪ قلندر فقير سيد قادربخش سهروردي هالويءَ جي صحبت ۾ دنيا کي ترڪ ڪري، پنهنجي وڏي زمينداريءَ (ڇهه- ست هزار ايڪڙ زمين) ۽ ڪاروبار کي ڇڏي ڪري، ياد الاهي ۾ مشغول ٿي ويهي رهيو. هن عارف ڪامل جيڪي پيريءَ ۽ ظهيريءَ ۾ مجاهدا ۽ رياضتون ڪيون، سي ڪنهن جوان کان به شايد ٿين. تزڪيهء نفس ۽ چله- ڪشيءَ جو هي حال هو، جو ساري رات فقط هڪ ٽنڊي تي ٻنا ٽيڪ قبله- رو ويٺو "الله الله" ڪندو هو؛ ٽئي ٽئي ڏينهن ٻاجهريءَ جي مانيءَ جو پاروٽو ٽڪر کائيندو هو (ڏندن جي ضعف سبب اهو ٽڪر، پاڻيءَ ۾ پسائي، نرم ڪري کائيندو هو). حالانڪ مهمانن لاءِ پوڙ پلاءُ تيار ٿيندو هو، ليڪن پاڻ ترڪ دنيا بعد ڪڏهين به اهڙي روغني غذا پيٽ ڀري نه کاڌائين. ڪڏهن ڪڏهن سڪر جي حالت ۾ اهڙو محو ٿي ويندو هو، جو ساري رات ۽ سارو ڏينهن اصل چرندو به ڪين هو، ۽ جيئن گريبان ۾ ڪنڌ وجهي ويهندو هو، تئن اتي ئي ويٺو هوندو هو. ڪنهن ڪنهن وقت خوف الاهي سبب اهڙو ته ڇرڪ پوندو هوس، جو پٺيءَ ڀر وڃي ڪرندو هو. سيد حاجي علي اڪبر شاهه نقشبنديءَ مٿس ٻه ٽي دفعا توجهه ڪيو، ليڪن ڪو به اثر ڪونه ٿيو. پاڻ هڪ سيد پوليس واري تي توجهه ڪيائون، جنهن جي قلب مان هروقت اسم ذات جاري ٿي ويو.

هر ڪنهن مهيني جي پهرينءَ تاريخ تي ڪوچوپايو جانور يا ديڳ به پٽ جي خيرات ڪرائيندو هو. ترڪ دنيا کان پوءِ نه ڪنهن سڪي کي هٿ لائيندو هو، ۽ نڪي نئون ڪپڙو بدن تي ڍڪيندو هو؛ نه وري ڪڏهين پنهنجي پٽ يا ڪاروباري ماڻهن کان پنهنجي اخراجات لاءِ ڪجهه فرمائش يا خواهش ڪيائين: سڀ ملڪيت پنهنجي پٽ کي کاتو تبديل ڪري ڏيئي ڇڏي هئائين.

ٻئي قوم کان سواءِ، ٻيءَ پاسي جا هندو خواهه مسلمان، خليفي صاحب جو نهايت ادب ۽ تعظيم ڪندا هئا. الله تعاليٰ سندس زبان کي قبول ۽ سيف ڪيو هو.

خليفو صاحب مرحوم، تاريخ ۴ شعبان سن ۱۳۳۸ هجري، رات جو ڏهين بجي، زبان ۽ قلب سان ذڪر تحليل اچاريندي، وڃي اعليٰ عليين ۾ آرامي ٿيو. سندس مقبرو مقام ساموٽجي تعلقي ڪپري ۾ آهي. شهر ۾ سندس تخلص ڪٿي "درس" ۽ ڪٿي "الهيار" آهي.

م . ڪ . جمالي

# ڪيهر فقير جمالي

فقير صاحب، سن ١٨٨٠ع ۾، ڪنب ليمان شهر جي ويجهو هڪ ڳوٺڙي ۾ ڄائو. سندس والد کيتي ڪندو هو. غربت ۽ علم سان چاهه نه هئڻ ڪري، فقير صاحب تعليم حاصل ڪري نه سگهيو.

هڪ دفعي کيس اسڪول ۾ به ڇڏيو ويو، پر هو پنهنجي چلولائپ ڪري ڪجهه به پڙهي نه سگهيو. ننڍي هوندي ئي کيس دنيا جي بادشاهن جي روش، ڪورٽن جي فيصلن ۽ ڏلياڻي ماڻهن جي روز مره جي معاملات تي ڏاڍو ويچار ۽ تعجب لڳندو هو. هو ڪڏهين خيال ڪندو هو ته دنيا ڪيئن ٿي هلي، ته ڪڏهين وري درويشيءَ جا پُور پوندا هئس ته وجي ۾ واريءَ پٽ تي پنهنجي الله کي نويڪلائيءَ ۾ ياد ڪندو هو. انهن ڳالهين هوندي به هن دنيا جي دامن کي نه ڇڏيو.

فقير صاحب، جوانيءَ جي ڏينهن ۾ اوڏن جو هڪڙو لڏو فقير صاحب جي ڳوٺ جي ڀرسان اچي لٿو. ان لڏي ۾ هڪ حسين جوان ڇوڪري ٻڌ هئي، جا پنهنجي جوانيءَ، ارڏائيءَ، چلولائيءَ ۽ لٽ نخري ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئي، تنهن فقير جي چيتي کي چرخ ڪري ڇڏيو. آخر اهو وقت آيو جو اوڏن جو لڏو رخصت ٿي ويو. فقير صاحب پنهنجي محبوب جي جدائيءَ ۾ اتي ئي ويهي رهيو. آخر ڳولي ڳولي ٽئين ڏينهن کيس ڳوٺ وٺي آيا، ليڪن سندس هوش سالم نه پانيائون. ڏاڍو ڏک ٿين ته خدا ڄاڻي ڇا ٿيو اٿس- پر برهه جي بيمار جي ڪنهن کي خبر! ماڻهون طبيبن جا ڏس ڏنا، مگر فقير صاحب خود هيئيون بيت چئي ائين ويٺو ته

”عشق هن زماني جو، ڪوڙو ۽ ڪارو،
ظاهر ٿئي ته ضرر ۾، پوي ملڪ سڄوئي سارو،
ڏيندين ته وٺندين، نه ته چولڻي وٺ چارو،
توڙي گهر لٽائي سارو، ته به قدر ڪولهي ’ڪيهر‘ چوي.“

[ان ڏينهن کان وٺي فقير صاحب جو ڏاڪو ٽڙي ويو، ۽ هو جهر جهنگ، ڳوٺ شهر، هر هنڌ بيت ۽ ڪافيون چوندو وتندو هو. پوءِ ته فقير جي ڪلام جو خزانو گهڻوئي ٿي ويو. جو اسان گڏ ڪري فقير جي اجازت سان ڇاپائڻ جو خيال ڪيو، ۽ ڪوشش ڪري سڀ بيت،

**غزل** وغيره هن ننڍڙي ڪتاب ۾ داخل ڪيا اٿئون، جي اميد ته پڙهندڙن لاءِ خوشيءَ جي **خوراڪ** ثابت ٿيندا. اسين فقير صاحب جا شڪرگذار آهيون، جو هن صاحب تڪليف ڪري **ويهي** اسان کي بيت لکايا آهن.

عاشق

عاشق سڏائين، ڏک پرائين، تون ٻچ ڏسي ۾ مٽ،
وڏي نڪي ماس لڳن تان، "ڪيهر" ڪني ۾ ڪوهه،
وڏائي اٿيئي وڏ، مر ته مان مٺي ٿئين.

چوڏهون سن

چوڏهين زماني ۾، چڱا مڙس ٿيا چور،
عزت ويچاري آپري ٿي، گڏهيون چَرن گور،
وڙن ڪٽي وڏيرا ڪيا، اڳواڻ جن جا آنور،
دريافت منجهه داڻو نه ڏسان، ڏڦو ڪلهي تي ڪُتا ۽ سور،
اصلي وڃي آرامي ٿيا، نقل پيدا ٿيا نور،
"ڪيهر" ڏک نه ڏور، متان سچ چوڻ ۾ ساهي ڪرين!

* * *

ڪهڙو ڏوهه زمالي جو، گهر گهر ٿيو چور،
پونئر منجهه پاڻي نه ڏسان، مرد لڏي ويا مور،
جتي عدالتون اميرن جون، اتي سانباها ڦرن سور،
جتي دونهان درويشن جا، اتي هڪل نه ڏسان هور،
مولوي به مطلبي ٿي پيا، قاضي به ڪَنَ- ڪور،
جتي علم وارا اڪابر هئا، اتي نانگا ڏسان نور،
ڪلنگن ڪينجهر چڏيو، شَڪرا ڪن شور،
ڪبوتر ڪالهه لڏي ويا، ڏسي ٽيٽهرن جا ٽور،
ڳوٺَ وڙهيو گيرا ٿين، چوڌاري چورچور:
"ڪيهر" ڏک نه ڏور، متان سچ چوڻ ۾ ساهي ڪرين!

* * *

چوڏهين زماني ۾ خلل وڏا، ۽ خونَ ڏسان ٿو؛
موچارا مارجي ويا، دريافت وري ڪونه ڏسان ٿو،
رشوت راڄ ڦري چڏيا، ملڪ سڄوئي دون ڏسان ٿو،
جتي پوليس جو پير نه هو، اتي ڪامورن جا 'رون' ڏسان ٿو، ـ ڪشن
حڪومت حال هيٺو ٿيو، عاشقن جي اندر ۾ اون ڏسان ٿو،
لڏيندي سون ڏسان ٿو، پيتل اچي اپر ڪوڙيا!

پتل اڄي پير ڪوڙ با، هر ذات پيو هلي،
ڪپوت ڪٽ ڪانور ڪلڏجي پيا، چانديءَ ڪين چلي،
لوٽ ۽ ڪوٽ اڪر هيڪڙو، ڪوڙو پيو چلي،
"ڪيهر" ڪنهن سان سور سلي، ڪيات وري ڪلڏهه سوار ٿيو.

پرين نه آيا

آن مهانگو، آيا نه پرين، وسري وين وار،
سهانگ پر ڏيئي سور پرايم، جڏنهن ڪجي ويئي ٻار،
ڏنم اکهه اڪين سين، پوءِ نيڻ وهايم نار،
وڃائي ٻڪار هان، "ڪيهر" ٻچين ڪٽڪ ڪي!

پوکڻ جا ڏينهن

پوکڻ ڏينهن تو وڃايا، هاڻ آڏارا ڏينديءَ ڪير،
جڏنهن ڪو مين تي ڪاهيو، تڏنهن پٽ تي نه ڪوڙ بثي پير،
ٻج چٽڻ وارا ڏينهن، پروچ چٽي، تو غفلت ڪئي گير،
ساٽ پري سوير، داڻا داخل ٿيا وڃي دِڪي تي.
*　　　*　　　*
پوک پوکج منداڻتي، متان ٻج وڃائين،
بارا بنا پڌ سولا، متان ڪر ڪاهين،
متاهين تي پاڻي مور نه مري، متان ابتا آڏ وهائين،
سوکهو تي سلي تي، متان پڄندي پيلائين،
"ڪيهر" قرض لاهين، پوءِ رلد نه ايندءِ راهه تي.
*　　　*　　　*
پوک پوکج منداڻتي، متان سالوڻ وڃائي پرائين سڱور،
باڙ ڏينهن نه ني قري، چڪرو نه ٿيندءِ چڱور،
بدي پر بار ڪڻندا پڪي، ويندا پورين ني پور،
پڪو ٿي ويهه پمي تي، متان پوڙي چٽي وڃتي پور،
ڪڻندا ڪٽي خان خوش ٿين، زميندار نه ايندءِ ضرور،
مجبوري اڪهان منهن پر، متان قرضي ڪٽي ڪور ڪور،
موڳا اهو مذڪور، هنداءِ ته 'هاري' سڏجين!
*　　　*　　　*
هاري سڏائين ته هوش ڪر، رهت ڪرمت جي رهاءِ،
ساڙي ڪهڙ صفا ڪر، ڍلکهر چڏائي پير ڀاهه،

هر ٻنجاريءَ هوش ڪر، لڪين اينديءَ لاهه،
ٻجي وڃي تہ ٻيهو وڃهہ، ڪانءَ ڪيہر آڏاءِ،
لاٻارو ٻوي تہ لهي وڃي، سنگ سرڪي سنباءِ،
مجيريءَ سين مقابلو، ٿيندو سنجهہ صباءِ،
ٻنيءَ ڏٻنهون بلوچ چئي، توڪي ابري وارا چوندا آءِ،
ٿوٻو ٻني تہ نڙي وڃي، هاڻي ليڪو تون لاهہ،
"ڪيہر" ڪاهو ڪاهہ، تہ اڳ ڪاڏي ڪان اڪرين!

*     *     *

ٻجي وٺي ٻوڪ، ٻيهو ٻوءِ ٻيو،
جهٽ ٻٽ جهار لڳي، وهيو اڏامي ويو،
لاٻارا لهي ويا، هيٺو حال ٿيو،
ڳاهہ ٻہ ڳهي ويا، ٻتو ٻوءِ ٻيو،
وانر وارا ويسرا، اَن اڃو نہ ٿيو،
جڏهون مجيريءَ ميو، تڏهون قرضي ڪٺا ڪئي ويا!

*     *     *

ڪاٻاڙو ڪهنو ٿيو، چڪر ڪين چُري،
منا مڙي ويا، ڪاڇڻ ٻاڻ ڪري،
ٻڙانيون ٻانمال ٿي ويون، ڳاڏي ڳئين ٻر ڳري،
ليسر ٻاڙچا لڏر ٿيا، ٻاڻو اڏ نہ ٻري،
ڦرهيون اوٻارا ڦني ويا، ولگ تان ڪين وري،
ٻيو لاٻارو لوٽن ٻر، مالهہ سور نہ ٽري،
هاڻ "ڪيہر" ڇا ڪري، ٻاڻي موٽي وٻو ٻوٽي!

<u>ٻيريءَ ڪوڙيا ٻير</u>

ڏند ڪاني ڏاٽ ويا، ٻيريءَ ڪوڙيا ٻير،
ڇٻاڙڻ وارا چور ٿي ويا، ڪرهہ تي لڳي ڪير،
ڪارڪ ۽ ڏونڪهيءَ لاءِ هنيون ڪامي، ٻروج ويا ٿي ٻير،
هاڻ "ڪيہر" ٻجندي ڪير، تنهنجا مٽاڻ ڪاڻڻ وارا ملڪ ڇڏي ويا!

<u>مٽان وڃني رالد ڪٺي</u>

ملهہ وڙهين تہ محڪم هٿ وجهہ، مٽان ڪس ڪري وڃني رالد ڪٺي،
ترڙٽي ساڻ تڪڙ نہ ڪر، مٽان هوڏجي وڃني رالد هٺي،

ڏچين ۾ هلندءِ ويسرا، جيئن لاهاري کي لٿي،
ڪلها ۾ ڏيندين ”ڪيهر“ اڻيو چئي، اچا اٿي کهرج کٿي،
وڏيرن کي تڏهن وٺي، جڏهن مشاهدو ڪنين ميدان ۾.

## ٻـراج

ٻراج ٻيشڪ وَهَنَ، توکي ڏيهہ سنياري سارو،
سلا سڪائي ساونڻ ۾، متان ڪڙمين اڳيان ٿين ڪارو.
الجنير ۾ ايندئي اوچتو، جو مٿي آهي مارو،
تار-بابو ترسن کينکي، سڏ ڏين سوارو،
واهہ ۾ وڏجي ويا، ”ڪيهر“ چئي، چلي نہ چارو،
لهرين ڪئين لهوارا ڪيا، اڳيان اندارو،
وڃائي ويا وارو، سوين انهيءَ سمنڊ ۾.

*            *            *

سوين انهيءَ سمنڊ ۾، پيدا ٿا ٿئي پائي،
ڪڙڪا ڪيو ڪُنن ۾ پون، جتي وري نہ وائي،
ساموندي تن سڄڻن جي، مون کي ڳالهہ ۾ ياد آئي،
لهرين سان لڙائي، تون ”ڪيهر“ ڪندين ڪيتري.

## لٽ لوان رنگ

ڪڏنهن عـاشـق، ڪڏنهن معشوق، ڪڏنهن خوشي ۽ خيال ڏسان ٿو،
ڪڏنهن محبوب، ڪڏنهن مـجلس، ڪڏنهن ڪلفت ڪـال ڏسان ٿو،
ڪڏنهن ٻادشاهہ، ڪڏنهن وزيـر، ڪڏنهن تنبو تنبيلا تـال ڏسان ٿو،
ڪڏنهن گهوٽ، ڪڏنهن ڪنوار، ڪڏنهن واهـي وصـال ڏسان ٿو،
ڪڏنهن دلـيـا، ڪڏنهن دولـت، ڪڏنهن مطلب وري مال ڏسان ٿو،
ڪڏنهن ڪچهري، ڪڏنهن هڪڙو، ڪڏنهن هيٺو وري حال ڏسان ٿو،
ڪڏنهن گدائـي، ڪڏنهن غـريبت، ڪڏنهن سـور ۽ سوال ڏسان ٿو،
پل پل پور پسان ٿو، ”ڪيهر“ پنهنجي ڪريم جا.

## ماستر

ماستر سڏايئي، علم پڙهايئي، پر ياد نہ آيئي حساب ميان،
امتحان ۾ ضرور اچڻو اچا، هلندين حيدرآباد ميان،
جيڪي چولدءِ سو سڀ پڙهندين، هو ۾ ڪولي پيهندا ڪتاب ميان،
حاضري انهيءَ هزار ڪيرايا، لـڪ سڪندر نواب مهان،
اڪر ياد نہ آيئي، سبق وڃايئي، يڪدم ڏيندا ڪتاب ميان،
”ڪيهر“ کهڙو ڏيندين جواب ميان، جو اچي پيهندا اسڪول ۾!

فائيل ۾ فساد گھڻو، جو مٽ ٿي ڪتاب سامهان ٿين،
هڪڙي جلد منجهان جند ڇڏائي، ته ٻئي ۾ روڪين،
سبق پڙهن سوز فراق جا، ٻولي مٺائين،
جي ڏسن دانا دفتر ۾، ته ڪنيو ڪمڪارين،
ڪُوڙي جي ڪمائي، "ڪيهر" چئي، هو قبولين ڪين،
ڪاليج جي ڪمپائونڊ تي، ماستر ٻه منجهيو پين،
پيٽ تي ڏيٺ گهڻو، اڇو پهڻ امين،
هٿ جا اکر آئيو ڏين، مٿان اوجي وڃن انهيءَ اسڪول ۾!

## قادر جا ڪم

جڏنهن آدم و حوا کي ڌار ڪيائين، ته ٻه حڪم هلايائين،
نوح نبيءَ تي طوفان چاڙهيائين، ته ٻه حڪم هلايائين،
معذور ڪري يعقوب کي ڏک ڏيکاريائين، ته ٻه حڪم هلايائين،
قيدي بنائي يوسف کي بازار منجهه ڪپايائين، ته ٻه حڪم هلايائين،
بيمار ذڪريا تي ڪرت وهايائين، ته ٻه حڪم هلايائين،
موسيٰ طور تجلّي، عيسيٰ عرش تي ڪهرايائين، ته ٻه حڪم هلايائين،
مصطفيٰ جا ڏهنا ڪربل ۾ ڪهايائين، ته ٻه حڪم هلايائين،
بيمثال ٿي بازي بنايائين، "ڪيهر" اهي ڪم سڀ قادر جا.

## ڪانهي درياقت ديس ۾

ڪانهي درياقت ديس ۾، ڪورٽ منجهه ڏسان ڪاروبار،
جي ٻاڪيو وڃي ٿاڻي تي، ته جليون ڏئي جمعدار،
'پئسا ڏي ته پوءِ ڇڙهنداسون، اسين آهيون عملدار،
'ڪاهه دائو وڃي ڳڏ ڪر، سرڪش اٿئي صوبيدار،
رسائيءَ ۾ مٿان رولو وجهين، ٻئي ڏاڙهي ڪڍنداسون ٿي مار'،
الهيءَ حڪومت کي هار، جو وجهي رولا رعيت ۾!

*　　　*　　　*

چالان ٿيو ته چور چئي ويو، ٻاڪئي تي هنيائون پري،
شاهد ڳواهه ڦري ويا، واڍ جي پري وٺ لاءِ پيو وري،
بجي هيٺ ڏيئي، بلوچ چئي، اڄ ڪورٽ الين ٿو ڪري،
ڏاند ٻه ويا، ڏوهي ٻه ٿيو، اڃي ويو منجهه اري،
وڏيرا ٻه چون ته ونڪار اٿي ڏالين، ٻلي ٻه ٿي ڏيهن جيل ۾ مري،
ڏورن پنهنجن ۾ ڏکي پيو، ٻارڻ پيو پري،
"ڪيهر" عاشق ڳڻتين ۾ ڳري، ڏسي حال حڪومت جو!

چوريءَ تي وٺي، ڀاڳيو ڦريو،
ويو وڏيري وٽ، تنهن ڀنگ گهريو،
ڀت سٽ ڪري ڀوسا آڻ، مٿان ٽين چڙهيو،
”ڪجهه وارا اسان کان ڪين لڪندا، وهٽ تنهنجو ڇاڻ وريو“،
”ڪيهر“ ائين ڪريو، ڦريو وڃن ڦڏالي.

* * *

پوليس پڪڙيو جوابدار جهليو، رجوع ڪري چالان ڀريو،
ماني ملي مئجسٽريٽ کي، ضامن ڏيئي ڳوٺ وريو،
ڀاڳيو اڃان بازار ۾، سندس سور به نه ڀليو،
الهيءَ دريافت کي دانگي سليو، ”ڪيهر“ ڏس ڪم ڪورٽ جا!

## موالي

هڪوا ”چڙڪو“، ٻيا ”نڪو“، ٽيان ”ڦوڪ ڀاڙيا“، جي موالين کي مارين،
دڪانيندين ته دم نه سهندا، ٻئي جو وزر ڪارين،
تيلي هڻ ته ترسن ڪين ڪي، ان تي ٻيٽ ڀارين،
ماچيس مور نه ڏارين، چوٽ مرن چلهه تي.

* * *

موالي سڏائين، ته پنهنجون ڀيڙيون وٽ،
ٻڪو نه ٽيءَ، ٻٽ ڪيسو، هينئر ڪليا اٿئي هٽ،
وٺ تماڪ، تڏو ڪر، سڀڪو سلامي تو وٽ
ٻيلي وانگر ويٺا هارين، ڪيسا سنگتين جا نه ڀٽ،
”ڪيهر“، عاشق ڪاغذ تنهين جا ڪٽ، جو سچو ڏينهن وتن سوال تي!

* * *

موالي سڏائين، ته پنهنجو حُقو ڏار،
سوکهو تي سُلفيءَ تي، نوبي ڦاندا نه هار،
الهيءَ تماڪ تان ڪئين ترڇي ويا، سڏايائون ٽي سرڪار،
ڦوڪ به ايندءِ ڦري، واري تي آهي وار،
”ڪيهر“ ٻئي پاسي نه لهار، الهيءَ اڙ ڪئين نقصان ڪيا!

## پيڙين جي ڀاڙ ۾ موالين سان مصيبت

’ليهڙو‘ لاس ٿيو، ’جواهر‘ کي ٻيا جاڻون،
ٻن روڪي ڀلهه ڇڏيا، سڀڪو ڪري دالهون،
پيڙيءَ لاءِ پروچ چئي، اسان جون عرش تي ويون آهون،
تماڪ سهن آهن لائون، حقي وارن سان حال وڃيان.

حُقي وارن سان حال ولڊيان، ہر چڪيندڙ ويا چڙي،
چلم جن جي چپن تي، لاس ٻه ڏيندا هنا ڪڏي،
تماڪ ٻه ڇپاڙ پائون ٿي چلهہ تي، سي لاڪيٽا ويا لڏي،
ادا الهيءَ ’جواهر‘ جڏي، اسان جا موالي ڪٿي ماريا!

*　　　*　　　*

موالي ڪٿي ماريا، ہر تن جو اٿم ڏک،
’جناح‘ جاء چڏي ويو، ڏيئي ويو ڏک،
’لياقت علي‘ لاڏاڻو ڪيو، جو مڙني سنڌو هو مُسڪ،
ڦٽنين اسان جا ڦرها ڪيڍيا، ٻول ليا آهن ٻُڪ،
جنس ڪري ڏنائون، ”جمالي“ چئي، ساهيٺن ويا سڪ،
ستين ڏينهن وڃن سعدآباد، رات جو ويڙهين لُڪ،
هڪڙا ٻيچ ٻيٺ ۾، ٻيا خالي ٿي پيا ڪُڪ،
نئين ڏينهن پڄاڻا نورو ڪن، الين ٻهر هٿن چُڪ،
ليڪو ڪن ته ڪولہ ٿو ٻجي، ڪنين پيا لُڪ،
”ڪيهر“ تنهنجو تُڪ، هونئد ڪاغذ ڏجي ڪمشنر کي!

*　　　*　　　*

ڪاغذ ڏجي ڪمشنر کي، تڏهن سُلفيءَ چڏيا الدر ساڙي،
.ڪانگهارن ڪلم سڃايو، ڦڦڙ چڏيائون ڦاڙي،
حُقي اسان جا حال وڃايا، چرشن چڏيا ڪنڌ لاڙي،
ٻن جهليو وير ٻاڙي، اسان جا آملي وڃن ٿا اسپتال ۾!

*　　　*　　　*

املي وڃن ٿا اسپتال ۾، جن جو وزن لاهي ٻُورو،
ڏوڏيءَ ڏند ڪالي چڏيا، ڪُنني ڪائين چُورو،
جي دم گهڙي دير ٿئي، ته نهڙن سوڏو ٿئي تُورو،
وات انهن جا ويکرا ٿيا، جيئن ٻلائن جو ڪورو،
”ڪيهر“ عاشق تنهنجي اجورو، آهي ذات زميندار تي!

تريناڪ

لامارا ڏيو لوڪو والڪر، ٻير لہ ڪوڙ ٻن،
ڏهہ ڏهہ پيرا ڏينهن ۾، آئيو ڪوڙ تولڙ ٻن،
ٻکهڙ ٻہ ڏئي ٻر ۾، مٿان نيت لولڙ ٻن،
”ڪيهر“ وڪار وولڙ ٻن، ڪندا ٻہ الٺي الهي ڪند ۾.

## چالاڪ درزي

درزي سڏائين، مشون هلائين، هٿ ڪينجهي ڪترين ڪور،
انهي ڪرسيءَ ڪئين ڪرايا، سمجهي ٻروڙا چور،
وڏ ـ ڪپ ڪندي انهيءَ وات سين، مرد چڙي ويا مور،
ڪاري ڦتان خميسون هلين، اڳيان تنگ اٿئي تور،
جڏهن تني ٻوندءِ ڏور، تڏهن ٽوٽا وري ٽپ ڪارائيندءِ.

*　　　*　　　*

ٽوٽا وري ٽپ ڪارائيندءِ، درزي هٿئي ٽو دم،
انهيءَ مشن ڪئين موهي جهليا، ڏس ڪمنيءَ جا ڪم،
ڪئين وال وڃايئي ويسر ۾، ويچار نه ڪيئي وهم،
"جمالي" ڏيندءِ جم، جڏهن سٺي سگها سڀ سڙندا.

### ڪورٽ ڏي ٽيو هلٽو

سمن مليا، شنوائي ڪلي، ڪورٽ ڏي ٽيو هلٽو،
پچري منجهه بيهاري پڇندءِ، مئجسٽريٽ ڪي منهن ڏيٺو،
سوال وئندءِ سرڪاري، اتي حال نه ٿيندو هيٺو،
هو سبق پڇندءِ ٽيٺو، مٿان "ڪيهر" ڪنڌ هيٺ ڪرين.

### ڪڏهين ڪيئن، ڪڏهين ڪيئن

ڪڏلهن سک، ڪڏلهن ڏک، ڪڏلهن بک بيزاري،
ڪڏلهن ڏار، ڪڏلهن گڏ، ڪڏنهن عشق اوساري،
ڪڏنهن وڇوڙا، ڪڏنهن ڏک ڏوڙا، ڪڏلهن موت مٿي تي ماري؛
ڪڏنهن تخت، ڪڏنهن بخت، ڪڏنهن مجبري، ڪڏلهن هاري،
ڪڏنهن حاڪم، ڪڏنهن حڪومت، ڪڏنهن وڃائڻا واري،
ڪڏلهن سيج، ڪڏلهن پلنگ، ڪڏنهن قبرستان ڪاري؛
ڪڏلهن مدينو، ڪڏنهن محمد، ڪڏلهن علي دلدل سواري،
ڪڏنهن حسن، ڪڏلهن حسين، ڪڏلهن ڪربلا خنجر تياري؛
ڪڏنهن يعقوب، ڪڏلهن يوسف، ڪڏلهن مصر بازاران خريداري،
"ڪيهو" عاشق سڌ ساري، تنهنجا وڇوڙي سڀ واقف ڪيا.

### مارئي جي روح رهاڻ

ڪريان روح رهاڻ، منهنجا ويڙا ڏوٿيئڙا ڏاڏاڻ،
جهڙ جهوري آهيان، ڪيوئن لڳي ڪاڻ،
وسن اباڻي پار ڏي، مينهن ڪيا ماڻداڻ،
جي ميلاڻ سنگهارن ساڻ، ته اولا لهن اکين جا.

ڪاغذ لکيو ڪونہ ڪو، هت اباڻن هني ابر،
ونا مينهن ملير ۾، منهنجا ڇڄي ويا ڇپر.
مارونئون مٿي چڙهي، وڃي پنن ورتي پر،
ڪڏنهن ملندا "کيهر" چئي، ڪين لڏائون ڪر،
گنگهر تن گهيڙوبن لاءِ، وٺي وڃان ور،
وڃي ڀت ڀڙو، ٻجايان ڀنوارن کي.

* * *

ٻجايان ڀنوارن کي، مٿي ڪوٽ چڙهي،
ويڙهيچا ويڙا ڏيئي، ڪارنهن جي نہ ڪڙي،
گنگهر گهاريان، سانگي ساريان، هر گهڙي،
مهنا ڏيندم ماروئڙا، ملير منجهہ مڙي،
جر هاريندي "جمالي" چئي، ويو سڄ لڙي،
سولي ڪج سائيهہ ڏني، ويڙهہ وڃي آهيان!

* * *

ويڙهہ وڃي آهيان، ملير منهنجو ملڪ،
ييوس آهيان بند ۾، ساريان نٿي سک،
عمر آهين ياءَ منهنجو، ڀنوهارن ائي ٻک،
شرع مڃ تون محمدي، ظلم نہ هلندءِ رک،
جر هاريان "جمالي" چئي، اٿم ڏوٿيون جو ڏک،
وطن واريان وک، ڪيت نہ بخشيندو خطائون.

* * *

ڪيت نہ خطائون بخشيندم، آسروندي آهيان،
رهنديس ڏينهن نہ ٿي، لوئي ڪين لاهيان،
سيج پلنگ تنهنجا سوسرا، وهہ وٿيون پاليان،
ونديس وطن سامهين، روح سندي اٿم رايا،
پکن تن ڀنهوارن ڏانهن، قرب منجهان ڪاهيان،
جيڏين سان "جمالي" چئي، وڃي ملير ميندي لايان،
ٻاهر پير نہ پايان، مقابلو ٿيندو مارن ۾.

* * *

مقابلو ٿيندو مارن ۾، اچي ملندم ڀنوهار،
ڏوهہ نہ رکندا ڏکيءَ تي، پوڙي تان نہ پتار

ڪوتن ڪئي آهيان ڪاهري، مارئس موڳهه ميار،
ڪوڙي آهيان ڪرم ۾، مون ۾ عيب هزار،
جڪان روز "جمالي" چئي، منهنجي سهڻ لهجان سار،
بوءِ ڪلمي جي آڌار، معافي ڏيندم ماڙيچا.

## چڱا مڙس ۽ ڪتا

چوڏهين زماني ۾ چڱا مڙس ڪتا ڌارين،
سڄو ڏينهن سنگر هٽ ۾، وڏيرا پاڻ وهنجارين،
'موتي' 'مانگر' نالا جن جا، هيرا پهلوان پارين،
ڪتن جي ڪم هاج ۾، نماز به وسارين،
رکن شوق شراب تي، پين ڪي به پيارين،
پنهنجو پير اوٽــڙ ۾، خلق ڪي به ڪارين،
اسلام ياد ناهي، حرام تي پيسا هارين،
سڄو ڏينهن سورن ۾، پنيان مال بک مارين،
لوڪر جن جا ڪتا چارين، "ڪيهر" کهڙا آچار تن جا!

## هن زماني جو عشق

عشق هن زماني جو، سڄوئي آزار،
ڳنتين جا ڳوٽ پڌجن، دل تي گهٽو بار،
رات ڏينهن روح ۾ رولو، 'متان ڪري بيو يار'،
لنب ڦتائي پاڻ ڳالهائي، اهي آهن عشق جا پار،
عشق عقل وڃائي ان جا، پنهنجا آهن آچار،
ڪئين لک هزار، انهيءَ قرب قرضي ڪيا!

*　　*　　*

عشق هن زماني جو، آهي ڏهن وارو لوٽ،
ڪوليندين ته خوش ٿيندا، نه ته منهن تي چولدءِ 'موت'،
پيسي بنان پير نه پريندا، اڳيان ٿيندءِ اوٽ،
دنيا آهي ته ديرڪاهي، نه ته چڪر ڪائيندين چوٽ،
انهيءَ ڪنوار ڪئين قابو ڪيا، گهڻا ويچارا گهوٽ،
جي ڪيسي اٿئي ڪوٽ، ته قرب نه ڏسندين "ڪيهر" چوي!

## شادي ٿيندي خبر ٻوندي

ساهر بجن ٿو سنهري ن، اڃا شادي تو ٿهندي،
مٽان ڪٺي قرض "ڪيهر" جني، کهڻن ۾ کهرلدي،
ڏبني چرڪ جني ۾، وڪالت ولندي،
ٻولدين ڪنج ڪنوار جي، چوڙيلي چوڙيندي،
خبر تڏلهن ٻوندي، جڏهن کهوٽ ويندين گهر الهن جي!

*　　　*　　　*

کهوٽ تون ويندين گهر الهن جي، ۽ ٿيندين ٻرائي وس،
هو ٻوليندي ۽ جٺا، تير نہ ڪندا ترس،
ڪمٽ کهڙائبي ڪنوار لاء، دم دهريون هس،
"ڪيهر" لڳبني ڪس، ڏاج ڏسي مٽان ڏک پرجهن!

*　　　*　　　*

جلدي ڇڏي جوء ڪي، تون مائڙي ملندين،
ڪنج ۾ قريب جي، ٻٻو بہ پهندين،
ڪپڙا ٻاٺي قيمت پريا، وٺاڻ تي ويندين،
ٻڌي ٻول پروج جوي، تون "ڪيهر" جا ڪچندين،
وجي ٻنيکهي ۾ ٻولدين، الهيءَ منهن-ڍڪڻيءَ ڪئين موهيا!

*　　　*　　　*

منهن-ڍڪڻيءَ ٻوهي جهليا، جيجي وٽ نہ جاڳيا،
قريبنيءَ قابو ڪيا، وجي وٺاڻ وساٻاٺون ساڳيا،
ڪاغذ بہ آيو ڪينکي، وڏڙيءَ سين واڳيا،
دوستن دل داڳيا، سي جاٻا رهيا جاتيءَ تي!

*　　　*　　　*

جاٻا رهيا جاتيءَ تي، اڪر ڪين ٻهن،
ڪاتب قلم وهائي ويا، لکيا ڪين لهن،
قرب وارا "ڪيهر" فقير جني، ٻاتار ۾ ٻهن،
نيڻن لار وهن، اڙ تي ٻاٺي گهٽو!

# فولاد علي فقير شر*

منهنجي ولادت ١٠ ماهه محرم، رات جو، سن ١٢٨٢هه مطابق ١٨٦٧ع جي ٿي. ننڍائپ ۾ قرآن شريف ملان ”دولت“ وٽ پڙهڻ ٿيو. بلوغت جي اثر منجهه، ڪنهن عزيز وٽئون پارسي بيت پڌا ويا، جنهنڪري پارسي علم جي پڙهڻ جو شوق پيدا ٿيو. ڇهه مهينا ڪنهوڙن جي شهر ۾ ميان خدا دوست آچڻ فقير وٽ پڙهڻ ڪاڻ رهڻ ٿيو. ملان خدا بخش آچڻ وٽ ڪجهه پارسي علم حاصل ڪيو ويو. آتاهون وري درياهون پار وڃڻ ٿيو، ۽ شاهه پنجي جي پرسان، آگرن جي ڳوٺ ۾ مولوي محمد ۽ پريل ۽ غلام نبي آگرن وٽ علم پڙهيو ويو، جو اتي خيراتي مدرسو هو. ٻارهن مهينا تنهن کؤن بعد، ”آباد“ جي ڳوٺ، لطف الله ڪلهوڙي جي پڙ ۾، مخدوم حبيب الله جي پٽ مخدوم غلام محمد وٽ پڙهڻ ٿيو. مولوي مصري، قاضي ڊکڻ ڀڳرن جو ويٺل، ۽ مولوي عبدالقدوس مسجد ۾ مخدومن صاحبن وٽ وعظ ڪندا هيا. مخدوم صاحب نقشبندي طريقو رکندا هيا. وقتي نقط صبح ۽ شام جو ذڪر ڪندا هئا. اتي ٻهر ذڪر ۾ شامل نه هيا؛ ڪجهه دليا ته ڪجهه امرسان، ڪجهه روڪ ڪجهه روئيءَ سان خيال هئن. جنهن وقت پارسيءَ جو ”سڪندرنامه“ پڙهي پورو ڪيوسي ته ڳوٺ آياسي. وري جلد ئي صوبي ديري جي شهر ۾، مير صاحب مرحوم خدا بخش خان جنت مڪان جي بنگلي ۾ مولوي محمد عظيم وٽ (جو مير صاحب جي صاحبزادن کي پڙهائيندو هو) مرحوم مير مٺل خان عرف خير محمد خان مرحوم مير محمد خان ۽ مرحوم مير امام بخش خان جنت مڪان جن سان گڏ پڙهڻ ٿيو، ڪاڏي پٽي جي خدمت مير صاحب مرحوم ڪندو هو. ٻه سال آتي رهڻ ٿيو.

پڙهي انتها ڪئي سي. ٻه چارسال ڳوٺ اچي رهياسي. ٻاهر پري وڃي پڙهڻ جو سبب اهو هيو، جو عام طرح رياست ۾ علم پارسي ڪوله هيو. علم رڳو مير صاحبن جي شاهي خاندان ۾ هيو- رعايا ۾ ڪونه هيو. ڪاٿي ڪاٿي خاندانن ۾ نوشت-خواند پارسي ٿيندي هئي. سنڌي علم بلڪل ڪونه هيو. حڪومت ۾ لکپڙهه سڀ پارسي هئي.

جلد ئي مير صاحب مرحوم جنت مڪان مير عليمراد خان وفات ڪئي. مير صاحب مرحوم فيض محمد خان جنت مڪان تخت نشين ٿيو. الهيءَ صاحب پنهنجو وزير خانبهادر مسٽر قادرداد خان مقرر ڪيو، جنهن ڪورٽون، آفيسون، اسپتالون، اسڪول، پوليس ڪاتا، انگريزي دستور تي کوليا، ۽ اسان کي سرڪاري ڀڳهار سان فيض گنج تعلقي ۾ ماستر مقرر ڪيائون. آتي مٺي چانگ،

---

* هيءَ سوانح فقير صاحب جي پنهنجي زباني لکايل مواد تان ورتي ويئي آهي-مرتب

گل محمد چانگ ۽ ٻڪاڻي وٽ اسڪول سرڪاري نئون ٿيو. آتي ٻارهن سال نوڪري ڪيئي.
آتي اسان جي اها چال هئي جو پنج وقت نماز ۽ ٽيهه ئي روزا رکندا هياسي. مذهب سُني هيو.
روزاني پوئر رات ڪان پوءِ 'اغثني' مدح ميان صاحبڏني فقير واري ٻيهي پڙهبي هئي. هڪڙيءَ
رات جو پڙهندي اکيون ٻوٽجي ويون، ۽ خمار ڀرجي ويو. خمار ۾ پڙهندو وڃان، ڏسان ته
حضرت رسول ڪريم صلعم جن سنڌو درياهه جي ڪپ تي ويٺا آهن ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ چيائين،
"آيس! آيس! آيس!" انهن لفظن ٻڌڻ کئون پوءِ هوشياري ٿي. صبح ٿي، اچي خيال ويٺو ته
نوڪري ڦٽي ڪري جيڪر طلب الله جي ڪنهن مرشد ڪامل کئون وٺان، الله جي ڳولا ڪيان.
نوڪريءَ جي پابنديءَ ۾ الله جي ڳولا نه ڪري سگهندس، تنهنڪري سنت تي ٻن ٽن ڏينهن
۾ نوڪري ڇڏيم، ۽ سن ١٩٠٥ع ۾ اچي ڳوٺ رهيس.

ڇهه مهينا گذريا، ته لقمان شهر جو هڪڙو زاهد عابد ڳوٺ ۾ آيو. انهيءَ جي زهد جي
نيڪي ٻُڌل هئي. پوءِ دعوت ڪري، وٺي آيو ماڻس. ٽيهريءَ جي نماز آن فقير زاهد سان
گڏ پڙهيم. پوءِ چيومانس ته "ڪجهه الله جو رستو ڏس"، جنهن تي 'هائو' ڪيائين. اسان
چيس ته 'توکئون طلب ڪالهه وٺبي، مگر ڪنهن مرشد ڪامل جو ڏس ڏي'؛ جنهن تي هڪ
وظيفو ڏسيائين ته 'ست ڏينهن پڙهبو ته پاڻيهي جنهن جي تون ٻلي هوندين، سو خواب ۾ ڏسندين؛
پوءِ اهو تنهنجو مرشد آهي: باطن ۾ جنهن جي ٻلي تنهنجي پاڻهن هوندي، آهو ڏسندين'.
پوءِ هُن زبان سان ڏسيو، مگر پاڻيهي دم سان هلڻ لڳو. الله جي محبت ڪري ست ڪوهه
پنڌ جا اسٽيشن راڻيپور ٽائين اولداهيءَ رات جو هُن سان سونهون ٿي گڏجي ويس. موسم اونهاري
جي هئي. ٽن راتين کئون پوءِ، قلندر سلطان ڏٺم. آنهيءَ سان هڪ آدمي سفيد ريش ڳڙو
ويس سان گڏ ڏٺم. قلندر سلطان چيو ته "فولادَ، غير ڪڍيو اٿئي؟" مان چيو ته "نه". پوءِ
چيائين ته "وات ڦاڙي 'ها' ته ڪر". مان جو آنيءَ جي نموني آت ڏني، ته جيئن ڳئون ميڻهن
کئون پردي ۾ ڦر لڪرندو آهي، ائين منهنجي وات مڙن ابڏو ڦر وانگي کوڙ نڪري پيو.
پوءِ قلندر شهباز چيو ته "تنهنجو غير ڪڍيوسي"، آتي هلي هڪ تڏي تي ويٺو. پوءِ هوءَ
'صورت' به هلي ويئي. پوءِ ذڪر ذاتي مان کي پاڪر وجهي سمجهايائين - پر اها صورت
سفيد ريش نه پٽي سڃاتي. پوءِ قلندر ائين چيو ته "هتڙن درياءَ ٽيندا، سمنڊ ٽيندو، ۽ لهريون
ٽينديون!" هڪ رات ۾ ٽي دفعا سجاڳي ٿي، ۽ ساڳيءَ طرح قلندر سلطان ڏٺومي.

پوءِ روز روشن ٿيو، ۽ بيقراري ٿي پئي. ڇنڊ ڏينهن ڪان پوءِ گهوڙي تي چڙهي ڪٽي
آتر منهن ڪيم، ۽ پير ڳوٺ جي اترئون ڪڇي ۾ ويس. آتي ڪن ماڻهن ڳالهه ڪئي ته 'هت هڪڙو
سيد مست سالڪ آهي، جو ماڻهن کي اچڻ نٿو ڏئي، جيڪو وڃيس ٿو ته ڏنو ڪٽي ڪڍ ٿو
پويس.' نالو پڇيوسي، چيائون ته 'نالو سيد محمد علي شاهه اٿس، سکر جي ڳوٺ ۾ ويٺو آهي'.
اها حقيقت ماني ڪالينڊي پڌم. اڳي ٻه دفعا شاهه صاحب جو نالو ٻڌو هيم ته مير عليمراد خان
جي حاضر ملازمت ڦٽي ڪري، ابراهيم ادهم وانگي تخت هزارو ڇڏي فقير ٿي ويهي رهيو

آهي، مگر خبر نہ هئي تہ ڪاٿون جو ويٺل آهي. جڏهن آنهيءَ مهل تالو پڌرو، تہ ماني بس ڪري اٿي ڪڙو ٿيس. آنهن آدمين ڏس ڏنو تہ هتؤن ويجهو ويٺو آهي. شاهہ صاحب جي بنگلي ۾ ويس، ڏٺم ۽ سڃاتم تہ هيءَ صورت آها آهي جا قلندر سلطان سان گڏ هئي! ويجهو ويس، سلام ورايم. مان کي ڏسي چيائين تہ "بلوچ تون اهو تہ ناهين جنهن جي پاڻهن چهون ڏينهن رسول الله ۽ مولا عليءَ ڏني آهي تہ هن جي رهبري ڪر؟" اِتي مان عرض ڪيو تہ "مان کي بہ چهون ڏينهن اوهان کي ڏئي ٿيو آهي: برابر آهو مان آهيان." شاهہ صاحب کي ڪيؤو ويس هيو. پوءِ بيت فرمايائون:

"چمُون چڳندي تتر ڦاٿا، تئين ڪيون ڦاٿين سها،
مئين بہ تساڏي جهٽ پٽ سٽي، اساڏا روح بہ نہ رها."

"بلوچ تنهنجو روح بہ نہ رهيو؟" پوءِ چار راتيون صحبت ۾ رهياسي، پنجين رات تي ڪهڙ ڪئي سي تہ اسان تي بہ رهبري ڪيو. پاڻ چيائون تہ "تون آيو حڪم سان هئين، پر جي زبان سان اقرار ڪري ڪڱهرين نہ ها، تہ مونيو وڃين ها: زبان قلب جي تصديق آهي، حديث آهي تہ 'اقرار بالسان' تصديق بالقلب'." پوءِ اسان کي سمجهايائون تہ "هيءَ ذڪر اسان کي خيرمحمد فقير هيسباڻيءَ ڏسيو هو، سو توکي ڏسيون ٿا." اڄ رات جو ذڪر سمجهايائون، صبح جو نقشو ذڪر جو لکي ڏنائون، مگر ذڪر روبرو مرشد جي لڏ هليو: اهو باطني قاعدو آهي جو ذڪر جي صورت، باطن ۾ مرشد واري آهي. جان جو موڪلائي، تہ ذڪر هلڻ لڳو: نشو پنجي ويو، ڪا خبر نہ پئي پوي! جاتي نڪيل هئيس، آتي مس مس پهتس. ذڪر ڪري بيهوشي سخت ٿي پئي.

عشق دي مڪتب جوئي ويندا،
بيهوشي دي مشق لکيندا."

نماز پڙهندڙ هئيس، خيال ٿيم تہ نماز پڙهان. پيهريءَ جو وقت هئيو. نماز ۾ بيٺس، تہ 'الحمد' ۽ 'قل' جي خبر نہ پئي: ذڪر وارو ٿي لڏ پيو ٿي! "لا تقربوا بالصلواة و انتم سڪارا" جي مهل هئي. رڪعتن جي خبر ڪانہ پئي. پئي سجدا ڏيئي، سلام ڏنم. گهڻائي حيلا ڪيم، نماز پوري نہ پيلي. پوءِ آئي قرآن ڪڍيم، تہ قرآن پڙهڻ ۾ نئي لڏ آيو: ست بہ پڙهي نہ سگهيس، آخر بس ڪيم!

سبق پڙهڻي ڪئون پوءِ، پئي ڏينهن تي هڪ شخص چيو تہ پيرڳوٺ ڏي گڏجي هلون. ڪهمندي ڪهمندي، پير جي مسجد ۾ وياسين. آتي پيرجي جماعت هئي. هڪ زالڦان ۽ مرد، زير بم آواز گڏي، عبدالله فقير جو ڪلام چيو. ڪلام پڌڻ سان روح کي معنيٰ جي سڌ پولدي وڃي ٽڙڪو جسم ۾ اچي پيو. آخر ٽڙڪي ٽڙڪي پڌي نہ سگهيس، ۽ وڃي ٻاهر ڪريس. جڏهن ڪلامن ڪئون بس ٿي، تہ هوش ۾ آيس. آنهيءَ سنگتيءَ آثارپو. آهو جو وجد پهرئين ڏينهن پيو آهي، سو اڄ ڏينهن تائين آهي. بيحاصل صوفيءَ جي صحبت ۾ وياسي، تہ آنهيءَ

جي صحبت ۾ وجد، حال، درد-سڀ بند ٿي ويو: ۽ ٿي ورهيه جڏهن آنهيءَ جي صحبت قدرت ٿوڙائي، ته وري ساڳيو حال ٿيو.

ٻارهين مهيني گذرڻ بعد، قلندر شهباز ۽ صوفي شاهه عنايت جي ديدار تي سَو ڪوهه پيرين پيادو ڪري وياسي. پنڌ ڪڏهن ڪيل نه هو، پر عشق شاهنشاهه جي پنڌ ڪرايو. ٻه راتيون قلندر تي، ۽ ايڪهه راتيون صوفي شاهه عنايت تي رهياسون. هڪ دفعي، مراقبي ۾ شاهه عنايت جي سيرانديءَ کؤن ويٺاسي، ته محويت ۾ صوفي شاهه عنايت هٿ هٿ ۾ ڏيئي مرحبا ڪئي، ۽ تاج فقيري منهنجي مٿي ۾ وڌائين. سجاده نشين غوث بخش فقير اسان کي تاج آڻي ڏني. پوءِ وري پيادا موٽياسي. وري ٻيو دفعو ميرانپور ڏي ريل ۾ وياسي، ۽ حيدرآباد کؤن پري ٽيهه ڪوهه پنڌ ڪيوسي. ٻه ٽي راتيون ٽڪياسي، ته سنگتين منجهؤن هڪ فقير، شاهه شهيد جي روضي ۾ مراقبي سان ويٺو، محويت ۾ ڏٺائين ته هڪ سفيد ريش مرد آيو، جنهن اڇي ليزو مٿؤن اوڍاريس، ۽ چيائينس ته ”منهنجي فقير کي ڇو وٺي آيا آهيو؟“. روضي مؤن اهو فقير ڇڙندو ڏڪندو آيو. مان سان ڳالهه ڪيائين. مان کي ٻارن پٽن مؤن معلوم ٿيو ته منهنجو مرشد هو! جنهنڪري، اٺ پهر ٻئي مان رلس. ميلي ختم کؤن پوءِ محمد خان جي ٽنڊي تائين ميان غوث بخش فقير اٺ ڏنو، جنهن تي سواري ڪري قليلي مؤن ٻيڙي تي حيدرآباد پهتس. وري حيدرآباد کؤن سڌو لقمان جي ٽڪس ورتيم، ۽ شاهه صاحب وٽ آيس. شاهه صاحب تمام ڪاوڙيو ته ”تون ڇو ويو هئين؟ تنهنجو ڪم ڪهڙو هيو؟ جن سان گڏجي ويو هئين، انهن جي فقيريءَ کي مان ڪوڙ سڃاڻندو آهيان!“ پوءِ هيءُ مصرع ٻڌايائون:

”جيڪي ڏر در لائن دوستي، سي ڇاوليون ڇنجن!“

مرشد اسان جو، طلب ورتي کؤن پوءِ ٽي سال دنيا ۾ حيات هيو. سال سال ۾، ٽي راتيون ٽي ڏينهن-جملي نو ڏينهن صحبت ڪئيسي. شاهه صاحب جي صحبت نفس جي برخلاف هوندي هئي، جو هر وقت نفس جي برخلافيءَ جي زبان مؤن ڳالهه نڪرندي هئي. درحقيقت ساري خدائيءَ کي الله کؤن برگشتو ڪيو آهي، سو نفس آهي، جو آدميءَ جو سخت ساراهيل دشمن آهي. نفس ڇا آهي؟ اهو معدو ڪاڻي وارو آهي، جنهن ساري جهان کي گمراهه ڪيو آهي، ۽ الله جو دشمن: جيڪو هن وجود ۾ ’ونحن اقرب‘ الله ويٺو آهي، آنهيءَ جو سخت دشمن آهي. اسان کي آنهيءَ وقت ۾ نفس جي دشمنيءَ جي خبر نه پئي هئي، پوءِ وڃي پيئي.

هڪ دفعو شاهه صاحب مرشد شاهنشاهه وٽ وياسي، ته عبدالله ڪوري ٻه طالب هيو. پيٽ کي پر ڏيو ويٺو هو، ۽ ننڊ جون ڦوڪان ۽ گهوگهرا هڻڻ لڳو. سائينءَ صحبت ويٺي ڪئي. عبدالله جي ننڊ ڏسي، سائينءَ چيو ته ”جيڪڏهين ڪنهن رن جو انجام هجيس ته شوشاڪو هوشيار ٿيو ويٺو هجي؛ هت وحدانيت جي ڳالهه ۾ ننڊ ٿو ڪري!“ آنهيءَ زماني ۾ علي بخش فقير انصاري پيرڳوٺ جي، صحبت شاهه صاحب جي ٻڌي شاديءَ کي ترڪ ڪيو، ۽ عمر ساري نه پرڻيو. جيڪي ڪمائيندو هو، ته اهل فقر جي خدمت ڪندو هو. هميشه توحيد جي گفتار

ھن وٽان لڪرائيندي ھئي. جنھن وقت گفتگو ڪندو ھو، تہ چالبو ھو تہ عالم دُر ٿو ڳالھائي. ظاھر جو علم فقير ٿوري نہ ڄاڻندو ھو، پر حضرت رسول ڪريم جو فقير کي حضور ٿيندو ھو.

جڏھن سائينءَ کي ”سچل“ عشق وحدانيت جو پڙ مي ڳوٺ آيا ھئي، تہ صبر اھڙو ھيو جو ڳالھائڻ بس ٿي ويو. دوستن جي دوستيءَ ۽ ماڻھن جي ماڻھپيءَ کان بيزار ٿي ويا ھئي. ٻارھين ڏينھن، منجھند جو، ڪجھہ نشو وحدت جو پيتو ھئي، تہ ڏٺو ھئي تہ ستين آسمان تي نور جلال سمونڊ ڏسڻ ۾ آيو، جو چولين تي چوليون پئي ڏنائين: اھڙو نور ھو، جو سج چنڊ ۽ وجود ھن جي اڳيان شرمسار ھيون! پوءِ شوق زور پريو، ۽ ڪريو ٿيو، جو جھنگ ۾ روئندو وتان: ذڪر اھڙو زور پريو، جو سيني ۾ سمائجي نہ سگھي! پوءِ چاتو ھئي تہ ھن حضور جي ڳالھہ تہ ڪنھن ملان قاضيءَ ڪان ٻڌائي. ملان قاضي سڀڪو چوندو آھي تہ فقيرن کي مڪي مديني جو حضور ٿيندو آھي، پر اھو حضور تہ چار ڏوڪڙ ڏيئي ماڻھو ڪري ٿا اچن. ”حضور“ انھيءَ جو نالو آھي، جنھن کي ’معراج‘ ڪوٺبو آھي. ھو وحدتي حضور آھي؛ ھو ڪثرتي حضور آھي، جو ڪنھن ڀاڳواري کي ٿيندو. ھي وحدتي حضور ڪن نياڳن ٿيندو. اھو ملڪ نياڳب جو اھڙو آھي، جو پائيءَ جي دُڪ ڪاڻ سي پيا وڃن. انھن ٻارھن ڏينھن جي اندر ۾، ٽي ڏينھن ٽي راتيون، وٽن جي برابر ھڪ اھڙو آواز پيدا ٿيو، جنھن بي انداز فراق پيدا ڪيو، جو پاڻ ماري وڃھي ھا. اھڙو آواز ساريءَ چمار ۾ ڪونہ ٻڌو ھئي. وري انھيءَ آواز ٻڌڻ سان شوق پيدا ٿيو، جو بيحد ڪمال!

وري ٻارھين مھيني ”سچل“ فقير جي چوڏھينءَ جي ميلي تي ويا ھئي. تڏھين ريل ڪانہ ھئي. سڄي ميلي ۾ ٽيھہ آدمي ھيا. ماڻھن جي آمدني ريل ڪري پوءِ ٿي صرف ”سچل“ جي دربار ھئي. پيو سڀ پڌرو ھو، مگر ھڪ لانڪ يوسف فقير جي لانڍي ٺھيل ھئي. ھيئنر واريون عمارتون اصل ڪونہ ھيون؛ رڳو گاديءَ وارو بنگلو ٺھيل ھو. ڪافيءَ ڪلام جو شغل ڪونہ ھو. مان کي اصلي ارادو ھو مرشد ڏي وڃڻ جو، وات تي ميلي جي ڪري وڃي نڪيس. سيارو ھو، تنھنڪري سنجھي مان ٽي فقير صاحب جي روضي ۾ مراقبو ڪري ويھي رھيس. ويھڻ سان ذڪر وحدانيت جو نشو پئجي ويو، تہ اتي سچل فقير آيو. ھٿ ۾ خنجر ھجيس ترار جي نموني، ڊيگھہ ھٿ ڪن، خنجر جو مٺيو ڳاڙھو ھجي. پيرن جي مٿون ۽ ڪنن جي مٿون خنجر وھايائين؛ ڪوھري ڪياڙيءَ جي طرف ڳنڍيل ڇڏيائين؛ ڪوھري اٿلائي، ڪياڙيءَ ڏي رکيائين: وٽي جو رت ڏڏڪو ڏنو، پيرن کان آڏان پيون وھن، ۽ فرش تي رت وھڻ لڳو، ۽ مان رت وھندي پيو ڏسان! پوءِ ورائي ڪوھري سچل فقير مٿي تي رکي، تيستائين ويٺو ھو. گيڙو جي دستار وڏيل ۽ ڦٽن واريءَ جاءِ سموريءَ مٿي ٻڌائين، ۽ ڪجھہ پڙھيائين، سو سمجھڻ ۾ نہ آيو. دستار ٻڌائي، فقير چپ ڪري ويٺو، تہ ايتري ۾ ھڪڙو مست نمونو ڏسڻ ۾ آيو، جو سچل فقير جي تربت جي سيرانديءَ کان ويٺو ھو. ھو مست تربت جي الھندئون ويٺو ھو. مان سچل فقير کان پڇيو تہ ”ھيءَ ڪير آھي؟“ ورندي ڏنائين تہ ”ھي صوبو فقير،

عاشق، مٺڻ جو ويٺل آهي، جو ڦاهل زلفان تي مجنونءَ وانگي مست هو- هي آهو آهي.“
سادا ٽي پهر رات جا اندر روضي ۾ ويٺل هيس، باقي اڌ پهر رات ننڊ ۾ نشو لٿو. سنيار ٿيم ته مان چڱو ڀلو آهيان. لنگهيا پيو ڳوليان- 'لنگهن کي ته رت کاڻي!' وري فرش ڏي نهاريم، ته آتي رت کاڌ هئي. پوءِ آئيس، ته ٻه اٺ پهر محويت هئي. پوءِ مرشد وٽ وڃي پهتس، ۽ احوال سچل فقير جي روضي وارو سچو کيو مانس. تنهن تي شاهه صاحب چپ ڪئي ڪونه ڪڇيو. جڏهن مان موٽيس، ته سائينءَ پنهنجي طالبن سان صحبت ڪئي ته ”مان آيو ٻه بلوچن ڏانهن هيس؛ ڪوربن اسان کي نه سڃاتو؛ اسان بلوچن مؤن هياسي، وري ٻه ڏکڻ بلوچن ڏي اسان جي وڃڻ جو راز آهي، اسان اوڏاهين وينداسي“- يعني پاڻ خير محمد فقير هيسباڻي بلوچ کؤن فيض ورتو هئائين.)

سائينءَ هڪ دفعي حقيقت ڪئي ته ””بيدل“ فقير وٽ وياسي، تڏهن اسان کي نوڪري هئي. فقير صاحب وٽ پنج اٺ چوڪر ٿلهي تي ويٺا هيا، جو انهن کي پڙهائيندو هيو. اسان فقير کي پيرين پئي، نياز ڪري، ٿلهي تي چوڪرن سان گڏ ويٺاسي، ته فقير صاحب مان ۾ ڪٺي نظر وڌي. ڏسي، چيائين ته 'هڪڙو ڏينهن ٿيندو ته هن وهٽ کي ڇڏيندا، ۽ انهيءَ وهٽ تي سواري ڪنداسي، ۽ گڏ اوطاقي ٿينداسي.“ پوءِ ”بيدل“ فقير جڏهن دنيا منجهؤن چالاڻو ڪيو، ته شاهه صاحب چيو ته ”بيدل“ فقير اچي پڏايو ته 'محمد علي کي کڍيوسي، هاڻي اسان جي سواري وهٽ تي آهي.“

اسان کي ٻه طلب ورتي کؤن پوءِ، ٽائين ورهيه، شاهه صاحب آسمان تي ولي معراج ڪرايو، جنهن جي اڳتي ڳالهه ايندي. پوئين دفعي جڏهن سائينءَ وٽ وياسي، ته سائينءَ اسان کي ٽي مهينا اڳي پڌايو ته ”فولاد اسان ڏي 'بيدل' فقير پيغام قوت علي شاهه جي هٿئون موڪليو آهي ته اسان دنيا منجهؤن جلد وينداسي“. اسان عرض ڪيو ته ”ڪهڙو پيغام آهي؟“ پاڻ فرمايائين ته ”آهو هي آهي:

”دُوالي نوڙ ڪثرت کي، جسم سي اب جدائي ڪر،
تخت پر لا مڪان ڪے بيٺ، 'بيدل' بادشاهي ڪر.“

اسان کي ڏاڍو غم ٿيو. ٽئين مهيني هادي شاهنشاهه لامڪان ڏي پرواز ڪيو. سائينءَ جي وفات کان پوءِ مينهن واءُ ۽ طوفان ٿي ويو، جو هت اسان جي ڳوٺ ۾ الين ٻه ٿيو. علي اڪبر شاهه صاحب جو سوٽ، شراڪت ۽ شريعت جي ڪري، سائينءَ کئون برطرف رهندو هو. سائينءَ جو طريقو رلدي مشرب هو. اهو واءُ، مينهن ۽ طوفان ڏسي، علي اڪبر شاهه رُئڻ لڳو، ۽ چيائين ته ”ارمان جو اسان کي اها خبر نه هئي، جو عاشق عارف اسان جي پر ۾ هيو، ۽ اسان نه سڃاتو!“ هيءَ واءُ ۽ مينهن جو سبب هي آهي، جو عاشق جي دنيا جي جهان مون چلڻ ڪري زمين آسمان رئندا آهن، زمين ڏوڙ وسائيندي آهي. اها خبر سائينءَ جي رحلت جي مشهور ٿي، اسان ٻه وياسي. الله بخش ڪانهر، جو سائينءَ جو طالب هيو، تنهن ڳالهه

ڪئي ته "اڳاري جي ڏينهن، ستين تاريخ صفر مهيني جي، سائينءَ چيو ته 'ورندي منگل ڌائين هٿ ميخالي ۾ صفائي هوندي، ۽ اسان ڪونه هونداسي" پاڻ خوشباش ويٺا هئا. وحدانيت توحيد جي ڳالهه پئي ڪيائون. آخر، تاريخ ١٣ صفر سڀ طالب گهرايائون. لعل ۽ ٻيا سڀ پيا روئن. پاڻ فرمايائون ته "هن مهل نه روئو، جڏهن طوفان ۽ مينهن ٿئي، تنهن مهل روئجو." آخر ١٣ ماهه صفر سن ١٣٢٦ هه جي رحلت ڪيائون. اسان جا سائينءَ جي وفات کؤن آسرا پيا سڀ پلجي ويا. ڪاڏهن دل رجوع نه پئي ٿئي، نه وري صحبت اهڙي ڪاٿؤن پڌڻ ۾ آئي جو دل ريجهي - مثال جئن زالنفان جو مڙس مري وڃي، ۽ هڪ پٽڙو هجيس، ۽ انهيءَ تي آرو رکي پيو اڪاح به نه ڪري ته اهو ڇوکر مڙس ٿيندو ۽ مان کي کٽي ڪارائيندو. پوءِ، اسان تيئن ذڪر الاهي اسم اعظم کي کٽي پاکر وڏوسي: پوءِ انهيءَ مؤن سيڪجهه ٿيو!

سائينءَ جي وفات کؤن پوءِ اسان جو مستن عاشقن ڏي ارادو ٿي پيو - چو ته سائين پاڻ ڳالهه ڪندو هو ته "اسان سان مهرباني مستن ڪئي." نو ورهيه برابر ست پهر اوجاڳو هيو، ۽ هڪ پهر ننڊ ڪبي هئي، ڏينهن جو اصل ننڊ نه ڪبي هئي؛ مگر ٻه دفعا - هڪ دفعو بارهين ڏينهن ستين آسمان تؤن سنڌ نور جلال الله جو ڏسڻ ۾ آيو، جنهن جي ڳالهه ڪري آيا آهيون، ٻئي دفعي وري ائين سال، منجهند ٿورڙي ڪيهل ٿي ته فقير نانڪ يوسف آيو: ٻيا فقير به پويان هجنس، ۽ هٿ کٽي هن ڪلام جو مصرعو پڙهايائين:

"رک عاشق خبرداري، آئي دمدم جي هُشياري،
آئي مرشد ڳالهه موچاري، پيو سڀ پنڌ اجايو."

هن مصرع پڌڻ سان، ٽنڪي ٽنڪي ڪٽ تؤن هيٺ ڪري پيس، ۽ هشياري ٿي ۽ سجاڳ ٿيس. اهي ٻه دفعا، ننڊ به ننڊ نه هئي - اها ننڊ سجائي هئي. ڪائڻ اسان جو، طلب ورتي کؤن پوءِ - ٽي سال برابر ائين پهر ڪائيندا هاسي، صبح جي وقت ۾.

شاهه صاحب کؤن پوءِ ڇهه ورهيه برابر نه ڪنهن جي ميلي تي ويندا هياسي، نه ڪنهن وٽ صحبت ڪاڻ. هڪ دفعي هڪ مست وٽ عشق الاهيءَ ڪاڻ سوالي ورياسي، جنهن جاءِ جي پٺيءَ سان، ٻن هٿن سان، ڪهي ڪُلهي تي اٺ ڏهه ڏڪ زورسان هنيا، جو پين اچي مست کي جهليو، ۽ مان کي پانهن کؤن وٺي آٿاري ڪڍي ويا ته 'فقير هڻ پوليسان نه اچي لهن، تون پاڻ کي خون ٿو ڪرائين!' اهو ٢ تاريخ صفر ١٣٣٢ هه ۾ مست وڙهيو. وري ٽائين صفر ١٣٣٢ هه جي، هادي شاهنشاهه جي ميلي تي وڃڻ جوارادو ٿيو، ۽ ڳوٺئون سنبوري نڪتاسي. آخر ڪُهڙن جي شهر ۾ مست سيد الهه اوباهيو شاهه پٽڏيو هيو، انهيءَ جي پُڇا ڪري، کهڙن جي آترؤن، مقام واري مسجد ۾، مست سيد کي لڌوسي. مسيت کؤن ٻاهر آگر تي ٻيٺو هو؛ لنگ ڪڇ ۾ هيس، ۽ مٿي تي کوهه جي سير هيس؛ سنڱن جو چندو ڳريل هوس. مان گهوڙي پڌي، مسيت جي دروٽ وڃي پهتس، ته

سڏ ڪيائين تہ ”هيڏي آءٌ.“ مان ويس، چيائين تہ ”ڇا ٿو چوين؟ تعويذ لکي ڏيانءِ؟“ نهاري ڏٺم تہ سالڪي اهڙي هيس جو جارا ڪاغذن ۽ مس قلم سان پريا پيا هئا! جيڪو ايندو هو، تنهن کي تعويذ لکي، مٿي جي سور جا ڦيٿا رکندو هو. مان عرض ڪيو تہ ”تعويذ مان پاڻ لکندو آهيان، باقي حال سورو معلوم اٿني.“ جنهن تي ’اقراراً باللّسان و تصديقاً بالقلب‘ جي حديث پڙهيائين، ۽ چيائين تہ ”زباني اقرار ڏي تہ ڇا ٿو چوين؟“ مان عرض ڪيو تہ ”عشق جي ڪنايات ۽ عشق جو امداد ٿئي.“ پاڻ ڦيريون ڏنائين-اهڙيون ڦيريون، جو جيڪا سِر مٿي تي هيس، سا ڪِري پيس! چوڻ لڳو، ”بيشڪ ٿيندو!“ ائين ہ ٽي گهمرا چيائين، ”وڄ، وڄ، وڄ!“ مان اٿي هليس. وري چيائين تہ ”رات نيڪي پؤ... پر ڦڪڙي ڪاهي آيو آهين؟ ... وڄ!“ (گهوڙيءَ جي ٽالي چيائين).

رات جو پڻين پر شهميرفقير پڻيءَ وٽ وڃي نڪس. رات جو توحيدي ڪلام شهميرفقير ٻڌايا، جنهن تي وجد حال سخت ٿي پيو. صبح اتاهون مگرجي پر ميلي تي وڃي نڪس. اتي بہ توحيد جا ڪلام ٿيا. ڪچهري خلق بنگلي جي صفحي پر هئي؛ مان سامهون آواز جي ويهي نہ پئي سگهيس، تنهن جي ورانڊي پر ٻُئي خلق کي ڏيئي ويهي رهيس. مدهوشي هجي، جوش جي حالت، ذڪر خيال ڪلامن سان هڪ ٿي پيو وڃي! ميلو گذريو. ڪجهہ خلق هلي، ڪجهہ هجي. ١٣ صفر جي پيشيَن تي، ٽالي عبدالرحيم ڪوري، جو سائينءَ جو طالب هيو، تنهن کي چيم، ”دل کي حباب آهي سخت، روبرو ڪلام تہ ٿئو ٻُڌي سگهان: هن مهل آواز گهٽي جي ڊرائي تي آهي، هاڻي ڪلام ڪو تون ٻُڌاءِ.“ جنهن تي عبدالرحيم يڪتارو ڪٺي آيو-(خلق صفحي پر هئي، مان اڪيلو ورانڊي پر ويٺو هئس). روبرو منهنجي ڪلام اچي چيائين ”بيدل“ فقير جو.

”رخ رانجهن دا ڪعبا قبلا، عشق دا ٻڌ احرام،
لؤن لؤن دي وچ لبيڪ دي وائي، هُو هُو هل هنگام“.

اهي مصرع چيائين تہ مان بيحال ٿي زمين تي ڪِري پيس، ۽ بيحاليءَ پر پيو هيس تہ مٿؤن سيد الهداوباهيو شاهہ اچي پيٺو. بيهوشيءَ پر چيائين تہ ”هيڏي هوڏي تہ نهار!“ ڏسان تہ مڪو، مدينو، ڪربلا ۽ نجف جا روضا ڏسڻ پر آيا: هرهڪ روضي جي چوٽيءَ پر وڃ جهڙي نور جي رسي آسمان سان ڳنڍيل هئي.

چوڏهينءَ جي رات سڄي بيحالي هئي. صبح جو اٿي هلياسي. ميلي جي خلق سڀ اٿي پوبؤن لڳي. خاندان، مير، سيد-سڀ پئي آيا، ڪنهن تي بہ لظر ڪانہ هجي. گهٽي تائين ڪجهہ پنڌ ڪيوسي، تہ پيو فقير جيڪو ساڻ هيو، انهيءَ چيو تہ ”مرشد! خاندان ۽ سيد پويئون اچن ٿا، انهن کان تہ موڪلايو!“ جنهن تي بيٺاسي. سيني ڊوڙ ڪئي تہ پاڪر پائي موڪلايون، مگر ان وقت وجود ئي پاڪ ٿيل هو، جو انسان جو هٿ لڳڻ بہ نہ پئي وڻيو! تنهنڪري، چيوسين تہ ”پري کؤن موڪلايو، ۽ هٿ نہ لايو“-ڇاڪاڻ تہ هٿ لائڻ سان سخت وجدحال

ٿي ها. پوءِ گهوڙيءَ تي چڙهي آئي هاماسي. مست الهه اوٻاهيو شاهه انهي گهوڙيءَ جي
اڳيان هليو. ٻکو ڳوٺ ٿائين گڏيو هليو. اسان سلام سو پڻي ڪيس. جسڪائين پر اچي وات
تي نڪياسي. اڳي گڏ ڪانڻ رسم هئي، هينئر جيڪو سنگتي هيو سو هن حال ڪؤن نامحرم هيو.
اڳيان ڪير ڪي اوبر ڪري، ڏک پري، مان ڏي سڃيائين. تنهن تي باطل مؤن هڪل آئي ته
”متان اهو ڪير اوبر وارو ڪائيندو هجين، ... ۽ اڳتي اوبر ڪنهن جي نه ڪائجانءِ!“ انهيءَ
ڏينهن ڪؤن وٺي اڄ تائين، اسان اوبر ڪنهن جي نه ڪاڌي آهي. هلندڙ طالب کي ٻه حق
نه آهي جو پڻي جي اوبر کائي. جي کائيندو، ته ذڪر بيهي ويندس ۽ ڏوکو ايندس. مرشد
فنا في الله جي درجي وارو اوبر ڏئي، يا مست عاشق ڏئي، ته اها وٺجي-اها پاڪ آهي.
زماني واري ماڻهوءَ-دنيائي، زميندار، پير بزرگ، شيخ مشائخ-جي اوبر کائڻ اڻين آهي،
جو جڻ ڪتي جي اوبر ڪاڌائين: دل ڪاري ٿي پوندس، ۽ ذڪر نه هلندس! سڀڪنهن انسان
جي وجود ۾ پيو ’وجود حقيقي‘ آهي. انسان تڏهن گهمن ٿا؛ پهلوانيون ڪري، لکي، پڙهي،
آڻ ڪتابن جا ياد ڪري، ته به آهو-هي بوتو ته مٽيءَ جو گهوڙو آهي! حساب ڪتاب،
ويڙهيون، تراربون، هتڻ قرآن جو حافظ ٿيڻ به ’آهو‘ آهي؛ ولايت جو صاحب به ’آهو‘ آهي.
جڏهن وجود چنڊ جي اسم اعظم سان لڪرندو، ته ذات لسوري آهي. جيڪو هن مؤن چنڊ جي
نڪتو، سو معني جو جبرائيل آهي. ماڻهن جي نظر هن بوتي تي آهي. ماڻهو پاڻ جي انڌا آهن.
ته انهيءَ وجود ذاتيءَ کي نٿا سڃاڻن ۽ نٿا ڏسي سگهن. انڌي ڪؤن ڏک ڪير پڇندو؟ هو
وجود ذاتي هن بوتي ۾ اڻين پيل آهي، جڻن ڪير ۾ مکڻ. جڏهن فقير طالب، سڀاهڻ اسم اعظم
جو دل جي چاڏيءَ ۾ مرشد هٿؤن وجهرائيندو، ته پوءِ محڪم ويهي ’دم‘ جي منڌيڙي
سان ولوڙيندو. جيڪڏهن وٽي ڏنائين، ته ڪير ٽري ويندس: وري پيٽي تڪليف اوجاڳي ۽
ٻکن جي ڪندو، تڏهن تپندو! روح جو مکڻ، سيني جي ڪير مؤن نڪرندو. بنا سڀاهڻ جي
ڪير نه ڄمندو، ۽ نه مکڻ نڪرندو. وڏيڪ وقت پيس، ته ڪوڙو ٿي پولدو، ۽ خراب ٿي
ويندو. جيڪو نه ولوڙيندو، ته مکڻ نه نڪرندس. ڏسو ته ساري جهان کي ’دم‘ جي منڌيڙي
جي خبر ناهي: نه ولوڙيائون، ڪير هتن جو ڪري پيو!

## ضميمو

[فقير صاحب جي حال ۽ قال جي خبر سندس خطن مان پڻ پئجي سگهي ٿي، جي هن وقت بوقت
ڪن دوستن احبابن ڏانهن پڻ لکيا آهن. هيٺ اسين انهن خطن مان ڪي اقتباس ڏيون ٿا-مرتب]

-”بعد از حق موجود، واضح هجي ته هتي ڪلي خيريت، اوهان ڏانهن به بفضل-حق عافيت.
اسان جو احوال هيئينءَ ربت آهي: ’پرين جان، پرين جي پچار- انهيءَ پنهي ڪؤن ڦار قادر
نه ڪري ڪنهن کي! توحيد اهو آهي، جيئن عام چائن ٿا ته ’اسان به آهيون ۽ الله به
آهي.‘ دوئي انهيءَ جو نالو آهي، مشرڪي يا بت پرستي اها چائجي. توحيد اهو آهي ته ’اهي

نہ ھجي، رکو الله ھجي.' آسمان تي ھڪ شھر آھي، جو ستين طبقي ان جو دروازو. حديث ان لاءِ آھي تہ "انا مدينة العلم و علي' بابھا". عشق جو اھو ڪتب آھي، توحيد اتان پڑھبو آھي.

"عشق دي مڪتب جولي ويندا، مدھوشي دي سشق لکيندا؛

چوڙ ڪي سوال جواب، مرڻ کنون سو اڳي مرجاوي- (بيدل).

"انھيءَ ملڪ ۾، انھيءَ شمع حقيقت جي پاھرون طواف ڪندي، پرواني وانگي سڑي، عين 'شمع' تي ويندو. توحيد جي خبر انھيءَ کي پوندي، اھو توحيد پاڻ ئي پوندو. بيت رومي صاحب:

"چيست توحيد خدا آموختن،

خويشتن را پيشِ واحد سوختن." - الخ

* * *

-"بعد از اسلام عليکم و رحمة الله وبرکاته، مزاج اعلي بخيريت بالا! 'من احب شيئاً فاکثر ذکره' جي کري اسان کي ہي گفتار چا کري ڏيندي؟ بيت:

"پرين جان، پرين جي پچار-

انون ٻنھي کئون ڌار، قاد رکري نہ کنھن کي.

"آدمي ٽي قسم آھن: اول جنس بھايم، دوم جنس ملايڪ، سوم جنس انبياء.

اول جنس بھايم جي حالات: کائڻ پيڻ، عيش، لذت، بغير عبادت، ھر وقت بدگفتارِ دنيا؛

دوم جنس ملايڪ جي حالات: تسبيح تھليل، صوم و صلوات، خيرات، زڪوات، عبادت بيريا؛

سوم جنس انبياء جي حالات: ھر وقت شوق معرفت الله تعالي، ھردم ذکر اسم اعظم جو شغل.

"قال الله تعالي في القران المجيد، 'ان السمع والبصرو الفواد کلّ' اولئک نہ کان مسئولا'.

"چشم و گوش و قلب گوھر ھاى عرش، خرچ کردي تو خريدى چہ ز فرش؟

حج کردن زيارتِ خانہ بود، حج رب البيت مردانہ بود." - الخ

(٦ فيبروري ١٩٥٦ع)

* * *

-"پيغام عرش اعظم:

"بھر جائيکہ باشي باخدا باش،

ز خود بيگانہ، باحق آشنا باش.

"بعد از حق موجود جي واضح لائح؛ والحمد الله علي کل حين؛ مزاج عاليہ باطن شما تنومند بالا، دائم بتوحيد الاھي دل خورسند بالا؛ از خويش جدا، بحق پيوند بالا!"

[ھن خط ۾ ڪيترا مسئلا سمجھائيندي لکن ٿا]

"١. فلسفہ توحيد- جنھن آدمي حق جو وصل نہ ڪيو آھي، اھو جيئندي مري ويو آھي.

"٢. ماٺھو مال، دنيا، پکيارون گڏ ڪن ٿا، مگر مثل آھن: مٽي کي مال دنيا کھڙي ڪم ايندو؟ جيڪڏھن حياتي گڏ ڪن، تہ تاقيامت ڪين مرڻ!

"٣. آئن پهرين ۾ هڪ دفعو، ڪوبه واپاري دنيا جي نقصان ۽ نفعي جو ليکو ضرور ڪندو ته ڪيترو فائدو يا گهاٽو پيو؛ ڪاغذ لهوندس ته ڇيچن تي ڪُپيندو: انصاف زماني جي ماڻهن جو آهي، ته هڪ سال ۾ يا عمر ۾ پنهنجي عمر ۽ گناهن جو ليکو ڪون ڪن!

"٤. رڍ جي ٽئين چاول گهڻي جي کل ويهه روپيا ۽ ٻڪريءَ جي کل به اڍائي روپيا قيمت ڪري ٿي؛ آدميءَ جي کل هڪ ٽڪي ۾ به ڪانه وڪامي: پوءِ هي آدمي ڇا تي مغرور ٿئي ٿو؟ هن جو ملهه ٽئين چاول گهڻي جيترو به نه آهي. تمثيلاً، جي آدميءَ جي کل لاهجي، عفونت ڪوُن ڳوٺ ماري وجهي!

"٥. اشرف المخلوقات، 'ولقد ڪرّمنا بني آدم' جو حقدار به هي انسان آهي؛ فيل تامور، هن جي حڪمراني: پوءِ صرف ڪيولي ڪَن ۾ گهڙيس، ته ڪهڙو پريشان ڪريس؛ مڇر گهڙيس ته ماري وجهيس!

"هاڻي ٻڌايو ته هت دنيا جي جمع ڪرڻ ۾ اوهان جو ڇاهي؟ ڪهڙا دانشمند آهيو! اها دانائي، حق جي معرفت سواءِ، ڇا ڪري ڏيندي؟ اوهان جو ڏاڏا صاحب ڪيترو نه تارڪ الدنيا هو. اوهان ڪي شمس العلماءُ باطني ظاهري ڪري لکيو ويو آهي، ڇا لاءِ؟ مسٽر جناح صاحب ڪي بادشاهيءَ جو ارادو ٿيو، آخر ۾ پاڪستان جي بادشاهي مليس؟ 'من طلب شيئاً'— جدوجد شمس العلمائي به هٿ ڪرڻ ۾ اها دير آهي." —الخ

(٣ سيپٽمبر ١٩٥٦ع)

* * *

[هڪ طول طويل خط ۾ قنبر صاحب ڪي فلسفا ۽ نڪتا بحث سميت ٻڌائيندي، پڇاڙيءَ ۾ هي نقل ٻڌائيندي خط پورو ڪري ٿو.]

—"شاهه محمود حسن پرست سنڌي غلام خريد يو. ڪڏ تخت تي وهاريائينس. روئي، داد ڪري، تخت تان ڪري پيو. شاهه محمود، عبرت ۾، ايڏي بلنداقباليءَ جي موقعي تي روئڻ جو سوال ڪيس. غلام چيو ته 'مون ڪي امڙ ياد پيئي هئي'! مطلب: ذات ذوالجلال، ماڻهن ڪي شاهه محمود وانگر گهڻوئي غلام مثال ڪڏ ويهاري ٿو؛ مگر 'امڙ' —نفس— هن ڪي ڪيرايو وجهي.

"وحدت گر بگويم تا قيام، صد قيامت بگذرد دين نا تمام.

"اوهان ڪي جيڪڏهن اسان وٽ اچڻ ڪوُن نفس روڪيو آهي، ته پاڻ جاڻو؛ اسان ڪي اشتياق، ته 'جيڪر ملاقات ٿئي'!" (٧ آڪٽوبر ٥٦ع)

* * *

—"سچي ساعت هڪڙي جي ٿئي اڪيان ڏار،
ته ڪر سڀ چمار، ڏٺوسين نه ڪڏهن!

"هوالمقصد ته 'احسن التقويم'، جيڪو قرآن مجيد ۾ اشارو آهي 'خلق الانسان في حسن التقويم'، انهيءَ آيت جي تقرير جيڪڏهن ڪجي، ته عرش عظيم ڪؤن آئون مفاصلي تي پري تقرير وجي نڪري: انهيءَ جاءِ بيجا ۾ بي جهات 'ملکاً کبيرا' ۾ رسي، جتي نه عرش ڪرسي، نه سج نه چنڊ، نه آسمان نه مقرب ملائڪ، نه جن آدمي هماء جي رسد: تنهنڪري انهيءَ حقيقت کي ڪولڻ 'العاقل تکفيه بالاشارة' جي لحاظ سان ڪٿي ويٺي."

[اڳتي هلندي فقير صاحب هنن اکرن سان خط بند ڪيو آهي]

"عشق جو شرح ۽ توحيد جي حالات سان ڪٿي دفتر پرجن، ته به ٿورا، ليڪن اوهان اکثر انگريزي خواندا طوالت ڪؤن ڪاڊائيندا آهيو: ناچار 'تطويل الڪلام' کي 'قليل القال' جو جامو پهرايو ويو." (٢١ جون ١٩٥٦ع)



هر ڪنهن ادب تي جيستائين ڪنهن ٻئي ادب جو اولڙو يا عڪس نه پوي، تيستائين ان کي پنهنجي ادبي ۽ اعليٰ حيثيت جو پورو پورو احساس نٿو ٿئي؛ ۽ جيستائين اهو احساس پيدا نه ٿيو آهي، تيستائين هو پنهنجي روش، رنگ ۽ ڍنگ ۾ ڪنهن به قسم جي ڦيرڦار آڻڻ لاءِ تيار نه ٿيندو- اهي ئي پيرون ۽ اهائي ٻاٽ هوندي.

سنڌي ادب به جيستائين فارسي، عربي ۽ انگريزي وغيره ادبن سان آشنا نه ٿيو، تيستائين منجهس ڪي ارتقائي تحريڪون پيدا نه ٿي سگهيون؛ ۽ جڏهين سنڌ وارن به ٻين ٻولين جي ادب جو گهرو اڀياس ڪيو، تڏهن به پنهنجي ادب کي ٻين جو همسر بنائڻ، بلڪ پنهنجي خصوصيات کي قائم رکندي ٻين ادبن جي ڄڱاين کي به پاڻ ۾ سمائڻ جو جذبو پيدا ٿيو. ۽ اهوئي جذبو ۽ تحرڪ آهي، جنهن اسان ۾ اڳتي وڌڻ لاءِ اتساهه پيدا ڪيو، ۽ قائم رکيو آهي.

هر ڪنهن دور ۾ ۽ هر هنڌ اهڙا انسان ٻئي پيدا ٿيا آهن، جن عام روش ۾ ڦيرڦار ٻئي آندي آهي، ۽ ادب جي شيش محل ۾ مناسب هنڌن تي پنهنجي فنڪاريءَ جو مظاهرو ڪندي، ڪجهه نه ڪجهه رنگيني پيدا ڪري، 'ماني' ۽ 'بهزاد' جي گلڪاريءَ، ڪاڪ جي فنڪاريءَ ۽ ڪرنار جي ڦداي سرفروشيءَ کي ٻئي وڌايو، ۽ حياتيءَ جي لون ڀڄرن جا پالڻ پيٽوا ٿي، وقت سر اهو ڪجهه ٻئي ڏنو آهي، جنهن جي سر دست گهرج ۽ ضرورت ٻئي رهي آهي.

سنڌي ادب ۾ ٻه اهڙيون ليڪ شخصيتون پيدا ٿينديون رهيون آهن، پر لنڊي ٿئيءَ وارا انهن لائق ۽ فائق هستين کان نا آشنا آهن، تنهنڪري لازم آهي ته اسين پنهنجن وڏڙن کي به احسان جي نظر سان ڏسون، ۽ انهن جي ڪارنامن مان به ايتروئي ڪجهه پرايون، جيترو پرائڻ کپي، ته اسان جي فڪر جي پيڙهه سنڌيت تي قائم رهي، ۽ ان جي اوساري ۾ مختلف، مناسب ۽ سهڻين سرن سان عاليشان عمارت جڙندي راس ٿيندي رهي.

محمد سومار شيخ

# مرحوم پير ڀاون علي شاهه "ساقي"

سرزمين سنڌ تي ڪيترن اهڙن گوهرن قدم گهمايا آهن، جن کان سنڌ خواهه سنڌ ين کي فخر حاصل آهي. اهڙن اولين صف جي شخصيتن مان شاهه قادري عليه رحمة جن به آهن، جن سنڌ ۾ اچي، سنڌ کي دين اسلام جي تبليغ سان منور ڪيو. ڪافي غير مسلمن کي دين اسلام ۾ آندائون. بالاخر پاڻ بدين ۾ سڪونت اختيار ڪيائون، ۽ اتي ئي رهي وصال ڪيائون. سندن ئي اولاد، شاهه قادري عليه رحمة بدين جي درگاهه جو سجاده نشين آهي. انهيءَ ئي سلسلي ۾، اسان جي لاڙ جو مشهور درويش پير ڀاون علي شاهه "ساقي" جو والد بزرگوار فقير پير محمد شاهه هڪ خدارسيدو ۽ عالم شخص هو. سدائين سادو سودو گذارڻ، تڏيءَ تي ويهڻ، ۽ سنت رسول الله جي پيروي ڪرڻ سندن معمول متو هو. مريد ڪين سدائين عبادت الاهيءَ ۾ مشغول ڏسندا هئا. پاڻ ڏها ۽ چاليها ڪڍندا هئا. ڏينهن ۾ هڪ وقت چانورن جي ماني ڀاڪري کير سان کائيندا هئا، ۽ بس. اونهاري ۾ اڇي چادر ۽ سياري ۾ ڪاري ڪتي زيب تن ڪندا هئا. وقت جي حاڪمن (انگريزن) جي ڪابه پرواهه نه ڪندا هئا. پاڻ اسي ورهين جي ڄمار ۾، جمعي جي ڏينهن، ۱۹۰۰ع ۾ رحلت فرمايائون. ڳالهه ٿا ڪن ته پاڻ مريدن کي چيائون ته "اسين جمعي نماز اوهان سان اچي ٿا پڙهون"؛ پوءِ حويليءَ ۾ هليا ويا، ۽ وصال ڪيائون؛ پر اڳ ۾ تاڪيد ڪيائون ته "جمعي نماز مهل اسان جو جنازو مسجد ۾ پهچايو وڃي". ارشاد موجب، ائين ڪيو ويو. نمازين جنازي نماز پڙهي، ۽ شاهه قادري عليه رحمة جي مقام ۾ کين دفن ڪيو ويو.

جنهن وقت سائين محمدشاهه جن وصال ڪيو، ان وقت "ساقي" سائين جن چوڏهن ورهين جا هئا. اهي چوڏهن ورهيه پنهنجي بزرگ والد جي سايي ۾ گذاري، گهڻو ڪي حاصل ڪيو هئائون. گهرو استاد جي زير نظر سنڌي، عربي، فارسي، گجراتي، اردو ۽ انگريزي پڻ سٺي نموني سان پڙهي هئائون. چنانچه، سائين محمدشاهه رحه جي وصال کان پوءِ، پير ڀاون علي شاهه جن کي جملي مريدن پڳ ٻڌائي، درگاهه شاهه قادريءَ جو سجاده نشين مقرر ڪيو. پاڻ ڏاڍي حسن تدبر سان مريدن ۽ خادمن سان هلندا هئا. دين اسلام جي تبليغ ڪرڻ سندن خاص مشغلو هو. ننڍي هوندي کان علم و ادب طرف جو چاهه رکندا هئا، تنهن لاءِ

هاڻي ڪين اچا پيار وڌڻ لڳو. علم حاصل ڪرڻ لاءِ سڄيءَ دنيا جو سفر ڪيائون. پنهنجي لئبرريءَ کي پُر ڪرڻ لاءِ پري پري کان ڪتاب گهرايائون. جيڪي قلمي ڪتاب ملي نه سگهيا، سي آتارائي، پنهنجي لئبرريءَ ۾ ضرور آندائون ٿي. انهيءَ علمي چاهه ڪري، سندن لئبرري، جا قيمتي ڪتابن سان اڳي ئي نُسب تي پهتي هئي، سا هيڪاري پلڻ لڳي، ۽ انهيءَ جي لاءِ خاص بنگلي ۾ علحدو ڪمرو ٺهرائڻو پيو.

پير پاون علي شاهه جن ويهن ورهين جي عمر ۾ شعر چوڻ شروع ڪيو. سندن ڪلام نهايت ئي پختو ۽ دلپذير هو، جنهن وقت جي شاعرن کي پاڻ ڏانهن متوجهه ڪيو. آخر وقت ۾ هيٺيان مکيه چار بزرگ سندن ڪچهريءَ جو سينگار هئا: (١) مولوي تاج محمد "مشتاق"؛ (٢) فقير حاجي پير بخش "درويش"، چشتي، قادري؛ (٣) سيد ڪرم علي شاهه لڪياري؛ ۽ (٤) مولوي احمد ملاح. جڏهن پاڻ ۾ گڏجي شعر و شاعريءَ تي بحث ڪندا هئا، تڏهن آخرين صلو سائين "ساقي" جن ڪندا هئا، جو سڀني لاءِ راحت جو باعث هوندو هو. چارئي بزرگ شعر ڳاهي سندن خدمت ۾ آئيندا هئا، جن کي پاڻ درست ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن انهيءَ سلسلي ۾ مزيدار مذاق ڪندا هئا، ۽ شعربازيءَ ۾ بي تڪلف چوٽون هلنديون هيون. مولوي تاج محمد "مشتاق" (جو لوهارڪو ڌنڌو ڪندو هو) سندن گهاٽو دوست هو. حسب معمول، هو هڪ غزل جوڙي سندن خدمت ۾ کڻي آيو. ڪين پسند نه آيو، ۽ پاڻ اهو شعر ڪچهريءَ کي پڙهي ٻڌايائون. ڏاڍي کِل ٿي. پوءِ پاڻ في البديهه هڪ غزل چيائون، جنهن ۾ تاج محمد "مشتاق" کي مخاطب ڪري مٺي چوٽ ڪئي اٿن. اهو غزل هي آهي:

نصيبن ۾ اٿئي اگر ڪهڙا ڪهڙا!
وڃائي هٿن مان گُهر ڪهڙا ڪهڙا!

وڃائي سڄي عمر سالن پر پر،
چُڪيا تو ڏمڻ جا سنگر ڪهڙا ڪهڙا!

وڌائن سڄي عمر، جنهن کي وڃايو،
سخن ساز ٿيندا لوهر ڪهڙا ڪهڙا!

لنيو آهي لعلن کي تو ڏوڙ اندر،
ڪيئي ڪاچ جا هٿ ٽڪر ڪهڙا ڪهڙا!

وِيو ٽڪري شعريءَ جو مادو به تو مان،
ادا، سيڙيا تو مٽر ڪهڙا ڪهڙا!

سڏائي سخن ساز ماڻهن جي مهندا،
ڪلايا تو سر تان سَڪر ڪهڙا ڪهڙا!

هنيو مغز 'مشتاق'، تو جو اجايو،
شعر جي عوض ڏيا پٿر ڪهڙا ڪهڙا!

نه غمگين 'مشتاق' ٿيندو، يقيناً،
سٽي تنهنجا "ساقي" شعر ڪهڙا ڪهڙا!

ماڻهو پئي ڪيليا، ۽ ”مشتاق“ خوش پئي ٿيو. آخر ته سندس مرشد ٿي سندس شعر تي تنقيد ڪري هڪ غزل چٽي رهيو هوا ڪين جڏهن ’لوهار‘ سڏي شعر چيائون، ته بالڪل خوش ٿيو؛ جو ته پاڻ لوهارڪي ڪم ڪري لوهار بہ سڏبا هئا*. اهڙيءَ طرح، ”ساقي“ صاحب پڻ سان بہ ڪيل پوڳ ڪندا هئا، پر ”مشتاق“ سان دل هوندي هين. جيئن شاهه ڀٽائي عليہ رحہ جي ’وڳند‘ فقير سان دل هولدي هئي، اهڙيءَ طرح ”ساقي“ صاحب ”مشتاق“ کي ’وڳند ثاني‘ ٿي سمجهندا هئا.

”ساقيءَ“ جون ڪافي تصنيفون آهن، جن مان ڪيترو حصو سندن موجوده سجاده نشين پير عاليشاهه جيلانيءَ جي ڪمسنيءَ واري وقت ۾ ضايع ٿي ويو. ڪتبخاني مان ڪيترائي قيمتي ڪتاب ۽ ناياب قلمي نسخا ڪجي ويا. مناجات پڙهڻ کان پوءِ ائين محسوس ٿئي ٿو، ڄڻ پڙهندڙ پنهنجا ڪيل ڪرتوت سامهون ڏسي رهيو آهي، ۽ الهن جي معافيءَ لاءِ رحمة للعالمين اڳيان پاڏائي رهيو آهي. اها مناجات شايع ٿيل آهي. سندن ٻي تصنيف ”ساقيءَ جا سخن“ آهي، جنهن ۾ سندن ڪي غزل ۽ ڪافيون، رباعيون ۽ مسدس ڏنل آهن. هي قلمي ڪتاب آهي، ۽ ”ساقي“ صاحب پاڻ پنهنجن هٿن مبارڪن سان لکيو آهي. سندن اها عادت هولدي هئي ته سفر ۾ ڪا بہ ڪافي يا غزل چوندا هئا، ته مريد ڳائڻ لاءِ وٺائڻ ڪٿي ويندا هئا.

سندن تصنيف ڪيل مناجات پڙهڻ سان وار وار ڪالداڙهو وڃي. هوشُو شيديءَ کي سندن گهڻو سارو ڪلام ياد هو، مگر افسوس جو ٿورو وقت ٿيندو ته آهو بہ گذاري ويو؛ تاهم بہ سندن ٿوريل پکوبل ڪلام – ڪافيون، غزل، نظم، وغيره – جيڪي ڪجهہ مريدن کان هٿ اچي سگهيو آهي، سو ”ساقيءَ جا سخن“ جي نالي سان ڇپائڻ لاءِ مون گڏ ڪيو آهي. پاڻ سنڌي نثر ۾ پڻ ڪجهہ مضمون لکيا هئائون، پر اهي سڀ تلف ٿي ويا آهن؛ البت اردو ۾ لکيل هڪ مضمون هٿ اچي سگهيو آهي، جنهن ۾ هڪ هنڌ پنهنجي خاندان بابت سرسري ذڪر ڪيو اٿن. سندن اهو اردو مضمون، ۽ ڪجهہ فارسي ۽ اردو جا اشعار پڻ ”ساقيءَ جا سخن“ ۾ شامل آهن. پنهنجي بزرگن جي تحرير ڪيل ڪن قلمي نسخن جي مدد سان، هڪ فارسي ڪتاب پڻ تصنيف ڪيو هئائون، پر هن وقت اهو ناپيد آهي.

پاڻ شڪار ڪرڻ جا بيحد شوقين هئا، ۽ نشاني وٺڻ ۾ خاص مهارت هئن. پاڻ نهايت وجيهہ ۽ حيرت جي حد تائين حسين هئا. سندن مريدن ۾ هيءَ روايت عام آهي ته ڪڏهن پاڻ

---

* مولوي تاج محمد ”مشتاق“ هڪ وڏو علم دوست ۽ عالم هو. ”الشفاع“ رسالو ڪڍندو هو. ان مقصد لاءِ پنهنجي پريس پڻ قائم ڪئي هئائين، جنهن جو مستري ۽ ڪمپازيٽر بہ پاڻ هو. پاڻ پهرين بدين ۾، ۽ پوءِ ”ساقي“ صاحب جي وفات تي راڄي خاناڻي ڳوٺ ۾ وڃي رهيو. وڏو پرهيزگار شخص هو. پاڻ ته چڙيو، پر پنهنجي پٽ کي بہ سواءِ ماني ۽ پاڻيءَ جي ٻي چيز کائڻ نہ ڏيندو هو. چوندو هو ته ”انسان لاءِ سواءِ پاڻي ۽ ماني کائڻ جي ٻيو حرام آهي!“ (سندس سوانح عمري، صفحي ۴۴ تي ملاحظ ڪريو)

اونداهيءَ ۾ ويڳل هوندا هئا. ته ٻه ٻه پاسي ۾ ويڳل ماڻهو سندن اوڙاني منهن مبارڪ ڏسي سگهندا هئا- جيتوڻيڪ ساڳئي وقت ٻيا ماڻهو هڪ ٻئي جو پاڇو به ڪين پسندا هئا. ڪن ٻر پاسي وارن پيرن جي سائن ڪاڻ ٻوندي هئي؛ ٻر تڏهن به پاڻ انهن سان ايترو ضد نه رکندا هئا. پاڻ صابر ۽ شاڪر هوندا هئا.

سائين "ساقي" جن، ڦوهه جوانيءَ ۾، تاريخ ١٩ آڪٽوبر ١٩١٨ع تي هن فاني جهان مان رحلت ڪري، جاويد وطن جا رهواسي ٿيا. سندن تربت تي سنگمرمر جو عاليشان ڪنهڙو چڙهيل آهي، جنهن جي مٿان شاهه قادري رحه ۽ سندن پيشرو سجاده‌نشين وانگي ڪچيءَ مٽيءَ جو گنب لهيل آهي، ۽ ان تي ڪيترائي ڪتبا اڪريل آهن.

پاڻ جنهن وقت وصال ڪري رهيا هئا، ان وقت سندن فرزند ارجمند پير عاليشاهه صاحب جيلاني اڃا ٽن ورهين جو معصوم هو، ۽ الهيءَ ئي عمر ۾ پنهنجي والد بزرگوار جو مسند نشين بنيو. هن وقت ٻڻ پير عاليشاهه صاحب جن بدين جي درگاهه شاهه قادريءَ جا سجاده نشين آهن. ڪين ٻڻ شعر و ادب سان انس ۽ دلچسپي آهي.

سائين پاون علي شاهه "ساقيءَ" جي ڪلام مان، نموني طور، ڪي جواهر پيش ڪريان ٿو.

(غزل)

●

هٿاسون موت تي راضي، رضا ڪي چا ٿيو حاصل،
اسان ڪسي ماريو محبت، قضا ڪي چا ٿيو حاصل؟
ڪري ها لرم- دل ان ڪي، ڏنئين جنهن حسن جي دولت،
بنائي سنگدل بت ڪسي، خدا ڪي چا ٿيو حاصل؟
تي آهي نيم- بسمل دل، صنم جي تيغِ ابرو سان،
رهي سا ڦٿڪندي دل، دلربا ڪي چا ٿيو حاصل؟
شڪايت آهي مينديءَ سان، مَکيان پيرن کي خونِ دل،
عبث ٿيو موت عاشق جو، حنا ڪي چا ٿيو حاصل؟
اسان کي نينهن جي ناوڪ، ازل کان آهه ڪيو پورو،
سندءِ پيڪانِ مژگان جي شنا ڪي چا ٿيو حاصل؟
اسان پيالو فنائيءَ جو، ڪيو حاصل حبين کان،
اي "ساقي" تنهنجي هن جامِ بقا ڪي چا ٿيو حاصل؟

●

ٿيا پيدلن تي ظلم کهڙا کهڙا!
ڪيا تو اسان تي ستم کهڙا کهڙا!
لگهِ ناز جاني لشالو اسان کي،
ٿا ڪن تيرِ مژگان زخم کهڙا کهڙا!

سنڌ ۾ يار فرقت ۾ گذريا اهان تان،
الم ياس حسرت ۽ غم کهڙا کهڙا!!
اهو طالع دل آذاسي نه ويندو،
پيا جنهن کي زلفن جا خم کهڙا کهڙا!!
ڦيري دل نه توکان، مثل قطب جي سا،
ڏسون پيل جهان ۾ صنم کهڙا کهڙا!!
ليکي وصف تنهنجي نه مهرو سگهان ٿو،
لکي داستانا قلم کهڙا کهڙا؟
رهيو ڪوه فرهاد، وامق نه مجنون،
ويا ٿي زمين ۾ ختم کهڙا کهڙا!
فريدون، جمشيد، دارا، سڪندر،
ويا خاڪ ۾ ٿي ختم کهڙا کهڙا!
اچي آتشِ عشقِ جانان جي اندر،
بنايئي اي "ساقي" نظم کهڙا کهڙا!

(ڪافيون)

اج نه عجيبن جي ٻه اڇڻ جا، عهد ڇوان انجام ڇوان!

قامت زيبا سرو صنوبر، لب مرجان، دلدان مثل دُر،
وار واسينگن وانگي وشهر، زلف ڇوان يا دام ڇوان!

چاه زکن يا چاه ڪنعاني، آرزو آهن سوسن ثاني،
ابرو مصفا عيد نشاني، چشم ڇوان يا بام ڇوان؟

رخ محبوبي ماه منوّر، زلف عنبر-بُو، سياه سراسر،
ڪيئن ٿيا آهن هي ٻه برابر- صبح ڇوان يا شام ڇوان؟

نظر نهوڙيو آهي عجيبن، طاقت ناهي ڪا ٻه طبيبن،
هام هڻنين ۾ هنئي حبيبن، "ساقي" ڇوان صمصام ڇوان؟

*

وهن ناز مان ليڪ نازڪ نماڻا، جڏهن ٿا ٻون ياد مون کي اباڻا.
عمر ڪيم تون مون کي، ميهڻن سان مار،
اٿم ياد سيني ۾ سهڻا سنگهار:
ڏسان شال پنهنجا پکا پڊ پراڻا.

سپر سومرا تو کيو هي کلور،
مون کي قيد کاري، ڏيهاين کان ڏور؛
کنديس آءٌ کن سان، مارن ريءَ ماڻا.

وسي مينهن کيا ٿر مٿي ربج ريلا،
پنهوارن جي پاسي پڏا پوهه پيلا،
ڦلاريا وريءَ ڦوڳ مکڻيون ساندڻا.

منهنجا ماروئڙ کي سڏا ڏيج "ساقي"،
نياپا ٿڏر نيڻ واهي فراقي -
کنديس آءٌ کيرڻ ۾ تر ٿاک ٿاڻا.

## مناجات*

الف - اول آس آهيم در ڏنيءَ جي دائما،
تو بنا پيو کير سنڌو ڏک پريو احوال ما،
ٿو گهران جيکي آميدون تو دران، تون کر عطا،
سرفرازي ڏي سدا، تون يا نبي بخشين خطا:
يا محمد مصطفيٰ، هي عرض منهنجو دمبدم،
ٻن جهانن ۾ خدا کارڻ رکو منهنجو شرم!

ف - فکر دنيا کنان کر قلب منهنجو صاف صاف،
قلب تان کارا کنر، کر دور منهنجي تؤن غلاف،
تن دزلدن کي دفع کر، جي هجن منهنجي خلاف،
سوال سڻ سيد سچا، عالي نسب، عالي شراف:
يا محمد مصطفيٰ هي عرض منهنجو دمبدم،
ٻن جهانن ۾ خدا کارڻ رکو منهنجو شرم!

ي - يقين آهم عنايت ۾ اوهان جي يا ابي،
آهي "ساقي" سگ سنڌ، درگاهه تنهنجي يا نبي،
تنهن مٿي رک مهرباني، مهر پنهنجي يا لبي،
عزت عقبا ۾ دنيا ۾، رک تون منهنجي يا لبي:
يا محمد مصطفيٰ، هي عرض منهنجو دمبدم،
ٻن جهالن ۾ خدا کارڻ رکو منهنجو شرم!

---

* هيءَ مناجات ٻه حرفيءَ کان پڻ مٿي آهي؛ هتي نموني طور، وچان وچان، کي بند پيش کيا ويا آهن.

يا نبي تنهنجي ثنا خواني ڪندي ڇا هيءَ زبان،
ڇا بشر کي آهي طاقت جو ڪري وصفون بيان،
خود خدا تنهنجيءَ صفت ۾ آهي ڪيو نازل قرآن،
تون ته ٿين آدم منجهان، آدم ٿيو تو مان عيان:
يا محمد مصطفيٰ، هي عرض منهنجو دمبدم،
ٻن جهانن ۾ خدا ڪارڻ رکو منهنجو شرم!



*مُرغِ دل چو ٿو روئين، هت روئڻ آهي منع،
غمزدن جي دالهن دلبر وٽ سڏڻ آهي منع.
بوسهٔ دلبر سلي، سر سؤ دفعا صدقي ڪريان،
عشق جي مذهب ۾ مستن کي سُڏڻ آهي منع.
هت رواج آهي اصل، اي مرغِ دل ارمان نہ ڪر،
تيغ ابرو جي شهيدن کي چرڻ آهي منع.
لعش کي ٺوڪر هڻي، ان سنگدل منهنجي چيو،
عشق جي مقتل ۾ دست و پا هڻڻ آهي منع.
نوش ڪر جامِ شهادت تشنگيءَ جي واسطي،
شربتِ لب توکي گر "ساقي" ٻڌ آهي منع!

* هي غزل "ساقي" صاحب جن، بهادرشاهه "ظفر" جي هڪ اردو غزل "مرغ دل مت روؤ" جو ترجمو ڪري جوڙيو آهي.

پير محمد قريشي

# آخوند لطف الله "لطف"

آخوند لطف الله ولد آخوند اسحاق جا وڏا اصل مسقط جا رهاڪو صديقي قريشي هئا، ۽ غازي محمد بن قاسم جي زماني ۾ اچي ديبل بندر جي شهر ۾ سڪونت پذير ٿيا. عربي تعليم ڏيڻ سندن خاص ڌنڌو هو. رفتي رفتي، انهن آخوندن جي اولاد مان ڪي خاندان سنڌ جي جدا جدا شهرن ڏي لڏي ويا، ۽ درس تدريس جو ڪم ڪندا رهيا. انهن مان هڪڙو خاندان "سن" جي شهر ۾ وڃي رهيو، جنان مير غلام علي خان ڪين گهرائي حيدرآباد ۾ رهايو، ۽ پنهنجن ٻارن جي تعليم ۽ تربيت سندن حوالي ڪئي. انهيءَ وقت کان وٺي اهي آخوند، مير صاحبن جي ٻارن کي پڙهائيندا هئا، ۽ سندن اهل النساء وري مير صاحبن جي ديرن کي پڙهائيندا رهيا.

انهن سنائي آخوندن جو وڏو غازي بن سعد هو، جنهن جو فرزند آخوند عبدالڪريم، حديده (عربستان) جي وڏيءَ درگاهه جي بزرگن پاران، سنڌ لاءِ خاص خليفو هوندو هو، ۽ مير ڪرم علي خان جي دور حڪومت ۾ ڪارداريءَ جو عهدو به هوس. اهو محلو حيدرآباد شهر جي ڪياٽي ٽنڊي سان لڳو لڳ هڪ قديم محلو آهي، جنهن کي "شيرالي آخوندن جو محلو" يا "آخوند عبدالڪريم غازيءَ جو محلو" به سڏيندا آهن.

آخوند لطف الله جي ولادت سن ۱۸۸۲ع ۾ حيدرآباد ۾ ٿي. ابتدائي تعليم جا مرحلا طي ڪري، عربي ۽ فارسي تعليم جو به مطالعو ڪيائين. هندي ۽ سنسڪرت ٻولين تي به چڱي دسترس هيس. پهريائين هو آخوند محمد صديق جي مڪتب ۾ پاڙهيندو هو، جتان پوءِ لوڪلبورڊ جي طرفان ابتدائي ماستر مقرر ٿيو. چنيجن، نصرپور، تاجپور ۽ ٻين ڪيترن هنڌن پنهنجي نوڪري بلڪل سٺي نموني ادا ڪيائين. پڇاڙيءَ ۾ ٽنڊي ولي محمد اسڪول ۾ (جو هاڻي قاضي عبدالقيوم اسڪول سڏجي ٿو) هيڊ ماستر مقرر ٿيو. نوڪريءَ واري وقت ۾ طبابت جي ڪم سان به دلچسپي هوندي هيس.

آخوند صاحب چڱو نثر نويس، نظم گو، ۽ ذوق سليم جو مالڪ هو. سندس قابليت، سندس ڪتاب "جانعالم ۽ انجمن آرا" عرف "گل خندان" مان ظاهر آهي. اهو ڪتاب اصل "فسانهٔ عجائب" هنديءَ تان ترجمو ٿيل آهي، پر ترجمو اهڙو ته عمدو ٿيل آهي، جو منجهانئس نقل جي بوءِ اصل ڪانه ٿي اچي: اگرچ تصنع کان خالي نه آهي ۽ ڪٿي ڪٿي سندس عبارت سنڌي وضع کان ڦيري ويئي آهي، ته به منجهس سجع ۽ تڪبندي بلڪل وڻندڙ آهي. ڪتاب

جي اهميت جو سبب هي آهي، جو اهو سنڌي نثر جي اوائلي ڪتابن مان آهي. سنڌ سرڪار اهو ڪتاب ڏسي پسند ڪيو، ۽ ڪين ٽي سو رپيا (جي هن وقت جي لحاظ کان ٽن هزار جي برابر آهن) انعام ڏنو؛ آئينده لاءِ ڪتاب جو حق تصنيف به سنڌس نالي ڪيو ويو، ۽ ان کي سرڪاري طور اسڪولن ۽ ڪاليجن جي ڪورس لاءِ منظور ڪيو ويو، جو هن وقت بي. اي. ۽ ايم. اي. جي ڪورس تي رکيل آهي.

آخوند صاحب جي اڪثر ڪري مرحوم هزهائينس مير عبدالحسين خان "سانگي" ۽ مرحوم شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جن سان رس-رهاڻ هوندي هئي. جڏهن آخوند صاحب ڪتاب "گل خندان" تيار ڪري مرحوم هزهائينس صاحب کي ڏيکاريو، تڏهن مرحوم ڪتاب پڙهي بلڪل پسند ڪيو ۽ پنهنجي پسنديءَ جو داد هيٺين شعرن چوڻ سان ادا ڪيائين:

| | |
|---|---|
| لطف الله جو ترانو آهه، | 'جانعالم' جو هي فسانو آهه؛ |
| مترنم ٿيا شائقين هن تي، | "گل خندان" جو ٿيو زمانو آهه؛ |
| رهي 'افسانهء عجائب' ويو، | هن طرح هرڪوئي روالو آهه؛ |
| لال رخسار نازنينن تي، | خال دانهء فريب دانو آهه؛ |
| 'ماه طلعت' ڪئي به غمزده و ناز، | ڪيڏي طوطيءِ ويو شهالو آهه؛ |
| ڪئي اچ آهه 'انجمن آرا'، | "سانگي" دنيا سڄي بهانو آهه! |

آخوند صاحب سن ۱۸۹۸ع ۾ نوڪريءَ کان فارغ ٿيو، ۽ باقي حياتيءَ جو وقت باقاعدي طبابت جي ڌنڌي ۾ گذاريائين. پاڻ طبابت جي ڪم ۾ هوشيار هئا، ۽ سوين ماڻهن کي ڪيترن موذي مرضن مان الله تبارڪ تعاليٰ جي فضل و ڪرم سان ڇڏايائين. بعضي ڪو غريب مريض وٽن لنگهي ايندو هو، ته توڙ تائين ان جي دوا بنا پيسي وٺڻ جي ڪندو هو. ان سان گڏ، پنهنجي شعر و شاعري کي به نه ڇڏيائين. ڊسمبر ۱۹۰۲ع ۾ داعيءِ اجل کي لبيڪ چئي الله تعاليٰ جي حضور وڃي حاضر ٿيو-انا لله و انا اليه راجعون. ڪيس ٻه فرزند ۽ هڪ ليائي هئي. وڏو پٽ محمد اسحاق-جنهن تي سنڌس ڏاڏي جو نالو رکيل هو-ڊپٽي ڪمشنر جيڪب آباد جي آفيس ۾ سيڪنڊ منشي هو، ۽ سن ۱۹۱۸ع ۾ ڪنڌ ڪوٽ ۾ گذاري ويو. ٻيو پٽ ميان محمد حيات قريشي (ولادت: ۵ مارچ ۱۹۰۳ع) حيدرآباد ميونسپل اسڪولن ۾ ماستر هو، ۽ هن وقت پينشن تي آهي.

مرحوم آخوند صاحب جو ادبي ذخيرو، جنهن ۾ سنڌس شعر، نعتون، مناجاتون ۽ مضمون موجود هئا، سو سنڌس وڏي فرزند وٽ هو. ان جي وفات بعد جيئن ته آخوند صاحب جو ٻيو فرزند اڃا ٻار هو، تنهنڪري سڀ ڪتاب رلي ويا. فقط هڪ نسخ جات جو قلمي ڪتاب، هڪ ٻه رباعيون ۽ مناجاتون موجود آهن. افسوس جو اهڙو املهه ادبي ذخيرو ائين رلي ويو! سندن مناجات ۽ شعر جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

لطف ڪر يا رب مون تي، مصطفيٰ جي واسطي،
صاف رک سينو سندم، صدق و صفا جي واسطي؛
تنهنجي بخشش ۽ عطا جو بحر بي پايان آهه،
ڪر عفو مون تي گنهه، پنهنجي عطا جي واسطي؛
مون ڪيا عصيان بيحد، چوڻ چارو ناهه ڪو،
محو سي ڪر پنهنجي ذاتِ ڪبريا جي واسطي؛
نفس جي خاطر لڳي مون عهد سڀ تنهنجا ڀڳا،
آسريسوند آهيان تنهنجي وفا جي واسطي؛
رک صداقت سان منهنجو قلب ۽ سينو صفا،
تنهن سچي صديق اڪبر با صفا جي واسطي؛
نفس شيطان تي مون کي غالب سدا رک ۽ قوي،
حضرتِ فاروق عادل بيريا جي واسطي؛
ڏي حيا ۽ حلم پڻ ايمان سلامت منهنجو رک،
'جامع القرآن' تنهن صاحب حيا جي واسطي؛
زهد ۽ طاعت عبادت تي مون کي رک مستقيم،
حاميءِ دينِ نبي، صاحب لويٰ جي واسطي؛
ڪر سندم سيني کي تون مخزن... اسرار جو،
'بابِ شهرِ علم' تنهن مشڪل ڪشا جي واسطي؛
صبر ۽ ايمان ۽ تقويٰ منجهان ڀاڱو ڏيار،
صابر و معصوم حسن المجتبيٰ جي واسطي؛
چشمهٔ ڪوثر مان مون کي جام جنت ڪر نصيب،
تشنه لب حضرت شهيدِ ڪربلا جي واسطي؛
دين ۽ دنيا ۾ منهنجو يا الاهي ستر رک،
تنهن جگر گوشِ نبي خيرالنسا جي واسطي؛
منهنجي تون اولاد کي نعمت سعادت ڪر نصيب،
اهلبيتِ طاهر و آلِ عبا جي واسطي؛
دين و دنيا جا سندم آسان مشڪل ڪر سڀئي،
شاه محيءُ الدين قطب الاوليا جي واسطي؛
"لطف" تنهنجي در مٿي آهي سدا اميدوار،
آهه سو سائل سندءِ لطف و سخا جي واسطي!

●

هر هر ٻجان ٿي ھنڌڙا منٺار ٻار ڪاڻ، مشڪل ٿيم گذارڻ دلدار ڌار هاڻ.
ڇڏ ڪيم تون ڇير ترو ۾ نہ هيءَ ٿڪي، ڪولي نيو قطاري ڪيچي قطار ساڻ.
خوش هوس، هوس جڏهين ڪوڻ عشق بيخبر، آلي قدم ڏکن جي ڏولي ڏوار ساڻ.
هوءَ جا تري نہ جاڻي، گمراهہ منجهہ ڪسن، ڏ ٻکاريو ٻلي ۾ ڪي ٻيلو ٻنار ٻاڻ.
جيڪر اچين، ٻلائي، منهنجي اڱڻ عجيب، ڪربان نثار توتان قربان ٻار ٻاڻ.
هن بحر ۾ سخن ڪي ذوقافيتين جوڙ، دُرِ سخن سياڻا هيئن آبدار آڻ.
جا ”لطف“ رمز سهڻي هن شعر ۾ سٺي، ڪُل ڪان ڪمر تنهين ڪي تون هوشيار جاڻ.

(”سنڌ سڌار“: ڊسمبر ١٨٧٦ع)

●

جيئن گهورن سان دل کي گهائين ٿو، تيئن سڄڻ سهڻا ساهہ کي سهائين ٿو.
چا هي سورج ۽ چنڊ چوڏهينءَ جو، هڪ جلوي سان پنهي جهپائين ٿو.
سڌ سڌ سرڪش تون سڄڻ هر ساعت، ناز نيڻن جي سان نمائين ٿو.
راءِ رانجهون ونيو رقيبن جي، ڪيئن نمائن ڪان اچ نٽائين ٿو!
ڏيئي دلاسا دليون کسي، دلبر، سيٽ محبت وري مٽائين ٿو.
رس- رهائيون رکيو رقيبن سان، عاشق ڪي سڄڻ سڪائين ٿو.
ٻي ٻهرين وصل جا ڏيو وعدا، ٻوءِ گوشو ڪري ڪسائين ٿو.
عاشقن کي عتاب جي منجهہ آگ، جيءَ جڙٻا جي جگر جلائين ٿو.
قرب جي عاشقن جي قلبن ۾، راز ڪنهن رمز سان رلائين ٿو.
حلقہ درگوش جڳ ٿئي، جاني، هر طرح حڪم اچ هلائين ٿو.
عبد ٿي اچ عجيب منهنجي اڱڻ، پرت جا پير پر جو پائين ٿو.
سچ سخن ۾ ادا سخن- پرور، ”قاسما“ ڪيميا ڪمائين ٿو.
ٿي مشفق ۽ مهربان مٺا، اون جڏهين ”لطف“ سان لائين ٿو.

(”سنڌ سڌار“: سيپٽمبر ١٨٨٠ع)

●

ڪيو دور فلڪ جي يار ڪان مون ڪي جدا امشب،
لکيو تقدير ۾ حرف جدائي جو قضا امشب.
سواد زلف دلبر جي لکيو خط سياهيءَ جو،
تہ صبح وصل جو آخر ڪندو ظاهر ضيا امشب.
دل مجنون سان يارو اچي منهنجي ٿئي ياري،
تہ وحشت ڪان ٻهر لحاظ ڪري التجا امشب.

ڀڃيو تسبيح ۾ ڪو عقد شڪل بي جميعت،
ته عارف ورد ڏو شيڻو ڪيو ويڻو قضا امشب.
نه هو مشڪل مگر تسبيح جو هو عقد لا ينحل،
طبع ڪي عارفن جي هٿي نه تلقين رضا امشب.
مگر منصور جو ناحق ڏنائون سر مٿي سوري،
نه ڀرجهيم هن حقيقت ڪاڻ تعبير قضا امشب.
ٻه ٻندي هجر اين 'مهجورا' تا ڪٿي پسندي تو،
ٻعزما ٻهر درمان مخزون دوا امشب.
نه هو ڪو "لطف" ڪي هرگز خيال وصل دلبر جو،
مگر دفع بلا ڪارڻ گهري ٿي دل دعا امشب.



دين محمد "اديب"

# ماستر امير علي شاهه مرحوم شڪارپوري

استاد مولانا حاجي الاهي بخش مرحوم جن ذڪر ڪيو ته

"شڪارپور ۾ فقير خيرمحمد ثاني ايران جو هڪ درويش رهندو هو، جو سيربنديءَ جو ڪم ڪندو هو. اهو انگريزن جي حڪومت جو ابتدائي زمانو هو، جنهن ۾ اڃا فارسيءَ جو اقتدار هو. فقير صاحب فارسي علم جو گوهر هو، ان ڪري وٽس ڪيئين طالب فارسي پڙهڻ لاءِ ايندا هئا. فقير صاحب وٽ جيڪو پڙهڻ لاءِ ايندو هو، ان کي چوندو هو ته ڇهه مهينا تائين ڪاهي منهنجي باغيچي کي پاڻي ڏي، ته پوءِ پڙهايائين. ان آزمائش کان گهڻائي طالب ڀڄي ويا؛ ڀر جن قبوليو، سي وري توڙ نباهي نه سگهيا ۽ ڇهن مهينن کان اڳي ئي ڀڄي ويا. ان ڪري، ڪانئس ڪو به طالب مستفيض ٿي نه سگهيو.

"سيد امير علي شاهه ۽ ٻيو هڪ هندو ـ ٻئي، صدق جو سندرو ٻڌي، نار کي گيڙڻ لڳا. ٽن مهينن کان پوءِ هندو ڀڄي ويو، پر شاهه صاحب بدستور اڪيلو نار گيڙيندو رهيو. شاهه صاحب جي صداقت ڏسي، هڪ ڏينهن فقير خيرمحمد چيس ته 'بابا، مون کي باغ جي ضرورت نه آهي، سچي ۽ ڪوڙي طالب جي پرکا لاءِ اهو نار مقرر ڪيو اٿم. هندو ڀڄي ويو، ته به تون اڪيلو نار پيو ڪاهين: هاڻي تنهنجو امتحان ختم ٿيو، اڄ ته فارسيءَ جو فارس ڪرايائين'. فقير صاحب اڳين جا ڪتاب ڪونه پڙهائيندو هو؛ نثر خواهه نظم پنهنجو لکي، شاهه کي پڙهائيندو هو. آخر، شاهه صاحب سندس تعليم جي ذريعي فارسيءَ جو انشاپرداز ۽ شاعر ٿيو. پوءِ شاهه صاحب حيدرآباد ٽريننگ ڪاليج ۾ پڙهڻ آيو. تعليم کاتي جو ڪو وڏو آفيسر اتي آيو، ان جي مدح ۾ فارسي قصيدو تصنيف ڪري پيش ڪيائين، جنهن جي صلي ۾ ڪيس ريشمي لونگي ۽ ٻه سؤ روپيا (يا وڌ گهٽ) مليا."

شاهه صاحب خيرپور ناٿن شاهه ۾ هيڊ ماسٽر ٿي آيو. وٽس گهڻن ئي فارسي شروع ڪئي، پر ڪامياب ڪو به ڪونه ٿيو؛ باقي صرف مرحوم ماستر ميان محمد اعظم ڪامياب ٿيو، ۽ نثر خواهه نظم ۾ استاد جو نمونو ٿيو ـ ايتريقدر جو علمي حلقن ۾ نظم ۾ استاد جو پايو، ۽ نثر ۾ شاگرد جو پايو بلند تسليم ڪيو ويو. هيريءَ ۾، خيرپور ناٿن شاهه ۾، ميان امير علي شاهه، سيد پناهه علي شاهه پوليس انسپيڪٽر وٽ آيو هو، جو ان جو استاد ۽ شايد عزيز به آهي. مون اتي سندس زيارت ڪئي هئي. سندس وضع قطع عالمانه هئي.

سندس هڪ منظوم نسب نامو فارسيءَ ۾ هو، جو قصيدي جي نموني تي لکيل هو، ۽ ان جي قافيه جو پويون حرف "ل" آهي. اهو نظم مولانا حاجي الاهي بخش ۽ ماستر ميان محمد اعظم کي ڏيکاريو هئائين. هن بزرگ جو ٻيو ڪلام ڪهڙو آهي، ۽ ڪيترو آهي، ان جي تلاش ڪرڻ گهرجي. اميد ته شڪارپور جا علمي دوست ان گنج جو نشان ڳولي ڪيندا ـ

"داديم ترا ز گنج مقصود نشان، گر ما نرسيديم، شايد، تو رسي!"

دين محمد "اديب"

# ماستر محمد اعظم "اعظم" مرحوم

هيءُ بزرگ خيرپورناٿن شاهه جو رهاڪو هو. سنڌي فائينل پڙهيل هو. فارسي معدن جو گرانمايه گوهر، بينظير انشاپرداز ۽ بلندپرواز شاعر هو. طبيعت جو صالح ۽ دينڌار هو. مولانا حاجي بخش وٽس اسڪول جي زماني ۾ فارسي سکيو. مولانا صاحب اگرچ عربي پڙهيل هو، تہ بہ هو پنهنجي طرز تحرير کي ان کان وڏيڪ سمجهندو هو.

"اعظم" جو سنڌي ڪلام گهڻو هو، پر گم ٿي ويو. مون سندس فارسي ديوان پڻ نقل ڪيو هو، پر اهو مون کان گم ٿي ويو؛ ۽ فارسي قصيدا مولوي محمد ابراهيم جماليءَ کان گم ٿي ويا: اٿين جملي ڪلام هڪوجي گم ٿي ويو.

اسان جي استاد مولانا الاهي بخش ڏي 'عتاب نامو' لکيائين تہ تون "اسان ڏي اچين ٿي ڪونہ ٿو". طبع جو سخت تيز هوندو هو. مولوي صاحب لکيس تہ "اوهان منهنجي طلب ٿي ڪانہ ڪئي، نہ تہ آءٌ اچان ها"; ان جواب جي آخر ۾ هي بيت لکيائون:

"بلبل زادب پا نہ نهد در صف گلزار، تا گل بطلبگاريءِ اولب نکشايد".

جڏهن محمد اعظم کي اهو خط پهتو، تڏهن ان جو منظوم جواب لکي موڪليائين، جنهن جا ڪي بيت هي آهن:

اي بلبل بي‌شوق! ترا خوالد بسي گل، ني آمدي و از گل بدبوئي تو داري;
من جاهل و تو عالم و استاد هم عالم، اين نفرت از جاهل زان روئي تو داري;
صد حيف که از "اعظم" استاد پريدي، با اصغر پيولد نجوشخوئي تو داري.

مرحوم محمد اعظم لهايت خوددار ۽ مستغني هوندو هو. نهايتئي حال-مست ۽ فاقہ-مست هو. سيد امير علي شاهه راشدي، پٽ سرائين واري، ماٺهو موڪليس ۽ لکيس تہ مون کي اچي فارسي پڙهايو. ماستر صاحب جواب ۾ لکي موڪليو "هڪهار جو شرط منهنجي طرفان ڪونهي؛ فقط هڪ شرط آهي، اهو پورو ڪري سگهو تہ آءٌ اچي پڙهايان. اهو هي آهي تہ 'شاگرد ۽ استاد ۾ فرق هجڻ گهرجي، يعني شاگرد هيٺ ويهندو ۽ استاد مٿي'." جڏهن پير صاحب کي اهو خط پهتو، تڏهن فرمايائون تہ "اهو شرط بلڪل واجبي آهي ۽ مون کي ان جي تعميل

ڪرڻ ۾ ڪاٻه هڪ نه آهي، ۽ مريد ائين ڪرڻ ڪونه ڏيندا". مولوي حڪيم قادربخش شيخ، پينشنر، سنڌيءَ جو ماستر، ميرپورخاص وارو، به مرحوم ميان محمد اعظم وٽ فارسي پڙهيو، ۽ خيرپور مان بدلي ٿي ڏوڪريءَ ويو ته اتي مولوي فيض محمد صاحب وٽ عربي پڙهي مولوي ٿيو.

ماستر صاحب جي عمر لوي ورهين ڪان وڏيڪ هئي. اڪين ڪان معذور ٿي ويو هو، تنهنڪري امرتسر مان اکيون ڪرايون هئائين. هڪ دفعي مون لکيو مانس ته "مون کي تخلص ڏسيو." جواب ۾ لکيائين. ته "شعر اهو چوي، جيڪو سوکن شعر چئي وڃي، ۽ پوءِ ويهي لکي. شعر منحوس آهي. اسان کي جيڪي مصيبتون پهتيون آهن، سي ان 'ژاژخائيءَ' جو نتيجو آهن. هائو، شعر خدا ۽ رسول جي ساراهه ۾ ڀلي چئجي."

سندس وصال جي تاريخ ۱ رجب المرجب ۱۳۳۳هه برابر ۱۶ مئي ۱۹۱۵ع آهي، ۽ ڪيس پانهي لاکير جي پرسان حاجي رحمت الله واري قبرستان ۾ دفن ڪيو ويو. وفات کان پوءِ، پنهنجي پاٽئي محمد عيسيٰ کي خواب ۾ چيائين ته 'وفات وقت مون کي گهڻ وڻي وڻي، نه ته ماجرا موت جي پڌايانوّ ها. فرشتن مون کي سوال ڪيو ته مون جواب ۾ چيو،

"يا الاهي، شد پريشان حالِ من، رحم فرما بر خراب احوال من."

فرشتا اهو پڌي هليا ويا!'

سندن ڪلام جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

| | |
|---|---|
| يا رب، من بندهٔ بدڪار تو، | "اعظم" آلوده گنهگار تو؛ |
| بخش گناهم که تو بخشنده اي، | توبه پذيرم، که پزيرنده اي؛ |
| راه نمايم که توئي رهنما، | معرفتِ خويش بما کن عطا؛ |
| ظلمتِ شک نورِ يقينم ببرد، | گردِ گنه رونقِ دينم ببرد؛ |
| ساز شکم دور بعلم اليقين، | پاک ز آلايشِ عصيان دين؛ |
| از همه اوهامِ دلم پاک ساز، | تابابد چشمِ يقين دار باز؛ |
| تايک بينم و يک دانم ترا، | از دل و جان خوب بخوانم ترا؛ |
| سهل سوالات بگورم کني، | گور بانوار چو هورم کني؛ |
| روزِ قيامت که بود پر عذاب، | هيچ عذابم ندهي در حساب؛ |

يا رب، بخشيده مرا بي‌سخن، خوش بنشانم بحديقه عدن؛
دعوتِ اين بنده نمائي قبول، "اعظم" را بخش بنامِ رسول!

قطعه تاريخ

| | |
|---|---|
| سلطانِ سخن محمّد اعظم، | در چينِ بيان، بديع فغفور؛ |
| آن خسروِ کشورِ بلاغت، | در ملکِ سخن برانده منشور؛ |
| در ملکِ ادب سرير آرا، | بر طرزِ سخنورانِ مشهور؛ |

آن خازنِ گوهرِ معاني، — کانِ سخنِ بسفته منثور؛
استادِ ازل سطور دانش، — بر ناصیه‌اش نمود مسطور؛
قسّامِ ازل ذکای عالي، — در قسمتِ او نمود مقدور؛
بافضل عظیم گشت "اعظم"، — حق کرد عطاش سعيِ مشکور؛
مسرور بفضلِ علمِ دین بود، — نگریست بجاه و مالِ مغرور.
برداشت دل از مکانِ ویران، — افراشت علَم بجاي معمور؛
محشور بصالحان بگردد، — در خلد رسد بحورِ مقصور.
داعي ست "ادیب" بهرِ استاد، — از لطفِ غفور، "باد مغفور!"

۱۳۳۳هـ

---

احمد علي ولي محمد قريشي

# آخوند حاجي فقير محمد "عاجز"

آخوند حاجي فقير محمد، بن آخوند موسيٰ، بن آخوند عبدالڪريم، بن آخوند غازي، بن سعد، قريشي صديقي نسل جا آهن. انهن آخوندن جا وڏا، اصل شهر مسقط (عربستان) کان عربن جي دور حڪومت ۾ سنڌ ۾ اچي شهر ٺٽي ۾ رهيا. عربي تعليم ڏيڻ سندن خاص ڌنڌو هو. انهن جي اولاد مان ڪي گهر، سنڌ جي جدا جدا هنڌن تي جدا جدا وقتن ۾ آباد ٿيندا رهيا. اهڙيءَ طرح، هڪڙو گهر ڳوٺ سن تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ به اچي رهيو هو. ٽالپر دور حڪومت ۾، جڏهين سنڌ تي مير غلام علي خان حڪمران هو، تڏهين هن ڳوٺ سن مان انهن آخوندن مان هڪ گهر، جنهن جو اڳواڻ غازي بن سعد هو، لڏائي آڻي شهر حيدرآباد جي هاشماڻي گهٽيءَ ۾ (رهڻ لاءِ هڪ خلاصو محلو ڏيئي) رهايو، ۽ ٽالپرن جي ٻارن جي تعليم و تدريس جو ڪم ان جي سپرد ڪيو. اهو محلو "شيرائي" نالي سان مشهور هو، جنهن تان شيرائي آخوند مشهور ٿيا. اهو محلو اڃا تائين قائم آهي؛ هن وقت 'عبدالڪريم غازي قريشي محلو' سڏجي ٿو. ان وقت کان وٺي، اهي آخوند، مير صاحبن جي ٻارن کي عربي، فارسي ۽ قرآن شريف پڙهائيندا رهيا، ۽ سندن اهل النساءِ وري ميرصاحبن جي ديري تي ڇوڪرين کي پڙهائيندا هئا؛ ديرن ۾ جيڪو خزاني جي ڏيتي-ليتيءَ جو ڪم ٿيندو هو، سو پڻ سنڀاليندا رهيا. ڪي دستخط هٿ آيا آهن، جن مان پتو ٿو پوي ته جڏهن انگريزن سنڌ فتح ڪئي ۽ ميرصاحب ڪلڪتي ۾ نظربند رهيا، تڏهن ديرن ۽ سندن وچ ۾ جا خط و ڪتابت ٿي، سا آخوند حاجي فقيرمحمد جي والده صاحبه ڪندي هئي. ان بعد به اهو سلسلو قائم رهيو، جو هزهائينس مير حسين علي خان جي ديرن جي حياتيءَ تائين اهو ڪم آخوند صاحب جي نياڻي ڪندي هئي، جا حال-حيات (عمر ٨٠ ورهيه) آهي.

"عرب عورتن ۾ لٽ پهرڻ جو رواج ڪونه هو، تنهن آخوندن ۾ به ساڳيو دستور هلندو آيو؛ پر پوءِ مير صاحبن پنهنجي ڪنهن نياڻيءَ جي قرآن شريف پڙهي پچائڻ جي خوشيءَ ۾ (جنهن پڙهايو هو، تنهن کي وڏيءَ عمر جي باوجود لٽ پهرائي ۽ يادگار طور ان جي قائم رکڻ لاءِ چيو) جنهنڪري هوڻن ۾ لٽ پهرڻ جو رواج پيو. مگر، جيئن ميرصاحب حاڪم هئا ۽ انهن اهو يادگار انعام ڏنو، حاڪم ۽ مائٽ هڪ آچار آهن، تيئن

آخوندن ۾ انهيءَ يادگار قائم رکڻ لاءِ مالٽ لي، پنهنجي نياڻيءَ ني ڏاج ۾ نت ڏيندا آهن. ۽ ڏ ساهرا."

ازالسواءِ، مير صاحبن جي ديرن جو ڪنهن شادي مراديءَ يا ڪنهن ڏڻهن وار موقعي تي، پنهنجن ۾ين عزيزن ۾ اچڻ وڃڻ ٿيندو هو، ته آخوندن مان ڪو فرد ڪجاون جو ميرڪاروان مقرر ڪيو ويندو هو.

آخوند غازيءَ جو فرزند، آخوند عبدالڪريم، عربستان جي حديده واري درگاهه شريف جي بزرگن پاران سنڌ ملڪ لاءِ خاص خليفو مقرر هوندو هو، ۽ مير ڪرمعلي خان جي دور حڪومت ۾ ڪارداريءَ جو عهدو به هوندو هوس.

آخوند حاجي فقيرمحمد، عربي ۽ فارسيءَ مان واقفيت بعد، مروج سنڌي تعليم به حاصل ڪئي هئي. ان وقت ۾ جيڪو به سنڌي لکي پڙهي ڄاڻندو هو، ان کي سرڪاري نوڪري ملڻ ۾ ڪابه تڪليف ڪانه ٿيندي هئي؛ تنهنڪري هزهائينس مير حسنعلي خان ٽالپر، آخوند کي، باوجود سندس ناخشنوديءَ جي، تپيداري نوڪري ولي ڏني. پر جيئن ته سندس طبيعت اصل ڪان ئي فقيريءَ ڏانهن مائل هئي، ۽ تنهن ڪان سواءِ کيس اهو پورو يقين هو ته انگريزن بي‌سبب غاصبائي طريقي سان ٽالپرن کان حڪومت کسي ظلم ڪيو آهي ۽ اسين ٽالپرن جا لمڪ‌خوار آهيون، تنهنڪري ظالم جي حڪمرانيءَ ۾ سات ڏيڻ پسند نه آيس ۽ جلدئي استعيفا ڏيئي ڇڏيائين. ان بعد، هميشه، لکڻ ۾ پنهنجي نالي ۽ صحيح جي پٺيان "اصل ملازم مير صاحبان سنڌ" لکندو هو.

آخوند صاحب کي، اصلوڪي دستور موجب، مير صاحبن کان ماهيانو وظيفو گهر ويٺي پيو ملندو هو. تنهن کان سواءِ، هزهائينس مير عبدالحسين خان "سانگي"، جو هڪ نيڪ‌سيرت درويش، علم‌دوست، فقراءِ طبيعت، شاعر ۽ اديب هو، ۽ آخوند صاحب سان گهڻي دل هوندي هيس، سو هر وقت سندس سارسنڀال پيو لهندو هو، ۽ پڻ خلاصو ساليانو وظيفو به ڏيندو هوس. ان کان سواءِ، آخوند صاحب کي ديهه پوچڪي تعلقي حيدرآباد ۾ پاوبهه ايڪڙ کن زرعي زمين آباد ٿيندڙ هئي؛ تنهنڪري کيس پنهنجي ۽ عيال جي پرورش لاءِ بئي ڪنهن ڌنڌي ۾ مشغول رهڻ جو احتياج ڪونه هو. جڏهن عيال ۾ واڌارو ۽ گذران ۾ تڪليف ٿيس، تڏهن هزهائينس مير عبدالحسين خان جي ڪوشش ۽ سفارش سان تعلقي نوابشاهه جي ديهه ۸۹-نصرت ۾ اڍائي سو کن ايڪڙ زمين هلڪي مالڪاڻي تي مليس.

آخوند صاحب جو شغل هر وقت ڪتابن مطالعي ڪرڻ، عالمن ۽ صوفين، شاعرن ۽ اديبن سان صحبت، ۽ فقراءِ ۽ مستن سان محبت ونڊڻ جو هوندو هو. عبادت ۽ ذڪر فڪر ۾ محو هوندو هو. شعر لکڻ ۽ تصوف بابت فڪر ڪرڻ ۽ ان جا مسئلا حل ڪرڻ ته سندس خاص شيوو ئي رهيو هو. ان سان گڏ، گذران لاءِ زمين پوکائڻ ۽ چوپايو مال پالڻ جو ڪم به پوريءَ تندهيءَ سان ڪندو هو.

هزهائينيس مير عبدالحسين "سانگي"، سيد غلام محمد شاھ "گدا" ۽ "حيدري" سان خصوصاً، ۽ مرزا قليچ بيگ ۽ حافظ حيات شاھ سان بہ صحبت هوندي هيس. محمد بخش "واصف" بہ ونس پنهنجا شعر ڏيکارڻ، درست ڪرائڻ ۽ هدايت وٺڻ لاءِ ايندو هو. سندس ڪاغذن مان وڏيڪ قاضي ميان صلاح الدين "احقر" متعلوي، ماستر محمد موسيٰ ولد سومار گينگو، آخوند علي محمد صاحب بوبڪاڻي، ميان پير بخش خانواهڻ واري، ۽ ماستر محمد صديق صاحب "مسافر" سان بہ سندس ملاقات جو سلسلو ملي ٿو.

آخوند صاحب، سلسلي نقشبندي جي امام رباني مجدد الف ثاني رحمة الله عليه جي اولاد مان خواجہ عبدالقيوم عليه رحمة سرهنديءَ جو مريد هو، ۽ ان بزرگ جي صحبت کان فيضياب هو. ڪعبة الله شريف جي طواف ۽ زيارت روضہ اطهر جي لاءِ پهريون دفعو مرشد پاڻ سان گڏ وٺي ويو هوس؛ پوءِ دفعو مير صاحبن ڪيس پنهنجن پين مائهن سان گڏ حرمين شريفين جي سعادت حاصل ڪرڻ لاءِ موڪليو هو. پوئين دفعي پوريءَ جوانيءَ جي وقت، شاديءَ کان ترت پعد ويو هو.

آخوند حاجي فقير محمد هڪ نيڪ سيرت، حليم طبيعت، خوش خلق، علم دوست، عابد، زاهد بي نفس ۽ متوڪل علي الله هو. سندس صحبت جو مٿي ذڪر ڪيل آهي، ان کان سواءِ مستن ۽ لاابالين سان بہ وٽهي صحبت ڪندو هو، جن مان حيدرآباد شهر جي قاضين جي آکهہ مان هڪ بزرگ سيد اسماعيل شاھ سان تمام گهڻي صحبت هوندي هيس. فقير منگوائي وٽ صدر مارڪيٽ جي پرسان بہ گهٽو ويندو هو. گدو بندر واري چرين جي اسپتال ۾ هڪ مرد مست بالڪل ڪوٺيءَ ۾ بند هوندو هو، ان سان بہ ڪيترو وقت وٽهي ڪچهري ڪندو هو. (راقم الحروف اهي ٻئي شخص ڏٺا هئا، ۽ آخوند صاحب ڪيس وٺي ويندو هو).

آخوند صاحب حاجي فقير محمد، پنهنجي وڏي ڀاءُ آخوند حاجي پير محمد ۽ پين عزيزن کي براديءَ جي ڳالهين ۾ هڪ ئي نظر سان ڏسندو هو، ۽ هر ڪنهن کي منهن تي پيرڀاءُ ٿي سچ چئي ڏيندو هو؛ ۽ جيئن تہ سچ ۾ البت سچ آهي، تنهنڪري ڪيترائي عزيز سائس ڪين لهندا هئا. وقت تي ڦرندي گهرندي سياست اصل ڪين چاهندو هو؛ اڪي خود غرضي ۽ خود مطلبي اختيار ڪيائين، ۽ نڪي اندر هڪڙي پاهر ٻي ڳالهہ ڪيائين. هيٺن تي ڏاڏائي ڪندڙ جي ڪڏهين بہ چشم پوشي نہ ڪيائين. بي نفسيءَ ۽ درگذر ڪرڻ جي تہ ڪيس اصل ذات مليل هئي. هڪ دفعي عصر نماز پڙهي گهر ۾ آيو؛ سندس هڪ نهن ڏٺو تہ آخوند صاحب جي سٽڻ ابدائي کان وٺي پير تائين هڪ پاسي اپي ڦاٽل آهي، جنهن سندن ڏيان ڇڪائي چيو تہ "لاهي ڏيو تہ سبي ڏيانوَ،" پاڻ فرمايائون تہ "مائي، سنهنجي اندر ۾ جيڪي ڦاٽ ڦاٽل آهن، آءٌ انهن ۾ ٿي محو آهيان، مون کي سٽڻ جي ڦاٽ جي ڪهڙي خبر!" ائين چئي، سٽڻ لاهي ڏنائين. هڪ دفعي گڏھ تي سوار ٿي ٻنيءَ تي وڃي رهيو هو؛ ڦليليءَ تي سامهون مرزا قليچ بيگ صاحب گهوڙا گاڏيءَ ۾ سوار ايندو مليس؛ سلام مسنون بعد مرزا صاحب فرمايو تہ "آخوند، واھ واھ،

تنهنجي سواري تہ عمدي آهي!" آخوند صاحب جواب ڏنو تہ "الحمد لله! مون جهڙي ناچيز بندي تي بادشاهہ پنهنجي ڪرم سان پنهنجن خاص پيارن واري سواري عطا ڪئي آهي، ان نالائق-نوازيءَ تان اگر آءٌ قربان ٿيان تہ ڪم نہ ٿي پوي!" آخوند صاحب آخر عمر ۾ وات جو ننڊ ۾ ذڪر جلي ڪندو هو. هڪ دفعي سندس فرزند ميان ولي محمد آواز تي سجاڳ ٿيو. سمجهيائين تہ اوٺاري ڪري آواز ٿو نڪري، ان ڪري ڪيس ننڊ مان جاڳايائين. آخوند صاحب فرمايس تہ "بابا، ڊپ نہ ڪر، مان ڪري سمهي رهہ-مون کي پنهنجي حال تي ڇڏي ڏيو."

آخوند صاحب تاريخ ٢٨ ربيع الاول سن ١٣٣٦ هجري، مطابق ١٦ جنوري ١٩١٨ع، جي هن دارفانيءَ کي الوداع ڪري راهي دارالبقا ٿيو-انا لله و انا اليہ راجعون. وفات وقت سندس وڏي فرزند کان سواءِ ٻيو اولاد ۽ ڪي عزيز حاضر هئا. سڀني کي نيڪيءَ جي هدايت ڪندو رهيو. آخر ۾ پيئڻ لاءِ پاڻي گهريائين. جنهن ماڻهوءَ کيس پاڻي ڏنو، تنهن کي پاڻيءَ ۾ ماکي ملائڻ لاءِ چيائين. ان بعد پاڻي ڏيندڙ کي ٽي ڀيرا ڪلمو طيب وڏي آواز سان پڙهڻ لاءِ چيائين، ۽ پاڻ بہ ڪلمو طيب ٽي ڀيرا چئي، پوءِ پاڻي ڏيندڙ کان ٽي ڀيرا سندس نالو پڇيائين. ان بعد پاڻي وٺي، ٽن ساهن سان پي، "شڪرالحمدلله" چئي، "الله جل شانہ" چيائين، ۽ سندن روح پرواز ڪيو.

آخوند صاحب ٻہ نڪاح ڪيا هئا: پهريون تعلقي حيدرآباد جي ٽنڊي غلام محمد پرڳڙي ڳوٺ ۾ رهندڙ ڳراڻن مان، جنهن مان پنج فرزند ۽ ٻہ نياڻيون پيدا ٿيون. انهن مان پهريون فرزند ۽ پهرين نياڻي ننڍيءَ عمر ۾ ئي فوت ٿي ويا هئا؛ باقي چار فرزند-ميان علي احمد، ميان ولي محمد، ميان خير محمد، ۽ ميان محمد الياس-۽ هڪ نياڻي حيات ڇڏيائين. ميان علي محمد ٨ مارچ ١٩٤٩ع ۾ ايڪهتر ورهين جي عمر ۾ وفات ڪئي؛ فقط هڪ فرزند تاج محمد ڇڏيائين. جو بہ ١٣ جولاءِ ١٩٥٤ع ۾ ڪنوارو وفات ڪري ويو. ميان ولي محمد ٢٩ جنوري ١٩٤٦ع جي ٦٢ ورهيہ ۾ وفات ڪئي؛ پوئتان ٻہ فرزند-ميان احمد علي، ۽ فقير محمد-۽ هڪ نياڻي ڇڏيائين، جي حال-حيات آهن. ميان خير محمد تاريخ ٢٠ سيپٽمبر ١٩٤٥ع جي ٥٩ ورهين جي عمر ۾ وفات ڪئي؛ سندس ٻہ فرزند، محمد حسين ۽ گل محمد عرف رمضان، ۽ هڪ نياڻي حال-حيات آهن. هڪ نياڻي آخوند صاحب جي هن وقت اسي ورهين جي عمر جي حال-حيات آهي. ٻيو نڪاح، پهرين زال جي فوت ٿيڻ بعد، مير صاحبن ڪوشش ڪري جکرا قوم جي پير بخش ٽالي جي نياڻيءَ سان ڪرايو. اها مائي فقط چار سال جيئري رهي.

آخوند صاحب جي هيٺين تصنيفات موجود آهي:

| | | |
|---|---|---|
| (١) "جان عشاق"، هڪ حصو | رباعيون | ١٣٢٣هہ |
| (٢) "جان عشاق"، ٻہ حصا | حضرت بلاشاهہ جي ڪافين "قانون عشق" جو سنڌيءَ ۾ شرح وار ترجمو | ١٣٢٣هہ |

(۳) "جان سالڪ" شاهه باهو سلطان قدس سره جي رسالي "عين الفقر" پارسيءَ جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ۱۳۲۳ھ

(۴) "ديوان عاجز" غزليات ۱۳۲۳ھ

(۵) "نيڪ اخلاق" "اخلاق محسني" فارسيءَ جو ترجمو ۱۳۲۵ھ

(٦) "رحمة اللعاشقين" مثنوي "تحفة العاشقين" اردو جو منظوم ترجمو ۱۳۲۵ھ

(۷) "بهار گلشن" آڪاڻين جي طرز تي ۱۳۲۸ھ

(۸) "تفسير "فاتح الڪتاب"" تفسير ۱۳۲۸ھ

آخوند صاحب جي شعر جو نمونو هيٺ ڏجي ٿو.

## مناجات بدرگاه قاضي الحاجات

يَا حَيُّ يَاقَيُّومُ، بِرَحْمَتِكَ اِسْتَغِيْثُ!

ناهي ڪوئي يار، برحمتڪ استغيث! مونس نه غمگسار، برحمتڪ استغيث!
دردن ڪان دلفگار، برحمتڪ استغيث! دائم در انتظار، برحمتڪ استغيث!
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

شاهن جو شاهه آهين تون سلطان بي وزير، صانع جميع صنعت خلاّق بينظير،
راحم، رحيم، رازق، داور تون دستگير، لائق ڪري لطف سان ڪر دل سندم سڌير:
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

واهر وسيلو ناهه سندم، آهيان آءٌ دردمند، سائم ثمر نه آهي ڪو، مسڪين و مستمند،
درد و فراق رهبر حيرت ڪان پير بند، جيرو جگر جلائي اهو سوز چون سپند:
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

معبود عالمن جو تون، مسجود لايزال، مقصود مومنن جو تون، مطلوب باڪمال،
قادر جميع قدرت، قيوم ذوالجلال، ڏئي ڏان ڏهرا ڏاتر پينار ڪر نهال:
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

غمگين، غريب، بيڪس، مفلس ٿيس فقير، مسڪين، ضعيف "عاجز"، محزون ٿيس حقير،
پنجي ۾ ظالمن جي ته ويتر آهيان اسير، امن و امان ۾ رک، ٿئي سرهو سندم سرير:
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

ساجن، سوا تو منهنجي ٿي ولي زهر زندگي، ڏاران حضور قلب جي بي لطف بندگي،
ناقص ٿيو نفس سڪهو ڪين سر فگندگي، توسي ٿو نور ڍولي، دليا جي جا گندگي:
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

سو ذڪر ڪر عطا، رسي دل کي جنھن سان درد،        بهتر ذڪر آهو جو ڪري مرد کي فرد،
ساڙي خطر مڙئي، ڪري ماسوا کان سرد،        دائم رهي ذڪر سو جنھن سان ٿئي ٿو مرد:
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

جانان! سواءِ تنهنجي ناهيم ڪو هوَس،        فرقت ۾ جان پئي جلي مثل خار خس،
تنهنجي وصال کي تہ لهان ڏوري شال ڏس،        توکان گهران ٿو توکي، هي آرزو ٿي بس:
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

جڳ ۾ سوا تو، جاني، ناهيم ڪائي راهہ،        ري رحم تنهنجي منهنجي ٿي ناهي ڪائي واهہ،
تون ٿي ولهين جي واهر، ڪيڏي ڪريان آهہ ڪاهہ؟        رهہ ۾ رڙان روئان ٿو، بيسود ٿيم آهہ:
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

طاقت ٿي طاق منهنجي، ڪيم نفس هن تباهہ،        اعمال نامو سارو ڪيو مون آهي سياهہ،
لائق نجات فخر سان سرمايو ساڻ ناهہ،        ري ٻاجھہ هاڻ ڀڳڙ ڪانهيم ڪائي واهہ:
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

سڀ ڪي عيان ٿيو تو وٽ، تون عالم الغيوب،        ڍڪ ڪوٽ ڪوڙ ڪچ تون، يا ساتر العيوب!
روشن ڪرين تون قلب سندم، ڪاشف القلوب!        ميٽين مدايون منهنجون مڙئي، غافر الذنوب!
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

آگا، ڪرين اولاد سندم صالح ذي انعام،        دنيا ۽ دين جا ڪرين مقصد مڙئي تمام،
برڪت پلي پئي تن جي منجهہ معشيت مدام،        روزي ڪشادگي سان رسائين ڪري لطف عام:
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

دنيا ۽ آخرت ۾ ڪر تن کي سرفراز،        سڀ نعمتون عطا ڪر، آهين تون ڪارساز،
حاجت رواي عالم! ڪر تن کي بي نياز،        حسرت کان سندن دشمنن جي دل کي ٿئي گداز:
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

آگا! هي عرض منهنجو ڪرين ڪرم سان قبول،        صالح عمل نہ منهنجا، رهان هاءِ دل ملول!
منجهہ شوق ذوق تنهنجي وصل ٿيم وصول،        ڏهرا ڏيوم دان تہ مطلب ٿئي حصول:
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

اعمال بد ڪيام، ڪاغذ ڪيم سياهہ،        محشر ۾ شرم کان ڪنهن، حالت ٿيم تباهہ،
تحفو ڪنيوم پاڻ سان گهاٽا گهڻا گناهہ،        ري رحم تنهنجي، راحم، ڪنهن کان پنان پناهہ؟
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

مفلس غريب آهيان، آهي مٿم قرض،        'حق الاداءِ' دين جو رهيل مٿم فرض،
ري رحم تنهنجي، راحم، ناهيم ٻئي جو غرض،        آگا، اگهاءِ "عاجز" جو بخشش ڪري عرض:
يا حيّ ياقيّوم، برحمتڪ استغيث!

●

افسوس، جنين سر تي ڪنيو بار محبت، چڙرايو الهن کان آهي ڳهر ٻار محبت!
بازار ۾ الفت جي ٿئي سودو نہ سر ري، دل جان سان جڏهن ٿئي ڪو خريدار محبت.
دڪان محبت جي ۾ هلي ڪونہ ٿو پيسو، تنهن لاءِ چون ڇهري ٿا بازار محبت.
زلفن کان سجڻ جي نہ ٿيو ڪونہ ڪو آجو، ڦاٿو جو ٻلا ۾ ٿيو گرفتار محبت.
منصور سٺيو آهہ جڏهن سر سندو سانگو، تنهن بعد ڪيو آهيس اظهار محبت.
تبريزيءَ جيئن جام جفا جو نہ پيارين، هرگز نہ ٿيءُ تيسين طلبگار محبت.
الفت ۾ ادا نانءَ زماني ۾ ٻڌون ٿا، پر آهہ سڙني راز ۽ اسرار محبت.
تاثير ادا آهہ ايهو نظم ۾ منهنجي، تنهن لاءِ مٺو آهہ گوهر ٻار محبت.
دلبر جي طبع تير ڪجئين آزي نيزاري، ”عاجز“ بہ ڪري عجز بدربار محبت.

●

زماني تنهنجي ۾ ظاهر ٿيو جفا جو رواج، ڪٿي وئي رسم محبت جي، پڻ وفا جو رواج.
ڪيائين عاشق جو خون ري ٻچا ڳاڇا، تو ڇائي ناهہ انهيءَ ۾ ڪو خون۔بها جو رواج.
ڏسن جي هٿڙا رنگيل رت مان هن نگارسندا، نہ گلرخن ۾ نہ هرگز رهي حنا جو رواج.
ٻڌاءِ مريض ڪري ڇا؟ جو درد فرقت ۾، رهي نہ رسم دوا جي، لکو دعا جو رواج.
اگهاڙ آهي ادا ڏس لباس مستن جو، سبب جنون جو ويو خرقه و قبا جو رواج.
جهان ۾ ناز ۽ نخري جو ڇهڇٽو ڦهليو، شروع توکان ٿيو غمزه و ادا جو رواج.
مُڪائين خط مون کي جو هو غبار سان پربل، ڪيو ڪدورت دل جيءَ بہ گهٽ صفا جو رواج.
ورائي مصرع مطلع سندي چئج ”عاجز“، زماني تنهنجي ۾ ظاهر ٿيو جفا جو رواج.

●

بخت الٽو ٿيو سندم، منهنجي ڦري وئي تقدير، نہ رهيم دل ۾ اثر، آهہ سنديم ٻي تاثير.
دل ۾ آهيم تمنا تہ ڪريان جان فدا، جي اچي منهنجي ڏسڻ ۾ تہ سڄڻ جي تصوير.
درد ليليٰ ۾ پريشان ٿيس مجنني جيئن، دشت غربت جو ادا آهہ اسان جي جاگير.
نہ غمخوار لکو مونس ٿيو سندم غم کان سواءِ، رنج راحت ۾ مددگار ٿي، نالہ شبگير!
قتل لاءِ منهنجي ٿي هر لحظہ گهريائين مضمون، آءٌ گنهگار جفاڪار، ڪٿي مون تقصير.
جن“ انسان ٿيا حيران، لکيي مات مرن کي، پنهنجي احوال پريشان جي ڪيم ٿي تقرير.
درد الفت جي دوا ناهہ مسيحا تو وٽ، خاڪ دلدار جي در جي تہ آهہ اڪثير.
عمر ”عاجز“ جي تہ وئي تپ فرقت ۾، پر ڪڏهن کانہ ڪيئي پنهنجي ملڻ جي تدبير!

●

سوا حسن تنهنجي نہ ٿي دل صفا، اها دل ٿي ڏاري، نہ ٿي آشنا،
لٽيئي صاف عاشق جي دل جو متاع، حسينن جي بازر ۾ ناهس بها.

ڏجان دل سان ساقي ڪو جام شراب، جو گل جيان زماني کي ناهي بقا.
اٿي ونيو داڙ ي، مون کي ناهه غم، سنديءَ زلف ڌاران نه ٿيس جاءِ ڪا.
سندم آهه جو تير ويندو پري، رسي جنهن کي، ان کي نه پهچي دوا.
موٽي نعمتون آهن سڀئي ڪي ور، عجب آهه اهڙو جو ناهيس وفا.
مثل ماهه منور جي ٿيو ماهرو، اها جان ”عاجز“ جي ناهي صفا.

●

زال دليا سان نه دل رک، ٿيو سندس غمخوار خوار،
عاشق، تعجب جو ڪهڙو منجهه انهيءَ سرڪار ڪار؟

جي ڪرين خواهش وصل جي، تان نه مٽڪي ڏي نه موت،
هئي اصل ڪاتب لکائي ازل کان منجهه هارَ هار.

هيت مـلـي سودو سهانگو ڪينڪي سر کان سواءِ،
ڪين گير ڪپ ۾ ڳڌهه جيئن، منجهه انهيءَ بازار زار.

’ها و هو‘ ۾ مست ٿيا، جن سُرڪ ساقيءَ کان سَري،
رات ڏينهن ان جي گهٽيءَ ۾ ٿا گهمن گينوار وار.

زلف زنگيءَ ساڻ خوشبوءِ ۾ نه ٿيـڙا مُور مٽ،
ڪئي خطا، مشڪ خطا پڻ نـاقـهءِ تاتار تار.

ٿيس سـائـل هڪ چميءَ جو شوخ بيپرواهه کان،
چوهه مان چيئين سڪ انهيءَ ۾ ڪئي چڙهيا سردار دار.

بـول بيجل بوليو، ڳايئن تـڏهـن ڳوڙهه ۾ اچـي،
هئي اکهين ان ڏينهن جي گردش کان منجهه گرنار نار.

ڪو ٿيو طاعت جو طالب، آءُ ٿيس ساغر جي سار،
سنڌيءَ سـالـم سـيـر ۾ نـاهـم منجهان پـاتـار تـار.

روز و شب عصيان ۾ ضـايـع ڪيئي عمر عزيز،
اهـڙي افعالين نـه لهندين ان سـنـدي دربار بار.

تو اڏائين محل مـاڙيـون، سـان زينت زيب وار،
شوق ۾ اهـڙي ـ ڪهين تو منجهه چمن گـلـزار زار.

’حيدري‘ دل کان گدا ٿيو، نظر ’سالڪيءَ‘ جي ۾ لطف،
عجز کان ”عـاجـز“ آدمي ٿيو سندس بيـزار زار.

●

ايندو عشاق، تسان تہ تڪلف ڪريون رها،
دڪان معرفت جي پر، گوهر ڪريون بها.

سهڻي قبا زريءَ جي ڏکي غير لاءِ هن،
ٻارو اڇو تہ پاڻ صبر جي ڍڪيون قبا.

سؤ ذلتن سان خلق ڪان گهرجي ڪرڻ حجاب،
بهتر عبادتن ڪان ڪيون سون جي از ريا.

طاعت ۽ معرفت ڪان اگي ئي ڪيئين انعام،
بخشش سندن ٿي لائق، توئي ڪريان خطا.

اتفاق ڪهين وقت سان سهڻو ملي وڃي،
مشڪل ٿئي دامن ان جي ڪرڻ رها.

تنهنجن چپن ڪان حاصل دل جي نہ ٿيو مراد،
مرڪي چئين صبر ڪر تہ مرادون ٿين روا.

”عاجز“ وفا ڪان آهہ ڪيو گردون سون ڪي سست،
هي چار ڏينهن جيئڻ جا اڇو تسان ڪريون وفا.

●

ٿيو ساقي سندم سهڻو، پيارين پرت پيمانا،
ڪري مخمور مستن کي، ڪيئين آباد ميخانا.

سڄڻ جي سونهن صباحت ڪان مڙئي معمور ٿيا مهرو،
نوازي ناز نيڻن سان، ڪيئين آباد ويرانا.

مٺي مهروءَ سندم مرڪي شڪر گفتار ڪئي جنهن دم،
ٿيو فائق فهمن ۾، پڙهيائين پرت پروانا.

ٻيم پيوند پيرن ۾، هنئين ۾ ٻيا آهن هن جا،
ڏکائي عشق جا ڪهڻا، ٻڌايائون ڳجهہ ڳالها.

رقيبن راهہ ۾ رهبي رلايم روهہ ۾ رهبر،
سهي سختيون سهئي، سهڻا، سلم سر تي سندءِ طعنا.

ٻڌي گفتا غزل منهنجا ٿئي ڪو غور غمگين جو،
رهن من ياد يارن وٽ اهي ”عاجز“ جا افسانا!

●

کنيو مهروءَ چهري تان نقاب، ويو لڪي ابر ۾ رخِ مهتاب.
رخِ زيبا ڏسي پياري جو، ويو جلي عقل سندم جو تب تاب.
زمزمهٔ زبان تبار، دل، سربسر آهه ٿيو تنم چون رباب.
ڏي پري دلبرا بموسمِ گل، ٻي بہ ٻي ساقيا تون جامِ شراب.
جي ڪري ڪو منادي عالم ۾، منهنجي دلبر جهڙو آڻيو ڪمياب.
جي هجي غيرت، مہ، ڪنعان، حسن ڪنهن جي ڪي ناهه هرگز تاب.
دُرِّ دندانِ آو بدرجِ دهن، واه دُرِّ عدن جو لڌئون آب!
ٿيو برآمد قمر تڏهن بشفق، پير پاتو پرينءَ جڏهن برڪاب.
ڪئي مشتاق ٻٽ ۾ پردہ‌نشين، ٻڌ حيا عقل کي ڏنائون جواب.
حالتِ نزع آهي "عاجز" جي، مِل مهرو مٺا اچي تون شتاب.

●

مهروءَ جي حُسن سان نہ ملي ماهتاب ڪيٿ،
مهتابَ تابُ ناهه، وري آفتاب ڪيٿ!

ديوان حسن جي تي رکيئون نقطهٔ ز خال،
هرگز نہ اهڙو فرد ڏٺم انتخاب ڪٿ!

هٿو بند آگرين جا ۽ هٿڙا حنا-رتل،
مرجان ڏسي ڦڪو ٿيو، فندق عناب ڪٿ!

زلفين مُنهن تان کولي ڏِکائي جي ديد يار،
ايمان فدا ۽ دين ڪريان بي‌نقاب ڪٿ!

پروانيءَ کي تہ سوز شمع کان ٿيو نصيب،
جنهن سان جلي هي جان و جگر اضطراب ڪٿ!

نازڪ‌بدن سان پيت نہ سوسن سمن ڪئي،
ٿي غرق عرق شرم ڏسي گل گلاب ڪٿ!

رلدؤ، اچو، اي ميڪشو! طبلا ڪري تيار،
سازِ عراق چنگ ۽ ساقي شراب ڪٿ!

شاهد شمع شراب مهيا سڀئي، ٿئي عيش،
ساقي ڪنار هوندہ نقل و ڪباب ڪٿ.

گهرجي ٻڌ شراب، ڪري مهوشن جو ميڙ،
قاضي ڪئي، ۽ محتسب و شيخ و شاب-١ ڪٿ!

١- جوان

آهي سدائين سر تي سندم سايہ هما،
اهڙو نہ آهي سُور سو ظل، سحاب ڪٿ!
'عبدالحسين' مير ٿيو سر چشمہ فيوض،
جھڙو سخا ۾ ناهہ ڪو عاليجناب ڪٿ.
'احمد' عطا ڪريس 'خدا يار' طول عمر، -(ٽالا فرزندن جا)
ناهي سندس عديل ڪو گردون حباب ڪٿ.
'سانگيءَ' جو شعر شيرين، موزون ۽ پُر لطف،
آهي 'گدا' بہ صاحب فصاحت مآب ڪٿ.
رخش- قلم سان منهنجي مضمون ۾ هم- عنان،
ٿيندو ڪو هم- رديف حريف و شتاب ڪٿ!
"عاجز" هي شعر ناهہ عطا ڪيائون مون مٿي،
موران ڪو اهڙو نظم ڏنئي لاجواب ڪٿ!

●

ٿي طبع منهنجي رسا، ۽ ٻئي فصاحت داد داد،
ٿيو قلم منهنجو معاون، ٻئي بيان امداد داد.
قد"رعنا يار جو باغ جهان ۾ جنهن ڏٺو،
تنهن چيو سرو بلند ش، ڪنهن چيو شمشاد شاد.
عشق جي شطرنج ۾ هسوار ٿي، پيادو نہ هل،
ڪشت ڪان رخ جي سندس، شاہ خرد ٿيو ماد ماد.
ماءُ زماني جي لهايو ناهہ ڪو جانب جهو،
ني ڏٺائين ٻئي اکين سان، ني چُنين آزاد زاد.
ڏينهن ڪالهوڪوائي، جنهن ۾ ڪيائون منجهہ قفس،
ڪفنڪو ڪوهر سندي، آهم اچا صياد ياد.
حشر ويلي ٿئي حمايت هاشمي "عاجز" سندو،
خانہ دنيا و عقبيٰ دائما آباد باد!

(فارسي)

●

خميده زلف تو گوشت ز عشق افسانہ مي گويد،
سراسر حال زار دل من مستانہ مي گويد.
و صال يار گر خواهي، برو شمع شبستان شو،
قياماً او قعوداً را چنين جانانہ مي گويد؟

برهمن زادهٔ کافر، بیا بیا ما بمیخانه،
بیک جرعه کني آسان تهي خمخانه مي گويد!

بيا بنگر جمال يار جانان را بساغر دل،
که صبح دم بمينوشي خوشا پيمانه مي گويد!

بخوالي قصهء مجنون بسودا سر بصحرا نهد،
که ياي ناقهء ليلي، مکر افسانه مي گويد.

چه تدبيري کنم دردِ جنون را، چارهٔ مشفق!
ز سودا سر زلي صحرا دلِ ديوانه مي گويد.

همای اوج چون هستي، بلند پرواز شو "عاجز"،
جوارِ قربِ او دائم کني کاشانه مي گويد.

---

اسدالله شاه "اسد" ٽکڙائي

## سيد حاجي محمد حافظ شاهه

سيد الهه بخش شاهه جو چوٿون نمبر فرزند، ۽ علامه اسدالله شاهه "فدا" جو پاٽ، سيد حاجي محمد حافظ شاهه، ۲۰ شوال المکرم ۱۲۸۷هه ۾ اڳين ٽکڙ ۾ ڄائو. کيس حافظ يوسف جي مڪتب ۾ وهاريو ويو، جتي قرآن جي پڙهڻ سان گڏ پارسي ۽ سنڌيءَ جي به چڱيءَ طرح تعليم حاصل ڪيائين. عربي، "نسرا جيءَ" تائين پڙهيو.

پين ساداتن سان گڏ، حضرت صاحب جن جي مريد ٿيڻ جو به شرف حاصل هوس. نه رڳو مريد، پر حضرت صاحب جن جي مٿس هميشه مهر جي نظر هوندي هئي. سائن گڏ ڪيترا دفعا ڪوئيٽا، ڪابل، قنڌار، وغيره جي سفر تي به ويو هو. حافظ شاهه جيتوڻيڪ نقشبندي هو، ۽ نقشبندي طريقي ۾ راڳ رباب حرام آهي، مگر پاڻ راڳ کي روح جي راحت سمجهيائين ٿي. اهوئي سبب هو، جو سندس اوطاق هميشه راڳيندڙن، سگهڙن، مسلهن ۽ پتلين وارن سان پربل رهندي هئي. ڳوٺ جا ماڻهو گهڻو ڪري سندس ئي اوطاق ۾ ڏسبا هئا. ڪڏهين مداري، ڪڏهين ڏور ڏيندڙ ۽ بيت چوندڙ، ۽ ڪڏهين راڳيندڙ، هميشه سندس اوطاق کي رونق بخشيندا رهيا. پرديسي ڳائڻا ۽ سگهڙ ايندا هئا، ته گهڻو ڪري سندس اوطاق ۾ اچي رهندا هئا. پنهنجي هم مجلسين سان اهڙي قدر انس ۽ محبت هوندي هيس، جو جيڪڏهن ڪو به سيد سندس ڪنهن به سائيءَ کي ڪم ڪار چوندو هو ته کيس ڏاڍو ڏک ٿيندو هو، ۽ پاڻ انهيءَ سيد کي چوندو هو ته "ادا، آئون ٿو تنهنجو ڪم ڪري اچان، باقي منهنجي ڪچهريءَ وارن کي تڪليف نه ڏي". جيڪڏهن وٽس روزانو ايندڙ ماڻهو ڪڏهين ڪچهريءَ تي نه آيو، ته صبح جو پاڻ انهيءَ جي گهر وڃي سندس خبر چار لهندو هو.

کيس بدن جي صفائيءَ جو ڏاڍو خيال رهندو هو. نهايت نازڪ ۽ نفيس لباس پهريندو هو. خوشبوءِ لڳائڻ سان خاص شوق هوس. خوش خلق ۽ رلڻو ملڻو به اهڙو هو، جو جيڪڏهين ڪنهن ماڻهوءَ سان هڪ دفعو ڳالهايائين ته اهو شخص سڄي عمر سندس دوست ٿي رهندو هو. خوش طبعيءَ کي پسند ڪندو هو. جن پوتن جي اجاين ڳالهين تي اعتبار ڪونه ڪندو هو. جڏهن ڪا اهڙي ڳالهه ٻڌندو هو ته جيسين انهيءَ ڳالهه جي پڪ نه ڪري، تيسين سک ئي نه سمهندو هو– ۽ اهڙيون ڳالهيون سندس کوجنا ۾ هميشه ڪوڙيون

اڪرنديون هيون. ٽکڙ ۾ راندين روندين کي حافظشاهه ئي زور وٺايو هو. انهيءَ وقت ٽکڙ جا اُتي-ڏکر، ونجهوني ۽ وڏڪيل جا رانديگر پڻ سڀني ڳوٺن جي رانديگرن کان مٿا هئا. ٽکڙ ۾ انهيءَ وقت زبردست ملاکڙا لڳندا هئا. خود ٽکڙ ۾ جمعدار ستارو ميمڻ هڪ سٺو ملهه هو، جو حافظشاهه جو خاص ماڻهو هو. حافظشاهه جي ئي دم قدم سان اهي ملاکڙا لڳندا هئا.

اها ڳالهه مشهور آهي ته جڏهن به ٽکڙ ۾ سخت برساتون پونديون هيون، تڏهين هڪ شخص انهيءَ سخت برسات ۾، لٺ هٿ ۾ کڻي، هر هڪ غريب جي گهر وڃي، انهيءَ جي خبرگيري ڪندو هو، ۽ پنهنجي پڄنديءَ آهر هرڪنهن جي مدد ڪندو هو. اهو هو حافظ شاهه، جنهن جي دل ۾ غريبن ۽ مسڪينن لاءِ ايڏي همدردي هئي.

حافظشاهه ٥ صفر ١٣٣٧ھ ۾ وفات ڪئي. کيس حضرت صاحب خواجه عبدالرحمان واري مقام ۾ دفن ڪيو ويو.

حافظ حامد کان پوءِ جيڪڏهين ڪو ٽکڙ جو شاعر پنهنجي ڪلام ۾ سوز ۽ درد پيدا ڪري سگهيو آهي، يا جنهن جي ڪلام ٻڌڻ يا پڙهڻ سان دل جذب ۽ ڪيف جو مزو ماڻي ٿي، ته اهو حافظشاهه ئي آهي.

حافظ شاهه جي شاعريءَ جي شروعات بابت چيو وڃي ٿو ته هڪ ڏينهن سير و تفريح ڪندي، 'جون' واهه جي ڪناري تي اچي نڪتو، ۽ اتي ئي هڪ نازنين دوشيزه، ڪپڙن ڌوئيندي، سندس دل کي ڌتاري ورتو. سڄڻ جي سڪ سانُ ڪري، روئندو رهيو. برهه جي بي انداز باهه سندس اندر کي آئي، ۽ محبت من مچائي رهي هئي. لنؤن لڳائڻ لاءِ ته ليڪ ضروري هئي، مگر ماٺ ڪرڻ مان به ته ڪو درد جو درمان ٿي نٿي سگهيو! حد چاڪ گريبان تائين پهچي چڪي هئي. کيس ڪنهن سياڻي صلاح ڏني ته تنهنجي مرض جي ٽڪي سٽي حضرت صاحب جن جي هٿان ئي ٿيندي. آخرڪار، پنهنجي عشق جو احوال پير طريقت اڳيان پيش ڪيائين. حضرت صاحب جن کيس دعا ڪئي، ۽ انهيءَ ڏينهن کان وٺي سوز دروني شعر جي صورت اختيار ڪئي. عشق ته اڳي ئي سندس همراهه هو، باقي جو مرشد مٿي تان هٿ ڦيريس، تنهن سون تي سهاڳي جو ڪم ڏنو. غزل تمام گهٽ، ۽ باقي پنهنجي جهوني سنڌي رنگ-مداحن ۽ ڪافين-ڏي تمام گهڻو توجهه ڏنو اٿس. جڏهين عشق جي اندرين آگ سندس صبر جو پيمانو لبريز ڪري وجهندي هئي، تڏهن اها آتش، هزارين ارمان کڻيو، شعر جي شڪل ۾ سندس زبان مان ٻاهر نڪرندي هئي. مومل، عيسو ۽ لونگ شيدي سان هوندا هئس، پاڻ شعر چوندو ويندو هو ۽ انهن کي ياد به ڪرائيندو ويندو هو. ڪافين جون راڳڻيون: ڀيرويائين پاڻ ڪيدو هو، ۽ اول ڪافي به پاڻ ڳائيندو هو، پوءِ هو سندس پٺيان ڳائيندا هئا.

سنڌس ڪافين ۾ اهڙي ڇڪ هوندي هئي، جو جيڪڏهين هڪڙيءَ شام جو سنڌس اوطاق ۾ ڪا نئين ڪافي ڳائي ويئي، ته صبح جو انهيءَ ڪافيءَ جو هڪ يا ٻه بند ڳوٺ جي ٻار ٻچي، پير و جوان جي زبان تي ورد هوندو هو. هاري ناري، ڪمي ۽ ڪاري، ڪني ۽ ڪوري، مزدور ۽ پورهيت—سڀ پنهنجو ڪم ڪار لاهي اچي شاهه جي اوطاق ۾ گڏ ٿيندا هئا. عشاء جي نماز کان پوءِ مجلس شروع ٿيندي هئي. ٽمبورو، مونڀو ۽ اولڳ، واري واري تي، يا گڏجي، ڳائڻ شروع ڪندا هئا. شاهه صاحب پاڻ به هنجون پيو هاريندو هو، ته ٻڌندڙن جي به نيڻن مان لڙ پيا وهندا هئا.

حافظ شاهه پنهنجي وقت جو هڪ مقبول عام شاعر هو. انهيءَ جو ثبوت اهوئي ڪافي آهي ته جڏهين سنڌس ۽ سنڌس همعصرن جو دور گذريو، ۽ نڪڙ مان اها بهار جي بوءِ ختم ٿي ۽ ٻين شاعرن جا بياض سنڌس بياض واڱي گم ٿي ويا، ۽ جڏهين پوئين دور جي اديبن سنڌن ڪلام جي ڳولا ڪئي، تڏهين ماڻهن کي سواءِ حافظ شاهه جي ڪافين جي ٻئي ڪنهن به شاعر جي ڪلام مان هڪ يا ٻه بند به پوريءَ طرح ياد ڪونه هئا. اهوئي سبب هو، جو ماڻهن جي ساڻس ۽ سنڌس ماڻهن سان محبت هئي. اڄ به سنڌس صحبتي، سنڌس ڳڻ پريون ڳالهيون ڳنڍيو، اکين مان آب هارين ٿا.

حافظ شاهه جو ڪلام گهڻو ڪري ڪافين جي صورت ۾ آهي، صبا ۽ قبا، گل ۽ بلبل جا خيالي فسانا سنڌس ڪلام ۾ گهٽ نظر اچن ٿا. سنڌس شعر ۾ ٺيٺ سنڌي لفظ ۽ محاورا، ۽ تجنيس حرفي گهڻي قدر موجود آهي. شاهه صاحب ڪوشش ڪري پنهنجي شعر ۾ اهي لفظ استعمال ڪيا آهن جي بلڪل عام فهم آهن. هيٺين ڪافي ملاحظه فرمايو:

حال نه مون هاڙي هاڻ جو،      هوت هلي آ، آري!
ڇو ڇپر ۾ ڇڏيئي ڇولي،      ڪانه ڪيئي ڀؤ واري.
روهه رلدن ۾ رس رُليءَ کي،      موٽ آءُ منزل ماري.
"حافظ شاهه" جي حجت نه هوت آ،      زور ناهي تو سان زاري.

شاهه صاحب جو سمورو ڪلام سنڌي محاورن سان ڀرپور آهي—

تارا تڪيندي رات گذاريم،      ڏينهن ڏکن ۾ ڏهي ڇاريم.

سور سڄم سال ڀارا، واريون وِره جون مون ورهيه وسايون.

(هن مصرع ۾ "تارا تڪڻ"، "سور سهڻ"، "واريون وسائڻ"، محاورا آهن.)

شاهه صاحب جي اهڙي ڪابه ڪافي يا غزل ڪونهي، جو تجنيس حرفيءَ سان سينگاريل نه هجي. تجنيس جي خوبي ڏسو:

اي عجيبا، اوچتي تو سان سندم دلڙي اڙي،
قلب ۾ ڪنهنپر ڪا انڪي قرب جي قابو ڪڙي.
سور توکي ڇا سڻايان، درد دل ۾ ٿيا هزار،
ڏسڪندي ڏينهڙا گذاريم، راتيون روئي رڙي.

*

ٻيج ۾ ٻيج ٻالي زلف سينگاريئي، سهڻا، ور وجهي ور ۾ وار سنواريئي، سهڻا.
سر ڏيان سٽ، سندم صدقي ساهه سي، اي وٺم ڪڏهن گهڙي پل جي گذارين، سهڻا!

شاهه صاحب جو ڪلام گهڻو ڪري منظرنگاريءَ تي ٻڌل آهي. جنهن به شي جي ڳالهه ڪري ٿو، هڪدم اکين اڳيان اهو نقشو ڦري اچي. مثلاً، سهڻيءَ جو ساهڙ ڪي سڏ ڪري دريا جي ڪيفيت ٻڌائڻ مهل ڏسو ته واقعي درياءَ جو دم ۽ دهشت، ڪنن جا ڪڙڪا، لهريون ۽ لوڏا، مڇ ۽ مانگر، ۽ خود سهڻي آهُن ۽ دانهن ڪندي، اوهان جي اکيان اچي ويندي:

سڪهو ڏي سير ۾ ساهڙ ميهر مددگاري!
نہ ٻوڙو ٻيٽ ڪو ٻالڊي، تنبو تر هو نہ تڙ تانگهو،
جني جولين جڏ ٻس جولي، لڙهيس لهرن ۾ لهواري.
سوين سينسار ٿيا سامهون، ڪنڌيو ڪن ڪاهه مڇ مانگر،
وڏايو وات ڪن واڳو، چيهٽ چرڙات چوڌاري.

وري سندس محبوب هار سينگار ڪري اڳيانس اچي ٿو، انهيءَ جو نقشو ڏسو!

دلبر جو ديدار ڏٺم، وه واهه عجب رنگي رخسار ڏٺم!
ڪنگڻ ڪڙيون، بيني بينسر، نازڪ لورا جهومڪ جهالر:
وه واهه چيرن سان چمڪار ڏٺم!

ياس ۽ حرمان، شاهه جي ڪلام جي خاص خصوصيت آهي. هو هروقت نهٺو، نمائو ۽ غمگين نظر اچي ٿو. هروقت پنهنجي محبوب کي سڏيندو رهي ٿو. محبوب کي سدائين 'ٻاجهارا'، 'پرين'، 'دلبر'، 'عجيب'، وغيره سان سڏي ٿو؛ نہ ڪي 'قاتل'، 'بيرحم'، 'چنگيز'، ۽ 'ڪافر' وغيره-

اَءِ عجيبا اوراهون وي، ڏينهن ڏکيا هيءَ گهايل گهاري.

*

آ مل يار پياري وي، پرهه بيمار ڪيس آئون ٻاڪل.

*

آ تون شال جئين پيارا، جوڙي ڏيئن يار جيءَ ۾ جايون.

يا ته وري ڪانگ پيو اڏائي، محبوب ڏانهن ليايا پيو موڪلي، ۽ ڪانگ کان پرينءَ جون خبرون چارون پيو وٺي:

ڪر ڪا خبرچار ڪالڪوا، ڇنو تان ڇيني جا پرينءَ پياري؟
ڪانگ هيءَ ٿي هالتہ ٻاٻئن، جلد لهي اَءِ مٺان لام.
ڪول ڪيائنا خوشيءَ سان، پرينءَ ڏنئي جي پيغام.
سڄڻ لڌي سار ڪالڪوا، ياد هيس، ڪي ويئا وساري؟

*

ڪانگا ڪهي هيءَ ڪيفيت، نئي ارين جي پيش ڪرا
بعد پيحد بندگيـن جي ڪـج ادب آزيـون اپـر،
سو سلامن سوڪڙيون ڏئـي، چئج خاطو هـيءَ خبر:
عـشـق جـو آڙاهـ بـي انداز منجهه آئـي انـدر،
تـا جدائيءَ کـان جـلـن ان جـوش ۾ جيرا جگر.
ڪانگ تون هي عرض منهنجو ڪج پڌي پانهون پيهر:
هاڻ "حافظ شاهه" سـان چـڏ ڏوت ڏاڍايون ڏمـر.

شاهه صاحب جو بياض سندن وفات کان پوءِ گم ٿي ويو. سندن ڪافيون صرف اهي هٿ آيون آهن، جيڪي ڳائڻن يا عام ماڻهن کي ياد هيون. پاڻ مداحون، مولود، سي حرفيون ۽ مرثيا به چيا اٿس؛ مگر سواءِ هڪ مارئيءَ جي مداح، هڪ مرثيي ۽ ٿورن ڪافين جي ٻيو سڀ ڪلام ناپيد ٿي ويو. مون سندس اهو رهيل کهيل ڪلام "پيام غمگسار" جي نالي سان ۱۲ ڊسمبر ۱۹۵۴ع تي ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

## انتخاب

(مداح مارئي)

اول الله عليم، عليٰ اعليٰ عزّ عظيم، رازق راحـم رب رحـيـم،
قادر! قدرت جو تون ڪريم،

مير محمد ڪيئي مهندار صاحب آهـن رب ستار،
سانگي ميڙين سيڻ سنگهار!

شاهه سڪي ٿـو جيڏين ڪاڻ، سري نه ساعت هت مون هاڻ،
شال ملان وڃي مارن ساڻ، هُرن هيٺين منجهه ويڙهه وٿاڻ،
ساريان سرتين ريجهه رهاڻ، اٿم اندر ۾ اڪنب اپار.

هر دم سيڻ سڄڻ ٿي ساريان، سرتين ري ڪيئن سينڌ سنواريان،
مشڪل ماڻهن منجهه گذاريان، ڏينهن ڏکيا هت گهنگهر گهاريان،
وطن ويڙهيچا ڪيئن وساريان، ڏسان وري ٿل ويڙهه ولهار!

موٽي لايون مينهن ملهاريون، بادل برسيا، ٿيون بهاريون،
پل پريا، پيون پلئيون پاريون، لوهه لڙيا، ٿيون لهڪن لاريون،
ساڻن لوئين ساڻ سنگهاريون، پـرتـون پـويـو پائـن هـار.

هت سڀ سرتيون ڪـڏ ڪهن، چال چڱيءَ سان ڇهت ڇلن،
هيڪيون حيا سـاڻ هـلـن، ولر ڪيو منجهه ويڙهه وطن،
آءٌ هت قـابـو منجهه ڪوٽ، پـل پـل پونم ياد پنوهار!

شال مَ وسران ويڙهيچن، سون کي سور ننڍا وسرن،
سن ۾ تن لاءِ سچ مچن، دم دم دل تي ياد اچن،
ڳوڙها ڳاڙيان روز ڳلن، روئان تنهين لاءِ زار و زار.

عمر اسان جو ڳاٺو ڳر، ساريم ساهه پاڪ پٽر،
مرت مريڙو ڍوڳن ڍر، پهون پهرائن ات پنوهر؛
چست چوندن ٽيون پرت پتر، اهڙا سائيهه منجهه سڪار!

عمر: اياڻا ڪيئن لڇايان؟ ڪوهه لڳن تان لوئي لاهيان؟
کهه سپ ويس، وڳا سپ ڪايان، پر نه پنوهارن آءٌ ڪيئن پايان؟
آخر آءٌ انهن جي آهيان، سانگي لهندم سکهڙي سار!

عمر ادا هي محلا ماڙيون، ڪرسيون ڪوچ ڪنون هي ڳاڙهيون،
باري بنگلا طاق ۽ تاڙيون، مورڻن ڪين پکن سان پاڙيون.
واه ويڙيچن جون هت واڙيون، رکون تـ پهن سان پچار!

عمر سياڻو تي ۽ سديـر، عاقل عادل تي ۽، امير!
لاهي ڪڙيون، زور زنجير، حاڪم هيٺئي چڙ حمير!
موڪل واري منجهه مليـر، پيڙي ٽيان وچي سان پتار!

عمر اياڻي اٿم اڪير، ساري منهنجو ساهه سرير!
اڄ پڻ ونءُ مينهن مليـر، گل ڦل ڪليا ڳوپ ڳنـڍير،
پين پنوهاريون پاڪ پنير، ڪين ڪيليو ٽيون لال ليارا!

هيٺو "حافظ شاهه" حقير، مرسل منهنجا محمد مير،
سهڙ مديني ماهه منير، ور وسيلا والي ويـر،
اوکي لاهين وقت اخير، قادر ڪلمي سان آڪارا!

(ڪافيون)

دل دلربا ڌاريئي، ناز سان ناز وارا!
مشڪي سهي مسلسل،
ڪن پيچ پيچ پلول، قابو ڪمند ڪاڪل،
بانڪا بچي نهاريئي، ونگيو ونن ويچارا.
سرمي سوا سنهالين،
لک ڪهور سان ڪهالين، ڪريو ڪيس ڪهائين،
هيڪر جتي نهاريئي، ڪئي لين پئي خمارا.

يسا قوت لعل مرجان،
لالي لبن تسان قربان، حورون حسن تي حيران،
شرمسند شمس ڪاربئي، ڪئيون قمر ستارا.
"حافظشاه" جون نيازيون،
سچ التجا ۾ آزيون، ڪر دوست دل نوازيون،
چئو مفت مئي ڪسي مارئي، ڏس پاڻ ڏي پيارا!

●

آ مل يار پيارا وي، برهه بيمار ڪيس آءٌ بلڪل!
زلف زوراور وار وسيهر، ڳات ڪنيو ڏين ڳارا وي،
ور ورن ۾ ڳوڙها ڳتيل، ڪر ڪاريهر ڪارا وي،
- انڪن لٽڪن ڪنڍڙا ڪاڪل!
مژگان جا ڪن تير تيزيءَ سان، مشتاقن تي مارا وي،
اڇن اوراٽيو سورهيه سامهون، سينا ڏين سڄارا وي،
- تل نہ ترسن، ڪن نہ تامل!
ابروءَ جي ان سيف سين سهسين، وڏئي واڍو ڙي ويچارا وي،
چور ٿيو سي چهڪ چڪائن، ويا چڪين جا چارا وي،
- دردن ان جون دارون نہ درمل!
ڪنيو نقاب ڪليو جي لهارين، ڪڻو يسا ڪنٺهارا وي،
ڪليا گل گلابي گلشن، ڳهر يسا گل هزارا وي،
- سرو صنوبر، سوسن سنبل!
هرجا هرهنڌ هردو جهان ۾، جلوي ڪيا جهلڪارا وي،
ڪيا جهڪا سڀ جوين تنهنجي، سج ڪئيون چنڊ تارا وي،
حسن تنهنجي جو هرجا هل هل!
"حافظ شاهه" کي آهي هردم، ڀرپنيم تنهنجي پچارا وي،
آءٌ وبهي جوڙي جيءَ ۾ جايون، جالب جيءَ جيارا وي،
- نازن پريا نوري نرمل!

# مرحوم عبدالله شاهه فتاحي

هن اعليٰ ۽ بلند پايي هستيءَ جي نالي کان رياست خيرپور جو هر هڪ باشندو عموماً ۽ سنڌ جا باشندا خصوصاً، چڱيءَ طرح واقف هوندا. سندس پيو نالو سيد عبدالفتاح بہ چيو وڃي ٿو. سندس شجري مان معلوم ٿو ٿئي تہ اڳ بہ هڪ اعليٰ هستي سيد عبدالفتاح جي نالي سان ٿي گذري آهي؛ اهو ئي سبب آهي جو پاڻ هميشہ پنهنجو نالو سيد عبدالله شاهہ "فتاحي" لکندا هئا. هيئنر سندن اولاد بہ پنهنجي نالي جي پٺيان "فتاحي" لفظ لکندا آهن. سندن عمر جو گهڻو حصو دين جي تبليغ ۾ گذريو-ايتريقدر جو پنهنجو آخري دم بہ تبليغ جو فرض پورو ڪندي ڏنائون.

سندن خانداني سلسلو هن ريت آهي:

(۱) سيد عبدالله شاهہ، (۲) سيد محمد شاهہ، (۳) سيد محسن عرف محسن علي شاهہ، (۴) سيد علي بخش شاهہ عرف مير حسن شاهہ، (۵) سيد محمد شاهہ، (۶) سيد حسن الثاني، (۷) سيد محمد شاهہ، (۸) سيد ميرمحمد لا عقب، (۹) سيد محسن، (۱۰) سيد حسنعلي، (۱۱) سيد نورالله، (۱۲) سيد محمد علي، (۱۳) سيد عبدالفتاح-المخاطب من الرسول الامين في الرؤيا بعد المصافحت بخواجہ عبدالله نمکين، (۱۴) ...... * (۱۵) سيد باقي بالله بيرنگ، (۱۶) سيد خواجہ عبدالخالق، (۱۷) سيد خواجہ عبدالباقي، (۱۸) سيد خواجہ آفاق خورد، (۱۹) سيد خواجہ محمد، (۲۰) سيد آفاق ڪلان، (۲۱) سيد شيخ ضياءُ الدين، (۲۲) سيد شيخ عبدالواهب، (۲۳) سيد شيخ خواجہ ناصرالدين، (۲۴) سيد شيخ فخرالدين، (۲۵) سيد شمس الدين، (۲۶) سيد ابوالمعالي، (۲۷) سيد علاءُ الملڪ الشهيد، (۲۸) سيد شمس الدين، (۲۹) سيد ضياءُ الملڪ، (۳۰) سيد ابوالمعالي، (۳۱) سيد شمس الدين ابو جعفر، (۳۲) سيد ضياءُ الدين، (۳۳) سيد عماد الدين، (۳۴) سيد الامير عبدالله ماهرو، (۳۵) سيد امير ابوالحسن، (۳۶) سيد امير ابوالقاسم، (۳۷) سيد عبدالله رضا، (۳۸) سيد موسيٰ الثاني، (۳۹) سيد داورالمتين، (۴۰) امام ابومحمد العسڪري، (۴۱) امام علي الهادي النقي، (۴۲) امام ابوالحسن محمد خواجہ التقي،

* نمبر نالو شجري مان اڏوهيءَ کائي ڇڏيو آهي، ان ڪري خالي ڇڏيو ويو آهي.

(٤٣) امام ابومحمد موسيٰ رضا، (٤٤) امام موسيٰ ڪاظم، (٤٥) امام محمد جعفر، (٤٦) امام محمد باقر، (٤٧) امام زين العابدين، (٤٨) امام ابوعبدالله الحسين، (٤٩) امام اميرالمؤمنين عليٰ المرتضيٰ عليه السلام.

سندن اصل سڪونت جي جاءِ دهلي چئي وڃي ٿي. سندن آباو اجداد وڏا حڪيم تسليم ڪيا ويندا هئا. سندن خاندان مان هڪ اعليٰ هستي، سيد عبدالفتاح، جو هڪ نقل هن ريت بيان ڪيو وڃي ٿو ته شاهه صاحب جن وٽ هڪ شخص خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ عرض ڪيائين، "قبلا هڪ مريض جي هلي نبض ڏسڻ فرمايو." پاڻ اٿيا، ۽ آن عرضدار جي گهر ڏانهن قدم رنج فرمايائون. گهر پهچڻ تي عرضدار عرض ڪيو ته "قبلا، پردي هئڻ سبب اوهان مريض جي نبض ڏسي نه سگهندا." ان تي بزرگن فرمايو، "چڱو، اوهين هي ڌاڳو سندن هٿ ۾ ڏيو ته آءٌ سندن نبض سڃاڻي وٺندس." آخر سيد صاحب جن ڌاڳو وٺي نبض ڏسڻ فرمائي، ۽ فرمايائون ته ڪيس ڇيڄڙا ڪارايا وڃن ته مريض چاق ٿي ويندو. هيءَ ته هڪ امتحان هو: آن شخص فقط شاهه صاحب جن جو امتحان وٺڻ ٿي چاهيو، بلڪ حقيقت ۾ مريض ته آن جي گهر ۾ هوئي ڪونه: آن شخص ته فقط ڌاڳو هڪ ٻليءَ جي ڳچيءَ ۾ ٻڌي، بزرگ کان نبض شناسي ٿي ڪرائي!

سندن خاندان مان سيد مير محمد لاعقب صاحب ڪسي مير فيض محمد خان (پهريون) والي رياست خيرپور دهليءَ مان خيرپور ۾ وٺي آيو، ۽ آن وقت کان وٺي سندن خاندان هميشه لاءِ خيرپور رياست ۾ ٿي سڪونت اختيار ڪئي. آن بعد انهيءَ خاندان رياست ۾ ملازمت ڪرڻ شروع ڪري ڏني. سيد عبدالله شاهه صاحب فتاحيءَ جو ڏاڏو، سيد محسن علي شاهه، رياست خيرپور ۾ مختيارڪاريءَ جي عهدي تي فائز هو. سيد عبدالله شاهه جن جو والد صاحب گهڻو وقت رياست خيرپور ميرس ۾ سب انسپيڪٽر جي عهدي تي فائز رهيو.

صحيح معلومات مان خبر ٿي پوي ته پاڻ احمدپور تعلقي خيرپور ميرس ۾ ڄاوا هئا، ۽ ابتدائي تعليم ڳوٺ اڳڙا تعلقي گنبٽ ۾ ورتائون. انگريزي تعليم خيرپور جي ناز هاءِ اسڪول ۾ ورتائون، ۽ آتان مئٽرڪ پاس ڪيائون. اسڪول کي خيرباد چوڻ بعد، پاڻ عربي ۽ فارسيءَ جي تحصيل ڪيائون. کين ٻنهي ٻولين ۾ ڪافي عبور حاصل هو. لنڊي عونڊي کان ئي سندن رجحان اسلامي تبليغ ڏانهن زياده هو. ازانسواءِ، لنڊي عونڊي کان ئي کين شعر چوڻ جو ڏاڍو شوق هو. سندن تخلص پهريائين "عبد" هو، پر پوءِ همايونءَ واري مشهور بزرگ سندن تخلص "شوق" رکيو، ۽ پڇاڙيءَ تائين سندن تخلص اهو ئي رهيو. پاڻ قادري طريقي جا پير هئا. همايوني بزرگن جي فيض صحبت کان پڻ مستفيد ٿيا. آن کان پوءِ حضرت مولانا قطب الاقطاب سيد تاج محمد صاحب امروٽي رح. کان ذڪر وٺي سندن عقيدتمندن جي حلقي ۾ شريڪ ٿيا. سندن وفات بعد، شيخ المشائخ قطب الوقت حضرت مولانا محمد حماد الله صاحب هاليجوي دام برڪاته، جن جي عقيدتمندن جي حلقي ۾ شامل ٿيا.

خلافت هلچل ۾ پڻ پاڻ ڪافي بهرو ورتائون. اهڙيءَ طرح، جو پير ڳوٺ جي نزديڪ ڳوٺ شاهپور ۾ تبليغ ڪندي گرفتار ڪيا ويا هئا، ۽ ڪين سکر سينٽرل جيل ۾ نظربند ڪيو ويو، جتي پڻ تبليغ جو ڪم چالو رکيائون، ۽ ڪيترائي قيدي سندن حلقهء ارادت ۾ اچي ويا. آخر حڪومت کين جيل مان ڪڍي ڇڏيو.

خلافت تحريڪ واري وقت ۾ پاڻ خلافت جي هڪ ڪاميٽيءَ جي سرڪردگيءَ هيٺ حرمين شريفين پڻ ويا، ۽ اُن سان پاڻ حج جا فرائض پڻ بجا آندائون. مڪي شريف ۽ مديني منوره ۾ ڪيترن ئي زبردست عالمن سان سندن ملاقات ٿي. پاڻ حج جو سمورو احوال قلمبند ڪرڻ فرمايائون، جو اڄ پڻ سندن اولاد وٽ موجود آهي، ۽ ان ۾ ڪيئي حڪمت جا موتي سمايل آهن.

سال ١٩٣٣ع-٣٤ع ۾ ناز هاءِ اسڪول خيرپور ۾ عربي ٽيچر مقرر ٿيا. ان دوران ۾ پڻ تبليغ جو سلسلو جاري رکيائون. ڪيترائي غيرمسلم سندن فيض نظر سان مسلمان ٿيا. شهر ڳڙان ۾ هڪ "مدرسه دارالصلاح" جو بنياد وڌائون، ۽ هڪ انجمن تبليغ اسلام جو پڻ پايو وڌائون. اُن انجمن جي سهاري هيٺ، شهر اکڙون ۾، ميلادالنبيءَ جي موقعي تي جلسو ڪرائڻ لڳا، جو اڄ ڏينهن تائين سندن يادگار هليو اچي. آهستي آهستي ان ميلاد جي سڄيءَ سنڌ ۾ مشهوري ٿي ويئي، ۽ وڏا وڏا ڪاٺ علماء دين اچي ان مجلس کي پنهنجي فيض سان مستفيد ڪرڻ لڳا.

آخر، ڳوٺ ميرمحمد جي ڪوٽ ۾ (لنڪ پير ڳوٺ)، الله تعاليٰ جي امر سان، ڪن شاهينگن هٿان شهيد ٿيا.

شاهه صاحب چڱا شاعر ۽ اديب هئا. ڪيترائي ڪتاب سندن هٿ جا لکيل هئا، جي سندس اولاد جي لاغرضيءَ ۽ اڻڄاڻائيءَ سببان ٻين جي هٿ چڙهي ويا. سندن هڪ ڪتاب "اوچتو عشق" ڇپايل آهي، جنهن جي تصحيح مرزا قليچ بيگ صاحب ڪئي هئي. پاڻ مولود گهڻي تعداد ۾ چيا اٿن، جن مان هڪ ڪتاب سندن ڇپايل پڻ موجود آهي. سندن ڪي سنڌي مولود توڙي عربي ۽ پارسيءَ ۾ چيل اشعار اڻڇپيل حالت ۾ موجود آهن.

## ڪلام جو نمونو

### مولود شريف

پاڻ پساءِ سهڻا لبي، مرحبا جٺرا نبي، مرحبا اعليٰ نبي!

تولئي روز سڪان سرور، رولي هنجون هاريان هر هر،

—من ترس پئي توکي ڏسي.

مديني جيتر ٿئي قسمت، خواب ۾ تنهنجي ٿئي زيارت،

—اهو عرض اکهاءِ سخي.

مير، مديني گهراڻ مون کي، عمر منهنجي لذري جتي،
-۴ ۽ اتي ئي ٿئي سُٺي.
قيامت ۾ اي شاهه شفيع، وقت شفاعت جي عربي،
-شل ياد هجي هي اُمتي.
"شوق" سان توتي مان پڙهان، لک صلواتون سوز منجهان،
-مرڻ تائين شل سگهي!

( ۲ )

صل علي، صل علي، صل علي، صل علي!
الله ۽ ملائڪ سندن، درود نبيءَ تي تا دائم پڙهن،
اوهين ب پڙهو چو نه هر هر مٺا!...
لــالـو محمد جيڪو پڌي، لازم پڙهڻ صلوات ٿئي،
پڙهي پٽل پوءِ هڪدم ته هرهڪ ادا ...
درود پڙهڻ کان جنهن نفرت ڪئي، منافق ٿيو تنهن ته غفلت ڪئي،
ڪر توبهه دل سان پڙهي سو ادا ...
درود پڙهڻ آهي دردن دوا، جو ڪثرت ڪري، لهي آخر شفا،
ٿين دل جا مطلب تنهن کان سوا ...
"شوق" سان پڙهه تون فتاحي درود، آهي قبر ۾ حامي درود،
راضي ٿيو توتي ٿئي خود خدا ...

(مولود عربي)

الحمد لله الذي خلق السماء لمحمد، اعطي كمالاً كاملاً في الانبياء لمحمد.

من وجهه شمس الضحيٰ، من خدّه بدر الدّجيٰ،
من ذاته نور الهديٰ، ملك العليٰ لمُحمّدي.

والشمس في تعريفه، الليل في توصيفه،
يٰس في تشريفه، نزل الضحيٰ لمحمد.

لولاك كان خطابه، ام الكتاب كتابه،
خير المآب مآبه، سعد العليٰ لمحمد.

صديق في تصديقه، فاروق في توفيقه،
عثمان في ترفيقه، حيدر فتيٰ لمحمد.

(سهرو سندس پٽ جي شاديءَ وقت)

وه واهه، بنّا! تنهنجي شادي، ٿي شادي خانه آبادي!

تنهنجي شاديءَ ۾ مائٽ گڏ ٿيا، تنهنجا دوست پيارا اچي ويا،
ڏين توکي مبارڪبادي!

تنهنجي شاديءَ ۾ ڪيئي ٿيا طعام، ڀوڄ پلاءُ حلوا جام،
ماني سڀڪنهن ڍؤ تي کاڌي!

تنهنجي شاديءَ ۾ ساراهه نبيءَ جي، ٿئي مزمت ٿي دشمن گندي جي،
ٿي وئي بدعت جي برٻادي!

تنهنجي شاديءَ ۾ قرآن پڙهجي، ٿو وعظ نصيحت ٻڌجي،
ـي ابليس سان آهه تعدي!

ڀربون توکي ڏين ٿا مبارڪ، ڀوءُ ڀينيون ۽ مائيون ڪي مبارڪ،
ٿي وئي مست خوشيءَ ۾ ماءُ دادي!

تنهنجو "شوق" مان دعاگو 'فتاحي'، توکي بخشي حياتي الاهي،
شل مائين ٻنهنجي سهري زادي!



رشيد احمد لاشاري

# مرحوم زرڪ خان لاشاري

زَرَڪ خان لاشاريءَ جي والد جو نالو ڏاڏي بخش خان آهي. خانداني شجري مطابق سندس سلسلو لاشارين جي مشهور سردار مير گهرام خان سان هيٺينءَ ريت وڃي ٿو ملي. زرڪ خان، ولد ڏاڏي بخش خان، ولد جاڙي خان، ولد مقبول خان، ولد گهٽو خان، ولد صوبدار خان، ولد گهٽو خان، ولد جهان خان، ولد سليمان خان، ولد ڪنڊو خان، ولد مير شنبو، ولد مير حده، ولد رمضان، ولد لوزبند. لوزبند جو پيءُ پٽ مير گهرام خان هو، جنهن جي مير چاڪر خان رند سان اڻبڻت هئڻ سبب، رندن ۽ لاشارين جي وچ ۾ ٽيهن سالن واري ويڙهه لڳي.

اها خبر پوريءَ طرح پڪي نٿي سگهي ته هن خاندان مان اهو ڪهڙو ماڻهو هو، جو پهريائين سنڌ ۾ اچي آباد ٿيو. مان، پنهنجن وڏن جي سيني بسيني روايت موجب، فقط ايترو ياد ڪري سگهيو آهيان ته رندن ۽ لاشارين جي هجرت کان پوءِ ستت ئي مير حده جو خاندان وري اچي صادق جي ڳوٺ ۾ (سيويءَ جي ويجهو) آباد ٿيو. اسان جي خاندان جي پراڻي مؤرخ، مرحوم لعل بخش خان، ڳالهه ڪئي ته "بلوچستان ليويز پوليس جي نوڪريءَ جي سلسلي ۾، اسين جڏهن صادق جي ڳوٺ ۾ پهتاسين ۽ پاڻ کي حدباڻي لاشاري ظاهر ڪيوسين، تڏهن آتان جي لاشاري سردار اسان کان حده جي نشاني طلب ڪئي. اسان جا پيا پاڻ ته خاموش رهيا، پر پنهنجن وڏن کان ٻڌڻ سبب مون کي بخوبي ياد هو، تنهنڪري هڪدم چئي ڏنم ته 'ڏاڏي حده وٽ "ڪيري" نالي هڪڙي بندوق هوندي هئي، جنهن جو نشانو ڪڏهن خطا نه ٿيندو هو.' اهو سردار هڪدم پاڪرين پنهجي ويو. ۽ چوڻ لڳو ته 'آها ڪري بندوق اسان وٽ اڃا تائين موجود آهي' پوءِ اسان سڀني کي هلي ان جي زيارت ڪرايائين."

اهڙيءَ طرح، قريبي روايتن موجب، گهٽو خان اول، پاڳناريءَ جي علائقي مان سرندو، روجهان جماليءَ ۾ موجوده سردار مير جعفر خان جماليءَ جي وڏن سان گڏ اچي رهيو، ۽ سندن ميل ميلاپ ايترقدر وڌي ويو، جو گهٽي جي اولاد پنهنجي مادري زبان بلوچيءَ کي ترڪ ڪري، جمالي بلوچن سان گڏ سرائڪيءَ کي پنهنجي مادري زبان بنائي ڇڏيو، ۽ بلوچي سندن ثانوي زبان جي حيثيت اختيار ڪئي - يعني اڄ ڏينهن تائين انهيءَ خاندان سنجهان اهڙو ڪو به ماڻهو ڪونهي، جيڪو بلوچي زبان کان بلڪل غير واقف هجي.

ڳهڻي خان اول جو ٻڙ پوٽو مقبول خان، سن ١٨٥٧ع واري جنگ آزاديءَ واري زماني ۾ ٿي، روجهان چڙي، خان ڳڙهه (موجوده جيڪب آباد) ۾ اچي رهيو: جاڪاڻ ته جاني ڏيري جي جکراڻي سردار دريا خان جکراڻيءَ سان سندس دوستانا ۽ برادرانا تعلقات هوندا هئا، ۽ انگريزن جي برخلاف سندس تحريڪ ۾ پنهنجي سڄي خاندان کي منظم ڪري ڇڏيو هئائين. ليڪ، ١٨٥٧ع واري تحريڪ ناڪامياب ٿي، ۽ دريا خان جکراڻي ۽ دلمرادخان کوسي کي قيد ڪري انڊمان ٻيٽن ڏانهن موڪليو ويو. مقبول خان کي جاني خان نالي هڪ پٽ ۽ ست ڌيئر هيون. ست ئي ڌيئر اپر سنڌ جي جدا جدا بلوچ قبيلن ۾ پرڻايون، سيئي سان پنهنجي مائٽي قائم ڪيائين، جن مان هڪ ڌيءَ پنهنجي دوست ۽ ساٿي ملڪزار خان جکراڻيءَ کي ڏنائين، جنهن مان ٻه پٽ - شاهه محمدخان ۽ فيض محمد خان - ۽ هڪ نياڻي پيدا ٿي. انهن ٻنهي پٽن جو اولاد اڃا تائين ملڪزار اپر سنڌ ۾ موجود آهي، ۽ نياڻيءَ منجهان هاڻوڪي حاجي درياخان جکراڻيءَ جو پٽ غلام علي خان حال - حيات آهي.

مقبول خان جي پٽ جاني خان کي وري هڪ لياڻي ۽ هيٺيان ست پٽ پيدا ٿيا: (١) مغل خان، (٢) پٺاڻ خان، (٣) لوٽو خان، (٤) ڏاڻي بخش خان، (٥) والڻ خان، (٦) ڳوڏو خان، ۽ (٧) فضل خان.

سن ١٨٥٧ع جي تحريڪ آزاديءَ کان پوءِ، مقبول خان، پنهنجي مرشد سيد غلام رسول شاهه جيلالي ساڪن نبي شاهه وڳڻ جي معرفت، انگريزن وٽ ڪافي رسوخ پيدا ڪيو، ۽ پنهنجي پٽ جاني خان کي پنهنجن ستن پٽن سميت بلوچستان جي ليويز ٿاڻن تي مقرر ڪرائي ڇڏيائين، ۽ پنهنجي نالي ملڪزارخان جکراڻيءَ کي رسالدار جو ٿاڻو وٺائي ڏنائين، جو اهو ٿاڻو ملڪزارخان جي وفات کان پوءِ سندس پٽ فيض محمد خان کي سندس والد جي لئين پڊايل ڳوٺ ملڪزار ۾ تبديل ٿي مليو، ۽ هن وقت به موجوده ملڪزارخان آني جو دفعيدار آهي. جاني خان، مغل خان ۽ پٺاڻ خان، ڪوئيٽا، چمن ۽ پشين جي ٿاڻن تي دفعيدار (صوبيدار) مقرر ٿيا: ڏاڻي بخش خان اپوزئي (فورٽ سنڊيمن) جو ٿاڻو سنڀاليو: والڻ خان سيويءَ ۾ ديرو دمايو: ۽ باقي ڀيا ڀائر ۽ رشتيدار به سڄي برٽش بلوچستان جي جدا جدا ٿاڻن تي پکڙجي ويا. اُن وقت بلوچستان ۾ بيروني حفاظت لاءِ فوج مقرر ٿيل هوندي هئي، پر ملڪ جو سڄو اندروني انتظام ليويز پوليس جي حوالي هوندو هو. اهي سيئي ڀائر پنهنجي زندگيءَ جو ڪافي حصو مشهور انگريزن سان گڏ گذاري، پينشن، اعزازي سرٽيفڪيٽ ۽ انعام حاصل ڪري، پوءِ واپس موٽيا. ميڪمن صاحب جو سبيءَ ۾ دربار ڪري بلوچستان جي سردارن کان ٽانگو ڇڪائڻ، ۽ سنڊيمن ۽ ربيٽ صاحب جون ڪيتريون ڳالهيون، انهن وڏن جي معرفت اسان تائين پهتل آهن. ايران ۽ بلوچستان جي حد بنديءَ جي تڪرار وقت به مغل خان، پٺاڻ خان ۽ لوٽو خان قافلو وٺي سيستان تائين ويا هئا، ۽ ڪيچ مڪران ۽ ڪراچيءَ جي رستي واپس سبي موٽي آيا هئا. سندن سوٽن مان ڪٽڻ خان، حاصل خان، وسڻ خان، لنگڻ خان، مشغول خان، ڪريم بخش، محمد بخش ۽ واحدبخش به ليويز پوليس

۾ هئا. مشغول خان کي فورٽ سنڊيمن ۾ پٺاڻن شهيد ڪيو هو. منهنجو والد بزرگوار مرحوم زرڪخان لاشاري به انهيءَ متئين سلسلي جي هڪ ڪڙي، يعني فورٽ سنڊيمن بلوچستان جو دفعيدار (صوبيدار) هو، جنهن جي سوانح هن هيٺ بيان ڪجي ٿي.

ولادت جي تاريخ جي باري ۾ ڪا مستند روايت ملي نٿي سگهي، پر جيئن ته پاڻ وفات واري سال ائين فرمايو هئائون ته 'منهنجي عمر هن وقت پنجهتر سال آهي'، ته سندن وفات ١۴ مارچ ١٩٣٢ع ۾ ٿي، تنهنڪري انهيءَ اندازي موجب چئي سگهجي ٿو ته پاڻ سن ١٨٥٧ع واري سال ۾ پيدا ٿيا هوندا.

مستند روايتن مطابق زرڪخان ۽ سندس ننڍو ڀاءُ شهڪ خان، خانڳڙهه (جيڪب آباد) ۾ پيدا ٿيا، ۽ سندن ننڍپڻ جو ڪافي عرصو اتي ئي گذريو؛ ڇاڪاڻ ته سندس والد ۽ چاچا جيتوڻيڪ بلوچستان جي دور دراز ڍاڻن تي نوڪري ڪندا هئا، پر سڀني جو گهر ٻار خانڳڙهه ۾ ئي هوندو هو. سڀ کان پهريائين ڏنيبخش خان پنهنجا ٻار ٻچا ابوزئي (فورٽ سنڊيمن) ۾ گهرائي ورتا، ۽ زرڪخان جي تعليم و تربيت به اتي شروع ٿي.

ان وقت بلوچستان ۾ اسڪولن ۽ ڪاليجن جو نالو نشان به نه هوندو هو؛ رڳو مسجدن ۾ دبني تعليم هلندي هئي، ۽ مسجد جا تعليم يافتائي ليويز ٿاڻن ۾ محرر يعني ڪلارڪ مقرر ٿيندا هئا. شهڪ خان جي ته ماڳهين پڙهڻ سان دل ڪانه هوندي هئي، ۽ پنهنجي والده جي گهڻي پيار سببان آخر تائين هڪڙو اکر به ڪونه پڙهيو؛ باقي زرڪخان ابوزئي جي هڪ عالم مولوي عبدالحميد خان ڪاڪڙ وٽ پشتو ۽ پارسيءَ جي ڪافي تعليم حاصل ڪئي. اردوءَ جي تعليم عام ڪانه هوندي هئي، پر ڏني بخش خان جو هڪ دوست عبدالعزيز نالي، ديري غازيخان جو ويٺل، سندس ٿاڻي جو محرر يا منشي هوندو هو: ان وٽان زرڪخان کي اردو جي ابياس جو ڪافي موقعو مليو. ڏنيبخش خان کي پنهنجي ان دوست عبدالعزيز سان ايڏي ته محبت هوندي هئي، جو جڏهن کيس ٽيون پٽ ڄائو، تڏهن ان تي پنهنجي دوست جو نالو 'عبدالعزيز' رکيائين، جو هن وقت انهيءَ عبدالعزيز وانگر ضلعي سبي ۾ ليويز ٿاڻي جو محرر آهي، ۽ منشي عبدالعزيز سڏبو آهي. اهڙيءَ ريت، زرڪخان کي ڪنهن سانگي سبب ننڍپڻ ۾ ڳرٽ سوبي خان اوڳاهي تعلقي ڪنڌڪوٽ جي لڳ ڀڳ ڏهن سالن جي رهڻ لاءِ موقعو مليو، تڏهن اتان جي آخوند الهه ورائي خان کان سنڌيءَ جي تعليم به حاصل ڪيائين. انهيءَ الهه ورائي خان جو پٽ ماستر عاربي خان اوڳاهي پينشنر هن وقت تائين موجود آهي، جنهن مون رشيد احمد ولد زرڪخان لاشاريءَ کي پنهنجي پٽ الهه ورائي خان سان گڏ، سن ١٩٣٦ع ۾، سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪرايو.

زرڪخان ۽ شهڪ خان پنهنجي چاچي لونو خان جي ڌيئن سان شادي ڪئي، ۽ ابوزئي ۾ ئي گهر ٻار ڪري ويٺا. منهنجو وڏو ڀاءُ گل محمد خان به اتي ئي پيدا ٿيو. ابوزئي ۾ ڏنيبخش خان جي جيئري ئي پنهنجي ٻالڪن کي ليويز پوليس ۾ ڪنيو ويو هو،

پر ان جي وفات کان پوءِ زرڪ خان کي اپوزئي جو، ۽ شهڪ خان کي پوره (ضلع بورالائي) جو دفعيدار مقرر ڪيو ويو. انهيءَ سلسلي ۾، اپر سنڌ جا پيا به ڪيترائي لاشاري ۽ پاڳناڙي جاڳراڻي بلوچ به وچي ليويز پوليس ۾ ڀرتي ٿيا. ايڏي ساري وڏي انالي جي ڪري، انوقت جا انگريز آفيسر، ائين ٿي چوندا هئا ته بلوچستان جا پٺاڻ جاني خيل (لاشاري) جا وڏا پائر آهن، ۽ انهن جي دوستيءَ جي ڪري ئي امن ۽ سک سانت سان وقت گذارين ٿا. زرڪ خان جا ناناڻا ٺل تعلقي جا پيرو شاهي لاشاري هئا، جن مان ميانجي خان محمد لاشاري هڪ عالم دوست اڃا تائين موجود آهي. انهن لاشارين مان قادر بخش ۽ پيا به ڪيترا لاشاري، بلوچستان جي زبردست ۽ خطرناڪ پهاڙن ۾ ملازمت ڪندا ۽ گهمندا نظر ايندا هئا. مون سان حيدرآباد سنڌ جي مشهور شاعر مرحوم محمد رمضان "شاد" ڳالهه ڪئي ته "آءٌ به فورٽ سنڊيمن جي ليويز پوليس ۾ نوڪري ڪري آيو آهيان"؛ ۽ والد مرحوم زرڪ خان ۽ پين سڀني کي باقاعدي سڃاڻائين ٿي. ان وقت اسان جي محترم دوست ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم "خليل" جو والد بزرگوار خانصاحب محمد يوسف خان به ڪوئيٽا ۾ فوجي آفيسر هو. ممڪن آهي ته اسان جن بزرگن سان به سندن چارچشمي ٿي هجي، پر اڃا تائين ڪا اهڙي روايت نه ملي سگهي آهي.

والد مرحوم، زرڪ خان، اڪثر فورٽ سنڊيمن ۾، ۽ ڪجهه وقت موسيٰ خيل، پوره ۽ سبيءَ جي ٿاڻن تي به گذاريو، ۽ ڪوئيٽا ۾ به ڪيترو وقت خصوصي ڊيوٽيءَ جي سلسلي ۾ گهرايو ويو. خان خداداد جي فرزند اعظم خان جي نظربنديءَ وقت به پاڻ ۽ سندس چند سپاهي سائس گڏ هوندا هئا.

انهيءَ وچ ۾ ڪيترا بزرگ پنهنجي نوڪريءَ جو عرصو پورو ڪري پينشن تي لهي آيا، ۽ جنهن وقت ضلعي جيڪب آباد ۾ شاهي واهه کونجي تيار ٿيو ۽ بلوچستان جي نصيرآباد تحصيل کي به پاڻي پهچڻ لڳو، تڏهن انگريز سرڪار جاني خيل کي، سندن خدمتن جو اعتراف ڪندي، باگڙو تحصيل نصيرآباد بلوچستان ۾ پابندي شرطن تي زمين انعام ڏني، ۽ سڀ خانگڙهه ۽ پين پاسن کان لڏي آتي اچي آباد ٿيا. آخر سن ۱۹۰۰ع جي وبا واري زماني ۾ حالتون ڪجهه اهڙيون ناسازگار پيدا ٿيون، جو والد مرحوم زرڪ خان کي به پينشن تي لهي گهر اچڻو پيو، ۽ سرڪار کان منظوري وٺي، باگڙو واري زمين احمد خان ڪوسي وٽ وڪرو ڪري، ديهه بجاراڻي تعلقي ڪنڌڪوٽ ۾ اچي زمين خريد ڪيائون، ۽ آتي ئي هڪ ڪچو قلعو تعمير ڪرائي، ڳوٺ ٻڌي اچي ويٺا. اهڙيءَ طرح، سڀني سهڪيريءَ کان پوءِ زمينداري پيشو اختيار ڪيو.

والد مرحوم کي ٻهرئين گهر مان به پٽ - گل محمد خان ۽ الهي بخش خان - هئا، پر سن ۱۹۰۰ع ۾ گهرواريءَ جي فوت ٿيڻ کان پوءِ، سن ۱۹۲۱ع ۾، پنهنجي وڏي چاچي رئيس مغل خان جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائون، جنهن منجهان سن ۱۹۲۲ع ۾ آءٌ (رشيداحمد) پيدا ٿيس.

ٿيس. مون تي پنهنجي ڏاڏي جو نالو ڏتي بخش رکيو ويو، پر والد مرحوم مون کي رشيداحمد سڏڻ لڳا، ۽ فرمائيندا هئا تہ رشيداحمد ڪلاچي (ديره اسماعيل خان) منهنجو هڪ فوجي دوست هوندو هو، جنهن سان گڏجي آءٌ شعر لاهيندو هوس. ١٩٢٥ع ڌاري ملڪ جون معاشي حالتون تمام خراب ٿيڻ لڳيون: سنڌن زمين کي پوري پاڻيءَ نہ ملڻ سبب ڪيترن سالن جو فصل برباد ٿي ويو، ۽ پاڻ ويا ٿي ڏينهون ڏينهن قرض ۾ پيڙبا. ليڪن، ساري زمين ڪنڌڪوٽ جي سوناري گورڌنداس کي گروي ڏيئي، پاڻ ملگزار (بلوچستان) ۾ لڏي وڃي ويٺا. منهنجو ننڍپڻ بہ آتي ئي گذريو. منهنجو والد، فيض محمد خان جکراڻيءَ جو مختيارِ عام مقرر ٿيو، ۽ مان فيض محمد خان جي پوٽي مرحوم غلام رسول خان سان گڏ ملگزار جي پرائمري اسڪول ۾ اردو پڙهڻ لڳس. غلام رسول خان منهنجو تيج-شريڪ ڀاءُ بہ هو. ليڪن، سن ١٩٣١ع ڌاري، سڀ پنهنجي گروي زمين ڇڏائڻ جي ارادي سان سنڌ ۾ واپس موٽي آيا: پر آهو سال اهڙو ڪو نياڳو هو، جو ٿورن مهينن اندر مغل خان، پاڻ خان، واڻ خان ۽ پيا سڀ باقي رهيل ڀائر، هڪ ٻئي پٺيان، انهيءَ مغل آباد جي ڪچي قلعي ۾ وفات ڪري ويا. والد مرحوم کي سخت صدمو پهتو، ۽ مالي مشڪلاتن کي منهن ڏيڻ لاءِ زمين سيٺ گورڌنداس کي هميشہ لاءِ وڪرو ڪري ڏنائين.

١ مارچ ١٩٣٢ع ۾ پاڻ اوچتو بيمار ٿي پيا، انهيءَ موقعي تي خاندان جا سڀ ماڻهو اڳين فوت ٿيلن جي معذرت جي سلسلي ۾ آيل هئا. هر هڪ کي پنهنجي پنهنجي لمولي جي وصيت ڪيائون. مان ان وقت چوٿون درجو آردو ڇڏي، چوٿين سنڌيءَ ۾ داخل ٿيو هوس. آخر ۾ مون کي گهرايائون، ۽ فرمايائون تہ "ڏس، دُنيا ۾ سيڪنڊن جا پيءُ ماءُ مري ويندا آهن، ۽ شايد مان بہ مري وڃان. منهنجي مرڻ کان پوءِ، مان سمجهان ٿو تہ تنهنجا ڀائر ۽ چاچا اوهان کي نڪرائي ڇڏيندا. تون جيڪڏهن منهنجو سچو فرزند هوندين، تہ دُنيا ۾ رُلين، پنين، ديس کان پرديس وسائين، پر هڪڙيءَ ڳالهہ کي هٿ مان نہ ڇڏجانءِ- ۽ آها آهي 'تعليم'!"

پاڻ روزي ۽ نماز جا سختيءَ سان پابند هوندا هئا. ١٤ مارچ سن ١٩٣٢ع تي رات جي وقت وضو ڪري ٻہ رڪعت نماز نفل پڙهيائون، ۽ سيني کي چيائون تہ بلند آواز سان خدا جو ذڪر ڪريو. سڀ ذڪر ڪرڻ لڳا، ۽ پاڻ بہ ذڪر ڪندي پنهنجي خدا سان وڃي مليو- انا لله و انا اليه راجعون. کين جهنجهن جي ڳوٺ واري قبرستان ۾ سپردِ خاڪ ڪيو ويو.

والد مرحوم زرڪ خان کي هڪ لياڻي ۽ هيٺيان پنج پٽ پيدا ٿيا: گل محمد، الاهي بخش رشيد احمد، محمد بخش، ۽ قادربخش. منهنجا پيا سڀ ڀائر پنهنجي ٻئي سڄي خاندان سميت ڳوٺ دين محمد خان ڪوسي تعلقي ٺل ضلعي جيڪب آباد ۾ رهن ٿا. والد مرحوم جي وفات کان پوءِ مون سان پنهنجو هيٺيون شعر ٺهڪي اچي ٿو:

دورِ شباب ايندي ئي ترڪ - وطن ڪيم،
افسوس، مان چمن ڪان جدا ٿيس بهار ۾!
فڪر - معاش، رنج - عزيزان، فراقِ دوست،
ڇا ڇا ستم ڏٺم چمنِ روزگار ۾!

مرحوم زرڪ خان خوشمزاج، سنجيدو ۽ بردبار انسان هو. منهن تي سدائين مرڪ هوندي هيس. ڪاوڙ وس وينديءَ ڪين ڪندو هو؛ پر جيڪڏهن ڪنهن ڳالهه تي اوچتو ڪاوڙ ايندي هيس، ته پوءِ سندس لڱن لڱن ڪانڊارجي ويندي هئي، ۽ سندس جوش کي ڍرو ڪرڻ تمام مشڪل ٿي پوندو هو. پنهنجي ارادي ۽ وعدي جو بلڪل پڪو هو، ۽ جيڪي هڪڙو ڀيرو زبان سان چوندو هو سو ضرور ڪري ڏيکاريندو هو. بلوچن جي اڇوتپڻي ۽ غرور واري عادت ۽ رسم و رواج کي سخت ننديندو هو. پيو ته لهيو، پر اوڏ ۽ مينگهواڙ به سندس بهترين دوست هوندا هئا، ۽ "با مسلمان الله الله، با برهمن رام رام" واري اُصول جو سختيءَ سان پابند هوندو هو. اُن وقت اپر سنڌ ۾ تعليم جو رواج بلڪل گهٽ هو: ملگزار واري زماني ۾ رهڻ ڪان پوءِ، هن ڪيترن سائين ۽ زميندارن کي پنهنجي خانگي اوقات صرف ڪرڻ سان تعليم مان روشناس ڪري ڇڏيو، ۽ سندس ئي ڪوشش سان ملگزار ۾ اردو اسڪول قائم ٿيو، جنهن ۾ مون به تعليم ورتي. ان وقت جي بيعلميءَ جي اها حالت هئي، جو هڪ ڏينهن فيض محمد خان جکرانيءَ جو تاج محمد نالي هڪ بگٽي بلوچ ٻڪرار ڊوڙندو آيو ته "راڪو ٻڪريون ڍڪ تي ڪاهي ويو آهي." ڍڪ جي چارج به ملگزار جي ٿاڻي جي محرر کي هئي، تنهنڪري والد مرحوم زرڪ خان ان بگٽي بلوچ کي ان محرر ڏانهن چٺي لکي ڏني ته ٻڪريون ڇڏي ڏي. ٻڪرار ڇا ڪيو جو چٺيءَ واري ڪليل ڪاغذ کي هڪڙي خاليءَ ڪنڊ ڪان چنبيءَ سان جهلي آٿي روانو ٿيو، ۽ چار ميل پنڌ ڪري اهو ڪليل ڪاغذ وڃي محرر جي هٿ ۾ ڏنائين، ۽ چيائين ته "منشي، اِيشي آڪِر نوان اي سياهڙو سياهڙو گار بيان رَوَنت!" (منشي، هي وٺ، نه ته هي ڪارا ڪارا نشان گم ٿي ويندا!) منشي خط پڙهي ٻڪريون ته ڇڏي ڏنيون، پر ٻڪرار اچي انهيءَ ضد تي بيٺو ته "منشي صاحب! مون کي اهو ٻڌاءِ ته هن ڪپڙي جي ٽڪر (ڪاغذ) تي ڪارن نشانن تو سان ڳالهايو به ڪونه، ۽ آنهن کي ڏسڻ وقت تنهنجا چپ به نه چُريا، پوءِ ڀلا توکي ڪيئن خبر پئي جو تو سردار جون ٻڪريون ڇڏي ڏنيون!؟"

مرحوم زرڪ خان کي شعر ۽ موسيقيءَ سان بيحد دلچسپي هوندي هئي، ۽ پاڻ به شسته شاعر ۽ نغمه گو هوندا هئا. رباب نهايت سٺو وڄائيندا هئا، ۽ پنهنجا تيار ڪيل بلوچي، پارسي ۽ پشتو ٻولين جا شعر اڪثر رباب تي ڳائيندا هئا. پوين ڏينهن ۾ ديري غازيخان جو مشهور ڳائڻو ۽ شاعر رسول بخش ميراثي سندس خاص صحبتي هوندو هو، ۽ اُن سان گڏ سندس ڪچهريون عام جام ٿينديون رهنديون هيون. داستان گوئيءَ سان به خاص دلچسپي هوندي هيس، ۽ شعر ۽ راڳ جي محفل ڪان پوءِ، بلوچن جي فرمائش موجب، "داستان امير حمزه" اردوءَ ۾ پڙهڻ

شروع ڪندو هو، ۽ ڪڏهن ڪڏهن بلوچيءَ ۾ ان جو ترجمو به ڪندو ويندو هو. هو پنهنجي خيال موجب "داستانِ امير حمزه" کي صحيح داستان سمجهندو هو، ۽ بلوچن کي بديع الزمان بن امير حمزه جي اولاد مان شمار ڪري، ۽ ان تي فخر محسوس ڪندو هو. مطلب ته انهيءَ قصي کان ايتريقدر متاثر هو، جو پنهنجي سوٽ، پٽ ۽ پوٽن جا نالا به نمبروار-'حمزو'، 'مقبل' (الاهي بخش) ۽ 'عمر' رکيائين، ۽ چيائين ته وڏي هوندي هو ٽيئي پاڻ ۾ دوست ٿي رهندا-۽ واقعي ٿيو به ائين. اهڙيءَ طرح، سرائڪيءَ ۾ "جنگ نامه زيتون"، مصنف امير بخش، ۽ پارسيءَ ۾ "مثنوي مولانا روم" همشيه مطالعي هيٺ رکندو هو.

ملازمت جي سلسلي ۾ سنڌ، پنجاب، سرحد، بلوچستان ۽ افغانستان ۾ رهڻ ڪري، سنڌي، پنجابي، سرائڪي، اردو، پارسي، پشتو ۽ بلوچي زبانن تي کيس پورو پورو عبور حاصل هو، ۽ انهن سڀني ٻولين ۾ سندس شعر موجود آهي: تنهنڪري کيس 'هفت زبان شاعر' سڏڻ ۾ ڪنهن به قسم جو مبالغو ڪونهي. انهن ٻولين کان سواءِ، پاڻ ائين بروهڪي ٻولي به چڱيءَ طرح ڄاڻندو هو، ۽ ان ۾ ٻين شاعرن جو ڪلام به ٻڌائيندو هو. جڏهن کانئس پڇبو هو ته "اوهين بروهڪيءَ ۾ ڪلام ڇو نٿا چئو؟" تڏهن چوندو هو ته "بروهڪي ڪا خاص زبان ڪانهي، ۽ اها ائين آهي جيئن ڏبي ۾ ٺيڪريون؛ تنهنڪري ان ۾ شاعري ڪرڻ لاءِ دل ئي نه چاهيندي آهي".

جيئن ته پاڻ پنهنجي زندگيءَ جو اڪثر حصو فورٽ سنڊيمن بلوچستان ۾ گذاريائين، ۽ سندس تعليم و تربيت به اتي ٿي، تنهنڪري پاڻ شعر و شاعريءَ ۽ تعليم ۾ پنهنجن استادن منجهان مولوي عبدالحميد خان ڪاڪڙ ۽ منشي عبدالعزيز ديره جاتيءَ ۽ رشيد احمد ڪلاچويءَ جا نالا کڻندو هو. پنهنجي همعصر ۽ گهرن دوستن مان سردار زرغون خان پٺاڻ (نزديڪ زيارت، بلوچستان) ۽ شربت خان پٺاڻ (رٽائرڊ پوليٽيڪل ايجنٽ) کي تمام گهڻو ياد ڪندو هو. مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي ته سن ١٩٣٠ع ۾ جڏهن آءٌ اسڪول ملگزار ۾ ڇهربون درجو اردو پڙهندو هوس، تڏهن شربت خان پٺاڻ ڇهربون پيرو پوليٽيڪل ايجنٽ مقرر ٿي ملگزار جي دوري تي آيو هو، ۽ والد مرحوم جي دعوت قبول ڪئي هئائين. ان جي قيامگاهه تي به شعر ۽ راڳ جي هڪ زبردست مجلس منعقد ٿي هئي.

بلوچي شاعريءَ ۾ مالهو خان ٻگراڻي سندس خاص همعصر ۽ گهرو ساٿي هو، ۽ ٻئي ڄڻا هڪ ٻئي کي پنهنجا بلوچي رزميه ۽ عشقيه شعر ٻڌائيندا رهندا هئا. مالهي خان جو فرزند ٺاغمان خان، ملگزار اسڪول ۾ مون سان گڏ اردو پڙهندو هو.

جيئن ته مرحوم زرڪ خان پنهنجو اڪثر ڪلام في البدي تيار ڪندو هو، ۽ لکڻ جي تڪليف ڪڏهن به گوارا نه ڪندو هو؛ هر لئين تيار ڪيل شي سندس حافظي تي هميشه لاءِ محفوظ رهجي ويندي هئي، تنهنڪري سندس وفات کان پوءِ سندس ڪلام به اسان وٽان هميشه لاءِ ويندو رهيو. پلا، ان وقت ڪنهن کي اهڙو شعور هو جو اهڙا ناياب جواهر سانڍي رکي،

جي وقت تي ڪم اچن؟ وري بہ آفرين آهي سندس لنڍي ڀاءُ منشي عبدالعزيز کي، جنهن ڪيترا هٿ ۽ تڪليفون سهي، سندس دوستن وٽان ياد ڪيل ڪلام جو ڪافي ذخيرو ڪٺو ڪيو آهي.

والد مرحوم زرڪخان سنڌيءَ ۾ ڪلام تمام ٿورو چيو آهي: فقط بہ ڪافيون هٿ اچي سگهيون آهن، جن مان هڪ مولوي قادربخش ڪوٽ ڪاپاري (تحصيل نصيرآباد، بلوچستان) واري جي تتبعي تي چئي هئائون. مولوي صاحب سندن همعصر ۽ صحبتي هو. مون کي پنهنجي والد مرحوم جي چاچي سبزعلي خان ٻڌايو تہ ”مولوي قادربخش هڪ نهايت پرگو شاعر هو، ۽ مولانا عبدالغفور صاحب همايوني ’مفتون‘ سندن خاص همعصر ۽ صحبتي هوندو هو.“ هڪ ڀيري صحبتپور (بلوچستان) ۾ اهي ٽيئي بزرگ اچي ڪٺا ٿيا هئا، جتي مولوي قادربخش صاحب پنهنجيون ڪيتريون ڪافيون ٻڌايون، جن مان هڪڙيءَ ڪافيءَ جو ٿلهہ ۽ ٽالي وارو ٻول هيءُ هو:

روئندي يار ڇڏيو، ٻسر ۾ ڇڏيون ويا مان کي!
جڏهہ دلبر مان وٽ آيو، ٿاهہ لڳيءَ جا ٿاهي،
ٻچڙ لڳو پوءِ مان ڪان، ’قادربخش‘ هيءُ ڇا هي؟
سينو سيني سان لائي، ڪلندي ڪئيون ويا مان کي!

اهو ٻول ٻڌنديئي، مولانا همايوني هڪدم ٽپ ڪائي آٿيو. مولوي قادربخش کي ڪٺي سيني سان لڳايائين، ۽ چيائين تہ ”يار، بخت تہ تنهنجا، جو سڄڻ توکي ڪلندي ڪئيو وڃن!“ مجلس برخاست ٿيڻ کان پوءِ مرحوم زرڪخان بہ انهيءَ ڪافيءَ جي تتبعي تي هيٺيون ٻول ٻڌو:

ڪان قريبي دل ۾، محب هڻيون ويا مان کي!
گهر گهر ٿيون گلزاريون، دوست ڏنيون دلداريون،
مفت مٺيءَ کي ماريون، ٻيرهہ ٻڇيون ويا مان کي.
بيحد ڪيون مان دانهان، هڻوا ٻڌي ٻئي ٻانهان،
دل تي ڪري سوڪاهان، ماٽ ڇڻيون ويا مان کي.
سور وڌائون چولي، زخم وڌائون ڪولي،
ميڙبون ٻوليون ٻولي، لات لڻيون ويا مان کي.
تن ”زيرڪ“ ويو تڇجي، ٻروا ٻيا سپ ڇڇجي،
باز برابر ٻڇجي، جهڙت ۾ ڪنيون ويا مان کي!

مولوي قادربخش جو سنڌي ۽ سرائڪي ديوان سندس ڀاءُ ميوي فقير وٽ موجود آهي. ميوو فقير اسان جي چاچي سبزعلي خان جو خاص دوست، ۽ حضرت سلطان باهو رحمة الله عليہ جي سلسلي موجب سندس پير-ڀائي آهي. تازو ريڊيو پاڪستان حيدرآباد تي سنڌ جي مشهور موسيقار سيد عبدالرزاق شاهہ شڪارپوريءَ بہ مولوي قادربخش جي ڪلام لاءِ مٿين شاهدي

ڏلي، ۽ سندس ڪلام جي بيحد تعريف ڪئي. اهڙيءَ طرح، چاچو سبز علي خان، جيڪب آباد
کان مٿين علائقي، شاهپور، لهڙي، ڪنهار شريف، مٺڙي، محمود فقير جي لاڙي، پاڪ
۽ ٻين ڪيترن شهرن جي شاعرن ۽ سگهڙن جو اڪثر سنڌي ۽ سرائڪي ڪلام ٻڌائيندو
آهي. موجوده دور ۾ به فتحپور ۽ ان جي آسپاس، سائين رکيل شاهه جو فرزند سائين چيزل شاهه
۽ سندس درگاهه جا پيا ڪيترا سنڌي ۽ سرائڪي شاعر موجود آهن، ۽ سڀيءَ ۾ هڪ ٻن
مشهور سنڌي ۽ سرائڪي شاعرن جو ڏس ملي ٿو: مگر افسوس، جو سنڌ کان ٻاهر انهيءَ
پاسي ڪنهن به صاحب توجهه ڪونه ڏنو آهي، ۽ ڪيترائي سنڌڙيءَ جا لعل اسان جي نظرن
کان اڃا تائين لڪا پيا آهن.

مرحوم زرڪ خان سنڌي شاعرن مان سچل سائينءَ جي ڪلام کان تمام گهڻو متاثر هو،
۽ سندس اڪثر سرائڪي ڪافيون رباب تي ڳائيندو هو. جيتريقدر آءٌ پنهنجي حافظي تي زور
ڏيئي سوچيان ٿو ته معلوم ٿو ٿئي ته سچل سائينءَ جون گهڻيون اهڙيون سرائڪي ڪافيون
به ڳائيندو هو، جي هن وقت سندس ڇپيل رسالن ۾ موجود نه آهن- جيئن ته هڪڙي اردو
ڪافيءَ جا هيٺيان ٻه شعر مون کي ياد رهجي ويا آهن:

عدم سے تم نهين آئے، ارے نادان پردیسي!

ٹوٹي هے آم کي ڈالي، روتا هے باغ کا مالي،
باغیچه هوگیا خالي، ارے نادان پردیسي!

"سچل" کے بال هین کالے، پلاؤ دودھ کے پیالے،
الله سائین خاک مین ڈالے، ارے نادان پردیسي!

## انتخاب

### پشتو ڪلام

(مون والد مرحوم زرڪ خان کي پنهنجي ننڍپڻ ۾ هڪ پشتو غزل جهونگاريندي
ٻڌو هو، جنهن جا ٽي شعر اڃا تائين ياد اٿم، ۽ شايد سندن ئي طبعزاد ڪلام آهي.)

زڙه من پردي خوشحال شو، که خیر الوریٰ پیدا شو:
لقب او آمده خیر الوریٰ. خیر البشر.

زڙه من پردي خوشحال شو، که سلور یار پیدا شو:
اول یار نبي، ابو صدیق معتبر.

زڙه من پردي خوشحال شو، که شیر خدا پیدا شو:
با نعرهٔ حیدري کافران را دربدر شو.

## پارسي ڪلام

نہ بہر عيش در دُنيا، گل و گلزار مي خواهم،
الهي، از تو عشق سيّد الابرار مي خواهم.
پريشانم، پشيمانم بعصيان و سيه بختي،
براي گلشن اميد، برگ و بار مي خواهم.
شب تاريک و من تنها، کجا بينم نشانت را،
بشوق راه عرفان، مطلع الانوار مي خواهم.
فدا سازم دل و جان را، در راه غم جانان،
شهيد عشق هستم، جذبهٔ ايثار مي خواهم.
مکن پابند در دام هوس اين مرغ "زيرک" را،
رهائي ده، کہ حبّ حيدر کرّار مي خواهم.

## اُردو ڪلام

مرے اس گلشن اميد ميں، يا رب، بهار آئے،
مرے دل کو قرار آئے، اگر وه گلعذار آئے!
نہ چھوٹے هاتھ سے ميرے جهان مين صبر کا دامن،
مصيبت زندگي ميں سَر پہ گر ليل و نهار آئے.
گئے سب هاتھ خالي دولت دُنيا کي نعمت سے،
هزارون مرد کار آئے، هزارون نابکار آئے.
مرا سايہ بھي جب مجھ سے هوا فرّار جاتاهے،
بھلا وه کونسي هے چيز، جس پر اعتبار آئے؟
زبان اپني سے هر لمحہ خدا کا نام ليتا رہ،
کبھي لب پر تيرے "زيرک" نہ ذکر روزگار آئے!

## بلوچي ڪلام

آشتئين دو دان بعض زهيران، هجر ليامآ ششغان ورنا،
اِشتوعادت ناز جمالئي، جلد بيائي مرغان ورنا!
ورَغ چـَرغ دي ليلئي ورنا، نونک تـَنوار نہ کنغان ورنا،
بيسا جان قـُران ني دَولا، گو پد کـَدا اِنني وَرغان ورنا!
کـَند کـَنوخان، بـَد کر داران، کوهان گون سـَر جـَنغان ورنا،
مـَنان شمشتو يار شـَزّ لي، تـَرا، کـَير کـَزّو مان گريغان ورنا!
مست موالي "زَرک لاشاري" جام شراو گـُي تـَينکغان ورنا،
حامي اين مـَنـّي حضرت حيدر، دگر کسي نا کـَندغان ورنا!

## پنجابي ڪلام

گئي رات فراق دي ڍهل، ماهي!
ساڏے لسال لے ڪيتي گل، ماهي!
اَدهي تک تسڪدے چهپ گئے تارے،
ڈَهي وبلے گيا بهير چَل ماهي.
ڪون هے جس تهون اس دنيا وچ،
جاوے تيسر قضا دا ٹل، ماهي؟
تيري شان هے چنگي، چنگا ڪرنا،
اسان بهيڑيان نُون لاوڻ ٹَل، ماهي!
"زيرڪ" لون غم زير چا ڪيتا،
گيا درد هے دل وچ پَل، ماهي!

## سنڌي ڪلام

روئندي ڏسان ٿي واٽان، اچهي ٿا وڃن منهنجا جوڳي جالي!
مُرليون وڄائي، مست بنائي، لانگ لڄائي، ڏُوڏ دُکائي،
غم جون پاري لاٽان، - اچهي ٿا وڃن منهنجا جوڳي جالي!
جيڙي ڪري ويا مان سان جدائي، وَڻ وڻ سان آهي منهنجي وائي،
روئندي روئندي پيئي ڦاٽان، - اچهي ٿا وڃن منهنجا جوڳي جالي!
نا ڪوئي اوهي، نا ڪوئي واهي، فڪر فراق جي ڳل ۾ ڦاهي،
ڏينهن ڪَوڙا ڪاٽي ڪاٽان؟ - اچهي ٿا وڃن منهنجا جوڳي جالي!
"زيرڪ" زوران زور زوراور، دلڙي ڪسي ويا دوست دلاور،
ڪيئن وسائن چانسان، - اچهي ٿا وڃن منهنجا جوڳي جالي!

## سرائڪي ڪلام

ڍنهل نال وت بيسچ ها پيئي آن مٺن،
جليل جان ڪون وت ٻجلا پيئي آن مٺن.
اها برهه بازي ٻٹا پيئي آن مٺن،
سوين سور سر تسي سها پيئي آن مٺن.
اڪيسن نال آرسي آوا پيئي آن مٺن،
چنل جندڑي ڪون ڦسا پيئي آن مٺن.
جڈان هوش سارا گنوا پيئي آن مٺن،
تڈان نام "زيرڪ" سڈا پيئي آن مٺن.

( ٢ )

آيا هي جوڳي يار- مُرلي وڄاوي، مست بڻاوي!

آيا دلبر ڍول پيارا، جوڙ ڪر اهين تخت هزارا،
گهر گهر ٿيا گلزار- ڪٺ خوشي دي هر ڪوئي ڳاوي!

مرلي ماهي دي محبت والي، دلڙي جئين تي ٿي متوالي،
عشق ڪيتس اظهار- لينهن دي لانگي لانگ نچاوي!

جوڳي آوي ٽردا ڦردا، مالڪ ميڏي ساهه تي سردا،
دوست مٺا دلدار- آوي دل دا درد گهٽاوي!

"زيرڪ" جوڳي يار زوراور، ڍول دليندا دوست دلاور،
دوجڳ دا سردار- عيب اساڏي آ بخشاوي!

---

مقبول احمد بلوچ

# قاضي محمد عرس

مرحوم قاضي محمد عرس ولد مرحوم قاضي محمديوسف، ساڪن لنواري شريف، سال ١٨٧٣ عيسويءَ ڌاري لنواري شريف ۾ تولد ٿيو، ۽ سال ١٩٣٣ع ڌاري، انڪل سٺ ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين...... ٽر ۾ عجيج فقير جي پٽ تي، شير واهه جي چوڙ وٽ، هيٺ فقير جي ڏڪڻ اوڀر ۾، ڊوري ٻراڻ جي اپرندي طرف مدفون ٿيل آهي.

قاضي صاحب مرحوم فارسي ۽ سنڌيءَ جي تعليم لنواري شريف ۾ حاصل ڪئي هئي، جتي ان وقت وڏو علمي درسگاهه هو. منيارين جي ٻن اعليٰ هستين، مولوي ولي محمد ۽ مولوي محمدعلي، کان ٻڻ فارسي جي تعليم پرائي هئائين.

قاضي محمد عرس ننڍي هوندي کان رنگين طبع، صوفي-خيال ۽ حسن-پسند هو. هن جو ننڍي هوندي کان پنهنجي سوٽ گل محمد سان گهڻو پيار هو-چاڪاڻ ته هو تمام سهڻو هو. اهوئي سبب آهي جو سندس غزلن ۾ گهڻو ڪري "گل" جو نالو تخلص طور ڪم آندل آهي. ڪن ڪن غزلن ۾ پنهنجو تخلص "عرس" ڏنو اٿس.

قاضي عرس عباسي خاندان مان هو. پاڻ ٽر جي شيخن مان شادي ڪئي هئائين، جي عجيج فقير جي پٽ جي پر ۾ رهندڙ آهن. انهيءَ شاديءَ مان قاضي صاحب کي هڪ پٽ ٿيو، جنهن جو نالو محمد عمر آهي، جو هن وقت تائين زنده آهي ۽ پنهنجي ناناڻن ۾ رهي ٿو.

قاضي صاحب جي سوٽ قاضي علي محمد ڳالهه ڪئي ته قاضي صاحب مرحوم قمار بازي ۾ بلڪل ماهر هو، ۽ پيشنگوئي ڪئي هئائين ته جڏهن ڪيس بازي جا پيل ڪپوا سندس دوست ۽ عزيز ڏسن، تڏهين ڪين پڪ سمجهڻ گهرجي ته هاڻي عرس هنن کان موڪلائڻ وارو آهي. ٿيو به ائين لنواري شريف ۾، ساوڻ جي مهيني ۾، ٽنڊڙيءَ جي ڏڻ تي، قماربازي ڪري، هڪ وڳو بازي جو سبائي، بدن تي اهري، سڀني دوستن ۽ عزيزن کان موڪلائي، جٿن روانو ٿيو، تٿن وري نه موٽيو-پنهنجي ساهرائي ملڪ ۾ فوت ٿيو. سندس چوڻ هو ته 'منهنجو موت اهڙي هنڌ تي ٿيندو، جتي هروقت بلبلون ٻوليندڀون رهنديون'. سو، قاضي صاحب مرحوم اهڙي هنڌ تي ئي مدفون ٿيل آهي، جتي وڻن جا ويڙهه لڳا پيا آهن ۽ ذات پکي هروقت پنهنجون مٺيون لاتيون لنوندا رهن ٿا.

قاضي صاحب مرحوم سيلاني طبيعت جو انسان هو، مشهور شهر ۽ بستيون، ڏوري وڃي ڏٺيون هئائين. نبيسر جو ڳوٺ، جو ڍوري پراڻ تي سندس ڏينهن ۾ هڪ شاندار ڳوٺ هو، ان تي هڪ وڏو غزل چيو اٿس، جنهن جي پهرين تُڪ هيءَ آهي:

"پسي نکتا نبيسر جا، آئي مون کي لذت لنواريءَ جي".

قاضي عرس سنڌي غزل جو هڪ بينظير شاعر هو. لاڙ ۾ سندس ڪلام بيحد مقبول آهي. پاڻ اردو ۽ فارسيءَ ۾ به طبع آزمائي ڪندو هو.

لاڙ جو مشهور شاعر ۽ عالم، مرحوم مولوي حاجي رمضان جت، ساڪن ٻڙ جو ڍورو (ڍوري پُراڻ جي شاخ، هدين تعلقي ڪڍڻ کان هيٺ)، سندس همعصر هو. سندس پيو مک همعصر هو مولوي احمد ملاح، جو حال-حيات آهي، ۽ هن وقت سنڌ جي بهترين شاعرن ۾ شمار جي ٿو.

## ڪلام جو نمونو

تـوئـي سـرتـاج سبحاني، مـحـمّـد يا رسول الله!
بـڪش زين حـال حيراني، مـحـمّد يا رسول الله!
اميدون عـرضدارن جـون سدا تنهنجي سخاوت ۾،
نظر ڪـر نـور رحماني، مـحـمـد يا رسول الله!
سوين سائل تنهنجي در تي وتن مخمور منجهه محبت،
سوين ڪن سـاهه قرباني، مـحـمـد يا رسول الله!
الـدر جـي آرزو منهنجي، سپئي روشن نظر تنهنجي،
اڪر جنهن کان ٿيس فاني، مـحـمـد يا رسول الله!
بحر دريـاء عنايت جـو، جڏهين آهين سخاوت جو،
تڏهين ڪيم حال نيشاني، مـحـمـد يا رسول الله!
اتـوَ معلوم سُـڌ سڀڪا، ڪريان تنهن جي حڪايت جا،
وتـان ٿيو وير ويراني، مـحـمـد يا رسول الله!
ابوجهن کي اچي، اڪمل، آڪارج سير هيءَ افضل،
سنيارج هـيءَ سدا خاطي، مـحـمـد يا رسول الله!
پسي ديدار جي در کي، يقين آيو سدا "گل" کي،
ويـو آزار ارمـــالـــي، مـحـمـد يا رسول الله!



مخفي رهه محبوب سـان، ظاهر ڏنڊا سڀ دور ڪر،
جـشـن چوي اوجـان ۾، تئن من اندر منظور ڪر.
منجهه اٿي مسجد منارا، منجهه مـدينو ۽ مڪو،
قـلـب کي ڪعبو بنائي، تـن تپائي طـور ڪر.

ڀل پراهون لاهي پرور، وير ويجهو ٿو وسي،
ساهه ۾ سوچي سڄڻ، وسواس ڪل وهلور ڪر.
تو ۾ تڪيو تختگاهه، ۽ تو ۾ ديرو دوست جو،
ورق واري پس وصل ڪي، ڏاڪڙا ڏک ڏور ڪر.
نينهن جو نيشان چاڙهي، ٿي نڊر لالڪو لنگ،
ڳالهه ڳجهه جي ڪيم ڪنهن سان ملڪ ۾ مشهور ڪر.
صاف صورت جي سچائين، تان اکين سان ڏس عجيب،
درّ دنيا جي دم زنيءَ جا، مرد ٿي معمور ڪر.
”گل“ گدائيءَ ۾ وڃائي ٿو ادا پنهنجي عمر،
عشق سان الفت رکي، تنهن سّي سان دل مخمور ڪر.



هن لعل روءِ جي لال لب مرجان موهيا،
لک شوق شعل شمع جي پروان موهيا.
حيران حُسن صاف تي انسان موهيا،
رخسار پاڪ يار تي حيوان موهيا.
زنجير زلف پيچ پهلوان موهيا،
سڀ شيخ شاب مولوي سلطان موهيا.
گلزار ”گل“ هزار زنخدان موهيا،
ايمان دين کي چڏي رضوان موهيا.

(فارسي)

شها! دست بستم، گنهگار هستم، مي بخشي خطاها، مي بخشي خطاها!
تو درگاهِ عالي، منم دست خالي، سحر شام سوالي، ميخواهم عطاها!
تو معراج صاحب، مي بيني عجائب، که برحالِ ما کن نوازش نگاها!
ملائڪ فلائڪ، همه انس عاجز، که بر در تو آمد، چنين ”گل“ گداها.

اسدالله شاه "اسد" ٽکڙائي

# حافظ محمد هارون "دلگير"

حافظ محمد هارون "دلگير"، ولد حافظ محمد يوسف، موجوده ٽکڙ ۾ ڄائو. علامه يوسف ڏارين شاگردن کي ني فرش تان کڻي عرش جو سير ڪرايو، سو هيءَ ته سندس فرزند هو: اهڙو ڪري ڇڏ يائينس، جو پڇاڙيءَ ۾ ڪاٿس به ڪوءِ کڻي ويو! علامه يوسف جو علم هميشه ڪڪر جيان وسندو رهيو- انهيءَ مان جن طالبعلمن قطرا جهٽيا، تن مان سندس هن لائق فرزند جو رتبو سڀني کان مٿي هو. اهي علم جا قطرا، جي سپ وانگر سندس ذهن ۾ داخل ٿيا، سي سپ مالڪ پنجي دنيا ۾ آيا. ٻارهن سالن جي ننڍيءَ عمر تائين، "دلگير" مرحوم پنهنجي پيءُ وٽ پارسي، سنڌي ۽ فقه پڙهيو، ۽ ان سان گڏ قران شريف به ياد ڪيائين. ١٣١١ھ کان ١٣١٦ھ تائين، علامه اسدالله شاه "فدا" وٽ عربيءَ جي تعليم حاصل ڪيائين: ١٣١٦ھ ۾ آقا محمد حسين جان ڪيس پنهنجي فرزندن- هرهڪ محمد اسماعيل جان ۽ محمد يعقوب جي تعليم لاءِ مقرر ڪيو. حافظ، صاحبزادن کي تعليم ڏيڻ سان گڏ خود به پير صاحب جي صحبت مان جهجهو فيض پرايو. ڏينهن ۽ رات جي رهائين ۽ شعر و شاعريءَ، "دلگير" جي قلم ۽ خيال کي ڪافي قوت عطا ڪئي. پيرصاحب خود به "دلگير" کي نثر ۽ نظم ۾ دل کولي داد ڏيندو هو. اهو سلسلو ١٣٢٨ھ تائين هليو، جيستائين پير صاحب ٽکڙ ۾ هو.

هنن برگزيدن جو سواءِ درس و تدريس جي ٻيو ڪوبه ذريعه آمدني ڪونه هو، تنهنڪري مفلسيءَ جو مڙني مٿن مارو رهندو هو. حافظ يوسف جي وفات ڪان پوءِ، سندس درسگاهه "دلگير" جو دامن جهليو، ۽ "دلگير" جي سرچشمه فيض مان گهڻائي علم جا اڃايل سيراب ٿيا. سعيد پور واري سيد محمد ڪامل شاه مرحوم جو "دلگير" سان خاص قرب هوندو هو. سندس خط و ڪتابت جو ڪم "دلگير" تي ني هو. جڏهن به سندس صاحبزادا ڳرمين جي موڪلن ۾ ڳوٺ ايندا هئا، تڏهن يڪدم "دلگير" کي گهرائيندو هو، ته اچي ڪين ديني تعليم ڏئي. حافظ صاحب کي ڪامل شاه مرحوم کان چڱي رقم ملندي هئي. جيئن ته اڳي گهڻو ڪم پارسيءَ ۾ هلندو هو، انهيءَ ڪري "دلگير" خط پٽ لکي، شادين جي دعوتن جا مسودا ٺاهي، ڪنهن جي ولادت يا وفات تي قصيدن يا مرثين چوڻ مان ڪجهه نه ڪجهه رقم حاصل ڪري وٺندو هو: مگر

تڏهن بہ گذر سفر آجو اگولدرو نہ ٿيندو هوس. "دلگير" حافظ خاندان جو پهريون فرد هو، جنهن پنهنجي گذران لاءِ لکڻ کان ٻاهر نڪري هٿ پير هنيا.

"دلگير" نهايت اعليٰ پايي جو خطاط هو. ڪيترا ڀيرا پرپسن وارا، حافظ صاحب کان ٿي پنهنجا ڪتاب وغيره لکائيندا هئا. گهڻا شوقين اصحاب، ناياب قلمي ڪتاب وٽانئس لکائيندا هئا. ان وقت ڇپيل رسالن "بهار اخلاق" ۽ "الاصلاح" جا اکر حافظ صاحب جا ئي آهن. علامہ اسدالله شاھ جي لکيل ڪتابن جا قلمي نسخا بہ حافظ صاحب ئي لکيا- متعلوي ساداتن جي پراڻي شجري کي اتاري نئون ڪيو ويو، سو بہ حافظ صاحب جي هٿ جو ڪرشمو هو، جنهن جو عيوضو ڪيس ڪي من اناج ۽ ڪجھ روڪڙ ملي. انهن اکرن کي ڏسيو، مرحوم کي داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي.

مرحوم کي فارسي نظم ۽ نثر لکڻ ۾ ايتري قوت حاصل هئي، جنهن تي وقت جا نامور فاضل حيرت ۽ رشڪ ڪائيندا هئا. فارسيءَ جي طرز ۾ نهايت تيزيءَ سان مضمون لکي ويندو هو. سليس فارسي لکڻ ۾ سندس طرز تحرير بيمثال آهي. مرحوم سنڌي زبان جو بہ هڪ سٺو انشا پرداز هو. سندس مضمونن کي جيڪڏهن گڏ ڪري شايع ڪجي، تہ هوند پارسي ۽ سنڌي زبانن جو هڪ سٺو لٽريچر هٿ اچي وڃي ها؛ مگر افسوس، زماني جي لاهين چاڙهين جي ڪري اهي جواهر پارا اهڙي اهڃ ۾ اچي ويا، جو هاڻ انهن جو ملڻ مشڪل آهي-صرف زباني روايتون وڃي رهيون!

"دلگير" جي وفات کان پوءِ، سندس پاءُ "بسمل" مرحوم اٽڪل ويهارو سال زندہ هو، مگر ان کي بہ پريشانين ۽ غربت ايڏي فرصت نہ ڏني جو رڳو پنهنجو ڪلام گڏ ڪري، سو هيءُ تہ پاڻ هوس.

حافظ صاحب جي وفات نهايت پر درد ٿي. ١٣٤٠ھ ۾ کيس هڪ پٽ ڄائو، جنهن جو نالو محمد فاروق رکيائين. هن جي پيشانيءَ ۾ ننڍپڻ کان ئي بزرگيءَ جا آثار موجود هئا. جيئن جيئن وڏو ٿيندو ويو، تيئن تيئن حسن صورت سان گڏ حسن سيرت ۾ بہ ترقي ڪندو ويو. اهڙو اولاد هوندن بہ هر هڪ رشتيدار جي دل ۾ گهر ڪري ويندو آهي، مگر پيءُ جو مٿس گهڻو پيار هوندو هو. قضا ۽ قدر جي ڪير اڏو اچي؟ معصوم محمد فاروق، ٥ ذوالقعد ١٣٥٢ھ ۾ وفات ڪري، پيءُ جي ڄڻ ڪمر ٽوڙي وڌي. انهيءَ ڏينهن کان حافظ صاحب غمگين گذارڻ لڳو. پوري چوٿين مهيني، يعني ١١ ربيع الاول ١٣٥٣ھ، آچر جي ڏينهن، منجهند مهل، جيئن سعيد پور مان گهوڙي تي چڙهي گهر پهتو، ۽ وهنجي سهنجي اچان مانيءَ تي ويٺوئي ڪو نہ، تہ کيس رت جي الٽي آئي، ۽ جيسين حڪيمن جو هٿ رسي، تيسين هن مفلس مفڪر جو روح قفس عنصريءَ مان پرواز ڪري ويو- اناالله وانا اليه راجعون!

## شاعري.

شاعري "دلگير" جي گهر جو ورثو هو. وري شاعرن جي صحبت سندس سمند خيال کي خوب جولان بخشيو. طبيعت ايتريقدر روان هوندي هيس، جو ڪنهن بہ 'طرح' تي هڪدم

شعر چئي ويندو هو. جن ڏينهن ۾ "مخلص" روپوش ٿي ٽنڊي ۾ آيو، انهن ڏينهن ۾ ٽنهي جا خوب مشاعرا ٿيندا هئا.

هڪ دفعي، صبح جو سوير، "مخلص" مرحوم بازار ۾ آيو، ۽ بازار ۾ ماڻهو معمول کان ٿوري گهٽ ڏسڻ ۾ آيس: پريان حافظ صاحب به بيٺل هو: "مخلص" چيو:

"اڙي يارو سبب ڪهڙي وسي ويران ٿي ڏسجي؟"

حافظ صاحب يڪدم گرهه ملائي-

"خدا جي خلق جنهن ۾ جا بجا حيران ٿي ڏسجي!"

پوءِ الين ڪلاڪ اڌ تائين پاڻ ۾ ڏي-وٺ ڪندا هليا.

هڪ دفعي مخلص هيءُ مصرع ميدان ۾ آڇلي:

"وئي هلي نيٺ آبرو منهنجي"

حافظ صاحب ٺهه پهه چيو:

"ملڪ ۾ آهه گفتگو منهنجي، شهر ۾ آهه جستجو منهنجي،
عشق بازيءَ ۾ يار جي، هيهات، وئي هلي نيٺ آبرو منهنجي"

"دلگير" جو جيڪو به ڪلام هٿ آيو آهي، اهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته پاڻ سنڌي شعر تمام گهٽ چيو اٿس، سو به سڄو پارسي زبان جي ترڪيبن، محاورن استعارن ۽ ڪناين سان ڀريل آهي. سنڌيءَ ۾ ڪي ته اهڙا شعر به اٿس، جو سواءِ پارسي دان جي ٻيو ڪو سمجهي به ڪونه سگهندو. البت، هڪ غزل هٿ آيو آهي جو سڄو صاف سنڌي، تجنيس حرفي ۽ خاص سنڌي محاورن سان سينگاريل آهي. چند بند ملاحظه ڪريو:

سڄڻ جي سڪ ۾ ويو سينو سڙي اڄ،
پرين ڌارا ڀيم ڪوڙها ڪڙي اڄ.
جدائيءَ جو جيئڻ ٿيو، تنگ دل ٿي،
ڳنگهر ڳهاريان ٻنا تنهنجي ڳهڙي اڄ.
ٻڌم ٻانڌاڻ تو سان ٻيچ پختو،
ٿيس آءٌ ڪوڙ ۾ ڪامل ڪڙي اڄ.
لکون لاهي وهي تو ليءِ لٿين،
ڪري لائق اچي، لالن! لڙي اڄ.

حافظ صاحب جو ڪلام پڙهڻ سان ماڻهو منجهي ٿو. هر غزل قصيدي، مرثيي، نظم وغيره ۾ روالي آهي.

اڄ وري ڪنهن ساڻ دلبر بزم آرا آهه ٿيو،
منهنجي خاران ۾ پين سان باده پيما آهه ٿيو!

هاءِ محرومي، جو عرضِ حال ٻڻ مشڪل لڳي،
نامہ بر جو حال ڏيندي ٻند گويا آه ٿيو!
هل وري هيڪر ڏسون حسن وجمال روي دوست،
دل ۾ هي "دلگير" کي اڄ شوق پيدا آه ٿيو!

شعر جي لاءِ، خوشيءَ ۽ رنج ۾، "دلگير" اهي زوردار لفظ ڪم ٿو آڻي، جو پڙهڻ سان دل نہ چاهيندي بہ سندس ڪلام اڌ ۾ ڇڏي ڏجي. سندس غم ڇڻ پڙهندڙ جو غم ٿيو پوي، ۽ سندس خوشي پڙهندڙ جي خوشي:

ٿيو آهہ درد ڪان بي رنگ اڄ بيان منهنجو،
ستم جي خون ۾ ٿيو غرق داستان منهنجو،
وڃي ٿو تابفلڪ شورِ الامان منهنجو،
ڏسي هي ظلم ويو تاب ۽ توان منهنجو:
لکان آءٌ ڪهڙي طرح دردِ دل سندو احوال،
جو باهہ فرقت ڪان قلب ٿيو سڙي پامال!

نہ جوشِ علم رهيو، ني رهيو بهارِ سخن،
رهي نہ ملڪ ۾ رعنائي و وقارِ سخن،
رهيو نہ آهہ پيو گل ڪو يادگارِ سخن:
مٽي هوا ۽ ڦري ويئي ملڪ جي حالت،
نہ آهہ ڪنهن بہ بشر جي اندر ڪي ڪا فرحت.

پنهنجي والد محترم جي وفات حسرت‌آيات تي حافظ صاحب جيڪا خونفشاني ڪئي آهي، تنهن جو هڪ بند ملاحظہ ڪريو، ۽ سندس قلم جو زور ڏسو.

برخيز کہ آه از دلِ ناشاد برکشيم، غوغاي نوحہ و نالۂ بيدار برکشيم.
چون شمع سيلِ اشک فشانيم بر زمين، ازسوزِ دل غريق چوفرهاد برکشيم.
آواز دردناک رسانيم برفلک، واحسرتا، بعالمِ ايجاد برکشيم.
از رودِ آه روي فلک را سيہ کنيم، پاداش زين ستمگر جلاد برکشيم.

منظر لڳاري حافظ صاحب جي ڪلام جي خصوصيت آهي. خاص ڪري مرثين ۽ قصيدن ۾ حافظ صاحب ڪمال ڪري ڇڏي. چمن جو سير ڪريو:

باغ ۾ بلبل ٿي ڳائي اڄ ترانو عيد جو،
گل کليا، گلشن لڳا، آيو زمانو عيد جو،
نو بهار آيو، چمن ٿيو آستانو عيد جو،

وات ۾ هرهڪ ڪي آهي داستان عيد جو
عيد هيءَ ڪهڙي، ڏني جنهن ڪامڪاريءَ جي نويد،
غنچهٔ دل کي ملي اڄ او بهاريءَ جي نويد!

باغبان حيرت ۾ پيو هن ساز سامان کي ڏسي،
تخت گل، پهندان وري بلبل غزلخوان کي ڏسي،
سرو ۽ شمشاد تي قمري خوش الحان کي ڏسي،
سبزهٔ لورس تي ابرِ گوهر افشان کي ڏسي:
ڪاڪلِ مشڪين ڪيئي، سنبل سنواريو پاڻ کي،
لسترن پڻ قابلِ نظاره ڪاريو پاڻ کي.

شيخ لورمحمد مرحوم جي فرزند جي پيدائش تي باغ جو منظر ملاحظه ڪريو:

بحمدالله ڪه ڪارم خوشتر افتاد، غم و محنت ز عالم گشت برباد!
نسيمِ صبح در بستانِ عالم، سحر ڪه مژده و تهنيتي داد؛
صبا از لاله و گل و عطربيزي، براى لاله رويان ڪرد ايجاد؛
گشته درچمن شيرازه نسرين، فشانده عنبر ترجعد شمشاد؛
گل اندر جلوه گاه خوشنز باني، حديث از مطرب و مئي ڪرد ايجاد؛
عروسان بهاري پرنيان پوش، ز جام ارغواني مست و دلشاد؛
قدح در دست مستانِ برلب جو، ڪفِ ساقي ز بخشش ابر جواد؛
بنفشه برڪنارِ جوئباران، چوخطي برلبي خوبان نوشاد؛
قدِ سرو سهي در طرف بستان، دهد از قامتِ شيرين لبان ياد!

"دلگير" ڪنهن اوچي خيال کي نهايت مختصر لفظن ۾ سلاست سان ادا ڪري ٿو-
لڳاءِ وصل جو لله يا نبي مرهم،
آءٌ هجر تنهنجي ۾ مدت کان دلفگار آهيان؛
خدا جي واسطي محشر ۾ ڪج ڪا منهنجي مدد،
گناهگار سراپا سياهڪار آهيان.
گهرايو مون کي مديني ۾ جلد يا حضرت،
هميشه درد جدائيءَ کان بيقرار آهيان.

حافظ صاحب پنهنجي ڪلام ۾ ڪڏهن "هارون"، ڪڏهين "دلگير" ۽ ڪڏهين "حافظ" تخلص ڪم آئيندو هو. اها خبر نٿي پوي ته پاڻ پنهنجو ڪو بياض به ڇاهيو هئائين يا نه- نهايت گهڻيءَ جستجو کان پوءِ جيڪو سندس ڪلام هٿ لڳو آهي، اهو ردي پنن، پراڻن لفافن ۽ مني آرڊر جي ٽڪرن تي، ڪجهه پينسل سان ڪجهه مس قلم سان، لکيل آهي.

ڪي ٻنا ته اهڙا آهن، جو هٿ لائڻ سان ڀريو ٿا پون. ڪي وري ڪهڙيءَ ڏاٽ ڏوٽ جي ڪري سمجهه کان ٻاهر آهن. سندس ڪلام جي اڃا به جستجو جاري آهي. نموني طور ڪلام جو انتخاب پيش ڪجي ٿو.

## آفتاب علم

روشن ٿيو جهان ۾ جڏهن آفتابِ علم، کوليو جڏهين دلبر ازل جي ڪتابِ علم،
مفتوح ٿيو زماني ۾ جنهن وقت بابِ علم، قدرت جڏهين ڪئي دل انسان منابِ علم:

پيدا ٿيو نورِ علم بشر جي دماغ ۾،
الله ڪيو فروغ عطا ان چراغ ۾.

طوبيٰ کان خوشنما نظر آيو نهالِ علم، روشن ڪمالِ مهر کان افزون ڪمالِ علم،
ٿيو رشڪِ حسن حورپريءَ جو جمالِ علم، الله جي وصال جو زينو وصالِ علم:

لاريب، راهِ راست جو ٿيو علم رهنما،
پڻ معرفت خدا جو اهو آهه پيشوا.

جڏ تند بادِ علم کان گم ٿيو سحاب جهل، تڏ سر عوام جي تان لهي ويو عذابِ جهل،
ڪاشانهءِ جهان جو ٿيو بند بابِ جهل، ڪانون دهر ۾ نه رهيو التهابِ جهل:

چهرو ٿيو نورِ عقل کان آئيني جي مثال،

... ... ...

دريا جي ٿيو بشر، ته انهيءَ جو گهر ٿيو علم، ذاتِ بشر چمن، ته شجر بارور ٿيو علم،
انسان جي شجر، ته انهيءَ جو ثمر ٿيو علم: جي آدمي ٿيو چشم، ته ان ۾ نظر ٿيو علم:

با علم هوءِ، ته نيڪ ۽ پڻ با صفا ٿئي،
بيعلم هوءِ، ته آدمي انسان ڇا ٿئي؟

انسان جو ڪمال جي آهي ته علم آهه، هڪ مال لازوال جي آهي ته علم آهه،
تصويرِ با جمال جي آهي ته علم آهه، تنويرِ بيمثال جي آهي ته علم آهه:

پرديس ۾ جي يار ۽ مونس ته علم آهه،
غربت ۾ غمگسار ۽ مونس ته علم آهه.

بيعلم، بيفروغ، اگر رشڪِ حور آهه، جي علم هوءِ، ته راز نهان جو ظهور آهه،
ديجور جهل، علم جي پرتو کان دور آهه، اکين جو نور، قلب و جگر جو سرور آهه:

بيعلم، خوش جمال ۽ جي با فراغ آهه،
هڪ گهر عجيب آهه، ته اوڀي چراغ آهه.

هي زر نه آهه، چور جو جنهن تي هجي نظر، هي سر نه آهه، تيغ جو جنهن کي رسي ضرر،
هن گهر کي ناهي سيل جو ڪو خوف ۽ خطر، هن آرسيءَ کي زنگ جو موران نه ٿيو اثر:

زينت ڪريم جي، ۽ ڪرشمو وجيهه جو،
زيور سفيهه جو، ۽ ٿيو حلّيو فقيهه جو.

ڪيو شان لاءِ ناهي، هي شوڪت جي واسطي، شهرت جي لاءِ آهي، نہ دولت جي واسطي،
حجت جي واسطي، نہ خصومت جي واسطي، نہ ئي عشق لاءِ سور نہ عشرت جي واسطي،
بهر خودي، نہ دهر جي تزئين لاءِ آهي،
علم آدمي کي وقف ٿيو دين لاءِ آهي.

واقف جو ٿيو هدايت..................... ، اوسنجهہ عرب هجي تہ پڙهي علم چين کان،
بيشڪ ولي تمتع دنيا ۽ دين کان، جو علم کي پڙهي وڃي ڪوشش يقين کان،
پهچائي سڀ کي علم معليٰ مقام تي،
”دلگير“ جوچوڻ هي ٿيو آخر ڪلام تي.

## صبحِ بهار يا بهارِ صبح

بهار صبح جي آهي ڏلو پيامِ نشاط، چمن ۾ آهہ نئين سر ٿيو اهتمامِ نشاط:
ترانہ سنج ٿيا شاخن تي طائرانِ چمن، ادب سين غنچي ڏني اچ صلاي عامِ نشاط:
شرابِ ذوقِ ترنم کان مست ٿي قمري، چمن ۾ سرو ٿيو ميناي سبز فامِ نشاط:
نگاهِ شوق کي بيخود ڪيو آبادِ بهار، گلن جو بادهٔ شبنم کان پُر ٿيو جامِ نشاط:
نسيمِ صبح چمن ۾ ڦري ٿي متوالي، شميمِ گل کان معطر ٿيو مشامِ نشاط:
سوارِ نکهتِ گل ٿيو هوا جي مرڪب تي، ڪڏائي خوب سمندِ سبڪ خرامِ نشاط:
بياض روي سمن ۽ ڪ جوشِ بوي بهار، سوادِ گيسوي سنبل ٿيو با ڪ شامِ نشاط:
فلڪ تي باده ڪشن لاءِ هيئن چوي خورشيد، ”شراب ناب صبوحي کان پُر ٿيو جامِ نشاط:
”پيو پيو، جو نہ دائم رهي ٿو وقت بهار، بهارِ عمر ڪٿي آهي ڪٿ قيامِ نشاط:
”پيو پيو، جو نہ دائم رهي ٿي موسمِ گل، صداي عيش ڪٿي آهہ، ڪٿ پيامِ نشاط:
سجو چمن ٿيو طلسمِ نگارخانہ عيش، گلن ۾ آهہ ٿيو رنگِ مي دوامِ نشاط:
لٽايو آهہ خمِ عيش ساقيءِ گردون، خوشا لوبدِ مسرت، خوشا پيامِ نشاط:
سڄي جهان کي سيراب تو ڪيو ساقي، رهان ٿو محفل تنهنجي ۾ تشنہ ڪامِ نشاط:
مريد پيرِ مغان جو ئہ آهي هي ”هارون“،
ڪرم سان ڪر تون عطا ان کي هڪڙو جامِ نشاط!

## جولان ڪريو علم جي ميدان ۾، عزيزو!

ڳوليون ٿا اسين عيش کي، ۽ ناموري ٿا،
دولت بہ اسان کي ٿي کپي، بي هنري ٿا،
اعزاز ٿيو مطلوب، ۽ بيهوده سري ٿا،
وارڪي منظور ٿي، ۽ راهبري ٿا،

مقصود رفو آهي، مگر جامہ دري پيئي،
گر پستيءِ همت ٿي، تہ عالي نظري پئي:
هيءَ ڳالهہ نہ ممکن ٿي، نہ امڪان ڪو آهي،
ٻوڙن ٿا محالات پٺيان، چيلهہ ڪي ساهي!

بي ڪوشش و بي جهد، ثمر ڪنهن کي ملي ٿو؟
بي غوط زني، گنج گهر ڪنهن کي ملي ٿو؟
بيخوف پيئي لقمہ تر ڪنهن کي ملي ٿو؟
بي جور ڪشي، تاج ظفر ڪنهن کي ملي ٿو؟
بي محنت ۽ رنج جي، زر ڪنهن کي ملي ٿو؟
بي ڪاوش جان، علم و هنر ڪنهن کي ملي ٿو؟
جي رتبہ والا جا سزا وار ٿين ٿا،
پهرين سي مصيبت جا طلبگار ٿين ٿا.

قسمت جي بڙائي، نہ ٿيو تقدير سندو ٿير،
خود پنهنجي همٿن سان ٿيو آهہ القدير:
تحصيل فضائل ۾ جوانو نہ ڪريو دير،
علمن جي ممالڪ کي فتحياب ڪريو سير:
بزدل نہ ٿيو، آهہ ڪيو آن کي خدا شير،
ڪهسار جي هوءِ، تاہ ڪريو ان کي زير زير:
جولان ڪريو علم جي ميدان ۾، عزيزو!
آخر ٿيا اوهين سور مسلمان ۾ عزيزو!



منشي محمد پريل

# پير سيد علي اصغر شاهه مرحوم راشدي

هيءُ بزرگ، حضرت پير سائين حزب الله شاهه (تخت-ڌڻي) عليه رحمت جو فرزند ۽ پير پاڳاري خاندان جي وڏن بزرگن جي آخري يادگار ۽ علمي نشاني، تاريخ ٢٢ ربيع الاول ١٢٧٨هه تي پيرڳوٺ ۾ تولد ٿيو.

حضرت پيرسائين تخت-ڌڻيءَ کي اٺ فرزند هئا. هيءُ پيرصاحب سندن ٽيون نمبر فرزند هو. پيرصاحب مرحوم کي ننڍي هوندي کان وٺي شعر چوڻ جو شوق هو. سندن صغيرسنيءَ جي وقت جو هڪ ديوان به لڀيل آهي. ان زماني ۾ فارسيءَ جو وڏو رواج هو. پاڻ چوندا هوا ته 'حضرت پيرسائين تخت-ڌڻي (سندن والد) سان گهڻو ڪري فارسيءَ ۾ گفتگو ٿيندي رهندي هئي. ان وقت ۾ فارسي زبان ۾ هڪ اخبار پير سائين جن وٽ ايندي هئي، جا بغير مطالعي جي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪندو پڙهندو ويندو هوس. اهڙيءَ طرح، سنڌي زبان ۾ اخبار يا ڪو ڪتاب يا درخواست ايندي هئي، ته هڪدم فارسيءَ ۾ پڙهي ٻڌائيندو هئي'. پاڻ تعليم پيرڳوٺ ۾ آخوند محمد ۽ مولوي محمد عيسيٰ وٽ ورتائون. ڪين حاضر جوابيءَ ۽ في البديهه شعر گوئيءَ ۾ خاص ملڪو هو. پاڻ چوندا هئا ته 'اسين سڀ پاڻ گڏجي، حضرت پير سائين تخت-ڌڻي (پنهنجي والد) وٽ صبوح جو سلام تي ويندا هئاسين: هڪ دفعي صبوح جو دستوري طرح وياسين، ته پاڻ بنگلي جي در وٽ بيٺا هئا، ۽ مون کي هڪل ڪري روڪيائون، ۽ مون ڏي مخاطب ٿي فرمايائون ته: "اصغر! اڄ هڪ مصرعو چيو آهي، ان جو پيو بند پڌاءِ". ان وقت سندن طبع مونجهه ۾ هئي. مون عرض ڪيو ته "قبلا سائين، حڪم ڪريو". پاڻ مصرعو چيائون: "اگر شمشير در ڪف آن بت بيباڪ برخيزد". مون هڪدم عرض ڪيو: "فغان از ساڪنان عالم افلاڪ برخيزد!" پاڻ هڪدم کلي آيا، ۽ پاڪر پاڻي ڪيترو وقت چميون ڏيندا رهيا، ۽ انعامن اڪرامن سان نوازي ڇڏيائون. پوءِ مون سارو غزل تيار ڪري خدمت ۾ پيش ڪيو'.

پيرصاحب جن فرمائيندا هئا ته "پير سائين تخت-ڌڻي جي "ديوان مسڪين" ۾ ڪيترا غزل پيرسائينءَ جا ۽ منهنجا گڏ چيل آهن: مصرع جو هڪ بند پير سائين جن چوندا ويندا هئا، ۽ هڪ بند آءٌ چوندو ويندو هوس-ويلي ويلي غزل تيار ٿي ويندو هو.

فارسي زبان سان کين خاص رغبت هئي، ان ڪري پاڻ اڪثر شعر فارسي زبان ۾ چوندا هئا. سندن ٽي ديوان فارسي زبان ۾ آهن، ۽ هڪ ديوان سنڌي زبان ۾ به آهي. کين سنڌي، فارسي ۽ عربيءَ تي هڪجهڙو عبور ۽ قدرت هئي. اردو ۽ عربي زبان ۾ به سندن ڪيترا شعر چيل آهن. فارسي زبان ۾ سندن ديوان ۾ اڪثر شعر بي نقط نظر ايندا. ان فن ۾ کين خاص ملڪو هو. ان کان سواءِ چند تصنيفون پڻ نظم ۾ ڪيل اٿن. انهن ۾ ”سلسله قادريه“ خاص تصنيف آهي، جنهن ۾ خرقه قادريه جي عطا ٿيڻ جو احوال، ۽ حضرت علي ڪرم الله وجهه کان وٺي حضرت پيرسائين محمد راشد (روضي ڌڻي) عليه رحمت تائين هڪ هڪ بزرگ جو مختصر احوال ڏنل آهي. ڪتاب ۾ چار هزار کن بيت ٿيندا. اول ۾ سنڌ جي مختصر تاريخ به ڏنل آهي. نثر ۾ پڻ ڪيتريون تصنيفون ٿيل اٿن. طب جي فن ۾ پاڻ وڏا ماهر هئا، ۽ علم طب ۾ به ٻه ڪتاب لکيا اٿن. ان کان سواءِ مذهبي علوم-حديث، فقه، تفسير-۽ علم ادب ۾ به کين وڏو ملڪو حاصل هو. سندن خوشنويسي ۽ نقاشي ڏسبي، ته ايراني آرٽ جو رنگ نظر ايندو. درگاهه شريف جي وڏيءَ مسجد ۾ اندر جيڪا نقاشي ٿيل آهي، ان ۾ به ڪيترا گل مرحوم پير صاحب جا نڪتل آهن؛ مگر جن ڪاريگرن ڪم ڪيو آهي، انهن سان هي به ساڳيءَ لائين ۾ بيٺا آهن، فرق معلوم نه ٿيندو.

سندن ڪيتريون تحريرون، بينظير، ديده زيب، اڄ به موجود آهن. سندن ڪيترا شعر پنهنجي هٿن سان خوشخط لکيل، ۽ مٿان پاسن سان ان جي نقش نگاري ٿيل، ڏسڻ وٽان آهن. ڪيترا ماڻهو پري کان سندن تعريف ٻڌي زيارت لاءِ ايندا هئا، ۽ سندن شعر، خوشخط تحرير ۽ نقش نگار ڏسي، حيرت ۾ پئجي ويندا هئا.

وڏن بزرگن جي هن آخري نشانيءَ، تاريخ ۲۴ ماهه ذليقعد ۱۳۵۴هه تي وفات فرمائي. سندن مزار، روضي شريف جي پاهران اتر طرف پهريون نمبر مزار آهي. خدا تعاليٰ کين غريق رحمت فرمائي!

## انتخاب



آمد چمن ۾ آهه، ڪنهين گلعذار جي،
جاروب-ڪش ڏسان ٿو نسيم بهار جي.

اي هجر بي نصيب! ذرا دل کان ٿي پري،
خلوت سرا آ خاص ايها ڪنهن نگار جي!

زاهد دماغ-چوس ٿئي ويو مستيءَ ڏي،
ساقي، اٿي صلاح ڪرو پنهنجي ڪار جي!

ابرو ڪمان، تير مژه، زلف جو ڪمند-
شايد اٿس خيال ۾ مرضي شڪار جي!

هڪ دل هزار لاز، ڪندي ڇا مقابلو،
ڪٿ ناز جي، وڏيڪ ڌري آ ترار جي!

دشمن به شال هجر سندو کين اٿي شڪار،
وڏ موت کان هيءَ سخت گهڙي انتظار جي!

گهونگهٽ وجهڻ، نقاب ڍڪڻ، منهن پري ڪرڻ،
پهرين هيو مبارڪ هر جي پيار جي!

●

عشق جي سخت بلا سر تي چڙهي آئي آهه،
جنهن وچالي سڀ ڪمڪار سندي وائي آهه.

دل نه سيني ۾ رهي، داغ پريل سيني ۾،
سوز ۽ ساز سوا شي نه رهي ڪائي آهه.

عشق جو بار ڪٿي ڪين سگهيو چرخ برين،
تنهن اها پاڻ بلا سر تي، چريا، چائي آهه.

دختر شيشه جي صحبت کان وڙهي ٿو واعظ،
مان نه ڄاتو ته ايها شيخ سندي ڄائي آهه!

ڪالهه اڄ اهڙي زمانه جي هوا بگڙيل آهه،
جو نڪو يار نه همراهه، نڪو ڀائي آهه.

درد، اندوهه، جفا، جور، ملش طعنه زني،
اهتري فوج هڪي دل تي چڙهي آئي آهه.

هائي ارمان ڪيان ٿو ته بلا سوچڻ جي،
جو آهي شوخ طبع ساڻ مان لنو لائي آهه!

ذڪر محفل ۾ ڇڙيو منهنجو، چيڙي يار چيو:
'هو چريو چٽ صفا، مست ۽ سودائي آهه'!

مان ڏٺو دير و حرم، ليز صنمخانو پڻ،
يار هر رنگ ۾ هر شڪل ۾ هرجائي آهه.

زاهدا، ظلم نه ڪر، طمع نه رک جنّت جي،
اصل آباء سندي ملڪ منهنجي جائي آهه.

خلوتي يار منهنجو محو خودآرائي آهه،
پنهنجي تصوير سندو پاڻ تماشائي آهه.

ڪاوڙيل يار "علي" ڪالهه اچي پرتو پاڻ،
ڏوڙ دشمن جي سرن، منهن ۾ پئي چائي آهه.

●

قاصدا، در ڪوي جانان گر ترا افتد گذر،
عرض ڪج پالهون پڏي، احوال منهنجو سربسر.
گاه گاهي، ماه ماهي، يا نگاهي ياد ڪن،
گرچ عاشق جو وسارڻ آهه معشوقن جي ہر.

مست بودي، رخ نمودي، دل ربودي ناگهان،
هتي، کري هاجو، هتي ولين، دوست، هينئڙو سر بسر!
عاشقم، بيچاره ام، سرگشته يک ديدنم،
مهرباني کر ملا برقعو کڻي کر ڪا نظر!
شرحِ دردِ دل نويسم، گر بروي ڪاغذي،
باهه جا اولا ڪندي ڪاغذ سڙي ويندو مگر.
نيستم منت ڪشِ آن لخلخهء عود و عبير،
وڏ ڪٿوريءَ ڪان ڏنم اي گل صبا تنهنجو پکهر!
تيرِ مژگانت بکي ما را لفرموده شکار،
ڪيترا ڪوها ڪٺل مان ڪلهه ڏٺا دلبر جي در!
بگذر از شوخي، مروّت با "علي اصغر" بکن،
ورنه فرقت تو سندي مانسان ڪندي زوري ضرر!



حبيب الله مولا بخش ڀٽو

# آغا صوفي مرحوم

آغا غلام نبي خان المعروف به "آغا صوفي" مرحوم، شڪارپور جو باشندو، پٺاڻن جي مشهور "دراني" قبيلي جو هڪ فرزند ۽ سياڄهيءَ سنڌ جو هڪ مشهور شاعر، ڊرامہ نويس، علم حڪمت جو ڄاڻو، سچل سرمست جو سوانح نگار، ۽ علم تصوّف جو ڄاڻو ٿي گذريو آهي. آغا مرحوم سيپٽمبر ۱۸۸۹ع ۾ تولد ٿيو هو، ۽ پرائمري تعليم ڳوٺ جي اسڪول ۾ حاصل ڪرڻ کان پوءِ، انگريزي تعليم پرائڻ لاءِ ڪراچيءَ جي "سنڌ مدرسة الاسلام" ۾ داخل ٿيو، ۽ پنهنجي زندگيءَ جا سڄا سارا ست سال اتي گذاريائين.

آغا مرحوم کي شعر و شاعريءَ جو ڪيترو شوق هولدو هو، تنهن جي ڄاڻ هن ڳالهہ مان بخوبي پئجي سگهي ٿي ته جڏهن هن مئٽرڪ جو امتحان ٿي ڏنو، تڏهن پيپرن جي سوالن جا جواب، نثر بدران نظم ۾ ڏنا هئائين!

مدرسي مان تعليم ختم ڪرڻ کان پوءِ، آغا مرحوم سڌو پنهنجي والد بزرگوار آغا گل حسن خان وٽ خيرپور ميرس ۾ آيو، جتي سندس والد محترم ان وقت رياست جو نائب وزير هو. ٿوري وقت جي رهائش کان پوءِ، رياست سرڪار، آغا مرحوم جي علمي قابليت ۽ ادبي لياقت کان متاثر ٿي، کيس رياست جي تعليمي ادارن جو سپرنٽنڊنٽ مقرر ڪيو، ۽ ان منصب تي رهي، آغا صاحب رياست جي چڱي خاصي علمي ۽ ادبي خدمت بجا آندي. هن صاحب ان عهدي تي رهندي هڪ فارسي گرامر ڇپائي پڌرو ڪيو هو، جو هن جو هڪ عمدو ادبي يادگار سمجهيو وڃي ٿو.

رياست جي رهائش جي دوران ۾، آغا مرحوم، اردو ۽ سنڌي زبانن ۾ ڪيترا ڊراما به تصنيف ڪيا، جن مان "شان اسلام"، "انقلاب يورپ"، "ڪاليج ڪا زمانہ" ۽ "دنيا دورنگي" خاص طرح قابل ذڪر آهن. انهن مان کي ڊراما آغا مرحوم پنهنجي زندگيءَ ۾، سنڌ جي مشهور شهرن ۾ وڃي، پنهنجي زير هدايت اسٽيجن تي آندا هئا، جن کيس ڪافي شهرت بخشي.

رياست جي ڪجهہ عرصي جي ملازمت کان پوءِ، ان تان مستعفي ٿي، آغا مرحوم لاهور جي طبيہ ڪاليج ۾ وڃي داخل ٿيو ۽ اتان سند حاصل ڪرڻ کان پوءِ، پنهنجي وطن

مهراڻ

مالوف شڪارپور ۾ اچي پنهنجو يوناني دواخانو کوليائين؛ ۽ اهڙيءَ طرح، تا زندگي خلق خدا جي خدمت ۾ پاڻ کي وقف ڪري ڇڏيائين. ان زماني ۾ علم حڪمت تي ڪيترا ڪتاب پڻ لکيائين، جن مان ”طبي جواهر“ نالي هڪ ڪتاب سڄو شعر ۾ جڙيل آهي. قارئين اڪرام جي ”ملاحظي لاءِ، نموني طور، ان ڪتاب جا چند شعر پيش ڪجن ٿا.

( ۱ )

مرج ڪارا ۽ ڪڻي جيرو چٽو،
پڻ ماکيءَ سان گڏي چانئو ڪريو؛
سوءِ چٽايو هن منجهان بيمار کي،
ڏو ڇڏائي کنگهه جي آزار کي.

( ۲ )

ٻج ۾ بادام جي ڪل ڏي ڪٽي،
مکڻ سان، ”آغا“ تہ رتيون چار ٽي.

( ۳ )

تپ اندر ۾ آهہ توڪي جي ادا،
سيءَ بنفشو تولو کن صبح مسا؛
کنگهه ان سان جي آئي تان تون ڏيوءِ،
سُلهٽي بہ ميل ان سان ڪجهہ ڏرو.

( ۴ )

مشڪ، عنبر ۽ جواهر، اي امير!
دل جي لاءِ آهن بلاشڪ بي نظير؛
صوف، صندل، ۽ تمانو بي عجيب،
ڪائي تن کي دل جي لئہ مسڪين غريب؛
سان جا بن ۽ مستقي ۽ الجير،
ڏين ٿا هي بي چڱوني دل کي ڏير.

آغا مرحوم جو ڪيترو عشقيہ شعر پڻ چيل آهي، جنهن جي طرز پڻ پنهنجي قسم جي ۽ نرالي ڏسڻ ۾ اچي ٿي. سندس هڪ غزل آهي:

لائق اوهان جي بزم جو اغيار ٿيو آ،
هي جان نثار خارج دربار ٿيو آ.
مون کي تہ شرم ٿو اچي، ڪهڙو جواب ڏيان؟
ٿي خلق چئي ”ڇا تي هي تڪرار ٿيو آ؟“

صدما سوان سوان ۽ مصيبت لثين لثين،
آهون ڀُڳي، نصيب ۾ سي هزار ڏيو آ.
تربت جي لاءِ "آغا" جي هڪ گل نہ بچائي،
اغيار کي عطا تہ سچو هار ڏيو آ!

آغا مرحوم "مناجات قرآني" نالي ٻڻ هڪ شعر جو ڪتاب لکيو هو، جنهن ۾ قرآن پاڪ جي دعائيہ آيات کي نظم جو جامہ پهرايو اٿس. "تاريخ ڊرامہ" نالي ٻڻ هڪ دستخط نسخو آغا مرحوم جي پسماندن وٽ ڏسڻ ۾ آيو، جنهن ۾ هن صاحب نهايت سهڻي نموني ۽ عمدي پيرايي سان ڊرامي جي تاريخ تي مفصل روشني وڌي آهي. آغا مرحوم جو پيو نادر ادبي يادگار "سچل سرمست" نالي ضخيم ڪتاب آهي، جنهن ۾ "سچل" جي شعر، ان جي حسب نسب ۽ شان جي اپٽار ڪئي اٿس.

آغا مرحوم ١٩ جولاءِ ١٩٣٨ع تي، ٤٩ ورهين جي ڄمار ۾، شڪارپور ۾ وفات ڪئي.

---

محمد عالم ڪولاچي بلوچ

# مولوي ماسٽر لطف علي "مسڪين"

ماسٽر لطف علي "مسڪين"، حاجي خانمحمد ڪولاچيءَ جو وڏو پٽ هو. سندس جنم
سومر جي رات، تاريخ ۱ جولائي ۱۸۸۹ع، مطابق سنه ۱۳۰۷هه، ڳوٺ "بهشتي ڪامل"
تعلقي گهوٽڪي ۾ ٿيو. مولوي بهاؤالدين "بهائي" سندس تولد ٿيڻ جو سال هيٺين قطعي ۾
منظوم ڪيو آهي:

سالِ تولید نیک لطف علي،
ماتو گویدک هست لیک جلي:
یک هزار و سه صد گذشت و هفت،
ک چون خور درجهان طلوع گرفت:
اي "بهائي" چنانک مي داني،
بارخِ مثل مهر نوراني،

"مسڪين" جو شجرهٔ نسب، هيٺينءَ طرح بلوچن جي خاندان سان ملي ٿو: ماسٽر لطف علي،
بن حاجي خانمحمد، بن لطف علي، بن غلام علي، بن سونهارو، بن ٻکرخان ڪولاچي، -جو
ڪلهوڙن جي صاحبيءَ ۾، پنهنجي ڪٽنب ۽ پالرن سميت، سري ڪان لڏي، ميرپور ماٿيلي
شهر جي اتر طرف ٽن ميلن جي مفاصلي تي ڪوهارن جي هڪڙي ننڍڙي ڳوٺ ۾ اچي سڪونت پذير
ٿيو هو. اهو ٻکرخان، دودائي بلوچن جي خاندان جو هڪ فرد هو، جي شهنشاهه اڪبر
جي زماني ۾ بلوچستان ڪان لڏي سريءَ ۾ اچي ويٺا هئا، ۽ سلطان محمود ٻکريءَ جي زماني
۾ سنڌ ۾ ٻين بلوچن سان گڏ وارد ٿيا هئا.

ننڍڙو لطف علي اڃا ڇهن ورهين جولي مس ٿيو ته پڻس قرآن مجيد پڙهڻ ۽ پارسي سکڻ
لاءِ کيس 'بهشتيءَ' ۾ مولوي سيد ڪرم الله شاهه وٽ وهاريو، جو هڪ وقت جو وڏو عالم
۽ اهل الله هو. ننڍڙي لطف عليءَ جي پڙهائي اڃا ٿورو وقت ڪار هلي، ته اوچتو سندس
والد بزرگوار زماني جي گردش سبب اهو ڳوٺ ڇڏي پنهنجي جدي وطن، ڳوٺ ڪولاچن،
۾ لڏي اچي ويٺو. هن پنهنجي پٽ کي سال ۱۹۰۳ع ۾ وري ميرپور ماٿيلي جي سنڌي اسڪول
۾ داخل ڪرايو، ۽ سندس رهڻ جو بندوبست ماڻي دادلي سميجاڻيءَ وٽ ڪري ڏنو. ڇوڪري

ڪي علم پرائڻ جو ڏاڍو شوق هو، جنهن ٿوري ئي عرصي اندر سنڌيءَ ۾ چڱو اڀياس ڪري ورتو. سن ١٩٠٧ع ۾ سنڌي فائينل امتحان پاس ڪري، ميرپور جي اسڪول ۾ نائب ماستريءَ جي عهدي تي مقرر ٿيو. انهيءَ کان پوءِ، هڪ ٻئي پٺيان ٻئي، جدا جدا اسڪولن ۾ هيڊماستر ٿي رهيو. اسلام لغاري ۽ پيربخش شجراهه جي اسڪولن ۾ گهڻو وقت گذاريائين. ننڍپڻ کان ئي کيس علم پڙهڻ ۽ ٻين کي پڙهائڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هو. نوڪريءَ مان کين ٻه وقت ڪا فرصت ملندي هئس، ته ڪتاب کولي ويهي پڙهندو هو. آچر جي ڏينهن ته خاص ڪري، ڪوهن جا ڪوهه پنڌ ڪري، استادن کان پارسي ۽ عربي ڪتابن جا سبق وٺي ايندو هو. انهيءَ دستور، سنڌي، اردو، پارسي ۽ عربي علمن ۾ چڱي حاصلات ڪيائين. "شاهه جو رسالو" گهڻي قدر ياد هوندو هوس. هڪڙي دفعي جو ذڪر آهي ته ٽانٽن صاحب، جو سکر ضلع جو ڪليڪٽر هو، تنهن کي سنڌي امتحان ڏيڻ لاءِ شاهه صاحب جي رسالي پڙهڻ ۽ سمجهڻ جو ضرور ٿيو؛ مگر هن کي رسالي ۾ گهڻيون ئي مشڪلاتون درپيش آيون، جن کي ڪوبه عالم حل ڪري نه سگهيو؛ ماستر صاحب اهي سڀ دقيقا کيس هڪدم سمجهائي ۽ ذهن نشين ڪرائي ڇڏيا. انهيءَ کان پوءِ، ٽانٽن صاحب کي جڏهن به ڪا ضرورت پوندي هئي ته وٽس حاضر ٿي ضروري هدايتون وٺي ويندو هو. صاحب موصوف، ماستر صاحب جي وسيع علم ۽ ذهن جي هر هنڌ تعريف ڪندو هو. کيس زمين گرانٽ ڪرڻ لاءِ ڪيترا دفعا آڇون ڪيائين، مگر هن مرد خدا کي زمين جي ڪهڙي ضرورت هئي؟ پارسي ٻوليءَ ۾ ته وري اهڙو هوشيار هو جو ڪهڙي ڳالهه ڪجي! علم عروض ۾ کيس استاد چئجي، ته به نه ٿئي. سندس استاد، مولوي بهاؤالدين "بهائي"، انهن علمن ۾ کيس داد ڏيندو هو. حديث شريف ۽ قرآن ڪريم جي پڙهڻ، سمجهڻ ۽ انهن تي عمل ڪرڻ جو ڏاڍو شوق رکندو هو. نوڪريءَ مان رٽائر ٿيڻ بعد به پنهنجي علمي شغل کي اهڙو زنده رکيائين، جو سال جو گهڻو حصو علم پڙهڻ خاطر مولوي محمد ابراهيم ڳڙهي ياسيني، مولوي قمرالدين شهدادڪوٽي ۽ مولوي عبدالقيوم حيدرآباديءَ وٽ وڃي رهندو ۽ سبق سکندو هو. علم جو شوق پنهنجي مرڻ گهڙيءَ تائين انهيءَ دستور قائم رکيائين. بيمار ٿيڻ واري ڏينهن به پڙهڻ لاءِ حيدرآباد وڃڻ لاءِ تيار هو، پر قدرت کيس روڪي ورتو.

زماني جي ڏيتي ليتيءَ ۾ صاف رهندو هو. همت جو چوٽ ۽ خيرات جو ڪوڏيو هوندو هو. سخاوت گويا هن جي سرشت ۾ پيل هئي: جيڪي به پنهنجي عمر ۾ ڪمايائين، سو سڀ پنهنجي محتاج مائٽن کي في سبيل الله کارائي ڇڏيائين.

ڪتابن جي گڏ ڪرڻ جو ڏاڍو شوق هوندو هوس، ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ هڪ شاندار ڪتبخانو ٺاهي ورتائين، جو اڄ به سندس پسماندن جو مايهٔ ناز خزانو آهي. نه فقط ڪتابن گڏ ڪرڻ ۽ پڙهڻ جو شوق هوس، پر ان سان گڏ پاڻ به چڱو مصنف ۽ شاعر هو. شعر ۾ "مسڪين" سندس تخلص هو. سندس شعر گهڻو ڪري پارسيءَ ۾ آهي. لمولي طور سندس

هڪڙو غزل هن هيٺ ڏجي ٿو، جو تاريخ ٦ نومبر ١٩٣٨ع تي، شڪارپور شهر ۾، ڪنهن ماهرو ڪج-ابرو، جو ان وقت بيماريءَ جي بستري تي ڪانئس منهن لڪائي رهيو هو، تنهن جي بيرخيءَ کان بيزار ٿي لکيو هئائين:

هست محبوبيت، دلبرا! چند روز،
روی رخشالت منور چند روز.
عاقبت خوبي پذيرد دان زوال،
رونقِ چشمانِ انور چند روز.
جمله عالم فاني، الا وجهه،
صبر ڪن ز افعالِ ابتر چند روز.
عشقِ معشوقانِ فاني را گذار،
ياد ڪن مولای اڪبر چند روز.
عمرِ "مسڪين" رفت در عشقِ بتان،
ذڪرِ مولا هست بهتر چند روز.

"مسڪين" جي پارسي تصنيف مان "عروض گلستان" هڪ قابل ديد ڪتاب آهي. سنڌيءَ جا به ٻه ٽي ڪتاب لکيا اٿس، جي اڃا تائين ڇاپي هيٺ نه اچي سگهيا آهن.

مذهبي لحاظ سان هو وڏو ديندار ۽ صاحب تقويٰ هو. زماني جي ماڻهن کان دور رهڻ پسند ڪندو هو. خدا واسطي دعوتون ڪائي به قبول نه ڪندو هو. جيڪڏهن ڪوبه ماڻهو نڪاح پڙهڻ يا ٻيءَ حالت ۾ خيرات ڏيندو هوس، ته اها به نه وٺندو هو، ۽ چوندو هو ته 'مستحق ماڻهن کي خيرات وجي ڏيو، ڇاڪاڻ ته مان خيرات جو حقدار نه آهيان'. واڻي ڪامورن جي مالي ٽيڪي ڪائي نه ڇڏيو، پر انهن جي گهر جو پاڻي به نه پيئندو هو. اهڙيءَ طرح، پنهنجي سڳي سوٽ حاجي خيرمحمد جي گهر جو پاڻي پيڻ به ڇڏي ڏنائين. نماز جو نه پنهنجي والد بزرگوار وانگر ڏاڍو شوقين هو. هڪ نماز پڙهي پوري ڪندو هو، ته ٻيءَ لاءِ تياري ڪندو هو. اهڙيءَ طرح، پنهنجي سڄيءَ عمر ۾ نمازون قائم ڪندو رهيو، ۽ ڪا هڪ نماز به ڪانئس نه ڪٿي. سندس خصلتن مان هيءَ ڳالهه قابل تعريف آهي ته هو پنهنجي سڄيءَ ڄمار ۾ بيت الله شريف کي پٺي ڏيئي نه ويٺو. خواجه حسن جان سرهنديءَ جو خاص مريد هو، ۽ هميشه ان جي هدايتن موجب هلندو هو.

سندس هلڻ چلڻ، اٿڻ ويهڻ اهڙي سادي هئي، جو سرڪاري نوڪريءَ هوندي به ڪاڙيءَ جي ڪپڙن کان سواءِ ٻيو لٽو نه پائيندو هو. طبيعت ۾ حليم، ڏاڍو نهٺو، کل-مک رلڻو ملڻو ۽ نهايت خوشمزاج هوندو هو. سندس خوشطبعيءَ جو اندازو سندس هيٺين ڏوهڙي مان پڻ لڳائي سگهجي ٿو.

”کدو“ کسر خراب ٿيو ڪمينو ڪيڏو،
ڏنگو ڏاڍو ڏيهه جو، حرڪتي هڪڙو،
وڏو ڪير ڪيچ جو، اڙ ٻنگ اوانڪو،
ياڙي پڙوو، بيحيا، ڪاهيءَ جو ڪدڙو،
مڙس قداور قد جو، مثل اک-مڪڙو.
’ڪل قصير“ فتنة‘ رسول رب جي چيو،
پر پڙهڻ ۾ تڪڙو، تيلان سو نهين سڪول ۾!

ماستر صاحب پاڻ مرزا قليچ بيگ کي خط پٽ لکندو هو، ۽ ڪانئس هدايتون وغيره وٺندو هو. ملان ميهر ۽ حاجي محمد عظيم ميرپورين سان خاص رستو هوس. فقيرن، درويشن، عالمن ۽ پين چڱن ماڻهن سان ملڻ ۽ انهن جي صحبت ۾ رهڻ پسند ڪندو هو. پاڻ به ڪامل هو، ۽ صاحب ڪرامت جو هو. سندس ڪرامتن مان هيٺ ذڪر ڪيل ڪرامت پوئين ۾ پوئين آهي. تاريخ ١٠ مارچ ١٩٤٣ع جي، سندس ماروٽ مرحوم ملان جعفر جي قضيي ٿيڻ سبب، قبرستان تي وڃڻ ٿيس. سيئي ماڻهو فوتيءَ جي دفن ڪرڻ جي خيال ۾ محو هئا، پر هن کي هڪ اونوئي اورهو: سڄو قبرستان گهمي رهيو هو، ۽ آخر گهمندي گهمندي هڪڙي هنڌ اچي بيٺو ۽ ڪاني ڪٽي، ڌرتيءَ تي انهيءَ هنڌ ليڪو ڪڍي، پنهنجي عزيزن کي سڏي چوڻ لڳو ته ”اج کان وٺي پنجين ڏينهن اسان جي منزل هت ٿيندي، انهيءَ ڪري اوهان کي استدعا آهي ته مون کي هيءَ جاءِ ڏجو“. سندس عزيزن کي اها ڳالهه ذرا ناخوشگوار گذري، ۽ چوڻ لڳا ”ته شل الله تعاليٰ اوهان کي وڏي حياتي بخشيندو. اوهين ائين چوڻا چئو!“ جواب ڏنائين ته ”مرڻ کان ميٺو نه آهي!“ انهيءَ ڏينهن شام جو ئي مرحوم ماستر صاحب بيمار ٿي پيو، ۽ سومر رات، اڌ رات کان پوءِ، تاريخ ١٥ مارچ ١٩٤٣ع جي، ٥٤ ورهين جي عمر ۾، جان بحق تسليم ڪيائين. سندس انتقال پرملال تي مون هيٺيون مرثيو لکيو:

’لطف علي‘ صاحبِ علم و ڪمال، دور دنيا مان ڪيو جنهن دم وصال،
خلق جي هئي وات ۾ وائي اها، ’شهر-آرا جو ٿيو آ انتقال‘:
غم جو بادل جابجا ويو ڇانئجي، سڀ جي دل تي ٿي وئو ابر ملال:
سال تيرهن سو ۽ ٽيهٽ ۾ اهو، قضيو ٿيو آهي، برابر پُرملال:
آب اکڙين مان وهائن ٿا سڀئي، ٿي رواري سڀ کي ان جي نيڪ چال:
خلق خالق جي اها حالت ڏسي، نام زد ”عالم“ پي روئي ٿو زلال.

اسدالله شاهہ "اسد" ٹکڙائي

# حافظ محمد عبدالله "بسمل"

علامہ حافظ محمد يوسف جو ٻيون نمبر فرزند، حافظ محمد عبدالله "بسمل"، ١٣٠٦ھ ۾ موجوده ٽکڙ ۾ تولد ٿيو. تعليم ۽ تربيت وٺڻ لاءِ پنهنجي والد جو مڪتب ڪافي هوس. سنڌي، پارسي ۽ فقه سان گڏ قرآن ڪريم بہ ياد ڪيائين. اتان فارغ ٿيڻ بعد، علامہ اسدالله شاهہ وٽ عربي پڙهڻ لاءِ ويٺو، مگر جلد ئي پنهنجي والد جي وفات ڪري، تعليم ڇڏي، گهر جي ڪم ڪار ۾ ڀاءُ سان ڀائهن-ڀيلي ٿيڻو پيس.

حافظ محمد هارون ڪان پوءِ، پارسيءَ ۾ ماهر حافظ عبدالله ئي هو. ٽکڙ جي عالمن جي آخري نشاني بہ حافظ صاحب ئي هو. سندس زندگيءَ جو وڏو عرصو درس ۽ تدريس ۾ گذريو، پر جيئن تہ ٽکڙ ۾ ڪا ايڏي آمدني نہ هيس، انهيءَ ڪري ١٩٣٥ع ڌاري حيدرآباد ۾ سڪونت اختيار ڪيائين، ۽ ذريعہ معاش لاءِ مختلف شعبن ۾ ڪم ڪندو رهيو. هن خاندان جي افراد کي خدا تعاليٰ علم جي دولت سان تہ سرفراز ڪيو، باقي مال ۽ زر کان بلڪل محروم رهيا. سندن ذريعہ آمدني فقط 'علم' هو، جنهن مان ڪين ايڏو اپراسو نہ ٿيندو هو، جو اکوندري زندگي گذاري سگهن.

ڪجهہ عرصو، حيدرآباد ڇڏي، وري ٽکڙ ۾ آيو، جتي آغا حسين جان، حضرت صاحب جي درگاهہ (مقبره شريف) واري مڪتب ۾ کيس معلم ڪري رکيو، جتي اٺ بہ ميل گڏ روزانو پنڌ ڪري درگاهہ تي ويندو هوس؛ وري شام جو موٽي گوٺ ايندا هئاسون. مگر، اتي بہ حافظ صاحب جي آزاد طبيعت کي چين نہ آيو، انهيءَ ملازمت کي ڇڏي ڏنائين.

پاڪستان کان ڪجهہ عرصو اڳ، منشي عبدالشڪور جي زير نگراني، حيدرآباد مان روزانہ "هلال پاڪستان" شايع ٿيڻ لڳي، تہ انهيءَ اخبار ۾ حافظ صاحب کي 'شاعر خاص' ڪري رکيو ويو. "هلال پاڪستان" ۾ روزانو حافظ صاحب جو بي بها ڪلام شايع ٿيندو هو. انهن شعرن ۾، حافظ صاحب فرزندانِ توحيد جي منتشر شيرازي کي يڪجا ڪرڻ جي بي انتها ڪوشش ڪئي آهي. گهڻن محوِ خواب سنڌين ۾، حافظ صاحب جي پُراثر شعرن جي ڪري، آزادي ۽ يڪجهتيءَ جا جذبا بيدار ٿيا.

حافظ صاحب پجاڙيءَ جا ڏينهن ڪنجِ غم ۾ گذاريا. بيمارين جي هڪبني پويان حملن کيس نحيف ۽ لاغر بنائي ڇڏيو. ايڏي رقم تہ هيس ڪانہ جو ترت علاج ڪرائي سگهي، تہ

تي اسان جي سرڪاري گورنمينٽ سندس علاج معالجي ڏانهن ڪو توجهه ڏنو. ڪيس خود به پنهنجي ٻچن جو آسرو گهٽ هو. هڪڙي غزل ۾ انهيءَ حقيقت ڏانهن اشارو ڪيو اٿس، جنهن ۾ پنهنجي بيماري، مفلسي ۽ سنڌين جي بيقدريءَ جو نقشو نمايان نظر اچي ٿو-

هڪ ته پيري، ٻيو وري مرضن ڪيو آهي هجوم،
هاڻي ڏسجي ڪيئن ٿو "بسمل" ناتوان زنده رهي!

افسوس، صد افسوس، حافظ صاحب، ٢٠ آڪٽوبر ١٩٥٠ع تي پنهنجي عمر جون اٽڪل ٦٤ خزان-آميز بهارون ڪاٽي، هن جهان فانيءَ مان هميشه لاءِ منهن موڙي ويو! ڪيس ڪو نرينو اولاد ڪونهي. هن خاندان جو حافظ صاحب آخري شاعر هو. سندس پاڻيهو حافظ الهڏنو، زماني جي مجبورين ڪري، شاعريءَ کان بلڪل ناآشنا آهي. هاڻ ائين ڪٿي چئجي ته هن قديمي خاندان جي شاعريءَ جو سلسلو حال في الحال ته منقطع ٿي ويو.

حافظ صاحب جي شاعريءَ جي ابتدا اٽڪل ٻارهن ٻارنهن سالن جي عمر ۾ ٿي. سندس استاد پهرين سندس والد حافظ يوسف هو. هي اهو زمانو هو، جڏهين ٽکڙ جي شاعريءَ جو ستارو بام عروج تي پهتل هو. ٽکڙ جي هر ذيفهم عقلمند انسان کي شعر چوڻ بلڪل سٺائو ٿي لڳو. شاعرن جي صحبت مان حافظ صاحب چڱو فيض پرايو، ۽ شاعريءَ جي ميدان ۾ اسپ خيال کي خوب ڪڏايائين. ان وقت ٽکڙ مان نڪرندڙ رسالن "بهار اخلاق" ۽ "الاصلاح"، ۾ سندس ڪلام شايع ٿيندو هو. انهيءَ دور جي ختم ٿيڻ کان پوءِ، حافظ صاحب جي ڪلام کي اڃا به وڌيڪ وسعت ملي. سنڌ جي عموماً هر اخبار ۾ سندس ڪلام شايع ٿيندو هو. ڪيترين اخبارون سندس نالي جي اڳيان "استاد الشعرا" لکنديون هيون.

حافظ صاحب جو ڪلام نهايت پختو، سهڻن لفظن، بلند خيالن، چست بندشن ۽ محاورن وغيره سان سينگاريل آهي. پنهنجي اوائلي ڪلام کان وٺي وچئين دور تائين، صاف سنڌي تجنيس حرفي وغيره چڱي ڪم آندي اٿس؛ غزل به انهيءَ دور ۾ چيو اٿس؛ پوءِ خال خط جي خرخشي کي ڇڏي، پنهنجي قوم کي بيدار ڪرڻ خاطر نظم لکيا اٿس:

خال خط جو مشغلو "بسمل" جوانيءَ ساڻ هو،
پند پيريءَ ۾ اها پنهنجي سخنداني ڪيم.

حافظ صاحب جو اوائلي ڪلام، اڪثر صاف سنڌي ۽ تجنيس حرفيءَ سان سينگاريل آهي- جيئن هڪڙي غزل ۾ چوي ٿو:

اکين کي اوهان جي ابر ٿي اداس، ٻرين، پرت وارن جي لاهيو پياس.
محبت ۾ ماتام من تي متو، الم عشق ۾ اٿين، وجهل ۽ وماس.
نه هڻ تيغ ابروءَ جي پهر خدا، ڪئن تي ڪريو ليث ڪامل قياس!

باڪمال شاعر، هميشه پنهنجي ٻوليءَ جي روزمره استعمال ٿيندڙ محاورن سان پنهنجو ڪلام پُر ڪندو آهي:

ورڻ جسي ڪا وائي وري وار تــون،
نہ ڪر مون کي ارمل تون هنہر نراس.

(هتي حافظ صاحب "وائي وارڻ" جو مشهور محاورو ڪم آندو آهي.)

حافظ صاحب پنهنجي ڪلام ۾ هروڀرو دقيق ۽ ثقيل لفظ نٿو ٺنبي، جيئن پڙهندڙ جي دماغ تي بار ٿي پوي؛ مگر ڪوشش ڪري سليس لفظ استعمال ڪري ٿو، جن جي ڪري ڪلام ۾ چڱي قدر روالي پيدا ٿئي ٿي:

ناهہ باغ و بهار جـي خواهش، صرف هڪ گلعذار جي خواهش.
تيغِ ابرو ڪٺي ٿـي يـار چيو، عاشقِ جان نثار جي خواهش.
راهِ دلبر ۾ مثل خاڪ آهيان، ٿي وري من-قرار جي خواهش.

حافظ صاحب جي ڪلام ۾ تشبيهات ۽ تلميحات بہ گهڻيون ملن ٿيون:

حوصلو تنهنجو تہ اي ديدهٔ گريان نڪتو،
آب اکين مان ٿي هڪ نوح جو طوفان نڪتو.

(هتي طوفان نوح کي تلميحاً ڪم آندو ويو آهي، ۽ پنهنجي اکين جي لڙڪن کي نوح جي طوفان سان پيٽيو ويو آهي.)

شاعر ڪنهن معمولي ڳالهہ کي اهڙي طريقي سان ادا ڪندو آهي، جو عام ماڻهو نہ ڪري سگهي؛ ۽ پوءِ انهيءَ جي ادائگيءَ ۾ هن خيال جو گهوڙو زمين ۽ آسمان جو اک-ڇنڀ ۾ سير ڪريو اچي. حافظ صاحب جي تخيل جي بلند پروازي ملاحظہ ڪريو:

هاڻي ڏسنداسون وري ذوق جگر سوزيءَ جـو،
زخـم جـي واسـطـي اڄ شـورِ نمڪدان لڪتو.
آخـرين دم ۾ ڪـيـم عـشـق جي حالت معلوم،
جان ويئي، دم ويو، پر دل جو نہ ارمان نڪتو.
ابـروي يـار تـي ڪـيـم حـيـف گـمـانِ قـبـلـہ،
طـاق مـحـراب جـو هـو دشـمـنِ ايمان لڪتو!

معاملہ بندي هر عاليمقام شاعر جو پهريون فرض آهي. هو جنهن ڳالهہ کي چوي ٿو، انهيءَ جي تلازمي لاءِ هن کي پي بہ اهڙي شي آڻي آهي. "بسمل" جو هيٺيون غزل ملاحظہ ڪريو: تلوار جو مضمون آندو اٿس، تہ انهيءَ لاءِ عاشق جو ڦٽجڻ، يا جنگ و جدل جو آڻڻ، يا يار جي نازڪ هٿ جو ذڪر ڪرڻ وغيره سان تلوار جو مضمون نڀائجي سگهندو.

يار ڪئي زيب ڪمر اڄ وري تلوار نئين، حسن ۽ عشق ڪندا پاڻ ۾ پيڪار نئين.
حسن پنهنجي تہ وري آهہ ڪئي بازار نئين، شوخ شاهد ٿو هلي ناز سان رفتار نئين.
شورشِ عشق ترقي کي دکربار نئين، حسن نئون، ناز نئون، شوخي گفتار نئين!

يار آغوش ۾، اڄ بخت ٿيو بالا منهنجو، مرحبا همت ۾ رهي دولت بيدار نٿين!
بادہ نوشيءَ جي ٿي آ منع ۾ جاري فتوا، شيخ جي آهہ ڪٿي ڪالهہ ڪا اظهار نٿين.
حافظ صاحب پنهنجي ڪلام ۾ منظر چٽو پيش ٿو ڪري-

آئي نسيم رحمت فضل خدا سندي،
سرسبز لطف سان تہ وري لالہ زار ٿيو:
مکڙين جي منهن جو باد صبا بند کوليو،
باغ جهان جو صحن ڀري مشڪبار ٿيو:
ڪيڏا ڪرم ڪريم ڪيا پال بيشمار،
بارش ۾ ابر رحمت پروردگار ٿيو!
نرگس جي ناز سان نہ کڄي ڪنهن ڏي چشم ٿي،
هي ڪيف حسن جي ڪان گهڻو پر خمار ٿيو:
سنبل سنواري سينڌ لطافت سان ٿو لُڏي،
ڇا شان دلبريءَ سان نئين آشڪار ٿيو!

حافظ صاحب نظمن ۽ غزلن کان سواءِ ٽي مثنويون- ”مثنوي محمدي“ جنهن ۾ رسول ڪريم جي اسوہ حسنہ آهي، ٻي ”مثنوي سسئي پنهون“، ۽ ٽي ”مثنوي دودو چنيسر“- لکيون. ”مثنوي محمدي“ سندس وفات کان پوءِ محترم ڏيپلائي صاحب جي ڪوشش سان شايع ٿي چڪي آهي، ۽ گورنمينٽ جي ادبي بورڊ ڪرمفرمائي ڪري حافظ صاحب جي يتيم ٻارن کي ٻہ سو روپيا انعام ڏنو: ٻي مثنوي ’سسئي پنهون‘ قلمي حالت ۾ موجود آهي: ٽين ’دودو چنيسر‘ پڙهڻ ۾ ٿو اچي تہ ڪو حريف وٺانئس ڪنهن رمز سان ٺڳائي ويو.

افسوس آهي تہ اهڙي اعليٰ شاعر جي حيثيت مطابق سندس شعر جا ڪيترائي مجموعا ملڻ گهربا هئا، مگر سي سڀ حوادث زمانہ جي مجبورين ڪري اڄ ڪن بين بوالهوس شاعرن جي نالن سان دنيا جي سامهون اچي رهيا آهن! جستجو بعد جو ڪجهہ هٿ آيو آهي، سو بہ ڪافي آهي. سندس هڪ غزلن جو ديوان محمد خان ”غني“ صاحب کي هٿ ڪيو آهي، جو اميد آهي تہ جلد شايع ٿي پوندو.

## انتخاب

آيو نہ ڪڏهين حرف شڪايت جو دهن ۾، — نڪتو جي اندر مان، تہ ويو گهنجي گهٽن ۾.
ڪير آهي ڇڏي پنهنجو ويو عڪس ڪلن ۾، — هنگامو مچيو شوق جو مرغان چمن ۾.
رک پنهنجي شهيدن تي قدم، تيغ سنڀالي، — ڏسجان، نہ متان جان اچي موٽي مٽن ۾!
صياد منديو دام تہ گلچين ٽيو چني گل، — بلبل لاءِ بهار آئي، ٿي افتاد چمن ۾.
اي دشت عدم، ڏسج اڏائي نہ سندءِ خاڪ، — وحشي ڪو اچي اڄ ٿو وجهو چاڪ ڪفن ۾.

موٽي ٿو وڃي موت، رسي ڪر ٿو ستمگر، — تقدير ۾ ڇا آهه ٿي قاتل جي هٿن ۾!

پهلو ۾ جي ويٺو تہ ٿهي درد ٿي ويٺو، — آئيو تہ آئيا سور نوان جان ۽ تن ۾!

غم مون کي تہ ڪجهہ ناهہ، مگر ڪهر ٿو ڦٽائين، — دل منهنجي پڪڙيي، ڏس نہ پوين ٻار ڏکن ۾!

مقتل ۾ بهار آهہ، ذرا هل تہ ٿئي سير، — گل تنهنجي شهيدن جي ڪڍيا خون ڦٽن ۾!

انجاڻ ٿي لاشي تي وٺي غير کي آيو، — بيرحم ستا سور ٿو جاڳائي سٽن ۾!

جو دستِ حنائي کي دڄين ٻار ٿو رکندي، — تنهنجا ئي آهن تير انهن دل جي ڦٽن ۾.

هن اهوي‌ء ادا ساڻ ڇڪيو پاڻ ڏي مون کي، — دل وس مان وئي، تاب رهيو ڪجهہ نہ بدن ۾.

معلوم نہ ٿيو عرضِ تمنا تي چيئين ڇا، — هان، هوس اثر نيم-تبسم جو چپن ۾.

ڪنهن شوخ جي اکين کان هي ماتام متو آهہ، — ساغر پيو ڦري خون جو اڄ بزمِ چمن ۾؟

نادر جي سندس نظم، تہ هر شعر ٿيو شيرين، — وہ طبع 'عزيز' آيو وٺي شعر جي فن ۾!

ديوانو ڪٿان آيو ڪري سمع خراشي؟ — "بسمل" کي ڏجو داد نہ هن طرزِ سخن ۾!

## عالم بہ ٿي، امام ٿي، آفاق گير ٿي

عنقا جي طرح ويهہ نہ لڪي گوشہ گير ٿي، — نڪري اڏام صورتِ شاهين مسير ٿي.

يا سر وڍائي لائقِ تاج و سرير ٿي، — يا ڏيئي تخت و تاج کي، آرام گير ٿي.

ماضي جي آهہ شان تي گر توکي افتخار، — غافل! سنواري حال کي تون بينظير ٿي.

هو پرتوو جو واديء يثرب مان چمڪيو، — ڪر تنهن مان اقتباس ۽ روشن-ضمير ٿي.

بطحا جي پيشوا جو مليو آهہ ڪاروان، — وٺ نقش پا انهيء جو اٿي راهگير ٿي.

سمجهين تہ آهين مسلم، پر تنهنجو ڪٿ ڪمال، — نادان پنهنجي حال تي حسرت پذير ٿي.

اسلاف جي اچي ٿي اها قبر مان صدا: — اي ناخلف! نہ ڪاهل، عاجز، اسير ٿي.

جوهر قلم جو، تيغ جو ڏيکار آب تاب، — "عالم بہ ٿي، امام ٿي، آفاق گير ٿي".

مسند سنوار پنهنجي علومِ قديم جي، — 'رازي' بہ ٿي، 'ڪمال' ٿي، 'ابنِ جرير' ٿي.

چمڪو جهليندو تاب نہ هن پرتوي سندو، — اسلام جي تون نور جو مهرِ منير ٿي.

سمجهي اڃا نہ قوتِ ايمان جي تو آهہ، — مخدومِ روزگار ۽ پيرن جو پير ٿي.

تقدير کي وسار، قلم تون بہ ٿو رکين، — قسمت جي سرنوشت جو خودئي دبير ٿي.

اڳيون نہ جوش "بسمل" تنهنجي سخن ۾ آهہ، — خاموش هن چوڻ کان اي شاعر شهير ٿي.

## سنڌ جي آزاديء تي

شرابِ ارغواني‌ء جو ڀري ڏي جام، اي ساقي، — خدارا ميڪشن تي ڪر ڪو اڄ انعام، اي ساقي!

بيارج پرت مان اهڙو مي‌ء گلفام، اي ساقي، — رهي باقي نہ مون ۾ هوش جو ڪو نام، اي ساقي!

سدائين شل رهي آباد ساقي تنهنجو ميخانو،

اچي معمور ڪر هڪ جامِ مي سان دل جو ويرانو!

خزان ويئي، بهار آئي، چمن ٿيو گلفشان آهي، قباءِ لـو بغل ۾ ڪئي سمن ۽ ارغوان آهي،
خوشيءَ کان دهنِ غنچه اڄ ٿيو خنده زنان آهي، ترنم تهنيت جـو بلبلن ڪيو بـرزبان آهي:
بڻايون قـابـلِ نظّاره اڄ اجـلال گلشن جـو،
نه اهڙو ڪنهن ڏٺو هرگز ڪڏهين اقبال گلشن جو.

شبِ غم وئي وهامي، نيٺ ٿيو رنگِ سحر پيدا، نمودِ صبحِ صادق ۾ ٿيو خورشيدِ ظفر پيدا،
ڏسو باغِ وطن ۾ ٿيو صداقت جـو ثمر پيدا، نـهـالِ آرزوءِ قـوم ۾ ٿيو بـاربـر پيدا:
عـمـلـداران آزادي ڪـي نصرت جـي لـدا آئـي،
"جدا ڪيئن سنڌ بمبئي کان" اها دلڪش صدا آئي!

جدا ڪيئن سنڌ کي صوبو ڪري اڄ ڏار بمبئي کان، وئي هٿ ۾ حڪومت کي، ٿي خود مختار بمبئي کان.
عزيزانِ وطن آباد ٿيا سرڪار بمبئي کـان، نه رهندو ملڪ کي خطرو، لٿو آزار بمبئي کان:
پڌايو تـار بـرقيءَ ملڪ کـي فرمـانِ آزادي،
مسرت سان پڙهيو هر ڪنهن اهو عنوانِ آزادي.

درِ آزادگي کولي ڏنائون سنڌ وارن کي، ڪيائون دلدهيءَ سان شاد سڀني بيقرارن کي،
مسرت جـو مليو پيغام اڄ اميـدوارن کي، ڏنائون مرهمِ جان بخش قومي دلفگارن کي،
زمـانـو نڪبت و ادبـار جـو انجام تـي آيـو،
مـهِ اقبال چمڪي اڄ وطن جـي بام تـي آيـو!

نويدِ زندگي مضمر هـوان پيغامِ شاهي ۾، دمِ عيسيٰ ڏٺو هر ڪنهن انهيءَ اڪرامِ شاهي ۾،
رهياسون منتظر مدت کان جنهن انعامِ شاهي ۾، مليو آخر اهو اڄ آهه عن اعلامِ شاهي ۾:
ورق گردان وري تاريخ ٿي سنڌي تمدن جي،
بهار افزاي دنيا، هير ٿي پنهنجي ٿي گلشن جي!

نظر ۾ پيو اچي سـاڳيو اڳيون اقبال سنڌين جو، خدا گهريو ته ٿيندو جلد بهتر حال سنڌين جو،
فلڪ تي بدر ٿيندو ڪوڪبِ اجلال سنڌين جو، قرينِ ڪامراني ٿيندو ماه و سال سنڌين جو:
زمانو ٿيندو حيرت ۾ ڏسـي سنڌي جلالت کي،
سيکهو ڪائيندي دنيا هن اسان جي عز و عظمت کي!

نظر اڳيان اسان جي منظرِ علم و فضيلت آهه، اها ارزانيءَ دولت، اها صنعت ۽ حرفت آهه،
ڪشايش جو وسيلو هٿ ۾ دنيا جي تجارت آهه، ڏسون ٿا هاڻ قبضي ۾ سڄو سامان راحت آهه:
نه بيڪاريءَ کان نـالان ٿين افرادِ وطن هرگز،
نڪو افلاس کان ڏسجي ڪٿي رنج و محن هرگز!

نشانِ عظمتِ قومي ڏسون پيا پنهنجي صحرا ۾، ترقيءَ جـو نظارو ٿو ڏري عن چشمِ بينا ۾،
ڏسون پيا موجِ گوهر ريز پيدا آهه دريا ۾، عجائب دلفريب آهه هن جـي روي زيبا ۾:
صـلاي عـام، يـارو، آهـه ٿـيـو آبـاد ميخانو،
پـري پيئو هـئـن ۾ آهـه سـاقـي صاف پيمانو!

اٿو، هل وطن! تي هاڻ يڪدل يڪزبان ٿيڻ جي، وڌو اڳتي زماني ۾ دليل ڪاروان ٿيڻ جي،
ڪريو ميدان کي سر فاتح همت ـ نشان ٿيڻ جي، رسو هڪدم بلنديءَ تي مثال آسمان ٿيڻ جي!
اڃا اهنجي اڳيان هڪ ڪشمڪش جو امتحان آهي،
اوهان جي تاڪ ۾ دشمن اڃا تائين نهان آهي!

ڇڏيو، اهل وطن اسپ باهمي بغض وعداوت کي، ملي تازو ڪريو هڪوار پيمان محبت کي،
ڏسو ٿا خانہ جنگيءَ مان وجي پهتا مذلت کي، کٽي ويٺا مٿي تي دائمي بار مصيبت کي؛
نہ ايندو ڪم اوهان کي ڪو پيو هن هيڪلا ٿيءَ ۾،
رهو يڪمشت ٿي لله هن قومي لڙائيءَ ۾!

الله العالمين! لئين سر اسان کي ڪامگاري ڏي، مقيد ٿياسون ذلت ۾، الهيءَ ڪان رستگاري ڏي،
اسان جي باغ اجڙ يل کي وري جوش بهاري ڏي، ٿئي سرسبز ساري سنڌ اهڙي آبياري ڏي؛
اجابت جو کلي در عاجزن جي التجائن تي،
اٿي، اي جوش رحمت، هاڻ "بسمل" جي صدائن تي!



نيڪ محمد بلوچستاني

# مرحوم سيد احمد شاهه "خاڪي"

مرحوم سيد احمد شاهه "خاڪي"، ولد سيد طالب شاهه، لڪياري، ڳوٺ آبل جي ويجهو، لڳ لنواري، تعلقو بدين، ضلعو حيدرآباد، سنڌ جو ويٺل هو. سندن جنم جي تاريخ جي پوري خبر پئجي نه سگهي آهي؛ البت اندازي موجب پتائي سگهجي ٿو ته سن ١٩٠٨ع ڌاري تولد ٿيو هو. آبل جي ويجهو ۾، ملان عبدالرحيم ميمڻ جي مدرسي ۾ قرآن شريف جي تعليم وٺڻ شروع ڪئي هئائين. ملان عبدالرحيم ڪجهه وقت بعد درس و تدريس جو ڪم ڇڏي ڏنو؛ پوءِ وري حافظ علي جوڻيجي وٽ قرآن شريف جو ختمو پورو ڪيائين. ذريعه معاش ۽ پيري-مريدي جي سهوليت ڪري، مرحوم جا والدين، آبل جي ويجهو مان هجرت ڪري، احمد پيرڙي جي ڳوٺ ۾ وڃي رهڻ لڳا. اهو ڳوٺ ٽنڊي شهر تعلقي ٽنڊي باگي کان هڪ ميل اوپر طرف آهي. ٽنڊي شهر ۾ نور محمد شيخ ٽالي هڪ نو مسلم عالم ۽ بزرگ شخص مڪتب ۾ پڙهائيندو هو: شاهه صاحب ان وٽ به پارهن مهينا کن پڙهيو. ڪن مجبورين سبب، شاهه صاحب جا مائٽ ڳوٺ احمد پرڙي مان وري ساڳئي ڳوٺ ابل جي ويجهو ۾ اچي رهڻ لڳا. مرحوم "خاڪي"، پنهنجي تعليم جو سلسلو جاري رکندي، مولوي ڪريمداد ڦُهڙپي وٽ پڙهڻ لڳو. مولوي صاحب ڪڇ جو ويٺل هڪ جيد عالم ۽ فارسيءَ جو يگانو هو. مرحوم "خاڪي" هڪ سال تائين وٽس فارسي پڙهيو، ۽ پڙهڻ جي زماني کان وٺي ئي شعر چوڻ لڳو. ڏاڍو تيزفهم ۽ حاضر جواب هوندو هو. ڪوبه خيال اچي ويندو هوس، ته ٺهه پهه شعر ٺاهي ويندو هو. هڪ سال بعد، مولوي ڪريمداد به ڇڏي ويو؛ پوءِ مرحوم "خاڪي"، حافظ قاسم شيديءَ وٽ چار درجا سنڌي پڙهي پورا ڪيا. مولوي جان محمد "جاني" ٽالپر، ساڪن ٽنڊو جان محمد، مرحوم "خاڪي" سان گڏ ساڳئي مڪتب ۾ پڙهندو هو. مولوي صاحب جن صاحبِ علم ۽ باڪمال شاعر آهن.

مرحوم حاجي پيربخش فاروقيءَ جي پٽ عبدالڪريم فاروقيءَ سان به "خاڪيءَ" جي تمام گهاٽي دوستي هئي. هڪٻئي ڏانهن خط اڪثري شعر ۾ لکندا هئا. مرحوم حاجي پيربخش فاروقي به شاعر هو. قاضي گل محمد "گل" عباسي، (ويٺل ڳوٺ پنهنجو، لڳ لنواري، تعلقو بدين) به هڪ وڏو شاعر هو، ۽ لنواريءَ جي بزرگن وٽ عام مختار هو؛ قاضي عرس جهوڙي، زبردست شاعر جو شاگرد هو؛ سو مرحوم "خاڪيءَ" جو همعصر ۽ دوست هو.

مولوي حاجي احمد ملاح (ساڪن بدين) سان به "خاڪي" جون ڪچهريون ٿينديون هيون.

سنڌي چوٿين درجي پاس ڪرڻ بعد، مرحوم "خاڪي" جي والد بزرگوار رحلت فرمائي، جنهنڪري "خاڪي"، پڙهڻ جي ڪم کي خيرباد چئي، پنهنجي خانگي ڪم ۽ زمينداريءَ ۾ مشغول رهيو. قابل، هوشيار ۽ ايماندار ماڻهو هئڻ ڪري، مرحوم ميرمحمد خان ٽالپر (وڏيل راڄوخاناڻي: خاناڻي ميرن جي اولاد مان) کيس گهرائي پنهنجي جاگيرداري ۽ زمينداريءَ جو ڪم حوالي ڪيو. مرحوم نوڪري ملڻ ڪري پنهنجي آبائي وطن کي ڇڏي، اچي شهر راڄي خاناڻي ۾ دائمي سڪونت اختيار ڪئي، جتي به ڪيترن ئي قابل ۽ علم دوست شخصن سان سندس دوستي ٿي- جهڙوڪ مرحوم حڪيم مولوي تاج محمد افغان "مشتاق" (راڄوخاناڻي)، رئيس لياري خان "ليار" نظاماڻي (وڏيل ٻيڏيرو، نزد راڄو خاناڻي)، رئيس جيئل خان "جيئل"، چلگري (ڳوٺ گلڻ چلگري، لڳ راڄوخاناڻي)، وغيره. مٿين سڀني شخصن سان مرحوم جي شعروشاعري ٿيندي هئي، مگر مرحوم "خاڪي" سڀني کان گوءِ کڻي ويندو هو.

"خاڪيءَ" پنهنجي عمر جو گهڻو حصو مير صاحبن جي ملازمت ۾ گذاريو. آخرڪار مير صاحبن جو پاڻ ۾ موروثي ملڪيت تان تڪرار ٿي پيو، جنهنڪري مرحوم "خاڪي" ملازمت تان استعيفا ڏني. سن ١٩٤٣ع ۾، غشيءَ جي ڪري، مرحوم دارالفنا کي ڇڏي دارالبقا ڏي راهي ٿيو- انا لله و انا اليه راجعون. سندس جنازي کي فتح محمد شاه جي مقام، ڳوٺ دودي ڪوريءَ ۾ دفن ڪيو ويو، جو ڳوٺ راڄي خاناڻيءَ کان اٽڪل ڏيڍ ميل اوڀر طرف، مولچند واهه جي ڪپ تي واقع آهي.

مرحوم "خاڪي" نهايت نهٺو، هردلعزيز، خوش اخلاق، يڪ-سخن، راستباز، وعدي جو پورو، مستقل مزاج، ايماندار، محنتي ۽ صوم و صلوات جو سختيءَ سان پابند هوندو هو. سن بلوغت کان وٺي آخر تائين تهجدگذار ٿي رهيو. مرحوم پنهنجي شعر جو ذخيرو پاڻ گڏ ڪيو هو. سندس مرضي ڇپائڻ جي هئي، مگر اها پوري نه ٿي. سندس قلمي بياض، جيڪو پاڻ لکيو هئائين، گم ٿي ويل آهي؛ باقي موجود شعر سندس پٽ سيد غلام حيدرشاهه جي بندين ۽ سندس هڪ ننڍي قلمي بنديءَ تان اتاريو ويو آهي. سندس شعر ۾ نوڙت ۽ انڪساري تمام گهڻي آهي.

مرحوم شادي ڪئي هئي، جنهن مان کيس هڪ پٽ ٿيو، جو سندس حياتيءَ ۾ ئي ننڍپڻ ۾ گذاري ويو. مرحوم جا ٻه ڀائر، هرهڪ سيد غلام حيدرشاهه ۽ سيد وڏل شاهه، زنده آهن، جي پنهنجو خانگي ڪم ۽ زمينداري سنڀالين ٿا.

## ڪلام

سنداتا مينهن مارن ڏي، وٺا اڄ، سي وسون ساريم،
اچن ات عام او هيرا، ڪڪرڪارا ڪسون ساريم.
سدا ساٿيهه ۾ ساوا سنڀاريسان ساڳ سرهائيون،
ڪنيون ڪانونبڙاڪنئوا، ڇيڙ ڇولرا ڇسون ساريم.

نہ وسرن ويـر هڪ واندون، پڪا ۽ پـرس پـاڙ بـچـا،
سـڪي سـپ وقت سـاهيليون، پنهوارن جـا پسون ساريم.
پـنـڻ ڏٽ لاءِ ڏوٿاٿيون، ولر ڪيوواندي لڳـ وڙڪن،
جتا منجهہ جـوءِ جيڏين جا، سـدائـيـن سرڪسون ساريم.
ستي جـي سيل سالم سـان وڃـي موٽي وطـن پنهنجي،
ابـاٿـا آفـريـن ڏيـنـدا، شـبـانـن شابسون ساريم.
خـدايا، سـانَ «خاڪي» اڄ، بـسي پـاڙا پنهوارن جـا،
وڏا جيت ڊير واريءَ جـا، ڊِٺن جون سي ڊسون ساريم.

*

جَس جتن ڪي جي ڏسان جهاڳي ٿڪر مان ٿولڙي،
بس بلوچن جـي بـڏان مـن ٻاجهہ واري ٻولڙي!
ڪيئن ٻجهان پـيـرـين پيادي، پنڌ گهڻو آڏا ڀهاڙ،
چولہ ڏونگر تو ڏني ڏک ۾ ڏکيءَ کي ڏولڙي؟
هڪ زخم ظاهر ڏنا، جيءَ ۾ جـرح پيا پڻ جتن،
درد جي داور ڏنـا، پاڻي جهانم منجهہ جهولڙي!
سور جو ورتـم سبق، آيل! ازل جـي روز کان،
ماءُ مون کي ڪا ڏني هٿي-لنؤن-لڳيءَ جي لولڙي!
پيچ دل ۾ هڪ پنهونءَ جو، پيو جبل جاڙون ڪيون،
حال تـي حيرت ڪري، ڪوئي نہ آيو ڪو لڙي!
خوش گهڻون "خاڪي" ٿيان، ڪيچي ملن جي ڪاف ۾،
سـوز ۾ سيد سندن، گهايـل سـڏايـان گولڙي!

*

مٿي انگور اوڀڙ جي پون بوندون بهاريءَ جون،
سدائين ساوڪون سونهن، پلاڻيون پال باريءَ جون.
پيو پـاڻـي، پٽن ڀريو ڀـلـر ڀـولـن مٿي پلٽي،
برن ۾ باس خوشبوءِ جي، فرحتون غمگساريءَ جون.
ترايون تڙ ڀريا تهدل، مٿن تاڙن تنوارون ٿيون،
وهن واٽو ولهارن ۾، مٿي جر پاڪ جاريءَ جون.
ولـا مينهڙا، وطـن ويران ٿيو سرسبز شاد آهي،
گلن جا هار گلشن جيئن، ولهيون پائين واريءَ جون.

گسن ۾ گرڙ ٿيون گواون، للر ۽ لنب لاٿيون نت،
مر پڙا مرٽ مکٿيون ٿيون، مندون موٽيون ملهاريءَ جون.

سدا سرها ٿيا سانگي، ولر تن وانڍ لڳ وڙکن،
پنهوارن مال پهرايا، چُرن چڙيون چوُياريءَ جون.

سنيارن جون سنجهي مان نت، سُيم لارون مليون لڳنديون،
نماٽي ساز نند ليٿي، گهڙيون سارينديون گهاريءَ جون.

نہ سيد سان سنگهارن کو هجي ويڇو وجهڻ واجب،
جڏهن "خاڪي" خداوند ڪيون سٺايون خلق ساريءَ جون.

*

وفا ويٺي، ويا وعدا، نہ يارن ۾ رهي ياري،
قضا ميءَ راز کهہ چاٺان، پيئي گڏجڻ کنان گهاري!

جتي هو ماڳ محبت جو، اتي دور و عداوت جو،
ويا اوقات فرحت جا، جدائي ٿي جڏهين جاري.

مٺيو هي ملڪ محبوبن، چڏيو خوش واس وٽڪارن،
گلن جي بوءِ منجهہ گلشن، گلستان ۾ نہ گلڪاري.

هميشه دل نہ حب ماٺي، سدا جا ساهہ سياٺي،
رڻن اکيون رتا پاٺي، سنياريو سا سنگت ساري.

نہ بلبل - بات منجهہ باغن، تلخ طوطا تنوارون ڪن،
پچاٿي ٿي، لہ سڏ پهچن، پرين ڪي ڪاٺ پوٺواري.

خليلن ڪي ڏسان "خاڪي"، تہ گهنجي گهوٽ غمناڪي،
ڪري سيد مٺي ساقي، وصل ساغر جي سرداري!

*

اچين جي تون اڱڻ منهنجي، تہ ڪريان يار ڪل قربان،
سندم سامان، تولي ساهہ ۽ سينگار ڪل قربان.

قدم جو باقدم ڪامل کٿي تون قرب منهنجي سان،
صفت سهڻي هلڻ جيءَ تان ڪبڪ رفتار ڪل قربان.

مبارڪ منهن منور هن چمڪ چوري مٺان چاهون،
شمع ۽ شمس ٿيا شوقاً قمر انوار ڪل قربان.

لياقت لعل لب جي تان گلابي گل چڏيان گهوري،
نزاڪت ناز تنهنجي تان گل و گلزار ڪل قربان.

سرو تـوڻـي صنوبـر کـي سڌائـي تـان کريـان صدقو،
نـمـا نـرگس سندي نـيڻـن مٿان نـروار ڪل قـربـان.
دهن کان دوست جـي پائيان نـہ چوهتو چاھ زمزم کي،
عجب ابـرو مـٿان تنهن تـيـغ نت تـلـوار ڪل قربان.
گهٽان غب غب مٿان گهوريان، ڪري هي صوف سـپ صدقو،
بلڪ منجهہ رُوء بينيء تـان مـنـو مـنقار ڪل قـربـان.
خوشيء مان ڪر خنده دلبر تہ گهوريان گهوت هي سـپ گهر،
کـلڻ تـان خـوبـرو تنهنجي دُر و دينار ڪل قـربـان.
لـہ خوشبوء سـاڻ خيرو گـل هجي محبوب مـوتيو مـَـٽ،
پکهر پـريـتـم مٿان کريـان عـطـر مهکار ڪل قـربـان.

*

اگـڻ منهنجي مٿي البت، پـيـارا! پـيـرڙا پايو،
ڏ هـائـي ڏينهن هڪڙي، پر پلي لک پيرڙا پايو!
مبارڪ پـيـر محبت جـا، اگڻ پارا اکين تي ڏيو،
مٿيء سين مر پربل منهن تي مدامي مـيـرڙا پايو!
ڪـري من خاڪ قدمن تان، لـڳل نعلين پر جا لـَـٽ،
کريان سرمون سـاـڪ مان، جي سڄڻ ساجهيرڙا پايو!
حبيبن سـان حياتي ڪـڌ گذاريان سپ غلاميء پر،
اکين اڳيان دريـون ديواريون ۾ ديـرڙا پايو!
پـَسايو پـاڪ صورت جـو مـٿا جيئري اچـي جلوو،
مرڻ کان ماڳ منهنجي تـي قدم منهنديرڙا پايو!
مـلازم ڪي مـٿـا جـانـي ڪرايو اچ قدمبوسي،
چنڻ جون ڪيم چاتيء پر چـُريون ۾ چـيـرڙا پايو!
خدا ڪارڻ اچو خدمت خلاصو ٿي ڪري "خاڪي"،
رقيبن جـو رکـي رايـو، نـہ ويهي ويـرڙا پايو!

*

قلب منهنجو ٿـو ڪنبي، تنهنجون پيتيون پـُرجا ڏسي،
خوش ڪنديس خود حال پر دل، ٿوڪ شل ٿـر جا ڏسي!
ڪوت تنهنجي منجهہ ڪـَنڻ، آهـي حويلين پر هـراس،
چو تـہ پکوا هـو پنهوارن نت نبي سر جـا ڏسي.

محل ماڙيون ميڙ چڙي، بيزار بنگلن کان ٿيس،
وانـڱ ويڙهيچن سنڌي ولڪار ويتر جا ڏسي.

لنؤن لذيذن سين نہ لايان، جي هجن تازا طعام،
ساڳ ۾ سرها سنواريان، ساڳ هو سر جا ڏسي.

ميرا! ميوا مائيان ڪيئن، هي انجيرن تان انار؟
بوند بادل جي وسي، پوءِ باغ هو بـَر جا ڏسي.

ٿي شڪايت شاهہ تنهنجي، شربتن شيرين گلاب،
پاڪ پاڻي پڻ پلر، پالار پوور جا ڏسي.

ڪيئن قبولي مان ڪريان تنهنجي عمرا! الفت پسند؟
ڪاڻ مون تي ڪرم ڪيا وهنوار سي ور جا ڏسي.

ساهہ ”سيد“ ساڻ سانگين سڪ ۾ پوتو سندم،
سو دفعا صدقو ٿيان، احسان سرور جا ڏسي!

*

قرب تنهنجي ري قريبا، ڪاڪ ساري ٿي ڪـَڙي،
گهوٽ توکي غم ڏسي، کهاڻ هتي کهرجي کهڙي!

روح ۾ ڪل راتيون ۽ روز گذرن منجهہ رنجس،
ڳالهہ جي ڳڻتي ڪري، پيا ڳـل مٿان ڳوڙها ڳڙي!

مـُلڪ توڻي ميٺ، مگر هن مهل ۾ ڏارين مٿل،
روح کي راحت نہ ڏي ڪا ديس جي هڪڙي ڏڙي!

ڪاج خاصاري خوشيءَ ڪاڻ اندر پانيان خراب،
جام اي جنهن وقت جانب مان رکي مون جيءَ-جڙي!

ڏيل سارو ٿيو ڏڪويل، ڏاج ۾ مون ڏک مليا،
باب منهنجي هٿي بني هيءَ بخت ۾ تهمت پڙي!

لينهن جي لاـور کي هي چا ڪندا حاذق حڪيم،
سير چوڻ کان اڳي سڀ سوز ۾ ويو رت سڙي!

ڪو سنيهو مـن مٿالي سرسر مون کي صبا،
هيءَ وطن ويران وانجهي، هو ولـان مان واڌوي!

سڏ سواليءَ جا سڻي، ڪو سار صاحب-دل ڪري،
آسرو آهيم، مـن آزاد ٿئي منهنجي آڙي!

خلق ۾ "خاڪي" نہ ڪوليان، حال خاطر جو هلي،
راز راءِ سان ڪندس سان، رمز هيءَ روئي رڙي!

*

چارا چاري رچ ڏسي، محبت ملاحن سين نہ مٽ،
تون سمون سردار، آءٌ ڪولڙي مسڪين گهٽ!

سانُ منهنجو ملڪ ۾ تنهنجي محابي سان مٽي،
نام تنهنجي سين نهايت ڪيم نخرا ناز لٽ!

راڄ ۾ راڻيون جي ايندڙيون، سڀ سميون ساري سهاڳ،
عيبوند آءٌ اتي خوش ٿي منگان ڪيئن خاص ڪٽ؟

راءِ! تنهنجي راز سين، راڻي سڏايان راڄ ۾،
لت ڪُوهيءَ سين ڪر اسان، چرڪا جهليون منجهہ چار چٽ!

اڳ مٺي تي مون مڃيءَ جون جي ڪيڪيون ڪاريون ڪنيون،
سو اچا ناهي سُڪو، ڪُرڙين ڪينين جو ڪٽ ڪٽ!

عيب جي مون ۾ اصل، سي سڀ نہ ساري ڪو صحيح،
لطف پنهنجي ساڻ هيءَ، منهنجي لنگن تان لاهہ اٽ!

عيب جي ٿيندم اگهاڙا، ڪيئن سولهان سرتين اڳيان؟
شاهزادين سين شراڪت جو مون کي ساري ٿو مٽ!

خاص "خاڪي" جون خطائون، بخش ڇڏيون بادشاهہ،
مٺي مديون آنديون مگر، ڏاتارا منهنجا ڏوهہ ڏٽ!

*

دنيا جو دور دم ساعت، هميشه ڪل هلڻ وارا،
مٽي ويا مرد محلاتون، چڙي هي ساڳ موچارا.
صغيريءَ جي ڪڏهين منجهہ سن، جوانيءَ جو ڪڏهين جوبن،
ڪڏهن پيريءَ ۾ پروس تن، مٺي ڪيا موت پوءِ مارا.
سڄان اڳ شهر پر پسجن، پتين ڪان ساز ٿي بسجن،
لشان منجهہ ڏيهہ نت ڏسجن، پڪل جاين سندا جارا.
چڙي اقبال ويا عالي، وڏي وڻجار جا والي،
خلاصا گهر ڪري خالي، اڱڻ ايوان اوتارا.

جنين خانن مليون كيرون، ڇڏيون تن جلد جاگيرون،
هميشه جن لڳيون هيرون، كلر تن لاءِ تتا كارا.

كري ضايع زمينداري، وطن تن كيو وڃي واري،
هليا هركار كان هاري، ٻنيون ۽ ٻج ڇڏي ٻارا.
كيا جن گشت گهوڙن تي، چڙهي بيحد پلوڙن تي،
لٿيا تن لنگ لتوڙن تي، سٺن وارن كيا وارا.
هلايا جن حكم هيكر، ولاتن تي وڏي ويتر،
كيئون املاك كڏ آخر، سي سڀ سامان تن سارا.

سنڀاريو جن سڄر سوكي، لياقت ساڻ لشكر كي،
سپاري كم سكندر كي، ڇڏي دامان ويو دارا.

سكندر ٻڻ ڇڏي ساري، حكومت تنهن سندي ساري،
اكيون پوري ڀ پونواري، كيائين پانهنجي ٻاران.
تبع جو تخت ٿيو تابان، سليمان ويو ڇڏي سامان،
ڏلي جمشيد جهٽ ٻٽ جان، چكا تنهن جا جڏلهن چارا.

عدالت كان ٽٽو اكبر، ٽكو كسريٰ نه اڄ قيصر،
ٻجائيون وقت پنهنجي ٻر، انكل تن جا لٿا آرا.
قلعا خالي كلهوڙن جا، اتي اڄ ڏڳ اڏوڙن جا،
ٽنل ٽكرن ۽ توڙهن جا، لست ٽليون منجهس ٽارا.

مٽيو هن ملك كي ميرن، نه دولت نيئي دلگيرن،
وڃا وٺي سندي ويرن، ركي من ساڻ مونجهارا.
ڇڏي عالم ويا عاقل، نه عالم ۾ رهيا عادل،
وڃي واحد سين ٿيا واصل، ٻڄائي ٻير ٻاڳارا.
ركيا گلزار جن گلشن، ٻني باغات اڳ ٻنگلن،
نه ماڻهو پاس محلاتن، صحن جي پيش سانپارا.

وڃايئون گل مٽي گادي، كيئون شب روز ٿي شادي،
نه تن جي آهه آبادي، وطن ۾ يار وسكارا.
جتي ٻنيا جشن ٻاري، حكومت كيا حكم جاري،
ڇپون اڄ تن جي چوڏاري، كڏيو كن كوڙ كو كارا.

ڏٺون جي ساوڪون سايون، اهي آيون مٿي آيون،
پکيون سي ليٽ پٽ پايون، ڏٺيو ڪن تن ۾ لا ٻارا.

ادا انسان وٽ عبرت، حڪايت سچ سندي حيرت،
تہ قادر جا ڪئي قسمت، ڌري ڪيئن سا ڪري ٽارا.

سي "سيد" نصيحت نت، رکج من تي مدامي مت،
تہ "خاڪي" خاڪ ۾ خوش خط، ملي ٿيندين مٽي يارا.

*

سنيها ڪي صبا سون ڪي، سنگهارن جا سٺايا اڄ،
ڏمر جي خاص ڏوراپا، هتان جيڏين هلايا اڄ،

وڻا مينهڙا مندون وريون، ابر ڏسندي اکيون ٺريون،
سنياريو سو وڄن سريون، اکين سان لوڪ آيا اڄ.

وٺا مينهڙا مندون سوٽيون، پلر ڪن جام پالوٽون،
لوهارين سر ڪنيون لوڏيون، لسي ڏڏ لاڳ لايا اڄ.

وٺا مينهڙا ولر وڙڪن، کهن ۾ هل ٻڌو ڪرڪن،
نہ دهلي دل ڪنان دڙڪن، قضا هي دم ڪٽايا اڄ.

وسي هت مينهن ڪيون موڪون، لٺيون سائيھ تان سوڪون،
ٿليو ڪن ٿهڪ ڏيو ٿوڪون، مزا مارن ملهايا اڄ.

سنبارن جون سيم لارون، چڙهيو ڪن چاڳ چونگهارون،
وٺن وهہ واهہ وڏڪارون، تہ مارن دک مٽايا اڄ.

سنياريسو ساڳ سر ساوا، جتي جيڏين ڪيا جاوا،
ڳنڍيرن تي چرن ڳاوا، ڳنوارن ڳيت ڳايا اڄ.

ڳنوارن جون ٻڌي ڳاهون، اندر مان ٿيون ٻڌ ر آهون،
روان ساريون سندن راهون، ڏٺولين ڏٺ سنيايا اڄ.

چرن چانگن ٻئيان چلڙو، وٺي سون واهہ ولولڙو.
نہ جوشن جو گهٽي جلڙو، جگر جيڏين جلايا اڄ.

سدا "سيد" سنياريندس، ٻنهوارن ڪي ٻچاريندس،
ڪري آهون اڏاريندس، عمر جي ٻند اڏايا اڄ.

*

منجهہ سڌائي جيئن صنوبر، منهن سندس ڪر 'سيو-هي' - (سہ)
روح ۾ مون ڪي رهيو، هر روز تنهنجو 'ري-خي' - (رخ)

تاب ڏس تلوار والڪي، 'الف-بي-ري-واو' جو، - (ابرو)
ناز نرگس جي مثل آهي عجب منجهه 'الف-ڪي'. - (اک)
محب جو منقار طوطيءَ جيئن لهايت 'نون-ڪاف'، - (نک)
لسل گلابيءَ جي مثل لعلائي هوسين 'لام-بي'. - (لب)
'ميم' سان سمجهان مقابل، 'دال-هي' ۽ 'اون' کي، - (دهن)
آب زمزم جي مثل تنهن 'لام-عين ۽ الف-بي'. - (لعاب)
شوق سان شامل ڪري منجهه 'شين-بي' مون کي شريڪ، - (شب)
گهوڙ ڪر گهوري ڪريان سهٽي مٿان هيءَ 'سين-ري'. - (سر)
راز اوريان روز شب، تي روبرو راتي اڳيان،
منجهه اکين آئي الم، جو 'الف' سان گڏ 'الف-بي'. - (آب)
هي سٽي منهنجون صدائون، 'سين-بي ۽ دال' کي، - (سيد)
خادميءَ ۾ من کٽي اج "خاء-الف ۽ ڪاف-بي"! - (خاڪي)

*

اج اکين ساريا سڄڻ، ٻيئون پيچي ٻر ۾ وسڻ،
روح ۾ روئي رڻ، ڏيهه ڏونگر ۾ وسڻ.
دل مٿي دهشت ڪري، هي عشق جو آزاگ تتو،
منجهه آکر لاتون ثمڻ ۽ ڪاف جي ڪر ۾ وسڻ.
نيڻ روبو ڪن نهارون، من ڪٿان ڪيچي اچن!
وڏ-ڦڙا واهي هليون، هن وات جي ور ۾ وسڻ.
پنڌ ڏسيو هي پيچرا، ڳوڙها ڳلن تان نت ڳڙن،
ان طرح عينن ڪيو، گس گام گوندر ۾ وسڻ.
لعل لڙڪن جون تنين لوڙن مٿان لارون لٿيون،
هولد بادل جي نگر منجهه جهنگ جبل جهر ۾ وسڻ.
پيچ پائي پنهونءَ سين، اکڙين رکيو آرو عجب،
درد ۾ دکوا ڏسي، ٻاڻان لڳيون ٻر ۾ وسڻ.
بس نه آئي ري ٻلوچن، راهه ۾ تن روج ڪيو،
هوت هيئنوي ۾ جهلي، هڪدم لڳيون هر ۾ وسڻ.
اوچتو هسي عشق ڪو "خاڪي" خليلن سان ٿيو،
جا رکي جهوري الدر، اکيون لڳيون لر ۾ وسڻ.

*

ادا قاصد، اباڻن ڏي نيا هو ڏج نماڻيءَ جو،
سنيهو سربسر ساري، ڏکن جي ڏم ڏهاڙيءَ جو.
ٻنيا منجهه پاڳ بند ٻاري، قضا ۾ قيد ڪيا جاري،
وجهي وارن اندر واري، ٻچايم پهه پڄاڻيءَ جو.
نه جهانگيرسان ڏنم جوڻي، نه قاصد کو مکڻ کوڻي،
رلن تي رت ڦڙا روئي، قصو جوڙيم کهاڻيءَ جو.
سنگهارون ٽيون سکن سرءِ، پڻن ۾ کي نه کي پرءِ،
مگر منهنجون اکيون درءِ، وري من کو وهاڻيءَ جو.
نه "خاڪي" ڪاڄ خوش ڪايان، پڄي لء پاند لک پايان،
: شاديءَ تي شرم لاهيان، عمر لوڻي اباڻيءَ جو!



# مرحوم سيد نظر علي شاهہ "گدائي"

مرحوم سيد نظرعلي شاهہ دوم، بن عنايت شاهہ دوم، بن نظرعلي شاهہ اول، بن چتن شاهہ اول، بن ولايت شاهہ اول، بن عنايت شاهہ اول، بن فتح شاهہ دوم، بن طالب شاهہ، بن فتح شاهہ اول، بن سيد ابوبڪر، بن محمد شاهہ دوم، بن سيد نظام، بن نورمحمد، بن سليمان، بن سيد عثمان، بن محمد اول، بن ايوب، بن عبدالله، بن جلال، بن ميران، بن هاشم، بن قاسم، بن عباس، بن ادريس، بن حمزه، بن امام موسيٰ ڪاظم عليہ سلام.




سيد صاحب جي ولادت، تاريخ ١١ جون سن ١٨٩١ع، بروز خميس، بوقت صبوح صادق، شهر قنبر ضلعي لاڙڪاڻي ۾ ٿي. عمر جو سمورو عرصو پنهنجي شهر ۾ ٿي گذاريائين، ۽ اتي ئي وفات ڪيائين.

لنڊيءَ ۾ سنڌي چوٿين درجي تائين پنهنجي شهر قنبر ۾ تعليم حاصل ڪيائين، ۽ انگريزي تعليم ڇهين درجي ڪان چوٿين درجي تائين مدرسة اسلام لاڙڪاڻي ۾ ورتائين، جنهن زماني ۾ مذڪوره مدرسي جو پرنسپال مرزا غلام مصطفيٰ خان هو. ان وقت شاهه صاحب جي عمر ٽيرهن ورهيه هئي. مرحوم علم حاصل ڪرڻ ۾ ازحد ماهر ۽ محنت ڪش هو؛ مگر چوٿين انگريزيءَ جي ۾ شاهه صاحب جن انگريزي تعليم کي قطعي ڇڏي ڏنو، جنهن لاءِ مرحوم پنهنجي زبان سان هي سبب پيش ڪندو هو: هڪ ته ان وقت سندن والد بزرگوار فوت ٿي ويو، ۽ اهڙيءَ صورت ۾ سڄيءَ خانقاهه جي انتظام جو بار مٿس ئي اچي پيو؛ ۽ ٻيو ته ٻالڻ ديني درس جو دلي خواهان هو.

وڏي تعجب جي ڳالهه هيءَ هئي ته مدرسو ڇڏڻ بعد به خانقاهه ۽ قدري زمينداري بار پوڻ ڪري ڪيس خاص طور ڪنهن ديني درسگاهه ۾ داخل ٿي بخوبي علم حاصل ڪري دستاربنديءَ جو موقعو ملي ڪو نه سگهيو، مگر صرف علم-دوست آدمي هئڻ سبب چند علماء ڪرام ڪان رواجي طور ڪجهه سبق حاصل ڪيائين. ان بعد، مُعلم ۽ مؤدب ٿي رهڻ لاءِ، شخصي سرجوشي عمل ۾ آندائين: فرهاد واري فولاد دل بنائي، دنيوي خواهه ديني علمن ۾ ايتريقدر آولهو ويو، جو زمانه گشتيءَ جو علم خواهه ديني علم، ٻنهي تي ڪافي دسترس حاصل ٿي ويس، ۽ پنهنجي سڄي قنبر تعلقي ۾ باعلم ۽ چمڪندڙ ستارو ٿي پيو. عام خاص ماڻهن ۾ پنهنجي خوش اطوار؛ خوش خوئي ۽ خوش گوئي ۽ خوش خطيبيءَ وسيلي اهڙو ته فياض ثابت ٿيو جو ڇڙ پنهنجي وطني ماحول الدرسي سندس شاگرد ۽ احسانمند ٿي پيا. اڄ ڏينهن تائين مرحوم جون نصيحتون، مشورا، مقولا، هرقسم جا احسان ۽ مددگاريون، عام خاص ماڻهو هڪٻئي ۾ موقعي مهل تي حديثن ۽ پهاڪن طور استعمال ڪندا رهندا آهن.

آن وقت قنبر شهر ۾ وڏي ۾ وڏو زميندار مرحوم خانبهادر حاجي علي حسن خان هڪڙو هو، ۽ ساڳئي وقت هو صاحب قنبر ميونسپالٽيءَ جو پُراثر پريزيڊنٽ هو. خانبهادر صاحب، شاهه صاحب کي قنبر ميونسپالٽيءَ جو ميمبر ٿيڻ لاءِ استدعا ڪئي. باوجود انهيءَ جي ته شاهه صاحب ازحد عام دوست هئڻ سبب ڪم-فرصت هو، مگر مجبوراً اها آڇ قبول ڪيائين، جلد ئي وائيس پريزيڊنٽ مقرر ٿيو، جڏهين لاڙڪاڻي ضلعي جو ڪليڪٽر حامد علي صاحب هو، مرحوم شاهه صاحب ميونسپالٽيءَ جي ڪاروبار ۾ به ايترو ڪامياب ويو، جو قنبر ميونسپالٽيءَ ۾ ڪم از ڪم هڪ لک روپيا بچت رهندا هئا. قنبر ميونسپالٽيءَ جو رڪارڊ ان لاءِ ڪافي گواهه آهي. خلافت جي ايامڪاريءَ ۾ به مرحوم وڏو حصو ورتو: مگر افسوس جو مرحوم پير حاجي تُراب علي شاهه راشديءَ ڪان-جو خلافت جو باني ڪار هو-سرڪار برطاني پنهنجي حڪومت جي جابراڻ دڙڪي تي معافي ورتائي، جنهن بعد شاهه صاحب به قدري دلشڪستو ٿي پيو.

ميان نظرعلي شاهہ جي تاريخ وفات ۴، آگسٽ ١٩٥٢ع آهي، جڏهن سندس عمر قريباً ٦٣ ورهيہ ٿي چڪي، ۽ ڏينهن انتقال سومر جو ڏينهن آهي، ۽ مدفن بہ پنهنجي شهر قنبر ۾ اباڻي مقام بخاري نالي منجهہ ٿيل آهي.

مرحوم ميان نظرعلي شاهہ جامع مسجد قنبر جو خطيب هو. سندس خطبو نهايت موثر هو اهو خطبو بہ اڃا موجود آهي، ۽ سندس هٿ-اکر لکيل آهي. وڏا وڏا آفيسر قنبر ۾ بدلي ٿي اچڻ تي سندس خطبي ٻڌڻ لاءِ جمعي نماز جامع مسجد ۾ اچي پڙهندا هئا.

شاهہ صاحب، ميونسپالٽيءَ جي ضروري ڪنهن ڪاميٽي يا بورڊ منعقد ٿيڻ جي حالت ۾ يا بازار ۾ ڪنهن ازحد ضروري ڪم جي بغير، گهر يا اوطاق کان ٻاهر نہ نڪرندو هو. سڄي زندگي کٽ تي ڪتابن جا ڪوڙ، ۽ پاڻ، ۽ مس قلم، ۽ اها لک-لکان- ٻيو ٿيو پلو! البت زمينن تي ڪڏهن پيادہ عام جام ويندو رهندو هو، ۽ پنهنجي زمين جي بہ ايتري حد ڪڙمت ڪيائين، جو پنهنجا سمورا رواجي ڪڙمي اهڙا ڪڙمي بنايائين، جن کي ”جوهري ڪڙمي“ چئبو آهي. تاهم، هرروز هرشام، ڪوڏر ڪڍي، ويجهيءَ زمين تي ورزش جي لحاظ کان ڏيڍ-ٻہ ڪلاڪ ٻنا ٻاريون ڪاهي ايندو هو ۽ سڄي عمر ۾ نہ ڪنهن ٻڌو نہ ڏٺو تہ ’ميان نظرعلي شاهہ بيمار آهي، انهيءَ ڪري فلاڻي پروگرام يا ڪم ۾ حاضر ٿي نہ سگهيو‘! واقعي بيمار تڏهن ٿيو، جڏهن واقعي فوت ٿي ويو.

مرحوم شاهہ صاحب پنهنجي زندگيءَ ۾ ٽي ڪتاب پنهنجي دستخط لکيا: هڪ ڪتاب، اڌ پني جو ڊگهو، ليکائي ۴٣٨ صفحا آهي، جو مرحوم صاحب سڄو هٿ اکر لکيو آهي. هن ڪتاب جو نالو آهي- ”مرڻ بعد حياتي“ عرف ”ابتدا انتها عالم“، ڪتاب ۾ سائنس ۽ آيات قرآن حڪيم ۽ عقلي دلائل سان ثابت ڪيل آهي تہ ڪيئن انسان جي مرڻ بعد الله تعاليٰ ان جي روح سان ساڳيو ڪامل انسان جوڙي، ۽ ان کي ابدالاباد تائين زندہ فرمائي ٿو، ۽ انسان سندس ٿي ڪيل علمن منجهان موافق عالم آخرت جوڙي، سندس لاءِ هميشہ جي هڪڙي پائدار جزا ۽ سزا، قيامت ۾ قائم فرمائي ٿو. انهيءَ مضمون جي بيان ڪندي، اڳ ۾ ابتدا عالم سادہ روحي ۽ عالم مادي ۽ عناصري، عالم آخرت ڪامل روحي، ۽ ملائڪن ۽ ملڪي قوتن، وغيرہ جي گهڻي ڪجهہ حقيقت ۽ سمجهاڻي بيان ڪئي وئي آهي. ٻيو ڪتاب ”ديوان گدائي“ آهي، جو سندن تخلص ”گدائي“ هو. هن ڇوٽي ديوان ۾ ڏيڍ سؤ کن شعر آهن، جي ازحد پُراثر آهن. ٽيو هڪ عربي خطبو شريف، مترجمہ سنڌي، يعني مٿان عربي هيٺان ان جو لڳاتار سنڌي ترجمو آهي، جو مرحوم صاحب پنهنجي جامع مسجد ۾ پاڻ خطيب ٿي پڙهڻ فرمائيندو هو. هيءُ خطبو، مرحوم، وڏيءَ همت ۽ تڪليف سان، پنهنجي دستخط لکيو آهي، جنهن کي صحيح ۽ مؤثر بنائڻ لاءِ صاحب ممدوح جن عرب ۽ لاهور کان وڏن عالمن کان سندون حاصل ڪيون. هن خطبي ۾ ٻارهن مهينن جا خطبا بہ آهن، ۽ ٻيا نڪاح خواني، عيدين وغيرہ جي پڙهڻ پڙهائڻ جا احسن طريقا آهن. مطلب تہ هڪ تحفو آهي.

محمد سومار شيخ

# مرحوم حاجي پير بخش فاروقي

حاجي پيربخش جي نسب جو سلسلو حضرت عمر فاروقي سان وڃي ٿو ڳنڍجي. حضرت عمر جي اولاد مان حضرت عبدالله مشهور آهي؛ سندن فرزند حضرت عبدالعزيز سان اسان جو خاص واسطو آهي، ڇو تہ حضرت جن جو فرزند شهاب الدين، محمد بن قاسم سان گڏجي سنڌ طرف آيو هو. ڪيس امامت جا فرائض مليل هئا. جڏهن سيوهڻ فتح ٿي چڪو هو، تڏهن حضرت شهاب الدين کي سيوهڻ جو حاڪم مقرر ڪيو ويو. شهاب الدين جي وفات کان پوءِ (٩ محرم ٩٧هه) سندس پٽ محمد سيوهڻ جو حاڪم ٿي رهيو، جنهن اٽڪل روءِ ٧ رجب ١٢٤هه ۾ وفات ڪئي، سندس مزار سندس والد جي پرسان ناهي ويئي. محمد کان پوءِ محمد باقر، سندس فرزند، ساڳيءَ گاديءَ تي ويٺو. محمد باقر ١١ صفر ١٤٧هه ۾ وفات ڪئي. سندس فرزند عبداللطيف ١٣ ذوالقعد سن ١٦٤هه ۾ رحلت ڪئي. هن وقت حڪومت ۾ ڦيرو آيو: بني امين جا سڀ گورنر معزول ٿي ويا، بني عباسي حڪومت ڪرڻ لڳا. پر، بني عباسين جي حاڪمن شيخ عبداللطيف جي فرزند اسحاق کي ساڳيءَ طرح سيوهڻ جي گادي تي ويهڻ ڏنو. شيخ اسحاق ايمانداريءَ سان سيوهڻ جي حڪومت ڪري، ٦ جمادي الثاني ١٩٦هه ۾ وڃي پنهنجي وڏن سان گڏيو.

مخدوم اسحاق مذڪور کي ٻہ پٽ هئا- هڪ مخدوم محمد ۽ ٻيو مخدوم عبدالقادر. عمر ۾ مخدوم محمد وڏو هو، انهيءَ ڪري راڄ جو والي ٿيو. سن ٢١٧هه ۾ عربن جي حڪومت جو زور ٽٽي ويو، تنهنڪري مخدوم محمد سلطان، محمود غازيءَ جي طرفان، سيوهڻ تي پنهنجن وڏن جيان حڪومت ڪندو رهيو.

مخدوم محمد کان پوءِ وڏيڪ ڪوبہ تاريخي احوال نہ مليو آهي. مخدوم محمد جو پٽ يونس، اُن جو پٽ عبدالله، اُن جو پٽ احمد، اُن جو پٽ برهان الدين، اُن جو پٽ مطلب، اُن جو پٽ عبدالوهاب، اُن جو پٽ محمد، اُن جو پٽ عبدالعزيز، اُن جو پٽ برهان الدين، اُن جو پٽ احمد، اُن جو پٽ محمد، اُن جو پٽ سليمان، اُن جو پٽ محمد، اُن جو پٽ يوسف، اُن جو پٽ اسماعيل، اُن جو پٽ ابوالفتح، اُن جو پٽ محمود، اُن جو پٽ عبدالعزيز، اُن جو پٽ وحيدالدين هو. وحيدالدين جي پٽ نورالدين کي چار پٽ هئا. اُنهن چئن مان اسان جو

واسطو مخدوم ابوسعيد سان آهي. مخدوم ابوسعيد سيوهڻ ڇڏي "موسيجي"، لڳ راڻيپور، ڳوٺ ۾ اچي ويٺو. کيس هڪ فرزند ڄائو هو، جنهن تي پنهنجي وڏي بزرگ مخدوم شهاب الدين جو نالو رکيو هئائون. شهاب الدين کي علم الدين نالي فرزند هو. سندس اولاد علمدائي فاروقي سڏجي ٿو، جن مان حاجي پير بخش "دلريش" وارا به آهن.

علم الدين جي ڇهن فرزندن مان اسان جو واسطو شهاب الدين ولد علم الدين سان آهي. شهاب الدين جي فرزند مخدوم بهاء الدين جي ڇهن پٽن مان عبدالواحد ئي هڪ اهو خوش نصيب انسان هو، جنهن کي ٻارهن فرزند هئا. انهن مان هڪ جو نالو فيض الله هو. مخدوم فيض الله کي ٻه فرزند، محمد عطا ۽ محمد عظيم نالي هئا. محمد عظيم کي وارث جهڙو اعليٰ فرزند تولد ٿيو. وارث جي ٻن فرزندن مان نورمحمد کي رمضان نالي فرزند هو. محمد وارث "موسيجي" ڇڏي، ميرن جي خاص حڪومت ميرپورخاص ۾ آيو، ۽ ميرن جي مهر-نظر هيٺ اچي رهيو. وارث جي فرزندن تي به ميرن جي آهائي شفقت رهي. رمضان جو پٽ رحيمڏنو، ميرن جي ڪچهريءَ ۾ خاص عزت وارو ماڻهو هو.

جڏهن انگريز آيا، تڏهن رحيمڏنو لاچار ٿي ٻيڙو ڪڍي لاڙ طرف، ڳوٺ "حيات سولنگي" (ديهه پنوهرڪي، تعلقو بدين) ۾ اچي جاگير ٿيو، ۽ پنهنجي هٿان پئسا خرچ ڪري ڪافي زمين خريد ڪيائين. رحيمڏني کي ٽي فرزند هئا، جن مان هڪ حاجي پيربخش هو، پارسي زبان جو وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. کنهن کيس "سعديءَ زمان" جو به لقب ڏنو هو، مگر افسوس جو سندس شعر جو ڪوبه حصو نه ملي سگهيو آهي. کيس هڪ فرزند عبدالرحمان نالي هو، جو لاولد فوت ٿيو. سندن ٻيو فرزند نبي بخش نالي هو، جنهن کي ٻه فرزند هئا- غلام محمد ۽ خيرمحمد. خيرمحمد ولد نبي بخش ولد رحيمڏنو چڱو شاعر ٿي گذريو آهي. نبي بخش جو ٽيون پٽ جعفرعلي هو، جنهن جا ٻه فرزند نالي نبي بخش ۽ عبدالڪريم هئا. هينئر حاجي پيربخش ولد رحيمڏنو ۽ نبي بخش جو ڪوبه اولاد موجود نه آهي؛ البت رحيمڏني جو ٽيون فرزند محمد بچل هو، جنهن ١١ رمضان ١٣١٤ھ ۾ وفات ڪئي. محمد بچل جي فرزند ارجمند، پيربخش، لاڙ جي عظيم الشان شاعر، جو ذڪر ڪرڻ سان ئي اسان جو واسطو آهي.

فقير حاجي پير بخش، ٢٥ رمضان مبارڪ ١٣١٤ھ ۾، پنهنجي ڳوٺ فاروق آباد (١) ۾ تولد ٿيو. ولادت کان ٿورو وقت اڳ سندس والد محمد بچل وفات ڪري چڪو هئو، جنهنڪري مٿس پدرائي نظر پئجي نه سگهي؛ پر تڏهن به پنهنجيءَ والده ۽ پنهنجي عزيز عبدالڪريم ولد جعفرعلي سندن سنڀال دل و جان سان ڪئي. ڇهن سالن کان پوءِ، فقير عبدالڪريم جن جهان مان لاڏاڻو ڪيو، ۽ پوءِ پاڻ فقط ماءُ جي سايي ۾ رهي وڏو ٿيو. جڏهن ڇهن ورهين جو ٿيو، تڏهن سندس ماءُ ڳوٺ ۾ مڪتب کولايو، جنهن ۾ پاڻ قرآن شريف جي تعليم شروع ڪيائين.

(١) حاجي پيربخش ولد رحيمڏنو، حيات ماڇيءَ مان اچي اهو ڳوٺ "سنهي گونيءَ" تي ٻڌايو هو. پير سرهنديءَ دعا ڪندي انهيءَ ڳوٺ جي تاريخ هنريت چئي آهي: "از فاروقي است وهم فاروق آباد".

ٻن سالن کان پوءِ مولوي صاحب کن سببن ڪري، ٻاهر هليو ويو، ۽ ڪيس تعليم کان نراس رهڻو پيو. ان وقت تائين پاڻ هڪ ايمي مس پڙهي هئائين. ٻن سالن کان پوءِ مولوي صاحب وري آيو، جنهن وٽ "دلريش" پنهنجي اڳي تعليم جاري رکي. آخر، مولوي صاحب جي وڃڻ کان پوءِ، پاڻ اسڪول ۾ ٻه درجا پڙهي وري ساڳئي مڪتب ۾ آيو. پاڻ "ڪريما" تائين فارسي، ۽ "نورنامو" (ابوالحسن جي سنڌي) تائين سنڌي تعليم حاصل ڪيائين - بس سندس ظاهر تعليم اهائي آهي. ڪيس باطني علم خاص طرح مليل هو، جنهن جو ذڪر ڪندي پاڻ لکي ٿو تہ "علم باطن آهہ جن حاصل ڪيو، علم باطن ياد تن کي ٿي ويو". سندن ڪتبخاني ۾ آهي آهي ناياب ڪتاب آهن، جو سبحان الله! باطني علم جي ثابتيءَ لاءِ سندس شعر ئي ڪافي آهي.

"دلريش" صاحب جي وڏن جي زمين ڪافي ڇڏيل هئي، پر سندس صغيرسن هئڻ ڪري، باقي ڪو حصو وڃي بچي. پاڻ هوش ۾ اچڻ سان اها ڇڳيءَ ريت سنڀاليائين، ۽ آخر پنهنجن ئن فرزندن کي ورهاست ڪري ڏيئي پاڻ گوشي نشين ٿي ويهي رهيو.

"عشق وارن جي حياتي دائما، عشق ڌاران ٻي حياتي بي بقا" اهي لفظ دلريش جا آهن. سندس ڦوهہ جوانيءَ وقت، هڪ سهڻيءَ ۽ حسين عورت سان سندس نينهن جو ناتو اچي اٽڪيو. سندس محبوبہ جي بہ ساڻس ڪافي محبت هئي. هڪٻئي کي شاديءَ جا انجام اقرار ڏيئي ڇڏيا هئائون، - پر مالڪ کي ائين منظور نہ هو. پاڻ هڪ ڏينهن نوڪر ساڻ ڪري، بندوق کڻي شڪار تي نڪري پيو. سندس محبوبہ بہ ان وقت پاڻي ڀري رهي هئي. پرسان ڪجهون ويٺيون هيون. پاڻ بہ ڏڪ هڻي، بہ ڪجهون ڪيرائي وڌائين، ۽ چيائين "لکيون تہ ٻئي اٿن، ٻيتو هوندو تہ پتو پوندن". پاڻ تہ هليو ويو، سمهڻي جي وقت چاڻ آيو، تہ "پکي" پرواز ڪري ويو. پوءِ مٽي وسائيندي وڃي پنهنجي محبوب جي جڳهہ تي پهتو- پر ان جو روح ساڻس ملي نہ سگهيو. سندس ماءُ ڪيس هڪ قرآن مجيد آڻي ڏنو، ۽ چيو تہ "سائين، منهنجي ڇوڪري اوهان کي سلامن ۾ هيءُ ڏئي ويئي آهي". پاڻ محبت جو تحفو دل سان رکيائين. ان قرآن تي سندن محبوبہ جي هٿ سان هيءُ بيت لکيل هو، جو پاڻ هميشه ياد اچڻ تي پڙهندا هئا:

"راهوءَ جا رهيام، سنيها سرير ۾، پيا سپ وسر يام، راهو رهيم روح ۾" - (شاه)

جڏهن گهر پهتو، تڏهن سندس حالت ديوانن کان گهٽ ڪانہ هئي. پوءِ تہ الهيءَ ڏک پرين جو ڳس ڏيکاري ڇڏيس، ۽ مجازي چاڙهيءَ تاڻ پڙهي وڃي حقيقت تي پهتو.

ڪجهہ وقت رهي، الهيءَ ڏک ۾ اچي، سڌو حج ڪرڻ ويو. الهيءَ جو بيان پاڻ لکي ٿو- "مورخہ ٢٧ شوال ١٣٣٧هہ ۾ ڪوٺان نڪري 'ڇڪلا' جهاز ۾ چڙهي، ١ ذوالحج جده پهتس. ان کان پوءِ، مديني منوره جي زيارت ڪري، حج ڪري، ١٣ صفر ١٣٣٨هہ جهاز ۾ چڙهي، ٢٥ صفر ڪراچي پهتس- ٢٧ تاريخ ڳوٺ پهتس". ١٩٥١ع ۾ ٻيو حج بہ ڪيائين، پر الهيءَ باري ۾ ڪجهہ بہ نہ لکيو اٿس. ٻنهين حج ۾ جن بہ هستين جي زيارت ڪئي اٿس، تن جو ذڪر پنهنجي شعر ۾ سٺيءَ طرح ڪيو اٿس.

حج کان موٽڻ بعد روحاني سرگرميون تيز ڪري ڇڏيائين. سنڌ جي گهڻن اوليائن جي زيارت ڪندي، وڃي سيوهڻ شريف پهتو. جيتوڻيڪ سيوهاڻيءَ جي زيارت ڪرڻ لاءِ سال بسال ايندو هو، پر هڪ ڀيرو سندس اچڻ جو عجيب هو. سيوهاڻيءَ کان کيس امر ٿيو ته "لاهور ۾ محمد امين وٽ وڃ". پاڻ اهو ٻڌي لاهور ويو، ۽ اتي اوليائن جي زيارت ۽ محمد امين جي ڪافي خدمت ڪيائين. مرشد محمد امين، راضي ٿي، کيس چشتيہ، قادريہ ۽ صابريہ طريقي جي تبليغ لاءِ پنجاب ۽ سنڌ ڏانهن روانو ڪيو، جتي اچي پاڻ ڪافي مريد ۽ معتقد بڻايائين. سال بسال پاڻ محمد امين جي زيارت لاءِ ويندو هو. محمد امين جي وفات (١٧ ذوالحج ١٣٦٤هه، دهلي) تي پاڻ بيهوش ٿي ويو، ۽ لاهور وڃي، سندس وڏي خليفي محمد ظفر کان تازي اجازت ورتي، وري به اچي پنهنجي سونپيل ڪم کي لڳو. پويون وقت اڪثر بيمار رهيو، ان ڪري اها خدمت پوريءَ ريت سرانجام ڏيئي نٿي سگهيو؛ پر تڏهن به وڃي مريدن کي نيڪ نصيحتون ڏيڻ سندس خاص ڪم هوندو هو.

پاڻ بيمار هو، تڏهن به ڪيترين جماعتن جا پايا وجهندو ۽ پنهنجي مليل ڪم کي دل وجان سان ادا ڪندو رهيو. آخر انهيءَ بيماري ۾ محمد ظفر سان گڏ حج ڪرڻ ويو، ۽ واپس اچڻ تي فاروق آباد ۾ پنهنجي مريدن ۽ خليفن کي گهرائي، ضروري نصيحتون ڏيئي، ۽ پنهنجي اولاد کي به پنهجي بياض طرف اشارو ڪري، بواسير جي تڪليف هئڻ سبب، ۽ آخري وقت ڪري تمام تنگ گذارڻ لڳا.

سندس فرزند غلام محمد ڳالهه ٿو ڪري ته "بابا جي حالت تمام نازڪ ٿي چڪي هئي- پاڻ ڳالهائي به نٿي سگهيا. پيا رات جو سمهي پيا، پر اڌ ۾ ئي جاڳيس. پاڻ اوچتو اڌيءَ جو ٽپ ڏيئي اٿي ويٺا، ۽ اڌ به اٿي ويٺس. پاڻ چيائون 'غلام محمد، بس، ٺيڪ آهي، ٻين کي اٿار ته موڪلايون- مرشد واهر ڪئي آهي!' پوءِ سڀني اٿي موڪلايو، ۽ پاڻ هن جهان مان لاڏاڻو ڪري ويا". غلام محمد چوي ٿو ته "اهو مرشد 'محمد امين' هو جنهن کي سوال ڪيو هوائون ته

"امينا! هي عرض منهنجو اگهائي مهربانيءَ سان،
بوقتِ مرگ حاضر ٿي، ڪجئين هوشيار، لاهوري!"

حاجي پيربخش فاروقيءَ ماهه رمضان ۾ اربع ڏينهن پنجين بجي صبح جو سن ١٣٧٠هه ۾ وفات ڪئي. پڇاڙيءَ جو صبح جي نماز اشارن ۾ ادا ڪئي هئائين. سندس مزار بدين-ٽنڊي شهر جي رستي تي، ٽ-مٺهين کان ميل ڪن اوڀر ۾ آهي. ساليانی عرس جي موقعي تي ڪيترا مريد خادم اچي گڏ ٿيندا آهن.

حاجي پيربخش کي ڪل چار فرزند ۽ هڪ نياڻي اولاد هو، جن مان وڏو فرزند خيرمحمد گذاري ويو، ۽ باقي اولاد اجا به خدا تعاليٰ جي فضل سان زنده ۽ موجود آهي. هن وقت سندس وڏو فرزند ميان عبدالڪريم آهي، جو فاروق آباد ۾ رهي ٿو. باقي ٻه فرزند، هرهڪ

غلام محمد ۽ خير محمد (دوم)، پنهنجي ڏاڏي بچل جي آباد ڪيل ڳوٺ ۾ جاگير آهن.
"دلريش" صاحب جو علمي خزانو سڀ ميان غلام محمد ۽ ميان خير محمد وٽ محفوظ آهي.

سندس ڪتبخاني ۾ عربي، فارسي، اردو ۽ سنڌي زبان جا هزارين ڪتاب موجود آهن، جي سندس علم دوستيءَ جو پتو ڏين ٿا. سندس ڪتبخاني ۾ ڪيترا قلمي نسخا به آهن، جنهن مان هڪ نسخي ۾ فتح محمد سيوهاڻيءَ جون به چار مداحون به لکيل آهن. پاڻ ڪتاب پڙهڻ وقت محو ٿي ويندو هو، ۽ ڪيس پنهنجي بت جو به پتو نه پوندو هو.

"دلريش" صاحب جا ڇپيل ڪتاب به آهن، جن مان هڪ آهي "ست مناجاتون"، ۽ ٻيو "شجره خاندان چشتيه". ازانسواءِ عيد ميلاد لبي لاءِ پاڻ ڪيترا پوسٽر ڇاپرايا هئائين.

حاجي پيربخش جو ويس فقيراڻو ڳيڙو هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن اڇا ڪپڙا به پائيندو هو. محرم جي مهيني ۾ ڪارو ويس ڪندو هو. پاڻ قداور ۽ وڏي نڪ سان هو. سندس ريش مبارڪ وڏي، مٿو مٿل سر سيداحمد- ايترو وڏو، جو ايڏي وڏي ٽوپي مان محال ٿي پوندي هئي.

حضور رسول مقبول صلعم جن سان ڪا ازل جي محبت هيس. ڪيئي ڀيرا محبوب رب العالمين جو ديدار پُرانوار به نصيب ٿيو هوس. سندس گهڻو شعر آلحضرت جن جي ساراهه ۽ نعت ۾ ٿي آهي. پنجتن پاڪن سان به ڪيس حد درجي جي محبت هئي. سندس پيار ۾ ٽيون نمبر چئن يارن ڪي آهي. تنهن کان پوءِ، اولياءَ الله سان به ڪيس دل و جان سان عقيدت هئي.

فقير صاحب جي هٿ لکيل نوٽن ۾ هيٺيان لوٽ خاص اهميت رکن ٿا: (١) ١٤ رمضان ١٣٤٥ هه ۾ ڪين شاهه عبدالقادر جيلاني جن جي تسبيح، حافظ حاجي عبدالله شاهه کان ملي، جا پنهنجي جان سان رکيائون؛ (٢) ٨ محرم ١٣٤٩ هه ۾ فقير قلندربخش، سجاده نشين درگاهه فقير صادق سومرو، پنهنجي پاءُ روشن دين جي هٿان شهيد ٿيو؛ (٣) ١١ رجب ١٣٤٨ هه، مطابق ١٣ ڊسمبر ١٩٢٩ع، ڏينهن ڇنڇر جي، پنجين بجي، شمن شاهه مجذوب جن وفات ڪئي، ۽ ڳوٺ غلام آرائي تعلقي ٽنڊي باگي ۾ دفن ٿيا.

"دلريش" جو ڪلام، نموني طور، هيٺ ڏجي ٿو.

## ڪلام

سور سڄڻ جا مون سدا ڙي سرتيون- سور سڄڻ جا!

سڪ انهيءَ سڀ سالم ساڙيا- قرب ڪروڙين ڪُٺا ڙي سرتيون!

پير فقير امير هزارين- محبت محب جي مُٺا ڙي سرتيون!

سورن مام ٻروڙيم، وو، پيرَ جي- ريت ڪهڙيءَ کان رُٺا ڙي سرتيون!

"پيربخش" پرت منجهاران، مينهن ورهه جا وٺا ڙي سرتيون!

*

خوش ٿي وڄائيندس ڪرتال - آهي راڳ سٺي ٿل راڻو!

ساز سبني وڄو سوڌل ساڙي، ساريندي مون ٽينڙا سال.
راڻي ٻاجهون راڄ انهن کي، هردم ڀاليان ٿي هڙتال.
سيج پلنگ تي ساڄن ايندو، ڪري ڀلائي پنهنجو پال.
ڪاڻ ڪِڄ نہ ڄاڻان اصل ڪان، ڪوڙو تو ترڪيو اٿم تال.
”پيربخش“ ڀرڇي ڀيارل، ننگ سڃاڻي ننگ پال.

*

ذات منجهان ٿي ظاهر آيو، آدم ڏس انسان، ميان!
عبدي برقعو عشق ڍڪايس، صاحب سر سبحان، ميان!
پانهو ٿي ڀوء ٻاجهہ ڪيائين، دلبر راز ڏيان، ميان!
’انا احمد بلا ميمي‘، شافع جو ڏس شان، ميان!
’الانسان سر“ سبحاني‘، مرسل جو ٿيو مان، ميان!
”پيربخش“ ڀينار سڏائي، پٽ ڀرين جو پان، ميان!

*

تون ڪوڙو آهين قاضي، جن برهہ کي ڄاڻي بازي!

غير برهہ جي بقا نہ ڪنهن کي، دم دنيا سازي ......
دين دنيا جا وسلا ويڙهي، غم ڇڏي ٿيا غازي ......
ترڪ الدّنيا واجب ڄاڻن، ترڪ اندر دل تازي ......
عشق سواء ايمان نہ آهي، تون رنج رهين يا راضي ......
”پيربخش“ ڀينار ڀرين جو، ڀرت رکي ٿو بازي ......

*

مان آزاد آهيان، گرفتار آهيان!
ڪڏهن ڪين ٿو، پنهنجي گفتار آهيان!

جوان مرد آهيان، هٿين پيرين لولو، وٺڻ لاءِ ڀاتم هسي هار ٻُولو،
ڀنڻ لاءِ هٿ ۾ ٿلهو ڪنيم ٺولو، مان مسڪين آهيان، مان زردار آهيان!
ڏسان ڳرڄ ڳهر ۾ نہ موجود مالڪ، مگر جستجو ۾ آڏامسان آمالڪ،
جتي ڪٿ ڏسان سو موجود مالڪ، پرين پاڻ آهيان، پرين ڀار آهيان!
”فاروقي“ فڪر لاهي ويٺو فنا جو، فڪر ويو فڪر جو، لٿو غم غنا جو،
اکر ياد پيو آهہ عمل ’لن تنا‘ جو، رهيو يار دل ۾، ٿيو يار آهيان!

*

حب منجهان هيڪر هلي، سردار سرور کي ڏسان!
پرت مان پيرا پري، پير پيمبر کي ڏسان!
اي رليا رافض! وڃهين رلڪو ڪچاڙي لاءِ رقيب،
يار ڏي موڪل گهران ٿي، ڇڏ ته ياور کي ڏسان!
جانبن ڏارا جلي جند جان هن جولان ۾،
رات هڪ رخصت ڏيو، سا رات رهبر کي ڏسان!
رات ڏينهن ڳالهيون ڳٺي، رت جا ڦڙا وهي رُئان،
برهه جون باتيون ڪريان، جي تنهن بهادر کي پسان!
اڄ اڪيون آهن اڃايون، لاءِ ڏسڻ ڏاتار جي،
خوف رک خالق خدا جو، ڇڏ ته ساغر کي ڏسان!
دل ڦٽي دلدار ويو، ”دلريش“ ٿيو لا دوا،
آن دوا خاطر وڃي، دلدار دلبر کي ڏسان!

لطف الله بدوي

# مرحوم مولابخش "مسڪين" پنو

فقير غلام علي "مسرور" جي وفات کي ٿورو عرصو گذريو هو جو شڪارپور جو زنده-دل شاعر مولابخش "مسڪين" پنو، گهڻي وقت جي بيمار رهڻ بعد، ٢٤ سيپٽمبر ١٩٥٣ع جي صبح جو داعيءِ اجل کي لبيڪ چئي موڪلائي ويو. مرحوم ١٩٠٢ع ڌاري شڪارپور ۾ پيدا ٿيو. سندس والد جو نالو عبدالمجيد هو. پرائمري اسڪول ۾ تعليم وٺڻ بعد، ١٩١٩ع ۾، سنڌي فائينل جو امتحان پاس ڪري ورتائين. جيئن ته سندس طبيعت آزاد-رو هئي، هن سرڪاري ملازمت ۾ داخل ٿيڻ بجاءِ، سول ڪورٽ ۾ عريضي نويس ٿي گذاريو. سندس حياتيءَ جو گهڻو عرصو جيڪب‌آباد جي شهر ۾ گذريو. مذهبي تعليم جي طرف به مشغول رهيو. نماز جو بيحد پابند هو-ايتريقدر جو جماعت کان سواءِ شاذ و نادر نماز ادا ڪيائين. حياتيءَ جي پوئين عرصي ۾، سڀڪجهه ڇڏي، ياد خدا ۽ تصنيفات جي شغل ۾ گذاريندو رهيو.

سندس تصنيفات تي نظر ڪرڻ سان خبر پوي ٿي ته هن جو قلم هڪ گهڙيءَ لاءِ به خاموش نه رهيو. سندس حياتيءَ ۾ سندس هڪ ننڍي تصنيف "حقوق الوالدين" ڇپجي چڪي هئي. سندس پيون تصنيفات، جي سڀ سندس مذهبي معلومات جو ذخيرو آهن، دستخط جي صورت ۾ باقي آهن. الهن مان "سورة يوسف ۽ ياسين" جو تفسير وڏيءَ محنت سان لکيو ويو آهي. جنهن شوق جي ماتحت هن درويش اهي جواهرپارا مرتب ڪيا آهن، سي سنڌ وارن جي بي‌التفاتيءَ سبب شايد ني طباعت جو منهن ڏسي سگهن.

مرحوم مولابخش "مسڪين" نه فقط چڱو نثرنويس هو، پر سندس بيتن جو هڪ مجموعو "ابيات مسڪين" نالي سنڌي ادبي بورڊ جي نظر هيٺ گهڻو اڳ ڇپجي چڪو آهي. هو هميشه شهرت کان دور، گمناميءَ ۾ پنهنجي روحاني ذوق کي پورو ڪندو رهيو. سندس بيتن جو غيرمعمولي مجموعو موجود آهي. عبادت الاهيءَ جي طرف غفلت ۾ پيل بندي کي هئن ٿو چئي سجاڳ ڪري:

هاري هلاءِ هر کي، جهڙو ڏسي نا جهڄ،
سوڙها محبت منهن ۾، پسرا ڏيئي پڄ،
ته آخر اها وڄ، توتي‌چمڪي چالڊاٺا ڪري!

موت جي متعلق لکي ٿو:

هرگز ٻندا موت کان، چئنديا ڪين ٻچي،
"کل نفس ذائقة الموت"، سچ تون ڳالهه سچي،
"کل من عليها فان"، ويندا سڀ ڪجي،
متان ٿئين لڄي، محشر ۾ "مسڪين" چئي.

"مسڪين" جي ڪلام ۾ پختگي ۽ رواني ڪهڙيءَ حد تائين موجود آهي. زماني جي بي التفاتيءَ ۽ دوستن جي بيوفائيءَ جو نقش نهايت سادگيءَ سان هن ٿو پيش ڪري:

"مسڪين" هن مام جو، ڪونهي سڌ سماءَ،
جو دوست ڦري دشمن ٿيا، تُرتون ڏيئي تاءَ،
ماڻئن منهن موڙي چڏيا، جن سگهن ڏنو ٿي ساءَ،
ڪو جو ويو واءَ، جو پنهنجا ٿي پراوا ٿيا!
پنهنجا ٿي پراوا ٿيا، مٽي منهن ويا،
سگها ساٿ ڇڏي، دشمن سڀ ٿيا،
ويٺون وهه ڪيا، ماڪيءَ مٺا سپرين.

صبر جي تلقين هئن ٿو ڪري:

جيڪي لروار نراڙ ۾، وهايو قادر آهه قلم،
موڊمنجي"مسڪين"چوي، توڙي ڪجي غم الم،
صبر سندو مرهم، آهي حيلو آن جو.

مجاز جي شطرلج تي هئن ٿو ڪيڏي:

آءَ پرين اچ پاڻهي، ڪنهن پورل بهاني،
اصل راحت روح ڪي، تو ڪامل ريءَ ڪالهي،
پاجهه ڪري پانهي، اچي مل تہ مالدائي لهي.
اچ ساريندي سڄڻ ڪي، گوڙها پيا تہ ڳوڙي،
لاهي آرام عجيبن ريءَ، گهايل ڪي تہ گهوڙي،
لالن اچ لوڙي، تہ وچن سور سڌو ڪيون!

پنهنجي وطن عزيز شڪارپور جي متعلق بہ گهڻو ڪجهہ قلمبند ڪيو اٿس، جنهن مان سندس حسن پياليءَ جي شهادت ملي ٿي:

شاهي شهر شڪارپور جو، آهہ ملڪن ۾ مشهور،
سوچارا منجهس ساٿهو، رهن موجن ۾ مسرور،
دانهن وڏي دستور، تا رکن راضي روح ڪي.

پسي لقاءَ 'لکي در' جو، لهن غم غبار،
ماڻهو مڙن ڪيترا، هو ٿلن تي هزار،
هرڪنهن گلن هار، سونهن ٿا سينگار سان.

شڪارپور ۾ اج کان ويهه سال اڳ مرحوم محمد حسين جو باغ شهرواسين لاءِ عجيب نزهتگاهه هو. مگر رفتي رفتي، مسرور زماني ان جي سموريءَ سونهن کي برباد ڪري ڇڏيو. عام طرح وڪيل جي باغ سان مشهور هو. مرحوم محمد حسين شڪارپور جي مشهور وڪيلن مان ٿي گذريو آهي. شاعر ان جو هئن ٿو ذڪر ڪري:

ڪهڙ باغ وڪيل جو، جنهن ۾ بهاري،
گل ڦل ٻوٽا ڪيترا، چمن چوڌاري،
ٻنگلو آهه ڀاري، ٿهل ڏاڍي ناهه سان.

وڪيل جي باغ کان پوءِ:

ڏسي باغ ٻرهه مؤن، هل لاڳاپا لاهي،
'صديق ماڙي' کان سري، 'ڪرن در' ڪاهي،
نوشهرو نوائي، ڏس شوقون شاهي باغ کي.

شاهي باغ-

ويهي وڻن وچ ۾، طوطا تنواريــن،
ڪري مٺيون لاتيون، دلڙي ڏاريــن،
قمريون ڪوڪارين، محبت سان "مسڪين" چوي.

مرحوم شاعر پنهنجي حياتيءَ جي مختصر احوال ۾ لکيو آهي ته سندس موزون طبيعت تي مرحوم "واصف" ۽ مرحوم "مسرور" جو گهڻو اثر پيو. سندس ڪلام تي "واصف" جو اثر ڪنهن به مقام تي نظر نٿو اچي، البت "مسرور" جو اثر مٿس موجود آهي. هڪ هنڌ "مسرور" جي رنگ ۾ چوي ٿو:

اسين خاڪي خاڪ سڏايون ٿا- پول نه پيو ڪو پايون ٿا.
"فاذڪروني اذڪرڪم"، وحدت وڪ وڄايون ٿا.
الفت واري اوڊي الفي، ناتو نينهن لڳايون ٿا.
مخفي من جي مار پروڙي، رمزين روح ريجهايون ٿا.
"مسڪين" پنهنجون پسي خطائون، نيڻين نير وهايون ٿا.

مرحوم مولابخش علم عروض کان گهٽ استفادو ڪيو هو، مگر حيرت لڳي ٿي ته هن خشڪ زاهد ڪهڙيءَ ريت موسيقيءَ سان پنهنجي مناسبت قائم ٿي رکي! سندس ڪلام ۾ موسيقيت گهٽي انداز ۾ موجود آهي. بهرحال، مرحوم جو ذڪر شڪارپور جي ادبي حلقن ۾ هميشه لاءِ باقي رهندو ۽ جنهن پنهنجي شعر کي حيات جاويد ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. الله پاڪ کيس غريق رحمت فرمائي!

محمد هاشم چانڊيو بدينائي

# مرحوم حاجي مراد خان چانڊيو

حاجي مراد خان چانڊيو ولد جاني خان چانڊيو، بجاڻي خاندان جو چشم و چراغ هو. سندس جنم ۱۹۰۸ع ڌاري ڳوٺ احمد خان چانڊيو لڳ ننڍي شهر ۾ ٿيو. مرحوم جاني خان کي جملي ٽي فرزند تولد ٿيا- هرهڪ ملوڪ، ساونڻ ۽ مراد. انهن ۾ ٽيون نمبر سڀني ۾ ننڍو "مراد" هو، جنهن جو اسين هتي بيان ڪريون ٿا. پاڻ اڃا ننڍڙو ئي هو، ته سندس والد کيس هميشه لاءِ جدائيءَ جو داغ ڏيئي رمندو رهيو، ان وقت سندن وقت بلڪل تنگ گذرندو هو. هنن يتيمن جو الله کان سواءِ ٻيو ڪو به سنڀاليندڙ نه هو. روزي رزاق ڏيندڙ آهي، سو ڪنهن نه ڪنهن طرح سان هنن کي به پئي ڏنائين.

ننڍڙي مراد جا اخلاق ۽ ذهن ڏسي، سندس والده ماجده پاڙن کي چوندي هئي ته "ابا، مراد کي پڙهڻ تي چاڙهيو، جو هن ۾ مون کي هڪ بهتر انسان ٿيڻ جا آثار ٿا معلوم ٿين." خير، هن کي جلد ئي ننڍي شهر جي پرائمري اسڪول ۾ ماستر عبدالله خان ميمڻ (موجوده هيڊ ماستر بدين) وٽ چاڙهيو ويو. سگهوئي هن پنهنجي هوشياريءَ ۽ ذهانت ڪري اسڪول جي سڀني شاگردن تي فوقيت حاصل ڪئي. اسڪول ۾ چئن درجن تائين تعليم ورتائين. سندس استاد جو چوڻ آهي ته "مراد اسڪول کان ڪڏهن به نه ننايو، هميشه ڪلاس ۾ اول نمبر رهيو". مراد هر امتحان ۾ پڻ اول نمبر ۾ پاس ٿيندو هو؛ ۽ پنهنجي هر ڪلاسين سان هميشه پيار ۽ چڱي نموني ۾ هلندو هو؛ ڪڏهن به ڪنهن سان نه وڙهيو، ۽ نه ئي ڪنهن شيءِ تي گهٻي ڪيائين.

قدرت کيس ننڍي هوندي ئي سهڻين عادتن ۽ اخلاقن سان نوازي ڇڏيو هو. ماڻهن جي دلين تي سندس حُسن اخلاق جو اهڙو ته سڪو ڄميل هو جو کيس سڏ پڻ ائي "نيڪ" ڪري هئا. سندس دلي رجحان هر وقت ديني مجلسن ۽ ديني علم ڏي رهندو هو، تنهنڪري استاد ۽ عزيزن جي صلاح سان کيس 'آبل جي وسيءَ' ۾ مولوي عبدالرحمان وٽ ديني تعليم وٺڻ لاءِ ڇڏيو ويو، جتي هن عربي ۽ فارسيءَ جي تحصيل ڪئي: هتان ئي کيس حقيقي عشق جي ڇڙيٽ لڳي، جنهن نيٺ کيس حقيقي معبود سان ملايو.

علم جي تحصيل کان پوءِ ڪجهه وقت اباڻڪو ڌنڌو يعني کيتي ڪرڻ لڳو؛ پر اتان به جلد ڪنڌ ٿي پيو ۽ حقيقي عشق جو سلو، جو دل جي واديءَ ۾ ڄمي چڪو هو، سو روز بروز پنهنجون پاڙون پختيون ڪندو پئي ويو. آخر اهو به وقت آيو جو سڪ سمهڻ وهڻ ٿي آيس. آئي ويٺي مديني منورهؓ جي تات لڳي رهيس، ۽ انهيءَ ڳڻتيءَ ۽ فراق ۾ ڳري ڪنڊا ٿي ويو. انهيءَ سڪ الدر، هن اڪثر پيادل حج ڪيا جنهنڪري ڪيس دور دراز ملڪن جا سفر اختيار ڪرڻا پيا، ۽ ڏارين ملڪن جي ٻولين(۱) ۾ پنهنجي حبيب ڏي جي سنيها چيا اڻ انهن کي پڙهندي اکين ۾ پاڻي تري ٿو اچي.

پوين ڏينهن ۾، انهيءَ گوندر کين اهڙو کهائي وڌو، جو اڪثر بيمار گذاريندا هئا. هڪ دفعي آءٌ پاڻ طبيعت پرسي لاءِ ويس؛ مرحوم بلڪل ضعيف ٿي ويو هو ۽ جڏهين مون کانئن پڇيو ته "حاجي صاحب ڪهڙو حال آهي؟" تڏهين ڏٺم ته سندن اکين مان لڙڪ جاري ٿي ويا ۽ بلڪل ڌيمي آواز ۾ چيائون ته "هيئنر حال جو نه پڇ... خدا اهو وقت جلد آڻي جو آئون مديني ۾ مران، هتي منهنجو ڇا آهي!" چاڪ ٿيڻ تي وري انهيءَ طرف ڪاهيندي رهيا، ۽ ڪڏهين به گهر ۾ آرام ڪري نه ويٺا. هر سال حرمين شريف ويندا هئا. سندن زبان تي همشه هي بيت هوندو هو "مديني مُنهن ڪري هليا، مؤيني سنان محمد جا؛ يا جيئري يا مئي ڏسندا، وجي ميخان محمد جا".

پاڻ جملي اٺ حج ڪيائون. سندن پوين حج ۱۹۰۴ع وارو هو. حج بعد پاڻ واپس اچي رهيا هئا، پروري مدني محبوب کان پري ٿيڻ کين ڏکيو لڳو. تنهنڪري ڳوٺ اچڻ جو ارادو ترڪ ڪري وري ٻئي سال جي حج ادا ڪرڻ جي ارادي سان مديني منورهؓ جو رخ رکيائون. اڃا ٿورا مهينا گذريا ئي مس ته سندن طبيعت عليل ٿيڻ لڳي. تڏهين به سندن جيءُ ۾ ساڳيءَ لنؤ جي لار لڏندي رهي، ۽ انهيءَ شوق ۾ هلندي هلندي اوچتو مُڪلا بندر جي شهر ۾ سنڌ جي هن مايه ناز محبوب شاعر، پنهنجي عزيزن ۽ رفيقن کان رفاقت جا ڌاڳا ڇني، ماه شعبان ۱۳۲۳ هجري ۾ پنهنجي آخرين آرامگاهه ۾ ابدي آرامي ٿيا. قالو انا لله و انا اليه الراجعون. سندن مزار مڪلا شهر جي هڪ مسجد جي صحن ۾ واقع آهي. سندن قبر تي هيٺيون ڪتبو اڪريل آهي "هذا قبر حاجي مراد هندي". اڄ به جيڪي سنڌي حاجي، حرمين شريف ويندا آهن، جن جو گذر انهيءَ بندر کان ٿيندو آهي، سي انهيءَ عاشق رسول الله جي مزار تي به فاتح خواني ڪندا آهن.

مرحوم حاجي مراد، ميان گلڻ خان جي گهران شادي ڪئي جنهن مان کين ٻه فرزند ۽ هڪ نياڻي تولد ٿيا، جي اڃا صغير آهن. سندن فرزندن جو دلي رجحان به ساڳيءَ راهه ڏي آهي. هن وقت سندن پرورش، سندن پڦڙو، نانو گلڻ خان ڪري رهيو آهي.

حاجي مراد جو دلي لاڙو رسول ڪريم صلي الله عليه و آله وسلم جن جي محبت سان مليل هو. هاڻي چٽنگ سندن چولي پئي. تڏهين کان ئي سندن دل ۾ انهيءَ اٿاهه محبت جي

(۱) عربن سان عربيءَ ۾ گفتگو ڪندو هو تڏهين اهي کيس چوندا هئا ته "انون سنڌي نه آهين".

ٻالوت شعر جي صورت اختيار ڪئي، ۽ انهيءَ محبت ۾ اهڙو تہ رڱجي ويا، جو ٻنا ڪنهن روڪ ۽ سوچ جي ڪيترا غزل، ڪافيون، ڏوهيڙا، مداحون، بيت، قواليون، گيت ۽ قطع رسول پاڪ (صلعم) جي محبت ۾ چيو ائن، ۽ جدا جدا سُرن ۾ پاڻ پنهنجي هٿن سان پنهنجو شعر دستخط ڪيو ائن، جو قلمي رسالو ذري گهٽ شاهہ جي رسالي جيترو ٿيندو، ۽ اهو اسان وٽ موجود آهي. شعر ۾ الف، بي، جي ٻاونجاهہ اکرن تي باب قائم ڪيا ائن. گهڻو ڪري سندن شعر مجازي عشق کان پاڪ آهي، حقيقي عشق سان ڀرپور آهي. سندن شعر ۾ اهڙي تہ جدت ۽ جوش سمايل آهي، جو پڙهندڙن جي دلين تي هڪ دفعو پوءِ هڻ سان رسول اڪرم صلي اللہ عليہ و آلہ وسلم جي محبت جو بي ڪران بحر چوليون هڻڻ لڳي ٿو. ڪي ڪي تہ عاشق رسول اللہ جا، انهيءَ سِڪ ۽ سوز ڀريل ڪلام کي ٻڌندي ئي وجد ۾ اچي وڃن ٿا ۽ پوءِ رسول اڪرم صلي اللہ عليہ آلہ وسلم جن جي زيارت ڪرڻ کان اڳ ڪين آرام نٿو اچي.

سنڌ جي مردم خيز خطي لاڙ جي هر هڪ مرد ۽ عورت خواهہ ٻچن جي واتان سندن ڪافيون، مداحون، غزل، خطبا، گيت ٻڌبا آهن، جي اڄ بہ سندن ياد تازي ڪري رهيا آهن. وطني حب، ۽ قومي اتحاد تي جيڪا طبع آزمائي ڪئي ائن، ان جو هر هڪ لفظ داد ۽ تحسين جي لائق آهي. ١٩٤٦ع ۽ ١٩٤٧ع جي هلچل جا واقعات بہ دل ڏاريندڙ چيا ائن، ۽ سال ١٩٤٨ع واري حج جي موقعي تي پيري ڪان روضي اطهر جون نيلون ۽ منارا ڏسندي جي درد وچان دانهون ڪيون ائن، سي پڙهندي هڪ دفعي هر مسلمان جي دل ۾ قومي، خواهہ وطني جذبي ۽ رسول اللہ صلي اللہ عليہ وسلم جي محبت جا آڏا پڙڪو ڏيئي نڪرن ٿا، ۽ هڪ لازوال ڪيفيت طاري ٿيو وڃي. پڙهندڙ حضرات جي دلچسپيءَ لاءِ سندن چيل سلام بدرگاهہ سرور ڪائنات صلي اللہ عليہ وسلم پيش رکان ٿو.

(سلام اِلَي خير الانام صلعم)

خط ڪٿي وڃ هاشمي حضرت ڏي، حاجي هوشور!
ات ڪجئين اظهار جت ختم الرُّسل خيرالبشر.
تون وڃي ڏيءَ تعظيم سان روضي مبارڪ ۾ وڃي،
سامهون ڏسندين قطب ڪامل قريشيءَ جي قبر؛
باوضو قران پڙهندي تون ادب ۽ نياز سان،
هيءَ "حاجي مراد" طرفان پيش ڪج عاشق اکر:

الصلواة اي بادشاهہ بحر و برا!
والسلام اي يا مُزمِّل مُدّثرا!

الصلواة اي ربّ سڏيو تو رحيم،
الصلواة اي نور نرمل، اي حڪيم،

الصلواة اي صاحبِ خُلق عظيم،
الصلواة اي مخزنِ لطفِ عميم،
السلام اي صاحبِ شق" القمر،
الصلواة اي بادشاهِ بحر و بر،
والسلام اي يا مزمّل مُدّثر!

الصلواة اي صاحبِ ام الكتاب،
الصلواة اي هو وحي" تنهنجو جواب،
الصلواة اي شافع يوم الحساب،
الصلواة اي سرورِ عاليجناب،
السلام اي "انا اعطيناكالكوثر"!

الصلواة اي منبعِ جود و سخا،
الصلواة اي مخزنِ فضل و عطا،
الصلواة اي پيشواي انبيا،
الصلواة اي مقتداي اوليا،
السلام اي "فصل لربّک وانحر"!

الصلواة اي نورِ حق ظلِ خدا،
الصلواة اي چشمهٔ آبِ بقا،
الصلواة اي گمرهن جا رهنما،
الصلواة اي زيبِ بستانِ هدىٰ،
السلام اي "إن شانئک هو الابتر"

الصلواة اي رهبرِ روشن ضمير،
الصلواة اي يا بشير ۽ يا نذير،
الصلواة اي تنهنجو رخ بدرِ منير،
الصلواة اي هو پگهر تنهنجو عنبير،
السلام اي عبدالله تنهنجو پدر!

الصلواة اي معلمِ هر دو جهان،
الصلواة اي تاجورِ کون ومکان،
الصلواة اي در تنهنجو دارالامان،
الصلواة اي خاتمِ پيغمبران،
السلام اي آمنه جا پٽ پسر!

الصلواة اي شل ڏسان تو کي وري،
الصلواة اي حج ڀوهائي اڪبري،
الصلواة اي دلبر هر دلبري،
الصلواة اي تو ڀڳا بت آذري،
السلام اي تو اچي ميٽيو ڪفر!

الصلواة اي واه توحيدي لذت،
الصلواة اي ذڪرِ تو هر سؤ سمت،
الصلواة اي فيض و احسان ہر درت،
الصلواة اي تاجِ عزت بر سرت!
السلام اي صاحبِ حلم و صبر!

الصلواة اي مظهر "إسرا" ۽ "ڪُن"،
الصلواة اي ذڪرِ تو مُحياي من،
الصلواة اي بحرِ علم من لدن،
الصلواة اي ذڪرِ تو ايمانِ من،
السلام اي فاقڪش صاحب شُڪر!

الصلواة اي عرب جا عربي امين،
الصلواة اي رحمة للعالمين،
الصلواة اي پاڪ ساري تي زمين،
الصلواة اي پيشواي مرسلين،
السلام اي فاطمه کي هو فخر!

الصلواة اي معجزا تنهنجا عجب،
الصلواة اي خسروي آهي لقب،
الصلواة اي تنهنجي دشمن تي غضب،
الصلواة اي ماهِ تابانِ عرب،
السلام اي حسنِ تو نورِ نظر!

الصلواة اي رهنما راهِ نجات،
الصلواة اي چشمهٔ آبِ حيات،
الصلواة اي تو ڀڳا 'لات' ۽ 'منات'،
الصلواة اي نورِ روشن شش جهات،
السلام اي صف اول جا سپر!

الصلواة اي تو کيو مشهور حق،
الصلواة اي کيون دليون معمور حق،
الصلواة اي دين جو دستور حق،
الصلواة اي نور اعليٰ نور حق،
السلام اي ٿو سڪان شام و سحر!

الصلواة اي جي مران هيت محبتي،
الصلواة اي تنهنجي ويجهو تربتي،
الصلواة اي چيت توٽي يا ڪتي،
الصلواة اي پرت جي مليم پتي،
السلام اي چارهٔ دردِ جگر!

الصلواة اي ٿو سڪان ديدار کي،
الصلواة اي ٿو سڪان دربار کي،
الصلواة اي شل ڏسان گلزار کي،
الصلواة اي پُڄ اچي بيمار کي،
السلام اي ماربس رنج و فکر!

الصلواة اي هاشمي حضرت حبيب،
الصلواة اي تون آهين منهنجو طبيب،
الصلواة اي آءٌ آهيان بد نصيب،
الصلواة اي آءٌ جايس ٿي غريب،
السلام اي پنڌ پري پيو جي ثمر!

الصلواة اي ڪجهه ته دل کي وٺي،
الصلواة اي پيو گهوريون عاشق گهٽي،
الصلواة اي حب هينئين پر ڏک هٽي،
الصلواة اي سنڌ مان ڪاڏو ڪٽي،
السلام اي حب مچايو آ حشر!

الصلواة اي حب سان "حاجي مراد"،
الصلواة اي سڻ فراقيءَ جا فرياد،
الصلواة اي سوٽ ماريندو مباد،
الصلواة اي تنهنجي بهتر آهه ياد،
السلام اي شل ٿئي تو وٽ قبر!

شفيع° مطاع° نبي° كريم،
سلام° عليكم محمد حكيم!
بشير° نذير° تنهنجو شان عالي،
حقيقت جي دريا ۾ قربت كمالي،
ختم شاه توتي ٿئي خوش جمالي،
كڏهن كوند وربو سوالي كو خالي،
جليل° جمال° جميل° فهيم:
سلام° عليكم محمد حكيم!

تون آئين اسان وٽ رسولِ امين ٿي،
تون آئين نبي رحمت للعالمين ٿي،
تون آئين آمي خاتم المرسلين ٿي،
تون رهبر ٿي آئين شفي مذنبين ٿي،
تون آئين اسان وٽ ٿي لطفِ عميم:
سلام° عليكم محمد حكيم!

خدا سان بندن كي ملائڻ لء آئين،
سڌي راه رستي هلائڻ لء آئين،
اوٺارن كي حاكم بنائڻ لء آئين،
جهالت جو جادو وڃائڻ لء آئين،
شريف° عزيز° حريص° رحيم:
سلام° عليكم محمد حكيم!

حبيبِ خدا سيد الانبيا،
يا بدر الدجيٰ يا شفي الوريٰ،
ڇا امتحان هجرت يا غارِ حرا،
اول پاس ٿئين مصطفيٰ مجتبيٰ،
تنهنجو خُلق خلقت ۾ خُلقِ عظيم:
سلام° عليكم محمد حكيم!
سكيا "قل هو الله" جو قاعدو،
مليو توكي "والسوف" جو واعدو،
ڇني قسٽ ويا ۽ ٿيو قاعدو،

ايسا مومنن لاءِ لغو زائدو،
انعام آهي جاگير جنت نعيم:
سلامٌ عليڪم محمد حڪيم!

تنهنجي دشمنن لاءِ دوزخ تيار،
پوس چپ لاڙي هوندا بيقرار،
نه ملندن ڪا مهلت نه سڄندين پڪار،
فرشتا مترڪن سان ڏيندن پيا مار،
ڏيندن پياس ۾ آئي آبِ حميم:
سلامٌ عليڪم محمد حڪيم!

آئين حق ڪان ۽ ڪولي حقيقت،
وسيلو وصل جو آهي دائرو شريعت،
پڳا عرش عارف توهان جي طريقت،
مڃين "حاجي مراد" مؤمن نصيحت،
ڇڪي ڪيئن پلا تن کي نارِ جحيم؟
سلامٌ عليڪم محمد حڪيم!

مرحوم حاجي مراد خان پنهنجي مادر وطن کي به نه وساريو آهي. اچو ان کي هنن لفظن سان ياد ڪريون:

قربان تنهنجي نام تان، منهنجي عجيب سنڌ!
پلجن ٿا تنهنجي گود ۾ بيوه غريب، سنڌ!

اسلام تو ۾ عربن قائم اچي ڪيو،
اهڙو نه تنهنجو اصلي نڪتو نصيب، سنڌ!

اڳ تو اسان جي عزت ڪيڏي نه ٿي ڪئي،
آئي ڪٿان وپاريا اڄ تو رقيب، سنڌ!

تو کي سڏين سڀ ٿا نو لک جي گوڏڙي،
ڪچ جي ڏکارين لاءِ تون ٿي طبيب، سنڌ!

سنڌو نديءَ جي ساوڪ رشڪِ ولائتن،
زرخيز هند آهي هملو حلب، سنڌ!

سرتاج ڪم ٿيل کي آئن وارا نه آهيون،
ڪشتي ڪنڌيءَ پڄڻ تي آهي قريب، سنڌ!

مغلن جي بادشاهي ڏسندي ٿو ياد پئي اچ،
ننگر ٺٽي جي جامع وارو خطيب، سنڌ.
ميرن جا ڪوٽ ڏسندي آنڊيون اچيو وڃن،
هت جي رهيا سي تنهنجا ڪي ڪي حبيب، سنڌ!
شهباز ۽ ڀٽائي حافظ شهيد ڪيئي،
راڻا ٿو ۾ رهن ٿا ليک ۽ نجيب سنڌ.
دودن چڙيو جو طغرا آزاد غير ڪان،
سو ڪو چور ويو چورائي دفتر حسيب سنڌ.
گهنگهر حياتي آهي گهارڻ غلامي الدر،
لاگهه ٺغارو هڻ ڪو نمائي نهيب سنڌ!
پاڄهر جوار چانور مگ ۽ مڪائيون،
ليما لذيذ تنهنجا زردڪ ذبيب، سنڌ!
"حاجي مراد"، تنهنجي تواريخ ڪي لکڻ لاءِ،
سوچيمن علم وارا ۽ ڪي اديب سنڌ.

مرحوم حاجي مراد جي وقت ۾ ڪيترا ناميارا شاعر هئا، جن مان ڪيترا سندس همعصر شاعر اڃا زنده آهن، ۽ ساڻس ڪيترن جون علمي ادبي رهائيون وقت بوقت ٿينديون هيون. انهن مان قاضي عرس لنواريءَ وارو، الهه بچايو رپ وارو، علي محمد رنگريز نينڌي شهر وارو، ۽ مولوي احمد ملاح بدين وارو، قابل ذڪر آهن. حاجي مراد ڪيترن ئي شعرن ۾ پڻ پنهنجي سائين (همخيال شاعرن) کي پچاريو آهي.

مرحوم حاجي مراد جي هڪ دلگهُرئي دوست علي محمد رنگريز کي جڏهين خبر پيئي ته سندس دوست حاجي مراد خان وفات ڪري ويو، تڏهن پنهنجي دوست جي فراق ۾ دل گداز شعر چيائين، تن مان هڪ شعر جا ڪي بند پيش ڪجن ٿا:

جن سان هيم جيءَ جون جڙيون، سي ڏار ٿي دلدار ويا،
سوٽي وري ملندا ڪڏهن، جي من وڏي منٺار ويا!
اڳ ته هئي مون کي خبر، هت يا هتي هوندا مگر،
پڪ پڌر پوءِ ٿي خبر، جڏ ڏور پنڌ لاچار ويا!
"رنگريز" دلبر ساريو، هن هي عجب ڏيکاريو،
واڳون وڃان ٿو واريو، لک دوست جنهن دربار ويا!

علي حسين مرتضائي

# غلام حسين "ملنگ"

سنڌ جو گمنام مرثيه گو شاعر مرحوم غلام حسين "ملنگ"، سن ١٩٠٤ع ۾ پنهنجي اباڻي ڳوٺ ننڍي شهر تعلقي بدين ۾ ڄائو. شروع کان ئي واپار تي وريو، ان ڪري تعليم ۾ ترقي ڪانه ٿيس: پنج درجا سنڌيءَ جا پڙهڻ بعد، ڳوٺ جي هڪ مولوي صاحب کان ٽن سالن تائين فارسيءَ جي تحصيل ڪيائين. سندس والد مرحوم، سيٺ حاجي غلام علي، پنهنجي وقت جو هڪ نالي وارو واپاري ۽ چڱو مڙس هو. بدين، ڪڍڻ، جهڏي گدام، ميرپور ۽ ٻين ڳوٺن شهرن ۾ سندس چوڙي جون ڪوٺيون قائم هيون. ڪج جيتري زمين به هيس. پنهنجي خواجه قوم جو چڱو مڙس هو. لاڙ ۾ پهرين پهرين جن چئن مک ماڻهن سر آغا خان جي بيعت ٽوڙي اسماعيلي عقيدي کان بيزاري ڏيکاري، سيٺ حاجي غلام علي انهن مان هڪ هو. انهن پوءِ اثناعشري عقيدو اختيار ڪيو. هن وقت لاڙ ۾ جيتر قدر انهيءَ عقيدي جي خواجه قوم موجود آهي، سا انهن چئن بزرگن جو اولاد آهي. مرحوم غلام حسين تي انهن اوائلي سرگرمين جو گهڻو اثر پيو، ۽ اهلبيت سان عقيدت جي اظهار ۾ هن پاڻ کي "ملنگ" مشهور ڪيو. ١٩٢٨ع کان شاعري شروع ڪيائين. مدح، نعت، سلام، نوحا ۽ مرثيا گهڻي انداز ۾ چيا اٿس. آواز ۾ سوز بيحد هوس. سوزخوانيءَ جي مجلسن ۾ ماڻهو "ملنگ" کي اوس ساريندا هئا. هن وقت به لاڙ جي اڪثر شهرن ۾ سندس ڪلام، سوزخوانيءَ جي مجلسن ۾ پڙهيو ويندو آهي. اردو مرثي ۽ ٻين مختلف تقريبن لاءِ سندس چيل سهرا ۽ گيچ، انهيءَ پاسي ڪافي مقبول ۽ عام آهن. نظم ۽ نثر ۾ ذاڪريءَ جون ٽي چار سو مجلسون سندس تصنيف آهن. سنڌي ۽ ملتانيءَ ۾ سندس چيل سمورو ڪلام ڪانئس ننڍي ڀاءُ نذير حسين حيدريءَ وٽ محفوظ آهي، جو مشهور هاري اڳواڻ ۽ خود به سنڌيءَ جو سٺو اديب ۽ افسانه نويس آهي. پيءُ جي حياتيءَ ۾ ئي "ملنگ" پنهنجي زمين ۽ واپار ۾ ساڻس مددگار رهيو. والد جي وفات کان پوءِ سمورو ئي ڪاروبار سندس اڪيلي سر تي اچي پيو. پاڻ چئن ڀائرن ۾ وڏو هو. آخر ٻاهر جون ڪوٺيون بند ڪري، ننڍي شهر جي ڪوٺي ۽ زمينات جو ڪم سنڀالڻو پيس. سڀ کان ننڍو ڀاءُ محمد حسن پوري جوانيءَ ۾ گذاري ويو. جلد ئي پاڻ ٽي.بي. ۾ مبتلا ٿي پيو، ۽ انهيءَ عارضي کان ١٩٥٣ع ۾ وفات ڪيائين. اهڙيءَ طرح، ڪانئس پوءِ ننڍي شهر واري ڪوٺي به

بند ٿي ويئي. باقي ٻن پاڻن مان آءٌ زمينات جو ڪم سنڀاليان ٿو، ۽ وڏو ڀاءُ نذير حسين حڪمت ۽ ٺيڪيداري ڪري ٿو.

## ڪلام جو نمونو

ٻون ياد پل پل اباڻا اندر ۾، ويئي راهہ ڪوليان مارُن جي مهر ۾.

ڏسيو محل ماڙيون، سُڃيون ماريون جايون،
ٻرن ٽيون اندر ۾ ڀڙڪ ڏيئي باهيون:
سڄو جڳ اونداهو اچي ٿو نظر ۾.

سُڪو سون جو قاصد، وري ڪونہ آيو،
ڪو ڇاڻان قريبن لئہ ورندو ورايو:
انهيءَ سور سرتيون وڌو آ گوندر ۾.

ڏنم ڪلهہ ڪبوتر، مٿي ماڙي ويٺل،
ٻڇيو مون خبر ڏي اباڻن جي پلپل:
چيائين، اهي ساڻ ملنديءَ حشر ۾.

"ملنگ" مرتضيٰ جي، توتي ٻاجهہ ٿيندي،
حُسينؑ جي مادر اجر توکي ڏيندي:
حامي ٿيندءِ حيدر اونداري قبر ۾.

*

مهند محبن جي ملڻ کان موت مون مارين متان!
سڪ اٿم، شهزادهٔ ڪولين جي قدمن ڍهي،
ٻُر ضيا پيرن مٿي منهن کي مَلي ٻوسو ڏيان......
فاطمه جي لال کي عباس جو پُرسو ڏئي،
هٿ ٻڌي حضرت ڪنان هڪ جام ڪوثر جو پيان......
هو ڪريم ابن الڪريم آهہ جنت جو قسيم،
ٻالد ٻانئي گل گهڙيءَ ۾ ٻاس جنت جي ڳنان......
آهيان گناهن ۾ غرق، منهن سياهہ منهنجو ٿيو،
"يطهرڪم تطهير" جي دامن لڳي اُجرو ٿيان......
ٻي تمنا هيءَ اٿم جو روبرو ڪربل وڃي،
دلربا جي در سندي مان ڇاڻ چشمن سان چمان......
واسطو توکي ڏيان ٿو حيدرِ ڪرار جو،
عرض ملنگ‌ جو اگهائج يا خدا رب المنان!

عبدالقيوم "صائب"

# حيات شاهہ "حافظ"

"داستانِ غم"، "وڇڙيلن جو ميلو"، "ديوان حافظ"، "گلستانِ حيات"، ۽ ٻين ڪيترن ئي پراثر ۽ عقيدتمنداڻہ مولودن، مدحن، لعتت ۽ قومي نظمن جو خالق، سنڌ جو "حافظ"، سيد محمد حيات شاهہ، سن ١٨٧٥ع ڌاري، ضلعي جهنگ پنجاب ۾ پنهنجي ناناڻي ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. ڪيس سيد غلام حيات النبي پڻ چوندا هئا. سندس والد جو نالو سيد مير عالم شاهہ هو. جو حسيني سادات جي ٻُري مان هو. سندن خاندان جو سلسلو حضرت امام تقي عليہ السلام سان وڃي ٿو ملي، ۽ پاڻ حضرت جن جي صاحبزادي محمد عارج جي اولاد مان آهن.

حافظ صاحب ناناڻي ڳوٺ ۾ ڄائو، نپنو ۽ سمجهہ پريو ٿيو. ننڍي هوندي ئي سندس والدہ ماجدہ سرداران بيبي – جا پڻ هڪ نيڪ نيت، نيڪ سيرت، سمجهو ۽ دوراند يش عورت هئي – ان جي گذاري وڃڻ بعد، ڪيس ڏاڏاڻي ڳوٺ سعيد پور ڏانهن (جو اتان ٣٠ ميل پري، رانجهي واري تخت هزارا جي پرسان، ضلعي گجرات ۾ واقع هو) وڃڻو پيو. سڄي ڳوٺ ۾ سندن گهراڻو عزت پريو، سرلد ۽ سڄي-ماڻيءَ وارو هو. سندس والد کي "وڏو سائين"، والدہ کي "بيبي سائڻ"، ۽ ڪيس "صاحبزادو پير" ڪري ڪوٺيو ويندو هو. حافظ صاحب جي والدہ پڇاڙيءَ ۾ پنهنجي ڪيلڙي پُٽڙي جي پانهن پنهنجي ڀيڻ عظيمان بيبيءَ جي هٿ ۾ ڏيئي ويئي، جنهن ڪيس حتي الوسع سکيو رکيو، ۽ پنهنجي نياڻيءَ سلطاڻہ بيگم جو مڱڻو ساڻس ڪرايو. سلطاڻہ بيگم ۽ پاڻ – ٻنهي ڄڻن ننڍي هوندي ڪان وٺي هڪٻئي سان گڏ گذاريو ۽ راند يون روند يون ڪيون هيون. ٻنهي کي هڪٻئي سان پيار تہ ڇا، بلڪ عشق ٿي ويو هو. انهيءَ سلطاڻہ بيگم جو پلؤ، لکئي جي ليک ڪنهن ٻئي هنڌ وڃي اڙايو، ۽ حافظ صاحب پنهنجي ڪمزوري ۽ ناداريءَ جو شڪار ٿي، ناڪام عاشق وانگر، سڄي عمر شاديءَ لاءِ سڪندي سڪندي، وطن کان بيوطن ٿي، مجازيءَ کان حقيقيءَ ڏانهن وک وڌائيندي، ليٽ ٢٦ ڊسمبر ١٩٥٥ع تي، حيدرآباد شهر ۾ هن فاني جهان مان لاڏائو ڪيو.

حافظ صاحب "داستان غم" نالي ڪتاب ۾ پنهنجي حياتيءَ جي اوائلي چند ورهين جو احوال قلمبند ڪرايو آهي. انهن ابتدائي ورهين ۾ هو ڳوٺ کان نڪري، ڪجهہ ڏينهن ٻاهر رهي، پنهنجي والد بزرگوار جي قدمبوسيءَ ۽ مڱ ۽ محبوبہ جي سڪ ۾ موٽي وري، اچي

ساڻن ملي ٿو. هو پنهنجي محبوبہ سان صرف ڏهہ ڏينهن گذاري ٿو، جنهن بعد سچيءَ چمار لاءِ وڇڙي وڃي ٿو: وري ڪيس پنهنجي جيئري هن جو منور منهن ڏسڻ جو موقعو ڪين ٿو ملي، ۽ حافظ صاحب انهيءَ خواهش جي تڪميل لاءِ اڻين چوندو رهجي ٿو وڃي تہ

ملي جي خواب ۾ سا حور، "حافظ" سر ڪريان صدقو،
ڇڏايو جنهن وطن ۽ اقربا، گهڙ تـڙ پـنـيـون پـارا.

هو پنهنجيءَ محبوبہ کي ڇا ڪري سمجهندو هو ۽ ڪيس ڪهڙي عزت ڏيندو هو، تنهن بابت سندس ئي قلم سان لکتل چند لفظن جي ذريعي اظهار ڪرڻ بهتر ٿيندو. لکي ٿو:

"سلطانہ بيگم هڪ نيڪ بخت، نيڪ صورت ۽ نيڪ سيرت زال هئي. سندس منهن چند جهڙو هو. سندس آواز، يعني زبان، ماڪيءَ ۽ مصريءَ کان مٺي هئي. هوءَ طبيعت جي بلڪل سادي هئي، مگر سندس اٿڻ ويهڻ، ڳالهائڻ ٻولهائڻ- هر فعل مون لاءِ ناز ثابت ٿيندو هو، ۽ اهو ناز، تير بڻجي، منهنجي جگر ۾ آرپار ٿي ويندو هو. هوءَ هر منٽ ۾ پنهنجي نظر جي تير سان مون کي ماريندي هئي، پر وري مٺيءَ زبان جي ٻول سان جياريندي هئي".

حافظ صاحب، ماضيءَ کي ياد ڪندي، پنهنجو داستان دهرائيندي ٻڌايو آهي تہ جڏهن لاناڻي ڳوٺ کي الوداع چئي، اباڻي ٻوليءَ ۾ آيو تہ آتي ڀهريائين ماحول ۽ فضا سان نهڪي لڳي آيو، پنهنجن ۾ اوپرو ٿيڻ لڳو، پر جلدي هتي وارن سان نهي ويو ۽ رلي ملي هلڻ لڳو. سندس ماسات سلطانہ بيگم ڪاٺش عمر ۾ پنج سال وڏي هئي، جنهن سان مڱڻو ٿيس. هوءَ لکي پڙهي ڄاڻندي هئي. سلطانہ، سلطانہ جو ڀاءُ انوار احمد ۽ حافظ صاحب، پاڻ ۾ گڏجي راند يون روندبون ڪندا ۽ ڪير ۽ ڪنڊ ٿي هلندا هئا.

چوندا آهن تہ "لکيو منجهہ نراڙ قلم ڪياڙيءَ نہ وهي"-"رڏيون ڪيون ۽ بانصيب!" آسمان ڪج رفتار، هونئن ئي ڪنهن سان ڪين نهي ۽ ٻن نهڪندڙ دلين جو تہ هميشہ ڪان ويري آهي- سو ڇا ٿيو جو سندن شريڪن ۾، شمس الدين نالي هڪڙو ڇورو ڇنو ڇوڪرو هو، جنهن جا مائٽ مٺ ڪهٽو ٽٽو مري کپي ويا هئا؛ پر وڏو مائٽ 'پئسو' ونس ڏرٺو ماريو ويٺو هو. شمس الدين، پنهنجي پئسي جي زور تي، نيٺ ٻن پيار ڀريل دلين ۾ وڇوڙي وجهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. هڪ ٻوٽي جي ٻن مکڙين، ڪِڙي ۽ ڪلي ايا هڪٻئي سان ٻوريءَ طرح مرڪي ڳالهين جا چار چولڪ ئي ڪين ڪيا هئا، تہ اهڙي ڪا هوا لڳي، جو مکڙيون هڪٻئي کان الڳ پري رهجي ويون؛ جڻ تہ هوا جي لهرن تي ڪي ٽاريون هڪٻئي سان ملي پوءِ جدا ٿي ويون هجن. مجبوري ۽ حسرت ڏسندي رهجي ويئي ۽ اميدون دل ۾ ئي ڪر موڙي رهجي ويون. هاڻي سلطانہ جو سڱ، حيات شاهہ جي بدران شمس الدين کي ملڻو ٿيو. اهو سارو جادو، 'ڪاڪ روپي' ناٿي جو هو، پر اها ڳالهہ سلطانہ جي ماءُ کي نہ وڻي، جنهن حيات شاهہ کي سڏائي پنهنجيءَ پٽ ۾ چيو تہ "سلطانہ تنهنجي ڪانہ آهي، وات وڪيل آهي، تنهنڪري

ٿون، انوار ۽ سلطانه، ٽيئي گڏجي هتان چپ چاپ فلاڻي ڳوٺ ۾ فلاڻي قاضيءَ وٽ وڃو ۽ نڪاح پڙهائي موٽي اچو، پوءِ جيڪي ٿيندو تنهن کي آءٌ پاڻهي منهن ڏيندس." سلطانه ۽ انوار ته اڳيئي انهيءَ ڳالهه لاءِ تيار ڪيا ويا هئا. 'وليون ۽ پنيون مڙسن کين ڇڏيون.' پر حيات شاهه، جنهن کي چاچڻ جي مار موچڙي ۽ سختيءَ اڳيئي ڪوهائي ڇڏيو هو، تنهن هام نه ڀري ۽ ڊڄي ويو. 'نما نما' (نه مان، نه مان) ڪرڻ لڳو. نيٺ جڏهين سلطانه ڏٺو ته هن کي سندس مرضيءَ جي خلاف شمس الدين جي حوالي ڪيو پيو وڃي، تڏهين همت ڪري پنهنجي خاندان جي هڪ ٻئي فرد سان وڃي نڪاح وجهائي آئي.

حافظ صاحب پنهنجي برباديءَ جو ھي نقشو اکين سان ڏسي، راتو واهه ڳوٺ ڇڏي هليو ويو. ۽ ان وقت پنهنجي ناڪام تمنائن جي هن ريت تصوير چٽيائين:

ڏٺي شادي جي بدران مون اکين سان ٿيندي بربادي،
ٿيا ويران سي ويڙها، جتي هئي زور آبادي.

پوءِ، مير عالم شاهه به پٽ جي غم، ڀائرن جي بي قياسي ۽ ٻئي پرستيءَ کان تنگ اچي، پنهنجو ڳوٺڙو ڇڏي، ڪن مريدن جي چوڻ تي وٽن وڃي رهيو؛ جن سندس مرضيءَ موجب، ڳوٺ جي ڀرسان هڪ نهر جي ڪناري تي، هڪڙي خلاصي جاءِ اڏي ڏنس. هن بزرگ شخص پنهنجا پويان ڏينهن انهيءَ ڪونيءَ ۾ ئي، الله جي عبادت ۽ خلق جي خدمت ڪندي هي جهان ڇڏيو.

حيات شاهه جي راتو واهه ڳوٺ ڇڏي وڃڻ بعد، جنهن وقت سندس مائٽ ڪيس ڳولي واپس آڻڻ لاءِ سنبريا، ته ان وقت هڪ بيوس ٻيءَ جي اندرمان جي لفظ نڪرن ٿا سي هن جي ذهني ڪشمڪش جو بهترين خاڪو پيش ڪن ٿا. هو چوي ٿو: "منهنجي پٽ جي پويان ڪوبه نه وڃي. جڏهين مظلوم سان ظلم ۽ بيدادي ٿي ٿي، تڏهين ڪنهن به سندس مدد ۽ حمايت نه ڪئي. هاڻي جڏهين هو مون کي جدائيءَ جو داغ ڏيئي، پنهنجي قسمت پاڻ سان وٺي هليو ويو آهي، تڏهين ڪيس موٽائڻ جو ڪوبه ضرور نه آهي. هو ڄاڻي ۽ سندس قسمت ڄاڻي".

هيڏانهن حيات شاهه ٿورن ئي ڏينهن کان پوءِ، وري ڳوٺ ڏانهن واپس وريو ۽ پنهنجي والد کي، انهيءَ ڪوٺڙيءَ ۾ اچي ڏٺائين؛ جنهن وٽ ڪجهه ڏينهڙا گذاري، سور روئي، ٿوري گهڻي خدمت ڪري، موڪلائي آئي هليو، هلي اچي جيجل ماءُ جي قبر تان ٿي، ناناڻي ڳوٺ ۾ گهڙيو ۽ وڏي حرفت سان، ساهيڙين جي ڀالي تي، سلطانه بيگم کي گهرايائين، جا انوار احمد کي پاڻ سان گڏ وٺي آئي ۽ ڏهه ڏينهن حيات شاهه سان گڏ گهاريائين. ان بعد، حيات شاهه وري به هتان ڀڄي نڪتو. سلطانه بيگم، هي اوچتو ڏک سهي ڪانه سگهي، ٻئي ڏينهن تي دم ڏنائين ۽ پنهنجي ناناڻي ڳوٺ ۾ ئي دفن ڪئي وئي؛ جنهن جي سڌ، حافظ صاحب کي پوءِ پئي، جڏهين هو وري پنهنجي ماءُ جي مقام تي ويو ۽ پنهنجي محبوبه جي قبر تي، جنون جي حالت ۾ سڄا سارا ٽي ڏينهن بيهوش پيو هو. هن واقعي جي ياد ۾ پاڻ ٿو چوي:

مٺي سلطانه بيگم کي ڏني دعوت سهيلين جي،
مرڻ لئه ڳوٺ لاڙائي، ڪهڙايو ڪنهن؟ ازل جي انگ.

حيات شاهه، ڏهين ڏينهن سلطانه بيگم جي هٿ مان هڪ سوني منڊي ۽ چانديءَ جا ٻه ڇلا لاٿا هئا، جن مان منڊي نشانيءَ طور واپس سلطانه جي آڱر ۾ وڌائين ۽ ڇلا پاڻ وٽ رکيائين. جي ۱۹۱۲ع تائين وٽس موجود هئا ۽ پوءِ ڪيڏانهن ويا، يا انهن ڇلن سان سندس زندگيءَ جي ڪهڙن ڪهڙن مٺڙن ۽ ڏکين ڏينهن جي حڪايت وابسته آهي؛ تنهن لاءِ سندس خيال هو ته ”داستانِ غم“ جي ٻئي ڀاڱي ۾ اهو احوال ڏيندو، پر حالتن ايتري فرصت نه ڏني جو ٻيو ڀاڱو تيار ٿئي ۽ سندس حياتيءَ جو مڪمل داستان سنڌ وارن تائين پهچي. سندس چوڻ موجب انهن ڇلن جي سرگذشت به عجيب آهي.

واديءِ غربت ۾ مَن ”حافظ“ اچي آرام ڪو،
ٿو ڇڏيان هاڻي وطن، اي بزمِ يارانِ الوداع!

هن پيري ڳوٺ ڇڏڻ کان پوءِ، هيءَ قسمت جو ماريل ۽ تقدير جو ڳاريل پنجاب، يو. پي. بنگال، مدراس، دکن، ملبار، گجرات، ڪاٺياواڙ، مارواڙ ۽ ٻين صوبن جو سير سفر ڪندي، ۲۸ ورهين جي ڄمار ۾، سن ۱۹۰۳ع ڌاري، مارواڙ جي بالوترا نالي ڳوٺ ۾ سخت بخار ۾ مبتلا ٿيڻ ڪري نيڻن جي نور کان هميشه هميشه لاءِ محروم ٿي ويو.

سن ۱۹۱۰ع ڌاري سنڌ ۾ ٻيهر پهتائين. سنڌ جي مختلف ڳوٺڙن ۽ واهڻن ۾ گذاريائين، ۽ سنڌ جهڙي مهمان نواز ملڪ کي پنهنجو وطن بڻايائين. هو سنڌ ۾ کهمي ٺري، ڪوٽڙيءَ جي ميمڻن وٽ جامع مسجد ۾ اچي ٽڪيو ۽ سنڌو نديءَ سان حال اوريندو رهيو. هن کي سنڌو دريا سان ڏاڍو ڀاپوهه ۽ پيار هو. دريا جي ڪنڌيءَ تي ويهي جڏهين آن ۾ ٻيهر لوڪائي پاڻيءَ جي ٺڪار محسوس ڪندو هو، ته ڳوٺ واري چناب نديءَ جو ساءُ پيو ايندو هوس، ۽ پراڻا ڦٽ ڇڪڻ لڳندا هئس-

لٽڪائي پير سنڌوءَ ۾ جنهن دم ويهان ٿو مان،
ڪنهن لينهن جو نشو ٿو ٿئي مون تي طاري.
هلي اي سنڌ ولدي صدقي وڃان تو تان سدا،
تو ۾ ڪڏجي ٿو اچي ملڪ وطن منهنجي جو آب.
آبِ حيوان، آبِ چشم و خونِ دل قربان ڪنم،
دست آيد ڪر مرا يڪ قطره از آبِ چناب!

ميمڻن وٽ مولودين جون محفلون عام جام ٿينديون هيون، جن مان حافظ صاحب کي ڏاڍو رس ايندو هو. سندس چوڻ موجب ڪيس انهن مولودن منجهان پنجاب جي ڳوٺاڻن گيتن

وارو سوز ۽ ساز محسوس ٿيندو هو. هي وطن کان وڇڙيل، اهي مدحون ۽ مولود وڏي چاهه ۽ دلچسپيءَ سان پڙهڻ ۽ سکڻ لڳو.

سن ۱۹۱۳ع ڌاري حيات شاهه جي حيدرآباد ۾ "خواب" صاحب جن جي والد بزرگوار ميان علي بخش سان ڏيٺ ٿي، جنهن جي اوطاق تي ٻارهونءِ مولودن جي محفل مثل هوندي هئي. ٻاڻ بہ مولودن جي مجلس جو سور هو، ۽ انهيءَ ڏس ۾ سندس نالو سڄيءَ سنڌ ۾ مشهور هو. ممکن آهي تہ حافظ صاحب ٻڻ انهيءَ رس پڙهڻ جي لاءِ حيدرآباد ۾ آيو هجي. وقت گذرندو ويو، ميان علي بخش ۽ حيات شاهه هڪٻئي کي ويجها ٿيندا ويا- تان جو ميان صاحب، حيات شاهه کي هميشه جي لاءِ ٻاڻ وٽ اچي رهڻ لاءِ زور ڀريو: پوءِ هو بہ جلدي اچي حيدرآباد ۾ رهيو، ۽ سدا لاءِ اتيئي رهي پيو. انهيءَ وچ ۾ اهڙيون حالتون پيدا ٿي پيون هيون، جو ٻاڻ ٿو چوي:

اهڙو ڪو واءُ سخت وريو آهہ ديس ۾،
واڳون وطن ڏي جيئري تہ واري نٿو سگهان؛
"سلطانہ" منهنجي شاهه جي بيگم وٺي لڏي،
تربت تي تنهنجي منهن بہ ڏيکاري نٿو سگهان!

ليڪ سٺائو واءُ لڳو، حالتون سڌريون، ۽ حافظ صاحب پنهنجي وطن ڏي اچڻ وڃڻ لڳو. گهڻو ڪري سال بسال، ماڻهو ساڻ ڪري، مائٽن جي مقام تي ويندو هو، جتي جيجل ماءُ، پياري ماسي، محبوبہ سلطانہ بيگم ۽ ٻين عزيزن ۽ پيارن جي مقام تان ٿي، ليٽن مان نير وهائي، اکين مان آب اوتي، اندر جي تونش ۽ دل جو بخار پڌرو ڪري، واپس موٽي ايندو هو. سلطانہ کي اڪثر خواب ۾ پيو ڏسندو هو، ۽ چوندو هو:

خدا رحمت ڪري، ماسات! تنهنجي روح تربت تي،
"حيات" آهي ڪو ٻل جڳ ۾، گهڙوي گهايل سان گهاري وڃ!

مجازيءَ ۾ هن مجازي عاشق جي دل تي فراق ۽ وڇوڙي، دنيا جي بيوفائي ۽ ڏاڍائي، ۽ زماني جي واقعن ۽ تجربي، حقيقت جو رنگ چاڙهڻ شروع ڪيو. هن جي دل ۾ حب رسول (صلعم) پيدا ٿي، ۽ سرڪار دو عالم جي چائنٺ چمڻ لاءِ سڪ ۽ خواهش دل ۾ گهر ڪري ويئي-

بدلجي ويو پس طبيعت جو رنگ،
مجازيءَ تي آيو حقيقت جو رنگ.

*

روزي رسول پاڪ تي روئي چنج صبا،
"حافظ" سڏايو سنڌ مان هيڪر حجاز ۾.

*

او هان وٽ جو ايندو، نه موٽي سو ويندو،
اهو قول "حافظ" کان بيشڪ لکايو.

*

پهنچونگا روضه پاک په يا آئے گي اجل،
کهٽکا لگا يه رهتا هے شام و سحر مجهے.

جلدئي اهڙا به سبب پيدا ٿيا جو سندس اها آرزو به پوري ٿئي ها؛ پر پاڻ چوندو هو ته 'آءٌ گهران ٿو ته آتي وڃان ۽ وري موٽي نه اچان: سدائين پاڻ سڳورن جي چانئٺ تي پيو هجان!' هو اهڙا وفا جا پيمان ۽ پلاند پائيهي پيو پڙندو هو. ليڪ سيد حاجي علي اڪبر شاهه کيس چيو ته 'آءٌ سڄو بندوبست ڪري ٿو ڏيان، تو هان وڃي حضرت جن جي مقدس مزار جي زيارت ڪريو'- پر پاڻ نه ويو. عبدالله "خواب" انهيءَ تي ڪائنس پڇيو ته 'آخر ڪهڙي وجهه هوندي به اوهان چو نٿا وڃو؟' ان تي جواب ڏنائين ته 'عبدالله، آءٌ وڃان ته سهي، پر حضرت جن سان ڪوڙو ٿي پولدس ۽ هميشه لاءِ اتي رهي ڪونه سگهندس: سلطان جي سڪ وري به مون کي موٽائي آئيندي!'

"حافظ"، سردارِ دوجهان جي شان مبارڪ ۾ گهڻوئي ڪلام چيو آهي.- پر ٻي ٻهچ بندو الله جي پاڪ ۽ پياري پانهي جي ڪيتري ساراهه ڪري سگهندو!

زبان عاجز، قلم قاصر، خرد وهم و گمان گم شد،
محمد مصطفيٰ صلي علي جي ڇا ثنا ڪريان!

## ڪي واقعا.

حيدرآباد ۾ اچڻ تائين به هن شخص جي دماغ تي ديوالگي ۽ جنون جو عالم طاري هو. جڏهن ٻاڙي جا ڇوڪرا کيس انڊو الڏو ڪري چيڙائيندا هئا، تــ هو انهن جي پويان اچي پولدو هو ۽ ڏڪا ڏوما کائيندو هو. ٻهچي نه سگهندو هو، ته سڄي ڪاوڙ ۽ چڙ پاڻ تي ڇنڊ بندي، پنهنجا ڪپڙا ڦاڙي ليڙون ليڙون ڪري ڇڏيندو هو.

*　　　　*　　　　*

هو هڪ لا غرض ۽ بي طمع شخص هو، ۽ جيڪي ملندو هوس سو گهرج هوندي به ڪنهن غريب غربي يا گهرجائوءَ کي ساڻ ميٽ ۾ ڏيئي ڇڏڻ ۾ ويرم ئي ڪين ڪندو هو. هڪڙي پيري جو ذڪر آهي ته پاڻ بيمار ٿي پيو هو، دوا لاءِ پئسو به ڪين هوس: رکي رکي ٿي چيائين ته 'پئسو ڪو هجي ته جيڪر فلاڻي دوا وٺي کڻي آڻي سگهجي.' اوچتوئي ٽپالي آيو، جنهن پنجن روپين جو مني آرڊر آڻي ڏنو. ٽپاليءَ جي وڃڻ بعد، پاڙي جو هڪ شخص وٽس آيو ۽ پنهنجي حال زار جو ذڪر حافظ صاحب سان ڪيائين. حافظ صاحب کي پنهنجي بيماري ۽ دوا ته وسري ويئي، جيڪي پئسا مليا هئس سي ان شخص کي ڏيئي ڇڏيائين.

*　　　　*　　　　*

عبدالله "خواب" جي چوڻ موجب، سندن خاندان جي ننڍڙن جي پڙهائيءَ تي به هن بزرگ شخص گهڻوئي خرچ ڪيو، ۽ "حيات ادب" لئبريريءَ ۾ به ڪجهه جيترو هنسو هن جوئي لڳل آهي. ڪيس "ماڙي جي مهر" ڪري چيو ويندو هو، ۽ ڪيس جيڪي به ملندو هو، پنهنجي ذهنن يا ميڻهن وسندي لاءِ بچائي هر گز ڪين رکندو هو. پنهنجي طعام سان گڏ ڪيس ٽان. ڪتاب سان ڏاڍي پوندي هئي: شل ته ڪو ڪتاب جو نالو اچي، پوءِ ته يڪدم گهرائڻ لاءِ چوندو هو ۽ پهچڻ‌ءَ سان ان جو انتظار ڪندو هو.

*　　　　*　　　　*

هڪ ڀيري، فجر جي نماز لاءِ ماڙيءَ تان لهي مسجد ۾ ٿي ويو، ته هڪ سائيڪل وارو ڪير جا ڏيا ڪٽي ٽڪو ٽڪو ٿي ويو: ٽڪ ۾ اچي، حافظ صاحب سان ٽڪريو: هيءُ ضعيف شخص وڃي پٽ تي پيو: ان وقت گهڻيءَ ۾ ڪو ٻيو شخص موجود نه هو: سائيڪل واري، ڪجهه غلطيءَ جي احساس ۽ ڪجهه انساني همدرديءَ جي لحاظ کان، لهي اچي حافظ صاحب کي کنيو، ته ڪيس سندس گهر وارن جي حوالي ڪري پوءِ وڃي: مگر پاڻ ڪيس چيائون ته ڏاڍا، اسان کي جيڪي ڏک پهچڻو هو سو پهتو، تون پڄي وڃ، متان اها همدردي ڪچيءَ کان نه وٺئي. آءٌ ته سورن جو ساڙيل ۽ دنيا جي دردن جو ڏکويل انهن تڪليفن سهڻ تي هري مري ويل آهيان، پر ٻيا توکي ڪونه ڇڏيندا ۽ پوليس جي حوالي ڪندا، جي نه ته به چڱي ريبارامي ڪندءِ. سائيڪل واري به موقعو غنيمت سمجهي، لانگ ورائي، واءُ ٿي وڃڻ مناسب سمجهيو.

هن مان ڏسبو ته شاهه صاحب جو ڪردار ڪيتري قدر نه بلند هو: منجهس صبر سان رب جي رضا تي راضي ۽ قدرت جي ڪئي تي شاڪر رهڻ جو ڪيترو نه مادو هو!

سندس مهربانن ۾ هالن وارا مخدوم به خاصي اهميت رکن ٿا، جي پڇاڙيءَ تائين هن جي سار سنڀال لهندا آيا. وچ ۾ شايد منجهن ڪا شڪررنجي پيدا ٿيل ٿي ڏسجي، جو چئي ڏنو اٿس:

"عشق ڪيو الله و آدي ڪي، پر اديءَ ڪي جن نه ڪن"-

هيءُ مثل "حافظ" سان لاڳو، ۽ سندس مخدوم سان.

**علمي اپياس.** حافظ صاحب ڪيتري تعليم ورائي، تنهن جي پوري پڪ ڪانهي، پر ايترو سو يقين سان چئي سگهجي ٿو ته سندس اپياس اونهو، مشاهدو گهرو، ۽ تجربو ڪافي هو. ڪيترائي علمي ۽ ادبي ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ هاڻي وهي پڙهندو هو. جتي اڳلو منجهي پوندو هو، اتي پاڻ سمجهائي ڏيندو هو. انهيءَ علمي اپياس جو اثر ۽ رنگ سندس تصنيفن ۾ صاف ۽ چٽو پيو ڏسجي. دراصل حافظ صاحب کي اهي ڪتاب پڙهڻ جي ضرورت ڪانه هئي، پر هن بزرگ اهو شغل ان ڪري جاري رکيو ته جيئن ننڍڙن ۾ به علمي ذوق شوق جاڳي- ورنه جڏهين به ڪانئس ڪنهن ڪتاب جي باري ۾ پڇا ۽ ڳاڇا ڪئي ويئي، تڏهين يڪدم ان جي مصنف، مواد ۽ ناشر تائين گهڻو ڪجهه ٻڌائي ويندو هو. سندس حافظو پڻ عجيب هو: ايڏيون پرائيون ڳالهيون ياد هيس جو ڳالهه ڪرڻ کان ٻاهر!

يادگيريون. انسان پنهنجي ماضيءَ کي ياد ڪندو ۽ ورجائيندو ٿو رهي- خاص ڪري اهڙن موقعن تي، جن تي هن جي طبيعت جي خلاف ڪو واقعو درپيش ٿو اچي. حافظ صاحب کي پيءَ جيڪي سک ڏنا، ۽ ان بعد هن جيڪي تڪليفون ڏٺيون ۽ ڏک سٺا، تن کي ياد ڪندي چوي ٿو:

تباهيءَ جو ته اٿڪت آهه پُر غم داستان منهنجو،
مگر شاهي به نديءَ ۾ ڪئي مون ڪجهه مثل دارا.
*
لڏيو هو نه "حافظ"، ڪونه هئي ماني ڪنهن گهر ۾،
مگر تنهن کي ٽوڙي، سنڌ ۾ رلايو ڪنهن؟ - ازل جي انگ!
*
ڦسايو پرديس قيد قسمت جي، پر انهيءَ جو پڻ سبب آهي،
پري قرابت ۾ باهه جنهن کان، اسان کي دوزخ وطن ٿيو اڄ.
*
آهيان غريب هاڻ غريب الوطن هستي،
بارا پنهون مڪان ۽ وينس ڦرائي باغ.
*
هاءِ، والد ريءَ جا غربت ۾ مصيبت مون ڏٺي،
مان ڪٿي ۽ ڪٿ وطن، نديءَ جا مٺڙا ڏينهڙا!

بارائي وهي به دل تي تري ٿي اچيس، ۽ جيڪو راز سيني ۾ سانديو رکيو هئائين، تنهن کي کولي پڌرائي به ٿو، پر ليڪ چوي ٿو ته ان راز جي کولڻ ڪري جو مهڻا ٽيس، ۽ جي طعنا ٽڪا سٺو، تن مان ممتاز به ٿيو آهيان ۽ سرخروئي به نصيب ٿي اٿم-

ڪنهن کي 'هائو'، ڪنهن کي 'وچ' ڪنهن سان رسڻ، ڪنهن سان ڪلڻ،
هي مزا اڪثر وٺن، نديءَ جا مٺڙا ڏينهڙا!
*
"حافظا"! دل جي هئي دل ۾، ته رسوائي نه هئي،
عام دلدورو ڦيرائي هاءِ پڇتايان پيو!
*
هئي طعنا ڇالون ٿي ڪيئو،
مگر مهڻن منجهائي ٿيس مون ممتاز.

وطن. هن ذيفهم شاعر ۽ حساس طبع انسان کي نه رڳو پنهنجو ناناڻو ۽ ڏاڏاڻو وطن پنجاب رکي رکي ياد پوندو هو، ۽ اندر ۾ ان لاءِ اڪير ۽ حب پيدا ٿيندي هيس، پر هو چوندو هو ته 'اباڻو وطن پنجاب آهي، ته منهنجو وطن سنڌ':

پنجاب ۽ برار ڏي دل تي چڪي سگهي،
توکي ڇڏي سان ڪيڏي وڃان، اي دلاري سنڌ!

*

ڪوٽڙي ۽ حيدرآباد اڄ ڪري پنهنجو وطن،
ڏيهه ڏاڏاڻو ڀلائي، هاءِ پڇتايان پيو.

آخرين آرزو. حافظ صاحب جي پاڪ ۾ رڳيون ناڪاميون ۽ نامراديون لکيل هيون؛ سندس زندگيءَ ۾ شادڪامي ۽ ڪامرانيءَ جو نالو به ڪونه هو. الهيءَ هوندي به، هن جي آخري آرزو اها هئي ته سندس موت اباڻي وطن ۾ ٿئي، ۽ لاش ماڻتائي مقام ۾ سلطان بيگم ۽ جيجل ماءُ جي پر ۾ پورجي. پاڻ لکي ٿو-

"منهنجي آخري خواهش هيءَ آهي ته خداوندڪريم پنهنجي فضل ۽ ڪرم سان منهنجي مرضيءَ مطابق مون کي پنهنجي وطن ۾ ماري، ۽ ماڻتائي مقام ۾ دفن ڪرائي، جيئن مرڻ کان پوءِ منهنجا هڏا پرديس ۾ براون جي هٿ ۾ نه رلن، ۽ منهنجو روح وطن لاءِ نه پيو سڪي: الا ماشاءَ الله!"

پر، افسوس جو زماني ڪيس اهڙا رنگ ڏيکاريا جو انهيءَ اميد جي پوري ٿيڻ جا آثار نه نظر آيس، بلڪ اها به اميد ڪانه هئس ته هو ڪو موٽي ملڪ ويندو. پوءِ، جڏهين مجازتي حقيقت جو رنگ چڙهڻ لڳو، ته سدا جي لاءِ پنهنجي مسڪن مديني طيبه کي ٻنائڻ تي گهربائين، ۽ خواهش هيس ته حياتيءَ جو پيالو به اتي ئي پرجي اچي ۽ ڇلڪي پوي:

مديني پاڪ جي مارڳ تي مرسل جي محبت ۾،
وڃي نڪري جي دم، "حافظ"، ته بس شڪر خدا ڪريان.

پر، جڏهين سلطان جي يادگيري، سڪ ۽ حب اوڏانهن به نه ڇڏيس، ته لاچار چيائين ته پٺي هنڌ نه، ته به پڇاڙيءَ ۾ حيدرآباد سنڌ ۾ ڪفن دفن ٿئي:

مديني سوا جي ٿئي تا ٿئي،
ڪفن ۽ دفن، حيدرآباد سنڌ!

## نثر نويسي.

حافظ صاحب نه رڳو شاعريءَ جي ميدان ۾ ڪوڏتل ڪڏايو آهي، پر نثر جي ميدان ۾ ٻئي پوئتي نه پيو آهي. "داستان غم" ۽ "وڇڙيلن جو ميلو" سندس نثري تصنيفون آهن. جن ۾ هن پنهنجي قلم کان چڱو ڪم ورتو آهي. سندس نثر سادو، مگر دل لڳائيندڙ آهي؛ جملا مهلا ئتا ۽ دل ۾ چبيندڙ آهن. الئي شڪ ئي ڪونه ٿو پوي ته اهو نثر ڪنهن قلمڪار جي زبانداني جو عڪس آهي، يا ماءُ پيتان مليل ڏات واري اهل زبان جي اهليت جو اولڙو. انهيءَ نقطه نظر سان جيڪڏهين پرک ڪبي، ته چئي سگهبو ته حافظ صاحب سنڌي ٻوليءَ سان پال پلائڻ کان ڪنهن به طرح گهٽ نه آهي.

"داستان غم". هن ڪتاب ۾ حافظ صاحب انهن ڏهن ڏينهن، جن ۾ هنهنجي محبوبه ۽ مڱڻ سان اچي مليو هو، تن ۾ مٿس جا واردات ٿي، تنهن جو مڪمل بيان ڏيئي، هنهنجي ماضيءَ جي اها مصوري ڪئي آهي، جا سڀڪنهن جي وس جي ڳالهه نه آهي. مصنف جو قلم پختو، ۽ تجربو ڪامل آهي. ٻوليءَ تي به ڪافي دسترس اٿس. جملا ننڍا مگر مائيدار، ٻولي سادي مگر بامحاوري، ڪردار نگاري اهڙي جهڙي منڊيءَ تي ٽڪ، سماج تي لاشعوري ليڪن ضروري ۽ پرلطف نڪتي چيني، بيان الوٽو ۽ رڪو نه، بلڪ سلوڻو ۽ دلچسپ. البت، ائين ضرور آهي ته جيڪڏهن ڏيان ڏيئي عبارتن جو اڀياس ڪبو ته ڪٿي ڪٿي محسوس ٿيندو ته مصنف اهل زبان ڪونه ٿو ڏسجي. نيٺ به ته جيڪا ٻولي سکجي ٿي تنهن جي تمام اوٿاين ۽ ٻوراين جو پتو پوڻ ذرا مشڪل ڳالهه آهي: ۾ چوڻ خاطر ائين چئي سگهجي ٿو ته جيڪڏهين هڪڙي ڪي ماڻ جي هنج ۾ ڪا ٻولي نصيب ٿئي ٿي، ته ٻيو ان تي ڪامل دسترس حاصل ڪري سگهي ٿو. هتي هيءَ ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته حيات شاهه سنڌي ٻوليءَ کي اهڙو وچڙيو، جو ڳهٽي پاڳي پنجابي به وسري ويس.

هاڻي 'داستان غم' مان چند مثالي ٽڪرا پيش ڪجن ٿا، جن مان مٿي ڪيل دعوا جي ثابتي ملي ويندي. پنهنجي پيءُ ۽ چاچن جي ڪردار متعلق لکي ٿو:

"منهنجو ننڍو چاچا زمينداري ۽ سرڪاري ڪمن ۾ رهندو هو، ۽ وڏو چاچا راجوڻي ڇيڙي نبيري ۽ غريبن جي مار-ڪُٽ ۽ صلح ۾ وڳوڙ ۽ ٺهيلن کي ڦٽائڻ ۾، ڪنهن به طرح دولت حاصل ڪرڻ ۾ مشغول هوندو هو؛ باقي منهنجو والد مرحوم هڪ سڌو سپاٽو خدا پرست انسان هو، سو معبود حقيقي جي عبادت ۽ نيڪن جي زيارت ۽ مريدن جي دعوت ۽ تعويذ لکڻ ۽ دعائن ڪرڻ ۾ وقت پورو ڪندو هو.

"بابا الهه لوڪ ۽ پرمتڙيو هو. وڏي چاچي منهنجي رت-پياڪ دشمن ۽ شمس الدين جي مائٽياڻي هئي، ۽ وڏو چاچو زن-مريد ۽ پئسي جو پٽ هو. گهر ۾ ننڍي چاچي منهنجي خيرخواهه ضرور هئي، پر اها پاڻ تيرهن چوڏهن ورهين جي ڇوڪري هئي. منهنجو ننڍو چاچو هيءُ ٻيو گهر ٻرٽيو هو، تنهنڪري اها مائي به وڏن ويلن ڪا دست اندازي ڪري نٿي سگهي؛ باقي ننڍو چاچو ننڍپڻ کان ئي وڏي ڀاءُ جو موچڙي-ڪُٽيو ۽ دٻايل هو، تنهنڪري اهو به ڪجهه نٿي سگهيو".

جنهن وقت ماسيس حيات شاهه کي سلطانه بيگم ۽ انوار احمد کي ساڻ ڪري وڃي نڪاح ڪري اچڻ لاءِ چوي ٿي، ۽ هو چاچي جي مار موچڙي کان ڊڄي، اهڙو دليري جهڙو ڪم ڪرڻ کان انڪاري ٿئي ٿو، ان وقت سلطانه بيگم جي جذبات جو ڀالو ڀرجي ڪنارن کان اٿلڻ لڳي ٿو: هوءَ حيات شاهه کي مخاطب ٿي چوي ٿي:

"جيڪڏهين وڏا بيغيرت ٿيا آهن، ته تون بيغيرت نه ٿيءُ. منهنجي زندگيءَ تي تڪو نه لاءِ. مون کي خوار ۽ بدنام نه ڪر؛ پاڻ کي تباهه ۽ برباد نه ڪر، جيئن امان چوي ٿي تيئن جلد ڪر ۽ دير نه ڪر، نه ته پڇتائيندين."

سماج جي خلاف ھھڙي دليري ۽ شجاعت سان بغاوت ـــ سا بہ ھڪ عورت اٿي ڪري، ۽ اڄ کان سٺ ستر سال اڳ، جڏھن مشرق جي عورت جي زبان تي تالو ۽ وات تي واقعي مهر لڳل ھئي ـ ڏيکاري ٿي تہ سماج جي ڪڌن ڪرتوتن ۽ اجاين زورين ۽ رواجن خلاف ھميشہ کان آواز اٿندا رھيا آھن. شاباس ھجي ان عورت جي دليريءَ تي، ڪيرون لهڻيون ان پاڪدامن جي ڪردار: خدا شل سندس روح کي راحت رسائي، ۽ مٿس رحمتون نازل فرمائي!

اھائي ساڳي عورت جا سماج جي خلاف بغاوت ٿي ڪري، سا ڏسو تہ پنھنجيءَ پاڄ سان ڪھڙي نہ اخلاق ۽ بردباريءَ سان پيش ٿي اچي: دنيا مان تجربو پرائي، ڪھڙيءَ طرح ھلڻ ٿي سيکاري، ۽ ھوءَ اھو سبق ڪٿان ٿي حاصل ڪري، ۽ اھو ڪھڙو سرچشمو آھي، جنھن مان ھوءَ فيضياب ٿي پاڻ کي ھڪ طرف گناھ کان ٿي بچائي تہ مقصد جو موتي حاصل ڪرڻ جي پٺي طرف ڪوشش ٿي ڪري. ھوءَ حافظ صاحب کي ٿي چوي:

”جھڙي ڪرڻي تھڙي پرڻي: جيڪڏھين شمس الدين ۽ ماڻس اسان سان بڇڙائي ڪئي تہ سندن عزت بہ وئي، دولت بہ وئي ۽ ڪين ذلت حاصل ٿي؛ جيڪڏھين منھنجو بيءُ ۽ تنھنجو والد بيغيرت ٿيا، تہ پنھنجو اھل اولاد رلائي ڇڏيائون؛ ۽ جيڪڏھين مان پنھنجي والد جي رضا تي ۽ قادر جي قضا تي راضي نہ رھيس، تہ مون تي پاڇوڪڙن جو تالو پيو؛ ۽ جيڪڏھين تو امان مرحوم جو ۽ منھنجو چيو نہ مڃيو، تہ ھميشہ لاءِ برباد ۽ تباھ ٿي وئين ۽ پاڻ سان گڏ مون کي بہ خوار ۽ بدنام ڪيئي.

”ھاڻي بھتر آھي تہ سياڻي پاڻ ٿيئي گڏجي مونئي گوٺ ھلون، ۽ ھميشہ گڏ گذاريون. ڪريم ڪارساز آھي، ڪجھ تون ڪوشش ڪج، مان بہ ڪنديس، اميد آھي تہ منھنجو مڙس مون کي طلاق ڏيندو، پوءِ مان تنھنجي ۽ تون منھنجو.

”پر، مڱڻي کان اڳ بہ تنھنجو منھنجو قرب ھو! اھا ڪھڙي انسانيت آھي جو نفساني خواھش تي محبت جو پاڪ ۽ مٺو نالو رکجي؟ طمع جي محبت اڄ آھي، سڀاڻي نہ آھي: بيغرضيءَ واري محبت، لازوال محبت آھي. انھيءَ محبت کي ھميشہ بھار آھي، ڪڏھين بہ خزان نہ آھي. سچيءَ محبت جو گل ھميشہ تازو ۽ سرھو آھي.

”زماني جو عجيب رواج آھي جو مڙس ڪھڙو بہ بدچال ۽ بڇڙو ھجي، تہ بہ جوان ليکجڻ ۾ اچي؛ پر ويچاري زال شرم ۽ حيا، مروت ۽ وفا جو پتلو ھوندي بہ، جيڪڏھين ڪنھن سان کلي ڳالھائي، تہ ڪيس چلولي چيو ٿو وڃي، ۽ جيڪڏھين اک ڪٿي ڪنھن ڏي نھاري وٺي، تہ پوءِ مٿس جھٽ عشقباز جو نالو پيو!

”مون نڪاح خوشيءَ سان نہ ڪيو آھي، بلڪ تنھنجي نادانيءَ انھيءَ نڪاح ڪرڻ تي مون کي مجبور ڪيو، ۽ مون شمسوءَ جو ۽ ماڻس جو ڪارو منھن ڪرڻ لاءِ انھيءَ نڪاح جي پناھ ورتي ـ پر ھاڻي تہ انھيءَ نادانيءَ سبب زود پشيمان وانگر پاڻ بہ پڇتايان پيئي، ويٺي ھٿڙا ھڻان! مون کي تڪڙو ڪري نڪاح ڪرڻ وارو

قدم کڻهن به حالت ۾ نه کڻڻ گهرندو هو. مان جوان زال هيس، وات وکيل هيس، شرع شريف مون کي سڀکا اختياري ڏني هئي: الهيءَ خواريءَ ۽ انتظاريءَ کان، پرڻي راڄ ۾، ظاهر ظهور، مون کي شمسوءَ سان نڪاح پڙهائڻ کان انڪار ڪرڻ گهرندو هو- پوءِ بابا جي ڇا مجال هئي جو منهنجو نڪاح شمسوءَ سان ڪري ها! انهيءَ مان مون جهڙيون مظلوم ليائيون ۽ منهنجن مائٽن جهڙا ظالم مائٽ به سبق وٺن ها. ليائيون آخر ماڻهو آهن، ڍور ڍڳا نه آهن جو سندن مائٽ جتان چار پئسا وٺي ڪين وڪڻي ڇڏين، اتي وات بند ڪري هليون وڃن ۽ پاڻ کي ڪني پلي جي وات ۾ وجهن. پر، زال ذات کي بروقت عقل نٿو اچي: پنهنجا هٿ وڍائي، پنهنجا وار پين جي هٿ ۾ ڏيئي، هاڻي ويٺي سور سهان!

”اڪثر ڪري هڪ مڙس جي ٻن زالن ۾، مڙس جي قرب ۽ پيار تان جهيڙو رهندو آهي، پر مون اها طمع ئي ڇڏي ڏني آهي؛ تنهنڪري منهنجي ڀاڄ به منهنجي خادم ئي پيئي، ۽ گهر ٻاهر جو ڪو به ڪم منهنجي پڇڻ کان سواءِ نٿي ڪري. مان پنهنجي مڙس کي عزت جي نگاهه سان ڏسندي آهيان؛ هو به مون کي نيڪنيتي ۽ خيرخواهيءَ جي نظر سان ڏسي ٿو.“

هڪ واهڻ ۾ نپنيل زال هيترا سارا نقطا بيان ڪري، ايڏي سمجهه، شعور ۽ ذهن جي مالڪ ٿي پوي! اهو ڪهڙو سرچشمو آهي، جنهن مان هوءَ فيض پرائي هڙئي معلم اخلاق سلڇڻي، دلير ۽ پاڪدامن بڻجي ٿي، سو به هن ظاهر ڪيو آهي:

”مان واندڪائيءَ وقت ڪتابن جو مطالعو ڪندي آهيان، ۽ هڪ وڏي تختيءَ سان مترجم اردو ڪلام الله شريف به مون وٽ آهي، اهو به ڏسندي آهيان.“

اهو سڀڪجهه قرآن شريف جي تعليم ۽ علم جو اپياس هو- مگر سنڌ وارا زالن کي پڙهائڻ عيب سمجهن ٿا، ان کي ڇا ڪجي! سلطانه کي حيات شاهه لاءِ بيپناهه محبت هئي- آخر جو، سو به پڌو:

”تون مون کي سهڻيءَ شڪل يا گوري منهن يا خوني نيڻن يا ڏنگيندڙ وارن جي ڪري ياد ڪندو هوندين، ...... پر مان توکي انهيءَ ڪري ٿي ياد ڪريان ته تون منهنجي ماسيءَ جو پٽ آهين، ۽ ماڻهين مون کي ڏهر ڏهه پيرا ڏيڻهن ۾ سڀني سان لائي پيار ڪندي هئي؛ مون کي پاڻ کان پري هڪ گهڙي به ڪين رهڻ ڏيندي هئي.“

حافظ صاحب اڳتي هلي هڪ تقليد جوڳو ۽ بهترين ڪردار پيش ڪيو آهي. هو لکي ٿو:

”جڏهين انڪل ڏهن ڏينهن کان پوءِ سلطانه بيگم موٽي آئي، تڏهين معلوم ٿيو ته هن پنهنجي هڪ سوٽائي سوٽ سان نڪاح ڪيو، جو اڃا تازو هڪ گهر اڳي ئي پرڻيو هو. هو هڪ نوجوان ۽ پهلوان مڙس هو. هو اڻپڙهه ضرور هو، مگر بي ايمان

پڙهيل ڪان سؤ ڀيرا چڱو هو. هو ساده طبيعت ۽ نيڪ نيت شخص هو. لوح قلم جو لکيل انگ ضرور پري ٿو، ۽ ڪنهن تان به ڪين ٽري، اهو انگ انين پرٽو هو سو پريو، ۽ جيڪا ٽيٽي هني سا ٿي، مگر الهيءَ واقعي کان سواءِ وري منهنجي والد مرحوم جي منهن تي يا منهنجي منهن تي ڪڏهين به ڪين چڙهيو."

هن قسم جو ڪردار پيش ڪري، مصنف چڻ ته درس ڏنو آهي ته جڏهين ڪو اهڙو واقعو پيش اچي، جنهن ۾ اڳلي جي جذبات ڪي ڪا لهس آئي هجي، ته ان وقت هاڪڙو نه ٿجي. بلڪ بارگير ۽ گنڀير ٿي ڪري، اڳلي جي جذبات جو احترام ڪري، اجاين سجاين حرڪتن ڪرڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي.

مصنف عورت جي قلبي واردات جو اپياس ڪري گهڻو ڪجهه پرايو آهي، ۽ چوي ٿو:
"مڙس جي ڪُهڻ لاءِ عورت وٽ فقط قرب ۽ محبت جي ڪاتي نه آهي، پر غضب ۽ قهر جي تکي تلوار به وٽس موجود آهي. زال ذات جيڪڏهين محبت ڪري سگهي ٿي، ته عداوت ڪرڻ ۾ به هوءَ اول نمبر آهي؛ جيڪڏهين حلم يا بردباريءَ وقت هوءَ معاف يا درگذر ڪري سگهي ٿي، ته انتقام وٺڻ جي به ڪيس زبردست طاقت آهي: صنف نازڪ ڪنهن وقت نازڪ کان نازڪ ۽ نرم کان نرم آهي، مگر ڪنهن وقت پهڻ کان به سخت آهي."

نه رڳو ايترو، پر هن اهو به ڏيکاريو آهي ته ان وقت ۾ ويساهه، وسوڙل ۽ ساده دل ڳوٺاڻا، سيدن جي ڪيتري نه عزت ڪندا هئا. هن هڪ ڪردار جي واتان چورايو آهي،
"واچائيءَ چيو ته "بيبي، ڳوٺ جي زميندار جي زال به هيٺ ويٺي آهي، منهنجي ڇا مجال جو مان تنهنجي منجيءَ تي ويهان! اسان کي جيڪڏهين تنهنجي جتيءَ وٽ ويهڻ لاءِ جاءِ ملي وڃي ته اسان جا وڏا ڀاڳ"!"

هن ڪتاب ۾ نه رڳو هر وقت سنجيده گفتگو ۽ نصيحت ڀريا نڪتا ڀريل آهن، پر طنز ۽ بذله سنجيءَ جو عنصر به موجود آهي-
"انهن ڏينهن ۾ انگريزي راڄ جو پورو پورو اقبال ۽ دٻدٻو هو، تنهنڪري حڪومت جي طرفان، نهايت پوريءَ واقفيت سان، امتحان بعد خطاب ٿي مليا. اڄڪلهه ٿورڙي گهڻي ملڪ ۽ قوم سان غداري ۽ سرڪار سان وفاداري ڪرڻ سان هرڪو ڄٽ جاموٽ خطاب حاصل ڪري ٿو، ۽ اهوئي سبب آهي جو 'خان بهادر' جي لفظ کي چرچو ڪري "ڪانءُ باندر" پيا چون؛ ۽ انهيءَ لفظ جي مخفف لفظ 'ڪي. بي' کي 'ڪمبخت' چيو ٿو وڃي."

ان ريت، ڏسبو ته "داستان غم" نه رڳو تذڪري نويسن لاءِ ڪجهه مواد پيش ڪري ٿو، پر ادب جي ميدان ۾ ان جي ڪافي اهميت آهي. داستان گوئي ۽ طنز، سو به حال جي حال مطابق انهيءَ ڪري ٿي آهي، جو مصنف اهو احوال ١٩٤٨ع ۾ قلمبند ڪرايو آهي.

"وڇڙيلن جو ميلو" هي هڪ قصو آهي، جنهن ۾ هڪ شريف ڪٽنب جي خداپرستي، محنت، ڏک ڏولاين، اولاد جي تربيت، ٻچڙي جي وڇوڙي ۽ وصال جو دلگداز داستان سمايل آهي. هن ۾ چتونءَ جهڙي ملي لاٽ لوڻ واري ٻڪڻ جي وفاداري ۽ پيار جو پڻ نقشو چٽيو ويو آهي. انهيءَ سان گڏوگڏ هڪ سرنديءَ واري جي پاليل پٽ کي سکيا ڏيڻ، ۽ ان فرزند ارجمند جي سعادتمندي پڻ ڏيکاريل آهي. رب جي رضا تي راضي رهڻ واري ماءُ-پيءُ کي پنهنجو وڇڙيل ٻچڙو ڪهڙيءَ طرح ٿو موٽي ملي، ۽ هنن جا ڏک ڪيئن ٿا سکن ۾ بدلجن، تنهن جو به نهايت مؤثر طريقي سان خاڪو پيش ڪيو ويو آهي. هن ڪتابڙي ۾ حافظ صاحب جي اسلوب بيان بابت ائين چئي سگهجي ٿو ته هي قصو داستان گوئيءَ جي نموني تي لکيل آهي، مگر منجهس عشق جي چاشني نه هوندي به ايڏو اٿاهه پيار ۽ سوز گداز سمايل آهي، جو پڙهندڙ جي دل پرجيو اچي. دل جي پيالي مان خوشيءَ ۽ ڏک جا گڏيل سڏيل جذبا ائين ٿا اڀرن، ڄڻڪ ڪڪر ڪارونيار ڪري اچي، وسي، سڪل سرزمين کي سائو ڪري، اجايلن جي تاس مٽائي، پنهنجو دائمي اثر ڇڏي ٿا وڃن. ماءُ جا محبت ڀريا جذبا، پيءُ جا پيار ڀريا آدما ۽ نباهه لاءِ نڀائيندڙ جي دل جي ڪيفيت اهڙي ته ترغيب ڏيندڙ آهي، جو دل ٿي گهري ته هن معاشري ۾ شال اهڙا ئي ماءُ پيءُ ۽ اهڙائي نيڪ-نفس نڀائيندڙ هڪ طرف هجن، ۽ اهڙا ئي سعادتمند، چڱيوان ۽ احسان-شناس فرزند، ٻئي طرف. جيڪڏهن سچ پڇ اهڙي قسم جا نثري داستان دنيا جي جنهن به ادب ۾ هوندا، سو ادب مرڻ جو نه آهي، بلڪ معاشري کي سڌارڻ جو ضامن رهندو. اسان جا ترقي پسند مصنف دعوا ته اهڙي ئي ڪن ٿا، پر سندن تصنيفن ۾ اهڙو نيڪيءَ ڏانهن مائل ڪندڙ عنصر گهٽو گهٽ آهي، جهڙو هن داستان ۾ پيش ڪيو ويو آهي.

"وڇڙيلن جو ميلو"، داستان هوندي به، اڄ به اهڙو ته دل-پسائيندڙ آهي، جنهن مان جيءُ به خوش ته جهان به خوش ٿئي ٿو. مصنف پوڻ جو نظارو چٽيندي لکي ٿو:

"رات اونداهي هئي، چنڊ لهي ويو هو، باقي تارن کي به ڪڪرن ڍڪي ڇڏيو هو. موسمي برسات شروع هئي. هوا نهايت سرد هئي. پاڻي منٽ منٽ ۾ پئي ڄڙهيو. ڪوڙ جو زور شور ۽ وڄ جا ڪڙڪاٽ-سخت ڊپ ڏياريندڙ سامان هو. ڪنهن گهٽيءَ يا ڪنهن رستي جو نشان ڏسڻ ۾ نٿي آيو. ننڍڙا ننڍڙا ٻار، جي اوچتو ڪچيءَ ننڊ مان اٿيا هئا، سي مائٽن جي ڪلهن تي ۽ هنجن ۾ ڪيهون ڪري پئي رنا: مطلب ته حيرانيءَ جو وقت هو. موت جي شڪل اکين سان ٿي ڏٺائون، ۽ ان جا سڏ ڪنن سان ٿي ٻڌائون. ڪي نيڪ-نيت مرد، ضعيفن کي بچائڻ لاءِ تيار هئا. هر طرف شمعدان پئي ٻريا. هزارين ماڻهو پنهنجي جان بچائڻ ۾ عاجز هئا. چوطرف "گهوڙا گهوڙا"، "هاءِ هاءِ" ۽ "وا ويلا" جون دانهون ۽ ڪوڪون هيون. اهڙي مصيبت جي وقت

۾ هڪ غريب زال پنهنجي لنڍي اولاد سان گڏ پنهنجي جهوپڙيءَ جي ٻاهران ويهي ٿي رنو، ۽ آسپاس جي ماڻهن کي پنهنجي مدد لاءِ زاري ايزاري ڪري ليلايائين ٿي".

ان قسم جي منظرنگاري، هن داستان ۾ جهڙي تهڙي تي نظر ايندي. ان مان معلوم ٿئي ٿو ته داستان گو جو مشاهدو ڪيتريقدر نه قوي ۽ حقيقت تي مبني آهي. پڙهندي پڙهندي ائين پيو محسوس ٿئي، جڻ ته اها سموري واردات مصنف پاڻ اکين سان ڏٺي آهي، يا سندس تصور جي طاقت ايتري ته زور پري آهي جو هن پنهنجي نگارش وسيلي پنهنجي جذبن کي پين تائين منتقل ڪرڻ ۾ صحيح معنيٰ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي آهي. اڳتي هلي مصنف لکي ٿو:

"انهيءَ چريائيءَ جي حالت ۾ مريم به پٽيان ڊوڙي، ۽ پين زالن کيس ٻانهن کان وٺي بکدم جهلي ويهاري ڇڏيو. انهن دلاسو ڏيئي چيو ته 'ادي، صبر ڪر ۽ خدا تي ڀروسو رک. زال ماڻهوءَ جو اهڙي طوفان مان لنگهڻ اجايو آهي، بلڪ پٽ جي پٺيان پنهنجي جان به وڃائيندينءَ. جيڪڏهين خدا صاحب گهريو هوندو، ته تنهنجو مڙس ۽ اهي ٻئي ليک ٻهادر نوجوان، تنهنجي پٽ کي سلامت وٺي اچي ٿا موٽن."

هيءَ آهي مصيبت جي وقت جڏهين انسان پنهنجي وس مان نڪري ٿو وڃي، تنهن وقت صبر ۽ رب جي ڪئي تي راضي رهڻ جي تلقين ۽ تصوير، جنهن جو اثر هنن جملن ۾ ڏيکاريل آهي:

"زال مڙس صابر ۽ شاڪر هئا. هنن هي لفظ چئي دل کي تسلي ڏني ته 'خدا ڏنو هو ۽ وري خدا صاحب پنهنجي امانت گهرائي ورتي. خدا صاحب جو نالو مبارڪ هجي'."

اهڙي دل ڏڪوئيندڙ ۽ غم-افزا داستان ۾ به مصنف، پڙهندڙن کي وندرائڻ جي ڪوشش ڪندي، سماج تي ڪڙي تنقيد چيني ڪئي آهي.

خانصاحب حبيب الله کي جڏهين درياهه ۾ لڙهندڙ ٻار هٿ اچي ٿو ۽ ان ٻار تي نالي رکڻ جو مسئلو درپيش اچي ٿو، ته هو ٻاڙي واري ساجن مُلي وٽ ٻار کڻي وڃي ٿو، ۽ ان مان ان ٻاري ۾ جيڪا ڳالهه ٻولهه ٿئي ٿي، تنهن مان ماڻين جي ڀيناڪ مُلن جي خيالات تي روشني پوي ٿي:

"آخوند ساجن چيو ته جنهن صورت ۾ هي ڇوڪرو اوهان کي دريا مان لڙهندو مليو آهي، تنهن صورت ۾ سندس نالو 'درياهه ڏنو خان' چڱو ٿيندو.

"خانصاحب: نه سائين، هي خالو خان جي اڪر ڪان سواءِ گهڻو ڪري هندو رکندا آهن، ۽ مسلمانن لاءِ گهڻو ڪري اهو نالو چڱو نه آهي.

مُلو ساجن: چڱو، جيڪڏهين اوهان کي اهو نالو نٿو وڻي ته 'موج دريا' سندس نالو رکو.

خانصاحب: اهو نالو به اڪثر ڪري جاهل رکندا آهن.

مُلو ساجن (منهن ۾ ڪجهه گهنڊ وجهي): واهه سائين واهه، سيدن ۽ پيرن جي نالي کي جاهلن جو نالو ٿا سڏيو! ڏسو، ننڍي الهيار واري سائينءَ جو نالو 'موج دريا' نه هو؟

خانصاحب (دل ۾ ڪجھ ويچار ڪري): سائين، اسين آسني ماڻهو، اسان جي سيدن پيرن سان ڇا مجال آهي جو انهن جهڙو نالو رکي سائن برابري ڪريون!"

وقت جي سيدن، پيرن ۽ مالي-نوڙ مُلن ۾ جهالت جي عنصر ڪي ڏسي، مصنف جي دل ڪي جهڙي آئي آهي، جنهن جو اظهار شعوري يا غير شعوري طور تي ٿي ويل آهي. انهيءَ ڪري چيو ويو آهي ته "تصنيف، مصنف جي خيالات جو آئينو ٿئي ٿي." نه رڳو ايتري تائين، بلڪ اڃا به اڳتي هلي هو پنهنجي دلي خواهش جو اظهار، پيش ڪيل ڪردار "خانصاحب" جي واتان ڪرائي ٿو، ۽ ان جي تائيد به خانصاحب جي اهليہ کان ڪرائي، پنهنجي بيان کي زور وٺائي ٿو:

"خان صاحب چيو ته 'ظاهري خوبصورتيءَ جي سينگار سان گڏ، هن ڇوڪريءَ کي ديني خواهہ دنيوي تعليم جي سينگار سان به سينگارڻ گهرجي.' سندس اهليہ جواب ڏنو ته 'اسين ان راءِ ۾ اوهان سان شامل آهيون.'"

پکيءَ جي پيار ۽ وفاداريءَ جو نظارو هن طرح ڏيکاريو ويو آهي:

"جڏهن عبدالرحمان اسٽيشن کان ٻاهر نڪري، هن مسافر کي ڪجھ خيرات ڏيئي، ڪانئس موڪلائڻ لڳو، تڏهن اوچتو مٿن طوطي جي نظر پنجي ويئي. طوطو ونجي سنجي، اچي ٽڪي، اچي مسافر جي پيرن ۾ ڪري پيو، ۽ 'بابا! بابا!' ڪري دانهون ڪرڻ لڳو. مسافر حيران ٿي دانهن ڪري چوڻ لڳو ته 'اڙي مٺو، تون! تون ڪٿي هئين ۽ هتي ڪيئن آئين؟ ڇا سچ پچ مان هيتريءَ مدت کان پوءِ به توکي اڄ جيئرو ٿو ڏسان؟'"

"ٻئي طرف عبدالرحمان ايترو چئي، مسافر کان موڪلائي، سائس هٿ ملائي چيو ته 'هاڻي مان وڏيڪ ترسي نٿو سگهان' ۽ پوءِ وڃي گاڏيءَ تي چڙهيو؛ پر هن ڏٺو ته طوطو مسافر کي به ڇڏڻ نٿو گهري، ۽ ڪانئس به جدا ٿيڻ نٿو گهري. ايتري ۾ طوطو اڏامي اچي عبدالرحمان جي هٿ تي ويٺو، ۽ چيائين ته 'نه مان اوهان کي ڇڏيندس، ۽ نه بابا کي ڇڏيندس.' اهڙيءَ طرح، طوطو ڪيترا دفعا ٻنهي جي وچ ۾ پئي آيو ويو."

اهڙيءَ طرح، مصنف هرهڪ موقعي تي مناسب ترڪيبون ۽ الفاظ ڪم آندا آهن، ۽ پنهنجي الدر جي آڏمن کي ڪاغذ جي مٿاڇري تي آڻڻ ۾ ڪاميابيءَ سان ويو آهي قلم جي نوڪ کي وهائيندو. هن بعد، عبدالرحمان، مسافر کي ساڻ ڪري، خان صاحب وٽ آئي ٿو، جتي ڳجهه ظاهر ٿئي ٿو ۽ راز کلي پوي ٿو. ان بعد، خانصاحب جنهن نموني ۾ مسافر سان- جو حقيقت ۾ عبدالرحمان جو اصل پيءُ آهي- پيش اچي ٿو، تنهن جو مؤثر نموني ۾ نقش چٽيو ويو آهي. آخر ۾ مصنف لکي ٿو:

"نورمحمد ۽ مريم (يعني عبدالرحمان جا اصل ماءُ ۽ پيءُ) جيي پيريءَ جي وقت ۾ سندن اولاد چڱي خدمت ڪئي، ۽ نيڪ ماءُ پيءُ اولاد مان خوش ٿي ويا. عبدالرحمان ۽ سندس ڀائر ڀينرون، ماءُ پيءُ جي دعا سان ڏينهن ٻيڻا، رات چوڻا وڌندا ويا، ۽ ترقي ڪري وڏي اوج تي وڃي رسيا. عبدالرحمان، خالصاحب ۽ سندس اهليه جي خدمت اهڙيءَ طرح ڪئي، جهڙي هڪ لائق سعادتمند فرزند کي ڪرڻ گهرجي. حاصل مطلب ته سڀني ڀينرن ڀائرن پاڻ ۾ محبت سان ۽ ڏارين ۾ عزت ۽ آبرو سان گذارڻ ۾ وڏو مرتبو حاصل ڪيو، ۽ خدا صاحب به ڪين برڪت تي برڪت عطا فرمائي".

ڪيترا مسڪين بيوارث، وڏن ماڻهن ڪئي-
پُٽ ڪيا پنهنجا، رسيا دولت ڪي سي، خاطر ادب.

آءٌ ته ائين چوندس ته هيءَ داستان نه آهي، بلڪ اصلاح ۽ سعادتمنديءَ جي ترغيب آهي.

## شاعري.

شاعري ڏات آهي، ۽ ذات تي مدار نٿي رکي، جيستائين ڪسب ڪمال نه ڪبو، تيستائين جهان کي عزيز ۽ مِٺو نه لڳبو. حافظ صاحب جيڪڏهين ايڏي رياضت ڪري ادبي دنيا کي ايترو ڪجهه نه ڏئي ها، ته جيڪر سنڌ وارا ڏالهس نهارين به ڪين ها. هو لٺ ته ڪيس ظاهري نور وڃائي ويهه ٿيا، پر پنهنجي زندگيءَ ۾ مسافريون ڪري، ڏاڪڙا سهي، ماڻهن سان ملاقاتون ڪري، رلي ملي، هلي چلي، ڏيئي وٺي، واقعات ۽ حالات جو جيڪو اولهو اپياس ڪيو هئائين، تنهنجا چٽا ۽ صاف نقش سندس شعر ۾ اڀري آيا آهن. سندس غزليه شاعري ته پنهنجي ٿي گذريل رومانٽڪ حياتيءَ جو هڪ خاڪو آهي، پر سندس اخلاقي، قومي ۽ نعتيه ڪلام مان به ساڳيو رس پيو اچي. ان مان ظاهر آهي ته جيڪي ڪجهه چيو اٿس، تنهن ۾ شاعرائي تعلي گهٽي قدر گهٽ آهي.

"بلبل ۽ گل جو ذڪر ڪندا واندا مل ويهي،
پنٿون اسين ٿا پنهنجو پنئيون، هاءِ سا بهار!"

## تغزل.

اردو جي ممتاز نقاد ممتازحسين پنهنجي ڪتاب "نئي قدرين" ۾ هڪڙي هنڌ لکيو آهي:
"شاعريءَ جي هيءَ وڏي سگهاري نشاني آهي جو ان جا تجربا حِس جي قوت جي ويجها هجن؛ جو جو ان وقت شعر جو اثر سڌو سنئون، قوي ۽ تيز ٿئي ٿو". حافظ صاحب جي ڪلام سان اها ڳالهه ٺهڪي ٿي اچي. اهوئي سبب آهي جو هن جو ڪلام ايترو اثرائتو ٿئي ٿو، جو دل ۾ گهڙيو، اندر ۾ پهچيو وڃي.

غزليه شاعريءَ جي روح کي "تغزل" چئجي ٿو، ۽ اهو روح حافظ صاحب وٽ بدرجه اتم موجود آهي. اهو رڳو انهيءَ ڪري، جو غزل ۾ سندس نجي حياتيءَ جا اهي احساس ۽

تجربا قلمبند ٿيل آهن، جن سنڌس حِس جي قوت کي چڱي خاصي جهڙي رسائي، دردمنديءَ کي آبياري، سوز و گداز جي ساز کي ڇهڙي، رڳن کي رباب بنائي ڇڏيو آهي.

اٺئي پهريات جو موں مارئيءَ وانگر ڪيوں آهون،
ڪيم ستي مثل مڏڙا، وندر ۾ سپ ويون واهون،
آڏايم ڪالگ روئي ڪاڪ تان ڀت ڏي ڪري ڪاهون،
وجهي ياڪروٽن کي رت رنس، رڻ ۾ ڪيم دانهون،
الهن جملن جي جملي شاهدي وقتِ سحر ڪان ڇ،
وهائي جـ سنڌم سرتي، اها منهنجي اندر ڪان ڇ.

*

ڪين چاتم، هيچ ساتم، ليٺهن لاتم، لڪ سُڪن،
پر اهو ڪو اوچتو آيو ازل ڪان هو عتاب.

وڃائي آٽ ڪو چاڪي جيٺن، ڪهي گهاٽي جي پاسي ۾.
قُرائي دل الهيءَ پرَ مان، ڦيران ٿو يار جي در وٽ.

*

ٿنڌ هڻ جي ليٺهن ۾ جي ٻڌل ٻول بيخبر،
وڏ ٻڻ ۾ سي وڃن بـ تـ ٻاري لٿو سگهان؛
ڪنهن ڏينهن جيٺري خواب ۾ ماسات من ملي،
هن آسري ۾ پاڻ کي ماري لٿو سگهان؛
ڪوسو لڳي ڪو واءُ متان قبر يار کي،
هڪ آهَ جي بـ باهه مان ٻاري لٿو سگهان!

*

الفت جي تار آهي ڪچي، تند ڪان ڪچي،
گهرجي وڃڻ لـ يار جي در تي وري وري.

نعت. قصيدو الهيءَ نظم کي چئجي ٿو، جنهن ۾ سارا هه يا گِلا، وعظ يا نصيحت، حڪايت يا شڪايت قلمبند ڪجي. هن نظم جا ٽي حصا ٿين ٿا: پهرئين کي مطلعو يا تشبيب، ٻئي کي تخلص يا مخلص يا گريز، ۽ ٽئين کي مقطعو ڪوٺجي ٿو. قصيدي جي شروعاتي حصي، "تشبيب"، جدا ٿي غزل جي صورت ورتي؛ ۽ وچئين حصي، "تخلص"، ڏار ٿي مختلف صورتون اختيار ڪيون، ڇاڪاڻ جو اصل ۾ قصيدي جو هي حصو ئي آهي، جنهن ۾ ڪنهن شخص جي اوصاف حميده يا ڪبيده جو ذڪر ڪيو ويندو آهي. هن حصي ۾ جڏهن شڪايت ڪئي ويئي، تـ الهيءَ کي "هجو" چيو ويو، جڏهن ڪنهن شهنشاهه يا ڪنهن ٻئي شخص

جي شان شوڪت، علميت ۽ وڏائي بيان ڪئي ويئي، ته "قصيدو"؛ جيڪڏهين بزرگانِ دين جي صفت ڪئي ويئي، ته "منقبت"، ۽ جيڪڏهين سرورِ ڪائنات صلعم جي شانِ اقدس ۾ عقيدت جا گل چولڊ بندي ۽ گل اڇاور ڪندي واردات قلبي بيان ڪئي ويئي، ته ان کي "نعت" جي نالي سان سڏيو ويو.

اسلام جي اڀرجڻ سان، عرب توڙي عجم ۽ هند توڙي سنڌ وارن، سردارِ دوجهان صلعم جن جي حضور ۾ نذرانهٔ عقيدت کي نعت جي سلڪ ۾ پوئي، وقت بوقت پئي پيش ڪيو آهي. سنڌي شاعريءَ ۾ نعت جي جڳهه مولود ۽ مدح والاري هئي، ۾ عروضي شاعريءَ جي ارتقا ڪري هاڻي نعت جو به رواج پنجي چڪو آهي. مولود، مدح ۽ نعت-ٽنهي صورتن ۾ حافظ صاحب پنهنجي قلبي واردات پيش ڪئي آهي. جيئن ته سنڌس مولود ۽ مدح وارو ڪتاب چورائجي ويو، تنهنڪري هتي سندس چند نعتن مان چند ٽڪرا نموني طور پيش ڪجن ٿا:

يا محمد! مظهرِ نورِ خدا آهيو اوهين،
برگزيده حق نبي خيرالوري آهيو اوهين؛
ڪُل ملائڪ حورون ۽ جن و بشر جنهن لاءِ سڪن،
سي حبيب الله مستانه ادا آهيو اوهين؛
سيدا! "لولاڪ" مان ظاهر اوهان جو شان ٿيو،
وجهِ خلقت خواجهء هر دوسرا آهيو اوهين؛
هو فقط اخلاص تو "الفقر فخري" جو چوڻ،
ورنه وارث دولتِ دارين جا آهيو اوهين،
چاهِ! چاهڻ سان اوهان جي واسيو عرب و عجم،
سوجهرو ظلمت ۾ ٿيو ڪشف الدجيٰ آهيو اوهين؛
"قاب قوسين" آهه بس رتبو اوهان جي قرب جو،
قول موجب شيخ جي 'بعد از خدا' آهيو اوهين؛
خاص محبوبِ خدا، مطلوب ڪل مخلوق جا،
آرزو "حافظ" جي من جي مدعا آهيو اوهين.

جهڙيءَ طرح ڀٽائي صاحب سُر 'سارنگ' ۾ اسلام جي اڀرجڻ کي برسات جي رنگ ۾ پيش ڪندي پڌايو آهي ته حضور ۾ اور جن جي ظهور ڪان پوءِ اسلام ملڪان ملڪ ويو اڪريو، تهڙي طرح حافظ صاحب پڻ هڪ نعت ۾ چوي ٿو:

ڪنوڻ سان گوڙ ٿي، غارِ حرا ۽ ڪوهِ فاران ۾،
عرب ڪان تان عجم ڏڪجي ويو رحمت جي باران ۾؛
چڙهيو مڪي ڪان طائف ڏي، وڃي وسيو مديني تي،
وٺو بغداد روم و شام، بصري مصر ايران ۾؛

ڪري گلزار هر السوار چوڏس چين تبت کي،
حبش البانيہ مان آيو غرطالہ خراسان ۾؛
سهي سنڌري جو سسلي اندلس کان هند ڏي وريو،
ٿيو سيراب هندستان، ٿيو جڳ امن ايمان ۾؛
کليو گل يثرب و بطحا، ٽڙيو مٿرا ۽ بندرا بن،
کٽي پالوٽ تنهن ديہر و حرم، هندو مسلمان ۾؛
وهائي ڪفر جي شب، روز ٿيو اسلام جو روشن،
صدا الله اڪبر جي ٿئي ماٺهن ۽ مرغان ۾!

ٿئي هنڌ چوي ٿو:

رس، مير مرسل! ور، لور لرمل!
هائي ٽڪس مان ڏک ڏيهہ ڏوري.
گهائل گهرائين جي هي منهنجا سائين،
سر ساهہ توتان چڱيان مان گهوري؛
هت منهنجو چاهي، خواهش هي آهي،
لاڳاپا لاهي، پهچان هندوري؛
بيزر ۽ بيہر "حافظ" گداگر،
ڪوناءِ ڪنهنہر، پا آءُ اوري.

قوميت ۽ سياست. حافظ صاحب جي سياسي بصيرت ۽ معلومات بہ گهٽ ڪانہ هئي. هن جيڪي پڙهو، ان تي ويچاريو؛ ۽ وقت بوقت جن نتيجن تي پهتو، سي قلمبند ڪندو ويو. هن جنهن لمولي ۾ لتائج جو اظهار ڪيو آهي، سو جرئتمندانہ ۽ رلدانہ آهي. ڪو شاعر يا اديب اهڙيءَ اخلاقي همت وارو ڪونہ ٿو ٿئي. دل ۾ سمجهڻ ۽ اهائي ڳالهہ زبان تي آڻڻ، يا علي لاعلان چولدي نہ هڪڻ، دليريءَ ۽ ايمان جي نشالي آهي. خانبهادر الهہ بخش سومري جي وزارت جي ڊهڻ ۽ ٺهڻ تي چيو اٿس:

رهيو نادر، نہ تنهن جي نادري ظالم حڪومت، بس،
ويو الهہ بخش آخر وڃائي ظلم جو وارو؛
نہ انگريزن ڪيو، پنهنجو، چڱو هندن بہ ٺوڪاري،
نہ هيڏانهن جو نہ هوڏانهن جو رهيو هي يار، اي يارو!
سکر جا ظلم، سالڪهڙ جا ستم، جت "مارشل لا" جي،
مصيبت پوڻ جي هلتي چڱي ويو هي ٻڇڙ تارو!

خانبهادر الهہ بخش جي ٻهرين وزارت ٺهڻ وقت چيائين:



نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلو، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

ـــــي ـــر 'ماهـروءَ' جـي نـيـڪ چـرنـن ۾ نمائيندس،
غـرض هـر ڪانگـريسيءَ کـي پـري جـانـا مچائيندس:
ڪري پل پاس مسلم ليگ مون تي رڳ حقارت جي،
ڇڏيندس مان نہ، مسلم ليڳيو، ڪرسي وزارت جي!

هن شاعر نہ رڳو ايتروئي لکيو آهي، پر اڃا بہ اڳتي قدم وڌائي، حڪومت ۽ ان جي ڪارپردازن ۽ پرستارن ۽ چونڊ جي ويل عوضين کي بہ ڪين ڇڏيو اٿس: مطلب تہ جيڪي بہ محسوس ڪيو اٿس. سو ويو آهي بلالحاظ ۽ بنا ڪنهن خوف و خطر جي لکندو.

هتي جا آهي گورن جـو، مگر ڪارا ٿيا پورا،
اڪهاڙا ۽ بکيا ديسي، ۽ پـرديسي پرين نورا،
گهٽو ڪر ۽ آجورو گهٽ، اهي هندن مٿي ٽورا،
سڏائن سي هتي صاحب، جي لنڊن جا لنگها لورا:
اها آهي بغاوت جي، تـہ مان آهيان وڏو باغي!
اسان جن کي حفاظت لءِ سُڪو سي چور ٿيا چاري،
اسان جن کي مڪو انصاف لءِ تـن ظلم ڪيا زاري،
اسان ڪنڊ سان ڪيو پٽر وات جن جو، تن وڏي واري،
'قلم ڪارو' ٿئي جهٽ سچ چوڻ وارن مٿي جاري؛
اها آهي بغاوت جي، تہ مان آهيان وڏو باغي!

حافظ صاحب "گلستان سعدي" جي ڪن بيتن جو ترجمو بہ ڪيو آهي. هنن بيتن جي اڀياس مان سنڌي ٻوليءَ جي وسعت جو پتو پوي ٿو. چند بيت پيش ڪجن ٿا.

اصل: ابلهي ڪـو روزِ روشن شمعِ ڪافوري نهد،
زود بيني ڪش بشب روغن لباشد درچراغ.
ترجمو: شمع ڪافوري جي ٻاريندو اجائي ڏينهن جو،
جلد ئي ڏسبو اجهاڻل رات جو تنهن جو ڏيو.

*

اصل: او فتاد ست در جهان بسيار،
بي تميز ارجمند، عاقل خوارا
ترجمو: آهہ قدرت جو هي عجب وهنوار،
بيوقوف آهہ خوش، تہ عاقل خوار.

*

اصل: راستي موجبِ رضاي خدا ست،
ڪس نہ ديدم ڪہ گم از رہِ راست.

ترجمو: سچائيءَ ۾ آهي رضا ۽ خدا،
سڀني وات ۾ پنڌ ۾ نه ٿيندو خطا.

هڪ مخمس ۾ مجهول مسلمانن جي عام روش جو کهڙو نه سهڻو خاڪو ڪڍيو اٿس:

اهيون ڪٺل ته ڇا ٿيو، آخر ته خان آهيون،
پائيءَ تي ڪونه ليکي، ته ۾ خالدان آهيون!
منهن پنهنجو ڏک پڻ جا، پر پهلوان آهيون،
محتاج نان آهيون، بي خانمان آهيون:
پنهنجوئي سينو ساڙي ٿو اشتعال پنهنجو!

شادي غميءَ ۾ دولت پاڻيءَ مثل ٿا هاريون،
توڙي نه پيٽ پاريون، ته به سؤ ڪتا ٿا ڏاريون،
سڌرڻ جو ذڪر ڪهڙو، پاڻان پڻ کي ڪاريون،
آخر ڏيو ڪنڻ جو بس ڏينهن جو ٿا پاريون:
مسجد جي در تي ويٺو آهي عيال پنهنجو!

اڳتي هلي چوي ٿو:

پير صاحب جي مٺائي، پيي اربع جي ڪني،
نذر غير الله ڪاڏي، قلب ڪارو ٿي ويو!
راڄ وارا هڪ به ويلو ست رڃي ڪائي ويا،
ڪاڄ واري تي گهڻي مدت خسارو ٿي ويو!
جي رکيائين جاهه گروي، ۽ وڏيو تنهن تي وياج،
مال پن ۾ جاءِ واڻين جي، وڏارو ٿي ويو!
پير صاحب! پاڻ سڌرو ۽ سڌاريو قوم کي،
ورنه نالو خاندانيءَ جو لچارو ٿي ويو!

بدتهذيب سيد کي تنبيهه ڪندي چيائين:

پڌن عرض منهنجو ۽ ڪن غور سيد،
نه ڪاوڙ ڏيکين ۽ نه ڪن شور سيد:
اڳوڻا ڏسو، ۽ اڄوڪا به جاچيو،
آهي اور سيد ۽ هي اور سيد:
اڳوڻا هئا خاص رحمت خدا جي،
اڄوڪا ته زحمت ۽ پر جور سيد!
عبادت رياضت امانت جي بدران،
هٿن ڪات ڏاڙا، سمون ڳور سيد!

شريعت کان باغي، شرافت کان عاري،
تون مغرور تون سندي نور سيد!
چڱا تو کان ڪوري ۽ موچي ۽ ڌوٻي،
رکن ٿا جي تقوا سندي اور سيد!

مسلمانيءَ جي ٺلهي دعوا ڪندڙ کي خطاب ڪندي چوي ٿو:

ياد ڪر تن پائرن کي، جي وڳهي پک جي مٿا،
ياد ڪر تن پائرن کي، جي ڪفن ڌاران ويا،
ياد ڪر تن جي رلن زالن يتيمن جا ڌڃڻا،
الگ ڍڪ ۽ پيٽ پر تن جا ۽ تن کي ڏي اجها:
جي ڪرين ھن پر تہ آھين صاحبِ ايمان تون،
ورنہ چڏ دعوا مسلمانيءَ جي اي نادان تون!

”حافظ“ چوي ٿو تہ ”اي انسان، دنيا ۽ دولت تي موهجي نہ وڃ، پنھنجو ڪو ذاتي جوهر ڏيکار، اڄ جو ڪم سڀاڻي تي نہ وجھہ، پنھنجي ۽ پرائي کي سڃاڻ، وڏن جي عزت ڪر ۽ ننڍن تي شفقت جو هٿ ڦير، سچ چوڻ کان نہ ڪيٻاءِ، ۽ اهو خيال ئي نہ ڪر تہ پيا ٻروٽ ڇا چوندا؛ ڇاڪاڻ جو شينهن جي ٻوڙان ڦيڪاري جي ڪر ڪير، ۽ قلندر جي ٺيان ڪتن جي ڀؤنڪ بس ٿيٽي ڪانهي:

دنيا تي ٿي نہ مست، نہ موتي عدن مان آڻ،
گوهر ڪو ڪانِ علم جو سلڪِ سخن مان آڻ.
نا اهل ۾ اميد چڱائيءَ جي ڀوءِ رک،
اول انهيءَ کان انب وڃي ڪي آڪن مان آڻ.
پھڻ جي مثل خلق ۾ سرڪش نہ سخت ٿي،
نوڙت جو ڪو سبق تہ ڪکن ۽ پڻن مان آڻ!

*

ڪم اڄ جو سڀاڻي تي رکڻ گهرجي نہ هرگز،
ڇا دخل فرائض ۾ ’اگر‘ ڪي ۽ ’مگر‘ ڪي؟
گل سان ڏلکو خار ٻہ گڏ آهہ سدائين،
وچ ڪاڻ ۾ جي سمجهن گُهر ڪي ۽ ھُنر ڪي.

*

جي گهرين تون سرخروئي، ”حافظا“، دارين ۾،
ڪر تڏهن شفقت ننڍن جي، ۽ وڏن جو ڪر ادب.

دام ڪي جاچي نه جو ۽ اڪ ۾ دالي ڪي رکي،
ڦاسجي ڦاهي ۾ سو، توڻي هجي منجهه عقل وير.

*

ڪاڻين هڪڙي جو، ٻين جو ڳاڻين،
تو ڪي ”حافظ“ اهو حيا نه ٿيو!

*

هجي جي سچ ته بيٺو نچ، ٻلي مچ مان لڳي ڪنهن مڇ،
نه ڪرتون ڪوالهيءَ جو ڏپ، ته چولدا يار ڇا پرٺ!
شريفن سان ڪميڻا، شينهن جي ٻنيان ٿي ڦيڪاري،
قلندر ڪي ڪتا جڳ جا ٻلي ٻؤلڪن پيا پرٺ!

سنڌي ٻوليءَ بابت هن شاعر ڇا چيو آهي، پڇاڙي ۾ اهو به ڏسو:

چنڊ تاري جو سدا قومي لشان زنده رهي!
سنڌ ۾ سنڌي هجي، جيسين جهان زلده رهي!
سنڌ جي ٻولي مٺي، لوليءَ صبا جي هيرجيئن،
منهنجي دل، منڌار منهنجي، حرز، جان زلده رهي!
سنڌيو! جاڳو، پڪاري ٿو او هان ڪي انقلاب،
قوم زلده تي رهي، جد جي زبان زنده رهي!

ماستر غلام رسول جتوئي

# خليفو غلام الله

خليفو غلام الله، ذات جو ڪلهوڙو، ڳوٺ چوڙدرو شريف، تعلقي واره جو رهاڪو هو. شمس العلماء مرزا قليچ بيگ جو همعصر هو. سندس عمر هڪ سؤ ڏهه ورهيه ڪن هئي. تازو سيپٽمبر ١٩٥٦ع ۾ فوت ٿيو آهي.

خليفو صاحب هڪ سنجيدو شاعر هو. فارسيءَ ۾ ڪافي دسترس هيس. وڏي عمر هوندي به پنهنجي همت سان گهمندو ڦرندو هو. صوم و صلوات جو نهايت پابند هوندو هو. سنڌي ادب ۾ سندس ٻه ابتدائي ڪتاب، نظم ۾، "نقش سليماني" ۽ "يوسف زليخا"، ويڙهي مل ڪنڌ مل، تاجر ڪتب لاڙڪاڻو، ليٿو پريس ۾ شايع ڪرايا هئا، جي اڄ به ان پراڻي ليٿو ڇپائيءَ ۾ موجود آهن. ان کان سواءِ ٻيو به شعر ڇپيو اٿس. تازو هڪ قصيدي جو ٽڪر هٿ آيو آهي، جنهن جي مٿان حسب ذيل تعارف لکيل آهي:

"دعا نامه در شان مرزا قليچ بيگ صاحب، تنهن وقت مختيارڪار تعلقو واره".

هيءُ شعر، خليفي صاحب ميان غلام الله، مرزا قليچ بيگ جي چوڙدري (تعلقو واره) ۾ منزل انداز ٿيڻ وقت نامي ڪيس ڏنو هو، جو مرزا مرحوم نهايت خوشيءَ سان قبول ڪيو، خليفي صاحب جي شعرگوئيءَ جو داد ڏنو هو، ۽ کيس دعا ڪئي هئي ته خدا پاڪ سندس شعر ۾ رواني ۽ تاثير پيدا ڪري. قدرت جو شان، ان بعد خليفي صاحب جي شعرگوئيءَ ۾ طبع اهڙي کلي، جو ڪيترا ڪتاب شعر ۾ تصنيف ڪيائين. هي قصيدو مون کي تاريخ ١١ سيپٽمبر ١٩٤١ع تي خليفي صاحب وٽان جهولي پني تي لکيل مليو هو، پتو نه آهي ته مٿيان اکر ڪنهن جا آهن. ممڪن آهي ته سندس هڪ پٽ، جو واسو ڪلهوڙي ڳوٺ ۾ رهندو آهي، ان جا هجن. هن وقت کيس ٽي پٽ آهن، انهن مان ننڍو ميان عبدالباقي سندس گاديءَ تي ويٺل آهي. نهايت شريف، اديب ۽ لائق آهي. منهنجو شاگرد آهي. ڪالهه خليفي صاحب جو مختصر بياض قلمي هٿ آيو آهي، جنهن مان ڪجهه چيزون عرض رکان ٿو.

دعانامو درشان مرزا قليچ بيگ

بخدمت فيض درجت شان اعليٰ،

هولدو راضي مٿن رب جل وعليٰ!

مثالهين مرتبي ۽ شان شاهي،
بلند هوندن سدا هيءَ بادشاهي!
دارا جي دٻدٻي، حاتم سخاوت،
سڪندر مثل تيا باري بخاوت؛
سليماني آهي هيءَ ڪامراني،
عدل ثاني نه ٿئي، نوشيرواني؛
هنرمند، هوشور، داناء حاذق،
جو جالينوس جان بيدار فائق؛
صورت يوسف مثل ٿن لامثالي،
مثالي لامثالي، لامثالي؛
جهڙي صورت تهڙا منجهه فهم فائق،
بردباريءَ ڪري بهلول لائق؛
آهن هڪ شمس ۽ ٻاچو خدائي،
ناهي هن ڳالهه ۾ فرق ۽ جدائي:
ٿئي ٻاچي اندر هرڪو ارامي،
هجي شل هي سدا هردم خرامي!
ڏسو تان بخت جي نادر نشاني،
پڙهي هن اسم جي پرتون پيشاني:
(ق) اڪر جو ”قاف“ ٿن مان، لفظ قادر،
ٿيو ظاهر ظهورون صحيح صادر؛
(ل) – لطيف جو ”لام“ مون آ اسم صاحب
سچ چائج تون، اي مولي مصاحب –
هميشه تا لطيفي مهرباني،
جتي هوندا تتي هوندن نه ثاني؛
(ي) – جا آهي درميان ۾ ”ي“ ندا جي،
اسم سڀ ۾ ڏسي شامل ادا جي؛
(ج) – وري ٿيو ”جيم“ سان جبار جاري،
حقيقت سڻ تنهين جي صاف ساري:
ڏيندن جبار اهڙا ڏاڍو جبرني،
ويلو ڏس تون ڪر ڏينهن ڪي صبرني؟

* ٻاڻ لـ ڀانئج ٻير، متان خادم ڏسي خوش ٿئين،
تڪا اٿـي تـيـر، صاحـب جـي سـرڪـار جـا.
ڇـا ڇـيـو ٿـو ڇـا ڇـوڀـن، ڀـلا تنهنجي ڀت،
ڏنء مون ڪي مت، ڀيا ٻي ڪانڌ ڪنبائيندي ڪيترا.
جي اوپر اپري اندر جو، تہ پيا اوپر اپرن ڪين،
سمنڊ سپ سڪي وڃن، ڪين رهـي هولڊ زمين،
طالبن جـي تحسين، ڀـورب ٿـيـنـدي ڀـڌري.

(مومل راڻو)

راڻـي ڪـي رسـڻ جـو اتـو ڪنهن آهـي؛
مون ڪـي تنهنجو ميان مينڌرا ڳاراڻو ڳاري،
ايـان سـون آهـي، اچـڻ سـنـدو آسـرو.
لـعـل لـہ هـئـي لائقي، راڻـا رسڻ تـو،
جاچ ڪريو ها جالبا، هي هـي جيڪو هو،
ڇا ڪان وئين ڇو، ڪانڌ ڪاٺيارو مون ڪري.
مون ڪي گهوٽ گهڻا وڏا، تنهنجي رسڻ ريش،
ڪوڙي لڳي ڪاڪ ٿي، مٺ مائٽ خويش،
نينهن لڳايـم نيش، آءٌ تہ ٻرچون ٻاڻ ۾.
تـارا تـڪـيـنـدي وئـي گـذري رات،
اجـهـو ايـنـدم سپريـن، وائـي اٿـم وات،
هي هـي ڪري هيهات، پرھ پيدا ٿي ٿئي.
غـرض نـہ هير غير جـي، سوڍي ٿئا ساھ،
رسڻ ڀڄاڻا راءِ جي، ڪيان آنهن متان آھ،
ملائيم الله، تـہ سوڍا سـور سوبن سليان.
سوڍا سـو ۾ لـک، هـر راڻـي جهڙو ڪولہ،
قـرب قـرارو ڪاڻـي، ههڙو ٻيو هو ڪونہ،
ڇا ڪون روئي ڇونہ، مومل ڪارڻ مينڌري.
سـومـل ڏي سـيـار، وڏي تنهنجي ويـر،
سوڍا سو وئي اڇان، جي هربن ٻر ڇين ٻير،

جانب جلدي آءُ توُن، وارث وڏي ويس،
ڪلي ٿيءُ توُن ڪير، ٻارس ٻورهيت سان.

راڻا تنهنجو رس، مون ڪان وير نه وسري،
ڏڪيءُ ڪي ڏي ڏس، ته ڪاٿون ولها وڏرين؟

راڻا ڏسان رڄ، سودا توريءُ سيئي،
اڄي لاهج اڄ، تان مران ٿي مينڌرا.

راڻا تنهنجي رنج جو، ٿم آنڌ اوراتو،
ماڙيون محلا سڙئي، ٻر ٻانيان ٿي سو،
ٻرين اڄي ٻوءِ، ٻرج هن ٻورهيت سان.

راڻا تنهنجي رسڻ جا، سهسين آيرن سور،
آئن جي اوٿر ڪيون، ٻلٻل وڏا ٻور،
ڪري ٿهر ڪهي وئين، ماريس تنهن مذڪور،
سڄي ڪاڪ سڄي ڏسان، نيٺي ويم نور،
اهڙو ڪيس ڪلور، قادر ڪنهن سان نه ڪري!

سودا سرڇي آءِ، چنڊ رسامو راڻ،
دوست! منهنجي دل ۾، گهڙيءُ گهڙيءُ جا گهاو،
ٻوءِ تان ٻري ٻانئيان، مور نه وٺي ساءِ،
سودا تنهنجو ساءِ، ساهه اندر ۾ ساريان.

راڻا تنهنجي رلج جو، مون کي وڏو ڏک،
ساري عمر جو سک، وٺي وئين ولها.

## لولي

احمد عرب عزيز الله، وارث ويس والي الله – لا اِلٰه اِلا الله!
اول نور نبي الله، حضرت مير حبيب الله – لا اِلٰه اِلا الله!
سرور سيد صفي الله، ڪامل قرب ڪليم الله – لا اِلٰه اِلا الله!
رحمت رب رسول الله، اعليٰ اتم امين الله – لا اِلٰه اِلا الله!
احسن عرش عظيم الله، نائب نور نبي الله – لا اِلٰه اِلا الله!
الف صلواة سلام الله، عليه غلام غلام الله – لا اِلٰه اِلا الله!

خليفو محمد امين ٻلي

# حاجي گل محمد رند مرحوم

نالو گل محمد، ذات جو رند، تخلص به "رند" هوس. هي اصل ڀاڳناڙي (بلوچستان) جو وينل هو. انڪل ويهن سالن جي عمر ۾ اباڻو وطن ڇڏي سنڌ ۾ آيو. ڇو ته هن کان ڪو ڏوهه ٿيو هو، تنهنڪري پنهنجو ديس ڇڏي هن ملڪ ۾ آيو. هو قرآن مجيد ۽ فارسيءَ جا ٻه ٽي ڪتاب اڳ ۾ ئي پڙهيل هو، پر سڪونت اختيار ڪرڻ خاطر جدا جدا شهر گهمندي ليث ضلعي ٿرپارڪر جي سيد علي حسن شاهه جي ڳوٺ ۾ ميان محمد علي پٺاڻ وٽ اچي رهيو. ۽ اتي ئي فارسي سڪندرنامي تائين پڙهيائين. بعد ۾ مڪتب ڇڏي ڳوٺ سيڪهه، تعلقي ڪبري ۾ مرحوم محمد قابل درس ٻلي وٽ اچي رهيو، جتي ٽي سال مرحوم درس جي فرزند مرحوم درس ڇٽي کي پڙهائيندو رهيو. ان کان پوءِ، ڳوٺ 'ڊيبي' تعلقي عمرڪوٽ ۾ مرحوم حافظ عبدالقادر ٻليءَ وٽ رهڻ لڳو، جتي حڪمت جو ڪم ڪندو هو، ۽ اتي ئي عمر جو وڏو حصو گذاريائين. ڊيبي جي مشهور فياض زميندار قاضي محسن سان گڏ فريضه حج ۽ حضور پاڪ جي زيارت جو شرف به حاصل ڪري آيو.

مرحوم "رند" شعر چوڻ ڪڏهن شروع ڪيو، تنهنجي پوري خبر ڪانه آهي، باقي آثارن مان معلوم ٿو ٿئي ته ميان محمد علي وٽ رهڻ واري وقت ۾ سندس شاعريءَ جي ابتدا ٿي؛ ڇاڪاڻ ته مولوي محمد علي خود به شاعر هو، ۽ سندس شاگردن مان به گهڻا ئي سڀ شاعر هئا- جهڙوڪ حاجي گل محمد "رند"، حاجي ابراهيم دل، حاجي محمد عالم ٻلي، ۽ خليو چنو مرحوم.

مرحوم رند صاحب نهايت بيپرواهه ۽ شوخ طبيعت جو هوندو هو. راست گو هو، ۽ سڀڪنهن کي پنهنجي خامي منهن تي چئي ڏيندو هو.

سندس هجويات جو گهڻو ڪلام آهي. ڪنهن گمنام ماڻهوءَ، مرحوم صوفي حاجي محمد جي بنسبت ڪي هجويات جا ڪلام چئي ڪٿي "رند" جي نالي مشهور ڪيا، جنهن ڳالهه تان ناراض ٿي، صوفي صاحب سندس برخلاف ٿي پيو. ڪنهن دنمي وجهه ڏسي صوفي صاحب جا ماڻهو مرحوم "رند" کي جهنگ مان گرفتار ڪري آيا، ۽ اچي صوفي صاحب وٽ حاضر ڪيائونس، جنهن نهايت بيرحميءَ سان هن مسڪين ۽ پرديسي شاعر کي پنهنجن ماڻهن کان مارايو ۽ حد

کان وڏيڪ بيعزتي ڪرائي. "رند" جي غيور طبيعت اها تحقير برداشت ڪري نه سگهي، ۽ اچڻ سان جيئن بستري داخل ٿيو، تيئن وري تندرست ٿي نه سگهيو، ۽ ٿوري ئي عرصي ۾ گذاري ويو - جيتوڻيڪ "رند" صاحب جي بيماريءَ وارا پويان ڏينهن فقير ميان شيرمحمد سيهڙائي جي گهر ۾ علاج ۽ تيمارداري ڪرڻ ڪان وسان ڪين گهٽايو. (مرحوم رند صاحب کي سخت بيماريءَ واري وقت ۾ پاڻ وٽ ڪٽائي آيو هو.) - انا لله و انا اليه راجعون.

تعجب ته هن ڳالهه جو آهي، جو جوانيءَ وارو وقت پنهنجي ملڪ بلوچستان ۾ هئڻ ڪري به سنڌس ڪلام صاف سنڌي آهي، جنهن مان هي يقين ٿو ٿئي ته هو سنڌ ۾ اچڻ بعد اهڙي ته لائق استاد ڪان سنڌي سکيو، جو ان ڏاري ٻوليءَ جي ڪابه بوءِ نه آهي. مرحوم "رند" نهايت برجستو شاعر ۽ في البديهه ڪلام چوڻ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. هڪ دفعي 'ڏيبي' جي صالح پليءَ کان گهوڙي ورتي، 'سيگهه' ۾ ڪنهن عذرخواهي لاءِ آيو، رات جو سنڌس آنڊل گهوڙي حاجي آدم مرحوم جي گهوڙن سان گڏ ٻڌي ڇڏيائون. صبح جو اٿي ڏسن ته "رند" واري گهوڙي جيئن وڇوڙڻ سبب وهٽن واري دونهينءَ جي مچ ۾ وڃي ڪري هئي، تيئن اتي جو اتي سڙي مري ويئي. "رند" اها حالت ڏسي چوڻ لڳو:

"درس آدم جا دڪائي دونهين، تنهن ۾ گهوڙي سڙي اسان جي هونهين،
هاڻ ڪيئن ڪندو الائجي صالح گونهين!"

هڪ دفعي، نصرپور واري سيد مصري شاهه "رند" مرحوم ڏانهن هڪ ڪافي ڏاهي موڪلي - (افسوس جو اها ڪافي نه ملي سگهي آهي). "رند" جواب ۾ جيڪا ڪافي سيد صاحب ڏانهن موڪلي هئي، ان جو فقط ٿلهه ملي سگهيو آهي، جو هن ريت آهي:

"اول هي ٿه عرض عاجز جو، سچيءَ دل سان سٽي مصري،
ڪٿا هي قسمت قسمت جا، ڪريو چوکيون چٽي مصري!"

هڪ پيري مولوي محمد ابراهيم ملاح، لس ٻيلي وارو، "رند" جي ملاقات لاءِ آيو. ان وقت "رند" مرحوم مسجد ۾ ستو پيو هو. مولوي صاحب حاضرين کي چيو ته شاعر جي دل هميشه سجاڳ رهندي آهي؛ ۽ مرحوم "رند" جي آزمودي وٺڻ لاءِ هيءَ بيت پڙهيائون:

"الا ريح صباقم قم قيامه، إلي محبوبنا بلغ السلامه".

مولوي صاحب جي ايتري چوڻ تي "رند" يڪدم اُٿي ڏٺي اٿيو، ۽ هيءَ بيت چيائين:

"صبح جا واهه وڄ وڄ ٿيون وڄڻ لڳي، سنڌهو ڏي وڃي ساري سڄڻ ڪي!"

ڳوٺ ڏيبي جو حافظ ملوڪ پلي نهايت برجستو ۽ هوشيار حسابدان، قاضي ۽ قرآن مجيد جو ياد حافظ هو؛ ليڪن نماز روزي سان شغل البت گهٽ هوس. هڪ دفعي، حافظ موصوف کي جمعي نماز تي حاضر ٿيندو ڏسي "رند" مرحوم في البديهه چئي ڏنو.

"مسيت ۽ مُلان سان رکي گهڻ ساوک، بچيل ڏين ڪان آهه حافظ ملوڪ."

هڪ ڀيرو ڪنهن سگهڙ، "رند" ڏانهن مُلن جي هجو ۾ هڪ شعر لکي موڪليو:

"آلي لکي آخوندن: ڏيهين ڏڪاريا، ڪڏهن ڏيوالا هي ڏرڪنا ڍاين - آلي لکي آخوندن!

رند جواب موڪليس:

رک عالمن جو احترام، ڪر نه پڙهيلن جون گلائون!"

"رند" جو ڪلام تمام گهڻو هو، جو بيقدريءَ سبب سارو تلف ٿي ويو آهي؛ فقط ڪن چند ماڻهن وٽ ڪي ڪي ڪلام لکيل آهن، ۽ ڪن ڪن کي قدري ياد به آهي. سندس مڪمل ديوان هو، ۽ "سڪندر نامو" سنڌيءَ ۾ به تصنيف ڪيو هئائين، جو گهڻو وقت ماڻهن جي واتان ورزبان پڙهڻ ۾ ايندو هو. ازان سواءِ، مرحوم وٽ ڪتبخانو به چڱو موچارو موجود هو، جنهن جو اڄ پتو به ڪونهي.

"رند" مرحوم جي قبر 'ساپي' جي نزديڪ 'تلي' نالي مقام ۾ آهي. سندس وفات جي پوري تاريخ معلوم ٿي نه سگهي آهي، آثارن مان پتو پوي ٿو ته ١٣١٠ هجريءَ جي لڳ ڀڳ هن لاجواب شاعر جو انتقال ٿيو هوندو - والله اعلم.

## ڪلام

گهڻ ڪوليو، گهورون ڏيو، ساڻا ڪريو، ماريو ڇڏن!

ڪن کي ڪنڌيءَ تان منجهه ڪُنن، ڪيرائيو ڪنڌ ڀر هڻن،
ڪن جا ٻڏل ٻيڙا سڄڻ، طوفان سان تاريو ڇڏن!

ڪي مي پي مستان ٿيا، ميخاني ۾ جي خاص هئا،
ڪن کي پيالا ڀَر ڏيو، هٿ ڪان ڪيو هاريو ڇڏن!

ڪي "رند" ريڙا راهه تي، ڪي مجلسي مي-خواه تي،
ڪي در ڪنان، سهڻا سڄڻ، وانجهيو، وريو واريو ڇڏن!

*

وڏايو ورهه ڪي ويڄن، نڪو ٿا فيض ڪن ڦيٽا!

برهه جو باز پولاڻي، ڇنبن ۾ دل ويو چائي،
ٿيو ڦاڙيو ڪيهو ڪالي، تڏهن ٿياسون جهڄي جهيٽا.

ملي محبوب جا مرڪي، ڏني آ سوز جي سرڪي،
طبيبن جا ٻڪي ٻرڪي، ٻڪيءَ تنهن سان ٿيا پيٽا!

مٺي منهنجو عرض آزي، ڪلي ٿيو "رند" تي راضي،
ڀڳي دشمن سندي بازي، هٽي سي خر ڪيئين هيٺا.

عمر! ماڙيون سنڌ ۾ ساڙيون، اسان کي ٿيون وڻن واڙيون!
ڀلائن کي ڀڄائڻ جي، عمر واري ڏي او ان کي،
اسين ڏوٿي وچون ڏٽ تي، للر لوڏڪ چيڙ چاڙهيون.

جتي چاريون اٺي ڳهاريون، وڏيو ٽاريون ڀون چاڙهيون،
جسو ڀس ٻيج تي ٻاريون، اسين جهانگي ٽا جهڻ ڪاڙهيون.

لکيس تنهنجي لام هاٿي چام، مٿي مسکين جهل کج ڪام،
اسين ايرا اوهان جي سام، چئي "رند" رب مٿي ٻاڙيون.

*

سنڌون موٽيون، ڀڻ وطن پيو وسي،
سڪان ساريان ٿي لويارن لسي،
اباڻن ۾ آهي سگهان جي رسي،
—چيڙ چولڊيان هوالد سيکيان سگر!

ڏمر ڪر ۾ ڏوٿين مٿي، اي امير،
نه هيڻن مٿي ڪر هلائون، همير!
ٻچي پور ڪر تون ذرا هي زنجير،
—الهه لڳي امر ڪر ته لڪرن نير!

ولهي وارڻ ري ڪنيان ڪيئن ڪري؟
لکين هول دل تان مٽيان ڪيئن ڪري؟
عمرڪوٽ ويهي وٽيان ڪيئن ڪري؟
—رسي سان مارن وٽان ڪا خبر!

هنيون هت ٿيو، هت جسو پيو جلي،
سهيلين سوا سور ڪنهن سان سلي،
اباڻن ٻنا روح ڪنهن سان رلي؟
—ٿئي "رند" ڏاريان ڪا ڏارين ۾ ڏر!

# حاجي شير محمد چغدو *

بندي جو نالو شير محمد ولد حاجي محمد صالح چغدو آهي. منهنجو وطن شڪارپور آهي، پر اسان جا وڏا ديري غازيخان ڪان لڏي آيا هئا. منهنجو پڙ ڏاڏو خيرپور ميرس ۾ اچي رهيو، جنهن بعد سندس اولاد شڪارپور ۾ اچي سڪونت پذير ٿيو. منهنجو ڏاڏو قرآن شريف جو درس ڏيندو هو. هو مالدار هو. هن وٽ چوپايو مال چڱي انداز ۾ هو، ۽ انهن جي کير مکڻ تي گذران ڪندو هو. اٽڪل اسي پنجاسي ورهين جي عمر ۾، سن ١٨٦۴ع ۾ وفات ڪري ويو. ان وقت بابي سائينءَ جي عمر چوڏهن ورهيه ڪن هئي. منهنجو والد سڳورو سن ١٨٥٠ع ۾ ڄائو هو. قرآن شريف جي تعليم ۽ سنڌي پڙهڻ بعد، سن ١٨٦٧ ۾، نارمل اسڪول سکر ۾ داخل ٿيو. ٻن ورهين جي تعليم حاصل ڪرڻ بعد ١٨٦٩ع ۾ ماستريءَ جي ڌنڌي کي لڳو. ٻهريان نوَ ورهيه ڳوٺاڻيءَ جي مختلف اسڪولن ۾ تعليم ڏيندو رهيو. سن ١٨٧٨ع ۾ شڪارپور شهر ۾ نائب ماستر ٿي آيو. ان وقت تعليم جو ڪم گورنمينٽ جي حوالي هو، ۽ سنڌ جي ڪمشنر جي اسسٽنٽ ڪمشنر کي تعليم جو فوليو سپرد ٿيل هو. سن ١٨٨٨ع ڌاري ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽريءَ جو عهدو قائم ٿيو، ۽ ان عهدي تي هڪ انگريز نالي جيڪب صاحب مقرر ٿيو.

قبلہ گاهہ صاحب جن شهر شڪارپور ۾ اٺاويهہ ورهيه ماستري ڪئي. شڪارپور ۾ نوڪريءَ جي عرصي جا ٻهريان چوڏهن سال نائب ماستر ٿي رهيو، ۽ پويان چوڏهن سال هيڊ ماستر ٿي رهيو. اپريل ١٩٠٦ع ۾ پينشن ورتائون، ۽ پينشن وٺڻ جي ٻهرئين ئي سال نومبر ١٩٠٦ع ۾ حج تي روانا ٿي ويا. فبروري ١٩٠٧ع ۾ خير سان حج ڪري واپس آيا. انهن ڏينهن ۾ سردار محمد يعقوب خان وزير رياست خيرپور فوت ٿيو هو. والد صاحب؛ آڪٽوبر ١٩١١ع ۾ وري ٻئي حج لاءِ ويو، جو ان سال اڪبري حج هو. ڊسمبر ١٩١١ع ۾ حج ڪري خير سان واپس آيا. هي اهو زمانو هو، جنهن وقت انگلنڊ جو بادشاهہ جارج پنجون دهلي- دربار لاءِ هندستان ۾ آيل هو.

والد صاحب ٻهرين جون ١٩٢٢ع، مطابق چوٿين شوال ١٣۴٠ هجري، ۾ هن فاني دنيا مان لاڏائو ڪري ويو- اناللّٰه و انا اليه راجعون.

منهنجي جنم جي تاريخ ٽائين نومبر ١٨٨٠ع، مطابق پنجين ذوالحج ١٢٩٧ هجري، آهي. آءٌ جڏهن ڇهن ورهين جو ٿيس، تڏهن مون کي ابتدائي تعليم لاءِ شڪارپور جي پرائمري

* هن سوانح عمريءَ جو مدار، صاحب جي خودنوشت مواد تي آهي- مرتب-

اسڪول ۾ داخل ڪرايو ويو. اُتي پنهنجن لائق استادن ـ جناب حاجي محمد صالح ولد محمد رمضان چغدو، ويٺل شڪارپور، ۽ جناب ميان رضامحمدشاه ولدسچل شاه بخاري سيد، ويٺل شڪارپور ـ جي زير تعليم رهي، جنوري ۱۸۹۷ع ۾ حيدرآباد ٽريننگ ڪاليج فارمين حيدرآباد ۾ داخل ٿيس. اتي به ديوان ڪوڙومل چندن مل کلناڻي (پريا، تعلقو نوشهروفيروز)، مسٽر آڏنمل سترامداس سڌاڻي، لنوي، ۽ مرحوم قاضي اميد علي، پروفيسر پارسي (حيدرآباد سنڌ)، جهڙن لائق ۽ قابل استادن جي هٿ هيٺ لڳاتار ٽي سال علم جي بحر مان سيراب ٿيڻ بعد، تاريخ ۲۷ فيبروري سن ۱۹۰۰ع ۾ نوڪريءَ تي وڃي چڙهيس. ان وقت ڪاليج جو پرنسپال صاحب ديوان ڪوڙومل هو. پروفيسر مرحوم قاضي اميد علي، "ديوان فاضل" جي مصنف مرحوم ميان فاضل شاه بخاريءَ جو همعصر هو. سندن ڏينهن ۾ ٽريننگ ڪاليج ۾ پارسي تعليم چڱي لموني ۾ ملندي هئي. جنهن ۾ شعرسازي به اچي ويئي ٿي. ان وقت جو فائدو وٺي، مون جناب مرحوم قاضي صاحب جن جي تربيت هيٺ چڱو پرايو.

هن بندي جي نوڪريءَ جو پهريون ڏهاڪو لوڪلبورڊ جي مختلف سڪولن ۾ نائب ماستريءَ ۽ هيڊ ماستريءَ تي گذريو، ۽ پوءِ سمورو عرصو همايون تعلقي شڪارپور ۾ هيڊ ماستر ٿي رهيس. جنوري ۱۹۱۰ع ۾ همايون آيس، جتي حضرت مولانا عبدالغفور صاحب همايوني جن رهندا هئا. اتي رهڻ سان اهڙي بزرگ جي روزاني زيارت ته حاصل ٿيندي رهندي هئي، پر آءٌ سندن دست بيعت به قادري طريقي ۾ ٿيل هوس. حضرت همايوني صاحب ۲۱ جون ۱۹۱۸ع، مطابق ۱۱ رمضان ۱۳۳۶هه، جمعي جي رات وفات ڪئي، ۽ ساڳئي ڏينهن کين سپرد خاڪ ڪيو ويو ـ (انا لله و انا اليه راجعون.) آءٌ ان وقت اتي هوس. حضرت مرشد صاحب جن جي وفات کان پوءِ فقط ڏهه مهينا همايون شريف ۾ گذاريم. تاريخ ڏهين اپريل ۱۹۱۹ع ۾ گڙهي ياسين شهر جي ميونسپل اسڪول ۾ هيڊماستر ٿي آيس، ۽ اتي به سچا سارا ڏهه ورهيه هوس. جون ۱۹۲۹ع ۾ مسلم اسڪولن جي انسپيڪٽنگ لائين تي ويس. اتي سوا ٽي ورهيه گذاري، ۲۴ سپٽمبر ۱۹۳۲ع تي رٽائر ٿيس، جنهن کي پنجويهون سال خير جو هلي ٿو.

سن ۱۹۳۵ع ۾، جڏهن شهنشاه جارج پنجين جي سلورجبلي ٿي ملهائي ويئي، تڏهن اسڪائوٽ هيڊڪوارٽر شڪارپور ۾ شعر ڳاهي پڙهيم، جنهن ۾ مون کي چانديءَ جو بلو انعام مليو. پينشن ۾ اچڻ کان پوءِ، آءٌ ماٺ ڪري ڪونه ويٺس. مون کي جو تاليف، تصنيف ۽ شعرسازيءَ جو شوق هو، تنهن جي وسيع ڪرڻ لاءِ هاڻ مون کي چڱو موقعو مليو. خوش قسمتيءَ سان مرحوم محمد دائود ولد محمد ابراهيم مهر (رٽائرڊ اسسٽنٽ ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر، رستم، تعلقو سکر)، مرحوم غلام نبي خان ولد گل حسن خان (آغا صوفي)، شڪارپور، مرحوم قاضي جمال الدين ولد ولي محمد (رٽائرڊ اسسٽنٽ ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر، شڪارپور)، مرحوم قاضي جان محمد اڪبرعلي (رٽائرڊ ڊپٽي ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر، شڪارپور)، ۽ مسٽر شاهنواز پيرزادو (ايم. ايل. اي. ويسٽ پاڪستان اسيمبلي) جهڙن قابل قدر ۽ لائق همعصرن جي

صحبت ۾ منهنجو اهو شوق پروان چڙهڻ لڳو. ڪجهه تصنيف ۽ شعر سازي مون نوڪريءَ جي وقت ۾ ڪئي هئي، باقي پينشن جي وقت ۾ ڏڍن کن ڪتاب لکيم ۽ شعر سازي ڪيم. منهنجا هيٺيان ڪتاب لکيل آهن: (۱) دلخندان، (۲) عمر مارئي، رائين ۾، (۳) پهريون بشر، (۴) سيد الانبيا، (۵) صداقت القرآن، (۶) صداقت الرسول، (۷) سياست فاروقي، (۸) غزوه بدر، (۹) اخلاقي مضمون، (۱۰) ديوان صنعت شڪارپوري، سنڌيءَ ۾، (۱۱) ديوان شهرل، ۽ (۱۲) ڪليات شيرل. انهن ڪتابن مان پهريان چار ڪتاب ڇپيل آهن، باقي اٺ ڪتاب ڇپجڻ لاءِ منتظر آهن. "صداقت القرآن"، "سنڌ ادبي سوسائٽي" ڪي سال ۱۹۳۶ع ۾ موڪليو ويو هو. ڇپجڻ جا ته گهڻائي دلاسا مليا، پر سياڻن سچ چيو آهي ته "جيڪي چٺو ته، سي دل تي":
"هائو، اڄ، صبحاڻي - چاڻ ڇپيو!" خير، نه ڪتاب ڇپيو، نه واپس ئي مليو! ڏهون نمبر ڪتاب هاڻي شڪارپور ۾ هڪڙي ڪتب فروش ڇپائڻ لاءِ ورتو آهي، ۽ "صداقت القرآن" به هڪڙي چڱي ساٿيءَ ڇپائڻ جي ارادي سان ورتو آهي؛ پيا قلمي ڪتاب لئبرريءَ ۾ پيا آهن. ازان سواءِ، دنيا جي حالات ۽ معلومات جدا جدا ڪتابن ۾ لکي اٿم. پاڪستان جي تاريخ به لکندو رهان ٿو. پهاڪن ۽ چوڻين جا ڪتاب انهن کان به الڳ آهن. پنهنجو "وصيت نامو" پڻ لکيو اٿم. خواب ۾ انهن جا تعبير به هڪ ڪتاب ۾ جدا نوٽ ڪندو آهيان. فالناما، پيشن گوئيون، وغيره به هٿ ڪري پاڻ وٽ لکي ڇڏيون اٿم. ڪيترا دوست اچي منهنجن ڪتابن مان حوالا هٿ ڪندا آهن، ۽ چيدا چيدا بيت، پهاڪا ۽ حالات لکي ڪٺي ويندا آهن. منهنجي معلومات واري ڪتاب ۾ جم - موت جو داخلو به لکيل رهي ٿو. حالات هٿ ڪرڻ لاءِ اچا تائين مان طالب العلم ئي ٿو رهان. معلومات، ڪتاب ۾ تاريخوار بذريعي اخبار لکندو آهيان، ۽ پڻ حالات هٿ ڪرڻ لاءِ آءٌ گهڻي ئي پڇا ڪندو آهيان. شال رب سائين عاقبت بالخير ۽ رحمت تندرستيءَ سان هلائي، ايمان ڪامل بخشي؛ ٻچن کي صالح ڪري، نيڪ ڪري، روزيءَ ۾ برڪت وجهي، ۽ حياتي تندرستيءَ کي خير سان گذارين!

## ڪلام جو نمونو

شڪر ڪريان ۽ حمد چوان، الله سندو تو ذڪر ڪريان،
۽ خالق کان تو خير گهران، تو توبهه زاري ورد ڪريان.

ياور ڪر تون عاصيءَ سان، رحمت پنهنجي معافيءَ سان،
۽ شفقت پنهنجي خاڪيءَ سان، آهه ڪيڏي آءٌ بيان ڪريان.

رب منهنجو رحمان آهي، هي پاليهو ۽ انسان آهي،
۽ فرض کان نسيان آهي، "هائو" مردم ٿو اقرار ڪريان.

منهنجي توبهه کي قبول ڪندو، ۽ زاريءَ کي مقبول ڪندو،
هي تنهنجو آهه مجهول بندو، تو غفلت کي اقرار ڪريان.

حال منهنجو ۽ رحم تنهنجو،   هر ٻندي تي آ ڪرم تنهنجو،
انسان مڃي ٿو جرم پنهنجو،   اخلاق سندي ڪهڙي ڳالهه ڪريان؟

مومن تو اقرار ڪيو،   ۽ وعدو تو اختيار ڪيو،
لا ٻولبج هت گفتار پيو،   تا حاصل شل ديدار ڪريان!

دائم دل دلگير آهي،   جو عملن جي تقصير آهي،
پر پاڻهپ دلپذير آهي،   شل راهه سنئين اختيار ڪريان!

•

'ع' 'ي' ۽ 'ن' منهنجو، عين تنهنجي سان مليو، - ( عين )
'ح' 'س' ۽ 'ن' تنهنجو جلوي سان ظاهر ٿيو. - ( حسن )
'ز' جڏهن ٿي 'ل' 'ف' سان گرد ۾ گڏجي ٻيهي، - ( زلف )
خال رخ تي دام ٿاهي صيد لاءِ صادر ٿيو.
'ڪ' 'الف' ۽ 'ڏ' ۽ 'ي' جو ڪوهه آ خوفائتو، - ( ڪاڏي )
ان مٿان جهاتي وجهڻ ۾ موت سان سودو ٿيو.
'ن' 'الف' ۽ 'ز' مقابل ڪولہ ڪو تنهنجو صنم، - ( ناز )
'ن' 'ي' ۽ 'الف' 'ز' مقبول خاطر تو ٿيو. - ( نياز )
'ر' ۽ 'خ' تنهنجي مقابل آ مطابق 'م' 'ه'، - (رخ-مه)
'ل' 'ب' تنهنجي سان دائم قند ۽ شڪر ٿيو. - ( لب )
"'ش' 'ي' 'ر' 'ل'" آهي شوق ۾ تنهنجي مدام، - ( شيرل )
'و' 'ص' ميلاپ ۾ آ 'ل' سان وه جو ٿيو! - ( وصل )

*

چيم ته "يار اسان تي ٿيندي ڪا مهرباني؟"   چيائين ته "يار اسان وٽ آهه لطف جاوداني."
چيم ته "تنهنجي در جو دربان ٿي گذاريان،"   چيائين ته "ويندا موٽي عاشق گهڻا لهاني."
چيم ته "هڪڙو ٻوسو خيرات ڪر خدا را،"   چيائين ته "خال جي آ مضبوط پاسباني."
چيم ته "پردو پاسي ڪر رخ تان رضا سان،"   چيائين ته "مفت ٿيندا عاشق ڪامراني."
چيم ته "سرخ پوشاڪ اڄ تو ڪي آ ڇا لاءِ؟"   چيائين ته "هلائي خنجر ڪندس آءٌ شادماني."
چيم ته "ناز ادا سان سيراب ڪونہ ٿين ٿو؟"   چيائين ته "اهڙا مڃتا تنهنجي فقط لساني."
چيم ته "ڏس آڏيءَ تي سر هي منهنجو آ حاضر،"   چيائين ته "جو ڪرين ٿو ناڪام زندگاني؟"
چيم ته "مخفي ايندس تنهنجي ملڻ لاءِ جاني،"   چيائين ته "عبث آهي اهڙي سوچ خراساني."
چيم ته "آءٌ اسان وٽ، ايلاز منٿ مڃ ڪا،"   چيائين ته "ڏيڻ زر ريءَ ملي نہ مفت جاني."
چيم ته "وياج خورن وٽان آئيان تو پٺيان،"   چيائين ته "'شيرل' ٿيندءِ بدنام خانداني!"

●

( هڪ - نقطو غزل )

خوبرو هڪ خوب خاصو محب منهنجو ملڪ ۾، لاهه ڪو ان سان برابر سولهن وارو ملڪ ۾.
حسن وارا خوب خاصا سولهن لاءِ جنسار ڪن، ڪونه لهندا فائدو جنسار جو ڪو ملڪ ۾.
محب منهنجو خوبرُن ۾ سولهن جو سردار آهه، ڪالگ، مون سان ڪر خبر ڪو زور آ پيو ملڪ ۾؟
جلد موڪل، محب منهنجا، صبح جو ساجهر خبر، مون سوا ساهون صبا سان ڪين ملندو ملڪ ۾.
سولهن وارن سان "شيرل" رهج دل سان باوفا، باوفا جو لائق آ ناموس وارو ملڪ ۾.

## ٻارن ڪي مت

( ٻه - نقطو نظم )

تعليم تي هردم هلو، رستو سٺو ٻارو وٺو،
اسڪول ۾ ڪهڙو وڃو: اهو سڌو رستو وٺو!
تعليم لاءِ سعيو ڪري، اسڪول ۾ هردم وڃو،
۽ قول هيءُ دل تي رکو: اهو سڌو رستو وٺو!
سويل ئي تياري ڪري، اسڪول ۾ يڪدم وڃو،
اهو آهي تولاءِ سٺو: اهو سڌو رستو وٺو!
ٻالڪ سدورو ئي آهو، اسڪول ۾ سويل ويو،
استاد ڪي آهي مٺو: اهو سڌو رستو وٺو!
تاڪيد هيءُ دل تي رکو، ۽ ياد ڪيو اي ٻالڪو،
سڌريل آهي اهو سٺو: اهو سڌو رستو وٺو!
مچتا مچيو اي ٻالڪو، ۽ ياد ڪيو دل تي ڏريو،
"شيرل" سٺوئي ڏڳ لڌو: اهو سڌو رستو وٺو!

●

( هيٺئين غزل ۾ ٻالا لقاط، زير لقاط، يڪ لقاط، دو نقاط، غير لقاط ۽ آزاد بيت ڪر آندل آهن. )

ٻالا نقاط - مٺا مون سان رفاقت رک، ۽ الفت سان ملو هردم،
نه ڪر ڪو خوف ۽ خطرو، صداقت سان ملو هردم.

زير نقاط - چيم محبوب ڪي پيارا رکيج ساجهه ڪا سائل جي،
سواليءَ ڪي دلاسي ۾ رکي اڇي ملو هردم!

يڪ لقط - م رهه مون ڪان جدا جانب، مناسب نا نڪو روا،
جدا جالن جفا ۽ جور جانبز نه ملو هردم!

دو نقاط - ٻڌايو آهه قاصد اڄ، سڄڻ سردار کي ڳوالهي،
تہ حالت سڀ حقيقت هي، ٻڌي ڪري هلو هردم!

غير نقاط - مڪم احوال دک وارو، ۽ ڪر معلوم حال سارو،
اهو آ حال دک وارو، رحم رکو، ملو هردم!

آزاد - عمر ساري گذاري مون، ڏسي واٽون تنهنجون سهڻا،
سچائيءَ سان "شيرل" کي، سڄڻ سائين، ملو هردم!

●

(هن ۾ اهي اکر ڪم آندل آهن، جن ۾ چپ چپ سان نہ ملندو)

قاصد ڏني اڄ وصل جي وڌائي، چيائين شڪر ڪر تون دل سان سدائي.
وصالت ٿيڻ ڪاڻ قاصد چيو هيئن، اها تات تکوي آهہ تنهنجي اڄائي.
قاصد وري چيو تہ تون ڪر تسلي، تہ تنهنجي ۽ ان جي نہ ٿيندي جدائي.
تسڪين خاطر سان قاصد سڻايو، تہ دلدار تو وٽ ٿي رهندو سدائي.
قاصد وري ويو، سڄڻ چيس شايد، تہ "شيرل" کي توني حقيقت سڻائي

●

دلدار ساڻ سودو، سودڻ اهو آ اوکو،
سڪ ساءَ ساڻ سهڻو، سائڻ اهو آ سوکو.
اها راهہ آ اداسڻ، دل رک دور وہ واہ!
ڪر ڪو سوال سولو، ڪرڻ اهو آ سوکو.
دل آهہ درد ۾ سا، ڪر هاءِ هر هر،
رک درد اهو دل ۾، رکڻ اهو آ سوکو.
دلدار ساڻ ڪر ڪو، اهو حال هڪ دم ۾،
سڌ سو احوال دک ۾، سلڻ اهو آ سوکو.
ملڻ آ واہ سهڻا، واڪاڻ آہ دل ۾،
مل لوڪ لاءِ لڪ ۾، ملڻ اهو آ سوکو.
ڪو حال ڪر معلوم، آ درد دل ۾ سائم،
رهہ درد ۾ او "شيرل"، رهڻ اهو آ سوکو.

●

(تو شيح مضاعف)

شب روز عرض آهي ڪوچي اوهان جي جالي،
دلدار يار اسان تي ڪريو ڪا مهرباني!
ياڪي رهي سدائين، فرقت نہ رک روا تون،
موجب دنيا جي موزون، ڏس جنت آهي جالي!

رخ تان هٽاءِ پردو، ساٻو سري جيئن سچ تان،
حيرت ۾ اچي هرڪو، صورت ڏسي لاثاني.
محبوب ڪر نه رغبت، زردار ڏي نهاري،
منهنجو ٿي حال مفلس، پاڇين مٿان تون ڄالي!
حيران تنهنجا هيڏي، ڪيئي يار ٿيا ڪهارين،
رڳو ڪريان ٿو تو لاءِ، ڏس آءٌ جانفشاني.
معروض عرض ڪاتر، سائل جڏهن سڏائين،
يڪتاني ۾ وڃاءِ، منهنجي سدا زباني.
ديدار لاءِ آيس، در تي رقيب روڪيو،
شايد انهيءَ ڪي سولي تو آهه پاسباني!

●

اسين آهيون اصل عاشق اوهان جي عشق ۾ اهڙا،
جلي چند جان ٿي تو لاءِ، جگر جولان ۾ جهيڙا.
مٺي محبت سون ڪي ماري وڏو محبوب موچارا،
طلب تنهنجي تنواريان ٿي، تنهنجا طالب تڪا تهڙا.
سڄڻ سائين، سدا سهڻا، صدق سهڻي سچائيءَ جي،
هلي لهه حال هيڻي جا، ٻڇي ٻرتون ٻسي ههڙا.
ڪڏهن قاصد قريبن جو ايندو اوري اسان وٽ اچ،
ڪندس صدقي سراسر سِر، قرب ڪاتر قسم کهڙا!
وڏا تو وار ورورسان، جڏهن رخ تي ڪري ڪندي،
تڏهن خرخاش ۽ خطرا ٿيا ظاهر خلل جهڙا.
عجز آزي اسان جي آ، ٻڌي ٻئي جي نه ڪر ٻيائي،
شروع ڪان شوق "شيرل" ڪي ٻليون رقيب ٻوءِ ٻيا.

●

دل يار سان مشاغل رک تون ادا هميشه – ان ۾ ثواب آهي،
دل قرب ڪان جا غافل، افراط ۾ هميشه – ان ۾ عذاب آهي.
ره مستقيم وٽ تون، قابو جهلي ٿي دل سان – رستو اهوئي سولو،
جنهن ڪي خدا نوازي، ٻنهنجي رحم رضا سان – ڪوئي حساب ناهي.
ظاهر اها ضلالت ڪري حرص ۾ اضافو – پاسي رهڻ بهتر،
دنيا جي دوستيءَ مان ڪنهن ڪي نه آ منافو – اهائي خواب آهي.
لعبت لقاءَ واري آهي دنيا جي هستي – ناهي وڏاءُ ان ۾،
مزن خوشين جي "شيرل" پائدار ناهي ٻستي – اها حباب آهي.

●

(غزل حروف مقطع: هن ۾ ڳنڍيل لفظ ڪوبه ڪونهي)

دل درد ۾ آزرد آه، ڏي دردل ۽ دارون دوا،
اڄ آس ٻه لـه راس آه، ڏي ذوق لءِ ذرڙي دوا.

وه آس آ ان اک ۾، ۽ درد ۾ آزار آه،
اک آس ڏي رک اي ادا، ري ۽ آس نه دارون دوا.

ري زور آه دل دور آه، اڄ روح ۾ دل زور آه،
دل درد ۾ داغدار آه، ان داغ لءِ دارون دوا؟

روز رات آ روح راڙ آه، ۽ ورھ ۾ آرام نه آه،
ان درد ۾ آزار آه، آزار لءِ آزي دوا؟

دل دردل ۽ دارون دوا، وه واه آهي ورھ ۾،
وٽ وات ”شيرل“ اڄ روا، ڏس ورھ ۾ آهي دوا.

*

(ٻنو سوال جواب)

چيم ته ”يار غم آهـ“، چيائين تہ ”ليٺ لهندو“،
چيم ته ”وصل ٿيندو؟“ چيائين ته ”ٿي نه سگهندو“!

چيم ته ”قصد ڪهڙو؟“ چيائين تہ ”جيئن نيلوفر“،
چيم ته ”ڪول مک کي“، چيائين تہ پنوُنر پلندو“!

چيم ته ”رت بهاري!“ چيائين تہ ”خوب معلوم“،
چيم ته ”بلبل اڄ“ چيائين ته ”گل لءِ ايندو“.

چيم ته ”گل سان آهي“ چيائين تہ ”خار شامل“،
چيم ته ”وصل ڪيئن ٿئي؟“ چيائين ”طواف ٿيندو“!

چيم ”شمع سان ڇا آهي؟“ چيائين تہ ”گرد ڪاري“،
چيم ”پتنگ ڦري ٿو“، چيائين ”شهيد ٿيندو“!

چيم ”گدا ٿي ايندس“، چيائين ته ”ڪهڙو احتياج“،
چيم ته ”ٻيک گهرجي“، چيائين ته ”دان ٿيندو“.

چيم تہ ”آرزو آهـ“، چيائين ته ”صاف ٿي تون“،
چيم ته ”ڪوئي ديدار“، چيائين ته ”شيرل“ ٿيندو!“

مقبول صديقي

# رحيمداد خان مولائي شيدائي

مير رحيمداد خان (مولائي شيدائي)، بن شيرمحمد خان، بن مير رحيمداد خان، بن مير محمد جمع خان، اصل بلوچستان ۾ مستونگ جي ويجهو هڪ ڳوٺ جو رهاڪو آهي. اتي مير محمد جمع خان (سندس ڏاڏو) کي انعاماتي زمين مليل هئي (۱)، جنهن تي سندن گذر سفر هوندو هو. سن ۱۸۳۹ع ۾، پهرين افغان جنگ وقت، انگريزن، ڪابل فتح ڪرڻ کان پوءِ، جنرل قلشائر کي توبخاني سميت قلات تي چاڙهي ڪيو. ان لڙائيءَ ۾ مير محراب خان ثاني، ٽيپو سلطان وانگر وڙهندي "ميريءَ" (۲) تي شهيد ٿيو، ۽ انگريزن مير شاهنواز خان کي ناجائز طور تخت تي ٿاڦيو. انگريزي فوجن، ويندي ۽ ايندي، بلوچستان کي ايتريقدر ته لٽيو جو قلات علائقي جي اقتصادي حالت نهايت خطري ۾ پنجي ويئي: امير مسڪين ٿي ويا، ۽ مسڪين بکن ۾ ساهه ڏيڻ لڳا. انهيءَ ابتريءَ ۽ افراتفريءَ سبيان، ڪيترا بلوچ ۽ بروهي، قلات ڇڏي، روزگار جي تلاش لاءِ سنڌ ڏانهن روانا ٿيا. مولائي صاحب جو ڏاڏو مير رحيمداد خان پڻ وطن مالوف کي خيرباد چئي سنڌ ڏانهن آيو، ۽ اچي سيوهڻ جي شهر ۾ وارد ٿيو. اهڙيءَ طرح، قدرت هڪ مايه ناز هستي قلات کان سنڌ موڪلي ڏني. اتي ڪجهه وقت اتان جي عباسي قاضين وٽ مهمان ٿي رهڻ کان پوءِ، ڪونڌيءَ جي پر واري ڳوٺ "لالڪي جي لين" ۾ اچي قيام ڪيائين. اتي اڳيئي ڪي بروهي رهندا هئا، جن منجهان هڪ عورت سان شادي ڪري ويهي رهيو. مولائي صاحب بروهين جي شهوائي (۳) سهري زئي قبيلي جو فرد آهي.

---

(۱) ان وقت جيڪي بلوچ والنٽيئرن جي حيثيت ۾ جهاد ڪرڻ ويندا هئا، تن کي قلات جا نواب زمين جا ٽڪر انعام طور ڏيندا هئا. اهڙين زمينن کي "انعاماتي زمين" چئبو هو، جو ته انهن زمينن تي ڍل معاف هوندي هئي. مولائي صاحب جي ڏاڏي مير محمد جمع خان بہ مير محمد نصير خان جي فوج سان سن ۱۸۶۱ع ۾، پاڻيپٽ جي ٽين جنگ ۾، مرهٽن خلاف جهاد ڪيو هو. هن ٻوان سان، ۽ اڳتي هلي، ظاهر ٿيندو ته مولائي صاحب جا وڏا سپاهي پيشه هئا. (۲) "ميري" دربار جي انهيءَ چبوتري کي چوندا آهن، جنهن تي "خان" جي خاص ڪرسي رکيل هوندي آهي: "خان" انهيءَ ڪرسيءَ تي ويهندو آهي، ۽ ٻيا سڀ سردار هيٺ ويهندا آهن. (۳) بروهين ۾ شهوائي ۽ رئيساڻي، اصل افغان نسل سان آهن. قلات جو جهنڊو اڳ شهوائي قبيلي وٽ هو، جنهن سببان ان قبيلي کي "خواجه بيرق" (علمبردار) سڏيندا هئا؛ بعد ۾ قلات جو جهنڊو رئيساڻين وٽ آيو.

مولائي صاحب جو والد بزرگوار، مرحوم مير شيرمحمد خان، 'ٽانگي جي لين' ۾ ڄائو هو. جڏهن انگريزن سن ١٨٤٣ع ۾ سنڌ فتح ڪئي، تڏهن مير رحيمداد خان بلوچي پلٽڻ ۾ ڀرتي ٿيو، ۽ مولائي صاحب جو نانو مير سردار خان پڻ 'اُٺ-ٻاتري' (Camel-corps) ۾ ڀرتي ٿيو. سنڌ ڏانهن هجرت ڪري اچڻ سبب ڪين هڪڙو فائدو هيءُ به حاصل ٿيو، جو مولائي صاحب جو والد ماجد اسڪول جي تعليم حاصل ڪرڻ لڳو، ۽ تعليم مليل هئڻ سبب، جڏهن ڪراچيءَ کان ڪوئٽيءَ تائين ريلوي لائين شروع ٿي، تڏهن هن کي لوڪوشيڊ ۾ فائرمئن جي نوڪري ملڻ ۾ ڪوبه اٽڪاءُ ڪونه ٿيو. ان عرصي ۾، مير رحيمداد خان به حوالداريءَ جي عهدي تي پهچڻ کان پوءِ فوج مان رٽائر ٿي ويو هو. پي افغان ويڙهه وقت جڏهن ريلوي لائين ڪوئٽيا تائين پهچي وئي هئي، تڏهن مولائي صاحب جو والد بزرگوار مير شيرمحمد خان فائرمين مان ترقي ڪندي وڃي انجن ڊرائيور جي عهدي تي پهتو. ان کان پوءِ، جڏهن ريلوي لائين کي ملتان سان ڳنڍيو ويو، تڏهن مير شيرمحمد خان کي بدلي ڪري سکر جي انجن شيڊ ۾ رکيو ويو. ڪيس خدا تعاليٰ ان وقت ٻه پٽ عطا ڪيا هئا، پر اهي طفليءَ ۾ ئي فوت ٿي ويا. ان الدوهناڪ حادثي کان پوءِ مير شير محمد خان گهڻو مغموم ۽ پريشان رهندو هو، ۽ اڪثر پيرن فقيرن کان اولاد لاءِ دعائون گهرندو وتندو هو.

مير رحيمداد خان مولائي شيدائي، سنڌ جي پوڙهي مؤرخ، سن ١٨٩٤ع ۾، سکر ۾ هڪ پروچڪي جهوپڙيءَ اندر جنم ورتو. پر، جيئن ته ستن مهينن جو ڄاول هو، تنهنڪري تمام نحيف ۽ ڪمزور هو ۽ اجا اکيون به ڪونه کوليون هئائين - ايتريقدر جو هن کي ڪپهه ۾ ويڙهي ڪٽندا هئا. هڪڙي دفعي مولائي صاحب جو والد سماع جي ڪنهن مجلس ۾ محو هو، ته اوچتو سندس هڪڙي پاڙيسريءَ اچي کيس خبر ڏني ته مولائيءَ اکيون ڦيريون آهن ۽ سندس حالت بلڪل بدلجي وئي آهي. مولائي صاحب جو والد گهٻرائجي ان محفل مان اٿڻ لڳو، ته ايتري ۾ هڪ مجذوب فقير، جو ان محفل ۾ موجود هو، تنهن چيس ته 'مڙني خير ٿيندو، ڇوڪري جي عمر وڏي آهي ۽ تون محفل مان وڃڻ جي نه ڪر'. مير شير محمد خان، مجذوب جي چوڻ تي يقين ڪري ويهي رهيو. مجلس ختم ٿيڻ کان پوءِ جڏهن گهر پهتو، ته ننڍڙي "مولائي" کي بلڪل چاڪ چوبند ڏٺائين.

مولائي صاحب جي والده جي مرضي هئي ته سندس سڪيلڌو فرزند 'مولوي' ٿئي؛ جو ته انهن ڏينهن ۾ ملن ۽ مولوين کي وڏي قدر ۽ عزت جي نگاهن سان ڏٺو ويندو هو. ان ڪري، مولائيءَ کي غريب آباد سکر ۾ آخوند خدا بخش ابڙي جي مدرسي ۾ داخل ڪيو ويو، جتي هن "قاعده بغدادي" پورو ڪيو. پر جيئن ته آخوند صاحب جلدئي وفات ڪري ويو، تنهنڪري مولائي کي پوءِ آخوند عبدالحڪيم پٺاڻي جي مدرسي ۾ داخل ڪيو ويو، جيڪو ان وقت غريب آباد جي مشهور 'اچي مسجد' سان شامل ۽ ملحق هوندو هو. اتي قرآن شريف جا ڏهه سيپارا ختم ڪري، اجا "ڪريما" ۽ "پندنامه عطار" بس شروع ڪيو هئائين، جو

سندس والد هن کي اتان ڪڍي اچي سنڌي اسڪول ۾ ويهاريو، ڇو ته سندس والد بزرگوار ويچارڻ کان پوءِ اهوئي بهتر سمجهيو ته ڇوڪري کي جلد بلد تعليم ڏيارجي. جيئن ته سندس والد مذهبي تعليم جو پڻ حامي هو، تنهنڪري پاڙي جي هڪ پوڙهيءَ عورت کي مقرر ڪيائين، جا روز اچي مولائيءَ کي قرآن حڪيم جي تعليم ڏيئي ويندي هئي. جيئن ته مولائي هاڻي عربي ۽ فارسي زبان مان ڪي قدر واقف ٿي چڪو هو، تنهنڪري سنڌي تعليم حاصل ڪرڻ ۾ هن کي ڪابه رنڊڪ نه ٿي. سنڌي چوٿين درجي ۾ پهچڻ کان پوءِ، مولائيءَ کي مطالعي جو شوق پيدا ٿيو، جيڪو ڪجهه عرصي کان پوءِ ته صفا جنوني ڪيفيت اختيار ڪري ويو. حالت اها هئي جو گهران جيڪا به خرچي ملندي هيس، اها ڪتابن جي خريديءَ تي صرف ڪري ڇڏيندو هو. تن ڏينهن ۾ مسٽر پوڪرداس شڪارپور واري ۽ هريسنگهه سکرواري جا ٻه ڪتبخانا سنڌ ۾ مشهور هئا، ۽ انهن ڪتبخانن جا گهڻي ڀاڱي ڪتاب لاهور جي ليٿو پريس مان ڇپايا ويندا هئا: انهن ڪتبخانن جي ڇپايل ڪتابن مان مولائي صاحب کي جيڪي به ڪتاب سٺا لڳا، اهي سڀ آهستي آهستي خريد ڪري انهن جو مطالعو ڪرڻ لڳو. ان زماني ۾ مولائي صاحب فقط افسانوي ڪلاسيڪي ادب ۽ نيم تاريخي قصن ڪهاڻين سان ئي شغف رکندو هو ۽ انهن جوئي اڀياس ڪيائين - جهڙوڪ الف ليلي، گل بڪاؤلي، داستان امير حمزه، فسانهٔ عجائب، ليلي مجنون، يوسف زليخا، وغيره وغيره. انهن ڪتابن مان مولائي صاحب جو سڀ کان وڌيڪ پسنديده ڪتاب "داستان امير حمزو" هو - ۽ آهي. مولائي صاحب جي چوڻ مطابق هن اهو ڪتاب ايترا دفعا پڙهيو، جو کيس ياد نه آهي ته ڪيترا دفعا "پڄائي" چڪو آهي. (ممڪن آهي مولائي صاحب هن وقت به ڪڏهن ڪڏهن ان ڪتاب کي پڙهندو رهندو هجي، ڇو ته راقم الحروف اهو ڪتاب سندس لئبريريءَ ۾ موجود ڏٺو آهي!)

علم تاريخ سان شوق جي ابتدا. چار درجا سنڌي پاس ڪرڻ کان پوءِ، مولائي صاحب سکر جي اينگلو ورنيڪيولر اسڪول ۾ داخلا ورتي، جتي هن ڇهين درجي انگريزيءَ تائين تعليم حاصل ڪئي. چوٿين درجي انگريزيءَ ۾ سندس تاريخ جو استاد مسٽر هيمراجاڻي ٿنڀيءَ وارو - جو راءِ بهادر ديوان ڪوڙيمل جو ڏاٽو هو - مولائي صاحب جي تاريخدانيءَ ۽ سندس تحقيقي جوهر کي ڏسي کيس خانگي وقت ۾ تاريخون پڙهائيندو رهيو، ۽ مسٽر جهامنداس ڊرائينگ ٽيچر، مولائي صاحب جي هٿ جي صفائيءَ کي ڏسي، کيس والد ڪائيءَ جي وقت پنهنجي گهر ۾ ڊرائينگ سيکارڻ لڳو. انهن ڏينهن ۾ اسڪولن ۽ مدرسن جا استاد جڏهن ڪنهن شاگرد کي ڪنهن مضمون ۾ پڙ ڏسندا هئا، ته ان سان نهايت پيار ۽ پريت وارو ورتاءُ ڪندا هئا، ۽ کين سواءِ ڪنهن اجوري وٺڻ جي وڌيڪ چمڪائڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. اوهان اهو پڙهي شايد اچرج ۾ پنجي وڃو ته پنجين درجي انگريزيءَ ۾ مولائي صاحب کي سندس تاريخ جي استاد مسٽر هيمراجاڻي، آرچيبالڊ ايليسن جا انقلاب فرانس متعلق سڀ جلد، ۽ جي. بي. ماليسن جي لکيل تاريخ "غدر ۱۸۵۷ع" جا سڀ جلد پڙهايا هئا. ان طالبعلميءَ جي زماني ۾ به

مولائي صاحب کي علم تاريخ تي ايتري دسترس حاصل هئي، جو سالياني امتحان جي وقت، ممتحن، تاريخ جي جوابي پيپر تي، مارڪن ڏيڻ بجاءِ، Excellent لکندا هئا!

اخبار ۽ ڪتاب بينيءَ جو شوق. مولائي صاحب کي اسڪولي زندگيءَ کان وٺي ڪتابن ۽ اخبارن جي باقاعدي مطالعي جو شوق هو. هو پنهنجي وقت جو وڏو حصو مطالعي تي صرف ڪندو هو. هن وقت، جڏهن مولائي صاحب جي عمر ڇيهٺ ورهيه آهي، تڏهن به جڏهن راقم الحروف سندس خدمت ۾ حاضر ٿيندو آهي ته ڪيس ڪنهن نه ڪنهن اخبار يا ڪتاب جي اپياس ۾ مشغول ڏسندو آهي - ۽ اهوئي هڪڙو شغل آهي، جنهن جي مدد سان هو پنهنجي باقي زندگيءَ جي هر ڏينهن جي صبح کي شام جي ويجهو پهچائيندو رهي ٿو.

طالبعلميءَ جي زماني ۾ مولائي صاحب جن سنڌي اخبارن کي وڏيڪ دلچسپيءَ سان پڙهندو هو، اهي هيون "الحق" ۽ "آفتاب"، جي ٻئي سکر مان شايع ٿينديون هيون، ۽ "آفتاب" جو ايڊيٽر، سنڌ جو مشهور معروف اديب ۽ شاعر، مرحوم شمس الدين "بلبل" هو. مٿين ٻنهي اخبارن کي سواءِ ڪجهه خرچ جي پڙهڻ جو موقعو ميسر ڪرڻ خاطر، مولائي صاحب انهن اخبارن جي دفترن ۾ ڇنڇر ۽ آچر جي ڏينهن وڃي بنا اجوري ڪم ڪندو هو. ان کان سواءِ، هو سکر جي مشهور جنرل لئبرريءَ ۾ به روز شام جو ويندو هو، ۽ وڃي ڏيهي توڙي پرڏيهي سڀني اخبارن جو باقاعدي مطالعو ڪندو هو. جنرل لئبرريءَ ۾ ان وقت انگريزي زبان ۾ ٿي پنج هزار کن ڪتاب موجود هئا، ۽ اتي ٻاهرين ملڪن جون سڀ اخبارون ۽ رسالا باقاعدگيءَ سان ايندا رهندا هئا. مولائي صاحب جي اخباربينيءَ جي شوق جو اندازو هن ڳالهه مان به لڳائي سگهجي ٿو جو هو ان زماني ۾، پنهنجي خرچيءَ مان پئسا جوڙي، يوروپين ريلوي انسٽيٽيوٽ لئبرري ۽ سول يوروپين انسٽيٽيوٽ سکر جي لئبررين کي منٿ ميڙ ڪري، ڪائن گهٽ قيمت تي پراڻا انگريزي رسالا ۽ مخزنون خريد ڪري ايندو هو، ۽ فراغت جو سمورو وقت گهر ۾ ويهي انهن کي پڙهندو رهندو هو!

اخبارون ۽ رسالا پڙهڻ ذريعي حالات حاضره جي مطالعي ۽ مشاهدي ڪرڻ سان گڏوگڏ، مولائي صاحب ماضيءَ جو مطالعو به زور شور سان جاري رکندو آيو - يعني تاريخ جي ڪتابن کي به خوب گهوٽي پيئندو رهيو. اُين به نه آهي ته هو صاحب فقط علم تاريخ حاصل ڪندو رهيو ۽ صرف اهڙي قسم جي خشڪ ڪتابن جو ڪيڙو هو، پر ان سان گڏ هو ڪاهي بڪاهي، تفنن طبع خاطر، افسانوي ادب به پڙهندو رهيو، جنهن جو ذڪر مٿي به ڪنهن هنڌ اچي چڪو آهي. اهڙي قسم جي افسانوي ڪتابن مان "داستان امير حمزه" سندس پسنديده ترين ڪتاب رهيو آهي. خود مولائي صاحب هڪ دفعي چيو هو ته "اهوئي ڪتاب آهي، جنهن پهريائين پهريائين منهنجي طبع جي رجحان کي علم تاريخ ڏانهن موڙيو، ۽ منهنجي مؤرخ بنجڻ جو ابتدائي محرڪ شايد اهوئي ڪتاب آهي". (آهي مڙئي ڪجهه عجب جهڙي ڳالهه!)

ريلوي جي ملازمت. سن ١٩١٣ع ۾، ڇهه درجا انگريزي پڙهڻ کان پوءِ، مولائي صاحب، اسڪول کي خيرباد چئي، وڃي روهڙيءَ جي انجڻ شيڊ ۾ فائرمين ڀرتي ٿيو، جتان هن کي سنئون سڌو ترقي ڏيئي ريلوي آرٽيفيشل ڊاڪ ۾ اسسٽنٽ-ڪلارڪ مقرر ڪيو ويو. مولائي صاحب جوڻ ته جسماني طور مضبوط ۽ خوبصورت نوجوان هو، تنهنڪري ڪجهه عرصو گذارڻ کان پوءِ ڊسٽرڪٽ ٽرئفڪ آفيسر کيس اڃا به ترقي ڏئي، روهڙي اسٽيشن تي ٦٥ روپين پگهار سان يارڊ-فورمين مقرر ڪيو. انهيءَ نموني، وقت گذرڻ سان گڏوگڏ مولائي صاحب نوڪريءَ ۾ به ترقي ڪندو رهيو، ۽ يارڊ-فورمين مان سيڪنڊ گارڊ، ۽ پوءِ سيڪنڊ گارڊ مان وڃي گارڊ جي عهدي تي رسيو.

مولائي صاحب جنهن صورت ۾ پاڻ به هڪ مزدور مان وڌندي وڃي ان حيثيت تي پهتو هو، ۽ جيئن ته هو مزدورن جي مسئلن مان چڱيءَ پر واقف هو ۽ انهن جي تڪليفن جو هن کي احساس هو، تنهنڪري پنهنجي ملازمت جي سموري عرصي ۾ کيس ريلوي جي مزدورن ۽ پين هيٺاهين درجي جي ملازمن سان دلي همدردي رهي. هو انهن جي وقتي ضرورت کي پوري ڪرڻ کان هرگز ڪين ڪيٻائيندو هو، ۽ انهن جي هرطرح امداد ۽ دلجوئي ڪرڻ پنهنجو اولين فرض تصور ڪندو هو. ايتريقدر، جو انهن کي درخواستون به پاڻ هٿ سان لکي ڏيندو هو. نه صرف اهو، پر انهن جي سفارش ۽ وڪالت ڪرڻ لاءِ بالا آفيسرن وٽ بنا ڪنهن ڊپ ڊاءَ جي پاڻ ڊوڪي ويندو هو، ۽ مراد پرئواب نه ٿيڻ جي حالت ۾، ڪڏهن ڪڏهن ته انهن سان چوٽون به کائي ويهندو هو. ان باري ۾ سندس دوست کيس گهڻوئي سمجهائيندا هئا، پر مولائي مڙس آهي هڪ خاص قسم جي مٽيءَ جو ٺهيل، سو ڪٿي ٿو مڙي! سندس اها روش ملازمت جي سڄي عرصي ۾ نه بدلي. مولائي صاحب ريلوي جي مزدورن ۾ ايترو ته معزز ۽ مقبول رهيو، جو هو جنهن به اسٽيشن تي پهچندو هو ته ريلوي جا هزئي مزدور هلي اچي سندس آجيان ڪندا هئا. باقي، ريلوي جا اڪثر بالا عملدار سندس جولاني طبيعت سبب سندس مخالف هوندا هئا - پر ڪانئس خائف رهڻ سبب آهي ان جو کليل اظهار نه ڪندا هئا. انهيءَ نااتفاقيءَ هوندي به ريلوي جي عملدارن ۾ مولائي صاحب ڪمال عزت سان ڏٺو ويندو هو، ۽ کين مٿس پورو پورو اعتماد رهيو. جڏهن انگلنڊ کان ڪو وقت يا شاهي خاندان جو ڪو فرد هندوستان ايندو هو، ته ريلوي اختياري وارا انهن جي اسپيشل ٽرين ۾ خاطرخواهه ۽ معقول انتظام رکڻ لاءِ مولائي صاحب کي به ضرور صلاحڪار ڪري کڻندا هئا - مثلاً، لارڊ پيراج ڪلڻ وقت گورنر جي اسپيشل ٽرين سان مولائي صاحب کي ئي لڳايو ويو؛ هندوستان جو وائسراءِ لارڊ ارون جڏهن جهجها عباسيان (رياست بهاولپور) ۾ شڪار ڪيڏڻ آيو، ته سندس اسپيشل ٽرين سان مولائي صاحب کي لڳايو ويو؛ پرنس آف ويلس (جو پوءِ ايڊورڊ اٺين جي نالي سان تخت تي ويٺو) جڏهن راولپنڊيءَ ۾ رايل ٽورنامينٽ

ڪيڏڻ آيو، ته ان جي اسپيشل ٽرين سان مولائي صاحب گڏ هو: ۽ وري جڏهن سائمن ڪميشن ڪراچي پهتي ته سندن اسپيشل ٽرين سان به مولائي صاحب کي ئي لڳايو ويو. انهن ٻورڙن مثالن مان واضح ٿي وڃي ٿو ته ريلوي اختياريءَ وارن کي مولائي صاحب تي ڪيتريقدر اعتماد هو، ۽ سندس لياقتن ۽ اهليتن کان اهي ڪيتريقدر متاثر هئا.

شادي. مولائي صاحب، سن ١٩١٩ع ۾، جڏهن هو اڃا بارڊ-فورمين جي عهدي تي هو، شادي ڪئي. ان شاديءَ مان کيس جملي ڇهه ٻار ٿيا، پر رب جي رضا سان اهي سڀ هڪبئي پٺيان فوت ٿي ويا. ڪجهه عرصي کان پوءِ سندس گهر واريءَ به چالانو ڪيو. ان کان پوءِ مولائي صاحب ٻي شادي ڪئي، جنهن مان هڪ نياڻي پيدا ٿي، جا خدا جي فضل سان حال حيات آهي؛ باقي نرينو اولاد ڪونه ٿيو. البت کيس ٻه اڳ-ڄاوا فرزند آهن، جي ٻئي لائق فائق ۽ تمام چڱن عهدن تي فائز آهن؛ مولائي صاحب سان سندن ورتاءُ نهايت ئي فيرمانبردارانه ۽ برخوردارانه آهي.

"مولائي شيدائي" نالو ڪيئن پيو. ريلوي گارڊيءَ جي زماني ۾، مولائي صاحب پنهنجي فرصت جون گهڙيون سکر جي اخبار "ستاره سنڌ" جي آفيس ۾ پير علي محمد شاهه راشديءَ وٽ گذاريندو هو، جو ان اخبار جو ايڊيٽر هو. هڪ دفعي "ستاره سنڌ" جي آفيس ۾ مولائي صاحب جڏهن پير علي محمد شاهه راشدي، پير حسام الدين شاهه راشدي ۽ مولانا دين محمد صاحب وفائي مرحوم سان ڪچهري ڪري رهيو هو، ته ڳالهين ۾ پير علي محمد شاهه راشديءَ، مولائي صاحب کي صلاح ڏني ته جيئن ته هو هڪ سرڪاري ملازم هوندي اخبارن ۾ مضمون لکي رهيو آهي، جا ڳالهه حڪومت جي نظر ۾ ڪنهن حد تائين اعتراض جوڳي آهي، تنهنڪري وقت جي تقاضا اها آهي ته هو پنهنجي اصلي نالي سان اخبارن ۾ طبع آزمائي ڪرڻ بدران ڪو فرضي نالو اختيار ڪري. وقت جي نزاڪت کي ڏسندي، جيئن ته راشدي صاحب جي اها تجويز نهايت ئي معقول هئي، تنهنڪري مولائي صاحب قبول ڪئي، ۽ ان سان گڏ کين پنهنجي لاءِ ڪو فرضي نالو تجويز ڪرڻ لاءِ پڻ استدعا ڪيائين. ان تي پير علي محمد شاهه راشديءَ، سندس فقيرانه ۽ دلچسپ طبيعت کي مدنظر رکي، هن لاءِ "مولائي" جو تخلص تجويز ڪيو؛ پير حسام الدين شاهه راشديءَ جو خيال هو ته هن لاءِ "شيدائي" تخلص وڌيڪ موزون رهندو؛ مگر هڪڙو مولانا دين محمد وفائي مرحوم ئي هو، جنهن جي دماغ ۾ گهڻي ويچار ڪرڻ کان پوءِ به مولائي صاحب لاءِ ڪو بيو موزون تخلص نه آيو. هوڏانهن وري راشدي برادران ڪنهن به هڪ تخلص تي متفق ٿيڻ لاءِ تيار نه هئا، ۽ هر هڪ پنهنجيءَ جاءِ تي هوڏ ٻڌيو ويٺو هو، تنهنڪري ان تنازعي کي طي ڪرڻ لاءِ مولانا دين محمد صاحب وفائي مرحوم پنهنجي طرفان رٿ پيش ڪئي ته 'ڇو نه ٻئي تخلص اختيار ڪيا وڃن - يعني "مولائي شيدائي"'. اها رٿ سڀني ڌرين کي پسند آئي، ۽ ان ڏينهن کان مير رحيمداد خان جو قلمي نالو ٺري "مولائي شيدائي" ٿي ويو.

اخبارن ۽ رسالن ۾ مضمون لکاري. سن ١٩٣٠ع ۾، هندن طرفان هلايل سنگٺن ۽ شڌي تحريڪ واري زماني ۾، جڏهن مولانا دين محمد وفائي ڪراچيءَ مان رسالو ”توحيد“ جاري ڪيو، تہ مولائي صاحب جا تاريخي مضمون ۽ مقالا ڀرپور ان ۾ شايع ٿيڻ لڳا، ۽ اهوئي رسالو هو، جنهن مولائي صاحب جي شهرت جو شعاع هوهند ڦهلائيو ڇڏيو. انهن ڏينهن ۾ هڪ هندو اخبار لکيو تہ شهنشاهہ شاهجهان جي راڻي ممتاز محل ’هندواڻي‘ هئي. ان سلسلي ۾ مولانا وفائي مرحوم، بذات خود مولائي صاحب جي گهر (روهڙيءَ ۾) پهچي، ڪانئس ممتاز محل جي باري ۾ هڪ مضمون لکرايو، جو بعد ۾ ”توحيد“ ۾ شايع ڪيائون. ان مضمون سنڌ جي مسلمان عوام ۾ ايتريقدر تہ مقبوليت حاصل ڪئي، جو هنن مولائي صاحب جي تعارف لاءِ ”توحيد“ کي خطن مٿان خط لکڻ شروع ڪري ڏنا. آخر عوام جي پرزور تقاضا کان مجبور ٿي، مولانا دين محمد صاحب وفائيءَ، مولائي صاحب جو هيٺين لفظن ۾ تعارف ڪرايو:

”شيدائي صاحب، منهنجو هموطن، سکر جو رهاڪو نوجوان آهي. هن کي تمام گهڻي عرصي کان اسلامي تاريخ جي مطالعي جو شوق رهندو ٿي آيو-تان جو پنهنجي تنخواهہ جو وڏو حصو تاريخ جي ڪتابن جي خريد ڪرڻ، ۽ فراغت جو وڏو حصو ڪتابن جي مطالعي ڪرڻ ۾ خرچ ڪيو اٿس. پن ٽن سالن کان وٺي هو اسلامي بادشاهن ۽ اسلامي ملڪن جي سنڌي زبان ۾ تاريخ لکي رهيو آهي. هن وقت هن هڪ وڏو جلد بني اميہ ۽ بني عباس جي حالات تي لکيو آهي، جو تاريخي نقطہ نظر کان هڪ بينظير ۽ بيحد جامع ڪتاب آهي. الله تعاليٰ اسان جي دوست شيدائيءَ کي پنهنجي ارادي ۾ ڪامياب فرمائي! ڏاڍي قدر ڪرڻ جي لائق خدمت ڪري رهيو آهي. مولائي شيدائي ’توحيد‘ لاءِ وقت بوقت تاريخي مضمون لکڻ جو واعدو فرمايو آهي، جن مان پهريون مضمون فبروري ١٩٣٤ ۾ ممتاز محل تي ڇپجي چڪو آهي. هن پرچي ۾ سنڌ ولديءَ تي مضمون اوهان جي سامهون آهي. مون کي يقين آهي تہ اڳ سنڌي زبان جي دامن اهڙن مضمونن کان خالي رهندي آئي آهي.“

(”توحيد“، ڪراچي: اپريل، ١٩٣٤ع)

مولائي صاحب جو مٿين نموني تعارف ڪرائي، مولانا وفائي مرحوم ”توحيد“ جي پڙهندڙن ۽ مولائيءَ جي معتقدن کي مطمئن نہ ڪري سگهيو، جنهنڪري انهن مولائي جي وڌيڪ تعارف جي پُرزور گهُر ڪئي. مولانا وفائي مرحوم ٻيو دفعو مولائي صاحب جو تعارف هن طرح ڪرايو:

”حضرت مولائي صاحب بابت ڪيترن صاحبن باران پڇيو ويو آهي تہ هو ڪير آهي، ۽ ڪهڙو ڌنڌو ڪندو آهي. ان بابت گذارش آهي تہ رحيمداد خان نالي، سکر جو رهاڪو، اسان جو هموطن، هڪ مرد مولائي قلندر آهي، جو علم تاريخ جي شوق ۾ شيدا ٿيل آهي. ريلوي جي ملازمت ۾ هفتي ۾ چار ڏينهن سفر ۽ ٻہ ڏينهن رهڻ هوندي بہ جيڪو وقت کيس والدڪاني لصيف ٿيندي آهي، سو ممورو ڪتابن

جي مطالعي ۾ مضمونن لکڻ ۾ خرچ ڪندو آهي. هن جي جيتري به آٿت آهي، ان مان عيالداريءَ جي ڏُوت لاءِ ٻچت ڪان جيڪا به بچت ٿيندي اٿس، سا ڪتابن جي خريد ڪرڻ ۾ لڳائي ڇڏيندو آهي، جن جو وڏو حصو فقط تاريخ تي آهي. شيدائي ايتريقدر تاريخدان آهي، جو هوند کيس 'مجسمهٔ تاريخ' چئجي ته بلڪل روا آهي. سنڌ ۾ شيدائيءَ جي پايي جا علمي مذاق رکندڙ ۽ علمي زندگي گذارڻ وارا تمام ٿورا آهن. اسان پڪو ارادو ڪيو آهي ته 'توحيد' جا صفحا شيدائيءَ جي تاريخي مضمونن لاءِ کليا رکيا ويندا."

("توحيد"، ڪراچي: آڪٽوبر، ١٩٣٤ع.)

ان واقعي کان اٽڪل هڪ ورهيه اڳ، پير علي محمد شاهه راشديءَ، سکر مان پنهنجي زيرادارت نڪرندڙ اخبار "سنڌ زميندار" ۾، مولائي شيدائي صاحب جو هيلينءَ ريت تعارف ڪرايو هو:

"عام مؤرخن پنهنجي ڪتابن ۾ فقط بادشاهن جي جنگين جي احوالن ڏيڻ سان انهن تصنيفن کي فقط 'جنگنامو' بنائي ڇڏيو آهي؛ مگر شيدائيءَ، تير ۽ تفنگ جي قصي سان گڏ، هر هڪ زماني جي ماڻهن جي سوشل ۽ پولٽيڪل حالت، ماڻهن جي ذهني رجحان ۽ مذهبي اعتقادن تي به بحث ڪيو آهي. قومن ۽ ملڪن جي تاريخن کي اوستائين مڪمل چئي نه سگهبو، جيستائين بادشاهي جنگين سان گڏ انهن ڳالهين جو احوال نه ڏنو ويو هوندو. اسين خوشيءَ سان ان ڳالهه جي تصديق ڪيون ٿا ته شيدائي صاحب ان نڪتہ اهميت کي پوريءَ طرح محسوس ڪيو آهي."

("سنڌ زميندار"، سکر: ١٠ نومبر، ١٩٣٣ع)

اهڙيءَ طرح، مولائي شيدائي جي تاريخدانيءَ جي شهرت هنڌين ماڳين پکڙجي ويئي، ۽ ان زماني کان وٺي اڄ تائين هر سنڌي اخبار يا رسالي لاءِ سندس مضمون يا مقالو باعث فخر سمجهيو ويندو آهي ۽ هر علم دوست ان جي مضمونن کي نهايت دلچسپيءَ ۽ ذوق شوق سان پڙهندو رهي ٿو. سندس شهرت جي حد اتي ختم نٿي ٿي وڃي، پر پاڪستان جا معياري علمي اردو رسالا ۽ مخزنون به سندس پُرمغز علمي ۽ تحقيقي مضمون ۽ مقالا وڏي فخر سان شايع ڪن ٿيون ـ بلڪ بلوچستان جي اڪثر سنڌي ۽ اردو رسالن مولائي صاحب کي 'علامہ' تسليم ڪيو آهي. اهو وڌاءُ نه آهي: بلوچستان جا علم دوست حضرات ۽ صحافي، مولائي صاحب کي علامہ جي لقب سان نوازڻ ۾ هن طرح حق بجانب آهن، جو اها هڪ حقيقت آهي ته بلوچستان جي تاريخ سان جيتري واقفيت مولائي صاحب رکي ٿو، اوتري ڪو بيو ورلي رکندو هوندو. هن وقت ته مولائي صاحب سياسي قسم جا مقالا به لکڻ شروع ڪيا آهن، جي پڻ دلچسپيءَ کان خالي نه هوندا آهن.

ملازمت کان رٽاير. مولائي صاحب سن ١٩٣٩ع ۾ نوڪريءَ کان رٽاير ڪيو. کيس پراويڊنٽ فنڊ وغيره جا اٺ هزار روپيا مليا، جن مان هن صاحب سکر جي هڪ نظاريدار ٽڪريءَ

King,s Hill جي پرسڪون ايراضيءَ ۾ پنهنجي هڪ ننڍي پر عمدي جاءِ جوڙائي، ۽ ڪجهه رقم ٻارن جي شادين تي خرچ ڪري ڇڏي. مولائي صاحب هن وقت به ان جاءِ ۾ رهندو آهي.

شعر و شاعري. مولائي صاحب کي شعر و شاعريءَ سان شاگرديءَ واري زماني کان وٺي لڳاءُ رهيو آهي. ان زماني ۾ وقت جي مشهور سنڌي خواهه اردو شاعرن جو چيدو چيدو ڪلام گڏ ڪرڻ به سندس شغلن ۾ شامل هو. هن وقت به مولائي صاحب کي تقريباً سينئي اردو خواهه سنڌي چوٽيءَ جي شاعرن جو ڪجهه نه ڪجهه ڪلام ياد آهي.

طالبعلميءَ واري زماني ۾، مولائي صاحب کي سندس هڪ هم-جماعت دوست سيد علي رضا شاهه بمنيءَ (جو هن وقت به حيات آهي، ۽ سکر جي مشهور ۽ ڪامياب ڊاڪٽرن مان هڪ ليکيو وڃي ٿو) وٽان "سخن بي نظير" نالي هڪ ڪتاب مليو، جنهن ۾ ان دور جي مشهور اردو شاعرن جو منتخب ڪلام گڏ ڪيو ويو هو. ان ڪتاب جي ديباچي ۾ شاعريءَ جي فن تي سير حاصل بحث ڪيو ويو هو. ان شعري مجموعي ۽ سندس ديباچي کي ڌيان سان پڙهڻ کان پوءِ مولائي صاحب کي شاعريءَ جي فن بابت تمام گهڻي واقفيت حاصل ٿي، ۽ هو ڪري ڪوئي شعر ۾ فرق به محسوس ڪرڻ لڳو. ان سان گڏ، مولائي صاحب کي شعر چوڻ جو شوق پڻ جاڳيو، ۽ هن تڪبندي شروع ڪري ڏني. پر، جيئن ته سندس شعر بلڪل ڪچو ۽ ڦڪو هوندو هو، ان ڪري ڪنهن به دوست سندس همت افزائي نه ڪئي؛ جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو جيترو جلدي هن تي شعر چوڻ جو جنون سوار ٿيو هو، اوترو جلدي ختم به ٿي ويو!

هڪ وڏي عرصي گذري وڃڻ کان پوءِ، ريلوي جي نوڪريءَ واري آخري زماني ۾، کيس وري ساڳيو شاعريءَ جو جنون اچي دامنگير ٿيو: پر هينئر سندس فڪر ۾ پختگي اچي چڪي هئي، ۽ سندس ڪلام کي ادبي حلقن ۾ ساراهيو ويو، جنهن سبب هن جي همت وڌي ۽ هو وڌيڪ تيزيءَ سان طبع آزمائي ڪرڻ لڳو. ليڪن اها جنولي ڪيفيت به گهڻي ست نه جهلي سگهي، ۽ سال پن اندر پنهنجو پاڻ سرد ٿي ويئي. ان سال پن جي اندر مولائي صاحب جي زودگو طبع جي طفيل ڪافي ڪلام ڪٺو ٿي ويو هو. پر افسوس جو مولائي صاحب جنهن اهتمام سان شعر چيو، ان اهتمام سان پنهنجي شعر کي سانڍيو ڪونه، جنهن جي نتيجي ۾ هن وقت سندس شعر جو تمام وڏو حصو غائب يا ضايع ٿي چڪو آهي. مولائي صاحب فقط غزل يا نظم ئي ڪونه چيا آهن، پر شاعريءَ جي ٻين به ڪيترين صنفن تي طبع آزمائي ڪئي اٿس، جن مان ڪافي، بيت، ۽ گيت قابل ذڪر آهن. مولائي صاحب هنديءَ جو پڻ گهڻو اڀياس ڪيو آهي، جنهن جو مثال هيٺيان چولا سلوڪ آهن، جي رسالي "سنڌو" (جيڪب آباد) ۾ وقت بوقت ڇپجي چڪا آهن.

سڄڻ جي وصال جا، آءٌ ڪهڙا قول چوان،
ڪيان تان ڪات لڳي، مائيان مول مران،
توڙي سچ چوان، ته به مليان لڳي اوک کي.

گوڪل ۽ گرنار جا، سنگ سڀني ڏوڙ،
جي رنگ الدر رتو يا، تن سان جيءَ جوڙ،
مدن منوهر مڙيئن، هيرو جنم جوڙ،
تان مرليءَ سندو ٻول، ٻڌين ٻيراڳي ٻن ۾.

جوڳين جن جلايا، سي ڪجاڙو ڪنبن؟
پوتر ٿيا پريم سين، سدا ميگهه وسن،
سي ويراڳي چنجن، جن جوت ٻسي جڳ ۾.
ٻَسي جوت جڳت ۾، جُڳ جُڳ سي جيئن،
ٻاڻ پراچيني هئا، سي ڪلجڳ ڪيئن لڪن؟
هلڻ هارا سپرين، شل موٽي ماڳ اچن،
مون ڪي پور پون، پل پل تن جي پريم جا.

سرچي پنهنجي من سين، وٽ گُروءَ سندو گيان،
تون املهه هئين عميق ۾، پنهنجو ٻاڻ سڃاڻ،
تو ۾ وڃن ٻانسريون، سوين ساز سامان،
ميران خاطر من ۾، هئين ساڳيو سُرت سڃاڻ،
جنهن نانڪ نوازيا ڪيترا، سو تون ئي سبحان،
تون خالق مالڪ ملڪ جو، تون ڪامل ڪشتيبان،
پوءِ ڪهڙي ثمر ڪاڻ، پيو ٻاڏائين ٻين ڪي؟

جن ٻاڏايو ٻين ڪي، سي مورک شال مرن،
دهشت سندي دم ڪان، ٿا ڪالئرا ڪنبن،
مورت ٻسي من ۾، ٿا "شيدائي" سُرڪن،
سي ڪيئن ٻيک گهرن، جن ٿيو ٻاڻ ٻرباڳ ڏي؟

پوتر ٿي پرباڳ ۾، ڇڏي سڀني جو سريس،
ٻاڻ ٻڌاري ٻاڻ ڪي، ساجن ٿيو سڌير،
آلت ٻن اڪير، ٻارس ڪيو ٻاڻ ڪي.

آنند رهه اکنڊين، چيلا اوڏيا جو ايمان،
الهيءَ ڪام ڪيرايا ڪيترا، سوين سورهين پلوان،
مايا سندي موهه ۾، تو ڪي ملڪ ڪيو مستان،
پرشوتم پراپت ڪر، شري شڪتيوان،
جيئن هڪڙي چڪر سان، جُڳ جيتين ڪيترا!

ڪيئا ڪيرتن ڪهڙا، ڇند ڏکڻ جو ڏوراڻ،
تنهنجي پريم پوتر لاءِ ڪيا، پاڻ جا پرماڻ،
ڪشن ڪوماڻيل آهيان، ڪر ڪوهيارل ڪلياڻ،
جڳت تياڳڻ ساڻ، هوت هت لا اچي.

ڪيرت ڪئي قلب ماڻ، ونءُ ليئم سندو نام،
جنهن ڪنس ڪنبايا ڪيترا، تون گوڪل سندو گام،
پرگهٽ ٿئين ڀرتيءَ تي، ڇڏي برهم سندو ڌام،
هاڻي آڪاشي آڌام، ته بند ٽٽني باند جا.

موهن تنهنجي مک جي، ڪهڙي ڪريان واکاڻ،
تو ۾ مايا موجون هڻي، تون روپي سندي کاڻ،
راس رچائي روح ۾، پرچي ڏس پاڻ،
ڪئي پيدا گمان، درس ڏي دلگير کي.

سکيا وٺي سچ جي، ڪر پرجا کي پرچار،
ته سماجون سڌير ٿين، ڪرپا ساڻ ڪرتار،
سنمک سندر سپرين، ڪو وستر روپ پڌار،
ناٿ! نماڻي آهيان، اچي لانگا ٿي لڙوار،
سپيتا سڌار، گوپيشور گرو ڪل جي.

انگ لڏيڪ آڳرين سين، تنهنجو شاهاڻو شان،
تو ڪيئن بن وسايو، خاڪي خاڪ مڪان،
تو نرگس چوڏس ڦلاريا، تو لالا تو ريحان،
تنهنجي در تي ديوانا ٿيا، سوين سالڪ سلطان،
تو ڪي وبدن ويراڳي ڪيو، پيو گيتا جي گيان،
مون کي مڌ مستالو ڪيو، پريتم تنهنجي پيمان،
راڌا تنهنجو ڪان، مون ساويرو صحي ڪيو.

ساويرو صحي ڪيو، ڪئي ڀاڻيءَ کي هڪوار،
ڪهڙي وس پاتار ۾، جتي ماڻڪ لک هزار،
سپيون ڪڍيم سوچي، حقيقتان آن پار،
سيني جي "شيدائي" چوي، سڀ لهندو سار،
سنڌڙي ڪين وسار، مورک ڪوڙي موهه ۾.

موركي ڪُوڙي موهه ۾، ويلو ڪُوڙ ڪمائين ڪچ،
کهوٽ کوڙي پنهنجي گهٽ ۾، پرواني جان پچ،
جيئن باهر پاڪ نه ٿي، اندر ڪامي مچ،
سڃائي صوفي چوي، تو سان سائي ٿيندو سچ،
انهيءَ تات پرج، تُرت تڪو ڪيو تن ڪي.

هائي مولائي صاحب جي شاعريءَ جي پٺي (۽ شايد آخري) دور جو هڪ ابتدائي غزل به ملاحظه فرمايو، جو ڪنهن رسالي ۾ شايع نه ٿيو آهي، پر راقم الحروف کي خوش قسمتيءَ سان ڪجهه عرصو اڳ مولائي صاحب جي هڪ پراڻي نوٽبڪ ۾ درج ذيل نظر آيو هو، جتان آتاريو ويو آهي. هي غزل توڙي فني نقطه نظر کان ڪچو ۽ گهٽي قدر ناقص نظر اچي ٿو، پر ان مان مولائي صاحب جي فڪر جي بلند پروازيءَ جو اندازو لڳائڻ ۾ مدد ملي سگهندي.

حسن جي عشقِ پيچان کان، خدارا يار توبهه ڪر،
برهه جي تيرِ پيڪان کان، خدارا يار توبهه ڪر!

سڄهي رڪ پير هن پڙ ۾، اگر آهين ذرو عاقل،
ستم جي ساز سامان کان، خدارا يار توبهه ڪر!

ستين تو سيف زلفن جا، ٻچين ٿو برهه جون ٻڙڇيون،
نگاهِ نوڪِ موگان کان، خدارا يار توبهه ڪر!

دلِ بيتاب کي زخمي ڪيو چشمن فسون گر جي،
بلاءِ بي درمان کان، خدارا يار توبهه ڪر!

سڄهي وٺ سازِ حرفت کي، شهيدِ ناز "شيدائي"،
ازل جي پر پيمان کان، خدارا يار توبهه ڪر!

اخبارن جي ادارت. ٻي عالمگير جنگ جي زماني ۾، جڏهن مرحوم خانبهادر الله بخش سومري، پير الاهي بخش ۽ پيرزادي عبدالستار گڏجي ڪراچيءَ مان "آزاد" نالي هڪ روزاني اخبار جاري ڪئي، ته مرحوم خانبهادر الله بخش سومري، مولائي صاحب کي تار ڏيئي ڪراچي گهرائي، ڪيس مٿين اخبار جو نائب ايڊيٽر مقرر ڪيو. چيف ايڊيٽر جا فرائض مولانا عبدالڪريم چشتيءَ جي حوالي ڪيا ويا هئا، پر جيئن ته ان وقت اڪلاڻيءَ سبب شڪارپور وارو رستو بلڪل بند ٿيو هو، تنهنڪري مولانا چشتيءَ جي غيرحاضريءَ سبب چيف ايڊيٽريءَ جا فرائض به عارضي طور تي مولائي صاحب کي سرانجام ڏيڻا پيا. سندس معاونت لاءِ گوبند مالهي ۽ قادربخش نظامانيءَ کي پڻ مقرر ڪيو ويو. هڪ روزاني اخبار کي عوام ۾ مقبول بنائڻ ۽ ڪيس ڪاميابيءَ جي سطح تي آڻڻ جو ڪم ڏاڍو ڏکيو ٿئي ٿو، پر جيئن ته مولائي صاحب

"ستاره سنڌ" جي زماني کان وٺي صحافت جي فن سان لهه وچڙ ۾ رهندو آيو هو، ۽ هن ان ميدان ۾ راشدي برادران کان گهڻو ڪجهه حاصل ڪيو ۽ پرايو هئائين. تنهنڪري ڪيس ڪنهن به خاص تڪليف سان منهن مقابل نه ٿيڻو پيو. هن جي قلم جي خلوص ۽ گهرائيءَ تمام جلد اخبار کي عوام ۾ مقبول ڪري ڇڏيو، ۽ اخبار پنهنجو مقام حاصل ڪري ورتو. ملازمت جي دوران ۾، سڄو ادارو مولائي صاحب کي نهايت عزت ۽ احترام سان پيش ايندو هو ۽ اخبار جي سرپرستن جو ورتاءُ به ساڻس تمام سٺو ۽ تعريف جوڳو رهندو آيو. ايتريقدر، جو مولائي صاحب جي قيام ۽ طعام جو بندوبست پيرالاهي بخش جي بنگلي تي ٿيل هو. پر، جيئن ته ان اخبار جي پاليسي ڪانگريس جي حمايت ڪرڻ هئي، تنهنڪري مولائي صاحب ڪجهه عرصي کان پوءِ استعيفا ڏيئي هليو آيو.

"آزاد" اخبار سان استعيفا ڏيڻ بعد، مولائي صاحب، حيدرآباد جي فوجي ڪارخاني ۾، جت آسام ريلوي جا ڳاڏا ٺاهيا ويندا هئا، نوڪري حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جيئن ته مولائي صاحب ان وقت به جسماني طور تي مضبوط ۽ چست هو، سندس پيش ڪيل سرٽيفڪيٽن کان متاثر ٿي، کيس معقول پگهار سان ٻارڊ-سپروائيزر جي عهدي تي مقرر ڪيو ويو. هو فرصت جي وقت ۾ ملٽريءَ جي انگريز آفيسرن کي اردو به پڙهائڻ لڳو، جنهن لاءِ هن کي آفيسرن طرفان خانگي طرح ماهوار پگهار پڻ ملڻ لڳو. جنگ جو زمانو ختم ٿي وڃڻ کان پوءِ هن جي اها نوڪري به پنهنجو پاڻ ختم ٿي وئي، جنهن کان پوءِ مولائي صاحب ڪجهه وقت لاءِ بلڪل گوشي نشين رهيو.

جڏهن حيدرآباد جي وڪيل مسٽر عبدالشڪور منشي حيدرآباد مان روزاني اخبار "هلال پاڪستان" جاري ڪرڻ جو ارادو ڪيو ته سندس دوست ضياءالدين "بلبل"، اخبار جي چيف ايڊيٽريءَ لاءِ مولائي شيدائي جو نالو تجويز ڪيو. رت معقول سمجهي ميان عبدالشڪور، مولائي صاحب کي گهرائي چيف ايڊيٽر مقرر ڪيو. ٿوري ئي عرصي اندر، مولائي صاحب پنهنجي رات ڏينهن جي، جدوجهد ۽ مشاڪنيءَ ۽ "بسمل" ٽڪڙائي مرحوم جي پرخلوص معاونت سان، "هلال پاڪستان" کي سياسي توڙي ادبي نقطء نظر سان نهايت ڪامياب بنائي ڇڏيو، ۽ اها مولائي صاحب جي ڪرشمه سازي هئي جو هڪ لئين روزاني اخبار نهايت ئي قليل مدت ۾ پنهنجي پيرن تي بيهي وئي. "هلال پاڪستان" جي ڪاميابي جو هڪ راز سندس ادبي حيثيت ۽ جدت طرازيءَ ۾ پڻ سمايل هو، جي ڳالهيون مولائي صاحب جي ئي رهين منت هيون. مثلاً، اخبار جو خاص هفتيوار ايڊيشن نڪرڻ لڳو جنهن ۾ نهايت دلچسپ سياسي ۽ ادبي ڪارٽون ڏنا ويندا هئا ۽ اهو چوڻ صحيح ٿيندو ته مولائي صاحب سنڌ جو پهريون جهونو صحافي آهي، جنهن سنڌي اخبارن ۾ ڪارٽون ڏيڻ جو سلسلو شروع ڪيو. وري انهن ايڊيشنن ۾ جيڪي ادبي تنقيدي مضمون ڇپجڻ لڳا، تن ادبي محفلن ۾ سرگرمي پيدا ڪري ڇڏي ۽ انهن مضمونن جو چؤپولو هر ادبي حلقي ۾ ٿيڻ لڳو. خاص طور تي، مولانا غلام محمد

"گرامي" ۽ ڊاڪٽر محمد ابراهيم "خليل" جي تنقيدي مضمونن ته ادب جي ميدان ۾ ڪافي هنگامو برپا ڪيو. ازان سواءِ "طبقهءِ نسوان" جي نالي سان هڪ مستقل ڪالم پڻ مخصوص ڪيو ويو، جنهنڪري سنڌي نيائين کي ادب جي ميدان ۾ طبع آزمائي ڪرڻ لاءِ به چڱو ميدان هموار ٿي مليو. ان ڏس ۾ بيبي نگهت سلطانه جي مضمونن چڱي هلچل پيدا ڪئي هئي. انهن چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ نه آهي ته حصول پاڪستان جي تحريڪ ۾ مولائي شيدائي جي پُراثر قلم جو به وڏو حصو آهي؛ جو هميشه يادگار رهندو. چيف ايڊيٽريءَ جي دوران ۾، سندس معاونت ۾ بسمل ٽنڪڙائي مرحوم جي علاوه عبدالڪريم سعدي، مقبول احمد پنهور ۽ علي محمد شيخ به ڪم ڪري چڪا آهن. افسوس آهي جو مولائي صاحب کي پنهنجي سرپرستن جي قدرناشناسيءَ سبب اتان به استعيفا ڏيڻي پئي. اها اخبار، جنهن جون پاڙون مولائي صاحب جي ادارت وقت چڱيون پختيون ٿيون، سا اڄ تائين، بهرصورت، جاري آهي.

سنڌ يونيورسٽي جي فيلوشپ. سنڌ يونيورسٽيءَ، ابتدائي زماني ۾ سنڌين مان خانبهادر محمد صديق ميمڻ کي فيلو مقرر ڪيو هو. هن کي مهيني ۾ ٽي سو روپيا پگهار ڏنو ويندو هو. جڏهن سن ١٩٥٠ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جي فيلوشپ لاءِ وري چونڊ ٿيڻ لڳي، ته سنڌ يونيورسٽيءَ جي تڏهوڪي وائيس چانسيلر پروفيسر اي. بي. حليم هڪ چونڊ ڪاميٽي مقرر ڪئي، جنهن ۾ علامه دائود پوٽي صاحب ۽ مولوي دين محمد وفائيءَ کي پڻ کنيو ويو هو. فيلوشپ جي ان چونڊ ۾ مولائي صاحب به اميدوار هو، جنهن جي مقابلي ۾ سروري ڪاليج هالا جو موجوده پرنسيپال مسٽر محبوب علي چنا بيٺو. آخر، علامه دائود پوٽي صاحب ۽ مولوي دين محمد وفائيءَ جي راءِ موجب، مولائي صاحب، پيرحسام الدين شاهه راشدي ۽ لطف الله بدويءَ کي فيلو مقرر ڪيو ويو ۽ هرهڪ کي هڪ سو روپيا ماهوار پگهار مقرر ڪري ڏنو ويو. فيلوشپ جي پهرئين سال ۾ مولائي صاحب سنڌ يونيورسٽيءَ کي "روضة السند" نالي سنڌ جي تاريخي جاگرافي حوالن سميت تيار ڪري ڏني.

جڏهن سنڌ يونيورسٽي ڪراچيءَ مان حيدرآباد ڪجهي آئي، ته نئين وائيس چانسيلر علامه آءِ. آءِ. قاضي صاحب، سن ١٩٥١ع ۾، ڊاڪٽر سي. ڊيوبز جي انگريزيءَ ۾ لکيل هندوستان جي تاريخ (Reader of Indian History) جو سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ جو ڪم مولائي صاحب جي سپرد ڪيو. ان ڪتاب جي ترجمي ڪرڻ کان اڳ، مولائي صاحب، وائيس چانسلر صاحب کي ان ڪتاب ۾ ضروري اوڻن وجهڻ لاءِ درخواست ڪئي، جا انهيءَ شرط سان قبول ڪئي ويئي ته مولائي صاحب مٿين تاريخ جي ترجمي ۾ جن ڪتابن تان نوٽ لکندو، انهن ڪتابن جي نالن جا حوالا ڏنا وڃن. مولائي صاحب اها رٿ منظور ڪئي، ۽ ڪتاب جو ترجمو، "تاريخ هندوستان" جي نالي سان، سنڌ يونيورسٽيءَ کي پيش ڪيو، جو بعد ۾ نظر ثانيءَ لاءِ پروفيسر لطف الله بدويءَ جي حوالي ڪيو ويو. انهن ڪتابن جي علاوه، مولائي صاحب، فرينچ محقق ڊاڪٽر گستاو لي بان جي مشهور ڪتاب "تمدن عرب" جي

لمونن تي، قلمي تصويرن ۽ حوالن سان، "تمدن سنڌ" جا ٽي جلد پڻ لکي سنڌ يونيورسٽيءَ اڳيان پيش ڪيا. اهو ڪتاب سنڌ يونيورسٽي پريس مان ڇپجي عنقريب پڌرو ٿيڻ وارو آهي. سن ١٩٥٥ع ۾، مولائي صاحب جو اهو سلسلو به ختم ٿي ويو؛ جو ته سنڌ يونيورسٽيءَ فيلو مقرر ڪرڻ جو سلسلو ئي بند ڪري ڇڏيو.

تصنيفون. سنڌ يونيورسٽيءَ لاءِ لکيل ڪتابن مان "روضة السند"، "تاريخ هندوستان"، ۽ "تمدن سنڌ"، جن جو ذڪر مٿي ڪري آيا آهيون، تن کان سواءِ مولائي صاحب پيا هيٺيان ڪتاب پڻ تصنيف ڪري چڪو آهي:

(١) "تاريخ بلوچستان": جيئن ته هن کان اڳ بلوچستان جي تاريخ ۽ تمدن بابت سنڌيءَ ۾ ڪوبه مستند جامع ڪتاب موجود ڪونه هو، تنهنڪري انهيءَ ضرورت کي محسوس ڪندي مولائي صاحب بلوچستان جي مختصر تاريخ لکي، جا سندس محترم دوست ڊاڪٽر غلام رسول بلوچ، سن ١٩٤٠ع ۾ شايع ڪرائي. اهو ڪتاب سنڌ ۽ بلوچستان ۾ بيحد مقبول ٿيو. ان سلسلي ۾ وقت جي ڊي. پي. آءِ، علامه دائود پوٽي صاحب، ڪتاب کي ٽيچرس لئبررين ۽ سيڪنڊري اسڪولن لاءِ منظور ڪري، مولائي صاحب جي چڱي همت افزائي ڪئي. ان کان سواءِ ڪيس برٽش بلوچستان جي گورنر جنرل جي ايجنٽ طرفان، چار سو روپيا ۽ دربار قلات پاران اڍائي سو روپيا انعام طور مليا. اهو ڪتاب مولائي صاحب جو پهريون شاهڪار هو، جنهن جي اڄ به وڏي ضرورت محسوس ڪئي وڃي ٿي.

(٢) "جنت السند": هي ڪتاب سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن جي هڪ مڪمل تاريخ آهي. هي ڪتاب به مولائي صاحب جي پين تصنيفن وانگر حوالن جي خصوصيت کان خالي نه آهي. هي ڪتاب لکي مولائي صاحب سنڌي ادبي بورڊ اڳيان پيش ڪيو، جنهن ڪتاب کي منظور ڪري مولائي صاحب کان جملي حق ۽ واسطا ورتا، ۽ ان سلسلي ۾ کيس هڪ هزار روپيا ڏنا ويا. اهو ڪتاب به سنڌي ادبي بورڊ جي روايتي تزئين سان عنقريب پڌرو ٿي رهيو آهي.

(٣) "سفينة النوح" سنڌ يونيورسٽيءَ جي فيلوشپ واري دور ۾، مولائي صاحب کان، مسٽر محبوب علي چنا ۽ مسٽر ڪريم بخش چنا جي تحريڪ سان، مخدوم محمد زمان طالب المولي هن ڪتاب لکڻ جي فرمائش ڪئي. ياد رهي ته اهو ڪتاب اڳ ۾ پڻ مولانا دين محمد وفائي مرحوم ۽ خيرپور جي هڪ ٻئي مولوي صاحب جو سنڌيءَ ۾ لکيل هو. مخدوم طالب المولي جي ذاتي لئبرريءَ جي ڪجهه فارسي ڪتابن جي مطالعي کان پوءِ، مولائي صاحب، هڪ سال جي لاڳيتي ڪوشش ۽ ڪاوش کان پوءِ، "سفينة النوح" مڪمل ڪري سندن حوالي ڪيو. هي ڪتاب پڻ ضروري لوٽن ۽ حوالن سان سينڪاربل آهي، ۽ ان کي ٻن جلدن ۾ قلمبند ڪيو ويو آهي: پهرئين جلد ۾ حضرت مخدوم نوح غوث الحق رحمة الله عليه جي سوانح ڏني وئي آهي، ۽ ٻئي جلد ۾ سندن ملفوظات ڏنل آهن. هن ڪتاب ۾ سنڌ جي وچئين زماني تي روشني وڌي ويئي آهي، ۽ ضرورت مطابق نقشا به ڏنا ويا آهن، جن مان هالا شهر جي

جاگرافيائي پوزيشن ظاهر ٿئي ٿي. مولائي صاحب اهو ڪتاب جيترا ڏينهن لکندو رهيو، کيس مخدوم طالب المولي طرفان هڪ سو روپيا ماهوار ملندو رهيو، ۽ ڪتاب پوري ڪرڻ کان پوءِ سنڌس لاءِ 'سروري گنج' مان تاعمر ۲۵ روپيا ماهوار مقرر ڪيا ويا آهن.

(۴) "موسوين جي تاريخ": هي ڪتاب مولائي صاحب پراڻي سکر جي ڪن موسوي سادات جي فرمائش تي لکيو هو، جنهن ۾ موسوي سيدن جي شجري تي مختصر نموني ۾ روشني وڌي ويئي آهي. مولائي صاحب اٽڪل ۾ سال اڳ اهو ڪتاب مڪمل ڪري فرمائش ڪندڙ حضرات جي حوالي ڪيو هو، جو غالباً هن وقت به انهن صاحبن وٽ موجود هوندو؛ باقي ان کي اشاعت هيٺ ڪڏهن آندو ويندو، ان بابت راقم الحروف ڪجهه نٿو چئي سگهجي.

هن وقت مولائي صاحب سکر جي هڪ خوشنما حصي Uing's Hill تي پنهنجي ذاتي جاءِ ۾ زندگيءَ جا آخري ڏهاڙا گذاري رهيو آهي. اها نهايت خوشيءَ جي ڳالهه آهي جو سنڌس آخري زندگي نهايت اطمينان بخش ۽ پرسڪون آهي. خوش قسمتيءَ سان مولائي صاحب کي سنڌس زندگيءَ ۾ اهڙا ته پرخلوص دوست مليا، جن جي سرپرستيءَ هيٺ، مولائي صاحب جو همت ڪڏهن به نه ڀڄيو. اهڙن ڏکين وقتن ۾ جن مولائي صاحب جي همٿ ڪولي امداد ڪئي آهي، انهن ۾ مير محمد بخش خان ماڪائي (حال ايم. پي.) ڊاڪٽر غلام رسول خان بلوچ ۽ علامه عمر بن محمد دائود پوٽي جا نالا قابل ذڪر آهن. انهن کان سواءِ، موجوده وقت، جڏهن مولائي صاحب کي ڪو مستقل ذريعه معاش ڪونه آهي، ڪي صاحب مروت ۽ قدردان حضرات سنڌس هرطرح امداد ڪندا رهن ٿا، جن مان مخدوم محمد زمان طالب المولي جو نالو پڻ قابل ذڪر آهي. سنڌس پٽ به کيس معقول مالي امداد پهچائيندا رهن ٿا، جنهنڪري مولائي صاحب فڪر معاش کان آزاد ۽ لکڻ پڙهڻ جي شغل ۾ مصروف آهي.

---

سيد صالح محمد شاهہ

# سيد حاجي نور محمد شاهہ "نورل"

سيد حاجي نور محمد شاهہ ولد سيد اسماعيل شاهہ، فبروري ١٨٩٠ع ۾، ڳوٺ موري منگر تعلقي حيدرآباد ۾ تولد ٿيو. ڳوٺ موري منگر، حيدرآباد شهر کان ڇهہ ميل اپرلدي طرف، ننڍي قيصر ۽ شيخ پرڳڻي جي رستن جي وچ ۾ آهي. پاڻ "متعلوي" سادات آهن. ننڍي هوندي کان ذهين هوندا هئا. جيتوڻيڪ سندن والد صاحب زمينداري ڪرت ڪندا هئا، تہ بہ علم ۽ فضل ۾ ڪافي دسترس رکندا هئا، ۽ پنهنجي فرزند کي ڳوٺ کان هڪ ميل پري پينڊي شريف مدرسي ۾ ابتدائي تعليم لاءِ داخل ڪيائون، جتي سيد نور محمد شاهہ عربي، فارسي ۽ قرآن شريف جي تعليم مدرسي جي مشهور استاد مولوي ميين عبدالله ڪيرئي وٽان حاصل ڪئي. ڪجهہ وقت مرحوم ميين احمد وڪو، وڪن جي ڳوٺ واري (هوسڙيءَ لڳ)، وٽ پڻ پڙهيا. سندن شعر چوڻ جي ابتدا پڻ اتي - شاگرديءَ جي زماني ۾ ٿي. سندن قابليت ۽ ذهانت ڏسي، وقت جي ڊپٽي صاحب کين پينڊي شريف جي پرائمري اسڪول ۾ نائب ماستر مقرر ڪيو، ڇاڪاڻ تہ ان وقت پينڊي شريف ۾ علم جو گهڻو چرچو هو، ۽ ڪنهن گهٽ لياقت واري ماستر وٽ اتي جا ساٿهو پنهنجا ٻار پڙهائڻ لاءِ تيار نہ هئا. اهو ١٩١٥ع جو زمانو هو. ان وقت شاهہ صاحب جن جي عمر پنجويهہ ورهيہ هئي. پورا پنيهہ سال ساڳئي اسڪول ۾ نوڪري ڪري، ١٩٤٦ع ۾ رٽائر ڪيائون. اسڪول جي نوڪريءَ سان گڏ شعر و شاعري ۽ مطالعي جو هميشه شوق رهندو آين. جيڪو وقت ڊيوٽيءَ کان فارغ رهندا هئا، سو صوم و صلوات ۽ مطالعي ۾ گذاريندا هون. تعليم جي متعلق سندن هميشه اهو رايو هو تہ تعليم کان سواءِ انسان انڌي جي آچار آهي؛ ان ڪري پنهنجي وڏي فرزند سيد عبدالرحمان شاهہ کي اعليٰ تعليم ڏياريائون، جو هن وقت ايگزيڪيوٽو انجنيئر آهي. جيڪو شعر چوندا هئا، سو پنهنجي هٿ-لکيل بياض ۾ ويندا هئا درج ڪندا، جو اڄ تائين وٽن موجود آهي، ۽ جنهن ۾ شروع کان وٺي اڄ تائين جو چيل ڪلام محفوظ آهي. سندن اکر سهڻا آهن، جنهنڪري مجموعو خوشخطيءَ جو هڪ نادر نمونو آهي. شاهہ صاحب جو ڪلام مناجاتن، رباعين، غزلن، قصيدن، مداحن، مرثين، ۽ منظوم خطن تي مشتمل آهي. خطبن جو هڪ مجموعو پڻ سندن تصنيف آهي.

## ڪلام

(ٻانڊ ڳالهه ڪندا آهن تہ ٻند رهن ورهين جي عمر ۾، جڏهن اڃا پڙهندا هئا، تہ هڪ ڪافي چٺي ڪاغذ تي لکي پنهنجي استاد کي ڏيکاريائون، جنهن کين ايڏي خداداد قابليت تي مبارڪ ڏني. اها ڪافي هيءَ آهي-)

جوڳيڙين کو پيتو جام، مست رهيا مخمور مدام،
ڪهاڻو ڪنهيرو ڪروهَ پياري، ڪاروڙن کي ڪيو گمنام.

سُرڪي پي سي سامي سنرا، ٻنيا ٻيراڳي جي ٻس ٻنرا،
چوري چنگڙا ڪينر ڪنرا، راول ريجهائن تسا رام.

لاهوتي اڏ رات ليلائن، پر ۾ پنهنجو پاڻ پڇائن،
جوڳ الله رجند جان جلائن، ڪانيو ڪائن خدشا خام.

پورب پُريا چوتا چاڙهي، حاذق هليا هيجان هاڙهي،
ڪين ڪنوات ڪنيا ڪاڙهي، آيـن آڄ ٻـڪ ۾ آرام.

"نورل" ناڳن کي لينهن نايو، پيوس تن کي برهه ٻنايو،
ويراڳن ويران وسايو، الک آديسين ڏنيو انعام.

*

اکڙين لايو آر آتي، لاهه جتي ڪا جاءِ پڇڻ جي!
آءٌ هتي حيران هميشه، منهنجو خوش منٺار آتي.
حال حقيقت هيٺي جو هيءُ، اوني ڪچ اظهار آتي.
قالب قسمت جا ڏينهن ڪاٽي، هاڻ ٽنگيو هر بار آتي.
لاهه لجين ري لند "نورل"، ياد ڪري من يار آتي!

●

اي صبا، ڪا سڌ سما ڏي دلربا دلدار جي،
خوش طبع، شيرين زبان، گوهرفشان گفتار جي.

سمرتن، سيب ذقن، غنچہ دهن لءِ دل سِڪي،
آهو آڪند آهو چشم، گل جسم، گل رخسار جي.

جن سوا ساعت نہ سک، تن ري ٿيا مهنا مُنڪي،
هاءِ منهنجو حال هوڙي هول ڪان وہو مارجي!

انتظاريءَ ۾ وبچاري بيقراري بار بار،
من ملي مٺيءَ کي تسلي ماهرو مختار جي.

يا خدا "لورل" گدا جي هيءَ صدا ڪر تون قبول،
بخش دربالي ڪٿر، دلدار جي دربار جي!

●

ياد وارن کي وسارين يار چو؟
غمزدن سان ڪڏ نہ گهارين يار چو؟

جي پتنگ جئن پرت پنهنجيءَ ۾ پچن،
تون نہ تن سان پرت پارين يار چو؟

حب" سان آن وت هلي جي تا اچن،
در مٿان تن کي ڌڪارين يار چو؟

جي مٺا مارڻ اوهان جي ڪان اگهي،
مفت موني تن کي مارين يار چو؟

حب" تنهنجي ۾ هنيل حيران جي،
دشمني تن سان ڏارين يار چو؟

منهن ڏسڻ لاءِ مست ماندا تا مرن،
وصل ڪان، وانجي سي وارين يار چو؟

"لورمحمد" جي لمائي حال تي،
ڪين نرميءَ سان لهارين يار چو؟



عبدالڪريم سعدي

# محمد خان ”غني“

ٺٽيءَ جو هڪ اهو خاندان، جنهن ۾ پشتا پشتي پنهنجي پيڙهين تائين شاعريءَ ۽ حڪمت جو پتو پوي ٿو- اڄ انهيءَ مسند جو مالڪ محمد خان ”غني“، مالڪ هاشمي پرنٽنگ پريس، ۽ ايڊيٽر ”مسلمان“ حيدرآباد، آهي. محمد خان ”غني“، سنڌ جي جيد شاعر حافظ حاجي حامد ٺٽوائيءَ جو پوٽو، مرحوم محمد دائود ”مومن“ جو پٽ، ۽ مرحوم محمد هاشم ”مخلص“ جو ڀائٽيو، ١٨ ذي الحج ١٣٢٠هه سومر جي رات هن دنيا جي ڀرپور منزل ۾ قدم رکيو. مرحوم و مغفور حضرت ”مخلص“ صاحب جن جا ٻه فرزند وفات ڪري ويا هئا، جن کي ڪو وڏو عرصو نه گذريو هو ۽ والدين جون اکيون اڃا آليون هيون: مرحوم محمد دائود صاحب، مرحوم ”مخلص“ ۽ سندن اهليه جي دلجوئي انهيءَ ۾ سمجهي جو پنهنجي نئون مولود کي کڻي انهن جي جهوليءَ ۾ وڌائين. ۽ هن اها جهولي اُنهن جهلي جو سندن زندگيءَ جي آخرين دم تائين هڪ پل به کانئن جدا نه ٿيا. ”غنيءَ“ جي پرورش ٺٽو جهڙي علمي خطي ۾ ٿي. تعليم جي ابتدا ٺٽي جي سنڌي اسڪول کان ٿي. وچ ۾ پارسي ۽ قرآن شريف جي تعليم، مرحوم و مغفور حافظ عبدالله صاحب ”بسمل“ کان وٺندو رهيو. سال ١٩١٦ع ۾ سنڌي فائنل پاس ڪيائين. حيدرآباد ميونسپل ۾ ماستر ٿيو. ٺٽي جي علمي ادبي محفلن مان هن گهڻوئي پرايو. حيدرآباد آيو، ته اتي جي ادبي محفلن سندس جدي ورثي، شاعريءَ، کي چار چنڊ لڳايا. ٻه سال ٽريننگ ڪاليج پاس ڪيائين. ١٩٢٣ع تائين ماستري ڪري، وري تيداري ٽريننگ ڪاليج ۾ داخل ٿيو. ١٩٢٣ع ۾ تيداري پاس ڪيائين، مگر نوڪري ڪانه ڪيائين. ١٩٢٤ع کان ”مسلمان“ اخبار جي دفتر ۾ داخل ٿيو. ١٩٣١ع ۾ مرحوم ”مخلص“ پنهنجي زندگيءَ ۾ ئي ”مسلمان“ ادارت سندس حوالي ڪئي، جا اڄ تائين سندس هٿ ۾ آهي.

سنڌ جي شاعريءَ جي تاريخ هن ڳالهه جي شاهد آهي ته جيڪي به انقلاب سنڌي شاعريءَ ۾ آيا، سي هن خاندان جي ئي طفيل آيا. ڏوهيڙن وارو دور اڃا هلندو ئي هو، ته مرحوم خليفي گل محمد هالائيءَ کان سو-سوا سو سال اڳ هن خاندان سنڌي شاعريءَ کي غزل جو جامو پهرائڻ شروع ڪيو. ١٩٥٢ع کان وري سنڌي شاعريءَ ۾ ڪافين ۽ ڏوهيڙن جو رواج ڏيارڻ جو سهرو ”غني“ صاحب جي سر تي آهي.

"غني" جي شعر جو وڏو ذخيرو موجود آهي، جنهن ۾ ٻه مثنويون طبعزاد، ۽ هڪ مثنوي ترجمو ٿيل آهي. "مسدس حاليءَ" جي ترجمي تي پنج سو رپيا انعام جو اعلان ٿيو: قريباً ڏهاڪو کن ترجما پيش ٿيا، مگر ترجمو بحال "غني" صاحب جو ٿيو. مثنوي "فاتح سنڌ" تي ادبي بورڊ کيس ست سؤ روپيا انعام ڏنو. هڪ ڪافيءَ تي حضرت پير صاحب پاڳاري کيس پنج سو رپيا انعام مرحمت فرمايا.

هن پوئين دور ۾، "غني" صاحب جي شاعريءَ جي قدردانن ۾ جناب مخدوم محمد زمان "طالب المولى"، جناب "سرشار" عقيلي، قاضي سچيڏنو صاحب ڪليڪٽر، آغا عبدالمجيد صاحب ڪليڪٽر، ۽ ٻيا به اهڙا ئي علم دوست بزرگ آهن، جي "غني" صاحب جي شاعريءَ کي عزت جي نگاهه سان ڏسن ٿا. نه فقط آچوي ديار ننگر کي، بلڪ پوريءَ سنڌ کي هن بزرگ هستيءَ تي ناز آهي. شل الله تعاليٰ کيس خضري عمر عطا فرمائي، جنهن ڪان سنڌي ادب جو خزانو مالا مال ٿيندو رهي!







# ماسٽر عبدالله "خواب" حيدرابادي *

نالو عبدالله، "خواب" تخلص اٿس، پاڻ کي 'حيدرآبادي' چوائيندو آهي. عبدالله "خواب" حيدرآبادي صاحب هڪڙو ڪلڙو رلڻو ملڻو ۽ ساده دل انسان آهي. هو ڪاوڙجي به جلدي، ته پرچي به جهٽ پٽ - جهڙو ننڍڙو! دل ۾ ته رکي ئي ڪين، جيڪي اندر ۾ هوندس سو چٽي ڏيندو. اهائي سادگي ۽ سچائي سندس شاعريءَ ۾ به سمايل هوندي آهي. سندس ڪلام ۾ شاعرائي تعلي گهٽ، ۽ حقائق جي چٽسالي گهڻي ۽ کهري نظر اچي ٿي.

خواب صاحب ۱۹ شوال ۱۳۲۱ هجريءَ ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو علي بخش، ذات پٺي آهي. ننڍي هوندي سندس تعليم ايتري نه ٿي سگهي: ٻه ٽي درجا سنڌي پڙهيائين، پر پوءِ ذاتي ذوق ۽ ماحول جي اثرات جي ڪري ايترو اپياس ڪيائين جو چڱيءَ طرح لکي پڙهي سگهڻ لڳو. اهوئي ذاتي ذوق شوق ۽ شاعراڻو ماحول هو، جنهن سندس موزون طبيعت کي ڪتابن جي اپياس، فطرت جي مطالعي ۽ فڪري صلاحيتن کان ڪم وٺي ڪلام چوارايو، ۽ هي ٿورو پڙهيل شخص به چڱيرڙن جي صحبت ۾ چڱيرڙو ٿي پيو. هو اڳتي وڌي بهرين صف جي شاعرن ۾ ته نه اچي سگهيو، پر سندس ڪلام اهڙو به نه آهي جنهن کي هرو ڀرو نظرانداز ڪري ڇڏجي: ڇاڪاڻ جو ان ۾ سندس دور جي جهلڪ ضرور نظر اچي ٿي. شاعر کي پنهنجي دور ۽ ماحول جو عڪاس ٿيڻو پوي ٿو، ۽ سندس دل جي تار کي جڏهن ڪو ڇيڙڻ وارو ملي ٿو، ته ان مان اهو ازلي نغمو نڪري ٿو، جو فضا کي لطيف بڻايو ڇڏي، ۽ دنيا جي غوغا ۾ اهڙي ته شيريني پيدا ٿيو پوي، جو هرڪا دردمند دل جهوميو اٿي.

خواب صاحب جو والد بزرگوار، ميان علي بخش، هڪ عاشق رسول ۽ مولودخوان شخص هو. هن جي دوستي ان وقت جي شاعرن - جهڙوڪ فاضل شاهه، وغيره - مولودين ۽ ثناخوان سرور ڪائنات سان هوندي هئي. هن جي اوطاق سنڌ جي روايات جو هڪ نمونو هئي، جتي مسافرن ۽ مهمانن جي جهو لڪار سدا پيئي پئي هئي. اهوئي ماحول هو، جنهن سيد محمد حيات شاهه "حافظ" کي به کهلي آئي سدا جي لاءِ حيدرآباد جي هن محفل جي رس وٺڻ لاءِ هتي رهائي ڇڏيو. راڳ روپ، مدح و ثنا ۽ مهمان نوازي هن محفل جون خاص خوبيون ۽ خاصيتون هيون. انهيءَ ماحول ۾ ننڍڙو عبدالله، جو اڳتي هلي 'ماسٽر عبدالله' جي نالي سان مشهور ٿيو، وڏي وڏو ٿيو.

۱۹۲۶ع ڌاري، جناب محمد بخش "واصف" جي اوطاق تي مشاعرا ٿيڻ لڳا، جن ۾ محمد صديق "مسافر"، فقير محمد "عاجز"، محمد هاشم "مخلص"، مراد علي "ڪاظم"،

* هيءَ سوانح عمري، "خواب" صاحب کان مليل مواد مان ترتيب ڏني ويئي آهي. - مرتب

محمد موسيٰ ”راز“، سيد محمد حيات شاهه ”حافظ“ ۽ ٻيا حضرات وقت بوقت اچي شامل ٿيندا هئا. ١٩٢٧ع ۾ ”مسلم ادبي سوسائٽي“ شروع ٿي، جنهن ۾ وري مٿين شاعرن کان سواءِ سيد ميران محمد شاهه، محمد صديق ميمڻ، عطا محمد ”عطا“، شيخ محمد ابراهيم ”خليل“، حافظ عبدالله ”بسمل“ ٽکڙائي، ليکراج کشنچند ”عزيز“، محمد خان ”غني“ ۽ ٻيا ناليرا شاعر به اچڻ لڳا. لنڊڙو عبدالله، مٿين ٻنهي هنڌن تي ٿيندڙ مشاعرن ۾ پنهنجو ڪلام وڃي پڙهڻ لڳو، جتي کيس داد ۽ آفرين ته خير ڪي ملنديون هيون، البت ڪچڙيءَ مکڙيءَ کي نئون ڪل ٿيڻ لاءِ ادب ۽ شوق جي نسيم سحري جهوليءَ ۾ ويهاري لوڏا ڏيڻ لڳي- تان جو هڪ نازڪ غنچو، شاداب پونو ٿيڻ جي پيو. وقت گذرندو ويو، ۽ خواب صاحب اڳتي وڌندو رهيو. هو قومي رهنمائن جي شان ۾ گيت ڳائڻ لڳو. مختلف تحريڪن- مثلاً تحريڪ خلافت- ۾ ڀرو وٺڻ لڳو. هو عيد ميلادالنبي ۽ اهڙين ٻين مذهبي تقريبن ۾ نظم، تهنيت ناما، نعتون ۽ ٻيو ڪلام پڙهڻ لاءِ زهر پياڪ عاشق وانگر اچي حاضر ٿيندو هو. هاڻي هي شخص نه رڳو ڪلام جوڙيندو هو، پر عملي طور تي تحريڪن سان وابسته ٿيڻ لڳو. نتيجي طور، خلافت تحريڪ جي سلسلي ۾ ٽي ڏينهن جيل ۾ پڻ پوڳيائين.

شروعات ۾ هن شاعر جي شاعرانه حياتيءَ جي تربيت ۾ سندس استاد سيد محمد حيات شاهه ”حافظ“ ۽ وڏي ڀاءُ محمد موسيٰ ”راز“ جو وڏو هٿ رهيو آهي؛ پوئين دور ۾ وري ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم ”خليل“ سندس اهڙي ته حوصلي افزائي ڪئي، جو هو هميشه جي لاءِ شاعريءَ جو ٿي رهجي ويو. خواب صاحب جي حياتيءَ ۾ هڪڙو اهڙو وقت به آيو، جو کيس وطن عزيز جا وڻ ڇڏي ساهرائي ملڪ ماندوي بندر ۾ وڃي رهڻو پيو، جتان هو سن ١٩٤١ع ڌاري موٽي آيو، ۽ حيدرآباد ۾ ڪجهه وقت بيمار رهڻ کان پوءِ، تلڪ چاڙهيءَ تي درزڪو دوڪان اچي کوليائين، جنهن تي اڄ تائين پيٽ-قوت لاءِ محنت مزدوري ڪندو ٿو رهي. هي شخص حيدرآباد ۾ آيو، ته وري به ادبي ۽ علمي محفلن، جلسن جلوسن ۽ ٻين تحريڪن ۾ حصو وٺڻ لڳو. ان وقت حاجي شاهه تي، صدر بازار ۾، اردو مشاعرا ٿيندا هئا. سال-ڏيڍ گذرڻ بعد، حيدرآباد ۾ ”انجمن ترقيءِ اردو“ جي شاخ کلي، جنهن جي سهاري هيٺ نه رڳو صدر ۾ اردو ڪتابن جو هڪ چڱيرڙو ڪتبخانو کليو، پر علمي ۽ ادبي چرچو ۽ ڏيک ويک به وڌي ويو. ادبنواز حضرات، جماعتن ۾ ولهجڻ جي بدران، انجمن ۾ گڏجي ڪم ڪرڻ مناسب ڄاتو، ۽ هاڻي حاجي شاهه وارا مشاعرا ڦري انجمن جا مشاعرا ٿي پيا. مشاعرن جو هي دور به ٻه ٽي سال هليو، پر پوءِ انجمن جي سيڪريٽريءَ جي خود سريءَ سببان هيءَ مثل محفل به ڦٽي پئي. خواب صاحب به انهن مشاعرن ۾ شامل ٿيندو هو، جتي سندس واقفيت ڪيترن ئي اردو شاعرن سان ٿيندي رهي، جن مان سعيد احمد ”سعيد“، محمد رمضان ”شاد“ ۽ هڪ سنڌي نوجوان مرزا فيض علي ”فيض“ جا نالا قابل ذڪر آهن.

ان دور ۾، لاڙڪاڻي ۾، قادري صاحب، حاجي محمود ”خادم“، نوازعلي ”نياز“ ۽ ڪجهه ٻين صاحبن جي ڪوشش سان، ۽ دادوءَ ۾ جمع خان ”غريب“ ۽ حافظ محمد ”احسن“

جي ڪوشش سان، مشاعرا ٿيڻ لڳا، ۽ سنڌي ادب کي زور وٺائڻ جي مقصد سان لاڙڪاڻي مان هڪ رسالو "اديب سنڌ" پڻ جاري ڪيو ويو. انهن مشاعرن جون طرحون ڪارڊن جي ذريعي سڄيءَ سنڌ جي شاعرن ڏانهن موڪليون وينديون هيون، جن تي شاعر ڪلام جوڙي موڪليندا هئا، ۽ اهو ڪلام هر مهيني، مقرر ٿيل تاريخ تي، پڙهي ٻڌايو ويندو هو. لاڙڪاڻي وارن مشاعرن جو احوال ۽ ڪلام "اديب سنڌ" ۾ شايع ٿيندو هو. ان رسالي جي ذريعي، تنقيدي مضامين جي پڻ شروعات ٿي ۽ شاعرانه نقطن تي بحث ٿيڻ لڳو، جنهنڪري عام شاعرن ۾ فني شعور وڌيو ۽ پڪو پختو ٿيو. خواب صاحب نه رڳو انهن مشاعرن ۾ حصو ورتو، پر گهڻو ڪجهه پرايائين به، ۽ ڪيترن ئي نالي شاعرن - جهڙوڪ جمع خان "غريب"، حافظ محمد "احسن"، حاجي محمود "خادم"، لوازعلي "نياز"، عطامحمد "حامي"، غلام محمد "گرامي"، مخدوم طالب المولى، وغيره - سان واقفيت ٿيس.

سن ۱۹۳۸ع ۾ "بزم خليل" حيدرآباد جو پايو پيو، جنهن جي اهتمام هيٺ سنڌي، اردو ۽ فارسي مشاعرا ٿيڻ لڳا. شروعات ۾ هي محفلون گهڻو زور هيون ۽ باقاعدگيءَ سان ٿينديون هيون، پر پوءِ انهن جو به زور ٽٽڻ لڳو، ڇاڪاڻ جو ڪيترن ئي دوستن کي نوڪريءَ سانگي شهر ڇڏي ٻاهر وڃڻو پيو، ۽ ڪن جو وري شوق گهٽجي ويو. هاڻي ان بزم جو هفتيوار ڪلاس "خليل" صاحب جي جاءِ تي ٿيندو آهي، ۽ بس! البت، بزم جو ساليانو جلسو، حيدرآباد جي ادبي زندگيءَ ۾ وسامندڙ شمع جي آخري جهلڪن وانگر چمڪندو رهي ٿو. ان بزم جي ذريعي خواب صاحب جي دوستي سرورعلي "سرور"، لطف علي شاهه "منظور" نقوي، رشيد احمد "رشيد" لاشاري ۽ مظفرحسين "جوش" سان ٿي. عبدالقيوم "صائب" سان سندس واقفيت ۱۹۳۳ع ڌاري ٿي هئي، پر سائس گهاٽائپ 'بزم خليل' ۾ شموليت کان پوءِ ئي ٿي. مٿين سڄڻن سان اڄ تائين سندس نيازمندانه رستو آهي.

"سنڌي ادبي سنگت" شروع ٿي، ته خواب صاحب ان ۾ به سرگرميءَ سان حصو وٺڻ لڳو، ۽ اڄ تائين وٺندو اچي.

خواب صاحب جي ادبي زندگي گوناگون آهي، ته وري سندس گهرو ۽ معاشرتي حياتي به هڪ سبق آموز داستان آهي. هن جي شادي اٺيهن ورهين جي ڄمار ۾ پنهنجن ويجهن عزيزن مان ٿي، جيڪي مانڊوي بندر (ڪڇ) ۾ رهندا هئا. شاديءَ کان پوءِ به سال کن سنڌ ۾ رهيو، پر مائيجي ماءُ نه سٺس؛ جنهنڪري اباڻا ڪک ڇڏي وڃي ساهرالو ماڳ وسائڻو پيس. ڏئيءَ جي عجيب ڪرڻي ڏسو جو اتي به سک نصيب نه ٿيس: ڇاڪاڻ جو اتي وري خواب صاحب جي شريڪ حيات جي مائيجي ماءُ پنهنجي ڌيءَ کي نه سٺو. خواب صاحب جو سهرو لکاپتي شخص هو، جنهن جو واپار ڏيساور تائين تر ۾ ٻرڪ هو. مهاراجائن جي درٻار کان وٺندي معمولي واپارين جي دوڪانن تائين سندس نالو هوندو هو. هئي خواب صاحب جي هيءَ حالت هئي، جو هو هڪ وڏي شاهوڪار جو ڪنگال نالي هو. هن دولت ۽ نالو اکين سان ضرور ڏٺو،

پر ان کي کتب آئي پنهنجي حياتي سڌاري نہ سگهيو: بنگلا ۽ محلاتون ڏنائين، پر انهن جي سڪي جيوت گهاري نہ سگهيو: مطلب تہ ڏسي سو سڀڪجهہ سگهيو، پر واپرائڻ جي قوت ڪانہ هيس. اهي سڀ نعمتون هن جي لاءِ منع ٿيل ميوي وانگر هيون. هو ڪڇ ۽ تيرهن چوڏهن ورهيہ رهيو، ۽ ڪي ڏينهن اهڙا بہ آيا جو پارن پڇن سوڌو لنگهڻ بہ ڪيڍيائين. آفرين آهي ان عورت کي، جنهن هيڙيءَ دکي حياتيءَ ۾ بہ پنهنجي پتار جو ساٿ نہ ڇڏيو، ۽ سڀڪجهہ صبر سان سٺو!. خواب صاحب جي زال نيٺ بيمار ٿي پيئي، جنهنڪري ان کي مانڊوي بندر مان وٺي اچي حيدرآباد ۾ پنهنجي وڏي ڀاءُ محمد موسيٰ «راز» جي دروازي تي رهڻو پيس. هن صاحب لڳو ابيجاڻي جي گهڻي خدمت ڪئي، پر پنهنجي ڀاڄائيءَ جي دوا درمل ڪرائڻ ۾ بہ وسان ڪين گهٽايو. پر، مائيءَ جي پرباني کا پڇي آئي هئي ۽ چوٽنا اچي پورا ٿيا هئس، سو داعيءَ اجل جي سڏ تي لبيڪ چئي آخري سفر تي هلي وئي. ان وقت خواب صاحب پاڻ بہ بيمار هو، ۽ سنڌن جو اهڙو تہ سور هوس جو بستري تان اٿي بہ نٿي سگهيو- پياري رفيقہءِ حيات جي ڏوليءَ کي ڪلهو بہ ڪين ڏيئي سگهيو. ائين ڪندي، ڪيس سلهہ جي نڪري بيماري بہ ٿي پيئي، جا ڏيڍ سال ڪن هلي- پر اهڙي ڪنهن ڏاهي جو هٿ نصيب ٿيس، جو چاڪ چوبند ٿي اٿيو.

خواب صاحب جي تصنيفات ۾ سندس ڪلام، داستانِ حيات ۽ سفرنامو آهن. سنڌي ڪلام کي «تعبيرِ خواب»، اردو ڪلام کي «خيال و خواب»، سفرنامي کي «سفر جو سفر»، ۽ حياتيءَ جي احوال کي «داستانِ دردِ دل» جي عنوانن هيٺ جمع ۽ قلمبد ڪيو اٿس.

## ڪلام

•

پنهنجي مکڙين جي تبسم کي تو برباد ڪري، باغبان پنهنجو ئي پنهنجو تو چمن پاڻ لٽي.
مرغزارن جي مرادن سان ڪري رالد تو اڄ، آشيانن جا نشان سوئي ڦناڻڻ تو گهري.
دامنِ ابرِ بهاران مان شرارا ٿا وسن، آتشِ گل جي تپش کان تو گلستان سڙي.
جن بهارن جي تصور ۾ خوشي ٿي لڀي، تن هوائن جي هنجن ۾ تو گلستان هجي.
ويس ۾ امن جي آيا کي امين ظلمت جا، کي سيہ ڪار هليا سانگ سفيديءَ جو ڪري.
خون مکڙين جو ڪري سانگ رچائي جيڪو، تنهن جي تهذيب مان تڪذيب جي بدبوءِ ٿي اچي.
باھ هيءَ گلشنِ هستي جي اجهامي ويندي، فصلِ گل وارو هنر واءُ سٺائو تو لڳي.
وقت ايندي ئي هي حالات بدلجي ويندا، رنگ بدلائيندو سنهنجو تو وطن هائي رهي.
پنهنجي ماحول جي گلشن ۾ ڏسان تو گرمي، حسنِ گل مان متان گلچين کي نہ ڪا باھ لڳي.

«خواب» خستہ تو ڪري شعلہ نوائي ڪي پسند،
جوت هلچل جي نئين جڳ ۾ جلائڻ تو گهري.

●

ڪِن قدم اهڙو جو دنيا جون اکيون پون کُلي، پنهنجي ايثار جو دنيا جي دلين کي ڏي يقين،
فرش جي خاڪ مان اڪسير بنائڻ وارا، ڪيميا گر جي ٿو دنيا ۾ اچا ڪاڻ ڪڍين!
عرش تي پنهنجي تخيّل جا ڏيا پاريندڙ! چنڊ تارن جي نظارن ۾ ڏسو غلطان رهين!
زندگي ڪي نہ رهيو آهہ روايات جو قيد، پنهنجي تهذيب و تمدن کي ٿو بدنام ڪرين!
رات جي سيني تي جيسين نہ صبح ٿيندو سوار، تيسين ٿيندي نہ زماني جي منور ڪا جبين.
درِ خسرو جي اکيان حسن جهڪي جي پوندو، ڪوهڪن مرندا، مگر عشق جي جهڪندي نہ جبين.
آدمي عظمتِ آدم کي ٿا تورين تڪين، بنتِ حوا جي ٿو ڪريان ڏسان زهره جبين.
جنهن جي فطرت ۾ وفائن سان بغاوت آهي، اهڙي باغيءَ ۾ وفائن جي ٿو اميد رکين!
حوصلو رک اهو آفت کان ڏياري جو نجات، ٿي جبل بيهہ تہ طوفانِ حوادث کان بچين.
دين و ايمان وطن وڪڻي ٿو مارائين ملوڪ، اچا منصب جي جيئڻ ڪاڻ ٿو مردارٌ مرين!
نہ سو دانهن ۾ اثر آهہ، نہ آهن ۾ شرر، خالي دانهون ٿو ڪرين ۽ ٿلهيون آهون ٿو پرين.

●

عقل جو مبهم اشارو ڏسو چوي فرزانہ ٿي، جذبِ الفت جي تقاضا آهہ تون ديوانہ ٿي.
قصہ منصور ٿي، يا طور جو افسانہ ٿي، ڪنهن طرح سان تون بہ زيبِ محفلِ جانانہ ٿي.
منڪرِ الفت ڪڏهن چڙهہ بارگاہِ حسن مان، مجرمِ شرعِ محبت ڪاڻ ائين جرمانہ ٿي.
ٿي اجل يا خود اجل جي خوف کان ٿي بي نياز، انجمن جي شمع ٿي يا شمع جو پروانہ ٿي.
ڪعبہ دل ۾ نہ ڪنهن سان بغض رک اي واعظا، جي ملڻ چاهين ٿو حق سان، محرمِ بتخانہ ٿي.
ڏس تخيل جي بلنديءَ تان حيات و موت کي، پوءِ پلي الفت ۾ تون هر مشربِ پروانہ ٿي.
هر شڪستِ آرزو ۾ آرزو جو ڏس خمار، پنهنجي ناڪامي ڏسي اميد جو پيمانہ ٿي.
چڏ تمناي خودي، ڪر بيخودي کي راهبر، پاڻ ۾ لهہ پنهنجي منزل، خضر کان بيگانہ ٿي.
محفلِ حسنِ خودي ۾ بيخودي جو ڪر ظهور، طور وارو نور ٿي، يا طور جو افسانہ ٿي.
رات جي تاريڪ پردن مان عيان ٿيندي سحر، زلف کي رخ تمان عنائي جلوهٔ جانانہ ٿي.
دل جي زخمن ساڻ ڪر تخليق هڪ تازہ بهار، عالمِ ديوانگي ۾ رونقِ ويرانہ ٿي.

مڪتبِ حسنِ ازل ۾ "خواب" ٿيندين سرفراز،
امتحانِ عشق ۾ نادان ٿي، دانا نہ ٿي.

●

چنڊ ۾ ناهہ سو ستارن ۾، نور ليلن ڏٺو جو نارن ۾.
جو منجهين ٿو پين سهارن ۾، ڏول ڪومائيا بهارن ۾.
قلب منهنجو تہ داغدار آهي، فيض وحشت ڏسو بهارن ۾.
فصل گل ٿيو تباہ ڪن ثابت، زندگي ختم ٿي بهارن ۾.
منهنجي زخمن سان ڇيڙڇاڙ نہ ڪر، باهہ ويندي لڳي بهارن ۾!

منهنجي ديوانگيءَ جي حدِ نظر،     هوش جي آهه خار زارن ۾.
موجِ طوفان جي کلا کهڙي،     ڪشتيون ڪر ٿيون ڪنارن ۾.
آدميت ـ طلب ڪٿي آهن؟     آدميت رهي خسارن ۾!
اهڙو آيو قلندرن کي جلال،     زلزلو جـڳ پيو تاجدارن ۾.
زندگي زندگاليءَ جي ٿي دشمن،     نه رهيو لطف روزگارن ۾.
فصلِ گلِ "خواب" کي فريب ڏنو،     زندگي ختم ٿـي لقارن ۾.

●

بزمِ ادب ۾ اهلِ سخن خوش بيان ڪٿي-     يعني چمن ۾ ذڪرِ بهار و خـزان ڪٿي!
بيذوق بـزم شعر و سخن جي رهي وڃي،     آهن هزار نڪته چين، پر نڪته دان ڪٿي!
علم و ادب جو باغ ٿو ويران نظر اچي،     'سعدي' جي "گلستان" جا رهيا باغبان ڪٿي!
بس گردِ ڪاروان به نظر ڪاله ٿي اچي،     اي آسمان، پـڏاءِ سندم ڪاروان ڪٿي؟
ويران ٿئي نه ڪنهن جو پريو گهر خدا ڪري،     گذري نه انقلاب ڪو ڪنهن جي مڪان ڪٿي!
چيڙيان نه ٿو مان پنهنجي تباهيءَ جو داستان،     افشا ٿئي نـه راز توهان جـو متان ڪٿي!
مان بيخوديءَ ڪان ترکِ عبادت ڪريان ٿو اچ،     بيگانو ٿـي وڃـي نـه سنديءَ آستان ڪٿي!
بجلي جي بيکليءَ ۾، تلاطم جي موج ۾،     مون کي ولي وڃي ٿي محبت ڪڻان ڪٿي!
پوشيده توکان ڪوبه نه آهي چمن جو راز،     بـادِ صـبـا، پـڏاءِ سندم آشـيـان ڪٿي؟

دل ۾ رکي ٿو "خواب" تمناي عرضِ حال،
ليڪن شـعـورِ نـطـق مجالِ بـيـان ڪٿي!

●

ڪاتبِ قـدرت وڏاهو آهـ شـانِ زندگي،     چـا لـکـي منهنجو قلم حسنِ بيانِ زندگي!
بي ثباتيءَ جو لـکان چـا چـا بيانِ زندگي،     ختم هڪ هڏڪيءَ سان ٿيندو داستانِ زندگي!
ڪوله ڪنهن ڪان ٿي سگهيو پورو بيانِ زندگي،     ويو رهي سـڀ جـو اڌورو داستانِ زندگي.
بـي بسي ۽ بيڪسي، بيچارگـي، آوارگي،     بيڪسن جـو امتحان آهـي جـهـانِ زندگي.
ياس و غمِ رنج و الم جي مضطرب تصوير آهه،     ابتدائي عشق جـو مرڪز ٿي جانِ زندگي.
ٿي رهيو سينو پرڻ اڄ زخمِ الفت جي طفيل،     ٿـي سراپـا جـان منهنجي ڪشتگانِ زندگي.
زندگيءَ جي ڪجهه حقيقت ڪو ڪنهن جي دل ڪان پڇ،     تـو ٿئي ان سـان لاشڪ ڪامرانِ زندگي.
چا ٻڌائي چا ٻڌايان ان جـا بيداد و ڪرم،     هـڪ زمينِ زندگي، هـڪ آسمانِ زندگي!

چاره گر اي "خـواب" توکي وقت تي آيو نه ڪم،
ڪـم ويـو پنهنجو ڪـري دردِ نـهـانِ زندگي!

*

جدوجهد بـراي حبِ وطـن هـجـي هـا، پنجاهه لک تي غالب هرگز نه 'ون' هجي ها!

محمد رمضان "آزاد"

# حڪيم محمد صادق "طالب"

حڪيم خليفو محمد صادق ولد خليفو گل محمد، ذات ڪلهوڙو، تخلص "طالب"، خيرپور ناٿن شاھ ضلعي دادوءَ جو ويٺل هو. سال ۱۹۰۳ع ۾ راوت خان لغاريءَ جي ڳوٺ ۾ ڄائو. سندس وڏا شرعي ۽ علمي حيثيت رکندا هئا. اڃا اڍائي ورهين جو مس ٿيو، ته سندس والد بزرگوار رحلت ڪري ويو، ۽ هي يتيم ٿينگر رهجي ويو. سال ۱۹۰۸ع ۾ سنڌي تعليم وٺڻ لڳو. ڇهن درجن پڙهڻ بعد ڪيس ڳوٺ مير حسن گاڏهي ۾ اچي رهڻو پيو، جتي ان وقت ڪوبه اسڪول نه هو. سندس وڏي ڀاءُ حڪيم شفيع محمد صاحب ديني تعليم واسطي شهر ۾ اسلامي مدرسو کولايو، ۽ ان ۾ مولوي غلام محمد صاحب ٻوبڪائيءَ کي ماهوار تنخواھ سان مقرر ڪري رکيو. طالب، مولوي صاحب وٽ فارسي ڪتاب "بهار دانش" ۽ عربيءَ ۾ صرف "بهائي" تائين تعليم ورتي. ان کان پوءِ ڪجھ وقت، مدرسو بند ٿيڻ ڪري، ڳوٺ ڪنڀارن جي مدرسه نورالعلوم ۾ مدرس اعظم مولانا مولوي دين محمد "اديب" فيروزشاهيءَ وٽ عربي تعليم "تفسير جلالين" ۽ "شرح جامي" تائين حاصل ڪيائين. دوران تدريس ۾ متواتر ٽي سال برابر روزانو ڇھ ميل پنڌ ڪندو رهيو، ۽ خانگي معاملات کي به منهن ڏيندو آيو. انهيءَ وچ ۾ پنهنجي ڀاءُ وٽان طبي ڪتاب "ميزان الطب"، "طب اڪبر"، "ليراعظم"، وغيره پڙهندو ۽ مطب ۾ مشاهدو ڪندو آيو. مولانا دين محمد "اديب" جيئن ته هڪ بلند پايي جو شاعر ۽ تاريخي مادي ڪڍڻ جو ماهر هو، تنهنڪري طالب صاحب به سڀ خوبيون سندس صحبت مان حاصل ڪيون ـ ۽ ان ڪري هن پنهنجي اولاد مان ڳڻڻ جا نالا تاريخي رکيا آهن. علم عروض ۾ ڪتاب "چهار گلزار" ۽ "نصاب الصبيان" وغيره پڻ مولانا "اديب" صاحب وٽ پڙهيو، ۽ سال ۱۹۲۶ع کان شعر و شاعري ڪرڻ لڳو. ڳوٺ ٺاري ۽ سهڙ جي مشاعرن سان دلچسپي رکندو رهيو. هن زماني ۾ ماستر جمع خان "غريب" اتي جو ممتاز شاعر هو.

سال ۱۹۴۸ع ۾، پنهنجي ڳوٺ مير حسن کي ڇڏي، خيرپور ناٿن شاھ ۾ هڪ قيمتي جڳھ خريد ڪري اچي سڪونت پذير ٿيو آهي، جنهن جي خريد جو تاريخي سال ۱۳۶۸ هجري هيٺين نظم مان ملي ٿو:

ساقي بيار جامِ شراب کهن بيرون، مطرب بيا بيا تو سخن تازه را بگو؛
برپا ست بزمِ عشرت در شهرِ خيرپور، در ساعِ لو خريدم باغِ شداد نو.
(محرم) ١٣٦٨ھ

هن وقت سندس ڏنڊو حڪمت آهي. شهر جي شاهي بزار جي اخير ۾ سندس دوا خانو "بيت الشفا پاڪستاني" (١٣٦٨ھ) چڱي نموني هلندڙ آهي.

باوجود ڪثرت مشاغل جي ڪيس ميٽنگن ۽ بزمن برپا ڪرڻ جو شوق دامنگير آهي. چنانچ سال ١٩٣٠ ۾ 'بزمِ مشاعره راشدي'، زير صدارت حضرت حاجي غلام شاھ راشدي، پيرن جي ڳوٺ ۾ برپا ڪرايائين، جا گهڻو وقت زور ۽ شور سان هلندي رهي، ۽ سيڪريٽري شپ جا فرائض سندس حوالي هئا. سال ١٩٥٠ 'بزمِ احباب' خيرپور ناٿن شاھ ۾ منعقد ڪرايائين، جنهن ۾ شهر جا شاعر ۽ اديب، مهاجر ۽ انصار، اڄ تائين دلچسپي رکندا آهن، ۽ ماهوار مشاعرا پڻ اردو ۽ سنڌيءَ ۾ ٿيندا رهن ٿا. سال ١٩٥٢ع ۾ خيرپور ناٿن شاھ ۾ مدرسه خيرالعلوم جاري ڪرايائين، جو اڄ تائين روز بروز ترقي پذير آهي. پاڻ مدرسي جو مهتمم آهي. ازان سواءِ 'سنڌي سدّار سوسائٽي' ۽ 'جمعيت الشعراء سنڌ' جو معاون ۽ ميمبر آهي.

سندس تصنيفات- "صادق الامين" (طبع شده)، "ديوان طالب"، "طالب جو ترانو، عرف قصہ مهربانو"، "طب روطاني، ترجمہ قصيده حمدالي"، قابل قدر آهن.

## انتخاب ڪلام

### بلبل ۽ باغبان

هڪ شخص شاهوڪار ڪي سرسبز باغ هو، آن باغ جي خوشي ڪسان سدا باغ باغ هو؛
ڪنهن ڏينهن آئي ان ڪي اظر شاخِ گل مٿان، بلبل، جا گل چني هئي رهي سخت چنهب سان؛
هيءَ ڳالھ آئي آن جي طبيعت ڪي ناپسند، ڦاسائي ڪنهن طرح سان ڪيائين قفس ۾ بند.
هڪ وقت ان ڪي بلبلِ ناشاد ٿي چيو: 'مون ڪي اجابو آھ ميان قيد تو ڪيو؛
'توڪي جي منهنجي راڳ پڌڻ جو خيال آھ، آزادگيءَ جو پهريون ان ۾ سوال آھ؛
'ڪڏ بند سان تہ توڪي پڌايان سان سَو هزار، باجو بہ مون ڪي پنهنجو آ پنهنجي اٿو ستار'؛
ان ڪي چيائين 'بلبلِ نادان، بيوفا! گل جي چنڻ جي آھ ملي توڪي هيءَ سزا'!
مسڪين عندليب چيا هي چڱا اکر: 'بيشڪ چنا مون هولدا ۽ ٿي گل جا ٻن، مگر،
'مون ڪي پڌاء توجو ڪٿي دل نڪرنڪر، ڪهڙيءَ سزا جي لائق آهين، اي بي خبر؟'
تون پاڻ سان "طالب" ڪڏهين ڪرين نہ جُٽ، باقي گناھ تنهنجو ڪيو مون پرن جي سُٽ.

## حباب

ماهيءَ لاءِ خوشيءَ کان، هي آ ڇا حباب ۾؟ يا رب پري يا آهه هوا ڪا حباب ۾!
ايترو غرور ايترو ڇو آ حباب ۾؟ فرعون ڪوئي آهه لڪو يا حباب ۾!

آهر ته ڏس ته ڪيترو آندو حباب آهه،
پاڻيءَ جي هڪڙي بولڊ ۾ ڇا آب و تاب آهه!

هي آبدار آهه، مگر هي ڳهَرُ نه آهه، هي تاج ڪنهن جو آهه، مگر زيبِ سر نه آهه؛
گنبذ عجيب آهه، مگر ان کي در نه آهه، سر ۾ هوا رکي ٿو، مگر هي بشر نه آهه:

دم پنهنجي خم جو ڪين هٿي خنجر حباب،
موت کي ڀڙاءِ کهڙي هي چيز آهه اي جناب؟

هي ڪنهن حسين پير جي لڦ آ، حباب آهه؟ دل سوخته جو ڦوڪڻو آ، يا حباب آهه؟
جهٽ پٽ ٿئي ٿو غائب، هي ڇا حباب آهه؟ آهي بيقين بيضهء عنقا حباب آهه:

پاڻيءَ جو ڦوڙو آهه، طلسمِ حيات آهه،
پيدا ٿيڻ سان جلد ٿئي نظرِ ممات آهه!

هي مثلِ نصف ڪرهء آبي لهي پيو، يا گنبذِ فلڪ سان مشابهہ آ هي ٿيو؟
پستانِ سيم تن سان ڇو تشبيهہ ٿا ڏيو؟ هي جام آ بلور جو اولڙو ڪيو ويو!

نازڪ هي آهه، شايد هٿ سان پڄي پوي،
پاڻيءَ جو آ ورق، ٿو ڇهڻ سان ڇڄي پوي.

"طالب" آنهيءَ کي چشمِ بصيرت سان ڏس پيو، پنهنجي نگاهِ عاشقِ قدرت سان ڏس پيو،
ڪجهہ سوچ اي جناب، نه حيرت سان ڏس پيو، هر هڪ شي کي ديدهء عبرت سان ڏس پيو:

هر وقت هر مڪان اڳيان چشمِ رازدان،
عالم جو ذرو ذرو آ اسرار جو جهان.

پاڻيءَ جي بوند آهه بشر ۽ حباب پڻ، بيسود دم هڻن ٿا حباب و جناب پڻ،
جهونو هوا جو آيو ته ٿيندا خراب پڻ، هڪ ٿي وڃن ٿا منٽ ۾ اعقر نواب پڻ:

دنيا جو دور سارو خيال آهه خواب آهه،
هي زندگي انسان جي مثالِ حباب آهه!

## قدرت جي دوربين

مضمون سين ۾ آهه ته عصمت شعار اڪ، ڪم بد ڪري پيو، ته ٿئي شرمسار اڪ.
سڀني جي رهنمائي ڪري رات ڏينهن ٿي، مخدوم جسم آهه، ته خدمتگذار اڪ.
اڙ انچ طول ان جو ٿو ماپيس آسمان، قدرت سان وه بنائي ڇا پروردگار اڪ.

ڪاٺ ۽ پٿر، اٽي ۽ ويهه ۽ کٿيون ڀرڻ، سڀ ۾ ڏئي اسان کي مدد بار بار اڪ.
نعمت خدا جي آهي قدرت جي دوربين، هر چيز کي اسان تي ڪيو آشڪار اڪ.
ماڻهو ڪي مڃي نه مڪر جالدار سڀ، محتاج ٿا رهن، ۽ اُن غمگسار اڪ.
نرگس جي گل سان انکي آ تشبيهه دوستو، ماڻڪ جي مثل آهه سدا آبدار اڪ.
سرمون ٿي سيڪا پائي، اڪ اڪ جو تير آهه، کهڙي الاجي ڪنهن کي ڪري ٿي پيار اڪ.
ناڪام ڪاهي ٿي بندوق پئي ٿئي، پهرين ۾ نگاهه سان ڪري ٿي شڪار اڪ.
ڪم شوخ مان لمائي نظر سان وٺي ڏئي، نرمي ۾ سان ڪم جي ڪين ٿو لڪري، ڏيکارا اڪ.
منظور اڪ ڪري ته پوءِ دل ٿي ڪري قبول، ڪنهن جو وڏائي، ڪنهن جو گهٽائي وقار اڪ.
غفلت نه ڪرجي ان جي حفاظت ۾ هميشه، پوءِ نه ٿي سگهي ٿي ميسر اي يار اڪ!

همدرد ساري جسم جو اڪ آهه "طالبا"
ڪنهن لڳي ۾ سور ته روئي زار زار اڪ!



عبدالحڪيم ٻلي

# خليفو محمد امين ٻلي *

محمد قابل عرف خليفو محمد امين، ڪنيت "ابوشير"، تخلص "درس"، ذات ٻلي: سندس والد جو نالو مرحوم خليفو محمد چٽل هو. سندس تاريخ ولادت ۹ سيپٽمبر ۱۹۰۷ع آهي. خليفي صاحب موصوف کان قدرت پهرين حضرت نبي ڪريم جي سنت يتيمي ادا ڪرائي. والد جو سايو سر تان لهي وڃڻ بعد، سواءِ هڪ ٻن ٻڍڙين عورتن جي، خليفي صاحب جو ڪوبه عزيز ۽ سرپرست ڪونه هو؛ تنهنڪري هي الله لوڪ تعليم کان به محروم رهجي ويو، ملڪيت مان به ڪجهه حصو، نوڪرشاهيءَ جي زور تي هندو ڦٻائي ويا. هن وقت هو فقط ۲۵-۳۰ هزار رپيا ڍل ڀريندڙ زميندارن مان آهي.

خليفو صاحب ننڍي هوندي نهايت کيچلو ۽ اهنڊ هوندو هو. مستورات جي حتي المقدور ڪوشش جي باوجود، هڪ ابجي قرآن مجيد ۽ پنج سبق سنڌي ٻاراڻي ڪتاب کان وڌيڪ حاصل ڪري نه سگهيو. زرق برق ڪپڙا پهري، ٺاٽ باٽ سان ميلا ملاکڙا گهمڻ، ۽ نوائي، سرندائي، ڪافير ۽ يڪتاري وارا ڳائڻا رکڻ جو کيس ڏاڍو شوق هو. جيتري به خرچي ملندي هيس، سا ماڻهن کي ڪارائي ختم ڪري ڇڏيندو هو. ڪڙن جي ٻنيءَ وقت به حشام سوالين موالين جا پوپان هوندا هئس. سمهڻ مهل خواهه ساني ڪائڻ مهل آکاڻين ٻڌڻ جي عادت هوندي هيس. رات جو مجلس ٿيندي هئي، جنهن ۾ چانهه به گهوٽو روز ٿيندو هو. ڪيترائي ماڻهو اچي ڪٺا ٿيندا هئا. پوءِ بيتن، ڳجهارتن، ڏورن ۽ ڪافين جو دور هلندو هو. خود خليفي صاحب کي به ڪئين ڳجهارتون، ڏور، بيت، ڪافيون، مداحون وغيره ياد هوندا بون هيون. ازان سواءِ، مل محمود ۽ فاضل شاهه وارا 'ليلا-مجنون'، دل واري 'مارئي' ۽ حمل واري 'سي حرفي هير-رانجهو' ياد هوندا هئس، جي نهايت مٺي آواز سان ٻڌائيندو هو.

جوانيءَ جي شروعات ۾، هڪ ڏينهن کو اهڙو موقعو بڻو جو هن کي پنهنجي بيعلميءَ تي نهايت ندامت ٿي، ۽ پڪو ارادو پڙهڻ جو ڪيائين "همت مردان مدد خدا" - توڪل رکي، پڙهڻ شروع ڪيائين ۽ هڪ ڪمدار کان سبق وٺندو هو. ان وقت نوڪر شاهيءَ جي ايذاء

* افسوس جي ڳالهه آهي جو خليفو صاحب نومبر ۵۷ع ۾ گذاري ويو. هيءَ سوانح عمري ان کان اڳ جي لکيل آهي. - مرتب

سبب ڪيس انڪمبرڊ اسٽيٽ جي پناھ وٺڻي پيئي. پوءِ تہ سيٺي ڪمن کان فارغ ٿي، علم جي جستجو ۾ لڳو رهيو- تان جو سنڌيءَ کي خوب سمجهي، وري اردوءَ ڏانهن توجهہ ڪيائين، ۽ شعر بہ چوڻ لڳو. اهڙيءَ حالت ۾ شاعريءَ جي خاص نڪتن تي مرحوم "مخلص"، "خليق" مورائي، نور محمد نظاماڻي ۽ مولانا "وفائي" کان ٽپال رستي اصلاح وٺندو هو. ان وقت ملڪي سياست ۾ بہ ڀهرو وٺندو هو. سرڪار هن کي درٻاري هجڻ سان گڏ، بينچ-ماجسٽريٽ بہ مقرر ڪيو. هن وقت سنڌس عمر پنجاھ ورهيہ آهي. اٽڪل ٨-١٠ سالن کان، گوشي نشين رهي، سارو ڏينهن تصنيف ۽ تاليف کي لڳو رهي ٿو. خليفي صاحب کي تاريخ جو عالم چئجي تہ بجا ٿيندو، جو اسلامي تاريخ بابت تمام گهڻي معلومات اٿس. سنڌس لئبرريءَ مان مستفيض ٿيڻ لاءِ سنڌ جا وڏا وڏا عالم ۽ اديب وٽس اچي مهمان ٿيندا آهن، جن کي خليفي صاحب جن تحفي طور ڪتاب بہ ڏيندا رهندا آهن. تنهن هوندي بہ، سندن لئبرريءَ ۾ ٻہ هزار کن ڪتاب اڃا بہ موجود آهن، جنهن ۾ سيٺي ٻولين جا ڪتاب موجود آهن. انهيءَ علميءَ شوق هن کي دنيا جي خسارن کان اصل الڳ ڪري ڇڏيو آهي. پنهنجي سموري ملڪيت پڻ پٽن- ميان شير علي ۽ علي حسن-۽ هڪ نياڻيءَ کي ڏيئي ڇڏي اٿس. ميان شير علي ۽ علي حسن اولادي، پيءُ جا فرمانبردار ۽ نهايت صالح آهن. هن وقت تعلقي ڪپري مان ٻئي ٻانٽر جي. پي. آهن. خليفو صاحب نهايت ئي ساده طبيعت، غريبن جو يار، متڪبرن کان نفرت ڪندڙ، سچ چوندڙ، حلال رزق جو متلاشي، بيتڪلف ۽ بنهہ درويش-صفت زميندار آهي.

خليفي صاحب جون تصنيفات هي آهن: (١) "ديوان درس" (سنڌس ڪلام جو مڪمل بياض)، جنهن ۾ مداحون، غزل، ڪافيون، ڏوهيڙا، تاريخي قطعا، بيت ۽ تاريخي رباعيون آهن؛ (٢) "فرس نامو" جنهن ۾ گهوڙن جي شناخت ۽ علاج وغيره نظم ۾ لکيل آهي؛ (٣) "فتحنامو اسلام" جنهن ۾ حضور پاڪ جي هجرت کان وٺي جنگ بدر، احد، خندق، واقع بيرالام، شهادت ابن خباب تائين رزمي ڪلامن ۾ بيان ٿيل آهي؛ (٤) "واقعات عالم"، جنهن ۾ اوراق پاريند جا گهڻا عجب واقعا نثر ۾ لکيل آهن؛ (٥) "حيات جمال الدين"، نثر ۾؛ (٦) "سوز مستي"، مرحوم خليفي نبي بخش جي طرز تي، نظم ۾؛ (٧) "اخلاق پسنديده" جنهن ۾ سٺا سٺا نصيحت آميز نڪتا نثر ۾ بيان ٿيل آهن، (٨) "يادگيريون"، جنهن ۾ سنڌس يادگيريءَ ۾ ٿيل واقعات ۽ تر جي نامور ماڻهن جو احوال ڏنل آهي؛ (٩) "پلي ذات جو اصل نسل"، شجرو ۽ زباني روايتون گڏ ڪيل آهن؛ (١٠) "شاهنامہ اسلام" جو نظم ۾ مختصر ترجمو سنڌيءَ ۾، (١١) "هاشمي مهاجر"، نثر ۾؛ ۽ (١٢) "انشاء درس"، جنهن ۾ سنڌس ڪن لکيل خطن جو نقل ڏنل آهي. مٿيان لکيل سڀ ڪتاب قلمي آهن.

خليفي صاحب کي سيٺي پلي قوم وارن پنهنجو اڳواڻ تسليم ڪري پڳ ٻڌائي آهي. خليفو صاحب ڪڏهن ڪڏهن اخبارن ۽ رسالن کي بہ مضمون موڪليندو آهي. خليفي صاحب جي قلمي ڪتاب 'شاهنامہ اسلام' مان چند رباعيون هيٺ ڏجن ٿيون.

## عباسي دور

بغداد سان بيداد ڪيو خوب هلاڪو،
ولي عهد خليفي جو خليفي سان قتل ٿيو،
حڪم ڏئي ٿو قتل عام جو مردار سفاڪو؛
قتل عام ڪهڙن ۾ ٿيا اتي جا بہ رهاڪو.

دنيا ۾ بلند خوب هو وقار عباسين،
خاقان جهڙا شاهہ ڀريندا هئا خراجون،
شهنشاهہ نما منجهہ ٿي دربار عباسين؛
بلند شان سان اهڙي هئي سرڪار عباسين.

زندان جو مهمان ٿيو قيد شهنشاهہ،
يجي قول ۽ اقرار دغا سان جهلائي،
ٿيو امين دل حزين ۽ اسير بيگناهہ؛
ڪري قتل وڏو ڀاءُ پوءِ مامون ٿيو شاهہ.

## ترڪن جو دور

دنيا جا اچيو شاهہ نما جن جي درن تي،
اتا ترڪ الولو باغي ٿيا ڏٿين سان،
ڦرڻ لاءِ وريا چوراچي تن جي گهرن تي؛
پنهي ارڙ ڳسايا پئي سدا جن جي درن تي.

محمد رشاد سان امداد ڪري ڪيو ڏکن ۾،
ڪمال ڪي اقبال تي رسايو هو خليفي،
سڀئي خويش اقربا بہ هئا بار سکن ۾؛
سمرنا ۾ ٿيو پئي جو سدا ٻاهہ ٻکن ۾.

محمد خامس سلطان خليفة المسلمين،
دکن جي حڪمران جو ڪائي سلطان وظيفو،
انگلنڊ ۾ اچي شاهہ ٿيو مسڪين دل حزين؛
اهڙا ڪم خداوند جي قدرت سان لکين ٿين.

## فاتح سنڌ

مشهور گهڻو سنڌ ۾ ديبل جو بندر هو،
غازيءَ جي حڪم سان ٿيو "عروس" جو ڏڪو،
ڪنورسين جو جٿسين بہ لٿل شهر اندر هو؛
جنبش سان ڪريو جاءِ جو مشهور مندر هو.

نيرون سندو ڪوٽ اچي فتح ڪيائون،
"اري رام، اري رام، مسلمان اچي ويا"،
سالار يگا ڪوٽ جا لرسيگ ۽ ناڻون؛
انهيءَ جنگ سندي ڏالهن وجهي ڏاهر کي ڏنائون.

ڪولاب ڪناري تي لڳي خوب لوائي،
اچي ڏاهر لڳي سر، ڏڪيو ٿي سورهيہ شير،
خدا ڪئي خاڪ ۾ واٽين جي وڏائي؛
مڪويءَ مڪل سان تہ عن پٽلون ڀسائي.

سليمان ٿيو سلطان سو دمشق جو خليفو،
حجاج مري ويو هي ولي وير ڪهڻ ڪان،
سڏهن جي قبيلي سان سندس وير اصل هو؛
انهيءَ ڏوهہ ۾ غازيءَ کي تنهن چمڙي ۾ سبايو.

عربن جي وقت سنڌ وڏو ملڪ ڪشادو،
ٻهمن آباد ۽ الور وڏا شهر هئي جا،
ڏسي دلڪ جي ٿيهہ روز علي پنڌ پيادو؛
منصوره ۽ محفوظ جو اسم تاريخ بہ آندو.

برهمڻ آباد ۽ الور هئا تخت گاهہ ڏاهر جا،
دلوراءِ ڪو ظالم هو حڪمران هئي جو،
سڌا باغ ۽ محلات هئا الور جي شهر جا؛
شعلا ڏٺا تي شهر ۾ قادر جي قهر جا.

تختگاهه اصل سنڌ جو الور چون ٿا،
هيئنر آهه ڦٽل شهر سو دلور چون ٿا؛
گهڻا و رهيا الهيءَ هنڌ هئي ڏاهر ڪئي حڪومت،
فتح سنڌ ڪئي سقفيءَ جو شهزور چون ٿا.

## ياد ماضي

ڦٽل شهر وڃي ڪالهه رتوڪوٽ ڏٺوسون،
قدرت جا ڏسي قهر اتي رت رنوسون؛
هتا امير ڪئين ڪبير انهيءَ شهر ۾ عاقل،
دنيا سراءِ فاني بقادار خدا تون.

الور تڏهن زور هو جڏهن موج بحرجي،
هئي درياهه ويو شاهه، وئي رونق ۽ شهرجي؛
ٿيا ويران سڀ مڪان ڦٽي پينگ شهر ويو،
دليا سراءِ فاني آهي جاءِ گذرجي.

ڪڏهن خوب وسندڙ هو فتح باغ ۽ آباد،
هيئنر آهي دڙو صرف سو ويران ۽ برباد؛
اچي مهمان ٿيو سلطان هما۔اوچ درخشان،
ڏني شاهه حسن اُن ۽ گهوڙا ۽ ڪيئين امداد.

محمد شاهه تغلق هوتفي جي ٻنيان پيو،
گجرات ڏي ويندي سو مهمان هتي ٿيو،
الهيءَ رات اهو شاهه ويو دنيا مان گذاري،
سو هڻ ۾ رکي لاش ٻو فيروز دلي ويو.

بهمن هو ايران جو مشهور شهنشاهه،
فتح ملڪ ڪري پوءِ ڪيئين سنڌ تي ڪاهه؛
اڏايائين شهر يادل لوهريءَ جي بند روت،
برهمن آباد جي لالي سان مشهور سو اڄ آهه.

لاهور ۾ محمود جو هو اياز گورنر،
حڪمران ڪيا سنڌ جا تني اياز مقرر؛
پسند خاص ملڪ سنڌ جو هو خوب تنهين کي،
ٿيندو اچي هو سنڌ ۾ منزل الداز بڪر.

حڪمران هو سنڌ جو ظالم ڪو دلورا،
ڪندو ستم رعيت سان سو ظالم هو لسورا؛
الاهي ڪو پيو الور مٿي قهر خدائي،
لکو شاهه لکو شهر رکيا ڪنڌ ۽ ڪورا.

موهن جو دڙو خاص آهه آثار قديمي،
ڏسڻ لاءِ اچن جاءِ ايها خاص ۽ عامي؛
تهذيب هئي سنڌ جي مصر سان مشابهه،
سڪن جي مٿان خط لڪيل آهه ۽ سامي.

ابن سومار جي اولاد وڳهه ڪوٽ وسايو،
محمد طور ۽ روپاهه ۽ عمر ڪوٽ پڏايو؛
حڪومت ڪئي سنڌ تي وڏي شان باشوڪت،
سمن اچي هو سومرن جو بنياد وڃايو.

جيئن اسفند يار جي اسم تي نازان آهه ايران،
تيئن سنڌ ۾ دودو ۽ هو مشهور پهلوان؛
خلجيءَ هور ڪيو زورته پا گهيءَ جو ڏيوسگ،
مگر سگ نه ڏلو، ساهه ڏنو سنڌ جي سلطان.

چڙهي سنڌ تي آيو هو جڏهن هند جو سلطان،
پا گهيءَ جي ملڻ لاءِ شهنشاهه ڪيو فرمان؛
پڙهي خط شهنشاهه جو ڏورو ٿيو غضبناڪ،
گهڻي فوج هندي شاهه جي لنگر ۽ ڪئي نقصان.

گهڻو وقت ڪئي سنڌ ۾ سمن ۽ حڪومت،
حڪمران وڏي مان رهيا شان باشوڪت،
جٺولساه اول جام ۽ فيروز پڇاڙي،
ڪندي ياد گهڻو سنڌ ۽ سمن جي حڪومت.

لوڪري منجهه ڄام جي پرتي ٿيا ارغون عام،
سنڌ ۾ ارغون آيا انهن جي تحريڪ سان،
سي ٿري پنهنجن اميرن جا ٿيا لمڪ حرام؛
دربدر ٿيو بادشاهه آهه شه فيروز ڄام.

نوريءَ مٿي ڄام ٿيو عاشق هو تماچي،
نوريءَ جو ڏسي نياز رکيو راز سمي ڄام،
ڪينجهر جي ڪناري تي ماڙي به اڏائي؛
مهاڻن کي ڪيو معاف تنهن محصول مڙيو ئي.

ڪلان ڪوٽ چون ٺٽا ۽ محمدطور شهر پيو،
ننڊ وڄام شهنشاهه هو عادل سو حڪمران،
ٺٽو شهر پڊايل به آهي ڄام ننڍي جو؛
وزير سندس اڪديو پيو دريا خان قبوليو.

جڏهن شاهه حسن سنڌ جو فيروز ڪيو برباد،
حيدرآباد جو قلعو آ ڪلهوڙن جو پڊايل،
تغلق آباد ٺٽون شهر اڇي شاهه ڪيو آباد؛
تختگاهه اڳي هو به ڪلهوڙن جو خدا آباد.

روپاهه جو والي ۽ حڪمران هو هالو،
مامو هو ننڍي ڄام جو، فيروز جو نانو،
سگاوت ۾ صلاح الدين سمي ڄام جو سالو؛
رکيو خدا اسان جي تي وڏو شان نرالو.

حڪمران چون سنڌ جو ترخان ڪو باقي،
العام عمر پسر نه سپاهين ڪي ڏنائين،
ڪنجوس مکي چوس ۽ مستانو هو باقي؛
بخشش ڪندو هو گارين جي سلطان سو باقي.

## مغلن جو دور

تسلط هو هندستان تي دارا جو مدامي،
اورنگزيب ڪري ڍلگ برادر سان ڪئي جنگ،
وليعهد کي ميسر هو سدا عيش دوامي؛
ڪيو قيد جنهن سلطان سو جيوڻ هو حرامي.

ٿيو بخت، ويو تخت، چڙي اوج شهاني،
ٿيو قيد شهنشاهه سو فياض ۽ عادل،
اورنگ کسيو پيءُ کان لقب شاهجهاني؛
ختم شاهه جي اڳيان ٿي دارا جي جواني.

”غالب ٿئين ها تون جي اسان مون لئين تي،
ڪنو رقيدٿيل دارا ڏنو جواب ته ”سڻ اورنگ!
حڪم ڪهڙو هلائين ها ادا خاص اسان تي؟“
”ڪري چار ٽڪر تو کي پڊايان ها درن تي!“

مراد سان بيداد ٿيو، فرياد مٿي ڪير؟
بيگناهه ابن شاهه ٿيو محبوس حبس ۾،
شهنشاه ٿيو قيد پيو، امداد ڪري ڪير؟
قلمي مان گواليار جي آزاد ڪري ڪير؟

محمد شجاع شير ٿيو اراڪان ڏي تيار،
سلطان مسافر تي راجا هو ڏمريو،
هندستان سان حيران پريشان سو فرار؛
اڪبر جو پيراهه ٿيو حيران ۽ لاچار.

ريدار منجهان شاهه ٿيو نادر هو دعا سان،
ايران جو سلطان حڪمران ٿيو واحد،
پروان حڪومت جو ملبس حرجي قبر سان؛
لرزيا ٿي شهنشاهه به نادر جي اسم کان.

دهلي ۾ قتل عام ٿيو نادر جي حڪم سان،
محمد شاهه بيگناه ٿيو ايشان ستم جو،
مسلمان قتل خون ٿيا غادر جي حڪم سان؛
طاقت نه هئي نادر کي، ٿيو قادر جي حڪم سان.

سلطان محمد شاهه جو اوج ۽ اقبال رفت،
رب جي ٻالهي چيو شبيهه نادر جي ذمي،
شهنشاهه دهليءَ جو محمد هشت بهشت؛
"شامت اعمال ما صورتِ نادر گرفته."

مغلن جو نسل ڪين ظفرشاهه لڄايو،
نصف لک وظيفي جو ونئڻ ڪين قبوليئين،
تڪليف سهي شاهه ٻـ ايمان بچايو؛
برنش جو بهادر نـ غلام هو سڏايو.

"شينهن مري، ڍڪ ٻ نہ چري" سنڌ ۾ پهاڪو،
تڪليف شهنشاهه ڪئي برداشت سموري،
رنگون ۾ ظفر قيد نظر بند جڏهن هو،
هندستان جي شهنشاهه نہ ورتو ٿي وظيفو.

ٿي اڪابر عقل جا سنڌي وزير اڪبري،
فتح باغي بيربل سلطان جو مقرب هو خاص،
بوفضل فيضي مثل هئا ارسطو ۽ انوري؛
سنڌ جا ياقوت نيٺي اڪبر شهنشاهه جوهري.

## ڪلهوڙن جو دور

سنڌ تي پنهنجي هئان عبدالنبيءَ آندو زوال،
ملڪ ۾ قُرلٽ ڪيئين، ان جي ڪيڏي تاريخ ڪنهن:
مدد آلڊنين موت جي لاءِ، بي ڏيالو بدخصال؛
آيو ظالم مرد "آه خبيث و خر دجال"!

۱۱۹۵ھ

رکيو انهيءَ کان اڳي هو خان عزت يارخان،
مير سان وڙهي ڪيئين عبدالنبيءَ جو فيصلو،
بادشاهي فوج جي هٿ ۾ وٺي آيو ڪمان؛
پيش آيو بامروت ظلم ۽ قهر ڪيائين ڪان.

ڪيا شهر جي ويران مددخان هتي جا،
ڍرڪ، جوڻ، فتح باغ، فتح ڳڙهه ۽ عمرڪوٽ،
قلمبند ڪريان خاص اسم چند الهن جا:
اڳهمرڪوٽ، لبيسر ۽ نصرپور ۽ بدينا.

رٽي ڪوٽ، لبيسر ۽ فتح باغ ڦناني،
وڪي ڏي ويو مير هو شڪار ڪرڻ لاءِ،
نصرپور ۽ بدين کي ويو خوب لٽائي؛
پوءِ ڪري جنگ ڪيريو مير مددخان ڀڄائي.

عمرڪوٽ ۾ نادر ڪان لکو لورمحمد،
ڪري قيد زني شاهه کي جالو ٻـ ٻڌائين،
عمرڪوٽ چڙهي آيو اڪيلو سو فتحمند،
سيان کي جڏي اول ۾ ورتائين ٻـ فرزند.

لياريءَ ۾ ڪهاوڙ ٿي لڙيو شير ببر جيئن،
سالار ڪلهوڙن جو بهادر ۽ دلاور،
وڙهيو مير بجر ساڻ وڙهيا جيئن اڄي شينهن؛
رزمگاهه ۾ ڏي سا پٺ ڏني سوڀجي ڪيئن!

ماستر عبدالرزاق

# منشي عبدالڪريم دائود پوٽو

جڏهن سيد پير حضرت بنگلي ڌڻيءَ، پير علي گوهرشاهه صاحب (تخلص "اصغر")، پير جو ڳوٺ ٻڌايو ۽ اتي اچي سڪونت پذير ٿيا، تڏهين منشي عبدالڪريم جي ڏاڏي ڪي- جو اصل ۾ روهڙيءَ جو باشندو هو- ڪهڙائي ڀاڱ وٽ خدمتگاريءَ ۾ رکيائون، درگاهه جي نزديڪ جايون ڏيئي درگاهه جو باشندو بنايائون. ان بعد منشي عبدالڪريم جو والد بزرگ، خليفو محمد صالح، پيرصاحبن جو خليفو ٿي رهيو، ۽ ساري عمر انهيءَ شغل ۾ صرف ڪيائين: خاص ڪري رسول ڪريم جون مداحون ۽ مولود شريف پيرصاحب جن کي ٻڌائيندو هو؛ ٻي ڪا خاص ڊيوٽي مٿس مقرر ڪانه هئي.

منشي عبدالڪريم، خليفي ميان محمد صالح جو ٻيو نمبر فرزند آهي. هن جڏهن قرآن شريف جي تعليم پوري ڪئي، تڏهين هن کي ۽ مرحوم ميان حسين علي شاهه ولد پير شاهه مردان شاهه اول کي حضرت پير سائين علي گوهر بادشاهه محافي ڌڻيءَ جن آخوند موسيٰ ڪاڪيپوٽي وٽ تعليم لاءِ داخل ڪيو، جتي پارسي تعليم حاصل ڪيائون. پيرسائين شاهه مردان شاهه اول جن، منشي عبدالڪريم کي ١٣١٥هه ۾ ڪبٽيءَ جي پنين ٺٽي ڪرڻ لاءِ منشي مقرر ڪيو. اهڙيءَ طرح، عبدالڪريم درگاهه جو منشي ٿيو، ۽ اڄ تائين انهيءَ نالي سان منشي عبدالڪريم سڏبو اچي ٿو. مرحوم پير حسين علي شاهه جن جڏهين پنهنجي والد بزرگ جي وقت ۾ درگاهه جي ساري ڪاروبار جا عام مختيار هئا، تڏهن منشي عبدالڪريم وري صاحبزادي پير حسين علي شاهه مرحوم جو پيش-نويس هوندو هو. حساب ڪتاب ۽ دفتر جو سمورو ڪم منشي عبدالڪريم جي حوالي هوندو هو.

سال ١٩١٩ع ۾، پيرصاحب پير شاهه مردان شاهه جن جي رحلت بعد، منشي عبدالڪريم وڃي رياست خيرپور ۾ منشگيري ڪئي. گهڻو ڪري سڀ آفيسون ڏٺائين، پر خاص طرح سان جڊيشنل منشي ٿي رهيو، ۽ وينديءَ واليءَ رياست جي منشگيريءَ تائين پهتو. ان بعد، زماني ۾ ڦيري اچڻ سبب ۽ رياست خيرپور جي انتظام ۾ تبديلي اچڻ سبب، هو جهنگلات جو سنڀاليندڙ رينجر مقرر ٿيو، جتان ١٩٥١ع ۾ رٽائرڊ ٿيو، ۽ اڃا تائين ڪيس پينشن ملندڙ آهي.

رٽائرڊ ٿيڻ بعد منشي عبدالڪريم درگاهه شريف تي عرضي نويس جو ڪم ڪري ٿو. درگاهه شريف تي حضرت پير صاحب پاڳاري جن کي جيڪي درخواستون ڏينديون آهن، سي هيءَ لکندو آهي، جتان گذرمعاش ڪندو رهي ٿو. درگاهه جي ڀرسان نزديڪ برج وٽ ڪيس هڪ دڪان آهي، جتي ڏينهن جو ٻه ٽي ڪلاڪ اچي ويهندو آهي. درخواستن لکڻ کان وڌيڪ جيڪو وقت بچت ٿيندو اٿس، اهو شعرگوئيءَ ۾ صرف ڪري ٿو. هينئر به اها شعرگوئيءَ جو شوق رکيو اچي ٿو. شعر ۾ سندس تخلص "عبد" توڙي "سيف" آيل آهن. هن وقت سندس عمر ٦١ ورهيه آهي. منشي صاحب گفتگو جو فصيح، مٺاج وارو ۽ قابل شخص آهي، اجا تائين پوشاڪ لٽي جو شوقين آهي.

منشي صاحب هر قسم جو شعر چيو آهي - جيئن ته توحيد، نعت خواني، زماني جي حالات تي افسوس يا راهزليءَ جا شعر، مجازي عشق جا شعر، امامن جي تعريف ۾ شعر، راشدي خاندان جي تعريف جا شعر، ٻيا طرحي ۽ غيرطرحي شعر، سنڌي توڙي فارسي زبان ۾ چيا اٿس. هڪ ٻه سي حرفيون به چيل اٿس. افسوس جو هن صاحب پنهنجي شعر کي پاڻ وٽ باترتيب محفوظ نه رکيو آهي، ۽ نه هڪ هنڌ ڪنهن ڪتاب ۾ قلمبند ڪيو اٿس; فقط ڪي پنا آهن، جي هينئر ٽورا ڪري ڏيندو وڃي ٿو، جن کي ڪتابي صورت ڏيڻ لاءِ ڪوشش هلندڙ آهي.

## ڪلام

جنابِ بارگهه باري خدا وٽ خواستگاريءَ جو،
حضورِ پاڪ پرور ۾ اسان جي آهه زاريءَ جو،
آزاريل اهنج ايذاون ستايل ستمگاريءَ جو،
ظلم زوروزبردستي ڪوڙن جي ڪارزاريءَ جو:
ڪٿي بادِ صبا وڃ هي عريضو انتظاريءَ جو،
چنبج ١ آ پروسو بلڪل رهائي رستگاريءَ جو.

• بليڪي • بات بدتر کان غريبن لاءِ غمگيني،
مقيمي حال وارن کي بکن ۾ آهه بيچيني،
ريا رشوت کان راشن کي بيچارن لاءِ بدبيني،
گراني گرم بازر کان ميسر مام مسڪيني:
گهرون ٿا داد يا داورا دکن جي دل فگاريءَ جو،
سٺالو سبب ٿئي سارو سهولت سازگاريءَ جو.

اچن الصاف کي آڏو طبع جي اوپ کان لوسي،
پچا پنسن سنڌي پهه ۾ ٿيا مفتون منحوسي،

رياڪاريءَ جي رمزن ۾ رليا رهزن ٿيا رتچوسي،
آهن افتان و خيزان اِيئن جيئن ٽڪي ٽنيل ڦوسي:

ستارا سبب ڪر سولو پنهنجي جودش جباريءَ جو،
اڄهو آ آسرو عربي مدامي مددگاريءَ جو!

* * *

ساقيا ڏي سيڪَهه ۾ اڄ ڪو ڀري جامِ شراب،
سرڪ نوشيءَ سان عيان اشواق ٿئي شوق شتاب؛
دور ٿئي دل مان دوئيءَ جو ماسوالله جو مثال،
غير جي غلطيءَ جو گم ٿئي اندر مان سڀ اضطراب؛
آب نوشي مي جي مون کي سرڪ صافي صاف ڏي،
حال وارن همنشين ٿيان، برهه وارن بارياب؛
غوطه خور ٿيان بحر بيخود موجزن مهراڻ ۾،
بي سرو سامان بيخود نينهن جو ٿڃان نواب؛
مام منصوري رکان ٿو، خوف جو خطرو نه آهه،
دار جو دلخواهه ٻنجي، سر ڏيڻ سمجهان ثواب؛
شور شر فتنا ڪڙا ٿيا آخري سرزد سوين،
مي ملي مستي نما، جو دفع ٿئي خيالِ خراب؛
"نحن اقرب" جو اشارو سيڪَهه ۾ ڀاڙيو، پرين!
دلربا ڪان دور دم هڪ عاشقن لءِ آ عذاب؛
درد دوريءَ ۾ دلاسو سس مليو سيلاپ جو،
سوز جو سرلدو ڪٿي اڄ، مطربا! چنگ و رباب؛
مال توڙي حال همگي هوت حاضر هر دم،
سر صدق سارو سراسر، جسم جان ڪلي ڪباب؛
ديري ري ديوالگيءَ جي سرڪ صافي جي ملي،
عشق ڪان ارزان ٿئي مجنون مثل خاصو خطاب؛
"عبد" ڪي آهي اول ڪان خمر خوشتر جو خيال،
لا ابالي رلد ٿئي ڇا حرف گيريءَ جو حساب!

* * *

مرحبا صد مرحبا، يا شاهه مردان، مرحبا!
شاهه مردان، شير يزدان، مرحبا صد مرحبا!

اڄ ٿيا سڀ دک دور ٿي ويا، غم غريبان، مرحبا!
قدم تنهن جا جند جان ساري صدق قربان، مرحبا!

اڄ سڀ دور ڏينهن آهي، ۽ آهي ساعت سعيد،
فضل ٿيو فائق سنڌ ۾ راضي رحمان، مرحبا!

ڀاڳ ۽ شهر شاهمردان جي آهي تشريف اڄ،
لک ڀلايون ڀال ڀاليان شڪر سبحان، مرحبا!

مرحبا جي وات وائي جن بشر انسان کي،
ملڪ فلڪي اڄ چون ٿا حور غلمان، مرحبا!

سڀ درختن جي پنن مان ٿيو اچي آواز اڄ،
ٿا چون تڪريم ۾ برگِ درختان مرحبا!

بلبلانِ باغ ٿا هي غزلخوانيءَ ۾ چون:
مرحبا صد مرحبا، يا شاهه شاهان، مرحبا!

جهنگلي جي جانورسي ڀي خوشيءَ ۾ ٿي لڇيا،
چاهه مان چوندا رهن هر هنڌ حيوان مرحبا!

حسن کان حيرت ۾ پئجي، قمر ويو ڪومائجي،
آفتابِ آسمان جو شمس شرمان مرحبا!

لين کان نرگس هڄيي حيران حالت کي هڳو،
چشم کان آهو وٺي آ پير بيابان، مرحبا!

رهنما و رهبرِ راهِ صراط المستقيم،
سرگروهِ سالڪان و اهلِ عرفان، مرحبا!

پير جو آهي پروڙيل، "السخي" جو سر سڀ،
جود اجود کان چون ٿا عجم ايران مرحبا!

خاندانِ راشدي قائم قيامت يا خدا،
جيسين آهي آسمان گردونِ گردان، مرحبا!

"عبد" جهڙا لک هزارين درسخيءَ جا داد خواهه،
هي ٻه آ هڪڙو غلام ابن غلامان، مرحبا!

*  *  *

طلبگار مان تڪرار هان حبدار مدينه اکين سان پسان پيار لئين هڪوار مدينه،
اشتياق مون کي آهه پائدار مدينه، سڪ سار دل افگار آ سردار مدينه،
ڀڪبار ڏسان يار شرفدار مدينه، اکڙين ۾ سدا آس آ ديدار مدينه!

'لولاڪ لما' لفظ ۾ مذڪور مڪمل، سارهه ۾ صفت ثابت 'ياسين' 'مزمل'،
قدرت جي ڪاروبار جو جنسار مجمل، اسرار خدا جي جو سچو راز آ رلمل:
سنسار سموري جو سماچار مدينه، اکڙين ۾ سدا آس آ ديدار مدينه!

محبوب خداپاڪ جو سردار صنم آهه، بالا يا بلند برتر اعزاز اتم آهه،
جنهن جاءِ وٺين ات له ويو ڪنهن جو وهم آهه، اظهار رکيل عرش تي اقدام لرم آهه:
اسرار جو اظهار آ انوار مدينه، اکوين ۾ سدا آس آ ديدار مدينه!

هڪ سار برهه بار ڪيو بيتاب اکين کي، ڏينهان رات وائي وات جاري آب اکين کي،
روئڻ روج شب روز آ خونناب اکين کي، طلب تات ڪيو بيتاب نڪو خواب اکين کي:
محبوب خدا خالق منٺار مدينه، اکڙين کي سدا آس آ ديدار مدينه!

مٽ خاڪ مديني لء آهي مشڪ ختن جو، ثاني نه صحن سهڻي جي جنات عدن جو،
بينائي بصر لاءِ سٺو سرمون اکين جو، مٽ جوءِ نه جنات جي صحرائي صحن جو:
سازش ۾ سٺو سهٺو صدبار مدينه، اکڙين کي سدا آس آ ديدار مدينه!

صحراي مدينه جو سماچار سٺو آهه، الله جي الطاف سندو نور الو آهه،
عاصين جو اجهو عربي پاسدار پئو آهه، صدبار مبارڪ آ جنهين ڏيهه ڏٺو آهه:
ذڪرن ۾ سٺو ذڪر آ اذڪار مدينه، اکوين کي سدا آس آ ديدار مدينه!

هڪ سار ۾، سردار! منهنجو ساهه سڪي ٿو، اشتياق جو اظهار مون کي شوق ڇڪي ٿو،
الدوهه الم درد سندو دور رکي ٿو، فرقت جو ڦٽيل ڏک ۾ منهنجو ڏيل ڏکي ٿو:
ڏيکار خدا "عبد" کي اظهار مدينه، اکوين کي سدا آس آ ديدار مدينه!

* * *

( ڪافي )

خوش وسن اهي شال، مارو منهنجا سيال، عمر ماڙين ۾ ڪيئن وساريان!
ٿوهر ٿر ۾ ٿيا لسلر لاٿا، سگر سگريون چن چن چاٿا،
مارن چوڙيا مال، ڪارائڻ جي خيال، تن سانگين جي مان سنگت ساريان!
سور سانگين جي جي جيءَ ۾ جهوري، راتو ڏينهان لڇ پڇ لوري،
هيڏان ٿيا هت حال، جالڻ آهه جنجال، غم گوندر ۾ گهڙيون گهاريان!
ڪي پنديائي پنه مان بلڪل، روح مارن سان ڪريان رلمل،
اوريان ٿئين احوال، ڪريان قيل مقال، هنجون هردم تن لءِ هاريان!
وطن وڃڻ جي آس اندر ۾، وڃان وري شل پلڪ پهر ۾،
الله جل جلال، ڪر پلايون پال، ات الهن جون راهون نهاريان!
درد مان دمدم ڪريان دانهون، اکهن اهي شل "عبد" جون آهون،
سڪندي ٿيا هن سال، وري ورق وصال، وڃي مارن سان ڪڏ گذاريان!

شمشير الحيدري

# محمد عثمان "ڏيپلائي"

هونئن ته هر ڏيپلي جي رهاڪوءَ کي "ڏيپلائي" چئجي، پر اوهين يقين ڪريو ته سنڌ جي هر پڙهي لکيي ماڻهوءَ جي ذهن ۾ هيءُ لفظ هڪ خاص شخصي اصطلاح جي حيثيت سان ورهين کان وٺي اهڙو ته مڪمل تعارف پيدا ڪري چڪو آهي، جو هن وقت سنڌي ٻوليءَ ۾ "ڏيپلائي" جي فقط هڪ ئي معني آهي -"محمد عثمان ولد حبيب الله، ميمڻ، اصل ڳوٺ ڏيپلو، حال ساڪن حيدرآباد سنڌ"، جنهن جا لکيل ناول سڄيءَ سنڌ ۾ "ڏيپلائيءَ جا ناول" جي نالي سان مشهور آهن: ۽ اهائي چيز ڏيپلائيءَ جي هڪ غير معمولي شخصيت هجڻ جو ثبوت پڻ آهي. سنڌ جي هن غير معمولي شخصيت جو جيڪڏهن معمولي تعارف به پيش ڪجي، ته ان لاءِ جيترو قدر عنوانن جي ضرورت ٿيندي، سي به هڪ الڳ تصنيف جي ضخامت وٺي بيهندا. ڏيپلائيءَ جي مجاهدانه زندگيءَ جو تصور ڪرڻ سان هڪ وڏي تاريخي جدوجهد جو منظر اکين اڳيان اچي وڃي ٿو، جنهن ۾ سنڌ جو ستايل ۽ اڀوجهه عوام، رفتي رفتي، هر قسم جي شخصي، خانداني، ۽ طبقاتي پرستش جي چار کي ٽوڙيندو، مجتا ۽ عقيدت جي انڌن بتن کي پچندو، وهم ۽ وسواس جي مڪارين مان لڪرندو، انسانيت جي روشنيءَ ۾، ڪاميابيءَ سان زندگيءَ جي آزاد راهن تي ايندو نظر اچي ٿو. سمجهدارن جي هڪ وڏي اڪثريت اِهيءَ عمل ۾ ڏيپلائيءَ جي مبارڪ مهم کي قبول ڪري چڪي آهي. سنڌ جي خوشحاليءَ جي اِهيءَ جدوجهد جي ترجمان جي حيثيت سان، "ڏيپلائي" هاڻي هڪ فرد نه بلڪ جماعت، هڪ شخصيت نه بلڪ نظريو آهي.

محمد عثمان ڏيپلائي، ١٩٠٨ع ۾، ٿر جهڙي اڻ بندوبست علائقي ۾ پيدا ٿيو. ننڍي هوندي کان ئي ڏاڍو ذهين هو- ايترو قدر جو پرائمري درجي ۾ به ڇهين درجي جا سبق اُس پڙهي ويندو هو، ۽ سندس استاد خود مٿس حيران هوندا هئا. سندس پيءُ هڪ ننڍڙو واپاري هو. ان وقت ڏيپلي ۾ انگريزي تعليم ڪانه هئي، ۽ بدقسميءَ سان سندن پيءُ جي هڪڙي پٽ هجڻ ڪري مائٽ کيس اکين کان پري ڪرڻ نه چاهيندا هئا، ان ڪري پاڻ ست ڪوهه پري مٺيءَ وڃي انگريزي پڙهي نه سگهيو. ڏيپلي ۾ رهي سنڌيءَ جا ست درجا پاس ڪيائين، ۽ پوءِ واپار ڪرڻ لڳو. انهيءَ ۾ هڪ مولوي صاحب کان "زليخا" تائين پارسي جي تحصيل ڪيائين. ذاتي صلاحيتون ته سندس چنڊي ئي چميل

هيون، ان کري گجراتي، هندي، گرمکي، اردو ۽ انگريزيءَ مان بہ پوري پني واقفيت ورتائين. عربيءَ جي تعليم باقاعدي تہ ڪانہ ورتل اٿس، پر قرآن شريف جو با ترجمي مطالعو سو ايترو تہ گهڻو ڪيو اٿس، جو ڪنهن بہ آيت جو ترجمو بناهچڪ جي ڪري سگهندو آهي- بلڪ عربيءَ جي ڪابہ عبارت يا شعر وغيره بہ سمجهي سگهندو آهي. تازو سنڌيءَ ۾ "اديب" پاس ڪيو اٿس.

ٿر جي "ڏڪاربل" حالتن ڏيپلائيءَ کي آخر ڏيپلو ڇڏڻ تي مجبور ڪيو، ۽ پوءِ هو واپار جي سانگي سان لاڙ ۾ وڃي رهيو. اتي، ڪن زميندارن جي آچ تي، واپار ڇڏي ملازمت اختيار ڪيائين: پنجويهن ورهين تائين ٽنڊي باگي، بدين، ڪپري، ميرپورخاص ۽ عمرڪوٽ تعلقن ۾ مختلف زميندارن وٽ نوڪري ڪندو رهيو. ملازمت جي فرصت واري وقت ۾ ڪيس اخبارن ۽ رسالن پڙهڻ جو ڪافي موقعو مليو. آڪاٿين سان تہ ننڍپڻ کان شوق هوس. انهيءَ زماني ۾ رسالن کي بہ 'اخبار' سڏيو ويندو هو. مسٽر خوشيرام ۽ تيجسنگهہ پنهنجي ماهوار ڪتابي سلسلي کي بہ "ماهوار ناول اخبار" ڪري چوندا هئا- ۽ اڄ بہ ڪي نشرواشاعت ۾ مشغول رهندڙ اهڙي سلسلي کي اُين ئي سڏيندا آهن. ڏيپلائيءَ جو آڪاٿين سان اهو شوق چوٿين درجي پڙهڻ وقت ان حد تائين وڃي پهتو جو پاڻ هڪ "هفتيوار ناول اخبار" ڪڍي ڪڍيائين، جنهن جو نالو رکيائين "فرحت آثار"! اخبار وري ڪهڙي؟ سڄي هفتي ۾ هٿ سان ويهي هڪڙي ڪاپي لکندو هو، ۽ وري پنهنجي ڪلاس دوستن کي پڙهي بہ پاڻ ٻڌائيندو هو! ان ۾ 'نيلوفر پَري' قسم جون آڪاٿيون ۽ پاراٿا چٽڪا، جيڪي اُتي ويٺي ٻين کان ٻڌندو هو، سي گڏ ڪري 'شايع' ڪندو هو. انهيءَ شوق جي سهاري، هيءُ ننڍڙو ايڊيٽر ۽ پبلشر اڳتي هلي سچ پچ تہ وڏو ايڊيٽر ۽ پريس جو مالڪ بڻجي پيو.

مطالعي جي شوق، ڏيپلائيءَ کي آخر لکڻ جو ڏانءُ ڏنو. سندس پهريون مضمون، اردو ۾، دهليءَ جي اخبار "منادي" ۾ شايع ٿيو. دراصل هيءُ هڪ خط هو، جو خواجہ حسن نظاميءَ ڏانهن محمد بن قاسم جي سوانح بابت "مناديءَ" ۾ شايع ٿيل ڪن غلطين جي درستين بنسبت هو، پر خواجہ صاحب اهو شايع ڪري ڇڏيو. ڏيپلائيءَ کي پنهنجي پهرئين مضمون جي شايع ٿيڻ تي بيحد خوشي ٿي، ۽ ڪيس وڌيڪ مضمون لکڻ جو شوق جاڳيو. انهيءَ زماني ۾ مولانا عبدالرزاق ۽ حڪيم عبدالخالق "خليق" موراني گڏجي رسالو "ترقي" ڪڍندا هئا. حڪيم عبدالخالق جي طرز تحرير ڏيپلائيءَ تي گهرو اثر ڪيو، ۽ ڪيس انهيءَ رنگ ۾ لکڻ جو اشتياق پيدا ٿيو. حڪيم صاحب پوءِ رسالو "علمي دنيا" جاري ڪيو، جنهن ۾ ڏيپلائيءَ جو پهريون افسانو "چند سهڻو يا انسان" شايع ٿيو. انهيءَ همت افزائيءَ جي آڌار تي هن پنهنجو ٻيو افسانو "ڪتو بہ ڪاڏو، ڪُک بہ ان پري" لکيو، جو پڻ "علمي دنيا" ۾ "فريبي دنيا" جي بدليل عنوان سان شايع ٿيو. پوءِ تہ ڏيپلائيءَ کي لکڻ جي اهڙي لهر لڳي ويئي، جو مضمون نويس مان ڪتابن جو مصنف بڻجي ويو.

١٩٣٤ع ۾، حيدرآباد ۾، حڪيم عبدالخالق سان ڏيپلائيءَ جي روبرو ملاقات ٿي وئي. ان جي لي فرمائش تي هن "قرآني دعائون" ڪتاب لکيو، جو "مسلم ادبي سوسائٽيءَ" شايع ڪيو. اهو ئي پهريون ڪتاب هو، جنهن تي لفظ "ڏيپلائي" ڇپيو، ۽ اڄ تائين اهو 'ٽريڊ مارڪ' نه صرف سندس هر تصنيف جو تعارف بڻيل آهي، بلڪ ائڊريس طور به فقط "ڏيپلائي" جو لفظي حوالو ئي ڪافي آهي.

ڏيپلائيءَ کي جيڪا عام شهرت حاصل ٿي، سا "ڏيپلائيءَ جا اسلامي تاريخي ناول" واري سلسلي ڏني. شروع شروع ۾ کيس جاسوسي ناول پڙهڻ جو گهڻو شوق هو. مشهور ضخيم ناول "چندرڪانتا"، بمع 'پوتنانت'، هضم ڪرڻ جي حد تائين پڙهيو هئائين. بلڪ، شرلاڪ هومز ۽ آرسين لوپن وارا جاسوسي ناول سندس خاص پسند هئا. ان بعد جڏهن مولانا عبدالحليم "شرر" جا تاريخي ناول نظر چڙهيس، ته تاريخي ناولن پڙهڻ جو شوق جاڳيس. سنڌيءَ ٻوليءَ ۾ جڏهن حڪيم عبدالخالق جو ناول "سندري" پڙهيائين، تڏهن سندس دل ۾ هيءَ خواهش پيدا ٿي ته سنڌيءَ ۾ اهڙائي اسلامي تاريخي ناول گهڻي تعداد ۾ شايع ٿيڻ گهرجن- پر حڪيم صاحب اهڙن وڌيڪ ڪتابن لکڻ بغير وفات ڪري ويو. البت مولانا شرر ۽ علامه راشد الخيريءَ جي ڪجهه تاريخي ناولن جا ترجما شايع ٿيا، پر پوءِ اهي سلسلا به خاموش ٿي ويا. ٻئي طرف اردو ۾ اهڙا ناول ڌڙا ڌڙ ڇپجي رهيا هئا. "ويڙهايو ۽ راڄ ڪريو" جي اصول پٺاندر، انگريزن کي سخت ضرورت هئي ته هندستان جا مسلمان "مجاهد قوم" بنجي هندن جو مقابلو ڪن: "الناس علیٰ دين ملوڪهم" جي مصداق، مسلمانن ۾ اهي خيال اڀارڻ پڪڙجي ويا جو ازخود اهڙا ڪتاب لکندڙ مصنف پئي پيدا ٿيا. منشي صادق صديقي، نسيم حجازي ۽ ايم. اسلم جا ناول تيزيءَ سان شايع ٿي رهيا هئا، جن کي پڙهڻ ڏيپلائيءَ جو محبوب مشغلو هو. ١٩٣٨ع ۾، جڏهن ڏيپلائي ميرپورخاص ۾ ملازم هو، مولوي خيرمحمد نظاماڻي به اتي ئي رهندو هو. ٻئي اڪثر ملندا رهندا هئا. هڪ دفعي گفتگو ٿي ته 'جئن اردو ۾ "مجاهدانه اسپرٽ" وارا "اسلامي تاريخي ناول" شايع ٿين ٿا، تئن سنڌيءَ ۾ به ٿيڻ گهرجن'. مولوي صاحب الهيءَ تي ڏيپلائيءَ کي چيو ته "لکي تون ڏي، شايع آءٌ ڪرائيندس". چنانچه ڏيپلائيءَ پهريون اسلامي تاريخي ناول "سنگدل شهزادي" لکيو، جنهن جو پلاٽ منشي صادق صديقيءَ جي ڪتاب "آرمينيا ڪا چاند" تان ورتل هو، ۽ منشي صاحب وري اهو پلاٽ عربي تاريخ "فتوح العجم" تان ورتو هو. مولوي صاحب ته مالي مشڪلاتن سبب اهو ڪتاب شايع ڪرائي نه سگهيو، ان ڪري ڏيپلائيءَ پنهنجو ڪتاب پاڻ ڇپائڻ جو ارادو ڪيو. پنجاهه روپين جي اوڌر ڪئي، "سنگدل شهزاديءَ" کي پريس ۾ پهچائڻ بعد کيس خيال آيو ته اهو سلسلو اڳتي به هلڻ گهرجي. انهيءَ ئي هن سماهي ڪتابن جي سلسلي جو اعلان ڪري ڇڏيو. انهيءَ اعلان کي عمل ۾ آڻيندي، "اسلاميه دارالاشاعت" جي نالي سان، ڏيپلائيءَ پهريون مرتبو ميرپورخاص ۾ هڪ لنڊڙو

ادارو قائم ڪري ورتو. ان طرح، شوق ۾، پنجاهه رپين جي آڌاريءَ رقم سان شروع ڪيل انهيءَ اداري ڪي هن وقت هزارن روپين جي وهنوار تي پهچائي چڪو آهي!

سڀ کان وڌي خصوصيت، جيڪا ڏيپلائيءَ کي سنڌ جي ٻين مڙني شخصيتن تي امتياز ۽ فوقيت ٿي بخشي، سا آهي ڏيپلائيءَ جي پيري-مرشديءَ خلاف بغاوت ۽ مسلسل جهاد. هن مجاهد جي سڄي عمر انهيءَ جدوجهد کي منظم ڪرڻ ۾ گذري آهي، ۽ سچ پڇ ته سندس هن شاندار ڪارنامي کي جيڪڏهن اسين سنڌ جي سرزمين تي "آب حيات" جي جُوءِ جاري ڪرڻ جي استعاري سان ياد ڪريون ته اهو بلڪل بجا ٿيندو. سنڌ ۾ ورهين کان وٺي جيڪا عام جهالت ۽ ذهني پست حاليءَ جي حالت قائم آهي، تنهن اسان کي قومي ترقيءَ جي هر شعبي ۾ اڳتي وڌڻ کان روڪي رکيو آهي. تعليم، هنر، معاش، اقتصاد، سياست، اخلاق-مطلب ته اسين زندگيءَ جي هر مرحلي ۾ پست هئاسون، ۽ پست آهيون. اڄ جڏهن دنيا جا سمورا ملڪ ۽ قومون اجتماعي طرح، ۽ انفرادي طرح اسان جي بنهه ويجهيون پيون پاڪستاني قوميتون، پنهنجي پنهنجي حال کي بهتر کان بهتر بنائڻ ۾ اڳريون آهن، ۽ ٻئي طرف جڏهن جديد سائنس جي تازه ترين انڪشافن، زندگيءَ جي سمورن قديم تصوراتي نظرين تان پردو هٽائي، انسان جي عملي ڪردار کي ڪائنات جي وسيع اختيارين سان همڪنار ڪري ڇڏيو آهي، تڏهن اسان جي "سنڌي سپاجهڙي" جو هيٺو حال اجهو هيءَ آهي جو اڃا به وتي ٿو 'خاڪ چٽيءَ' لاءِ پيرون پيٽيندو ۽ ٽوٽڻ ڦيڻ کي دردن جو دارون سمجهندو!

ڏيپلائيءَ جي طبيعت ۾ اوهام پرستيءَ جي خلاف بغاوت سڀ کان اول علامه شرر جي ڪتاب "فردوس برين" پڙهڻ سان پيدا ٿي. اهو ڪتاب کيس مشهور مبلغ توحيد مولانا عبدالرحيم ٻجمي مرحوم سن ١٩٢٢ع ۾ پڙهايو هو، جڏهن ڏيپلائي اڃا چوڏهن ورهين جو هو. مولانا ٻجميءَ جي پراثر تبليغ لاڙ ۽ ڪڇ جي لکها مائهن کي پير پرستيءَ جي جهم مان ڪڍي توحيد جي راهه تي آندو. جنهن ته انهيءَ پٽ ۾ اهو پهريون شخص هو، جنهن شرڪ جهڙي زبردست ڪوٽ کي ٽڪرون هنيون، ان ڪري کيس بيحد سخت تڪليفون درپيش آيون; ليڪن سٺ سالن جي لڳاتار تبليغ آخر اهڙو اثر پيدا ڪيو، جنهن جي ڪا حد ئي ڪانه آهي. ڏيپلائيءَ پوءِ "فردوس برين" جو ڪجهه حصو ترجمو، "گلستان حسن" جي نالي سان شايع ڪيو، جنهن ۾ حسن بن صباح جي بهشتي باغ جو ذڪر آندو اٿس. اهو ڪتاب پوءِ ضبط ڪيو ويو-حالانڪ اردوءَ ۾ ساڳيو ڪتاب ڪاليج جي ڪورس تي رکيل آهي. ڪتابن جو اهو سلسلو پ... سال سماهي هليو، پوءِ ماهوار ٿيو، ۽ اڄ تائين جاري آهي. انهيءَ سلسلي جي ذريعي ڏيپلائي "مرشد" جي پولتان ائين ته ڪٿ ڏوئي لڳو آهي، جو مرشد جي ٽنگ پانهن به سلامت ڪانه ڇڏي اٿس: مرشد جي درگاهه ۽ ان جي ڪرامت ته خير، پر مرشد جي ڪڏهه ۽ کهوڙي، بلڪ مرشد جي ڪياڙيءَ ۽ ڪن جي پاڙيءَ تي به ويهي ٽاول جوڙيا اٿس! ان طرح، سنڌ جي ويساهه جي وسوڙل عوام کي تهه در تهه فريبن

۽ مڪارين کان واقف بڻائڻ لاءِ ڏيپلائيءَ جيڪا جاکوڙ ورتي آهي، اسان جي آئيندي جي خوشحاليءَ جي حق ۾ ان جي اهميت، بنيادي طرح، نهايت ئي بلند آهي.

ڏيپلائيءَ جي ذهني ارتقا جي باب ۾ آريه سماجي هندن سان سنڌ ۾ مقابلي بازيءَ وارو دور خاصي اهميت رکي ٿو. آريه سماجين طرفان درجن کن اهڙا ناول شايع ڪيا ويا، جن ۾ مسلمان بادشاهن جي خانگي حالات کي نهايت تلخ ۽ سخت انداز ۾ پيش ڪيو ويو هو. انهن مان هڪ ڪتاب "مغل رنگ-محل" ته جنسي چٽاڀيٽ هو، جنهن ۾ مغل شهنشاهن جي اخلاقي ڪردار تي بريءَ طرح حملا ڪيا ويا هئا. ظاهر آهي ته سخت تعصب جي هوا هلندي، باهمي ڪاهش جي ڪا معمولي چڻنگ به وڏي ڀنڀٽ جو باعث بڻجي سگهي ٿي. مسلمانن ۾ هن قسم جي تحريڪ لاءِ نفرت جو ردعمل فطري هو. ڏيپلائي، جنهن ان وقت خود کي هڪ "مبلغ اسلام" جاڻي سوچيو ٿي ۽ "محافظ دين" جاڻي لکيو ٿي، تنهن جي دل جي حالت انهيءَ غيرت جي ٺهڪي کان بلڪل غير بڻجي ويئي. گند گند سان صاف ٿئي نه ٿي، ليڪن مسلمان بادشاهن جي توهين جي تلافيءَ لاءِ ڏيپلائيءَ وري هندو راجائن جا پول پڌرا ڪيا: "مغل رنگ-محل" جي مقابلي ۾ "ڏاهري رنگ-محل" سچ پچ ته وڏي هلچل مچائي ڏني. فساد دفع ڪرڻ لاءِ آخر سرڪار اهو ڪتاب ضبط ڪيو-حالانڪ "مغل رنگ-محل" کي ڪاليج جي نصاب ۾ شامل ڪيو ويو هو. ڏيپلائيءَ وري ٻيو ڪتاب لکيو-"ڪني جو.......؟ (ٻُٽ)". هن ڪتاب کي به ڪافي شهرت ملي، ۽ هندن جي مقابلي ۾ ڏيپلائيءَ جي هن ديني خدمت کي مسلمانن ۾ گهڻي قدر ساراهيو ۽ ڦهلايو ويو. ان طرح، ڏيپلائيءَ جي ڪتابن کي هاڻي هڪ وسيع مارڪيٽ پڻ ميسر ٿي ويئي.

۱۹۴۱ع ۾ جنگ جي زور سبب 'نيوز پرنٽ ڪنٽرول آرڊر' جاري ٿيو، جنهن موجب ڪتابن لاءِ اخباري ڪاغذ جي استعمال تي بندش وڌي ويئي. اخبارن ۽ رسالن کي ته سرڪاري اگهه تي پنو ملي سگهيو ٿي، پر ڪتابي ڪاغذ جي قيمت بليڪ ۾ پنجوڻي فرق تي پهچي ويئي. ڏيپلائيءَ ان ڪري پنهنجي ڪتابي سلسلي کي "ماهوار رسالو 'عبرت'" جو نالو ڏنو، جئن پنو آسانيءَ سان ملي سگهي؛ پر جلد ئي ٻئي پني لاءِ به 'پيپر ڪنٽرول آرڊر' جاري ڪيو ويو، جنهن موجب وري صفحن جي تعداد تي به پابندي وڌي ويئي، جنهنڪري لاچار ڏيپلائيءَ کي پنهنجي سلسلي کي هفتيوار ڪري هلائڻو پيو. وري جڏهن ۱۹۵۳ع ۾ ساڳيو تماشو شروع ٿيو، تڏهن حالتن پٽاندڙ هفتيوار "عبرت" کي روزانه اخبار بڻائڻ جو خيال ڪيائين. ڏيپلائيءَ "عبرت" کي روزانه بڻائڻ جي منظوري فقط پني گهڻي ملڻ سبب ٿي ورتي چاهي، پر اها اجازت ڪيس تڏهين عنايت ٿي، جڏهن ڪرنافلي ڪاغذ نڪتو ۽ پني جي تنگي گهڻي قدر گهٽ ٿي ويئي؛ ليڪن ون-يونٽ کان پوءِ اخبارن تي ايتريقدر ڪڙيون پابنديون وڌيون ويئون جو ڪا نئين اخبار جاري ڪرڻ سنڌين لاءِ مشڪل بلڪ محال ٿي پيو؛ ان ڪري الهيءَ اجازت کي ضايع ڪرڻ مناسب نه سمجهي، ڏيپلائيءَ روزانه "عبرت"

اخبار جاري ڪئي، ۽ اڄ تائين ان کي هلائيندو اچي. "عبرت" جو نالو مشهور ترڪي اديب ۽ صحافي 'نامق ڪمال' جي اخبار تان ورتل آهي، جنهن سلطان عبدالحميد جي آپيشاهيءَ خلاف بغاوت ڪرڻ ۽ ترڪي عوام کي جمهوريت ملڻ جي مطالبي لاءِ هڪ بي نظير ڊرامو "وطن" لکيو، ۽ پوءِ "عبرت" اخبار هلائي. جنهن جذبي سان ڏيپلائيءَ پنهنجي اخبار جو نالو تجويز ڪيو هو، واقعي انهيءَ جذبي جو پرپور اظهار ان جي مضمونن ۾ ملي ٿو: جاگيرداري ۽ ڪامورا شاهيءَ جي خاتمي ۽ ملڪ ۾ جمهوري انصاف جي بحاليءَ جي عام مطالبي، ۽ خصوصاً سنڌ جي صوبائي خود مختيار حيثيت سان متعلق سڀني مسئلن تي عوام جي حقن جي ترجماني، سخت کان سخت انداز ۾، جيتريقدر ڏيپلائيءَ جي "عبرت" ۾ اچي چڪي آهي، شايد ئي ان کان وڌيڪ ڪنهن ٻئي پرچي ۾ نظر اچي. ليڪن، افسوس آهي جو ڏيپلائي "عبرت" جي اشاعت کي وڏي پيماني تي پهچائڻ کان مجبور آهي، جنهنڪري سنڌ جا اڪثر ماڻهو انهيءَ اخبار جا مفيد مضمون پڙهڻ کان محروم آهن.

ان وچ ۾، ۱۹۴۲ع ۾، ڏيپلائي مستقل طرح حيدرآباد اچي رهيو، ۽ "اسلاميه دارالاشاعت" جو ڪتابي سلسلو ۽ "عبرت" اخبار پڻ ان طرح حيدرآباد ۾ منتقل ٿيا. ۱۹۴۵ع ۾ ڏيپلائي پنهنجي موجوده پريس ورتي. ان کان اڳ سندس ڪتاب اڪثر محمدخان "غني" واري "هاشمي پريس" مان ڇپيا هئا. حيدرآباد واري دور ۾ ڏيپلائيءَ جو "جماعت اسلاميءَ" سان اتفاق ۽ اختلاف قابل ذڪر آهي. مولانا مودوديءَ جي ديني احياء جي سلسلي ۾ ڪيل تقريرن ۽ جماعت اسلامي جي ابتدائي تنظيم کان ڏيپلائي گهڻي قدر متاثر ۽ پُراميد ٿيو: سندس خيال هو ته جماعت اسلاميءَ کي زور وٺائڻ سان پاڪستان ۾ "حڪومت الاهيه" جي قيام وارين ڪوششن کي تقويت پهچندي، ۽ ان کي اقتدار ۾ آڻڻ هر سچي مسلمان جو فرض آهي. انهيءَ فرض جي احساس سان، ڏيپلائيءَ جماعت اسلاميءَ جي پوري پوري پيروي ڪئي: مودودي صاحب جي هر تازي تقرير ۽ ڪتابن کي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪري شايع ڪيائين. پنهنجي اخبار ۽ ڪتابن ۾ هن تحريڪ جي تبليغ ڪيائين، ۽ آخر سڄي ساري پريس ئي جماعت اسلاميءَ کي پنهنجي لٽريچر ڇپڻ لاءِ سپرد ڪري ڇڏيائين. جلد ئي، جڏهن جماعت اسلامي کي توقع کان زياده اقتدار حاصل ٿي ويو ۽ ان جي اندروني مصلحتن ۽ سياسي مفادن جي پاليسي رفتي رفتي عيان ٿيڻ لڳي، تڏهن ڏيپلائيءَ کي پنهنجي 'فرض' جي حقيقت به معلوم ٿي ويئي، ۽ هو يڪلخت انهيءَ جماعت کان بدظن بلڪ متنفر ٿي ويو. مودودي صاحب جي قلابازين، ڏيپلائيءَ لاءِ پنهنجن سمورن گذريل مرحلن تي نئين سر نظر وجهڻ جو موقعو آندو، ۽ آخر هن پنهنجي تجربن کي هڪ مستقل نتيجي تي پهچائڻ جو عزم ڪري ورتو. ان باري ۾ ڏيپلائي پنهنجي خود سرگذشت سوانح ۾ لکي ٿو:

"آخر مون هي تماشو به ڏٺو ته جيڪي به شخص مذهبي فريب ڏين ٿا، سي سڀ درحقيقت ڪنهن نه ڪنهن صورت ۾ سرمائيدارن، زميندارن، سيٺين ۽ حاڪمن جا

چاڙ تا آهن، ۽ عوام کي ڪنهن نه ڪنهن طرح، سمجهي ٻجهي يا بيخبريءَ ۾، سندن انساني حق ڪان محروم رکڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. هر انسان لاءِ ٻهريون فرض آهي پنهنجا جائز ۽ بنيادي انساني حق حاصل ڪرڻ. ٻيون سڀ ڪوششون ان ڪان پوءِ جون آهن: جاڪاڻ ته جنهن شخص کي صحيح معنيٰ ۾ 'انسان' ٿي تصور نٿو ڪيو وڃي، ان جون باقي طلبون ڀلا حيثيت ٿي ڪهڙي ٿيون رکن؟

"هارين سان زميندارن جو جيڪو ويل آهي، سو مون پنجويهه سال ڇنين اکين سان سندن اندر ويهي ڏٺو آهي؛ ڪارخانن اندر مهينن جا مهينا رهي، مزدورن سان سيٺين جو ورتاءُ به مطالع ڪيو اٿم؛ پيرن، ملن ۽ ليڊرن جي فريبي زندگيءَ کي ڏسڻ جو مون کي ڪافي موقعو مليو آهي؛ ۽ جماعت اسلاميءَ جون قلابازيون به مون پوريءَ طرح پروڙيون آهن: اهي ڳالهيون آهن، جن منهنجي خيالن ۾ تبديلي آندي، ۽ مون جڏهن انهيءَ تصور هيٺ وري مطالعو ڪرڻ شروع ڪيو، تڏهن پوريءَ طرح محسوس ڪيم ته درحقيقت سمورا مذهب به انهيءَ تصور هيٺ شروع ٿيا آهن ته انسان ذات کي بهتري ۽ بهبودي ميسر ڪري ڏجي، مگر جنن پوءِ تنن وڏيڪ انهن جي پيشوائن ۾ خودغرضي ايندي ٿي وڃي، ۽ هو آخر مذهب جي منشا کي ئي بگاڙي چڪا آهن.

"هر مذهب جي صحيح پيروي اهائي آهي ته مظلوم انسانيت کي خودغرضيءَ جي زنجيرن مان آزاد ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي، جيڪي پاڻ سمجهيو ويو آهي سو عوام تائين پهچائجي، ۽ هنن کي سندن پستيءَ جو احساس ڏياري، منجهن اها اميد پيدا ڪجي ته 'اها پستي به بلنديءَ ۾ بدلجي سگهي ٿي'. اهو ڪو لوح محفوظ جو لکيو ڪين آهي، جو ميٽجي ئي نه سگهي: اهي ته وڏن مالهن جا دوڪا آهن، جي اسان کي اهڙن لفظن ۾ پيا باور ڪرايا وڃن ته

'توڙي هلين تڪڙو، توڙي وڃهين ورڪ،
ليڪني منجهان ليڪ، ذرو ضايع نه ٿئي!'

"انهن ٿي خيالن منهنجي دل مان هرقسم جي تعصب ۽ ڪٽرپڻي کي ڪڍي ڇڏيو، ۽ غيرمسلمن لاءِ جيڪا قدري نفرت هئي، سا به هاڻي نه رهي آهي: منهنجي نظر ۾ هر انسان هڪ 'انسان' آهي—۽ بس:

"ڪفر است در طريقهءِ ما ڪينه داشتن،
آئين ماست سينه چو آئينه داشتن."

نون خيالن واري انسان-دوست ڏيپلائيءَ هاڻي پنهنجن تجربن کي نئون روپ ڏيڻ شروع ڪيو. ١٩٥٢ع ۾ هن "ادارهٔ انسانيت" قائم ڪيو، ۽ ان جي ذريعي انسانيت جي معياري قدرن کي عام ڪرڻ لڳو. ان سلسلي ۾ هن ماهوار "انسان" اخبار جاري ڪئي، ۽

ڪيترائي بهترين ڪتاب شايع ڪيا. اڄ تائين اها اخبار جاري آهي، ۽ "سلسلهٔ انسانيت" جا ڪتاب هڪ منفرد معيار سان بدستور شايع ٿي رهيا آهن. "چار دانا"، "ماڻهو ۽ ڌرتي"، "امريڪي شاعر"، ۽ "ڌرتيءَ سان ٿو سڄ ايري" جهڙا بهترين ڪتاب سنڌي ادب ۾ هڪ نمايان اضافو آهن.

١٩٤٧ع واري ورهاڱي جيڪي حيرت انگيز تبديليون آنديون، تن کان پوري ملڪ جو ماحول متاثر ٿيو: نه صرف تاريخ جي هڪ قديم وحدت ۾ ٻن الڳ الڳ ورهاڱن جي وجود جنم ورتو ۽ عوام الناس جي ذهنن ۾ وطنيت جا نوان ناتا داخل ٿيا، بلڪ ان بعد جلد ئي جيڪي هنگامي حالتون پيدا ٿيون، يا پيدا ڪيون ويون، انهن، زندگيءَ جي اقتصادي ۽ معاشرتي تقاضائن جي بنياد تي، پاڪستاني عوام جي مختلف فطري گروهن ۾ هڪ بنيادي ۽ جمهوري عمل جو احساس بيدار ڪيو: اهو جمهوري عمل هو "پنهنجي ڌرتيءَ سان محبت". ون-يونٽ کان پوءِ انهيءَ احساس جي مڪمل تشريح، پنهنجي پوري پس منظر سان، ماحول جي رڳ رڳ سان ڦٽي نڪتي، جنهن ۾ "قوميت" جي احترام کي پاڪستاني زندگيءَ جو بنياد قرار ڏنو ويو.

صوبائي خود مختياريءَ جي انهيءَ جدوجهد، ڏيپلائيءَ جي مطالعي کي هڪ خوشگوار وسعت بخشي، ۽ سندس دلي امنگن کي سنڌ جي سرزمين سان وابسته ڪري ڇڏيو. ان کان اڳ، 'وطن' جي باري ۾ ڏيپلائي هڪ وڏي مبالغي ۾ مبتلا هو:

"شروع کان مذهبين جي چڪر ۾ اچڻ سبب، منهنجو اهوئي تصور هو ته 'مسلم هين هم، وطن هي سارا جهان همارا'، ۽ 'اِن تازه خدائون مين بڙا سب سي وطن هي'! ان ڪري، مون کي وطن سان ڪا به محبت ڪانه هئي. پاڪستان بڻجڻ بعد جڏهن سڀ کان اول ڪراچي سنڌ کان کسي ويئي، ۽ پوءِ سنڌ جي زمينن، جائدادن، نوڪرين، واپار، تعليم، ادب ۽ زبان تي غير سنڌي پائرن جون 'برادران يوسف' واريون بدنيت نظرون اٿيون- جي اڳتي هلي عظيم پنجاب عرف 'ون يونٽ' جي روپ ۾ نروار ٿيون-تڏهن منهنجي ذهن کي سخت صدمو پهتو. وري جڏهن انهيءَ احساس سان سمورن اسلامي ملڪن ۽ پاڪستان جي باهمي تعلقات، وچ مشرق جي موجوده حالات، ۽ مغرب-مشرق جي بين الاقوامي صورتحال جو جائزو ورتم، تڏهن هن حقيقت کي سڀ کان اهم ۽ ضروري محسوس ڪيم ته سڀ کان اول قيمتي آهي پنهنجو وجود، ان بعد پنهنجو گهر ۽ وطن-ان کان پوءِ ئي وڏيون ڳالهيون سوچي سگهجن ٿيون. جنهن به انسان کي پنهنجي 'ڌرتيءَ' سان محبت ناهي، اهو سامين، ڪهيرين، ڪُرڪلن ۽ واڪوڙن وانگي سدائين رولو رهي ٿو، ۽ ان لاءِ هن دنيا ۾ ڪو به صحيح ٺڪاڻو ڪونهي.

"اڄ پوري يقين سان محسوس ڪريان ٿو ته سنڌ جي باشندن سان هن وقت پاڪستان ۾ بلڪل اهڙوئي ظلم روا رکيو ويو آهي، جهڙو جهانئين چيننن سان ڪيو، فلسطين وارن سان يهودين ڪيو، فرينچ الجيريا وارن سان ڪري رهيا آهن، انگريز ڏکڻ آفريڪا وارن سان ڪري رهيا آهن ۽ ڪجهه عرصو اڳ آئرلنڊ ۽ ڪئناڊا وارن سان ڪيائون ٿي. پر، جهاني چينين کان ۽ ڏکڻ آفريڪا، آئرلنڊ ۽ ڪئناڊا وارا انگريزن کان، ۽ الجيريا جا مظلوم فرينچن کان، جهاد ڪري پنهنجي جند ڇڏائي رهيا آهن، ليڪن سنڌ جي حالت ڪي ٿو ڏسجي ته سيءُ ٿو وڃي: خدانخواسته جيڪڏهن اهائي غفلت اڃا ڪجهه وقت قائم رهي ته اسان جو حال به فلسطين جهڙو ٿي ويندو! ان ڪري، هر ڪنهن دورانديش اديب ۽ اڳواڻ کي گهرجي ته هو قوم کي خوب سجاڳ ڪري، ۽ ان کي پنهنجي وطن جي محبت ۾ اهڙو ته سرشار ڪري جو ان کي ڪوبه ٻيلائي نه سگهي."

هيءَ آهي ڏيپلائيءَ جي ذهني ارتقا جي موجوده منزل، جنهن کي بهرحال سنڌس مطالعي جو بهترين نتيجو، ۽ سنڌس شخصيت جو بهترين رخ قرار ڏيئي سگهجي ٿو.

هاڻي ڏيپلائي هڪ وطن-پرست ۽ انسان-دوست "انسان" بڻجي چڪو، جنهن کي پنهنجي وطن جي سرزمين سان محبت آهي، ۽ سموري انسان ذات کي پنهنجي پنهنجي وطن ۾ آباد ۽ شاد ڏسڻ چاهي ٿو. هڪ طرف هو "اسلاميه دارالاشاعت" جي ذريعي سنڌ جي ماڻهن کي مذهب جي صحيح سمجهاڻي ڏئي رهيو آهي، ٻئي طرف "ادارهٔ انسانيت" جي معرفت عالمگير انسانيت جي بهترين اصولن جي تبليغ ڪري رهيو آهي، ۽ وري ٽئي طرف "عبرت" جي سلسلي سان ادبي ۽ سياسي بيداريءَ جا اسباب پيدا ڪري رهيو آهي: هاڻي وطن سان وابستگيءَ جو حق ادا ڪرڻ جو خيال آيو، ته ان لاءِ هن "لطيف پبليڪيشن" جي نالي سان الڳ ادارو قائم ڪيو. "جهاني گنڊي"، "١٨٥٧ع جو بلوو"، ۽ "غازي انور پاشا"- اهي جوش ۽ جذبي سان ٽمٽار ناول پڙهڻ سان يڪلخت دل ۾ قومي غيرت ۽ آزاديءَ جي ولولن جو طوفان مچيو وڃي. هو قوم کي وقت جو احساس ڏيارڻ لاءِ، پنهنجي ذاتي تلقين کي بنياد بنائڻ جي عيوض، تاريخ جي مثالي تجربن سان حالات جي ڪيفيت پڌائي ٿو. هو سنڌي عوام جي مخصوص نفسياتي مزاج کي پوريءَ طرح سمجهي چڪو آهي. عوام جي ذهني سطح تي، آسان مثالن سان، مشڪل مسئلن کي سمجهائڻ وارو اڄ اسان وٽ اهوئي هڪ شخص آهي-"ڏيپلائي".

ڏيپلائيءَ جي هيءَ خوبي ڪيڏي نه وڏي آهي جو هو هيڪ وقت ڪيترا سارا ادارا هلائي رهيو آهي، ۽ هر هڪ اداري جي طرفان، الڳ الڳ مدت جي مقرريءَ سان، ڪيترا سارا ڪتاب باقاعدگيءَ سان شايع ٿي رهيا آهن! هو هن وقت تائين ڪل ٻي سؤ کن ڪتاب لکي چڪو آهي. ڊاڪٽر چوندا آهن ته هلندي گاڏيءَ ۾ ڪتاب پڙهڻ سان نظر گهٽجي وڃي ٿي: پر ڏيپلائيءَ جي خيال موجب هلندي گاڏيءَ ۾ ڪتاب لکڻ سان نظر تيز ٿي وڃي ٿي-

بلڪ گاڏيءَ جي رفتار گهٽجي وڃي ٿي: ڏيپلائيءَ جي لکڻ جي رفتار ايتري تہ تيز آهي، جو هڪ اسٽيشن کان ٻيءَ اسٽيشن تائين هڪ عدد ناول تيارا ڪيس "قليچ دوران" چنجي، يا علامہ راشدالخيريءَ جو مثال؟ ڪيترو ئي هٿل بڪيڙو هجي، ڏيپلائيءَ جي خيالن ۾ رولو نہ ايندو. ڪانئس قلم ۽ ڪاغذ ڪسي ولو، هو اوهان کي پنهنجي لکيت جو ثبوت ضرور ڏيندو. هو "بنا لکيي لکيو پڙهڻ" سان اوهان کي هي يقين ڏياري سگهي ٿو تہ هو پنهنجي هڪ مرتبو سوچي ورتل مضمون کي بروقت ڪاغذ تي درج ڪرڻ جو محتاج نہ آهي. ڪيترائي مرتبا هو وڏن وڏن اسٽيجن تي ڊگها سارا 'لکيل' مقالا ۽ نانڪ پڙهي چڪو آهي، ۽ پوءِ پتو پيو آهي تہ اهي سمورا ڪاغذ ڪورا هئا، جن کي هو اٿلائي اٿلائي پڙهي رهيو هو! جهڙيءَ طرح ڏيپلائيءَ جي لکڻ جي رفتار هلندي گاڏيءَ جي رفتار کان تيز آهي، اهڙيءَ ئي طرح وري سندس پڙهڻ بہ هڪ "شهسواري" آهي-جڻ سچ پچ گهوڙي تي چڙهي آيو هجي! اوهين يقين ڪريو تہ "امروز" اخبار جا ڳتيل ڇهہ ئي صفحا هو فقط اڌ منٽ جي اندر پڙهي پورا ڪري وٺندو آهي! وري اوهين جنهن بہ هيڊلگ تي هٿ رکندا، ڏيپلائي ان جو تفصيل هوبهو بيان ڪري ويندو. دراصل اخبار بينيءَ جي سلسلي ۾ ڏيپلائي صاحب کي "هيڊنگ-شناسي" جو هنر حاصل آهي. ان جو هڪڙو سبب هي بہ آهي جو هو حالات جي تبديلين جو ايتريقدر تہ مطالعو رکي ٿو جو ڪيس ڪنهن خاص صورتحال جو ردعمل اڳ ۾ ئي معلوم ٿي وڃي ٿو. اڪثر مرتبا ائين بہ ٿيو آهي جو ڪنهن جلسي ۾ ڪو مشهور مولانا صاحب پنهنجو وعظ ڪرڻ لاءِ اٿڻو هوندو، يا ڪو ليڊر صاحب پنهنجي بيان جاري ڪرڻ بابت اعلان ڪري چڪو هوندو، تہ جيستائين اهو مولوي صاحب پنهنجو وعظ مبارڪ ڪرڻ لاءِ تشريف فرما ٿئي، ۽ ليڊر صاحب پنهنجو ولولي انگيز بيان پريس ۾ پهچائي، ان کان اڳي ئي ڏيپلائي صاحب انهن جو خلاصو پنهنجي دوستن جي اڳيان 'آئوٽ' ڪري ڇڏيندو آهي. پٺي ڏٺهن سچ پچ تہ اهو وعظ ۽ اهو بيان ائين ئي هوندو، جيئن ڏيپلائيءَ جي ذهن ۾ آيو هو-ان لاءِ هو شرط جو پابند آهي. اڪـر البت 'لکي لڪائو' قسم جـا اٿس، جن کـي 'الهـنو' کان سواءِ پيو فقط مير غلام علي خان ئي لس پڙهي سگهي ٿو!

ڏينهن جي ڇٽن ئي پهرن مان ڪنهن بہ موقعي تي اوهين ڏيپلائي صاحب وٽ وڃو... هو اوهان کي ڪا نہ ڪا هڪ پُراسرار ۽ "ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائڻ جهڙي' ڳالهہ ضرور ٻڌائيندو-ڪا سازش، ڪو انڪشاف-۽ پوءِ ان لاءِ اوهان کي ائين بہ ضرور چوندو تہ "هيءَ حقيقت ڪنهن سان بہ نہ ڪج": ليڪن اهائي حقيقت هو هر اچڻ واري دوست کي انهن ئي لفظن جي تاڪيد سان چوندو آهي، ۽ وري پلجي ويندو آهي. اهڙيءَ طرح، سندس هر 'سازش' هڪ انڪشاف، ۽ هر 'انڪشاف' هڪ سازش آهي. انهيءَ ئي سبب کان مولانا گرامي صاحب ائين چاهيندو آهي تہ 'ڏيپلائي صاحب جي "ڪنهن کي بہ نہ ٻڌائڻ جهڙي ڳالهہ" ٻڌڻ وارن مان شل آءٌ پهريون ماڻهو نہ هجان!' ڏيپلائي صاحب ۽ گرامي صاحب

جي اڪثر انهيءَ ئي ڳالهه تي لڳندي آهي: گرامي صاحب ڪوشش ڪري هر روز ڏيپلائي صاحب ڪان سندس ''نه پڌائڻ واري ڳالهه'' پڌي ايندو آهي، ۽ پوءِ ڪوشش ڪري پهرين ئي ملڻ واري ڪي پڌائي ڇڏيندو آهي: ۽ ڏيپلائي صاحب به شايد ان ڪري پنهنجي هر ڏينهن جو تازو انڪشاف پهرين گرامي صاحب کي پڌائڻ جي ڪوشش ڪندو آهي، ۽ پوءِ وري ميار به ڏيندو اٿس!

ڏيپلائيءَ جي شخصيت تي به چيزون ٻريءَ طرح حاوي آهن - ٽهڪ ۽ ٽوٽڪا. پهر ٻڌي ڪلڻ واري کي ته پوڙو ئي چئبو، پر ڏيپلائي صاحب کي سندس ٽهڪ ئي ڪنن جو ڪم ڏيندا آهن - يعني ٽهڪ ڏيڻ کان سواءِ هن لاءِ ڪا به ڳالهه ٻڌڻ يا پڌائڻ نهايت مشڪل ٿي پولدي آهي. جيڪڏهن ٽهڪ نه آيو، ته ڪئي پڪ اها ڳالهه نه لڳي - پوءِ وري پيهر گفتگو شروع ڪجي، يا ڪيس غير حاضر سمجهي انتظار ڪجي! ڏيپلائي صاحب جي آفيس، دوستن لاءِ هڪ معقول انتظارگاهه آهي. جيڪڏهن خود موجود آهي ته بروقت، ۽ جيڪڏهن سندس انتظارئي ڪرڻو پئجي وڃي، ته ٿي دوست جي حساب سان هڪ عدد چالهه جو ڪوپ ۽ هڪڙو ڪيڪ - اها سندس انتظار جي مقرر في آهي، جنهن جو بل هو اڃڻ شرط پنهنجي مخصوص ٽهڪ سان هوٽل تي ڏياري موڪليندو آهي. (البت هيءَ آزمودي جي ڳالهه آهي جو هو پاڻ گهرائيندو آهي ته فقط پنهنجي لاءِ - انتظار جي عيوضي ۾ فقط چانهه ۽ ڪيڪ مقرر آهن.)

"ڏيپلائيءَ جا ٽوٽڪا" - انهيءَ نالي سان جيڪڏهن ڪو ڪتاب ڇپائجي ته ان هڪڙي ئي ڪتاب جا ايترا جلد تيار ٿيندا، جيترا "اسلاميه دارالاشاعت" جا جملي ڪتاب؛ ۽ پوءِ اهو ڪتاب سنڌي ٻوليءَ ۾ "لوڪ ادب جي لغت" جي طور تي هر حالت جي حوالي لاءِ استعمال ڪري سگهبو. او هين يقين ڪريو ته ڏيپلائي صاحب 'ٽوٽڪي باز' نه بلڪ 'ٽوٽڪي ساز' آهي: هو ٽوٽڪن جي صنف جو موجد آهي، خالق آهي. هر ڳالهه ۽ هر قسم جي واقعي تي فوراً ۽ في البديهه ٽوٽڪي جو استعمال، ڏيپلائيءَ جي ڪمال خصوصيت آهي. ڏيپلائيءَ جي ڪلي سان ڳالهه ڪندي هلڪي ٽوٽڪار نڪتي، ته ڇڻ ٽوٽڪي ڪي سنگل اچي ويو. ٽوٽڪا وري اهڙا عجيب، اهڙا تيز ۽ اهڙا خطرناڪ، جهڙي ڪنوڻ - ۽ پوءِ وري انهيءَ ڪنوڻ ۾ ٽهڪن جي برسات! "ٽهڪ ۽ ٽوٽڪا" ڏيپلائيءَ جي مڪمل زندگي آهن: جيڪڏهن صرف ڏيپلائيءَ جا ٽوٽڪا ئي ڪنهن طرح قلمبند ٿي سگهن ها، ته ڪم از ڪم سندس اڌ زندگي ته محفوظ ٿي وڃي ها - پر مصيبت هيءَ آهي جو خود ڏيپلائيءَ کي لکڻ وقت ياد نٿا اچن، ۽ ٻئي کي وري ياد ڪرڻ وقت لکڻ نٿا اچن!

ڏيپلائيءَ کي نئين نسل جي نوجوانن سان نه صرف قلبي ربط ۽ حقيقي انس آهي، بلڪ هو انهن جي آئينده اهميت ۽ احترام جي واقفيت به رکي ٿو: هو بخوبي ڄاڻي ٿو ته 'اڄ' جي تاريخ جي ترتيب انهن ئي نوجوانن جي اختيار ۾ هوندي، ۽ اهي ئي قوم جي مستقبل جا نمائندا آهن. اهوئي سبب آهي جو هو سنڌ جي هر ادبي ۽ قومي رجحان ۾ نئين نسل جي نمائندگيءَ کي ترجيح ڏئي ٿو. هن ڪڏهن به پنهنجي ذاتي بزرگيءَ کي پاڻ کان ننڍن دوستن جي اڳيان

تڪلف ۽ برتريءَ جو سبب نہ بنايو آهي، بلڪ انهن جي همراهيءَ ۽ همخياليءَ کي پنهنجي لاءِ فخر جو باعث ٿو ڄاڻي. ڏيپلائي هڪ بهترين دوست آهي - زنده دل، مهربان ۽ همدرد رفيق. دل جو امير تونگر آهي جو نہ صرف سنڌس دوست ۽ واقفڪار، بلڪ هر ماڻهو منجهانئس نيڪيءَ جي هرڪا اميد رکي سگهي ٿو.

ڏيپلائيءَ جي باري ۾ هيءَ ڳالهہ شايد تمام ٿورن ماڻهن کي معلوم هوندي تہ باوجود ان جي جو هو هڪ وڏي ساري پريس ۽ ڪيترن ئي ادارن جو مالڪ آهي، ليڪن شروع کان ئي سندس گهرُو گذران جو ذريعو اهائي زميداري نوڪري هئي، جنهن کي تازو چند مهينا اڳ ترڪ ڪيو اٿس. ان ڪري، ڪيس 'مولائي لڏي' ۾ شمار ڪيو ويندو آهي - ڪڏهن خان، ڪڏهن قلندر.

ڏيپلائيءَ جي ادبي حيثيت لاءِ ايترو چوڻ ڪافي آهي تہ هو سنڌ جي موجوده دور جو وڏي ۾ وڏو ناول نگار ۽ ناٽڪ-نويس آهي- بلڪ سچ تہ هن وقت انهن ٻنهي صنفن جو ڪو بہ لکڻ وارو ئي موجود ڪونہ آهي.

الحاصل، ڏيپلائي بذات خود هڪ نظريو، بذات خود هڪ ادارو، بذات خود هڪ لئبرري، ۽ بذات خود هڪ انڪشاف آهي: شال هي سنڌ جو مايہ ناز مجاهد، اديب ۽ "انسان" وڏي ڄمار ماڻي!

سنڌ جا سالڪ، سگهڙ ۽ سياڻا پنهنجو مٽ پاڻ آهن. ٻهراڙيءَ جون ڪچهريون سندن دم قدم سان قائم آهن. پرولي، ڳجهارت، بيت، ڏور، ڏُرائو، سٽ-سري ۽ سينگار-اهي سڀ سندن ايجاد ڪيل آهن. سنڌي زبان جا ڪيترائي سهڻا الفاظ ۽ اصطلاح، ڳفتا ۽ پهاڪا، نقل ۽ نظير، سندن شگفته طبيعتن جو نتيجو آهن. صدين ۽ سالن کان وٺي، سالڪن ۽ سگهڙن سنڌ جي هر ڪنڊ ڪڙڇ ۾ دهقاني ادب کي زنده رکيو آهي، ۽ ان ادب جي ذريعي ڳوٺائي زندگيءَ جي هر پهلوءَ کي روشن ڪيو آهي. قدردانن جي ڪمي، نون ڪتابي پڙهيلن جي بي اعتنائي، ۽ ٻن فصلن سببان ٻارهن ئي مهينا ڪيتيءَ جي پٽ-ڪوهه سبباڻ، سگهڙن ۽ سياڻن جون جيتوڻيڪ اڳيون ڪچهريون قائم نہ رهيون آهن، تہ بہ سوين سگهڙ اڄ بہ سنڌ جي هر ڀاڱي ۾ موجود آهن، جن ٻهراڙيءَ جي ڪچهرين جي روايتن کي برقرار رکيو آهي.

سنڌ جي سون سگهڙن مان اسان کي ڪن ٿورن سوڪڙين جون سوانح هٿ آيون آهن، جي هت پيش ڪيون وڃن ٿيون.

# مرحوم لعل بخش خان لغاري*

لعل بخش خان، ولد لطف علي خان، ولد نبي بخش خان، ولد جعفر خان لغاري، انگل سن ١٨٦٠ع ڌاري پنهنجي ڏاڏائي ڳوٺ جعفر خان لغاري تعلقي سنجهوري ضلعي سانگهڙ ۾ ڄائو. سندس پيءُ مسڪين ۽ هرهاري هو، انهيءَ ڪري ڪيس ٻه ساڳيو ڏنڊو ورثي ۾ مليو.

لعل بخش خان وهيءَ ۾ نهايت سگهو صحتو ۽ طاقت وارو مڙس هو، ۽ سندس اها ڪايا آخير وقت تائين هلي. ٢٦-٢٧ ورهين جي ڄمار ۾، اڌ-مٽيءَ اشهد آڱر ۾ سنئينءَ ٻانهن چار دفعا ڪنيائين، ۽ اها ڪثرت پوءِ ٻه ڪي سال لڳاتار ڪيائين- حالانڪ هڪ دفعي ته اها اڌ-مٽي ڇيچ ۾ ٻه سنئين ٻانهن ڪري ڪنيائين. مرحوم ڳالهه ڪئي ته 'هڪ دفعي شهداد پور ۾ ڏاڙهون ڪنيءَ وٽ ٻه لوهه جون پنيون، جن جو وزن اڌ پاءُ گهٽ ٢٤ سير هو، سي سنئينءَ ٻانهن ڪنيم'. پاويهن سالن جي عمر ۾ هڪ پٽ، جنهن جي طور انگل پوٽا ني من هئي، تنهن کي ويهي ڪلهو ڏيئي ڪنيائين. اها ڪثرت مسلسل ٢٨ ورهيه ڪيائين، ۽ پنجاهه سالن جي عمر ۾ ٻه ساڳيو پٽ، پير ڏنل شاهه سجاده نشين درگاه جيلاني ٻڏوه تعلقي شهداد پور جي اڏ و ڪنيائين، جنهن تي پيرصاحب ڪيس انعام ٻه ڏنو، جواليءَ ۾ ڪجهه وقت ملهه ٻه وڙهيو. ڳلو ٻٽ خميسي خاصخيليءَ کي مارياڻين. خليفي اقبال ۽ محمد ميربحر جو ٻه پلاند ورتائين. جاٽ (اڏيرو لعل) جي ميلي تي ٽي ملهه لاڳيتا ڏسيائين. چيائين ته "منهنجي ملهه تمام سهڻي هوندي هئي".

لعل بخش خان نهايت ذهين هو. علم کان سندس سمجهه گهڻي هئي. مائٽن ڪيس لنڊي هوندي کين پڙهايو. انگل پنجاهه ورهيه جي عمر ۾ پنهنجي مامن، گل محمد خان ۽ علي محمد خان، (رئيس حيدر خان جا پٽ) وٽ پائيوار هو. علي محمد خان جي عمر ان وقت انگل چوڏهن سال کن هئي. لعل بخش خان چيو ته "هڪ دفعي مون ڪُترو پئي ڪئي ته علي محمد خان، شاهه صاحب جو رسالو کڻي آيو ۽ مي بهت پڙهيائين:

"تڙ تماچي ڄام جو، تماچي تڙ-راءِ،
تماچي جي تڪيي، تون تماچي ڪاءِ،
تون تماچي آءِ، ته تماچي تيلاه لهين.

* مرحوم لعل بخش خان لغاريءَ جي زباني، سندس وفات واري سال، جي حالات معلوم ٿيا سي قلمبند ڪيا ويا آهن. - مرتب

پوءِ مون کي چيائين تہ هن بيت جي معني ڪر. مون معني هن طرح ڪئي: ’تماچي، ٻڌائي صاحب، حضرت رسول ڪريم کي سڏيو آهي: ”تنو“ معني هي جهان، جنهن جو نبي سگورو گويا بادشاهہ هو: ”تون تماچي ڪاڪ“، معني پنهنجو پاڻ وڃاءِ: ”تماچي آءِ“ معني تون پاڻ اهڙو ٿي پئو جو گويا خود تماچي ٿي پوين، ۽ پوءِ رسول ڪريم جو ديدار بہ آسان آهي- يعني تہ فنا في الرسول ٿي پئو‘ علي محمد خان مون کي چيو تہ ’لعل بخش، جيڪر علم پڙهين ها تہ هوند ڏاڍو قابل ٿي پوين ها‘. آخر چيائين تہ ’جيڪڏهن سنڌي پڙهين تہ آءٌ توکي سيکاريان‘. علي محمد خان پوءِ سنڌي اکرن جي پٽي لکي ڏني، جنهن بعد چيائين تہ ’وڃي پارائو ڪتاب وٺي اچ‘. آءٌ پارائو ڪتاب وٺي آيس، ۽ پوءِ آ-ٻا-ٽا جهڙن ڏاڪن کان تڪون پڙهايائين: پر مون چيو تہ اهو قصو وڏو آهي، آءٌ ڪونہ پڙهي سگهندس. پوءِ مون دل ۾ خيال ڪيو تہ اکرن کي ڇڪين ٿا ’ا‘ ’و‘ ۽ ’ي‘- يعني انهن جي اچارن سان آ، او ۽ اي جا اچار نڪرن ٿا. اها ڳالهہ خيال ۾ رکي، مون علي محمد خان کي چيو تہ ’مون کي وڏيڪ سبق ڏي‘. هن چيو تہ ’تو تہ اڃا پاب ٿي ڪونہ پڙهيا آهن!‘ جنهن تي مون جواب ڏنو تہ ’باب مون کي اچن ٿا‘. آخر مون کي ست سبق الهيءَ پارائي ڪتاب جا اڪ-مڪ وغيره پڙهايائين. پوءِ مون چيو تہ هاڻي اڳتي آءٌ پاڻيهي پڙهندس. پوءِ سيئي ٢٩ سبق مون پاڻيهي پڙهيا.

”ان بعد وري عرض محمد خان سان پائيوار ٿيس. هو پاڻ پڙهيل هو. وٽس ڪتاب ’مجمع الفوائد‘ هو ۽ ماڻهو وٽس تعويذن لاءِ ايندا هئا. اهو ڪتاب هميشہ هرلي تي رکيو هوندو هو، جتي مون اهو سڄو ڪتاب پنهنجي منهن پڙهي پورو ڪيو“.

ٻجاڙيءَ تائين لعل بخش خان هي ڪتاب پڙهي سگهندو هو ۽ حساب ابجد، قالنامو ستاري وغيره جي ڪڍڻ جي قاعدن کان بہ واقف هو. ان بعد وري ڪتاب ”سسئي پنهون“ خليفي نبي بخش صاحب لغاريءَ جو (سرائڪي زبان ۾) ورتائين، جنهن کي بہ هن چڱيءَ طرح سان پڙهيو. ليڪن اهي سڀ ڪتاب، لعل بخش خان، مطلب ۽ معني سمجهي روان پڙهيا، ۽ ٻجاڙيءَ تائين چوندو هو تہ ”هجي ڪرڻ مون کي پنهنجو لالو بہ ڪوا ايندو“!

لعل بخش خان چيو تہ ”پهريون استاد، معني ۽ مطلب ۾، منهنجو پنهنجو ذهن هو: ٻيو پير حسن بخش ۽ ٽيون حيدر خان منهنجا استاد هئا. آهستي آهستي منهنجون معنائون ٿالي حيدر خان کان وڌيڪ پڪيون ٿيڻ لڳيون. ڪڏهن ڪڏهن بحث ڪندي فيصلو پير حسن بخش وٽ کڻي ويندا هئاسون، تہ پير حسن بخش بہ منهنجيءَ معني کي ترجيح ڏيندو هو. ثاني مون کي عرضي فقير ماري جو هيءُ بيت هيٺين طور سيکاريو:

زلف سياه سڄڻ دي سهڻي، اکيان بشيهر پوڻي،
پيا جسو سهب سهڻي دي سيني، جيوين باغان دي وچ گوڻتي،
دم دم دور حسن کون گوڙهي، هل چہ هوايان ٽوڻتي،

هڪ هڪ ناز سجڻ دا نازڪ، جو ذهڪان سو ڏوڻي،
اتلي دام دلين کون 'عرضي'، ڪون هووي جو ڇوڻي!

"بيت جي نين ست ٻاهت مون ٿالي ڪي چيو ته 'هوايون ۽ ڏوڻا رکو اونداهيءَ رات ۾ شعاع ڪري سگهن ٿا، پر چانڊوڪيءَ رات ۾ ته انهن جو جلوو ئي اجرو نه آهي، تهنڪري معشوق جي حسن جي آڏو اهي ڇا آهن، جو پيش ۾ اچن؛ تهنڪري اها سٽ اصل ۾ هن ريت هوندي:

"دم دم دور حسن کون ڳوڙهي، ڪيا مل چه هوايان ڏوڻي؟"

- جنهن تي مون کي شاباس چيائين، ۽ مڃيائين ته توهين هيئنر اسان کان وڌيڪ سهڻي معني ٿو ڪرين".

لعل بخش خان لفظ ۽ معنيٰ تي عاشق- هو. ڪچهريءَ ۾ ويندو هو ته هر ڳالهه ۽ هر لفظ کي پرو ڙي، پوءِ پنهنجو رايو ڏيندو هو. سندس سهڻي سمجهه سببان ڪيترا ئي خاندان سندس دوست بڻجي پيا.

اسماعيل فقير ڳاهوڻي، "ٻاروچي باغ" جو هڪ سالڪ شخص هو. هڪ دفعي هو ڳوٺ جعفرخان لغاري لڳ، داراب فقير آرائين وٽ اچي مهمان ٿيو. بعد ۾ وٽ داراب فقير جو نار هو، جتي اسماعيل فقير ٽڪيل هو. لعل بخش خان به سائس ڪچهري ڪرڻ ويو. چيائين ته "انهيءَ وقت منهنجو خليفي نبي بخش صاحب جي جوڙيل 'سسئي' تي پورو شوق هو، ۽ صفت ۾ به پرپور هوس. شاهه صاحب جي قول موجب ته 'احدون جا اڳي هئي، سوڏي سا صفت'.
- اها صفت ڏئي پيو وڃان، پر اسماعيل فقير چوي پيو ته 'صفت به چڱي آهي، پر حق جي طرف وڃڻ چڱو آهي'. مون خليفي صاحب جي ڪتاب 'سسئي پنهون' مان هي بيت شاهديءَ طور پڙهيو:

"اول پوڪيم صدر شجرا مجازي، تڏان دلڙي لوازي عشق بازي،
ڪنون ٻاڻي جدا وه ٻاڙ جنهين دي، اصل هي خون جگر دا خورش تنهين دي،
جيڪو اول الف - بي - تي نه پڙهسي، ڪيوين ثابت قرآن در سيني ڏرسي؟

- مگر تنهن هوندي به، فقير پيو طرف وٺيو پيو اچي. تمام گهڻو وقت اسان جي گفتگو ملي، جنهن تي ليث فقير هيٺيون نقل ڪيو:

'هڪڙو قاضي ويچارو ويٺو هو مسجد ۾، پوءِ هڪڙو جلالي قلندر به اچي مسجد ۾ ويٺو. قاضي جڏهن جلاليءَ کان خبرچار وٺڻ لڳو، تڏهن جلالي لڳو مسجد ۾ ڪانگهارا اڇلڻ. تنهن تي قاضيءَ چيس ته "هيءَ جاءِ پاڪ آهي، هتي ٿڪون نه ڦٽ". جلاليءَ چيو: "ٿڪ حلال نهين؟- ٿڪ سي ڪلام الله ڪا ورق نهين اُلٿاتا؟" قاضيءَ خيال ڪيو ته اهو ته صرف لب سان ورق اٿلائيو آهي، پر هيءَ ته ويٺو جهرڪي مار ڪانگهارا اڇلي! پر، سمجهيائين ته هيءَ جلالي آهي ۽ وڙهندي به ويرم نه ڪندو، سو جي ڪنهن پرواري اوتاري

سان هڪ بيو جلالي، سندس مقابلي لاءِ وٺي آيو. وڏل جلالي سمجهي ويو تہ قاضي منهنجي مقابلي لاءِ هاڻي ڪنهن ٻئي کي وٺي آيو آهي، تنهنڪري هو اچا اندر گهڙيائي مس تہ هن آڏو سوال پڇيو:

وڏل جلالي: "آسمان پليد هووے تو کيسے پاک هووے؟"

آيل جلالي: "هان! مرغي کے دوده سے."

وڏل جلالي: "نهين! مرغي کو دوده کهان هے؟"

آيل جلالي: "مرغي کو دوده نهين هوتا، تو آسمان بهي پليد نهين هوتا!"

وڏل جلالي: "تم جلالي هو؟"

آيل جلالي: "هان، هم جلالي هے."

وڏل جلالي: "هم نے بهي سمجها کہ همين کوئي جلالي ملا هے."

آيل جلالي: "تم بهي جلالي، هم بهي جلالي: چهوڙو قاضي کا کنارا، چلو اپنے مکان پرا!"

"اهو نقل پورو ڪري، فقير چيو تہ 'سائين، توسان بہ کو جلالي پهچي، باقي اسان جي تہ بات ڪانهي!' اتي مون وجود ۾ آهي هئي: مون کي خليفي غلام نبي صاحب لغاريءَ جي هڪ ڪافي ياد آئي-

"دل ڪعبو دلبر سندو، ديدار من ۾ مدام هو،
جان ۾ آ جانڻ يار، جاني يار جدا نہ هو،
عرش اعظم قلب مومن، خود خدا فرمائيو،
عشق جنهن کي دمبدم، دل پنهنجي ۾ دوام هو.

- اتي مون خيال ڪري چيو تہ 'سائين' جلالي ٻئي حق چئي ويا آهن'. اسماعيل فقير چيو، 'ابا' پلا اسان کي انهيءَ جي مراد ٻڌاءِ.' مون چيو 'سائين' هڪڙي چيو تہ "آسمان پليت ٿئي تہ ڇاسان پاڪ ٿئي"، ٻئي چيو تہ "ڪڪڙ جي کير سان"- بس چيو بہ ٻنهي ايترو آهي يا وڌيڪ؟' اسماعيل فقير چيو، 'بس جو ايترو'. مون چيو، 'سائين، معنوي لحاظ سان عرش عظيم برابر مومن جي قلب ۾ آهي، يا رڳي ڳالهہ آهي؟' اسماعيل فقير چيو، 'سائين، ڳالهہ سچي آهي'. مون چيو، 'بس! پوءِ اهو آسمان جو اسان ڏسون ٿا، جلالين انهيءَ جي ڳالهہ نہ ڪئي آهي، پر انهيءَ عرش جي، جو مومن جي دل ۾ آهي. سوال آهي تہ اهو مومن جي قلب وارو عرش جي ناپاڪ ٿئي، تہ پوءِ ڪيئن پاڪ ٿئي: جلاليءَ چيو تہ ڪڪڙ جي کير سان. هاڻي اهو عرش پليت ٿيندو آهي انسان جي هوڏ ۽ هستيءَ کان، ۽ سندس "آءٌ" واري خيال کان: جئن تہ ڪڪڙ کي کير آهي ئي "ڪين" پوءِ جڏهن اها "ڪين" پنهنجي دل تي آئيندو، تڏهن سالهو سمجهندو تہ "آءٌ تہ آهيان ئي ڪين". پوءِ هو هر ڪنهن کان معافي وٺندو. جنهن تي هن جي هستي ٽڪري ويندي ۽ اهو سندس دل وارو عرش پاڪ ٿي ويندو'. اسماعيل فقير اهو ٻڌي چيو 'شاباس هجي تنهنجي استاد کي، تو اها پوري مراد ڪئي آهي'.

مون چيو ته "منهنجي ايتري لياقت فقط الهيءَ ڪري هئي جو مون پير صاحب حزب الله شاهه کان ذڪر ورتو هو، جنهنڪري دل ۾ ايتري ته طاقت هوندي هئي، جو ڪڏهن به خيال نه ٿيندو هو ته ڪو منجهي پوندس'."

خليفي نبي بخش خان لغاري جي جوڙيل "سسئي پنهون" تي لعل بخش خان کي پورو شوق هوندو هو. گهڻو ڪري سڄو ڪتاب برزبان ياد هوس: نه فقط لفظ ياد هئس، بلڪ الهن جي معنيٰ کان به بخوبي واقف هو.

غازي خان هيبساڻي بلوچ، سنجهوري تعلقي ۾، ٽپي ڊڏڙي تي سپروائيزنگ تپيدار هو. هو صاحب پارسي مان واقف هو ۽ لعل بخش خان سان سندس خاص محبت هوندي هئي. سندن رهاڻ هن طرح شروع ٿيندي هئي جو غازي خان پارسي جي بيتن مان مثال آڻيندو هو ته لعل بخش خان وري ساڳي شاهدي "سسئي پنهون" مان ڏيندو هو. الهيءَ گفتگو کان سواءِ، ٻيون به سندن پاڻ ۾ چڪريون هولديون هيون. هڪ دفعي، سيد شفيع محمد شاهه متهلي وارو رستي تي مرمت لاءِ آيل هو ۽ غازي خان به ساڻس گڏ هو. شاهه صاحب، لعل بخش خان کي تمام گهڻي قدر پائيندو هو ۽ سندس رهاڻ جو شائق هو: تنهنڪري ڏانهس ماڻهو موڪليائين. رستي تي ڪم پئي هليو، ۽ رستي جي پر تي ڀوڪايل ٻيرن جي ڇانو ۾ ڪچهري لڳي پئي هئي جو غازي خان چيو: "لعل بخش خان ڀاڪو پڌو اٿئي ته 'وڻ ٻاہرو، ڪر ماڻهو، شل نه هجي اوڙي نه پاڙي'"

لعل بخش خان: هائو سائين.
غازي خان: ڪڏهن کان؟
لعل بخش خان: آءٌ ٻار هوس، تڏهين کان ٻڌلدو آيو آهيان.
غازي خان: پوءِ هت ٻاہري وڻ جو چو ايترو مان ٿي ويو آهي؟
لعل بخش خان: چاڪاڻ جو حاڪم جو اچي مٿس راز ٿيو آهي.
شفيع محمد شاهه: حاڪم جو ايترو راز ڪوله اٿس، ۾ هيءُ هڪ ڪم جو وڻ آهي - ٻن، ٻلڙو، ناري ۽ ليث آخر هن جا اگر به ڪتب اچن.

اتي لعل بخش خان، غازي خان ڏي نهاريو. جنهن تي ٻاهرينءَ طرح هائو ڪيائين ۽ اشاري سان چيائين ته 'سبب اچاڻي ڪو ٻيو آهي.'

لعل بخش خان چيو ته "آءٌ ان ڏينهن وري ڳوٺ آيس. نماز وبلي ۾ هير جو هي خيال آيو ته انقلابي ماڻهو جي ايتري ڳالهه نا ڪن، ليڪن بغير لچائيءَ جي ٻيو ڪو به افعال ڪونه اٿس'. اتي غازي خان جي ڏلل ڳجهارت به ياد اچي ويئي، ۽ سمجهيم ته ٻاہري وڻ به تڏهن زور ورتو آهي، جڏهين سندس سنگتي 'ڪر ماڻهو' زور ورتو آهي. اها ڳالهه سال ڪن کان پوءِ مون غازي خان کي ٻڌائي، جنهن چيو ته 'اهو عقلي دليل بيشڪ پورو آهي'."

## ڇڳن سان واقفيت:

پير حسن بخش ڊڏڙو. لعل بخش خان هڪ غريب شخص هو، ۾ پنهنجي لياقت سببان خاندان ۽ ڇڳن سان سندس واقفيت هئي. پير حسن بخش ڊڏڙي وارو، پنهنجي وقت جو پيٺل

شخص هو ۽ ان کان سواءِ هڪ عاشق شاعر هو. لعل بخش خان چيو ته "منهنجي ڀورين واقفيت پير صاحب ميان حسن بخش سان ٿي، جو جڻ منهنجو استاد ٻ هو ۽ مون سان سندس ايتريقدر پياس هئي جو هڪ دفعي ڀـوڻين ڀور جيئن مون ڀنيءَ ۾ جهنگ ڀلي ورتو، تيئن ڏسان ته پير صاحب سندس ماڻهوءَ جڙئي پڻي مستالي سان گـڏ پيرين پيادو پيو اچي. آءٌ وڏي وڃي سائس گڏيس، ۽ پڇيومانس ته 'سائين! ڪيئن اوچتا پيرين پيادا نڪري پيا آهيو؟' جنهن تي چيائين ته 'ادا، اڄ دل ٿي ته وڃي ٻار کي ڏسي اچان'."

سيد مقيم شاهه. سيد مقيم شاهه، سيد ميان شفيع محمد شاهه مٽيلي واري جو وڏو پاءُ هو. وڏو معظم زميندار ۽ بنيادي طور خاندان هو. لعل بخش خان چيو ته "منهنجي ملاقات سائس هن طرح ٿي. جو عيد جي ڏينهن آءٌ سيد جي ڳوٺ ملاڪڙو ڏسڻ ويس. وڃان ته ڪچهري لڳي پئي آهي، سيد به ويٺو آهي، ۽ پانڊي ميراثي ويٺو ڪافي چوي:

پولي ڪنهن پلاڻي اون، اسان رنگپور ويڪڻ آئي اون!

مون ڏٺو ته ڪافي غلط ويٺو چوي. پانڊي ميراثي مون کي اڳيئي سڃاڻندو هو. جڏهن ڪافي چئي بس ڪيائين، تڏهن مون چيو مانس ته 'ادا پانڊي! ڪافي صحيح هيئن ٿيندي ته

پولي ڪنهن نه پلاڻي اون، اسان رنگپور ويکڻ آئي اون!

"اتي سيد پڇيو ته 'هي ماڻس ڪير آهي؟' پانڊيءَ سڃاڻپ ڪرائي، ۽ چيائين ته 'لغاري آهي، گفتگو جو چاٺو آهي، ۽ ڪافيون به چوندو آهي'. اتي شاهه مون کي ڪافين لاءِ چيو. مون کي به ڪافين جو شوق هو، ۽ بنا سازن جي مون جهڙيون ڪافيون به ڪنهن چڙيون چيون. سيد مقيم شاهه منهنجون ڪافيون ٻڌي، جڻ مون تي عاشق ٿي پيو. ملاڪڙي تي به مون کي منهنجي ڪٽ جي پرسان وهاريائين، ۽ ڀڄاڙيءَ تائين ملڻ جي دريافت مون کان رايو پڇي ائي ڪيائين. موڪلائيءَ وقت چيائين ته 'تون نڪي پڻ'. مون معافي گهري، جنهن تي چيائين ته 'چڱو منهنجي دعوت اٿيئي، ڪڏهن ٿي وڃجانءِ'. پيءَ عيد تي آءٌ وري ويس. جيتوڻيڪ تمام سخت بيماري ڪاڻي هئاڻين، ۽ اچا پاهر نڪري اٿي سگهيو، تڏهن به منهنجو ٻڌي پاڻ پاهر نڪري آيو، ۽ مون کي چيائين ته 'ادا، آءٌ ڪولڻ لکران ها، پر تنهنجو ٻڌي هنن ٻن ٽين جي آڌار تي رڙهي آيو آهيان'. ان بعد، مون کي هميشه لاءِ دعوت ڏنائين، ۽ اسان جي پاڻ ۾ دوستي ٿي وئي. اهو دوستيءَ جو ناتو ڀڄاڙيءَ سوڏو، ويندي سيد شفيع محمد شاهه جي وفات تائين، هلندو آيو".

رئيس فقير بخش ڪاڇي. فقير بخش ڪاڇيءَ جو رستو سيد شفيع محمد شاهه سان هو. اتي سندس واقفيت لعل بخش خان سان ٿي، ۽ سندس ڳالهين تي جڻ عاشق ٿي پيو. ويندي ڀڄاڙيءَ تائين، جڏهن به رئيس فقيربخش، سيد شفيع محمد شاهه وٽ ايندو هو، ته بروقت لعل بخش خان ڏانهن ماڻهو موڪليندا هئا، ۽ جيترو وقت به رئيس فقير بخش مهمان هوندو هو، اوترو وقت

لعل بخش خان کي به ٻاٽ وٽ رهائي ڇڏيندا هئا. مطلب ته لعل بخش خان جي ذهني لياقت ۽ سهڻيءَ گفتگو سببان هر ڇڱو ماڻهو کيس عزت ڏيندو هو. سيد غلام مصطفيٰ شاهه راشدي (ڳوٺ پير صاحب ٻارو) پير علي مدد شاهه راڻيپور وارو ۽ ٻيا ڇڱا ۽ سگهر سندس قدردان هئا.

**شعر.**

لعل بخش خان صورت جو قائل، ۽ صفت ۾ غرق هو. چوندو هو ته "بنا صفت جي حق کي رسڻ مشڪل آهي". شاهديءَ طور خليفي نبي بخش صاحب جي "مستي" مان هي بيت پڙهندو هو:

اصل هوکيم صدر شجره مجازي، تدان دلوي لوازي عشق بازي،
کنون ٻائي جدا وه ٻاڙ جنهن دي، اصل هي خون جگر دا خورش تنهن دي،
اول جيکو الف-بي-تي نه پڙهسي، کيوين ثابت قرآن در سيني ڌرسي.

مجازي مستيءَ ۽ موج ۾ شعر چوڻ شروع ڪيائين، جو ڪافي پختو آهي. سندس اڌو ڪا صورت هئي ته سندس مرشد، پير صاحب حزب‌الله شاهه جي هئي، جنهن کيس چڻ چريو ڪري ڇڏيو. پهريائين پهريائين هيءَ ڪافي چيائين:

ماڻين تيڏي مٺي هون وو مٺي هون،
آلا جالب ڪر نه جدائي!

چشمان چاڪي ول چاڪ چپيندئين، گهورين تيڏين گهٺپي هون، وو گهٺپي هون، آلا ......
سهمان ڏي کي يار سهيندئين، لوڏ جو تيڏي لٺپي هون، وو لٺپي هون، آلا ......
پير ڇڱي چاتل نور جو نردلين، ڪاوڙ تيڏي ڪٺپي هون، وو ڪٺپي هون، آلا ......
"لعل"لاهين نه دل تون وو دلبر، توڙي جالي جٺپي هون، وو جٺپي هون، آلا ......

پير صاحب "اصغر" بادشاهه جي ڪافي هئي:

ڏاڍا عشق کلور ڪرايا تو!
مير محمد مصطفيٰ جان، ڏاڍا ڏاڍ ڏکايا تو.
شيخ صنعان کي مجوسڻ جا، سوين سوئر چرايا تو.
هڪ ٻئي هٿون ٻٽ جا ٻر جا، ٻڪري وانگي ڪهايا تو.

انهيءَ جي پرسان لعل بخش خان هيءَ ڪافي چئي:

ڏاڍا ناز ڪري لينهن لايو تو!

| | |
|---|---|
| مهدي ٿي تون مکي آئين، | حڪم حق جو هلايو تو. |
| يوسف ۾ ڪا رمز رکي تو، | ٿي مالڪ مله چڪايو تو. |
| کهڪ ديوار ۾ قدرت ڪئي تو، | سڪندر کي وو اڪايو تو. |
| اسطف تورا لکين تنهنجا، | هٿ پنهنجي سان هلايو تو. |

سليمان شاهه جي هڪ ڪافيءَ جو ٽڪڙو هو:

"ٻنا لشڪر خزاني جي، اٿي سلطان مشڪل هي."

الهيءَ جي پيران وري پير حسن بخش صاحب ڪافي ٺاهي ته

"ڪهڙي منجهه عشق جي دريا هلڻ هن پار مشڪل هي"

رانجهو لالي ماڇي ڪافيون چوندو هو، تنهن هڪڙي ڏينهن بلندي ماڇيءَ جي هڪ ڪافي اچي لعل بخش خان کي ٻڌائي، جنهن جو ٽلهه هو:

"عليءَ جي دين مان اکري، وڃڻ هندڪار مشڪل هي"-

ڪافي ٻڌي، لعل بخش خان چيس ته "عليءَ جي دين مان اکري هندڪار ۾ وڃڻ ڪهڙو مشڪل آهي؟ ڪيترا مسلمان آهن جي خراب ٿي وڃي مرتد ٿيا آهن، انهن کي مشڪل ڪهڙي آڏو آئي؟ هندو ٿيڻ آهي ڏوتيو ٻڌڻ ۽ تلڪ لڳائڻ. تنهنڪري، هيءَ ڪافي ته اجايو شينهن جي پويان ڦيڪاري مثل آهي. ڪٿي سيد سليمان شاهه ۽ پير حسن بخش جون ڪافيون، ۽ ڪٿي هي اجايو بيان!" الهيءَ تي رانجهي ماڇيءَ چيو ته "رئيس، ٻر تون ته اهڙي ڪافي ٺاهي ڏيکار!" الهيءَ تي لعل بخش خان اتي جو اتي چيو ته

"ڇڏي حلواڻ ڦر هيڏا، ڪاڻڻ ڪني ڪاري مشڪل هئي!"

۽ ماڇيءَ کي چيائين ته "هي سچ پچ هڪ مشڪل ڪم آهي". جنهن تي رانجهي وري چيو ته "رئيس ڪافي سڄي ته ڪر!" جنهن تي لعل بخش خان رات جو وهي هيءَ ڪافي ٺاهي، جا صبوح جو رانجهي کي ٻڌايائين؛ ٻه اسلوڪي ٽلهه ۾ ترميم ڪيائين:

ڪاهي ڪيهر جهلي ڪنڌ مان ڪرڻ سنگسار مشڪل هي!
مرون مالگر وتن مارا، خوني خوني آهن ڪي ڪي،
لائي ڪاتي، لکي لوڪون، ڪهڻ ڪنڌار مشڪل هيءَ
لنڊيون لک نانگ ڪوراڙون وتن اڙلون آفتون ڪي ڪي،
ٻڙهڻ افسون اگهي تن کي وٺڻ هڪوار مشڪل هئي.
جنگي جر ۾ سوين سيسر، واڳون ويڙها وتن ڪي ڪي،
وٺڻ هٿ سان، وڃڻ ويجهو، مارڻ مردار مشڪل هئي.
جتي سودو آهي سر جو اتي ايندا مرد ڪي ڪي،
لاهي "لعلڻ" سالگو سر جو سٽڻ سر يار مشڪل هئي.

(هيءَ ڪافي لکائيندي لعل بخش خان چيو ته اهو سڀ اندر جي بلائن وهم ۽ وسوسن جو بيان آهي: اهو خوني خوني مرون نفس اماره آهي، جنهن کي پنهنجي منهن، ٻنا دالهن ڪيڻ جي مارڻ ۽ مردن جو ڪم آهي، ۽ نفس اماره اهڙي ٻڇڙي بلا آهي جنهن جي باري ۾ چيل آهي ته

مکن نفس اماره را پيروي، ڪه تاکه گرفتار دوزخ شوي")

حمل فقير لغاري جي ٽيهه-اکري مجازي رنگ ۾ چيل هئي

الف - آ اوري سهڻا يار جاني، ڳل لڳ ڪرون مٺيان ڳالهيان جي،
تيڏي پاجهه آرام حرام هويا، تيڏي سار وڇوڙي تہ ڳاليان جي،
اوڙا پاڙا جيڪو مهڻا ڏيندا، تنهن ڪون ڏي آ يار ڏِ ڪاليان جي،
هڪ وبري هس نال "حمل" دي، تہ ڏوتيان سڱ ٿيون سب ڪاليان جي.

الهيءَ ٿيهہ - اکري جا "خ" تائين بيت لعل بخش خان کي ياد هئا. انهن بيتن جي پران "ت" تائين هيٺيان ني بيت ڏاهي وجهي پير حسن بخش کي پڏاياڻين، جنهن آفرين ڏلس ۽ چيائينس تہ "ادا لعل بخش! شعر نہ ڏاهہ، چاڪاڻ تہ شاعر کي هڪ نہ ٻي تنگي چڏيندي ڪانہ: يا اولاد جي يا مال جي - پر تنگي ڪا نہ ڪا ضرور هوندس". پير صاحب جي الهيءَ چوڻ موجب بيت چوڻ ڇڏي ڏنائين.

الف - لڳ سڄڻ آه ڪران، سڄڻ سڏ ٿيون ڪڏ گلزار ميان،
حد هجر دي چوڙ وک وڏ آوين، وبکاڻ روز تيڏا رخسار ميان،
مشتاقان تون منهن موڙ مهربان! جدا ٿيوين نہ دم ڪو ڏار ميان،
لعلڻ ڪون هروقت هميشه هي تيڏي ديد ويکڻ دي درڪار ميان.

ب - بيڪس بيڪار ڪون ڏاڍي ڏک ڏتسي ڪر ڏات ميان،
دل ڦٽ فراق نالي ڪيتي، تيڏي قرب ڪٺي گهت ڪات ميان،
دوان پاجهون ديدا تيڏي، او بيمار پئي هي ڏينهن رات ميان،
ايڏا ظلم زاہر تڏان ڪيتي جڏا هيئي ڏٺي ضعيف ذات ميان.

ت - تاب تيڏي بيتاب ڪيتا، هن تاب تکي تلوار ميان،
دز دوڙ ڳئي بدخار بُري چغل چَٽ جيڪي چندبدار ميان،
هڪ سڪ اکون سرو پاه پڏي، پيا نوري گهت لڄين لروار ميان،
محبوب اتي مشتاق ٿئي، جو حسن ٿيس هادي هروار ميان.

لعل بخش خان نهايت سگهڙ ۽ صفائيءَ وارو ۽ وقت جو وڏو پابند هو. تقريبا ٨٠ ورهين جي ڄمار ۾، سن ١٩٣٨ع جي سياري ۾، ڳوٺ جعفرخان لغاريءَ ۾، وفات ڪيائين ۽ پنهنجي ناناڻن جي "مقام ماڻي خان لغاري" ۾ مدفون ٿيو.



احمد خان "اختر"

# مرحوم محمد عرس ميمڻ

مرحوم محمد عرس ولد عبدالرحيم ميمڻ، تاريخ ٢ ماه ربيع‌الاول ١٣٢٨ هجري، مطابق ٢١ مئي ١٩٠٩ع، جمعي جي رات، سهمائيءَ مهل، ڳوٺ بولاخان شورو (تعلقو حيدرآباد) ۾ تولد ٿيو. جمڻ بعد، ستين ڏينهن، سندس ڀڦيءَ کيس سندس والدين کان خدا ڪارڻ وٺي ڇپايو، جو کيس اولاد ڪونه هو. محمد عرس جي والدين به کيس في سبيل الله ڏيڻ ۾ لــ کيبابو، ڇاڪاڻ ته مرحوم جي ڀڦي به ساڳئي اڳڻ تي رهندي هئي.

بلوغت کي پهچڻ تي کيس والدين شادي ڪرڻ لاءِ چيو، مگر مرحوم شادي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. کيس شاديءَ کان ايتريقدر ته نفرت رهندي هئي، جو جڏهين به ڪا مٽي مائٽي ايندي هئي، تڏهين پڇا ڪرڻ تي جواب ۾ چولدو هو ته "اڄڪلهه جي شادي ڪرڻ کان ماڻهو بنا شاديءَ ئي بهتر آهي"! وڌيڪ پڇڻ تي يا ست‌ستاءَ ڪرڻ تي جواب اهو ڏيندو هو ته "جيڪڏهين خدا پاڪ جلشاله جي حڪمن ڏانهن نظر ٿي ڪجي ته شادي به فرض اولين آهي؛ مگر اڄڪلهه جي ڇوڪرين ڏي ٿي نظر ڪجي ته شاديءَ تان ئي ارواح ٻلجي وڃي ٿو!"

مرحوم جي دل ۾ شاعريءَ ڏانهن قلبي لاڙو ڪافي هولدو هو. جيتوڻيڪ پاڻ بلڪل اڻپڙهيل هو، ته به سندس ڪافيون، بيت وغيره ڪافي تعداد ۾ تيار ڪيل آهن، جن مان ڪي مزاحيه لمولي جا پڻ موجود آهن. جيئن تــ سندس ڪلام قلمبند ڪين ٿي سگهيو، تنهنڪري جيڪي ڪجهه ڳوٺ جي ڪن ماڻهن کي ياد هو، سو هٿ ڪيو ويو آهي؛ باقي بلڪل ناياب ٿي ويو.

شاديءَ بنسبت سندس دلي خيالات:

الله جي آس ڪري، لاهيو مون آڏيءَ،
ته بابو ٻنهه زور ڪري، مون کي مٽي شاديءَ،
پڇي آءٌ بيزار ٿيان، ڪنان الهيءَ تعديءَ،
هن دليا جي واديءَ، "عرس" اجهاڻيا ڪيترا.

”عمر“ اجهائي ڪيترا، ڪيا سڀ لاهوت،
پوءِ پلا شادي ڪرڻ مان، آهي ڪهڙو سود،
انهن ئي آسود، رهي آدمي ٿو اتي.

شاديءَ سندي ڳالهه ٿو، ڇاڙهيان آءٌ چنگ،
پرڻجڻ کان پوءِ ٿئي، ماڳهين دنگ و دنگ،
پيءُ ڪڪ پٽ مان، سس لُنهن مان تنگ،
سنجهي صبح پاڻ ۾، لڳي رهي جنگ،
الصاف جو ڪو ”عمر“ ٿيو، ڪنهن وٽ ڪولهي ڍلگ،
سس ۽ لنهن جو پاڻ ۾، وڌيو وڃي زلنگ،
گهر ۾ اڄ ته جهڙيون جوليون، ڪهڙي تي هٿ ڏلگ،
شاديءَ کان پوءِ گهر جو، ابتو ٿيو وڃي رلنگ،
مڙس ته گهٽوئي اڙ ٻنگ، پر ڪنوار ڪي ڪيئن چوي!

ڪنوار به ٻڌي ڪينرو، ته سڌا لڏ هتان،
وٺي هل تون اوڏهين، آلدو اٿير جتان،
ويهڻ هڙي وبل ۾، مون ڪي وٺي ڪٿان،
”محمد عمر“ چئي مڙس مٿان، مچيو وڃي مامرو!

موڙ ڪٿي ڪيئن له مامرو، جيڪي ٻڌو جوءِ،
الڪل ”عمر“ لٿو ڪٿي، ته لڄائي ٿو لوءِ،
هاڻي هار سينگار ڪري، پاڙي ۾ ٿي پوءِ،
هڪڙي ڳالهه گهرجي، ته ڏهه پيون وڃي چوءِ،
پلا ان کان پوءِ، رهي ڪهڙي عزت اشراف جي!

اڄڪلهه جون ڇوڪريون، آهين ڇڪيليون،
مائٽن ساليون سي گهٽو، ڪري البيليون،
هلڻ هرهر پاڙي ۾، ڏسڻ سرتيون سهيليون،
وَسائين سي ڪيئن پلا، موڙن جون حويليون،
پتنگ پتليون، گهمن ”عمر“ گهر گهر ۾.

اڄ ڪهڙي لولين ڪي، هلن چڙي حيا،
آرهه له ڍڪن گهر ۾، هلن ٿي بيحيا،
لنگ له سڄائن تن جو، جن جون آهن ويا،

ٻوڙ ڀلا سوڍن جي، عزت رکندڙيون ڇا،
سنجهي صبح موچڙي جو، ٻولڊن ٻيو ٺڪا،
ان سان گڏ اوڇنگارن جا، هوندن ٻيا سڏڪا،
ڪاوڙجي جي ماليءَ تي، ته مڙس لاهي ٺڪا،
ڀلا اهڙي ڪا، ”عرس“ ڪندي گهر ٻنهنجو!

شاديءَ ڪسان ٻابا ڪئي، ٻنهي آهيو ٻس،
دل تي چوي ڪينڪي، آهيان ٺهو ٻيوس،
اگر آن ڪي خيال آهي، ته گهوليو ٻيو ڪس،
شادي ڪرڻ ۾ پائرن ڪي، ڪار لڳندي ڪس،
ٻوڙ لوڏو ۾ تس، ايندن ”عرس“ مٿي تي.

”عرس“ ڪٿي هلندا اهي، ٻوڙ لوڏو ۾ تس،
درن تي ٻيڻن جي وڃي، ڪندا وڏو وس،
الهن ڪي چولدا عاجزيءَ سان، ته آهيون ڏيا ٻيوس،
ٻرٽي ڪان ٻوڙ مائٽن سان، زال ڪرائيسون بس،
گهر گهنگهر گجيءَ ۾، ڇٽن جو ڏيو ڪو ڏس،
”عرس“ چوي آزيون ڪري، ڪيئندا وڃي گس،
لالي منهن تي مس، هلندا هڪجيڏن ۾!

اڄ جون آهن اور ٽيون، اهڙيون ٿي ڇوريون،
معين ڪين مڙسن ڪي، نه لنگ گهولين لڌوريون،
گڏهن والگر الهن تي، لڏجن رڳيون ٻوريون،
جي ٻنا ڪم ڪايو ٻيو، چاڙهين ٽيون ڏوريون،
گهر جي ڪمن ڪارين ڪان، رهن سدا ڪوريون،
ٻچائي ٻور مائٽن جا، وڃيون ٿي ٻوريون،
لهن نه ڪي ڪوريون، ”عرس“ رکان ٻوڙ آس ڪيئن!

شادي ڪندس هڪڙي، جا ڪرڻي آهي ضرور،
سنجهي صبح جنهن جو، ڀلو ٻوي ٻور،
ڪنوار ته الم ڪونج سا، جا منهن نه مٽهندي مور،
ماءُ پيءُ کان ٻن ڪندي، مٿي سون مذڪور،
”عرس“ اگهان عام جي، سا نه سليندي سور،

ڪڏهين ڪين ٻري ڪري، ٿولي ٿئي جهور،
هن زمالي جي شادي رکي، آهي قسمت ساڻ ڪلور،
جهلي هوءَ ٿي جهولي ۾، وجي نہ وهلور،
قابو ڪري ڪچ ۾، ٻيءَ ڏانهن ڇڏي نہ مور،
هوءِ ٻوڙهو يا ڪيور، ٻہ راضي رکي تنهن کي!

راضي رکي سا ڳهتو، واپس ڪين ڇڏي،
لکي وجي پاڻ ٿي، ٻئي ڪنهن جي ٻہ ٿڏي،
لڪي سالنن ڏي، ور کي وڃڻ ڏي،
لوڪ لوڙهي لهوارو ٿئي، يا وڃي ڪڏالهن لڏي،
ڪاٻہ خبر مائٽن کي ڏيئي، نہ ڪولڊر منجهہ ڪڏي،
هاڻ "محمد عرس" جڏي، جي ٻارت ٻوڙهيي هوءِ ڪٽيي!

شاديءَ ڪان شهيد ٿي، مرڻ چڱو آهہ،
"عرس" اسان جي دل ۾، آس شاديءَ جي لاهہ،
سڄهندي ڪوهج ڪنوار لءِ، جا ماءَ تنهنجي آهہ،
ڪلي سندي قلب ۾، ربوهيندو ڪر راهہ،
خدمت ۾ ساءَ ٻيءَ جي، ڪهٽ ڪچ ڪين ڪراهہ،
ٿولي سختيءَ ۾ سندءِ، سُڪي ٿئي سوڙهو ساهہ،
اميد الله سان نہ لاهہ، جو ڏاتار آهي ڏيهن جو!

هڪ دفعي جي ڳالهہ آهي تہ مرحوم ڪن دوستن سان گڏ اٽ تي چڙهي ڳوٺ ڪان ٽڪڙ (وسي ملوڪشاهہ) لالائن وڃي رهيو هو. پن جي ائن ڪان سندس اٽ اڃا جڙ هو، جنهنڪري منٽي جي مهار پنهنجي هڪ دوست جي حوالي ڪري، پاڻ ان جي پٺيان توڏو تڙيندو ويو. جڏهين مين حاجي شاهہ جي مقبري (ڪنجي ٽڪر جي پيڙي تي، سنڌو درياهہ جي ڪپ سان لاڳو) ڪان منٽي، لنيَن جي وچان ٻند تان ٺهيل رستي تي چربي واهہ ڪان منٽي اڳتي وڌا، تڏهين اتي ٻهراڙيءَ جي هڪ حسين و جميل دوشيزه، درياهہ تان پاڻي پري، ٻہ دلا هڪ ٻئي جي مٿان مٿي تي رکي، هڪ دلو ڪچ ۾ قابو ڪري، ٻيل وانگر ٺلندي، لين کي پاسي ڪندي، پنهنجي منهن وات ونيو، پنهنجين پولگين ڏانهن وڃي رهي هئي. لين جي لڏڻ تي جو اوچتو اٺ جي لظر وڃي پئي، سو چرڪ ڪائي وئي ڀڳو. مرحوم ڪيس ڪافي روڪيو، پر منٽي نہ بيٺس ۽ ڪٽي وڃي ڪامي ۾ ڪيرايائينس. سنگت وارن ويچارن ڪهٽيئي پٺيانس توڏا تڙيا، پر پهچڻ ڪان پروس ٿي پري رهجي ويا. جڏهين مرحوم پنهنجيءَ منزل مقصود تي وڃي پهتو، تڏهين رواج موجب سندس عزيزن ڪانئس ڪسان پنڌان خير سان اچي پهچڻ بابت احوال پڇيو. ان تي پاڻ ڪين ٻڌايائين تہ

ڳوٺ تہ خوش هئس گھڻو، پر ٿيس وات منجھ هلاڪ،
اٿ اچي سون ڪھنيو، ٿيو حرامي تاڪ،
وس ڪان ويو وسلي، سليمان ڪهڙي ساڪ،
ڏسي ڀونءِ تماڪ*، آتي ڪيرايائين "عرس" کي.

جان وئيو وات اچون، تہ ٿيو لين منجھ لوڏو،
ڪرهو هو ڪؤلتل، پر ڀڃي پيو ڪوڏو،
تنهن ڪي روڪيو تيز مان، پر تڪو ٿيو توڏو،
سيو سڄي لہ مهار کي، رهي لہ روڏو،
ڀڳو وئي بند تان، سڄي لہ موڏو،
ڪسڪيس پير ڪامي پ، وڃي ڳولري ڪوڙيو ڳوڏو،
"عرس" اچي اوڏو، ويجهو بنهہ وسيءَ کي.

اها حقيقت ٻڌي، سندس ڀن مامن - هرهڪ سيٺ موريو ۽ رهڏلو مرحوم - ڪالنس ورجائي ٻڌيو تہ 'اها ڪولي ٻڌاءِ'. جنهن تي پاڻ وري بہ چيائين:

آيا سين پٺي وات وئيو، ڪرها قطاري،
سڄي آيا سين مقبرو، وڏيءَ بند ڏاري،
تہ لٿيون لڏيون اوچتو، جان نظر ڪريون نهاري،
تہ نمائي هڪ لار ڏئي، اسان لٿيّن ڏاري،
گهڙا پ جنهن مٿي ٿي، ۽ ٿيون ڪچ پ واري،
هلي آئي هرٽيءَ وانيڪيان، ڪچ پٺي ڳاري،
اسان پہ ڏٺو ان ڏي، تہ وڏائين ماري،
حسن تنهن هلبليءَ جو، گهٽن ڪي گهاري،
توڏا تڙيا سين تڪڙا، واڳون ٿي واري،
تہ من نمائي نار سان، اسان ڏي ليهاري،
ماريو وڃي منڌ جا، ڪاڻي ٿي ڪاري،
چريو چڙهي اور تان، گهيڙي منجھ گهاري،
اٿ البيلا آليا، پٺي تي اوڳاري،
ڏسن سان ناري، "عرس" اسان کي ڇڏيئين!

---

* جنهن ڪامي پ اٿ وڃي ڪريو هو، اتي ڪنهن زماني پ تماڪ جي آبادي ٿيندي هئي؛ جنهنڪري ان ٽڪري کي اڄ تائين بہ 'تماڪ وارو ٽڪرو' ڪري سڏيندا آهن، جو ٽکڙ شهر کي ويجهو، سڌ ڪن بند تي، اتر-الهندي طرف، ڪير ڊهي ڊٺل پ آهي.

هن بيت پوري ڪرڻ تي سنڌس ماما رهڙلي ڪيس چيو ته شاهد ڏي; مرحوم ان تي هيٺينءَ طرح شاهد ٿو پيش ڪري:

ڏسي ڏيهه پرائو، ٿو پاسون ٿوڏا،
پسي پريان اوچتو، لڙهن جا لوڏا،
سيا سؤيا ڪين، پر رسيا نه روڏا،
اچي ٿياسون آلهيءَ، البيليءَ اوڏا،
لار نه هئي، هڪ لور هو، چمڪن جيئن ڪوڏا،
حورون حيرت ۾ پون، پسي تنهن دوڏا،
"عرس" نهاريم اوڏهين، تاسين گوڙلي ڪوڙيا گوڏا،
آيم ڏک ڦهر جو، جو لٿم گوڏن تان چوڏا،
پيا شاهد ميا سوڏا، جن هرڪنن هت پڄائيو!

هڪ دفعي مرحوم محمدعرس ميلي ساجن سواليءَ تان ٿي، ٻه آٺ وٺي، پنجن ڏينهن بعد واپس وطن وريو هو. ڪوٽ پهچڻ تي ڪالڻس سنڌس لنڌي پاءُ مرحوم محمدسومار ميلي جي، وهٽن جي مهانگائيءَ ۽ سهالگاليءَ وغيره جي حقيقت پڇي، جا هيٺينءَ طرح ساڻس و بهي بيان ڪيائين:

واه واه خوب لڳو هو، ميلو سوائي،
سنگت مان جيڪو ٽٽو، ته ٿي ويو تواني،
مال گهڻو موجود هو، ڪمي نه هئي ڪائي،
وهٽن جي وڪري جي، وات نه ڪنهن وائي،
گوڏر گهڻا آئيا، جن ڪئي پڪائي،
هڪ مالڪ مهالڳا گهڻو، پي وٽن وڏائي،
چڱو، چؤڳو، دوق، چٽ، جنهن قيمت چڪائي،
چوڏهن ويهون چؤڳولهي، ته مالڪ پنج سؤ ٻڌائي،
چڱو لهي چهه سؤ، ته ڏٺيءَ پارهن سؤ پولائي،
"عرس" قيمت آئن جي، هئي وڌ ٿي اجائي،
هوڙي مهالڪائي، ڪاله ڏلي سون ڪڏهين!

ڪول ڏٺو سون ڪڏهين، اهڙو مهانگو ميلو،
مالڪ تاني منچ ڪي، هلي البيلو،
ماڻيتو ٿئي ان ڪري، ته ٿري وجي ويلو،
سوين سوداگر ڳڏجي، ٿي آيا سويلو،
اتر، اپرلدو، الهندو، ڪلو ٿيو ڪاچيلو،
"عرس" اويلو، ڪوني آيو ڪوله ٿي.

سوداگري ڀاڱ هئي، ڏکڻ جي تہ ڏري،
آيا جيڪي اوڄ ۾، سي واپس ويا وري،
ڪنهن کي قيمت ڪينڪي، پوري هئي تہ سري،
"عرس" بازر آڪري، انن جي هئي ڪري،
ڏکڻ وارا ڳري، واپس ويا وطن ڏي.

ڏٺا ٻہ ڏاڍا ڍول هٺا، سهڻا سٽارا،
ڳاڙها، اڇا، ڪمرا، ڏلڙا ۽ ڪارا،
ماڻا مٺن اڱ منئي، واه واه پٽارا،
هرڻين والڳر هليا ٿي، ڏيئي چال چلڪارا،
پسڻ آيا پڙ ۾، لنڪر ۽ لارا،
پڇن ڪين اڄ ڪٿي، سوداگر سارا،
ڀلا ڀلا هٺا ڏٺا، لالي لاميارا،
ٿري ڪڪوي رنگ جا، سنگن سولهارا،
ڪوڏيون نڌيون جن جون، ڪن وهڻ سان وارا،
تعريف هڪ خدا جي، جنهن پيدا ڪيا پيارا،
لرمل ايارا، "عرس" عجب ڪيا ڇهڻا!

جڏهين مرحوم کان سندس ڀاءُ پڇيو تہ ڏاڍا، تو هي اٺ ڪيتري ۾ آندا آهن؟ تڏهين جواب ڏنائين:

پنج سؤ پنجاهہ، ليش، ۽ ڇهو ڇهن سون،
ميلي ۾ ان ساهہ کان منئي، ملين ٿي لوڙيهون روپين،
پر ڏلر ڪنهن کي ڪين ڪي، جوڙي ايءَ ائن،
سنگت سڀ پڇي ويئي، باقي آءٌ رهيس آتن،
ڪاهي آيس ڪوڏ سان، منجهان ڳسن ۽ پنڌن،
قيمت ڪالهي ڪا ڳهٽي، اهون لي ارڏن،
شل ڏئين ساڻ پڄن، "عرس" البيلا اهي!

واحد جي وحدانيت بنسبت جيڪي مرحوم جو جوڙيل مواد مهسر ٿي سگهيو آهي، ان مان ڪي قدر هن هيٺ بيان ڪريان ٿو.

الله تنهنجي عنايتن جو، مالڪ لاهي سڀ،
قادر تنهنجيءَ قدرت جو، ڪولهي ڪولي ڪڀ،
ڇوري نہ سگهان ڇپ، "عرس" آءٌ ساراهہ ۾.

آهين هڪ الله تون، مڙلشان متالئون،
سدا ڪرين سين تي، تون ئي تو جائون،
واحد تنهنجي وڏائي، ڪهڙي ڳايان آئون،
"عرس" جهڙي عاجز تي، توڪيون ياري ڀلا يون،
مالڪ سدايون، مهنين مون مسڪين جيون.

پيارو پيغمبر ڪيئي، ستالهون مڙن،
جڳ سارا جنهن جي، جتيءَ جيس لئا سونهن،
برڪتن جو بحر سو، آهي ڏي ڏڏن،
آهن اميدون "عرس" کي، مهر سنديون ۾ منجهن،
آهي جو آخرت ۾، وسيلو ولهن،
قادر سان ڪرن، سدايون سيني سندم.

هڪ دفعي، سخت جهولي ۾ ڀن ڀرن وقت مرحوم پنهنجي نار تي ليٽيو پيو هو، جهولي جي جهڙپ سبب وهندڙ پاڻيءَ سان چندون اڏامي اچي مرحوم تي ٿي پيون، جن ڪيس ڪافي فرحت بخشي؛ نار، آڏن، ڪيرن، ڪيڙ ين ۽ فصل وغيره تي پاڻ ان وقت هن طرح طبع آزمائي ڪئي اٿس:

نار ته آهي دلدار، جو جهولي سندي جهل،
ڏڏ يون چندون جنهن جون، آهن جهولي - ڀل،
ياهر اڪرڻ سان ڀرن، ڳيرن سندا ڳل،
"عرس" ته آهي ڪل، ڪاريون ڪري ڪهڙ يون!

وجهي رينگٽ نار جو، جان الدر ٿو جهور،
وٺي وه واه دل کي، کي ڪري ڪور،
رهي ڪٿن تڪ تور، "عرس" اندر ۾ ان جي!

ڏڪيا ڀلا ڍولڻا، آرڏا آٽ وهن،
اکياڙيءَ سان ان ۾، نساهوڪا ڀي ٿهن،
اهو مرڪ مين جو، ته ڳهلن جيئن ڳهن،
ڪريو ڪاه ڪهن، "عرس" پڇائين پوک کي.

پچائين جي پوک ٿا، جنهن تي ٿئي گذران،
ڪاڏي ري ڪوڪول ڪو، هلي سگهي انسان،
هاري ڪاهي هر تي، ڪلو ڪري سامان،

لوڙڻ ۽ لياڙ جي، جنهن وٽ ڪمي ڪان،
ارڏن کي سڌو ڪري، واهيو خوب جوان،
"عرس" اهو ارمان، ته سمجهه ڇڏي چو سيني.
سمجهه ڇڏي ويا سيني، هر ڪو ڪن ته پچار،
چا ڏيئي چا وٺي، ناهي تات تنوار،
لکي ڪن هڪڙي تي، هڪل ۽ هاڪار،
هڪي ڪائين هيا ٻئي، سنگ سڻا چوڌار،
"عرس" نه الڪو آهه ڪو، نه آئين ٿا اختيار،
عقل انهن جي ۾ آهي اهو، ته ٿيندا ان" انبار،
آهتي ايندا آهت لاءِ، لهار موچي ڪنبار،
پري ڏيهن بسم الله ڪري، ڪوڙي ڏارو ڏار،
هر جي نه ٿي سنڀار، ته منجهي ويندا ماڳهون.

آڏون، ڪيرا، ڪهڙيون، محنت ساڻ ٺهن،
ڪيڙون هٿي قرب مان، لوچي ٿا ٻـ لهن،
لنڊيون لٽاڙين لاڏلا، رات ۽ ڏينهن گهن،
پورهئي سنڌيون پاڻ ۾، صلاحون سي ڪن،
آبشئو آئين جي، وَليو ٿا وَهسن،
گنڊون، رنبون گوڏيا، قرب منجهان ٿا ڪن،
سڀ واءِ ۾ سڪ نـ ڪو، اڄي عادتين،
هو ڪيءَ متي هريت مان، اٿيو آسر وڃن،
پيل پراڙي لاءِ سي، وروور ور ڏين،
هڪيءَ ۾ هوڪون لڪي، ڏير هي وَهسن،
پنيون آئي پار ۾، پارن ساڻ پهڪن،
ان" ته ٿيندا اڻ ميا، ڪولين تي تڪ ڪن،
ڪئي خرار خوشيءَ مان، مالڪي ٿا مرڪن،
سڀي ڪيءَ جا مور سڀ، وسريو تن وڃن،
ڪئي ڪرا خوب ٿا، وڃيو ڪارون ڪن،
هٿ تي چڙهي، هڪل ڪري، چون شاهوڪارن:
'ڀانئي ليکو لاهيو، ڪٿت سندو ٻنن'،

اڳتي سنڌي ڪار ٿا، آهي "عرس" رڪن،
ڏيو ويڙ ورن، ٿرضين سنڌي ٿرض ڪي.

مرحوم جي اها دائمي فطرت هئي جو هو وڏي اسر ڪان سجاڳ ٿيندو هو، ۽ آئي پنهنجي ٻاري تان ور-والجهو ڪري، واپس اچي، پنهنجي بستري تي ويهندو هو، جتي ويهي مولود ۽ وارڙيون ڪافيون وغيره وڏي آواز چوندو هو. سندس تيار ڪيل ورڙن ڪافين مان هڪ ڪافي مثال طور پيش ڪريان ٿو.

سڄڻ لهه سارون، الا، جهولي جهوريم جهوڙي!
ڪاهي ويا قهر ڪري، ڪيچي قطارون- الا!
اوهان پاجهوڻ، اي مٺا، پيو ڪير ڪٿي آهارون- الا!
لٺون لٺون منجهه لڳي وييون، لالڻ تنهنجون لغارون- الا!
"عرس" مارين اڳ جون، مٺيءَ ڪي ميارون- الا!

---

ماستر غوث بخش (لُل)

# سلا الله و سايو "ڪفشدوز"

الهوسايو ولد چنڊ، ذات ڪلهوڙو، ڏاڏو موچڪو ڪندو هو. سندس جنم شهر ٻهشتي تعلقي گهوٽڪي ضلعي سکر ۾ هڪڙي شاديءَ جي موقعي تي ٿيو هو، تنهنڪري ڪيس "شادي" به چوندا آهن. هن وقت سندس رهڻ جو هنڌ ڳوٺ مير پور برڙو، تعلقو لُل، ضلعو جيڪب آباد، آهي.

سندس راڳ جو استاد احمد دايو (ويٺل ڳوٺ مير پور، لُل)، ۽ شعر چوڻ ۽ معنى جو استاد هوت خان موچي (ويٺل مگر جي مياڻي) آهي؛ ڏور جي بيتن، هنر ۽ ڳجهارتن ۾ استاد لونڙ مهاڻو (ويٺل ڪاهي) اٿس. آهستي آهستي دل جو راز ۽ خيال ويا وڌندا، ۽ ڪيترا بيت، غزل ۽ ڏوهيڙا چوڻ لڳو، جن ۾ سندس تخلص "ڪفشدوز" آهي.

"ڪفشدوز" سنڌي، اردو، انگريزي وغيره پڙهيل ڪونه آهي، صرف قرآن پاڪ جي تعليم ورتي اٿس. هن سگهڙ جي زندگي عجيب غريب لمولي جي آهي. هيءُ ميلن ملاکڙن ۽ مجلسن جو مور، ڏينهن جا ڏينهن ۽ راتين جو راتيون مجلسن ۽ محفلن ۾ گذاريندو آهي.

"ڪفشدوز" جا ڪيترائي شاگرد آهن، جن مان هيٺان قابل ذڪر آهن: خاڪل ولد حسن برڙو، صيقل ولد شفيع محمد ٻني، يعقوب ولد خير محمد برڙو، امير بخش ولد ڏني بخش ڪوسو، دائم ولد ڪوڙو خان برڙو، فقير محمد سامت، ۽ متو پٽ جلال برڙو. اهي سڀئي صاحب گهڻو ڪري تعلقي لُل جا رهاڪو آهن.

"ڪفشدوز" جي مجلس جا رفيق به مڙيئي راڳ جا شوقين ۽ سمجهه ٻڌ وارا هئا، جي هي آهن: قاضي سرور بخش دايو، ويٺل ميرپور؛ صوفي مبارڪ ڪٽي؛ خانصاحب سهراب خان سرڪي؛ سردار گل محمد خان ٻهوڙ؛ زميندار محمد ايوب خان برڙو؛ ۽ رحيمڏنو ڪوري، ڳوٺ ميرپور برڙو.

"ڪفشدوز" صاحب ٻين وڏن هستين ۽ بزرگن سان به ملاقاتون ڪيون آهن - جهڙوڪ مولوي عبدالغفور صاحب "مفتون" همايولي، سخي قبول محمد درازن وارو، حافظ محمد صديق ڀرچونڊي شريف وارو، مولوي نظر محمد روجهان وارو، راڻيپور وارو بزرگ، مولوي محمد ابراهيم سرحدي، بزرگ محمد عمر صاحب چشموي وارو (ڪوئٽيا بلوچستان)، پيرل فقير صاحب الدهڙ، وغيره.

"ڪفشدوز" صاحب هن وقت به زنده آهي، پر نهايت ئي پيرسن آهي. سندس عمر ٽڪل هڪ سو ورهيه آهي. ڪيس هڪ پٽ رحيم بخش نالي، ۽ ٽي پوٽا آهن. سندس ڪلام ڪافي آهي، جنهن مان ڪجهه نمونو طور هيٺ ڏجي ٿو.

(بيت)

قلزم ڪارونيار پر، جن ماريو غوطو،
وجائي وجود کي، پڇي پاڻ پالون پوتو،
جاڏي راهو هين روح جو، سو پر وڃي پهوتو،
جن آخر "والعصر" چاتو، سي آهن "ڪفشدوز" ڪرپرسان.

*

دم هڪ داور ڪان پري نا ٿيا،
جبروت ۽ ناسوت ڪان لنگهي اڳتي ويا،
لاهوتي لامڪان جا تنين سير ڪيا،
اسم جسم هڪ هيا، وڃي "ڪفشدوز" ڪمال ٿيا.

*

وسڻ جا ويس ڪري، ٿيا ولائتن وسڪار،
ڪڪر سب ڪڪوريا، ڪري مينگهه ملهار،
ڪجي لاڙي نهال ٿي، ٿيا ڳاهن جا گلزار،
سنڌ ماڙ مست ٿيو، ٿي پنجاب پر پلنار،
هندستان هنڌ تنهين، ٿيا دکن پر ڏڏڪار،
لمون لاڙ ڪيچ ڪڪوريو، ڪري عربستان اپار،
شام شيرين، حلب حبش، ٿيا چين پر چمڪار،
خراسان، افغانستان، ترڪستان، ايران، وٺو بيحد بيشمار،
مولا ملڪ وسايا ڪئي، چوڦير ٿي چوڏار،
ڳڻيو ڳڻيان ڪيترا، ٿيندا حساب هزار،
پکي سب الله جا، آڏري ڪن ٿا الغفار،
تنهن کي رحمان ٿو روزي ڏئي، حاڪم ٿي هيڪار،
بحري، باشو، ترمچي، هنس، هماءُ، ڪري بلبل ٿي بلغار،
زنگي، جعفو، سورج، راپيل، گلاب، ڏس ڳالڪي جاڙهڪار،
جيت جتوڙا، پوپٽ پتنگ، ڏس پولرن جي پڪار،
مرون مالڪر، ڪميون، ڪچون، واڳون، پلاهن جا جنسار،
آٽ، گهوڙا، ڳئون، مينهون، ڪلهيون، روهن تي ريدار،

سالگ ڇري سرها ٿيا، هو ٻهڪن ٿا ٻڪرار،
مال مانهن جا خوش ٿيا، مُرڪيا ڪيا تہ متار،
چانگا هرڻ ٻٽ تي گهٽا، سرهو ڏس روجهن جي ڌهڪار،
سينهن ڪٽي موجون ڪيون، ٿي هر ٻوٽي هُٻڪار،
آب گهڻو هر جاءِ تي، ڪليا السب البار،
ٻوڪون ٻڪيون سيکهہ مان، جوڙيا سنگ ڪلنار،
ٿنڌي لابارو ٿا ڪن، آتي ٿي لاٿي هار،
ڳاهي سوهي گڏ ڪيائون، ڏِس ڏڱن جا ڏوڪار،
آن" گهڻو هر جڳهہ تي، سائينءَ ڪيا سڪار،
ڪليو ڏڪر ڏيهہ مان، ڏيهہ ڏٺي ڏاتار،
الحمد الله، آهيون هاديءَ جي آڌار،
وساياڻين مهر، "موچي" چوي، سولهن پري سردار،
ڇنندا سي ڇيهن مان، آهيون احمد جي آڌار،
پڙهو ڪلمو ۽ قرآن، وو يار، تہ جوکو ناهي جيءَ کي!



احمد خان "اختر"

# قبول محمد شاهہ قريشي

قبول محمد شاهہ بن جان محمد شاهہ بن سعيد محمد شاهہ بن جان محمد شاهہ بن پنيلڊو شاهہ بن احمد شاهہ بن ابو شاهہ بن عبدالرزاق شاهہ بن صالح شاهہ بن ابوبڪر شاهہ بن محمد شاهہ بن عبدالسميع شاهہ بن محمد شاهہ بن مخدوم پير محمد حافظ شاهہ بن شاهہ جلال الدين بن شاهہ صدرالدين بن محمد شاهہ بن عبدالله شاهہ بن عبدالله شاهہ عرف وسڻ شاهہ بن شاهہ موسيٰ بن شاهہ خضر ابوالقاسم بن ابوالخير بن شاهہ جلال الدين بن شاهہ علاؤالدين (ستون صاحبزاده حضرت غوث بهاؤالدين ملتاني رحہ)، جي ولادت سال ١٨٩٨ع مطابق ١٣١٨ هجريءَ ۾، ڳوٺ پير تاج محمد شاهہ قريشي (لڳ درگاهہ شاهہ اسماعيل قادري، تعلقو حيدرآباد) ۾، جمع جي رات، فجر مهل ٿي. جڏهين پير صاحب جي عمر اٺ ورهيہ پوري ٿي، تڏهين سندس والد بزرگ کيس پنهنجي ڳوٺ الدر هڪ قابل استاد مولوي وبهاري ڏلو- چاڪاڻ تہ ٻهراڙيءَ هجڻ سبب ڪوبہ سرڪاري سڪول ان ڳوٺ ۾ موجود ڪونہ هو، ۽ نہ وري ويجهڙائيءَ ۾ ئي ڪو اهڙو سڪول هو، جتي کيس تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ چڏيو وڃي ها. مولوي صاحب، ان وقت جي هلندڙ دستور موجب، پير صاحب کي قرآن شريف جي تعليم پوري ڪرائي، بعد ۾ "نورنامو" ابوالحسن جي سنڌي پڙهايو، ۽ مختصر طرح ڪجهہ شريعت جي مسئلن کان پڻ واقف ڪيو.

تيرهن ورهين جي عمر ۾- يعني سال ١٩١١ع، مطابق ١٣٣١ هجريءَ ۾- سندس والد بزرگ ۽ پنهي سوٽن جي وچ ۾ مريدي-خاديءَ جي ڪن ڳالهين تان تڪرار ٿي پيو، جو وڌندو آخرڪار ان نوبت تي وڃي پهتو، جو کين مجبوراً، پنهنجن معتقد مريدن ۽ خليفن جي مشوري سبب، اباڻو وطن ڇڏڻو پيو. هو پوءِ لڏي ڳوٺ ملو شورو تعلقي حيدرآباد ۾ اچي رهيا، جتي هن وقت پڻ سندن پوليہ موجود آهن.

جيئن تہ مذڪوره گاديءَ جي هڪ سندن ڏاڏي جي فوت ٿيڻ بعد سندس ڀيءُ جان محمد شاهہ کي پڌايل هئي، تنهنڪري سال ١٩٢٨ع، مطابق ١٣٤٨ هجريءَ ۾، سندس والد بزرگ جي اسي ورهين جي عمر ۾ رحلت ڪرڻ سبب، هڪ جو ڏني ڀاڻ هو. سندس سوٽ شاهنواز شاهہ بن لورمحمد شاهہ بن سعيد محمد شاهہ اعتراض اٿاريو، ۽ پير پلن شاهہ صاحب ڏرين جون

ڳالهيون ٻڌي، فيصلو ڪري، ٻيڳ پير قبول محمد شاهه کي پڳڙائي. سال ۱۹۲۹ع مطابق ۱۳۴۹ هجريءَ ۾ ان جي رسم ادا ٿي.

پير صاحب کي ۱۹۲۵ع مطابق ۱۳۰۰ هجريءَ ۾ جان محمد شاهه نالي فرزند عطا ٿيو، جنهن بعد سندس شريڪ حيات جلد ئي داعيءِ اجل کي لبيڪ چئي، پير صاحب کي هميشه لاءِ داغ مفارقت ۾ محو ڪري دارالبقا ڏي راهي ٿي. ازان سواءِ، ڪن خانگي معاملات تان پاڻ ۾ ڀائرن سونن جي وچ ۾ به نفاق پيدا ٿي پيو، جنهنڪري سندس فرزند معصوم جي پرورش به نانائن ۾ ٿيڻ لڳي. هڪ طرف والد بزرگ جو وڇوڙو، ٻئي طرف شريڪ حيات جو فراق، ته ٽئي طرف معصوم ٻچڙي جي جدائي- انهن سڀني تڪليفن شاهه صاحب جي جان جهوري وڌي، جنهن سبب سندس دل مان ڪاڪ هڪ ٻئي جي پٺيان امنگ اٿڻ لڳا. جيتوڻيڪ سندس تعليم تمام گهٽ هئي، ۽ شعر و شاعريءَ جي رديف ۽ قافيي کان ناآشنا هو، تاهم سندس ڪلام بحر وزن تي خواهه قافيي رديف تي ڪٿي پاڳي پورو آهي. سندس اهليہ محترمہ جي فراق ۾ پاڻ جيڪو پهريون ڪلام جوڙيائين، سو هي آهي:

اکيون چو نہ روئن زارو زار اديون،
جن کان دوست ويو ٿي ڏار اديون!
اکين آرو محب ملڻ جو، سر ۾ پنهنجي سرينءَ پسڻ جو-
عشق ڏنس آزار اديون.
لنڊ ٿني، آرام ويو جن، روئڻ ۽ راڙهي کان نہ ٿيون بس ڪن-
برهہ ڪيون بيمار اديون.
"قبول محمد" پسن سي رانجهن، انهيءَ کان اڳ بس سي ڪيئن ڪن؟
ليڪان وهائڻ لار اديون.

سندس فراق جيئن پوءِ تيئن ويو روز بروز وڌندو، جنهنڪري سندس والده محترمہ ۽ ٻين ڀاتين کي سندس ظهيري حالت ڏسي حد کان وڌيڪ دل ۾ درد رهڻ لڳو. پنهنجي والده جي منع ڪرڻ تي- تہ اداس نہ رهہ- پاڻ مسجد ۾ ويو، ۽ ٻہ رڪعتون نفل پڙهي، درگاهه رب العزت ۾ دعا پنيائين تہ

امن ڏينس الله، ڪيم توبهہ زاري،
ڪيم توبهہ زاري، سڄي عمر ساري!
چڏيم باغ بنگلا ۽ گل ٿل گلابي، وڳا ويس سهڻا عجب ڪمخوابي-
ڏسي ماهتابي سيسم دل ۾ کاري.
ٿيس مان بہ مجنون عقل ويو اڏامي، ٿي ذلت عزت جي بجاءِ مون سلامي-
رولي مون مدامي، آهي جان ڳاري.

"قبول محمد" ٻسان شال ٻرن، ٻلا ٿيءِ جو ٻيرو ملئيءِ تان آءُ من ڪن:
ڇڏن منجهه نه ڇيرن، ڪرن مددگاري!

ٿوري ئي وقت ۾ رب پاڪ سندس پاڻ احمد شاهه کي ٻيءَ اولاد سان نوازيو، جنهن جو نالو پاڻ رکيائين علي محمد. معصوم جي تولد ٿيڻ شرط سندس اکين جو تارو ۽ ڪاٻڪ ٻند تي ويو، جنهن ڪري ان وقت معصوم تي نالو رکي، وڃي هيئون ڪلام جوڙ ٻائين:

لٿو اکين جو آزار، اديون،
جن کي محب مليو مٺار، اديون!

'ڪن فيڪون' جو مالڪ مولا، جنهن جو جڳ جنسار، اديون...
محب مٺي جو مٽ نه ڪو ٿالي، چئني طرف چوڌار، اديون...
سپنئان سهڻو سڄڻ سراسر، سونهن ڀريو سردار، اديون...
"قبول محمد" يار نوازيو، دوست مليو دلدار، اديون...

پير صاحب نه رڳو ڪلامن ۾ ڪاهي پيو، مگر دل جي اداسيءَ ڪيس ڏورن ڏاڍهن ۾ لاڙو ڪرايو. مثلاً، سندس اهليه محترمه جي مزار شريف تي وقت بوقت اچڻ وڃڻ، ۽ سندن اصل ڇڏيل قتل ڳوٺ جي پر ڏيئي اچڻ وڃڻ، خواهه سندس ساهراڻي ڳوٺ جو پاسو ڏيئي لنگهڻ وقت پنهنجي معصوم ٻچڙي جي ڪشش وغيره ۾ جيڪي جيڪي ڏورڻ ڏوهڙا چيا اٿس، سي ٻڌ هن هيٺ عرض رکجن ٿا.

قوليـن ڪيئن ڪوڙي ٿيان، ٻـڌا هـُـوڙم ٻول،
الفراق اشـد مـن الموت جـا، ٻرير جهلي جهول،
"قبول محمد" تي قرب ڪري، ٿيءِ تون اچي اول،
ٻـــــي ڏيـ تــون ڏول، پاڻ سجائج سپرين!

*

اڪيلي آهون ڪريان، آهم ورهه ورولهن،
دردن دکيءَ دل تي، دکايا جـي ڏولهن،
ڳـائيندو تـو سولهن، "قبول محمد" ڪيتري!

*

اداسي آهون ڪريان، آهـيـان اڪـيـلـي،
آهم تو ريءَ ڪولڪو، پيو ٻـانهن ٻـيـلـي،
ٿانئيڪي شل ٿاڪ ٿيان، جـتـان آءٌ ٿـيـلـي،
"قبول محمد" آءٌ هيس، اصـــل الـبـيـلـي،
چاهيان مان چيلي، جي جت ٻسائن جوءِ مون!

*

اکين انتظار، عجيبن آهي ڏيو،
پسان پري پرين، محب مون منٺار،
"قبول محمد" قرب مان، ڪوني من ڪوهيار،
جيڏيون جانب جت جا، اندر تي آزار،
ملي ته ماڻيان ڏيان، ساهه سندو سينگار،
عجب هي اسرار، گانءِ ڪان ته گرو ڏيو.

*

جتي ڀون ڀڪ هئي، آت نا رڻن ڪنگ،
جت چيڙن جي چونگار هئي، آت ڏيا دڙن دلگ،
اج سي سڄڻ او سرين، جن چوريا ٿي آت چنگ،
"قبول محمد" "ڪل فان"، رلڪيءَ جا ائي رنگ،
پسان اج نه پتنگ، پرائن پسڻ تي!

*

هنڌ سي هيس هيڪلي، ڀيس پتڙ پاڻ،
سرتيون ساهيڙين ۾، هيس سرس سڃاڻ،
وڃن چڙي ڪين ها، جي پوان ٿي ها پلاڻ،
رويو رات گذاريان، ساري روح ريهاڻ،
"قبول محمد" ڪينڪي، آيو اتان اهڃاڻ،
قرب ڪري ڪيچيا، ڪوئيو ڪنيزڪ هاڻ،
ڏوهين ڏڏن ساڻ، آري نه ڪجي ايتري!

نه فقط ايترو، پر جڏهين سنڌس دل جي ورونهن ۾ ولدر لاءِ گوناگي ڪڇهري ڪري اچي ويهندا هئا، تڏهين پير صاحب کي مجبور ڪندا هئا ته اسان کي لڙ تي چوڻ لاءِ به ڪجهه بيت ڏاهي ڏيو ته اسين ياد ڪري لڙ تي چئون؛ جنهنڪري پير صاحب اهڙي مواد تيار ڪرڻ لاءِ پڻ طبع آزمائي ڪئي آهي.

لڙ جا بيت

عجب رنگ الله جا، جو باري ڪشي بار،
"ونحن اقرب اليه من حبل الوريد"، تن ۾ سنڌ پس تنوار،
کهڙا ڳالي ڳائيان، پريم سندا پار،
"لم يلد ولم يولد"، ليکي ڏيو نروار،
ڪنڌي ساريان ڪالھ ڪا، لکو ڪپر ڪنار،
عجيبن جو اندر تي، پيم پور پيار،

اسان جا ته ازل کان، ٻڌل ٻول ٻه چار،
ڪوڙي ٽيس قول ۾، تڏهين ٿيم ڪوار،
"قبول محمد" قرب مان، ساجن لهندم سار،
آهي ان اختيار، بخشي جي بدڪار ٿو!

*

بخشي جي بدڪار ٿو، آهي صاحب رب ستار،
ٻلبل سندو ٻرجهلو، ۽ اڙين جو آڌار،
ڳائي سگهبو ڪينڪي، رازق رب غفار،
سرڪندڙ ساري اهو، جڏن آهه جيار،
مالڪ 'ڪن فيڪون' جو، خالق خلقڻهار،
پيدا ڪيائين پرت مان، مير مٺو مهندار،
جڳ ڌڻي محمد مير جي، ڏنئين منجهه اختيار،
چارئي يار رسول جا، محب سڀئا سوچار،
پنجتن نوري نور جي، نسورا نروار،
حسن مير حسين ڪي، ڏنئين دين سندي دربار،
"قبول محمد" قرب مان، ٿيو الهن جو ڪوٽار،
عيبن ڀري آهيان، سون ۾ عيب هزار،
پسائيم پرين ۽ رسول جو، داور شل ديدار،
پسي پنهنجا پاپ مان، روئان زارو زار،
ٻاري ڪنٺي ٻار، سيٺ ته ماليتي ٿيان!

*

اڄ ته اکين سامهون، پسجن پيارا،
جهوري وڌو جان کي، جي ۽ جا جيارا،
اکيلي آنهون ڪريان، ورن ورڻ وارا،
دمدم دهڪو دل ۾، ڳهاءِ ڪرڻ ڳهارا،
ساريان سرتيون سهرين، دلبر دلارا،
جن جا ڪان قلب ۾، "قبول محمد" ڪارا،
اکين آگم دانهي، ليٺن لهسارا،
پسان شال پريتيڻون، محب ته موچارا،
ورهيه وپا سارا، سڪندي سهڻي سڄڻين!

سنڌ جي ڪجهه اهڙن قابل ذڪر ماڻهن جا سوانح اسان کي مليا آهن، جيڪي هونئن ڀي ڪنهن به رتبيل طبقي ۾ شامل ٿي نٿي سگهيا، پر جئن ته اهي دلچسپيءَ کان خالي نه آهن، ان ڪري هت اهي الڳ حصي ۾ پيش ڪريون ٿا.

محمد حنيف سرهيو

# مرحوم سيٺ حاجي خداداد سرهيو

قديم زماني کان هيءُ خاندان لاڙڪاڻي شهر ۾ سڪونت پذير آهي. هي خاندان اصل مديني منور کان لڏي هت آيل هو. هن خاندان جا فرد پاڻ کي "عطار" به چوائيندا آهن. لاڙڪاڻي شهر جي وڏيءَ ۽ وڏي جامع مسجد هن خاندان جي زير نگراني آهي. اصل الهيءَ مسجد جا حق واسطا مولوي عبدالرحمان نالي هڪ شخص، مرحوم محمد ملوڪ جي حوالي ڪري ڏنا هئا، جو مرحوم حاجي خداداد جو ڏاڏو هو. مرحوم محمدملوڪ به هڪ ڪامل شخص هو. ڳالهه ٿا ڪن ته جڏهن مسجد جا حقوق سندس سپرد ڪيا ويا، تڏهن پاڻ مسجد جي نئين سر تعمير ڪرائڻ شروع ڪيائين. جڏهن مسجد ٺهي راس ٿي، تڏهن محسوس ڪيائين ته الدرين چئن ٿنڀن عيوض پنج ٿنڀا هجڻ ضروري هئا: صبح جي نماز وقت وجي ڏسي ته مڪمل پنج ٿنڀا بيٺل آهن! الهيءَ قدرتي ٿنڀي جي برآمديءَ جو پڌي، ڪيترا مريض ماڻهو- خصوصاً واري جي بخار وارا- شفا لاءِ اچي انهن ٿنڀن کي ڀاڪر پائي چمندا آهن. هن وقت حاجي خدادادخان جو فرزند محمد ادريس الهيءَ جو متولي آهي.

مرحوم حاجي خدادادخان ١٨٧٢ع ۾ لاڙڪاڻي شهر ۾ ڄائو. سندس والد جو نالو فضل محمد بن محمدملوڪ آهي. مرحوم خدادادخان ابتدائي تعليم 'ميان جي ڳوٺ' سان مشهور معروف بزرگ ميان سدن سوائي کان حاصل ڪئي.

مرحوم جي عالمن ۽ پيرن سان گهڻي دلچسپي هوندي هئي. خاص طرح جن بزرگن سان سندس لاڳاپو رهيو، انهن جا نالا هي آهن: پير صالح شاهه راشپورووارو، پيرولي محمدشاهه سجاده نشين لال شهباز، مخدوم نصرالدين سيوهاڻي، مولوي محمد قاسم مشوري (تعلقو لاڙڪاڻو) ۽ پير بخش شاهه (لئون ديرو).

مرحوم خدمت خلق ۾ پيش پيش هئڻ سبب پنهنجي حلقي ۾ هردلعزيز هو، الهيءَ ڪري مرحوم خداداد خان کي هڪ وقت ڪيترائي عهدا مليل هئا: ١٩١٦ع کان ١٩٥٠ع تائين لاڙڪاڻي جو ميونسپل ڪائونسلر چونڊيو ويو؛ ١٩١٩ع کان بمبئي جي گورنر جو درباري مقرر ٿيو؛ ١٩٢١ع کان لاڙڪاڻي اربن بئنڪ جو ڊائريڪٽر رهيو.

مرحوم خداداد خان هر ڏکئي وقت ۾ مسلمانن جي خدمت ۾ پاڻ پتوڙيو. سينئي کان وڏي واقعي، هندو-مسلم فساد، ۾ مرحوم مسلمانن جي گهڻي خدمت ڪئي.

آخر ١٩٥٠ع مطابق ١٣٦٥هه ۾، ماهه ذوالحج جي ٢٤ تاريخ صبوح جو ٥ بجي مدي جي تپ ۾ وفات ڪيائين. سندس مزار تعلقي لاڙڪاڻي جي دودائي ڳوٺ لڳ قبرستان ۾ آهي.

# حاجي ڄام علياڻي لغاري

خاص ڪري سڄي ٿرپارڪر ضلعي ۽ حيدرآباد ضلعي جي ڪن تعلقن جا باشندا، موصوف جي نالي کان چڱيءَ طرح واقف آهن. ڪي ڪي ماڻهو سندس صحبت جو به شرف حاصل ڪري چڪا آهن. موصوف نيڪسيرت، الله لوڪ ۽ مهمان نواز شخص آهي؛ هر وقت عبادت الاهيءَ ۾ مشغول رهندو آهي. هڪ ذهين يوناني طبيب آهي. خدا ولد ڪريم سندس هٿ ڪي جس ڏني آهي، جو ڪهڙيءَ به بيماريءَ وارو مريض اچي ٿو ته شفا حاصل ڪري ٿو. اڄ ڏينهن تائين – جيتوڻيڪ پيريءَ سبب سندس نظر ڪمزور آهي – ونس مريضن جو ميڙ موجود رهندو آهي. هرڪنهن کي، نبض ڏسي، بيماري ٻڌائي، شيون لکائي ٿو؛ وري دوا به پاڻ ترتيب سان ڏاهيندو آهي. ڪيس يوناني طبابت ڪندي اٽڪل پنجاهه سال کن ٿيا هوندا، ۽ سندس عمر ٧٣ ورهيه آهي.

حاجي صاحب جا وڏا، الله لوڪ ۽ پرهيزگار، سخي مرد ۽ قرآن مجيد جا ياد-حافظ هئا. طبابت سندن خانداني ورثو هئي، جا پشتان پشت هلي آئي. سندس نالو، "ڄام" مائٽن ڪوڏ منجهان رکيو هو. سندس ولادت سن ١٣٠٢هه ۾ مهيني رجب المرجب جي ٢٧ تاريخ، خميس جي رات، "مڪان پاڻي" ديهه علياڻي، تپو پنارو، تعلقو ڏگهڙي، اسٽيشن روشن آباد کان ڏکڻ طرف ٻراڻ جي ڪپ سان ٿي هئي. سندس شجرو هن طرح آهي: ڄام، بن مير محمد، بن سهراب، بن بلوچ خان، بن ڪمال، بن فريد، بن حيدر، بن جلال، بن فتح محمد، بن نورمحمد، بن احمد، بن عالي: عاليءَ کان 'علياڻي' پاڙو شروع ٿيو آهي.

سندس ابتدائي تعليم سن ١٣١٠هه ۾، سندن ڳوٺ ۾، ياد-حافظ لعل محمد هاليپوٽي وٽ شروع ٿي، پر حافظ صاحب سکهوڻي مدرسي کي ڇڏي ويو. وري ڪجهه وقت سندن والد مير محمد کان (جو به ياد-حافظ هو) تعليم ورتائين. تنهن کان پوءِ سندن والد کيس ڳوٺ حاجي ولي محمد لغاري تعلقي ٽنڊي باگي ۾ ياد-حافظ قاضي محمد ابراهيم لغاريءَ وٽ مدرسي ۾ ڇڏي آيو. اتي ٻه مهينا رهي، وري ڳوٺ لاهڙ لغاري تعلقي ڏگهڙي ۾، سندن والد صاحب کيس ياد-حافظ دين محمد ٽيپي وٽ مدرسي ۾ ڇڏي آيو، جتي ٽيهه سيپارا ياد ڪيائين. وري واپس ڳوٺ آيو، جتي سندن والد صاحب وٽ هڪ سيپارو پورو ڪيائين. تنهن

بعد سندن والد فوت ٿي ويو؛ والده اڳ فوت ٿي چڪي هئي، باقي سندس ٻہ وڏا ڀائر رهيا، پر انهن هن جي تعليم جو خيال ڪونہ ڪيو، جنهنڪري پنهنجي مُنهن، مهينو ٻہ ڪٿي تہ مهينو ٻہ ڪٿي، رُلي رُلي، ٽن سالن بعد قرآن مجيد پورو ڪيائين. ڪيس ٻنيءَ ٻاري سان اصل دل ڪانہ هئي، رڳو پڙهڻ جو خيال هوس؛ تنهنڪري قرآن مجيد پوري ڪرڻ کان پوءِ، وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ، ۱۳۱۳ھ ۾، سولي جتوئيءَ جي ڳوٺ ۾ مولوي غلام عمر مفتي صاحب وٽ آيو، جتي ٽي سال پارسي پڙهندو رهيو.

سن ۱۳۱۶ھ ۾ وري واپس ڳوٺ آيو، ۽ اتي حضرت پير سائين پاڳاري شاه مردان شاه عرف ڪوٽ-ڌڻي عليه رحمة کين پنهنجي خرچ سان جاري ڪرايل مدرسي "ميوي رند" جي ڳوٺ ۾ ويهاريو، جنهن ۾ ۱۳۲۱ھ تائين رواجي سنڌي ۽ قرآن شريف جي تعليم ڏيندو رهيو. ان بعد، ڳوٺ غلام علي فقير لغاريءَ ۾، ۱۳۲۴ھ تائين قران شريف ۽ رواجي سنڌي پڙهائيندو رهيو. ۱۳۲۵ھ ۾ پير صاحب پاڳاري حضرت شاه مردان شاه عليه رحمة جن ضلعي ٿرپارڪر ۽ حيدرآباد ۾ ڪيس زمينات جي ڪاتي بدلائڻ لاءِ عام مختيار ڪري رکيو. پر، پوءِ اها ٻہ ڇڏي طبابت سکڻ لڳو. سن ۱۳۲۸ھ ۾ مير صاحب، ڳوٺ مير جان محمد ٽالپر ۾ ڪيس مدرسي ۾ رکيو، جتي هن لاچيز جو والد ۽ پيا ٻہ ڪيترا عزيز وٽس تعليم وٺندا هئا. اتي ۱۳۳۳ھ تائين پڙهائيندو رهيو. ان کان پوءِ، ڳوٺ سيد وڏل شاه لڪياري تعلقي ڊگهڙي ۾ سيدن وٽ منشيءَ طور ۱۳۴۰ھ تائين رهيو. وري ڳوٺ حاجي جمال خان لغاري مڪان واگهريجي تعلقي جيمس آباد ۾، ۱۳۴۴ھ تائين، مدرسي ۾ رواجي سنڌي ۽ قرآن شريف جي تعليم ڏيندو رهيو. تنهن کان پوءِ پنهنجي ابائي ڳوٺ کي خيرآباد چئي، ڳوٺ حاجي قادربخش لغاري تعلقي ميرپورخاص ۾ اچي آباد ٿيو، جتي سندس عزيز مائٽ ٻني ٻارو ڪندا هئا، ۽ پاڻ پنهنجي طبابت ڪندو رهيو. ۱۳۴۷ھ ۾ وري پنهنجي ابائي پَٽ چڪ ڪئي، جو وري واپس مڪان "پاٻٽي" ۾ اچي سڪونت اختيار ڪيائين، ۽ اتي عام طرح ماڻهن جو يوناني علاج ڪرڻ شروع ڪيائين، جو اڄ تائين ڪندو اچي. ۱۳۶۱ھ ۾ سيني ٻائرن ڪڏجي ڪجهه زمين ٽڪر چرخي اسٽيشن ابي سر روڊ کان ڏکڻ طرف ٻن ميلن پنڌ تي ورتي، ۽ وري اصلي ابائي ڳوٺ کي هميشه لاءِ الوداع چئي، آتي اچي سڪونت اختيار ڪيائين، جتي اڃا تائين مقيم آهي.

موصوف چار شاديون ڪيون، جن مان گهڻوئي ڪجهه اولاد ٿيو، پر گهڻا سڀ رب العالمين جي امرتي راضي رهيا، باقي چار ڌيائيون ۽ هڪ نوجوان پٽ محمد رحيم نالي اٿس، جنهن کي ٻہ سال ڪن ٿيا آهن تہ شادي ڪئي اٿس.

حاجي چام رنگ جو ٿورو سانورو هڪو؛ قد جو پورو هئو، مگر بدن ۾ ڳورو؛ اڃا جڏهن نظرهين ۽ هلي ڦري سگهندا هئا، تنهن وقت هڪ ڏينهن اسٽيشن تي سندن وزن ڪيو ويو، جو ٽي مڻ ۽ پاويهہ سير ٿيو هو، پر هاڻي بدن ۾ الهيءَ کان گهڻو سنهو ٿي ويو آهي، ۽ هيئر سندس وزن ٻہ مڻ مشڪل سان ٿيندو؛ ڏاڙهي گهاٽي، انڪل مٺ سوا جيتري ڊگهي؛

ڏاڙهيءَ کي مينديءَ جو رنگ ڏيندو، آواز ڳورو اٿس. هن جي جوانيءَ جي ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ دفعي هڪ شخص الڏاريءَ رات هئڻ سبب رستو ڀلجي ويو: عشاءَ جي نماز جو وقت ٿيو، تڏهن ٻانگ ڏنائين، ته اهو ڀليل شخص پورن ٽن ميلن جي پنڌ تي هو، سو ٻانگ ٻڌي وات لڳو، ۽ پوءِ الهيءَ ڳوٺ تي اچي پهتو. طبيعت ۾ حليمائي به آهي، ۽ شوخي به: پر اڪثر حليمائي رهندي اٿس. الله لوڪ، پرهيزگار، سخي مرد، مهمان نواز، الله تعاليٰ جي فرض جو پورو پابند، ۽ هرهڪ کي هروقت چڱي وات ڏسيندو آهي. سندس مذهب حنفي آهي، ۽ طريقو قادري. سندس مرشد پير صاحب پاڳارو جن آهن. ذڪر پير سائين پاڳاره حضرت شاهه مردان شاهه عرف ڪوٽ-ڌڻي شاهه بادشاهه ڪان، ١٣١٢هه ۾، جهڏي لڳ، لغاري ليري فقيرن جي دعوت تي، پچيو هئائين. مرشدن جي زيارت لاءِ هر سال پير ڳوٺ ويندو هو، پر اڌائي سالن کان مجبوراً رهجي ويو آهي. سندس حج ڪل ٻارهن ڪيل آهن. پهريون حج ١٣٣٣هه ۾ ڪيو هئائين، ۽ آخري حج ١٩٥٢ع ڌاري هوائي جهاز رستي ڪيائين.

حاجي صاحب خوش طبع به هڪڙوئي آهي. جهڙس شگفته طبيعت ۽ خوش مزاج ڪو ورلي هوندو. سندس خوش طبعيءَ واريون ڪئي ڳالهيون زبان زد عام آهن. نمولي خاطر ٻن واقعن جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو.

## هڪ پنجابي حڪيم ۽ حاجي صاحب جو سوال-جواب

حاجي صاحب، جن ڏينهن ۾ ميوي رند جي ڳوٺ ۾ پير صاحب پاڳاري جن جي حڪم موجب پڙهائيندو هو، تنهن وقت هڪ ڏينهن صبح جو سوير مدرسي مان پنهنجي ڳوٺ ڏي آيو: تنهن وقت هن جي عمر اٽڪل ١٨-١٩ سال هئي: اچا خاڪي مقام کان ٿورو آنر تي هو، ته ڏسي ته سفيد ڪپڙن سان هڪ پنجابي، پٺن تي بد ٻڌل، ڪانڌس ٿورو اڳيان پاسي تي بيٺل ڏٺارن کان پڇي پيو ته ”آءٌ سائينداد علياڻيءَ جي ڳوٺ ڪٿان وڃان؟“ انهن ڏنارن پنجابيءَ کي اسان جي ڳوٺ جو پوريءَ طرح ڏس ڏنو. حاجي صاحب خيال ڪيو ته هيءُ پنجابي ۽ پٺن تي بد ٻڌل-ضرور ڪو ٺڳ ٿو ڏسجي، سو ان کي ڪنهن به طرح سان پنهنجي ڳوٺ تان ٽاريان: ۽ هڪ مسخري به سجهي آيس، سو ڇا ڪيائين جو هڪ وڏي سير پراڻي مقام مان ڪڍي، پنهنجي ڪپڙي ۾ ويڙهي ڪڍي پٺن تي رکيائين، ۽ تکو تکو ٿي وڃي پنجابيءَ کي پهتو. السلام عليڪم چئي، ڪيڪارا بازي ڪري، هڪ ٻئي کان حال احوال وٺڻ لڳا.

حاجي: آپ کا نام کیا ہے، اور یہ آپ کے پاس کیا ہے، اور کدھر جاتے ہو؟

پنجابي: میرا نام تو ”چراغ الدین“ ہے، یہ میرے پاس ”طب“ کی کتاب ہے، اور ہم نبض شناسی کا کام کرتے ہیں. میرے پاس ہر مرض کی دوا موجود ہے. یہ تمہارے پاس کیا ہے؟

حاجي: یہ میرے پاس ”حبیب“ کی کتاب ہے!

پنجابي: تمهارا نام کيا هے؟

حاجي: ميرا نام "سراج الدين" هے.

پنجابي: تمهاري کتاب کي کيا خاصيت هے؟

حاجي: ميري کتاب سندهي زبان مين هے، اور اصل هے.

پنجابي: سنده کي هم لے بهي بهت کتابين ديکهي هين، مگر ميري کتاب کے برابر کوئي کتاب نهين هے: يہ ميري کتاب بهت پراني هے، اور بڑے دانشمندون نے بنائي هے، بالکل اعليٰ درجي کي هے.

حاجي: بابو چراغ الدين، ميري کتاب کو بهي چهه سو سال گذر چکے هين!

پنجابي: اوهو...... چهه سو سال!

حاجي: گجٹي (غزلي) کي وارے کي اصلي هے!

پنجابي: ميري کتاب بالکل طاقتمند هے!

حاجي: اچها تو پهر کتابون کي آپس مين لڑائي کرني چاهئے: پهلي تم اپني کتاب نيچے رکهو، آسي کي اوپر مين اپني کتاب مارتا هون؛ نهين تو هم اپني کتاب نيچے رکهتي هين، اور تم اپني کتاب زور سے آسکے اوپر مارو.

جيکڏهن سير زور سان کتاب جي مٿان لڳندي ته بہ کتاب ڦاٽندو، جي کتاب زور سان سير تي لڳندو ته بہ کتاب ڦاٽندو.

پنجابي: سندهي آدمي اونٹ کا دوده اور مچهلي کهاتے هين، اسلئے ان کو عقل نهين هوتي. هم لے تو بڑا سير کيا هے. بچہ، تم ميرے سامنے هنسي مذاق نهين کرو! هم نے تو دلي ديکهي، دکهن ديکها، پورب ديکها، پچهم ديکها: گڑگام، بلم گڈهه، رهتک، لاهور، کشمور، پشور، لائلپور، لدهيانہ، هشيارپور، راولپنڊي، ڈاکا، چٹاگانگ، بوگره، بلهوترا، هزاره، ملتان، ديره اسماعيل خان، کوٹ چهٹہ، چوٹي، سخي سرور سلطان، چاه لدها، ديره غازي خان، بهاولپور، جودهپور، کمال پور، نورپور، خيرپور، روهڙي، سکهر، جيکب آباد، کوئٹہ، سبي، ڈادهر، شکارپور، لکي، گڙهي ياسين، رتوديرو، کهيرتهر، جهل منگسي، ديره غيبي خان، مغيري، يارمحمد لاکها، چهچڑا، قمبر، سيهو، رادهن، تهرڙي محبت، لورنگ واه، اسحاق چانڊيہ، بهنگي، ماهوٹا، دودائي، لاڙکانہ، ٹهلاه، باکراني، ڈوکري، بالي شاه، سيتان، مخدوم بلاول، خدا آباد، حيدرآباد، بوبک، سيوستان، بهگا ٹهوڑا، آمري، مانجهند، الڑپور، کوٹڑي، کراچي، پير منگها، پسني، اورماڑا، سخي موسيٰ، جيوني، شوربندر، مسقط، قطر، زاهدان، مکران، کيچ، وندر، سرباز، خيبردرا، بولان درا، حسن درا، بغداد، بصره، برٿی کوٹ، تاشقند، سمرقند، ريوا، بخارا، کيکند، دمشق، حمص، کسُوفہ، کربلا معليٰ، کرکوٹ، حلب، موصل، عمان، فلسطين، شام، عمان، تبوک،

مدينہ منور، مکہ معظم، جدہ، حدہ، مينڌي، حدودا، يمن، سبا، جيزان، شهران، سخي عثمان، عدن، مکلا، مدني، بمبئي، بڙودا، سامن کٺهي، راجکوٽ، احمدآباد، سابرمتي، آبو، اونجا، وڊهوان، ميسالہ، پاکپٽن، ميرڙي، بهاول نگر، جام نگر، سورت، گجرات، واڳو، ڪهماوڙا، وڙگام، رادهن پور، ايرن پور، کهارڇهي، ٻوڙيا، والهوٽا، باهڙمير، گڏهڙا، ڇهوڙ، ميرپورخاص، ميرواه اور ڏگهڙي سے چلکے، جهڏے اور ريگستان کا بهي سير کيا هے: ايک ايک ولائت کا نسخہ ميرے پاس موجود هے، جو نہ مانے گا اسکو مين دکهاؤنگا!

حاجي: بابو چراغ الدين! تم نے تو بڙا بڙا سير کيا هے، ليکن مين نے بهي بڙے بڙے ملک اور شهر ديکهے هين!

پنجابي: تم هم کو بتاؤ، کيا کيا تم نے بڙا سير کيا هے؟

(حاجي صاحب کي بہ سنڌ جا جيڪي ننڍا ڳوٺ سجهندا هئا، تن جا نالا وٺڻ شروع ڪيائين.)

حاجي: پاٽي، پرهڏي، پروڙ، پهري، پديمل، دلار، پنگار، واڳڏهي، ميساڏي، جهڙياري، ڦوهياري، چچ، پونترو، ڏانحول، ڏيٽي، ڦانٽ، جکراڏي، ڪنڊياري، سولهري، سيڙهي، وڏوهر، ساروني، چڪچار، چرواڻ، ٽالهي، ڏيرلو، پيماسر، سانوري، راڻاواهہ، نبي سر، بچي جو تڙ، سمي جو تڙ، حمير جو تڙ، ارندو، ڪنيارو ويٺري، ٽڙلي، ملکان، چاچرو، ڇهو، واوڙي، هيرهار، پڊي جو تڙ، احمد جو تڙ، راوتسر، ڪريمداد، ڪنڌي، جادم، جان پاريو، تڙ موج علي شاهہ، ڪوٽڙيا، ويساسر، برهان جو تڙ، مانٺون، سوپارو، عاقل سينهائي، ٽنگڙاٽي، پاڪاسر، لڪڙاسر، ڏوڙائو، جڙيو رتي وارو، چوٽل، گهڻنو، واگهيلا، ڏيڻن جو ڀهہ، ولي جي ويٺري، تيجمال جي ويٺري، پالوا، رامسر، موڪائي، ڏونڙ، پاراچ، سوندر، سنهيون، لاکيي نوپو، بنڪس، منڙائو، پورلي محمد شاهہ، وڪڙيو، چامن، سينگاريو، پاوو، ڪاريو غلام شاهہ، وروائي، شهمير وڪيو، سينهار، اسلام ڪوٽ، چوٽهار، مالهٺور، راٺلو، مٺي، ڏاراڙ، ڪاري واهہ، موڪار، ڏيوائو، پوسرڪو، ڪجو، هيلارو، ڪڪهوڙ، ويٺري، سانگهار، پاڏارو، ڪارسر، حجامڙو، ڪٺوهي، سيچا، ويسرا ڀهہ، گرڙا ڀهہ، منو ڪلٺهار، ڪارو ڪنٺهار، ڪيرڍهي، پيرو سنڌ، باغ وارا احمداڻي، پنڪريو، ڪنڌو، چانگ، قيصر ڪوسو، دلکي، نيدو پرکوڙي، ڪنڌ آڌت، خان جونيجو، هڏاچڙ، هاليپوٽو، فقير محمد لهوريو، ڪاڪ، ٿار، چيرالو، ٽنڊو باگو، ڊهڙو، سولو جمالي، ڊانگرو، هوٿير، ڏيٺي، ليڊو، ڏاڏاهہ، ڪامارو، سورهڏي، دولهائو، ڏڪي، واگهربجي، گورچاڻي، ڪنياڻ، سنهڙو، ڪاجيدائرو، ويسرو، ڏهروڙو، ڪيرائو، ڪنيري، شادي پلي، آنٺاهہ اور ٿلهڊيون سے دوسو واهہ ديکهکر، ٻهير مٺهو فقير کا بهي ديکها هے:

يہ جو ہم نے بتایا ہے، سو ہم نے سارا سیر کیا ہے؛ ان کی دلکشي اور خوبصورتي
کي کيا تعريف کرون!

پنجابي: بالي صاحب، يہ جو ملک اور شہر آپ نے بتائے ھين، قسم خدا کي، ہم نے ديکھے
تو نھين، مگر کبھي سنے ڀي نھين!

ڳالهيون ڪندا هلندا آيا، سو ڳوٺ کي اچي ويجھا ٿيا ھئا. حاجي صاحب پنجابيءَ کي
ڳوٺ ۾ ترسڻ جي صلاح ھنئين، پر پنجابيءَ ڏٺو تہ ھتي منھنجو وس ڪونہ هلندو، سو
حاجي صاحب کان موڪلائي اڳتي روانو ٿي ويو.

## ٻڪين سان ڳالهيون

سن ١٣١٧ هجريءَ ڌاري، جڏهن حاجي صاحب ڳوٺ سوني جتوئي ضلعي لاڙڪاڻي ۾
پڙهندو هو، تنهن وقت جي ڳالهہ ٿو ڪري تہ

هڪ دفعي آءٌ لاڙڪاڻي مان پنهنجي ڳوٺ (علياڻي، تعلقو ڏوڪري) ڏانهن پيدل ٿي
آيس: وات تي اسٽيشن ٻڊيعدن کان اٽڪل ڇهہ ميل پنڌ اولهہ طرف، رستي تي اترئين ۽
ڏاکڻي پاسان ميل ٻن پنڌ تي رڳو واريءَ جا لنڊيا لنڊيا دڙا ھئا، ۽ ڊڙن ۾ رڳو مٿيون چاريون
۽ ڪرڙ ھئا. ويجھڙائيءَ ۾ ٽن ميلن پنڌ تائين ڪابہ آبادي ڪانہ هئي. چاريون ۽ ڪرڙ موسمي
پيرن ۽ ٻڪن سان جنجهيل ھئا. آءٌ بہ اتان صبح جي پهر اچي لنگهيس، تہ پيرون ۽ ٻڪا ڏسي
وات پاڻي پاڻي ٿيڻ لڳم. هڪ پنڌ جو آڏڪو، پيو وري چاريون پيرن سان ڀُر ٿيل - ڇڏڻ
نہ ٿين، سو آهستي آهستي هلندو بہ رهيس ٿي، تہ ڪڏنهن پيرون ڪڏنهن ٻڪا بہ کائيندو
ٿي رهيس. الين ڪندي، اتي چارين ۾ ٽي ڪاڙهو تپي ويو، سو اتي سمهڻ جو ارادو ڪري
هڪ وڏي ڪنڊي جي ڇانو ۾ سمهي پيس.

اتي انهن چارين ۽ ڪرڙن کان سواءِ پيو اهڙو ٿڌيءَ ڇانو وارو ڪوبہ وڻ ڪونہ هو،
سو ڏينهن ٽپڻ سبب جهنگ جا سڀ ٻڪي اچي، انهيءَ وڻ تي ويٺا. اچي ٻوليون ۽ چلولائي
شروع ڪيائون، تنهنڪري ننڊ بہ نٽي آير، سو هيڏان ٻُر کڻي ٻڪين کي هنيم. ٻڪي ڏک جي
خوف کان هيڪر تہ اڏامي ويا، پر وري اچي اتي ويٺا، ڇاڪاڻ جو ٻيو ڪو اهڙو وڻ ٿڌيءَ
ڇانو وارو ڪونہ هو. ٻہ ٽي دفعا اڏارڻ جي ڪوشش ڪيم، پر سڀ بيسود. اتي ٻڪين کي
بہ اچي ڪاوڙ لڳي، سو پاڻ ۾ صلاح ڪيائون تہ "پاڻ بلڪل گهڻا آهيون، ۽ هيءُ انسان
هڪڙو آهي، سو ڇا ڪندو؟ پاڻ سڀ گڏجي مٿس تي حملو ڪري ڏيون، ۽ ماري ماري
ٽُنبو ڪري ڇڏيونس، جو اسان سان اسان جي ملڪ ۾ اچي ٿو جهڳڙو ڪري! ٻهرين اسان
هن کي مهمان سمجهي ڪجهہ ڪونہ چيو، پر هي الٽندو 'آئي ٽالبو کڻڻ ٻر ٻورچيائي ٿي
ويٺي': آيو وڻ هيٺ سمهڻ لاءِ، پر الٽندو اسان کي هيسائڻ شروع ڪيو اٿس - هاڻي لہ
ڇڏجيس!" اتي ٻڪين جا هڪ ٻہ چڳا مڙس هيڏانهن هوڏانهن نظر ڦيرائيندي پرسان پيل لٺ

تي لڪل ڪري چوڻ لڳا تہ ”پهرين صلاح تہ پاڻ واري سٺي، پر هن وقت بہ زبردست لٺ رکي آهي: جنهن مهل پاڻ حملو ڪيو، ان مهل رڳو هڪ بہ کهرو ڪٿي ڏياريائين تہ پاڻ وارا سڪر سڪر سڀ مري ويندا! بهتر آهي تہ هن کي ڪنهن حيلي حوالي سان اٿارجي“.

سو، پاڻ ۾ صلاح ڪيائون ۽ پهريائين ”مينڊڪ“ نالي هڪڙي کي موڪليائون، جو اچي منهنجي سيرانديءَ کان ويهي چوڻ لڳو تہ ”اَٿي، اَٿي، اَٿي!“ ويچاري ٽي دفعا چيو، پر مون صفا جواب ڏيئي ڇڏيس تہ ”ننڊ ڪرڻ کان اڳي ڪنهن بہ حالت ۾ نڪي اٿان تہ نڪي وڃان.“ ويچارو مينڊڪ نااميد ٿي موٽي ويو. وري ٻڪين ”بلبل“ کي موڪليو. بلبل سمجهيو تہ آءٌ ٻنان ڏيڍ جي هن کي هڪالي ٿي ڪڍان، سا لهي اچي سيرانديءَ کان وڏيءَ ڪاوڙ سان زور زور سان چوڻ لڳي: ”ٽڪڙو، ٽڪڙو، ٽڪڙو!“ ائين چار پنج دفعا چيائين، پر مون بہ وڏي آواز سان جواب ڏنو تہ ”آءٌ ڪنهن بہ حالت ۾ ٻنا ننڊ ڪئي ڪونہ ويندس، توکي جيڪي ڪرڻو آهي سو ڪر!“ آخرڪار بلبل بہ نااميد ٿي پوئتي پير ڪيا. تنهن تي ٻڪين وري بہ همت ڪري ٻن ’ڪبرن‘ کي موڪليو، جن اينديءَ شرط سيرانديءَ وٽ ويهي سرائڪي زبان شروع ڪئي: هڪڙيءَ چيو تہ ”ڪيون پئين، ڪيون پئين؟“ تڏهن مون چيس تہ ”ٽڪ پيان، ننڊ ڪرڻي اي“. تڏهن وري ٻيءَ ويچاريءَ ڪڏڻ شروع ڪيا - چئي، ”تريو، تريو، تريو!“ تڏهن مون بہ ان کي چيو تہ ”تون ناهوڪي هوين جو ميڪون پئي چهاري ڪڍدي ٿين!“ خير، آخر ڪبرون بہ واپس ٿيون. اتي وري ٻڪين پاڻ ۾ صلاح ڪري پنهنجي بهادر هڪ ’وهي‘ کي موڪليو - جو ڪنهن ڪرڙ يا جار ۾ ويٺو پولهون ڪندو تہ چڻ ٿي لغاري ويٺا ڳالهائين. وهي اينديءَ شرط بلوچي زبان ڪئي شروع ڪئي: ”تو وز ڪشئي؟ ڪاري إزا آتغ مينا غي؟ تو شهزان‌ ال‌ بُرو، اي مٿي وزي ملڪ هي: ما هڪي ٽيران واڙ ٿيا چڙ ٿيا منا غو: اي ڪئيا در شڪ سرا ننڊ غون، ٿش تون ماڙس غون ٿو چيزان رهتيا بُروا“ تڏهن مون چيس تہ ”ٻالي بلوچ صاحب! آءٌ ننڊ ڪئي کان اڳي ڪڏهن بہ ڪونہ ويندس، هرو ڀرو مون کي ننڊ کان ٿا سيڙايو ۽ اوهين بہ ٿا ڪوٺي ٿيو: ڇڏيو تہ آءٌ بہ آرامي ٿيان، ۽ اوهين بہ آرام ڪريو“. تنهن تي وهيو بہ ويچارو ٿيو روانو. وري ٻڪين همت ڪري (ٽن نوجوانن) ٻن ٻڪرن ڪبرن ۽ هڪ ڪرڪٽ ڳاڙهي ڪيري کي موڪليو، جي منهنجي سيرانديءَ کان اچي ويٺا. پهرين هڪ ٻڪرڙي ڪيري چيو تہ ”ستو آهي، ستو آهي!“ ٽي چار دفعا ائين چيائين. وري ٻئي ڪيري چيو تہ ”ڪوکهو ڏيوس، ڪوکهو ڏيوس!“ تڏهن مون کي اچي ڊپ لڳو، سو ٽپ ڏيئي اٿي ويهي رهيس. مون خيال ڪيو تہ هاڻي جيڪڏهن سُتس، تہ هڪي چڙهي ويندا! مون کي ويٺل ڏسي، ڪرڪٽ پوئين ڪيري کي چوڻ لڳي تہ ”ڪوڙ ٿو ڪرين، ڪوڙ ٿو ڪرين!“ آخر اهي بہ موٽي ويا. وري ٻڪين ٽن ڪارڪڇين کي موڪليو. جن منهنجي سيرانديءَ اچي، هڪ اڳ ۾، ٻيو وچ ۾، ۽ ٽيون پوئتان - نمبروار ٿي ويٺيون. پهرينءَ ڪارڪڇيءَ مون ڏانهن جانچ ڪري، ڏسي، سرالڪيءَ ۾ چيو تہ ”ڏيکوس شبيي، ڏيکوس شبيي!“ تڏهن مون چيس تہ

”مائي، هڪ ته بلوچ، ٻيا ٻن ڏا ماريل، تيجها لڳا ڪاـ سو ميڏي شبي ضرور بدليل هئي؛
باقي تون اهڙا ته رانگ ڏيک ته ڪهين رنگ وڃون هوين!“ تڏهن اها ٿڪي ٿي، ۽ هلي ويئي.
اتي وري ٻيءَ ڪارڪنجي چيو ته ”همت ڪرو، هي ڪيا! همت ڪرو، هي ڪيا!“ اتي
مون کي وري اچي ڊپ لڳو ته هاڻي موڙڳو ٻڪي ماريندا. تڏهن وري ٽئين نمبر ڪارڪنجيءَ
جواب ۾ چيس ته ”تون چاچي اٿي ٻيهه، تون چاچي اٿي ٻيهه!“ ڊپ منهنجو اڳي ڪان ٻه
وڌڻ لڳو، سو ڪٿي لٺ ڏانهن هٿ ميريم. لٺ کي ڏسي، ڪارڪنجيون ٽئي رواليون
ٿي ويون. وري ٻڪين ٻه زبرا ٻڪي ”متاهه“ لالي موڪليا، جي ويجهو اچي، ڦيرو ڏيئي،
ويهي رهيا. انهن مان هڪ چيو ته ”ڪانچ ڦاٽي کي ٻانجا؟ ڪانچ ڦاٽي کي ٻانجا؟“ تڏهن
مون چيس ته ”ٻئي ڦاٽا آهن، تنهن کي تون ڇا ڪندينءَ؟“ تڏهن ٻئي متاهه واپس ٻڪين
وٽ وڃي چيو ته ”نهين ويندا ڪبي ڙي، نهين ويندا ڪبي ڙي“. ٻڪين وري ٻئي جي موڪلڻ
جي صلاح ڪئي ٿي، ته منجهن ڪو اچي باز پيو، ۽ سڀ وڻ تان اڏامي ويا. آءٌ ٻه ٻوءِ لٺ ڪوڙي
ٻي اولو ٿي سمهي رهيس، ۽ ٻوڇاڙيءَ جو اٿي روالو ٿيس، جو اچي اسٽيشن پدعيدن تي پهتس.

---

# مياڻ نور محمد شيخ ننگرپارڪري *

سندس ڏاڏو مسٽر ڪانوسجي اسروالجي، سپرنٽينڊنٽ پوسٽ مئل جو، حيدرآباد ڪئمپ سٽيگام لائين، جنهن کي سندس سٺين ڪمن سببان گورنمينٽ آف انڊيا مان "خانبهادر" جي خطاب جي سند ۽ سرٽيفڪيٽ، مورخ فورٽ وليم ۲ مي ۱۸۶۲ع جو، سرڪار بمبئي گزيٽ ۾ ڇپيو، ائڪٽنگ چيف سيڪريٽريءَ جي صحيح سان، مورخ ۸ مي ۱۸۶۲ع ۾. خانبهادر ڪانوسجي زردشتي مذهب ڇڏي اسلام جي آغوش ۾ آيو. انگريزن جي اوائل فوج ڪشيءَ جي زماني ۾ تار جي بندوبست جو اعليٰ آفيسر هو. فوج جي نقل و حرڪت لاءِ جو اوائلي سلسلو هت جاري ٿيو هو، تنهن جو ناظم اعليٰ هڪ پارسي اعليٰ تعليم يافته شخص ڪانوسجي ئي هو، جنهن کي پوءِ سندس خدمتن جي عيوض خانبهادر جو لقب مليو. هيءَ سن ۱۸۵۷ع کان ڪجهه پوءِ جي ڳالهه آهي.

خانبهادر ڪانوسجيءَ جي مسلمان ٿيڻ جو سبب معلوم ٿي نٿو سگهي؛ پر ايترو معلوم آهي ته مسلمان ٿيڻ بعد شيخ محمد قاسم نالو رکايو هئائين. هو بمبئي پاسي جي ڪنهن وڏي پارسي خاندان مان هو. ننگرپارڪر ۾ ئي وفات ڪيائين. شهر جي ٻاهران جتي سندس بنگلو هو، اتي ئي زال سميت دفن ٿيل آهي. قبرن جي ويجهو هڪ پراڻي مسجد آهي. قبرون سادي پٿر جون آهن. مٿان آسمان جو گنبذ ۽ گهاٽن وڻن جي ڇانو آهي. سندس وفات کان پوءِ، هن جي بمبئي پاسي وارن پارسي مائٽن ۽ سندس مسلمان فرزند شيخ جان محمد جي ملڪيت تان ڪن سالن تائين دعوائون به هليون.

شيخ مياڻ محمد قاسم جو پوٽو ۽ شيخ مياڻ جان محمد جو پٽ، مياڻ نور محمد، ننگرپارڪر ۾ تاريخ ۱ نومبر ۱۸۹۹ع ۾ ڄائو هو، ۽ اتي جي ئي اسڪول ۾ ڇهه درجا گجراتي پاس ڪيائين. سنڌي ورنيڪيولر فائينل امتحان عمرڪوٽ سينٽر مان پاس ڪيائين. سرٽيفڪيٽ جي تاريخ ۱۴ آڪٽوبر ۱۹۱۵ع اٿس. مڊل اسڪول مان انگريزي ٽي درجا پاس ڪرڻ بعد، اسڪول ڇڏي، روينيو کاتي ۾ ڪلارڪ ٿيو، جتي اٽڪل ڏهه سال ايمانداريءَ ۽ اورچائيءَ سان نوڪري ڪيائين. انهيءَ نوڪريءَ واري عرصي ۾ اتان ئي سبارڊينيٽ روينيو امتحان پاس ڪيائين. جيئن ته ان وقت روينيو کاتي ۾ هندو آفيسرن جو گهڻو اثر هو، ۽ ننگرپارڪر ۾ روينيو آفيسر به هندو هو، جنهنڪري اتي هميشه هندو-مسلم چڪتاڻ هلندي ايندي هئي؛ تنهنڪري هيءُ بيريا ۽ آزاد-طبيعت شخص، اتان ڪڇ ٿي، ڪڇ رياست ۾ پوليس کاتي ۾

---

* هن سوانح عمريءَ ۾، لکڻ واري جو نالو درج ناهي. — مرتب

سن ١٩٢٩ع جي شروعات ۾ نوڪري تبديل ڪرائي آيو، جتان بالا آخر روينيو ڪاتي تان استعفا ڏنائين، ۽ ڪڇ رياست ۾ پوليس جو ڊپارٽمينٽل پاس ڪري، فوجداري عهدو حاصل ڪيائين، ۽ ان سان گڏ ڪڇ رياست جي C.I.D. آفيسر جي به ونس چارج رهي. ١٩٣٢ع ۾، ٿوري وقت لاءِ، جهوناڳڙهه ۾ انسپيڪٽر ٿي رهيو. اتان وري هڪ سال لاءِ پالنپور ۾ انسپيڪٽر ٿي ويو. اتان دوباره سن ١٩٤٢ع ۾ جهوناڳڙهه ۾ انسپيڪٽر ٿي آيو، ۽ ١٩٤٧ع جي ورهاڱي تائين اتي بلڪل ڪاميابيءَ سان رهيو. جهوناڳڙهه رياست مان 'فيلڊ سيناريٽي ٽريننگ ڪورس' پاس ڪيائين. لڙائيءَ جي زماني ۾ ويراول بندر ۽ بحري ساحل تي نگراني سندس سپرد ڪئي.

هن وقت سندس عمر ٥٨ ورهيه آهي. کيس هڪ پٽ، نالي گل محمد، ۽ ٻه ڌيئون آهن. ميان نور محمد اسلامي جذبو رکندڙ آهي. سن ١٩٢٣ع ۾ ڪانگريس هلچل سبب جيڪي ننگرپارڪر ۾ هندو-مسلمان فساد ٿيا هئا، تن ۾ هن مرد مجاهد اسلامي جذبات کان مسلمانن جي مڪمل طرح مدد ڪئي هئي. ان وقت 'ٽريبيرسنگ' اسپيشل پوليس جو هيڊ ڪانسٽيبل (ٻئي اتالي سان گڏ سينڊوڙي ڪئمپ ۾ گڏ هو)، لالي خاطر مسلمان ٿي وري مرتد ٿي ويو، ۽ ان بعد خودڪشي ڪيائين. ان تي وري هندو اخبارن مسلمانن خلاف هاءِ گهوڙا شروع ڪري ڏني، جنهن نيٺ هندو-مسلم فساد جو روپ اختيار ڪيو. ميان نور محمد، مسلمان پوليس وارن جي بچاءَ ۾ بلڪل گهڻو ڪم ڪيو.

ويراواهه تي هڪ ڪنٻر رهندو هو: ان جي مري وڃڻ تي، ان جي گهر تي مسجد ٺهرائڻ ۾ ٻهرو ورتائين، جنهن تي هندن ڪيترائي اعتراض ورتا، ۽ هندن ان کي هڪ وڏو معاملو ڪٺي بنايو. جيئن ته هن مرد مجاهد کي مسلمانن جي هر طرح مدد هئي، ۽ هن به ان ڪم ۾ فتحياب ٿيڻ لاءِ هر ممڪن ڪوشش ورتي هئي، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو بارگاهه باري تعاليٰ مان هن کي فتحيابي حاصل ٿي، ۽ هن اهو مسجد جو معاملو کٽيو. انهيءَ ڪم ۾ ننگرپارڪر مان صرف محمد عباس ميمڻ ڪنهن حد تائين سندس ساٿي ٿي رهيو هو.

هن صاحب پنهنجي ايامڪاريءَ جا ڏينهن بلڪل محنت، سچائي، اورچائي ۽ بهادريءَ سان گذاريا. هو هردم مظلومن جو ساٿي ۽ ظالمن جو دشمن ٿي رهيو. هن جي ڏينهن ۾ هر ڪو لُچ لوفر ۽ چور چڪار ڪالش ڪَنَ هڻندو هو. هو چورن ۽ بدمعاشن جي پاڙ پٽڻ لاءِ سندن پٺيان ڪاهي پيو. هر وقت هن کي پبلڪ جي آرام جو اولو هوندو هو، هو پنهنجي ان مقصد ۾ بالڪل چڱيءَ طرح ڪامياب ٿيو. هن ڪڇ رياست جي ڪنڊ ڪڙڇ مان چورن کي ڳولي ڳولي کين ڳريون سزائون ڏياريون. ان وقت جي شاعرن ۽ سگهڙن به اهڙي بهادر ۽ خيرخواهه آفيسر جي ساراهه ۾ دل کولي بيت چيا، جي هيٺ ڏجن ٿا.

(بيت، چيل محمد هارون موسي پوٽو، ويٺل پوراي موسي پوٽو، تعلقو مٺي، سال ١٩٣٠ع.)

اول نام الله جو بيشڪ پلارو،
پيو محمد مصطفيٰ سيد سوڀارو،
پلو پير بغداد ۾ آهي مرشد موچارو،
عليءَ جي اولاد کي ٿو نمي جڳ سارو،
هن جهان ۾ جان محمد کي مليو مرد موچارو،
خاوند ڏينس خير سان، آهي سدا سوڀارو،
غازي غلام شاهه جو آهي اتي اوتارو،
نظر نورمحمد تي ڪري مرشد موچارو،
ڪٿي هٿ خدا ڏي ڪمائين اهڙو اشارو،
بيشڪ وچ تون پنج ڏي، جت آهي حاڪم هزارو،
پڌي حڪم حيدري، هليو سانجهر سوارو،
خانبهادر خوش ٿيو، ڏسي پنهنجو پيارو،
جنهنجو بخت پلارو، تنهنکي ڪاڻهي منجهه موسو چئي.

ڪاڻهي مونجهه "موسو" چئي، جنهن کي عليءَ جي آڌار،
ڪڇ ملڪ ۾ ڪامورا، هيڪالدا هزار،
مليو ان مڙد سان، ڪليو ڪن ڪيڪار،
پلي آئين پنج ۾، تون هلي پڌ هنيار،
اول درجو اوهان کي، جڙيو جمعدار،
لهاري نڪتا ڪي ۾، جو جهلي جوابدار،
ڪاهيو هٿي قيد ۾، ڏيو ڏکن جي ڌمڪار،
قاعدي سان ڪورٽ ۾، پهتا گنهگار،
لٿي ملڪ تان مار، چورن جي چئيءَ جي.

چئي جا چورن جي، وئي لوڪ تان لهي،
هاها ڪريو بدني بهادر جي، وڃي اڄ تي اهي،
آن حڪم تي "هارون" چئي، صاحب ڪئي صحيح،
آت ويلي پالي ويچار سان، والچي ٿي وهي، (١)
پوري حقيقت اڄ جي، ٿي ڪارڪن ڪهي،
ڪري سر سهي، ٿو چڪاس وٺي چورن جي.

---

(١) ويلي = ٽڪوي؛ وانچي = جانچي، پڙهي؛ وهي = بندي.

ٻرين ڳوٺ ٻچم جو، هلي ڏسون ڏاتارا،
ٻليءَ ريت ٻوڏائي ٽي، ڪيائين قاسم مٿي ڪاهه،
سمجهه ٻريو سمون هو، ٻي نه ڪيائين ڪا،
اڳ ۾ ٽي ان جي، رهي ورتائين راهه،
سٺيو ڳالهيون صيقل ڪي، ٽيو ڊوهائي ٽي ڊاهه،
اٿڪو ليو اچي ويو، شاباس تنهن کي آهه،
جوڻو ڳوٺ جبل ۾، جت ٿو تيوتريون ڪاءِ،
صاحب سمون صديق کي، جوان ٿو جهلاءِ،
ٻري چالان چورن جو، ٿو حڪم ڏي هلاءِ،
نيا ديش اورمحمد کي، ٿو ٻچم ۾ ٻهچاءِ،
والي شال وڏاءِ، شان انهيءَ شيخ جو!

وڏيو شان شيخ جو، جنهن رکي ٻڳلن مٿي ٻيڙ،
احمد، شريف، ٻاڻ ۾ ٻيا ڪاٺن ٻيڙ،
ڏسي شڪل شيخ جي، ڇُڏن ڪيا ڇيڙ،
ڪري راتودي ريڙهه، ٻڳل ڀٿا بدين کي.

ٻڳل ڀٿا بدين کي، ڪري چغلن جو چيو،
اهڙيءَ اٿڪل سان انهن کي، آهي ٻنيءَ ٻچايو،
هڪدم حيف حاجيءَ کي، وڃي چتوءَ چتايو،
انهيءَ ريت انهن کي، ٻاڙين ٻچايو،
ٻنجويهه گهوڙا ٻُليس جا، آيا ڪهر ڪڏايو،
جن وهاڻءَ وڃايو، هرج وڏو ٿي حاجيءَ کي.

هرج وجهي حاجيءَ کي، هلائين حيات جو هيرو،
جو ڇهه ورهه ڇپيل هو، جنهن جو ٻيدا نه هو ٻيرو،
ٻلنڪ ۾ ٻيدا ٿيو، وادو ويچارو،
لاٿوي کي لڪرڻ جو، هو البت اسارو،
جَنتَ ٻلاٽيو جُود ۾، ٻغدي ٻنارو،
ٻاڻيائين ٻچي ويندس، لڪري نوارو،
عقاب جيئن اچي ويو، سورهيه سوارو،
سنبري ڍريا سَريءَ ۾، جت ڪپ هيو ڳارو،
ڪچي رهيو ڪپ ۾، سولهو ستارو،

ليڙي تان لهي پيو، مرد موچارو،
لشڪر وانگي لڏو هـ ڏئي، ٻهـنو ٻيارو،
سالجهڙو سوارو، ٻانڌي رکيائين ٻند ۾.

قسمت ڦٽي ڪلر جي، انڌو ٿيو عثمان،
ٻاڙي انسان پيڙو هو، بچل ٻي ايمان،
ٻرڙن ٿي ٻالهن ڪٽي، رکيو ڪونه ڏيان،
اوچتو الهن ڪي اچي، ٻهـتو ٻهلوان،
لاهي غير گمان، ڪاهي ڏنائين ڪورٽ ۾.

ٻچم وارن ڪي ٻهرين، هو الدر ۾ ارمان،
ته چوريءَ سوا سمن جو، ڪونهي پيو گذران،
سنبري هلو صاحب وٽ، اچ آهي ڪاموڙي ۾ خان،
راءِ صاحب جي راڄ جو، آهي سو اڳوان،
ٻچم وارن جي ٻڪار تي، نتو ڏئي ڌيان.
ٻاٺان ٻنهجي پوليس تي، خوش رهيو ٿي خان،
راڄ ڏٺي راهب جي، ٻيو ڄام سمون سلطان،
موٽائي تو ماڻهن ڪي خانجي خان،
متان ڪريو ان مرد تي، ڪوڙو ڪو طوفان،
دعا درويش سان ان ڪي، مليو آهي مان،
هي رهندو فس لمبر فوجدار ٿي، جت هوندو موچارو مڪان،
عليءَ جي اولاد جو، آهي در سندو دروان،
مٿس راضي ربّ رحمان، سو مرد ٿو موجون ڪري.

مرد سو موجن ۾، ٿو سيد ڪي ساري،
غازي غلام شاهه ڪي، ويل نه وساري،
شال ڏاتر ڏيکاري، ته قدم چمي ڪامل جا!

عجب رنگ الله جا، ٿا ڏيهائي ڏسجن،
ڪجي واڪاڻ واحد جي، ڏئي اوڄاڳو اکين،
حيف تنين جي حال ڪي، جيڪي وساري ويهن،
مرد سڄائي ملڪ مان، آندو اسيرن،
ان کي ٻهريون لمبر پوليس ۾، ٿي ڪوٺيو ڪامورن،
عملداريءَ جو ان ڪي ڏنو، حڪم حاڪمن،

ڪي ٻچا ۽ ڪيترا، ڪيا چاڪ تي چورن،
تن جي تپاس لاءِ، وڃي ڪڍيو منجهه ڪانن،
ڏسي عادت انهن جي، وڏائين موچڙا منجهن،
انهن جي وٺي سار وجود مان، ڪيا چٽو چماٽن،
ڪوڙ ڳالهائي ڪولي ڪو، سچيون سيٺي ڪن،
ڪٿيو آيا خوشيءَ سان، جي هيون ڦاٽيون ساٿن،
ڪاهي بهاري ڪورٽ ۾، ڪري قطارون قيدين،
ڏسي همت هن جي، ڪيو آرڊر انهن،
بهادر ڪي بدليءَ جو، ڏنو حڪم حاڪمن،
ٻوريءَ ربت ٻچم تي، لاٿئين ور ولڳن،
ٻئي سڏ سمن ڪي جڏهن، ڏنائون عملدار اڪين،
ته هو رڳو ليکو لپاٽ جو، جنهن کي چماٽ ٿا چون،
خوب طرح ڪاهوڙي ۾، واڇٽ ٿا وڄن،
ڏسي حشمت هن جي، چپ ڪئي چورن،
واويلا وٽ سان هئا، سؤ ٿي ڪيا سمن،
هٿي مال هنن جا، آندا ٿي انهن،
لٿو وَيل وٽ تان، ٿيو غور غريبن،
لحظي ۾ لهي ويون، ڳنڍيون ڳنوارن،
سمهي هاڻ سک ڪيا، اتي اوٺارن،
ساڏن سان سک ٿيا، چٽي ٻٽي چورن،
ڇيڪيون چوڙي چڏيون، سر واهيون سمن،
ڪنيو چاهه چوريءَ تان، سمجهي ڳالهه سمن،
چڏي لالو ناحق جو، ٿا حق سٽي هلن،
سڄي توبهه سچ سان، ڪئي ٻوري ٻچائين،
ڪنيو هٿ حرام تان، هاڻ ٿا سما سک وسن،
ڏاڍيون خوشيون ڪاهوڙي ۾، ڪيون وڏيون واپارين،
ڪيا ٿي ڪاڄي ۾، ظلم ظالمن،
آفيسريءَ جو ان ڪي، ڏنو حڪم حاڪمن،
ڦري فوجدار ٿيو، وڃي ٻهتو مل مٿن،
لالو نامور جو سٺيو، ڏوهاري ڏڪن،
ويل مال ورهين جا، چاوا ڪيا چورن،

ڪٿي وڏا ڪڏن ۾، هنا ڀوريا ڀليتن،
ڪوني ڪڍيائون ڪڏن مان، آڻي حاضر ڪيائون هٿن،
ٿي ڪاهيو هٿي قيد ۾، جهلي منجهه جيلن،
مرد جا "موسو" چوي، ٿا راجا راز رکن،
ابر انعام ان کي، ٿي ڏاڍا ڏيهه ڌڻين،
نالو "نورمحمد" هو، مشهور منجهه ملڪن،
ڏسي آبرو ان جو، ڪيو حسد حاسدن،
پيڙا ٿي پاڻ ۾، ڪائونسل ڪني ڪيرن،
ان جي ڪڍائڻ لاءِ ڪيتريون، ڪيون مڃتائون مٿن،
ڏيئو ساري ڏيهه جا، ڀوڳيا ڀليتن،
بيحد سوال انهن کي، ڪيا ڪاترن،
ڪوڙا ڪيس ڪورٽ ۾، داخل ڪيا دلن،
رلڪيلا رشوت جون، ڀيا ڀوڪارو ڪن،
جوان سنڌيءَ جاءِ تي، رکايو ڀهرو ڀليتن،
ڪيو تپاس تنهن جو، هلي حاڪمن،
ڪوڙ سارو ڌوڙ ٿيو، ڀائان مٿي پئي مٿن،
بيت دعا جا بهادر تي، ڪهيا ڪراڙن،
شاعرن ڏاڍي شوق سان، جوڙيا جوانن،
ڪيون دعائون دل سان، ڦري فقيرن،
ٿيو راضپو رب جو، واهر ڪئي ولين،
پوءِ ڌٽي ڀيڙا هوا، پٽ پري پيرن،
هلي ڪيهر شينهن پنو ڪورٽ ۾، آئي لوڪ پيا لرزن،
هٿي ڪنڌ ڪڇن ۾، مٿي منهن نه ڪن،
ته ڪڇو پنيو ڪونه ڪو، مرد جو مٿن،
ڪوڙا ٿيا ڪورٽ ۾، هليا ڳانڍو ڳهر وڃن،
خوار ٿيا خلق ۾، پيون چٺيون ڪيون جوين،
تپايو تن کي، زور ڪٺي زالن،
هاڻي ٿيڪا ٿيو ڦرن، سڀ الهيءَ سور ۾!

(٢)

(بيت، جوڙيل ميون ڦل محمد ڪوراڙ فقير، ساڪن پوجرڏن، پٺي، تعلقو ٻوچ، ضلعو ڪڇ.)

فيض پريا فقير اوهين، ٿا پڇو حقيقت حال،
ته "نورمحمد" نامور جو، ڏي اسان کي احوال،

ٺوڪيچ ۽ کھڙا ڪم ڪري، ڪج ٺاهت قصو سال،
ساري منشيءَ تنهن جو، ٺوڪريان قيل مقال،
لا مثل 'نورمحمد' جو آهي، عزّ وڏو اقبال،
راجا راءِ صاحب جو، مٿس خاص خيال،
صاحب بهادر وٽ پسنديده افعال،
طاقت ھلي نہ تيرجيتري، عرض نہ منڪر جي بحال،
جو 'جان محمد' جي جگر جو، ڪري فصيحت في الحال،
ڪامورن ڪيا ڪنٽيا، ڏسي چتور جي چال،
تان ولگو ھڪ نہ وارثيو، پيا وري منجهه وبال،
جڏهن ڏٺو ڪوڙ گورن جو، تڪبر وارا تال،
تڏهين صوبيدار سنڀاليو، مرد بيمثال،
تہ مون ڪي ڇا منڪر ڪندا، ھجي راضي جل جلال،
گھرجي ٻلي جو پال، جڪ مارين جهنمي!

جڪ مارين جهنمي، ڪنڌ ڪوھ ڪندا،
چڱا ڪن چگابون، سندن ڪم سندا،
جي وڙ جڙن جن سين، سي وڙ تن سندا،
سچا ھجن ڪم صرف، تني ڪندن عام ڪندا،
حجت عدل ۽ انصاف ھجي، آت اچن آسوندا،
ڪم نہ ايندا عرضين ڪي، فتوري فندا،
حڪم هن هندان، ڪولہ ليندو پاڻ سان.

ڪونہ نيندو پاڻ سين، حڪومت ھڪوار،
پيا هوندا پٽ تي، ھي سڀ تنتر تار،
'نورمحمد' نورالي، ھي گوھري گفتار،
ساري ٺو مشانيات، پورا سنڌس پار،
تہ آهي اشرافن جو، يڪدم يگانو يار،
اڪو ظلم زياده ڪري، نہ مسڪينن تي مار،
ڪنهن ڪان دمڙي ڪالھ وئي، توئي هون هزار،
بيحد بدمعاشن تي، سختي رکي صد بار،
ڪنهن تڪليفون تن ڪي، جيڪي چور چڪار،
سنڌ سنڌ منجهان سي ڀڳنين، پرتا ٿي پنجاڳ،

تنهن جي عقل تي آفرينون، ڪيون ساري سڀ سنسار،
تہ اهڙو ڪامورو ڪونہ آيو، الدر ڪڇ ڪنار،
وہ واہ والئي وات ۾، لسنڊي وڏي پيار،
ڪندو قيصر شينهن جو، قصو چا 'ڪورار'،
لکن ۾ لاچار هجي، ههڙو فائق فوجدار،
قاعدا پاد قدرتي، اٿس اڪ اپار،
ملڪ موچارو تنهن جو، خلقيو خلقڻهار،
اڳي آيا ڪيترا، سمجهو صوبيدار،
پر ڏوڪا هن جا ڏيهہ ۾، چئن ڏسين چوڌار،
ڳهڻ ڏينهن ڪان ڪم هئا، جي الدر الڏو ڪار،
پلڪ ۾ پيدا ڪيا، سي ڪات خوش اطوار،
مخفي ڳجهہ معلوم ڪيا، عاقل عقلدار،
عقلمند اڪابر سو، وڏو وچادار،
بيشڪ بهادر ڳهڻو، سورهين جو سالار،
پلين آيو پنج ۾، غريبن غمخوار،
هاڻون سڀ هيٺا ٿيا، لٿا ڳوڙ غبار،
"ڦل محمد" چئي فضل ٿيو، وئي مسڪينن تان مار،
ڪن دعائون ڪيترا، اچيو عرضدار،
تہ غريبن جو غور ٿئي، تفاوت نہ تر پار،
"العاقل يڪفيه لا مشارة"، ويو ڪريو ويچار،
بيحد پلا "پلالائي" آئين آهيو عزتدار،
دعا ڪجان عادل سين، تي ٤ سرسي صوبيدار،
عزت وڏيس آبرو، ڪري سهنج ستار،
ڪلي سٽرن ڪمڪار، لائيل 'لورمحمد' جا!

لائيل 'لورمحمد' جهڙا، ڪئي ڪامورا،
نہ تہ هت ڳهڻا اڳي ٿيا، آفيسر ظالم پُرزورا،
پرڏان پريا هرا جن جا، ڳهيا تي ڳهوڙا،
تن وڏيءَ جي واڻ لاءِ، ڪيا هٿن سين هورا،
قربائون تي قرمار ۾، يتيم ۽ چورا،
اڪو داد فرياد جو، نہ شرع جي تورا،

هي ٻائي ٻارس ڌ ولي، توڙي ليو ڪن لوارا،
ٿر ۾ ٻن ٿورا هڻوا، عادل ۽ انصاف پريا.

( ٣ )

(بيت، جوڙيل فقير ولي محمد ڪوراڻ، وٽيل ٻني پوجرڏم، تعلقو پوڄ، ضلعو ڪڇ)

ڪجي حمد هاديءَ جو، سدائين شڪران،
جنهن مٺو محمد موڪليو، عربي ڪري اڳوان،
سبيان شوق سيد جي، جوڙيا ٻئي جهان،
سو آڳو اجهو امت جو، ضعيفن لاءِ ضمان،
چارئي يار چاڳلا، تن مٿس رب ڏيان،
اتم عشق اندر ۾، حسنين هر آن،
سڀ صحابي سيد جا، مرڪڻ مهربان،
آڪي جا احسان، عربيءَ جي امت تي.

عربيءَ جي امت ۾، عمدو عملدار،
جگر 'جان محمد' جو آهي ٿيو اظهار،
نامور 'نور محمد' سو، سهڻو صوبيدار،
ڪلي جزي قاعدا، سمجهي سمجهڻ هار،
عمدي ڏنيس ادراڪ ۾، سمجهه رب ستار،
مولا تنهن جو مرتبو، وڏي ويڙ وتار،
بهادر جو پُٽ ۾، هجي عزّ اپار،
تنهن کي عزت گهڻي ڏي آبرو، خوش ٿي راهه ڪنگهار،
صاحب بهادر جو پورو، مٿس هوءِ پيار،
حڪومت هن حاڪم جي، وڏي وارو وار،
داور رب دولي جو، ٿئي ڪو خاص ڳهار،
فرزند ڪٽس فيض وارو، ڏي ٻاري برخوردار،
طول عمر تهن جي ٿئي، جڳهو، چال چمار،
بلند بالا بخت تهن، سڪندري صد بار،
عمل صالح عمدا، نازڪ نيڪو ڪار،
ٿئي ٻاجهه گهڻي تنهن ٻالڪ تي، هجي خاصو خوش اطوار،
جنهن کي ڏسي جند جان، ٺرن 'نور محمد' جا نار،
دشمنن تي ڏوڙ پوي، آئي ٿين اگار،

آئون ٻيا افسوس ۾، سنگهرا سنهن ڪار،
ناموَر ’نور محمد‘ تي، هجي نازل نور لبار،
ڏنڪا جنهن جا ڏيهه ۾، چئين ڏسين چوڌار،
ٻيلي آفرينون ڪري، سنڌي سڄ ٻازار،
عاشق اچي انصاف ڪيو، مٿي ڪڇ ڪنار،
بيان تنهن بهادر جو، ڪهي ڇا ”ڪوراڙ“
فقط دست دعا جا، ٻني ڪنيو ٻينار،
’قل محمد‘ جون فريادون، ٻڌي جلد جبار،
وهم نڪو ويچار، فائق فوجدار تي!

*

ساراهيان سبحان کي، جو ملڪن جو مختيار،
جنهن مڪو محمد هاشمي، اڙٻن جو آڌار،
چارئي يار رسول جا، ٻلن منجهه پلار،
آڳي امامن کي، ڏنو عز“ اپار،
مجلسي محبوب جا، صحابي سچار،
آڳي انسان جا، ڪيا مرتبا موچار،
مهربانيون مالڪ جون، ڳڻڻ ڪنا ڌار،
قادر ڪڇ ملڪ تي، ڪيون ٻلايون بسيار،
لنگيءَ نورمحمد کي، ڪيو فائق فوجدار،
جنهن جي اچڻ سان آباد ٿيو، سڄو ڪڇ ڪنار،
پهلوان رستم کان گهڻو، سو بهادر پاليدار،
گهڻو نوشيروان کان، عادل آهي آپار،
عاقل وڏو اڪبر کان، دانهه سو دلدار،
سخي ڏاڍو حاتم کان، سو ڏيهه ۾ ڏاتار،
مٺو سو ماکيءَ کان، سهڻن جو سردار،
سيرت صورت سڦرو، نازڪ نهڻن نار،
داغ آهي دشمن جو، ۽ دوستن جو دلدار،
حرامين جا هڪل سان، ڌاري وڌئين ڌار،
چورن کي چوريءَ تان، ڇڏائي ٿي پچار،
زالي سڀ زنا کان، ٻڄي ٿيا بيزار،
ڪنڻ ڪنٽهي کان، دست ڪڍي ٿيا ڌار،

ساري سنڌڪرن جا، جهوري ڪنڌ ڪپار،
قسمت ساڻ ڪچ ماڻ، سو مرد وڏو هشيار،
جالب جولاگر ڏاڍهن، چنگا ڏينهوا چار،
تان ٿيو اونداهو ڪڇ ۾، چٽن ڏسبن چوڌار،
بدمعاشن بدمعاشيون ڪيون، آئيا چورچڪار،
ڪئين فسادي فتّان، اچي ٿيا اظهار،
جن ڏجهڙ ڪي ڏلجهه هٿا، سي سرها ٿيا صدبار،
تان واريو واءُ فضل جو، وري رب ستار،
ٿئو اچي پهلوان سو، ڪچ ۾ ڪلنگيدار،
دليون دوستن جون، ٿيون ڪلي باغ بهار،
دشمن جي منهن مٿي، پيا ٿوڪ ٿلهيار،
حرامي هٿني ويا، سڀني ساڻ وڻي سار،
آئو دعا الله ڪان، هينئر گهران هر وار،
فائق فوجدار جو، والڪو ٿئي نه وار،
هوءِ اگري عزت تنهنجي، وٽ راجا راءِ ڪنگهار،
ٿئي ڪامورو ڪل ڪڇ جو، ’نورمحمد‘ لنگدار،
سڀ سلامي تنهنجا، هو جو شينهن سندو سالار،
دشمن تنهنجا ”درس“ چئي، غرق ٿين منجهه غار،
آفت سلامتن ڪان، پيڙو هجيس پارا
فائق فرزند تنهنجو ’غلام محمد‘ گلزار،
عمر خضري تنهن ڪي، بخشي رب جبار،
بخت ٿئيس سڪندري، منجهه دليا جي دار،
خاندانو خان جو، هوءِ چنبد جي چڪار،
سڀ سلامت تن جا، بچن بار يار،
واحد ”ولي محمد“ جا، سنج سڏ ستار،
ڪلمي جي پچار، سڀ لنگهيندا لڪيون!







# سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورھ· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488



نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي
ادبي نالو : سورهه ميراڻي
جنم : 08.04.1975
جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
حال ائڊريس : غريب آباد محلو، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.
تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع
صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488
اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

اعجاز احمد انصاري

# جناب الحاج محمد ايوب صاحب کهڙو

الحاج محمد ايوب صاحب کهڙو، صدر صوبه سنڌ مسلم ليگ، سن ١٩٠١ع ۾ لاڙڪاڻي تعلقي جي "عاقل" ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو. سندس والد ماجد، رئيس شاهه محمد خان کهڙو، لاڙڪاڻي ضلعي جو نامور ۽ بااثر زميندار هو، جنهن پنهنجي فرزند جي تعليم ۽ تربيت نهايت سهڻي سليقي سان ڪئي، چنانچه نوجوان محمد ايوب ڪاليج ۾ 'انڊر گريجوئيٽ' درجي تائين تعليم ورتي.

تعليم کان فارغ ٿيڻ بعد هن نوجوان سياسي زندگيءَ کي پنهنجو شعار بنايو: ١٩٢٣ع کان ١٩٣٦ع تائين بمبئي ڪائونسل جو ميمبر ۽ بمبئي يونيورسٽيءَ جو 'فيلو' رهيو، ۽ ١٩٢٨ع کان ١٩٣٥ع تائين "سنڌ محمدن ايسوسيئيشن" ۽ "سنڌ آزاد ڪانفرنس" جو وائيس پريزيڊنٽ ٿي رهيو.

سنڌ جي مسلمانن جي قيادت. ١٩٢٧ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ هندو-مسلم فساد ٿيو، ۽ ٿوري عرصي جي اندر ڪشيدگي ايتريقدر وڌي ويئي جو هيءَ هڪڙي ضلعي جو فرقيوارانه مسئلو، سڄي صوبي جو سياسي مسئلو بنجي پيو. انهيءَ زماني ۾ لاڙڪاڻي ۾ ڪي اهڙا مسلمان اڳواڻ به هئا، جي پنهنجي هلنديءَ پڄنديءَ سبب سنڌ جي اندر وڏي اهميت رکندا هئا. لاڙڪاڻي جي غريب ۽ مظلوم مسلمانن لاءِ اهو وقت نهايت ئي نازڪ هو. هنن ۾ هندن جي منظم طاقت کي منهن ڏيڻ جي همت ڪانه هئي. هو پنهنجي رهبري ۽ دستگيريءَ لاءِ انهن بااثر اڳوائن ڏانهن نهاري رهيا هئا، مگر اهي بااثر اڳواڻ، هندن جي ناراضگيءَ کان يا ڪنهن سياسي مصلحت کان، مسلمانن جي مدد ڪري نه سگهيا. عين انهيءَ وقت، جڏهن لاڙڪاڻي جا مسلمان بي يار و مددگار بنجي چڪا هئا، ۽ انگريز حڪومت ۽ هندو سنگهٺن جي چڪيءَ جي پڙن پئون جي وچ ۾ ڪڻڪ جي داڻي وانگر پيسجي رهيا هئا، هيءُ نوجوان اڳواڻ ميدان ۾ ٽپي پيو، ۽ مسلمانن جي پاران فرقي پرست هندن جي مقابلي ۾ آخري گهڙيءَ تائين سينو سپر ڪري بيٺو رهيو. کهڙي صاحب جي، جاني، مالي ۽ اخلاقي مدد سان، لاڙڪاڻي جي مسلمانن نه فقط پنهنجي مقصد ۾ شاندار ڪاميابي حاصل ڪئي، پر هنن جي مٿان هندن مختلف قلمن هيٺ جيڪي زبردست ڪيس ڪيا هئا، انهن کان به چيف ڪورٽ مان باعزت آزاد ٿي ويا.

سنڌ جي بمبئي کان علحدگي. سنڌ کي بمبئي کان علحده ڪرائڻ واري تحريڪ ۾ جيئونيڪ سنڌ جي ٻين اڳواڻن (مرحوم سر غلام حسين هدايت الله، شيخ عبدالمجيد ۽ سيد ميران محمد شاهه وغيره) به چڱو ڀرو ورتو. پر انهيءَ سلسلي ۾ جيڪا جدوجهد کهڙي صاحب ڪئي، سا سنڌ جي آزاديءَ جي تاريخ ۾ سونهري اکرن سان لکي ويندي. صاحب موصوف سنڌ جي جدائيءَ جو آواز نه فقط سنڌ ۾ بلند ڪيو، ۽ نه فقط بمبئي ڪائونسل ۾ ان لاءِ لڙندو رهيو، پر لنڊن وڃي، جائنٽ پارليامينٽري ڪاميٽيءَ اڳيان انهيءَ تحريڪ جي تائيد ۾ ناقابل ترديد انگ اکر پيش ڪيائين، ۽ سنڌ جي متعصب مگر ذهين هندو ليڊر پروفيسر چهلانيءَ جي اعتراض جا باطل شڪن جواب ڏنائين. ازان سواءِ، برطانوي عوام جي اخلاقي حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ لنڊن ۾ معقول ۽ مدلل تقريرون ڪيائين؛ اخبارن جي تائيد حاصل ڪرڻ لاءِ پرزور پريس بيان جاري ڪندو رهيو، ۽ پارليامينٽ جي ميمبرن کي متاثر ڪرڻ لاءِ مسلسل پمفلٽ ڇپائي تقسيم ڪندو رهيو. انهن ڪوشش برٽش گورنمينٽ توڙي آتي جي عام راءِ تي زبردست اثر وڌو، ۽ سنڌ جي جدائيءَ جي مخالفن جا حوصلا خطا ڪري ڇڏيا. حقيقت ۾ سنڌ جي بمبئيءَ کان علحدگي گهڻيءَ حد تائين کهڙي صاحب جي روشن دماغي، سياسي بصيرت ۽ حب الوطنيءَ جي جذبي جو نتيجو هئي.

سنڌ-جدائيءَ کان پوءِ. اپريل ١٩٣٦ع ۾ جڏهن سنڌ بمبئي کان جدا ٿي ۽ سنڌ جي پهرئين گورنر صوبي جي انتظامي ڪاروبار هلائڻ لاءِ صلاحڪار ڪائونسل ناهي، ته کهڙي صاحب کي به ان تي نامزد ڪيو ويو، ۽ هو تيستائين ان جو ميمبر رهيو، جيستائين ١٩٣٧ع ۾ سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ جون عام چونڊون ٿيون، ۽ هو ان تي لاڙڪاڻي شهر ۽ تعلقي واري تڪ مان چونڊجي آيو.

کهڙو صاحب، مرحوم الهه بخش جي وزارت عظمى جي زماني ۾، سنڌ اسمبليءَ جي اندر پهرياڻين جنوري ١٩٣٩ع کان مارچ ١٩٤٠ع تائين، ۽ پوءِ مارچ ١٩٤١ع کان آڪٽوبر ١٩٤٢ع تائين، مخالف پارٽي (حزب اختلاف) جو ليڊر رهيو، ۽ مسلم ليگ اسيمبلي پارٽيءَ جي اڳوانيءَ جا فرائض اهڙيءَ خوش اسلوبيءَ ۽ جرائتمنديءَ سان ادا ڪيائين، جو صوبائي خود مختياريءَ جي تاريخ ۾ هميشه يادگار رهندا. ان بعد، مارچ ١٩٤٠ع کان مارچ ١٩٤١ع تائين سنڌ جو پي. ڊبليو. ڊي. جو وزير ٿي رهيو؛ آڪٽوبر ١٩٤٢ع کان سيپٽمبر ١٩٤٤ع تائين روينيو وزير، ۽ فيبروري ١٩٤٦ع کان جولاءِ ١٩٤٧ع تائين ڊپٽي چيف منسٽر. قيام پاڪستان کان هڪدم پوءِ، آگسٽ ١٩٤٧ع کان اپريل ١٩٤٨ع تائين چيف منسٽر ٿي رهيو. وري مارچ ١٩٥١ع کان ساڳئي سال جي ڊسمبر تائين ٻيو دفعو چيف منسٽر، ۽ نومبر ١٩٥٤ع کان آڪٽوبر ١٩٥٥ع تائين ٽيون دفعو چيف منسٽر رهيو. ان کان پوءِ جڏهن "ون يونٽ" قائم ٿيو ته آڪٽوبر ١٩٥٥ع کان اپريل ١٩٥٦ع تائين ون يونٽ-گورنمينٽ ۾ روينيو وزير رهيو، ۽ تجارت، صنعت ۽ مهاجر آبادڪاريءَ جا کاتا به سندس ٿي هٿ ۾ رهيا.

مسلم ليگ ۾. سنڌ ۾ مسلم ليگ جو بنياد ۱۹۳۸ع ۾ رکيو ويو، جنهن ۾ مسٽر کهڙو جو به وڏو هٿ هو. هو الهيءَ وقت کان وٺي اڄ تائين مسلم ليگ ۾ آهي. ۱۹۳۸ع کان وٺي ۱۹۴۷ع تائين آل انڊيا مسلم ليگ جي ڪائونسل ۽ ورڪنگ ڪاميٽيءَ جو ميمبر رهيو آهي، ۽ ۱۹۴۷ع کان وٺي اڄ تائين آل پاڪستان مسلم ليگ ڪائونسل جو ميمبر آهي. ۱۹۳۸ع کان ۱۹۴۲ع تائين صوبه سنڌ مسلم ليگ جو نائب صدر، ۽ ۱۹۴۲ع کان ۱۹۴۳ع تائين ان جو صدر رهيو آهي. ان کان پوءِ ڊسمبر ۱۹۴۸ع کان وٺي هن وقت (ڊسمبر ۱۹۵۷ع) تائين، لو سال ساڍا ڇهه، بنا مقابلي سنڌ مسلم ليگ جو صدر چونڊبو رهيو آهي.

کهڙي صاحب سنڌ ۾ مسلم ليگ جي تنظيم اهڙي شاندار پيماني تي ڪئي آهي، جو ان جو مثال قيام پاڪستان کان اڳ مسلم ليگ جي انتهائي عروج واري دور ۾ نٿو ملي: قيام پاڪستان کان اڳ سنڌ ۾ مسلم ليگ جا ٻه لک ميمبر هئا، مگر قيام پاڪستان کان پوءِ- جڏهن مسلم ليگ پنهنجي مقصد ۾ ڪامياب ٿي چڪي هئي ۽ عوام کي به اڳئين لاءِ ان سان ڪا خاص دلچسپي نه رهي هئي، تڏهن (۱۹۵۰ع ۾)-کهڙي صاحب جي ڪوشش سان مسلم ليگ ۾ ساڍا ست لک ممبر داخل ٿيا. سنڌ جي اندر مسلم ليگ جو وجود ۽ سنڌ جي عوام جي ان سان دلچسپي صرف کهڙي صاحب جي مسلم ليگ سان دلچسپيءَ جي ڪري آهي: کهڙو صاحب مسلم ليگ مان هٿ ڪڍي وڃي ها، ته نه سنڌ ۾ مسلم ليگ جو وجود هجي ها، ۽ نه ڪراچيءَ ۾ سنڌ مسلم ليگ جو دفتر. سنڌ ۾ مسلم ليگ جي تنظيم کي قائم رکڻ ۽ دفتر کي باقاعدي هلائڻ لاءِ کهڙي صاحب کي مالي قرباني ڪرڻي ٿي پوي، ڇاڪاڻ ته مسلم ليگ جي ميمبر سازيءَ مان جيڪا محدود آمدني ٿئي ٿي، سا دفتر جي اخراجات ۽ تنظيم جي ٻين لوازمات لاءِ ڪافي نه آهي.

روس جو سفر. کهڙي صاحب جي سڄي زندگي، قومي ۽ ملڪي خدمت ۽ مختلف سياسي ۽ سماجي ادارن جي سرپرستي ڪندي گذري آهي. هو گورنمينٽ جي طرفان وقت بوقت مقرر ڪيل ڪيترين ئي ڪاميٽين جو ميمبر ۽ چيئرمن به رهيو آهي، ۽ مختلف قومي ۽ ملڪي خدمتن جي سلسلي ۾ سنڌ، بلڪ ملڪ کان ٻاهر به ويندو رهيو آهي. اهڙيءَ طرح، قوم ۽ ملڪ کي سندس غيرمعمولي تجربي ۽ دماغي صلاحيت مان تمام گهڻو فائدو پهچي رسيو آهي. جولاءِ آگسٽ ۱۹۵۶ع ۾، کهڙو صاحب پاڪستان جي خيرسگالي وفد جي چيئرمن جي حيثيت ۾ روس جو دورو ڪري جيڪا ناموري ۽ پاڪستان ۽ روس جي تعلقات سڌارڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي، اها پاڪستان جي ڪنهن به خيرسگالي وفد کي اڄ تائين نصيب نه ٿي سگهي آهي. کهڙي صاحب جي باوقار شخصيت ۽ سندس قابليت، روس جهڙي عظيم مملڪت جي اڳوائن ۽ حڪمرانن کي ڪيترقدر متاثر ڪيو، ان جو اندازو ان ته انهن باتصوير ڪتابن مان لڳائي سگهجي ٿو، جي روسي سفارتخاني شايع ڪيا آهن، يا انهن فلمن مان، جي پاڪستان ۾ روسي اطلاعات کاتي طرفان ڏيکاريا ويا آهن.

**انتظامي لياقت.** حڪومت ڪيئن هلائجي ۽ انتظام ڪيئن رکجي- اها صلاحيت ۽ لياقت کهڙي صاحب ۾ نهايت ئي نمايان آهي. ٢٧ آگسٽ ١٩٤٩ع تي صوبہ سنڌ مسلم ليگ ڪائونسل جي اجلاس ۾ مسٽر محمد هاشم گذدر تقرير ڪندي چيو هو تہ "انتظامي لياقت ۾ سڄي پاڪستان جي اندر کهڙي صاحب جي مقابلي جو هڪڙو ماڻهو بہ ڏسڻ ۾ نٿو اچي". مرحوم غلام محمد (گورنر جنرل) لاءِ چيو ويندو آهي تہ خانگي مجلسن ۾ هو بہ کهڙي صاحب لاءِ ائين ئي چوندو هو.

**اصول پرستي.** کهڙو صاحب هڪ بااصول ۽ مستقل مزاج انسان آهي. هو سياسي يا غير سياسي مصلحتن خاطر نہ پارٽيون بدلائيندو آهي، ۽ نہ ذاتي مفاد خاطر اصول قربان ڪندو آهي. هو گذريل اوڻيهن سالن کان مسلم ليگ ۾ آهي، مگر ڪڏهن بہ سندس ارادي ۾ لغزش پيدا نہ ٿي آهي. وڏا وڏا اصول پرست، هوا جو رخ ڏسي، مسلم ليگ کي ڇڏي ويا ۽ وڃي نيون پارٽيون ٺاهيائون، ۽ وزارتن تي قبضو ڪري پئي ۽ ٽئين درجي جي ليڊرن ۾ بہ وڏي فراخدليءَ سان عهدا ورهايائون؛ پر ڪابہ غيرمسلم ليگي پارٽي انتهائي ڪوشش جي باوجود بہ هن شهباز کي شڪار ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي نہ سگهي.

**بهادري.** کهڙو صاحب نهايت ئي دلير، جراتمند ۽ بلند حوصلي انسان آهي. هو جدا جدا وقتن تي جدا جدا قسمن جي تمام وڏين آزمائشن ۽ هنگامہ خيز طوفانن سان گذريو آهي، ۽ بهادريءَ سان انهن جو مقابلو ڪندي، ڪاميابيءَ سان وڃي پار پيو آهي. انتهائي تشويشناڪ حالتن ۽ تڪليف جي گهڙين ۾ بہ هن جي منهن تي مرڪ پئي رهي آهي. سنڌ ۽ سنڌين سان محبت جي 'گناهہ' ۾ هن اهڙيون مصيبتون بہ سٺيون آهن، جي ٻين کي سهڻيون پون ها تہ سندن جگر ڏري پون ها. سنڌ کان ڪراچيءَ کي ڇني ڌار ڪرڻ جو سوال، ۽ ان کان هڪدم پوءِ انهيءَ ئي سوال جي ڪري "پروڊا" (Proda) جو چڪر ۽ ان جا نتيجا ڪنهن کان وسريا آهن؟ مگر، هن بهادر انسان اهڙي 'قيامت صغريٰ' ۾ بہ حوصلو نہ هاريو، ۽ اڪيلي سر هر مشڪل جو خنده پيشانيءَ سان خيرمقدم ڪندو رهيو. درحقيقت 'بهادري' ۽ 'کهڙو' هڪ شي جا بہ نالا آهن: 'بهادري' کهڙي جي فطرت جو جزو، ۽ سندس خون جي قطري قطري ۽ جسم جي رڳ رڳ ۾ سمايل آهي.

**مسلم-دوستي.** کهڙو صاحب فرشتو نہ آهي، ۽ هڪ انسان جي حيثيت ۾ منجهس ڪيتريون ئي ڪمزوريون ٿي سگهن ٿيون؛ مگر هن حقيقت کان سندس بدترين دشمن بہ انڪار ڪري نٿا سگهن تہ هن کي سنڌ ۽ سنڌ جي مسلمانن سان بيپناهہ محبت پئي رهي آهي، جنهن تي سنڌ-جدائي ۽ ڪراچيءَ جي آزاديءَ جون تحريڪون شاهد عادل آهن. ازان سواءِ، قيام پاڪستان کان اول، سياسي ۽ اقتصادي معاملن خواهہ ٻين فرقيوارانہ ڳالهين ۾ سنڌ جي هندن ۽ مسلمانن جي وچ ۾ جيڪا رقابت پئي رهي آهي، سا سڀني کي معلوم آهي: کهڙي صاحب جي حڪمرانيءَ جي

زماني ۾ سندس اڳيان جڏهن به ڪو اهڙو مسئلو پيش پئي ٿيو آهي، جنهن جو تعلق هندن ۽ مسلمانن سان هڪجهڙو پئي رهيو آهي، ته هن هر صورت ۾ ۽ هر قيمت تي مسلمان جي مفاد کي هندوءَ جي مفاد جي مٿان ترجيح پئي ڏني آهي؛ جنهنڪري هندن جي دل ۾ هن ڏانهن هميشه بغض رهيو، ۽ هو انهيءَ بغض وچان کيس "اورنگزيب" سڏيندا رهيا. هندن جي طرفان 'اورنگزيب' جو لقب کهڙي صاحب جي مسلم-دوستيءَ جو هڪ مزيد ثبوت آهي. هندو ته هن کي اهو لقب ڏيئي پنهنجي دلي بغض جو اظهار ڪندا هئا، مگر حقيقت ۾ هو هڪ زنده حقيقت يعني سندس مسلم-دوستيءَ جو اعتراف ڪندا هئا.

**"خانبهادر" جو خطاب ترڪ.** قيام پاڪستان کان اڳ پاڪستان جي حصول لاءِ ۽ قيام پاڪستان کان پوءِ پاڪستان جي استحڪام لاءِ کهڙي صاحب جيڪي نمايان ڪوششون ڪيون آهن، سي ڪنهن به وڏي کان وڏي مسلم ليگي اڳواڻ جي ڪوشش کان گهٽ نه آهن؛ ڇاڪاڻ ته کهڙي صاحب جو شمار مسلم ليگ جي اعليٰ اڳواڻن ۾ ٿيندو رهيو آهي، ۽ پاڪستان جو قيام ۽ ان جو استحڪام مسلم ليگ جو نصب العين رهيو آهي، جنهنڪري ان جي حصول ۾ جيترو حصو ٻين اعليٰ مسلم ليگي اڳواڻن جو آهي، مسلم ليگ هاءِ ڪمانڊ جي هڪ اهم ۽ برک ميمبر جي حيثيت ۾، اوترو ئي حصو کهڙي صاحب جو به آهي.

کهڙي صاحب انهيءَ سلسلي ۾ هونئن ته جيڪي اهم خدمتون ڪيون آهن سي اظهر من الشمس آهن، پر قيام پاڪستان کان ۱۵-۱۶ سال اڳ، جو برٽش سرڪار کيس "خانبهادر" جو خطاب ڏنو هو، سو کهڙي صاحب، قائداعظم محمد علي جناح جي مشوري تي، مسلم ليگ جي طرفان شروع ڪيل "راست اقدام" واري تحريڪ جي زماني ۾، برٽش سرڪار کي واپس ڪري ڇڏيو؛ مگر ان هوندي به سيني ماڻهو سندس عظمت ۽ باوقار شخصيت جي ڪري کيس 'خانبهادر' سڏڻ ئي پسند ڪندا آهن.

**وسيع معلومات ۽ غيرمعمولي قابليت.** کهڙو صاحب پنهنجي تدبر، وسيع معلومات، تقرير ۽ تحرير ۾ مهارت، ۽ سياسي ۽ انتظامي ڳالهين ۾ وڏي تجربي سبب هڪ غيرمعمولي شخصيت جو مالڪ آهي. اهو ئي سبب آهي جو هو ڪن ٻين ليڊرن وانگر لکڻ پڙهڻ ۽ سوچڻ سمجهڻ ۾ پنهنجن سيڪريٽرين جو محتاج نه رهندو آهي: هو پنهنجا پريس بيان، صدارتي خطبا، پيغام ۽ ٺهراءُ پاڻ لکندو آهي، جي نه صرف سياسي نقطه نگاهه کان لاجواب هوندا آهن، پر علمي ۽ ادبي لحاظ کان به شاهڪار تسليم ڪيا ويندا آهن. هو دستور ۽ آئين جو وڏو ماهر آهي، ۽ اهڙو حاضر دماغ، جو سنجيدگيءَ ۽ ڪم سخنيءَ جي باوجود به هر نڪتي کي صحيح نموني ۾ حل ڪرڻ ۽ هر مسئلي تي فاضلاڻه انداز ۾ ڳالهائڻ لاءِ هميشه تيار رهندو آهي.

کهڙي صاحب ڪيئي صوبائي اسيمبلين، پارليامينٽ، بيشمار ڪانفرنسن، مسلم ليگ جي اجلاسن ۽ مختلف اجتماعن ۾ اهم ترين معاملن تي ڪڏهن ٻه-ٻه ٽي-ٽي ڪلاڪ به

ڳالهائڻو پيو آهي، مگر هن جي تقرير جو ربط ۽ تسلسل هميشه قائم رهندو آهي، ۽ سندس هر تقرير جامع ۽ مانع هوندي آهي. هو زير بحث مسئلي جي هر پهلوءَ تي انتهائي محققانہ انداز ۾ روشني وجهندو آهي، ۽ ڪنهن بہ موضوع تي تقرير ڪرڻ وقت پنهنجي حواسن ۽ دل و دماغ تي پورو پورو ضابطو رکندو آهي. هن جي نگاهہ جيئن تہ بلڪل دوررس آهي، تنهنڪري سندس راءِ ۾ بيحد پختگي آهي؛ ۽ انهيءَ ڪري ئي سندس تقرير جو هر جملو وزندار ۽ هر لفظ توريل تڪيل هوندو آهي، ۽ پڌلڙ سندس جادو بيانيءَ ۽ استدلال کان متاثر ٿي بي اختيار هن سان شامل راءِ ٿيندو آهي.

"ون يونٽ". ۱۹۵۴ع جي آخر ۾ جڏهن کهڙو صاحب سنڌ جو وزيراعليٰ هو، تڏهن مرڪز جي مسلم ليگي قيادت، ڪيس سنڌ جي سياسي ۽ اقتصادي حقن جي حفاظت جي خاطري ڏياري، "ون يونٽ" قائم ڪرڻ جي سلسلي ۾ سندس حمايت حاصل ڪئي. کهڙو صاحب جيئن پاڻ غلط بياني ۽ وعدي خلافي نہ ڪندو آهي، تيئن ٻين ۾ بہ اهائي اميد رکندو آهي تہ هو بہ سائس ڪوڙ ۽ فريب نہ ڪندا؛ مگر "ون يونٽ" قائم ٿيڻ بعد جڏهن مرڪزي قيادت پنهنجا وعدا وساري ويٺي، تڏهن کهڙي صاحب جي مٿان 'ون يونٽ' جي اصليت ظاهر ٿي پئي. چنانچہ صاحب موصوف ۱۵ سيپٽمبر ۱۹۵۶ع تي صوبہ سنڌ مسلم ليگ جي ورڪنگ ڪاميٽيءَ کان 'ون يونٽ' جي خلاف ٺهراءُ پاس ڪرائي، آئيني جدوجهد جو آغاز ڪيو، ۽ ان کان پوءِ بہ هو سنڌ مسلم ليگ جي ذريعي 'ون يونٽ' جي خلاف وقت بوقت آواز آڻيندو رهيو. تازو، ۱۱ آڪٽوبر ۱۹۵۷ع تي، پاڪستان مسلم ليگ ڪائونسل جي ڍاڪا واري اجلاس ۾ بہ کهڙي صاحب 'ون يونٽ' جي خلاف هڪ ٺهراءُ پيش ڪيو، جو مسلم ليگ جي مرڪزي قيادت پاس ٿيڻ نہ ڏنو.

چيو وڃي ٿو تہ مسلم ليگ جي مرڪزي قيادت، 'ون يونٽ' جي حمايت ڪري ۽ ننڍن صوبن جي عوام جي هن جائز مطالبي کي نظرانداز ڪري، جنهن غير ذميداريءَ جو ثبوت ڏنو آهي، کهڙو صاحب ان کان تمام گهڻو متاثر ٿيو آهي، ۽ شايد اهو وقت بلڪل ويجهو اچي ويو آهي، جڏهن هو مسلم ليگ سان اوٺيهن سالن جو ناتو ٽوڙڻ تي مجبور ٿئي، ۽ جنهن جذبي سان سنڌ کي بمبئيءَ کان جدا ڪرائڻ لاءِ جهاد ڪيو هئائين، وري ساڳئي جذبي سان سنڌ جي آزاديءَ لاءِ ميدان ڪارزار ۾ اچي.

زهد ۽ عبادت. هن زماني ۾ جڏهن الحاد جو زور آهي ۽ مغربي تهذيب پوري ساز و سامان سان اسان جي اخلاق ۽ ڪردار جي مٿان ڇانيل رهي آهي، کهڙو صاحب نہ صرف پنج ئي وقت پابنديءَ سان نماز پڙهندو آهي، پر روزي، تهجد ۽ قرآن شريف جي تلاوت ۾ بہ ناغو نہ وجهندو آهي. ۱۹۵۰ع ۾ حرمين شريفين جي زيارت جي سعادت بہ حاصل ڪري چڪو آهي. زڪوات بہ باقاعدي ادا ڪندو آهي، ۽ خيرات ۽ صدقات جو سلسلو بہ جاري رهندو آهي.

ڪيترائي غريب شاگرد سندس خرچ تي تعليم وٺي رهيا آهن، ۽ ڪيترن ئي ٻين ۽ مستحقن کي وٽانئس وظيفا ملي رهيا آهن. پر، کهڙو صاحب جيئن ته رياءَ ۽ نمائش پسند نه ڪندو آهي، تنهنڪري گهڻن ماڻهن کي اها خبر نه آهي. کهڙي صاحب جي جذبہ ايمانيءَ جو اندازو انهن موقعن تي آسانيءَ سان لڳائي سگهبو آهي، جڏهن حاجي حج تي ويندا آهن، ۽ سفر جي سهولتن لاءِ ڪانئس اخلاقي امداد گهرندا آهن. انهيءَ وقت هيءُ مصروف انسان، پنهنجا سمورا ڪم ڪاربون ڇڏي، حاجين سان مڪمل تعاون ڪندو آهي، ۽ انهيءَ ايڪ ڪم جي سرانجاميءَ کان پوءِ اهڙي خوشي ۽ اطمينان محسوس ڪندو آهي، جو ڄڻ پاڻ حج ڪري آيو ۽ سندس ايمان تازو ٿي ويو.

کهڙو صاحب هن تهذيبي ترقيءَ جي دور ۾ به اهڙين شين جي استعمال کان پري رهندو آهي، جي شرعي لحاظ کان مڪروه ۽ ممنوع آهن. هونئن به سندس اخلاق ۽ ڪردار ايترقدر بلند آهي، جو اڄڪلهہ جي سياست ۾ جيڪي ڳالهيون سياستدانيءَ لاءِ لازم سمجهيون وڃن ٿيون، سي کهڙي صاحب پنهنجي سياست ۾ ڪڏهن به شامل نہ ڪيون آهن. هو غلط بياني، وعدي خلافي ۽ دوغلي پاليسيءَ کان هميشه احتراز ڪرڻ جي باوجود به هڪ ڪامياب سياستدان آهي. ساڳئي وقت، اها ديانتداري ۽ سندس دينداريءَ جي به نشاني آهي.

"سنڌي ادبي بورڊ" جو صدر. کهڙو صاحب پنهنجي چيف منسٽر واري زماني کان وٺي سنڌي ادبي بورڊ جو صدر ٿي رهيو آهي. بورڊ جي اها خوش قسمتي آهي جو کهڙي صاحب جهڙو تجربيڪار منتظم ان جو چيئرمن آهي. سندس صدارت واري عرصي ۾، بورڊ سنڌي ٻوليءَ جي ڪافي علمي ۽ ادبي خدمت ڪئي آهي.

فقير "سرشار" سروري

# جناب مخدوم محمد زمان "طالب المولیٰ"

مخدوم محمد زمان، بن مخدوم غلام محمد، بن مخدوم ظهيرالدين عرف چانڊيو، بن مخدوم امين محمد عرف ڀڪن ڌڻي، سجاده نشين حضرت غوث الحق مخدوم نوح رحمة الله عليه صديقي سهروردي، درگاهه سروري، هالا، سنڌ جي برگزيده هستين ۽ مشهور ولي الله حضرت غوث الحق مخدوم نوح رحمة الله عليه جي اولاد مان آهن، جو خليفهء اول حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنه جي اولاد مان هو. انهيءَ خاندان مان مخدوم فخرالدين صغير ڀائربون بزرگ هو، جنهن چوڏهين صدي عيسويءَ جي وچ ڌاري سنڌ جي قديم شهر "هالا ڪنڊي" ۾ سڪونت اختيار ڪئي، جو هاڻي پراڻا هالا سڏجي ٿو. ساڳئي زماني ڌاري، متعلوي سادات جي جد اعليٰ سيد حيدرشاهه بن سيد ميرعلي پڻ تيموري فوجن سان گڏ هرات کان اچي هالا ڪنڊيءَ ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي، جنهن جي نسل مان شاهه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه آهي. مخدوم فخرالدين صغير، مخدوم نوح رحمة الله عليه جي ڏاڏي مخدوم اسحاق جو ڏاڏو هو. حضرت غوث الحق مخدوم نوح جو زمانو ١٥٠٦ع کان ١٥٩٠ع (٩١١هه-٩٩٨هه) آهي. سنڌ زماني ۾، ڌارين ارغونن جي تسلط هيٺ اچڻ سبب، ۽ همايون جي ڀاڄ ڪري ان جي فوجن هيٺ لتاڙجڻ سبب، سنڌ جي مسلمانن جي ڏاڍي افسوسناڪ حالت ٿي هئي، تنهن جي سلسلي ۾ پاڻ مذهبي ۽ معاشرتي اصلاح لاءِ جيڪي تجديدي ڪارناما بجا آندائون، سي سنڌ جي قديم تصنيفن - "حديقة اولياء"، "ارشاد الطالبين"، "دليل الذاڪرين"، "رسالهء فتوحات سنڌي" عرف "رسالهء فتحي" وغيره - ۾ تفصيل سان ڄاڻايل آهن. حضرت غوث الحق مخدوم نوح عليه الرحمة جو اهو جاري ڪيل فيض، سنڌ ۾ "سروري سهروردي" سلسلي جي نالي سان مشهور آهي. انهيءَ سلسلي ۾ منسلڪ ٿيل ماڻهن جو تعداد سنڌن زماني ۾ ٻه لک هو: جنهنڪري هن سلسلي کي "ٻه لکي گودڙي" پڻ سڏيو ويو آهي، ۽ سنڌ جي چئن ئي ڪنڊن ۾، بلڪ ان جي حدن کان ٻاهر - اتر ۾ بهاولپور، ملتان ۽ بلوچستان تائين، ۽ ڏکڻ ۾ ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ گجرات تائين - ڦهليل آهي. سندن سجاده نشين، ساڳئي نقش قدم تي هلي، اڄ تائين اهو رهبريءَ جو سلسلو ساڳئي نموني ۾ جاري رکندا آيا آهن.

حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليه جي سجاده نشينن جا اسماء گرامي ۽ سندن ولادت ۽ خدمات جا سال هيٺينءَ ريت آهن:

(١) مخدوم امين محمد اول، بن مخدوم نوح ١٥٤٠-١٦٠٦ع
(٢) مخدوم ابوالخير ابو محمد، بن مخدوم امين محمد اول ١٥٧٢-١٦٤٠ع
(٣) مخدوم عبدالخالق، بن مخدوم ابوالخير ١٦٢١-١٦٧٠ع
(٤) مخدوم محمد زمان اول، بن مخدوم عبدالخالق ١٦٤٥-١٧٠٥ع
(٥) مخدوم مير محمد اول، بن ميان مٺن، بن ميان مير محمد، بن مخدوم ابوالخير ١٦٨٧-١٧٣٦ع
(٦) مخدوم محمد زمان ثاني، بن مخدوم مير محمد اول ١٧٠٧-١٧٧٠ع
(٧) مخدوم مير محمد ثاني، بن مخدوم محمد زمان ثاني ١٧٣٨-١٧٨٨ع
(٨) مخدوم محمد زمان ثالث، بن مخدوم مير محمد ثاني ١٧٦٦-١٨٠٧ع
(٩) مخدوم مير محمد ثالث، بن مخدوم محمد زمان ثالث، عرف مخدوم ميرل معصوم ١٨٠٦-١٨٠٨ع
(١٠) مخدوم امين محمد ثاني، بن ميان پنهلڏو، بن ميان مٺن، بن مخدوم محمد زمان ثاني ١٧٩١-١٨٣٧ع
(١١) مخدوم محمد زمان رابع، بن مخدوم امين محمد ثاني ١٨١٨-١٨٥٢ع
(١٢) مخدوم امين محمد ثالث عرف پکن ڏڻي، بن مخدوم محمد زمان رابع ١٨٣٨-١٨٨٦ع
(١٣) مخدوم محمد زمان خامس، بن مخدوم امين محمد ثالث ١٨٦١-١٩١٣ع
(١٤) مخدوم ظهيرالدين پريل چام، بن مخدوم امين محمد ثالث ١٨٦٣-١٩٢٧ع
(١٥) مخدوم غلام محمد، بن مخدوم ظهيرالدين پريل چام ١٨٨٦-١٩٤٤ع
(١٦) مخدوم محمد زمان سادس، بن مخدوم غلام محمد { ولادت ١٩١٩ع
{ سجاده نشيني ١٩٤٤ع

حضرت طالب المولیٰ سائين ٩ محرم ١٣٣٨ هجري، مطابق ٢٦ سيپٽمبر ١٩١٩ع، تي تولد ٿيا. سندن اذان جو نالو "محمد زمان" آهي. سندن ڏاڏو مخدوم ظهيرالدين پريل چام کين "پيرل سائين" سڏيندو هو، جو ته سندن همنام مخدوم محمد زمان خامس جو نالو پيرل سائين هو. سندن دائي کين "مشتاق علي" سڏيندي هئي. پاڻ پنهنجي والد جا ٻيو نمبر فرزند آهن - پهريون فرزند به محمد زمان نالي هو، جو ڪانئن ٽي سال اڳ تولد ٿيو، پر ساڳئي ڏينهن گذاري ويو. کين هڪ ننڍو ڀاءُ امين محمد نالي ڪانئس ڇهه سال پوءِ تولد ٿيو هو، پر اهو به چئن سالن جي عمر ۾ گذاري ويو؛ جنهنڪري پاڻ پنهنجي والد جا اڪيلا فرزند بچيا. پهريائين درگاهه جي مجاور حافظ ولي محمد وٽ قرآن شريف پڙهيا، پوءِ حاجي عبدالغفور وڪيلائي ۽ آخوند عبدالرحمان "انجم" وٽ سنڌي پڙهيا. مولوي عبدالحي ائوهيءَ واري ۽ مولوي محمد عالم وٽ فارسي پڙهيا. ان بعد، ٻه سال پنهنجي والد وٽ زير تربيت رهيا. مولوي محمد عالم ۽ سنڌي خان "صيد" وٽ خوشخطيءَ ۾ خاص طرح ڪمال حاصل ڪيائون. ١٩٢٧ع ۾ جڏهن پاڻ اٺن سالن جي عمر جا هئا، تڏهين سندن ڏاڏي وفات ڪئي، ۽ سندن والد سجاده نشين ٿيا.

۱۹۳۷ع ۾، جڏهن سندن عمر ارڙهن سالن جي هئي، تڏهن اُچ شريف لڳ ننڍي ڳاڳي جي پيرن وٽان سندن پهرين شادي ٿي. اهي پير به قريشي صديقي ۽ حضرت مخدوم نوح رحمة الله عليه جي ڀاءُ جي اولاد مان آهن. ٽن سالن بعد، انهيءَ حرم هڪ فرزند ڄڻي وفات ڪئي. ان جي وفات کان ڇهه سال پوءِ، ڊسمبر ۱۹۴۲ع ۾، مولوي فضل احمد صاحب غزنويءَ جي دختر سان عقد ڪيائون.

سندن والد، حضرت مخدوم غلام محمد، ۳۰ ذوالحج سن ۱۳۶۳هه مطابق ۱۶ ڊسمبر ۱۹۴۴ع تي وفات ڪئي، ۽ ۱۹۴۵ع جي شروعات ۾ پاڻ سجاده نشين ٿيا. ان وقت سندن عمر پنجويهه سال هئي. سندن ڪاروبار سندن ننڍو چاچو مولوي غلام حيدر صاحب سنڀاليندو هو، جنهن ۲۷ رمضان ۱۳۷۲هه مطابق جون ۱۹۵۳ع ۾ وفات ڪئي. ان بعد سمورو ڪاروبار ڪين پنهنجي سر سنڀالڻو پيو.

شاعري ۽ راڳ سان شغف ۽ ادب سان ذوق ننڍپڻ کان هئن. ۱۹۳۰ع ۾ ٻارهن سالن جي عمر ۾ لاڙي جي گشت تي ويا، جت سروري درگاهه جي مشهور شيدائي ستار فقير راڄڙ سان رهاڻ ٿين، جو روز صبح جو هڪ نئون "ڏهڙ" ٺاهي کين پڙهائيندو هو. اتان کين شاعريءَ جو شوق جاڳيو. پهريائين "بيوس"، پوءِ "فراقي"، "زمان شاهه"، ۽ پوءِ "طالب" تخلص ڪندا هئا: ۱۹۴۹ع کان تخلص "طالب المولى" ڪن ٿا. ۱۹۳۶ع کان هالن ۾ "انجمن علم و ادب" جو پايو وڌائون، جنهن جي سهاري هيٺ ڪيتريون ادبي ڪانفرنسون به ٿيون. ۱۹۳۷ع ۾ سنڌي خان گويو سندن پهرين شاديءَ جي موقعي تي گهرايو ويو هو، جو پوءِ هالن ۾ ئي رهيو: ان جي ذريعي سندن راڳ جي ذوق کي تقويت ملي. هالن ۾ "الزمان" پريس پڻ قائم ڪيائون، ۽ هفتيوار سنڌي اخبارون "پاسبان" ۽ "الزمان" ڪيترو عرصو لڪرنديون رهيون. ۱۹۵۰ع ۾ هالن مان سندن سرپرستيءَ هيٺ ماهوار ادبي رسالو "فردوس" جاري ٿيو، جو هن وقت خالص سندن خرچ تي هلي رهيو آهي. ۱۹۵۲ع ۾ ماستر جمعي خان "غريب" سيتان شهر مان، ماهوار سنڌي رسالو "طالب المولى" سندن سرپرستيءَ هيٺ جاري ڪيو. ۱۹۵۶ع کان حيدرآباد مان رسالو "شاعر" سندن سرپرستيءَ هيٺ لڪري ٿو.

سنڌ جي شاعرن جي جماعت "جمعيت الشعراء" جڏهن ۱۹۴۶ع کان قائم ٿي، تڏهن کان سان سندن گهڻو تعلق رهيو، ۽ ۱۹۵۰ع جي حيدرآباد ڪانفرنس جي موقعي تي هن جماعت کين "محبوب الشعراء" جو لقب ڏنو ـــ پر پاڻ ان جو استعمال ترڪ ڪري ڇڏيائون. ۱۹۵۲ع جي جيڪب آباد ڪانفرنس جي موقعي تي کين جمعيت الشعراء جو سرپرست چونڊيو ويو، ۽ ۱۹۵۷ع ۾ کهونکي ڪانفرنس ۾ کين جمعيت جي سرپرست سان گڏ جمعيت جو صدر پڻ چونڊيو ويو. ون يونٽ ٿيڻ کان اڳ پاڻ سنڌ اسيمبليءَ جا ميمبر هئا. تعليمي ڪمن ۾ سندن دلچسپيءَ جا يادگار 'طالب المولى هاسٽل' هالا، ۽ 'طالب المولى هاءِ اسڪول' داد و آهن. ۱۹۵۴ع ۾ "اداره روح ادب سنڌ" جو بنياد رکيائون، جنهن جي سهاري هيٺ فيبروري ۱۹۵۵ع

۾ حالن ۾ هڪ مخصوص انداز جي راڳ-ڪانفرنس ٿي، ۽ ماهوار رسالو "روح ادب" جاري ٿيو. نومبر ۱۹۵۵ع ۾ حيدرآباد ۾ "بزم طالب المولي" جو بنياد پيو، جنهن جا پاڻ سرپرست ٿيا. هن بزم جو مقصد سنڌي ادب جي سنڀال ۽ واڌارو آهي، ۽ ڪم جو طريقو - ساده ۽ "فقيرانو" آهي. اڳتي هلي، هن بزم هڪ آل سنڌ تحريڪ جي شڪل اختيار ڪئي، ۽ هن وقت سڄيءَ سنڌ ۾ ان جون ٽيهارو کن شاخون قائم آهن. جنوري ۱۹۵۶ع کان انهيءَ بزم جي سهاري هيٺ، ۽ خواجه محمد عيسيٰ "مست" سروريءَ جي اهتمام سان، "لاڙ سنڌي ادبي ڪانفرنس" جو بنياد پيو، جو هاڻ هر سال ٿيندو آهي. مارچ ۱۹۵۵ع ۾ جڏهن "سنڌي ادبي بورڊ" هڪ خود مختيار اداري جي شڪل ورتي، ان وقت کان پاڻ بورڊ جا ميمبر آهن. نومبر ۱۹۵۵ع کان پاڻ "شاهه لطيف يادگار ڪميٽيءَ" جا ميمبر آهن، ۽ تنهن جوڙجڪ هيٺ جا "يادگار ڪائونسل" ٺاهي ويئي آهي، ان جا پاڻ نائب صدر آهن. ريڊيو پاڪستان جي سنڌي پروگرامن ۾ پاڻ شروعات کان وٺي مشورا ڏيندا رهيا آهن، ۽ حيدرآباد جي ريڊيو اسٽيشن جي مشاورتي ڪميٽيءَ جا ميمبر آهن. سنڌ ۾ جتي به ڪو وڏو ادبي اجتماع ٿئي ٿو، آتي ڏوراهين پنڌ تان به پنهنجي شرڪت ڪن ٿا - بلڪ ننڍيون ادبي جماعتون به سندن رونق افزائي ۽ همت افزائيءَ جون رهين منت آهن.

هن وقت تائين سندن ڇپيل تصنيفون هيٺين موجب آهن:

۱. امام غزاليءَ جا خط (ترجمو)، ۲. اسلامي تصوف (تاليف)، ۳. خودشناسي (ترجمو)، ۴. شيطان، ۵. بهار طالب (۱۹۴۶ع)، ۶. رباعيات طالب (۱۹۴۹ع)، ۷. ياد رفتگان (۱۹۵۳ع)، ۸. مثنوي عقل و عشق (فبروري ۱۹۵۵ع)، ۽ ۹. ڪچڪول (اپريل ۱۹۵۵ع). انهن کان سواءِ، سندن غير مطبوع تصانيف گهڻي انداز ۾ آهن، جن مان ڪي هي آهن: ۱. ڪافي (ڪافيءَ بابت تحقيق)، ۲. سنڌ جو شڪار، ۳. بياض طالب المولى، ۴. يارخاطر، ۵. مصريءَ جون ٽڪرون، ۶. مضامين طالب المولى، ۽ ۷. سماع العاشقين في سرور الطالبين.

هن وقت کين هيٺيون اولاد آهي: ۱. ميان امين محمد سندن وڏو فرزند (پهرين گهر مان)، ولادت اگسٽ ۱۹۳۹ع؛ ۲. ميان غلام محمد، ولادت فيبروري ۱۹۴۹ع؛ ۳. ميان الهه بچايو، ولادت سپٽمبر ۱۹۵۱ع؛ ۽ ۴. ميان عبدالحسين، ولادت ۱۹۵۳ع.

---

# جناب شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو*

شمس العلماء عمر بن محمد دائود پوٽو تاريخ ٢٥ مارچ ١٨٩٦ع تي ٺٽيءَ جي تاريخي شهر ۾ پيدا ٿيو، جيڪو هڪ دفعو شاهي خاندان جو عروج ڏسي چڪو آهي. پاڻ دائود پوٽن جي انهيءَ شاهي خاندان سان تعلق رکي ٿو، جيڪو ١٩٥٥ع تائين رياست بهاولپور تي حڪومت ڪندو رهيو آهي. سندس ڏاڏو عبدالمطلب هڪ آسودو آبادگار هو، پر ان جي انتقال کان پوءِ سندس سموري ملڪيت-جنهن ۾ وڏو حصو چوپايو مال هو-هندو قرضدار کڻي ويا، جنهن سبب سندس خاندان تي ڏولائن جا ڏينهن اچي ويا. هن پوءِ به زمينات جي ڪرت کي جاري رکيو، پر فصلن جي تباهيءَ سبب آخر کيس واڍڪي ڪم ڪرڻ تي مجبور ٿيڻو پيو.

ننڍڙي "عمر" کي-جنهن جي دماغ ۾ سندس ننڍپڻ جون سموريون يادگيريون اڃا تائين چٽيون آهن-ڇهن ورهين جي عمر ۾ هڪ ڳوٺاڻي سنڌي اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو، جتي هن اهڙيءَ ته هوشياريءَ جو ثبوت ڏنو جو سندس استادن کي يقين ٿي ويو ته هو اڳتي هلي هڪ ڪامياب اسڪول ماستر ٿيندو. ان خيال جي مدنظر، انهن جي خواهش هئي ته عمر پنهنجي ابتدائي تعليم کي ايستائين جاري رکي، جيستائين سندس ٽريننگ ختم ٿي وڃي. پر "بندي جي من ۾ هڪڙي ته خدا جي من ۾ ٻي"-پنهنجي قيمتي زندگيءَ جا پورا اٺ سال پرائمري اسڪولن ۾ گذارڻ کان پوءِ،-جنهن عرصي ۾ هن ڪلاس ۾ پهريون نمبر ڪڏهن به ڪونه وڃايو-جيئن ته وقت جي تعليمي آفيسرن منجهس غير معمولي ذهانت ۽ مستقبل جا روشن ڪرڻا ڏٺا، تنهنڪري انهن کيس ٺٽيءَ جي اينگلو ورنيڪيولر اسڪول ۾ داخلا وٺي ڏني، جتي هن انگريزيءَ جا ابتدائي چار درجا ٽن سالن اندر مڪمل ڪيا. ان عرصي ۾ به هو پنهنجي سڀني هم جماعتين ۾ اول نمبر رهندو آيو.

چار درجا انگريزي پاس ڪرڻ کان پوءِ، سن ١٩١٤ع ۾، لاڙڪاڻي جي مدرسي ۾ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ، لاڙڪاڻي ضلعي جي ڪليڪٽر طرفان کيس مفت رهائش (Free Boardership) منظور ٿي ملي. لاڙڪاڻي جي مدرسي ۾ هن کي ماسترن ۽ شاگردن جو بيحد پيار ۽ قرب حاصل ٿيو، جن کان هو تعليم ۾ هر لحاظ کان گوءِ کڻي ويو هو.

اها 'عمر' جي خوش بختي هئي جو ان وقت نوشهري فيروز مدرسي مان هڪ ماستر، حاجي محمد ميمڻ، لاڙڪاڻي جي مدرسي ۾ بدلي ٿي آيو، جنهن سندس حالت ڏسي کيس

---

* هن سوانح عمريءَ جو مدار، ڊاڪٽر صاحب کان انگريزيءَ ۾ ورتل مواد تي آهي. -مرتب

نوشهري فيروز مدرسي جي مسلم-فنڊ مان ٽن روپين جو وظيفو ورائي ڏنو، ۽ کيس نوشهري فيروز جي مدرسي ڏانهن وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ موڪليو ويو-جو تہ لاڙڪاڻي جي مدرسي ۾ فقط پنج درجا انگريزي پاڙهيا ويندا هئا. ۽ عمر انهيءَ ڪشمڪش ۾ مبتلا هو تہ وڌيڪ تعليم لاءِ ڇا ڪجي. ان ڪري، هي تعليم جو شيدائي شاگرد، پنهنجي ڳوٺ کان اٺ تي چڙهي، اٺاويهن ميلن جي ڊگهي ۽ هڏ-ڀڳو مسافري طي ڪري، وڃي نوشهري فيروز پهتو. کيس آٺين درجي ۾ داخلا ملي، ۽ ٻهرين ئي ڏينهن کيس پنهنجي ڪلاس جي هوشيار شاگردن جي بينچ تي سڀني کان اڳ ۾ ويهاريو ويو. ان وقت جو پرنسيپال مسٽر جي. اين. قاضي-جو بعد ۾ سنڌ جي تعليم کاتي جو ڊائريڪٽر ٿي ويو-هن هوشيار شاگرد جي غربت ۽ مفلسيءَ کان اهترو تہ متاثر ٿيو جو هن سندس هر قسم جون فيون فوراً معاف ڪري ڇڏيون.

اتي هن سڀني استادن ۽ هر ڪلاس شاگردن کي اهڙو تہ پنهنجو ڪري ورتو، جو جڏهن آگسٽ ١٩١٥ع ۾ کيس سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچيءَ ۾ فري بورڊرشپ ملي، ۽ هو اتان اٺ تي چڙهي ڪراچيءَ جي گاڏيءَ جهلڻ لاءِ روانو ٿيو، تڏهن سندس سڀ استاد ۽ هم مڪتب دوست آلين اکين سان کيس اکيرو ڪري آيا.

هڪ ڳوٺاڻو ڇوڪرو، سادن ۽ کهرن ڪپڙن ۽ چنل بوٽ سان ڪراچيءَ جهڙي شهر ۾ پهچي ٿو، جيڪو ان وقت سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ ۽ ثقافت جو مرڪز هو، ۽ واليس پرنسيپال آنجهاني ڊي. بي. ڪوٺوال وٽ اچي ٿو-جيڪو ان وقت ٽي. ايچ. وائينس جي جاءِ تي پرنسيپال طور ڪم ڪري رهيو هو-، ۽ ان جي سامهون سهڻي ۽ ڀڀڪيدار پوشاڪ ۾ ڇهين درجي جا شاگرد ويٺا آهن-انهيءَ وقت جي تضاد تي غور ڪريو: پر اهو ساڳيوئي ڳوٺاڻو ڇوڪرو، ٿورن ئي ڏينهن اندر پنهنجي ڪلاس جو سڀ کان هوشيار شاگرد ۽ انهن جي اکين جو تارو بڻجي وڃي ٿو، ۽ اهو اعزاز هن ڪڏهن بہ هٿان مان وڃڻ نہ ڏنو-تان جو ١٩١٧ع ۾ ميٽرڪ پاس ڪيائين، ۽ سڄي صوبي سنڌ ۾ ٻهريون نمبر آيو ۽ 'سنڌ ايگزيبيشن پرائيز' (Sind exhibition prize) پڻ مليس.

انهن ڏينهن ۾ گورنمينٽ طرفان فقط چار اسڪالرشپون منظور ٿيل هيون، جن مان هڪ مسٽر دالود پوٽي کي ڏني ويئي-پر ڪاليج جي تعليم جي ڳري خرچ جي پورائي ڪرڻ لاءِ وڌيڪ پئسا ڪٿان اچن؟ پرنسيپال وائينس، جيڪو هن کي حد کان وڌيڪ چاهيندو هو، تنهن بہ کيس بورڊنگ هائوس ۾ رهڻ جي اجازت ڏني، ۽ ڇهين درجي جي شاگردن کي منٿميٽڪس پڙهائڻ لاءِ کيس پارٽ-ٽائيم ٽيچر پڻ مقرر ڪيائين، جيئن پوڙهي 'ڪوٽوال' کي پڙهائڻ جي ڪم ۾ ڪجهہ سهوليت ملي. وري وڌيڪ خرچ جي پورائيءَ لاءِ هو کيس ٽيوشنون پڻ ڏيڻ لڳو، جيئن سندس پوڙهي پيءُ ۽ پين پاڻن جو گذر ٿي سگهي. ڪاليج واري سڄي عرصي ۾ 'عمر' پاڻ ۾ سخت محنت جي عادت وجهي ڇڏي، ۽ هو ان جو مظاهرو نهايت جوش ۽ خروش سان ڪندو رهيو. ان طرح سندس ڳاٽ هميشه اوچو رهيو، ۽ هن پنهنجو سر مالي مدد لاءِ ڪنهن جي

۾ اڳيان نه جهڪايو. هو فقط هڪ دفعو انٽرميڊيٽ آرٽس جي امتحان ۾ اول نمبر نه اچي سگهيو، ڇو ته هو سخت بيمار هو ۽ تنهنڪري مئٿميٽڪس ۾ سٺا نمبر نه کڻي سگهيو- جنهن ۾ خاص طور تي هوشيار هو. مئٿميٽڪس ۾ پٺتي پئجي وڃڻ ڪري، هن اهو مضمون تبديل ڪيو ۽ ان جي بجاءِ فارسي ادب کي ترجيح ڏني. اهڙيءَ ريت، معمولي محنت سان، هو تعليم ۾ حاصل ڪندو رهيو ۽ ان سان گڏوگڏ پنهنجي ۽ پنهنجي ڪٽنب جي گذران لاءِ پڻ ڪمائيندو رهيو- ايستائين جو هن بي. اي. جي امتحان ۾ اعزازي ڊگري حاصل ڪري ورتي. مسٽر دائود پوٽو بي. اي. ۾ سڄيءَ سنڌ ۾ اول نمبر آيو، ۽ انگريزي ادب جي طالبعلمن ۾ پڻ مٿاهون تي رهيو.

ڪاليج جا پرنسيپال، مسٽر اي. سي. ملر ۽ مسٽر ايس. سي. شهاڻي، ۽ ٻيا پروفيسر مٿس انتهائي مهربان هئا. کيس العام طور 'دڪشنا فيلوشپ' ڏني وئي، جنهنڪري هن کي هرمهيني باقاعده طور ٦٠ روپيه وظيفو ملڻ لڳو. انهيءَ وظيفي، ڪن ٽيوشنن ۽ پارٽ ٽائيم ماستريءَ جي مجموعي آمدني مان سال ١٩٢٣ع تائين تمام مزي سان ڪاليج جي هاسٽل ۾ رهندو آيو- ايستائين جو هن عربي ۽ فارسيءَ ۾ فرسٽ ڪلاس آنرس سان ايم. اي. جو امتحان نهايت ڪاميابيءَ سان پاس ڪري ورتو. ان سال سڄي بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ مسٽر دائود پوٽو ئي هو، جنهن فرسٽ ڪلاس ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. ازان سواءِ هن کي 'چانسيلر ميڊل' جهڙو شاندار اعزاز پڻ عطا ڪيو ويو، جو اڄ تائين ٻيو ڪو به سنڌي اسڪالر حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب نه ٿيو آهي.

هاڻي هو پنهنجي مستقبل مان مطمئن ٿي چڪو هو. کيس ڪيترن ئي ڪاليجن مان فارسي يا عربي ليڪچرار جي عهدي لاءِ دعوت ڏني وئي، پر سندس مهربان پرنسيپال کيس ڪيڏانهن به وڃڻ نه ڏنو، ۽ پاڻ وٽ ئي عربي ليڪچرار جي هڪ خاص جڳهه وڌائي مسٽر دائود پوٽي کي ان تي مقرر ڪيو. جڏهن ١٩٢٤ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ طرفان سنڌيءَ زبان کي بي. اي. لاءِ منظور ڪيو ويو، تڏهن مسٽر دائود پوٽي کي ترقي ڏيئي عربي ۽ سنڌي جو اسسٽنٽ پروفيسر مقرر ڪيو ويو- اها جاءِ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ پنهنجي قسم جي پهرين جاءِ هئي. هن جي زندگيءَ جي نهايت شاندار گهڙي ١٩٢٤ع ۾ آئي، جڏهن ٣٤٠ پائونڊن جي ساليالي اسٽيٽ اسڪالرشپ ڏيئي، کيس ڪيمبرج يونيورسٽي ۾ تحقيقي مطالعي جو ڪم سپرد ڪيو ويو. اها هن جي خوش قسمتي هئي، جو اتي هن دنيا جي وڏن عالمن ۽ محققن- جهڙوڪ پروفيسر اي. جي. براؤن، پروفيسر اي. اي. بيون، پروفيسر آر. اي. نڪولسن وغيره- جي قدمن ۾ تربيت ورتي.

هن اتي حڪيم ارسطو جي شعر گوئيءَ جي قاعدن تي پروفيسر 'ڪوئيلر ڪوچ' ۽ 'گوئٽي' جي "فائوسٽ" تي پروفيسر 'ڪامل برپول' جون عالمانه تقريرون پڻ ٻڌيون. ازان سواءِ، هن سنسڪرت تي پروفيسر رئپسن، ۽ انگريزي ادب ۽ تنقيد تي پروفيسر رچرڊس هيٺري ۽ اي. ايم. فاسٽر جون عالمانه تقريرون ٻڌيون، ۽ کيس اتان جي وڏن وڏن عالمن ۽ تعليمي ماهرن سان گڏجي ويهڻ جو موقعو پڻ مليو، جن مان پروفيسر ايس. ڊي. مارگوليوٿ، پروفيسر سر ٽي. ڊبليو. آرنلڊ، پروفيسر ايف. ڪرينڪو، پروفيسر وينسنڪ، پروفيسر منائوڪ هرگرانجي

۽ پروفيسر ايربندانڪ جو ڪيس خاص قرب حاصل رهيو. دائود پوٽي صاحب هڪ مقالو لکيو، جنهن جو عنوان هو "فارسي شاعريءَ جي ترقي تي عربي شاعريءَ جو اثر"، جيڪو بعد ۾ شايع ڪيو ويو. ۽ ان تي ڪيترن ئي مشرقي عالمن پنهنجي پسنديدگيءَ جو اظهار ڪيو. دائود پوٽي صاحب کي، ١٩٢٧ع ۾، انهيءَ مقالي تي لي ايچ. ڊي. جي ڊگري ڏني وئي.

هو ١٩٢٧ع جي سيپٽمبر مهيني ۾ ڪراچي واپس پهتو، ۽ ڪراچي پهچڻ کان فوراً بعد هن کي اطلاع ڏنو ويو ته کين سنڌ مدرسة الاسلام جو پرنسپال مقرر ڪيو ويو آهي- جيڪو هڪ شخص مسٽر ميٿيوز جي خراب پاليسيءَ سبب برباد ۽ زبون حالت تي وڃي رسيو هو. ان وقت سنڌ مدرسة الاسلام جي اسٽاف جي، قابليت ۽ لائقي تمام هيٺانهين درجي تي وڃي رسي هئي، ان جي اخلاقي حالت ڪري چڪي هئي ۽ مالي حالت پڻ تشويشناڪ حد تي وڃي پهتي هئي. مسٽر دائود پوٽي اهڙين سڀني تڪليفن ۽ حالتن کي، جن جو بظاهر ڪوبه حل نظر نٿي آيو، نهايت خوش اسلوبيءَ سان منهن ڏنو، ان "ام العلوم" جي ساراهه جوڳي خدمت ڪئي. هن جي ڪوشش سان سڀني لوڪل باڊيز نه صرف پنهنجون پراڻيون گرانٽون وري ڏيڻ شروع ڪيون، پر انهن کي وڌايو به ويو ۽ اهڙيءَ طرح هو پنهنجي "وقف فنڊ" ۾ ٢٥ هزار رپيا وڌائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. هو سڀني ڪلاسن جي بذات خود نگراني ڪندو هو، ۽ ميٽرڪ ڪلاس جي انگريزيءَ ۽ حسابن جا پيريڊ به پاڻ وٺندو هو. اهڙيءَ طرح، مسٽر دائود پوٽي سنڌ مدرسة الاسلام کي هڪ سال جي اندر اندر تباهيءَ جي غار مان ڪڍي ورتو، ۽ ان کي پهريون نمبر تعليمي ادارو بنائي ڇڏيو. هن جي دور ۾ پاهرين شاگردن جو تعداد وڌي وڃي ٽن سون تي پهتو، ۽ سڄو مدرسو شاگردن سان پرپور نظر اچڻ لڳو. هتي هر قسم جي تعليمي ۽ تفريحي مشاغل جو انتظام ڪيو ويو ۽ ميٽرڪ جي امتحان جا نهايت شاندار نتيجا اکرڻ لڳا. ان ڳالهه کان ڪوبه انڪار نٿو ڪري سگهي ته مسٽر دائود پوٽي جي دور ۾ سنڌ مدرسي جيتري ترقي ڪئي، اوتري ان پنهنجي تاريخ ۾ ڪڏهن به ڪانه ڪئي.

سن ١٩٢٨ع ۾ دائود پوٽي صاحب کي يونيورسٽي آف بمبي جو فيلو نامزد ڪيو ويو. سانده ٽن سالن جي مشڪل ڪم کان پوءِ، هن عربيءَ جي پروفيسري جهڙيءَ جاءِ لاءِ پنهنجي ان مصروفيت کي ڇڏي ڏنو. کيس الڊبري ۾ نئين قائم ڪيل سر اسماعيل ڪاليج ۾ بمبئي سرڪار طرفان عربيءَ جو پروفيسر مقرر ڪيو ويو، جا خدمت هو انڪل نون سالن تائين نهايت همدرديءَ ۽ خلوص سان ڪندو رهيو. ان عرصي ۾ هن عربي تعليم تي تمام گهڻو زور ڏنو، ۽ يونيورسٽي سينيٽ ۾ عربي، فارسي ۽ سنڌيءَ جي بورڊ آف اسٽڊيز جي اجلاسن ۾ پڻ سرگرميءَ سان حصو وٺندو رهيو. ١٩٤٨ع تائين سندس تعلق يونيورسٽيءَ سان رهيو، پر پوءِ پاڪستان جي قيام ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي باني پوڻ کان پوءِ هن جو اهو تعلق ختم ٿي ويو.

سن ١٩٣٩ع ۾، کيس بمبئي ۽ سنڌ جي پبلڪ سروس ڪميشن طرفان سنڌ جو ڊي. پي. آءِ چونڊيو ويو، جو عهدو هن ١٩٥٠ع جي آڪٽوبر مهيني تائين نهايت ڪاميابيءَ سان سنڀاليو.

ان کان پوءِ هن کي سنڌ گورنمينٽ طرفان سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جو ميمبر مقرر ڪيو ويو، جتي هن پنهنجا فرائض نهايت ئي ايمانداري ۽ خوش اسلوبيءَ سان سرانجام ڏنا ۽ سندس هميشه اهائي ڪوشش رهي ته اهڙن سنڌين جي مدد ڪئي وڃي، جن بابت اڳ ۾ ڪڏهن به همدرديءَ سان غور نه ڪيو ويو آهي.

پنجن سالن جي ٽرم ختم ٿي وڃڻ کان پوءِ، هو پنهنجي گهر واريءَ سميت ـ جا مسلم يونيورسٽيءَ جي گريجوئيٽ آهي، ۽ جنهن کي هن خود عربيءَ جي تعليم ۽ تربيت ڏني آهي ـ فريضهء حج ادا ڪرڻ لاءِ حجاز ويو. مديني منور جي زيارت کان پوءِ هو دمشق، بيروت، جيروسلم ۽ قاهره پڻ ويا، ۽ موٽندي رستي ۾ ڪجهه وقت لاءِ بغداد، ڪربلا، نجف ۽ بحرين پڻ لٿا ـ وچ اوڀر جي سفر بابت سندس عجيب تاثرات عنقريب شايع ٿيڻ وارا آهن.

سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن ۾ سندس پهريون پنج سالہ ٽرم چوٿين آڪٽوبر تي ختم ٿيو، ۾ بوءِ سنڌ کي بدقسمتيءَ سان اولهه پاڪستان ۾ ختم ڪرڻ کان پوءِ کيس اولهه پاڪستان پبلڪ سروس ڪميشن ۾ وڌيڪ هڪ سال لاءِ ميمبر چونڊيو ويو. اتي به هن نهايت ئي خلوص ۽ ايمانداريءَ سان پنهنجا فرائض سرانجام ڏنا. انهيءَ عرصي ۾، دائود پوٽو صاحب لاهور جي مختلف ادبي محفلن ۾ پڻ وقت بوقت حصو وٺندو رهيو: سندس عالمانہ رنگ ۾ عربي ۽ فارسيءَ ۾ برزبان ڪيل تقريرن، اتان جي عالمن کي بيحد متاثر ڪيو ۽ انهن جي دلين ۾ سندس لاءِ خاص مقام پيدا ڪيو.

مسٽر دائود پوٽي اولهه پاڪستان پبلڪ سروس ڪميشن جي ميمبريءَ تان ۳ آڪٽوبر ١٩٥٦ع تي رٽائير ڪيو: ان وقت کان پنهنجون سڀ قوتون ادبي ۽ تحقيقي ڪمن تي صرف ڪندو رهي ٿو، ۽ سوسائٽي ۾ شاذو نادر ئي نظر اچي ٿو.

جيتوڻيڪ مسٽر دائود پوٽي جي زندگيءَ جا گذريل ٻارهن سال انتظامي ڪمن سبب مصروفيتن سان ڀرپور رهيا آهن، پر تنهن هوندي به هن ادبي ڪمن کان ڪڏهن به منهن نه موڙيو آهي. ڪئمبرج ڏانهن وڃڻ کان اڳ، هن، پنهنجي استاد سرگواسي پروفيسر گربخشاڻي سان گڏجي، "شاه جي رسالي" جا پهريان ٻه جلد مرتب ڪيا، ۽ سندس واپس اچڻ کان اڳ ٽيون جلد به تقريباً لکجي چڪو هو. ڊاڪٽر گربخشاڻي مسٽر دائود پوٽي جي تعاون حاصل نه ٿيڻ سبب، شاه جي رسالي جو چوٿون جلد ترتيب نه ڏيئي سگهيو ـ باوجود ان جي، جو هو رسالي جي ٽئين جلد جي اشاعت کان پوءِ به ڏري گهٽ سترهن ورهيه جيئرو رهيو. عربيءَ کي سولي بنائڻ خاطر مبتدين لاءِ "عربيءَ جو رهبر" تيار ڪيائين، جو نهايت ئي آسان طريقي ۾ لکيل هو. اهو ڪتاب هرهنڌ پسند ڪيو ويو ـ ايتريقدر جو پراڻي قسم جي مولوين پڻ ان تي پنهنجي پسنديءَ جو اظهار ڪيو. هن عربي ۽ فارسي ريڊر پڻ تيار ڪيا، جي اڄ تائين سيڪنڊري اسڪولن ۾ پڙهايا وڃن ٿا. سن ١٩٣٤ع ۾ پي. ايڇ. ڊي. جي ڊگريءَ لاءِ پنهنجي لکيل ٿيسس "فارسي شاعريءَ تي عربي شاعريءَ جو اثر" شايع ڪرايائين، جنهن تي رائل سوسائٽي آف

ڪريٽ برٽن جي مخزن ۾ آڪسفورڊ جي ڊاڪٽر ڊيو هرسٽ تبصرو ڪيو. ٻين ساراهه جي علاوه ان ۾ اهو به لکيو ته "مون ڪي اهڙو هندستاني شاگرد ڪو ورلي نظر آيو آهي، جو مهڙي خالص، شستہ ۽ بامحاوري انگريزي لکندو هجي". ڊاڪٽر دائود پوٽي ۱۹۳۶ع ۾ Survey of Mass Education in India جي نالي سان هڪ خاص اوشنو پڻ لکيو، جنهن کي هندستان جي تقريباً سڀني تعليمي ماهرن ساراهيو. ازان سواءِ، هن فارسيءَ جي ڪيترن ئي ڪتابن کي ضروري حاشين ۽ تنقيدي نوٽن جي اضافي سان مرتب ڪيو. بمبئيءَ ۾ قيام جي آخري ڏينهن ۾ هن سنڌ جي ٻن فارسي تاريخن ـ "تاريخ معصومي" ۽ "چچ نامه" کي مرتب ڪيو.

ڊاڪٽر موصوف کي اسلامڪ ريسرچ ائسوسيئيشن ٻامبي طرفان عظيم سماجي ۽ فلسفي مورخ ابن خلدون جي تعارف جو انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ لاءِ چيو ويو. اهو ڪم مشڪل ترين ۽ نهايت محنت طلب هو، پر ڊاڪٽر دائودپوٽي جانفشاني ڪري هن وقت تائين ان ڪتاب جو ٽيون حصو مڪمل ڪري ورتو آهي، جو هاڻي "پاڪستان هسٽاريڪل سوسائٽي" جي زيراهتمام شايع ٿي رهيو آهي. دعا آهي ته فاضل ڊاڪٽر حياتيءَ جا ججها ڏينهن ماڻي، هن اهم ادبي ڪم کي پايہ تڪميل تي رسائي!

ملڪ جي ورهاڱي کان اڳ هندن، جن سنڌي ادب جي ترقي ۽ ترويج ۾ وڏو حصو ورتو هو، تن جي هندستان وڃڻ کان پوءِ جڏهن ته سنڌي ادب ۽ ٻولي وڏي ٿي روز بروز ٻٽي پوندي، تڏهن ڊاڪٽر دائودپوٽي صاحب سنڌي ادب جي واڌاري ۽ سنڌي زبان جي سڌاري لاءِ نهايت ئي عظيم الشان قدم کنيا. هن جون لکيون سنڌي نثر جو بهترين مثال آهن. اهو ڊاڪٽر دائودپوٽو ئي هو، جنهن سنڌ جي قديم تصنيفن جي اشاعت لاءِ سنڌ گورنمينٽ کان هڪ لک رپيا منظور ڪرايا، ۽ هاڻي سابق سنڌ گورنمينٽ طرفان قائم ڪيل "سنڌي ادبي بورڊ"، سنڌي ادب ۽ زبان جي ترقيءَ لاءِ انتهائي مفيد ۽ قابل قدر خدمتون سرانجام ڏئي رهيو آهي. ڊاڪٽر صاحب "سنڌ هسٽاريڪل سوسائٽي" جو پڻ وري نئين سر بنياد وڌو، جنهن جي فنڊ ۾ هن وقت اٽڪل پنج هزار رپيا موجود آهن.

ڊاڪٽر دائودپوٽي "سنڌي ادبي سوسائٽي" جو پنهنجي سر بنياد وڌو، ۽ پاڻ ئي ان جو پريزيڊنٽ آهي. قديم علمي شاهڪارن جي اشاعت لاءِ هن سوسائٽيءَ ٻارهن ويهه هزار رپيا ڪڏ ڪيا ويا، جن سان هن وقت تائين ٻه ڪتاب "گل خندان" ۽ "ڪلام گرهوڙي" ڇپجي چڪا آهن.

هن وقت، ڊاڪٽر دائودپوٽو، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي رسالي جي مستند ايڊيشن تيار ڪرڻ جي ڪم ۾ منهمڪ آهي؛ ازان سواءِ "سنڌي ادبي بورڊ" طرفان تيار ٿيندڙ هڪ محيط سنڌي لغت جي نظرثاني جو ڪم به سندس سپرد آهي. اها ضخيم لغت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي نگرانيءَ هيٺ تيار ٿي رهي آهي، ۽ اهو اهڙو ته مشڪل ۽ محنت طلب ڪم هو، جو ان جو ذمو پاڻ تي هموار ڪرڻ جي شايد سنڌ ۾ ٻئي ڪنهن شخص کي همت نه ٿئي ها.

ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب کي سنڌ جي فارسي تاريخ "تحفة الڪرام" جي ٽئين جلد جي ترتيب لاءِ پڻ چيو ويو آهي، جيڪو متي ڄاڻايل "تاريخ معصومي" جو حصو ڇنجي، ۽ سنڌ جي تاريخ کي ١١٧٥ هجريءَ سان وڃي ٿو ملائي. ابوالحسن ڏاهري جي اسلامي تصوف بابت فارسي تصنيف "ينابيع الحياة الابدية" جي ترتيب جو ڪم پڻ ڊاڪٽر صاحب جي سپرد ڪيو ويو آهي، جو نهايت ئي دماغ سوز ۽ محنت طلب آهي. اهو ڪم هن کان اڳ پروفيسر خسرو جي سپرد ڪيو ويو هو. پر هو ان ڪم کي نباهڻ جي سلسلي ۾ ناڪامياب ٿيو ۽ واپس موٽائي ڏنائين.

سن ١٩٤١ع ۾، گورنمينٽ آف انڊيا، ڊاڪٽر صاحب جي ادبي خدمتن جو اعتراف ڪندي، کيس "شمس العلماء" جو خطاب عطا ڪيو. سن ١٩٥٥ع ۾ مصري حڪومت طرفان ڊاڪٽر موصوف کي عربي زبان جي "فواد انسٽيٽيوٽ" جو ڪريسپانڊنگ ميمبر (Corresponding member) نامزد ڪيو ويو، جو هڪ سنڌي اسڪالر لاءِ بيمثل عزت جو مثال آهي.

هن وقت ڊاڪٽر صاحب جي عمر ٦٠ ورهين کان وڌيڪ ٿيندي، ليڪن تعجب آهي جو پاڻ هن وقت به جوانيءَ جهڙي جوش ۽ ولولي سان ادبي خدمت ڪندو رهي ٿو، ۽ هر وقت محنت طلب تحقيقي ڪمن ۾ رڌل رهي ٿو. دعا آهي ته الله تعاليٰ جلشانه هن بزرگ شخصيت کي خضري عمر عطا فرمائي، ته جيئن هي پنهنجي خدمتن جي قافلي کي منزل مقصود تي پهچائي سگهي!

---

# جناب الحاج سيد ميران محمد شاهه*

الحاج سيد ميران محمد شاهه، ١٩ مارچ ١٨٩٨ع ۾، ٽکو تعلقي گوني ضلعي حيدرآباد ۾ ڄائو. ابتدائي تعليم ڳوٺ جي مُلان اسڪول ۽ پرائمري اسڪول ۾ ورتائين، ۽ ان بعد ڪراچيءَ جي سنڌ مدرسي ۾ انگريزي پڙهڻ لڳو. ١٩٢١ع ۾، ڪراچي جي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج مان بي. اي. پاس ڪيائين، ۽ ١٩٢٣ع ۾ بمبئي جي گورنمينٽ لا ڪاليج مان ايل. ايل. بي. جو امتحان پاس ڪري، ١٩٢٤ع کان وڪالت شروع ڪيائين. ساڳئي سال حيدرآباد جي ميونسپالٽيءَ جو ميمبر منتخب ٿيو، ۽ ١٩٢٦ع ۾ ڪيس ڊسٽرڪٽ اسڪول بورڊ جو چيئرمن چونڊيو ويو. ١٩٢٨ع ۾ بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر چونڊيو ويو، ۽ ١٩٢٩ع ۾ حيدرآباد ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو پريزيڊنٽ منتخب ٿيو.

سنڌ کي بمبئي کان جدا ڪرڻ جي سلسلي ۾، سيد ميران محمد شاهه، "سائمن ڪميشن" (Symon Commission) ۽ لوٿين ڪميٽي (Lothian Committee) سان گڏجي ڪم ڪيو. اهي ڪوششون آخر سڄايون ٿيون، ۽ ١٩٣٦ع ۾ سنڌ کي بمبئيءَ کان ڌار ڪري خودمختيار صوبو بنايو ويو. ١٩٣٧ع ۾، پهريون ڀيرو، سنڌ ليجسليٽو اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊجي ويو. ١٩٣٨ع ۾ اسيمبليءَ جو اسپيڪر بڻيو، ۽ ڏهه سال انهيءَ عهدي تي فائز رهيو. ١٩٤٦ع وارين چونڊن ۾ پيهر سنڌ اسيمبليءَ تي چونڊجي ويو، ۽ ١٩٣٨ع کان ١٩٥٢ع تائين سنڌ سرڪار جو وزير ٿي رهيو. اتان ڪيس اسپين ۾ پاڪستان سرڪار طرفان سفير ڪري موڪليو ويو. اسپين کان واپس سنڌ اچڻ بعد، ١٩٥٤ع ۾، ڪراچي "امپروومينٽ ٽرسٽ" (Karachi Improvement Trust) جو چيئرمن مقرر ٿيو، ۽ ١٩٥٧ع ۾ انهيءَ عهدي کي ڇڏيائين.

ادبي ميدان ۾ پڻ جناب شاهه صاحب جون ڪيتريون ئي قابل قدر خدمتون انجام ڏنيون آهن. ١٩٣٨ع ۾ حيدرآباد ۾ جيڪا سنڌي ادبي سوسائٽي قائم ٿي هئي، شاهه صاحب ان جو منتظم ۽ پريزيڊنٽ هو. انهيءَ سوسائٽيءَ ڪيترائي مفيد سنڌي ڪتاب شايع ڪيا، ۽ پڻ ادبي محفلون ۽ مشاعرا منعقد ڪري، سنڌي ادب ۽ سنڌي شاعريءَ کي زور وٺايو. انهيءَ ئي سوسائٽيءَ سنڌ ۾ پهريون زنانو مسلم هاءِ اسڪول کوليو، جيڪو اڄ تائين حيدرآباد جي ممڻ محلي ۾ "مدرسة البنات" جي نالي سان قائم آهي.

---

* هن سوانح جو مدار، جناب شاهه صاحب وٽان انگريزيءَ ۾ پهتل مواد تي آهي. - مرتب

سن ١٩٤١ع ۾، سنڌ سرڪار سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ جي واڌاري ۽ سڌاري لاءِ هڪ "سنڌي مرڪزي بورڊ" قائم ڪيو، جنهن سنڌيءَ جي لغت تيار ڪرڻ جي رٿ رٿي، ۽ ٻڻ لائق اديبن کي انعام ۽ معاوضا ڏيئي، سٺن ڪتابن لکڻ لاءِ همٿايو. شاهه صاحب ١٩٥١ع تائين ڏهه سال انهيءَ بورڊ جو چيئرمن ٿي رهيو. ١٩٥١ع ۾ اڳيون بورڊ بدلائي نئون بورڊ وجود ۾ آندو ويو، جو هن وقت تائين قائم آهي. شاهه صاحب انهيءَ هاڻوڪي "سنڌي ادبي بورڊ" جو ٻڻ شروع کان وٺي ميمبر رهندو آيو آهي.

پنهنجي وزارت واري وقت ۾، سيد ميران محمد شاهه، شاهه عبداللطيف ڀٽائي عليه الرحمة جي ساليانيءَ ورسيءَ ملهائڻ جي جهڙي شاندار روايت قائم ڪئي، سو سندس زندگيءَ جو هڪ جس جوڳو ۽ قابل يادگار ڪارنامو آهي. ان وقت کان وٺي، هرسال، "شاهه لطيف يادگار ڪائونسل" جي اهتمام سان، ڀٽ شاهه تي شاهه ڀٽائي رحه جي ساليانيءَ ورسي وڏي ڌام ڌوم سان ملهائي وينديءَ آهي. شاهه صاحب انهيءَ ڪائونسل جو پريزيڊنٽ آهي. شاهه ڀٽائي رحه جي ڪلام ذريعي، تصوف جي فلسفي کي فروغ ڏيڻ ۽ مقبول بنائڻ لاءِ هيءَ ڪائونسل سنڌ اندر ڪافي ڪم ڪري چڪي آهي. 'ڪائونسل' سنڌي موسيقيءَ کي ٻڻ گهڻي قدر همٿايو آهي. هرسال ورسيءَ جي موقعي تي سڄيءَ سنڌ مان فنڪار اچي ميڙ و مچائيندا آهن، ۽ پنهنجو پنهنجو هنر ڪانفرنس ۾ پيش ڪري، داد ۽ انعام حاصل ڪندا آهن.

سياست ۽ ادب سان گڏوگڏ، شاهه صاحب تعليمي خدمتن ڏانهن ٻڻ متوجهه ۽ مائل ٿي رهيو آهي. سترهن سالن تائين بمبئي يونيورسٽيءَ ۽ ان سان متعلق ادارن- مثلاً سنڌي ٻوليءَ جي تحقيقي بورڊ، وغيره- جو ميمبر رهي چڪو آهي. جڏهن سنڌ جي پنهنجي يونيورسٽي کلي، ته شاهه صاحب کي ان جي سينيٽ، سنڊيڪيٽ، توڙي "اڪيڊمڪ ڪائونسل" (Academic Council) تي ميمبر نامزد ڪيو ويو. هن وقت پاڻ سنڌ يونيورسٽيءَ جي اڪيڊمڪ ڪائونسل جو ميمبر ۽ "فئڪلٽي آف آرٽس" (Faculty of Arts) جو "ڊين" (Dean) آهي.

سيد ميران محمد شاهه صاحب خود به هڪ سٺو اديب ۽ شاعر آهي. سندس مضمون مختلف رسالن ۽ مخزنن ۾ شايع ٿيندا رهيا آهن. سندس نثر جا ٻه ڪتاب، "گنجي نڪر جو سير" ۽ "دل جي طلب"، سنڌ يونيورسٽيءَ پاران، ڪاليج جي درسي نصاب لاءِ منظور ڪيل آهن. سندس مختلف نظم ٻڻ يونيورسٽي ۽ هاءِ اسڪول جي ڪورس جي ڪن ڪتابن ۾ شامل آهن.

حالانڪ عمر توڙي مصروفيت جي لحاظ کان شاهه صاحب کي هن وقت تائين پنهنجي علمي ادبي دلچسپين کي قائم رکڻ جو تمام گهٽ موقعو ميسر آهي، تاهم به هو پنهنجي ادب ۽ ٻوليءَ جي خدمت جي خيال کي هردم تازو ٿو محسوس ڪري، ۽ اڄ تائين اڪثر قابل ذڪر مشاعرن ۽ محفلن ۾ شاهه صاحب جي موجودگيءَ کي ڪارروائي جي صدارت لاءِ مناسب ڄاتو ويندو آهي، ۽ شاهه صاحب خود به غزل ۽ ڪافيءَ ۾ ساڳيءَ طرح طبع آزمائي ڪندو ٿو رهي.

# جناب عثمان علي انصاري *

منهنجو والد مرحوم، هدايت علي انصاري، سهارنپور ضلعي جي جنت آباد (انبهٽه) ڳوٺ ۾ ڄائو هو. ١٨٨٠ ڌاري سنڌ ۾ آيو. پوليس جي نوڪريءَ ۾ گهڙيو، ۽ ١٩٠١ ۾ جڏهن سب انسپيڪٽر هو ته وفات ڪيائين. منهنجي والده ميرپور ماٿيلي جي رند خاندان مان هئي، جنهن مان والد صاحب کي هڪ نياڻي ۽ ٻه پٽ ٿيا.

مون کي ٻڌايو ويو ته مان ١٢ آڪٽوبر ١٩٠١ع جي شڪارپور شهر ۾ پيدا ٿيو هوس. والد مرحوم کي ان وقت گذر ڪئي ٻه مهينا ڪن ٿيا هئا. مون کي انهيءَ تاريخ تي اعتبار ڪونهي، پر لاچار ميونسپل آفيس جي رڪارڊ کي قبول ڪرڻ کان سواءِ ٻيو چارو ڪونه ٿو ڏيکارجي.

منهنجي ابتدائي تعليم شڪارپور جي سنڌي اسڪول نمبر ٢ ۾ شروع ٿي، جڏهن اهو اسڪول هاٿيدر جي ٻاهران ان جاءِ تي هلندو هو، جت هن وقت مرحوم جان محمد خان پٺاڻ جي اوطاق آهي. ٽئين درجي ۾ منهنجي مرحوم چاچي شيخ صادق عليءَ – جو ان وقت سيهڻ جو ڊپٽي ڪليڪٽر هو – مون کي گهرائي سيهڻ جي سنڌي اسڪول ۾ داخل ڪرايو. سيهڻ جي اسڪول مان چوٿون درجو پاس ڪري، آءٌ موٽي شڪارپور آيس ته اچي انگريزي پڙهان؛ ليڪن قدرت کي ڪجهه ٻيو منظور هو: مون کي شڪارپور هاءِ اسڪول ۾ جاءِ ڪين ملي سگهي، ۽ مون وڃي مرحوم قاضي بهادرعلي شاهه جو عربي مدرسو وسايو. ٻن سالن جي فارسي پڙهڻ کان پوءِ وري ٻه چاچي مرحوم مون کي خيرپور گهرائي، خيرپور جي اي. وي. اسڪول ۾ داخل ڪرايو، جو اسڪول اڳتي هلي "ناز هاءِ سڪول" جي نالي سان مشهور ٿيو. انهيءَ اسڪول ۾ آءٌ فقط ٻه سال پڙهيس، ۽ ٻئي درجي پاس ڪرڻ سان وري مون کي لاڙڪاڻي جي ميونسپل اي. وي. اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو. ٽيون ۽ چوٿون درجا اتي پاس ڪري، وري پنجين درجي ۾ مون کي خيرپور موٽايو ويو؛ پر بنا ڪنهن وڌيڪ درجي پاس ڪرڻ جي، آءٌ موٽي شڪارپور هاءِ اسڪول ۾ آيس، جتان ١٩١٨ع ۾ ميٽرڪ جو امتحان پاس ڪيم، ۽ انهيءَ سان گڏ منهنجي اسڪولي زندگي ختم ٿي.

آءٌ پڙهڻ جو جڏو ۽ راندين ۾ نهايت ٻڙ هوس. پنهنجي بدن ناهڻ جو ڏاڍو شوق، بلڪ جنون هوندو هوم؛ انهيءَ ڪري ڏنڊ ڪڍڻ، بجريون کڻڻ، بلڪ ملهون وڙهڻ ۽ ٻلهاڙو کيڏڻ ۾ ڪتابن پڙهڻ کان وڌيڪ چاهه هوندو هوم. اسان جي پاڙي اوڙي جي

* هن سوانح عمريءَ جو مدار، جناب انصاري صاحب جي خود نوشت مواد تي آهي. —مرتب

فضا ان وقت اهڙي هئي، جو هر وقت پنهنجي جيئڻ مرڻ ۾ فقط بدني قوت جي ديکا ديکي ڪئي ويندي هئي. مون ۾ قدرت اهي سڀ ڳالهيون رکيون هيون، جي ڪنهن نوجوان کي پهلوان بنائي ٿيون سگهن: بدن مضبوط هو، تندرستي سٺي هئي، بڇڙن عادتن ڏي خيال به ڪين ويندو هو، ۽ نهايت سادي غذا وٺندي هيم: ياد ئي نه اچيم ته ڪڏهين به بيمار ٿيو هوس، يا پيٽ پري ڪاڙهو ڪاڙهو هوندم. ساري شڪارپور ۾ ڪو به جوان مون سان منهن ڪين ڏيئي سگهندو هو، نه وري ڪو ڊوڙڻ ۾ مون کان گوءِ کڻي ويندو هو. بندوق به چڱي هڻندو هوس، جو ته ورثي ۾ اهو شوق به مليو هوم. والد مرحوم جي نالي پڌرندو ايندو هوس ته رائفل مير عليمراد خان جهڙي هڻندو هو، ۽ چري جي بندوق ۾ سندس ثاني ڪونه هو. منهنجي به ساري عمر اها ڪوشش رهي ته بندوق بازيءَ ۾ ڪنهن کان گهٽ نه هوان: مطلب ته انهن شوقن جيڪڏهن ڪتابن ڏي رجوع نه ڪيو، ته ڪم از ڪم هڪ سگهاري بدن ۽ بيداغ اخلاق جو مالڪ ضرور بڻايو.

ميٽرڪ پاس ڪرڻ سان جهونا ڳڙهه روانو ٿيس. هفتو کن ڪاليج کلڻ کان اڳ وڃي پهتس. سنڌ کان ٻاهر جي دنيا جو اهو منهنجو پهريون سفر ڪين هو، جو ته ١٩١٢ع ۾ چاچي مرحوم سان گڏ دهلي دربار تي به ويو هوس. پر اهو اڪيلائيءَ جو زمانو هو، هيتر ڪاليج ۾ اچڻ سان ڪجهه پنهنجي نيڪي بديءَ بابت به سوچڻ لڳس. چاچو مرحوم گذر ڪري چڪو هو، تنهنڪري ٻي ڪا تنگ حال پهر ڪين هيم. سنڌ مان اسڪالرشپ ملي هيم، بس اهائي منهنجي ڪل ڪائنات هئي. وڏو ڀاءُ مرحوم غلام علي جيئڻ جو ١٩١٤ واري لڙائي ۾ ڀرتي ٿي ويو هو ته وري خبر به ڪين هئي ته جيئرو به آهي يا نه. ٢٠ جون جي ڪاليج کليو، هفتو کن ته داخلائون پئي هليون، آخر باقاعدي ڪلاس شروع ٿيا. پهرئين ڏينهن ڪاليج جا ٻه 'فيلوز' آيا: ڪلاس جي حاضري وٺي، ڪلاس کي چيائون ته "اٿي بيهن اهي، جن حساب ۾ ٢٠٠ مارڪن مان ٢٠٠ مارڪون کنيون آهن." انڪل روءِ اڌ ڪلاس اٿي بيٺو. وري چيائون، "اٿي بيهن اهي، جن ١٩٠ مارڪون کنيون آهن." سنڌين مان هڪ مرحوم دل هو، انهيءَ سوڌا ٻيا گجراتي ۽ ڪاٺياواڙي هڙ اٿي بيٺا. مون پنهنجي عمر ۾ پهرين کان پٺتي رهجي وڃڻ جو عذاب پهريون دفعو محسوس ڪيو، ۽ ڪلاس جي دري مان ٽپو ڏيئي ٻاهر نڪتس. سڌو بورڊنگ ۾ اچي، ٽپڙ ٻڌي، اسٽيشن جي راهه ورتم. دوستن مان مرحوم آخوند رسول بخش گهڻوئي سمجهايو ته نه وڃ، پر مون کيس چيو ته 'جنهن ڪلاس جي سڀني شاگردن حساب ۾ ايتريون مارڪون کنيون آهن، تنهن ڪلاس ۾ ٢٠٠ مان ٥٠ مارڪن کڻڻ وارو آخر ڪهڙا ڦاڙها ويهي ماريندو؟ تنهن کان ڪنهن اهڙي ڪاليج ۾ چو ڪين وڃان، جت انڌن ۾ ڪاڻو راجا ٿي ويهان!'

ٿي ڏينهن واپس شڪارپور اچي پهتس. عزيزن مان پئي ته ڪنهن ڪين پڇيو، البت پاڙي ماءُ چڱي آڌي ڀڳا ڪئي. مون کيس چيو ته 'جهوناڳڙهه جي آبهوا ڪين ٺهيءَ پئي، ڊاڪٽرن چيو ته هليو وڃ نه ته مرندين.' ٿي پولده! تنهن جڏهن ٻڌو ته جهوناڳڙهه هڪ اهڙي

منحوس بيماريءَ جو گهر آهي، تہ ڪئي صبر ڪيائين. جولاءِ کان آڪٽوبر تائين شڪارپور ۾ رهي، پوءِ سنڌ و عليڳڙهہ جو رستو ورتم. ۱۹۲۱ع ۾ انٽر پاس ڪري، ٽئين سال جي داخلا لاءِ عليڳڙهہ ويس تہ وري هڪ وڏي مشڪل پيدا ٿي: ۱۹۲۱ واري خلافت هلچل شروع ٿي چڪي هئي، ۽ سنڌ مان بہ مسٽر جوڻيجو بارسٽر پنهنجو ارڪر ترڪو وڪڻي، هڪ اسپيشل ٽرين تيار ڪرائي، افغانستان ڏانهن هجرت ڪري رهيو هو. عليڳڙهہ ۾ بہ مولانا محمدعلي مرحوم پنهنجي وڏي ڀاءُ ۽ مهاتما گانڌيءَ سان گڏجي آيو، ۽ اچي شاگردن کي چيائين تہ "ڪاليج ڇڏي، گهرن ڏي هليا وڃو!" يونين هال ۾ جلسو ٿي رهيو هو تہ مون آئي مهاتما گانڌيءَ کان پڇيو تہ "سائين، هيءَ ڪاليج جو اوهين ڇڏايو ٿا تہ ڪو ٻيو ڪاليج اوهان تيار ڪرايو آهي، جنهن ۾ وڃي تعليم وٺون؟" انهيءَ منهنجي سوال تي هڪدم مولانا محمدعلي اٿي بيٺو، ۽ مهاتما کان اجازت وٺي مون کي چيائين تہ "تاريخ پڙهي اٿئي؟" مون چيو، "هائو". چيائين، "روسين جڏهن ماسڪو کي جلائي ڇڏيو هو، تہ ڪو ٻيو ماسڪو بہ تيار ڪيو هئائون ڇا؟" مون چيو تہ "نہ". تڏهن چيائين تہ "جهڙيءَ طرح روسين پنهنجي دشمنن کان بچڻ لاءِ پنهنجو گهرگهاٽ ٻاري ڇڏيو هو، تهڙيءَ طرح اسين بہ پنهنجي طاقتور دشمن کان بچڻ لاءِ پنهنجا سڀ تعليمي ادارا ويران ڪرڻ کان ڪين گسنداسين؟" مون تي انهيءَ دليل ايترو تہ اثر ڪيو جو وري بہ ڦيڙ پڙي، دوستن کان موڪلائي، سڌي ٽڪٽ پشاور جي ورتم. مسٽر دين محمد عليگ ۽ پير الاهي بخش صاحب اسٽيشن تي ڇڏڻ آيا، ۽ مون روئي عليڳڙهہ کان موڪلايو. منهنجي هجرت تي وڃڻ جو داستان بہ نهايت الم انگيز آهي، پر طوالت جي ڪري ڇڏي ٿو ڏيان. قصوڪوتاهہ، ٻارهن ڏينهن جي ڏکن ڏولاڻن کان پوءِ، چاڪيءَ جي ڏاند وانگر اچي گهر لٿم. خيال ڪيم تہ ڪراچي ڪاليج ۾ داخلا وٺان، پر ڇاڪاڻ تہ ٽئين سال جا ٽرم وڃائي چڪو هوس، تنهنڪري خيرپورميرس ۾ اچي ناز هاءِ سڪول ۾ ماستري ڪيم. بعد ۾ هڪ ٽرم لاءِ ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ هوس، جتان ۱۹۲۲ع ۾ بڙودہ ڪاليج ۾ وڃي ٽئين سال جي ٻئي ٽرم ۾ داخلا ورتم. ۱۹۲۳ع ۾ بمبئي يونيورسٽيءَ مان بي. اي. پاس ڪري، ساڳئي سال وڌيڪ تعليم لاءِ انگلنڊ روانو ٿي ويس.

ڪاليج جي چئن سالن منهنجي عادتن، ذهنيت ۽ روش ۾ جو ڦيرو آندو، انهيءَ جو ذڪر ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان. عليڳڙهہ ڪاليج ۾ داخلا وٺڻ کان پوءِ مون ڏٺو تہ اسڪالرشپ جي ٽيهن روپين مان پورائو ڪين ٿي سگهندو، تنهنڪري اسڪول جي ڇوڪرن کي انگريزي ۾ خانگي طرح پاڙهڻ جو ڪم شروع ڪيم، ۽ پرنسپال صاحب جي مدد سان جلد ئي ۳۵ روپين ماهوار جي هڪ ٽيوشن ملي ويئي. ڪمائڻ جي جوابداريءَ جي بار پوڻ سان، منهنجي دلچسپ مشغولين ۾ بہ ڪمي ٿيندي ويئي: شڪار ڪرڻ صفا بند ڪري ڇڏيم؛ بدني ورزش جو سلسلو بہ سنڌ ڇڏڻ سان گهٽي، ڀاڳي بند ٿي ويو - سواءِ راندين جي، جن ۾ ٽينس کيڏڻ جو اضافو بہ عليڳڙهہ ۾ ٿيو؛ طبيعت ۾ جا جهيڙي ڪرڻ جي عادت هئي، سا بہ گهٽبو ماٺي پئجي ويئي. انهن ايترين دلچسپين کي بند ڪرڻ کان پوءِ، لازماً ڪتابن جو ڪٽڻ ضروري هو. رفتي رفتي

پڙهڻ جي عادت ايتريقدر پنجي ويئي جو مطالعو به هينئر منهنجو نهايت محبوب مشغولو ٿي ويو. درسي ڪتابن کان سواءِ اڃا سواري 'لٽن' لئبرريءَ کي منهن ڏنم.

انهيءَ وچ ۾، ١٩٢٠ع ۾، هڪ نامعلوم محسن وٽان مون کي هڪ چڱي چوکي رقم چيڪ جي رستي عليڳڙهه ۾ ملي، جا ٿن مهينن کان پوءِ خبر پيئي ته منهنجي وڏي ڀاءُ مرحوم غلام عليءَ ايران کان موڪلي هئي. انگل روءِ آٺ مهينا اها رقم ماهوار ملندي رهي. مون انهن پيسن مان وڏو حصو بچائي، پنهنجي ٽالي بئنڪ ۾ رکي ڇڏيو هو، جو مون کي ٻروڌ واري زماني ۾ ڪم آيو.

انگلنڊ جي زندگيءَ جو احوال به نهايت دلچسپ آهي، ليڪن هن مختصر خاڪي ۾ ڪين اچي سگهندو، تنهنڪري ٿوري تي اڪتفا ڪري فقط ايترو لکان ٿو ته ١٩٢٥ع ۾، ايم-اي ۽ جرنلزم ۾ ڊپلوما وٺي، واپس وريس.

١٩٢٥ع جي آگسٽ ۾، انگلنڊ کان واپس اچي، "بمبئي ڪرانيڪل" جي سيد بريلويءَ وٽ ڪم شروع ڪيم، ته هڪ هفتي اندر خانبهادر، ۽ بعد ۾ سر غلام حسين هدايت الله ٻولي ۾ گهرائي چيو ته سنڌ ۾ نوڪري ڪر. مون عرض ڪيو ته جي تعليم کاتي ۾ چار سو رپيا پگهار ڏيندا، ته ڪندس. ٻه مهينا ڪن لکپڙهه هلي، انهيءَ کان پوءِ مون کي ميرپورخاص جي مدرسي هاءِ اسڪول ۾ هيڊماستر ڪري رکيائون. ٢٧ نومبر ١٩٢٥ع وڃي چارج ورتم، جتان وري ١٩٢٧ع ۾ نوشهري فيروز بدلي ڪيائون. نوشهري فيروز ۾ ١٩٣٣ع تائين رهيس، جتان وري ميرپورخاص بدلي ٿي آيس. ١٩٤٠ع ۾ ميرپورخاص مان ڪراچيءَ ايڊوڪيشنل انسپيڪٽر ٿي آيس. ١٩٤٧ع ۾، ميرپورخاص کان حيدرآباد ويندي، موٽر جي اونڌي ٿيڻ ڪري ڏڪ لڳا. فيبروريءَ کان ڊسمبر تائين زيرعلاج رهيس. انهيءَ وچ ۾ هڪ ايڊيوڪيشنل انسپيڪٽر جي بدران سنڌ ۾ ٻه رکيا ويا، ۽ ڊسمبر ۾ جڏهن موٽي نوڪريءَ تي چڙهڻ جهڙو ٿيس ته ايس. ٽي. ڪاليج ۾ پرنسيپال ڪري رکيائون. ڇهن سالن کان پوءِ، ١٩٥١ع ۾، ڊي. پي. آءِ. جي عهدي تي آيس، جتان تازو ١٩٥٧ع جي آڪٽوبر ۾ پينشن تي آيو آهيان.

پنجيهن سالن جي نوڪريءَ ۽ ازدواجي زندگيءَ منهنجي مشغولين ۽ عادتن تي ڪو اهڙو خاص اثر ڪين ڪيو: البت راندين جو مشغولو پورڀان ڏهه سال ڪن جاري رهيو، جو بعد ۾ فقط ٽينس راند تائين محدود ٿي رهجي ويو: شڪار جو چاهه ١٩٤٧ع تائين تمام گهڻو ٿي ويو، پر ١٩٤٧ع جي موٽر واري حادثي کان پوءِ چاڪاڻ ته عضون جواب ڏيئي ڇڏيو هو، تنهنڪري لاچار ڇڏڻو پيو، ۽ انهيءَ جي جاءِ تي لکڻ پڙهڻ جي مشغولي وڌي ويئي. پينشن کان پوءِ، جو وقت آفيس جي ڪم کان بچيو اٿم، تنهن کي وري پنهنجي فارم جي حوالي ڪيو اٿم؛ جو ته ڪيئي سال ٿيا ته والٽئر جي هڪ ڪتاب ۾ پڙهيو هيم ته "ڪنهن به مشغوليءَ جو نه هجڻ، حياتيءَ جي ختم ٿيڻ جي برابر آهي... سڀ انسان نيڪ آهن، سواءِ انهن جي جن کي ڪو مشغولو ڪونهي". نوڪريءَ واري زماني ۾ جي ڪتاب اڌورا ڇڏي ڏنا هئم، تن کي مڪمل ڪرڻ جو ڪم به ڪندو ٿو رهان.

# جناب آغا تاج محمد خان*

مدت مديد کان سنڌ جي سرزمين الهه آباد ٽيل افغان خاندان جي شاخ، جنهن سکر ضلعي ۾ وڃي سڪونت ورتي، تنهن سان مکيه آغا تاج محمد خان جا اباڻا هئا. هنن جي پنهنجي زمينداري، سکر شهر کان ٽون ميلن تي، باگڙجي ڳوٺ جي پسگردائيءَ ۾ هئي، تنهنڪري هنن باگڙجي جي ڳوٺ کي هميشه لاءِ پنهنجو وطن ڪري ورتو. باگڙجي جي پٺاڻن سان آغا شهاب الدين جو خاندان هڪ مشهور خاندان آهي. هن صاحب انگل اسي ورهين جي ڄمار ۾ رحلت ڪئي، ۽ پٺيان ٻه فرزند ڇڏيا: هڪ آغا واحد بخش خان، ۽ ٻيو آغا عبدالمجيد خان. آغا واحد بخش خان جو واحد فرزند، آغا شمس الدين خان، لاولد ئي فوت ٿي ويو؛ تنهنڪري آغا شهاب الدين جي سموري خاندان جا وارث هن وقت آغا عبدالمجيد خان جا ٽي فرزند - هرهڪ آغا پير محمد خان، آغا تاج محمد خان، ۽ آغا داد محمد خان - آهن.

آغا تاج محمد خان ١٦ سيپٽمبر ١٩٠٣ع ۾ باگڙجي (تعلقو سکر) جي ڳوٺ ۾ تولد ٿيو. پنهنجي خاندان جي رواج موجب، هن کي ٻهرياڻين ڪلام پاڪ جي تعليم ڏني، ۽ ڪجهه پارسي پڙهائي، پوءِ ڳوٺ جي سنڌي سڪول ۾ داخل ڪيو ويو، جتي هن ٻهرياڻين پنج درجا سنڌيءَ جا پاس ڪيا. والد بزرگوار جي طرفان سندس نسل افغاني هو ۽ والده ماجده جي طرفان ايراني هو، تنهنڪري ابتدا کان وٺي سندس سنڌي ٻوليءَ ۾ پارسيءَ جي آميزش گهڻيري هئي. ڪيس ننڍپڻ کان ئي سنڌي زبان ۾ تقرير سان ايتري تہ دلچسپي هئي، جو سنڌي اسڪول جي هر تعليمي جلسي ۾ ڪانئس اسڪول جي شاگردن طرفان تقرير ڪرائي ويندي هئي.

ثانوي تعليم حاصل ڪرڻ جي خيال سان، آغا تاج محمد خان کي سکر شهر جي ميونسپل هاءِ اسڪول ۾ داخل ڪيو ويو. سندس وڏن جي دلين تي، غلط يا صحيح، اهو خيال ويٺل هو تہ خانداني ٻار جڏهين بورڊنگ هائوس ۾ داخل ٿين ٿا تہ عام شاگردن سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ ڪري غلط ماحول جو شڪار ٿي وڃن ٿا؛ تنهنڪري آغا تاج محمد خان کي پنهنجي وڏي ڀاءُ سان گڏ، سکر شهر جي غريب آباد واري حصي ۾، مسواڙي جاءِ وٺي رهايو ويندو هو، جتي سندن کاڌي پيتي جو بندوبست باڙي واري ڪنهن شريف گهر ۾ رکيو ويندو هو، جتان کين رڌل پڪل کاڌو منجهند ۽ رات جو ملندو هو؛ باقي صبح جي نيرن هو پنهنجي هٿن سان پاڻ ڪري کائيندا هئا. هي سلسلو ١٩٢١ع تائين هليو، جيستائين آغا تاج محمد خان جو وڏو

* هن سوانح عمريءَ جو مدار، آغا صاحب جي خودنوشت مواد تي آهي. - مرتب

پاڻ، آغا پير محمد خان، ميٽرڪ پاس ڪري ويو. هاڻي هڪ اڪيلي لينگر کي اڪيليءَ جاءِ ۾ رهائڻ، والدين لاءِ مشڪل ٿي پيو- خصوصاً جڏهن ڪيترن موقعن تي کين پنهنجي ماني ڪرڻي ٿي پيئي. آغا تاج محمد خان جي خوش قسمتيءَ سبب، ان وقت سنڌس ننڍو ڀاءُ ميرزا حسن علي باگڙجي مان ڪن مجبورين سبب لاڙي اچي روهڙيءَ ۾ ويٺو؛ تنهنڪري آغا تاج محمد، جو ان وقت پنجون درجو انگريزي پڙهندو هو، تنهن کي روهڙيءَ ۾ پنهنجي ڀاءُ جي گهر ۾ رهايو ويو؛ جتان هر روز صبح جو هو ميونسپل هاءِ اسڪول سکر ۾ پڙهڻ واسطي ايندو هو، ۽ شام جو واپس ويندو هو- ڇا لاءِ ته ان وقت روهڙيءَ ۾ ڪوبه هاءِ اسڪول ڪونه هو.

سکر هاءِ اسڪول ۾ سندس پارسي زبان جي پڙهائي لائق ۽ فائق استاد قاضي علي رضا صاحب جي حوالي هئي، جنهن جي دلچسپيءَ سبيان سکر ضلعي بلڪ جملي سنڌ جي ثانوي تعليم جي اسڪولن جي تاريخ ۾ شايد پهريون ۽ پويون دفعو پارسي بيت بازيءَ ۾ مختلف اسڪولن جي وچ ۾ مڇون يعني چئلينجون ڏينديون هيون. ان سلسلي ۾ گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور ۽ ميونسپل هاءِ اسڪول سکر جي وچ ۾ جا فارسي بيت بازيءَ ۾ چئلينج ٿي گذري، سا قابل ذڪر آهي. گورنمينٽ هاءِ اسڪول شڪارپور ۾ پارسي زبان جو استاد، سنڌ جو مشهور اديب ۽ عالم، سيد عطاحسين شاهه موسوي هو. هن صاحب سکر هاءِ اسڪول جو چئلينج قبول ڪري، سکر هاءِ اسڪول جي بيت بازيءَ جي ٽيم پاڻ وٽ گهرائي. هن ٽيم ۾ سکر هاءِ اسڪول جي طرفان ٽي شاگرد موڪليا ويا هئا، جن ۾ آغا تاج محمد خان، جو ان وقت ڇهون درجو پڙهندو هو، سو هڪ هو؛ ٻين ٻن ۾ مکيه پيرزاده عبدالستار صاحب (موجوده مغربي پاڪستان جو مالي وزير) هو، جو ان ساڳئي وقت ساڳئي اسڪول ۾ ميٽرڪ ڪلاس ۾ پڙهندو هو. مقابلي لاءِ اپتري مڪمل تياري ڪيل هئي، جو ان وقت هرهڪ کي گهٽ ۾ گهٽ ٽي هزار پارسي بيت ياد هئا. هيءَ چئلينج نهايت دلچسپ رهي؛ وقت پورو ٿي ويو، مگر منج جو فيصلو ٿي نه سگهيو. هن چئلينجءَ ۾ آغا تاج محمد خان جو مکيه حصو هو.

سال ١٩٢٥ع ۾، سکر هاءِ اسڪول مان ميٽرڪ پاس ڪرڻ بعد، هي صاحب ڊي. جي سنڌ ڪاليج ڪراچيءَ ۾ داخل ٿيو، جتان سال ١٩٢٩ع ۾ بي. اي. امتحان پاس ڪيائين. ڪاليج وارو سمورو عرصو، سنڌ مدرسي اندر ماستريءَ جي ملازمت ڪندو رهيو؛ ڇا لاءِ ته هڪ طرف کيس پڙهائيءَ جي پيشي سان ذاتي دلچسپي هئي، ۽ ٻئي طرف هيءَ هڪ پيدائش جو ذريعو پڻ هو.

سنڌ مدرسي اندر خصوصاً، ۽ ساري ڪراچيءَ اندر عموماً، آغا تاج محمد خان تقرير ۾ تمام چڱو نالو ڪڍيو. هن سلسلي ۾ هڪ واقعو نهايت دلچسپ آهي: سن ١٩٣٠ع ۾ جڏهن مرحوم مغفور (قائد اعظم) محمد علي جناح سکر جيل اندر پير صاحب پاڳاري جي طرفان پهريون کيس هلائڻ واسطي تشريف فرما ٿيو هو، تڏهين کيس عيد جي موقعي تي مسلم جيمخانه ڪراچيءَ جي طرفان خاص طرح دعوت ڏني تقرير جي چئلينجءَ جي جلسي جي صدارت واسطي گهرايو

ويو هو. هيءَ چناپيني خاص طرح مسلمانن جي وچ ۾ هئي، جنهن ۾ ڏهن ڄڻن ڀرو ورتو. انهن مان ٻهريون نمبر جي. الانا صاحب کي مليو، جو هن وقت مغربي پاڪستان جي اسيمبليءَ جو مسلم ليگ پارٽيءَ جو مکيه رڪن آهي، ۽ ٻيو نمبر آغا تاج محمد خان کي مليو. هن تقريري چناپينيءَ جي فيصلي لاءِ جيڪي ٽي جج مقرر ڪيل هئا، تن ۾ ٻهريون سنڌ جو سابق چيف جج طيبجي صاحب هو: ٻيو شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽو صاحب، سنڌ جو مايه ناز اديب.

آغا صاحب ماستريءَ جي فن ۾ اهڙي نمايان ڪاميابي حاصل ڪئي، جو کيس پندرهن - ويهن سالن جي تجربيڪار ماسترن تي ترجيح ڏيئي، سنڌ مدرسي بورڊ، سال ١٩٣١ع ۾ بي. ٽي. واسطي مسلم يونيورسٽي عليگڑهه ڏانهن اماڻيو. هن صاحب عليگڑهه ۾ اهڙو نالو ڪڍيو، جو سال ١٩٣٢ع جي بي. ٽي. امتحان ۾ ڊبل فرسٽ ڪلاس حاصل ڪيائين: يعني، فقط تحريري پيپرن ۾ فرسٽ ڪلاس فرسٽ، مگر پڙهائيءَ جي پريڪٽيڪل امتحان ۾ پڻ فرسٽ ڪلاس فرسٽ حاصل ڪيائين. نه فقط ايترو، مگر ٻنهي امتحانن جي ٽوٽل ۾ ساري يونيورسٽيءَ ۾ ٻهريون نمبر ڪيائين. هيءَ امتيازي حيثيت، يگانه طور سان ممتاز آهي. هن لاءِ مسلم يونيورسٽي عليگڑهه طرفان کيس انهيءَ سال جي ڪنووڪيشن ۾ خاص انعام عطا ٿيل آهي.

بي. ٽي. پاس ڪرڻ بعد، هن صاحب ڪراچيءَ ۾ سنڌ جي ماسترن جي جا خاص خدمت ڪئي آهي، سا قابل تعريف آهي. هن صاحب ڪراچيءَ ۾ ايس. ٽي. سي. ڪلاس شروع ڪيا، جن ۾ سنڌس دعوا هئي- "ايس. ٽي. سي: ٽن هفتن اندر!" ان جو نمايان نتيجو نڪتو جو سندس ايس. ٽي. سي. مان في صدي ٩٩ ماستر پاس ٿيندا رهيا، جن ۾ ٥٠ في صدي شاگرد فرسٽ ڪلاس کڻندا رهيا، جنهن ڳالهه کيس تعليم جي طبقي ۾ ڪافي شهرت ڏني.

سال ١٩٣٥ع ۾ آغا تاج محمد خان سکر ڊسٽرڪٽ اسڪول بورڊ ۾ فرسٽ ايڊيوڪيشنل سپروائيزر مقرر ٿي ويو، جتان سندس قدرشناسي ڪري پندرهن مهينن اندر کيس لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ايڊمنسٽريٽو آفيسر ڊسٽرڪٽ اسڪول بورڊ جي عهدي تي چونڊيو ويو. لاڙڪاڻي ضلعي ۾ هن مرڪزي اسڪولن ۾ ششماهي امتحانن جي عيوض تعليمي ڪانفرنسن جو سلسلو شروع ڪيو، جنهن پڙهائيندڙ طبقي ۾ ڪافي سجاڳي پيدا ڪئي. سن ١٩٤٠ع ۾، جڏهن صوبائي حڪومت اسڪول بورڊن جو سلسلو ختم ڪيو، تڏهن هي صاحب، ڪلاس سيڪنڊ، سنڌ ايڊيوڪيشنل سروس ۾ کنيو ويو. تعليم سان گڏ آغا صاحب جيڪو سوشل سروس جي سلسلي ۾ نمايان ڪم ڪيو، تن خدمتن جي اعتراف ۾ کيس جون ١٩٤١ع ۾ "قيصر هند" جو تمغو عطا ٿيو.

سال ١٩٤٣ع ۾، جڏهن هو نوابشاهه ڊسٽرڪٽ اسڪول بورڊ جو ائڊمنسٽريٽو آفيسر هو، تڏهن، سندس لياقتن ۽ علمي سرگرمين کان متاثر ٿي، کيس خيرپور رياست جو ڊي. پي. آءِ. مقرر ڪيو ويو، جو ممتاز عهدو هن برابر پنج سال نهايت ڪاميابيءَ سان هلايو. انهيءَ عرصي ۾ آغا صاحب سرماليدارن طرفان انتهائي مخالفت جي منهن ۾ لازمي تعليم رائج ڪئي. خيرپور رياست اندر هن صاحب جيڪو تعليمي ترقيءَ واسطي پاڻ پتوڙيو، تنهن جي اعتراف ۾ کيس

سال ۱۹۴۰ع ۾ "خانصاحب" جو لقب عطا ٿيو. سنڌ جي تعليم کاتي جي جملي آفيسرن ۾ هيءَ ننڍي ۾ ننڍي عمر جو آفيسر هو، جنهن کي اهو لقب انهيءَ عمر ۾ عطا ٿيو. خيرپور رياست ۾ هن صاحب ناقابل فراموش نالو ڇڏيو آهي.

سال ۱۹۴۷ع ۾ جڏهين سنڌ يونيورسٽي وجود ۾ آئي، تڏهين آغا صاحب کي سنڌ يونيورسٽيءَ جو پهريون رجسٽرار مقرر ڪيو ويو. هن عهدي کي آغا صاحب نهايت ڪاميابيءَ سان هلايو، ۽ ڪراچي الدر تعليمي طبقي ۾ پاڻ کي اهڙو مشهور ڪيو جو ۱۹۴۹ع جي سيپٽمبر-آڪٽوبر ۾ جيڪا دنيا جي مشهور يونيڪسو (Unesco) ڪانفرنس ٿي، تنهن ۾ پاڪستان جي ٽن ڄڻن جي وفد ۾ آغا صاحب کي ميمبر-سيڪريٽريءَ طور موڪليو ويو هو. اها ڪانفرنس پيرس ۾ منعقد ٿي هئي، جنهن ۾ آغا صاحب پاڻ تمام چڱو موڪيو.

سال ۱۹۵۲ع ۾ اقوام متحده جي اقتصادي ۽ سماجي ڪائونسل جو اجلاس جو نيويارڪ (آمريڪا) ۾ اپريل کان جولاءِ تائين منعقد هو، تنهن ۾ آغا صاحب پاڪستاني وفد جو هڪ ڪارگر ميمبر هو. ان وفد، سيد امجدعلي (جو هن وقت مرڪزي مالي وزير آهي) جي سرڪردگيءَ هيٺ، تمام چڱو ڪم ڪيو. هن اجلاس ۾ يونيسڪو (Unesco) رپورٽ تي جا آغا صاحب تقرير ڪئي هئي، سا هڪ يادگار تقرير آهي. سنڌ جي مشهور معروف ۽ بي‌نظير مقرر مسٽر الهه بخش بروهي صاحب کان پوءِ، آغا تاج محمد خان پهريون سنڌي آهي، جنهن جو نالو اقوام متحده جي پليٽ فارم تي ياد رهندو.

سال ۱۹۵۷ع ۾، تعليمي ماهرن جي مٽا سٽا جي اسڪيم جي ماتحت، آمريڪا جي حڪومت، خاص دعوت ڏيئي، آغا صاحب کي، آمريڪا جي تعليمي ماهرن سان تبادلهٔ خيالات ڪرڻ خاطر، ٽن مهنن جي سرڪاري دوري واسطي، آمريڪا گهرايو. اهو دورو هو صاحب نهايت ڪاميابيءَ سان پورو ڪري، پاڪستاني تعليمي ماهرن جو بول بالا ثابت ڪري، واپس آيو آهي. آغا صاحب جيڪي آمريڪا جي تعليمي ادارن ۽ يونيورسٽين ۾ تقريرون ڪيون، سي يادگار رهنديون. پاڪستان جي يونيورسٽين ۾ هيءَ پهريون رجسٽرار آهي، جنهن کي هن قسم جو اعزاز حاصل ٿيو آهي.

سال ۱۹۴۷ع کان اڄ ڏينهن تائين، آغا صاحب سنڌ جي سرتاج شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ورسين ملهائڻ ۾ جا جوان همتي ڏيکاري آهي، سا بيشڪ تحسين جي لائق آهي. هن صاحب، سيد ميران محمد شاهه جي قابل احترام هدايتن هيٺ، "لطيف يادگار ڪاميٽيءَ" جو بنياد وڌو آهي، جا هن وقت هڪ باقاعدي رجسٽر ٿيل جماعت آهي، ۽ جنهن کي پنهنجو منظور شده دستور آهي. هن ڪاميٽيءَ جي ماتحت، هر سال، ڀٽ شاهه تي ڀٽائي بزرگ جي شايان شان ڌام ڌوم سان سندس ورسي ملهائي وڃي ٿي، جنهن ۾ سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان اعليٰ اديب ۽ شيرين زبان شاعر، پنهنجا مقالا ۽ اشعار پيش ڪري، 'شاهه' جو پيام ۽ ڪلام عوام اڳيان پڙهندا آهن. آغا صاحب عموماً هر اهڙي موقعي تي، جتي "يوم لطيف" ملهايو

وجي ٿو، پنهنجي سر پاڻ تڪليف وٺي پهچندو آهي، ۽ پنهنجي مؤثر ۽ مقبول تقريرن ذريعي انهيءَ ڳالهه جي اشاعت ڪندو رهندو آهي ته سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن، سنڌ جي اصليت، روايت ۽ حڪايت جو اولين علمبردار شاهه صاحب هو، تنهنڪري سنڌ ۽ سنڌين تي لازمي آهي ته شاهه جي پيغام کي عام تائين پهچائين. اڄڪلهه جو هر طرف کان لطيفي لاٽ ڪئن تي پوندي رهي ٿي، تنهن تحريڪ جا سهرا سيد ميران محمد شاهه ۽ آغا تاج محمد صاحب جي سرن تي سونهن ٿا.

آغا صاحب عموماً ستن اهي ڪتاب تصنيف ڪيا آهن، جيڪي سنڌ جي سنڌي خواهه انگريزي اسڪولن ۾ درسي يا انعامي طور رائج آهن. سندس لکيل درسي ڪتابن جي فهرست مان، سنڌي گرامر ۽ ماضيءَ ۾ منظور ٿيل ميٽرڪ ڪلاس جو سنڌي نصاب قابل ذڪر آهن. سندس سنڌي گرامر ڀاڱو ٻيو نهايت مقبول نڪتو آهي، جو هندستان جي اسڪولن ۽ ڪاليجن ۾ پڙهايو وڃي ٿو. هن گرامر جو ٻيو ڀاڱو حصو، جنهن ۾ تفريق ۽ تقطيع جا اصول بيان ڪيل آهن، سو قابل تعريف آهي. درسي ڪتابن کان سواءِ آغا صاحب جيڪي ڪتاب لکيا آهن، تن ۾ "بوستان سعدي" جو سنڌي زبان ۾ منظوم ترجمو وڏيءَ محنت ۽ محبت جو نتيجو آهي. هن ڪتاب کي ڪافي شهرت حاصل آهي.

هن وقت آغا صاحب جي عمر ڇهونجاهه سال ٿيندي. هڪيءَ طرح هو پراونشل ايڊيوڪيشن سروس ۾ فرسٽ ڪلاس آفيسر آهي، مگر سال ١٩٥٣ع کان سندس خدمتون سنڌ يونيورسٽيءَ جي سپرد ڪيل آهن، جتي هن وقت هو سنڌ جي ممتاز هستي علامه آءِ. آءِ. قاضي جي اعليٰ رهبريءَ هيٺ پنهنجا فرائض سرانجام ڏيئي رهيو آهي.

آغا صاحب کي ٽي فرزند آهن. سندس وڏو فرزند، آغا شهاب الدين "بشير"، ماشا الله پنهنجي والد جي نقش قدم تي هلي، تقرير جي فن ۾ ميدان عمل ۾ پهچي چڪو آهي. ڊسمبر ١٩٥٧ع ۾ گورنمينٽ ڪاليج حيدرآباد ۾ جيڪو ڪل پاڪستان سنڌي تقريرن جو مقابلو ٿيو، تنهن ۾ ڪيس انفرادي طرح پهريون انعام عطا ٿيو، ۽ سنڌ يونيورسٽيءَ جي تاريخ ۾ پهريون دفعو امتيازي شيلڊ (Sheild) جا سنڌ يونيورسٽيءَ کٽي، سا آغا شهاب الدين جي طفيل هئي. سندس ٻيو فرزند، آغا عبدالمجيد "نظير" مشنريءَ جي ڪم ڏانهن مائل آهي، تنهنڪري هو انجنيري لائين لاءِ تيار ٿي رهيو آهي. ٽيون فرزند، آغا شمس الدين "شبير"، پاڪستان فوج لاءِ وقف ڪيل آهي، جنهن کي ابتدا کان آغا صاحب انهيءَ قسم جي تربيت ڏني آهي.

آغا صاحب منصبي طرح ته رجسٽرار آهي، مگر سندس دلي ميلان ۽ رجحان ماستريءَ جي فن سان آهي. باوجود موجوده منصبي مجبورين ۽ مشغولين جي، آغا صاحب ماسترن جي سڪيا ۾ هروقت دلچسپي وٺندو رهندو آهي، جنهن مان ثابت آهي ته فطرتي طور سان (Essentially) هو معلم آهي، "تا دم مرگ معلم ٿي رهان" سندس دلي تمنا آهي.

# فقير الله بخش "سرشار" عقيلي *

حاجي الله بخش ولد حاجي حافظ محمد صديق عقيلي ٺٽويءَ جي ڪٽنب جي نسبت حضرت علي كرم الله وجهه جي وڏي ڀاءُ حضرت عقيل بن ابي طالب رضي الله عنه ڏانهن آهي. انهيءَ لحاظ سان هي حضرت نبي پاڪ صلي الله عليه وسلم جي خاندان "بني هاشم" جي هڪ شاخ آهي. حضرت عقيل جي چوڏهن فرزندن مان نائون نمبر فرزند، حضرت مسلم بن عقيل، سيد الشهداء حضرت امام حسين عليه السلام جي پاران ڪوفين وٽ اڳوات نائب ڪري موڪليو ويو هو، جو ذوالحج سن ٦٠ هجريءَ ۾ ڪوفي ۾ شهيد ڪيو ويو. ان کان سواءِ، حضرت امام عليه السلام سان گڏ ڪربلا جي ميدان ۾ ڏهين محرم سن ٦١ هجريءَ تي جن اٺهتر ڄڻن شهادت پاتي، تن ۾ ارڙهن ڄڻا سندن اهلبيت هئا، جن مان پنج ڄڻا سندن چاچي حضرت عقيل جي اولاد مان هئا: انهن مان ٽي حضرت عقيل جا فرزند هئا- عبدالرحمان، جعفر ۽ عبدالله- ۽ ٻه حضرت عقيل جا پوٽا هئا- عبد بن مسلم، ۽ محمد بن ابي سعيد.

صحابه ۽ تابعين جي زماني ۾ جن بزرگن جو احوال "عقيلي" جي نسبت سان ملي ٿو، تن جو ذڪر "سرشار" صاحب پنهنجي ڪتاب "انوار سُهيل، تذڪرهٔ آل عقيل" ۾ ڏنو آهي. چوٿين صدي هجريءَ ۾ امام ابو جعفر عقيلي ٿي گذريو آهي، جنهن جو علم حديث جي فن جرح و تعديل تي ڪتاب "رجالِ عقيلي" جي نالي سان مشهور آهي. ساڳئي زماني ۾، مصر جي فاطمي خليفي "المعز" جي پاران، ابن موهوب عقيلي دمشق جو گورنر هو. خليفي المعز جي پوٽي خليفي الحاڪم جي پاران، حسن بن حيدره عقيلي شام جي دروزي قبيلي ڏانهن فاطمي - داعيءَ طور موڪليو ويو هو. انهيءَ حسن عقيليءَ جو پوٽيو ابوالحسن بن علي بن حيدره عقيلي، خليفي الحاڪم جي فرزند خليفي الظاهر جو درباري شاعر هو. انهيءَ فاطمي خليفي الحاڪم جي والد، خليفي العزيز، پنهنجي پاران، چوٿين صدي هجريءَ ۾، جلم بن شيبان کي مصر مان فوجي مدد ڏيئي، جهازن ۾ چاڙهي، ديبل بندر جي رستي سنڌ ڏانهن موڪليو هو، ۽ جلم بن شيبان ملتان فتح ڪري اتي پنهنجي حڪومت قائم ڪئي. ان کان پوءِ به وري، جلم بن شيبان جي هڪ جانشين ابوالفتح دائود بن نصر بن حميد جي زماني ۾، چوٿين صدي هجريءَ جي پوئين سال، يعني ٣٩٩ هجري ۾، هڪ ٻيو مصر کان فوجي امداد ۽ داعي ڪٽي ديبل بندر پهتو. انهن داعين جي ذريعي جيڪي سنڌ جون مڪاني قومون مسلمان ٿيون، تن ۾ "سومرا" سمجها

* هن سوانح عمريءَ جو مدار، "سرشار" صاحب کان پهتل مواد تي آهي. - مرتب

وچن ٿا، ۽ ۴۲۳ھ هجريءَ ۾ خود دروز جي اسماعيلين انهن جي سردار "ابن سومار" کي ملتان جي اسماعيلي حڪومت جي مدد لاءِ لکيو هو. بهرحال، ديبل بندر (ٺٽي جي بندرگاهه) ۾ عقيلي ڪٽنب جي اچ وڃ انهيءَ زماني ۾ ئي معلوم ٿئي ٿي.

ٺٽي جي عقيلي ڪٽنب جو جد اعليٰ قاضي قاضن بن محمد قاسم هو، جو مغليه دور جي زماني ۾ ٺٽي ۾ سڪونت رکندڙ هو، ۽ جنهن ڏانهن منسوب ٿيل هڪ ٽنب جو ڪجهه ڀڳل حصو اڄ تائين ٺٽي جي مولوي محلي ۾، عقيلي ڪٽنب جي گهرن جي پر ۾، يادگار طور قائم رکيو ويو آهي. هن جي نسل ۾ قاضي، مفتي ۽ مولوي تمام گهڻا ٿيا، جنهنڪري اهو محلو ئي "مولوي محلو" سڏجڻ ۾ آيو، ۽ اڄ تائين انهيءَ نالي سان سڏجي ٿو. "سرشار" جو ڏاڏو قاضي گل محمد بن محمد رفيع عقيلي، انگريزن جي اوائلي دور ۾ ڪجهه حصو حيدرآباد جي شهر ۾ قضا جي عهدي تي هو.

مولائي شيدائي صاحب پنهنجي ڪتاب "تاريخ بلوچستان" ۾ لکيو آهي:

"لس ٻيلي ۾ گهڻيون قومون آباد آهن، جن مان مکيه قوم سمه آهي. هن قوم جون ٻه وڏيون شاخون آهن: هڪڙا رونجها، جي اڳ حاڪم هئا؛ ۽ ٻيا جاموٽ، جي هن وقت حاڪم آهن. مٿين ٻن قومن کان سواءِ، ٻيون ٻه وڏيون قومون انگاريا ۽ شيخ آهن. انگاريا اصلي بلوچ رهاڪن سان رليل مليل آهن؛ باقي شيخ اصلي عرب نسل مان آهن. سندن چوڻ آهي ته آهي حضرت عقيل رضي الله عنه جي اولاد مان آهن، ۽ عراق کان آيا آهن. آهي پنهنجي بزرگيءَ ۽ ڪرامات جي ڪري مشهور آهن".

سرشار جو والد حافظ محمد صديق عقيلي، سنڌ جي اوائلي انگريزي پڙهيل مسلمانن مان هو، ۽ قائد اعظم محمد علي جناح جو اوائلي ڪلاس فيلو هو. پوءِ اُن وقت جي ڪراچي ضلعي جي روينيو کاتي ۾ ڪلارڪ ٿيو، ۽ ڪراچي جي مختيارڪار مسٽر فرامروز پنڪيءَ وٽ رهيو، جنهن وٽ شمس العلماء مرزا قليچ بيگ مرحوم پڻ اوائل ۾ رهيو. ملازمت سبب حافظ محمد صديق مرحوم جو رهڻ ڪراچيءَ ۾ ٿيندو هو، جتي ۲۱ جنوري ۱۹۰۷ع عيسوي تي "سرشار" تولد ٿيو. حافظ محمد صديق مرحوم قرآن شريف جو حافظ، ۽ نماز روزي جو سخت پابند هو. "سرشار" سندس ٻهريون پٽ هو، جو پنهنجي والد جي تربيت هيٺ پليو. سنڌي پارائي درجي کان وٺي ميٽرڪ تائين "سرشار" سنڌ مدرسي ڪراچيءَ ۾ پڙهيو، ۽ ۱۹۲۳ع عيسويءَ ۾، سورهن سالن جي عمر ۾، ميٽرڪ پاس ڪيائين. سندس والد جو لاڙو ديني تعليم ڏانهن هو، جنهنڪري "سرشار" کي انهيءَ عرصي ۾ ئي خانگي طور سيد محمد ظهيرالدين قادري مرحوم وٽ عربي پڙهڻ لاءِ وهاريائين، جنهن جو مڪتب محلي جي کتري مسجد جهوني مارڪيٽ ڪراچيءَ ۾ هو. سيد صاحب حضرت غوث اعظم رحمة الله عليه جي جيلاني ڪٽنب مان هو، ۽ بغداد کان ڪراچيءَ آيو هو.

"سرشار" کي ادبي ذوق اسڪول جي ئي زماني کان هو. ١٩٢٠ع ۾، جڏهن سنڌ مدرسي ۾ چوٿون درجو انگريزي پڙهندو هو، سنڌي آڪائين جو هڪ ڪتاب "رموزالنساء" نالي لکي پاڻ پنهنجي خرچ سان ڇپائي شايع ڪيو هئائين. سيڪڙات نموني جي شاعري به انهيءَ زماني ۾ ئي شروع ڪئي هئائين. ان وقت تخلص "فراقي" ڪندو هو، جو انهيءَ ڪتاب تي اهو ئي تخلص ڇپيل آهي. ١٩٢٣ع ۾ "سرشار" جو پيو سنڌي ڪتاب "دعوتِ اسلام" نالي شايع ٿيو، جو اردو ڪتاب "قاطعي دعوتِ اسلام" جي هڪ حصي جو ترجمو هو. ١٩٢٤ع ۾، حج جي احوال ۽ مناسڪ بابت "سرشار" جو ننڍڙو سنڌي ڪتاب "مناسڪ الحج" نالي شايع ٿيو. ساڳئي زماني ۾ اسلام جي بهرئين سپه-سالار حضرت خالد بن وليد جي سوانحعمري سنڌيءَ ۾ لکيائين، جا ١٩٢٩ع ۾ شايع ٿي.

١٩٢٣ع ۾ "سرشار" ميٽرڪ پاس ڪري، ڪراچي جي ڊي. جي. سنڌ ڪاليج ۾ اعليٰ تعليم لاءِ داخل ٿيو، جتان ١٩٢٧ع ۾ بي. اي. جو امتحان فارسيءَ جي اعزاز سان (بي. اي. پرشين آنرس) پاس ڪيائين. ڪاليج جي انهيءَ زماني ۾، "سرشار" سنڌي صحافت ۽ شاعريءَ ۾ زياده حصو ورتو. ان زماني جي اڪيلي سنڌي قومي اخبار "الوحيد" ۾ لاڳيتو چار سال سب ايڊيٽر ٿي رهيو. سندس اوائلي سنڌي غزل، نظم ۽ ادبي مقالا، انهيءَ زماني ۾ روزانه "الوحيد" ڪراچي، ماهوار رسالي "توحيد" ڪراچي، رسالي "الحافظ" حيدرآباد، رسالي "الجامعه" ڪراچي، 'سنڌ ڪاليج مسيلني' ۽ 'سنڌ مدرسه ڪرانيڪل' ۾ شايع ٿيندا رهيا. اردو شاعري ۽ مقاله نويسي ساڳئي زماني ۾ شروع ڪيائين. اردو غزل 'سنڌ مدرسه ڪرانيڪل' ۾، ۽ اردو مضامين لاهور جي ماهوار رسالي "تصوف" ۾، سال ١٩٢٠ع کان ١٩٢٣ع تائين شايع ٿيا. اردو ذاتي ذوق سان سکي ويئي، ڪنهن وٽ پڙهي نه ويئي؛ ساڳيءَ طرح شاعري به ذاتي ذوق جو نتيجو آهي. دفتر "الوحيد" ۾ ڪم ڪرڻ واري عرصي ۾، مرحوم محمدهاشم "مخلص" سان هڪ پر صحبت رهي، ۽ ان جي ئي ايماء تي ان وقت تخلص "فراقي" مان بدلائي "سرشار" ڪيو ويو. ڪاليج واري عرصي ۾ ئي محلي ۾ هڪ پرائمري اسڪول، نائٽ اسڪول سميت جاري ٿيو، جنهن جو ڪاروبار لاڳيتو ڇهن سالن تائين "سرشار" سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ هلائيندو رهيو.

١٩٢٧ع ۾ بي. اي. پاس ڪرڻ بعد، ١٩٢٨ع ۾ "سرشار" روينيو کاتي ۾ ملازمت ۾ گهڙيو. پنج سال تعلقي هيڊمنشي رهيو. ١٩٣٣ع کان مختيارڪار ٿيو، ۽ ١٩٤٦ع کان ڊپٽي ڪليڪٽر ٿيو.

١٩٤٢ع کان ١٩٤٥ع تائين ڪراچيءَ ۾ ڊسٽرڪٽ لوڪلبورڊ جو چيف آفيسر ٿي رهيو، ۽ ان زماني ۾ "راجڪمل ميوزڪ ڪلب" (ڪراچي) جو وائيس پريزيڊنٽ ٿي رهيو. "سنڌي راڳ جي مختصر تاريخ" انهيءَ زماني جي تصنيف آهي. ساڳئي زماني ۾ "سنڌ ائسٽرانامي‌ڪل سوسائٽي، ڪراچيءَ" جو ميمبر ٿي رهيو، ۽ "علم هيئت" بابت سنڌي تصنيف اُن زماني جي يادگار آهي.

۱۹۴۷ع ۾ ملڪ جي تقسيم ٿي، ۽ ڪراچيءَ ۾ ريڊيو اسٽيشن کلي. ان وقت "سرشار" ڪراچيءَ جي راشن کاتي ۾ ملازم هو. شروعات کان وٺي "سرشار" ريڊيو تي سنڌ بابت ادبي ۽ تاريخي تقريرون اثر ڪندو رهيو، ۽ مقالات 'سرشار' انهيءَ سلسلي جي تقريرن جو مجموعو آهي. ڪجهه عرصي بعد، مرڪزي سرڪار پاران سنڌي ماهوار رسالو "نئين زندگي" شايع ٿيڻ لڳو، ۽ ان ۾ به "سرشار" جا مضامين شايع ٿيندا رهيا.

۱۹۵۰ع کان ۱۹۵۴ع تائين "سرشار" ڪراچي شهر جو سٽي ڊپٽي ڪليڪٽر هو، ۽ ان وقت هڪ هنڌ رهڻ سبب وري به ادبي سرگرمين جو موقعو مليو. آڪٽوبر ۱۹۵۰ع ۾ چند احباب گڏ ڪري هڪ ادبي جماعت جو پايو وڌو ويو، جنهن جو نالو "محفل احباب ڪراچي" رکيو ويو، ۽ الف-ب وار رديف سان سنڌي مشاعرا شروع ڪيا ويا، جن سان گڏ سنڌي راڳ جون مجلسون به ٿينديون رهيون. حضرت مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولى"، سجاده نشين درگاهه هالا، هن محفل جو سرپرست ٿي رهڻ قبول فرمايو، ۽ ڪيترن جلسن ۾ پاڻ بذات خود ڪراچيءَ اچي صدارت ڪرڻ فرمايائون. ۱۹۵۰ع کان ۱۹۵۵ع تائين، لاڳيتو پنج سال، "سرشار" 'محفلِ احباب' جو پريزيڊنٽ ٿي رهيو. انهيءَ محفل جو "جميعت الشعراء سنڌ" سان پڻ الحاق ڪيو ويو، ۽ نومبر ۱۹۵۱ع ۾ 'جميعت الشعراء' جي 'پارهين سنڌي ادبي ڪانفرنس، دادو' ۾ 'محفلِ احباب' جي وفد پڻ شرڪت ڪئي. انهيءَ اجلاس ۾ "سرشار" کي 'جميعت الشعراء' جو وائيس پريزيڊنٽ چونڊيو ويو. انهيءَ وچ ۾ ڀٽ شريف جي سالياني ميلي تي به ادبي ڪانفرنس جو سلسلو شروع ٿي ويو هو. ان ۾، ۽ "انجمن علم و ادب"، "بزم سخن، جهوڪ شريف"، "بزم بسمل، ٽنڊو محمد خان" وغيره جي ساليانه ادبي ڪانفرنسن ۾ "محفل احباب" جو وفد "سرشار" جي سرڪردگيءَ هيٺ شرڪت ڪندو رهيو.

سنڌي ادب جي اشاعت کي زور وٺائڻ لاءِ حضرت مخدوم صاحب، هالن ۾، مي ۱۹۵۴ع ۾، "ادارهٔ روح ادب سنڌ" جو بنياد رکيو، جنهن جو جنرل سيڪريٽري "سرشار" کي چونڊيو ويو. انهيءَ اداري جي پاران هڪ آل سنڌ موسيقي ڪانفرنس، فيبروري ۱۹۵۵ع، هالن ۾ ٿي.

فيبروري ۱۹۵۲ع ۾ "سرشار" جو هڪ ننڍڙو ٽريڪٽ هن مسئلي بابت شايع ٿيو ته "اهو عام نظريو غلط آهي ته ڪو سنڌي جي موجوده صورتخطي انگريز حڪومت جي رهين منت آهي: بلڪ ٽي سؤ سال اڳ اسان جي ٻي بزرگن آهي اصول وضع ڪيا هئا، جن موجب، نقطن جي تعداد وڌائڻ ۽ انهن جي ترتيب ۾ بدل سدل ڪرڻ سان، سنڌيءَ جي خالص حرفن جي صورتخطي ترتيب ڏني وئي'. اپريل ۱۹۵۴ع ۾، چوڏهين آل سنڌ ادبي ڪانفرنس ڪراچيءَ جي موقعي تي، "سرشار" جي قومي نظمن جو هڪ مجموعو، "سنڌ سڄاڻ سوسائٽي" پاران، مسٽر لعل محمد "لعل" (ايڊيٽر "آفتاب" ڪراچي) شايع ڪيو، جنهن جو نالو هو "سنڌ جو ترانو".

نومبر ۱۹۵۵ع ۾ ڪراچيءَ ۾ 'سرشار' "سنڌي لئبرري" جو پايو وڌو ويو، ۽ ان جا قانون "سرشار" ڇپائي شايع ڪيا، جن ۾ انهن اصولن جي وضاحت ڪيل آهي، جي هڪ خالص سنڌي لئبرريءَ لاءِ موجوده دور ۾ لازمي سمجهڻ گهرجن.

ساڳئي مهيني (نومبر ١٩٥٥ع) ۾، حيدرآباد ۾ "بزم طالب المولى" جو بنياد حضرت مخدوم طالب المولى صاحب جي اجازت سان ۽ سندن رهبري هيٺ وڌو ويو. اڳتي هلي، انهيءَ بزم هڪ آل سنڌ تحريڪ جي صورت اختيار ڪئي، ۽ هن وقت سڄيءَ سنڌ ۾ ان جون ٻيهارو کن شاخون قائم آهن. هن بزم جو مقصد "سنڌي ادب جي سنڀال ۽ واڌارو" آهي، ۽ ڪم جو طريقو پنهنجي نوعيت جو "فقيرانو" آهي. انهيءَ سلسلي ۾، خواجه محمد عيسى "مست" سرورىءَ جي اهتمام هيٺ، ميرپور بٺوري ۾، جنوري ١٩٥٦ع ۾، 'لاڙ سنڌي ادبي ڪانفرنس' جو بنياد پيو، جو هاڻي هرسال ٿيندڙ آهي. سرشار "مرڪزي بزم طالب المولى، حيدرآباد" جو پريزيڊنٽ آهي، جنهن سان سڀني شاخن جو الحاق آهي.

فيبروري ١٩٥٦ع ۾، سروري درگاهه والا جي قديم دستور موجب، منڌار فقير جي مقبري تي (ڳوٺ ڪاٺي راڄڙ تعلقي ڪوري ۾)، حضرت غوث الحق مخدوم نوح رحمةالله عليه جي موجوده سجاده نشين حضرت مخدوم محمد زمان صاحب "طالب المولى"، سروري جماعت جي سڀني مکيه ماڻهن ۽ خليفن جي هڪ مخصوص ميڙ ۾، "سرشار" فقير کي خلافت جي لونگي عطا ڪري "خليفه" جو درجو تفويض ڪرڻ فرمايو. ذالک فضل الله يؤتيه مَنْ يَشَآءُ.

"سرشار" فقير پنهنجي ذاتي ذوق ۽ ميلان سان هن "سروري سهروردي" سلسلي ۾ بيعت ٿيل هو، ۽ سروري جماعت جي "ذاڪرن" ۾ داخل آهي. "ذڪرِ سروري"، "تذڪرهٔ سروري"، "آبِ سرد، تذڪرهٔ سلسلهٔ سهروردي"—اهي "سرشار" فقير جون هن سلسلي بابت تصنيفات آهن، جي اڃا تائين قلمي آهن.

"سنڌي ادبي بورڊ" پهريائين سنڌ سرڪار جي هڪ محڪمي جي شاخ هو. ١٣ مارچ ١٩٥٥ع تي سنڌ سرڪار هڪ ٺهراءَ جي ذريعي ان کي Autonomous boody يعني هڪ خود مختيار اداري جي شڪل ڏني، ۽ ان وقت کان "سرشار" به هن بورڊ جو ميمبر مقرر ٿيو، ۽ ان جي انتظاميه ڪميٽي تي به چونڊيو ويو. ٢٠ نومبر ١٩٥٥ع تي "سرشار" "شاهه لطيف يادگار ڪميٽي" تي ميمبر چونڊيو ويو، ۽ پهرين سيپٽمبر ١٩٥٧ع کان جڏهن اهو ادارو باقاعدي جوڙجڪ هيٺ "يادگار ڪائونسل" جي نالي سان ٺهيو، تڏهن "سرشار" انهيءَ ڪائونسل جو ميمبر، ۽ ان جي انتظامي ڪميٽيءَ تي ميمبر، ۽ رسالي "يادگار لطيف" جي ايڊيٽوريل بورڊ تي ميمبر چونڊيو ويو.

فيبروري ١٩٥٦ع ۾ ڊاڪٽر سورلي "سنڌ گزيٽيئر" جي نئين سر ترتيب ڏيڻ لاءِ انگلنڊ کان هت پهتو، ۽ "سرشار"، جو ان وقت حيدرآباد ۾ "ڊائريڪٽر آف سيٽلمينٽ، سروي ۽ لئنڊ رڪارڊ" جي عهدي تي هو، تنهن کي سرڪاري طرح حڪم مليو ته لاڙ جي گشت ۾ ڊاڪٽر سورلي سان شامل رهي، ۽ لاڙ جي قديم تاريخي هنڌن جي کوجنا ۾ سندس مدد ڪري. ڊاڪٽر سورلي جي معيت ۾ اهو علمي، ادبي ۽ تاريخي گشت مارچ ١٩٥٦ع جي پهرئين هفتي تائين هليو، جيستائين ڊاڪٽر سورلي ضروري تاريخي ۽ ادبي مواد گڏ ڪري انگلنڊ واپس ويو.

"سرشار" هن وقت حيدرآباد ضلعي جو ڊپٽي ڪمشنر ۽ ڊسٽرڪٽ مئجسٽريٽ آهي ۽ پنهنجا فرائض نهايت ئي قابليت ۽ برجستگيءَ سان سرانجام ڏئي رهيو آهي.

محمد عثمان ڏيپلائي

# جناب سيد غلام مرتضيٰ شاهه (جي. ايم. سيد)

"سائين سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار" جو سچو شيدائي:
"نئين سنڌ" بڻائڻ جو سودائي:
"وطن جن وڃائيو، حيف تنين کي هوءِ"، جو صحيح شارح:
پنهنجي پياريءَ ٻوليءَ سان ٿڪر هڻندڙ ٻوليءَ کي ڀاڄ سمجهندڙ:
بيمارين جو آماجگاهه هوندي به حب وطن جي ميدان ۾ اڻٿڪ جهاد ڪندڙ:
"عظيم سنڌ" جو عظيم معمار:

جناب غلام مرتضيٰ شاهه سيد، جنهن کي پڙهيل سندس انگريزي طرز جي نالي "جي. ايم. سيد" ۽ اڻپڙهيل محبتي نالي "جيئم (سدائين جيئرو رهي) سيد" سان سڏيندا آهن، سو تاريخ ١٧ جنوري، ١٩٠٣ع مطابق ٢٨ شوال، سن ١٣٢١هه برابر ٢٨ پوهه، سنبت ١٩٦٠، وقت ساڍي ٻارهين بجي آچر جي رات پنهنجي ابائي ڳوٺ "سن" تعلقي ڪوٽڙيءَ ۾ تولد ٿيو. ٻن سالن اندر، ٣ رمضان، ١٣٢٣هه، اسر مهل، جامع مسجد جي پڙ ۾، نماز ڏانهن ويندي، خانداني دشمنيءَ سبب، سندس والد ماجد سيد محمد شاهه کي شهيد ڪيو ويو؛ ۽ سال کان پوءِ سندس وڏي ڀاءُ احمد شاهه به وفات ڪئي؛ ان طرح گويا ٽن سالن جي عمر ۾، سڄي گهر جو بار هن اڪيلي معصوم تي پيو- ۽ اهو گويا هڪ قدرتي اشارو هو، ته، جيئن پنهنجي وطن سڌارڻ جا بار اڪثر يتيمن تي پوندا آهن، تيئن اڳتي هلي "سنڌ سڌار" به هيءَ "درِ يتيم" ئي ٿيندو.

ابتدائي تعليم، سنڌي ڇهه درجا، ماستر ڏرمداس، ماستر ريواچند ۽ ماستر وسٽمل وٽ پڙهيائين؛ عربي ۽ فارسي تعليم مولوي محمد هاشم سنائي، مولوي محمد صالح سيال ۽ مولوي الله بخش دادوءَ واري وٽ حاصل ڪيائين؛ انگريزي تعليم مولوي ڊاڪٽر حامدعلي هالائيءَ واري وٽ پڙهيائين.

اڃا ڇوڏهن ورهين جي عمر مس ٿي، ته قوم ۽ وطن جي عشق جي شروعات ٿي: ١٩ فيبروري، ١٩١٩ع تي، حڪيم معين الدين ڪنياريءَ واري جي دوستيءَ ۾، پاڻ لاڙڪاڻي خلافت ڪانفرنس ۾ شامل ٿيو؛ ۽ صرف هڪ ئي مهيني ۾ انهيءَ ڪانفرنس جا تاثرات الهي حد

تي ٻڌا، جو هن نونهال پنهنجي ڳوٺ سن ۾، مرحوم حڪيم فتح محمد سيوهاڻيءَ جي صدارت هيٺ، هڪ وڏي خلافت ڪانفرنس ڪوٺائي، جنهن ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌي، ڊاڪٽر شيخ نورمحمد، شيخ عبدالعزيز، مولوي محمدسليمان ٽرڙي محبت وارو، ۽ ٻيا سنڌ جا جليل القدر اڳواڻ شامل ٿيا، ۽ اهڙيءَ طرح هي جوشيلو نوجوان ڪافي عرصي تائين ديوانن وانگي خلافت جو پروانو بڻيو رهيو.

شاهه صاحب متياري (متعلوي) سيدن جي ليان پوٽي خاندان مان آهي، ۽ ١٩٢١ع ۾ هن متياري سيدن جي ڪانفرنس سڏائي، "انجمن سادات متياريءَ" جو بنياد وڌو، جنهن جو مقصد هو متياري سيدن جي معاشرتي، اقتصادي ۽ تعليمي حالتن کي بهتر بڻائڻ.

ڪي اهڙيءَ ذهنيت وارا صاحب، سيد صاحب جي باري ۾ چوندا آهن ته هن کي اڳواڻيءَ جي جاءِ لاءِ اول سيد، بلڪ متياري سيد، ياد پوندا آهن؛ ۽ انهيءَ جي ثبوت ۾ رکي رکي وري به اهائي انجمن پيش ڪندا آهن. اگرچ انهيءَ راءِ کي هڪ ٻنهه پاراڻي بهتان کان وڌيڪ ڪابه حيثيت ڪانهي – ۽ شاهه صاحب جي دل گهرين دوستن ۽ ساٿين ۾ غير سيد بيحد گهڻا آهن – پر منهنجي نظر ۾ اها ڪا بري چيز به ڪانه آهي: بلڪ هر شخص لاءِ ضروري پڻ آهي ته اول خود پاڻ سان محبت رکي، پوءِ گهر سان، پوءِ ڪٽنب سان، پوءِ قوم ۽ وطن سان، پوءِ ساري جهان سان. دنيا جي دانائن جا مقولا مطالع ڪرڻ بعد، منهنجي نظر ۾ اهو سلسلو صحيح ناهي ته اول جهان، پوءِ وطن، پوءِ قوم، پوءِ ڪٽنب، پوءِ گهر ۽ پوءِ پاڻ!

"منڪرِ حق ازد ملا ڪافر است،
منڪرِ خود لزد من ڪافر تر است!" – (اقبال)

سادن لفظن ۾ هيئن ڪٿي چئجي ته اهو شخص، جو پنهنجي جسم، پنهنجي گهر، ۽ پنهنجي ڪٽنب جي صفائيءَ جي اون رکڻ کان اڳ، ساري جهان جي صفائيءَ جي اون رکي ٿو، ان کي صحيح انسان ته چا، پر هڪ رواجي سمجهه رکڻ وارو انسان به ڪين سڏي سگهبو؟ شاهه صاحب به ساڳيءَ طرح "انجمن سادات متياريءَ" تائين ان وقت به پنهنجيون سرگرميون محدود ڪين رکيون، بلڪ ١٩٢٤ ۾ جيڪا صوبائي تعليمي ڪانفرنس، حيدرآباد ۾، سر ابراهيم رحمت الله جي زير صدارت ٿي، ان ۾ ڪافي حصو ورتائين، ۽ عملي طرح ١٩٢٦-٢٥ ۾ سن ۾ انگريزي اسڪول ۽ نائيٽ اسڪول کولائي، بورڊنگ هائوس جو بنياد وڌائين، ۽ ساڳيءَ ريت پنهنجي جد بزرگوار، سيد حيدر عليه الرحمة (متوفي) جي ساليالي عرس کي به تعلقي ۽ متعلقين عوام جي سماجي، اقتصادي ۽ تعليمي ترقيءَ لاءِ هڪ تنظيمي ڪانفرنس ۾ تبديل ڪري ڇڏيائين.

هاڻي عوام هن مخلص ۽ خدمتگذار نوعمر سيد جي سياسي قدرداني به شروع ڪئي: اول ١٩٢٥ع ۾ تعلقي لوڪلبورڊ مانجهند جو ميمبر، پوءِ پريزيڊنٽ، ۽ اڳتي هلي، ١٩٢٩ع ۾ ضلعي لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جو وائيس پريزيڊنٽ ۽ پوءِ راءِ بهادر شيوارام جي جاءِ تي ان جو پريزيڊنٽ چونڊيو.

انهيءَ ساري عرصي ۾ ان وقت جو ڪراچيءَ جو ڪليڪٽر ۽ پوءِ سنڌ جو ڪمشنر، مسٽر گبسن، سائس مخالفت ۾ رهيو: ان وقت جي ڪليڪٽرن ۽ ڪمشنرن جي طاقت کي ڏو ڏسجي، ته محسوس ٿو ٿئي ته هنن سان مقابلو ڪرڻ معنيٰ جبل سان ٽڪر هڻڻ هو، پر جن کي "ذوق عمل" حاصل هوندو آهي، سي هميشه جبلن سان ٽڪر کائيندا ئي آهن، ۽ پوءِ ... پوءِ نتيجو هميشه اهوئي رهندو آهي ته "و تري الجبال تحسبها جامدة وهي تمر مرالسحاب" (قرآن شريف) - يعني "تون جبلن کي ڪهڙو نه مضبوط ڪتل پيو ڀائين، پر هو ڪڪرن والگر آڏامندا ويندا!" ... اڄ گبسن جهڙن جو نالو به سنڌ ۾ ڪو نه ٿو ٻڌجي، پر جي. ايم. سيد جهڙا مجاهد قائم دائم آهن. ڇو ته هو انسان ذات کي فائدو پهچائڻ جي جدوجهد ڪن ٿا، ۽ اها به قرآن پاڪ جي پيشنگوئي آهي ته "ما ينفع الناس فيمكث في الارض" - جيڪو انسانن کي فائدو پهچائي ٿو سو زمين ۾ قائم رهي ٿو". هڪ ڀيري، هڪ انگريز صاحب بهادر کي چيو هو ته "صاحب! اسين آهيون ڏڀ ۽ اوهين آهيو ڪڪر، اوهان جهڙا ڪئين ڪڪر چڙهي هليا ويا ۽ اوهين به هليا ويندا، پر اسين جتي آهيون اتي قائم رهنداسون، ڇاڪاڻ ته اسان جون پاڙون پاتال ۾ آهن!"

ڪراچي لوڪلبورڊ جي ميمبريءَ توڙي پريزيڊنٽيءَ وارو سمورو عرصو، سيد صاحب حتي المقدور غريب شاگردن ۾ انگريزي تعليم ڦهلائڻ، رستا ٺهرائڻ، اسپتالون وجهائڻ ۽ ٻيا اهڙا عام ڀلي جا ڪم ڪيا. سن ۾ اسٽيشن تائين پڪو رستو، اسپتال، زنانا ۽ مردانا انگريزي سڪول، ۽ ڪراچي ڪان ڪوٽڙيءَ تائين ۽ ڪراچيءَ کان منگهي پير تائين پڪا رستا، ۽ ضلعي لوڪلبورڊ ڪراچيءَ جي عمارت (جا بندر روڊ تي هينئر ريڊيو پاڪستان جي حوالي آهي - اهي ۽ اهڙا ٻيا ڪيئي تعميري ڪم، سيد صاحب جي انهي عرصي خدمات جا يادگار آهن. پاڻ انهن ڏينهن ۾ سڄي ضلعي ۾ ڳوٺن جاين تي عام جلسا ڪري ماڻهن ۾ تعليم لاءِ دلچسپي پيدا ڪرڻ ۽ منجهن هندستان جي آزاديءَ لاءِ شعور پيدا ڪرڻ لاءِ گشت ڪيائين: ان گشت ۾ سائس مرحوم جيٺمل پرسرام، مولوي عبدالڪريم چشتي ۽ مسٽر حاتم علوي سائس شريڪ رهيا.

سيد صاحب پاڻ زميندار هو، ۽ عام زميندارن والگر ٺيٺ ته ائين گهرجي ها، ته هو هارين کي پست رکڻ ۽ دٻائڻ جي ڪوشش ۾ محو هجي ها، پر سنڌ ۾ هاري ڪميٽيءَ جي بنياد وجهندڙن مان پاڻ ئي هڪ هو، ۽ اڄا تائين سندس تعلقات هاري ڪميٽيءَ سان قائم آهن، بلڪ جئن پوءِ تئن وڌندا رهن ٿا. هاري ڪميٽيءَ جو اهو بنياد ۱۹۳۰ ۾ ميرپورخاص ۾ مسٽر جمشيد مهتا، مسٽر گوڪلي، مسٽر جيٺمل، شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ ۽ مسٽر عبدالقادر بلوچ جي معيت ۾ وڌو ويو.

۱۹۳۰ع ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جو نئون دور شروع ٿيو: ان سال ڪانگريس ملڪ جي مڪمل آزاديءَ جو ٺهراءُ پاس ڪيو، ۽ ان لاءِ جدوجهد شروع ڪئي. وطن جي آزاديءَ جي جدوجهد ۾ شاه صاحب جهڙو وطن دوست انسان خاموش رهي، اهو ناممڪن هو: پاڻ يڪدم ان هلچل ۾ ٽپي پيو، ۽ ڪانگريس جي سموري پروگرام ۾ پرجوش حصو ورتائين:

ان زماني ۾ پاڻ کاڏيءَ جا ڪپڙا پائڻ شروع ڪيائين، ۽ سن ۾ کاڏي آڻي جو ڪارخانو کولايائين؛ سنڌ ۾ شراب تي بندش وجهڻ لاءِ پڻ ڪانگريسي اڳواڻن سان گڏجي سرگرم عمل رهيو. ۱۹۳۱ع ۾ سباش چندر بوس ۽ سردار ڀڳت سنگهه جي قائم ڪيل يوٿ ليگ جو به ميمبر بڻيو.

ڪانگريس پاڻ ته هندستان لاءِ مڪمل آزاديءَ جو ٺهراءُ پاس ڪيو ۽ ان لاءِ هلچل به شروع ڪئي، مگر جڏهين سنڌ جي بمبئي کان آزاد ٿيڻ جو سوال اٿيو ته هوءَ ان تي ڪجهه هٻڪڻ لڳي، ڇاڪاڻ ته سنڌ ڪانگريس تي هندن جي ملازمت پيشه، تاجر ۽ سرمايدار طبقي جو اثر زياده هو، جن نٿي چاهيو ته سنڌ بمبئي کان جدا ڪئي وڃي، ڇو ته انهيءَ ڪري عملي طرح سنڌ ۾ سندن اقتدار کي ضرب ٿي رسي. بهرحال اڪثر سمجهدار هندو به انهيءَ ئي خيال جا هئا ته سنڌ جو بمبئي سان گڏيل رهڻ بيحد تڪليف ده، نقصان ده ۽ سنڌ جي ترقيءَ ۾ رڪاوٽ آهي، ۽ بفرض محال جيڪڏهين سنڌ جي جدا ٿيڻ سبب سنڌ جي هندن کي ڪجهه نوڪرين وغيره ۾ نقصان به ٿيندو ته اها پورائي وري نون ڪارخانن جي کلڻ ۽ ترقي جي ٻين موقعن جي فراهم ٿيڻ سان ٿي ويندي. سيد صاحب لاءِ ته پنهنجي وطن جي آزادي هرحالت ۾ ٻين سوالن کان مقدم هئي، ان ڪري هو انهيءَ تحريڪ جو پرجوش حامي ٿي رهيو، ۽ انهيءَ ڏس ۾ پنهنجي بعض ڪانگريسي دوستن جي رنجيدگيءَ جي ڪابه پرواهه ڪانه هيس.

آخر اهو وقت آيو، جو سنڌ جي سڄڻن جون ڪوششون ڪامياب ٿيون ۽ سنڌ بمبئي کان آزاد ٿي. هن موقعي تي سيد صاحب مناسب سمجهيو ته هندو مسلمان گڏجي سنڌ جي ڀلائيءَ لاءِ ڪوششون ڪن؛ ان ڪري سندس جدوجهد سان هندن مسلمانن جي گڏيل جماعت، "اتحاد پارٽي" جي نالي سان، قائم ٿي. سيد صاحب سنڌ اسيمبليءَ جو ميمبر چونڊيو ويو.

هندن جي مفاد پرست طبقي جي تنگدليءَ ۽ مسلمانن لاءِ سندن غير مناسب طرز عمل نيٺ سيد صاحب کي ڪانگريس کان نا اميد ڪري، مسلم ليگ ۾ آندو، ۽ ۱۹۳۸ کان وٺي هو سنڌ مسلم ليگ جو پرجوش صدر ٿي رهيو. سنڌ جي اسيمبليءَ سڄي هندستان ۾ سڀ کان اول پاڪستان جو ٺهراءُ پاس ڪيو، جو سيد صاحب ئي پيش ڪيو، ۽ پڻ سڄيءَ سنڌ جي عوام ۾ پاڪستان لاءِ محبت پيدا ڪيائين؛ ۽ جيئن پاڻ چوندا آهي ته "هنڌا اهي وهه ٿيا، جن رڏي ڪيرائي". جڏهن پاڪستان ٺهڻ جو وقت آيو، تڏهن وري جناح صاحب کيس ۽ سندس ترقي پسند سائين کي گوهر ۽ کاهيءَ ڊ روارا سمجهي مسلم ليگ مان ئي ڪڍي ڇڏيو. ۽ سيد صاحب جيڪو هندو سيٺين ۽ زميندارن کان مسلمانن جي ڦٻايل زمينن واپس وٺڻ جو بل رلئنڊايلينيشن بل: (قانون انتقال اراضي) سنڌ اسيمبليءَ ۾ پيش ڪري پاس ڪرايو، ان تي گورنر جنرل ٿيڻ وقت جناح صاحب صحيح ڪرڻ کان به انڪار ڪيو. پوءِ اول سنڌ جو نڪ وڍي ڦٽو ڪيو ويو، يعني ڪراچي ڪانئس کسي ورتي، ۽ پوءِ اڳتي ملي مسلم ليگين جي ڪوشش سان ماڳهين سنڌ کي ئي "ون يونٽ" ۾ بند ڪري، پنجاب جو غلام بڻايو ويو.

ڪراچيءَ جي وڃڻ تي سيد صاحب کي ايڏو صدمو رسيو، جو شاهه جي هڪ بيت کي هن ترميم سان هميشه پيش ڪندو رهندو آهي:

"ڪراچيءَ" جي وڃڻ جو، جن نہ هيڻوئي جار،
خالق رب جبار، ڪين مرهيندو تن کي!

پر سنڌ جي ناليءَ ڪيئي گم ڪري پنجاب جي اڪثريت جي غلام بنائڻ وقت، سيد صاحب جي بيتابيءَ ۽ بيقراريءَ جي انتها ڪي پهتي، ون يونٽ جي حامين يڪدم ڪيس ڪٺي جيل ۾ رکيو. اهو عرصو ڪيس لکو لکيا لالچ ۽ چٽ پٽي ڏيکاري ويئي؛ ڪڏهين وزيريءَ جون لالچون، ڪڏهين عمر قيد جا دپ؛ تہ جئن هو بہ پنهنجي وطن جي غلاميءَ کي تسليم ڪري؛ پر هتي اها حالت هئي، جو

ڪاڪ نہ جهليا ڪاهوڙي، موهيا ڪنهن نہ مال،
جي جوڙين ڏنا چال، تہ بہ لاهوتي لنگهي ويا.

شاهه صاحب جو هر ڌڙڪي ۽ هر لالچ تي اهوئي جواب هو تہ

آءٌ ڪئن ڇڏيان سومرا! تن پنهوارن پچار،
جڙ جنين جي جان ۾، لڳي ريءَ لهار،
پکا ۽ پنهوار، رهيا آهن روح ۾!

اجا جيل مان ٻاهر نڪتو، تہ سنڌ جي عوام پنهنجي هن محبوب سرواڻ کي ون يونٽ اسيمبليءَ تي چونڊي موڪليو؛ اگرچہ مخالفن گهڻين ئي ڪوششون ڪيون تہ هو الهيءَ "مومل جي ماڙيءَ" ۾ داخل نہ ٿئي، متان ڪاڪ جو طلسم ئي نہ پرزا پرزا ڪري ڇڏي، ۽ ان ڪري ناتر گهڻين ئي گوهيون ڏنيون، پر راڻو ڪيس چونڊ مان پڪوڙي ڪاڪ ۾ داخل ٿي ئي ويو. هن جو ون يونٽ جي "ڪاڪ" ۾ داخل ٿيڻ، ۽ مڪاريءَ جي ماڙيءَ ۾ زلزلو پوڻ: چنانچہ ون يونٽ جي عين پهرئين بجيٽ اجلاس جي شيشي تي هن سنڌڙي اٽڙي تہ سوڀاري ڦٽي ڪئي، جو ڪمزور شيشو پرزا پرزا ٿي پيو؛ حڪمت مآب صدر صاحب جي سهاري تي هو بہ مهينا تہ پاڻ جهلي ويو، پر مزيد اجلاس ٿيو ۽ پهرين ۾ نہ جهليو؛ ڪچو گهڙو ڪنن ۾ ڪنا ٿي ويو، ۽ وزارت جي سهڻي لهرين ۾ لوڏا کائڻ لڳي؛ ۽ آخر پنهنجي ئي هٿن سان پنهنجي قتل ناميءَ تي صحيح ڪري، پنهنجي ون يونٽ ٽوڙڻ جو ٺهراءُ پاس ڪري، هٿن سيد صاحب جي ضرب حيدريءَ کان جند ڇڏائي. ون يونٽ پنهنجي ٻي سالگرهه (١٤ آڪٽوبر، ١٩٥٧) تي جشن چراغان بدران گهور انڌيريءَ ۾ ملهائي.

اگرچہ اڳتي هلي ثابت ٿيو تہ اها بہ حڪمران پارٽيءَ جي هڪ وڏي مڪاري هئي، پر سيد صاحب لاءِ سنڌين اها مڪاري ڪا غير متوقع ڳالهہ هئي؛ دستوري طرح هو ان کي بہ منهن ڏيڻ لاءِ مرد ميدان ٿي بيٺو آهي ۽ سنڌس پرزور اعلان آهي تہ ون يونٽ ٽٽندو ۽ ضرور ٽٽندو، سنڌ پنجاب جي غلاميءَ کان آزاد ٿيندي ۽ ضرور ٿيندي، ڇاڪاڻ تہ اهو سنڌي

قوم جو حق آهي ۽ دنيا جي ڪا به طاقت ڪنهن به قوم کي اهو حق حاصل ڪرڻ کان روڪي نٿي سگهي. پوءِ چاهي انهيءَ حق حاصل ڪرڻ ۾ ڏهه ڏينهن لڳن چاهي ڏهه سال، مگر:

سؤ لڳن طوفان ۽ پل سؤ دفعا وچڙيون ڪرن،

جن گلن کي آهه ڪڙڻو، سي مگر ڪڙندا ضرور!

جيڪڏهن سچا سارا ٻه هزار ورهيه غلام رهڻ بعد به ايڪ يهودي قوم پنهنجو وطن حاصل ڪري ٿي وڃي، ته هن قوميتن جي آزاديءَ واري زماني ۾ سنڌ ون يونٽ جي پڃري ٿيل سڪنجي ۾ بند رهي، ڪنهن جي غلام رهي سگهي ۽ سنڌي قوم ون يونٽ جي بيشمار چوڌرين اڳيان ڪانيون ڪندڙ ۽ پاڻي ڀريندڙ بنجي رهي، سو ناممڪن آهي!

اڄ سيد صاحب پنهنجي انهيءَ پرجوش عزم وسيلي سنڌي قوم کي ايترو بيدار ڪري ڇڏيو آهي، جو ساڳيا وطن وڪڻندڙ به اڄ پوريءَ طرح محسوس ڪري چڪا آهن ته آئنده اليڪشن ۾ سنڌ مان اهڙا شخص ٿورو ئي ڪامياب ٿيندا، جي سنڌ کي ون يونٽ جي غلاميءَ ۾ دائمي طور رهڻ تي راضي هجن؛ ان ڪري اهي سنڌ جا سوداگر به اڄ سنڌ جي آزاديءَ جا اعلان فرمائي رهيا آهن!

"سنهنجي آهه اها، ڪنباني ويئي ڪوٽ کي!"

سنڌي ادب ۽ سنڌي ثقافت سان سيد صاحب کي ڪو عشق آهي! هو لئن ته هو انهيءَ لاءِ سدائين شائق رهيو، پر مارچ ۱۹۴۰ ۾ جيئن ئي ڪجهه عرصي لاءِ وزير تعليم ٿيو، يڪدم سنڌ يونيورسٽي برپا ڪرڻ لاءِ ڪاميٽي مقرر ڪيائين، ۽ "سينٽرل ائڊوائزري بورڊ آف ڪنٽرول فار سنڌي لٽريچر" برپا ڪيائين. اڳتي هلي انهيءَ بورڊ کي "سنڌي ادبي بورڊ" جي نالي سان مستقل ۽ آزاد حيثيت ڏياريائين، جنهن جي طفيل اڄ هي "مهراڻ" جو ضخيم شخصيات نمبر پيو پيش ٿئي ۽ ڪيترائي قيمتي ڪتاب شايع ٿيا آهن ۽ ٿين پيا.

سنڌ جي ون يونٽ جي غلاميءَ کان اڳ، سيد صاحب "سنڌي ثقافتي بورڊ" لاءِ اڌ ڪروڙ رپيا منظور ڪرايا، ۽ ان عظيم تجويز کي تڪڙت عمل ۾ آڻائڻ لاءِ سرگرم ڪار هو، ته اوچتو خود غرض، وطن فروشن پنهنجو وطن وڪڻي ڇڏيو ۽ اهو مسئلو ڪنائيءَ ۾ رهجي ويو؛ مگر سيد صاحب جون ڪوششون بند نه ٿيون، هاڻي وري به اهو ڪم شروع ٿيو آهي، ۽ سنڌ جي سدا جيئري شاهه، لاکيڻي لطيف، جي آرامگاهه وٽ انهيءَ مرڪز جي تعمير جي شروعات ٿي آهي، ۽ اهي ڏينهن پري ناهن، جڏهن سيد صاحب جي هيءَ بي مثل ثقافتي اسڪيم وري سرزمين سنڌ تي جلوه گر ٿيندي.

سنڌ هڪ زنده تهذيب آهي،

سنڌ هزارن سالن کان زنده رهي آهي،

سنڌ اڄ به زنده آهي،

۽ سنڌ دائما زنده رهندي!

جناب جي. ايم. سيد هڪ طرف سياسي ماهر آهي، ته ٻئي طرف علم جو گوهر ۽ ثقافت جو شيدائي. علمي سرگرميون ۽ سياسي شورشون هڪ شخص ۾ ٻئي گڏوگڏ هلن، ۽ سو به اينري شعور ۽ شان سان - هي هڪ ڏاڍو مشڪل ڪم آهي:

هر هوسناڪي نه داند جام و سندان باختن!

مگر جن جي سياست آهي ئي ثقافت خاطر، اهي اها هڪ ئي وقت جام ۽ سندان کيڏڻ جي راند کندا ئي رهندا آهن.

”ڇا منهنجو اهو نظريو صحيح آهي؟“ - انهيءَ جي ثبوت ۾، شاهه صاحب مقامي ماحول ۽ ڪتابي دنيا کان وڌي ٻاهر دنيا جو ديدار ۽ ان جي وسيع حقائق جو مشاهدو ۽ مطالعو ڪرڻ به شروع ڪيو، هن ايشيا ۽ يورپ جا ڏوراهان ڏيهه به ڏٺا، ۽ جيئن ٿوءَ تيئن کيس پنهنجي نظريي جي سچائيءَ جا ثبوت ملندا رهيا، علم اليقين، حق اليقين جي درجي تي پهچندو ويو، ۽ هن منصور وانگر ”اناالحق“ جو اهڙو نعرو هنيو، جو اڄ جيڪڏهين کيس سوريءَ چاڙهيو وڃي، ته به سندس رت جو قطرو ”سنڌ“ ”سنڌ“ پڪاريندو رهندو!

۽ انهيءَ سواريءَ جو هلڪو نظارو اهو چوڏهن مهنن جو جيل هو، جنهن ۾ هن بيمار ۽ نحيف کي داخل ڪري، کيس هر طرح جون تڪليفون ڏنيون ويون؛ مگر انهن تڪليفن لاءِ هن ائين ئي چيو ته

سڪَرَ سي ئي ڏينهن، جي مون گهاريا بند ۾،
وسايم وڏ ڦڙا، مٿي ماڙيس سينهن،
نيئر منهنجي نينهن، اجاري اڃو ڪيو!

۽ هڪ هندي شاعر جي لفظن ۾ هر سنڌيءَ کي اهوئي سبق ڏنائين ته

چڙها منصور سولي پر، پڪارا پريم والون ڪو،
يه اسڪي بام ڪا زينه هي، آئي جسڪا جي چاهي!

شاهه صاحب جي ڪتابن مان ٻه سياسي آهن، هڪ ”نئينءَ سنڌ لاءِ جدوجهد“، ۽ ٻيو ”موجوده سياسي مسئلا“، ۽ سندن ٽيون ڪتاب آهي ”پيغام لطيف“، جو هڪ ئي جاءِ تي سياسي ۽ ثقافتي مرقع آهي؛ ٻيا سندن متفرق مضمون ۽ مقالا ته بيشمار آهن. اهو نهايت ضروري آهي ته سنڌ جي هن محبوب ۽ بي مثل مفڪر جون اهي سب چيزون، بلڪ سندس قيمتي خط به، گڏ ڪري ڇاپايا وڃن يا انهن کي ائين منتشر رهڻ يا ضايع ٿيڻ کان بچايو وڃي.

موجوده دور ۾ سيد صاحب حقيقي طرح سنڌ جو اڳواڻ آهي، ۽ سواءِ چند حاسدن ۽ ابوجهلن جي سنڌ جو ٻچو ٻچو سندس اڳوائيءَ تي دل سان ايمان آڻي چڪو آهي ۽ کين يقين آهي ته

هن سالار جي سروائيءَ هيٺ،
سنڌين جو سات ضرور منزل تي رسندو. آمين!

اختر رضوي

# جناب شيخ عبدالمجيد "سنڌي"

ماڻهو سڀ نه سهڻا، پکي سڀ نه هنج؛
ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه، اچي بوءِ بهار جي! - شاهه.

ويهين صديءَ جي شروعات کان وٺي، هونئن ته سڄوئي هندستان، پر خاص طرح سان سنڌ، جنهن طبقاتي ڪشمڪش جي دور مان گذري رهي آهي، تنهن ۾ جاگيردارن ۽ زميندارن، وچولي طبقي ۽ هيٺاهين طبقي جي ماڻهن لاءِ ترقي ڪرڻ جي لوازمات جا فرق ۽ ڪمتريءَ ۽ برتريءَ جا امتياز، جيتوڻيڪ اهي ساڳيا نه رهيا آهن جيڪي گذريل صديءَ ۾ هئا، مگر ان هوندي به اج بڻ، اها ڳالهه ڏاڍي ڏکي آهي جو ڪو شخص پورهيت طبقي ۾ پيدا ٿي، ملڪ جي سياسي ۽ سماجي زندگيءَ ۾ ڪو مٿاهون مقام حاصل ڪري سگهي. وڏيرا شاهي، پيري ۽ مخدومي، هن ملڪ ۾ اج ايترو ته طاقتور آهن، جو هيٺاهين طبقي جو ڪو شخص، پنهنجي ذاتي صلاحيتن ۽ ذهانت سان ابري، جمهوري خيالن ۽ نظرين کي ڦهلائڻ لاءِ هٿ پير ٿو هڻي، ته اهي نيٺي طاقتون گڏجي، ان شخص کي ڪچيءَ ٿي نيوڙي نيسائي ڇڏين ٿيون ڇڏين؛ ۽ اهڙيءَ طرح، اڻ سڌيءَ طرح، گويا اهو وڏي واڪي اعلان ڪنديون رهن ٿيون ته بزرگي ۽ عظمت فقط سندن ئي قبيلي جي ميراث آهن. پر، ڪيڏي نه عجب جي ڳالهه چئبي، جو اِن ماحول ۾، بلڪ اِن کان به اڻانگي ماحول ۾، اج کان سائيڪو سال اڳ، سنڌ جي سر زمين هڪ اهڙي انسان کي جنم ڏنو، جو ڄائو اپنو ته غريب متوسط گهراڻي ۾، پر عزت ۽ عظمت جو اهو مقام حاصل ڪيائين، جنهن لاءِ جاگيردار ابن جاگيردار، پير ابن پير، ورهين کان سڏون ڪندا رهيا. اها عظيم المرتبت شخصيت آهي شيخ عبدالمجيد سنڌي. هيءُ هردلعزيز شخص اج به انسان جي وچ ۾ ويهي، وقت ۽ حالتن جو راز پروڙي، ملڪ ۽ قوم جي ڀلائيءَ لاءِ پاڻ پتوڙي رهيو آهي.

پنهنجي طويل سياسي زندگيءَ ۾ شيخ صاحب، ملڪ جي آزادي ۽ اقتصادي خوشحاليءَ لاءِ جيڪي ڪجهه ڪيو آهي، تنهن جا تفصيل ته شايد هيتر ڪين به معلوم نه هجن، پر 'خلافت تحريڪ'، 'تحريڪ عدم اعتماد'، 'خدام ڪعبه سوسائٽي' 'مسلم ڪانفرنس'، 'انڊين نئشنل ڪانگريس' 'مسلم ليگ'، 'سنڌ عوامي محاذ' ۽ 'نئشنل عوامي پارٽي' جي رڪارڊ ڏسڻ سان، يقيناً ڪوبه

شخص، شيخ صاحب جي همه گير شخصيت ۽ بي لوث خدمتن جو، کليءَ دل سان اعتراف ڪرڻ
کان سواءِ رهي نٿو سگهي.

'تحريڪ آزادي هند' واري دور ۾ قومي اڳواڻن اڳيان هيٺيان ٻه مقصد هئا: انگريزن
کان آزادي حاصل ڪرڻ ۽ اقليتن ۾ باهمي اعتماد پيدا ڪري سندن فرقيوارانه مسئلن کي منصفانه
نموني حل ڪرڻ. اقليتن جو هڪ مسئلو هو ته سنڌ بمبئيءَ کان الڳ ٿئي يا نه- هڪ پاسي
ڪانگريس جا ڪي تنگ نظر ۽ ٻيا مفاد پرست عنصر زور ڏيئي رهيا هئا ته سنڌ ڪنهن به
صورت ۾ بمبئي پرڳڻي کان الڳ نه ٿئي، ٻئي طرف سنڌ جو عام مطالبو هو ته سنڌ هر حالت ۾
بمبئي کان جدا ٿئي. ٻنهي طرفين سخت ڇڪتاڻ هئي، ڪابه ڌر پنهنجي ڳالهه تان هٽ ڪڻ
لاءِ تيار نه هئي. اهڙيءَ طرح، هندستان جي ٻين صوبن ۾ وري، اسيمبلين ۾ هندو مسلم جاين
جو مسئلو پيچيدي صورت اختيار ڪري رهيو هو. ان نازڪ وقت ۾، آل انڊيا خلافت ڪاميٽيءَ
جي صدر جي حيثيت سان "اجمير ڪانفرنس" ۾ شيخ صاحب جيڪي ٺاهه جون رٿون پيش ڪيون،
سي ايتريون ته منصفانه هيون، ۽ اهڙيءَ ته ڪمال ڪاريگريءَ سان تيار ڪيون ويون هيون،
جو ٻنهي ڌرين درميان آخرين ڳالهه ٻولهه جو سلسلو شروع ڪرڻ لاءِ فضا هموار ٿي ويئي:
سنت ڻي اجمير کان بمبئيءَ ويندي، گاڏيءَ ۾ شيخ صاحب جي مشهور ڪانگريسي اڳواڻ ڊاڪٽر
محمود سان ملاقات ٿي. خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ بعد، ڊاڪٽر محمود، شيخ صاحب کان بيحد
متاثر ٿيو ۽ بعد ۾ ٻنهي ڄڻن جي گڏيل ڪوشش سان "سنڌ جي جدا ٿيڻ" ۽ "هندو مسلم
نمائندگي" جي سوالن تي ڳالهيون ٻولهيون ڪرڻ لاءِ مرحوم مولانا آزاد، مولانا شوڪت علي
۽ پنڊت مدن موهن مالويه بمبئي ۾ گڏيا ۽ ان گڏجاڻيءَ جو نتيجو "لکنو مسلم يونٽي ڪانفرنس"
۽ "الله آباد مسلم يونٽي ڪانفرنس" جي صورت ۾ نڪتو. انهن ڪانفرنسن ۾ پهريون دفعو
هندستان جي مسلمانن جي مختلف طبقن جا اڳواڻ- مسٽر جناح جي مشهور چوڏهن نڪتن سان
تيرهن تي يڪراءِ متفق ٿيا ۽ چوڏهين نڪتي، جو چوندن جي باري ۾ هو، راضي ناموڪيائون.
بعد ۾ سمورن سياستدانن ۾ اجتماعي طور ٻڻ انهن تيرهن نڪتن تي اتفاق ڪيو.

'الله آباد يونٽي ڪانفرنس جا جلسا پندرهن ڏينهن کان به وڌيڪ هلندا رهيا، ۽ انهن
۾ "سنڌ جي جدا ٿيڻ واري" سوال سخت نازڪ صورت اختيار ڪئي؛ خاص طرح سان، جڏهن
ماهر اقتصاديات پروفيسر چيلانيءَ ثابت ڪري ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي ته سنڌ، بمبئي کان
الڳ ٿيڻ ڪري، مالي مشڪلاتن ۾ مبتلا ٿي ويندي، تڏهن ته مسلمان نهايت مايوس ٿي ويا،
پر ٻئي طرف جڏهن شيخ عبدالمجيد پنهنجي تقرير ڪئي ته پروفيسر چيلانيءَ جا سمورا دليل رد
ٿي ويا ۽ جيڪي به هندو مسلم حاضر هئا، تن شيخ صاحب جي "سنڌ جي علحدگي" جي
حمايت ۾ ڏنل دليلن سان اتفاق ڪيو. انهيءَ تاريخي تقرير جي تعريف ڪندي، هندستاني
مسلمانن جي جليل القدر اڳواڻ مولانا شوڪت عليءَ لکيو:

He has left his mark on the Allahabad Unity Conference. His speech
on the Separation of Sind at Allahabad Unity Conference won applause

and congratulations from all including Dr: Moonje, (Mehasabhai Leader). Once when he had finished his speech on Hindu Muslim Unity, the venerable President of the Conference made a note in his diary that the best speech that he heard durirg his life was that of Shaikh Abdul Majid Sindhi.

”شيخ صاحب الله آباد ڪانفرنس ۾ واه جو ڏاڪو ڄمايو. سندس ’سنڌ جي جدا ٿيڻ‘ واريءَ تقرير تي، کيس چوطرف کان مبارڪباد ملي رهي هئي: ٻيو ته ڇڏيو، پر مهاسڀائي اڳواڻ ڊاڪٽر مونجي به سندس ثنا خوان ٿي ويو! هڪ دفعي جڏهن شيخ، ”هندو مسلم ايڪتا“ تي پنهنجي تقرير ختم ڪئي، ته موقعي جي صدر پنهنجي ڊائريءَ ۾ هي اکر لکيا، ’مون ههڙي شاندار تقرير اڄ تائين ڪانه ٻڌي آهي‘.

شيخ صاحب جي سڀ کان وڏي خوبي هيءَ آهي ته ڌرين ۾ اختلاف ڪيتريءَ به حد تائين ڇو نه هجي- هي پار پنهنجو منصفانه فيصلو، ڪمال حرفت ۽ هوشياريءَ سان، ٻنهي ڌرين کان مڃائي وٺندو.

”تحريڪ آزادي هند“ واري وقت ۾ سائمن ڪميشن بابت مسلمانن جي اعليٰ اڳواڻن ۾ زبردست اختلاف پئجي ويا، ۽ ان ڳالهه جو انديشو ٿي پيو ته ڪٿي هندو مسلم ايڪتا جي تحريڪ، هميشه لاءِ نه ختم ٿي وڃي. خود مسلم ليگ ۾ گروه بندي ٿي وئي- هڪڙو گروهه سر محمد شفيع جي اڳواڻيءَ هيٺ سائمن ڪميشن سان سهڪار ڪرڻ جي فائدي ۾ هو، ته ٻيو گروهه مسٽر محمد علي جناح جي قيادت هيٺ بائيڪاٽ ڪرڻ لاءِ ڪمر ڪشي بيٺو هو؛ اختلاف جي باهه تيزيءَ سان وڌي رهي هئي ۽ مصلحت جي ڪا اميد نظر نٿي آئي. اهڙي نازڪ موقعي تي، صوبائي خلافت ڪميٽيءَ پاران شيخ عبدالمجيد سکر ۾ ڪانفرنس ڪوٺائي، جنهن ۾ سڀني مسلم اڳواڻن شرڪت ڪئي. هڪ طرف مولانا آزاد، مولانا مظفر علي خان ۽ حبيب الرحمان، چوڏن متعلق نهرو رپورٽ جي تجويز سان متفق هئا، ٻئي طرف مولانا شوڪت علي ۽ ٻيا اڳواڻ ان جي مخالفت ۾ هئا. انهن برک اڳواڻن اڳيان شيخ صاحب، نهرو رپورٽ جي چوڏن بابت تجويز متعلق ترميمون پيش ڪيون. ٽن ڏينهن جي بحث مباحثي بعد سڀني اڳواڻن انهن ترميمن کي قبول ڪيو.

”سنڌ علحدگي“ جي تحريڪ ۾ شيخ صاحب جيڪي خدمتون سرانجام ڏنيون، تن جو ذڪر ڪندي، مرڪزي خلافت ڪاميٽيءَ جو سيڪريٽري لکي ٿو:

"Mr: Abdul Majid Sindhi as usual was the only muslim from Sind who attended the meeting at Simla. (          ) The report of the Simon Commission was condemned and criticised for several defects and on many other grounds includidg Simon Commission's lack of support to the separation of Sind Mr: Abdul Majid Sindhi must not have missed a

single All India Conference which was in any way connected with the separation of Sind. Since the inception of the movement, and at most of the conferences he used to be the only Sindhi to press forward the cause of the movement."

"هميشه جيان هن ڀيري به اڪيلو شيخ عبدالمجيد سنڌي، سنڌ مان 'سملا ميٽنگ' ۾ شريڪ ٿيو. ميٽنگ ۾ سائمن ڪميشن جي سخت مذمت ڪئي ويئي-خاص ڪري سنڌ سان انهيءَ رويي جي، جو 'سنڌ جي علحدگي' کي اهميت ئي نه ڏني ويئي هئي. 'سنڌ متعلق' هن تحريڪ شروع ٿيڻ کان وٺي، ڪئي به ڪا اهڙي ميٽنگ نه ٿي آهي، جنهن ۾ شيخ عبدالمجيد شريڪ نه ٿيو هجي"

مٿينءَ ڪانفرنس جي موقعي تي شهر جي جامع مسجد ۾ هڪ جلسو ڪيو ويو، جنهن ۾ ٽي هزار ماڻهن شرڪت ڪئي. ڪانفرنس ۾ گهڻو ڪري سڀ نمائندا حاضر هئا. مولانا شوڪت علي صدارت ڪري رهيو هو، ۽ شيخ صاحب کي تقرير ڪرڻ لاءِ چيو ويو. ان وقت مسلم نيشنلسٽ پارٽيءَ جا ڪيترائي همدرد ۽ معاون حاضر هئا. اهڙي ماحول ۾، خلافت ڪميٽيءَ جي پاليسي ظاهر ڪرڻ گويا هڪ جرئتمندانه قدم کڻڻو هو. شيخ صاحب تقرير ڪئي ۽ خلافت ڪاميٽي جي پاليسيءَ جي وضاحت ڪئي. سڄو مجمع ڪلاڪ تقرير ٻڌندو رهيو. مولانا شوڪت علي تقرير کان متاثر ٿي چيو:

"I can never forget his most argumentative speech at Simla in Uindication of Muslim policy, where he kept the whole audience spell bound for more than an hour. The next day morning when I passed through the Bazaar I was accosted with salutations and forced every where to arrange another lecture of Mr: Abdul Majid Sindhi".

"آءٌ شيخ عبدالمجيد جي سملي واري مدلل تقرير ڪڏهن به وساري نٿو سگهان: هن مسلم پاليسيءَ جي وضاحت ڪئي، ۽ هڪ ڪلاڪ کان وڌيڪ عرصي لاءِ حاضرين کي همه تن گوش رکيو. ٻئي ڏينهن سملي جي بازارين ۾ مون کي جتي ڪٿي ائين ٿي چيو ويو ته شيخ صاحب جي ٻيءَ تقرير جو انتظام ڪرايو."

خلافت ۽ عدم تعاون تحريڪن جي ناڪاميءَ تي، اسيمبلين ۾ داخلا جي سوال تي سڄي هندستان جي مسلمانن ۾ اختلاف پيدا ٿي ويو. هڪ طرف مولانا آزاد ۽ سنڌ سائين اسيمبلين ۾ داخل ٿيڻ جو فيصلو ڪيو، ٻئي طرف مولانا محمد علي، شوڪت علي ۽ ٻين داخلا جي خلاف فيصلو ڪيو. ان سلسلي ۾ آخرين ڪوشش هيءَ هئي ته مولانا محمد علي مرحوم جي جاءِ تي خلافت ڪاميٽيءَ جي ميٽنگ رکي ويئي. ٽن ڏينهن تائين بحث ٿيندو رهيو، پر ڪو نيل ڪجهه ڪين نڪتو. سڀ ڪنهن ائين ٿي سمجهيو ته ميٽنگ ناڪام رهي. ان وقت شيخ صاحب بيمار هو. هو آيو ۽ هڪ ترميم پيش ڪيائين. شيخ صاحب جي ترميم مڙني کي پسند پئي، ۽ هنن پنهنجون ترميمون واپس وٺي ڇاهه ڪيو.

اهي ئي آهن زرين ڪارناما، جن جي ڪري شيخ صاحب جي عظمت جيئن پوءِ تيئن
وڌندي رهي، ۽ جن ڪري ڏسي خلافت ڪاميٽيءَ جي ليڊر مولانا محمد عرفان چيو: "اڪبر اعظم،
سر آغا خان، ساڌو ٽي. ايل. واسواڻي، ۽ مسٽر جناح اعظم کان علاوه، جيڪڏهن ڪو عظيم انسان،
سنڌ جي سرزمين پيدا ڪيو آهي، ته اهو آهي شيخ عبدالمجيد سنڌي." شيخ صاحب جون اهي ئي
صلاحيتون هيون، جن مولانا شوڪت عليءَ جهڙي بزرگ کي سندس گرويده ڪري ڇڏيو.
مولانا شوڪت علي هڪ هنڌ لکي ٿو:

"When I was released from prison in 1923 and had visited Sind in 1924, he was again in Sukkur Jail, and I well remember that after the Public meeting at night I decided to make a TAWAF of the Sukkur Jail, and we all shouted ALLAH-O-AKBAR, and that was our greeting to our dear Brother and Co-worker, and he had heared it and understood inside the prison".

"١٩٢٣ع ۾ جڏهن مون کي جيل مان آزاد ڪيو ويو ۽ ١٩٢٤ع ۾ مان سنڌ جي
دوري تي نڪتس ۽ سکر ۾ ويس، ته معلوم ٿيم ته شيخ عبدالمجيد جيل ۾ آهي. رات
جو پبلڪ جلسو ختم ٿيڻ بعد، اسان فيصلو ڪيو ته جيل جو طواف ڪجي. اسان جيل
جو طواف ڪيو ۽ الله اڪبر جا نعرا بلند ڪري، پنهنجي سائيءَ کي پنهنجو آواز پهچايو.
هن ٻڌو ۽ سمجهيو."

اڄ به ڪانگريس، مسلم ليگ، خلافت ڪاميٽي ۽ برصغير هند و پاڪ جي ٻين ننڍين
وڏين سياسي جماعتن جا جيڪي اڳواڻ آهن، سي سڀ شيخ صاحب جا جهونا دوست ۽ مداح آهن.

مولانا حسرت موهاني، شيخ صاحب جو ويجهڙو دوست هو. گذريل سال خالقڏني هال
ڪراچيءَ ۾ "حسرت سوسائٽي" پاران، مرحوم "حسرت" موهانيءَ جي ورسي پئي ملهائي وئي.
جلسي ۾ بلند پايه اڳواڻ شريڪ هئا، جن ۾ راجڪمار محمود آباد، عبدالرب نشتر، چوڌري
خليق زمان، ۽ جسٽس لاريءَ جا نالا قابل ذڪر آهن. جلسي جي ڪاروائي هلي رهي هئي،
اوچتو شيخ صاحب به اچي ويو - شيخ صاحب تي نظر پوڻ شرط، راجڪمار محمود آباد صدارتي
ڪرسي ڇڏي، اچي شيخ صاحب کي ڀاڪر پاتو: ٻيني ليڊرن سائس گرمجوشيءَ سان مصافحو ڪيو.
هلندي جلسي ۾ هيءَ ڳوڙ ڏسي، هڪڙي مسلم ليگي رنگروٽ کان رهيو نه ٿيو ۽ خليق زمان
کي ٽوڪ هڻندي چيائين ته "اوهان نيشنل عوامي پارٽيءَ ۾ شريڪ ٿيو ٿا وڃي ڇو." هن ويچاري
کي ڀلا ڪهڙي خبر ته مسلم ليگ جا اهي اڳواڻ - خليق زمان ۽ سردار نشتر - شيخ صاحب جي ئي
ڪوشش سان ان جماعت ۾ آيا هئا!

پيري زهيري آهي. شيخ صاحب اڄ ڪافي پيرسن ٿي چڪو آهي. هي مرد مجاهد سڄي
عمر ڪنڊن جي سيج تي ستو آهي. آرام اکين ڪونه ڏٺو اٿس. پر، هن عمر ۾ به هو ملڪ

۽ قوم جي بهبوديءَ لاءِ رات ڏينهن پاڻ پتوڙي رهيو آهي. سچي پاڪستان جي ترقي پسند عناصرن ۽ اڳواڻن کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪري، نئشنل عوامي پارٽي جو پايو وجهڻ ۾، هن درويش صفت پيرمرد جو وڏو هٿ آهي. هو سچي عمر حق ۽ انصاف لاءِ لڙندو رهيو آهي ۽ هينئر به اهي ئي آدرش ۽ اصول سندس پيش نظر آهن.

شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي زندگي، سنڌ ۽ هند جي عوام جي سياسي شعور جي ارتقائي تاريخ آهي. "آل انڊيا خلافت تحريڪ" کان وٺي "آل پاڪستان نئشنل عوامي پارٽيءَ" تائين، صحتمند سياسي جدوجهد جو جيڪو به دور گذريو آهي، تنهن ۾ شيخ صاحب شروع کان آخر تائين شريڪ رهيو آهي. الهيءَ سچي دور ۾، جڏهن به ڪن پيچيده مسئلن تي ممتاز سياسي اڳواڻن جو اختلاف ٿيو آهي، ته اهو شيخ صاحب جي حڪمت عمليءَ سان فوراً دور ٿيو آهي، ۽ انهن ئي آزاديءَ جي علمبردارن جو قافلو اڳتي وڌندو پئي رهيو آهي.

عظمت ۽ اعليٰ وقار جو بلند ترين مقام حاصل ڪرڻ جي باوجود، شيخ صاحب جي سچي زندگي، اقتصادي ۽ مالي نقطهٔ نگاهه کان هڪ فاقه ڪش قلندر جي زندگي آهي، ۽ اها ڳالهه بذاتِ خود شيخ صاحب جي عظمت جو هڪ روشن دليل آهي.

شال هيءَ جليل القدر هستي وڏي عمر مائي! ۽ وڌ ۾ وڌ عرصي تائين اسان جي رهنمائي ڪري - آمين.



# سوانح جي فهرست

## ۱. علماءِ فضلاء

## ٢. بغاوت جا باني ۽ آزاديءَ جا علمبردار



## ٣. قومي خادم ۽ سياسي رهنما



## ٤. درويش ۽ فقراء

## ٥. اديب ۽ شعراء

## ٦. سکر ۽ سيانا



## ٧. متفرقا



## ٨. ”سنڌي ادبي بورڊ“ جا ميمبر صاحبان



نالو : صاحب خان ميراڻي
ولد : بهادر علي
ادبي نالو : سورهه ميراڻي
جنم : 08.04.1975
جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.
حال ائڊريس : غريب آباد محلو، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.
تعليم : M.A سنڌي

ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع
سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع
برهه منجهارا ٻوند (شاعري) 2022ع
صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786
0300 – 3404488
اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

